# مشكاة المصابيح

للعلامة محمد بن عبدالله الخطيب التبريزي رحمه الله

## ترجمته باللغة السندية

ترجمه

الشيخ امام الدين جونيجو

## حصو ٻيو

العناية

تحت إشراف المركز الإسلامي للبحوث العلمية ،

كراتشي باكستان

# مهاڳ

قرآن ۽ حديث شريعت مطهره جا ٻہ بنيادي مآخذ آهن. انهن تي ئي ساري دين اسلام جو اساس قائم آهي، ٻنهي ۾ روح ۽ قالب وارو رشتو ڪار فرما آهي، جتاب ۽ سنت جي شريعت ۾ اها ئي حيثيت آهي جاڪا غذا ۽ پاڻيءَ جي جسم لاءِ. قرآن حڪيم متن متين آهي ۽ حديث پاڪ انهن جي شرح ۽ تفصيل، جيئن امام شاطبي الغرناطي (790هـ) جن فرمائين ٿا:

السنة بمنزلة التفسير و الشرح لمعاني احكام كتاب الله (الموافقات للشاطبي ص 10 ج 4)

هن سان بخوبي اندازو سگهائي سگهجي ٿو تہ حديث رسول الله ﷺ جي اسلام ۾ ڇا اهميت آهي.

حديث جي اهميت ۽ افاديت متعلق ڪنهن بہ با شعور ۽ صاحب فهم کي ڪلام ڪرڻ جي ڪا بہ گنجائش ڪونهي. ڇو تہ احاديث جو مجموعو اقوال ۽ افعال رسولﷺ جو عڪس پيش ڪري ٿو. جنهن ڪان بغير نماز، روزو، حج، زڪوٰت ۽ اسلام جي ديگر احڪامات ڪان سواءِ اخلاقيات، معاملات ۾ اڻواقف رهڻو پوي ٿو.انهيءَ لاءِ تہ محدثين ڪرام مان اهڙا ڀاڳ ڀريا انسان پيدا ٿيندا رهيا جن احاديث رسول جي هيرن ۽ جواهرن کي پنهنجي سيني سان سانڍي اسان تائين پهچايو، الله جي مٿن رحمت هجي.

بعد از وفات تربت ما برزمين مجو
درسينہ هائي مردم عارف مزار ما ست

محدثين جي تابناڪ زندگيءَ تي طائرانہ نگاهہ وجهنداسون عقل دنگ رهجي ويندو تہ هي گديان سڪندر دل، ڪيتري استغنا ۽ عفت واري حياتي گهاريندڙ هئا، بي لوثي، بي غرضي، اخلاص تہ ڪو ڪانئن ئي سڪي. هو هر جابر ۽ ظالم حڪمران اڳيان هميشہ حق جو ڪلمون چوڻ پنهنجو شعار مسجهندا هئا. اهڙن بي نياز، بي لوث، تقوىٰ ۽ طهارت جي ڏٽين محدثين ڪرام جي موجودگي ۾ ڪٿي تي فن رجال ۾ ڪا ڪوتاهي اچي، باقي صرف بدگماني منطقيانہ، فلسفيانہ، يا جامد تقليد جي سبب شڪ شبهات واري موشگافين جو آخر ڪنهن وٽ علاج آهي؟

و انّ الظّنّ لا يغني من الحق شيئا (النجم)

اسلامي علوم و فنون تي گهري نگاهہ وڌي وجي تہ محدثين، مفسرين، مفڪرين ۽ محققين علماءَ و فضلاءَ دانشورن جي عالي علمي ڪار هاءِ نمايان تي هن ڪمپيوٽر ۽ سائنس جي دؤر ۾ بہ عقل دنگ رهجيو وڃي. ماضي جي علماءِ و فضلاءَ ڪان هر هڪ جي جاڪوڙ هڪ اداري (انسٽيٽيوٽ) ڪان گهٽ ڪونهي، هي سارو ڪم ان وقت ڪيو ويو آهي جڏهن ڪنهن سني سواري جو تصور بہ ڪونہ هو. اهڙي اعصاب شڪن ۽ ٿڪائيندڙ وقت ۾ حصول حديث لاءِ ڪيترن ڏوراهن علائقن، ملڪن جا پا پيادا سفر اختيار ڪري هڪ هڪ حديث جي تحقيق ۽ هڪ مسئلي جي دريافت لاءِ جيڪا جاڪوڙ ڪئي وئي ان سان پٿر کي پگهر اچيو وڃي. نہ صرف ايترو بلڪ هنن ايندڙنسلن تي احسان ڪندي مختلف موضوعات تي جيڪي علمي ارمغان ضخيم ڪتاب مرتب ۽ مدون

ڪيا، انهن جي مطالعي سان عقل دنگ رهجيو وڃي ته هي سارو علمي سرمايو هڪ انسان جي هٿان ڪيئن پايه تڪميل تي پهتو؟.
رسول اڪرم ﷺ جن دين جي اشاعت ۽ ترويج لاءِ مؤمنين ۽ مخلصين جي جنهن طائفه منصوره کي تيار ڪيو. انهن جاسلام جي عالمگير آفاقي نظام کي پڙهي، پروڙي ۽ سمجهي ان مطابق حياتي گذاري. جنهن جبعد انهيءَ پاڪيزه تعليم ۽ طريقه کي ايندڙ نسل تائين محفوظ بنائي پهچائڻ جو پڻ اهتمام ڪيو. صحابه ڪرام وري قرآن وانگي انتهائي احتياط سان احاديث رسول کي دل وجان سان ساري سنيالي امت تائين پهچائڻ جو فرض سرانجام ڏنو.
ان نموني نبي اڪرم ﷺ جن جي زبان مبارڪ مان نڪتل الفاظ ۽ سندن ذات گراميءَ کان صادر ٿيندڙ احڪام و مسائل، معاني و مفاهيم کي محفوظ ڪرڻ ديني فريضو بڻجي ويو. صحابه ڪرام احاديث نبوي جا امين هئا، اهي حديثن کي قرآن حڪيم جي تفسير و تعبير ۽ اسلام جي بنيادي مآخذ واري صورت ۾ شمار ڪندا هئا. انهيءَ لاءِ ته ذخيره حديث نبوي کي نه صرف بر زبان حفظ ۽ ياد ڪيائون، بلڪ هنن کي محفوظ ڪرڻ جو پڻ اهتمام ڪيائون. هر صحابي سڳورو زنده جويد تعليمات نبوي جو مجسمو ۽ مظهر نظر ايندو هو.خود نبي پاڪ ﷺ جن احديث مبارڪ کي جحفظ و روايت ڪرڻ جي تاڪيد فرمائي. مثلا: حدثواعني(صحيح مسلم ڪتاب الزهد) يعني منهنجي حديث کي بيان ڪريو.
عبدالله بن عمر رضي الله عنه کان روايت آهي ته جنبي ﷺ ارشاد فرمايو ته: بلغوا عني ولو آية(صحيح بخاري ڪتاب الانبياء) يعني منهنجي طرفان ماڻهن کي منهنجو پيغام پهچايو، پوءِ ڪٿي اها هڪ آيت ئي ڇو نه هجي.
ابوبڪر صديق رضي الله عنه کان روايت آهي ته نبي ﷺ جن ارشاد فرمايو: ۽ مناسب آهي ته حاضر شخص غير موجود کي هيءُ حڪم پهچائي، ڇو ته ممڪن آهي جنهن شخص کي هيءُ حڪم پهچايو وڃي اهو حاضرين کان وڌيڪ ياد ڪرڻ وارو هجي.(صحيح بخاري ڪتاب العلم)
عبدالله بن مسعود رضي الله عنه فرمائين ٿا ته مون نبي ﷺ جن کان ٻڌو ته:
نضرالله امرءاً سمع منا شيئا فبلغه كما سمعه فرب مبلغ او عي من سامع (جامع الترمذي ابواب العلم)
يعني الله تعالىٰ ان شخص جي چهري کي تروتازه ۽ شاداب رکي جنهن اسان کان ڪا شيءِ ٻڌي ۽ پوءِ بلڪل اهڙي ريت ٻين تائين پهچائي جيئن ٻڌي هئي. ڇو ته گهڻا ئي اهڙا ماڻهو آهنجن کي حديث سڳوري پهچندي ته اهي ٻڌڻ واري کان وڌيڪ ان کي ياد ڪرڻ وارا هوندا. اهل علم ۽ اهل قلم محقق مولانا سيد سليمان ندوي رحمه الله جي تحقيق موجب يارهن هزار صحابه ڪرام اهڙا آهن جن جا نالا لڪيل صورت ۾ موجود آهن جن مان هر هڪ نبي ڪريم ﷺ فداه ابي و امي جي اقوال و افعال ۽ واقعات مان ڪجهه نه ڪجهه حصو ٻين تائين پهچايو. يعني ”روايت“ جي خدمت سرانجام ڏني (خطبات مدارس ص 44)
مطلب ته نبي ڪريم ﷺ جن کي جيڪا سچائي ۽ حقانيت ڏٽي طرفان مليل هئي ان کي ٻين تائين پهچائڻ جو جيڪو علم، فهم فراست، دانش بينش ڏٽي تعالىٰ کين عطا فرمائي، انهيءَ کي اڻجاتلن تائين پهچائڻ ۽ ساٿين کي آگاهه ڪرڻ قرآن حڪيم جي الفاظ ۾ (البقرة) تعليم تربيت ۽ تزڪيه جي ان مقصد سان ئي نبي ڪريم ﷺ جن عرب معاشره ۾ عظيم انقلاب آندو. تعليم ۽

تعلّم کان ناآشنا قوم کي زندگي گهارڻ جو سهڻو سليقوسيکاريو ۽ تهزيب و تمدن سان همڪنار ڪيو. انسانيت جي اعلىٰ شرف ۽ اقدار کان محروم قوم جي سينن ۾ علم و عرفان، اسرار و رموز، معارف حقائق جي جاهڙي ته مشعل روشن ڪئي جيڪا ساري ڪائنات لاءِ مناره نور ثبت ٿي:(الاحزاب) انهيءَ تعليم ۽ تربيت سان پٽر وسائڻ وارن کي دعا سان سرفراز ڪرڻ جو سبق مليو، رت جي اجيلن کي يڪجان بنيان مرصوص (هڪ مضبوط ديوار) بنائي ڇڏيو. ظاهر آهي ته سندن رڳو آرآن حڪيم جي حفاظت ۽ حقانيت جي ذميواري ڪونه هئي مگر سندس فرض منصبي سندن پوري حياتي اسوه ڪامل هئي جنهن جو مڪمل رڪارڊ دنيا جي اقوام و ملل تائين پهچائڻ مقصود و مطلوب هو. پاڻ سڳورنﷺ جي پوري حياتي سراج منير (چمڪندڙ ڏيئي) جو مظهر هئي. ان لاءِ قرآن حڪيم ۾ باربار نبي ڪريمﷺ جي اطاعت، ڪام ل پيروي جو تاڪيد ڪيل آهي. انهيءَ اطاعت ۾ وفاداريءَ کي عظيم ڪاميابي سان تعبير ڪيو ويو آهي. ارشاد باري تعالىٰ آهي:(الاحزاب)

۽ ذخيره احاديث کي انتهائي احتياط سان ساري سنيالي امت تائين پهچائڻ جو اهتمام پڻ ڪيو ويو آهي، گهڻي ڀاڱي ذخيره احاديث کي لکيل مدون شڪل ۾ ڪڻ محفوظ ڪصو ويو مثلاً ابو هريره، عبدالله بن عمر، جابر بن عبدالله، عبدالله بن عباس، سمفره بن جندب ۽ سعد بن عباد رضي الله عنهم جا مڪاتيب گرامي ۽ صحيفہ همام بن منبہ کي بطور مثال پيش ڪري سگهجي ٿو. ڪافي ذخيره حديث زباني بہ محفوظ ڪيو ويو الله تعالىٰ جي رحمت انهن هستين تي هجي. آمين

ذخيره ڪتب احاديث جيل لعل و گوهر تي نگاهہ وجهڻ سان هڪ نمايان ڪتاب جو نالو نظار ايندو يعني مشڪوٰت المصابيح، اهو نالو بہ ڪيترو نہ سندر آهي، هي شعاع ۽ سوجهرو بخشيندڙ ڏيئو سيني سان سانڍي رکڻ سان اجڙيل دل جي ويران وسندي وري آبادٿيندي. (النور)

موجوده ملحدانہ دؤر کي مد نظر رکندي باب الاسلام سنڌ جي معياري ليکڪ، مترجم ڪهنہ مشق ۽ سهڻي سياءَ جي ڌڻي مولانا امام الدين جوڻيجو حفظ الله جي حوالي ڪيو ويو. جنهن مشڪوٰة المصابيح جي آخري ٻن جلدن کي ڪتاب المناسڪ کان پڇاڙي تائين پڙهندڙن تائين پهچايو، الله تعالىٰ کين اجر عظيم عطا فرمائي. هي علمي سندر سوکڙي علم پرور عزيزم پروفيسر عبدالغفار صاحب جوڻيجي جي جانفشاني ۽ محنت شاقہ سان نظر ثاني جا مراحل طئي ڪري، ڪتابت، پروف ريڊنگ، طباعت ۽ بائينڊنگ جي مختلف مراحل مان گذري خوبصورت ڪتاب جي صورت ۾ قارئين تائين پهتي، الله تعالىٰ کين جزاءِ جزيل عطا فرمائي آمين.

آس اٿئون تہ هي مفيد، معياري، ساده، سليس ترجمو موجوده ۽ ايندڙ نسلن لاءِ راه راست ڏسڻ جو ڪم ڏيندو ۽ مانوارن محبان حديث طرفان موچاري موٽ ملندي ۽ رب ڪرم جي اڳيان دعاڳو آهيون تہ ڪهن ڪتاب جي ابتدا کان ڪتاب الدعوات تائين جي مترجم فاضل جليل، عالم نبيل مولانا محمد عمر جوڻيجي نورالله مرقده جهڙي رجل رشيد ۽ هن ڪتاب جي ترجمي لاءِ تحرڪ ڏيندڙ ۽ مالي معاونت ڪندڙ صاحب جود و سخا، داعي، داعي توحيد، مجسمہ تقوىٰ مرحوم حاجي صاحبڏنو عالياڻي جن جي ڪاوشن سان هن ڪتاب جو ترجمو محبان حديث تائين پهتو.جنهن کان

پوءِ سنڌس صالح پونيرن حاجي عبدالرحيم ۽ ٻين جي تعاون ۽ دلچسپيءَ سان هيءَ املھ ڪتاب جو نظر ثاني ٿيل نئون خوبصورت ايڊيشن ظاهري، باطني خوبين سان مزين ٿي پڙهندڙن لاءِ پهتو. الله تعالىٰ ڪان سوال آهي تہ اصل مصنف، مؤلف، مترجم، محشي واشاعت جي اهتمام ڪندڙن محبان حديث رسول تي پنهنجي بي پايان انعام و اڪرام جو نزول ۽ آخرت لاءِ ذريعہ نجات بنائي ۽ الله تعالىٰ پڙهندڙن جي من ۾ عظمت حديث جو نئون جذبو جاڳائي ۽ عمل ڪرڻ جي توفيق عطا فرمائي، آمين ثم

بسم الله الرحمن الرحيم

## حديث جي اهميت ۽ عظمت

الحمد لله و كفى و سلام على عباده الذين اصطفى ــ اما بعد: **الله جي وحي كي امتن جي اڳيان سڀ كان پهرين پيش ڪرڻ وارا الله جا رسول ۽ پيغمبر هوندا آهن، تنهن ڪري حديث پڙهڻ كان اڳ ۾ قرآن ڪريم ۾ الله تعالىٰ سندس آخري رسول ﷺ جي حيثيت ڇا بيان ڪئي آهي.**

(1) **رسول جي چونڊ الله پاڻ فرمائي آهي:**

**رسالت جي چونڊ يا تقرري ۾ نہ مخلوق كي ڪنهن قسم جو اختيار آهي نہ انهن جي مشوري جو لحاظ رکيو ويو آهي. فرمايائين:**

(**الحج**: 75)

**يعني الله تعالىٰ ئي فرشتن ۽ انسانن مان رسول منتخب ڪندو آهي.**

**جهڙيءَ طرح رزق جي تقسيم الله جي فيصلي تي موقوف آهي، اهڙيءَ طرح رسالت جي انتخاب ۾ ڪنهن كي راءِ ڏين جو ڪوبہ حق نہ آهي، جڏهن مشركين مڪہ رسول ﷺ جي رسالت متعلق راءِ ڏيڻ شروع ڪئي، تہ ڪين سختيءَ سان جواب ڏنو ويو:**

(**الزخرف**32)

**هن آيت مبارڪ مان هڪ تہ اها ڳالهہ سمجهڻ گهرجي تہ جهڙيءَ طرح رزق جي تقسيم ڪنهن جي حوالي نہ آهي، ساڳيءَ طرح نبوت جي تقسيم جو ذمو بہ ڪنهن كي نہ ڏنو ويو آهي. ٻي ڳالهہ اها تہ نبوت الله تعالىٰ جي خاص رحمت آهي ۽ رحمت جي تقسيم جو حق تہ رحمن كي ئي هجڻ گهرجي، جيڪي پاڻ رحمت جا محتاج هجن اهي رحمت جي تقسيم جا حقدار ڪيئن ٿي سگهن ٿا. ان باري ۾ ڪامل علم بہ الله تعالىٰ جي ذات كي ئي آهي. فرمايائين:**

(**الانعام** 124) **يعني الله خوب ڄاڻي ٿو تہ سندس رسول ڪنهن كي بنائي.**

(2) **رسول ﷺ جي تعليم جو انتظام بہ الله تعالىٰ جي طرفان ٿئي ٿو:**

**رسول ﷺ ﷺ كي تعليم لاءِ ڪنهن استاد وٽ وڃڻو نٿو پوي ۽ ڪيس الله جي طرفان اهڙي تعليم ڏني ويندي آهي، جيڪا وسرندي نہ آهي. مگر جيڪي الله چاهي. فرمايائين:**

(**الاعلىٰ** 6-7)

(3) **پيغمبر جي توسط سان وحي جو تفسير ۽ بيان پيش ڪرڻ جي ضمانت بہ الله تعالىٰ ڪئي آهي. فرمايائين:**

(**القيامة**: 17) **پوءِ ان جو بيان بہ اسان جي ذمي آهي.**

(4) **تعليم كان علاوه اخلاقي تربيت، جسماني تحفظ ۽ قلبي ميلان جي نگراني بہ الله جي طرفان ٿيندي آهي.**

(5) **انهيءَ رباني تعليم، تربيت، عصمت ۽ نگراني سبب پاڻ ﷺ جي جيڪا ڳالهہ هوندي آهي، اها نفساني خواهشن كان پاڪ هوندي آهي. فرمايائين:**

(**النجم**: 3-4) **يعني اهو خواهش نفس سان نٿو ڳالهائي اها الله جي وحي آهي هوندي آهي جيڪا ان تي موڪلي ويندي آهي.**

جنهن بعد اهو ٻڌايو ويو تہ پيغمبر جي اصابت راءِ حاصل آهي. پيغمبر نمونو آهي. الله تعالىٰ ان جي دل ۾ امت لاءِ رحمت ۽ خير خواهي رکي ڇڏي آهي. ان جي سامهون بلند آواز سان ڳالهائڻ بہ عمل ضايع ٿيڻ جو سبب آهي. ان جي تابعداري الله جي تابعداري آهي، بلڪ ان جي تابعداري سان الله جي محبت حاصل ٿئي ٿي.

منصب نبوت جا فرائض

منڪرين حديث جو خيال آهي تہ پيغمبر جو ڪم صرف وحي جيڪا نازل ٿي ان کي پهچائڻ آهي باقي پاڻ سڳورن جي قول يا فعل کي مستقل شرعي اهميت حاصل نہ آهي. حالانڪ هيٺ ڄاڻايل شيون منصب نبوت جي فرائض ۾ داخل آهن جن کي قرآن ثابت ڪيو آهي:

(1) رسول الله ﷺ بحيثيت معلم، مربي ۽ استاد.

(2) رسول الله ﷺ بحيثيت اڳواڻ ۽ عمل جو نمونو.

(3) رسول الله ﷺ بحيثيت قاضي، جج، امين، ۽ فيصلو ڪندڙ.

(4) رسول الله ﷺ بحيثيت حڪمران ۽ حدود الله کي جاري ڪندڙ.

(5) رسول الله ﷺ بحيثيت شارح ڪتاب الله، مفسر قرآن .

تنهن ڪري رسول الله ﷺ جي اطاعت فرض ۽ سندن نافرماني تي سخت ڌمڪي بيان ڪئي وئي آهي.

محمد بن عبدالله يا محمد رسول الله ﷺ

جنهن انسان جو تعارف ذاتي هوندو آهي، ان جي نسبت سندس پيءُ ڏانهن هوندي آهي. مثلاً عثمان بن عفان، عمر بن خطاب، ابوبڪر بن ابي قحافة، وغيره، مگر هڪ محمد ﷺ آهي جيڪو سندس پيءُ جي نالي سان نہ بلڪ محمد رسول الله ﷺ سان متعارف آهي. هڪڙو ڪافر لڪ دفعا محمد بن عبدالله چوي تہ بہ مسلمان نہ ٿيندو، جيستائين هڪ دفعي زبان تي لا الٰہ الا الله سان گڏ محمد رسول الله ﷺ نہ چوي. قرآن، اذان، تڪبير، تشهد، ڪلمہ شهادت ۽ هر جڳهہ تي محمد رسول الله ﷺ آهن، محمد بن عبدالله ڪنهن جڳهہ تي وارد نہ آهي، تہ پوءِ پاڻ سڳورن ﷺ جي ڳالهہ بہ محمد بن عبدالله جي ڳالهہ نہ رهي، بلڪ دين جي دائري ۾ پاڻ سڳورن جي هر ڳالهہ الله جو فرمان آهي.

صحابہ ڪرام وٽ حديث جي اهميت

حضرت علقمہ رضي الله عنه روايت ڪري ٿو تہ عبدالله بن مسعود چيو تہ انهن عورتن تي الله لعنت ڪئي آهي، جيڪي جسم تي ڏنيڙيون هڻن ۽ هڻائين ٿيون يا وار ملائين يا ملارائين ٿيون ۽ ڏند سنهان ڪرائين ٿيون، اهي الله جي بناوت ۾ تبديلي ڪن ٿيون تنهن تي هڪ عورت ابن مسعود وٽ آئي ۽ چيائين تہ مون کي معلوم ٿيو آهي تہ توهان ان قسم جي عورتن تي لعنت ڪئي آهي. ابن مسعود فرمايو، جن تي رسول ﷺ لعنت ڪئي انهن تي آئون ڇو نہ لعنت ڪريان. اها شيءِ ڪتاب الله ۾ بہ موجود آهي. ان عورت چيو تہ مون سڄو قرآن پڙهيو ان ۾ مون کي اها ڳالهہ نہ ملي آهي. تنهن تي پاڻ فرمايائون تہ جيڪڏهن تون قرآن کي سمجهي پڙهين ها تہ ان ڳالهہ کي ضرور لهين ها، ڇا تو هيءَ آيت نہ پڙهي آهي (الحشر: 7) جيڪي ڪجهہ توهان کي رسول ﷺ ڏئي انهيءَ کي وٺو ۽ جنهن کان توهان کي روڪي ان کان رڪجي وڃو. ان عورت چيو تہ ها اهو

پڙهيو آهي. پوءِ عبدالله بن مسعود چيو تہ يقيناً رسول الله ﷺ جن انهن ڪمن جي منع فرمائي آهي. (بخاري ڪتاب اللباس)

صحابہ ڪرام گويا هر حديث کي قرآن وانگر تسليم ڪيو انهيءَ لاءِ جو حديث جي مڃڻ جو حڪم قرآن ۾ آهي تنهن ڪري اها عورت ابن مسعود جو جواب ٻڌي مطمئن ٿي وئي. اهڙي طرح حضرت ابو هريره ؓ ۽ زيد بن خالد ؓ روايت ڪن ٿا تہ اسان رسول الله ﷺ وٽ وينا هياسون، انهيءَ دوران هڪ شخص اٿي بيٺو، ان چيو تہ آئون توهان (رسول الله ﷺ) کي قسم ڏيان ٿو تہ اسان جي وچ ۾ ڪتاب الله سان فيصلو ڪريو، ٻيستائين ٻيو فريق اٿي بيٺو، اهو زياده سمجهدار هيو، ان بہ چيو: اقض بيننابڪتاب الله پوءِ واقعو هن ريت ٻڌايائين تہ منهنجو ڇوڪرو هن وٽ مزدور هو، ان هن جي زال سان زنا ڪيو، مون ان جي طرفان هڪ سؤ ٻڪريون ۽ هڪ غلام بطور فديہ ادا ڪيي. پوءِ مون وٽ اهل علم کان معلوم ڪيو، انهن ٻڌايو تہ تنهنجي پٽ کي هڪ سؤ ڪوڙا ۽ هڪ سال جي جلاوطني ڏني ويندي ۽ هن جي زال کي سنگسار ڪيو ويندو. رسول الله ﷺ جن فرمايو قسم آهي ان ذات جو جنهن جي هٿ ۾ منهنجي جان آهي، آئون ضرور اوهان جو فيصلو ڪتاب الله سان ڪندس. هڪ سؤ ٻڪريون ۽ غلام توکي واپس ڪيو وڃي ۽ تنهنجي پٽ کي هڪ سؤ ڪوڙا هنيا ويندا هڪ سال لاءِ جلا وطن ڪيو ويندو.(بخاري ڪتاب المحاربين)

متي ذڪر ڪيل حديث مان ثابت ٿيو تہ حديثن کي ڪتاب الله سڏيو وڃي ٿو، ڇو تہ جيڪا سزا هتي بيان ڪئي وئي آهي، اها حديث ۾ ئي آهي. قرآن ۾ ڪٿي بہ نہ آهي. جيڪي بدبخت ماڻهو حديث جو انڪار ڪن ٿا، اهي قرآن جو ثبوت ڪٿان ڏيندا، جيڪڏهن حديث جو اعتبار نہ آهي تہ قرآن جو ڇا اعتبار؟ (معاذ الله) حديث ئي تہ اسان کي ٻڌايو تہ هي قرآن آهي. منڪرين حديث کهڙي منهن سان قرآن کي ڪتاب الله چون ٿا؟ قرآن تہ صرف انهن خوش نصيب ماڻهن لاءِ ڪتاب الله آهي، جن جو حديث رسول تي ايمان آهي ۽ جن جي لاءِ حديث حجت آهي.

واضح رهي تہ تيرهين صدي هجريءَ ۾ فتنة انڪار حديث جو مرڪز بر صغير پاڪ و هند بڻيو. محققين علماءِ جي راءِ جي مطابق هندوستان ۾ سڀ کان پهرين واضح لفظن ۾ حديث جو انڪار ڪندڙ مولوي عبدالله چڪڙالوي هو، انهيءَ کان پوءِ احمد الدين امر تسري ۽ حافظ سليم جيراج پوري انهيءَ نظريہ کي اڳتي وڌايو. آخر ۾ غلام احمد پرويز انڪار حديث کي هڪ منظم نظريہ ۽ مڪتب فڪر جي صورت ۾ پيش ڪيو. بعض عالمن جي تحقيق مطابق هندوستان ۾ سڀ کان پهرين سر سيد احمد خان ۽ ان جي رفيق مولوي چراغ علي انڪار حديث جو آواز بلند ڪيو، جيتوڻيڪ انهن انڪار حديث جي نظريہ کي علي الاعلان پيش نہ ڪيو. تفصيل لاءِ ڏسو ”حجيت حديث ۽ اتباع رسول ﷺ “ تصنيف مولانا ثناءُ الله امر تسري، ”درس حديث“ تصنيف، مولانا تقي عثماني، ”سنت کي آئيني حيثيت“ تصنيف: مولانا ابوالاعلىٰ مودودي. بر صغير ۾ انهيءَ فتني جي ظاهر ٿيڻ سان محققين علماءِ پوري ذمہ داريءَ سان ڪتابن، علمي مقالن، مناظرن ۽ تقريرن ذريعي خوب رد ڪيو، تانجو انهيءَ گروه کي بريءَ طرح ناڪاميءَ جو منهن ڏسڻوپيو، و بالله التوفيق.

## حديث جي مقابلي ۾ راءِ

الله تعالىٰ پيغمبر ﷺ جي اتباع فرض قرار ڏني ۽ اختلاف جي صورت ۾ الله ۽ ان جي رسول ﷺ ڏانهن رجوع جو حڪم ڏنو آهي. پيغمبر ﷺ جي حديث ۽ فتوىٰ ۽ فيصلي کي ڇڏي ٻي طرف وڃڻ کي خواهشات نفساني جي اتباع سڏيو ويو آهي. قرآني آيتن تي غور ڪريو:

(القصص: 50) يعني اي پيغمبرﷺ تنهنجي ڳالهه قبول نه ڪن ته پوءِ ڄاڻي وٺ ته اهي صرف پنهنجي خوهشن جي پيروي ڪن ٿا ۽ ان شخص کان وڌيڪ گمراهه ڪير آهي، جيڪو بغير هدايت جي پنهنجي خواهشن جي پويان هلي ٿو. بيشڪ الله تعالىٰ ظالم قوم کي هدايت نه ٿو ڏئي.

امام ابن قيم ؒ اعلام الموقعين ۾ لکي ٿو ته الله تعالىٰ هتي ٻه ڳالهيون ڪيون ٽين ڳالهه نه آهي، يعني الله، ان جي رسول ﷺ ۽ نازل ٿيل وحي جي بابعداري يا خواهشن جي پويان هلڻ، پوءِ جيڪا شيءِ رسول ﷺ جي ناهي آندي، اها هوىٰ يعني خواهشن ۾ داخل آهي.

واضح هجي ته حق جي مقابلي ۾ سواه خواهشن جي ٻيو ڪجهه به نه آهي. فرمايائين:

(ص: 26)

” يعني اي داؤد! اسان توکي زمين ۾ خليفو بنايو آهي، پوءِ ماڻهن ۾ حق سان فيصلو ڪرءِ خواهشن جي پويان نه هل، اهي توکي الله جي واٽ کان گمراهه ڪري ڇڏينديون.“

وري رسول ﷺ کي حڪم فرمايائين:

(الجاثية: 17)

”يعني پوءِ اسان توکي شريعت تي رکيو آهي، ان جي تابعداري ڪر ۽ جيڪي نٿا ڄاڻن، انهن جي خواهشن جي پويان نه هل.“

صحابه ڪرام ديني معاملن ۾ پنهنجي طرفان راءِ ڏيڻ کان ڊڄندا هيا. حضرت ابو بڪر صديق جو قول آهي:

اى ارض تقلنى و اي سمآءتظلّني ان قلت فى آية من كتاب الله براي او بما لا اعلم (اعلام الموقعين ج1 ص 63)

” يعني ڪهڙي زمين منهنجو بار کڻندي ۽ ڪهڙو آسمان مون تي ڇانون ڏيندو؟ جيڪڏهن آئون الله جي ڪتاب جي ڪنهن آيت متعلق پنهنجي طرفان ڪا راءِ ڏيان اهڙي ڳالهه چوان، جيڪا منهنجي علم ۾ نه هجي.“

امير عمر ؓ فرمائيندو هو: اتقوا الراي في دينكم. يعني اوهان پنهنجي دين ۾ راءِ کان بچندا ڪريو ۽ امير عمر ؓ جو ئي قول آهي ته: اهل الراي اعداءُ السنن. يعني پنهنجي راءِ پيش ڪرڻ وارا حديثن جا دشمن آهن. (اعلام الموقعين ج1 ص62)

ابن عمر ؓ فرمايئيندو هو:

العلم ثلاث كتاب الله الناطق و سنة ماضية ولا ادرى (اعلام الموقعين: ج1 ص67)

” يعني علم ٽن شين جو نالو آهي: 1- الله جو ڪتاب، 2- سنت رسولﷺ، 3- هيءُ چوڻ ته آئون نه ٿو ڄاڻان.“

دين ۾ راءِ قياس جي رد متعلق ڪافي حوالا ملي سگهن ٿا، بطور مثال جي مٿي ڏنل چند حوالن تي اڪترا ڪجي ٿو. يقيناً حديث جو انڪار خطرناڪ مرض آهي. ليڪن حديث جي مقابلي ۾ ڪنهن جي به راءِ، فتوىٰ يا قياس کي دليل بنائڻ ڪنهن حالت ۾ جائز نه آهي.

افسوس جو فقهہ حنفي جا ڪافي مسئلا صحيح صريح احاديث جي خلاف هجڻ باوجود حديث ڏانهن رجوع ڪرڻ جي بجاءِ پنهنجي مسلڪ ۽ موقف کي بچائڻ خاطر عجيب قسم جون تاويلون ڪيون وڃن ٿيون.

**حديث جي مقابلي ۾ فقهہ حنفي**

**حديث** 1: (**بخاري رقم الحديث** 1147)

ترجمو: " عائشة رضي الله عنها کان روايت آهي، رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ جيڪو ماڻهو مري ويو ۽ انهيءَ تي روزا هجن تہ انهيءَ جي طرفان انهيءَ جو وارث روزا رکي."

**فقهہ حنفي**: ( **هداية اولين ڪتاب الصوم باب ما يوجب القضاءَ و الڪفاره ج** 1 **ص** 222)

ترجمو: " اهو ماڻهو جيڪو مري وڃي ۽ انهيءَ تي رمضان جي روزن جي قضا هجي ۽ وصيت بہ ڪري وڃي تہ انهيءَ جو وارث هر ڏينهن جي عيوض ڪڻڪ، ڪجور يا جوَ مان اڌ صاع مسڪين کي ڪارائيندو ۽ وارث انهيءَ جي طرفان روزو نہ رکندو."

**حديث** 2 : (**بخاري رقم الحديث**: 2429)

ترجمو: " زيد بن خالد ﵁ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ (گم ٿيل اٺن) جي باري ۾ فرمايو تہ اهي پاڻي پيئندا رهندا، گاهہ کائيندا رهندا، تانجو ان جو مالڪ انهن کي اچي لهندو (يعني ان کي گم ٿيل سمجهي قبضي ۾ وٺڻ جائز نہ آهي."

**فقهہ حنفي** : (**هدايه ڪتاب اللقطة ج** 2 **ص** 615)

ترجمو: " گم ٿيل ٻڪري، ڳئون يا اٺ قبضي ۾ وٺڻ جائز آهي."

**حديث** 3: (**مسلم رقم الحديث**: 2024)

ترجمو: " جابر﵁ بيان ڪري ٿو تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو ۽ پاڻ ﷺ خطبو ڏئي رهيا هئا تہ جڏهن اوهان مان ڪوبہ جمعيجي ڏينهن اچي ۽ امام خطبو ڏيئي رهيو هجي تہ بہ رڪعتون مختصر پڙهي وٺي."

**فقهہ حنفي**: ( **هدايه اولين ڪتاب الصلاة باب الجمعة ص** 171)

ترجمو: " جمعي جي ڏينهن جڏهن امام جمعي جي نماز لاءِ نڪري تہ ماڻهن کي نماز ۽ ڳالهہ ٻول ڇڏي ڏيڻ گهرجي."

**حديث** 4: (**بخاري رقم الحديث** 1183)

ترجمو: "عبدالله بن معفل ﵁ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ نماز پڙهو مغرب کان اڳ ۾ بہ رڪعتون، نماز پڙهو مغرب کان اڳ ۾ بہ رڪعتون ٽئين دفعي فرمايائون جنهن جي دل چاهي(اهو پڙهي) هي انهيءَ لاءِ فرمايائون تہ ماڻهو انهيءَ کي سنت (لازمي) نہ بنائي وٺن."

**فقهہ حنفي**: (**هدايه اولين ص** 86، **ڪتاب الصلاة باب المواقيت فصل في الاوقات التي تڪره فيها الصلاة**)

ترجمو: " سج غروب کان پوءِ فرض نماز کان اڳ ۾ نفلي نماز نہ ٿي ادا ڪري سگهجي."

**حديث** 5: (**مسلم رقم الحديث**: 2254)

ترجمو: " ابو سلمان بن عبدالرحمان کان روايت آهي تہ جڏهن سعد بن ابي وقاص ﵁ جي وفات ٿي تہ بيبي عائشة رضي الله عنها فرمايو ان جي (ميت) کي مسجد ۾ آڻيو، تان تہ آئون بہ انهيءَ

تي نماز جنازه پڙهي سگهان، تہ ان جي ڳالهہ جو انڪار ڪيو ويو تنهن تي ان چيو تہ الله جو قسم! رسول ﷺ جن جي بيضاءَ جي ٻن پٽن سهيل ۽ ان جي ڀاءُ جي نماز جنازه مسجد ۾ پڙهائي هئي.“
فقهہ حنفي: (هداية ڪتاب الصلاة باب الجنائز فصل في الصلاة علي الميت ص 170 ج 1)
ترجمو: ” ميت تي مسجد ۾ جماعت ڪري نماز جنازه نہ پڙهي ويندي.“
ان طرح جا ڪافي مثال پيش ڪري سگهجن ٿا ليڪن صحيح حديث سامهون اچڻ ڪان پوءِ هڪ مسلمان ڪي اهو سمجهڻ گهرجي تہ حديث جي مقابلي ۾ آئون ڪابہ ڳالهہ پنهنجي طرفان نہ ڪريان. الله تعاليٰ جون لکين رحمتون انهن انسانن تي هجن، جن نہ صرف حديثون گڏ ڪيون، بلڪ حديثن جو دفاع بہ ڪيو. اهي حديث جي مقابلي ۾ ڪابہ ڳالهہ هر گز برداشت نہ ڪندا هئا. ان جو هڪ مثال امام ترمذي سندس مايہ ناز ڪتاب جامع ترمذي ۾ آندو آهي. امام صاحب باب في اشعار البدن ۾ حديث نقل ڪري ٿو تہ رسول الله ﷺ جن حج جي موقعي تي قرباني جي اٺ کي اشعار ڪيو، يعني اٺ جي ٿوهي جي ساڄي طرف ڪان بطور نشان جي چيري ڪجھ خون وهايو. اڳتي لکي ٿو تہ امام وڪيع بن الجراح الرواسي المتوفي سن 96هہ تبع تابعي اها حديث بيان ڪئي تہ مجلس ۾ اهل راءِ مان ڪنهن شخص چيو تہ امام ابوحنيفة ابراهيم نخعي ڪان نقل ڪري ٿو تہ اهو ڪم تہ مثلو ڪرڻ يعني عيبدار ڪرڻ آهي. راوي چوي ٿو تہ اها ڳالهہ ٻڌندي ئي:
رايت وكيعا غضب غضبًا شديدًا و قال اقول قال رسول الله ﷺ و تقول قال ابراهيم.
” يعني امام وڪيع رحمه الله سخت ڪاوڙ ۾ اچي چوڻ ڪڳو تہ آئون توکي الله جي رسول ﷺ جو فرمان ٻڌائي رهيو آهيان ۽ تون ان جي مقابلي ۾ ابراهيم نخعي جو قول پيش ڪري رهيو آهين؟“
اڳتي فرمائڻ لڳو:
(ترمذي ص 115 ج 1)
” تون ان ڳالهہ جي لائق آهن جو توکي قيد ۾ رکيو وڃي. تان جو تون پنهنجي ان قول ڪان رجوع ڪرين.“
ان قسم جو هڪ ٻيو مثال صحيح مسلم ۾ موجود آهي. راوي ابوقتاده بيان ڪري ٿو تہ اسان هڪ جماعت ۾ عمران بن حصين سان گڏ وينا هئا سين، اسان ۾ بشير بن ڪعب بہ موجود هو. انهيءَ دوران عمران بن حصين حديث بيان ڪئي تہ:
قال رسول الله ﷺ الحياءُ خير كله قال او قال الحياءُ كله خير.
” يعني رسول ﷺ جن فرمايو حياءُ سڀ جو سڀ خير آهي.“
تيستائين (ان وقت) بشير بن ڪعب چيو تہ اسان بعض ڪتابن ۾ پڙهيو آهي تہ حياءَ ۾ سڪون ۽ وقار پاتو ويندو آهي ۽ حياءَ ۾ ڪمزوري بہ پاتي ويندي آهي. تيستائين (ان وقت) عمران رضي الله عنه ناراض ٿي پيو، تانجو انهيءَ جون اکيون ڳاڙهيون ٿي ويون ۽ چيائين تہ آءٌ توکي رسول الله ﷺ ڪان حديثون بيان ڪري رهيو آهيان ۽ تون ان جي مقابلي ۾ ڪا شيءِ پيش ڪري رهيو آهين. الي آخره (مسلم: 48/1)

واقعي حديث رسول انهيءَ لائق آهي جو انهيءَ جي سامهون خاموشي اختيار ڪئي وڃي ۽ اها ئي ايمان بالرسول جي تقاضا آهي. ڪاش!اڄو ڪو مسلمان جنهن وٽ حب رسول ﷺ جي محض زباني دعوىٰ آهي، حديث رسول ﷺ جو ايتري قدر ادب ڪري جو اها شيءِ حب رسول ﷺجي دعوىٰ جو دليل بنجي وڃي. (اللهم آمين)

حديثون گڏ ڪرڻ لاءِ محدثين ڪرام جون ڪاوشون

امام ابن عبدالبر رحمه الله سندس ڪتاب جامع بيان العلم و فضله ۾ پنهنجي سند سان تابعي سعيد بن المسيب جو قول نقل ڪيو آهي:

(مسلم:395/1)

” يعني آئون ڪيترين ئي راتين ۽ ڪيترا ئي ڏينهن هڪ حديث جي ڳولا ۾ سفر ڪندو رهندو هئس.“

امام بخاري سندس صحيح ۾ باب الخروج في طلب العلم جي اندر هڪ اثر نقل ڪيو آهي:

(بخاري:17/10)

” يعني جابر بن عبدالله رضي الله عنه هڪ حديث جي حاصل ڪرڻ خاطر عبدالله بن انيسوٽ هڪ مهيني جو صسفر ڪري پهتو.“

واضح هجي ته جنهن حديث لاءِ سيدنا جابر بن عبداللهرضي الله عنه هڪ مهيني جو سفر ڪيو، اها واسطي سان جابر بن عبدالله تائين اڳ ۾ پهچي چڪي هئي، خواهش صرف اها هئي ته سند عالي حاصل ٿي وڃي. يعني ان شخص کان حديث ٻڌي اچان، جنهن سڌو سنئون پيغمبرﷺ کان حديث ٻڌي ۽ ورتي آهي. تفصيلي واقعي کي امام ابن عبدالبر رحمه الله (<u>جامع بيان العلم و فضله: 389/1</u>) ۾ پيش ڪيو آهي. تفصيل پڙهوءِ پنهنجو ايمان تازو ڪريو:

” يعني جابر بن عبدالله رضي الله عنه فرمايو ته مون کي رسول الله ﷺ جي صحابہ کان حديث پهتي، پوءِ مون اٺ خريد ڪيو، ان تي ضروري سامان ٻڌي هڪ مهيني جو سفر شروع ڪري شام ملڪ ۾ پهتس. اتي عبدالله بن انيس جي گهر وٽ آيس ۽ پيغام موڪليم ته جابر گهر جي درووازي تي آهي. قاصد گهران واپس آيو ۽ چيائين ته ڇا جابر بن عبدالله؟ مون چيو ته ها. پوءِ مونڏانهن ٻاهر نڪتو، پوءِ آءُ انهيءَ سان ڀاڪر پائي مليس ۽ هو مون سان ڀاڪر پائي مليو. پوءِ مون چيو هڪ حديث آهي، جيڪا مون وٽ توڪان پهتي آهي ته ر رسول الله ﷺ کان مظالم متعلق حديث ٻڌي آهي، جيڪا آئون رسول اللهﷺ کان نه ٻڌي سگهيو آهيان. پوءِ حديث ٻڌائڻ شروع ڪيائين. “

بيان ڪرڻ جو مقصد هي آهي ته صحابہ ڪرام وٽ حديث رسولﷺ جي ڪيتري قدر اهميت هئي جو صرف هڪ حديث جي سند عالي حاصل ڪرڻ لاءِ هڪ مهينجي جو با مشقت سفر اختيار ڪيو ويو.

امام ابن عبدالبر رحمه الله سندس ڪتاب ۾ امام مالڪ رحمه الله جو قول نقل ڪيو آهيل

(جامع بيان العلم:410/1)

” يعني علم حديث تيستائين حاصل نہ ٿيندو جيستائين فقر يا غربت جو ذائقو نہ چکيو وڃي.

(ايضًا)

” ۽ امام صاحب ذڪر ڪيو محدث ربيعہ متعلق علم حديث جي طلب ۾ جيڪا ڪيس مسڪيني لاحق ٿي، تانجو سندس گھر جي ڇت جا ڪاٺ وڪڻي ڇڏيائين تانجو مديني جي ڪچري گاھن ۾ ماٺھو گھڻيا قسم جا انگور ۽ ڪجور اڇلائي ڇڏيندا ھئا، ان کي کڻي کائيندو ھو. “

مولانا عبدالسلام مبارڪپوري ؒ سندس ڪتاب سيرت البخاري ص 71 ۾ امام بخاري جا حالات زير قلم آڻيندي لکي ٿو تہ امام بخاري جو ڪاتب محمد بن ابي حاتم چوي ٿو تہ ھڪ دفعي طالب علمي جي زماني ۾ آدم بن ابي اياس وٽ وڃڻ لاءِ رستي ۾ زاد راہ ختم ٿي ويو تہ گاھ ۽ وڻن جا پن کائيندي امام صاحب ڪئي ڏينھن گذاري ڇڏيا ۽ قطعًا ڪنھن کي نہ خبر ڏنائون ۽ نہ ڪنھن کان سوال ڪيائون.

ان قسم جا ٻيا ڪافي واقعا ٻڌائين ٿا تہ صحابہ، تابعين تبع تابعين ۽ محدثين ڪرام حديث نبوي جي حفاظت ۽ سنڀال خاطر ھر تڪليف برداشت ڪئي. تانجو پويان اچڻ وارن عالمن ۽ محدثين لاءِ راہ ھموار ڪيائون. ان دؤر ۾ حديث خاطر سفر ڪرڻ کي اصطلاحًا رحلة للعلم سڏيو ويو ۽ انھي عمل جي تمام گھڻي مشھوري ٿي. محدثين ڪرام وڏا وڏا سفر ڪندي حديثون گڏ ڪيون ، ڇو تہ حفظ حديث جي معاملي ۾ سڀ صحابہ ڪرام برابر نہ ھيا. محدثين مختلف ملڪن ۽ علائقن ۾ رھائش پذير صحابہ ڪرام ۽ انھن کان علمي فيض حاصل ڪندڙ رواة تائين پھچي، انھنکان حديثون وٺڻ سان گڏ انھن جا حالات بہ ضبط ڪيا. تانجو ان کان بعد علم الجرح و التعديل کي باقعدہ ھڪ فن جي شڪل ڏيئي حديث تي حڪم لڳايو ويو.

حديث بيان ڪرڻ جا آداب

آخر ۾ حديث بيان ڪرڻ جا چند آداب پيش ڪجن ٿا تان تہ ھن عظيم علم کي شرائط آداب ۽ ضوابط سان ٻين تائين پھچايو وڃي.

(الف) رسول الله ﷺ جھڙي مقدس ھستي تي ڪوڙ ھڻڻ کان بچجي، ڇو ھت رسول الله ﷺ تي ڪوڙ ھڻڻ عام جوڙ وانگر نہ آھي بلڪ اھڙي ماڻھوءَ جو ٺڪاڻو جھنم جي باھ قرار ڏنو ويو آھي. صحابي رسول مغيرہ ؓ بيان ڪري ٿو تہ:

(مسلم:7/1) ” مون رسول الله ﷺ جن کان فرمائيندي ٻڌو تہ مون تي ڪوڙ ھڻڻ عام ماڻھو تي ڪوڙ وانگر نہ آھي جنھن مون تي ڄاڻي واڻي ڪوڙ ھنيو اھو پنھنجي ٺڪاڻو باھ ۾ سمجھي.“

صحابہ ڪرام ھن حديث جي ڪري گھڻي حديث بيان ڪرڻکان احياط ڪندا ھيا تہ متان زبان مان غلط ڳالھ نہ نڪري وڃي. جيئن انس ؓ جو قول آھي.

(مسلم:7/10)

” يعني مون کي پيغمبر ﷺ جي اھا حديث گھڻيون حديثون بيان ڪرڻ کان روڪي ٿي.“

(ب) ھر ٻڌل حديث کي تحقيق کان سواءِ بيان نہ ڪيو وڃي.

(مسلم:8/1)

” يعني رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ ڪنھن انسان جي ڪوڙي ھجڻ لاءِ اھا ڳالھ ڪافي آھي تہ ھو ھر اھا شيءِ بيان ڪري جيڪا ٻڌي اٿس.“

صحابہ ڪرام بہ ان معاملي ۾ سخت احتياط ڪندا ھئا. ھڪ موقعي تي صحابي ابن عباس ؓ جي اڳيان بشير بن ڪعب العدوي باربار قال قال رسول الله ﷺ چئي حديثون بيان ڪري رھيو

هو، ابن عباس رضي الله عنه نہ انهيءَ جي بيان ڪيل حديثن ڪي توجهہ سان ٻڌو ۽ نہ انهيءَ ڏانهن نظر ڪٽي ڏنو.تڏهن چيائين اي ابن عباس! آئون توکي رسول الله ﷺ کان حديثون بيان ڪري رهيو آهين، ليڪن تون نہ پيو ٻڌين؟ تنهن تي ابن عباس رضي الله عنه فرمايو هڪڙو دؤر هيو جڏهن اسان ڪنهن ماڻهوءَ کي قال رسول الله ﷺ چوندي ٻڌندا هئاسين تہ اسان جون نظرون انهيءَ ڏانهن جلدي کڄي وينديون هيون ۽ اسان جا ڪن انهيءَ ڏانهن متوجهہ ٿي ويندا هئا تانجو ماڻهن جڏهن مشڪل ۽ آسان تي سوار ٿيڻ شروع ڪيو (يعني هر قسم جون حديثون سند جو لحاظ رکڻ کان سواءِ بيان ڪرڻ شروعع ڪيون) تہ هاڻي اسان ماڻهن کان اهي حديثون وٺنداسون جن کي اسان سڃاڻون ٿا. (مسلم:10/1)

(ت) سند جي اهميت مد نظر رکي وڃي تہ حديث جي تحقيقات سند ذريعي ئي ممڪن آهي. امام مسلم رحمه الله مسلم ۾ امام ابن سيرين رحمه الله جا ہہ قول نقل ڪيا آهن جيڪي بالترتيب پيش ڪجن ٿا: (مسلم:11/1)

” يعني هي علم دين آهي پوِ اهو ضرور ڏسو تہ اوهان دين ڪهڙي ماڻهوءَ کان وٺي رهيا آهيو؟“ (مسلم:11/1)

” يعني امام ابن سيرين رضي الله عنه فرمايو اڳ ۾ حديث بيان ڪرڻ وارن کان سند متعلق پڇيو ئي نہ ويندو هو پوءِ جڏهن فتنو واقع ٿيو تہ محدثين ڪرام چوڻ لڳا اوهان جيڪا حديث بيان ڪئي آهي ان جي سند جا نالا اسان جي اڳيان بيان ڪريو، پوءِ ڏٺو ويندو هو تہ جيڪڏهن اهي ماڻهو اهل السنة يعني حديث تي عمل ڪرڻ وارا آهن تہ انهن جي حديث ورتي ويندي هئي ۽ جيڪڏهن بدعتي هوندا هئا تہ انهن جي حديث نہ ورتي ويندي هئي.“

امام عبدالله بن مبارڪ جو تاريخي قول آهي:

(مسلم:12/1)

”يعني سند جو تعلق دين سان آجي جيڪڏهن سند نہ هجي ها تہ هر ماڻهو پنهنجي مرضي سان جيڪي چاهي سو چوي ها.“

محدثين ڪرام حديث وٺڻ جي معاملي ۾ ڪافي محتاط هوندا هئا پلي حديث بيان ڪرڻ وارو نيڪ انسان هجي. ليڪن حديث پيش ڪرڻ ۾ غلطي ڪندو هجي تہ انهيءَ کان حديث وٺڻ جي منع ڪندا هئا.

هڪ دفعي عبدالله بن مبارڪ رحمه الله امام سفيان الثوري کان پڇيو تہ عباد بن ڪثير متعلق آئونماڻهن کي چئي سگهان ٿو تہ هن کان حديث نہ وٺو. تڏهن چيائين ها. عبدالله بن مبارڪ فرمائي ٿو تہ ان ڏينهن کان پوءِ ڪنهن بہ مجلس ۾ عباد بن ڪثير جو ذڪر ڇڙي پوندو هو تہ آئون ديني حوالي سان ان جي ڏاڍي تعريف ڪندو هيس گڏوگڏ چوندو هيس تہ هن کان حديث نہ وٺو.(مسلم:13/1)

محدثين ڪرام حديث جي دفاع ۽ حفاظت جي سلسلي ۾ خوني ۽ قريبي رشتي جو بہ لحاظ نہ رکندا هئا. يحيٰ بن ابي انيسه هڪ ڪذاب راوي آهي، ان جي باري ۾ ان جي ڀاءُ زيد بن ابي انيسه جو قول آهي: لا تاخذوا عن اخي(مسلم:20/1) يعني منهنجي ڀاءُ کان حديث نہ وٺو.

تہ پوءِ هن دؤر ۾ اسان موضوع يعني هٿرادو ٺاهيل يا ضعيف ۽ منڪر روايتن کان تڏهن بچي سگهون ٿا، جڏهن سند جي تحقيق ڪبي.

(ث) حديث جو متن پهچائڻ يا بيان ڪرڻ وقت اها ڪوشش ڪئي وڃي تہ سامعين جي عقل ۽ سمجهہ ۾ اچي وڃي. ڪنهن بہ قسم جو تعارض هجي تہ ان کي دور ڪيو وڃي، سمجهہ ۾ بہ چڻ جي صورت ۾ بي جا استدلال يا غلط مقصد ماڻهن کي فتني ۾ مبتلا ڪري سگهي ٿو.

پيغمبرﷺ جن هڪ جائز ڪم ڪرڻ کان ان وقت رڪجي وڃڻ جو اظهار ڪيو، جڏهن پاڻ کي اهو خيال پيدا ٿيو تہ ماڻهو فتني ۾ مبتلا نہ ٿين.

(بخاري:215/1)

”بي بي عائشة رضي الله عنها فرمائي ٿي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ اي عائشة! جيڪڏهن تنهنجي قوم جاهليت جي زماني سان تازو تعلق رکندڙ نہ هجي ها تہ آئون بيت الله کي شهيد ڪرڻ جو حڪم ڏيان ها ۽ جيڪا شيءِ انهيءَ مان ٻاهر آندي ويئي آهي، ان کي بيت الله اندر شامل ڪريان ۽ انهيءَ عمارت کي زمين سان ملائي ڇڏيان ۽ انهيءَ جا ٻہ دروازاڪريان ها.“

ڇو تہ مڪي جي قريش، جنهن وقت بيت الله تعمير ڪيو هو تہ انهن ابراهيمي بنيادن تي نہ ٺاهيو هو. اهڙيءَ طرح عبدالله بن مسعود ﷛ جو قول آهي:

(مسلم:9/1)

” يعني تون جيڪڏهن ڪنهن قوم کي ڪابہ اهڙي حديث بيان ڪندين جيڪا انهن جي سمجهہ ۾ نہ آئي تہ ڪن ماڻهن لاءِ اها فتني جو سبب ٿي سگهي ٿي.“

اها شيءِ حديث جي آداب جي خلاف هجڻ سان گڏوگڏ تبليغي تقاضائن جي بہ خلاف آهي شال رب تعالیٰ سلف صالحين جي منهج مطابق اسان کي قرآن ۽ حديث جو فهم عطا فرمائي، صحابہ ڪرام جي نقش قدم تي هلندي پياري پيغمبر ﷺ جي سچي اتباع ڪرڻ جي توفيق عطا فرمائي. حديث جي حفاظت، دفاع ۽ احترام ڪرڻ سان گڏ ان تي عمل جي توفيق عطا فرمائي. الله تعالیٰ لکين رحمتون نازل فرمائي انهن محدثين ڪرام تي، جيڪي اسان تائين حديثون پهچائڻ جو واسطو ۽ ذريعو بڻيا.

وقت جي عظيم انسان عالم با عمل مولانا محمد عمر جوڻيجو ؒ ۽ مولانا امام الدين جوڻيجو تي الله تعالیٰ پنهنجو خاص فضل فرمائي، جن جي ذريعي اسان جي سنڌي قوم تائين مشڪوٰة المصابيح جو ترجمو سنڌي آسان زبان ۾ ٿي پهتو. الله تعالا هن نيڪ ڪم ۾ شريڪ ٿيندڙ هر مسلمان کي دنيا ۽ آخرت جون ڀلايون عطا فرمائي. (آمين يا رب العالمين)

# كتاب الزكوٰة (زكواة جو بيان)

## فصل پهريون

(1772) عن ابن عباس أن رسول الله صلى الله عليه وسلم بعث معاذا إلى اليمن فقال : " إنك تأتي قوما من أهل الكتاب . فادعهم إلى شهادة أن لا إله إلا الله وأن محمدا رسول الله . فإن هم أطاعوا لذلك . فأعلمهم أن الله قد فرض عليهم خمس صلوات في اليوم والليلة . فإن هم أطاعوا لذلك فأعلمهم أن الله قد فرض عليهم صدقة تؤخذ من أغنيائهم فترد في فقرائهم . فإن هم أطاعوا لذلك . فإياك وكرائم أموالهم واتق دعوة المظلوم فإنه ليس بينها وبين الله حجاب "

**ابن عباس رضي الله عنهما كان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن معاذ ﷛ کي يمن ڏانهن (حاکم مقرر ڪري) موڪليو ۽ ان کي چيائون تہ تون تحقيق اهل ڪتاب جي هڪ قوم ڏانهن وڃي رهيو آهين. پوءِ (اتي) انهن کي هن شاهدي ڏيڻ جي دعوت ڏج تہ الله کان سواءِ ٻيو ڪوبہ معبود (عبادت جو لائق) نہ آهي ۽ تحقيق محمد ﷺ الله جو رسول آهي. پوءِ جيڪڏهن اهي اها ڳالهہ قبول ڪن تہ پوءِ انهن کي ٻڌاءِ تہ تحقيق الله تعالیٰ انهن تي هر ڏينهن ۽ رات ۾ پنج نمازون فرض ڪيون آهن، پوءِ جيڪڏهن اها ڳالهہ بہ قبول ڪن تہ پوءِ انهن کي ٻڌاءِ تہ تحقيق الله تعالیٰ انهن تي زڪوٰة فرض ڪئي آهي جا انهن جي (1) شاهوڪران کان ورتي ويندي ۽ انهن ۾ جيڪي (2) محتاج آهن، تن کي ڏني ويندي. پوءِ جيڪڏهن اها ڳالهہ بہ قبول ڪن تہ پوءِ (زڪوٰة ۾) چڱو مال (زبردستي سان) نہ وٺج ۽ مظلوم جي بددعا (پٽ) کان بچج، ڇاڪاڻ تہ مظلوم جي پٽ ۽ الله تعالیٰ جي وچ ۾ ڪوبہ پردو نہ آهي (بخاري و مسلم) .**

(1) **شاهوڪارن مان مراد اهي ماڻهوآهن جيڪي شرعي نصاب جا مالڪ هجن. امام شوڪاني ﷫ فرمايو آهي تہ هن حديث مان هي دليل ورتو ويو آهيتہ ڪافر شريعت جي فروع يعني نماز، روزه، زڪوٰت بابت مخاطب نہ آهن، يعني انهن کي پهريائين فقط هي حڪم اهي تہ ايمان آڻين. ايمان آڻڻ کان پوءِ مٿن نماز، روزا، زڪوٰة فرض ٿيندا. (نيل الاوطار)**

(2) **امام نووي چوي ٿو: امام خطابي ۽ اسان جا ٻيا اصحاب هن حديث مان دليل وٺن ٿا تہ هڪ ملڪ جي زڪوٰة ٻئي ملڪ جي فقيرن ۾ خرچ نہ ڪجي مگر هي دليل قوي نہ آهي ڇا ڪاڻ تہ رسول الله ﷺ جن جي زماني ۾ زڪوٰة ۽ خير خيرات ٻين پرڳڻن مان مدينہ منور ۾ آندي ويندي هئي ۽ مسڪينن ۾ تقسيم ڪئي ويندي هئي انهيءَ ڪري "فقراءِ هم" مان مراد مسلمان وٺبا.**

(1773) وعن أبي هريرة رضي الله عنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " ما من صاحب ذهب ولا فضة لا يؤدي منها حقها إلا إذا كان يوم القيامة صفحت له صفائح من نار فأحمي عليها في نار جهنم فيكوى بها جنبه وجبينه وظهره كلما بردت أعيدت له في يوم كان مقداره خمسين ألف سنة حتى يقضى بين العباد فيرى سبيله إما إلى الجنة وإما إلى النار " قيل : يا رسول الله فالإبل ؟ قال : " ولا صاحب إبل لا يؤدي منها حقها ومن حقها حلبها يوم وردها إلا إذا كان يوم القيامة بطح لها بقاع قرقر أوفر ما كانت لا يفقد منها فصيلا واحدا تطؤه بأخفافها وتعضه بأفواهها كلما مر عليه أولاها رد عليه أخراها في يوم كان مقداره خمسين ألف سنة حتى يقضى بين العباد

فيرى سبيله إما إلى الجنة وإما إلى النار " قيل : يا رسول الله فالبقر والغنم ؟ قال : " ولا صاحب بقر ولا غنم لا يؤدي منها حقها إلا إذا كان يوم القيامة بطح لها بقاع قرقر لا يفقد منها شيئا ليس فيها عقصاء ولا جلحاء ولا عضباء تنطحه بقرونها وتطؤه بأظلافها كلما مر عليه أولاها رد عليه أخراها في يوم كان مقداره خمسين ألف سنة حتى يقضى بين العباد فيرى سبيله إما إلى الجنة وإما إلى النار " . قيل : يا رسول الله فالخيل ؟ قال : " الخيل ثلاثة : هي لرجل وزر وهي لرجل ستر وهي لرجل أجر . فأما التي هي له وزر فرجل ربطها رياء وفخرا ونواء على أهل الإسلام فهي له وزر . وأما التي له ستر فرجل ربطها في سبيل الله ثم لم ينس حق الله في ظهورها ولا رقابها فهي له ستر . وأما التي هي له أجر فرجل ربطها في سبيل الله لأهل الإسلام في مرج أو روضة فما أكلت من ذلك المرج أو الروضة من شيء إلا كتب له عدد ما أكلت حسنات وكتب له عدد أرواثها وأبوالها حسنات ولا تقطع طولها فاستنت شرفا أو شرفين إلا كتب الله له عدد آثارها وأوراثها حسنات ولا مر بها صاحبها على نهر فشربت منه ولا يريد أن يسقيها إلا كتب الله له عدد ما شربت حسنات " قيل : يا رسول الله فالحمر ؟ قال : " ما أنزل علي في الحمر شيء إلا هذه الآية الفاذة الجامعة ( فمن يعمل مثقال ذرة خيرا يره ومن يعمل مثقال ذرة شرا يره )

الزلزلة . رواه مسلم

**ابوهريره ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ جيڪو بہ سون رڪنڌڙ يا چاندي رڪنڌڙ، انهن جو حق (زڪوٰة) ادا نہ ڪندو تہ جڏهن قيامت جو ڏينهن ٿيندو تڏهن باهہ سان انهي (سون ۽ چاندي) جا پٽ بنايا ويندا، پوءِ اهي دوزخ جي باهہ ۾ گرم ڪيو ويندا. پوءِ انهن پٽن سان ان جا پاسا ۽ ان جي پيشاني ۽ ان جي پٺيءَ تي ڏنپ ڏنا ويندا. جڏهن (انهن پٽن جي گرمي گهٽجڻ ڪري ) بدن کان جدا ڪيا ويندا. تڏهن (وري گرم ڪري) انهي ڏينهن ۾ آندا ويندا، جنهن جو مقدار پنجاهہ هزار ورهين جو ٿيندو ( اهڙي طرح انهيءَ وقت تائين ڪيو ويندو ) جيستائين ٻانهن جي وچ ۾ فيصلو ڪيو وڃي ۽ اهو پنهنجي واٽ بهشت يا دوزخ ڏانهن وٺي. چيو ويو تہ اي الله جا رسول ﷺ اٺن ( جي باري ۾ڪهڙو حڪم آهي؟) ) (1) رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ جنهن اٺن جي مالڪ انهن جو حق (يعني زڪوٰة) ادا نہ ڪئي هوندي ۽ انهن جي پاڻي پيارڻ واي ڏڌل کير مان ڪجهہ نہ ڏنو هوندو تہ (اهڙي حالت ۾) جڏهن قيامت جو ڏينهن ٿيندو، تڏهن اٺن جي مالڪن کي اٺن جي روبرو هڪ صاف هموار ميدان ۾ منهن ڀر اڇلايو ويندو ۽ ان جا اٺ پوري انداز ۾ ۽ (دنيوي حالت کان وڌيڪ) متارا (حاضر ٿيندا) ۽ انهن جو هڪ ڦر بہ گهٽ نہ هوندو. اهي سيئي (ان مالڪ کي) پنهنجن پيرن سان لتاڙيندا ۽ پنهنجي ڏندن سان ان کي چڪ وجهندا. جڏهن اٺن جي هڪ جماعت ان کي لتاڙي ويندي تڏهن ٻي جماعت انهيءَ ڏينهن ۾ (لتاڙڻ ۽ چڪ وجهڻ لاءِ) آندي ويندي. جنهن ڏينهن جو مقدار پنجاهہ هزار ورهين جو ٿيندو. (اهڙيءَ طرح انهيءَ وقت تائين ڪيو ويندو) جيستائين ٻانهن جي وچ ۾ فيصلو ڪيو وڃي. پوءِ (هر هڪ) پنهنجي واٽ بهشت يا دوزخ ڏانهن وٺي. عرض ڪيو ويو تہ الله جا رسولﷺ ڍڳين جي مالڪ ۽ ٻڪرين جي مالڪ جي باري ۾ ڪهڙو حڪم آهي؟ رسول اللهﷺ فرمايو تہ جيڪو ڍڳين ۽ ٻڪرين جو مالڪ انهن جو حق (زڪوٰة) ادا نہ ڪندو تہ جڏهن قيامت جو ڏينهن قائم ٿيندو، تڏهن انهن کي صاف**

هموار ميدان ۾ اڇلايو ويندو. ان جي ڍڳين ۽ ٻڪرين مان هڪ به گهٽ نه هوندي ۽ انهن مان ڪنهن جو سڱ مڙيل هوندو ۽ نڪي سڱ بغير هوندي ۽ نه ڪنهن جو سڱ ٽٽل هوندو. سيئي (پنهنجي مالڪ کي) ٽڪر هڻنديون ۽ ان کي پنهنجي ڪرن سان لتاڙينديون. جڏهن انهن ڍڳين ۽ ٻڪرين جو هڪ ڌڻ لنگهي ويندو تڏهن ٻيو ڌڻ انهيءَ ڏينهن ۾ (ان مالڪ مٿان) آندو ويندو، جنهن ڏينهن جو مقدار پنجاهه هزار ورهين جو هوندو. اهڙي طرح انهيءَ عرصي تائين ڪيو ويندو جيستائين ٻانهن جي وچ ۾ فيصلو ڪيو وڃي. پوءِ هر هڪ پنهنجي واٽ بهشت ڏانهن يا دوزخ ڏانهن ڏسي. چيو ويو ته اي الله جا رسول! گهوڙن جي باري ۾ ڪهڙو حڪم آهي؟ رسول الله ﷺ جن فرمايو ته گهوڙا (1) ٽن قسمن جا ٿيندا آهن. انهن مان هڪڙا ماڻهو لاءِ گناهه جو سبب ٿيندا آهن ۽ ٻيا ماڻهو لاءِ پردو هوندا آهن ۽ ٽيان ماڻهوءَ لاءِ ثواب جو سبب ٿيندا آهن. جيڪي گهوڙا ماڻهوءَ لاءِ گناهه جو سبب آهن سي اهي آهن جن کي انهيءَ شخص رياءَ، فخر ۽ اهل اسلام جي دشمني لاءِ ٻڌو هوندو. پوءِ اهي گهوڙا ان لاءِ گناهه جو سبب آهن ۽ ٻيا گهوڙا اهي آهن جيڪي ان لاءِ پردو آهن، سي اهي آهن جن کي ان الله تعالىٰ جي واٽ ۾ ٻڌو آهي ۽ انهن جي پٺين ۽ ڪنڌن جي باري ۾ الله تعالىٰ جو حق نٿو وساري. اهي گهوڙا ان لاءِ پردو آهن ۽ ٽيان گهوڙا جيڪي ان لاءِ ثواب جو سبب آهن سي اهي آهن جن کي ان جي مالڪ اهل اسلام جي مدد لاءِ الله واٽ ۾ چراگاهه ۽ باغن ۾ ٻڌو آهي. اهي انهيءَ چراگاهه ۽ باغن مان جيڪا شيءِ کائيندا اهن انهيءَ جي انداز موجب ان لاءِ نيڪيون لکيون وينديون آهن ۽ پڻ انهن جي لڏ ۽ پيشاب جي انداز مطابق به نيڪيون لکيون وينديون آهن ۽ اهي پنهنجو رسو ٽوڙائي هڪ ميدان يا به ميدان ڊوڙندا آهن ته الله تعالىٰ انهن جي وکن جي انداز ۽ لڏ جي انداز مطابق نيڪيون لکندو آهي. انهن جو مالڪ انهن کي نديءَ تي پاڻي پيارن لاءِ وٺي ويندو آهي ۽ پاڻي پيارڻ جو ارادو ڪندو آهي ته جيتري قدر اهي پاڻ پيئندا آهن ان جي انداز مطابق الله تعالىٰ ان لاءِ نيڪيون لکندو آهي. چيو ويو ته اي الله! گڏهن جي باري ۾ ڪهڙو حڪم آهي؟ رسول الله ﷺ فرمايو ته گڏهن جي باري ۾ مون تي ڪوبه حڪم نازل نه ڪيو ويو آهي، مگر سيني نيڪين ۽ عبادتن جي باري ۾ هي حڪم آهي ته جيڪو شخص هڪ ذري جيتري نيڪي ڪندو ته ان کي ڏسندو ۽ جيڪو شخص هڪ ذري جيتري برائي ڪندو ته ان کي به ڏسندو. (هن کي مسلم روايت ڪيو آهي.)

(1) هن حديث ۾ زڪوات نه ڏيندڙ مالدارن جي عذاب جو مفصل بيان آهي. هن ملڪ ۾ نماز ۽ روزي جهڙو عمل ڏسڻ ۾ اچي ٿو مگر تمام ارمان جي ڳالهه آهي ته زڪوٰة ڏيڻ جي عادت بلڪل ڇٽي ويئي آهي. سال جي پوري ٿيڻ تي خدائي ڏنل مال مان چاليهون حصو ڪڍن موت جي برابر سمجهي رهيا آهن مگر شادي، غمي ۽ ننگ ناموس جي ڪمن ۾ هزارين روپيا برباد ڪندا آهن انهن ڪمن ۾ ڪهڙو به بخيل هجي مگر ڪجهه نه ڪجهه ضرور خرچ ڪري جند ڇڏائيندو آهي. سچي مسلمان کي غور ڪرڻ گهرجي ته خدا پاڪ جي نالي تي زڪوٰة ڏيڻ ضروري آهي يا شادي غمي جي رسمي پابندين ۾ مال خرچ ڪرڻ ضروري آهي؟ سچي مسلمان کي گهرجي ته اهو هر وقت موت کي ياد ڪري ۽ قيامت جي سختين کي ڌيان ۾ آڻي پنهنجي مالڪ جو حڪم بجاءِ آڻي. مال ۽ ملڪيت مان زڪوٰة خدا تعالىٰ جي حڪم موجب ادا ڪري شيطاني وسوسن کي نه مڃي ۽ خدائي وعدن کي ياد ڪري. يمحق الله الرّبٰو و يربي الصّدقات. يعني وياج کي الله تعالىٰ گهٽائي ٿو ۽

خيراتن کي وڌائي ٿو، فارسيءَ ۾ بيت آهي: زکواة مال بدرکن کہ فضلہ رز را- چون باغبان ببرد بيشتر دهد انگور (ترجمو: ) زڪوٰة مال جي ڪڍ چاڪاڻ تہ انگور جي وڻ کي باغبان جيئن وڍيندو تيئن پلو ٿيندو ۽ انگورن جي اپت وڌيڪ ڏيندو.

(1) هن حديث مان حنفين گهوڙن تي زڪوٰة واجب هجڻ لاءِ دليل ورتو آهي مگر سندن چوڻ آهي تہ جيڪڏهن سڀ گهوڙا نر هوندا تہ زڪوٰة واجب ڪونهي پر جيڪڏهن نر ماديون گڏيل يا فقط ماديون آهن تہ انهن تي زڪوٰة واجب آهي. مالڪ کي اختيار آهي تہ هر هڪ گهوڙي جي عيوض هڪ دينار ڏئي يا انهن جي قيمت مقرر ڪرائي ان جو چاليهون حصو ڏئي. امام مالڪ، شافعي ۽ جمهور علماءِ چون ٿا تہ گهوڙن تي زڪوٰة نہ آهي، ڇاڪاڻ تہ هڪ حديث ۾ آهي مسلمان جي گهوڙي ۽ سندس مال تي زڪوٰة نہ آهي، انهيءَ ڪري هن حديث مان مراد هي ٿا مراد وٺن تہ گهوڙو ڪنهن کي مڱيو ڏجي ۽ ضرورت جي وقت ڪنهن مسلمان پاڻ کي روڪڻ نہ گهرجي، اهو سندس پنيءَ جو خير ۽ زڪوٰة آهي.

(1774) عن أبي هريرة قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " من آتاه الله مالا فلم يؤد زكاته مثل له ماله شجاعا أقرع له زبيبتان يطوقه يوم القيامة يأخذ بلهزمتيه – يعني بشدقيه – يقول : أنا مالك أنا كنزك " . ثم تلا هذه الآية : ( ولا يحسبن الذين يبخلون بما آتاهم الله من فضله ) إلى آخر الآية . رواه البخاري

ابو هريره ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ جنهن شخص کي الله تعالىٰ مال ڏنو، پوءِ ان جي زڪوٰة ادا نہ ڪيائين تہ ان جي مال مان قيامت جي ڏينهن هڪ نوڙهو نانگ بنايو ويندو، جنهن جي اکين تي ٻہ ڪارا نقطہ هوندا. اهور ڳٽ طور انهي جي ڳچيءَ ۾ وڌو ويندو. پوي ان جي وات جي ٻنهي طرفن جون ڳلافون (يعني واڇون ) پڪڙيندو. پوءِ ان کي چوندو تہ آئون تنهنجو مال آهيان ۽ تنهنجو خ زا نو آهيان. پوءِ رسول الله ﷺ جن هيءَ آيت پڙهي تہ " جيڪي بخل ڪن ٿا، اهي گمان نہ ڪن...... الآية(هن کي بخاري روايت ڪيو آهي.)

(1775) عن أبي ذر رضي الله عنه عن النبي صلى الله عليه وسلم قال : " ما من رجل يكون له إبل أو بقر أو غنم لا يؤدي حقها إلا أتي بها يوم القيامة أعظم ما يكون وأسمنه تطؤه بأخفافها وتنطحه بقرونها كلما جازت أخراها ردت عليه أولاها حتى يقضى بين الناس "

ابو ذر ﷛ نبي ﷺ کان روايت ڪئي آهي تہ جنهن شخص وٽ اٺ ۽ ڳئون ۽ ٻڪريون هونديون، اهو ان جو حق (زڪوٰة) نہ ڏيندو تہ سندس اهو مال قيامت جي ڏينهن انهيءَ حال ۾ آندو ويندو جيڪو تمام وڏو ۽ گهڻو ٿلهو هوندو، پوءِ ان کي پنهنجن سڱن سان ماريندو. جڏهن انهيءَ مال جو پويون ڌڻ ان تان لنگهي ويندو تہ مٿس وري پهريو آندو ويندو، تانجو ماڻهن جي وچ ۾ فيصلو ڪصو وڃي. (بخاري و مسلم)

(1767) وعن جرير بن عبد الله قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " إذا أتاكم المصدق فليصدر عنكم وهو عنكم راض " . رواه مسلم

**جرير بن عبدالله ﷛ کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته جڏهن اوهان وٽ زڪوٰة وٺندڙ اچي، تڏهن اوهان کي گهرجي ته ان کي اهڙيءَ حالت ۾ موٽايو، جيئن اهو اوهان کان راضي(1) هجي. (هن کي مسلم روايت ڪيو آهي.)**

(1777) وعن عبد الله بن أبي أوفى رضي الله عنهما قال : كان النبي صلى الله عليه وسلم إذا أتاه قوم بصدقتهم قال : " اللهم صلى على آل فلان " . فأتاه أبي بصدقته فقال : " اللهم صلى الله على آل أبي أوفى " وفي رواية : " إذا أتى الرجل النبي بصدقته قال : " اللهم صلي عليه "

**عبدالله بن ابي اوفٰي ﷛ کان روايت آهي ته نبي ﷺ وٽ جڏهن ڪابه قوم پنهنجي زڪوٰة کڻي ايندي هئي، تڏهن چوندا هئا ته اي منهنجا الله! فلاڻي قوم تي(2) رحمت موڪل، پوءِ منهنجو پيءُ پنهنجي زڪوٰة کڻي رسول ﷺ جن وٽ آيو ته پاڻ فرمايائون ته اي منهنجا الله! ابو اوفٰي تي رحمت موڪل. (بخاري و مسلم) ٻي روايت ۾ آهي ته نبي ﷺ جن وٽ جڏهن ڪو ماڻهو پنهنجي زڪوٰة کڻي ايندو هو، ته فرمائيندا هئا ته اي منهنجا الله! هن تي رحمت موڪل.**

(1) **چا ڪاڻ ته عملدار ماڻهو مسلمان بادشاهه جو مقرر ڪيل هوندو آهي، مسلمان بادشاهه جي اطاعت هر هڪ مسلمان تي فرض آهي، انهيءَ ڪري عملدار کي راضي رکڻ ۽ خوش ڪرڻ ضروري آهي.**

(2) **هن حديث مان ڪن دليل ورتو آهي ته پيغمبرن کان سواءِ ڪنهن ٻئي لاءِ صلّ عليہ جي لفظ سان دعا ڪرڻ جائز آهي ۽ ڪن جو چوڻ آهي ته پيغمبر سان گڏ ٻين لاءِ به انهي لفظ سان دعا گهرڻ جائز آهي مگر خاص ڪنهن لاءِ جدا دعا گهرڻ جائز نه آهي، چا ڪاڻ ته صلوٰة هاڻي رسول ﷺ جن جي خصوصيات مان شمار ٿئي ويئي آهي.**

(1778) عن أبي هريرة . قال : بعث رسول الله صلى الله عليه وسلم عمر على الصدقة . فقيل : منع ابن جميل وخالد بن الوليد والعباس . فقال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " ما ينقم ابن جميل إلا أنه كان فقيرا فأغناه الله ورسوله . وأما خالد فإنكم تظلمون خالدا . قد احتبس أدراعه وأعتده في سبيل الله . وأما العباس فهي علي . ومثلها معها " . ثم قال : " يا عمر أما شعرت أن عم الرجل صنوا أبيه ؟ "

**ابو هريره ﷛ کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن عمر ﷛ کي زڪوٰة وصول ڪرڻ لاءِ موڪليو. پوءِ چيو ويو ته ابن جميل، خالد بن وليد ۽ عباس رضي الله عنهم زڪوٰة نه ڏني، تنهن تي رسول الله ﷺ جن فرمايو ته ابن جميل الله تعالىٰ جي نعمت جو انڪار هن سبب ڪري ڪيو آهي جو اهو ڪنڱل هو. پوءِ الله تعالىٰ ۽ ان جي رسول ﷺ ان کي (غنيمت جو مال ڏيئي) شاهوڪار ڪيو (تڏهن به بي شڪري ڪري ٿو) پر خالد ﷛ سان اوهين ظلم ڪريو ٿا. تحقيق ان الله تعالىٰ جي واٽ ۾ پنهنجي زره ۽ لڙائيءَ جو پنهنجو سامان وقف ڪري رکيو آهي (تنهن ڪري ان کان زڪوٰت وٺڻ نه گهرجي) ۽ پڻ عباس ﷛ جي زڪوٰة ۽ ان جيترو ان سان ٻيو مال به مون تي آهي. اي عمر ﷛! توکي خبر نه آهي ته ماڻهو جو چاچو ان لاءِ ان جي پيءُ وانگر آهي.(بخاري و مسلم)**

(1779) عن أبي حميد الساعدي : استعمل النبي صلى الله عليه وسلم رجلا من الأزد يقال له ابن اللتبية الأتبية على الصدقة فلما قدم قال : هذا لكم وهذا أهدي لي فخطب النبي صلى الله عليه وسلم فحمد الله وأثنى عليه وقال : " أما بعد فإني استعمل رجالا منكم على أمور مما ولاني الله فيأتي أحدكم فيقول : هذا لكم وهذا هدية أهديت لي فهلا جلس في بيت أبيه أو بيت أمه فينظر أيهدى له أم لا ؟ والذي نفسي بيده لا يأخذ أحد منه شيئا إلا جاء به يوم القيامة يحمله على رقبته إن كان بعيرا له رغاء أو بقرا له خوار أو شاة تيعر " ثم رفع يديه حتى رأينا عفرتي إبطيه ثم قال : " اللهم هل بلغت اللهم هل بلغت " . . قال الخطابي : وفي قوله : " هلا جلس في بيت أمه أو أبيه فينظر أيهدى إليه أم لا ؟ " دليل على أن كل أمر يتذرع به إلى محظور فهو محظور وكل دخل في العقود ينظر هل يكون حكمه عند الانفراد كحكمه عند الاقتران أم لا ؟ هكذا في شرح السنة

**ابو حميد ساعدي ﷛ کان روايت آهي تہ نبي ﷺ ازد قوم جي هڪ شخص کي زڪوٰة وصول ڪرڻ لاءِ عملدار مقرر ڪيو ان کي ابن لتبيه چيو ويندو هو. پوءِ جڏهن اهو (زڪوٰة وصول ڪري) آيو، تڏهن چيائين تہ هي مال توهان لاءِ آهي ۽ هي مال مون کي تحفہ طور ڏنو ويو آهي. تنهن تي نبي ﷺ (اٿي) خطبو پڙهيو. پهريان الله تعالىٰ جي واکاڻ ۽ تعريف ڪيائين. ان کان پوءِ چيائين تہ آئون اوهان مان ڪن شخصن کي، انهن بعض ڪمن تي جن تي مون کي الله تعالىٰ حاڪم ڪيو آهي، عملدار مقرر ڪريان ٿو، پوءِ انهن مان هڪ اچي چوي ٿو تہ هيءُ ۽ هيءُ مال توهان لاءِ آهي ۽ هيءُ مال مون کي تحفہ طور ڏنو ويو آهي. ڀلا اهو ماڻهو چو نہ ٿو پنهنجي پيءُ(1) جي گهر يا پنهنجي ماءُ جي گهر ۾ ويهي، پوءِ ڏسي تہ اهو تحفو ڏانهنس موڪليو وڃي ٿو يا نہ! پوءِ انهيءَ ذات پاڪ جو قسم آهي، جنهن جي هٿ ۾ منهنجي جان آهي تہ جيڪو انهيءَ ڪم دوران ڪجهہ مال وٺندو سو قيامت جي ڏينهن هن حال ۾ اٿندو جو پنهنجي ڪنڌ تي اها شيءِ کڻي ايندو. پوءِ جيڪڏهن اها شيءِ اٺ هوندو تہ اهو گوڙ ڪندو ايندو. جيڪڏهن ڳئون هوندي تہ رانڀا ڪندي ايندي. جيڪڏهن ٻڪري هوندي تہ ٻيٻڙاٽ پئي ڪندي. پوءِ رسول الله ﷺ جن پنهنجا ٻئي هٿ ايتري قدر مٿي کنيا جو سندن بغلن جي اڇاڻ اسان ڏٺي. فرمايائون تہ اي منهنجا الله! مون (تنهنجو پيغام) پهچايو، اي منهنجا الله! (تنهنجو پيغام) پهچايو. (بخاري مسلم)**

**خطابي چوي ٿو تہ پاڻ سڳورن جو فرمان: " اهو ماڻهو پنهنجي ماءُ يا پنهنجي پيءُ جي گهر ۾ چو نٿو ويهي، پوءِ ڏسي تہ ڇا اهو تحفو ان ڏانهن موڪليو وڃي ٿو يا نہ! " ان ۾ دليل آهي تہ جيڪا حلال شيءِ ڪنهن حرام ڪم يا شيءِ جي لاءِ وسيلو يا ذريع ٿئي تہ اهو وسيلو يا ذريعو(2) حرام آهي ۽ پڻ جيڪي شيون واپار ۾ گڏيل هجن انهن ۾ بہ ڏسڻ گهرجي تہ انهن شين جي جدا هجڻ ۽ گڏ هجڻ جي قيمت هڪ جهڙي آهي يا نہ؟ شرح السنة ۾ اهڙي طرح ذڪاريل آهي.**

**(1) يعني هي جڏهن سرڪاري ڪمن تي نہ هو تڏهن ان کي تحفو ملندو هو تہ ساڳيو تحفو جيڪڏهن نوڪريءَ جي وقت ۾ ملي تہ جائز آهي پر جيڪڏهن اهو تحفو ڪنهن دٻاءَ يا ڪنهن ٻئي غرض لاءِ نوڪري جي وقت ڏنو ويو آهي تہ اهڙو تحفو وٺڻ حرام آهي. اما مسلم هن حديث لاءِ هڪ باب مقرر ڪيو آهي جنهن جو خلاصو آهي تہ جيڪو ماڻهو سرڪاري ڪم تي مقرر هجي سو تحفو نہ وٺي.**

(2) هن ۾ اهو قرض بہ اچي وڃي ٿو جنهن مان نفعو ملي ۽ پڻ اهو گهر بہ جيڪو گروي هجي ۽ گروي رکندڙ، مسواڙ کانسواءِ رهي ۽ جانور گروي ٽيل جنهن تي ياڙي کان سواءِ سواري ڪري. بئي قاعدي جو مثالهي آهي تہ هڪ ماڻهو ويهن روپين واري شيءِ کنهن کان 100 روپين ۾ وٺي ٿو هن مطلب لاءِ تہ اهو ماڻهو مون کي 1000 روپيہ ڏيندو انهي قرض جو نفعو ڏيان ۾ آٽي، 10 روپين واري شيءِ 100 روپيہ ۾ وٺي تہ اهڙو واپار درست نہ آهي. چاڪاڻ تہ جيڪڏهن ان کي قرض جي لالچ نہ هجي ها تہ هوند 10 روپيہ واري شيءِ کي 100 روپيہ ۾ ڪڏهن بہ نہ خريد ڪري ها. جتي بہ واپار اهڙا هجن جو پهرئين واپارڪان جدا ڪيو ويو هجي تہ بہ جائز آهي. اهڙي حالت ۾ واپار گڏ ڪرڻ بئي جائز آهن. يعني قرض ڏيڻ جي صورت ۾ 10 روپيہ واري شيءِ 10 روپيہ ۾ خريد ڪجي تہ واپار بہ جائز ۽ قرض ڪٽڻ بہ جائز آهي جيڪڏهن قرض ڪٽڻ جي صورت زياده پيسن جي شيءِ ورتي وڃي ٿي تہ قرض ڪٽڻ ناجائز ۽ واپار ناجائز آهي.

(1780) وعن عدي بن عميرة قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " من استعملناه منكم على عمر فكتمنا مخيطا فما فوقه كان غلولا يأتي به يوم القيامة " . رواه مسلم

## فصل ٻيو

(1781) عن ابن عباس رضي الله عنهما قال : لما نزلت ( والذين يكنزون الذهب والفضة ) كبر ذلك على المسلمين . فقال عمر أنا أفرج عنكم فانطلق . فقال : يا نبي الله قد كبر على أصحابك هذه الآية . فقال نبي الله صلى الله عليه وسلم : " إن الله لم يفرض الزكاة إلا ليطيب بها ما بقي من أموالكم وإنما فرض المواريث وذكر كلمة لتكون لمن بعدكم " قال فكبر عمر . ثم قال له : " ألا أخبرك بخير ما يكنز المرء المرأة الصالحة إذا نظر إليها سرته وإذا أمرها أطاعته وإذا غاب عنها حفظته " . رواه أبو داود

ابن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ جڏهن هيءَ آيت نازل ٿي تہ جيڪي ماڻهو سون ۽ چاندي گڏ ڪن ٿا .. الآية تہ اها ايت مسلمانن تي ڳري ٿي پيئي، تنهن تي عمر رضي الله عنه چيو تہ (صبر ڪريو) انهيءَ جو فڪر، آءُ اوهان تان لاهيندس (يعني رسول الله ﷺ جن کان کولي پڇندس) پوءِ عمررضي الله عنه (رسول الله ﷺ جن وٽ آيو) ۽ چيائين تہ اي الله جا نبي! تحقيق هيءَ آيت توهان جي اصحابن تي ڳري ٿي پيئي آهي. رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ الله تعالىٰ توهان جي مالن تي زڪوٰة هن سبب جي ڪري مقرر ڪئي آهي تہ اوهان وٽ جيڪي باقي مال بچي ٿو تنهن کي (1) پاڪ ڪري ۽ پڻ الله تعالىٰ ميراث لاءِ بہ حصا مقرر ڪيا آهن ۽ ان بابت هڪ ڳالهہ جو ذڪر ڪيائين (جنهن جو مطلب آهي تہ ورثو ان شخص لاءِ آهي) جيڪو توهان جي پويان رهي ٿو (تنهن ڪري ڪيڪڏهن زڪوٰة ادا ڪندا رهندا تہ پوءِ مال گڏ ڪرڻ ۾ گناهہ نہ آهي) ابن عباس رضي الله عنهما چوي ٿو تہ (اهو ٻڌي) عمر " رضي الله عنه الله اڪبر" چيو. پوءِ رسول الله ﷺ جن عمر رضي الله عنه کي چيو تہ ماڻهو جيڪا شيءِ گڏ ڪري ٿو، ڇا انهن مان سٺي شيءِ بابت توکي خبر ڏيان؟ اها آهي نيڪ بخت زال، جڏهن ان جو مڙس ان ڏانهن نظر ڪري، تڏهن ان کي خوش ڪري ۽ جڏهن ان کي ڪو حڪم ڪري تہ فرمانبرداري ڪري ۽ جڏهن اهو گهر ڇڏي وڃي تہ ان جي (مال ۽ عزت جي) حفاظت ڪري. (هن کي ابوداؤد روايت ڪيو آهي)

(1) هن حديث مان معلوم ٿئي ٿو تہ جنھن حلال مال مان زڪوٰة ڏني ويئي تہ اھو ڪنز نہ چئبو پوءِ پلي لکن، ڪروڙن، پدمن جو مال ھجي. مال الله تعالىٰ جل جلاله جي ڏنل ھڪ وڏي نعمت آھي. ان مان زڪوٰة ڏيڻ بعد باقي مال حلال ٿي وڃي ٿو جيڪڏھن مال گڏ ڪرڻ اصل کان حرام ھجي ھا تہ پوءِ زڪوٰة ڏيڻ جي ھوند ضرورت ئي نہ ھئي. نڪي زڪوٰة جا حڪم جاري ٿين ھا ۽ نڪي ورثي جا حڪم جاري ٿين ھا.

(1782) عن جابر بن عتيك قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " سيأتيكم ركيب مبغضون فإذا جاؤكم فرحبوا بهم وخلوا بينهم وبين ما يبتغون فإن عدلوا فلأنفسهم وإن ظلموا فعليهم وأرضوهم فإن تمام زكاتكم رضاهم وليدعوا لكم " . رواه أبو داود

جابر بن عتيڪ ﷛ کان روايت آھي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ اوھان وٽ (زڪوٰة جي مال لاءِ جنھن شيءِ جي طلب ڪن اھا شيءِ انھن لاءِ ڇڏيو جيڪڏھن زڪوٰة وٺڻ ۾ اھي انصاف ڪندا تہ پنھنجي لاءِ ثواب حاصل ڪندا ۽ جيڪڏھن ظلم ڪندا تہ ان جي ڇٽي انھن تي آھي ۽ پڻ اوھين زڪوٰة وٺندڙ کي راضي ڪريو، ڇاڪاڻ تہ اوھان جي پوري زڪوٰة اھا آھي، جنھن جي وٺڻ ۾ اھي خوش ھجن ۽ گھرجي تہ زڪوٰة وصول ڪندڙ عملدار اوھان کي دعا ڪري. (ھن کي ابوداؤد روايت ڪيو آھي)

(1783) عن جرير بن عبد الله قال : جاء ناس يعني من الأعراب إلى رسول الله صلى الله عليه وسلم فقالوا : إن ناسا من المصدقين يأتونا فيظلمونا قال : فقال : " أرضوا مصدقيكم وإن ظلمتم " رواه أبو داود

جرير بن عبدالله ﷛ کان روايت آھي تہ ٻھراڙيءَ وارن مان ڪيترا ماڻھو رسول الله ﷺ جن وٽ آيا ۽ عرض ڪيائون تہ اسان وٽ زڪوٰة وصول ڪندڙن مان ڪيترا ماڻھو اچن ٿا، جيڪي اسان تي ظلم ڪن ٿا. تنھن تي رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ زڪوٰة وٺندڙ کي راضي ڪريو. انھن عرض ڪيو تہ اي الله جا رسولﷺ! جيڪڏھن اسان تي ظلم ڪن (تہ پوءِ ڇا ڪريون؟) رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ جيڪڏھن اوھان تي ظلم ڪيو وڃي تڏھن بہ زڪوٰة وٺندڙن[1] کي راضي ڪريو. (ھن کي ابوداؤد روايت ڪيو آھي.)

(1784) وعن بشير بن الخصاصية قال : قلنا : إن أهل الصدقة يعتدون علينا أفنكتم من أموالنا بقدر ما يعتدون ؟ قال : " لا " رواه أبو داود

بشير بن خصاصيه کان روايت آھي تہ اسان (رسول الله ﷺ جن کي) چيو تہ تحقيق وصولي ڪندڙ، زڪوٰة وٺڻ ۾ اسان تي زيادتي ڪن ٿا. جيتري قدر ھو اسان تي زيادتي ڪن ٿا، ڇا اوتري قدر اسين پنھنجو مال انھن کان لڪايون؟ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ نہ[2] (ھن کي ابوداؤد روايت ڪيو آھي)

[1] ھن حديث جو مطلب آھي تہ حاڪمن جي ضرور اطاعت ڪجي ۽ ڪين گفتگو ۾ اٽڻ ويھڻ ۾ رنج نہ ڏجي.

[2] رسول الله ﷺ جن مال لڪائڻ کان منع ھن سبب جي ڪري ڪئي تہ ان ۾ ڪوڙ ڪرڻا پون ٿا ۽ اھو بہ ممڪن آھي تہ زڪوٰة وٺندڙ ظلم نہ ڪندو ھجي، مگر ماڻھو بي سمجھي سبب ان کي ظلم گمان ڪن.

(1785) وعن رافع بن خديج قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " العامل على الصدقة بالحق كالغازي في سبيل الله حتى يرجع إلى بيته " . رواه أبو داود والترمذي

**رافع بن خديج ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ زڪوٰة جي وصولي جو ڪم حق سان ڪندڙ، جيستائين پنهنجي گهر (اهو ڪم لاهي) موٽي اچي تيستائين الله جي واٽ ۾ جهاد ڪندڙ (جي ثواب) جي برابر آهي. ( هن ڪي ابوداؤد ۽ ترمذي روايت ڪيو آهي.)**

(1786) وعن عمرو بن شعيب عن أبيه عن جده عن النبي صلى الله عليه وسلم قال : " لا جلب ولا جنب ولا تؤخذ صدقاتهم إلا في دورهم " . رواه أبو داود

**عمرو بن شعيب پنهنجي پيءُ کان ۽ ان پنهنجي ڏاڏي کان ۽ ان نبي ﷺ کان روايت ڪئي آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ زڪوٰة وٺڻ لاءِ ٻئي ڳوٺ مان مال گهرائڻ نہ گهرجي ۽ نڪي مال وارو ڳوٺ کان پري مال سميت وڃي رهي. مال جي زڪوٰة سندن گهر ۾ وٺڻ گهرجي.( هن ڪي ابو داؤد روايت ڪيو آهي)**

(1787) وعن ابن عمر قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " من استفاد مالا فلا زكاة فيه حتى يحول عيه الحول " . رواه الترمذي وذكر جماعة أنهم وقفوه على ابن عمر

**ابن عمر رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ جيڪو ماڻهو مال حاصل ڪري تہ جيستائين سال پورو ٿئي تيستائين (وڏيڪ) مال تي زڪوٰة نہ آهي. ( هن ڪي ترمذي روايت ڪيو آهي ۽ ترمذي هڪ جماعت جو ذڪر ڪيو آهي تہ تحقيق انهن هن حديث کي ابن عمر تي موقوف قرار ڏنو آهي)** ([1])

(1788) وعن علي رضي الله عنه : أن العباس سأل رسول الله صلى الله عليه وسلم في تعجيل صدقة قبل أن تحل : فرخص له في ذلك . رواه أبو داود والترمذي وابن ماجه والدارمي

**علي ﷛ کان روايت آهي تہ عباس ﷛ رسول الله ﷺ کان پنهنجي زڪوٰة سال پوري ٿيڻ کان اڳ ادا ڪرڻ بابت پڇيو. ان کي رسول ﷺ موڪل ان بابت موڪل ڏني. ( هن ڪي ابوداؤد ۽ ترمذي ۽ ابن ماجہ ۽ دارمي روايت ڪيو آهي)**

(1789) وعن عمرو بن شعيب عن أبيه عن جده أن النبي صلى الله عليه وسلم خطب الناس فقال : " ألا من ولي يتيما له مال فليتجر فيه ولا يتركه حتى تأكله الصدقة " . رواه الترمذي وقال : في إسناده مقال : لأن المثنى بن الصباح ضعيف

---

[1] امام ابو حنيفه ﷀ جو قول آهي تہ جيڪو مال، سال جي وچ ۾ ملي ان تي بہ زڪوٰة ڏبي. جڏهن پهرئين مال جو سال پورو ٿئي، تڏهن پوئين مال جو سال پورو ٿئي يا نہ تہ ان تي بہ زڪوٰة ڏبي. امام شافعي ۽ اما احمد چون ٿا تہ وچ ۾ مليل مال تي سال جي پوير ٿيڻ کان پوءِ زڪوٰة فرض ٿيندي، پر جيڪڏهن اهو مال انهي گذريل سال واري مال جي نفعي ۾ مليو آهي تہ سموري مال تي زڪوٰة ٿيندي، مگر جيڪڏهن پويان مال ڪنهن طرح ڍور ڍڳي وغيره ٻي جنس جي وڪري مان مليو آهي تہ انهي مال تي سال پوري ٿيڻ بعد زڪوٰة نڪرندي.

عمرو بن شعيب پنهنجي پيءُ کان ۽ ان پنهنجي ڏاڏي کان روايت ڪئي آهي تہ تحقيق نبي ﷺ ماڻهن کي خطبي دوران فرمايو تہ خبردار رهو! جنهن ماڻهو وٽ ڪنهن يتيم جو مال[1] هجي تہ ان کي گهرجي تہ ان مال کي واپار ۾ لڳائي، ائين نہ ٿئي جو زڪوٰة ان جي مال کي کائي وڃي. (هن کي ترمذي روايت ڪيو آهي، چيو اٿس تہ انهيءَ حديث جي باري ۾ هيءَ گفتگو آهي تہ مثنٰي بن صباح راوي ضعيف آهي)

## فصل ٽيون

(1790) عن أبي هريرة قال : لما توفي النبي صلى الله عليه وسلم واستخلف أبو بكر وكفر من كفر من العرب قال عمر : يا أبا بكر كيف تقاتل الناس وقد قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " أمرت أن أقاتل الناس حتى يقولوا : لا إله إلا الله فمن قال : لا إله إلا الله عصم مني ماله ونفسه إلا بحقه وحسابه على الله " . قال أبو بكر : والله لأقاتلن من فرق بين الصلاة والزكاة فإن الزكاة حق المال والله لو منعوني عناقا كانوا يؤدونها إلى رسول الله صلى الله عليه وسلم لقاتلتهم على منعها . قال عمر : فوالله ما هو إلا أن رأيت أن قد شرح الله صدر أبي بكر للقتال فعرفت أنه الحق

ابو هريره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ جڏهن نبيﷺ جن وفات ڪئي ان کان پوءِ ابو بڪر رضي الله عنه خليفو ٿيو. تڏهن عربن ۾ جيڪي ڪافر ٿيا، تن مان ڪي (فقط زڪوٰة سبب) ڪافر ٿيا (تن سان ابو بڪر رضي الله عنه لڙائي ڪرڻ جو ارادو ڪيو) عمر بن خطاب رضي الله عنه چيو تہ اوهين اهڙن ماڻهن سان ڪيئن لڙائي ڪريو ٿا (جيڪي نماز پڙهن ٿا ۽ زڪوٰة نٿا ڏين) ۽ تحقيق رسول الله ﷺ جن فرمايو آهي تہ مون کي حڪم ڪيو ويو آهي تہ ماڻهن سان ايستائين لڙائي ڪريان، جيستائين ڪلمو لا الٰه الا الله چون، پوءِ جنهن ماڻهو ڪلمو لا الٰه الا الله چيو تہ ان مون کان پنهنجو مال ۽ حياتيءَ کي، سواءِ اسلامي حق جي بچائي ورتو. (ٻين گناهن باري ۾) ان جو حساب الله تعالیٰ تي آهي. حضرت ابو بڪر رضي الله عنه چيو تہ تحقيق زڪوٰة مال جو حق آهي (ان جو ادا ڪرڻ نماز جي فرض سان شامل آهي) تنهن ڪري جيڪو ماڻهو نماز ۽ زڪوٰة جي حڪم ۾ جدائي ڪندو، الله جو قسم آهي تہ اهڙي ماڻهوءَ سان آءُ ضرور لڙائي ڪندس ۽ پڻ هي بہ الله جو قسم کڻي چوان ٿو تہ جيڪو ماڻهو رسول الله ﷺ کي فقط ٻڪريءَ جو ڦر (زڪوٰة) ۾ ڏيندو هو، سو مون کي اهو ڦر نہ ڏيندو، تہ ان جي نہ ڏيڻ سبب بہ ان سان ضرور لڙائي ڪندس. پوءِ حضرت عمر رضي الله عنه چيو تہ الله جو قسم! انهيءَ باري ۾ مو ڏٺو تہ الله تعالیٰ حضرت ابوبڪر رضي الله عنه جي دل کي لڙائي ڪرڻ لاِ کوليو ۽ پوءِ مون بہ سمجهيو تہ حق ائين ئي آهي.

---

[1] ٻين امام جو مذهب آهي تہ يتيم جي مال ۾ زڪوٰة فرض آهي، مگر امام ابو حنيفه رحمه الله فرمائي ٿو تہ يتيم جي مال ۾ زڪوٰة فرض نہ آهي، هن مسئلي ۾ ڪابہ اهڙي صحيح، قوي حديث رسول الله ﷺ جن کان ثابت نہ آهي. الله تعالیٰ يتيم ۽ ڇوري جي وارثن تي سندن مال مان زڪوٰة ڪڍڻ واجب نہ ٺهرائي آهي، نڪي ان کي واجب فرمايو آهي، بلڪايتري قدر وعيد فرمايل آهي جو ان کي ٻڌي دل دهڪيو ۽ بدن ڏڪيو وڃي.

(1791) وعن أبي هريرة رضي الله عنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " يكون كنز أحدكم يوم القيامة شجاعا أقرع يفر منه صاحبه وهو يطلبه حتى يلقمه أصابعه " . رواه أحمد

**ابو هريره ﷺ كان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ قيامت جي ڏينهن، توهان مان كنهن جو خزانو نوڙهي نانگ جي شكل ۾ ايندو، جنهن كان ان جو مالك ڀڄندو، اهو ان كي ڳوليندو رهندو، تانجو ان جي آڱرين كي ڳڙكائي ويندو. (هن كي احمد روايت كيو آهي)**

(1792) وعن ابن مسعود عن النبي صلى الله عليه وسلم قال : " ما من رجل لا يؤدي زكاة ماله إلا جعل الله يوم القيامة في عنقه شجاعا " ثم قرأ علينا مصداقه من كتاب الله : ( ولا يحسبن الذين يبلخون بما آتاهم الله من فضله ) الآية . رواه الترمذي والنسائي وابن ماجه

**ابن مسعود نبي ﷺ كان روايت كئي آهي تہ جيكو شخص پنهنجي مال جي زكوٰة نٿو كري، الله تعالىٰ قيامت جي ڏينهن (ان جي مال كي) نانگ بنائي ان جي كنڌ ۾ لٽكائيندو، پوءِ ان جي مطابقت ۾ اسان جي سامهون الله تعالىٰ جي كتاب مان هيءَ آيت پڙهيائين تہ " نہ ڀائين اهي ماڻهو جيكي الله جي ڏنل مال ۾ بخيلي كن ٿا.. " پڇاڙيءَ تائين (هن كي ترمذي ۽ نسائي ۽ ابن ماجہ روايت كيو آهي)**

(1793) وعن عائشة رضي الله عنها قالت : سمعت رسول الله صلى الله عليه وسلم يقول : " ما خالطت الزكاة مالا قط إلا أهلكته " . رواه الشافعي والبخاري في تاريخه والحميدي وزاد قال : يكون قد وجب عليك صدقة فلا تخرجها فيهلك الحرام الحلال . وقد احتج به من يرى تعلق الزكاة بالعين هكذا في المنتقى وروى البيهقي في شعب الإيمان عن أحمد بن حنبل بإسناده إلى عائشة . وقال أحمد في " خالطت " : تفسيره أن الرجل يأخذ الزكاة وهو موسر أو غني وإنما هي للفقراء

**ام المؤمنين عائشة رضي الله عنها كان روايت آهي تہ زكوٰة جو مال جنهن ٻئي مال سان گڏجي وڃي ٿو تہ ان مال كي بہ چٽ كري ڇڏي ٿو. هن كي امام شافعي، اما بخاريءَ پنهنجي تاريخ ۾ ۽ پڻ حميديءَ روايت كيو آهي. حميدي وڌيك چوي ٿو تہ امام بخاري چوي ٿو تہ يعني تو تي زكوٰة واجب ٿئي ٿي، ۽ تون ان كي نہ ٿو كڍين تہ پوءِ اهو حرام مال حلال مال كي بہ چٽ كري ڇڏيندو ۽ انهيءَ شخص هن حديث مان دليل ورتو آهي جيكو زكوٰة جي مال جو اصل مال سان تعلق جو اعتقاد ركي ٿو. منتقٰي ۾ ان طرح آهي. امام احمد بن حنبل ﷺ كان بيهقي شعب الايمان ۾ روايت آندي آهي، جنهن جي سند انهيءَ ام المؤمنين عائشة رضي الله عنها تائين پهچائي آهي تہ امام احمد ﷺ لفظ "خالطت" (زكوٰة خلط ملط ٿئي) جي تفسير هيءُ بيان كئي آهي تہ جيكو شخص پاڻ دولتمند ۽ آسودو آهي، پوءِ بہ زكوٰة وٺي ٿو (تہ ان جو مال زكوٰة جي مال سان گڏجڻ سبب چٽ ٿي ويندو) ڇاكاڻ تہ زكوٰة محتاجن لاءِ آهي.**

## باب ما يجب فيه الزكوٰة **جنهن تي زكوٰة واجب ٿئي ٿي**

## فصل پهريون

(1794) وعن أبي سعيد الخدري قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " ليس فيما دون خمسة أوسق من التمر صدقة وليس فيما دون خمس أواق من الورق صدقة وليس فيما دون خمس ذود من الإبل صدقة "

**ابوسعيد خدري ﷛ کان روايت آهي ته رسول الله جن فرمايو ته وسق (يعني 25 مڻ) کان گهٽ کجو تي زڪوٰة نه آهي[1] ۽ پنج اوقيا چانديءَ ( ساڍا ٻاونجاهه روپيا ڪلدار) کان گهٽ تي زڪوٰة نه آهي ۽ پنجن کان گهٽ اٺن تي به زڪوٰة نه آهي (بخاري و مسلم)**

(1795) وعن أبي هريرة رضي الله عنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " ليس على المسلم صدقة في عبده ولا في فرسه " . وفي رواية قال : " ليس في عبده صدقة إلا صدقة الفطر "

**ابو هريره ﷛ کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته مسلمان تي سندس ٻانهي ۽ سندس گهوڙي تي زڪوٰة فرض نه آهي ۽ ٻي رويت ۾ آهي ته ٻانهي جي ٻاري ۾ عيدالفطر جي فطراني کان سواءِ زڪوٰة نه آهي.[2] (بخاري و مسلم)**

(1796) وعن أنس بن مالك : أن أبا بكر رضي الله عنه كتب له هذا الكتاب لما وجهه إلى البحرين : بسم الله الرحمن الرحيم هذه فريضة الصدقة التي فرض رسول الله صلى الله عليه وسلم على المسلمين والتي أمر الله عز وجل بها رسوله فمن سألها من المسلمين على وجهها فليعطها ومن سئل فوقها فلا يعط : في أربع وعشرين من الإبل فما دونها خمس شاة . فإذا بلغت خمسا وعشرين إلى خمس وثلاثين ففيها بنت مخاض انثى فإذا بلغت ستا وثلاثين ففيها بنت لبون أنثى . فإذا بلغت ستة وأربعين إلى ستين ففيها حقة طروقة الجمل فإذا بلغت واحدة وستين ففيها جذعة . فإذا بلغت ستا وسبعين ففيها بنتا لبون . فإذا بلغت إحدى وتسعين إلى عشرين ومائة ففيها حقتان طروقتا الجمل . فإذا زادت على عشرين ومائة ففي كل أربعين بنت لبون وفي كل خمسين حقة . ومن لم يكن معه إلا أربع من الإبل فليس فيها صدقة إلا أن يشاء ربها . فإذا بلغت خمسا ففيها شاة ومن بلغت عنده من الإبل صدقة الجذعة وليست عنده جذعة وعنده حقة فإنها تقبل منه الحقة ويجعل معها شاتين أن أستيسرتا له أو عشرين درهما . ومن بلغت عنده صدقة الحقة وليست عنده الحقة وعنده الجذعة فإنها تقبل منه الجذعة ويعطيه المصدق عشرين درهما أو شاتين . ومن بلغت عنده صدقة الحقة وليست إلا عنده بنت لبون فإنها تقبل منه بنت لبون ويعطي معها شاتين أو

[1] زڪوٰة ان، ڏن ۽ چوپائي مال تي نڪرندي، مگر ٿنهي لاءِ نصاب مقرر ٿيل آهي، ان جو نصاب 25 مڻ آهي مگر امام ابو حنيفه ﵀ وٽ ان لاءِ نصاب مقرر ڪونه آهي ۽ هن قسم جون حديثون مٿس حجت آهن. سندس شاگرد صاحبين هن حديث تي عمل ڪن ٿا ۽ ان لاءِ به نصاب جا قائل آهن. ان ۾ ڪجوور،انگور وغيره اچي وڃن ٿا. ۽ چانديءَ جو نصاب 5 اوقيه آهي. اوقيه ۾ چاليهه درهم آهن. 5 اوقين ۾ 200 درهم ٿيا هن زماني ۾ 200 درهمن جي قيمت 52 روپيه ڪلدار ٿين ٿا ۽ سون جو نصاب 20 دينار آهي، 20 دينارن جو 7 تولا سون ٿئي ٿو سون جي قيمت ڪڏهن لهي ٿي ڪڏهن چڙهي ٿي مگر زڪوٰة ۾ چاليهون حصو ٿيندو.

[2] امام نووي لکي ٿو ته هيءَ حديث جن شين ۾ زڪوٰة نه آهي، تن لاءِ هڪ اصل آهي يعني گهوڙن ۽ غلامن ۾ زڪوٰة نه آهي، سڀ علماءِ ۽ سلف خلف هن حديث تي متفق آهن مگر امام ابو حنيفه ۽ سندس استاد حماد بن سليمان ۽ زفر گهوڙن ۾ زڪوٰة چون ٿا پر هي حديث صريح سندن مذهب کي رد ڪري ٿي. فتاويٰ عالمگيري ۾ لکيل آهي ته صاحبين وٽ گهوڙن ۾ زڪوٰة نه آهي ۽ فتويٰ صاحبين جي قول تي آهي.

عشرين درهما . ومن بلغت صدقته بنت لبون وعنده حقة فإنها تقبل منه الحقة ويعطيه المصدق عشرين درهما أو شاتين . ومن بلغت صدقته بنت لبون وليست عنده وعنده بنت مخاض فإنها تقبل منه بنت مخاض ويعطي معها عشرين درهما أو شاتين . ومن بلغت صدقته بنت مخاض وليست عنده وعنده بنت لبون فإنها تقبل منه ويعطيه المصدق عشرين درهما أو شاتين . فإن لم تكن عنده بنت مخاض على وجهها وعنده ابن لبون فإنه يقبل منه وليس معه شيء . وفي صدقة الغنم في سائمتها إذا كانت أربعين ففيها شاة إلى عشرين ومائة شاة فإن زادت على عشرين ومائة إلى مائتين ففيها شاتان . فإن زادت على مائتين إلى ثلاثمائة ففيها ثلاث شياه . فإذا زادت على ثلاثمائة ففي كل مائة شاة . فإذا كانت سائمة الرجل ناقصة من أربعين شاة واحدة فليس فيها صدقة إلا أن يشاء ربها . ولا تخرج في الصدقة هرمة ولا ذات عور ولا تيس إلا ما شاء المصدق . ولا يجمع بين متفرق ولا يفرق بين مجتمع خشية الصدقة وما كان من خليطين فإنهما يتراجعان بينهما بالسوية . وفي الرقة ربع العشر فإن لم تكن إلا تسعين ومائة فليس فيها شيء إلا أن يشاء ربها . رواه البخاري

**انس ﷛ کان روايت آهي تہ تحقيق جڏهن حضرت ابوبڪر﷛ ان بحرين ڏانهن حاڪم ڪري موڪليو، تڏهن ان کي هي حڪم نامو لکي ڏنائين تہ الله جي نالي سان شروع ٿو ڪريان، جيڪو مهربان ۽ ٻاجهارو آهي. الله تعالیٰ فرضي زڪوٰة جو حڪم پنهنجي رسول ﷺ کي ڪيو ۽ رسول الله ﷺ مسلمانن تي رفض ڪيو، سو هن ريت آهي. مسلمانن مان جنهن کان انهيءَ حساب مطابق زڪوٰة گهري وڃ اهو ان کي ڏئي ۽ جيڪڏهن انهيءَ حساب کان وڌيڪ گهري وڃي تہ (پلي) نہ ڏئي. 24 کان گهٽ اٺڻ جي حالت ۾ هر هڪ پنجن اٺن تي هڪ ٻڪري ڏيڻ واجب آهي. جڏهن اٺ 25 کان 35 تائين پهچن تہ انهن تي هڪ سال جي مادي گونري آهي. جڏهن اٺ 36 کان 45 تائين پهچن تہ انهن تي زڪوٰة ٻن سالن جي مادي گونري آهي. جيڪڏهن اٺ 46 کان 60 تي پهچن تہ انهن ۾ زڪوٰة ٽن سالن جي گونري جيڪا اٺ کان ساڪجڻ جي لائق هجي سا آهي. پوءِ جڏهن اٺ 61 کان 75 تائين پهچن تڏهن انهن تي چئن سالن جو اٺ زڪوٰة آهي. جڏهن اٺ 76 کان 90 تائين پهچن تڏهن انهن تي ٻہ گونريون ٻن ٻن سالن جون زڪوٰة آهي. جڏهن اٺ 91 کان 120 تائين پهچن، تڏهن انهن ۾ ٽن ٽن سالن جون ٻہ ڏاچيون،جيڪي اٺ کان ساڪجڻ جون لائق هجن سي ڏبيون ۽ جڏهن اٺ 120 کان وڌيڪ هجن تڏهن هر هڪ 40 اٺن تي ٻن سالن جي هڪ گونري ڏبي ۽ هر هڪ 50 اٺن تي ٽن سالن جي مادي ڏاچي آهي ۽ جنهن شخص وٽ فقط 4 اٺ هجن تہ ان تي زڪوٰة واجب ن آهي، مگر جيڪڏهن انهن جو ڪالڪ پنهنجي خوشيءَ سان ڪجھ ڏي تہ پلي ڏي ۽ جڏهن 5 اٺ هجن تہ انهن تي هڪ ٻڪري زڪوٰة آهي. جنهن ماڻهو وٽ اٺ ايتري تعداد ۾ هجن جو انهن تي چئن سالن جي ڏاچي زڪوٰة واجب هجي مگر اها ان وٽ موجود نہ هجي ۽ وٽس فقط ٽن سالن جي گونري موجود هجي تہ ان کان اها ٽن سالن جي قبول ڪئي وڃي ۽ زڪوٰة ڏيندڙن سان گڏ ٻيون ٻہ ٻڪريون جيڪڏهن وٽس موجود هجن تہ ڏئي يا 20 درهم ڏئي ۽ جنهن شخص وٽ اٺ ايتري تعداد ۾ موجود هجن جن تي زڪوٰة ٽن سالن جي انٺي ڏيڻي آهي مگر اهاا ان وٽ نہ هجي ۽ وٽس چئن سالن جي ڏاچي موجود هجي تہ اها ان کان قبول ڪئي وڃي ۽ زڪوٰة**

وٺندڙ ان کي 20 درهم يا ٻه ٻڪريون ڏئي ۽ جنهن شخص وٽ اٺ ايتري تعداد ۾ هجن جو ان کي زڪوٰة ۾ ٽن سالن جي ڳونري ڏيڻ واجب هجي مگر اها ان وٽ نه هجي ۽ فقط ٻن سالن جي ڳونري موجود هجي ته تحقيق اها ٻڦن سالن جي ان کانن قبول ڪئي وجي ۽ زڪوٰة ڏيندڙ وڌيڪ 2 ٻڪريون يا 20 درهم ڇڏئي ۽ جنهن شخص وٽ اٺ ايتري تعداد ۾ هجن جو انهن تي ٻن سالن جي ڳونري زڪوٰة ۾ ڏيڻ واجب هجي ۽ ان وٽ ٽن سالن جي ڏاچي موجود هجي ته ان کان اها 3 سالن جي ڏاچي قبول ڪئي وجي ۽ زڪوٰة وٺندڙ انکي 20 درهم يا 2 ٻڪريون ڏئي ۽ جنهن شخص وٽ اٺ ايتري قدر هجن جو ان تي ٻن سالن جي ڳونري زڪوٰة ۾ ڏيڻ واجب هجي، جيڪا ان وٽ موجود نه هجي، مگر سال جي ڳونري موجود هجي ته تحقيق ان کان هڪ سال جي قبول ڪئي وجي ۽ زڪوٰة ڏيندڙ ان سان گڏ 20 درهم يا 2 ٻڪريون ڏئي ۽ جنهن شخص وٽ اٺ ايتري تعداد ۾ هجن جو ان کي زڪوٰة ۾ هڪ سال جي ڳونري ڏيڻ واجب هجي ۽ اها ان وٽ نه هجي ۽ ان وٽ ٻن سالن جي ڳونري موجود هجي ته پوءِ اها ان کان قبول ڪئي وجي ۽ زڪوٰة وٺندڙ ان کي 20 درهم يا ٻه ٻڪريون ڏئي ۽ جيڪڏهن ان وٽ هڪ سال جي ڳونري جيڪا ڏيڻ جي لائق هجي اها نه هجي ۽ ان وٽ نر ڳونرو 2 سالن جو هجي ته تحقيق اهو ان کان قبول ڪيو وجي ۽ جي عيوض وڌيڪ ڪجهه واپس نه ڏبو ۽ ٻڪرين جي زڪوٰة هن طرح آهي ته جڏهن چرندڙ ٻڪريون 40 کان 120 تائين هجن ته هڪ ٻڪري ڏيڻ واجب آهي ۽ جڏهن 120 کان وڌيڪ 200 تائين هجن ته انهن ۾ 2 ٻڪريون ڏبيون ۽ جڏهن 200 کان وڌيڪ 300 تائين هجن ته 3 ٻڪريون ڏبيون ۽ جڏهن 300 کان وڌيڪ هجن ته هر هڪ 100 کان هڪ ٻڪري زڪوٰة ۾ ڏجي. جڏهن ڪنهن ماڻهو جون چرندڙ ٻڪريون 40 کان هڪ به گهٽ هجي ته انهن تي زڪوٰة نه آهي مگر جيڪڏهن مالڪ خوشيءَ سان ڏئي ته ڀلي ڏئي ۽ زڪوٰة ۾ پوڙهي ۽ ڪاڻي ٻڪري ۽ نر ٻڪرو نه ڏجن، پر زڪوٰة وٺندڙ (ڪنهن مصلحت هيٺ) وٺي سگهي ٿو. زڪوٰة جي حساب ۾ ٻن ماڻهن جي ([1]) جدا جدا جانورن کي گڏ ڪري زڪوٰة جو حساب ڪرڻ نه گهرجي ۽ نڪي هڪ([2]) ماڻهوءَ جي جانورن کي زڪوٰة جي خوف کان ٻن ماڻهن ۾ ورهائي ٻڌائجن ۽ جيڪو مال ٻن ڀائيوارن ۾ گڏيل هجي (ان جو حساب ڏار ڏار ڪرڻ گهرجي) ته اهي برابر پاڻ ۾ رڪوٰة ورهائين ۽ چانديءَ ۾ چاليهون حصو زڪوٰة ڏيڻ فرض آهي. جيڪڏهن ان وٽ 200 درهم نه هجن مگر فقط 190 درهم هجن ته انهن ۾ ڪجهه به زڪوٰة نه آهي، مگر جيڪڏهن انهن جو مالڪ ازخود ڏئي (ته ڀلي ڏئي) (هن کي بخاري روايت ڪيو آهي)

---

[1] مثلاً 2 ماڻهن ما هر هڪ وٽ 40-40 ٻڪريون جدا جدا آهن، زڪوٰة جو حساب 40 کان 120 ٻڪرين لاءِ فقط هڪڙي ٻڪري مقرر ٿيل آهي. اهي ٻئي حيلو ڪري سيني ٻڪرين کي گڏي هڪ جي ملڪيت ٻڌائين ۽ فقط هڪ ٻڪري زڪوٰة ۾ ڏين ته اها ڳالهه درست نه آهي ڇو ته جڏهن ملڪيت جدا جدا آهي تڏهن هر هڪ کي هڪ هڪ ٻڪري ڏيڻ گهرجي.

[2]- مثلاً ڪنهن ماڻهوءَ وٽ 40 ٻڪريون آهن جن ۾ هڪ ٻڪري زڪوٰة ۾ ڏيڻ ان تي لازم آهي، مگر هو ان کي ڏيڻ کان ٽاڻڻ لاءِ ٻڪرين کي 20-20 ٿاري ٻن ماڻهن جي ملڪيت ٻڌائي ٿو ۽ چوي ٿو ته 20 ٻڪرين تي زڪوٰة نه آهي تنهن ڪري اسان ٻنهي تي زڪوٰة لازم نه آهي، اهڙو حيلو به ڪرڻ نه گهرجي. ڪي ظاهري مسلمان حيلو ڪندا آهن جو زڪوٰة جي پيسن کي هڪ ٿانءَ ۾ وجهي انهن مٿان ان وجهي پيسن کي لڪائي ڪنهن مسڪين کي ڏيندا آهن ۽ مسڪين کي خبر نه هوندي آهي ته هن ۾ ڇا آهي هو فقط ان سمجهي ڪٽندو آهي پوءِ اهي ماڻهو ٻئي ماڻهو کي اشارو ڪندا آهن ته اهو ان وڌيڪ قيمت ڏيئي وٽ ۽ اهي پئسا پنهنجي ڪيسي مان ڏيندا آهن ۽ وري ٿانءَ مان لڪل ڌن پنهنجي ملڪيت ۾ گڏي ڇڏيندا آهن ۽ سمجهندا آهن ته زڪوٰة جو فرض به لهي ويو، پر ياد رکڻ گهرجي ته اهڙا حيلا يهودي ڪندا هئا جن تي خدا تعالىٰ جو غضب ۽ عذاب نازل ٿيو.

(1797) وعن عبد الله بن عمر عن النبي صلى الله عليه وسلم قال : " فيما سقت السماء والعيون أو كان عثريا العشر . وما سقي بالنضح نصف العشر " . رواه البخاري

**عبدالله بن عمر رضي الله عنهما نبي ﷺ کان روايت ڪئي آهي تہ جنهن زمين کي آسمان پاڻي پياري (يعني ان کي باراني ريج ملي) يا واهن تي يا سيلابي ريج تي (آباد ٿئي) ان جي پيدائش مان ڏهون حصو زڪوٰة ڏيڻ واجب آهي ۽ جيڪا زمين کوھ جي پاڻي سان ڪوسن سان پاڻي ڪيي آباد ڪجي، ان ۾ ويهون حصو زڪوٰة آهي.(هن کي بخاري روايت ڪيو آهي)**

(1798) وعن أبي هريرة رضي الله عنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " العجماء جرحها جبار والبشر جبار والمعدن جبار وفي الركاز الخمس "

**ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ جانور کي زخم پهچڻ معاف آهي ۽ کوھ کوٽڻ سبب جيڪڏهن ڪو مري وڃي تہ معاف آهي لڌل مال ۾ پنجون حصو زڪوٰة واجب آهي. (بخاري و مسلم)**

## فصل ٻيون

(1799) عن علي رضي الله عنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " قد عفوت عن الخيل والرقيق فهاتوا صدقة الرقة : من كل أربعين درهما درهم وليس في تسعين ومائة شيء فإذا بلغت مائتين ففيها خمسة دراهم " . رواه الترمذي وأبو داود

وفي رواية لأبي داود عن الحارث عن علي قال زهير أحسبه عن النبي صلى الله عليه وسلم أنه قال : " هاتوا ربع العشر من كل أربعين درهما درهم وليس عليكم شيء حتى تتم مائتي درهم . فإذا كانت مائتي درهم ففيها خمسة دراهم . فما زاد فعلى حساب ذلك . وفي الغنم في كل أربعين شاة شاة إلى عشرين ومائة ز فإن زادت واحدة فشاتان إلى مائتين . فإن زادت فثلاث شياه إلى ثلاثمائة فإذا زادت على ثلاث مائة ففي كل مائة شاة . فإن لم تكن إلا تسع وثلاثون فليس عليك فيها شيء

وفي البقر : في كل ثلاثين تبيع وفي الأربعين مسنة وليس على العوامل شيء "

**حضرت علي رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ تحقيق مون گهوڙن ۽ ٻانهن ۾ زڪوٰة معاف ڪئي آهي ۽ چاندي جي هر هڪ چاليھ درهمن تي هڪ درهم زڪوٰة آهي مگر 190 درهمن تي زڪوٰة نہ آهي. پوءِ جڏهن 200 درهم ٿين تہ انهن مان 5 درهم زڪوٰة ڏجي هن کي ترمذي ۽ ابوداؤد روايت ڪيو آهي ۽ ابوداؤد جي هڪ روايت حارث اعور کان آهي جيڪا حضرت علي رضي الله عنه کان نقل ڪئي اٿس. زهير چوي ٿو تہ آءُ حارث جي باري ۾ گمان ڪريان ٿو، ان حضرت علي رضي الله عنه کان روايت ڪئي تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ چاليهون حصو زڪوٰة ڏيو، يعني هر هڪ چاليھ درهمن مان هڪ درهم ڏيو ۽ جيستائين پورا 200 درهم ٿين تيستائين توهان تي ڪا زڪوٰة نہ آهي ۽ جڏهن 200 درهم ٿين تہ انهن تي 5 درهم زڪوٰة ڏيڻ واجب آهي ۽ جڏهن 200 کان وڌيڪ**

ٿين تہ انھيءَ حساب سان انھن تي زڪوٰة ڏيڻ واجب آھي ۽ ٻڪرين مان ھر ھڪ 40 ٻڪرين تي 120 تائين ھڪ ٻڪري زڪوٰة آھي ۽ جڏھن 120 کان ھڪ وڌيڪ ٿئي تہ 200 تائين ٻہ ٻڪريون زڪوٰة آھي. ۽ جڏھن 200 کان ھڪ وڌيڪ ٿئي تہ 300 تائين 3 ٻڪريون زڪوٰة آھي ۽ جڏھن 300 کان وڌيڪ ھجن تہ ھر ھڪ 100 ۾ ھڪ ٻڪري زڪوٰة آھي، پر جيڪڏھن 39 ٻڪريون ھجن تہ توتي انھن جي باري ۾ ڪجھ بہ زڪوٰة نہ آھي ۽ ڍڳين تي ھر ھڪ([1]) 30 تعداد تي ھڪ سال جو ڦر ڏبو ۽ 40 تي 2 سالن جي ھڪ وھڙي ڏبي. وھو([2]) ڍڳي وغيره تي ڪجھ زڪوٰة نہ آھي.

فائدو: سند ۾ حارث اعور راوي انتهائي ضعيف آھي(مشڪوٰة الباني:566/1)

(1800) وعن معاذ : أن النبي صلى الله عليه وسلم لما وجهه إلى اليمن أمره أن يأخذ من البقرة : من كل ثلاثين تبيعا أو تبيعة ومن كل أربعين مسنة . رواه أبو داود والترمذي والنسائي والدارمي

معاذ ﷺ کان روايت آھي تہ تحقيق نبي ﷺ جن جڏھن انکي يمن ڏانھن عملدار ڪري موڪليو تڏھن انکي حڪم ڪيائين تہ ھر ھڪ 30 ڍڳين تي ھڪ گابو سال جو يا ھڪ گابي ھڪ سال جي (زڪوات ۾) وٺي ۽ 40 ڍڳين ۾ ھڪ وھڙي 2 سالن جي وٺي (ابوداؤد، ترمذي، نسائي ۽ دارمي)

(1801) وعن أنس قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " المعتدي في الصدقة كمانعها " . رواه أبو داود والترمذي

انس ﷺ کان روايت آھي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايوتہ زڪوٰة وٺڻ ۾ حد کان لنگھندڙ (گناھ ۾) منڪر زڪوٰة وانگر آھي. (ھن کي ابوداؤد ۽ ترمذي روايت ڪيو آھي)

(1802) وعن أبي سعيد الخدري أن النبي صلى الله عليه وسلم قال : " ليس في حب ولا تمر صدقة حتى يبلغ خمسة أوسق " . رواه النسائي

ابو سعيد خدري ﷺ کان روايت آھي تہ تحقيق نبي ﷺ جن فرمايو تہ ان ۽ ڪجور ۾ تيستائين زڪوٰة نہ آھي، جيستائين انھن جو تعداد پنجن و سقن تائين پھچي. (ھن کي نسائي روايت ڪيو آھي)

(1803) وعن موسى بن طلحة قال : عندنا كتاب معاذ بن جبل عن النبي صلى الله عليه وسلم أنه قال : إنما أمره أن يأخذ الصدقة من الحنطة والشعير والزبيب والتمر . مرسل رواه في شرح السنة

۽ موسٰي بن طلحہ کان روايت آھي تہ اسان وٽ معاذ بن جبل ﷺ جو خط آھي جيڪو نبي، جن کان نقل ڪيو اٿس، معاذ چوي ٿو تہ انکي رسول الله ﷺ حڪم ڪيو تہ ([3]) ڪڻڪ،

[1]- معلوم ھجي تہ ڍڳين، ٻڪرين، رڍن ۽مينھن ۾ مادي يا نر ڏيڻ ۾ ھڪ جھڙو حڪم آھي مگر انين ۾ مادي ڏي.

[2]- ڪم ڪندڙ ھي جانور آھن: 1- ڍڳا، 2- اٺ، اگرچہ نصاب جيترا ھجن تڏھن بہ مٿن زڪوٰت نہ آھي. امام مالڪ ﷺ چوي ٿو تہ ڪم ڪندڙ جانورن تي زڪوٰة آھي پر ھي حديث مٿس حجت جئبي.

[3]- ھن حديث ۾ فقط 4 شيون بيان ٿيل آھن، ابن ماجہ عبدالله بن عمر ﷺ کان پنجين شيءِ جوار بہ بيان ڪئي آھي، پڻ ٻاجھري، چانور پر ترڪارين ۽ ٻين ميوات وغيره تي زڪوٰة نہ آھي پوءِ مٿي بيان ڪيل شين تي بن زڪوٰة تڏھن واجب ٿيندي جڏھن مقرر ڪيل نصاب 5 وسق يا ان کان وڌيڪ ھونديون.

**جو، انگور ۽ ڪجور تي زڪوٰة آهي. (هيءَ حديث مرسل آهي، جنهن کي شرح السنه روايت ڪيو.)**

(1804) وعن عتاب بن أسيد أن النبي صلى الله عليه وسلم قال في زكاة الكروم : " إنها تخرص كما تخرص النخل ثم تؤدى زكاته زبيبا كما تؤدى زكاة النخل تمرا " . رواه الترمذي وأبو داود

**عتاب بن اسيد ﷺ کان روايت آهي تہ نبيﷺ جن انگورن جي زڪوٰة جي باري ۾ فرمايو تہ انگورن جو اندازو اهڙيءَ طرح ڪيو وڃي جهڙيءَ طرح ڪجورن جو اندازو ڪبو آهي. پوءِ ان جي زڪوٰة ان حالت ۾ ڏجي، جڏهن خشڪ ٿين جيئن ڪجور جي زڪوٰة ان حالت ۾ ڏبي آهي جڏهن خشڪ ٿيندي آهي. (هن کي ترمذي ۽ ابوداؤد روايت ڪيو آهي)**

(1805) وعن سهل بن أبي حثمة حدث أن رسول الله صلى الله عليه وسلم كان يقول : " إذا خرصتم فخذوا ودعوا الثلث فإن لم تدعوا الثلث فدعوا الربع " . رواه الترمذي وأبو داود والنسائي

**سهل بن ابي حثمه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمائيندا هئا تہ جڏهن (زڪوٰة وٺڻ لاءِ ڪنهن شيءِ جو) تخمينو ڪريو تڏهن ان مان ٽيون حصو ڇڏي باقي ٻن حصن جي زڪوٰة وٺو. جيڪڏهن ٽيون حصو نٿا ڇڏيو تہ چوٿون حصو ڇڏيو. (هن کي ترمذي، ابوداؤد ۽ نسائي روايت ڪيو آهي)** ([1])

(1806) وعن عائشة قالت : كان النبي صلى الله عليه وسلم يبعث عبد الله ابن رواحة إلى يهود فيخرص النخل حين يطيب قبل أن يؤكل منه . رواه أبو داود

**ام المؤمنين عائشة رضي الله عنها کان روايت آهي تہ نبي ﷺ عبدالله بن رواحه ﷺ کي (خيبر جي) يهودين ڏانهن ملڪليندو هو. پاڻ ڪجو جي کائڻ لائق ٿيڻ کان اڳ جڏهن منجهن ميناج ظاهر ٿيندو هو، ان وقت (زڪوٰة وٺڻ لاءِ) تخمينو ڪندو هو. (هن کي ابوداؤد روايت ڪيو آهي)** ([2])

(1807) وعن ابن عمر قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم في العمل : " في كل عشرة أزق زق " . رواه الترمذي وقال : في إسناده مقال ولا يصح عن النبي صلى الله عليه وسلم في هذا الباب كثير شيء

**عبدالله بن عمر ﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن ماکيءَ جي زڪوٰة جي باري ۾ فرمايو تہ ڏهن ڪپن مان هڪ ڪپو وٺجي ( هن کي ترمذي روايت ڪيو ۽ چيائين تہ انهيءَ**

[1]- امام شافعي چوي ٿو تہ انهي جي هيءَ معنٰي بہ ٿي سگهي ٿي تہ زڪوٰة هڪ ڀاڱي ٿي حصا يا هڪ ڀاڱي چار حصا مالڪ وٽ ڇڏجي تہ پلي هو بہ ڪن فقيرن کي خيرات ڏئي. باقي زڪوٰة بيت المال ۾ جمع ڪرائڻ گهرجي.

[2]- هن حديث جي سند ۾ صدقة بن سمي راوي ضعيف آهي. هن باري ۾ ٻيون روايتون بہ ضعيف آهن.

روايت جي سند ۾ گفتگو آهي ۽ نبي ﷺ کان ان بابت جيڪي روايتون بيان ٿيل آهن، اهي اڪثر صحيح نہ آهن)

(1808) وعن زينب امرأة عبد الله قالت : خطبنا رسول الله صلى الله عليه وسلم فقال : " يا معشر النساء تصدقن ولو من حليكن فإنكن أكثر أهل جهنم يوم القيامة " . رواه الترمذي

**زينب زال عبدالله بن مسعود ؓ کان روايت آهي تہ اسانکي رسول الله ﷺ جن خطبو ڏيندي فرمايو تہ اي عورتن جي جماعت! اوهين زڪوٰة ڏيو، جيتوڻيڪ اوهان وٽ ٻيو مال نہ آهي ۽ فقط زيور آهن تہ انهن جي بہ زڪوٰة ڏيو ڇاڪاڻ تہ قيامت جي ڏينهن دوزخين مان اڪثر توهان عورتون هونديون. (هن کي ترمذي روايت ڪيو آهي)**

(1809) وعن عمرو بن شعيب عن أبيه عن جده : أن امرأتين أتتا رسول الله صلى الله عليه وسلم وفي أيديهما سواران من ذهب فقال لهما : " تؤديان زكاته ؟ " قالتا : لا . فقال لهما رسول الله صلى الله عليه وسلم : " أتحبان أن يسوركما الله بسوارين من نار ؟ " قالتا : لا . قال : " فأديا زكاته " رواه الترمذي وقال : هذا حديث قد رواه المثنى بن الصباح عن عمرو بن شعيب نحو هذا والمثنى بن الصباح وابن لهيعة يضعفان في الحديث ولا يصح في هذا الباب عن النبي صلى الله عليه وسلم شيء

**عمرو بن شعيب پنهنجي پيءُ کان ۽ ان پنهنجي ڏاڏي کان روايت ڪئي آهي تہ رسول الله جن وٽ بہ عورتون آيون، انهن جي ٻانهن ۾ بہ سونا ڪنگڻ پيل هئا. رسول الله ﷺ جن ٻنهي کي فرمايو تہ ڇا اوهين انهن جي زڪوٰة ڏينديون آهيو؟ انهن ٻنهي چيو تہ نہ! انهن ٻنهي کي رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ ڇا اوهين هن ڳالھ کي پسندڪريو ٿيون تہ الله تعالىٰ اوهان کي بہ باھ جا ڪنگڻ وجهي؟ ٻنهي چيو تہ نہ! رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ پوءِ انهن جي زڪوٰة ڏيو.( هن کي ترمذي روايت ڪيو آهي ۽ چيائين تہ رحقيق هيءَ حديث ساڳيءَ طرح مثنٰي بن صباح عمرو بن شعيب کان روايت ڪئي آهي ۽ مثنٰي ابن صباح ۽ ابن لهيعہ حديث ۾ ضعيف شمار ڪيا وڃن ٿا ۽ انهيءَ باري ۾ نبي ﷺ کان ڪا صحيح روايت نہ آهي) ([1])**

(1810) وعن أم سلمة قالت : كنت ألبس أوضاحا من ذهب فقلت : يا رسول الله أكنز هو ؟ فقال : " ما بلغ أن يؤدى زكاته فزكي فليس بكنز " . رواه مالك وأبو داود

**ام المؤمنين ام سلمه رضي الله عنها کان روايت آهي تہ آئون سونو پازيب پائيندي هيس. مون چيو تہ الله جا رسول! ڇا هيءُ زيور بہ ڪنز (شمار) آهي ڇا؟ رسول الله ﷺ جن فرمايو**

[1]- ابوداؤد انهي باري ۾ صحيح سند سان روايت بيان ڪئي آهي. امام منذري فرمائي ٿو تہ ابوداؤد جي روايت ۾ ڪابہ گفتگو نہ آهي. ترمذي جو چوڻ تہ رسول الله ﷺ کان انهيءَ باري ۾ ڪا صحيح حديث ثابت نہ آهي، شايد ان جو مطلب هي آهي تہ جيڪي سندون ترمذي روايت ڪيون آهن، اهي ضعيف آهن. ابوداؤد سند انهي کان الگ سمجهڻ گهرجي. ابن قطان بہ ابوداؤد جي روايت کي صحيح چيو آهي تنهن ڪري زيورن جي زڪوٰة ضرور ڏجي. ٽئي امام يعني شافعي مال ۽ احمد پاڻ جي زيورن ۾ زڪوٰة جا قائل نہ آهن.

**تہ جيڪو بہ زيور انهيءَ حد کي پهچي جو انجي زڪوٰة ڏجي پوءِ ان جي زڪوٰة ڏني ويئي تہ اهو ڪنز (۾ شمار) نہ آهي. (هن کي مالڪ ۽ ابوداؤد روايت ڪيو آهي)** ([1])

(1811) وعن سمرة بن جندب : أن رسول الله صلى الله عليه وسلم كان يأمرنا أن نخرج الصدقة من الذي نعد للبيع . رواه أبو داود

**سمره بن جندب ﷺ کان روايت آهي تہ تحقيق رسول الله ﷺ جن اسان کي حڪم ڪندا هئا تہ جيڪا شيءِ اسين وڪڻڻ لاءِ تيار ڪريون ان جي زڪوٰة ڪيون. (هن ابوداؤد روايت ڪيو آهي.)** ([2])

(1812) وعن ربيعة بن أبي عبد الرحمن عن غير واحد : أن رسول الله صلى الله عليه وسلم أقطع لبلال بن الحارث المزني معادن القبلية وهي من ناحية الفرع فتلك المعادن لا تؤخذ منها إلا الزكاة إلى اليوم . رواه أبو داود

**ربيعہ بن ابي عبدالرحمن هڪ کان وڌيڪ صحابيءَ کان روايت ڪئي آهي تہ رسول الله ﷺ جن بلال پٽ حارث مزني کي قبلية جون کاڻيون جاگير ۾ عطا ڪيون هيون، جيڪي فرع جي مضافات ۾ آهن، انهن کاڻين تان اڄ ڏينهن تائين صرف زڪوٰة ورتي ويندي آهي. (هن کي ابوداؤد روايت ڪيو آهي.)**

## فصل ٽيون

(1813) عن علي أن النبي صلى الله عليه وسلم قال : " ليس في الخضراوات صدقة ولا في العرايا صدقة ولا في أقل من خمسة أوسق صدقة ولا في العوامل صدقة ولا في الجبهة صدقة " . قال الصقر : الجبهة الخيل والبغال والعبيد . رواه الدارقطني

**علي ﷺ کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ ڀاڄين ۾ زڪوٰة نہ آهي ۽ نڪي اڌارن وڻن ۾ زڪوٰة آهي ۽ نڪي پنجن وسقن کان گهٽ ۾ زڪوٰة آهي نڪي ڪم ڪندڙ جانورن ۾ زڪوٰة آهي نہ جبهة ۾ زڪوٰة آهي. صقر راوي چوي ٿو تہ جبهة مان مراد گهوڙا، خچر ۽ غلام آهن. ( هن کي دارقطني روايت ڪيو آهي)** ([3])

---

[1]- هن حديث ۾ گذريل پهرين حديثن مان امام ابو حنيفه ؒ زيورن جي زڪوٰة بابت دليل ورتو آهي. 3 امام ۽ ٻيا علماء زيورن جي زڪوٰة کي واجب نہ ٿا چون ۽ اهي هنن حديثن کي ضعيف چون ٿا.

[2]- ابن حجر تلخيص ۾ لکيو آهي تہ هن حديث جي اسناد مجهول آهي ۽ اهڙي حديث مان حجت وٺي نٿي سگهجي اهل حديث چون ٿا تہ رسول الله ﷺ جن جي زماني ۾ واپار هلندڙ هو پر پاڻ واپار جي مال مان زڪوٰة نہ وٺندا هئا.

[3]- هي حديث بہ تاڪيد ٿي ڪري تہ ترڪارين ۾ ۽ 5 وسقن کان گهٽ اناج گهوڙن ۾ زڪوٰة ڪانهي ۽ حنفين تي هيءَ حديث بہ حجت آهي.

**(1814) وعن طاوس أن معاذ بن جبل أتي بوقص البقر فقال : لم يأمرني فيه النبي صلى الله عليه وسلم بشيء . رواه الدارقطني والشافعي وقال : الوقص ما لم يبلغ الفريضة**

**طائوس کان روایت آهي تہ تحقيق معاذ بن جبل ﷛ وٽ ڍڳين جو ڏڻ آندو ويو، پوءِ چيائين تہ نبي ﷺ جن انهيءَ ڏڻ بابت مون کي ڪجھ ونڻ جو حڪم نہ ڪيو آهي. (هن کي دار قطني ۽ شافعي روایت ڪيو آهي ۽ شافعي چيو آهي تہ اهو ڏڻ مراد آهي، جيڪو زڪوٰة جي فرضيت جي حد کي نہ پهتو آهي)**

## باب صدقة الفطر صدقہ فطره جو بيان

## فصل پهريون

(1815) عن ابن عمر قال : فرض رسول الله صلى الله عليه وسلم زكاة الفطر صاعا من تمر أو صاعا من شعير على العبد والحر والذكر والأنثى والصغير والكبير من المسلمين وأمر بها أن تؤدى قبل خروج الناس إلى الصلاة

**ابن عمر ﷛ کان روایت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فطري جي خيرات هڪ صاع (يعني سوا 3 سير) ڪجور يا جوَ،[1] هر مسلمان غلام تي آزاد تي مرد تي ۽ عورت تي ۽ ننڍي وڏي تي فرض ڪئي آهي[2] ۽ حڪم فرمايائون تہ عيد نماز تي نڪرڻ کان اڳ ادا ڪجي. (هن کي بخاري ۽ مسلم روایت ڪيو آهي)**

(1816) وعن أبي سعيد الخدري قال : كنا نخرج زكاة الفطر صاعا من طعام أو صاعا من شعير أو صاعا من تمر أو صاعا من أقط أو صاعا من زبيب

**ابو سعيد خدري ﷛ کان روایت آهي تہ اسين فطري جي خيرات طعام مان هڪ صاع، يا جون مان هڪ صاع، يا ڪجور مان هڪ صاع، يا پنير مان هڪ صاع، يا سڪل انگورن مان هڪ صاع ڪيندا هئا سون.(بخاري و مسلم)**

---

[1]- عيد جي خيرات يعني فطرو جمهور علماء وٽ هن حديث موجب فرض آهي. امام ابوحنيفه چوي ٿو تہ واجب آهي. اهل حديث وٽ هر ڪنهن قسم جي ڪجور يا ان مان هڪ صاع يعني ٽويو حجازي عرب جي ماڻ وارو، جنهن جو وزن ساڍا پنج رتل آهي، امام ابوحنيفه وٽ ڪڻڪ جو اڌ صاع ڏيڻ بہ ڪافي آهي. هڪ صاع يعني ٽويہ جو اندازو انگريزي تور مطابق تقريبًا اڍائي سير وزن ٿيندو.

[2]- طيبي چوي ٿو تہ نماز کان اڳ فطرو ادا ڪرڻ مستحب آهي ۽ جمهور علماء وٽ سج لهڻ تائين فطرو ڏيڻ جائز آهي پر عيد جي ڏينهن کان پوءِ دير ڪرڻ امام مالڪ ۽ شافعي رحمه الله وٽ جائز نہ آهي. امام احمدر ﷫ فرمائي ٿو تہ اميد آهي تہ عيد کان پوءِ دير ڪرڻ ۾ بہ گناهہ نہ هجي. ابوداؤد جي هڪ حديث ۾ آيل آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو تہ عيد نماز کان اڳ جيڪا خيرات ڪجي ٿي، انکي فطري جو صدقو چئبو ۽ نماز کان پوءِ جيڪا خيرات ڪجي ٿي سا فطري جي صدقہ ۾ داخل نہ آهي، باقي ٻي خيرات ۾ داخل آهي.

## فصل ٻيو

(1817)

(1818) عن ابن عباس قال : في آخر رمضان أخرجوا صدقة صومكم . فرض رسول الله صلى الله عليه وسلم هذه الصدقة صاعا من تمر أو شعير أو نصف صاع من قمح على كل حر أو مملوك ذكر أو أنثى صغير أو كبير . رواه أبو داود والنسائي

**ابن عباس رضي الله عنهما كان روايت آهي تهان رمضان مهيني جي پڇاڙيءَ ۾ چيو ته پنهنجي روزي جي خيرات ڪيو. رسول الله ﷺ جن اها خيرات ڪجور يا جون مان هڪ صاع،يا ڪڻڪ جو اڌ صاع هر هڪ جي يا غلام، مرد يا عورت، ننڍي يا وڏي تي فرض ڪئي آهي. (هن کي ابوداؤد ۽ نسائي روايت ڪيو آهي)**[1]

**فائدو: سند ۾ حسن جو ابن عباس کان سماع ثابت نه آهي ڇاڪاڻ ته جنهن زماني ۾ ابن عباس رضي الله بصره ۾ هو انهيءَ زماني ۾ راوي حسن مديني ۾ هو. جيڪڏهن تسليم به ڪجي ته سندس سماع ثابت آهي تڏهن به اها حديث پاڻ ابن عباس کان نه ٻڌي اٿس يعني حديث مرسل آهي ۽ مرسل حديث حجت نه آهي. (مرعاة:4-101/5)**

(1819) وعن ابن عباس قال : فرض رسول الله صلى الله عليه وسلم زكاة الفطر طهر الصيام من اللغو والرفث وطعمة للمساكين . رواه أبو داود

**ابن عباس رضي الله عنهما كان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن بيهودي ڳالهه ۽ بڇڙي ڪلام کان روزي کي پاڪ ڪرڻ لاءِ مسڪينن کي کارائڻ لاءِ صدقہ فطر فرض ڪيو آهي. (ابوداؤد)**

## فصل ٽيون

(1820) عن عمرو بن شعيب عن أبيه عن جده أن النبي صلى الله عليه وسلم بعث مناديا في فجاج مكة : " ألا إن صدقة الفطر واجبة على كل مسلم ذكر أو أنثى حر أو عبد صغير أو كبير مدان من قمح أو سواه أو صاع من طعام " . رواه الترمذي

**عمرو بن شعيب پنهنجي پيءُ کان ۽ ان پنهنجي ڏاڏي کان روايت ڪئي آهي ته تحقيق نبي ﷺ مڪي جي گهٽين ۾ پڙهو ڏيندڙ هڪ ماڻهو موڪليو ته ٻڌو! هر مسلمان مرد، عورت، آزاد، ٻانهي، ننڍي وڏي تي 2 سير ڪڻڪ يا ان کان سواءِ ٻي شيءِ (جو،ڪجور وغيره) مان کاڌي جو هڪ صاع واجب آهي. (هن کي ترمذي روايت ڪيو آهي.)**

---

[1]- هن حديث مان هي دليل ملي ٿو ته صدقہ فطر مالدار خواه مفلس ٻنهي تي واجب آهي، نصاب جو مالڪ هجي يا نه، پر جنهن وٽ هڪ ڏينهن ۽ رات جو به قوت نه آهي ته ان تي فرض نه آهي. امام شافعي ۽ اهل حديث جو اهو قول آهي، امام ابوحنيفه وٽ صدقہ فطر نصاب جي مالڪ تي واجب آهي، مسڪين نه آهي.

**فائدو: سند ۾ راوي ابن جريج جو عمرو بن شعيب راويءَ کان سماع ثابت نہ آهي. پڻ لفظ "صاع" کان اڳ "او" لکندڙن جي خطا آهي چاڪاڻ تہ ترمذي جي ڪنهن نسخي ۾ اهو لفظ موجود نہ آهي.** (**مرعاة**:103/5-4)

(1821) وعن عبد الله بن ثعلبة أو ثعلبة بن عبد الله بن أبي صعير عن أبيه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " صاع من بر أو قمح عن كل اثنين صغير أو كبير حر أو عبد ذكر أو أنثى . أما غنيكم فيزكيه الله . وأما فقيركم فيرد عليه أكثر ما أعطاه " . رواه أبو داود

**عبدالله بن ثعلبه يا ثعلبه بن عبدالله بن ابو صغير پنهنجي پيءُ کان روايت ڪئي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ (صدقہ فطر) ننڍي يا وڏي، آزاد يا ٻانهي، مرد يا عورت هر جوڙي تي هڪ ٽويو ڪڻڪ واجب آهي. جيڪڏهن اوهان مان ڪو شاهوڪار هوندو تہ الله تعالىٰ ان کي پاڪ ڪندو ۽ جيڪڏهن توهان مان ڪو مسڪين هوندو تہ الله تعالىٰ ان کي ان کان وڌيڪ عطا ڪندو، جيڪو ان ڏنو آهي. (هن کي ابوداؤد روايت ڪيو آهي)**([1])

## فصل ٻيون

(1822) عن أنس قال : مر النبي صلى الله عليه وسلم الله عليه وسلم بتمرة في الطريق فقال : " لولا أني أخاف أن تكون من الصدقة لأكلتها "

**انس ؓ کان روايت آهي تہ رستي ۾ هڪ کجي پيئي هئي، جتان نبي ﷺ جن گذريا. فرمايائون تہ جيڪڏهن مون کي خوف نہ هجي ها تہ متان صدقہ جي هجي تہ جيڪر ضرور کڻي کاوان ها**([2]) **(هن کي بخاري و مسلم روايت ڪيو آهي)**

(1823) وعن أبي هريرة قال : أخذ الحسن بن علي تمرة من تمر الصدقة فجعلها في فيه فقال النبي صلى الله عليه وسلم : " كخ كخ " ليطرحها ثم قال : " أما شعرت أنا لا نأكل الصدقة ؟ "

**ابو هريره ؓ کان روايت آهي تہ حسن بن علي رضي الله عنهما صدقہ جي کجور مان هڪ کجي کڻي ورتي، پوءِ پنهنجي وات ۾ وڌائين. نبي ﷺ جن ان کي فرمايو تہ ٿڪي ڪرِ ٿڪي ڪرِ. تان تہ ان کي (وات کان ٻاهر) اڇلائي ڇڏي. پوءِ فرمايائون تہ توکي خبر نہ آهي تہ تحقيق پاڻ بني هاشمي ۽ بنو عبدالمطلب صدقو نہ کائيندا آهيون. (بخاري و مسلم)** ([3])

[1]- هن روايت کي ابوداؤد حسن چيو آهي ۽ ابن مغير انهي کي ضعيف چيو آهي.

[2]- هن مان معلوم ٿئي ٿو تہ ڪا حقير شيءِ واٽ ۾ ڪري پوي جنهن جي ڪرڻ جو مالڪ کي غم هجي تہ ان کي کڻڻ يا کائڻ درست آهي.

[3]- هن حديث مان معلوم ٿئي ٿو تہ جيڪا شيءِ وڏي لاءِ کائڻ حرام آهي، ان کائڻ کان ننڍي کي بہ روڪڻ گهرجي. هن مان هي بہ ثابت ٿيو تہ هاشمي ۽ بنو عبدالمطلب قريشين کي زڪوٰة وٺڻ ناجائز آهي، چاڪاڻ تہ اهي پلاري ذات مان آهن ۽ زڪوٰة ماڻهن جي مال جي مير آهي. جيڪا شريف النسب کي کائڻ روا نہ آهي.

(1824) وعن عبد المطلب بن ربيعة قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " إن هذه الصدقات إنما هي أوساخ الناس وإنها لا تحل لمحمد ولا لآل محمد " . رواه مسلم

**عبدالمطلب بن ربيعہ کان روايت آهي تہ رسول الله جن فرمايو تہ تحقيق هي صدقات ماڻهن جي مَرُ ۽ گندگي آهي ۽ اها محمد ۽ آل محمد ﷺ لاءِ حلال نہ آهي. ( هن کي مسلم روايت ڪيو آهي)**

(1825) وعن أبي هريرة قال : كان رسول الله صلى الله عليه وسلم إذا أتي بطعام سأل عنه : " أهدية أم صدقة ؟ " فإن قيل : صدقة : قال لأصحابه : " كلوا " ولم يأكل وإن قيل : هدية ضرب بيده فأكل معهم

**ابو هريره کان روايت آهي تہ جيڪڏهن ﷺ جن وٽ طعام آندو ويندو هو، تہ (پهريائين پاڻ) پڇندا هئا تہ هي هديو([1]) آهي يا صدقو؟ پوءِ جيڪڏهن چيو ويندو هو تہ صدقو آهي تہ پنهنجي اصحابن کي چوندا هئا تہ توهان کائو ۽ پاڻ نہ کائيندا هئا ۽ جيڪڏهن چيو ويندو هو تہ هي طعام هديو آهي تہ پنهنجو هٿ ڊگهو ڪري پنهنجي اصحابن سان گڏ کائيندا هئا.( هن کي بخاري ۽ مسلم روايت ڪيو آهي)**

(1826) وعن عائشة رضي الله عنها قالت : كان في بريرة ثلاث سنن : إحدى السنن أنها عتقت فخيرت في زوجها وقال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " الولاء لمن أعتق " . ودخل رسول الله صلى الله عليه وسلم والبرمة تفور بلحم فقرب إليه خبز وأدم من أدم البيت فقال : " ألم أر برمة فيها لحم ؟ " قالوا : بلى ولكن ذلك لحم تصدق به على بريرة وأنت لا تأكل الصدقة قال : " هو عليها صدقة ولنا هدية "

**ام المؤمنين عائشة رضي الله عنها کان روايت آهي تہ (سندس آزاد ڪيل ٻانهيءَ) بريره جي باري ۾ ٽي حڪم هئا: پهريون حڪم هي هو تہ اها جڏهن آزاد ٿي تڏهن پنهنجي مڙس وٽ (رهڻ يا نہ رهڻ) بابت ڪيس اختيار ڏنو ويو ۽ رسول الله ﷺ جن فرمايو آهي تہ آزاد ڪيل ماڻهو جي ورثي جو حقدار اهو ئي آهي، جيڪو ان کي آزاد ڪري ۽ رسول الله ﷺ جن (هڪ 0ڀيري پنهنجي گهر) آيا، جڏهن گوشت جو ديڳڙو ٽهڪي رهيو هو، پوءِ رسول الله ﷺ جن لاءِ ڪاڏو ۽ گهر جي سانڍاڻن مان ڪجهہ سانڍاڻو آندو ويو. رسول الله ﷺ فرمايو تہ ڇا مون ديڳڙو نہ ڏٺو جنهن ۾ گوشت پچي رهيو هو. گهر وارن چيو تہ برابر ديڳڙيءَ ۾ گوشت آهي، پر اهوصدقہ طور بريره کي مليل آهي ۽ اوهين صدقو نہ کائيندا آهيو. فرمايائون تہ اهو گوشت بريره لاءِ صدقو ۽ اسان لاءِ هديو آهي.(بخاري و مسلم)**

---

[1]- صدقو هي آهي تہ مسڪين کي ڏجي ۽ آخرت جو ثواب طلب ڪجي. ان ۾ ڏيندڙ جي عزت معلوم ٿئي ٿي، انهي ڪري پيغمبر ﷺ تي خدا تعالیٰ ماڻهن کان صدقو وٺڻ حرام فرمايو آهي. هديه ۾ وٺندڙ جي عزت ۽ شان آهي، انهي ڪري پيغمبر ﷺ هديه پاڻ لاءِ قبول ڪيو آهي ۽ خيرات وٺڻ کان پاڻ کي روڪيو ۽ هديه جو عيوض بہ گهڻو ڪري ڏيندا هئا.

(1827)

وعن عائشة رضي الله عنها قالت : كان رسول الله صلى الله عليه وسلم يقبل الهدية ويثيب عليها .

رواه البخاري

**ام المؤمنين عائشه رضي الله عنها کان روايت آهي تہ تحقيق رسول الله ﷺ جن هديو قبول ڪندا هئا ۽ ان جي عيوض پاڻ بہ هديو ڏيندا هئا. (هن ڪي بخاري روايت ڪيو آهي)**

(1828) وعن أبي هريرة رضي الله عنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " لو دعيت إلى كراع لأجبت ولو أهدي إلي ذراع لقبلت " . رواه البخاري

**ابوهريره ؓ کان روايت آهي تہ رسول الله جن فرمايو تہ جيڪڏهن مون کي جانور جي پائي جي دعوت ڏني وڃي تڏهن بہ هوند آئون ضرور قبول ڪندس ۽ جيڪڏهن مون کي هديہ ۾ دستي موڪلي وڃي تہ بہ آءُ ضرور قبول ڪندس.( هن ڪي بخاري روايت ڪيو آهي)**

(1829) وعن أبي هريرة رضي الله عنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " ليس المسكين الذي يطوف على الناس ترده اللقمة واللقمتان والتمرة والتمرتان ولكن المسكين الذي لا يجد غنى يغنيه ولا يفطن به فيتصدق عليه ولا يقوم فيسأل الناس "

**ابوهريره ؓ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ اهو مسڪين اهو نہ آهي جيڪو ماڻهن وٽ پنڻ لاءِ چڪر هڻندو وتي ٿي ۽ ماڻهو ان کي هڪ يا ٻہ گرهہ ۽ هڪ يا ٻہ ڪجيون ڏين ٿا، پر مسڪين اهو آهي جيڪو پاڻ وٽ ايترو مال نٿو لهي جيڪو ان کي بيپرواه ڪري ۽ ان جي باري ۾ معلوم ٿي سگهي تہ حاجتمند آهي، جنهن ڪري ان کي صدقو ڏنو وڃي ۽ ماڻهن جي اڳيان هٿ ٽنگي سوال نہ ڪري.(بخاري و مسلم)**

## فصل ٻيو

(1830) عن أبي رافع أن رسول الله صلى الله عليه وسلم بعث رجلا من بني مخزوم على الصدقة فقال لأبي رافع : اصحبني كيما تصيب منها . فقال : لا حتى آتي رسول الله صلى الله عليه وسلم فأسأله . فانطلق إلى النبي صلى الله عليه وسلم فسأله فقال : " إن الصدقة لا تحل لنا وإن موالي القوم من أنفسهم " . رواه الترمذي وأبو داود والنسائي

**(رسول الله ﷺ جي آزاد ڪيل ٻانهي) ابو رافع ؓ کان روايت آهي تہ تحقيق رسول الله ﷺ جن بني مخزوم قبيلہ مان هڪ ماڻهو کي زڪوٰة وصول ڪرڻ لاءِ موڪليو. پوءِ ان ابو رافع کي چيو تہ مون سان گڏ هل تان تہ توکي بہ ان مان اجورو ملي. ابو رافع چيس تہ جيستائين رسول الله ﷺ جن کان انهيءَ باري ۾ نہ پڇندس تيستائين**

**توسان گڏ نہ ھلندس. پوءِ اھو نبي ﷺ جن وٽ ويو (۽ ان بابت) پڇيائين رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ اسان لاءِ صدقو[1] حلال نہ آھي ۽ آزاد ٿيل ٻانھو انھيءَ قوم مان شمار ڪيو ويندو، جنھن ان کي آزاد ڪيو. (ھن کي ترمذي، ابوداؤد ۽ نسائي روايت آھي)**

(1831) وعن عبد الله بن عمرو قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " لا تحل الصدقة لغني ولا لذي مرة سوي " . رواه الترمذي وأبو داود والدارمي

**عبدالله بن عمرو رضي الله عنهما کان روايت آھي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ آسودي[2] ۽ چڱي ڀلي طاقتور شخص لاءِ زڪوٰة وٺڻ حلال نہ آھي. (ھن کي ترمذي ۽ ابو داؤد ۽ دارمي روايت ڪيو آھي. احمد نسائي ۽ ابن ماجہ اھا حديث ابوھريره رضي الله عنه کان روايت ڪئي آھي.)**

(1832) وعن عبيد الله بن عدي بن الخيار قال : أخبرني رجلان أنهما أتيا النبي صلى الله عليه وسلم وهو في حجة الوداع وهو يقسم الصدقة فسألاه منها فرفع فينا النظر وخفضه فرآنا جلدين فقال : " إن شئتما أعطيتكما ولا حظ فيها لغني ولا لقوي مكتسب " . رواه أبو داود والنسائي

**عبيدالله بن عدي بن خيار کان روايت آھي تہ مون کي ٻن شخصن خبر ڏني تہ اھي نبي ﷺ جن وٽ " حجة الوداع " ۾ آيا. ان وقت پاڻ صدقو ورھائي رھيا ھئا. انھن پاڻ ڪريمن کان ان مال مان ڪجھ گھريو. پوءِ رسول الله نگاھ کڻي اسان ڏانھن نھاريو ۽ وري نظر ھيٺ ڪيائون. پوءِ اسان ٻنھي کي طاقتور، صحتمند ڏٺائون، تنھنڪري چيائون تہ جيڪڏھن اوھان چاھيو ٿا تہ توھان کي مال ڏيان ٿو، پر صدقي جي مال ۾ نہ آسودي لاءِ ڪو حصو آھي ۽ نڪي ان شخص لاءِ ڀاڱو آھي، جيڪو ڪمائڻ جي طاقت رکي ٿو. (ھن کي ابوداؤد ۽ نسائي روايت ڪيو آھي)**

(1833) وعن عطاء بن يسار مرسلا قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " لا تحل الصدقة لغني إلا لخمسة : لغاز في سبيل الله أو لعامل عليها أو لغارم أو لرجل اشتراها بماله

---

[1]- ھن مان معلوم ٿيو تہ بني ھاشم ۽ بني عبدالمطلب جي عالمن، خواہ آزاد شخصن تي زڪوٰة جو مال وٺڻ درست نہ آھي.

[2]- آسودو ڪنھن کي چئجي؟ امام ابو حنيفه رحمه الله وٽ غني اھو آھي جنھن وٽ نصاب زڪوٰة جيتري ملڪيت آھي. امام مالڪ رحمه الله جو مشھور مذھب ھي آھي تہ جنھن وٽ 40 درھم ھجن اھو غني آھي، ان کي زڪوٰة وٺڻ جائز نہ آھي ۽ امام شافعي وٽ غني اھو آھي جنھن جو گذران خير خيرات ۽ سوال تي ملڻ کان سواءِ ٿي سگھي ٿو اھڙي کي زڪوٰة جائز نہ آھي. امام احمد رحمه الله وٽ جنھن ماڻھو وٽ 50 درھم آھن ان لاءِ زڪوٰة وٺڻ جائز نہ آھي. امام احمد رحمه الله چوي ٿو تہ جيڪو ماڻھو ڪسب ڪري سگھي ٿو ان کي زڪوٰة وٺڻ جائز نہ آھي. جنھن جا عضوا صحيح سالم ھجن ۽ ايترو ڪمائي سگھي ٿو جيڪو ڪيس ۽ سندس اولاد لاءِ ڪافي آھي تہ اھڙي ماڻھو کي بہ سوال ڪرڻ حرام آھي مگر حنفي چون ٿا تہ جيڪو نصاب جو مالڪ نہ ھجي تہ ڏتي مٿي ماڻھو کي بہ زڪوٰة ڏيڻ جائز آھي ۽ ھن حديث کي اھي منسوخ چون ٿا مگر نسخ گمان ۽ فقط چوڻ سان ثابت ٿي نہ سگھندو ترمذي ھن حديث کي حسن چيو آھي.

أو لرجل كان له جار مسكين فتصدق على المسكين فأهدى المسكين للغني " . رواه مالك وأبو داود

**عطاءَ بن يسار کان مرسل طرح روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ آسودن ماڻهن مان هيٺين شخصن کان سواءِ ٻين لاءِ زڪوٰة وٺڻ حلال نہ آهي: 1- الله جي واٽ ۾ جنگ([1]) ڪندڙ لاءِ 2- زڪوٰة جي اڳاڙي([2]) ڪندڙ لاءِ 3- ڏنڊ ڀريندڙ لاءِ. 4- جيڪو زڪوٰة جي شيءِ پنهنجي مال وسيلي فقير کان خريد ڪري 5- جنهن جو پاڙيسري غريب آهي ان کي زڪوٰة ڏني ويئي. ۽ اهو ان مان غني کي هديو موڪلي. (هن کي مالڪ ۽ ابوداؤد روايت ڪيو آهي.**

(1834) وفي رواية لأبي داود عن أبي سعيد : " أوابن السبيل "

**ابوداؤد جي هڪ روايت ابو سعيد کان آهي ان ۾ لفظ او ابن السبيل آهي.)**

(1835) وعن زياد بن الحارث الصدائي قال : أتيت النبي صلى الله عليه وسلم فبايعته فذكر حديثا طويلا فأتاه رجل فقال : أعطني من الصدقة . فقال له رسول الله صلى الله عليه وسلم : " إن الله لم يرض بحكم نبي ولا غيره في الصدقات حتى حكم فيها هو فجزأها ثمانية أجزاء فإن كنت من تلك الأجزاء أعطيتك " . رواه أبو داود

**زياد بن حارث صدائي کان روايت آهي تہ آئون نبي ﷺ جن وٽ ويس، پوءِ سندن هٿ تي بيعت ڪيم. پوءِ هڪ ڊگهي حديث بيان ڪيائين جنهن ۾ آهي تہ رسول الله ﷺ وٽ هڪ شخص آيو، جنهن چيو تہ مون کي زڪوٰة مان ڏيو. ان کي رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ الله تعالىٰ زڪوٰة جي باري ۾ ڪنهن نبي جي يا ڪنهن ٻئي جي حڪم کان راضي نہ آهي تانجو پاڻ ئي زڪوٰة جي باري ۾ حڪم فرمايو اٿس. پوءِ (سوره توبہ جي([3]) اٺين رڪوع ۾ بيان ڪيل) زڪوٰة وٺڻ وارا اٺ حقدار بيان ڪندي فرمايائون تہ جيڪڏهن تون انهن مان آهين تہ آئون توکي بہ ڏيان.(هن کي ابوداؤد روايت ڪيو آهي)**

## فصل ٽيون

(1836) عن زيد بن أسلم قال : شرب عمر بن الخطاب رضي الله عنه لبنا فأعجبه فسأل الذي سقاه : من أين هذا اللبن ؟ فأخبره أنه ورد على ماء قد سماه فإذا نعم من نعم الصدقة وهم

---

[1]- غازي شاهوڪا ر لاءِ بہ زڪوٰة وٺڻ جائز آهي. اهو امام شافعي جو قول آهي مگر حنفي علماء چون ٿا تہ غازي کي زڪوٰة وٺڻ درست نہ آهي.

[2]- يعني ڪيس محنت جو پورهيو وٺڻ جائز آهي.

[3]- ماڻهن جا اهي اٺ قسم هي آهن: 1- فقير،2- محتاج،3-زڪوٰة وصل ڪندڙ،4- نئين مسلمان کي ڏجي تان تہ ان جي دل اسلام ڏانهن لاڙو ڪر، 5- ٻانهو آجو ڪرڻ لاءِ،6- قرضدار،7- الله تعالىٰ جي واٽ ۾، 8- مسافر

يسقون فحلبوا من ألبانها فجعلته في سقائي فهو هذا : فأدخل عمر يده فاستقاءه . رواه مالك والبيهقي في شعب الإيمان

**زيد بن اسلم کان روايت آهي تہ حضرت عمر ﷛ (هڪ ماڻهو وٽ) کير پيتو جيڪو ان کي تمام پسند آيو، پوءِ ان شخص کان پڇيائين تہ کير ڪٿان جو آهي؟ ان ڪيس ٻڌايو تہ آئون هڪ پاڻي (جي ڪوهہ) تي ويو هوس ۽ تحقيق ان ڪوهہ جو نالو بہ ورتائين. پوءِ ان وقت زڪوٰة جي اٺن مان ڪيترا اٺ اتي آيا. مالڪن انن کي پاڻي پياريو. پوءِ انهن ٿوروڪير انهن مان ڏڌو. هي کير اهو آهي. پوءِ حضرت عمر﷛ پنهنجو هٿ پنهنجي منهن ۾ وجهي قي[1] ڪري پيتل کير ڪڍي ڇڏيو. (هن کي مالڪ ۽ بيهقي شعب الايمان ۾ روايت ڪيو آهي)**

باب من لا تحل له المسئلة و من تحل له

## جنهن کي سوال ڪرڻ درست نہ آهي ۽ جنهن کي سوال ڪرڻ درست آهي

## فصل پهريون

(1837) عن قبيصة بن مخارق الهلالي قال : تحملت حمالة فأتيت رسول الله صلى الله عليه وسلم أسأله فيها . فقال : " أقم حتى تأتينا الصدقة فنأمر لك بها " . قال ثم قال : " يا قبيصة إن المسألة لا تحل إلا لأحد ثلاثة رجل تحمل حمالة فحلت له المسألة حتى يصيبها ثم يمسك ورجل أصابته جائحة اجتاحت ماله فحلت له المسألة حتى يصيب قواما من عيش أو قال سدادا من عيش ورجل أصابته فاقة حتى يقوم ثلاثة من ذوي الحجى من قومه . لقد أصابت فلانا فاقة فحلت له المسألة حتى يصيب قواما من عيش أو قال سدادا من عيش فما سواهن من المسألة يا قبيصة سحتا يأكلها صاحبها سحتا " . رواه مسلم

**قبيصہ بن مخارق کان روايت آهي تہ مون هڪ ماڻهو جي قرض جو بار پاڻ تي کنيو (يعني ضامن ٿيس) پوءِ آئون رسول الله ﷺ جن وٽ آيس ۽ قرض جي ادائيءَ لاءِ سوال ڪيم. فرمايائون تہ ترس جيستائين مون وٽ زڪوٰة جو مال اچي. پوءِ انهيءَ زڪوٰة مان توکي پيسن ڏيڻ جو حڪم ڪندس. پوءِ فرمايائون تہ اي قبيصہ! تحقيق**

---

[1]- هي حضرت عمر ﷛ جو عمل ڪمال تقويٰ ۽ پرهيزگاري جي اصول تي آهي نہ تہ شاهوڪار لاءِ مسڪين جي تحفه ۽ زڪوٰة جي مال مان ونڻ جائز آهي جيئن رسول الله ﷺ جن ٻانهي بريره کي مليل هديه جو گوشت کاڌو ۽ فرمايائون تہ اهو بريره لاءِ صدقو ۽ اسان لاءِ تحفو آهي.

ٽن ڄڻن کان سواءِ سوال ڪرڻ حلال نہ آهي: 1- جيڪو شخص ضامن([1]) هجي تہ ان لاءِ سوال ڪرڻ جائز آهي، تان جو ان جي ادائگيءَ کان آجو ٿئي،2- اهوشخص جنهن جي مال تي آفت([2]) اچي جيڪا ان جي مال کي ناس ڪري ڇڏي تہ ان لاءِ سوال ڪرڻ جائز آهي تانجو گذران جي پورائي کي پهچي يا فرمايائين تہ ان جي محتاجي ختم ٿئي،3- جيڪو سخت بکايل هجي تانجو ان جي قوم جا ٽي عاقل شاهد شاهدي ڏين تہ فلاڻو سخت بک([3]) جي حالت ۾ آهي، پوءِ ان کي ايتري قدر سوال ڪرڻ درست آهي جيستائين ان جو گذران ٿئي يا فرمايائون تہ ان جي محتاجي ختم ٿئي. اي قبيصہ! انهن ٽن صورتن کان سواءِ سوال ڪرڻ حرام آهي. اهڙو سوال ڪندڙ حرام کائي ٿو. (هن کي مسلم روايت ڪيو آهي)

(1838) وعن أبي هريرة رضي الله عنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " من سأل الناس أموالهم تكثرا فإنما يسأل جمرا . فليستقل أو ليستكثر " . رواه مسلم

ابو هريره ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ جيڪو شخص پنهنجو مال وڌائڻ لاءِ ماڻهن کان سوال ڪري ٿو(دراصل اهو باهہ جا انگر گهري ٿو چاهي تہ گهٽ گهري چاهي تہ گهڻو گهري) (هن کي مسلم روايت ڪيو آهي)

(1839) وعن عبد الله بن عمر قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " ما يزال الرجل يسأل الناس حتى يأتي يوم القيامة ليس في وجهه مزعة لحم "

عبدالله بن عمر رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ جيڪو شخص هميشہ ماڻهن کان سوال ڪندو (يعني پنندو) رهي ٿو، اهو قيامت ڏينهن اهڙيءَ([4]) حالت ۾ ايندو جو ان جي منهن تي گوشت جي هڪ ٻوٽي بہ نہ هوندي. (هن کي بخاري ۽ مسلم روايت ڪيو آهي.)

---

[1]-ضمانت ٻئي جو بار پنهنجي ذمي کڻڻ کي چوندا آهن، جيئن بہ ڄڻا مال، قرض، خون بها، ڏنڊ بابت تڪرار ڪن تنهن تي ٽيون شخص انهن جي درميان صلح ڪرڻ لاءِ رقم وغيره پنهنجي ذمي کڻي. اهڙي ماڻهو کي اها رقميري ڏيڻ ۾ ٻئي کان ساٿ وٺڻ جائز آهي.

[2]- يعني باهہ ۾ سندس ملڪيت سڙي، پاڻي ۾ ٻڏي يا چورن ۽ ڌاڙيلن جي هٿان لٽجي وڃي.

[3]- فاقہ بابت شاهدي ۾ 3 ماڻهن جو شرط آهي.
هن حديث مان معلوم ٿئي ٿوتہ دراصل سوال حرام آهي پر انهن 3 صورتن ۾ لاچاري سبب سوال کي درست قرار ڏنو ويو آهي.

[4]- يعني سوالي قيامت جي ڏينهن نهايت ذليل هوندو يا تہ سچ پچ ان جي منهن تي گوشت هوندو ئي نہ. اهڙي سزا هن ڪري ڏبس تہ ماڻهو کيس چڱيءَ طرح سڃاڻن تہ هي اهو شخص آهي جيڪو دنيا ۾ سوال ڪندو هو. جنهن دنيا ۾ پاڻ کي سوال ڪرڻ سان ذليل ڪيو هو، اڄ الله تعالىٰ وٽ آخرت ۾ بہ ذليل آهي. افسوو هن وقت جا عزت ۽ مال وارا ماڻهو بہ حلال ڪمائي ڇڏي پنڻ جو ڌنڌو اختيار ڪري رهيا آهن. اها پن ڪيترن ئي نالن سان ڪن ٿا. پير صاحب پنهنجي پن تي "نذرانو" يا "فرائض" جو نالو رکي وصول ڪن ٿا. مولوي صاحب مسجد يا مدرسي جو "چندو" ٻڌائي پن ڪن ٿا ۽ پنهنجو پيٽ پرين ٿا. زميندار بہ سيڪڙو جالنگ وغيره نالا رکي مقرر ڪيل پن وصول ڪن ٿا ۽ سمجهن ٿا تہ اها پن نہ آهي. مگر حقيقت ۾ اهي سڀئي پن جا قسم آهن.

(1840) وعن معاوية قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " لا تلحفوا في المسألة فوالله لا يسألني أحدق منكم شيئا فتخرج له مسألته مني شيئا وأنا له كاره فيبارك له فيما أعطيته " . رواه مسلم

**معاويہ ﷛ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ سوال ڪرڻ ۾ گهڻو ڇهتي نہ پئو پوءِ مون کي الله تعالیٰ جو قسم آهي تہ اوهان مان ڪو مون کان سوال ڪندو آهي ۽ آئون ان کي ڏيڻ پسند نہ ڪندو آهيان پوءِ ان جي[1] (ڇهتي) سوال ڪرڻ سبب ڪجھ ڪيس ڏيندو آهيان تہ جيڪا شيءِ ان کي ڏيندو آهيان تہ ان ۾ بي برڪتي ٿيندي آهي. (هن کي مسلم روايت ڪيو آهي)**

(1841) وعن الزبير بن العوام قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " لأن يأخذ أحدكم حبله فيأتي بحزمة حطب على ظهره فيبيعها فيكف الله بها وجهه خير له من أن يسأل الناس أعطوه أو منعوه " . رواه البخاري

**زبير بن عوام کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ جيڪڏهن اوهان مان ڪوپنهنجي رسي ڪڻي، ڪاٺين جي هڪ ڀري پنهنجي پٺيءَ تي رکي وڪڻي پوءِ انهيءَ سبب جي ڪري الله تعالیٰ ان جي آبرو رکي تہ اها ڳالهہ ان لاءِ هن کان بهتر آهي تہ ماڻهن کان سوال ڪري، پوءِ ان کي ڏين يا نہ ڏين. (هن کي بخاري روايت ڪيو آهي)**

(1842) وعن حكيم بن حزام قال : سألت رسول الله صلى الله عليه وسلم فأعطاني ثم سألته فأعطاني ثم قال لي : " يا حكيم إن هذا المال خضر حلو فمن أخذه بسخاوة نفس بورك له فيه ومن أخذه بإشراف نفس لم يبارك له فيه . وكان كالذي يأكل ولا يشبع واليد العليا خير من اليد السفلى " . قال حكيم : فقلت : يا رسول الله والذي بعثك بالحق لا أرزأ أحدا بعدك شيئا حتى أفارق الدنيا "

**حڪيم بن حزام کان روايت آهي تہ مون رسول الله ﷺ جن کان ڪجھ گھريو پاڻ مون کي ڏنائون وري گھريم تہ وري بہ مون کي ڏنائون پوءِ مون کي فرمايائون تہ اي حڪيم! تحقيق هي مال سائو منو، آهي، جيڪو ان کي نفس جي بيپرواهيءَ سان هٿ ڪندو آهي ان ۾ ان لاءِ برڪت وڌي ويندي آهيءِ اهو شخص انهيءَ وانگر هوندو آهي جيڪو کائيندو آهي پر ان جو پيٽ نہ ڀربو آهي ۽ مٿيون هٿ (ڏيندڙ) هيٺين هٿ (وٺندڙ) کان ڀلارو آهي. حڪيم چيو تہ پوءِ مون کين چيو تہ اي الله جا رسولﷺ! انهيءَ ذات جو قسم آهي جنهن توهان کي حق سان موڪليو آهي تہ آئون اڄ کان پوءِ ڪنهن کان سوال ڪري ڪا شيءِ نہ وٺندس. (بخاري و مسلم)**

---

[1]- هن مان معلوم ٿيو تہ سوال ڪرڻ تہ حرام آهي مگر ڇهتي ۽ تنگ ڪري وٺڻ هيڪاري وڌيڪ حرام آهي ان ۾ ڪابہ برڪت نہ ٿيندي.

(1843) وعن ابن عمر أن رسول الله صلى الله عليه وسلم قال وهو على المنبر وهو يذكر الصدقة والتعفف عن المسألة : " اليد العليا خير من اليد السفلى واليد العليا هي المنفقة واليد السفلى هي السائلة "

**ابن عمر رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ تحقيق رسول اللهﷺ جن منبر تي صدقہ جي فضيلت ۽ سوال کان بچڻ بابت وعظ کري رهيا هئا، ان وقت فرمايائون تہ هيٺين هٿ کان مٿيون هٿ چڱو آهي ۽ مٿيون هٿ خرچ ڪندڙ ۽ هيٺيون هٿ سوال ڪندڙ آهي. (هن کي بخاري ۽ مسلم روايت ڪيو آهي)**

(1844) وعن أبي سعيد الخدري قال : إن أناسا من الأنصار سألوا رسول الله صلى الله عليه وسلم فأعطاهم ثم سألوه فأعطاهم حتى نفد ما عنده . فقال : " ما يكون عندي من خير فلن أدخره عنكم ومن يستعف يعفه الله ومن يستغن يغنه الله ومن يتصبر يصبره الله وما أعطي أحد عطاء هو خير وأوسع من الصبر "

**ابو سعيد خدري ؓ کان روايت آهي تہ انصارن مان ڪيترن ماڻهن رسول الله ﷺ جن کان سوال ڪيو. پاڻ ڪين عطا ڪيائون وري بہ انهي سوال ڪيو تڏهن بہ انهن کي عطا ڪيائون تانجو وٽن جيڪي هو سو ختم ٿي ويو. پوءِ فرمايائون تہ مال مان جيڪا شيءِ مون وٽ هوندي اهو توهان کان هرگز بچائي نہ رکندس ۽ جيڪو پاڻ کي سوال کان بچائيندو الله تعالیٰ بہ ان کي بچائيندو (يعني ان جي حالت تنگ نہ ڪندو جو گهرڻ تي مجبورٿئي) ۽ جيڪو بيپرواهي ڪندو ان کي الله تعالیٰ بيپرواهہ ڪندو ۽ جيڪو صبر الله کان گهرندو تہ ان کي الله تعالیٰ صبر ڏيندو آهي ۽ ڪنهن شخص کي صبر کان وڌيڪ بهتر ۽ وڌيڪ بهتر ۽ وڌيڪ ڪشادي ڀلائي عطا نہ ڪئي وئي. (بخاري و مسلم)**

(1845) وعن عمر بن الخطاب قال : كان النبي صلى الله عليه وسلم يعطيني العطاء فأقول : أعطه أفقر إليه مني . فقال : " خذه فتموله وتصدق به فما جاءك من هذا المال وأنت غير مشرف ولا سائل فخذه . ومالا فلا تتبعه نفسك "

**عمر بن خطاب رضي الله کان روايت آهي تہ جڏهن نبي ﷺ جن مون کي ڪا شيءِ ڏيندا هئا، تڏهن آئون چوندو هوس اها شيءِ مون کان وڌيڪ محتاج کي ڏيو. فرمائيندا هئا تہ هن شيءِ کي وٺ ۽ پوءِ ان کي پنهنجي مال ۾ داخل ڪر ۽ الله واسطي ان کي خرچ ڪر پوءِ جيڪڏهن تو وٽ هن مال مان ڪا اهڙي شيءِ اچي جنهن لاءِ تون نہ لالچ ڪندڙ هجين ۽ نہ سوال ڪندڙ هجين تہ اها شيءِ وٺ جيڪا شيءِ انهيءَ طرح نہ ملي پنهنجي نفس کي ان جي پٺيان ([1]) نہ لڳاءِ (بخاري و مسلم)**

[1]- ضروري سوالن جي صورت جنهن جو ذڪر پهرين حديث ۾ گذريو آهي.

## فصل ٻيو

(1846) عن سمرة بن جندب قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " المسائل كدوح يكدح بها الرجل وجهه فمن شاء أبقى على وجهه ومن شاء تركه إلا أن يسأل الرجل ذا سلطان أو في أمر لا يجد منه بدا " . رواه أبو داود والترمذي والنسائي

**سمره بن جندب ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ سوال ڪرڻ هڪ ڦٽ آهي، جنهن سان ماڻهو پنهنجي منهن کي ڦٽي ٿو، تنهن ڪري جيڪو گهري تہ پنهنجي منهن جي آبرو باقي رکي (اهي سوال نہ ڪري) ۽ جيڪوشخص (پنهنجي منهن جي آبرو) باقي رکڻ نہ گهري (تہ اهو ڀلي سوال ڪري) مگر جيڪو شخص پنهنجو حق حاڪم کان گهري يا ڪنهن ڪم[1] جو لاچار هجيس تہ ان لاءِ سوال ڪرڻ جائز آهي. (هن کي ابوداؤد ، نسائي ۽ ترمذي روايت ڪيو آهي)**

(1847) وعن عبد الله بن مسعود قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " من سأل الناس وله ما يغنيه جاء يوم القيامة ومسألته في وجهه خموش أو خدوش أو كدوح " . قيل يا رسول الله وما يغنيه ؟ قال : " خمسون درهما أو قيمتها من الذهب " . رواه أبو داود والترمذي والنسائي وابن ماجه والدارمي

**عبدالله بن مسعود رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ جيڪو شخص ماڻهن کا شيءِ گهري ٿو، حالانڪ وٽس ايتري ملڪيت آهي جيڪا ان لاءِ ڪافي آهي تہ قيامت جي ڏينهن اهو شخص ان حالت ۾ ايندو جو گهريل شيءِ سندس منهن تي نهنڊ يا نشان ڦٽ جي صورت ۾ هوندي. چيو ويو تہ يا رسول الله ﷺ ! ڪهڙي شيءِ کيس شاهوڪار ڪندي؟ فرمايائون تہ[2] 50 درهم يا ان جي قيمت جيترو سون (شاهوڪاريءَ ۾ داخل آهي) هن کي ابو داؤد، ترمذي، نسائي ،ابن ماجہ ۽ دارمي روايت ڪيو آهي)**

(1848) وعن سهل بن الحنظلية قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " من سأل وعنده ما يغنيه فإنما يستكثر من النار " . قال النفيلي . وهو أحد رواته في موضع آخر : وما الغنى الذي لا ينبغي معه المسألة ؟ قال : " قدر ما يغديه ويعشيه " . وقال في موضع آخر : " أن يكون له شبع يوم أو ليلة ويوم " . رواه أبو داود

**سهل بن حنظليه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ جيڪو شخص سوال ڪري ٿو، حالانڪ ان وٽ ايترو مال آهي جيڪو ان کي غني ڪري ٿوتہ اهو**

[1]- ضروري سوالن جي صورت جنهن جو ذڪر ٻهرين حديث ۾ گذريو آهي.

[2]- هن حديث مان معلوم ٿيو تہ جنهن شخص وٽ 50 رپيا يا ان جي قيمت جيترو مال هجي تہ اهو غني آهي تنهن ڪري کيس صدقو وٺڻ ۽ سوال ڪرڻ درست نہ آهي. هي مذهب سفيان ثوري، ابن مبارڪ، اسحاق ۽ اهل علم عي هڪ جماعت جو آهي.

باھ جي گھٽائي طلب ڪري ٿو. نفيلي هن حديث جو هڪ راوي ٻئي هنڌ هن طرح چوي ٿو تہ (رسول الله ﷺ کان پڇيو ويو تہ) غني جي حد ڪهڙي آهي، جنهن جي ڪري ان کي سوال نہ ڪرڻ گھرجي؟ فرمايائون تہ ايتري قدر موجود هجي جيڪو ان جي صبح ۽ شام جي قوت لاءِ ڪافي هجي ۽ نفيلي ٻئي هنڌ چوي ٿو تہ وٽس ايترو هجي جنهن سان[1] ڏينهن يا رات ۽ ڏينهن جو پيٽ ڀري سگھي.(هن کي ابوداؤد روايت ڪيو آهي)

(1849) وعن عطاء بن يسار عن رجل من بني أسد قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " من سأل منكم وله أوقية أو عدلها فقد سأل إلحافا " . رواه مالك وأبو داود والنسائي

عطاءَ بن يسار بني اسد قبيلي جي هڪ ماڻھوءَ کان روايت ڪئي آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ توهان مان جيڪو شخص سوال ڪري ٿو ۽ ان 40 درهم يا انهن جي برابر مال هجي تہ تحقيق انهيءَ ماڻهن کان گڙگڙائي سوال ڪيو. (هن کي مالڪ، ابوداؤد ۽ نسائي روايت ڪيو آهي)

(1850) وعن حبشي بن جنادة قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " إن المسألة لا تحل لغني ولا لذي مرة سوي إلا لذي فقر مدقع أو غرم مفظع ومن سأل الناس ليثري به ماله : كان خموشا في وجهه يوم القيامة ورضفا يأكله من جهنم فمن شاء فليقل ومن شاء فليكثر " . رواه الترمذي

حبشي بن جناده ﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله جن فرمايو تہ غني ۽ چڱي ڀلي تندرست شخص لاءِ سوال ڪرڻ حلال نہ آهي پر مسڪين ۽ محتاجي سبب سخت پريشان ۽ مجبور شخص ۽ جيڪو گھڻو قرضي هجي (لاءِ سوال ڪرڻ حلال آهي) ۽ جيڪو شخص هن غرض سان سوال ڪري تہ ان سان پنهنجومال وڌائي تہ قيامت جي ڏينهن ان جو گھريل مال ان جي منهن تي ڦٽ ۽ گرم پھڻ ٿيندو، جنهن کي دوزخ ۾ کائيندو. پوءِ جيڪو (ان کان بچڻ) چاهي تہ گھٽ سوال ڪري ۽ جيڪو چاهي تہ (سندس اها حالت ٿئي تہ ڀلي) اهو سوال گھڻو ڪري.(هن کي ترمذي روايت ڪيو آهي)

(1851) وعن أنس بن مالك : أن رجلا من الأنصار أتى النبي صلى الله عليه وسلم يسأله فقال : " أما في بيتك شيء ؟ " قال بلى حلس نلبس بعضه ونبسط بعضه وقعب نشرب فيه من الماء . قال : "

---

[1]- حديثن ۾ 3 طرحن سان بيان ٿيل آهي:1- جنهن ماڻهو وٽ 40 درهم هجن سو غني آهي. 2- ٻي روايت ۾ آهي تہ جنهن وٽ 50 درهم هجن سو غني آهي. 3- ٽين روايت ۾ آهي تہ جنهن وٽ صبح ۽ سانجهي جو کاڌو هجي سو غني آهي. هي حديثون پاڻ ۾ متعارض سمجهڻ نہ گھرجن ڇاڪاڻ تہ ماڻهن جو حال، گھرجون ۽ پيشا مختلف آهن. جيڪو ماڻهو هنر وارو آهي تنهن کي جيستائين هنر جا اوزار نٿا ملن تيستائين معذور آهي. ڪاشتڪار کي جيستائين کيتي جو سامان نہ ٿو ملي تيستائين اهو بہ معذوار آهي. سوداگر جيستائين موڙي حاصل نہ ڪري تيستائين اهو بہ معذور آهي. جيڪو سپاهي آهي ان وٽ 40 يا 50 هوندا تہ اهو غني آهي. جيڪو ڏهاڙيءَ جو مزدور آهي يا ڪاٺيون وڪڻندو آهي، انهي کي جڏهن ڏينهن ۽ رات جو کاڌو موجود آهي تہ اهو غني آهي ان کي سوال ڪرڻ نہ گھرجي.

ائتني بهما " قال فأتاه بهما فأخذهما رسول الله صلى الله عليه وسلم بيده وقال : " من يشتري هذين ؟ " قال رجل أنا آخذهما بدرهم قال : " من يزيد على درهم ؟ " مرتين أو ثلاثا قال رجل أنا آخذهما بدرهمين فأعطاهما إياه وأخذ الدرهمين فأعطاهما الأنصاري وقال : " اشتر بأحدهما طعاما فانبذه إلى أهلك واشتر بالآخر قدوما فأتني به " . فأتاه به فشد فيه رسول الله صلى الله عليه وسلم عودا بيده ثم قال له اذهب فاحتطب وبع ولا أرينك خمسة عشر يوما " . فذهب الرجل يحتطب ويبيع فجاء وقد أصاب عشرة دراهم فاشترى ببعضها ثوبا وببعضها طعاما فقال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " هذا خير لك من أن تجيء المسألة نكتة في وجهك يوم القيامة إن المسألة لا تصلح إلا لثلاثة لذي فقر مدقع أو لذي غرم مفظع أو لذي دم موجع " . رواه أبو داود وروى ابن ماجه إلى قوله : " يوم القيامة "

**انس ﷛ كان روايت آهي تہ تحقيق انصارن مان هڪ شخص نبي ﷺ جن وٽ آيو ۽ ڪجھ گھريائين. پوءِ رسول الله ﷺ جن ڪيس فرمايو تہ ڇا تنهنجي گھر ۾ ڪا شيءِ نہ آهي؟ ان چيو تہ هائو مون وٽ هڪ ”رلهي“ آهي جنهن مان ڪجھ اوڍيندو آهيان ۽ ڪجھ وڇائيندو آهيان ۽ هڪ پيالو آهي جنهن ۾ آءٌ پاڻي پيئندو آهيان. رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ اهي ٻئي شيون مون وٽ کڻي اچ. پوءِ اهي ٻئي شيون وٺن کڻي آيو. رسول الله جن ٻئي شيون پنهنجي هٿ ۾ کنيون۽ فرمايائون تہ هنن ٻنهي شين کي ڪير ٿو خريد ڪري؟ هڪ شخص چيو تہ آئون ٻنهي کي هڪ درهم ۾ خريد ڪريان ٿو. رسول الله جن فرمايو تہ آهي ڪو جيڪو هڪ درهم کان(1) وڌيڪ ڏئي؟ اهڙي طرح ٻہ يا ٽي دفعا فرمايائون. هڪ ٻئي شخص چيو تہ آءٌ اهي ٻئي ٻن درهمن ۾ خريد ڪريان ٿو. پاڻ انهي کي ٻئي شيون ڏنائون ۽ ٻہ درهم ورتائائون جيڪي انصاري کي ڏنائون ۽ ان کي فرمايائون تہ هڪ درهم جو کاڌوني پنهنجي گھر وارن کي ڏي ۽ ٻئي درهم سان ڪهاڙي وٺ مون وٽ کڻي اچ. پوءِ ڪهاڙي وٺي رسول الله جن وٽ کڻي آيو پوءِ ان ۾ رسول الله ﷺ جن پنهنجي هٿ سان ڪانيءَ جو ڳن وڌو. پوءِ ان کي فرمايائون تہ وڃ ۽ ڪانيون ڪر ۽ وڪڻ. پندرهن ڏينهن تائين آئون توکي هرگز نہ ڏسان. پوءِ اهو شخص ويو ۽ ڪانيون ڪندو ۽ وڪڻندو رهيو. پوءِ پاڻ سڳورن ﷺ جن وٽ آيو ۽ وٽس 10 درهم موجود هئا. پوءِ انهن مان ڪن مان ڪپڙو ۽ ڪن مان کاڌو خريد ڪيائين. پوءِ رسول الله ﷺ جن ڪيس فرمايو تہ تنهنجي لاءِ هيءُ بهتر آهي بجاءِ ان جي جو سوال ڪرڻ سبب قيامت جي ڏينهن تنهنجي منهن تي بڇڙو نشان هجي، تحقيق ٽن شخصن کان سواءِ سوال ڪرڻ ڪنهن لاءِ درست نہ آهي 1- سخت محتاج ۽ مجبور ماڻهو، 2- گهڻو قرضدار شخص ،3- خوني جنهن کي خون**

1- هن ڪي عربي ۾ من بزمل جي بيع ۽ هن وقت ۾ نيلام چوندا آهن.

**بها(1) ڏيڻو هجي. (هن کي ابوداؤد روايت ڪيو آهي ۽ ابن ماجہ ۾ اها روايت ”يوم القيامة“ تائين آهي.**

**فائدو:** **مشڪوٰة جي مصنف کي غلطي ٿي آهي نہ تہ ابن ماجہ ۾ حديث پوري موجود آهي. البت حديث ضعيف آهي امام بخاري فرمائي ٿو تہ راوي ابوبڪر حنفي جي ڪري حديث صحيح نہ آهي**.(**مرعاة**:4-134/5)

(1852) وعن ابن مسعود قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " من أصابته فاقة فأنزلها بالناس لم تسد فاقته . ومن أنزلها بالله أوشك الله له بالغنى إما بموت عاجل أو غنى آجل " . رواه أبو داود والترمذي

**ابن مسعود ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ جيڪو بکايل هجي ۽ پنهنجي حالت ماڻهن وٽ ظاهر ڪندو رهي تہ ان جي بک ختم نہ ٿيندي ۽ جيڪو الله تعالىٰ وٽ پنهنجي حالت بيان ڪندو تہ ان کي الله تعالىٰ جلد بيپرواهہ ڪندو. يا جلدي موت سان يا دير سان حاصل ٿيندڙ دولتمنديءَ سان (هن کي ابوداؤد ۽ ترمذي روايت ڪيو آهي.)**

## فصل ٽيون

(1853) عن ابن الفراسي أن الفراسي قال : قلت لرسول الله صلى الله عليه وسلم أسأل يا رسول الله ؟ فقال النبي صلى الله عليه وسلم : " لا وإن كنت لابد فسل الصالحين " . رواه أبو داود والنسائي

**ابن فراسي کان رويت آهي تہ تحقيق فراسي چيو تہ مون رسول الله ﷺ جن کي عرض ڪيو تہ اي الله جا رسول! ڇا آئون سوال ڪري سگهان ٿو؟ نبي ﷺ جن فرمايو تہ تون سوال نہ ڪر. جيڪڏهن تنهنجي لاءِ سوال ڪرڻ ايترو ئي ضروري هجي تہ(2) نيڪ بختن کان سوال ڪر (هن کي ابوداؤد ۽ نسائي روايت ڪيو آهي)**

(1854) وعن ابن الساعدي المالكي أنه قال : استعملني عمر بن الخطاب رضي الله عنهم على الصدقة فلما فرغت منها وأديتها إليه أمر لي بعمالة فقلت إنما عملت لله وأجري على الله فقال خذ ما أعطيت فإني قد عملت على عهد رسول الله صلى الله عليه وسلم فعملني فقلت مثل

---

1- يعني ڪنهن ماڻهو ڪنهن ماڻهو جو خون ڪيو مقتول جا وارث ديت وٺڻ تي راضي ٿيا پر خون ڪندڙ وٽ پيسو نہ آهي. مقتول جا وارث هن کي ستائين ٿا تہ تون ضرور ديت ادا ڪر ۽ پوءِ اهڙي شخص لاءِ پني پيسا گڏ ڪرڻ جائز آهي.

2- ڇا ڪاڻ تہ نيڪ بختن جو مال حلال هوندو آهي ۽ اهي مسڪينن تي مهربان ۽ بردبار هوندا آهن ۽ ڪنهن جو پردو نہ کوليندا آهن، يعني عيب ظاهر نہ ڪندا آهن.

قولك فقال لي رسول الله صلى الله عليه وسلم : " إذا أعطيت شيئا من غير أن تسأل فكل وتصدق " . رواه مسلم وأبو داود

**ابن ساعدي کان روايت آهي تہ عمر ﷛ مون کي زڪوٰة وصول ڪرڻ لاءِ عملدار مقرر ڪيو، پوءِ جڏهن انهيءَ ڪم کان آئون واندو ٿيس ۽ حضرت عمر ﷛ کي زڪوٰة پهچايم، تڏهن مون کي انهيءَ ڪم جي مزدوري وٺڻ جو حڪم ڪيائين. مون چيو تہ اهو ڪم مون الله ڪارڻ ڪيو آهي ۽ منهنجو ثواب الله تعالىٰ تي آهي. چيائين تہ جيڪا شيءِ توکي ڏني وڃي تي سا وٺ. پوءِ تحقيق رسول الله ﷺ جن جي زماني ۾ مون بہ اهو ڪم ڪيو هو، پوءِ جڏهن مون کي مزدوري ڏيڻ لڳا تہ مون بہ تو وانگر چيو. رسول الله ﷺ جن مون کي فرمايو تہ جڏهن توکي گهرڻ کانسواءِ ڪا شيءِ ڏني وڃي، اها کاءُ ۽ (بچي تہ) صدقو ڪر.(هن کي ابوداؤد روايت ڪيو آهي)**

(1855) وعن علي رضي الله عنه أنه سمع يوم عرفة رجلا يسأل الناس فقال : أفي هذا اليوم : وفي هذا المكان تسأل من يغر الله ؟ فخفقه بالدرة . رواه رزين

**علي ﷛ کان روايت آهي تہ عرفه جي ڏينهن انهيءَ هڪ شخص جو آواز ٻڌو جيڪو ماڻهن کان سوال ڪري رهيو هو. فرمايائين تہ ڇا هن ڏينهن ۾ ۽ هن جاءِ تي الله تعالىٰ کان سواءِ ٻين ماڻهن کي سوال ڪرين ٿو؟ پوءِ ان کي درو هنيائين.(هن کي رزين روايت ڪيو آهي)**

(1856) وعن عمر رضي الله عنه قال : تعلمن أيها الناس أن الطمع فقر وأن الإياس غنى وأن المرء إذا يئس عن شيء استغنى عنه . رواه رزين

**عمر ﷛ کان روايت آهي تہ اي انسانو! چڱيءَ طرح ڄاڻو تہ تحقيق لالچ محتاجي آهي ۽ هي تہ (ماڻهن کان) نا اميدي بيغرضي شاهوڪاري آهي ۽ هي تہ جڏهن ماڻهو ڪنهن شيءِ کان بي طمع ٿئي ٿو، تڏهن ان کان بيپرواهہ ٿيندو آهي.(هن کي رزين روايت ڪيو آهي)**

**فائدو: مٿي بيان ڪيل ٻئي حديثون بغير سند جي آهن ڪنهن اصل ڪتاب ۾ نٿيون لڀن ۽ نہ ئي انهن جي سند معلوم آهي. والله اعلم بالصواب(مرعاة:4-136/5)**

(1857) وعن ثوبان قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " من يكفل لي أن لا يسأل الناس شيئا فأتكفل له بالجنة ؟ " فقال ثوبان : أنا فكان لا يسأل أحدا شيئا . رواه أبو داود والنسائي

**ثوبان کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايوت ہ جيڪو مون سان ناجام ڪندو تہ آئون ماڻهن کان سوال نہ ڪندس تہ ان کي بهشت جي ضمانت ڏيان ٿو. ثوبان**

چيو تہ آءُ (اهو انجام ڪريان ٿو) پوءِ ثوبان ڪنهن کان ڪا شيءِ نہ گهرندو هو([1]) (هن کي ابوداؤد ۽ نسائي روايت ڪيو آهي)

(1858) وعن أبي ذر قال : دعاني رسول الله صلى الله عليه وسلم وهو يشترط علي : " أن لا تسأل الناس شيئا " قلت : نعم . قال : " ولا سوطك إن سقط منك حتى تنزل إليه فتأخذه " . رواه أحمد

ابو ذر ﷛ کان روايت آهي تہ مون کي رسول الله ﷺ گهرايو ۽ مون کان هيءُ شرط ورتائون تہ ماڻهن کان ڪجھ بہ سوال نہ ڪندين مون چيو تہ هائو! فرمايائون تہ جيتوڻيڪ تنهنجو لڪڻ (سواريءَ تان) هيٺ ڪري پوي تہ اهو بہ ڪنهن کان نہ گهرندين تان جو تون پاڻ لهي ان کي کڻين. (هن کي احمد روايت ڪيو آهي)

---

[1]- ثوبان ﷛ جڏهن ڪنهن گهوڙي تي چڙهندو هو پوءِ جيڪڏهن اتفاق سان سندن لڪڻ ڪري پوندو هو تہ ٻئي ڪنهن کي نہ چوندو هو تہ مون کي کڻي ڏي، پاڻ گهوڙي تان لهي لڪڻ کڻندو هو. هن قسم جو سوال اگر چہ مباح آهي مگر صحابہ ڪرام جو شان تمام وڏو هو. ان ڪري مخلوق کان سوال ڪرڻ بلڪل ڇڏي ڏنو هئائون. انهن جو سوال صرف پنهنجي خالق کي هوندو هو.

## باب الانفاق و كراهية الامساك

## خرچ جي فضيلت ۽ بخيلي جي مذمت

### فصل پهريون

(1859) وعن أبي هريرة رضي الله عنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " لو كان لي مثل أحد ذهبا لسرني أن لا يمر علي ثلاث ليال وعندي منه شيء إلا شيء أرصده لدين " . رواه البخاري

**ابو هريره ﷛ كان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ جيڪڏهن مون وٽ احد جبل جيترو سون هجي تڏهن بہ مون کي خوشي ٿيندي تہ ان کي ٽن راتين جي اندر صدقو ڪري ڇڏيان. سواءِ ان شيءِ جي جيڪا قرض ادائي لاءِ رکان([1]) (هن کي بخاري روايت ڪيو آهي)**

(1860) وعن أبي هريرة رضي الله عنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " ما من يوم يصبح العباد فيه إلا ملكان ينزلان فيقول أحدهما : اللهم أعط منفقا خلفا ويقول الآخر : اللهم أعط ممسكا تلفا "

**ابوهريره ﷛ كان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ هر ڏينهن جڏهن ٻانها صبح ڪن ٿا، بہ ملائڪ نازل ٿين ٿا. انهن مان هڪ چوي ٿو تہ اي منهنجا الله! صدقو ڪندڙ کي بدلو ڏئي ۽ ٻيو چوي ٿو تہ اي منهنجا الله! بخيل جي مال کي ناس ڪر.(بخاري و مسلم)**

(1861) وعن أسماء قالت : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " أنفقي ولا تحصي فيحصي الله عليك ولا توعي فيوعي الله عليك ارضخي ما استطعت "

**اسماء رضي الله عنها كان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ (نيڪيءَ جي واٽ ۾) ڳڻي خرچ نہ ڪر نہ تہ الله تعالىٰ توکي بہ ڳڻي ڏيندو ۽ مال روڪي نہ رک نہ تہ الله تعالىٰ بہ توکان روڪيندو([2]) بس جيترو (وڌ ۾ وڌ) ٿي سگهئي (نيڪ ڪمن ۾) خرچ ڪندي رهہ(بخاري و مسلم)**

(1862) وعن أبي هريرة رضي الله عنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " قال الله تعالى : أنفق يا ابن آدم أنفق عليك "

---

[1]- هن حديث ۾ سخاوت ۽ دنيا جي محبت ترڪ ڪرڻ جي فضيلت آهي ۽ اشارو آهي تہ قرض ادا ڪرڻ جو فڪر ڪرڻ واجب آهي.

[2]- هن حديث ۾ سخي کي الله پاڪ جل جلالہ بشارت ڏني آهي تہ ڪيس محتاجي پيش نہ ايندي، مگر معلوم هئڻ گهرجي تہ الله پاڪ کي ڪهڙي سخاوت پسند آهي؟ الله پاڪ کي اها سخاوت پسند آهي جو شريعت مطابق نيڪي جي ڪمن ۾ مال خرچ ڪجي ۽ ان کي اها سخاوت ناپسند آهي جو خلاف شرع بيحيائي، ناچ ناٽڪبازي يا ننگ ناموس خاطر مال خرچ ڪيو وڃي انهيءَ جو نالو "اسراف" بہ آهي.

[3]- هن حديث ما معلوم ٿئي ٿو تہ گهر جي خرچ لاءِ ملڪيت رکڻ جي منع نہ آهي ۽ نہ ئي اها ڳالهہ توڪل جي خلاف آهي. رسول الله ﷺ جن بہ پنهنجي بيبين کي سال جو يڪو کاڌ خوراڪ ڏيئي ڇڏيندا هئا.

**ابوهريره ﷜ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ الله تعالي فرمائي ٿو تہ اي آدم جا پٽ،(نيڪ ڪمن ۾) خرچ ڪر تہ آئون توتي بہ خرچ ڪريان. (بخاري و مسلم)**

(1863) وعن أبي أمامة قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " يا ابن آدم إن تبذل الفضل خير لك وإن تمسكه شر لك ولا تلام على كفاف وابدأ بمن تعول " . رواه مسلم

**ابو امامه ﷜ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ تو وٽ گهرج کان وڌيڪ جيڪو مال آهي، (نيڪيءَ جي واٽ ۾) تنهنجو ان کي خرچ ڪرڻ تنهنجي لاءِ چڱو آهي ۽ هٿ کي روڪڻ تنهنجي لاءِ بڇڙو آهي. گهرج آهر مال رکڻ ۾ توکي ملامت نہ ڪئي ويندي ۽ خرچ جي شروعات پنهنجي[1] عيال کان ڪر. (هن کي مسلم روايت ڪيو آهي)**

(1864) وعن أبي هريرة رضي الله عنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " مثل البخيل والمتصدق كمثل رجلين عليهما جنتان من حديد قد اضطرت أيديهما إلى ثديهما وتراقيهما فجعل المتصدق كلما تصدق بصدقة انبسطت عنه البخيل كلما هم بصدقة قلصت وأخذت كل حلقة بمكانها "

**ابوهريره ﷜کان روايت آهي تہ بخيل ۽ صدقو ڏيندڙ جو حال ٻن شخصن وانگر آهي، جن تي لوهي زرهون چڙهيل هجن ۽ سندن هٿ ڇاتين تائين ٻڌل هجن. صدقو ڏيندڙ جڏهن بہ صدقو ڪري ٿو تہ ان جي زره جون ڪڙيون ڪلي پون ٿيون ۽ بخيل جڏهن بہ صدقو ڏيڻ جو ارادو ڪري ٿو تہ زره جون ڪڙيون پنهنجي پنهنجي جاءِ تي سوڙهيون ٿي وڃن ٿيون.[2] (جنهن جي ڪري صدقو نٿو ڏيئي سگهي.) (بخاري و مسلم)**

(1865) وعن جابر قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " اتقوا الظلم فإن الظلم ظلمات يوم القيامة واتقوا الشح فإن الشح أهلك من كان قبلكم : حملهم على أن سفكوا دماءهم واستحلوا محارمهم " . رواه مسلم

**جابر ﷜ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ ظلم ڪرڻ کان بچو. ڇاڪاڻ تہ ظلم قيامت جي اونداهين مان آهي ۽ بخيلي کان بچو، ڇاڪاڻ تہ اوهان کان جيڪي اڳ هئا تن کي بخيلي هلاڪ ڪري ڇڏيو. ڪين بخيليءَ مجبور ڪيو جنهن ڪري انهن خونريزي ڪئي ۽ حرام ڪمن کي حلال ڄاتائون.(هن کي مسلم روايت ڪيو آهي)**

[2]- يعني سچي سخاوت خوشيءَ ۽ بهادريءَ سان ڪري ٿو. بخيل جيڪڏهن ڪجهہ خرچ ڪري ٿو تہ بہ ائين سمجهندو آهي تہ ڄڻ منهنجو ساهہ نڪري رهيو آهي ۽ روح قبض ٿي رهيو آهي.

(1866) وعن حارثة بن وهب قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " تصدقوا فإنه يأتي عليكم زمان يمشي الرجل بصدقته فلا يجد من يقبلها يقول الرجل : لو جئت بها بالأمس لقبلتها فأما اليوم فلا حاجة لي بها "

**حارثه بن وهب کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ صدقو ڏيو، ڇاڪاڻ تہ اوهان تي هڪ اهڙو زمانو ايندو جڏهن ماڻهو پنهنجي صدقي(جو مال) کڻي نڪرندو مگر ڪنهن ڪي نہ لهندوجيڪو ان کي قبول ڪري. هڪ شخص چوندس تہ جيڪڏهن تون ان کي ڪالهہ آڻين ها تہ البتہ آءُ قبول ڪريان ها، پر اڄ مون کي ان جي ضرورت[1] نہ آهي. (هن کي بخاري و مسلم روايت ڪيو آهي)**

(1867) وعن أبي هريرة قال : قال رجل : يا رسول الله أي الصدقة أعظم أجرا ؟ قال : " أن تصدق وأنت صحيح شحيح تخشى الفقر وتأمل الغنى ولا تمهل حتى إذا بلغت الحلقوم قلت : لفلان كذا ولفلان كذا وقد كان لفلان "

**ابوهريره ﷛ کان روايت آهي تہ هڪ شخص چيو تہ اي الله جا رسولﷺ! ڪهڙو صدقو وڏيڪ ثواب وارو آهي؟ پاڻ فرمايائون تہ تون هن حال ۾ صدقو ڏئين جو چڱو ڀلو هجين ۽ توکي مال گڏ ڪرڻ جو حرص ۽ مال جي کُٽڻ جو ڊپ هجي ۽ شاهوڪار ٿيڻ جي آس رکين.[2] صدقو ڏيڻ ۾ دير نہ ڪر، تان جو جڏهن ساهہ نڙگهٽ جي ويجهو پهچي تہ تون وصيت ڪرين تہ فلاڻي لاءِ هيترو ۽ فلاڻي لاءِ هيترو آهي، حالانڪ هاڻي تہ اهو (مال) فلاڻي جو ئي ٿيندو (هن کي بخاري ۽ مسلم روايت ڪيو آهي)**

(1868) وعن أبي ذر قال : انتهيت إلى النبي صلى الله عليه وسلم وهو جالس في ظل الكعبة فلما رآني قال : " هم الأخسرون ورب الكعبة " فقلت : فداك أبي وأمي من هم ؟ قال : " هم الأكثرون أموالا إلا من قال : هكذا وهكذا وهكذا من بين يديه ومن خلفه وعني مينه وعن شماله وقليل ما هم "

**ابوذر﷛ کان روايت آهي تہ آئون نبي ڪريم ﷺ جن وٽ پهتس. پاڻ ڪعبة الله جي ڇانو ۾ وينا هئا. جڏهن[3] مون کي ڏٺائون تہ فرمايائون تہ ڪعبہ جي پالڻهار جو قسم! اهي ماڻهو وڏي ڇيهي ۾ آهن. مون چيو تہ منهنجو پيءُ ماءُ توهان تان قربان ٿين، اهي**

---

[1]- آخري زماني ۾ اهڙو وقت ايندو يا وري اصحابن ڪرام جي زماني ۾ بہ خوشحالي جو اهڙو وقت گذري چڪو آهي.

[2]- يعني تندرستيءَ ۾ صدقو ڪرڻ تمام وڏو ثواب آهي ۽ مرڻ وقت وصيت ڪرڻ يا الله ڪارڻ ڏيڻ جو ثواب گهٽ آهي.

[4]- صحابي ابوذر ﷛ مسڪينيءَ کي شاهوڪاري کان وڌيڪ پسند ڪيو هو. انهيءَ ڪري نبيﷺ جن ڪيس تسلي ڏيڻ لاءِ هيءَ حديث بيان فرمائي ۽ هن حديث ۾ مسڪين جي مسڪيني افضل هجڻ بہ نسبت اشارو آهي.

**ڪير (بدبخت) آهن؟ فرمايائون تہ جن وٽ مال گھڻو آهي (پر الله جي واٽ ۾ خرچ نٿا ڪن) مگر (اهي نقصان وارا نہ آهن) جيڪي هِن پاسي ۽ هُن پاسي يعني پنهنجي اڳيان ۽ پويان پنهنجي ساڄي ڪاٻي پاسي خرچ ڪن ٿا، پر اهڙا ماڻهو ٿورا آهن. (بخاري و مسلم)**

## فصل ٻيو

(1869) وعن أبي هريرة رضي الله عنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " السخي قريب من الله قريب من الجنة قريب من الناس بعيد من النار . والبخيل بعيد من الله بعيد من الجنة بعيد من الناس قريب من النار . ولجاهل سخي أحب إلى الله من عابد بخيل " . رواه الترمذي

**ابو هريره ﷛ ڪان روايت آهي تہ سخي الله تعالىٰ کي ويجهو آهي، بهشت کي ويجهو آهي، ماڻهن کي ويجهو آهي، باهہ کان پري آهي ۽ بخيل الله تعالىٰ کان پري آهي، بهشت کان پري آهي، ماڻهن کان پري آهي ۽ دوزخ جي باهہ کي ويجهو آهي ۽ جاهل([1]) سخي عابد بخيل کان الله تعالىٰ وٽ وڌيڪ پيارو آهي. (هن کي ترمذي روايت ڪيو آهي)**

فائدو: **سند انتهائي ضعيف آهي. سعيد وراق ضعيف ۽ منفرد آهي.**(مرعاة:4-5/143، **الاحاديث الضعيفة الباني**- 153)

(1870) وعن أبي سعيد الخدري رضي الله عنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " لأن يتصدق المرء في حياته بدرهم خير له من أن يتصدق بمائة عند موته " . رواه أبو داود

**ابو سعيد ﷛ ڪان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ ماڻهو جو تندرستي جي حالت ۾ هڪ درهم صدقو ڏيڻ ان جي مرڻ گهڙيءَ سؤ درهم صدقو ڏيڻ کان ڀلو آهي. (هن کي ابوداؤد روايت ڪيو آهي)**

فائدو: **حديث جي سند ۾ راوي شرجيل بن سعد انصاري ضعيف آهي. (مرعات** 4-5/144)

---

[1]- جاهل مان مراد عابد جو ضد آهي. يعني اهو ماڻهو مراد آهي جيڪو فقط فرض ادا ڪري نفل نہ پڑهي. جاهل جو بيان هن ڪري فرمايائون تہ سخي اگر چہ جاهل هجي تہ بہ الله تعالىٰ جل جلالہ انهيءَ کي بخيل کان (جيڪو فرض بہ پڑهندو هجي ۽ ان سان گڏ نفل بہ گهڻا پڑهندو هجي) وڌيڪ پيارو آهي. سخي الله تعالىٰ جل جلالہ کي هن سبب جي ڪري پيارو آهي جو ان دنيا جي محبت ڇڏي ڏني آهي. ۽ دنيا جي محبت ڇڏڻ سڀني عبادتن جو منڍ آهي ۽ بخيل کي الله تعالىٰ جل جلالہ هن ڪري پيار نٿو ڪري جو ان دنيا جي محبت ڪانہ ڇڏي آهي ۽ دنيا جي محبت سڀني براين جو منڍ آهي.

[2]- هن ۽ ٽيئن پهرين حديث مان هيءَ معنىٰ نڪري ٿي تہ خيرات تندرستي ۽ گهرج جي حالت ۾ ڏيڻ افضل آهي. جڏهن ماني ڪائي ڍؤ ڪيو وڃي تڏهن بچيل ماني ضرور بئي ڪنهن کي ڏيڻي پوندي يا اڇلي ڦٽي ڪبي. اهو حياتيءَ جي آخري وقتن ۾ خيرات ڏيڻ جو حال آهي. تڏهن موت کان پوءِ وارن عزيزن جي ڪيل خيرات جو ڪهڙو حال هوندو؟ افسوس عام ماڻهو خيرات گهڻو ڪري پنهنجي مرڻ وقت خيرات ڪندا آهن يا مرڻ کان پوءِ وارث خيرات ڪن ٿا مگر ائين نيڪ نہ آهي.خيرات مان ثواب جي زيادتي جي اميد انهيءَ حالت ۾ آهي، جيڪا خيرات تندرستي ۾ پنهنجي هٿ سان ڪئي وڃي ٿي چو تہ ان وقت انسان کي ضرورت ۽ گهرج ۽ مال هوندو آهي جنهن ڪري دل مال ۾ اٽڪيل هوندي آهي. اهڙي وقت مال کي دل تان لاهڻ وڏي نيڪي آهي.

[3]- لائق نہ آهي جو مؤمن ڪامل ۾ اهي ٻئي بدخصلتون هجن.

(1871) وعن أبي الدرداء رضي الله عنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " مثل الذي يتصدق عند موته أو يعتق كالذي يهدي إذا شبع " . رواه أحمد والنسائي والدارمي والترمذي وصحح

**ابودرداء ؓ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايوتہ جيڪو پنهنجي مرڻ[1] وقت صدقو ڏي يا غلام آزاد ڪري ٿو ان جو مثال انهيءَ شخص وانگر آهي جيڪو پيٽ ڀري کائڻ کان بعد (جيڪي بچي) ان کي هديہ طور موڪلي (هن کي احمد، نسائيءِ ترمذي روايت ڪيو ۽ ترمذيءَ انهيءَ کي صحيح چيو آهي)**

(1872) وعن أبي سعيد قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " خصلتان لا تجتمعان في مؤمن : البخل وسوء الخلق " . رواه الترمذي

**ابو سعيد ؓ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ بہ عادتون بخيلي بڇڙا لڇڻ[2] مؤمن ۾ گڏ نہ ٿا ٿين.(هن کي ترمذي روايت ڪيو آهي)**

**فائدو**: **سند ۾ صدقہ بن موسٰي ضعيف ۽ فرقد لين الحديث آهي**.(**مرعاة**:4-145/5)

(1873) وعن أبي بكر الصديق رضي الله عنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " لا يدخل الجنة خب ولا بخيل ولا منان " . رواه الترمذي

**ابوبڪر صديق ﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو آهي تہ فسادي، بخيل ۽ احسان جتائيندڙ بهشت ۾ [3] داخل نہ ٿيندو. (هن کي ترمذي روايت ڪيو آهي)**

**فائدو**: **سند ۾ صدقہ بن موسٰي ضعيف ۽ فرقدلين الحديث آهي(مرعاة**:4-145/5)

(1874)

وعن أبي هريرة رضي الله عنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " شر ما في الرجل شح هالع وجبن خالع " . رواه أبو داود وسنذكر حديث أبي هريرة : " لا يجتمع الشح والإيمان " في كتاب الجهاد إن شاء الله تعالى

**ابوهريره ؓ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ بہ (انتهائي) بڇڙيون انساني عادتون آهن: 1- حد کان وڌيڪ بخيلي،2- حد کان وڌيڪ جهاد ۾ سستي.(هن کي ابوداؤد روايت ڪيو آهي ۽ ابوهريره ؓ جي حديث: لايجتمع الشح والايمان.... انشاءَ الله تعالیٰ آئون ڪتاب الجهاد ۾ ذڪر ڪنداسون انشاء الله تعالیٰ)**

## فصل ٽيون

[3]- يعني انهن عادتن وارا ماڻهو پنهنجي براين جي سزا ڀوڳڻ کان اڳ بهشت ۾ نہ ويندا.

(1875) عن عائشة رضي الله عنها أن بعض أزواج النبي صلى الله عليه وسلم قلن للنبي صلى الله عليه وسلم أينا أسرع بك لحوقا ؟ قال : " أطولكن يدا فأخذوا قصبة يذرعونها فكانت سودة أطولهن يدا فعلمنا بعد أنها كانت طول يدها الصدقة وكانت أسرعنا لحوقا به زينب وكانت تحب الصدقة . رواه البخاري . وفي رواية مسلم قالت : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " أسرعكن لحوقا بين أطولكن يدا " . قالت : فكانت أطولنا يدا زينب ؟ لأنها كانت تعمل بيدها وتتصدق

**ام المؤمنين عائشة رضي الله تعالىٰ عنها کان روايت آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جي ڪنهن ٻيبيءَ ڪين چيو تہ اسان مان ڪهڙي اوهان سان جلد ملڻ واري آهي. پاڻ فرمايائون تہ اوهان مان جنهن جا هٿ ڊگها آهن. پوءِ اهي ڪاني ڪٺي ان سان پنهنجون ٻانهون ماپڻ لڳيون. سڀ کان ڊگهي هٿ واري ام المؤمنين سوده هئي. پوءِ اسان سمجهيو تہ ”هٿ جي ڊيگهہ“ مان مراد وڌيڪ صدقو ڏيڻ آهي. پاڻ ڪريمن سان سڀ کان پهريائين ام المؤمنين رضي الله عنها وفات ڪري ملي هئي اها صدقو ڏيڻ کي گهڻو پسند ڪندي هئي. هن ڪي بخاري روايت ڪيو آهي ۽ مسلم جي روايت ۾ آهي تہ ام المؤمنين عائشہ رضي الله عنها چوي ٿي رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ توهان مان مون کي جلد ملڻ واري اها آهي جيڪا توهان مان ڊگهي هٿن واري آهي چوي ٿي تہ امهات المؤمنين هٿن جي ڊگهائي ماپڻ لڳيون تہ انهن مان ڪنهن جو هٿ ڊگهوآهي چوي ٿي تہ ام المؤمنين زينب رضي الله عنها جا هٿ اسان سيني کان ڊگها هئا، ڇاڪاڻ تہ پنهنجن هٿن سان ڪم ڪار ڪندي هئي ۽ صدقو ڏيندي هئي.**[1]

(1876) وعن أبي هريرة رضي الله عنه أن رسول الله صلى الله عليه وسلم قال : " قال رجل : لأتصدقن بصدقة فخرج بصدقته فوضعها في يد سارق فأصبحوا يتحدثون تصدق على سارق فقال اللهم لك الحمد على سارق لأتصدقن بصدقة فخرج بصدقته فوضعها في يدي زانية فأصبحوا يتحدثون تصدق الليلة على زانية فقال اللهم لك الحمد على زانية لأتصدقن بصدقة فخرج بصدقته فوضعها في يدي غني فأصبحوا يتحدثون تصدق على غني فقال اللهم لك الحمد على سارق وعلى زانية وعلى غني فأتي فقيل له أما صدقتك على سارق فلعله أن يستعف عن سرقته وأما الزانية فلعلها أن تستعف عن زناها وأما الغني فلعله يعتبر فينفق مما أعطاه الله " . متفق عليه ولفظه للبخاري

**ابو هريره ؓ کان روايت آهي تہ بيشڪ رسول الله ﷺ فرمايو تہ هڪ شخص چيو تہ البتہ آئون ضرور ڪجهہ صدقو ڏيندس. پوءِ پنهنجو صدقو ڪڍيائين ۽ چور جي هٿ ۾**

[1]- هن حديث مان سخاوت جي فضيلت معلوم ٿئي ٿي ۽ رسول الله ﷺ جن جو هڪ معجزو بہ آهي جو جيئن فرمايائون تيئن ٿيو.

ڏنائين. صبح جو ماڻهو ڳالهيون ڪرڻ لڳا تہ اڄ رات[1] چور کي صدقو ڏنو ويو آهي. ان شخص چيو تہ اي منهنجا الله! چور کي صدقو ڏيڻ تي تنهنجي تعريف آهي. البتہ آءُ ضرور ڪجهہ صدقو ڏيندس. پوءِ پنهنجو صدقو کڻي نڪتو ۽ هڪ زانياڻيءَ جي هٿ ۾ ڏنائين. صبح جو ماڻهو ڳالهيون ڪرڻ لڳا تہ اڄ رات زانياڻيءَ کي صدقو ڏنو ويو. ان شخص چيو تہ اي منهنجا الله! زانياڻي کي صدقو ڏيڻ تي تنهنجي تعريف آهي. البتہ آءُ ضرور صدقو ڏيندس پوءِ پنهنجو صدقو کڻي نڪتو ۽ هڪ غنيءَ جي هٿ ۾ ڏنائين. پوءِ صبح جو ماڻهو ڳالهيون ڪرڻ لڳا تہ اڄ رات دولتمند کي صدقو ڏنو ويو آهي. ان شخص چيو تہ اي منهنجا الله! (هڪ چور، زانياڻي ۽ دولتمند کي صدقو ڏيڻ تي تنهنجي ئي تعريف آهي. ڪيس (خواب ۾) چيو ويو تہ تنهنجو چور کي صدقو ڏيڻ سبب ٿي سگهي ٿو تہ اهو چوري کان باز اچي ۽ تنهنجو زانيءَ کي صدقو ڏيڻ سبب ٿي سگهي ٿو. اها زنا کان پاڪدامني اختيارڪري ۽ تنهنجو مالدارکي صدقو ڏيڻ سبب ٿي سگهي ٿو تہ اهو عبرت وٺي ۽ جيڪي مال ان کي الله تعالیٰ ڏنو آهي ان مان صدقو ڪري(بخاري مسلم ۽ لفظ بخاري جا آهن)

(1877) وعن أبي هريرة عن النبي صلى الله عليه وسلم قال : " بينا رجل بفلاة من الأرض فسمع صوتا في سحابة اسق حديقة فلان فتنحى ذلك السحاب فأفرغ ماءه في حرة فإذا شرجة من تلك الشراج قد استوعبت ذلك الماء كله فتتبع الماء فإذا رجل قائم في حديقته يحول الماء بمسحاته فقال له يا عبد الله ما اسمك فقال له يا عبد الله لم تسألني عن اسمي فقال إني سمعت صوتا في السحاب الذي هذا ماؤه يقول اسق حديقة فلان لاسمك فما تصنع فيها قال أما إذ قلت هذا فإني أنظر إلى ما يخرج منها فأتصدق بثلثه وآكل أنا وعيالي ثلثا وأرد فيها ثلثه " . رواه مسلم

ابوهريره ﷛ کان روايت آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو تہ هڪ شخص جهنگل ۾ بيٺو هو. پوءِ ڪڪر مان آواز ٻڌائين تہ "فلاڻي شخص جي باغ کي پاڻي ڏئي." ڪڪر هڪ طرف هلڻ لڳو، پوءِ هڪ پٿريلي زمين ۾ وسڻ لڳو ۽ هڪ نالي ۾ سڀ پاڻي گڏ ٿيو. اهو شخص پاڻي جي پويان هليو، اوچتو هڪ شخص کي پنهنجي باغ ۾ بيٺل ڏٺائين جيڪو پنهنجي ڪوڏر سان پاڻيءَ کي ورائي رهيو هو. انهيءَ کي چيائين تہ اي الله جا ٻانها! تنهنجو نالو ڇا آهي؟ ان چيو تہ منهنجو نالو فلاڻو آهي، جيڪو نالو ڪڪرن مان ٻڌو هئائين، اهو ورتائين. ( باغائي ان پڇنڌڙ کي چيوتہ) اي الله جا ٻانها! منهنجو نالو ڇو ٿو پڇين؟ انهيءَ چيو تہ انهيءَ ڪڪر ۾ تنهنجونالو ٻڌو هو، جنهن جو هي پاڻي آهي. (ڪوئي شخص) چئي رهيو هو تہ وڃي فلاڻي جي باغ کي پاڻي ڏي

---

[1]- مسلم جي روايت ۾ آهي تہ سندس مقصد هو تہ صدقو مخفي نموني ادا ڪريان انهي ڪري رات جي وقت لڪي صدقو ڏنائين. اتفاقا ٿيئي راتيون حقدارن کي نہ مليو. موجوده زماني ۾ بہ جيڪڏهن ڪو شخص ڀل کان يا بيخبري کان اهڙن ماڻهن کي صدقو ڏئي تہ اهو صدقو قبول پيل چئبو مگر ڏسي وائسي فاسق کي صدقو ڏيڻ گناهہ آهي.

**ان ۾ نالو تنهنجو هو، تون ڪهڙو ڪم ڪرين ٿو؟ (جو تنهنجي لاءِ اهو خصوصي اهتمام ٿي رهيو آهي؟ باغائي) چيو تہ جڏهن تون پڇين ٿو تڏهن توکي ٻڌايان ٿو تہ تحقيق هن باغ جي اپت جو جائزو وٺندو آهيان. ان جو ٽيون حصو صدقو ڪندو آهيان. ٽيون حصو آءُ ۽ منهنجا ٻار ٻچا کائيندا آهيون ۽ ٽيون حصو باغ تي خرچ ڪندو آهيان.**[1] **(هن کي مسلم روايت ڪيو آهي)**

(1878) وعن أبي هريرة أنه سمع النبي صلى الله عليه وسلم يقول : " إن ثلاثة في بني إسرائيل أبرص وأقرع وأعمى فأراد الله أن يبتليهم فبعث إليهم ملكا فأتى الأبرص فقال أي شيء أحب إليك قال لون حسن وجلد حسن ويذهب عني الذي قد قذرني الناس " قال : " فمسحه فذهب عنه قذره وأعطي لونا حسنا وجلدا حسنا قال فأي المال أحب إليك قال الإبل – أو قال البقر شك إسحق – إلا أن الأبرص أو الأقرع قال أحدهما الإبل وقال الآخر البقر قال فأعطي ناقة عشراء فقال بارك الله لك فيها " قال : " فأتى الأقرع فقال أي شيء أحب إليك قال شعر حسن ويذهب عني هذا الذي قد قذرني الناس " . قال : " فمسحه فذهب عنه وأعطي شعرا حسنا قال فأي المال أحب إليك قال البقر فأعطي بقرة حاملا قال : " بارك الله لك فيها " قال : " فأتى الأعمى فقال أي شيء أحب إليك قال أن يرد الله إلي بصري فأبصر به الناس " . قال : " فمسحه فرد الله إليه بصره قال فأي المال أحب إليك قال الغنم فأعطي شاة والدا فأنتج هذان وولد هذا قال فكان لهذا واد من الإبل ولهذا واد من البقر ولهذا واد من الغنم " . قال : " ثم إنه أتى الأبرص في صورته وهيئته فقال رجل مسكين قد انقطعت بي الحبال في سفري فلا بلاغ لي اليوم إلا بالله ثم بك أسألك بالذي أعطاك اللون الحسن والجلد الحسن والمال بعيرا أتبلغ عليه في سفري فقال الحقوق كثيرة فقال له كأني أعرفك ألم تكن أبرص يقذرك الناس فقيرا فأعطاك الله مالا فقال إنما ورثت هذا المال كابرا عن كابر فقال إن كنت كاذبا فصيرك الله إلى ما كنت " . قال : " وأتى الأقرع في صورته فقال له مثل ما قال لهذا ورد عليه مثل ما رد على هذا فقال إن كنت كاذبا فصيرك الله إلى ما كنت " . قال : " وأتى الأعمى في صورته وهيئته فقال رجل مسكين وابن سبيل انقطعت بي الحبال في سفري فلا بلاغ لي اليوم إلا بالله ثم بك أسألك بالذي رد عليك

---

[1]- هن حديث مان معلوم ٿئي ٿو تہ الله تعالىٰ جل جلالہ جي واٽ ۾ پيداوار جو ٽيون حصو خرچ ڪرڻ مستحب آهي ۽ هي بہ معلوم ٿيو تہ بارش الله پاڪ جي حڪم سان وسندي آهي ۽ فرشتن کي حڪم ٿيندو آهي تہ فلاڻي شخص جي ٻني، فلاڻي باغ کي پاڻي پهچايو تہ اهي ان موجب تعميل ڪندا آهن. انهي ڪري مسلمان تي لازم آهي تہ نعمت جي وقت پنهنجي رب جي شڪر گذاري ڪري ۽ اهڙي نعمت کي اتفاقي سمجهي مهربان مالڪ جو احسان نہ وساري.

بصرك شاة أتبلغ بها في سفري فقال قد كنت أعمى فرد الله إلي بصري فخذ ما شئت ودع ما شئت فوالله لا أجهدك اليوم شيئا أخذته لله فقال أمسك مالك فإنما ابتليتم فقد رضي عنك وسخط على صاحبيك "

ابو هريره ﷺ كان روايت آهي ته انهن رسول الله ﷺ جن كان فرمائيندي ٻڌو ته بني اسرائيل ۾ ٽي ڄڻا هر هڪ ڪوڙهي، گنجو ۽ انڌو هئا. الله تعالىٰ جل جلاله انهن کي آزمائڻ چاهيو. الله تعالىٰ وٽن فرشتو موڪليو، جيڪو(پهريائين) ڪوڙهي وٽ آيو. ان کي چيائين ته توکي ڪهڙي شيءِ پياري آهي؟ ڪوڙهي چيو ته سهڻو رنگ ۽ سهڻي گل(يعني جسم) ۽ هيءُ ته منهنجو هي عيب ختم ٿئي، جنهن جي ڪري ماڻهو مون کان نفرت ڪن ٿا پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو ته پوءِ فرشتي ان تي هٿ ڦيرايو جنهن ڪري ان تان ڪوڙهه جا داغ لهي ويا ۽ ان کي سهڻو رنگ ۽ سهڻي کل عطا ڪئي وئي. فرشتي چيس ته توکي ڪهڙو مال پسند آهي؟ چيائين ته اٺ يا چيائين ته ڳئون، رواي اسحاق کي شڪ آهي، مگر ڪوڙهيءَ ۽ گنجي ٻنهي مان هڪڙي چيو ته اٺ ۽ ٻئي چيو ته ڳئون (پسند اٿم) پاڻ سڳورن ﷺ جن فرمايو ته پوءِ ان کي ڏهن مهينن جي ڍڳي ڏاچي ڏني ويئي. فرشتي چيس ته توکي الله تعالىٰ جل جلاله منجهس برڪت ڏئي. رسول الله ﷺ جن فرمايو ته پوءِ فرشتو گنجي وٽ ويو ۽ ان کي چيائين ته توکي ڪهڙي شيءِ پسند آهي؟ چيائين ته سهڻا وار ۽ هيءُ ته منهنجو گنجو پن ختم ٿئي جنهن جي ڪري ماڻهو مون کان نفرت ڪن ٿا. پاڻ فرمايائون ته پوءِ فرشتي ان جي مٿي تي هٿ ڦيرايوجنهنجي ڪري ان جو گنجوپن ختم ٿي ويو. فرمايائون ته پوءِ ان کي سهڻا وار ڏنا ويا. فرشتي چيس ته توکي ڪهڙو مال پسند آهي؟ چيائين ته ڳئون ته پوءِ کيس هڪ ڍڪي ڳئون ڏني ويئي ۽ فرشتي چيس ته توکي الله تعالىٰ جل جلاله ان ۾ برڪت ڏئي. ان کان بعد فرشتو انڌي شخص وٽ آيو ۽ ان کي چيائين ته توکي ڪهڙي شيءِ وڌيڪ پسند آهي؟ چيائينس ته الله تعالىٰ منهنجي ڏسڻ جي طاقت بحال ڪري، جنهن سان آئون ماڻهن کي ڏسان. نبي ڪريم ﷺ فرمايو ته پوءِ فرشتي ان تي هٿ ڦيرايو جنهن ڪر الله ان جي روشني موٽائي. فرشتي چيس ته توکي ڪهڙو مال پسند آهي؟ چيائين ته ٻڪريون. پوءِ ان کي هڪ ڍڪي ٻڪري ڏني وئي. پوءِ ڪوڙهي ۽ گنجي ٻنهي مان هر هڪ جو مال وڌيو ويجهيو ۽ هن (ٽئين شخص) لاءِ به مال وڌيو. هن لاءِ ڏاچين جي ماتري هُن لاءِ ڳئن جي ماتري ۽ هن لاءِ ٻڪرين جي ماتري پرجي وئي. نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو ته پوءِ فرشتو ڪوڙهيءَ وٽ سندس صورت ۽ حالت ۾ آيو ۽ چيائينس ته آئون مسڪين ماڻهو آهيان. مسافري دوران منهنجو سڀ سامان ختم ٿي ويو آهي. هاڻي الله تعالىٰ ۽ تنهنجي مدد کان سواءِ منهنجو (گهر) پهچڻ ممڪن نه آهي. تو کان ان ذات جي وسيلي سوال ٿو ڪريان، جنهن توکي سهڻو رنگ، سهڻي کل ۽ مال ڏنو آهي ته هڪ اٺ (مون کي) ڏي. ڪوڙهيءَ چيس ته (مون تي ته اڳي ئي) گهڻا حق آهن (تنهنجي مدد نه ٿو ڪري سگهان) فرشتي چيس ته تحقيق آئون

توکي سڃاڻو ٿو. ڇا تون ڪوڙهي نہ هئين، ماڻهو توکان نفرت ڪندا هئا، تون مسڪين هئين، پوءِ الله تعالىٰ توکي مال ڏنو؟ ڪوڙهيءَ وراڻيو تہ آئون پيڙهين کان شاهوڪار آهيان، اهو مال مون کي ورثي ۾ مليو آهي. فرشتي چيس تہ جيڪڏهن تون ڪوڙو آهين تہ توکي الله تعالىٰ انهيءَ حالت ۾ موٽائي جنهن ۾ تون اڳ هئين. پاڻ ڪريمن ﷺ فرمايو تہ پوءِ فرشتو گنجي وٽ سندس صورت ۾ آيو ۽ ساڳئي ڳالھ چيائينس. انهيءَ بہ ڪيس ساڳيو جواب ڏنو ۽ فرشتي چيس تہ جيڪڏهن تون ڪوڙو آهين تہ توکي الله تعالىٰ انهيءَ حالت ۾ موٽائي جنهن ۾ تون اڳ هئين. پاڻ ڪريمن ﷺ فرمايو تہ پوءِ فرشتو انڌي وٽ سندس صورت ۽ حالت ۾ آيو ۽ چيائينس تہ آئون مسڪين ماڻهو آهيان. مسافريءَ دوران منهنجو سڀ سامان ختم ٿي ويو آهي. اڄ الله تعالىٰ ۽ تنهنجي مدد کانسواءِ منهنجو (گهر) پهچڻ ممڪن نہ آهي. توکان ان ذات جي وسيلي سوال ٿو ڪريان جنهن تنهنجو نور بحال ڪيو آهي تہ هڪ ٻڪري (مون کي) ڏي. انڌي چيس تہ تحقيق آءُ انڌو هوس پوءِ مون کي الله تعالىٰ ڏسڻ جي طاقت ڏني،توکي جيڪي وٽي، سو کاهہ ۽ جيڪي وٽئي سو ڇڏ. الله تعالىٰ جو قسم! تون الله تعالىٰ جي نالي تي جيڪي بہ ڪٽندين توکي ان کان منع نہ ڪندس. فرشتي چيس تہ تون پنهنجو مال پاڻ وٽ رک! (دراصل) توهان (ٽنهي) جي آزمائش ڪئي ويئي. تحقيق الله تعالىٰ توکان راضي ۽ تنهنجي ٻنهي ساٿين کان ناراض ٿيو([1]) (بخاري ۽ مسلم)

(1879) وعن أم بجيد قالت : قلت يا رسول الله إن المسكين ليقف على بابي حتى أستحيي فلا أجد في بيتي ما أدفع في يده . فقال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " ادفعي في يده ولو ظلفا محرقا " . رواه أحمد وأبو داود والترمذي

ام بجيد کان روايت آهي تہ مون چيوتہ اي الله جا رسول ﷺ! تحقيق مسڪين منهنجي گهر ۾ اهڙي شيءِ نہ هوندي آهي، جو ان کي ڏيان. رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ تو وٽ جيتوڻيڪ سڙيل کر هجي تہ اهو بہ ڏيس([2]) (يعني سواليءَ کي خالي نہ موٽاءِ) (هن کي احمد، ابوداؤد، ترمذي روايت ڪيو ۽ ترمذي چوي ٿو تہ هي حديث صحيح آهي)

(1880) وعن مولى لعثمان رضي الله عنه قال : أهدي لأم سلمة بضعة من لحم وكان النبي صلى الله عليه وسلم يعجبه اللحم فقالت للخادم : ضعيه في البيت لعل النبي صلى الله عليه

---

[1]- هن حديث ۾ شڪر گذار ۽ بي شڪري ٻنهي جو بيان آهي ڇاڪاڻ تہ جيڪڏهن غور ڪجي تہ معلوم ٿيندو تہ هيءَ حديث فقط انڌي ڪوڙهي ۽ گنجي لاءِ نہ آهي بلڪ ساري جهان جي حال موافق آهي. اسين سڀ پهريائين ڪجھ نہ هئاسين (هل اتى على الانسان حين من الدهر لم يكن شيئًا مذكورًا) پوءِ جان، مال صحت، حڪومت، عقل، مغز، مالڪ پنهنجي مهر سان عطا ڪيو. هاڻي داناء شخص اهو چئبو جيڪو پنهنجي حقيقت ۽ صليت ڏيان ۾ آڻي الله پاڪ جي ڪرم ۽ فضل جو شڪر گذار رهي ۽ اهو وڏو احمق ۽ حق نا شناس چئبو جيڪو پنهنجي حقيقت ۽ الله تعالىٰ جي فضل کي وساري پنهنجي تدبير، خانداني وقار ۽ رياست تي مغرور رهي ٿو. اهڙو شخص الله تعالىٰ جل جلالہ کان دور آهي ۽ ان کان الله تعالىٰ جل جلالہ دور آهي.

[2]- هن حديث جو مطلب آهي تہ سائل کي ڪجھ نہ ڪجھ ضرور ڏجي ۽ خالي نہ موٽائجي.

وسلم يأكله فوضعته في كوة البيت . وجاء سائل فقام على الباب فقال : تصدقوا بارك الله فيكم . فقالوا : بارك الله فيك . فذهب السائل فدخل النبي صلى الله عليه وسلم فقال : " يا أم سلمة هل عندكم شيء أطعمه ؟ " . فقالت : نعم . قالت للخادم : اذهبي فأتي رسول الله صلى الله عليه وسلم بذلك اللحم . فذهبت فلم تجد في الكوة إلا قطعة مروة فقال النبي صلى الله عليه وسلم : " فإن ذلك اللحم عاد مروة لما لم تعطوه السائل " . رواه البيهقي في دلائل النبوة

**حضرت عثمان ﷜ جي آزاد ڪيل ٻانهي کان روايت آهي ته ام المؤمنين ام سلمه رضي الله عنها کي گوشت جو ٽڪر هديه ڏنو ويو ۽ نبي ڪريم ﷺ گوشت پسند ڪندا هئا. ام سلمه ٻانهي کي چيو ته اهو گهر جي طاق تي رکي ڇڏ، شايد نبي ڪريم ﷺ جن اچن ۽ کائين. ٻانهيءَ گوشت گهر جي طاق تي رکي ڇڏيو. ان دوران هڪ سوالي آيو ۽ دروازي تي بيهي چيائين اي گهر وارؤ! الله ڪارڻ ڪجھ ڏيو اوهان کي الله تعالىٰ برڪت ڏئي. جواب ۾ چيائونس ته توکي به الله تعالىٰ برڪت ڏئي(يعني معاف ڪر) سوال(خالي هٿين) هليو ويو. پوءِ نبي ڪريمﷺ جن آيا ۽ فرمايائون ته اي ام سلمه! تو وٽ ڪا شيءِ هجي ته ڏي ته کاوان چيائين ته هائو! ۽ ٻانهي کي چيائين ته وڃي اهو گوشت رسول الله ﷺ جن کي آڻي ڏي. ٻانهي وئي مگر طاق تي صرف اڃو پٿر ڏٺائين (۽ حقيقت حال بيان ڪيائين) نبي ﷺ جن فرمايوته توهان سائل کي گوشت نه ڏنو، انهيءَ ڪري اڇ پٿر ٿي ويو. (هن کي بيهقي دلائل النبوة ۾ روايت ڪيو آهي)**

**فائدو: هن حديث جي سند معلوم ٿي ن سگهي آهي. حديث ۾ انقطاع نظر اچي ٿو، ڇاڪاڻ ته هن واقعي ۾ عثمان جوغلام موجود نه هو ۽ ان شخص جو حال به معلوم نه آهي. جنهن عثمان جي غلام کي هي واقعو ٻڌايو** (مرعاة:4-152/5)

(1881) وعن ابن عباس رضي الله عنهما قالت : قال النبي صلى الله عليه وسلم : " ألا أخبركم بشر الناس منزلا ؟ قيل : نعم قال : الذي يسأل بالله ولا يعطي به " . رواه أحمد

**ابن عباس کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته ماڻهن مان الله تعالىٰ وٽ مرتبي ۾ جيڪي گهٽو بڇڙا آهن تن جي توهان کي خبر ڏيان يا نه؟ صحابن چيو ته هائو خبر ڏيو! پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو ته اهو شخص جنهن کان الله ڪارڻ سوال ڪيو وڃي ۽ سائل کي نه ڏئي. (هن کي احمد روايت ڪيو آهي)**

(1882) وعن أبي ذر أنه استأذن على عثمان فأذن له وبيده عصاه فقال عثمان : يا كعب إن عبد الرحمن توفي وترك مالا فما ترى فيه ؟ فقال : إن كان يصل فيه حق الله فلا بأس عليه . فرفع أبو ذر عصاه فضرب كعبا وقال : سمعت رسول الله صلى الله عليه وسلم يقول : " ما أحب

لو أن لي هذا الجبل ذهبا أنفقه ويتقبل مني أذر خلفي منه ست أواقي " . أنشدك بالله يا عثمان أسمعته ؟ ثلاث مرات . قال : نعم . رواه أحمد

**ابوذر ﷺ ([1]) کان روايت آهي تہ ان حضرت عثمان ﷺ وٽ اچڻ جي موکل گهري، جنهن ان کي موکل ڏني. ان جي هٿ ۾ لٺ هئي. پوءِ عثمان ﷺ کعب ﷺ کي چيو تہ تحقيق عبدالرحمن ﷺ وفات ڪري ويو آهي ۽ گهڻو ڇڏيو اٿس. ان جي باري ۾ تون ڇا ٿو چوين؟ کعب چيو تہ جيڪڏهن ان مان الله تعالیٰ جو حق ادا ڪندو هو تہ ان ۾ ڪو حرج نہ آهي.پوءِ ابوذر ﷺ پنهنجي لٺ کعب کي هنئي ۽ چيائين تہ مون رسول الله ﷺ جن کان فرمائيندي ٻڌو آهي تہ مون کي اها ڳالهہ پسند آهي تہ جيڪڏهن منهنجي لاءِ هي جبل سونو ٿي پوي تہ هوند آئون ان کي خيرات ڪري ڇڏيان ۽ اهو مون کان قبول ڪيو وڃي. ان مان (صرف) ڇهہ اوقيہ ڇڏيان. اي عثمان! آئون توهان کي الله تعالیٰ جو قسم ڏئي پڇان ٿو تہ ڇا توهان بہ نبي ﷺ کان ٽي ڀيرا ان طرح اها حديث ٻڌي آهي؟ عثمان ﷺ چيو تہ هائو! (هن کي احمد روايت ڪيو آهي)**

(1883) وعن عقبة بن الحارث قال : صليت وراء النبي صلى الله عليه وسلم بالمدينة العصر فسلم ثم قام مسرعا فتخطى رقاب الناس إلى بعض حجر نسائه ففزع الناس من سرعته فخرج عليهم فرأى أنهم قد عجبوا من سرعته قال : " ذكرت شيئا من تبر عندنا فكرهت أن يحبسني فأمرت بقسمته " . رواه البخاري . وفي رواية له قال : " كنت خلفت في البيت تبرا من الصدقة فكرهت أن أبيته "

**عقبہ بن حارث ﷺ کان روايت آهي تہ مون نبي ﷺ جن جي پٺيان مديني ۾ وچين نماز پڙهي. جڏهن سلام وريائون تڏهن جلدي اٿيا ۽ ماڻهن جا ڪنڌ اورانگهي پنهنجي ڪنهن گهرواريءَ ڏانهن ويا ماڻهو سندن جلدي ڪرڻ سبب ڊنا. جڏهن انهن وٽ واپس آيا، تڏهن ڏٺائون تہ سندن تڪڙ ڪرڻ سبب اصحابن کي تعجب ٿيو آهي. تڏهن فرمايائون تہ اسان وٽ سون جو هڪ ڳنڍو هو، مون کي اها ڳالهہ پسند نہ آئي تہ اها مون کي الله تعالیٰ جي ويجهڙائيءَ کان روڪي، تنهن ڪري مون (اندر وڃي) ان جي ورهائڻ جو حڪم ڪيو. هن کي بخاري روايت ڪيو آهي ۽ بخاري جي ٻي روايت ۾ آهي تہ پاڻ فرمايائون تہ زڪوٰة جي مال مان سون جو هڪ ڳنڍو گهر ۾ ڇڏي آيو هوس، پوءِ مون کي اها ڳالهہ چڱي نہ لڳي تہ اهو رات ڀر منهنجي گهر ۾ رهي.**

[1]- ابوذر غفاري ﷺ زاهد ۽ فقير اصحابن مان هو. سندس مذهب هو تہ مال کي جمع ڪري نہ رکو، ضرورت کان وڌيڪ سڀ صدقو ڪري ڇڏيو. لٺ انهيءَ ڪري هنيائين جو هن کي جذبو اچي ويو ۽ پڻ هنڪري تہ پاڻ مال جي گڏ ڪرڻ کي تمام نفرت جي نگاهہ سان ڏسندو هو. مگر جمهور علماء ۽ سيني صحابن جو هي مذهب آهي تہ جڏهن مال جي زڪوٰة ڏني وڃي تہ پوءِ خزانو يعني گڏ ڪري رکڻ گناهہ نہ آهي.

(1884) وعن عائشة رضي الله عنها قالت : كان لرسول الله صلى الله عليه وسلم عندي في مرضه ستة دنانير أو سبعة فأمرني رسول الله صلى الله عليه وسلم أن أفرقها فشغلني وجع نبي الله صلى الله عليه وسلم ثم سألني عنها : " ما فعلت الستة أو السبعة ؟ " قلت : لا والله لقد كان شغلني وجعك فدعا بها ثم وضعها في كفه فقال : " ما ظن نبي الله لو لقي الله عز وجل وهذه عنده ؟ " . رواه أحمد

**ام المؤمنين عائشة رضي الله عنها کان روايت آهي تہ مون وٽ رسول الله ﷺ جن جا بيماريءَ واري وقت ۾ ڇهہ يا ست دينار هئا. رسول الله ﷺ جن انهن جي ورهائڻ جو حڪم ڪيو، پر نبي ﷺ جن جي بيماري ورهائڻ کان مون کي روڪي رکيو. پوءِ مون کان پڇيائون تہ تو انهن ڇهن يا ستن درهمن جو ڇا ڪيو؟ مون چيو تہ الله جو قسم! اوهان جي بيماريءَ مون کي ورهائڻ کان روڪي رکيو. پوءِ اهي گهرائي پنهنجي هٿ تي رکيائون ۽ فرمايائون تہ الله جي نبيءَ جو ڪهڙو حال ٿيندو جيڪڏهن الله جل جلالہ سان هن حال۾ ملاقات ڪري جو ان وٽ اهي دينار موجود هجن؟ (هن کي احمد روايت ڪيو آهي)**

(1885) وعن أبي هريرة رضي الله عنه أن النبي صلى الله عليه وسلم دخل على بلال وعنده صبرة من تمر فقال : " ما هذا يا بلال ؟ " قال : شيء ادخرته لغد . فقال : " أما تخشى أن ترى له غدا بخارا في نار جهنم يوم القيامة أنفق بلال ولا تخش من ذي العرش إقلالا "

**ابوهريره ﷺ کان روايت آهي تہ نبي ﷺ بلال ﷺ وٽ آيو ۽ ان وٽ کارڪن جي هڪ ڪوڙي ڏنائين. فرمايائون تہ اي بلال هي ڇا آهي؟ بلال چيو تہ ڪجهہ سڀاڻي لاءِ بچائي رکيو اٿم. فرمايائون تہ توکي خوف نٿو ٿئي تہ انهيءَ جي ڪري سڀاڻي قيامت جي ڏينهن دوزخ جي باھ جي ٻاڦ ڏسين. اي بلال! تون هن کي خيرات ڪري ڇڏ ۽ عرش جي مالڪ کان[1] مسڪيني جو خوف نہ رک.**

(1886) وعن أبي هريرة رضي الله عنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " السخاء شجرة في الجنة فمن كان سخيا أخذ بغصن منها فلم يتركه الغصن حتى يدخله الجنة . والشح شجرة في النار فمن كان شحيحا أخذ بغصن منها فلم يتركه الغصن حتى يدخله النار " . رواهما البيهقي في شعب الإيمان

**ابوهريره ﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ سخاوت هڪ بهشتي وڻ آهي. پوءِ جيڪو شخص سخي هوندو اهو ان جي ٽاري کي وٺندو، پوءِ اها ان کي تيستائين نہ ڇڏيندي جيستائين ان کي بهشت ۾ داخل نہ ڪري ۽ بخيلي دوزخ جو وڻ**

[1]-رسول الله ﷺ جن جو بلال ﷺ کي ائين چوڻ ڪمال توڪل ۽ اعتبار تي مبني آهي ورنہ سال جو قوت يا مال گڏ ڪري رکڻ جائز آهي جيئن رسول الله ﷺ جن بہ ڪندا هئا ۽ اها حديث صحيح آهي.

هڪ آهي، جيڪو بخيل هوندو سو ان جي ٽاريءَ ڪي وٺندو، پوءِ اها ان کي جيستائين دوزخ ۾ داخل نہ ڪندي تيستائين نہ ڇڏيندي. ٻنهي حديثن کي بيهقي شعب الايمان ۾ روايت ڪيو آهي.

(1887) وعن علي رضي الله عنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " بادروا بالصدقة فإن البلاء لا يتخطاها " . رواه رزين

علي رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله جن فرمايو تہ اوهين صدقي ڏيڻ ۾ جلدي ڪريو، ڇاڪاڻ تہ مصيبت صدقي کي ٽپي اورانگي. انهي کي رزين روايت ڪيو آهي)

فائدو: اها حديث طبرانيءَ بہ بيان ڪئي آهي، مگر ان جي سند ضعيف آهي(مشڪوٰة-الباني:591/1)

## باب فضل الصدقة

## خيرات جي فضيلت جو بيان

### فصل پهريون

(1888) وعن أبي هريرة رضي الله عنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " من تصدق بعدل تمرة من كسب طيب ولا يقبل الله إلا الطيب فإن الله يتقبلها بيمينه ثم يربيها لصاحبها كما يربي أحدكم فلوه حتى تكون مثل الجبل "

**ابوهريره ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله جن فرمايو تہ جيڪو شخص پنهنجي حلال ڪمائي مان هڪ ڪجيءَ جي برابر بہ صدقو ڪندو ۽ الله تعالىٰ حلال مال مان ئي صدقو قبول ڪندو آهي تہ الله تعالىٰ ان ڪي پنهنجي ساڄي هٿ ساي قبول ڪندو آهي. پوءِ جهڙي طرح اوهان مانڪو لپنهنجي وڇيري جي پالنا ڪري ان ڪي وڏو ڪندو آهي، تهڙي طرح الله تعالىٰ بہ انهيءَ جي پالنا[1] ڪندو آهي، تانجو جبل جيڏو ٿي ويندو آهي. (بخاري و مسلم)**

(1889) وعن أبي هريرة رضي الله عنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " ما نقصت صدقة من مال شيئا وما زاد الله عبدا بعفو إلا عزا وما تواضع أحد لله إلا رفعه الله " . رواه مسلم

**ابوهريره ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايوتہ صدقو ڏيڻ سان مال گهٽ[2] ٿئي ٿو ۽ معاف ڪرڻ سان الله تعالىٰ بانهي جي عزت ئي وڌائي ٿو ۽ جيڪو الله تعالىٰ لاءِ عاجزي ڪري ٿو الله تعالىٰ سندس درجو مٿانهون ڪري ٿو (هن ڪي مسلم روايت ڪيو آهي)**

(1890) وعن أبي هريرة رضي الله عنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " من أنفق زوجين من شيء من الأشياء في سبيل الله دعي من أبواب الجنة واللجنة أبواب فمن كان من أهل الصلاة دعي من باب الصلاة ومن كان من أهل الجهاد دعي من باب الجهاد ومن كان من أهل الصدقة دعي من باب الصدقة ومن كان من أهل الصيام دعي من باب الريان " . فقال أبو بكر : ما علي من دعي من تلك الأبواب من ضرورة فهل يدعى أحد من تلك الأبواب كلها ؟ قال : " نعم وأرجو أن تكون منهم "

---

[1]- يعني حلال مال مان صدقو ڏنل جيتوڻيڪ ٿورو هجي تہ بہ ان جو ثواب بي حساب آهي. هن حديث مان ڪيترا فائدا معلوم ٿين ٿا: 1- حرام مال مان جيتوڻيڪ لکين رپيا صدقو ڪري تہ بہ الله تعالىٰ انهن کي قبول نہ ڪندو، 2- حلال مال مان جيڪڏهن هڪ ڪوڏي بہ ڏيندو تہ بہ لکين روپين جي برابر آهي بلڪ انهن کان بہ زياده ثواب ملندس، 3- مسلمان کي گهرجي تہ صدقو ڏيڻ وقت حلال مال جو خيال رکي، ٿوري گهڻي جو خيال نہ ڪري.

[2]- زڪوٰة ڏيڻ مان ظاهر ۾ مال گهٽ ٿئي ٿو مگر الله پاڪ انهيءَ مال ۾ دنيا ۾ بہ برڪت ڏئي ٿو ۽ پاڻ وٽ بہ ثواب جا انبار وڌائي ٿو.

ابوهريره ؓ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايوتہ جيڪو شخص پنهنجي شين مان ڪي بہ شيون الله جي واٽ ۾ صدقو ڪندو تہ ان کي بهشت جي (سيني ) دروازن مان سڏيو ويندو. بهشت جا ڪيترائي دروازا آهن. پوءِ جيڪو نمازي هوندو ان کي نماز جي دروازي مان سڏيو ويندوءِ جيڪو جهاد ڪندڙ هوندو ان جهاد جي دروازي مان سڏيو ويندو ۽ جيڪو صدقو ڏيندڙ هوندو ان کي صدقہ جي دروازي مان سڏيو ويندو ۽ جيڪو روزيدار هوندو ان کي "باب الريان" مان سڏيو ويندو. ابوبڪر صديق ؓ چيو تہ جيتوڻيڪ اهڙي ضرورت نہ بہ هجي جو ڪنهن کي سيني دروازن مان سڏيو وڃي.[1] (پر تڏهن بہ) ڇا اهڙو ڪو آهي جنهن کي انهن سيني دروازن مان سڏيو وڃي؟ فرمايائون تہ هائو! آءُ اميد رکان ٿو تہ تون انهن مان هوندين. (بخاري ومسلم)

(1891) وعن أبي هريرة رضي الله عنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " من أصبح منكم اليوم صائما ؟ " قال أبو بكر : أنا قال : " فن تبع منكم اليوم جنازة ؟ " قال أبو بكر : أنا . قال : " فمن أطعم منكم اليوم مسكينا ؟ " قال أبو بكر : أنا . قال : " فمن عاد منكم اليوم مريضا ؟ " . قال أبو بكر : أنا . فقال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " ما اجتمعن في امرئ إلا دخل الجنة " . رواه مسلم

ابوهريره ؓ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن (هڪ ڏينهن) پڇيو تہ توهان مان ڪير آهي جنهن اڄ روزو رکيو آهي؟ ابوبڪر صديق ؓ چيو تہ مون فرمايائون تہ توهان مان اڄ جنازي ۾ ڪير شريڪ ٿيو؟ ابوبڪر صديق ؓ چيو تہ آئون. فرمايائون تہ توهان مان اڄ ڪنهن مسڪين کي کارايو؟ ابوبڪر صديقؓ چيو تہ مون. فرمايائون تہ توهان مان اڄ ڪنهن بيمار جي تيمارداري ڪئي؟ ابوبڪر صديق ؓ چيوتہ مون. فرمايائون تہ جنهن بہ شخص ۾ اهي خصلتون جمع ٿينديون، سو بهشت ۾ داخل ٿيندو (هن کي مسلم روايت ڪيو آهي)

(1892) وعن أبي هريرة رضي الله عنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " يا نساء المسلمات لا تحقرن جارة لجارتها ولو فرسن شاة "

ابوهريره ؓ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايوتہ اي مسلمان عورتو! اوهان مان ڪا پاڙي واري عورت پنهنجي پاڙي واريءَ جي موڪليل هديہ کي گهٽ نہ سمجهي، جيتوڻيڪ ٻڪري جو کر چونہ هجي. (بخاري و مسلم)

(1893) وعن جابر وحذيفة قالا : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " كل معروف صدقة "

[1]- هن حديث مان حضرت ابوبڪر صديق ؓ جي وڏي فضيلت ظاهر ٿئي ٿي ۽ سندس بهشتي هجڻ بہ ثابت ٿئي ٿو.

**جابر ۽ حذيفہ رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله جن فرمايو تہ هر نيڪي[1] صدقو آهي. (بخاري ومسلم)**

(1894) وعن أبي ذر قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " لا تحقرن من المعروف شيئا ولو أن تلقى أخاك بوجه طليق " . رواه مسلم

**ابوذر ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ هر گز ڪنهن نيڪيءَ کي گهٽ نہ ڄاڻ جيتوڻيڪ تون پنهنجي ڀاءُ سان کل مک چهري سان ملاقات ڪرين (هن کي مسلم روايت ڪيو آهي)**

(1895) وعن أبي موسى الأشعري قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " على كل مسلم صدقة " . قالوا : فإن لم يجد ؟ قال : " فليعمل بيديه فينفع نفسه ويتصدق " . قالوا : فإن لم يستطع ؟ أو لم يفعل ؟ قال : " فيعين ذا الحاجة الملهوف " . قالوا : فإن لم يفعله ؟ قال : " فيأمر بالخير " . قالوا : فإن لمي فعل ؟ قال : " فيمسك عن الشر فإنه له صدقة "

**ابو موسٰي اشعري ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ هر مسلمان تي صدقو آهي. اصحابن چيو تہ جيڪڏهن ڪجهہ نہ هجي (تہ ڇا ڪري؟) فرمايائون تہ پوءِ پنهنجن هٿن سان ڪمائي، پوءِ پاڻ کي بہ فائدو ڏي ۽ صدقو بہ ڪري. اصحابن چيو تہ جيڪڏهن ڪمائي نہ سگهي يا ڪو ڪم نٿوڄاڻي؟ فرمايائون تہ ضرورتمند، مصيبت جي ماريل جي مدد ڪري. عرض ڪيائون تہ جيڪڏهن ائين ڪري نہ سگهي؟ ارشاد فرمايائون تہ پوءِ نيڪي جو حڪم ڪري. اصحابن چيو تہ ائين بہ نہ ڪري سگهي (تہ پوءِ ڇا ڪري؟) فرمايائون تہ پوءِ برائي ڪرڻ کان[2] پاڻ کي روڪي. تحقيق ان لاءِ اهو بہ هڪ صدقو آهي. (بخاري و مسلم)**

(1896) وعن أبي هريرة رضي الله عنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " كل سلامي من الناس عليه صدقة : كل يوم تطلع فيه الشمس يعدل بين الاثنين صدقة ويعين الرجل على دابته فيحمل عليها أو يرفع عليها متاعه صدقة والكلمة الطيبة صدقة وكل خطوة تخطوها إلى الصلاة صدقة ويميط الأذى عن الطريق صدقة ".

**ابوهريره ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايوتہ هر ڏينهن جنهن ۾ سج اڀري ٿو انسان جي هر هڪ عضوي تي صدقو آهي. ٻن ڄڻن جي وچ ۾ صلح ڪرائي ٿو تہ اهو بہ صدقو آهي. ڪنهن ماڻهو کي سواري تي سوار ٿيڻ ۾ يا با ڪٽائڻ ۾ مدد ڪري تہ اهو بہ صدقو آهي نماز پڙهڻ لاءِ جيڪا وک کڻي اهو بہ صدقو آهي. رستي مان ايذاءُ ڏيندڙ شيءِ هٽائي تہ اهو بہ صدقو آهي. (هن کي بخاري ۽ مسلم روايت ڪيو آهي)**

---

[1]- يعني جيئن مال مان صدقو ڏجي ٿو تيئن سڀ ڪنهن نيڪيءَ مان صدقہ جي برابر ثواب ملي ٿو.
[2]- هن مضمون بابت شيخ سعدي فرمايو آهي تہ "مون کي تو مان فائدي جي آرزو نہ آهي مگر نقصان نہ پهچائج"

(1897) وعن عائشة رضي الله عنها قالت : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " خلق كل إنسان من بني آدم على ستين وثلاثمائة مفصل فمن كبر الله وحمد الله وهلل الله وسبح الله واستغفر الله وعزل حجرا عن طريق الناس أو شوكة أو عظما أو أمر بمعروف أو نهى عن منكر عدد تلك الستين والثلاثمائة فإنه يمشي يومئذ وقد زحزح نفسه عن النار " . رواه مسلم

**عائشه رضي الله عنها کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ آدم جي اولاد مان هر شخص کي ٽي سؤ سٺ عضون جي سنڌن تي پيدا ڪيو ويو آهي. پوءِ جيڪو الله اڪبر، الحمدلله، لا اله الا الله، سبحان الله چوي ۽ الله کان بخشش گهري ۽ ماڻهن جي رستي تان پٿر يا ڪنڊو يا هڏي هٽائي يا نيڪي جو ڪم ڪري يا برائيءَ کان روڪي، انهن ٽي سؤ سٺ پيرا ڪري تہ ان ڏينهن اهڙي حالت ۾ هلندو جو جڻ پنهنجي نفس کي باهہ کان آجو ڪيائين. (هن کي مسلم روايت ڪيو آهي)**

(1898) وعن أبي ذر قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " إن بكل تسبيحة صدقة وكل تكبيرة صدقة وكل تحميدة صدقة وكل تهليلة صدقة وأمر بالمعروف صدقة ونهي عن المنكر صدقة وفي بضع أحدكم صدقة " قالوا : يا رسول الله أيأتي أحدنا شهوته ويكون له فيها أجر ؟ قال : " أرأيتم لو وضعها في حرام أكان عليه فيه وزر ؟ فكذلك إذا وضعها في الحلال كان له أجر " . رواه مسلم

**ابوذر ؓ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ سبحان الله چوڻ صدقو آهي، الله اڪبر چوڻ صدقو آهي، الحمدلله چوڻ صدقو آهي، لا اله الا الله چوڻ صدقو آهي، نيڪيءَ جو حڪم ڪرڻ صدقو آهي، برائيءَ کان روڪڻ صدقو آهي، گهر واريءَ سان همبستري ڪرڻ صدقو آهي. اصحابن عرض ڪيو تہ يا رسول الله ﷺ! ڇا اسان مان ڪو پنهنجي شهوت پوري ڪري تہ ان تي بہ ان لاءِ اجر آهي؟ پاڻ فرمايائون تہ (ڇگو ڀلا مونکي ) ٻڌايو تہ جيڪڏهن حرام طريقي سان خواهش پوري ڪري تہ ڇا گناهہ ٿيندس؟ ساڳيءَ طرح حلال طريقي سان خواهش پوري ڪري تہ ان لاءِ اجر آهي. (هن کي مسلم روايت ڪيو آهي)**

(1899) وعن أبي هريرة رضي الله عنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " نعم الصدقة اللقحة الصفي منحة والشاة الصفي منحة تغدو بإناء وتروح بآخر "

**ابوهريره ؓ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايوتہ بهترين صدقو کير واري ڏاچي ڏيڻ آهي ۽ صبح شام ٿانءُ ڀري کير ڏيندڙ ٻڪري ڏجي تہ اهو بہ بهترين صدقو آهي. (هن کي بخاري ۽ مسلم روايت ڪيو آهي)**

(1900) وعن أنس قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " ما من مسلم يغرس غرسا أو يزرع زرعا فيأكل منه إنسان أو طير أو بهيمة إلا كانت له صدقة "

**انس ﷺ كان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ جيڪو مسلمان وڻ يا پوک پوکيندو، پوءِ ان مان ڪو انسان يا پکي يا جانور کائيندو تہ اهو انهيءَ لاءِ صدقو شمار ٿيندو (هن ڪي بخاري ۽ مسلم روايت ڪيو آهي)**

(1901) وفي رواية لمسلم عن جابر : " وما سرق منه له صدقة "

**۽ مسلم جي روايت ۾ هي لفظ وڌيڪ آهن تہ: ان مان جيڪا شيءِ چوري ٿيندي، اها بہ ان لاءِ صدقو آهي.**

1902. وعن أبي هريرة رضي الله عنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " غفر لامرأة مومسة مرت بكلب على رأس ركي يلهث كاد يقتله العطش فنزعت خفها فأوثقته بخمارها فنزعت له من الماء فغفر لها بذلك " . قيل : إن لنا في البهائم أجرا ؟ قال : " في كل ذات كبد رطبة أجر "

**ابوهريره ﷺ كان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايوتہ هڪ زانياڻي ڪي ڪتي جي ڪري بخشيو ويو. اها هڪ ڪتي وٽان لنگهي، جيڪو کوهہ جي ويجهو اڃ جي ڪري زبان ڪڍي سهڪي رهيو هو. ويجهو هو تہ مري وڃي. انهيءَ عورت پنهنجي چادر ۾ موزو ٻڌي کوہ مان پاڻي ڪڍي ڪتي کي پياريو. الله تعالیٰ کيس انهيءَ ڪري بخشي ڇڏيو. عرض ڪيو ويو تہ ڇا اسان لاءِ جانورن ۾ بہ ثواب آهي. رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ هر ساهواري شيءِ جي خدمت ۾ ثواب آهي. (هن ڪي بخاري ۽ مسلم روايت ڪيو آهي)**

1903. وعن ابن عمر وأبي هريرة قالا : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " عذبت امرأة في هرة أمسكتها حتى ماتت من الجوع فلم تكن تطعمها ولا ترسلها فتأكل من خشاش الأرض "

**ابن عمر ۽ ابوهريره رضي الله عنهما كان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ هڪ عورت تي هن ڪري عذاب ڪيو ويو جو ٻليءَ کي ٻڌي ڇڏيو هيائين، تانجو بک وگهي مرو وئي. نہ پاڻ انکي کاڌو ٿي ڏنائين ۽ نہ ئي ان کي ڇڏيائين ٿي تان تہ وڃي زمين جا جانور (ڪوئا وغيره) کائي جان بچائي. (هن ڪي بخاري ۽ مسلم روايت ڪيو آهي)**

1904. وعن أبي هريرة رضي الله عنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " مر رجل بغصن شجرة على ظهر طريق فقال : لأنحين هذا عن طريق المسلمين لا يؤذيهم فأدخل الجنة "

**ابوهريره ﷺ كان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايوتہ هڪ شخص رستي تان لنگهيو، جتي وڻ جو ڏار ڪريل هو. چيائين تہ ضرور ان کي رستي تان هٽائيندس تان تہ مسلمانن جي تڪليف دور ٿئي. انهيءَ ڪري کيس بهشت ۾ داخل ڪيو ويو. (هن ڪي بخاري ۽ مسلم روايت ڪيو آهي)**

1905. وعن أبي هريرة رضي الله عنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " لقد رأيت رجلا يتقلب في الجنة في شجرة قطعها من ظهر الطريق كانت تؤذي الناس " . رواه مسلم

**ابوهريره ﵁ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايوتہ مون هڪ شخص کي ڏٺو جيڪو بهشت ۾ گهمي رهيو هو، ڇاڪاڻ تہ انهيءَ رستي تان ماڻهن کي تڪليف ڏيندڙ وڻ ڪٽي ڇڏيو هو. (هن کي مسلم روايت ڪيو آهي)**

1906. وعن أبي برزة قال : قلت : يا نبي الله علمني شيئا أنتفع به قال : " اعزل الأذى عن طريق المسلمين " . رواه مسلم وسنذكر حديث عدي ابن حاتم : " اتقوا النار " في باب علامات النبوة

**ابوبرزه ﵁ کان روايت آهي تہ مون عرض ڪيو تہ اي الله جا نبي! مون کي اهڙي شيءِ سيکاريو جنهن مان آئون نفعو حاصل ڪريان. رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ مسلمانن جي رستي تان ايذاءَ ڏيندڙ شيءِ هٽاءِ (هن کي مسلم روايت ڪيو آهي) انشاءَ الله سگهو ئي عدي بہ حاتم ﵁ جي حديث "اتقوا النار..." "باب علامات البنوة" ۾ ذڪر ڪنداسين)**

## فصل ٻيو

1907 – عن عبد الله بن سلام قال : لما قدم النبي صلى الله عليه وسلم المدينة جئت فلما تبينت وجهه عرفت أن وجهه ليس بوجه كذاب . فكان أول ما قال : " أيها الناس أفشوا السلام وأطعموا الطعام وصلوا الأرحام وصلوا بالليل والناس نيام تدخلوا الجنة بسلام " . رواه الترمذي وابن ماجه والدارمي

1907. **عبدالله بن سلام کان روايت آهي تہ جڏهن نبي ﷺ مديني آيا تہ آئون وٽس آيس. جڏهن سندن منهن مبارڪ ڏٺم تہ سڃاڻي ورتم تہ اهڙو منهن ڪنهن ڪوڙي جو نٿو ٿي سگهي. پوءِ پهريون اکر جيڪو ارشاد فرمايو هئائون سو هي هو تہ اي انسانو! سلام ڦهلايو، ڪاڌو کارايو، صلہ رحمي ڪريو ۽ رات جو ان وقت نماز پڙهو جڏهن ماڻهو ننڊ ۾ هجن. (اوهان ائين ڪندو تہ) بهشت ۾ سلامتيءَ سان داخل ٿيندؤ.(هن کي ترمذي،ابن ماجہ ۽ دارمي روايت ڪيو آهي)**

1908. وعن عبد الله بن عمرو قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " اعبدوا الرحمن وأطعموا الطعام وأفشوا السلام تدخلوا الجنة بسلام " . رواه الترمذي وابن ماجه

**عبدالله بن عمر رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ عبادت ڪريو رحمن جي ۽ کارايو کاڌو ۽ پکيڙيو سلام تہ داخل ٿيندا اوهان بهشت ۾ سلامتيءَ سان (هن کي ترمذي ۽ ابن ماجہ روايت ڪيو آهي)**

1909. وعن أنس قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " إن الصدقة لتطفئ غضب الرب وتدفع ميتة السوء " . رواه الترمذي

**انس ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ تحقيق صدقو الله جي غضب کي وسائي ٿو ۽ بري موت کي دفع ڪري ٿو.(هن کي ترمذي ۽ روايت ڪيو آهي)**

**فائدو: امام ترمذيء اها حديث ضعيف سند سان بيان ڪئي آهي(مشڪوٰة – الباني:566/1)**

1910. : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " كل معروف صدقة وإن من المعروف أن تلقى أخاك بوجه طلق وأن تفرغ من دلوك في إناء أخيك " . رواه أحمد والترمذي

**جابر ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله جن فرمايو تہ هر نيڪي صدقو آهي ۽ تون پنهنجي ڀاءُ سان ڪلمڪ منهن سان پيش اچين ۽ پنهنجي گهڙي مان پنهنجي ڀاءُ جي ٿانءَ ۾ پاڻي پلٽين تہ اها بہ نيڪي آهي. (هن کي احمد ۽ ترمذي روايت ڪيو آهي)**

1911. وعن أبي ذر قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " تبسمك في وجه أخيك صدقة وأمرك بالمعروف صدقة ن ونهيك عن المنكر صدقة وإرشادك الرجل في أرض الضلال لك صدقة ونصرك الرجل الرديء البصر لك صدقة وإماطتك الحجر والشوك والعظم عن الطريق لك صدقة وإفراغك من دلوك في دلو أخيك لك صدقة " . رواه الترمذي وقال : هذا حديث غريب

**ابوذر ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ هر نيڪي صدقو آهي ۽ تون پنهنجي ڀاءُ جي سامهون مرڪڻ بہ صدقو آهي ۽ برائيءَ کان روڪڻ بہ صدقو آهي ۽ ڪنهن شخص کي اهڙي زمين جو ڏس ڏيڻ جتي گمراهيءَ جو خطرو هجي تنهنجي لاءِ صدقو آهي ۽ جنهن کي گهٽ نظر اچي ان جي تون مدد ڪرين اهو بہ تنهنجي لاءِ صدقو آهي ۽ تنهنجو رستي تان پٿر، ڪنڊو ۽ هڏي هٽائڻ بہ صدقو آهي. پنهنجي گهڙي مان پنهنجي ڀاءُ جي گهڙي ۾ تنهنجو پاڻي وجهڻ بہ صدقو آهي. (هن کي ترمذي روايت ڪيو ۽ چيائين تہ هيءَ حديث غريب آهي.**

1912. وعن سعد بن عبادة قال : يا رسول الله إن أم سعد ماتت فأي الصدقة أفضل ؟ قال : " الماء " . فحفر بئرا وقال : هذه لأم سعد . رواه أبو داود والنسائي

**سعد بن عباده ﷛ عرض ڪيو تہ يا رسول الله ﷺ ! سعد جي ماءُ مري وئي آهي پوءِ ڪهڙو صدقو وڌيڪ چڱو آهي؟ فرمايائون تہ پاڻي[1] پوءِ سعد کوهہ کوٽايو ۽ چيائين تہ هيءُ سعد جي ماءُ لاءِ صدقو آهي. (هن کي ابوداؤد ۽ نسائي روايت ڪيو آهي)**

**فائدو: سند ۾ انقطاع آهي، سعيد بن مسيب جي سعد بن ابي وقاص ﷛ ملاقات ثابت نہ آهي (مرعاة :4-168/5)**

[1]- اتان جي ماڻهن کي پاڻي جي تمام گهڻي گهرج هوندي هئي، تنهن ڪري پيغمبر ﷺ کوهہ کٽائڻ کي سڀ کان پلو خير فرمايو.

(1910) وعن أبي سعيد قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " أيما مسلم كسا مسلما ثوبا على عري كساه الله من خضر الجنة وأيما مسلم أطعم مسلما على جوع أطعمه الله من ثمار الجنة . وأيما مسلم سقا مسلما على ظمأ سقاه الله من الرحيق المختوم " . رواه أبو داود والترمذي

**ابو سعيد خدري ﷺ كان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ جيڪو مسلمان ڪنهن اگهاڙي مسلمان کي ڪپڙو ڍڪائيندو، ان کي الله تعالىٰ بهشت جا ساوا وڳا ڍڪائيندوجيڪو مسلمان ڪنهن بکايل مسلمان کي کارائيندو ان کي الله تعالىٰ بهشت جا ميوا کارائيندو ۽ جيڪو مسلمان ڪنهن اڃايل مسلمان کي پاڻي پياريندو، الله تعالىٰ ان کي مهر لڳل سنو صاف پاڻي پياريندو ( هن کي ابوداؤد ۽ ترمذي روايت ڪيو)**

**فائدو** : **سند ۾ راوي ابو الجارود اعمي ڪوفي رافضي آهي. يحي بن معين ان کي ڪوڙو قرار ڏنو آهي. مرعاة** : **ج**45 **ص** 168

(1911) وعن فاطمة بنت قبيس قالت : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " إن في المال لحقا سوى الزكاة " ثم تلا : ( ليس البر أن تولوا وجوهكم قبل المشرق والمغرب ) الآية . رواه الترمذي وابن ماجه والدارمي

**فاطمه بنت قيس رضي الله عنها كان روايت آهي تہ رسول الله ﷺجن فرمايو تہ تحقيق مال مان زڪوٰة کان سواءِ نفلي صدقو ڏيڻ بہ حق آهي پوءِ پاڻ سڳورن هيءَ آيت پڙهي تہ "نيڪي صرف اها نہ آهي تہ ايرندي([1]) ۽ الهندي طرف پنهنجا منهن ڦيرايو..."**

**(هن کي ترمذي، ابن ماجه ۽ دارمي روايت ڪيو آهي)**

**فائدو**: **سند ۾ ابو ميمون حمزه آور ضعيف راوي آهي. مرعاة** : **ص** 169-**ج** 45

(1912) وعن بهيسة عن أبيها قالت : قال : يا رسول الله ما لشيء الذي لا يحل منعه ؟ قال : " الماء " . قال: يا نبي الله ما الشيء الذي لا يحل منعه ؟ قال : " الملح " . قال : يا نبي الله ما لاشيء الذي لا يحل منعه ؟ قال : " أن تفعل الخير خير لك " . رواه أبو داود

(1913) وعن جابر قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " من أحيى أرضا ميتة فله فيها أجر وما أكلت العافية منه فهو له صدقة " . رواه النسائي والدارمي

**جابر ﷺ كان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ جيڪو شخص ويران زمين آباد ڪندو، ان ۾ ان لاءِ ثواب آهي ۽ ان مان جيڪي کائيندو تہ اهو ان لاءِ صدقو آهي.**

**(هن کي دارمي روايت ڪيو آهي)**

(1914) وعن البراء قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " من منح منحة لبن أو روق أو هدى زقاقا كان له مثل عتق رقبة " . رواه الترمذي

---

[1]-**هتي حق مان مراد اهي شيون آهن جيڪي آيت ۾ بيان ٿيون آهن، يعني. عزيزن قريبن ، يتيمن، مسڪينن، مسافرن ۽ سوالين سان نيڪي ۽ احسان ڪرڻ . هن کي نفلي صدقو سمجهڻ گهرجي ڇاڪاڻ تہ زڪوٰة جو بيان انهيءَ آيت سڳوري ۾ جدا مستقل ڏنل آهي.**

**براء بن عازب ﷛ كان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته جيكو شخص كير ڏيندڙ جانور يا درهم (يعني نقد رقم) اڌاري ڏيندو يا (مسافر كي) واٽ ڏيكاريندو ته ان لاءِ ٻانهو آزاد كرڻ جيترو ثواب آهي.**
**(هن كي ترمذي روايت كيو آهي)**

(1915) وعن أبي جري جابر بن سليم قال : أتيت المدينة فرأيت رجلا يصدر الناس عن رأيه لا يقول شيئا إلا صدروا عنه قلت من هذا قالوا : هذا رسول الله صلى الله عليه وسلم قلت : عليك السلام يا رسول الله مرتين قال : " لا تقل عليك السلام فإن عليك السلام تحية الميت قل السلام عليك " قلت : أنت رسول الله ؟ قال : " أنا رسول الله الذي إذا أصابك ضر فدعوته كشفه عنك وإن أصابك عام سنة فدعوته أنبتها لك وإذا كنت بأرض قفراء أو فلاة فضلت راحلتك فدعوته ردها عليك " . قلت : اعهد إلي . قال : " لا تسبن أحدا " قال فما سببت بعده حرا ولا عبدا ولا بعيرا ولا شاة . قال : " ولا تحقرن شيئا من المعروف وأن تكلم أخاك وأنت منبسط إليه وجهك إن ذلك من المعروف وارفع إزارك إلى نصف الساق فإن أبيت فإلى الكعبين وإياك وإسبال الإزار فإنها من المخيلة وإن الله لا يحب المخيلة وإن امرؤ شتمك وعيرك بما يعلم فيك فلا تعيره بما تعلم فيه فإنما وبال ذلك عليه " . رواه أبو داود وروى الترمذي منه حديث السلام . وفي رواية : " فيكون لك أجر ذلك ووباله عليه "

**ابو جري جابر بن سليم كان روايت آهي ته آئون مديني آيس. اتي مون هڪ شخص كي ڏٺو ته سڀ ماڻهو ان جي راءِ موجب هلن ٿا ۽ اهو جو كجھ چوي ٿو ان موجب ماڻهو عمل كن ٿا. مون پڇيو ته هيءُ شخص كير آهي؟ ماڻهن چيو ته هيءُ الله جو رسول ﷺ آهي. ابو جري چيو ته مون ٻه ڀيرا چيو ته "عليڪ السلام" (توتي سلام آهي) اي الله جا رسول! فرمايائون ته "عليڪ السلام" نه چئو ڇاڪاڻ ته[1] عليڪ السلام (جاهليت ۾) مردي لاءِ دعا هوندي هئي پر السلام عليڪ چئو. مون چيو ته توهان الله جا رسول ﷺ آهيو؟ فرمايائون ته مان ان الله جو رسول ﷺ آهيان جو جيكڏهن توكي كا تكليف پهچي ۽ تون ان كي سڏين ته اهو ان تكليف كي دور كري ٿو ۽ جيكڏهن توتي ڏكار جو سال اچي پوءِ تون ان كي سڏين ته تولاءِ زمين ۾ ساوڪ پيدا كري ٿو ۽ جڏهن تون برپٽ بيابان يا جنگل ۾ هجين ۽ تنهنجي سواري توكان گم ٿي وڃي ، پوءِ تون ان كي سڏين ته توكي تنهنجي سواري موٽائي ڏئي ٿو. ابو جري چوي ٿو ته مون عرض كيو ته مون كي نصيحت فرمايو. فرمايائون ته كنهن كي گار نه ڏي. ابو جري چوي ٿو ته ان كان پوءِ مون نه كنهن آزاد كي ۽ نه كنهن ٻانهي كي، نه كنهن اٺ كي ۽ نه ٻكريءَ كي كڏهن به گار نه ڏني.**

---

[1]- هن عبارت مان معلوم ٿئي ٿو ته جڏهن قبرن جي زيارت لاءِ وڃجي تڏهن " عليكم سلام يا اهل القبور" چوي " ۽ " سلام عليكم يا اهل القبور" نه چوي پر تحقيق هيءَ آهي ته مئل كي ٻه " اسلام عليكم يا اهل القبور" چئي سگهجي ٿو. عرب جي عام ماڻهن جو دستور هو ته جڏهن مئل شخص تي سلام چوندا هئا تڏهن "عليڪ سلام" چوندا هئا انهي كري رسول ﷺ جن اهڙي سلام كان منع كئي جيئن اڄ ڄاڻ ماڻهو قبرن تي كندا آهن ۽ اها مراد ونڻ گهرجي ته مئلن تي "عليڪ السلام" سان ئي سلام كبو.

پاڻ سڳورن ﷺ (وڌيڪ) فرمايو ڪنهن نيڪيءَ کي گهٽ نہ سمجهہ ۽ (جڏهن) پنهنجي ڀاءُ سان خنده پيشانيءَ سان ڳالهائين تہ تحقيق اها بہ نيڪي آهي ۽ گوڏ (ازار) اڌ پني ڪان مٿي ٻڌندو ڪر. جيڪڏهن ايترو(مٿي ٻڌڻ) توکي پسند نہ هجي تہ مرين تائين (ٻڌندو) ڪر ۽ گوڏ کي پيرن تائين لڙڪائڻ ڪان پاڻ کي بچائج، ڇاڪاڻ تہ اهو فخر ۽ هٺ ۾ شامل آهي([1]) تحقيق الله تعالىٰ هٺ ۽ وڏائي ڪرڻ کي پسند نٿو ڪري. جيڪڏهن ڪو شخص توکي گار ڏئي يا تنهنجو عيب ڪڍي، جيڪو تنهنجي باري ۾ ڄاڻي ٿو تہ تون منجهس جيڪو عيب ڄاڻين ٿو، ان کي ظاهر نہ ڪر. ڇاڪاڻ تہ سندس گناهہ جو وبال ان تي آهي.

(هن کي ابوداؤد روايت ڪيو آهي ۽ ترمذي سلام واري حصي تائين حديث بيان ڪئي آهي. ٻي روايت ۾ آهي تہ توکي ان جو ثواب ٿيندو ۽ ان کي گناهہ ٿيندو.)

(1916) وعن عائشة أنهم ذبحوا شاة فقال النبي صلى الله عليه وسلم : " ما بقي منها ؟ " قالت : ما بقي منها إلا كتفها قال : " بقي كلها غير كتفها " . رواه الترمذي وصححه

ام المؤمنين عائشه رضي الله عنها ڪان روايت آهي تہ انهن هڪ ٻڪري ڪٺي (جيڪا ماڻهن ۾ ورهايائون) پوءِ نبي ﷺ جن فرمايو تہ انهيءَ گوشت مان ڪجهہ باقي بچيو آهي؟ ام المؤمنين چيو تہ دستي باقي بچي آهي. فرمايائون تہ انهيءَ دستيءَ ڪان سواءِ باقي سڀ([2]) بچيو آهي.

(هن کي ترمذي روايت ڪيو ۽ چيائين تہ صحيح آهي.)

(1917) وعن ابن عباس قال ك سمعت رسول الله صلى الله عليه وسلم يقول : " ما من مسلم كسا مسلما ثوبا إلا كان في حفظ من الله مادام عليه منه خرقة " . رواه أحمد والترمذي

ابن عباس رضي الله عنهما ڪان روايت آهي تہ مون رسول الله ﷺ جن ڪان فرمائيندي ٻڌو تہ جيڪو مسلمان ڪنهن مسلمان کي ڪپڙو ڍڪائي ٿو تہ جيستائين ان ڪپڙي مان ڪوبہ ٽڪر ان جي جسم تي هوندو، تيستائين اهو الله تعالىٰ جي حفاظت ۾ هوندو([3])

(هن کي احمد ۽ ترمذي روايت ڪيو آهي)

فائدو: سند ۾ خالد بن طمهان رواي ضعيف آهي (مرعاة:4-172/5)

(1918) وعن عبد الله بن مسعود يرفعه قال : " ثلاثة يحبهم الله : رجل قام من الليل يتلوا كتاب الله ورجل يتصدق بصدقة بيمينه يخفيها أراه قال : من شماله ورجل كان في سرية فانهزم أصحابه فاستقبل العدو " . رواه الترمذي وقال : هذا حديث غير محفوظ أحد رواته أبو بكر بن عياش كثير الغلط.

---

[1]- چادر يا سٿڻ مرين يعني ڳرين ڪان هيٺ لٽڪائڻ حرام آهي، ڇاڪاڻ تہ انهيءَ ۾ اسراف بہ آهي تہ تڪبر بہ آهي. رسول الله ﷺ جن انهيءَ باري ۾ تمام سخت حڪم فرمايا آهن. هڪ روايت ۾ آهي تہ رسول الله ﷺ جن چادر لٽڪائيندڙ کي نماز ۽ وضو ٻيهر موٽائڻ لاءِ حڪم فرمايو. رسول الله ﷺ جي چادر اڌ ٻڪي تي هوندي هئي ۽ افضل طريقو اهو آهي مرن تائين رخصت آهي ۽ انهيءَ ڪان هيٺ ڪرڻ حرام آهي.

[2]- هن ۾ انهي آيت ڏانهن اشارو آهي جنهن جا الفاظ آهن تہ "ماعندكم ينفد وما عندالله باق " يعني جيڪي اوها وٽ آهي سو فنا ٿيندو جيڪي الله وٽ آهي سو باقي رهڻ وارو آهي.

[3]- يعني دنيا ۾ بہ فائدا ملندس ۽ آخرت ۾ بي شمار اجر عطا ٿيندس.

**عبدالله بن مسعود ﷺ جي مرفوع حديث آهي تہ پاڻ سڳورن فرمايو تہ ٽن شخصن کي الله تعالىٰ دوست رکي ٿو:1- جيڪو رات جو بيهي(عبادت ۾) قرآن شريف پڙهي ٿو،2- جيڪو پنهنجي ساڄي هٿ سان صدقو ڪري تہ لڪائي ٿو. (راوي) چوي ٿو تہ آئون ڀانيان ٿو تہ فرمايائون تہ پنهنجي کاٻي هٿ کان (لڪائي ٿو)، 3- جيڪو جهاد ۾ شريڪ هجي ان جا ساٿي شڪست کائي ڀڄي وڃن، پر هي دشمن سان مهاڏو اٽڪائي بيٺو هجي.**

**(هن کي ترمذي روايت ڪيو ۽ چوي ٿو تہ هي حديث غيرمحفوظ آهي ان جو هڪ راوي ابوبڪر بن عياش گهڻيون غلطيون ڪندو آهي)**

(1919) وعن أبي ذر عن النبي صلى الله عليه وسلم قال : " ثلاثة يحبهم الله وثلاثة يبغضهم الله فأما الذين يحبهم الله فرجل أتى قوما فسألهم بالله ولم يسألهم بقرابة بينه وبينهم فمنعوه فتخلف رجل بأعيانهم فأعطاه سرا لا يعلم بعطيته إلا الله والذي أعطاه وقوم ساروا ليلتهم حتى إذا كان النوم أحب إليهم مما يعدل به فوضعوا رءوسهم فقام يتملقني ويتلو آياتي ورجل كان في سرية فلقي العدو فهزموا وأقبل بصدره حتى يقتل أو يفتح له والثلاثة الذين يبغضهم الله الشيخ الزاني والفقير المختال والغني الظلوم " . رواه الترمذي والنسائي

**ابوذر ﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ ٽن شخصن سان الله تعالىٰ محبت ڪندو آهي ۽ ٽن سان الله تعالىٰ دشمني رکندو آهي. جن سان الله تعالىٰ محبت ڪندو آهي اهي هي آهن: 1- هڪ شخص ڪنهن ماڻهو وٽ آيو ۽ انهن سان مٽي مائٽي هجڻ جي بنياد تي نہ پر الله جي نالي تي گهريائين. پر ماڻهن انهن کي نہ ڏنو، پر انهن مان هڪ شخص ماڻهن کان جدا ٿي سائل کي ڳجهي طرح ڏنو، جنهن جي خبر صرف الله تعالىٰ ۽ ونندڙ کي آهي . 2- ڪي ماڻهو مسافريءَ ۾ رات جو هلندا رهيا، تانجو جڏهن ڪين ٻين سڀني شين کان وڌيڪ ننڊ پياري لڳي ۽ سڀ سمهي پيا تہ هڪ شخص اٿي بيهي (عبادت دوران) مون کي ٻاڏائڻ لڳو ۽ منهنجون آيتون پڙهڻ لڳو. 3- جيڪو شخص شڪست کاڌل لشڪر ۾ دشمن سان مقابلو ڪندي مارجي وڃي يا فتح حاصل ڪري. جن ٽن ڄڻن سان الله تعالىٰ دشمني رکندو آهي اهي هي آهن: 1- ڪراڙو زاني،2- وڏائي ڪندڙ فقير،3- شاهوڪار ظلم ڪندڙ.**

**(هن کي ترمذي روايت ڪيو ۽ نسائيءَ ۾ بہ ان جهڙي روايت آهي پر ان ۾ الله جي ٽن دشمنن جو ذڪر نہ آهي. )**

(1920) وعن أنس بن مالك عن النبي صلى الله عليه وسلم قال : " لما خلق الله الأرض جعلت تميد فخلق الجبال فقال بها عليها فاستقرت فعجبت الملائكة من شدة الجبال فقالوا يا رب هل من خلقك شيء أشد من الجبال قال نعم الحديد قالوا يا رب هل من خلقك شيء أشد من الحديد قال نعم النار فقالوا يا رب هل من خلقك شيء أشد من النار قال نعم الماء قالوا يا رب فهل من خلقك شيء أشد من الماء قال نعم الريح فقالوا يا رب هل من خلقك شيء أشد من الريح قال نعم ابن آدم تصدق بصدقة بيمينه يخفيها من شماله " . رواه الترمذي وقال : هذا حديث غريب

وذكر حديث معاذ : " الصدقة تطفئ الخطيئة " . في كتاب الإيمان

انس رضي الله عنه ڪان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ جڏهن الله تعالىٰ زمين پيدا ڪئي تہ اها ڏڏڻ لڳي، پوءِ الله تعالىٰ جبل پيدا ڪري زمين تي کوڙيا ۽ زمين پرسڪون ٿي وئي. جبلن جي سختيءَ سبب ملائڪن تعجب ظاهر ڪيو ۽ چيائون تہ اي اسان جا پالڻهار! تنهنجي مخلوق ۾ جبلن کان وڌيڪ ٻي ڪا شيءِ سخت آهي؟ الله تعالىٰ فرمايو تہ هائو لوهہ([1]) عرض ڪيائون تہ اي اسان جا پالڻهار! تنهنجي مخلوقات ۾ لوهہ کان وڌيڪ ڪا سخت شيءِ آهي؟ الله تعالىٰ فرمايو تہ هائو! باهہ وڌيڪ سخت آهي. عرض ڪيائون تہ اي اسان جا پالڻهار! تنهنجي مخلوق ۾ باهہ کان وڌيڪ ڪا سخت شيءِ آهي؟ الله تعالىٰ فرمايو تہ هائو! پاڻي وڌيڪ سخت آهي. عرض ڪيائون تہ اي اسان جا پالڻهار!تنهنجي مخلوق ۾ پاڻي کان بہ وڌيڪ ڪا سخت شيءِ آهي؟ الله تعالىٰ فرمايو تہ هائو! هوا وڌيڪ سخت آهي. عرض ڪيائون تہ اي اسان جا پالڻهار! تنهنجي مخلوق ۾ هوا کان وڌيڪ ڪا سخت شيءِ آهي؟ الله تعالىٰ فرمايوتہ هائو! آدم جو اولاد، جيڪو ساڄي هٿ سان صدقو ڏئي ٿو تہ کاٻي کي بہ خبر نٿي پوي.

(هن کي ترمذي روايت ڪيو ۽ چوي ٿو تہ هيءَ حديث غريب آهي. معاذ بن جبل رضي الله عنه جي حديث "الصدقة تطفيء الخطيئة" ڪتاب الايمان ۾ بيان ٿي)

فائدو: سند ۾ سليمان بن ابي سليمان راوي غير معروف آهي(مشڪوٰة — الباني:600/1)

## فصل ٽيون

(1921) عن أبي ذر قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " ما من عبد مسلم ينفق من كل مال له زوجين في سبيل الله إلا استقبلته حجبة الجنة كلهم يدعوه إلى ما عنده " . قلت : وكيف ذلك ؟ قال : " إن كانت إبلا فبعيرين وإن كانت بقرة فبقرتين " . رواه النسائي

ابوذر رضي الله عنه ڪان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ جيڪو مسلمان پنهنجي هر مال مان جوڙو الله تعالىٰ جي واٽ ۾ خرچ ڪندو تہ بهشت جا دربان ان جو استقبال ڪندا. سڀ ڪيس انهن (انعامن ڏانهن) سڏيندا جيڪي وٽن هوندا. (ابوذر رضي الله عنه) چيو تہ مون عرض ڪيو تہ اهو (جوڙو) ڪيئن (الله جي واٽ ۾ خرچ ڪجي؟) فرمايائون تہ جيڪڏهن وٽس اٺ هجن تہ ٻہ ۽ جيڪڏهن ڳئون هجن تہ بہ ٻہ عدد ڏي. ( هن کي نسائي روايت ڪيو آهي)

(1922) وعن مرثد بن عبد الله قال : حدثني بعض أصحاب رسول الله صلى الله عليه وسلم أنه سمع رسول الله صلى الله عليه وسلم يقول : " إن ظل المؤمن يوم القيامة صدقته " . رواه أحمد

[1]- يعني لوهہ پٿر کي ڀڃي وجهندو آهي ۽ باهہ لوهہ کي نرم ڪندي آهي ۽ پاڻي باهہ کي وسائيندو آهي. هوا پاڻيءَ کي سڪائيندي آهي انهي ڪري اهي شيون هڪٻئي کان سخت ليکيون ويون آهن. اسان جو صدقو هوا کان هن سبب جي ڪري سخت شمار ڪيو ويو آهي جو انهي ۾ انسان جو نفس ۽ شيطان جيڪي ڏاڍي ۾ ڏاڍا آهن تن جي مخالفت ٿئي ٿي ۽ طبعي بخل جي پاڙ پٽجي ٿي، انهي ڪري صدقہ کي هوا کان بہ سخت چيو ويو آهي.

**مرثد بن عبدالله کان روايت آهي تہ مون کي رسول الله ﷺ جن جي ڪنهن اصحابيءَ ٻڌايو تہ انهيءَ رسول الله ﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو تہ تحقيق قيامت جي ڏينهن مؤمن جو صدقو ان لاءِ ڇانوَ(1) ٿيندو.**

**(هن کي احمد روايت ڪيو آهي)**

(1923) وعن ابن مسعود قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " من وسع على عياله في النفقة يوم عاشوراء وسع الله عليه سائر سنته " . قال سفيان : إنا قد جربناه فوجدناه كذلك . رواه رزين

**ابن مسعود ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ جيڪو عاشوري جي ڏينهن پنهنجي ڪٽنب تي خرچ ۾ڪشادگي ڪندو الله تعالیٰ ان تي سڄو سال ڪشادگي ڪندو ، سفيان ثوري چوي ٿو تہ تحقيق اسان تجربو ڪيو ۽ ان ڳالھ کي اهڙي طرح لڌوسون.**

وروى البيهقي في شعب الإيمان عنه وعن أبي هريرة وأبي سعيد وجابر وضعفه

**(هن کي رزين روايت ڪيو آهي. اها روايت بيهقي شعب الايمان ۾ ابن مسعود،ابوهريره، ابو سعيد ۽ جابر رضي الله عنهم جي حوالي سان بيان ڪندي ان کي ضعيف قرار ڏنو آهي.)**

(1924) وعن أبي أمامة قال : قال أبو ذر : يا نبي الله أرأيت الصدقة ماذا هي ؟ قال : " أضعاف مضاعفة وعند الله المزيد " . رواه أحمد

**ابو امامہ کان روايت آهي تہ ابوذر ﷛ پڇيو تہ اي الله جا نبي ﷺ! مون کي صدقہ جي ثواب بابت ٻڌايو. فرمايائون تہ وڌ کان وڌ (ڏهن کان ست سؤ تائين وڌايل آهي) ۽ الله تعالیٰ وٽ "وڌيڪ" بہ آهي.**

**فائدو: سند ۾ راوي علي بن يزيد الهاني ۾ ڪلام آهي(مرعاة:4-176/5)**

---

[1]- يعني جهڙي طرح ڇٽي اسان جو بچاءُ ڪري ٿي تهڙيءَ طرح صدقو قيامت جي ڏينهن آرام ۽ راحت جو سبب ٿيندو.

## با ب افضل الصدقة بهترين صدقو

### فصل پهريون

(1925) عن أبي هريرة وحكيم بن حزام قالا : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " خير الصدقة ما كان عن ظهر غنى وأبدأ بمن تعول " . رواه البخاري ومسلم عن حكيم وحده

**ابوهريره ﷺ ۽ حڪيم بن حزام رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايوتہ بهترين صدقو اهو آهي جيڪو شاهوڪاريءَ جي حالت[1] ۾ڏجي ۽ جنهن جو خرچ توتي لازم آهي، شروعات ان کان ڪر.**

**(هن کي بخاري روايت ڪيو ۽ مسلم اڪيلي حڪيم کان اها حديث بيان ڪئي آهي)**

(1926) وعن أبي مسعود قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " إذا أنفق المسلم نفقة على أهله وهو يحتسبها كانت له صدقة ".

**ابو مسعود ﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايوتہ جڏهن مسلمان پنهنجي ڪٽنب تي خرچ ڪري ٿو ۽ ان ۾ ثواب جي اميد رکي ٿو تہ اهو ان لاءِ صدقو ٿي ويندو آهي.**

**(هن کي بخاري ۽ مسلم روايت ڪيو آهي)**

(1927) وعن أبي هريرة رضي الله عنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " دينار أنفقته في سبيل الله ودينار أنفقته في رقبة ودينار تصدقت به على مسكين ودينار أنفقته على أهلك أعظمها أجرا الذي أنفقته على أهلك " . رواه مسلم

**ابوهريره ﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ جيڪڏهن تون هڪ دينار الله جي واٽ ۾، ٻيو ٻانهو آزاد ڪرڻ ۾، ٽيون مسڪين تي ۽ چوٿون پنهنجي ڪٽنب تي خرچ ڪرين تہ جيڪو پنهنجي ڪٽنب تي خرچ ڪندين[2] ان جو ثواب سڀ کان وڌيڪ آهي.**

**(هن کي مسلم روايت ڪيو آهي)**

(1928) وعن ثوبان قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " أفضل دينار ينفقه الرجل دينار ينفقه على عياله ودينار ينفقه على دابته في سبيل الله ودينار ينفقه على أصحابه في سبيل الله " . رواه مسلم

**ثوبان ﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ مال خرچ ڪرڻ جا بهترين (مصرف هي) آهن: 1- جيڪو دينار پنهنجي ڪٽنب تي خرچ ڪجي، 2- جيڪو دينار جهاد لاءِ جانور تي خرچ ڪجي، 3- جيڪو دينار الله جي واٽ ۾ پنهنجي (جهادي) ساٿين تي خرچ ڪجي.**

**(هن کي مسلم روايت ڪيو آهي)**

---

[1]- يعني قرضدار ۽ محتاج تي صدقو ڏيڻ ضروري نہ آهي، بلڪ مٿس واجب آهي تہ پهريائين قرض ادا ڪري ۽ اهل ۽ عيال جو خرچ پورو ڪري.

[2]- پنهنجي زال ۽ ٻارن تي خرچ ڪرڻ هن ڪري افضل آهي جو اهو خرچ مرد تي فرض آهي.

(1929) وعن أم سلمة قالت : قلت : يا رسول الله ألي أجر أن أنفق على بني أبي سلمة ؟ إنما هم بني فقال : " أنفقي عليهم فلك أجر ما أنفقت عليهم "

**ام سلمہ رضي الله عنها کان روايت آهي تہ مون عرض ڪيو تہ اي الله جا رسول ﷺ! ابو سلمہ ؓ جا پٽ منهنجا پٽ ٿين ٿا، جيڪڏهن آئون انهن کي صدقو ڏيان تہ ڇا مون کي ثواب ملندو؟ فرمايائون تہ تون جيڪا بہ شيءِ کين صدقو ڪندينءَ ان ۾[1] تولاءِ ثواب آهي، پلي کين صدقو ڏي. (بخاري و مسلم)**

(1930) وعن زينب امرأة عبد الله بن مسعود قالت : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " تصدقن يا معشر النساء ولو من حليكن " قالت فرجعت إلى عبد الله فقلت إنك رجل خفيف ذات اليد وإن رسول الله صلى الله عليه وسلم قد أمرنا بالصدقة فأته فاسأله فإن كان ذلك يجزي عني وإلا صرفتها إلى غيركم قالت فقال لي عبد الله بل ائتيه أنت قالت فانطلقت فإذا امرأة من الأنصار بباب رسول الله صلى الله عليه وسلم حاجتي حاجتها قالت وكان رسول الله صلى الله عليه وسلم قد ألقيت عليه المهابة . فقالت فخرج علينا بلال فقلنا له ائت رسول الله صلى الله عليه وسلم فأخبره أن امرأتين بالباب تسألانك أتجزئ الصدقة عنهما على أزواجهما وعلى أيتام في حجورهما ولا تخبره من نحن . قالت فدخل بلال على رسول الله صلى الله عليه وسلم فسأله فقال له رسول الله صلى الله عليه وسلم : " من هما " . فقال امرأة من الأنصار وزينب فقال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " أي الزيانب " . قال امرأة عبد الله فقال له رسول الله صلى الله عليه وسلم : " لهما أجران أجر القرابة وأجر الصدقة " . واللفظ لمسلم

**زينب زال عبدالله بن مسعود رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ اي زالن جي جماعت! اوهين(ضرور) صدقو ڪنديون ڪريو، جيتوڻيڪ پنهنجي زيورن مان صدقو ڏيو. زينب رضي الله عنها چوي ٿي تہ اهو آئون (پنهنجي مڙس) عبدالله ؓ وٽ آيس ۽ ان کي چيم تہ تحقيق تون مسڪين، محنت مزدوري ڪندڙ مرد آهين ۽ تحقيق اسان کي رسول الله ﷺ جن صدقو ڏيڻ جو حڪم ڪيو آهي. هاڻي تون پاڻ سڳورن وٽ وڃ ۽ پڇي اچ تہ جيڪڏهن منهنجي لاءِ توکي صدقو ڏيڻ جائز هجي تہ توکي ڏيان نہ تہ توهان کان سواءِ ٻين کي صدقو ڏيان ، چوي ٿي تہ(منهنجي مڙس) مون کي چيو تہ بلڪ تون ئي پاڻ سڳورن ﷺ وٽ وڃي (اهو مسئلو پڇي اچ) چيائين تہ آئون پاڻ سڳورن جن وٽ ويس ڇا ٿي ڏسان تہ سندن دروازي تي هڪ انصاري عورت بيٺي هئي، ان کي بہ ساڳيو مسئلو درپيش هو. چوي ٿي تہ پاڻ سڳورن جي شخصيت ۾ هيبت ۽ رعب هو (تنهن ڪري وٽن اندر وڃڻ جي اسان ۾ حشمت نہ ٿي) ايتري ۾ بلال ؓ اندران ٻاهر نڪتو. اسان ان کي چيو تہ تون رسول الله ﷺ جن وٽ وڃ ۽ کين ٻڌاءِ تہ دروازي تي ٻہ عورتون مسئلو پڇن ٿيون تہ انهن جو صدقو سندن مڙسن ۽ انهن يتيمن لاءِ جائز آهي، جيڪي سندن پرورش هيٺ آهن؟ ۽ اسان جو نالو نہ وٺج تہ اسين ڪير آهيون. زينب چوي ٿي تہ پوءِ بلال ؓ رسول الله ﷺ جن وٽ اندر ويو ۽ کانئن اهو مسئلو پڇيائين. پاڻ سڳورن پڇيو تہ**

[1]- هن حديث مان معلوم ٿيو تہ ڌارين جي ڀيٽ ۾ پنهنجن عزيزن کي صدقو ڏيڻ وڌيڪ افضل آهي.

**اهي ٻئي عورتون ڪير آهن؟ بلال ﷺ چيو تہ هڪ انصاري ۽ ٻي زينب آهي. رسول الله جن فرمايو تہ زينبن مان ڪهڙي زينب آهي؟ بلال ﷺ چيو تہ عبدالله بن مسعود ﷺ جي زال رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ انهن لاءِ[1] ٻيڻو ثواب آهي، هڪڙو قرابت جو ۽ ٻيو ثواب صدقو ڏيڻ جو.**

**(بخاري مسلم، لفظ مسلم جا آهن)**

(1931) وعن ميمونة بنت الحارث : أنها أعتقت وليدة في زمان رسول الله صلى الله عليه وسلم فذكرت ذلك لرسول الله صلى الله عليه وسلم فقال : " لو أعطيتها أخوالك كان أعظم لأجرك "

**ميمونہ ڌيءَ حارث کان روايت آهي تہ انهيءَ رسول الله ﷺ جي زماني ۾ هڪ ٻانهي آزاد ڪئي هئي. پوءِ اها ڳالهہ رسول الله ﷺ کي ٻڌائي. پاڻ فرمايائون تہ جيڪڏهن اها پنهنجن مامن کي ڏئين ها تہ توکي (ان کان) وڏو اجر ([2]) ٿئي ها.**

**(هن کي بخار ۽ مسلم روايت ڪيو آهي)**

(1932) وعن عائشة قالت : يا رسول الله إن لي جارين فإلى أيهما أهدي ؟ قال : " إلى أقربهما منك بابا " . رواه البخاري

**ام المؤمنين عائشه رضي الله عنها کان روايت آهي، انهيءَ چيو تہ اي الله جا رسول ﷺ! تحقيق منهنجا بہ پاڙيسري آهن، انهن ٻنهي مان (پهريائين) ڪنهن کي هديو موڪليان. فرمايائون جنهن جي گهر جو دروازو تنهنجي گهر کي ويجهو هجي.**

**(هن کي بخاري روايت ڪيو آهي)**

(1933) وعن أبي ذر قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " إذا طبخت مرقة فأكثر ماءها وتعاهد جيرانك " . رواه مسلم

**ابوذر ﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله جن فرمايو تہ جڏهن گوشت پچائين تہ ان ۾ شوربو وڌيڪ ڪر ۽ پنهنجي پاڙيسرين جو خيال رک.**

**(هن کي مسلم روايت ڪيو آهي)**

## فصل ٻيو

(1934) وعن أبي هريرة رضي الله عنه قال : يا رسول الله أي الصدقة أفضل ؟ قال : " جهد المقل وابدأ بمن تعول " . رواه أبو داود

---

[1]- هن حديث مان معلوم ٿئي ٿو تہ مڙس پنهنجي زال کي ۽ زال پنهنجي مڙس کي صدقو ڏئي تہ ثواب بہ وڌيڪ آهي ۽ زڪوٰة بہ ادا ٿي ويندي. حنفي چون ٿا تہ زال جي زڪوٰة مڙس کي ۽ مڙس جي زال کي جائز نہ آهي مگر حق ڳالهہ اها ئي آهي جيڪا حديث ۾ بيان ٿيل هئي.

[2]- هن مان معلوم ٿئي ٿو تہ برادر پروري جو ثواب ٻانهن جي آزاد ڪرڻ کان بہ وڌيڪ آهي.

**ابوهريره ؓ كان روايت آهي، انهيءَ چيو ته اي الله جا رسول ﷺ! ڪهڙو صدقو افضل آهي؟ فرمايائون ته گهٽ ڪمائيءَ واري جو مال خرچ ڪرڻ پهريائين ان ڪي ڏئي جنهن جوخرچ توتي لازم آهي.**

**(هن ڪي ابوداؤد روايت ڪيو آهي)**

(1935) وعن سلمان بن عامر قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " الصدقة على المسكين صدقة وهي على ذي الرحم ثنتان : صدقة وصلة " . رواه أحمد والترمذي والنسائي وابن ماجه والدارمي

**سليمان بن عامر كان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته مسڪين ڪي صدقو ڏيڻ، صرف(هڪ) صدقو آهي ۽ عزيز قريب مسڪين ڪي صدقو ڏيڻ ۾ ٻيڻو [1] ثواب آهي. هڪ صدقو ڏيڻ جو، ٻيو مٽن مائٽن سان سلوڪ ڪرڻ جو ثواب.**

**(هن ڪي احمد، ترمذي،نسائي،ابن ماجہ ۽ دارمي روايت ڪيو آهي)**

(1936) وعن أبي هريرة قال : جاء رجل إلى النبي صلى الله عليه وسلم فقال : عندي دينار فقال : " أنفقه على نفسك " قال : عندي آخر قال : " أنفقه على ولدك " قال : عندي آخر قال : " أنفقه على أهلك " قال : عندي آخر قال : " أنفقه على خادمك " . قال : عندي آخر قال : " أنت أعلم " . رواه أبو داود والنسائي

**ابوهريره ؓ كان روايت آهي ته هڪ شخص نبي ﷺ جن وٽ آيو. چيائين ته مون وٽ هڪ دينار آهي. ڪنهن ڪي صدقو ڏيان پاڻ سڳورن فرمايو ته پاڻ تي خرچ ڪر. ان چيو ته مون وٽ ٻيو به دينار آهي. پاڻ سڳورن فرمايو ته پنهنجي اولاد تي خرچ ڪر. ان چيو ته مون وٽ ٻيو به دينار آهي. پاڻ سڳورن فرمايو ته ان ڪي پنهنجي زال تي خرچ ڪر. ان چيو ته مون وٽ ٻيو به دينار آهي پاڻ سڳورن فرمايو ته ان ڪي پنهنجي خادم تي خرچ ڪر. ان چيوته مون وٽ ٻيو به دينار آهي پاڻ سڳورن فرمايو ته تون پاڻ وڌيڪ ڄاڻين ٿو.**

**(هن ڪي ابوداؤد ۽ نسائي روايت ڪيو آهي)**

(1937) وعن أبن عباس قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " ألا أخبركم بخير الناس ؟ رجل ممسك بعنان فرسه في سبيل الله . ألا أخبركم بالذي يتلوه ؟ رجل معتزل في غنيمة له يؤدي حق الله فيها . ألا أخبركم بشر الناس رجل يسأل بالله ولا يعطي به " . رواه الترمذي والنسائي والدارمي

**ابن عباس رضي الله عنهما كان روايت آهي ته سول الله ﷺ جن فرمايو ته ڇا توهان ڪي سڀ كان افضل ماڻهو نه ٻڌايان؟ اهو شخص آهي، جنهن پنهنجي گهوڙي جي لغام ڪي الله جي واٽ ۾ (جهاد ڪرڻ لاءِ) پڪڙي رکيو آهي. ڇا توهان ڪي ان شخص جي باري ۾ نه ٻڌايان جيڪو (مرتبي**

---

[1]- هن حديث مان به معلوم ٿئي ٿو ته ٻين مسڪينن جي ڀيٽ ۾ عزيزن محتاجن ڪي صدقو ڏيڻ ۾ وڌيڪ ثواب آهي.

۾) ان کان بعد آهي؟ اهو شخص جيڪو پنهنجون ٻڪريون ساڻ ڪري جهنگ ۾ ماڻهن کان جدا رهي ٿو ۽ انهن ٻڪرين مان الله تعالىٰ جا حق ادا ڪري ٿو. ڇا اوهان کي بدترين شخص جي باري ۾ خبر نہ ڏيان؟ اهو شخص جنهن کان الله جي نالي تي سوال ڪيو وڃي ٿو، پر اهو (ان جي نالي تي بہ) نٿو ڏئي.

(هن کي ترمذي روايت ڪيو آهي.)

(1938) وعن أم بجيد قالت : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " ردوا السائل ولو بظلف محرق " . رواه مالك والنسائي وروى الترمذي وأبو داود معناه

ام بجيد کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ سائل کي خالي نہ موٽايو، جيتوڻيڪ اوهان وٽ ڏيڻ لاءِ[1] سڙيل کر ئي هجي.

(هن کي مالڪ ۽ نسائي روايت ڪيو. ترمذي ۽ ابوداؤد بہ ان معنيٰ ۾ روايت بيان ڪئي آهي.)

(1939) وعن ابن عمر قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " من استعاذ منكم بالله فأعيذوه ومن سأل بالله فأعطوه ومن دعاكم فأجيبوه ومن صنع إليكم معروفا فكافئوه فإن لم تجدوا ما تكافئوه فادعوا له حتى تروا أن قد كافأتموه " . رواه أحمد وأبو داود والنسائي

ابن عمر رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ جيڪو توهان کان الله جي پناهہ گهري ان کي پناهہ ڏيو ۽ جيڪو توهان کي الله جو واسطو ڏئي ڪجهہ گهري، ان کي (ڪجهہ نہ ڪجهہ) ڏيو ۽ جيڪو توهان کي دعوت ڏي ان جي دعوت قبول ڪريو. جيڪو توهان تي احسان ڪري ان جو بدلو ڏيو. جيڪڏهن بدلو ڏيڻ لاءِ اوهان وٽ ڪا شيءِ نہ هجي تہ ان جي حق ۾[2] دعا گهرو، تان جو اوهين سمجهو تہ توهان ان کي پورو بدلو ڏنو آهي.

(هن کي احمد، ابوداؤد ۽ نسائي روايت ڪيو)

(1940) وعن جابر قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " لا يسأل بوجه الله إلا الجنة " . رواه أبو داود

جابر رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ الله تعالىٰ جي ذات جي واسطي سان صرف[3] بهشت گهرجي.

(هن کي ابوداؤد روايت ڪيو آهي)

فائدو: سند ۾ سليمان بن قرم بن معاذ راوي ضعيف آهي (مشڪوٰة — الباني:605/1)

---

[1]- اهو ڏيڻ مان مبالغو آهي، حقيقي معنيٰ مراد نہ آهي، ڇاڪاڻ تہ سڙيل کر کي سائل ڇا ڪندو؟

[2]- يعني ايتري دعا گهرو جيئن توهان سمجهو تہ هاڻي نيڪي جو حق ادا ٿي رهيو هوندو. هڪ روايت ۾ آهي تہ جنهن سان احسان ڪيو وڃي، جيڪڏهن اهو احسان ڪندڙ کي "جزاڪ الله خيرا" چوندو تہ ان جي احسان جو بدلو ان تان لهي ويندو، چاهي انهيءَ مٿس ڪيترا پيرا احسان ڪيو هجي ۽ پوءِ احسان ڪندڙ ان جو حق الله تعالىٰ جي سپرد ڪري ڇڏيو. گويا پاڻ کي انهيءَ حق جي ادائگي ڪرڻ کان عاجز سمجهي گهڻا پيرا دعا ڪرڻ جي بجاءِ فقط هڪ ڀيرو "جزاڪ الله خيرًا" چوڻ ڪافي آهي ۽ ام المؤمنين عائشہ رضي الله عنها جي عادت هوندي هئي تہ جڏهن ڪيس ڪو سائل دعا ڏيندو هو تڏهن پاڻ بہ ساڳئي سائل لاءِ دعا گهرندي هئي. ماڻهو انهيءَ جو سبب پڇندا هئا تہ ان جي جواب ۾ چوندي هئي تہ جيڪڏهن آءُ ڪيس دعا نہ ڏيان ۽ فقط ڪيس ڪا شيءِ ڏئي ماٺ ڪريان تہ سندس دعا ڪرڻ جو حق منهنجي شيءِ کان وڌيڪ ٿي ويندو، انهيءَ ڪري دعا جو حق دعا سان ادا ڪريان ٿي تان تہ صدقہ جو ثواب بچي پوي ۽ صدقو خالص ٿئي.

[3]- جيڪو الله تعالىٰ جل جلالہ جي نالي وٺڻ سان دنيا جي مال ملڪيت حاصل ڪري سگهي ٿو جا خسيس ۽ فاني آهي، ان کي گهرجي تہ الله پاڪ کان فقط بهشت جو سوال ڪري جيڪا باقي ۽ هميشہ رهندڙ آهي.

## فصل ٽيون

(1941) عن أنس بن مالك قال : كان أبو طلحة أكثر أنصاري بالمدينة مالا من نخل وكان أحب أمواله إليه بيرحاء وكانت مستقبل المسجد وكان رسول الله صلى الله عليه وسلم يدخلها ويشرب من ماء فيها طيب قال أنس فلما نزلت ( لن تنالوا البر حتى تنفقوا مما تحبون ) قام أبو طلحة فقال يا رسول الله إن الله تعالى يقول : ( لن تنالوا البر حتى تنفقوا مما تحبون ) وإن أحب مالي إلي بيرحاء وإنها صدقة لله أرجو برها وذخرها عند الله فضعها يا رسول الله حيث أراك الله فقال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " بخ بخ ذلك مال رابح وقد سمعت ما قلت وإني أرى أن تجعلها في الأقربين " . فقال أبو طلحة أفعل يا رسول الله فقسمها أبو طلحة في أقاربه وفي بني عمه.

**انس ﷜ کان روايت آهي تہ مدينہ جي انصارن ۾ابوطلحہ ﷜ سڀ کان وڌيڪ کجور جي وڻن جو مالڪ هو. سندس سڀ کان پيارو مال بيرحاءِ وارو باغ هو جيڪو مسجد نبوي جي سامهون هو. رسول الله ﷺ جن ان باغ ۾ داخل ٿيندا هئا ۽ ان جو عمدو پاڻي پيئندا هئا. انس ﷜ چوي ٿو تہ جڏهن هيءَ آيت نازل ٿي تہ** ( لن تنالوا البر حتى تنفقوا مما تحبون ) **ان وقت تائين اوهان نيڪي کي نٿا پهچي سگهو جيستائين پنهنجي سڀ کان پياري شيءِ (الله جي واٽ ۾ خرچ ڪريو) تڏهن ابوطلحہ ﷜ رسول الله ﷺ جن وٽ آيو۽ چيائين تہ تحقيق الله تعالىٰ فرمائي ٿو تہ اوهان ان وقت تائين نيڪي کي نٿا پهچي سگهو جيستائين پنهنجي سڀ کان پياري شيءِ خرچ نٿا ڪريو بيشڪ منهنجو سڀ کان عمدو مال بيرحاءِ وارو باغ آهي. الله تعالىٰ جي رضامندي حاصل ڪرڻ لاءِ ان کي صدقو ڪريان ٿو ۽ الله تعالىٰ کان ان جي ثواب جي اميد رکان ٿو. هاڻي ان کي اي الله جا رسول ﷺ! جتي اوهان کي الله تعالىٰ (مناسب) ڏيکاري، اتي خرچ ڪريو. رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ ڏاڍو چڱو، ڏاڍو چڱو اهو تہ ڏاڍو فائديمند مال آهي. تحقيق جيڪي ڪجھ تو چيو سو مون ٻڌو ۽ آئون مناسب ڄاڻان ٿو تہ انهي کي پنهنجن عزيزن([1]) ۾ ورهاءِ. ابو طلحہ ﷜ چيو تہ اي الله جا رسول ﷺ ! آئون ائين ئي ڪريان ٿو. پوءِ اهو باغ ابو طلحہ ﷜ پنهنجن عزيزن ۽ سوٽن ۾ ورهائي ڇڏيو.**

**(بخاري و مسلم)**

(1942) وعن أنس قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " أفضل الصدقة أن تشبع كبدا جائعا " . رواه البيهقي في شعب الإيمان

**انس ﷜ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ فرمايو تہ افضل صدقو اهو آهي تہ تون بکايل ساهواري جو پيٽ ڀرين.**

**هن کي بيهقي شعب الايمان ۾ روايت ڪيو آهي)**

**فائدو: سند ۾ راوي زر بن ابو عبدالله منڪر آهي.(مرعاة:4-186/5)**

---

[1]- هن حديث مان معلوم ٿئي ٿو تہ وڏي جائداد جو صدقو ڏيڻ ۾ ديندار ماڻهن کان مشورو ورتو ويندو ۽ هي بہ معلوم ٿيو تہ ٻين جي ڀيٽ ۾ عزيزن ۽ قريبن کي صدقو ڏيڻ وڌيڪ افضل آهي. خاص طرح جڏهن تہ انهن کي ضرورت بہ هجي، جڏهن ويجهي قرابت وارا ماڻهو موجود نہ هجن تڏهن پراهين قرابت وارن کي ڏيڻ وڌيڪ افضل آهي، ڇاڪاڻ تہ ابوطلحہ اهو باغ ابي بن ڪعب ﷜ ۽ حسان بن ثابت ﷜ کي ڏنو هو اهي سندس ستين ڏاڏي جي نسب ۾ ان سان ملن ٿا.

## باب صدقة المراة من مال الزوج

## مڙس جي مال مان زال جو خرچ ڪرڻ

### فصل پهريون

(1943) وعن عائشة رضي الله عنها قالت : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " إذ أنفقت المرأة من طعام بيتها غير مفسدة كان لها أجرها بما أنفقت ولزوجها أجره بما كسب وللخازن مثل ذلك لا ينقص بعضهم أجر بعض شيئا ".

**ام المؤمنين عائشہ رضي الله عنها کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ جڏهن ڪا عورت پنهنجي گهر جي طعام مان[1] اسراف ڪرڻ کان سواءِ صدقو ڪري ٿي تہ ان تي ڪيس خرچ ڪرڻ سبب ۽ ان جي مڙس کي ڪمائي ڪرڻ سبب ثواب ٿئي ٿو ۽ خزانچيءَ کي بہ اهڙيءَ طرح ثواب ٿيندو ۽ ڪنهن جو بہ ثواب ٻئي جي ثواب کان گهٽ نٿو ٿئي.**

**(بخاري و مسلم)**

(1944) وعن أبي هريرة رضي الله عنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " إذا أنفقت المرأة من كسب زوجها من غير أمره فلها نصف أجره ".

**ابوهريره ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ جڏهن زال پنهنجي مڙس جي ڪمائي مان موڪل کان سواءِ[2] ڏئي ٿي تہ ڪيس صدقي جو اڌ ثواب ملي ٿو.**

**(بخاري و مسلم)**

(1945) وعن أبي موسى الأشعري قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " الخازن المسلم الأمين الذي يعطي ما أمر به كاملا موفرا طيبة به نفسه فيدفعه إلى الذي أمر له به أحد المتصدقين ".

**ابو موسٰي اشعري ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ امانتدار مسلمان خزانچي اهو آهي جو ان کي جنهن شيءِ ڏيڻ جو حڪم ڪيو وڃي اها شيءِ پوري پوري.[3] گهٽائڻ کان سواءِ دل جي خوشي سان ڏئي ۽ جنهن جي باري ۾ ڪيس ٻڌايو ويو آهي، ان تائين پهچائي. اهو بہ صدقو ڪندڙن مان هڪ آهي.**

**(يعني اجر ثواب ۾ برابر آهي (بخاري و مسلم)**

---

[1]- يعني ايترو نہ ڏئي جو هن جا ٻار فاقي ۾ گذارين. اهو ثواب زال کي تڏهن ٿيندو جڏهن مڙس صدقو ڏيڻ کان ڪيس منع نہ ڪري.

[2]-صدقو ڏيڻ لاءِ مڙس جيڪڏهن زال کي موڪل ڏي تہ انهيءَ صدقي جو ثواب مڙس خواهہ زال ٻنهي کي هڪ جيترو ملندو پر جيڪڏهن مڙس نہ موڪل ڏي نہ منع ڪري تہ ان حالت ۾ زال کي اڌ ثواب ملندو جيڪڏهن مڙس منع ڪري تہ پوءِ زال کي جڳائي تہ صدقو نہ ڏي.

[3]- نوڪر جيڪڏهن خوشيءَ سان مالڪ جي شيءِ مان صدقو ڏيندو تہ ان کي مالڪ جيترو ثواب ملندو پر جيڪڏهن رنج ٿيندو تہ ان جهڙو ڪوبہ بخيل نہ ٿيندوءِ ثواب کان بہ محروم ٿيندو.

(1946) وعن عائشة رضي الله عنها قالت : إن رجلا قال للنبي صلى الله عليه وسلم : إن أمي افتلتت نفسها وأظنها لو تكلمت تصدقت فهل لها أجر إن تصدقت عنها ؟ قال : نعم ".

**ام المؤمنين عائشہ رضي الله عنها کان روايت آهي تہ تحقيق هڪ شخص نبيﷺ کي چيو تہ تحقيق منهنجي ماءُ اوچتو مري ويئي آهي. آئون ڀائيان ٿو تہ جيڪڏهن مرڻ وقت ڪجهہ ڳالهائي سگهي ها تہ هوند صدقو ڏئي ها. جيڪڏهن آئون ان جي (1) پاران صدقو ڏيان تہ ڇا ان کي ثواب ملندو؟ پاڻ سڳورن فرمايو تہ هائو.**
**(بخاري و مسلم)**

**فصل ٻيون**

(1947) عن أبي أمامة قال : سمعت رسول الله صلى الله عليه وسلم يقول في خطبته عام حجة الوداع : " لا تنفق امرأة شيئا من بيت زوجها إلا بإذن زوجها " . قيل : يا رسول الله ولا الطعام ؟ قال : " ذلك أفضل أموالنا " . رواه الترمذي

**ابو امامہ ﷛ کان روايت آهي تہ مون رسول الله ﷺ جن کي حجة الوداع واري سال سندن خطبي دوران فرمائيندي ٻڌو تہ زال پنهنجي مڙس جي موڪل کان سواءِ صدقو نہ ڏي. چيو ويو تہ اي الله جا رسولﷺ! ڪاڌو بہ (نہ ٿي ڏئي سگهي؟) پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ اهو تہ اسان جي بهترين مالن مان(2) آهي.**

---

[1]- هن حديث مان معلوم ٿئي ٿو تہ مرڻ کان پوءِ بہ ماءُ خواهہ پيءُ جي پاران سندس اولاد جيڪو خير خيرات ڏئي ٿو سو کين نفعو ڏئي ٿو ۽ فوتيءَ کي عالمن جي اجماع مطابق دعا جو ثواب بہ پهچي ٿو مگر اهو ثواب ان ثواب جي برابر ٿي نٿو سگهي جو جيڪڏهن پنهنجي هٿن سان خير خيرات ادا ڪري ها تہ هوند ڪيس ٿئي ها، جيئن مٿي
حديث بيان ٿي تہ سڪرات جي وقت صدقو ڏيڻ ائين آهي جيئن ڪو شخص ڍؤ ڪرڻ کان بعد بچيل ڪاڌو ٻئي ڪنهن کي ڏي. پڻ روايت آهي تہ سڪرات جي وقت ۾ جيڪڏهن سؤ درهم صدقو ڏجي تہ ان جي ڀيٽ ۾ تندرستي جي حالت ۾ ڪڍيل هڪ درهم صدقو ثواب وڌيڪ آهي.ڇاڪاڻ تہ خير خيرات اهو ڀلو آهي جيڪو ڏيندڙ پنهنجي ضرورت ۽ گهرج جي باوجود ۽ مال جي محبت مهل ڏي. سڪرات ۾ گهرج ۽ اميدون ٻئي گهٽي پاڳي ختم ٿي وڃن ٿيون انهيءَ ڪري ثواب جو تناسب 1 ۽ 100 رهي ٿو. قرآن شريف ۾ آهي تہ " و ما تنفقوا من خير فلانفسكم " يعني جيڪي اوهين خرچ ڪندا ان جو ثواب فقط توهان کي ملندو يعني ٻئي کي نہ ملندو. "ليس للانسان الا ما سعٰى" (انسان لاءِ فقط سندس ڪوشش ئي ڪمائتي آهي) "من عمل صالحًا فلنفسه و من اسآءَ فعليها" (جيڪو چڱا ڪم ڪندو تہ پنهنجي فائدي لاءِ ڪندو ۽ جيڪو بڇڙا ڪم ڪندو تہ ان جو وبال بہ ان تي آهي) انهي ڪري نبي ڪريم ﷺ جن پنهنجي امت کي وصيت فرمائي ۽ الله پاڪ جو حڪم آهي تہ رسول الله ﷺ لاءِ امت هر وقت دعا گهرندي رهي يعني صلوٰة پڙهندي رهي. پر پاڻ هي حڪم نہ ڏنو اٿن تہ منهنجي حق ۾ صدقو ڪندا رهندا. خود قرآن شريف ۾ آهي تہ "انّ الله و ملائكته يصلون على النبي ياايهاالذين آمنوا صلوا عليه وسلموا تسليمًا" ( تحقيق الله ۽ سندس فرشتا پيغمبر تي درود موڪلين ٿا اي ايمان وارؤ! توهين بہ ان تي درود پڙهو ۽ سلامتيءَ جي دعا گهرو)
[2]- ڀلو مال آهي يعني وڌيڪ گهرج وارو آهي.

**(هن کي ترمذي روايت ڪيو آهي.)**

(1948) وعن سعد قال : لما بايع رسول الله صلى الله عليه وسلم النساء قامت امرأة جليلة كأنها من نساء مضر فقالت : يا نبي الله إنا كل على آبائنا وأبنائنا وأزواجنا فما يحل لنا من أموالهم ؟ قال : " الرطب تأكلنه وتهدينه " . رواه أبو داود

**سعد ﷺ کان روايت آهي تہ جڏهن رسول الله ﷺ جن عورتن کان بيعت ورتي تڏهن هڪ جليل القدر عورت اٿي بيٺي جڻ قبيلہ مضر جي عورتن مان هئي. چيائين تہ اي الله جا نبي ﷺ! تحقيق اسين عورتون پنهنجي پيئرن ۽ پنهنجن پٽن ۽ پنهنجن مڙسن تي بار آهيون. سندن مالن مان اسان لاءِ ڪيتري قدر حلال آهي؟ پاڻ سڳورن فرمايو ترو تازومال([1]) پاڻ بہ کائو ۽ هديہ ۾ بہ موڪلي سگهو ٿيون (هن کي ابوداؤد روايت ڪيو)**

## فصل ٽيون

(1949) عن عمير مولى آبي اللحم قال : أمرني مولاي أن أقدد لحما فجاءني مسكين فأطعمته منه فعلم بذلك مولاي فضربني فأتيت رسول الله صلى الله عليه وسلم فذكرت ذلك له فدعاه فقال : " لم ضربته ؟ " فقال يعطي طعامي بغير أن آمره فقال : " الأجر بينكما " . وفي رواية قال : كنت مملوكا فسألت رسول الله صلى الله عليه وسلم : أأتصدق من مال موالي بشيء ؟ قال : " نعم والأجر بينكما نصفان " . رواه مسلم

**آبي اللحم([2]) جي آزاد ڪيل ٻانهي عمير کان روايت آهي تہ مون کي منهنجي مالڪ گوشت جي قيمي ناهڻ جو حڪم ڪيو. پوءِ مون وٽ هڪ مسڪين آيو تہ مون کيس ان (قيمي) مان کارايو. اها خبر منهنجي مالڪ کي پيئي تنهن تي مون کي مار ڏنائين. پوءِ آءُ رسول الله ﷺ جن وٽ آيس ۽ کين اهو واقعو ٻڌايم. پاڻ سڳورن ان کي گهرايو ۽ فرمايائون تہ تو هن کي ڇو ماريو؟ انهيءَ چيو تہ منهنجو کاڌو منهنجي حڪم کان سواءِ ٻين کي ڏئي ٿو. پاڻ سڳورن فرمايو تہ ان جو ثواب توهان ٻنهي کي ملندو. هڪ روايت ۾ آهي، عمير چوي ٿو تہ آئون ٻانهو هيس مون رسول الله ﷺ کان پڇيو تہ ڇا آئون پنهنجي مالڪ جي مال مان صدقو ڪري سگهان ٿو؟ پاڻ سڳورن فرمايو تہ هائو ۽ اجر توهان ٻنهي کي اڌواڌ ملندو. (هن کي مسلم روايت ڪيو آهي)**

[1]- هن حديث مان معلوم ٿئي ٿو تہ جيڪي شيون جلد خراب ٿيڻ واريون هجن اهي ضرورت کان وڌيڪ پيل هجن تہ انهن جي خيرات ڪرڻ ۾ مرد جي اجازت وٺڻ جي ضرورت نہ آهي.

[2]- آبي اللحم جي معنٰي گوشت کائڻ کان انڪار ڪندڙ. هن صحابي جاهليت جي ڏينهن ۾ انهن ڪنل جانورن جو گوشت کائڻ ڇڏي ڏنو هو جيڪي بتن،وٽن ۽ قبرن تي ڪنا ويندا هئا. پاڻ حنين جي لڙائي ۾ شهيد ٿيو. سبحان الله هن صحابيءَ جي کهڙي نہ چڱي تقوٰي ڇئبي جو اسلام کان اڳ بہ بعد ۾ بہ پنهنجي فطرت تي تقوٰي تي قائم رهيو، مگر هن زماني جا سوين، هزارين مسلمان اهڙا آهن جيڪي قبرن تي ڪنل جانور چاهہ سان کائين ٿا.

### باب من لا يعود في الصدقة

### جيڪو صدقو ڏئي موٽائي نہ وٺي

### فصل پهريون

(1950) عن عمر بن الخطاب رضي الله عنه قال : حملت على فرس في سبيل الله فأضاعه الذي كان عنده فأردت أن أشتريه وظننت أنه يبيعه برخص فسألت النبي صلى الله عليه وسلم فقال : " لا تشتره ولا تعد في صدقتك وإن أعطاكه بدرهم فإن العائد في صدقته كالكلب يعود في قيئه " . وفي رواية : " لا تعد في صدقتك فإن العائد في صدقته كالعائد في قيئه ".

**عمر بن خطاب ﷛ کان روايت آهي تہ مون الله جي واٽ ۾ هڪ شخص کي گهوڙي تي سوار ڪرايو( يعني ان کي سوار صدقہ ۾ ڏني) پر ان اهو گهوڙوڏٻرو ڪري ڇڏيو. پوءِ مون ارادو ڪيو تہ آءُ قيمت ڏيئي ان کان اهو گهوڙو خريد ڪريان مون ڀانيو ٿي تہ مون کي سهانگو وڪڻندو. انهيءَ بابت مون رسول الله ﷺ کان (مسئلو) پڇيو. پاڻ سڳورن فرمايو تہ ان کي خريد نہ ڪر ۽ نہ ئي پنهنجو صدقو موٽائي وٺ، جيتوڻيڪ توکي هڪ درهم ۾ ڏئي[1] ڇاڪاڻ تہ صدقو موٽائي وٺندڙ شخص ان ڪتي وانگر آهي جيڪو قئي ڪري ان کي چٽي. هڪ روايت ۾ آهي تہ پنهنجو صدقو واپس نہ وٺ ڇاڪاڻ تہ پنهنجو صدقو موٽائي وٺندڙ پنهنجي قئي چٽيندڙ وانگر آهي.**

**(هن کي بخاري ۽ مسلم روايت ڪيو آهي.)**

(1951) وعن بريدة قال : كنت جالسا عند النبي صلى الله عليه وسلم إذ أتته امرأة فقالت يا رسول الله إني كنت تصدقت على أمي بجارية وإنها ماتت قال : " وجب أجرك وردها عليك الميراث " . قالت يا رسول الله إنه كان عليها صوم شهر أفأصوم عنها قال : " صومي عنها " . قالت يا رسول الله إنها لم تحج قط أفأحج عنها قال : " نعم حجي عنها " . رواه مسلم

**بريده ﷛ کان روايت آهي تہ آئون نبي ڪريم ﷺ جن وٽ ويٺو هوس. وٽن هڪ عورت آئي ۽ چيائين تہ اي الله جا رسولﷺ! تحقيق مون پنهنجي ماءُ کي هڪ ٻانهي صدقہ طور ڏني هئي ۽ تحقيق هاڻي اها (منهنجي ماءُ) مري ويئي آهي. (انهيءَ ٻانهيءَ جي باري ۾ ڪهڙو حڪم آهي؟) پاڻ سڳورن ﷺ جن فرمايو تہ تنهنجو اجر ثابت ٿي ويو ۽ ميراث ۾ اها ٻانهي توکي واپس ملي وئي. ان عورت چيو تہ اي الله جا رسول ﷺ! تحقيق منهنجي ماءُ تي هڪ مهيني جا روزا رهيل آهن، ڇا آئون ان جي طرفان روزا رکان؟ پاڻ سڳورنﷺ جن فرمايوتہ ان جي پاران روزا رک. ان عورت چيو تہ منهنجي ماءُ ڪڏهن بہ حج نہ ڪيو، ڇا آئون ان جي پاران حج ڪريان؟ پاڻ سڳورنﷺ فرمايو تہ هائو! ان جي پاران حج ڪر. (هن کي مسلم روايت ڪيو آهي)** ([2])

---

[1]- هن حديث مان معلوم ٿيو تہ جيڪا شيءِ الله تعاليٰ جي واٽ ۾ خيرات ڏجي سا وري موٽائي نہ وٺجي.

[2]- هن حديث مان ڪيترائي فائدا معلوم ٿين ٿا 1- ميت جي پاران روزو رکڻ جائز آهي 2- ڏاڙئيَ عورت جي ڳالهہ ٻولهہ شرعي مسئلن ۾ ٻڌڻ ۽ ڪيس جواب ڏيڻ جا ئز آهي 3- جيڪا شيءِ ڪنهن عزيز کي خيرات ڏنل هجي سا ان جي مرڻ بعد ورثي ۾ وٺڻ بنا ڪراهت جي جائز آهي 4- ميت جي طرفان نائب ٿي حج ڪرڻ جائز آهي(نوٽ) ميت جي پاران جتي خيرات جو حڪم آيل آهي اتي فقط ماءُ پيءُ بابت حڪم آيل آهي انهيءَ ڪري اها خيرات ماءُ پيءُ تائين محدود سمجهڻ گهرجي، ڇاڪاڻ تہ اولاد جي ملڪيت ۽ اولاد پاڻ بہ ماءُ پيءُ جا آهن، انهن ۽ سندن والدين ۾ ڪابہ جدائي نہ آهي جيئن حديث ۾ آيل آهي تہ " انت و مالک لابيک" يعني تون ۽ تنهنجو مال تنهنجي پيءُ جا آهيو.

## كتاب الصوم
## روزن جو بيان
## فصل پهريون

(1952) وعن أبي هريرة رضي الله عنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " إذا دخل شهر رمضان فتحت أبواب السماء " . وفي رواية : " فتحت أبواب الجنة وغلقت أبواب جهنم وسلسلت الشياطين " . وفي رواية : " فتحت أبواب الرحمة " .

**ابوهريره ﷛ ڪان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ[1] جن فرمايو تہ جڏهن رمضان جو مهينو ايندو آهي تڏهن آسمان جا دروازا کوليا ويندا آهن. ٻي روايت ۾ آهي تہ بهشت جا دروازا کوليا وڃن ٿا ۽ دوزخ جا دروازا بند ڪيا وڃن ٿا ۽ شيطان قيد ڪيا وڃن ٿا ۽ ٽئين روايت ۾ آهي تہ رحمت جا دروازا کوليا وڃن ٿا.**

**(بخاري و مسلم)**

(1953) وعن سهل بن سعد قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " في الجنة ثمانية أبواب منها : باب يسمى الريان لا يدخله إلا الصائمون ".

**سهل بن سعد ﷛ ڪان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ بهشت ۾ اٺ دروازا آهن، جن مان هڪ جو نالو "ريان" آهي، جنهن مان روزي دار ڪانسواءِ ٻيو ڪو داخل نہ ٿيندو.**

**(هن کي بخاري ۽ مسلم روايت ڪيو آهي)**

(1954) وعن أبي هريرة رضي الله عنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " من صام رمضان إيمانا واحتسابا غفر له ما تقدم من ذنبه . ومن قام رمضان إيمانا واحتسابا غفر له ما تقدم من ذنبه . ومن قام ليلة القدر إيمانا واحتسابا غفر له ما تقدم من ذنبه ".

**ابوهريره﷛ ڪان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ جنهن رمضان مهيني جا روزا ايمان ۽ ثواب جي نيت سان رکيا، ان جا اڳيان (سڀ) گناهہ بخشيا ويندا ۽ جيڪو رمضان جي مهيني ۾ ايمان ۽ ثواب جي نيت سان (نماز ۾) قيام ڪندو، ان جا اڳيان (سڀ) گناهہ بخشيا ويندا ۽ جيڪو قدر جي رات ۾ ايمان ۽ ثواب جي نيت سان قيام ڪندو ان جا اڳيان (سڀ) گناهہ بخشيا ويندا.**

**(هن کي بخاري ۽ مسلم روايت ڪيو آهي)**

(1955) وعن أبي هريرة رضي الله عنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " كل عمل ابن آدم يضاعف الحسنة بعشر أمثالها إلى سبعمائة ضعف قال الله تعالى : إلا الصوم فإنه لي وأنا أجزي به يدع شهوته وطعامه من

[1]-هن حديث ۾ رمضان مهيني جي فضيلت جو بيان آهي جڏهن ماڻهو روزا رکن ٿا ۽ سندن پيٽ خالي هوندو آهي تڏهن گناهن کان بچاءُ ٿئي ٿو، رحمت الٰهي جوش ۾ اچي ٿي، بهشت جا دروازا کلي پون ٿا، دوزخ بيڪار ٿئي ٿي يعني گويا بند ٿي وڃي ٿي. انهيءَ ڪري گهڻن شيطانن جو قبضو انسان تان ختم ٿي وڃي ٿو ۽ گهڻا بي نمازي بہ رمضان ۾ روزا رکڻ ۽ نماز پڙهڻ شروع ڪن ٿا. شيطان جي بند ٿيڻ جو اهوبہ هڪ دليل آهي. مطلب هي تہ رمضان جي برڪت ۾ ڪوبہ شڪ شبهو نہ آهي ۽ نڪي ڪرڻ گهرجي .

أجلي للصائم فرحتان : فرحة عند فطره وفرحة عند لقاء ربه ولخلوف فم الصائم أطيب عند الله من ريح المسك والصيام جنة وإذا كان يوم صوم أحدكم فلا يرفث ولا يصخب وفإن سابه أحد أو قاتله فليقل إني امرؤ صائم ".

**ابوهريره ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ آدم جي اولاد جي هر نيڪ عمل جو ثواب ڏهن کان ست سون تائين وڌائي ڏنو وڃي ٿو، مگر روزي جي باري ۾ الله تعالىٰ فرمائي ٿو تہ روزو خاص[1] منهنجي لاءِ آهي ان جو ثواب آئون خود ڏيندس ڇاڪاڻ تہ روزيدار منهنجي لاءِ پنهنجي خواهش ۽ پنهنجو کاڌو ڇڏي ٿو. روزيدار لاءِ بہ فرحتون[2] آهن، هڪ فرحت ان لاءِ روزي کولڻ وقت ۽ ٻي فرحت پنهنجي پروردگار سان ملڻ وقت آهي ۽ البتہ الله تعالىٰ وٽ روزيدار جي منهن جي بوءِ مشڪ جي خوشبوءِ کان وڌيڪ پسنديده آهي ۽ روزو هڪ ڍال آهي جڏهن اوهان مان ڪنهن لاءِ روزي جو ڏينهن هجي تڏهن (ان کي گهرجي تہ) بيڇڙي ڳالهہ نہ ڪري ۽ نڪي بيهودي ڳالهہ زبان مان ڪڍي. جيڪڏهن کو کيس گاريون ڏي يا ان سان جهيڙو ڪري تہ کيس گهرجي تہ ان کي چوي تہ آئون روزيدار شخص آهيان .**

**(هن کي بخاري روايت ڪيو آهي)**

## ٻيو فصل

(1956) وعن أبي هريرة رضي الله عنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " إذا كان أول ليلة من شهر رمضان صفدت الشياطين ومردة الجن وغلقت أبواب النار فلم يفتح منها باب الجنة فلم يغلق منها باب وينادي مناد : يا باغي الخير أقبل ويا باغي الشر أقصر ن ولله عتقاء من النار وذلك كل ليلة " . رواه الترمذي وابن ماجه

**ابوهريره ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ جڏهن رمضان مهيني جي پهرين رات ايندي آهي تہ [3] شيطان ۽ هنيلا جن قيد ڪيا ويندا آهن ۽ دوزخ جا دروازا بند ڪيا ويندا**

---

[1]- الله پاڪ روزي جي پاڻ ڏانهن هن ڪري نسبت ڪئي آهي جو ٻين عبادتن(يعني نماز،زڪوٰة، حج وغيره) ۾ رياءَ کي دخل آهي مگر روزي بابت جيڪڏهن روزيدار نہ ٻڌائي تہ ڪنهن کي خبر نہ پوندي تہ روزو رکيو اٿس يا نہ. 2- روزو هن سبب جي ڪري افضل آهي جو ٻيون عبادتون جيڪي انسان ڪري ٿو تن ۾ ملائڪ بہ انسان سان شريڪ ٿين ٿا، مگر روزي ۾ فقط انسان اڪيلو هوندو آهي، ڇاڪاڻ تہ فرشتا هميشہ کائڻ پيئڻ جي احتياج کان آزاد آهن. هنن کي کائڻ پيئڻ ڏانهن ڪنهن بہ قسم جي خواهش ۽ تمنا نٿي رهي، انهيءَ ڪري ملائڪ روزي جي ان ثواب کان محروم رهن ٿا.

[2]- هڪ خوشي ۽ فرحت اها تہ شڪر الحمدلله چئي روزو پورو ڪري ٿو ۽ بک ۽ اڃ جو غلبو ختم ٿئي ٿو ۽ ٻي خوشي ۽ فرحت ان وقت ٿيندس جڏهن روزي جو ثواب ڏسندو ۽ الله پاڪ جو کيس ديدار نصيب ٿيندو.

هست ديدار حق اجل نعم

به انتهي الكلام وتم

يعني الله تعالىٰ جي ديدار جهڙي ڪابہ نعمت ڪانهي ائين چئي ڪٿي ماٺ ڪري.

[3]- جيڪي شيطان انسان کي وسوسا وجهن ٿا اهي قيد ڪيا وڃن ٿا. انهي ڳالهہ جي نشاني هيءَ آهي جو رمضان مبارڪ جي مهيني ۾ گهڻا گنهگار بہ نماز،روزي ۽ توبهہ ڪرڻ ۾ لڳي وڃن ۽ الله پاڪ ڏانهن رجوع ڪن ٿا پر جيڪي ٿورا ٻي دين رمضان ۾ بہ ساڳئي حالت تي هوندا آهن، ان جو سبب هي هوندو آهي تہ انهن جي دلين ۾ رمضان جي مهيني کان اڳ شيطانن جيڪي بڇڙا تاثير وڌا هئا، انهن جو اثر اڃا باقي رهي ٿو جنهن ڪري رمضان ۾ بہ برائي ڪن ٿا، جيئن باهہ اجهاميو وڃي مگر انهي جي گرمي گهڻو وقت رهي ٿي.

آهن، پوءِ انهن مان ڪو دروازو کوليو نہ ويندو آهي ۽ بهشت جا دروازا کوليا ويندا آهن ۽ انهن مان ڪو دروازو بند ڪيو نہ ويندو آهي ۽ هڪ آواز ڪندڙ پڪاريندو آهي تہ اي خير جا طالب! خير ڏانهن متوجهہ ٿيءُ. اي برائيءَ جا طالب! برائي کان پاڻ کي روڪ. الله طرفان باهہ مان (گنهگار) آزاد ڪيا وڃن ٿا ۽ هر رات ائين ٿيندو آهي.

ورواه أحمد عن رجل وقال الترمذي هذا حديث غريب.

(هن کي ترمذي ۽ ابن ماجہ روايت ڪيو ۽ احمد بہ هڪ شخص کان اها روايت بيان ڪئي آهي ۽ ترمذي چوي ٿو تہ هيءَ حديث غريب آهي.)

## فصل ٽيون

(1957) عن أبي هريرة رضي الله عنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " أتاكم رمضان شهر مبارك فرض الله عليكم صيامه تفتح فيه أبواب السماء وتغلق فيه أبواب الجحيم وتغل فيه مردة الشياطين لله فيه ليلة خير من ألف شهر من حرم خيرها فقد حرم " . رواه أحمد والنسائي

ابو هريرهﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ توهان وٽ رمضان مبارڪ مهينو آيو آهي، الله تعالىٰ توهان تي ان جا روزا فرض ڪيا آهن. ان ۾ آسمان جا دروازا کوليا وڃن ٿا ۽ دوزخ جا دروازا بند ڪيا وڃن ٿا ان ۾ سرڪش شيطانن کي ڳٽ وڌا وڃن ٿا. ان مهيني ۾ هڪ رات آهي جيڪا هزار مهينن کان ڀلي آهي، جيڪو ان جي ڀلائيءَ کان محروم ڪيو ويو تحقيق اهو سيني ڀلاين کان محروم ڪيو ويو.

(هن کي احمد ۽ نسائي روايت ڪيو آهي)

(1958) وعن عبد الله بن عمرو : أن رسول الله صلى الله عليه وسلم قال : " الصيام والقرآن يشفعان للعبد يقول الصيام : أي رب إني منعته الطعام والشهوات بالنهار فشفعني فيه ويقول القرآن : منعته النوم بالليل فشفعني فيه فيشفعان " . رواه البيهقي في شعب الإيمان

عبدالله بن عمرو رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ[1] روزو ۽ قرآن ٻانهي لاءِ شفاعت ڪن ٿا. روزو چوندو تہ اي منهنجا رب تحقيق مون ان کي ڏينهن ۾ کائڻ پيئڻ ۽ شهوتن کان منع ڪئي. پوءِ هن جي حق ۾ منهنجي شفاعت قبول ڪر ۽ قرآن چوندو تہ مون رات جو هن کي ننڊ کان باز رکيو پوءِ ان جي حق ۾ منهنجي شفاعت قبول ڪر. تڏهن انهن ٻنهي جي شفاعت قبول ڪئي ويندي.

(هن کي بيهقي شعب الايمان ۾ روايت ڪيو آهي)

(1959) وعن أنس بن مالك قال : دخل رمضان فقال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " إن هذا الشهر قد حضركم وفيه ليلة خير من ألف شهر من حرمها فقد حرم الخير كله ولا يحرم خيرها إلا كل محروم " . رواه ابن ماجه

---

[1]- يعني رمضان جي شفاعت سان گناهہ معاف ٿيندس ۽ قرآن جي شفاعت سان ان جا درجا بلند ٿيندا.

**انس بن مالڪ ﷛ کان روايت آهي تہ رمضان مهينو آيو تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ تحقيق هي مهينو اوهان وٽ آيو آهي انهي ۾ هڪ رات آهي جيڪا هزار مهينن کان ڀلي آهي، جيڪو شخص انهيءَ رات (جي ثواب) کان محروم رهيو تہ اهو تحقيق سمورين ڀلائين کان محروم رهيو ۽ ڀلائي کان بي نصيب شخص کان سواءِ ڪو محروم نٿو ڪيو وڃي.**

**(هن کي ابن ماجہ روايت ڪيو آهي)**

(1960) وعن سلمان قال : خطبنا رسول الله صلى الله عليه وسلم في آخر يوم من شعبان فقال : " يا أيها الناس قد أظلكم شهر عظيم مبارك شهر فيه ليلة خير من ألف شهر جعل الله تعالى صيامه فريضة وقيام ليله تطوعا من تقرب فيه بخصلة من الخير كان كمن أدى فريضة فيما سواه ومن أدى فريضة فيه كان كمن أدى سبعين فريضة فيما سواه وهو شهر الصبر والصبر ثوابه الجنة وشهر المواساة وشهر يزداد فيه رزق المؤمن من فطر فيه صائما كان له مغفرة لذنوبه وعتق رقبته من النار وكان له مثل أجره من غير أن ينقص من أجره شيء " قلنا : يا رسول الله ليس كلنا يجد ما نفطر به الصائم . فقال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " يعطي الله هذا الثواب من فطر صائما على مذقة لبن أو تمرة أو شربة من ماء ومن أشبع صائما سقاه الله من حوضي شربة لا يظمأ حتى يدخل الجنة وهو شهر أوله رحمة وأوسطه مغفرة وآخره عتق من النار ومن خفف عن مملوكه فيه غفر الله له وأعتقه من النار " . رواه البيهقي

**سلمان فارسي ﷛ کان روايت آهي تہ اسان کي رسول الله ﷺ جن شعبان جي آخري ڏينهن خطبو ڏنو. ارشاد فرمايائون تہ اي انسانو! تحقيق اوهان تي هڪ عظيم مهيني پاڇو ڪيو آهي. اهو ڏاڍو برڪت وارو مهينو آهي، جنهن ۾ هڪ رات هزار مهينن کان ڀلاري آهي. الله تعالىٰ ان جا روزا فرض ۽ ان جي راتين ۾(نماز لاءِ) بيهڻ نفل ڪيو آهي، جيڪو ان ۾ نيڪيءَ جي ڪنهن ڪم وسيلي الله تعالىٰ جي ويجهڙائي حاصل ڪندو، چڻ ان رمضان کان سواءِ ٻين مهينن ۾ فرض ادا ڪيو ۽ جيڪو رمضان ۾ فرض ادا ڪندو، چڻ انهيءَ رمضان کان سواءِ ٻين مهينن ۾ ستر فرض ادا ڪيا. اهو صبر جو مهينو آهي ۽ صبر جو بدلو بهشت آهي. اهو[1] غمخواريءَ جو مهينو آهي ۽ هن مهيني ۾ مؤمن جو رزق وڌايو وڃي ٿو. جنهن شخص هن مهيني ۾ ڪنهن روزيدار کي روزو کولايو تہ ان جي گناهن جي بخشش ۽ باهہ کان آزاديءَ جو سبب ٿيندو ۽ کيس روزيدار جي ثواب جيترو ثواب ٿئي ٿو، سواءِ ان جي جو روزيدار جي ثواب مان ڪجهہ گهٽ ٿئي. اسان چيو تہ اي الله جا رسول ﷺ! اسان مان هر هڪ روزيدار کي روزو کولائي نٿو سگهي. رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ الله تعالىٰ اهو ثواب انهيءَ شخص کي بہ ڏئي ٿو جيڪو روزيدار کي کير جي ڍڪ يا هڪ کجيءَ يا پاڻيءَ جي هڪ ڍڪ تي روزو کولائي ٿو ۽ جيڪو روزيدار کي پيٽ ڀرائي پياريندو ان کي الله تعالىٰ منهنجي حوض مان پاڻي پياريندو جنهن کان پوءِ جيستائين بهشت ۾ داخل ٿئي ان وقت تائين اڃ نہ لڳندس ۽ ان مهيني جو شروعاتي ڏهاڪو**

[1]- يعني انهي مهيني ۾ فقيرن جي مدد ڪئي وڃي ۽ بکين جي خبرگيري ڪئي وڃي.

**رحمت وارو، وچيون بخشش وارو ۽ آخري ڀاڱو ڇوٽڪاري وارو آهي. جنهن رمضان ۾ پنهنجي ٻانهي تان بار هلڪو ڪيو، ان کي الله تعاليٰ بخشي ٿو ۽ ان کي باھ کان آزاد ڪري ٿو.**
**فائدو**: سند ۾ راوي اياس بن ابي اياس منڪر آهي(مرعاة:4-201/5)

(1961) وعن ابن عباس قال : كان رسول الله صلى الله عليه وسلم إذا دخل شهر رمضان أطلق كل أسير وأعطى كل سائل . رواه البيهقي

**ابن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي ته جڏهن رمضان مهينو ايندو هو ته رسول الله ﷺ جن هر قيدي کي ڇڏي ڏيندا هئا ۽ هر سوالي کي ڏيندا هئا.**

(1962) وعن ابن عمر أن النبي صلى الله عليه وسلم قال : " إن الجنة تزخرف لرمضان من رأس الحول إلى حول قابل " . قال : " فإذا كان أول يوم من رمضان هبت ريح تحت العرش من ورق الجنة على الحور العين فيقلن : يا رب اجعل لنا من عبادك أزواجا تقر بهم أعيننا وتقر أعينهم بنا " . روى البيهقي الأحاديث الثلاثة في شعب الإيمان

**ابن عمر رضي الله عنهما کان روايت آهي ته تحقيق نبي ﷺ جن فرمايو ته هر سال رمضان مهيني جي اچڻ تائين بهشت پاڻ کي سينگاري ٿو. جڏهن رمضان جو پهريون ڏينهن ٿئي ٿو تڏهن عرش جي هيٺان بهشتي وڻن جي پنن وٽان وڏين اکين وارين حورن تي هوا هلندي آهي ۽ حورون چونديون آهن ته اي اسان جا پروردگار! اسان لاءِ پنهنجن ٻانهن مان مڙس بڻاءِ جن سان اسان جون اکيون ۽ انهن جون اکيون اسان سان ٺريون ٿين.**
**(اهي ٽئي حديثون بيهقي شعب الايمان ۾ روايت ڪيون آهن.)**

(1963) وعن أبي هريرة رضي الله عنه قال : عن النبي صلى الله عليه وسلم أنه قال : " يغفر لأمته في آخر ليلة في رمضان " . قيل : يا رسول الله أهي ليلة القدر ؟ قال : " لا ولكن العامل إنما يوفى أجره إذا قضى عمله " . رواه أحمد

**ابوهريره ﷛ کان روايت آهي ته نبي ﷺ جن فرمايو ته رمضان جي[1] پڇاڙيءَ رات ۾ پاڻ سڳورن جي امت بخشي وڃي ٿي عرض ڪيو ويو ته اي الله جا رسول ﷺ! ڇا اها رات قدر جي رات آهي؟ پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو ته نه پر ڪم ڪندڙ کي پوري مزدوري ان وقت ملندي آهي، جڏهن[2] پنهنجو ڪم پورو ڪندو آهي.**
**(هن کي احمد روايت ڪيو آهي)**

[1]- هن مان معلوم ٿيو ته رمضان مهيني جي پوئين رات ڏاڍي پيلاري آهي.
[2]-مثلا 29 شعبان تي جيڪڏهن ڪڪر هجن ته 30 ڏينهن شعبان جا پورا ڪري پوءِ رمضان جا روزا رکجن ۽ جيڪڏهن 29 رمضان ۾ ڪڪر يا غبار هجي ته 30 روزا پورا ڪري ان کان پوءِ عيدالفطر ڪرڻ گهرجي.

## باب : چنڊ ڏسڻ جي حڪمن جو بيان

### فصل پهريون

(1964) عن عمر قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " لا تصوموا حتى تروا الهلال ولا تفطروا حتى تروه فإن غم عليكم فاقدروا له " . وفي رواية قال : " الشهر تسع وعشرون ليلة فلا تصوموا حتى تروه فإن غم عليكم فأكملوا العدة ثلاثين " .

**ابن عمر رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ چنڊ ڏسي روزو رکو ۽ چنڊ ڏسي روزو چوڙيو. جيڪڏهن غبار هجي تہ اندازو يعني حساب ڪريو. ٻي روايت ۾ آهي تہ پاڻ سڳورن فرمايو تہ ڪڏهن مهينو 29 راتين جو ٿئي ٿو پوءِ جيستائين چنڊ نہ ڏسو تيستائين روزو نہ رکو جيڪڏهن اڀ تي غبار هجي تہ ٽيهن ڏينهن جو اندازو ڪريو.**

**(هن کي بخاري ۽ مسلم روايت ڪيو آهي)**

(1965) وعن أبي هريرة رضي الله عنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " صوموا لرؤيته وأفطروا لرؤيته فإن غم عليكم فأكملوا عدة شعبان ثلاثين ".

**ابوهريره ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ چنڊ ڏسڻ کان پوءِ روزو رکو ۽ چنڊ ڏسڻ کان بعد روزو چوڙيو. جيڪڏهن فضا ۾ غبار هجي تہ شعبان جا 30 ڏينهن پورا ڪريو.**

**(هن کي بخاري ۽ مسلم روايت ڪيو آهي)**

(1966) وعن ابن عمر قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " إنا أمة أمية لا تكتب ولا تحسب الشهر هكذا وهكذا وهكذا " . وعقد الإبهام في الثالثة . ثم قال : " الشهر هكذا وهكذا وهكذا " . يعني تمام الثلاثين يعني مرة تسعا وعشرين ومرة ثلاثين " .

**ابن عمر ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله جن فرمايوتہ تحقيق اسين اڻ پڙهيل قوم آهيون نہ لکي ڄاڻون نہ ۽ نہ حساب ڄاڻون. (آڱرين جي اشاري سان سمجهايائون تہ) مهينو هيڏو، هيڏو ۽ هيڏو ٿئي ٿو ۽ ٽئين ڀيري آڱوٺو بند ڪيائون (يعني 29 ڏينهن ظاهر ڪيائون) پوءِ فرمايائون تہ مهينو هيڏو، هيڏو ۽ هيڏو بہ ٿئي ٿو يعني پورو 30 ڏينهن جو يعني تہ ڪڏهن 29 ڏينهن جو ۽ ڪڏهن 30 ڏينهن جو ٿئي ٿو.**

**(هن کي بخاري ۽ مسلم روايت ڪيو آهي)**

(1967) وعن أبي بكرة قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " شهرا عيد لا ينقصان : رمضان وذو الحجة ".

**ابوبڪره ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ عيد جا ٻئي مهينا يعني رمضان ۽ ذوالحج گهٽ[1] نہ ٿيندا.**

**(هن کي بخاري ۽ مسلم روايت ڪيو آهي)**

---

[1]- انهي جو مطلب هي آهي تہ انهن ٻلارن مهينن جو ثواب گهٽ وڌ ڪونهي، ثواب هڪ جهڙو آهي پوءِ تاريخن ۾ ڪڏهن 29 ڏينهن ۽ ڪڏهن 30 ڏينهن جا ٿين ٿا.

(1968) وعن أبي هريرة رضي الله عنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " لا يتقدمن أحدكم رمضان بصوم يوم أو يومين إلا أن يكون رجل كان يصوم صوما فليصم ذلك اليوم ".

**ابوهريره ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ اوهان مان ڪو بہ رمضان مهيني کان اڳ هڪ يا ٻہ روزا نہ رکي، مگر جيڪو شخص روزي رکڻ جو عادي هجي تہ اهو ڀلي ان ڏينهن بہ روزو رکي[1]**

**(هن کي بخاري ۽ مسلم روايت ڪيو آهي)**

## فصل ٻيو

(1969) وعن أبي هريرة رضي الله عنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " إذا انتصف شعبان فلا تصوموا " . رواه أبو داود والترمذي وابن ماجه والدارمي

**رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ جڏهن شعبان مهيني جو اڌ گذري وڃي تہ ان کان پوءِ[2] روزا نہ رکو.**

**(هن کي ابوداؤد، ترمذي، ابن ماجہ ۽ دارمي روايت ڪيو آهي)**

(1970) وعن أبي هريرة رضي الله عنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " أحصوا هلال شعبان لرمضان " . رواه الترمذي

**ابوهريره ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ رمضان مهيني لاءِ شعبان مهيني جو بہ[3] شمار ڪريو.**

**(هن کي ترمذي روايت ڪيو آهي)**

(1971) وعن أم سلمة قالت : ما رأيت النبي صلى الله عليه وسلم يصوم شهرين متتابعين إلا شعبان ورمضان . رواه أبو داود والترمذي والنسائي وابن ماجه

**ام المؤمنين ام سلمہ رضي الله عنها کان روايت آهي تہ مون نبي ﷺ کي شعبان ۽ رمضان کان سواءِ لڳاتار روزا رکندي نہ[4] ڏٺو.**

**هن کي ابوداؤد، ۽ ترمذي ۽ نسائي ۽ ابن ماجہ روايت ڪيو آهي)**

(1972) وعن عمار بن ياسر رضي الله عنهما قال : " من صام اليوم الذي يشك فيه فقد عصى أبا القاسم صلى الله عليه وسلم " . رواه أبو داود والترمذي والنسائي وابن ماجه والدارمي

**عمار بن ياسر﷛ کان روايت آهي تہ جنهن شڪي ڏينهن ۾ روزو رکيو، ان تحقيق ابو القاسم ﷺ جي[1] نافرماني ڪئي.**

[1]- پر فقط رمضان جي استقبال لاءِ هڪ يا 2 روزا رکڻ درست نہ آهن.
[2]- منع جو سبب شايد هي آهي تہ فرض ۽ نفل پاڻ ۾ نہ گڏجن عام ماڻهو نہ سمجهن تہ شعبان جا روزا رکڻ بہ ضروري آهن.
[3]- يعني شعبان جي مهيني جون تاريخون 1 کان وٺي 30 تائين رمضان جي روزي رکڻ لاءِ ياد رکڻ ضروري آهن.
[4]- عائشہ رضي الله عنها کان روايت آهي تہ جيڪو شخص اوهان کي ٻڌائي تہ رسول الله ﷺ جن رمضان کان سواءِ ڪنهن ٻئي مهيني جا پورا روزا رکيا آهن تہ ان تي ويساهہ نہ ڪجو. انهي ڪري شعبان جي روزن مان مراد 15 تاريخ تائين روزا آهن جنهن بابت حديث اڳ گذري چڪي آهي.

**(هن کي ابوداؤد، ترمذي، نسائي ۽ ابن ماجہ، دارمي روايت ڪيو آهي)**

(1973) وعن ابن عباس قال : " جاء أعرابي إلى النبي صلى الله عليه وسلم فقال : إني رأيت الهلال يعني هلال رمضان فقال : " أتشهد أن لا إله إلا الله ؟ " قال : نعم قال : " أتشهد أن محمدا رسول الله ؟ " قال : نعم . قال : " يا بلال أذن في الناس أن يصوموا غدا " . رواه أبو داود والترمذي والنسائي وابن ماجه والدارمي

**ابن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ هڪ اعرابي نبي ڪريمﷺ جن وٽ آيو. چيائين تہ تحقيق مون چنڊ يعني رمضان مهيني جو چنڊ ڏٺو آهي. پاڻ سڳورن فرمايو تہ ڇا تون شاهدي ڏئين ٿو تہ الله تعالي کان سواءِ ڪو معبود نہ آهي پاڻ چيو تو هائو، پاڻ سڳورن فرمايو تہ ڇا تون شاهدي ڏئين ٿو تہ تحقيق محمد ﷺ الله جو رسول آهي. ان چيو تہ هائو! فرمايائون تہ اي بلال! ماڻهن ۾ اعلان ڪر تہ سڀاڻي[2] روزو رکن.**

**(هن کي ابوداؤد، ترمذي،نسائي، ابن ماجہ ۽ دارمي روايت ڪيو آهي)**

(1974) وعن ابن عمر قال : تراءى الناس الهلال فأخبرت رسول الله صلى الله عليه وسلم أني رأيته فصام وأمر الناس بصيامه . رواه أبو داود والدارمي

**ابن عمر رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ ماڻهو چنڊ ڏسڻ لاءِ گڏ ٿيا. پوءِ مون رسول الله ﷺ جن کي خبر ڏني تہ تحقيق مون چنڊ ڏٺو آهي. تڏهن پاڻ بہ روزو رکيائون ۽ ماڻهن کي روزي رکڻ جو حڪم ڏنائون.**

**(هن کي ابوداؤد، دارمي روايت ڪيو آهي)**

## فصل ٽيون

(1975) وعن عائشة رضي الله عنها قالت : كان رسول الله صلى الله عليه وسلم يتحفظ من شعبان مالا يتحفظ من غيره . ثم يصوم لرؤية رمضان فإن غم عليه عد ثلاثين يوما ثم صام . رواه أبو داود

**ام المؤمنين عائشہ رضي الله عنها کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن شعبان جون تاريخون شمار ڪرڻ جو اهتمام ايترو ڪندا هئا جو ان کان سواءِ ٻئي ڪنهن مهيني جي تاريخن جو شمار نہ ڪندا هئا. پوءِ رمضان جو چنڊ ڏسي روزو رکندا هئا. جيڪڏهن مٿن فضا صاف نہ هوندي هئي تہ ٽيهہ روزا پورا ڪندا هئا.**

**(هن کي ابوداؤد روايت ڪيو آهي)**

(1976) وعن أبي البختري قال : خرجنا للعمرة فلما نزلنا ببطن نخلة تراءينا الهلال . فقال بعض القوم : هو ابن ثلاث . وقال بعض القوم : هو ابن ليلتين فلقينا ابن عباس فقلنا : إنا رأينا الهلال فقال بعض القوم : هو ابن ثلاث

---

[1]- گهڻن امامن جهڙوڪ امام ابوحنيفہ ؒ، شافعي ؒ، ۽ مالڪ ؒ هن حديث مان شڪ واري روزي کي رکڻ کان منع ثابت ڪئي آهي.

[2]- سڀني اهل حديث جو قول آهي تہ رمضان جو چنڊ هڪ معتبر مسلمان جي شاهدي سان ثابت ٿئي ٿو. ابن مبارڪ، احمد بن حنبل، ابوحنيفہ رحمهم الله جو بہ رمضان جي چنڊ بابت اهو قول آهي مگر مالڪ، ليث اوزاعي ۽ ثوريءَ وٽ 2 مرد ماڻهن جي شاهدي ضروري آهي ۽ وٽن آسمان جي غبار وغيره جو ڪو شرط نہ آهي ۽ جڏهن آسمان ۾ غبار هجي تڏهن گهڻن ماڻهن جي شاهدي ضروري آهي، هڪ کي اعتبار ڪونہ آهي.

وقال بعض القوم : هو ابن ليلتين . فقال : أي ليلة رأيتموه ؟ قلنا : ليلة كذا وكذا . فقال : إن رسول الله صلى الله عليه وسلم مده للرؤية فهو لليلة رأيتموه.

وفي رواية عنه . قال : أهللنا رمضان ونحن بذات عرق فأرسلنا رجلا إلى ابن عباس يسأله فقال ابن عباس : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " إن الله تعالى قد أمده لرؤيته فإن أغمي عليكم فأكملوا العدة " . رواه مسلم

**ابوبختري کان روايت آهي تہ اسين عمري ڪرڻ لاءِ نڪتاسون. جڏهن بطن نخلہ ۾ منزل ڪئي سون، تڏهن چنڊ ڏسڻ لاءِ گڏ ٿياسون. ڪن ماڻهن چيو تہ چنڊ ٽئينءَ جو ڪن چيو تہ ٻيءَ جو آهي. پوءِ اسان ابن عباس سان ملياسون، ڪيس چيوسون تہ تحقيق اسان چنڊ ڏٺو آهي. ڪي چون ٿا تہ ٽئين جو آهي ڪي چون ٿا تہ ٻيءَ جو آهي. ابن عباس فرمايو تہ توهان ڪهڙي تاريخ توهان چنڊ ڏٺو اٿوَ؟ اسان چيو تہ فلاڻي ۽ فلاڻي تاريخ، چيائين تہ تحقيق رسول الله ﷺ جن چنڊ ڏسڻ ڪي ئي رمضان فرمايو آهي، پوءِ اها رات رمضان جي ئي آهي جنهن ۾ توهان چنڊ[1] ڏٺو آهي. ابوبختري جي ٻي روايت ۾ آهي تہ اسين ذات عرق ۾ هئاسون، اتي اسان رمضان جو چنڊ ڏٺو، پوءِ اسان ابن عباس ڏانهن مسئلو پڇڻ لاءِ هڪ شخص موڪليو. ابن عباس رضي الله عنهما چيو تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ تحقيق الله تعالىٰ چنڊ ڏسڻ تائين رمضان جي مدت ڊگهي ڪئي آهي. جيڪڏهن توهان تي فضا واضح نہ هجي تہ ان (شعبان) جو ڳاڻاٽو پورو ڪريو.**
**(هن ڪي مسلم روايت ڪيو آهي)**

---

[1]- چنڊ جي وڏي ۽ ننڍي ٿيڻ ۽ مٿي ۽ هيٺ هجڻ جو اعتبار نہ آهي، جنهن بہ رات ڏسجي، اها رات چنڊ جي ليکبي.

## باب في مسائل متفرقة من كتاب الصوم

## روزي جي باري ۾ متفرق مسئلن جو بيان

### فصل پهريون

(1977) عن أنس قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " تسحروا فإن في السحور بركة ".

**انس ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ اسر جو کائو، ڇو تہ اسر جي کائڻ ۾[1] برڪت آهي.**
**(بخاري و مسلم)**

(1978) وعن عمرو بن العاص قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " فصل ما بين صيامنا وصيام أهل الكتاب أكلة السحر " . رواه مسلم

**عمرو بن عاص ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايوتہ اسان جي روزن ۽ اهل ڪتاب جي روزن جي وچ ۾ فرق[2] فقط اسر جي کائڻ جو آهي.**
**(هن ڪي مسلم روايت ڪيو آهي)**

(1979) وعن سهل قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " لا يزال الناس بخير ما عجلوا الفطر ".

**سهل ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ ماڻهو جيستائين روزي کولڻ ۾[3] جلدي ڪندا تيستائين هميشہ نيڪي تي رهندا.**
**(هن ڪي بخاري ۽ مسلم روايت ڪيو آهي)**

(1980) وعن عمر قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " إذا أقبل الليل من ههنا وأدبر النهار من ههنا وغربت الشمس فقد أفطر الصائم ".

**حضرت عمر ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن (اڀرندي طرف اشارو ڪندي) فرمايو تہ جڏهن هتان رات اچي ۽ (الهندي طرف اشارو ڪندي فرمايائون تہ) هتان ڏينهن وڃي ۽ سج لڪي وڃي تہ اهو روزي کولڻ جو وقت آهي.**
**(هن ڪي بخاري ۽ مسلم روايت ڪيو آهي)**

(1981) وعن أبي هريرة رضي الله عنه قال : نهى رسول الله صلى الله عليه وسلم عن الوصال في الصوم . فقال له رجل : إنك تواصل يا رسول الله صلى الله عليه وسلم قال : وأيكم مثلي إني أبيت يطعمني ربي ويسقيني ".

**ابوهريره ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن لڳاتار روزو رکڻ کان منع ڪئي. هڪ شخص پاڻ سڳورن کي چيو تہ اي الله جا رسول ﷺ! اوهين تہ لڳاتار روزو رکو ٿا. پاڻ سڳورن فرمايو تہ توهان ۾ مون جهڙو ڪير آهي؟ تحقيق آئون رات گذاريندو آهيان ۽ منهنجو رب مون کي کارائيندو ۽ پياريندو آهي.**
**(هن ڪي بخاري ۽ مسلم روايت ڪيو آهي)**

---

1- يعني هڪ ثواب آهي، ٻيو روزي رکڻ جي طاقت آهي.
2- يهودي ۽ نصاريٰ اسر جي کائڻ کي حرام سمجهن ٿا ۽ اسان مسلمانن وٽ اسر جو کائڻ سنت آهي.
3- سج لهڻ وقت روزو کولڻ مستحب ۽ نيڪي جو موجب هن ڪري آهي جو رسول الله ﷺ جي سنت جي پيروي ٿئي ٿي.

## فصل ٻيو

(1982) عن حفصة رضي الله عنها قالت : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " من لم يجمع الصيام قبل الفجر فلا صيام له " . رواه الترمذي وأبو داود والنسائي والدارمي وقال أبو داود : وقفه على حفصة معمر والزبيدي وابن عيينه ويونس الأيلي كلهم عن الزهري

**ام المؤمنين حفصہ رضي الله عنها کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ جيڪو شخص پرھ ڦٽڻ کان اڳ روزي رکڻ جي نيت نہ ڪري ان جو روزو[1] نہ آهي.**
**هن کي ترمذي ابوداؤد نسائي ۽ دارمي روايت ڪيو آهي. ابوداؤد چوي ٿو تہ روايت معمر،زبيدي،ابن عيينہ ۽ يونس ايلي سڀني زهري کان بيان ڪئي آهي ۽ ام المؤمنين حفصہ رضي الله عنها کان موقوف مروي آهي.**

(1983) وعن أبي هريرة رضي الله عنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " إذا سمع النداء أحدكم والإناء في يده فلا يضعه حتى يقضي حاجته منه " . رواه أبو داود

**ابوهريره ﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ جڏهن اوهان مان ڪو فجر جي آذان ٻڌي ان وقت ان جي هٿ ۾ (کائڻ يا پيئڻ جو) ٿانوَ ([2]) هجي تہ جيستائين ان مان پنهنجي گهرج پوري نہ ڪري تيستائين ان کي نہ رکي.**
**(هن کي ابوداؤد روايت ڪيو آهي.)**

(1984) وعن أبي هريرة رضي الله عنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " قال الله تعالى : أحب عبادي إلي أعجلهم فطرا " . رواه الترمذي

**ابوهريره ﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ الله تعالىٰ فرمائي ٿو تہ منهنجن ٻانهن مان مون کي پيارو اهو آهي جيڪو روزو کولڻ ۾ جلدي ڪري.**
**(هن کي ترمذي روايت ڪيو آهي)**

(1985) وعن سلمان بن عامر قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " إذا أفطر أحدكم فليفطر على تمر فإنه بركة فإن لم يجد فليفطر على ماء فإنه طهور " . رواه أحمد والترمذي وأبو داود وابن ماجه والدارمي . ولم يذكر : " فإنه بركة " غير الترمذي

**سلمان بن عامر ﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ([3]) اوهان مان ڪو روزو کولي تہ ان کي گهرجي تہ کجور سان کولي، ڇاڪاڻ تہ بيشڪ کجور ۾ برڪت آهي. جيڪڏهن کجور نہ هجي تہ پاڻي سان کولي، ڇاڪاڻ تہ بيشڪ پاڻي پاڪ ڪندڙ آهي.**

---

[1]- اهل حديث،شافعي ۽ حنبلي هن حديث موافق روزي جي نيت رات کان ضروري ڄاڻن ٿا مگر نفلي روزي ۾ رات جي نيت ضروري نہ آهي انهيءَ ٻاري ۾ رسول الله ﷺ کان عائشہ رضي الله عنها جي روايت آهي.

[2]- هي حڪم تڏهن آهي پر جڏهن صبح جو يقين نہ هجي يا غالب گمان هجي تہ اڃان صبح نہ ٿي آهي تہ انهن ٻنهي صورتن ۾ فقط ٻانگ جي ٻڌڻ سان کائڻ پيئڻ نہ ڇڏجي پر جيڪڏهن صبح جو يقين ٿي ويو آهي تہ پوءِ ڪاڏو پيتو بلڪل ڇڏي ڏجي.

[3]- کجور تي روزو کولڻ سنت آهي.

(هن کي احمد، ترمذي، ابوداؤد، ابن ماجہ ۽ دارمي روايت ڪيو آهي ۽ ترمذي کان سواءِ ٻئي ڪنهن بہ "فانه برڪة" جا الفاظ ذڪر نہ ڪيا آهن)

(1986) وعن أنس قال : كان النبي صلى الله عليه وسلم يفطر قبل أن يصلي على رطبات فإن لم تكن فتميرات فإنلم تكن تميرات حسى حسوات من ماء . رواه الترمذي وأبو داود . وقال الترمذي : هذا حديث حسن غريب

انس رضي الله عنه کان روايت آهي تہ نبي ﷺ سانجهي کان اڳ ڪجھ تازه ڪجين سان روزو کوليندا هئا. پوءِ جيڪڏهن تازيون ڪجيون نہ هونديون هيون تہ سڪل ڪجين تي روزو کوليندا هئا. پوءِ جيڪڏهن سڪل ڪجيون بہ نہ هونديون تہ پاڻيءَ جا ڪجھ ڍڪ پيئندا هئا.

(هن کي ترمذي روايت ڪيو ۽ ابوداؤد روايت ڪيو آهي. ترمذي چوي ٿو تہ هيءَ حديث حسن غريب آهي)

(1987) وعن زيد بن خالد قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " من فطر صائما أو جهز غازيا فله مثل أجره " . رواه البيهقي في شعب الإيمان ومحيي السنة في شرح السنة وقال صحيح

زيد بن خالد کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو آهي تہ جيڪو شخص ڪنهن روزيدار کي روزو کولائي يا ڪنهن مجاهد کي جنگي سامان ڏي تہ ان کي ان جيترو ثواب ملندو.

(هن کي بيهقي شعب الايمان ۾، ۽ محي السنة شرح السنة ۾ روايت ڪيو آهي ۽ چيائين تہ حديث صحيح آهي)

(1988) وعن ابن عمر قال : كان النبي صلى الله عليه وسلم إذا أفطر قال : " ذهب الظمأ وابتلت العروق وثبت الأجر إن شاء الله " . رواه أبو داود

ابن عمر رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ جڏهن نبي ڪريمﷺ روزو کوليندا هئا تہ چوندا هئا تہ اڃ ويئي ۽ رڳون تر ٿيون ۽ ان شاءَ الله تعالىٰ ثواب ثابت ٿيو.

(هن کي ابوداؤد روايت ڪيو آهي)

(1989) وعن معاذ بن زهرة قال : إن النبي صلى الله عليه وسلم كان إذا أفطر قال : " اللهم لك صمت وعلى رزقك أفطرت " . رواه أبو داود مرسلا

معاذ بن زهره کان روايت آهي تہ تحقيق نبي ﷺ جن جڏهن روزو کوليندا هئا تہ چوندا هئا تہ يا الاهي تولاءِ مون روزو رکيو ۽ تنهنجي ڏنل رزق تي روزو کوليان ٿو.

(هن کي ابوداؤد مرسل بيان ڪيو آهي)

### فصل ٽيون

(1990) عن أبي هريرة رضي الله عنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " لا يزال الدين ظاهرا ما عجل الناس الفطر لأن اليهود والنصارى يؤخرون " . رواه أبو داود وابن ماجه

**ابوهريره ؓ کان روايت آهي تہ رسول اللہ ﷺ جن فرمايو تہ ماڻهو جيستائين روزي کولڻ ۾ جلدي ڪندا رهندا، تيستائين دين غالب رهندو، ڇاڪاڻ تہ يهودي ۽ [1] نصاريٰ روزو کولڻ ۾ دير ڪن ٿا.**

**(هن کي ابوداؤد ۽ ابن ماجہ روايت ڪيو آهي)**

(1991) وعن أبي عطية قال : دخلت أنا ومسروق على عائشة فقلنا : يا أم المؤمنين رجلان من أصحاب محمد صلى الله عليه وسلم أحدهما يعجل الإفطار ويعجل الصلاة والآخر : يؤخر الإفطار ويؤخر الصلاة . قالت : أيهما يعجل الإفطار ويعجل الصلاة ؟ قلنا عبد الله بن مسعود . قالت : هكذا صنع رسول الله صلى الله عليه وسلم والآخر أبو موسى . رواه مسلم

**ابو عطيہ ؓ کان روايت آهي تہ آئون ۽ مسروق ام المؤمنين عائشہ رضي الله عنها وٽ وياسون. چيوسون تہ اي مؤمنن جي ماءُ! محمد ﷺ جي ٻن اصحابين مان هڪ روزو بہ جلدي کولي ٿو ۽ نماز جلد پڙهي ٿو. ٻيو روزو بہ دير سان کولي ٿو۽ نماز بہ دير سان پڙهي ٿو. ام المؤمنين چيو تہ انهن مان ڪير جلدي روزو کولي ۽ جلدي نماز پڙهي ٿو؟ اسان چيو تہ عبدالله بن مسعود ؓ (جلدي ڪري ٿو) ام المؤمنين چيو تہ رسول الله ﷺ ائين ئي[2] ڪندا هئا. ٻيو (دير ڪندڙ) ابو موسيٰ اشعري ؓ آهي.**

**(هن کي مسلم روايت ڪيو آهي)**

(1992) وعن العرباض بن سارية قال : دعاني رسول الله صلى الله عليه وسلم إلى السحور في رمضان فقال : " هلم إلى الغداء المبارك " . رواه أبو داود والنسائي

**عرباض بن سارية ؓ کان روايت آهي تہ مون کي رسول الله ﷺ جن رمضان ۾ سحري کائڻ جي دعوت ڏيندي فرمايو تہ بابرڪت کاڌي ۾ شريڪ ٿيءُ**

**(هن کي ابوداؤد ۽ نسائي روايت ڪيو آهي)**

(1993) وعن أبي هريرة رضي الله عنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " نعم سحور المؤمن التمر " . رواه أبو داود

**ابوهريره ؓ کان روايت آهي تہ رسول اللہ ﷺ جن فرمايو تہ سحريءَ ۾ کجي کائڻ مؤمن لاءِ بهترين کاڌو آهي.**

**(هن کي ابوداؤد روايت ڪيو آهي)**

---

[1] - هن وقت جا شيعا بہ يهودين ۽ نصارن جي پيروي ڪري روزي کولڻ ۾ دير ڪندا آهن.

[2] - پهرئين وقت ۾ روزو کولڻ ۽ پهرئين وقت ۾ نماز پڙهڻ پيغمبري طريقو آهي ۽ سندن پيروي سنت تي هلندڙ هر شخص لاءِ لازمي آهي.

## باب تنزية الصوم
## روزي کي پاڪ ڪرڻ[1]
### فصل پهريون

(1994) وعن أبي هريرة رضي الله عنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " من لم يدع قول الزور والعمل به فليس لله حاجة في أن يدع طعامه وشرابه " . رواه البخاري

**ابوهريره ﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ جيڪو شخص ڪوڙ ڳالهائڻ ۽ بڇڙو ڪم ڪرڻ نہ ڇڏي ان جي کاڌي ۽ پيتي ڇڏڻ جي الله تعالىٰ کي[2] ضرورت نہ آهي.**
**(هن کي بخاري روايت ڪيو آهي)**

(1995) وعن عائشة رضي الله عنها قالت : كان رسول الله صلى الله عليه وسلم يقبل ويباشر وهو صائم وكان أملككم لأربه.

**ام المؤمنين عائشہ رضي الله عنها کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن روزيدار هجڻ جي حالت ۾ (پنهنجي حرمن کان) چمي وٺندا هئا ۽ ياڪر پائيندا هئا ۽ پاڻ سڀورا (نفس تي ضابطو رکڻ ۾) اوهان کان وڌيڪ قادر[3] هوندا هئا.**
**(هن کي بخاري ۽ مسلم روايت ڪيو آهي)**

(1996) وعن عائشة رضي الله عنها قالت : كان رسول الله صلى الله عليه وسلم يدركه الفجر في رمضان وهو جنب من غير حلم فيغتسل ويصوم.

**ام المؤمنين عائشہ رضي الله عنها کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن رمضان ۾ احتلام کان سواءِ [4] جنابت ۾ هوندا هئا ۽ ڪين صبح ٿي ويندي هئي تہ روزو رکي پوءِ غسل ڪندا هئا.**
**(هن کي بخاري ۽ مسلم روايت ڪيو آهي)**

(1997) وعن ابن عباس قال : إن النبي صلى الله عليه وسلم احتجم وهو محرم واحتجم وهو صائم.

**ابن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ بيشڪ نبي ﷺ جن احرام جي حالت ۾[5] سنڱي لڳرائي. ۽ روزي جي حالت ۾ سنڱي لڳرائي.**
**(هن کي بخاري ۽ مسلم روايت ڪيو آهي)**

(1998) وعن أبي هريرة رضي الله عنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " من نسي وهو صائم فأل أو شرب فليتم صومه فإنما أطعمه الله وسقاه ".

---

1- هن باب ۾ جن شين سان روزو ڀڄي يا ان جو ثواب ختم يا گهٽ ٿئي ٿو انهن جو بيان ڏنل آهي.

2- مطلب تہ انسان جو ظاهر ۽ باطن روزي رکڻ سان پاڪ ٿئي ٿو پر جيڪڏهن ڪوڙ، گلا وغيره ڪندو رهندو تہ پوءِ رڳو بک ۽ اڃ نصيب ٿيندي ۽ ڪو روزي جو مقصد حاصل نہ ٿيندو.

3- هن حديث مان روزيدار لاءِ زال کي چمڻ ۽ ياڪر پائڻ جي موڪل ملي ٿي مگر شرط هي آهي تہ منجهس جماع کي روڪڻ جي طاقت هجي.

4- هن حديث مان ثابت ٿئي ٿو تہ روزي رکڻ کان اڳ جو ڪيل عمل روزي کي نقصان نہ ٿو ٿئي ۽ جنابت جي غسل ڪرڻ کان سواءِ کاڌو کائڻ جائز آهي.

5- سڀني علمائن جو اجماع آهي تہ احرام ۽ روزي ۾ سنڱي هڻڻ جائز آهي.

ابوهريره ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ جيڪو روزيدار ڀلجي کائي يا پيئي تہ ان کي گھرجي تہ پنهنجو روزو پورو ڪري، ڇاڪاڻ تہ کيس الله تعالیٰ کارايو ۽ پياريو آهي.

(هن کي بخاري ۽ مسلم روايت ڪيو آهي)

(1999) وعن أبي هريرة قال : بينما نحن جلوس عند النبي صلى الله عليه وسلم إذ جاءه رجل فقال : يا رسول الله هلكت . قال : " مالك ؟ " قال : وقعت على امرأتي وأنا صائم . فقال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " هل تجد رقبة تعتقها ؟ " . قال : لا قال : " فهل تستطيع أن تصوم شهرين متتابعين ؟ " قال : لا . قال : " هل تجد إطعام ستين مسكينا ؟ " قال : لا . قال : " اجلس " ومكث النبي صلى الله عليه وسلم فبينا نحن على ذلك أتي النبي صلى الله عليه وسلم بعرق فيه تمر والعرق المكتل الضخم قال : " أين السائل ؟ " قال : أنا . قال : " خذ هذا فتصدق به " . فقال الرجل : أعلى أفقر مني يا رسول الله ؟ فوالله ما بين لابتيها يريد ا لحرتين أهل بيت أفقر م أهل بيتي . فضحك النبي صلى الله عليه وسلم حتى بدت أنيابه ثم قال : " أطعمه أهلك " .

ابوهريره ﷛ کان روايت آهي تہ ان دوران جو اسين نبي ﷺ جن وٽ ويٺا هئاسون، اوچتو وٽن هڪ شخص آيو ۽ چيائين تہ اي الله جا رسول ﷺ! آئون هلاڪ ٿي ويس. نبي ﷺ جن فرمايو تہ توکي ڇا ٿيو آهي؟ چيائين تہ روزي جي حالت ۾ پنهنجي زال سان جماع ڪيو اٿم. رسول الله ﷺ فرمايو تہ ڇا تو وٽ ٻانهو آزاد ڪرڻ لاءِ آهي؟ ان چيو تہ نہ! فرمايائون تہ ڇا لڳاتار ٻہ مهينا روزا رکڻ جي طاقت رکين ٿو؟ ان چيو تہ نہ! فرمايائون تہ ڇا سٺ مسڪينن کي کارائڻ جي سگهہ اٿئي؟ ان چيو تہ نہ! فرمايائون تہ ويهي رهہ. نبي ﷺ جن ٿورو ترسيا، اسين بہ ويٺا هئاسون ايتري ۾ نبي ﷺ وٽ هڪ کجين جو عرق يعني وڏو ٽوڪرو آيو. پڇيائون تہ سوال ڪندڙ ڪٿي آهي؟ انهيءَ چيو تہ حاضر آهيان. فرمايائون تہ هي کجين جو ٽوڪرو کڻ ۽ وڃي صدقو ڪر. ان چيو تہ اي الله جا رسول ﷺ! ڇا مون کان بہ وڌيڪ ڪو مسڪين ٿي سگهي ٿو؟ الله جو قسم!مديني جي ٻنهي جبلن جي وچ ۾ مون کان وڌيڪ ڪو مسڪين نہ آهي. نبي ﷺ جن کليا تانجو سندن ڏاڙهون ظاهري ٿيون. پوءِ فرمايائون تہ (چڱو!) پنهنجي گھر وارن کي ئي کاراءِ.

(هن کي بخاري ۽ مسلم روايت ڪيو آهي)

## فصل ٻيو

(2000) عن عائشة : أن النبي صلى الله عليه وسلم : كان يقبلها وهو صائم ويمص لسانها . رواه أبو داود

ام المؤمنين عائشہ رضي الله عنها کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن روزي جي حالت ۾ ان کان چمي وٺندا هئا ۽ ڪيس پائيندا هئا ۽ سندس زبان چوسيندا هئا.

(هن کي ابوداؤد روايت ڪيو آهي)

فائدو: سند ۾ راوي محمد بن دينار الطائي البصري ضعيف آهي. (مرعاة:4-241/5)

(2001) وعن أبي هريرة أن رجلا سأل النبي صلى الله عليه وسلم عن المباشرة للصائم فرخص له . وأتاه آخر فسأله فنهاه فإذا الذي رخص له شيخ وإذا الذي نهاه شاب . رواه أبو داود

**ابوهريره ﷺ کان روايت آهي تہ هڪ شخص نبي ﷺ جن کان روزي جي حالت ۾(زال کي) چمڻ ۽ ڀاڪر پائڻ بابت مسئلو پڇيو پاڻ کيس اجازت ڏنائون ۽ وٽن ٻيو شخص آيو ان بہ ساڳيو مسئلو پڇيو، پر پاڻ ان کي منع ڪيائون. جنهن کي اجازت ڏنائون اهو پوڙهو هو ۽ جنهن کي منع ڪيائون اهو جوان هو.**

**(هن کي ابوداؤد روايت ڪيو آهي)**

**فائدو: سند ۾ راوي ابو العنبس ڪوفي مقبول آهي(مرعاة:4-241/5)**

(2002) وعن أبي هريرة قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " من ذرعه القيء وهو صائم فليس عليه قضاء ومن استقاء عمدا فليقض " . رواه الترمذي وأبو داود وابن ماجه والدارمي . وقال الترمذي : هذا حديث غريب لا نعرفه إلا من حديث عيسى بن يونس . وقال محمد يعني البخاري لا أراه محفوظا

**ابوهريره ﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ جيڪو روزي سان هجي ۽ ان تي قئي غالب اچي تہ مٿس قضا نہ آهي جيڪو ڄاڻي واڻي قئي ڪري ان کي گهرجي تہ قضا ڪري. هن کي ترمذي،ابوداؤد،ابن ماجہ،دارمي روايت ڪيو ۽ ترمذي چوي ٿو تہ هيءَ حديث غريب آهي. اسين عيسيٰ بن يونس کان سواءِ ٻئي ڪنهن کان اها حديث نٿا ڄاڻون محمد يعني امام بخاري چوي ٿو تہ آئون هن حديث کي محفوظ نٿو ڄاڻان.**

(2003) وعن معدان بن طلحة أن أبا الدرداء حدثه أن رسول الله صلى الله عليه وسلم قاء فأفطر . قال : فلقيت ثوبان في مسجد دمشق فقلت : إن أبا الدرداء حدثني أن رسول الله صلى الله عليه وسلم قاء فأفطر . قال : صدق وأنا صببت له وضوءه . رواه أبو داود والترمذي والدارمي

**معدان بن طلحہ کان روايت آهي تہ ابودرداءِ کيس حديث ٻڌائي تہ رسول الله ﷺ جن قئي ڪئي پوءِ[1] روزو کولي ڇڏيائون. معدان چيو تہ پوءِ آءٌ دمشق جي مسجد ۾ ثوبان سان مليس ۽ چيو مانس تہ ابودرداءِ مون کي هي حديث ٻڌائي آهي تہ رسول الله ﷺ جن قئي ڪئي پوءِ روزو کولي ڇڏيائون. انهيءَ چيو تہ ابودرداءِ سچ چيو آهي ۽ مون مٿن وضو[2] جو پاڻي وڌو(يعني وضو ڪرايو). (هن کي ابوداؤد ترمذي ۽ دارمي روايت ڪيو آهي)**

(2004) وعن عامر بن ربيعة قال : رأيت النبي صلى الله عليه وسلم ما لا أحصي يتسوك وهو صائم " . رواه الترمذي وأبو داود

**عامر بن ربيعہ کان روايت آهي تہ مون نبيﷺ کي بيشمار ڀيرا روزي جي حالت ۾ ڏندڻ ڪندي ڏٺو[3].**

(2005) وعن أنس قال : جاء رجل إلى النبي صلى الله عليه وسلم قال : " اشتكيت عيني أفأكتحل وأنا صائم ؟ قال : " نعم " . رواه الترمذي وقال : ليس إسناده بالقوي وأبو عاتكة الراوي يضعف

---

[1]- هي روزو نفلي هو فرضي نہ هو. نفلي روزي ۾ ارادي سان قئي ڪرڻ ڪنهن عذر ڪري جائز آهي.

[2]- امام ابوحنيفہ ۽ امام احمد بن حنبل دليل ورتو آهي تہ قئي سان وضو ڀڃي پوي ٿو، اما شافعي ۽ ٻين علمائن هن "وضوءَ" مان منهن ڌوئڻ ۽ گرڙيون ڪرڻ مراد ورتي آهي.

[3]- هن حديث مان ثابت ٿئي ٿو تہ ڏندڻ روزي جي شروع، وچ ۽ آخر ۾ ٽنهي حالتن ۾ جائز آهي. مڪروهہ نہ آهي.

انس رضي الله عنه کان روايت آهي ته هڪ شخص نبي ﷺ جن وٽ آيو ۽ چيائين ته منهنجيون اکيون ڏکن ٿيون[1] ڇا آئون روزي جي حالت ۾ اکين ۾ سرمون وجهان؟ پاڻ سڳورن فرمايو ته هائو!
(هن کي ترمذي روايت ڪيو ۽ چيائين ته هن حديث جي اسناد قوي نه آهي، راوي ابو عاتڪ کي ضعيف سمجهيو وڃي ٿو.)

(2006) وعن بعض أصحاب النبي صلى الله عليه وسلم قال : لقد رأيت النبي صلى الله عليه وسلم بالعرج يصب على رأسه الماء وهو صائم من العطش أو من الحر . رواه مالك

نبي ﷺ جي هڪ اصحابيءَ کان روايت آهي ته مون نبي ﷺ جن کي عرج نالي هنڌ تي ڏٺو ته روزي جي حالت ۾ اڄ يا گرمي دور ڪرڻ لاءِ پنهنجي مٿي تي پاڻي[2] وجهي رهيا هئا.
(هن کي مالڪ ۽ ابوداؤد روايت ڪيو آهي)

(2007) وعن شداد بن أوس : أن رسول الله صلى الله عليه وسلم أتى رجلا بالبقيع وهو يحتجم وهو آخذ بيدي لثماني عشرة خلت من رمضان فقال : " أفطر الحاجم والمحجوم " . رواه أبو داود وابن ماجه والدارمي . قال الشيخ الإمام محيي السنة رحمة الله عليه : وتأوله بعض من رخص في الحجامة : أي تعرضا للإفطار : المحجوم للضعف والحاجم لأنه لا يأمن من أن يصل شيء إلى جوفه بمص الملازم .

شداد بن اوس رضي الله عنه کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن هڪ شخص وٽان گذريا جيڪو بقيع جي قبرستان ۾ هو ۽ سڱيون هڻي رهيو هو، رمضان جي ارڙهين تاريخ گذري چڪي هئي ۽ پاڻ منهنجو هٿ پڪڙيو هئائون. فرمايائون ته سڱيون هڻندڙ ۽ هڻائيندڙ ٻنهي جو روزو[3]ٽٽي پيو.
(هن کي ابوداؤد، ابن ماجه ۽ دارمي روايت ڪيو آهي. شيخ امام محي السنة رحمه الله چوي ٿو ته ڪي عالم جيڪي روزيدار کي سڱيون هڻائڻ جي اجازت ڏين ٿا اهي هن حديث جي تاويل اها ڪن ٿا ته يعني انهن اهڙو ڪم ڪيو آهي جنهن سان سندن روزو ٽٽڻ جو خطرو ۽ امڪان آهي. سڱي هڻائيندڙ ڪمزوريءَ جي ڪري ۽ هڻندڙ هن ڪري روزي ٽٽڻ جي ويجهو ٿئي ٿو ته ممڪن آهي ته رت چوسڻ سبب ان جي پيٽ ۾ ڪجهه پهچي وڃي.)
فائدو: هيءَ حديث منسوخ آهي ان جي ناسخ حديث اها آهي جنهن ۾ رسول الله ﷺ جن فرمائين ٿا ته روزيدار کي سڱيون هڻائڻ جي اجازت آهي. (مشڪوٰة علامه الباني: 626/1)

(2008) وعن أبي هريرة رضي الله عنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " من أفطر يوما من رمضان من غير رخصة ولا مرض لم يقض عنه صوم الدهر كله وإن صامه " . رواه أحمد والترمذي وأبو داود وابن ماجه والدارمي والبخاري في ترجمة باب وقال الترمذي : سمعت محمدا يعني البخاري يقول . أبو الطوس الراوي لا أعرف له غير هذا الحديث

[1]- امام چون ٿا ته روزي ۾ سرمون اکين ۾ وجهڻ جائز آهي مگر امام احمد مڪروهه چوي ٿو ۽ هن حديث جي سند ضعيف نهرائي اٿس.

[2]- روزي ۾ ٿڌي پاڻي سان وهنجڻ يا مٿي يا بت تي ٿڌو پاڻي وجهي گرمي گهٽائڻ درست آهي.
[3]- امام احمد ۽ ٻيا ڪي علماء چون ٿا ته سڱي هڻائڻ سان روزو ٽٽي پوي ٿو مگر جمهور علماء چون ٿا ته ان سان روزو نه ٿو ٽٽي.

ابوهريره ﷛ کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته جيڪو شخص رمضان جو هڪ روزو ڇاڏي واٽي شرعي اجازت يا بيماريءَ جي عذر کان سواءِ ڇڏيندو سو جيڪڏهن سڄي عمر روزا رکي تڏهن به اهي روزا ان جو بدلو([1]) نٿا ٿي سگهن.

(هن کي احمد، ترمذي، ابوداؤد، ابن ماجه، دارمي روايت ڪيو ۽ بخاري ان کي ترجمة الباب ۾ بيان ڪيو آهي. ترمذي چوي ٿو ته مون محمد يعني امام بخاري کي چوندي ٻڌو ته هن حديث جي سند ۾ ابوالمطواس نالي راويءَ جو ذڪر ڪنهن ٻئي هنڌ نٿو معلوم ٿئي)

فائدو: ابوالمطواس راوي مجهول آهي ۽ منفرد آهي ۽ حديث ضعيف آهي(مرعاة:4-249/5)

(2009) وعن أبي هريرة رضي الله عنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " كم من صائم ليس له من صيامه إلا الظمأ وكم من قائم ليس له من قيامه إلا السهر " . رواه الدارمي

ابوهريره ﷛ کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته ڪيترا روزيدار آهن جن کي سندن روزي ۾ اڃ کان سواءِ ڪجهه حاصل نٿو ٿئي ۽ ڪيترا نمازي آهن جن کي سندن نماز ۾ اوجاڳي کان سواءِ ڪجهه حاصل نٿو ٿئي.

(هن کي دارمي روايت ڪيو. لقيط بن صبره جي حديث وضوءَ باب "سنن الوضوءِ" ۾ ذڪر ٿي چڪي.)

### فصل ٽيون

(2010) عن أبي سعيد قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " ثلاث لا يفطرن الصائم الحجامة والقيء والاحتلام " . رواه الترمذي وقال : هذا حديث غير محفوظ وعبد الرحمن بن زيد الراوي يضعف في الحديث

ابو سعيد خدري ﷛ کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته ٽن شين سان روزيدار جو روزو نٿو ٽٽي:1- سنگي هڻائڻ،2- (ازخود) قئي اچڻ،3- (ننڊ ۾) تڙ پوڻ.

(هن کي ترمذي روايت ڪيو ۽ چيائين ته هيءَ حديث محفوظ نه آهي. راوي عبد الرحمٰن بن زيد حديث ۾ ضعيف شمار ڪيو وڃي ٿو)

(2011) وعن ثابت البناني قال : سئل أنس بن مالك : كنتم تكرهون الحجامة للصائم على عهد رسول الله صلى الله عليه وسلم ؟ قال : لا إلا من أجل الضعف . رواه البخاري

ثابت بن بناني جي روايت آهي ته انس بن مالڪ ﷛ کان پڇيو ويو ته ڇا رسول الله ﷺ جن جي زماني ۾ توهان روزيدار لاءِ سنگي هڻائڻ کي ناپسند ڄاڻندا هئا؟ ان چيو ته نه پر ڪمزوريءَ جي انديشي جي ڪري (ان کي پسند نه ڪندا هئاسون)

(هن کي بخاري روايت ڪيو آهي)

(2012) وعن البخاري تعليقا قال : كان ابن عمر يحتجم وهو صائم ثم تركه فكان يحتجم بالليل.

امام بخاري ﷬ جي متعلق روايت آهي ته ابن عمر رضي الله عنهما روزي جي حالت ۾ سنگي هڻائيندو هو پوءِ (ڏينهن جي بجاءِ) رات جو سنگي هڻائيندو هو.

---

[1]- مطلب ته رمضان جي فرضي روزي جو ايترو ثواب آهي جو سڄي عمر جي نفلي روزن کان به وڌيڪ آهي.

(2013) وعن عطاء قال : إن مضمض ثم أفرغ ما في فيه من الماء لا يضيره أن يزدرد ريقه وما بقي في فيه ولا يمضغ العلك فإن ازدرد ريق العلك لا أقول : إنه يفطر ولكن ينهى عنه . رواه البخاري في ترجمة باب

**عطاءؒ جي روايت آهي تہ جيڪڏهن ڪو شخص منهن ۾ پاڻي وجهي گرڙي ڪري اڇلائي ڇڏي تہ ڪو گناهہ نہ آهي. جيڪڏهن منهن موجود تري يا ٿڪ ڳهي (تہ جائز آهي) البتہ روزيدار مصطڪي رومي نہ چٻاڙي.**

**جيڪڏهن چٻاڙيندو تہ آئون نٿو چوان تہ روزو ٽٽندو (يا نہ؟) پر ان ڪان منع ڪجي ٿي.**

**(هن ڪي بخاري ترجمة الباب ۾ روايت ڪيو آهي)**

## باب صوم المسافر
## مسافر جي روزي جو بيان
## فصل پهريون

(2014) وعن عائشة رضي الله عنها قالت : إن حمزة بن عمرو الأسلمي قال للنبي صلى الله عليه وسلم أصوم في السفر وكان كثير الصيام . فقال : " إن شئت فصم وإن شئت فأفطر ".

**ام المؤمنين عائشہ رضي الله عنها كان روايت آهي تہ بيشڪ حمزه بن عمرواسلمي نبيﷺ کان پڇيو تہ ڇا آئون سفر ۾ روزو رکان؟ پاڻ اڪثر(مسافريءَ ۾) روزا رکندو هو. رسول الله ﷺ جن کيس فرمايو تہ چاهين تہ (مسافريءَ ۾) روزو رک ۽ چاهين تہ نہ رک.**
**(هن کي بخاري ۽ مسلم روايت ڪيو آهي)**

(2015) وعن أبي سعيد الخدري قال : غزونا مع رسول الله صلى الله عليه وسلم لست عشرة مضت من شهر رمضان فمنا من صام ومنا من أفطر فلم يعب الصائم على المفطر ولا المفطر على الصائم . رواه مسلم

**ابو سعيد خدري ﷛ كان روايت آهي تہ رمضان جي سورهين تاريخ اسين رسول الله ﷺ جن سان گڏجي (فتح مڪي جي) جنگ تي نڪتاسون. اسان مان ڪن کي روزو هو ۽ ڪن کي روزو نہ هو. پوءِ نہ روزائتن روزو ڇڏيندڙن تي اعتراض ڪيو ۽ نہ روزو ڇڏيندڙن روزو رکندڙن تي اعتراض ڪيو.**
**(هن کي مسلم روايت ڪيو آهي)**

(2016) وعن جابر قال : كان رسول الله صلى الله عليه وسلم في سفر فرأى زحاما ورجلا قد ظلل عليه فقال : " ما هذا ؟ " قالوا : صائم . فقال : " ليس من البر الصوم في السفر " .

**جابر ﷛ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن سفر ۾ هئا. هڪ هنڌ هڪ شخص جي مٿان ماڻهن جو ميڙ ڏٺائون، جيڪو روزيدار هو ۽ مٿس ڇانو ڪئي وئي هئي. فرمايائون تہ ڪهڙو معاملو آهي؟ عرض ڪيائون تہ روزيدار آهي (کيس روزو لڳو آهي) رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ سفر ۾ روزو رکڻ([1]) نيڪي نہ آهي.**
**(هن کي بخاري ۽ مسلم روايت ڪيو آهي)**

(2017) وعن أنس قال : كنا مع النبي صلى الله عليه وسلم في السفر فمنا الصائم ومنا المفطر فنزلنا منزلا في وم حار فسقط الصوامون وقام المفطرون فضربوا الأبنية وسقوا الركاب . فقال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " ذهب المفطرون اليوم بالأجر " .

؟؟؟

[1]- سفر ۾ روزو رکڻ جي موڪل آهي مگر جڏهن سخت تڪليف جو انديشو هجي تہ نہ رکڻ وڌيڪ بهتر آهي، ان حالت ۾ اها ئي نيڪي آهي.

(2018) وعن ابن عباس قال : خرج رسول الله صلى الله عليه وسلم من المدينة إلى مكة فصام حتى بلغ عسفان ثم دعا بماء فرفعه إلى يده ليراه الناس فأفطر حتى قدم مكة وذلك في رمضان . فكان ابن عباس يقول : قد صام رسول الله صلى الله عليه وسلم وأفطر . فمن شاء صام ومن شاء أفطر ".

**ابن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن مديني کان مڪي هليا ته روزي سان هئا، تانجو عسفان نالي هنڌ پهتا. پوءِ پاڻي گهرايائون ۽ هٿ ۾ کڻي مٿي ڪيائون، تان ته[1] ماڻهو ڏسن، پوءِ روزو کوليائون تانجو مڪي پهتا. اهو سفر رمضان ۾ هو. ابن عباس رضي الله عنهما چوندو هو ته بيشڪ رسول الله ﷺ (سفر ۾) روزو رکيو به آهي ۽ ڇڏيو به آهي. جنهن جي مرضي هجي سو روزو رکي ۽ جنهن جي مرضي هجي روزو نه رکي.**

**(هن کي بخاري ۽ مسلم روايت ڪيو آهي)**

وفي رواية لمسلم عن جابر رضي الله عنه أنه شرب بعد العصر .

**مسلم ۾ جابر رضي الله عنه جي روايت ۾ آهي ته رسول الله ﷺ جن وچين نماز کان پوءِ پاڻي پيتو(يعني روزو کوليو هو)**

**فصل ٻيو**

(2019) عن أنس بن مالك الكعبي قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " إن الله وضع عن المسافر شطر الصلاة والصوم عن المسافر وعن المرضع والحبلى " . رواه أبو داود والترمذي والنسائي وابن ماجه

**انس بن مالڪ ڪعبي رضي الله عنه کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته بيشڪ الله تعالىٰ مسافر تان اڌ نماز معاف ڪئي آهي ۽[2] مسافر،ٿڃ پيارينڙ، ۽ حمل واري عورت تي روزو رکڻ معاف ڪيو آهي.**

**(هن کي ابوداؤد، ترمذي، نسائي ۽ ابن ماجه روايت ڪيو آهي)**

(2020) وعن سلمة بن المحبق قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " من كان له حمولة تأوي إلى شبع فليصم رمضان من حيث أدركه " . رواه أبو داود

**سلمه بن محبق رضي الله عنه کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته جنهن شخص وٽ سواري هجي جيڪا کيس منزل تي پهچائي سگهي، جتي کاڌي پيتي جو سامان آسانيءَ سان ملندو هجي، اتي روزو رکي، چاهي جتي به ان کي رمضان اچي.**

**(هن کي ابوداؤد روايت ڪيو آهي)**

**فصل ٽيون**

---

[1]- رسول الله ﷺ جن پاڻي هن ڪري ڏيکاريو ته سفر ۾ رمضان جي مهيني ۾ ظاهرظهور کائڻ پيئڻ ۾ ڪو به عيب نه آهي ۽ هن حديث ۾ دليل آهي ته سفر ۾ روزو رکڻ ۽ نه رکڻ ٻئي برابر آهي.

[2]- سفر ۾ نماز جو اڌ مسافر کي هميشه لاءِ معاف آهي مگر مسافر، کير پيارينڙ زال ۽ حمل واري زال تي روزي جي قضا ڪرڻ لازمي آهي.

(2021) عن جابر : أن رسول الله صلى الله عليه وسلم خرج عام الفتح إلى مكة في رمضان فصام حتى بلغ كراع الغميم فصام الناس ثم دعا بقدح من ماء فرفعه حتى نظر الناس إليه ثم شرب فقيل له بعد ذلك إن بعض الناس قد صام . فقال : " أولئك العصاة أولئك العصاة " . رواه مسلم

**جابر ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺجن فتح مکي واري سال رمضان ۾ (مديني کان) مکي ڏانهن روزو رکي نڪتا، جڏهن ڪراع الغميم نالي جاءِ تي پهتا تہ ماڻهن بہ روزو رکيو. پوءِ رسول اللهﷺ جن پاڻيءَ جو پيالو گهرايو ان کي مٿي ڪنيائون تان جوماڻهن ان ڏانهن نهاريو پوءِ پاڻي پيتائون. ان کان پوءِ رسول اللهﷺ جن کي چيو ويو تہ ڪن ماڻهن (اجا بہ) روزو نہ کوليو آهي. رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ اهي نا فرمان آهن. ([1])**

**(هن کي مسلم روايت ڪيو آهي)**

(2022) وعن عبد الرحمن بن عوف قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " صائم رمضان في السفر كالمفطر في الحضر " . رواه ابن ماجه

**عبدالرحمن بن عوف کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ مسافريءَ ۾ رمضان جو([2]) روزو رکندڙ ءِ گهر ۾ روزو ڇڏيندڙ ٻئي هڪ جهڙا آهن.**

**(هن کي ابن ماجہ روايت ڪيو آهي)**

**فائدو: ابو سلمہ بن عبدالرحمن راويءَ پنهنجي پيءُ کان نہ ٻڌو آهي، ان ڪري سند ۾ انقطاع آهي(مرعاة:4-260/5)**

(2023) وعن حمزة بن عمرو السلمي أنه قال : يا رسول الله إني أجد بي قوة على الصيام في السفر فهل علي جناح ؟ قال : " هي رخصة من الله عز وجل فمن أخذ بها فحسن ومن أحب أن يصوم فلا جناح عليه " . رواه مسلم

**حمزه بن عمرو اسلمي کان روايت آهي تہ اي الله جا رسول ﷺ! آئون سفر ۾ روزي رکڻ جي سگهہ لهان ٿو،(جيڪڏهن مسافريءَ ۾ روزو رکان تہ) ڇا مون کي گناهہ ٿيندو؟ فرمايائون تہ (اها) الله تعالیٰ جي طرفان رخصت آهي، پوءِ جنهن ان تي عمل ڪيو، ان چڱو ڪيو ءِ جيڪو روزو رکڻ پسند ڪري تہ ان تي گناهہ نہ آهي.**

**(هن کي مسلم روايت ڪيو آهي)**

---

[1]- اهو ڪم رسول الله ﷺ جن هن ڪري ڪيو تہ ماڻهو سندن پيروي ڪن. پوءِ جڏهن ڏٺائون تہ منهنجي روزي ڇڏڻ جي ڪن مخالفت ڪئي آهي انهي ڪري تنبيهہ طور فرمايائون تہ اهي ماڻهو سخت نافرمان آهن يعني سفر ۾ روزو رکڻ حرام آهي ڇاڪاڻ تہ انهيءَ بابت قرآن ۾ ڇنائي ٿيل آهي.

[2]- هي حڪم انهيءَ شخص جي حق ۾ آهي جنهن کي سفر ۾ روزي رکڻ سبب جان جو خوف هجي يا جنگ ۾ روزي رکڻ جي ڪري ڪافرن سان لڙائي ڪرڻ ۾ ڪمزوري جو انديشو هجي.

## باب القضاءِ

## قضا روزي جو بيان

## فصل پهريون

(2024) عن عائشة قالت : كان يكون علي الصوم من رمضان فما أستطيع أن أقضي إلا في شعبان . قال يحيى بن سعيد : تعني الشغل من النبي أو بالنبي صلى الله عليه وسلم

**ام المؤمنين عائشہ رضي الله عنها کان روايت آهي تہ مون تي رمضان جا روزا رهيل هئا، جنهن جي قضا جي طاقت مون کي شعبان ۾ تي. يحيٰ بن سعيد چوي ٿو تہ يعني نبي ﷺ جي خدمت ۾ مشغول رهڻ سبب قضا ڪرڻ ۾ مون کان دير ٿي وئي.**

**(هن کي بخاري ۽ مسلم روايت ڪيو آهي)**

(2025) وعن أبي هريرة رضي الله عنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " لا يحل للمرأة أن تصوم وزوجها شاهد إلا بإذنه ولا تأذن في بيته إلا بإذنه " . رواه مسلم

**ابوهريره ﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ مڙس گهر ۾ موجود هجي تہ زال لاءِ اجازت کان سواءِ نفلي روزو رکڻ حلال نہ آهي[1] ۽ زال مڙس جي اجازت کان سواءِ سندس گهر ۾ ڪنهن کي اچڻ جي اجازت نہ ڏئي.**

**(هن کي مسلم روايت ڪيو آهي)**

(2026) وعن معاذة العدوية أنها قالت لعائشة : ما بال الحائض تقضي الصوم ولا تقضي الصلاة ؟ قالت عائشة : كان يصيبنا ذلك فنؤمر بقضاء الصوم ولا نؤمر بقضاء الصلاة . رواه مسلم

**معاذه عدويہ چوي ٿي تہ ان ام المؤمنين عائشہ رضي الله عنها کان پڇيو تہ ڪهڙو سبب آهي تہ حيض واري روزو قضا ڪري ٿي ۽ نماز قضا نٿي ڪري؟ ام المؤمنين عائشہ رضي الله عنها فرمايو تہ اسين حيض ۾ هونديون هيون سين تہ اسان کي روزي جي قضاجو حڪم ڏنو ويندو هو. ۽ نماز قضا ڪرڻ جو حڪم نہ ڏنو ويندو هو [2]**

**(هن کي مسلم روايت ڪيو آهي)**

(2027) وعن عائشة رضي الله عنها قالت : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " من مات وعليه صوم صام عنه وليه ".

**ام المؤمنين عائشہ رضي الله عنها کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ جيڪو شخص مري وڃي ۽ ان تي روزو رهيل هجي تہ ان جي پاران ان جو وارث روزو رکي.[3]**

**(هن کي بخاري ۽ مسلم روايت ڪيو آهي)**

---

[1]- مگر فرضي روزي ۾ مڙس جي اجازت جي ضرورت نہ آهي.

[2]- هن حديث ۾ فقط حڪم ٻڌايو ويو آهي ۽ حڪم جي علت ۽ فلسفو ٻڌائڻ ضروري نہ سمجهيو ويو آهي.

[3]- امام احمد ۽ اهل حديث جو قول آهي تہ ميت جي پاران وارث روزو رکي سگهي ٿو ۽ امام شافعي ﷺ جو بہ اهڙو قول آيل آهي.

(2028) عن نافع عن ابن عمر عن النبي صلى الله عليه وسلم قال : " من مات وعليه صيام شهر رمضان فليطعم عنه مكان كل يوم مسكين " . رواه الترمذي وقال : والصحيح أنه موقوف على ابن عمر.

**نافع ابن عمر رضي الله عنهما کان ۽ اهو نبي ﷺ جن کان روايت ڪري ٿو تہ جيڪو شخص مري وڃي ۽ ان تي رمضان مهيني جا روزا رهيل هجن، پوءِ گهرجي تہ ان جي پاران هر هڪ روزي جي بجاءِ هڪ([1]) مسڪين کي کارايو وڃي.**

**(هن کي ترمذي روايت ڪيو آهي ۽ چيائين تہ صحيح هي آهي تہ اها حديث ابن عمر رضي الله عنهما تي موقوف آهي)**

**فائدو**: **حديث صحيح نہ آهي، محمد بن ابو ليليٰ راوي گهٽو وهمي، حافظي جو خراب، پڙريون غلطيون ڪندڙ آهي.** **(مرعاة**: 266/5-4)

## فصل ٽيون

(2029) عن مالك بلغه أن ابن عمر كان يسأل : هل يصوم أحد عن أحد أو يصلي أحد عن أحد ؟ فيقول : لا يصوم أحد عن أحد . ولا يصلي أحد عن أحد . رواه في الموطأ

**مالڪ کان مروي آهي تہ ان کي خبر پهتي تہ ابن عمر رضي الله عنهما کان (مسئلو) پڇيو ويندو هو تہ ڇا ڪو شخص ٻئي جي طرفان روزو رکي يا نماز پڙهي سگهي ٿو؟ چوندو هو تہ ڪو شخص ڪنهن جي طرفان([2]) نہ روزو رکي سگهي ٿو ۽ نڪو ڪنهن جي نماز پڙهي سگهي ٿو.**

**(اها روايت مؤطا ۾ آهي)**

[1]- هن ۾ مٿي بيان ٿيل حديث ۾ تطبيق هن طرح آهي تہ ٻئي ڪم جائز آهن خواه روزا رکجن خواه مسڪين کي کاڌو کارايو وڃي.

[2]- هي روايت موقوف آهي ۽ بخاري مسلم ۾ رسول الله ﷺ جي عائشہ رضي الله عنها مرفوع روايت موجود آهي تہ وارث ميت جي پاران روزو رکي سگهي ٿو. اها حديث هن باب جي سيني حديثن ۾ وڌيڪ صحيح آهي.

## باب صيام التطوع
## نفلي روزن جو بيان
## فصل پهريون

(2030) عن عائشة قالت : كان رسول الله صلى الله عليه وسلم يصوم حتى نقول : لا يفطر ويفطر حتى نقول : لا يصوم وما رأيت رسول الله صلى الله عليه وسلم استكمل صيام شهر قط إلا رمضان وما رأيته في شهر أكثر منه صياما في شعبان

وفي رواية قالت : كان يصوم شعبان كله وكن يصوم شعبان إلا قليلا.

**ام المؤمنين عائشہ رضي الله عنها کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ (نفلي) روزا رکندا هئا تہ اسين سمجهندا هئاسون تہ هاڻي ڪڏهن نہ ڇڏيندا ۽ جڏهن روزا ڇڏي ڏيندا هئا تہ اسين سمجهندا هئاسون تہ هاڻي ڪڏهن نہ رکندا ۽ مون ڪڏهن نہ ڏٺو تہ رسول الله ﷺ جن رمضان کان سواءِ ڪنهن ٻئي مهيني جا پورا روزا رکيا هجن ۽ نہ مون ڪين ڏٺو تہ شعبان کان وڌيڪ ڪنهن ٻئي مهيني جا روزا رکيا اٿن([1]) ٻي روايت ۾ فرمائي ٿي تہ شعبان جو سڄو مهينو بہ روزا رکندا هئا ۽ ڪڏهن گهٽ بہ رکندا هئا.**

**(هن کي بخاري ۽ مسلم روايت ڪيو آهي)**

(2031) وعن عبد الله بن شقيق قال : قلت لعائشة : أكان النبي صلى الله عليه وسلم يصوم شهرا كله ؟ قال : ما علمته صام شهرا كله إلا رمضان ولا أفطره كله حتى يصوم منه حتى مضى لسبيله . رواه مسلم

**عبدالله بن شقيق کان روايت آهي تہ مون ام المؤمنين عائشہ رضي الله عنها کان پڇيو تہ ڇا نبي ﷺ جن سڄو مهينو روزا رکندا هئا؟ چيائين تہ مون کي معلوم نہ آهي تہ رمضان کان سواءِ ڪو ٻيو مهينو مڪمل روزا رکيا اٿن يا ڪنهن ٻئي مهيني ۾ بلڪل روزا نہ رکيا اٿن، تانجو هن جهان مان وصال ڪيائين.**

**(هن کي مسلم روايت ڪيو آهي)**

(2032) وعن عمران بن حصين عن النبي صلى الله عليه وسلم : أنه سأله أو سأل رجلا وعمران يسمع فقال : " يا أبا فلان أما صمت من سرر شعبان ؟ " قال : لا قال : " فإذا أفطرت فصم يومين ".

**عمران بن حصين ﷛ کان روايت آهي تہ ان کان يا ڪنهن ٻئي شخص کان نبي ﷺ پڇيو ۽ عمران ٻڌي رهيو هو تہ اي فلاڻي جا پيءُ ڇا تو شعبان جي آخري ڏينهن جا روزا رکيا آهن؟ ان چيو تہ نہ! پاڻ فرمايائون تہ جڏهن (رمضان گذري) تہ (شوال ۾ اهي) بہ روزا (قضا ڪري) رک([2])**

**(هن کي بخاري ۽ مسلم روايت ڪيو آهي)**

[1]- مگر سندن قول آهي تہ جڏهن شعبان مهيني جو اڌ گذري وڃي تڏهن روزو رکڻ بند ڪريو. هي حڪم امت لاءِ آهي ۽ مٿيون حڪم خاص پيغمبر سڳوري لاءِ هو.

[2]- هي امر استحبابي آهي. هن حديث مان معلوم ٿئي ٿو تہ جنهن کي هر مهيني جي پڇاڙي ۾ 2 روزا رکڻ جي عادت هجي اهو شعبان جي پڇاڙي وارا 2 روزا پلي رکي پر جنهن کي روزي رکڻ جي عادت نہ آهي ان لاءِ اهي بہ روزا رکڻ مڪروهہ آهي.

(2033) وعن أبي هريرة رضي الله عنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " أفضل الصيام بعد رمضان شهر الله المحرم وأفضل الصلاة بعد الفريضة صلاة الليل " . رواه مسلم

**ابوهريره ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ رمضان کان پوءِ افضل روزا الله جي مهيني محرم جا روزا آهن ۽ نماز فرض کان بعد افضل رات جي نماز (تهجد) آهي.**
**(هن کي مسلم روايت ڪيو آهي)**

(2034) وعن ابن عباس قال : ما رأيت النبي صلى الله عليه وسلم يتحرى صيام يوم فضله على غيره إلا هذا اليوم : يوم عاشوراء وهذا الشهر يعني شهر رمضان.

**ابن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ مون نہ ڏٺو تہ پاڻ سڳورا اهڙي ڏينهن جي روزي رکڻ لاءِ ڪوشش ڪندا هجن جنهن کي الله تعالىٰ ٻين ڏينهن تي فضيلت عطا ڪئي آهي. سواءِ عاشوري جي ڏينهن ۽ رمضان مبارڪ جي روزن جي.**
**(هن کي مسلم روايت ڪيو آهي)**

(2035) وعن ابن عباس قال : حين صام رسول الله صلى الله عليه وسلم يوم عاشوراء وأمر بصيامه قالوا : يا رسول الله إنه يوم يعظمه اليهود والنصارى . فقال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " لئن بقيت إلى قابل لأصومن التاسع " . رواه مسلم

**ابن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن عاشوري جي ڏينهن روزو رکيو ۽ رکڻ جو حڪم فرمايائون. عرض ڪيو ويو تہ اي الله جا رسول ﷺ! بيشڪ هن ڏينهن جي تہ يهودي ۽ نصاريٰ بہ تعظيم ڪن ٿا. رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ جيڪڏهن ايندڙ سال جيئرو رهيس تہ ضرور نائين تاريخ جوبہ روزو رکندس.**([1])
**(هن کي بخاري ۽ مسلم روايت ڪيو آهي)**

(2036) وعن أم الفضل بنت الحارث : أن ناسا تماروا عندها يوم عرفة في صيام رسول الله صلى الله عليه وسلم فقال بعضهم : هو صائم وقال بعضهم : ليس بصائم فأرسلت إليه بقدح لبن وهو واقف عل بعيره بعرفة فشربه.

**ام فضل بنت حارث کان روايت آهي تہ ڪن ماڻهن ان وٽ عرفہ جي ڏينهن رسول الله ﷺ جي روزي جي باري ۾ اختلاف ڪيو.ڪن چيو تہ روزي سان آهن ۽ ڪن چيو تہ روزي سان نہ آهن. پوءِ مون وٽن کير جو پيالو موڪليو. جنهن وقت پنهنجي اٺ تي عرفات جي ميدان ۾ هئا تہ کير پي ڇڏيائون**([2])
**(هن کي بخاري ۽ مسلم روايت ڪيو آهي)**

(2037) وعن عائشة رضي الله عنها قالت : ما رأيت رسول الله صلى الله عليه وسلم صائما في العشر قط . رواه مسلم

---

[1]- تان تہ يهودين سان مشابهت نہ ٿئي مگر انهيءَ سال جي محرم کان اڳ رسول الله ﷺ وفات ڪري ويا.
[2]- حاجيءَ لاءِ عرفات جي ڏينهن روزو رکڻ مڪروه آهي. ٻين عام ماڻهن تي تاريخ ذوالحج وارو روزو رکڻ سنت آهي.

**ام المؤمنين عائشہ رضي الله عنها کان روايت آهي تہ مون رسول اللهﷺ جن کي (ذوالحج جي) ڏهي ۾ ڪڏهن روزي سان نہ ڏٺو.[1]**
**(هن کي مسلم روايت ڪيو آهي)**

(2038) وعن أبي قتادة : أن رجلا أتى النبي صلى الله عليه وسلم فقال كيف تصوم فغضب رسول الله صلى الله عليه وسلم من قوله . فلما رأى عمر رضي الله عنهم غضبه قال رضينا بالله ربا وبالإسلام دينا وبمحمد نبيا نعوذ بالله من غضب الله وغضب رسوله فجعل عمر رضي الله عنهم يردد هذا الكلام حتى سكن غضبه فقال عمر يا رسول الله كيف بمن يصوم الدهر كله قال : " لا صام ولا أفطر " . أو قال : " لم يصم ولم يفطر " . قال كيف من يصوم يومين ويفطر يوما قال : " ويطيق ذلك أحد " . قال كيف من يصوم يوما ويفطر يوما قال : " ذاك صوم داود عليه السلام " قال كيف من يصوم يوما ويفطر يومين قال : " وددت أني طوقت ذلك " . ثم قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " ثلاث من كل شهر ورمضان إلى رمضان فهذا صيام الدهر كله صيام يوم عرفة أحتسب على الله أن يكفر السنة التي قبله والسنة التي بعده وصيام يوم عاشوراء أحتسب على الله أن يكفر السنة التي قبله " . رواه مسلم

**ابو قتاده ﷛ کان روايت آهي تہ نبيﷺ جن وٽ هڪ شخص آيو ۽ چيائين تہ توهين ڪهڙي طرح روزا رکو ٿا؟ تڏهن رسول الله ﷺ جن سندس ڳالھ جي ڪري ناراض ٿي پيا. جڏهن عمر﷛ سندن غصو ڏٺو، تڏهن چوڻ لڳو تہ اسين الله تعالیٰ جي رب هجڻ، اسلام جي دين هجڻ، محمد ﷺ جي نبي هجڻ تي راضي آهيون. اسين الله جي غصي ۽ ان جي رسول جي غصي کان الله تعالیٰ وٽ پناهہ ٿا وٺون. پوءِ اهي ڪلمات دهرائيندو رهيو تانجو سندن غصو لهي ويو. پوءِ عمر ﷺ چيو تہ اي الله جا رسول ﷺ! ان شخص جو ڪهڙو حڪم آهي جيڪو سدائين روزا رکي ٿو؟ فرمايائون تہ نہ روزو رکيائين نہ ڇڏيائين([2]) يا فرمايائون تہ نہ روزو رکي ٿو نہ وري ڇڏي ٿو. عرض ڪيائين تہ ان شخص بابت حڪم ڪهڙو آهي، جيڪو ٻہ ڏينهن روزا رکي ۽ هڪ ڏينهن ڇڏي ٿو. فرمايائون تہ ڇا ڪنهن ۾ ايتري طاقت ٿي سگهي ٿي؟ عرض ڪيائين تہ جيڪو روزو رکي هڪ ڏينهن هڪ ڏينهن نہ رکي ان جو حڪم ڪهڙو آهي؟ فرمايائون تہ اهو داؤد عليہ السلام جي روزي جو طريقو آهي. عرض ڪيائين تہ جيڪو هڪ ڏينهن رکي ۽ ٻہ ڏينهن نہ رکي ان بابت ڪهڙو حڪم آهي؟ فرمايائون تہ آئون انهي ڳالھ کي پسند ڪريان ٿو تہ مون کي اها طاقت ڏني وڃي. پوءِ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ هر مهيني جا ٽي ڏينهن ۽ هڪ رمضان کان**

---
[1]- هن جي باري ۾ وضاحت ايندڙ حديث ۾ ڏنل آهي.
[2]- هن مان معلوم ٿئي ٿو تہ هميشہ روزا رکڻ جي منع آهي ڪن ماڻهن جو هي رايو آهي تہ عيد ۽ تشريق (يعني 11-12-13 ذوالحج ) جا روزا نہ ٿو رکي تہ ٻين سڀني روزن رکڻ کان منع نہ آهي.

**ٻئي رمضان[1] جا روزا رکڻ اهي سڄي عمر جا روزا آهن ۽ عرفہ جي ڏينهن جي روزي جي باري ۾ آئون الله تعالىٰ ۾ اميد رکان ٿو تہ ان کان اڳئين ۽ ان کان پوئين سال [2] جي گناهن جو ڪفارو آهي.**

**(هن کي مسلم روايت ڪيو آهي)**

(2039) وعن أبي قتادة قال : سئل رسول الله صلى الله عليه وسلم عن صوم الاثنين فقال : " فيه ولدت وفيه أنزل علي " . رواه مسلم

**ابوقتاده ﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن کان سومر جي ڏينهن روزي رکڻ بابت پڇيو ويو، فرمايائون تہ انهيءَ ڏينهن آئون پيدا ڪيو ويو آهيان ۽ انهيءَ ڏينهن ئي مون تي ڪتاب نازل ٿيڻ شروع ٿيو.**

**(هن کي مسلم روايت ڪيو آهي)**

((2040) وعن معاذة العدوية أنها سألت عائشة : أكان رسول الله صلى الله عليه وسلم يصوم من كل شهر ثلاثة أيام ؟ قالت : نعم فقلت لها : من أي أيام الشهر كان يصوم ؟ قالت : لم يكن يبالي من أي أيام الشهر يصوم . رواه مسلم

**معاذه عدويہ کان روايت آهي تہ ان ام المؤمنين عائشہ رضي الله عنها کان پڇيوتہ ڇا رسول الله ﷺ جن هر مهيني ۾ ٽي ڏينهن روزا رکندا هئا؟ ڇيائين تہ هائو! مون ڪيس ڇيو تہ مهيني جي ڪهڙن ڏينهن ۾ روزا رکندا هئا؟ ڇيائين تہ روزن رکڻ ۾ ڪن خاص ڏينهن جي پرواھ ۽ اهتمام نہ ڪندا هئا.**

**(هن کي مسلم روايت ڪيو آهي)**

(2041) وعن أبي أيوب الأنصاري أنه حدثه أن رسول الله صلى الله عليه وسلم قال : " من صام رمضان ثم أتبعه ستا من شوال كان كصيام الدهر " . رواه مسلم

**ابو ايوب انصاري ﷺ ان (عمرو بن ثابت کي) ٻڌايو تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ جيڪو رمضان جا روزا رکي، ان کان پوءِ شوال جا ڇھ روزا رکي تہ پوري عمر روزا رکڻ جو ثواب ملندس.**[3]

**(هن کي مسلم روايت ڪيو آهي)**

(2042) وعن أبي سعيد الخدري قال : نهى رسول الله صلى الله عليه وسلم عن صوم يوم الفطر والنحر.

---

[1]- هن مان بيض جا روزا مراد آهن بيض جا 3 ڏينهن آهن 13-14-15 تاريخ هر مهيني جي. امير المؤمنين عمر، ابن مسعود، ابوذر،-رضي الله عنهم- ۽ ڪي ٻيا چون ٿا تہ هر مهيني جي پڇاڙي جو ن ٽي تاريخون مراد آهن ۽ ڪي مهيني جون پهريون 3 تاريخون چون ٿا ۽ ڪي علماء چون ٿا تہ ڇنڇر، آچر، سومر هڪ مهيني جا ۽ ٻئي مهيني ۾ اڱارو، اربع ۽ خميس تي رکي.

[2]- هن مان صغيره گناھ مراد آهن. اميد آهي تہ ڪبيرن ۾ بہ تخفيف ٿيندي ۽ هن مان عاشوري ۽ عرفات جي روزي جي فضيلت معلوم ٿئي ٿي ۽ مهيني ۾ 3 روزا رکڻ سان ثواب ملي ٿو.

[3]- هن لاءِ هي حساب ڪيل آهي تہ 30 ڏينهن رمضان مهيني جا ۽ 6 ڏينهن شوال جا، جملہ 36 روزا رکڻ ۾ ڏهوڻو ثواب ملندو يعني 360 ڏينهن جي روزن جو ثواب ملندو. سڄي سال ۾ بہ 360 ڏينهن ٿيندا آهن. اهو حساب قرآن شريف جي هن آيت تي ٽيل آهي تہ:

"من جاءَ بالحسنة فله عشر امثالها."

**ابو سعيد خدري ﷛ کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن عيد الفطر ۽[1] جي ڏينهن جو روزو رکڻ کان منع ڪئي آهي.**
**(هن کي بخاري ۽ مسلم روايت ڪيو آهي)**

(2043) وعن أبي سعيد الخدري قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " لا صوم في يومين : الفطر والضحى ".

**ابو سعيد خدري﷛کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ ٻہ ڏينهن يعني عيد الفطر ۽ قرباني واري عيد ۾ روزو نہ آهي.**
**(هن کي بخاري ۽ مسلم روايت ڪيو آهي)**

(2044) وعن نبيشة الهذلي قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " أيام التشريق أيام أكل وشرب وذكر الله " .

رواه مسلم

**نبيشہ هذليءَ ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ تشريق جا ڏينهن کائڻ پيئڻ ۽ الله تعالىٰ جي ياد ڪرڻ جا آهن.**
**(هن کي مسلم روايت ڪيو آهي)**

(2045) وعن أبي هريرة رضي الله عنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " لا يصوم أحدكم يوم الجمعة إلا أن يصوم قبله أو يصوم بعده ".

**ابوهريره ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ اوهان مان ڪو (فقط) جمعي جي ڏينهن روزو نہ رکي. پر هي تہ ان کان اڳيون يا پويون ڏينهن بہ روزو رکي (تہ پوءِ منع نہ آهي)**
**(هن کي بخاري ۽ مسلم روايت ڪيو آهي)**

(2046) وعن أبي هريرة رضي الله عنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " لا تختصوا ليلة الجمعة بقيام من بين الليالي ولا تختصوا يوم الجمعة بصيام من بين الأيام إلا أن يكون في صوم يصومه أحدكم " . رواه مسلم

**ابوهريره ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ ٻيون راتيون ڇڏي صرف خاص[2] جمعي جي رات قيام نہ ڪريو ۽ ٻيا ڏينهن ڇڏي صرف خاص جمعي جي ڏينهن روزو نہ رکو، مگر جيڪڏهن جمعي جو ڏينهن (ٻين ڏينهن جي وچ ۾ اچي جنهن ۾) توهان مان ڪو اڳي ئي روزا رکندو هجي (تہ منع نہ آهي)**
**(هن کي مسلم روايت ڪيو آهي)**

(2047) وعن أبي سعيد الخدري قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " من صام يوما في سبيل الله بعد الله وجهه عن النار سبعين خريفا ".

---

[1]- نحر مان مراد آهي ۽ عيد الاضحيٰ تشريق وارا 4 روزا.

[2]- جمعي جي ڏينهن غسل ڪرڻ ۽ اول وقت ۾ جامع مسجد ۾ وڃڻ جمعي جي نماز سج لڙڻ مهل پڙهڻ ضروري آهي، انهيءَ ڪري ان جي رات ۾ اوجاڳو ڪري نماز پڙهڻ ۽ روزي رکڻ کان منع ٿيل آهي جيئن سستي ڪري انهن ڪمن ۾ خلل نہ پوي ۽ ٻيو هي سبب بہ آهي تہ عبادت لاءِ سڀ ڏينهن ۽ راتيون برابر آهن ۽ ٻانهن کي اهو اختيار ڏنل آهي تہ هو پاڻ کو ڏينهن يا ڪا رات عبادت لاءِ مقرر ڪري.

**ابو سعيد خدري ﷺ كان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ جيڪو شخص الله جي واٽ ۾ (يعني سندس رضا منديءَ حاصل ڪرڻ لاءِ) هڪ ڏينهن روزو رکندو الله تعالىٰ ان جو منهن باهہ كان ستر سالن جي مفاصلي جيترو پري ڪندو.**

**(هن کي بخاري ۽ مسلم روايت ڪيو آهي)**

(2048) وعن عبد الله بن عمرو بن العاص قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " يا عبد الله ألم أخبر أنك تصوم النهار وتقوم الليل ؟ " فقلت : بلى يا رسول الله . قال : " فلا تفعل صم وأفطر وقم ونم فإن لجسدك عليك حقا وإن لعينك عليك حقا وإن لزوجك عليك حقا وإن لزورك عليك حقا . لا صام من صام الدهر . صوم ثلاثة أيام من كل شهر صوم الدهر كله . صم كل شهر ثلاثة أيام واقرأ القرآن في كل شهر " . قلت : إني أطيق أكثر من ذلك . قال : " صم أفضل الصوم صوم داود : صيام يوم وإفطار يوم . واقرأ في كل سبع ليال مرة ولا تزد على ذلك " .

**عبدالله بن عمرو بن العاص ﷺ كان روايت آهي تہ مون کي رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ اي عبدالله! مون کي خبر ڏني وئي آهي تہ تون ڏينهن جو روزو رکندو آهين ۽ پوري پوري رات نماز پڙهندو آهين؟ مون عرض ڪيو تہ اي الله جا رسول ﷺ هائو! (برابر ائين ڪندو آهيان) ارشاد فرمايائون تہ ائين نہ ڪر ڪڏهن روزو رک ۽ ڪڏهن ڇڏ. اهڙي طرح رات جو ڪجهہ وقت نماز پڙهہ ۽ ڪجهہ وقت سمهندو ڪر.ڇاڪاڻ تہ تنهنجي بدن جو بہ توتي حق آهي ۽ تنهنجي اکين جو بہ توتي حق آهي ۽ تنهنجي زال جو بہ توتي حق آهي ۽ تنهنجي مهمان جو بہ توتي حق آهي جيڪو سدائين روزو رکي ان جو روزو آهي ئي ڪونہ. هر مهيني ٽي روزا رکڻ ۽ قرآن شريف جو هڪ ختم ڪر. مون عرض ڪيو تہ آئون ان كان وڌيڪ طاقت رکان ٿو. فرمايائون تہ بهترين روزو داؤد عليہ السلام جو آهي، هڪ ڏينهن ڇڏي ٻئي ڏينهن روزو رک، ستن راتين ۾ قرآن شريف هڪ ختم ڪر ان كان وڌيڪ نہ ڪر.**

**(هن کي بخاري ۽ مسلم روايت ڪيو آهي)**

## فصل ٻيو

(2049) وعن عائشة رضي الله عنها قالت : كان رسول الله صلى الله عليه وسلم يصوم الاثنين والخميس . رواه الترمذي والنسائي

**ام المؤمنين عائشہ رضي الله عنها كان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن سومر ۽ خميس جي ڏينهن روزو رکندا هئا.**

**(هن کي ترمذي ۽ نسائي روايت ڪيو آهي)**

(2050) وعن أبي هريرة رضي الله عنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " تعرض الأعمال يوم الاثنين والخميس فأحب أن يعرض عملي وأنا صائم " . رواه الترمذي

**ابوهريره ﷺ كان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ هر سومر ۽ خميس جي ڏينهن عمل الله تعاليٰ وٽ پيش كيا وڃن تا پوءِ آئون پسند كريان ٿو تہ جڏهن منهنجا عمل پيش كيا وڃن تہ آئون روزي سان هجان.**
**(هن كي ترمذي روايت كيو آهي)**

(2051) قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " يا أبا ذر إذا صمت من الشهر ثلاثة أيام فصم ثلاث عشرة وأربع عشرة وخمس عشرة " . رواه الترمذي والنسائي

**ابوذرؓ كان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ اي ابوذر! جڏهن مهيني ۾ ٽي ڏينهن روزا ركڻ گهرين تہ 13-14-15 تاريخ روزا ركندو كر.**
**(هن كي ترمذي ۽ نسائي روايت كيو آهي)**

(2052) وعن عبد الله بن مسعود قال : كان رسول الله صلى الله عليه وسلم يصوم من غرة كل شهر ثلاثة أيام وقلما كان يفطر يوم الجمعة . رواه الترمذي والنسائي ورواه أبو داود إلى ثلاثة أيام

**عبدالله بن مسعود ؓ كان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن هر مهيني جا شروعاتي ٽي ڏينهن روزا ركندا هئا ۽ جمع جو روزو گهٽو كري ڇڏيندا هئا.**
**(هن كي ترمذي ۽ نسائي روايت كيو. ابوداؤد ۾ حديث** إلى ثلاثة أيام **تائين آهي.)**

(2053) وعن عائشة رضي الله عنها قالت : كان رسول الله صلى الله عليه وسلم يصوم من الشهر السبت والأحد والاثنين ومن الشهر الآخر الثلاثاء والأربعاء والخميس . رواه الترمذي

**ام المؤمنين عائشہ رضي الله عنها كان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن كنهن مهيني ڇنڇر،آچر ۽ سومر تي روزا ركندا هئا تہ ٻئي مهيني ۾ اڱاري ، اربعا ۽ خميس تي روزا ركندو هو. (هن كي ترمذي روايت كيو آهي)**

(2054) وعن أم سلمة قالت : كان رسول الله صلى الله عليه وسلم يأمرني أن أصوم ثلاثة أيام من كل شهر أولها الاثنين والخميس . رواه أبو داود والنسائي

**ام المؤمنين ام سلمہ رضي الله عنها كان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن مون كي حكم فرمائيندا هئا تہ هر مهيني جا ٽي شروعاتي ڏينهن سومر(اڱارو،اربعا) ۽ خميس (جمعو،ڇنڇر) روزا ركان.**
**(هن كي ابوداؤد ۽ نسائي روايت كيو آهي)**

(2055) وعن مسلم القرشي قال : سألت أو سئل رسول الله صلى الله عليه وسلم عن صيام الدهر فقال : " إن لأهلك عليك حقا صم رمضان والذي يليه وكل أربعاء وخميس فإذا أنت قد صمت الدهر كله " . رواه أبو داود والترمذي

**مسلم قرشيؓ كان روايت آهي تہ مون رسول الله ﷺ جن كان سدائين روزا ركڻ بابت پڇيو. فرمايائون تہ تنهنجي اهل جو بہ توتي حق آهي، رمضان ۽ جيكو (مهينو) ان كان بعد اچي ٿو**

**(يعني شوال جا ڇهہ ڏينهن) ۽ هر اربع خميس جي ڏينهن روزا رک. جڏهن (ائين ڪندين تہ) بيشڪ تو سدائين روزا رکيا.**
**(هن کي ابوداؤد ۽ ترمذي روايت ڪيو آهي)**

(2056) وعن أبي هريرة رضي الله عنه أن رسول الله صلى الله عليه وسلم : نهى عن صوم يوم عرفة بعرفة . رواه أبو داود

**ابوهريره ﷛ کان روايت آهي تہ تحقيق رسول الله ﷺ جن عرفات ۾[1] عرفه جي ڏينهن روزو رکڻ کان منع ڪئي آهي.**
**(هن کي ابوداؤد روايت ڪيو آهي)**

(2057) وعن عبد الله بن بسر عن أخته الصماء أن رسول الله صلى الله عليه وسلم قال : " لا تصوموا يوم السبت إلا فيما افترض عليكم فإن لم يجد أحدكم إلا لحاء عنبة أو عود شجرة فليمضغه " . رواه أحمد وأبو داود والترمذي وابن ماجه والدارمي

**عبدالله بن بسر پنهنجي ڀيڻ صماءَ رضي الله عنها کان روايت ڪري ٿو تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ ڇنڇر جي ڏينهن روزو نہ رکو، پر جيڪي توهان تي فرض آهي. جيڪڏهن ان ڏينهن توهان کي ڪا کاڌي پيتي جي ڪا شيءِ نہ ملي تہ انگور جي کل يا وڻ جي ڪاني ئي چٻاڙيو، پر ان ڏينهن روزو نہ رکو.**
**(هن کي احمد، ابوداؤد، ترمذي، ابن ماجہ ۽ دارمي روايت ڪيو آهي.)**
فائدو: **حديث جي سند ضعيف آهي، ڇاڪاڻ تہ راوي مهدي هجري مجهول آهي.(مرعاة:4-290/5)**

(2058) وعن أبي أمامة قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " من صام يوما في سبيل الله جعل الله بينه وبين النار خندقا كما بين السماء والأرض " . رواه الترمذي

**ابو امامہ ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ جيڪو الله تعالىٰ جي واٽ ۾ (يعني ان جي رضامنديءَ لاءِ) هڪ ڏينهن روزو رکندو، الله تعالىٰ سندس ۽ باهہ جي درميان ايڏي وڏي کاهي قائم ڪندو، جيترو آسمان ۽ زمين جي وچ ۾ فاصلو آهي.**
**(هن کي ترمذي روايت ڪيو آهي)**

(2059) وعن عامر بن مسعود قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " الغنيمة الباردة الشتاء " . رواه أحمد والترمذي وقال : هذا حديث مرسل

**عامر بن مسعود ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ سرديءَ جي موسم ۾ روزو رکڻ غنيمت آهي.**

وذكر حديث أبي هريرة : " ما من أيام أحب إلى الله " في باب الأضحية.

---

[1] - ان سبب ڪري جوروزي رکڻ جي ڪري حج جي ڪمن ۾ مبادا قصور ٿي وڃي. هيءَ منع تنزيهي آهي، تحريمي نہ آهي.

**(هن کي احمد ۽ ترمذي روايت ڪيو ۽ ترمذي چوي ٿو تہ هيءَ حديث مرسل آهي ۽ ابوهريره ؓ جن حديث** "ما من أيام أحب إلى الله" **باب الاضحية" ۾ ذڪر ڪئي ويئي آهي.**

**فصل ٽيون**

(2060) عن ابن عباس أن رسول الله صلى الله عليه وسلم قدم المدينة فوجد اليهود صياما يوم عاشوراء فقال لهم رسول الله صلى الله عليه وسلم : " ما هذا اليوم الذي تصومونه ؟ " فقالوا : هذا يوم عظيم : أنجى الله فيه موسى وقومه وغرق فرعون وقومه فصامه موسى شكرا فنحن نصومه فقال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " فنحن أحق وأولى بموسى منكم " فصامه رسول الله صلى الله عليه وسلم وأمر بصيامه.

**ابن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن مديني آيا تہ يهودين کي عاشوري جو روزو رکندي ڏٺائون. رسول الله ﷺ جن انهن کان پڇيو تہ کهڙي سبب جي ڪري اوهين اهو روزو رکو ٿا؟ يهودين چيو تہ اهو وڏو ڏينهن آهي، انهيءَ ڏينهن موسيٰ عليہ السلام ۽ سندس قوم کي الله تعاليٰ ڇوٽڪارو ڏنو ۽ فرعون ۽ سندس قوم کي ٻوڙيو هو. انهيءَ ڪري ان ڏينهن موسيٰ عليہ السلام شڪر ادائي لاءِ روزو رکندو هو جنهن جي ڪري اسين بہ ان ڏينهن جو روزو رکون ٿا. رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ توهان جي ڀيٽ ۾ اسين موسيٰ عليہ السلام جا وڌيڪ لائق ۽ ويجها آهيون. پوءِ رسول الله ﷺ جن پاڻ بہ روزو رکيو ۽ ٻين کي بہ رکڻ جو حڪم ڏنائون.**

**(هن کي بخاري ۽ مسلم روايت ڪيو آهي)**

(2061) قالت : كان رسول الله صلى الله عليه وسلم يصوم يوم السبت ويوم الأحد أكثر ما يصوم من الأيام ويقول : " إنهما يوما عيد للمشركين فأنا أحب أن أخالفهم " . رواه أحمد

**ام سلمہ رضي الله عنها کان روايت آهي تہ ڇنڇر ۽ آچر انهن ڏينهن مان آهي جن ۾ رسول الله ﷺ جن اڪثر روزا رکندا ۽فرمائيندا هئا تہ مشرڪن لاءِ[1] اهي ٻہ ڏينهن عيد جا آهن. آئون گهران ٿو تہ سندن برخلاف عمل ڪريان.**

**(هن کي احمد روايت ڪيو آهي)**

(2062) وعن جابر بن سمرة قال : كان رسول الله صلى الله عليه وسلم يأمر بصيام يوم عاشوراء ويحثنا عليه ويتعاهدنا عنده فلما فرض رمضان لم يأمرنا ولم ينهنا عنه ولم يتعاهدنا عنده . رواه مسلم

**جابر بن سمره ؓ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن اسان کي عاشوري جي ڏينهن روزي رکڻ جو حڪم فرمائيندا ۽ شوق ڏياريندا هئا ۽ ان بابت اسان کان خبر چار وٺندا هئا. جڏهن رمضان جا روزا فرض ٿيا تہ عاشوري جي روزي رکڻ جو حڪم نہ ڪيائون ۽ نہ منع ڪيائون ۽ نہ اسان کان ان بابت خبرچار وٺندا هئا.**

**(هن کي مسلم روايت ڪيو آهي)**

---

[1]- هن حديث مان مشرڪ، يهودي ۽ نصارا مراد آهن ڇو تہ يهودي عزير عليہ السلام ۽ نصارا عيسيٰ عليہ السلام کي الله جو پٽ چوندا آهن

(2063) وعن حفصة قالت : أربع لم يكن يدعهن النبي صلى الله عليه وسلم : " صيام عاشوراء والعشر وثلاثة أيام من كل شهر وركعتان قبل الفجر " . رواه النسائي

**ام المؤمنين حفصہ رضي الله عنها كان روايت آهي تہ چار شيون نبي ﷺ جن نہ ڇڏيندا هئا: 1- عاشوري جو روزو، 2- ذوالحج جي ڏهي جا روزا، 3- هر مهيني جا ٽي روزا، 4- فجر نماز جي فرض كان اڳ ٻہ ركعتون سنتون.**
**(هن كي نسائي روايت كيو آهي)**

(2064) وعن ابن عباس قال : كان رسول الله صلى الله عليه وسلم لا يفطر أيام البيض في حضر ولا في سفر . رواه النسائي

**ابن عباس رضي الله عنهما كان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن ايام بيض (يعني 13-14-15 تاريخ) جا روزا نہ ڇڏيندا هئا، گهر ۾ هجن چاهي سفر ۾.**
**(هن كي نسائي روايت كيو آهي)**

(2065) وعن أبي هريرة رضي الله عنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " لكل شيء زكاة وزكاة الجسد الصوم ". رواه ابن ماجه

**ابوهريره رضي الله عنه كان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ هر شيءِ جي زڪوٰة آهي ۽ بدن جي[1] زڪوٰة روزو آهي.**
**(هن كي ابن ماجہ روايت كيو آهي)(سند ضعيف آهي: الباني)**

(2066) وعن أبي هريرة رضي الله عنه أن النبي صلى الله عليه وسلم : كان يصوم يوم الاثنين والخميس . فقيل : يا رسول الله إنك تصوم يوم الاثنين والخميس . فقال : " إن يوم الاثنين والخميس يغفر الله فيهما لكل مسلم إلا ذا هاجرين يقول : دعهما حتى يصطلحا " . رواه أحمد وابن ماجه

**ابو هريره رضي الله عنه كان روايت آهي تہ تحقيق نبي ﷺ جن سومر ۽ خميس جي ڏينهن روزو ركندا هئا، عرض كيو ويو تہ اي الله جا رسول ﷺ! اوهين سومر ۽ خميس جي ڏينهن روزو ركو ٿا (ڇا انهن جي خاص اهميت آهي؟) رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ تحقيق سومر ۽ خميس جي ڏينهن الله تعالىٰ هر مسلمان جا گناهہ بخشي ٿو، سواءِ ٻن شخصن جي جيكي هكٻئي كان رسيل رهن ٿا، انهن جي باري ۾ فرمائيندو آهي تہ جيستائين اهي پاڻ ۾ صلح كن تيستائين انهن كي ڇڏي ڏيو.**
**(احمد ۽ ابن ماجہ)**
**فائدو: سند ۾ رواي موسىٰ بن عبيده ربذي جي ضعيف ٿيڻ تي اتفاق آهي.(مرعاة:4-294/5)**

(2067) وعن أبي هريرة رضي الله عنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " من صام يوما ابتغاء وجه الله بعده الله من جهنم كبعد غراب طائر وهو فرخ حتى مات هرما " . رواه أحمد

[1]- روزو رکڻ سبب بدن جو ڪجهه حصو گهٽجي ٿو، اهو حصو گويا زڪوٰة ۾ نڪتو.

**ابوهريره ﷛ ڪان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ جيڪو شخص الله تعالىٰ جي رضامندي حاصل ڪرڻ لاءِ هڪ ڏينهن روزو رڪندو، ان کي الله تعالىٰ دوزخ کان ايترو مفاصلو پري ڪندو جيترو اڏامندڙ ڪانگ[1] پنهنجي ٻچپن کان پوڙهو ٿي مرڻ تائين طي ڪندو آهي.**

وروى البيهقي في شعب الإيمان عن سلمة بن قيس.

**(هن کي احمد ۽ بيهقيءَ شعب الايمان ۾ سلمہ بن قيس کان روايت ڪيو آهي)**

**فائدو: سلمہ بن قيس درست نہ آهي صحيح سلمہ بن قيصر آهي (مرعاة:4-295/5)**

[1]- ڪانگ جو مثال هن سبب جي ڪري ڏنو ويو آهي جو سيني پکين ۾ ڪانگ جي وڏي عمر ٿيندي آهي. چيو وڃي ٿو تہ: 100 ورهيہ ڪانگ جي عمر ٿئي ٿي.

## باب في الافطار من التطوع
## نفلي روزا افطار ڪرڻ جو بيان
### فصل پهريون

(2068) وعن عائشة رضي الله عنها قالت : دخل علي النبي صلى الله عليه وسلم ذات يوم فقال : " هل عندكم شيء ؟ " فقلنا : لا قال : " فإني إذا صائم " . ثم أتانا يوما آخر فقلنا : يا رسول الله أهدي لنا حيس فقال : " أرينيه فلقد أصبحت صائما " فأكل . رواه مسلم

**ام المؤمنين عائشہ رضي الله عنها كان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن هڪ ڏينهن اسان وٽ آيا ۽ فرمايائون تہ تو وٽ (ڪائڻ لاءِ ڪجھ آهي؟ اسان چيو تہ نہ. تڏهن فرمايائون تہ آئون اڄ روزيدار آهيان. وري هڪ ڏينهن اسان وٽ آيا. اسان عرض ڪيو تہ اي الله جا رسول ﷺ! اسان کي هديہ ۾ حيس (طعام) مليو آهي. فرمايائون تہ مون کي ڏيکاريو، تحقيق مون صبح تہ روزي جي نيت ڪئي هئي[1] پوءِ کاڌائون.**

**(هن کي مسلم روايت ڪيو آهي)**

(2069) وعن أنس قال : دخل النبي صلى الله عليه وسلم على أم سليم فأتته بتمر وسمن فقال : " أعيدوا سمنكم في سقائه وتمركم في وعائه فإني صائم " . ثم قام إلى ناحية من البيت فصلى غير المكتوبة فدعا لأم سليم وأهل بيتها . رواه البخاري

**انس ﷺ كان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن ام المؤمنين ام سلمہ وٽ آيا. انهيءَ ڪجور ۽ گيھہ آڻي پيش ڪيو. فرمايائون تہ پنهنجو گيھہ سندس ٿانءَ ۾ ۽ پنهنجي ڪجور سندس ٿانءَ ۾ رکو، ڇاڪاڻ تہ بيشڪ آئون روزي سان آهيان[2] پوءِ نبيﷺ جن گهر جي هڪ طرف نفلي نماز پڙهي ۽ ام سليم ۽ ان جي گهروارن جي حق ۾ دعا گهريائون.**

**(هن کي بخاري روايت ڪيو آهي)**

(2070) وعن أبي هريرة رضي الله عنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " إذا دعي أحدكم إلى طعام وهو صائم فليقل : إني صائم " . وفي رواية قال : " إذا دعي أحدكم فليجب فإن كان صائما فليصل وإن كان مفطرا فيطعم " . رواه مسلم

**ابوهريره ﷺ كان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ جڏهن توهان مان ڪنهن کي کائڻ جي دعوت ڏجي ۽ اهو روزي سان هجي تہ ان کي چوڻ گهرجي تہ آئون[3] روزي سان آهيان. ٻي**

---

[1]-هن حديث مان معلوم ٿئي ٿو تہ نفلي روزي جي نيت ڏينهن جو جائز آهي ۽ نفلي روزيدار کي اختيار آهي تہ روزو پورو ڪري يا طعام اچڻ وقت ٽوڙي ڇڏي.

[2]- هن مان معلوم ٿيو تہ روزيدار کي دعوت ۾ روزو ڇڏڻ ضروري نہ آهي جڏهن تہ هو محسوس ڪري تہ ائين ڪرڻ کان ميزبان کي رنج ٿيندو.

[3]دعوت قبول نہ ڪرڻ گناھ آهي پر جيڪڏهن دعوت ۾ بدعت، ناچ ۽ راڳ هجي ۽ اهو هن جي وڃڻ کان بہ ختم نٿو ٿئي تہ انهيءَ عذر ڪري دعوت کي رد ڪرڻ ضروري آهي.

روايت ۾ آهي تہ جڏهن اوهان مان ڪنهن کي دعوت ڏجي تہ ان کي قبول ڪرڻ گهرجي. پوءِ جيڪڏهن روزيدار هجي تہ کيس گهرجي تہ ان کي دعا ڏي ۽ جيڪڏهن روزي سان نہ هجي تہ ان کي کائڻ گهرجي.

(هن کي مسلم روايت ڪيو آهي)

## فصل ٻيو

(2071) عن أم هانئ رضي الله عنها قالت : لما كان يوم الفتح فتح مكة جاءت فاطمة فجلست على يسار رسول الله صلى الله عليه وسلم وأم هانئ عن يمينه فجاءت الوليدة بإناء فيه شراب فناولته فشرب منه ثم ناوله أم هانئ فشربت منه فقالت : يا رسول الله لقد أفطرت وكنت صائمة فقال لها : " أكنت تقضين شيئا ؟ " قالت : لا . قال : " فلا يضرك إن كان تطوعا " . رواه أبو داود والترمذي والدارمي وفي رواية لأحمد والترمذي نحوه وفيه فقالت : يا رسول الله أما إني كنت صائمة فقال : " الصائم أمير نفسه إن شاء صام وإن شاء أفطر ".

ام هاني رضي الله عنها کان روايت آهي تہ مڪي جي فتح جي ڏينهن فاطمہ رضي الله عنها آئي ۽ رسول الله ﷺ جي کاٻي پاسي ويٺي ۽ ام هاني رضي الله عنها سندن ساڄي طرف هئي. پوءِ هڪ ٻانهي پاڻيءَ جو ٿانءُ کڻي آئي، جيڪو رسول الله ﷺ جن کي پيش ڪيائين. پاڻ ان مان (ڪجهہ) پي ٿانءُ ام هاني رضي الله عنها کي ڏنو، پوءِ ان پاڻي پيتو ۽ چيائين تہ اي الله جا رسول ﷺ! تحقيق آئون روزي سان هيس پر مون روزو کولي ڇڏيو.(هاڻي ڪهڙو حڪم آهي؟) پاڻ سڳورن کيس فرمايو تہ ڇا تنهنجو روزو قضا جو هو؟ ٻيبي صاحبہ چيو تہ نہ! رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ جيڪڏهن نفلي روزو هو تہ تنهنجي لاءِ ڪو حرج ([1]) نہ آهي.

(هن کي ابوداؤد، ترمذي ۽ دارمي روايت ڪيو. احمد ۽ ترمذيءَ ۾ بہ اهڙي روايت آهي ۽ ان ۾ هي بہ آهي تہ انهيءَ چيو تہ اي الله جا رسولﷺ! تحقيق آئون روزي سان هيس. پاڻ سڳورن فرمايو تہ نفلي روزو رکندڙ کي اختيار آهي، مرضي چاهي تہ روزو پورو ڪري، چاهي تہ کولي.

فائدو: سند ۾ اضطراب آهي . سماڪ بن حرب (راوي) جي باري ۾ اختلاف آهي ۽ ابوصالح راوي ضعيف آهي ۽ جعده راوي مجهول آهي. نيز جعده ام هانيءَ کان نہ ٻڌو آهي ۽ هارون راوي مجهول آهي . پڻ فتح مڪہ جو واقعو رمضان المبارڪ جو آهي ۽ ان ۾ ام هاني جو روزو قضا يا نفلي هجي، فتح مڪہ جي مناسبت سان بعيد از قياس آهي ۽ ام هانيءَ فتح مڪہ جي موقعي تي اسلام قبول ڪيو، پوءِ ڪيئن مجبو تہ ان قضا جو روزو رکيو هو . البتہ پاڻ سڳوراﷺ فتح مڪہ کان پوءِ پندرهن ڏينهن مڪي ۾ رهيا. ڇاڪ پاڻ سڳورا شوال جا ڪجهہ ڏينهن بہ مڪي ۾ ترسيا. ان لحاظ سان ممڪن آهي تہ شوال ۾ ام هانيءَ جو روزو نفل هجي. (مرعاة:4-298/5)

(2072) وعن الزهري عن عروة عن عائشة قالت : كنت أنا وحفصة صائمتين فعرض لنا طعام اشتهيناه فأكلنا منه فقالت حفصة : يا رسول الله إنا كنا صائمتين فعرض لنا طعام اشتهيناه فأكلنا منه . قال : " أقضيا يوما آخر مكانه

[1]- هن مان معلوم ٿيو تہ نفلي روزي جي ڀڄڻ ڪري قضا لازمي نہ آهي ۽ جيئن تہ روزي کي شروع ۾ رکڻ ان جي خوشيءَ تي ٻڌل هو تيئن پورو ڪرڻ بہ سندس اختيار ۾ آهي.

" . رواه الترمذي وذكر جماعة من الحفاظ رووا عن الزهري عن عائشة مرسلا ولم يذكروا فيه عن عروة وهذا أصح ورواه أبو داود عن زميل مولى عروة عن عروة عن عائشة.

**زهري عروه کان ۽ ان عائشہ رضي الله عنها کان روايت ڪئي آهي تہ آئون ۽ ام المؤمنين حفصہ رضي الله عنها روزي سان هيون سين، پوءِ اسان وٽ کاڌو آندو ويو جيڪو اسان کي پسند هو. پوءِ اسان ان مان کاڌو پوءِ ام المؤمنين حفصہ رضي الله عنها رسول الله ﷺ جن کان پڇيو تہ تحقيق اسين روزي سان هيون سين پوءِ اسان وٽ کاڌو آندو ويو، جيڪو اسان کي پسند هو. پوءِ اسان ان مان کاڌو. پاڻ سڳورن فرمايو تہ ان جي بدلي ۾ ٻئي ڏينهن روزو قضا ڪريو.**

**(هن کي ترمذي روايت ڪيو، پڻ حديث جي حافظن جي هڪ جماعت جو ذڪر ڪندي چوي ٿو تہ انهن زهري کان ۽ زهري عائشہ رضي الله عنها کان اها روايت مرسل ([1]) آندي آهي ۽ انهن سند ۾ عروه جو ذڪر نہ ڪيو آهي ۽ اها ئي سند صحيح آهي. ابوداؤد اها روايت عروه جي آزاد ڪيل ٻانهي([2]) زميل کان، ان عروه کان ان عائشہ رضي الله عنها کان بيان ڪئي آهي.**

**فائدو: امام بخاريءَ فرمايو تہ زهري عن عروة عن عائشة صحيح نہ آهي.(مرعاة:4-299/5)**

(2073) وعن أم عمارة بنت كعب أن النبي صلى الله عليه وسلم دخل عليها فدعت له بطعام فقال لها : " كلي " . فقالت : إني صائمة . فقال النبي صلى الله عليه وسلم : " إن الصائم إذا أكل عنده صلت عليه الملائكة حتى يفرغوا " . رواه أحمد والترمذي وابن ماجه والدارمي

**عماره بنت ڪعب کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن وٽس آيا. پوءِ ان سندن لاءِ کاڌو گهرايو، پاڻ سڳورن ڪيس فرمايو تہ تون بہ کاءُ! ان چيو تہ آئون روزي سان آهيان. نبي ﷺ جن فرمايو تہ بيشڪ جڏهن روزيدار وٽ کاڌو وجي تہ فرشتا ان لاءِ بخشش جي دعا گهرن ٿا، تانجو کائيندڙ فارغ ٿين([3])**

**(هن کي احمد،ترمذي،ابن ماجہ ۽ دارمي روايت ڪيو آهي)**

### فصل ٽيون

(2074) عن بريدة قال : دخل بلال على رسول الله صلى الله عليه وسلم وهو يتغدى فقال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " الغداء يا بلال " . قال : إني صائم يا رسول الله فقال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " نأكل رزقنا وفضل رزق بلال في الجنة أشعرت يا بلال أن الصائم نسبح عظامه وتستغفر له الملائكة ما أكل عنده ؟ " . رواه البيهقي في شعب الإيمان

---

[1]- مرسل انهيءَ حديث کي چئبو آهي جنهن ۾ صحابيءَ جو ذڪر ٿيل نہ هجي. تابعي پاڻ رسول الله ﷺ جن کان نقل ڪري ۽ منقطع انهيءَ حديث کي چئبو آهي جنهن ۾ صحابي جوذڪر هجي ۽ ان کان هيٺين راوي کي ڇڏيو ويو هجي ۽ هتي مرسل منقطع مراد آهي.

[2]- امام بخاري رحمه الله فرمايو آهي تہ زميل جو سماع عروه کان ثابت نہ آهي ۽ نڪي يزيد جوسماع زميل کان ثابت آهي، انهيءَ ڪر هيءَ حديث حجت جي لائق نہ آهي. خطابي رحمه الله فرمائي ٿو تہ هن حديث جي اسناد ضعيف آهي ڇاڪاڻ تہ زميل مجهول راوي آهي.

[3]- ملائڪن کي کائڻ جي خواهش ڪانہ آهي روزيدار کي کائڻ جي خواهش آهي، تنهن هوندي بہ هن پنهنجو نفس قابو ۾ رکيو تنهن ڪري فرشتن ان کي پاڻ کان وڌيڪ سمجهي ان لاءِ بخشش ضروري سمجهيو.

بريده کان روايت آهي تہ بلالﷺ رسول اللهﷺ جن وٽ آيو، جڏهن پاڻ ناشتو ڪري رهيا هئا. رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ اي بلال! ڪاڌو ڪاءُ. بلال ﷺ چيو تہ اي الله جا رسولﷺ! تحقيق آئون روزي سان آهيان. پاڻ سڳورن فرمايوتہ اسين پنهنجو ڪاڌو ڪائون ٿا ۽ بلال لاءِ بهترين ڪاڌو بهشت ۾ آهي. اي بلال! ڇا توکي خبر آهي تہ روزيدار جي سامهون جيستائين ڪاڌو ڪائجي ٿو، ان جون هڏيون تسبيح بيان ڪن ٿيون ۽ فرشتا ان لاءِ بخشش جي دعا ڪن ٿا.
(هن کي بيهقي شعب الايمان ۾ روايت ڪيو آهي)
فائدو: محمد بن عبدالرحمٰن راوي مجهول آهي ۽ باقي راوي مدلس آهن(مرعاة:4-5/300)

## باب ليلة القدر
## باب ليلة القدر جو بيان
### فصل پهريون

(2075) وعن عائشة رضي الله عنها قالت : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " تحروا ليلة القدر في الوتر من العشر الأواخر من رمضان " . رواه البخاري

**ام المؤمنين عائشہ رضي الله عنها کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ رمضان مهيني جي پوئين ڏهي جي اکي تاريخن ۾ شب قدر تلاش ڪريو[1]**
**(هن کي بخارري روايت ڪيو آهي)**

(2076) وعن ابن عمر قال : إن رجلا من أصحاب النبي صلى الله عليه وسلم أروا ليلة القدر في المنام في السبع الأواخر فقال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " أرى رؤياكم قد تواطأت في السبع الأواخر فمن كان متحريها فليتحرها في السبع الأواخر "

**ابن عمر رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ تحقيق نبي ﷺ جي ڪيترن اصحابن کي شب قدر خواب ۾ رمضان جي پوين ستن تاريخن ۾ ڏيکاري ويئي. رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ آئون ڄاڻان ٿو تہ پوين ستن راتين ۾ شب قدر جي هئڻ بابت توهان جا خواب مون سان موافق آهن، پوءِ جيڪو ان جي ڳولا ڪرڻ گهري تہ پوين ستن ڏينهن ۾ ان جي ڳولا ڪري.**
**(هن کي بخاري ۽ مسلم روايت ڪيو آهي)**

(2077) وعن ابن عباس أن النبي صلى الله عليه وسلم قال : التمسوها في العشر الأواخر من رمضان ليلة القدر : في تاسعة تبقى في سابعة تبقى في خامسة تبقى . رواه البخاري

**ابن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ نبيﷺ جن فرمايوتہ شب قدر کي آخري ڏهن راتين ۾ تلاش ڪريو(جڏهن) نو[2] راتيون باقي رهن، ست راتيون باقي رهن، پنج راتيون باقي رهن.**
**(هن کي بخاري ۽ مسلم روايت ڪيو آهي)**

(2078) وعن أبي سعيد الخدري رضي الله عنهم أن رسول الله صلى الله عليه وسلم اعتكف العشر الأول من رمضان ثم اعتكف العشر الأوسط في قبة تركية ثم أطلع رأسه . فقال : " إني اعتكفت العشر الأول ألتمس هذه

---

[1]- اکي ۾ هينيون راتيون آهن: 21-23-25-27-29. شب قدر ۾ تمام گهڻو اختلاف آهي. ڪن چيو آهي تہ رمضان جي پهرين رات شب قدر آهي ۽ ڪن 27 ۽ ڪن 28،ڪن 29 ۽ ڪن 21 ۽ ڪن 23 ۽ ڪن 25 ۽ ڪن 27 ۽ ڪن 29 ۽ ڪن چيو آهي تہ رمضان جي رات قدر جي رات آهي ۽ ڪن چيو آهي تہ ساري سال ۾ هڪ رات قدر جي آهي ۽ ڪن جو قول آهي تہ سڄي رمضان ۾ هڪ رات قدر جي آهي. ڪي چون ٿا پوئين ڏهي ۾ بدلبي رهي ٿي ۽ ڪنهن سال 21 تہ ڪنهن سال 23 ۽ ڪنهن سال 27 ٿئي ٿي. امام ابوحنيفہ رحمه الله فرمايو آهي تہ شب قدر رمضان ۾ آهي ۽ مختلف تاريخن ۾ ايندي رهي ٿي ۽ صحابہ چون ٿا تہ شب قدر تاريخ ۾ آهي پر اها تاريخ معلوم نہ آهي. امام شافعي رحمه الله فرمائي ٿو تہ رمضان جي پوئين ڏهي ۾شب قدر آهي. ۽ هميشہ تائين ايندي رهندي. قيامت تائين نہ بدلبي. مطلب تہ انهيءَ ۾ 40 قول آيل آهن. انهن ۾ عمدو قول هي آهي تہ پوئين ڏهي جي 3 راتين مان ڪا هڪڙي شب قدر جي رات آهي، 21-23 يا 27 گهڻا علما سلف ۽خلف آهن ۽ اهل حديث هن طرف ويل آهن تہ شب قدر 27 تاريخ آهي ۽ ابي بن ڪعب کان انهيءَ بابت يقين سان روايت آهي.

[2]- نائين مان 21 تاريخ مراد آهي ستين مان 23 تاريخ مراد آهيۀ پنجين مان 25 تاريخ مراد آهي. هي حساب مهيني 29 ڏينهن جي لحاظ سان آهي.

الليلة ثم اعتكفت العشر الأوسط ثم أتيت فقيل لي إنها في العشر الأواخر فمن أعتكف معي فليعتكف العشر الأواخر فقد أريت هذه الليلة ثم أنسيتها وقد رأيتني أسجد في ماء وطين من صبيحتها فالتمسوها في العشر الأواخر والتمسوها في كل وتر " . قال : فمطرت السماء تلك الليلة وكان المسجد على عريش فوكف المسجد فبصرت عيناي رسول الله صلى الله عليه وسلم وعلى جبهته أثر الماء والطين والماء من صبيحة إحدى وعشرين .

متفق عليه في المعنى واللفظ لمسلم إلى قوله : " فقيل لي : إنها في العشر الأواخر " . والباقي للبخاري

**ابو سعيد خدري ﷛ كان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن رمضان جي پهرئين ڏهي ۾ اعتڪاف ۾ ويٺا. پوءِ وچيون ڏهو ترڪي تنبوءَ ۾ ويٺا. ان كان پوءِ پنهنجو مٿو ٻاهر ڪڍي فرمايائون تہ آئون پهرئين ڏهي ۾ اعتڪاف ۾ وينس ۽ شب قدر کي تلاش ڪيم، پوءِ ٻئي ڏهي ۾ اعتڪاف ۾ وينس. (ان مقصد لاءِ) پوءِ مون وٽ فرشتو آيو ۽ مون کي چيائين تہ شب قدر آخري ڏهن راتين ۾ آهي. بس جيڪو مون سان گڏ اعتڪاف ۾ ويهڻ گهري اهو آخري ڏهہ ڏينهن اعتڪاف ۾ ويهي. مون کي اها رات ڏيکاري وئي پوءِ مون كان وساري وئي جڏهن آئون خيال ڪريان ٿو (تہ مون کي محسوس ٿئي ٿو) تہ انهيءَ رات جو صبح جو پاڻي ۽ مٽيءَ ۾ سجدو ڪريان ٿو. پوءِ توهان آخري ڏهن راتين ۾ شب قدر کي تلاش ڪريو. هر اکي تاريخ ۾ ان کي تلاش ڪريو (راوي چوي ٿو تہ) انهيءَ رات بارش ٿي ۽ مسجد جي ڇت ڇپر جي هئي، جنهن ڪري ڇت ٽپڪڻ لڳي. منهنجي اکين ڏٺو تہ رسول الله ﷺ جي پيشانيءَ تي اڪويهين رات جي صبح گپ جو نشان هو.**

**(هن کي بخاري ۽ مسلم روايت ڪيو. هي الفاظ** " فقيل لي : إنها في العشر الأواخر " **مسلم جا آهن، باقي الفاظ بخاريءَ جا آهن.**

وفي رواية عبد الله بن أنيس قال : " ليلة ثلاث وعشرين " . رواه مسلم

**عبدالله بن انيس جي روايت ۾ آهي تہ ارشاد فرمايائون تہ ليلة القدر ٽيويهن رات آهي(هن کي مسلم بيان ڪيو)**

(2079) وعن زر بن حبيش قال : سألت أبي بن كعب فقلت إن أخاك ابن مسعود يقول : من يقم الحول يصب ليلة القدر . فقال رحمه الله أراد أن لا يتكل الناس أما إنه قد علم أنها في رمضان وأنها في العشر الأواخر وأنها ليلة سبع وعشرين ثم حلف لا يستثني أنها ليلة سبع وعشرين . فقلت : بأي شيء تقول ذلك يا أبا المنذر ؟ قال : بالعلامة أو بالآية التي أخبرنا رسول الله صلى الله عليه وسلم أنها تطلع يومئذ لا شعاع لها . رواه مسلم

**زربن حبيش چوي ٿو تہ مون أبي بن ڪعب﷛ كان پڇيو تہ اوهان جو ڀاءُ ابن مسعود﷛ چوي ٿو تہ جيڪو شخص سڄو سال قيام ڪندو اهو شب قدر لهندو. انهيءَ چيو تہ الله مٿس رحم ڪري. سندس مقصد هي هو تہ ماڻهو توڪلي تي ويهي نہ رهن ورنہ کيس چڱي طرح معلوم آهي تہ اها رات رمضان ۾ آهي ۽ هي تہ آخري ڏهي ۾ آهي ۽ ستاويهين تاريخ آهي. پوءِ قسم کڻي چيائين ۽ ان شاءَ الله بہ چيائين تہ اها ستاويهين تاريخ ئي آهي. مون چيو تہ اي ابو المنذر! کهڙي سبب جي ڪري اوهان اها ڳالهہ چئي رهيا آهيو؟ چيائين تہ انهيءَ علامت ۽ نشانيءَ جي ڪري**

**جنهن جي باري ۾ رسول الله ﷺ جن خبردار ڪيو هو ته انهيءَ ڏينهن سج ايرندو آهي پر ان جون شعائون نه هونديون آهن (هن کي مسلم روايت ڪيو آهي)**

(2080) وعن عائشة رضي الله عنها قالت : كان رسول الله صلى الله عليه وسلم يجتهد في العشر الأواخر ما لا يجتهد في غيره . رواه مسلم

**ام المؤمنين عائشه رضي الله عنها کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن(شب قدر تلاش ڪرڻ لاءِ) جيتري ڪوشش پوئين ڏهي ۾ ڪندا هئا ايتري ڪنهن ٻئي مهيني ۾ نه ڪندا هئا.**
**(هن کي مسلم روايت ڪيو آهي)**

(2081) وعن عائشة رضي الله عنها قالت : كان رسول الله صلى الله عليه وسلم إذا دخل العشر شد مئزره وأحيا ليله وأيقظ أهله.

**ام المؤمنين عائشه رضي الله عنها جي روايت آهي ته جڏهن آخري ڏهو ايندو هو ته رسول الله ﷺ سندرو ٻڌندا هئا ۽ رات جو عبادت ۾ مشغول ٿيندا هئا ۽ پنهنجي گهر وارن کي جاڳائيندا هئا.**
**(هن کي بخاري ۽ مسلم روايت ڪيو آهي)**

## فصل ٻيو

(2082) وعن عائشة رضي الله عنها قالت : قلت : يا رسول الله أرأيت إن علمت أي ليلة القدر ما أقول فيها ؟ قال : " قولي : اللهم إنك عفو تحب العفو فاعف عني " . رواه أحمد وابن ماجه والترمذي وصححه

**ام المؤمنين عائشه رضي الله عنها کان روايت آهي ته مون چيو ته اي الله جا رسول ﷺ! مون کي ٻڌايو ته جيڪڏهن شب قدر لهان ته ان ۾ ڇا چوان؟ پاڻ سڳورن فرمايو ته چئو ته اي منهنجا الله! تحقيق تون معاف ڪندڙ آهين ۽ معاف ڪرڻ کي پيارو رکين ٿو، پوءِ مون کي معاف ڪر[1]**
**(هن کي احمد، ابن ماجه ۽ ترمذي روايت ڪيو آهي ۽ ترمذيءَ ان کي صحيح چيو آهي)**

(2083) وعن أبي بكرة قال : سمعت رسول الله صلى الله عليه وسلم يقول : " التمسوها يعني ليلة القدر في تسع بقين أو في سبع بقين أو في خمس بقين أو ثلاث أو آخر ليلة " . رواه الترمذي

**ابوبڪره رضي الله عنه کان روايت آهي ته مون نبي ﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو ته شب قدر کي تلاش ڪريو جڏهن (رمضان جون) نو يا ست يا پنج يا ٽي راتيون باقي بچن يا اٺيهين رات ۾.**
**(هن کي ترمذي روايت ڪيو آهي)**

(2084) وعن ابن عمر قال : سئل رسول الله صلى الله عليه وسلم عن ليلة القدر فقال : " هي في كل رمضان " . رواه أبو داود وقال : رواه سفيان وشعبة عن أبي إسحق موقوفا على ابن عمر

---

[1]- ٻي حديث ۾ آهي ته هڪ ماڻهو جن وٽ ٽن ڏينهن تائين ايندو رهيو. ۽ پڇندو رهيو ته ڪهڙي دعا افضل آهي؟ پاڻ سڳورا ٽئي ڏينهن فرمائيندا رهيا ته پنهنجي ڌڻيءَ کان دنيا ۽ آخرت جي تندرستي گهرندو رهه. عافيت جي لفظ ۾ گهڻيون معنائون آهن ۽ معافيءَ ۾ سيني گناهن جي معافي شامل آهي ان ڪري پاڻ ڪريمن قدر جي رات ۾ گناهن جي بخشش لاءِ اها دعا سيکاري جيڪا سيني دعائن کان افضل آهي.

**ابن عمر رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن کان شب قدر جي باري ۾ پڇيو ويو. فرمايائون تہ اها هر رمضان مهيني ۾ آهي.**
**(هن کي ابوداؤد روايت ڪيو ۽ چيائين تہ سفيان ۽ شعبہ ابواسحاق جي حوالي سان ابن عمر تي موقوف روايت ڪئي آهي)**

(2085) وعن عبد الله بن أنيس قال : قلت يا رسول الله إن لي بادية أكون فيها وأنا أصلي فيها بحمد الله فمرني بليلة أنزلها إلى هذا المسجد فقال : " انزل ليلة ثلاث وعشرين " . قيل لابنه : كيف كان أبوك يصنع ؟ قال : كان يدخل المسجد إذا صلى العصر فلا يخرج منه لحاجة حتى يصلي الصبح فإذا صلى الصبح وجد دابته على باب المسجد فجلس عليها ولحق بباديته . رواه أبو داود

**عبدالله بن انيس ﷛ کان روايت آهي تہ مون چيو تہ اي الله جا رسول ﷺ! آئون هڪ جهنگ ۾ رهان ٿو ۽ الله تعالیٰ جو شڪر آهي جو اتي نماز بہ پڙهندو آهيان. پوءِ مون کي (اها خاص) رات ٻڌايو جنهن ۾ آئون هن مسجد ۾ اچان. پاڻ ڪريمن فرمايو تہ ٽيويهين تاريخ ايندو ڪر. عبدالله جي پٽ کان پڇيو ويو تہ تنهنجو پيءُ ڇا ڪندو هو؟ چيائين تہ منهنجو پيءُ جڏهن وچين پڙهي مسجد ۾ داخل ٿيندو هو تہ پوءِ ڪنهن بہ ڪم سان اتان ٻاهر نہ نڪرندو هو، تانجو فجر پڙهي. پوءِ جڏهن فجر جي نماز پڙهندو هو تہ پنهنجو وهٽ مسجد جي دروازي تي لهندو هو ۽ ان تي سوار ٿي پنهنجي جهنگل ۾ پهچندو هو.**
**(هن کي ابوداؤد روايت ڪيو آهي)**

**فصل ٽيون**

(2086) عن عبادة بن الصامت قال : خرج النبي صلى الله عليه وسلم ليخبرنا بليلة القدر فتلاحى رجلان من المسلمين فقال : " خرجت لأخبركم بليلة القدر فتلاحى فلان وفلان فرفعت وعسى أن يكون خيرا لكم فالتمسوها في التاسعة والسابعة والخامسة " . رواه البخاري

**عباده بن صامت ﷛ کان روايت آهي تہ نبي ﷺ اسان کي شب قدر جي خبر ڏيڻ لاءِ نڪتا. مسلمانن مان بہ ڄڻا پاڻ ۾ وڙهي رهيا هئا. پوءِ پاڻ ڪريمن فرمايو تہ آئون اوهان کي شب قدر جي خبر ڏيڻ لاءِ نڪتس، پوءِ فلاڻو ۽ فلاڻو پاڻ ۾ وڙهي پيا جنهن جي ڪري شب قدر جي رات جي ڄاڻ منهنجي دل تان کڄي([1]) ويئي شايد اهو (ويسارو) اوهان لاءِ چڱو هجي هاڻي** 29 **تاريخ ۾** 27 **۽** 25 **۾ انهيءَ جي ڳولا ڪريو.**
**(هن کي بخاري روايت ڪيو آهي)**

(2087) وعن أنس قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " إذا كان ليلة القدر نزل جبريل عليه السلام في كبكبة من الملائكة يصلون على كل عبد قائم أو قاعد يذكر الله عز وجل فإذا كان يوم عيدهم يعني يوم فطرهم باهى بهم ملائكته فقال : يا ملائكتي ما جزاء أجير وفى عمله ؟ قالوا : ربنا جزاؤه أن يوفى أجره . قال : ملائكتي

[1]- هن مان معلوم ٿيو تہ جهيڙو ڪرڻ اهڙو خراب آهي، جنهن ڪري ماڻهن ڪيترين برڪتن کان محروم رهجي وڃن ٿا.

عبيدي وإمائي قضوا فريضتي عليهم ثم خرجوا يعجون إلى الدعاء وعزتي وجلالي وكرمي وعلوي وارتفاع مكاني لأجيبنهم . فيقول : ارجعوا فقد غفرت لكم وبدلت سيئاتكم حسنات . قال : فيرجعون مغفورا لهم " . رواه البيهقي في شعب الإيمان

**انس ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ جڏهن شب قدر ٿيندي آهي تڏهن جبرئيل عليہ السلام ملائڪن جي جماعت سان (زمين تي) لهندو آهي ۽ اهي هر ان ٻانهي لاءِ جيڪو الله تعالیٰ کي بيهي يا ويهي ياد ڪندو آهي، بخشش جي دعا گهرندا آهن، پوءِ جڏهن انهن جي عيد جو يعني عيد الفطر جو ڏينهن ايندو آهي تڏهن انهن جي ڪري الله تعالیٰ پنهنجن ملائڪن تي فخر ڪندو ڪندو آهي ۽ چوندو آهي تہ اي منهنجا ملائڪو! جنهن مزدور پنهنجو ڪم پورو ڪيو هجي ان جو بدلو ڇا هئڻ گهرجي؟ ملائڪ عرض ڪندا آهن تہ اي اسان جا رب! ان جو بدلو هي آهي تہ ڪيس سندس پوري مزدوري ڏني وڃي. پوءِ الله تعالیٰ فرمائيندو آهي تہ اي منهنجا ملائڪو! منهنجي ٻانهن ۽ منهنجي ٻانهين مٿن جيڪو منهنجو فرض هو سو پورو ڪيو آهي. هاڻي پنهنجن گهرن کان نڪري عيدگاهہ ۾ دعا گهرڻ لاءِ گڏ ٿيا آهن. بس! مون کي پنهنجي عزت، پنهنجي بزرگي، پنهنجي سخا، پنهنجين مٿانهين قدر ۽ پنهنجين مٿانهين مڪان جو قسم آهي تہ آئون ضرور انهن جون دعائون قبول ڪندس. پوءِ الله تعالیٰ فرمائيندو آهي تہ پنهنجن گهرن ڏانهن موٽي وڃو، تحقيق مون اوهان کي بخشي ڇڏيو ۽ اوهان جون برايون نيڪين ۾ بدلائي ڇڏيم. پاڻ ڪريمن فرمايو تہ پوءِ اهي بخشيل موٽن ٿا[1]**

**(هن کي بيهقي شعب الايمان ۾ روايت ڪيو آهي)**

**فائدو**: سند ۾ اصرم بن خوشب راوي ڪذاب آهي تفصيل لاءِ ڏسو (مرعاة:4-310/5)

[1]- شريعت ۾ روزي جي حالت ۾ مسجد ۾ رات ڏينهن رهڻ کي "اعتڪاف" چئبو آهي. گهڻن علمائن وٽ اعتڪاف سنت مؤڪده آهي . نبي ﷺ رمضان جي پوئين ڏهي ۾ هميشہ وفات تائين اعتڪاف ۾ ويهندا رهيا.

## باب الاعتكاف
## اعتڪاف جو بيان
### فصل پهريون

(2088) وعن عائشة : أن النبي صلى الله عليه وسلم كان يعتكف العشر الأواخر من رمضان حتى توفاه الله ثم اعتكف أزواجه من بعده.

**ام المؤمنين عائشہ رضي الله عنها کان روايت آهي تہ نبيﷺ رمضان جي آخري ڏهي ۾ اعتڪاف ۾ ويهندا هئا، تانجو الله تعالىٰ کين وفات ڪرائي. ڪانئن پوءِ سندن ازواج اعتڪاف ۾ ويهنديون هيون.**

**(هن کي بخاري ۽ مسلم روايت ڪيو آهي)**

(2089) وعن ابن عباس قال : كان رسول الله صلى الله عليه وسلم أجود الناس بالخير وكان أجود ما يكون في رمضان وكان جبريل يلقاه كل ليلة في رمضان يعرض عليه النبي صلى الله عليه وسلم القرآن فإذا لقيه جبريل كان أجود بالخير من الريح المرسلة.

**ابن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن ماڻهن ۾ سڀ کان وڌيڪ سخا ڪندڙ[1] هئا ۽ رمضان ۾ تہ تمام گهڻي سخاوت ڪندا هئا. رمضان جي هر رات ۾ جبرئيل عليہ السلام سان ملاقات ڪندا هئا ۽ نبي ﷺ جبرئيل کي قرآن ٻڌائيندا هئا. جڏهن جبرئيل عليہ السلام ساڻن ملاقات ڪندو هو، تڏهن پاڻ موڪليل هوا کان وڌيڪ نيڪي ۽ سخاوت ڪندا هئا.**

**(هن کي بخاري ۽ مسلم روايت ڪيو آهي)**

(2090) وعن أبي هريرة قال : كان يعرض على النبي صلى الله عليه وسلم القرآن كل عام مرة فعرض عليه مرتين في العام الذي قبض وكان يعتكف كل عام عشرا فاعتكف عشرين في العام الذي قبض . رواه البخاري

**ابوهريره ﷛ کان روايت آهي تہ هر سال نبي ﷺ تي قرآن مجيد هڪ ڀيرو پيش ڪيو ويندو هو، پوءِ جنهن سال وفات ڪيائون ان سال ٻہ ڀيرا سندن سامهون قرآن پيش ڪيو ويو. هر سال ڏهہ ڏينهن اعتڪاف ڪندا هئا، پر جنهن سال سندن وفات ٿي ان سال ويهہ ڏينهن[2] اعتڪاف ڪيائون.**

**(هن کي بخاري روايت ڪيو آهي)**

(2091) وعن عائشة رضي الله عنها قالت : كان رسول الله صلى الله عليه وسلم إذا اعتكف أدنى إلي رأسه وهو في المسجد فأرجله وكان لا يدخل البيت إلا لحاجة الإنسان ".

**ام المؤمنين عائشہ رضي الله عنها کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن جڏهن اعتڪاف ۾ هوندا هئا، تڏهن پنهنجو مٿو منهنجي ويجهو ڪندا هئا[3] ۽ پاڻ مسجد ۾ هوندا هئا، پوءِ آئون ان کي ڦڻي ڏيندي هيس ۽ انساني ضروري حاجت کان سواءِ گهر ۾ داخل نہ ٿيندا هئا.**

**(هن کي بخاري ۽ مسلم روايت ڪيو آهي)**

---

[1]- نبي ﷺ هميشہ سيني مهينن ۾ سخاوت ڪندا هئا، مگر رمضان مهيني ۾ ٻين مهينن جي ڀيٽ ۾ وڌيڪ سخاوت ڪندا هئا.

[2]- هن مان معلوم ٿيو تہ جڏهن ڪنهن کي پنهنجي جمار ختم ٿيڻ جي نشاني معلوم ٿئي تڏهن ان کي ٻيڻي عبادت ڪرڻ گهرجي.

[3]- هن حديث مان هي معلوم ٿئي ٿو تہ اعتڪاف جي حالت ۾ پنهنجي بدن جوڪجهہ حصو مسجد کان ٻاهر ڪڍي سگهجي ٿو.

(2092) وعن ابن عمر : أن عمر سأل النبي صلى الله عليه وسلم قال : " كنت نذرت في الجاهلية أن أعتكف ليلة في المسجد الحرام ؟ قال : " فأوف بنذرك ".

**ابن عمر رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ عمر رضي الله نبي ﷺ جن کان پڇيو تہ مون جاهليت ۾ مڃتا ڪئي هئي تہ آئون هڪ رات مسجد حرام ۾ اعتڪاف ڪندس (ڇا اها پوري ڪريان؟) پاڻ سڳورن فرمايو تہ پنهنجي مڃتا پوري ڪر([1])**
**(بخاري و مسلم)**

**فصل ٻيو**

(2093) عن أنس قال : كان النبي صلى الله عليه وسلم يعتكف في العشر الأواخر من رمضان فلم يعتكف عاما . فلما كان العام المقبل اعتكف عشرين . رواه الترمذي

**انس ﷺ کان روايت آهي تہ نبيﷺ جن رمضان جي پوين ڏهن ڏينهن ۾ اعتڪاف ڪندا هئا، پوءِ هڪ سال اعتڪاف نہ ڪيائون. جڏهن ٻيو سال آيو تہ ([2]) ويهہ ڏينهن اعتڪاف ڪيائون.**

ورواه أبو داود وابن ماجه عن أبي بن كعب.

**(هن کي ترمذي روايت ڪيو، ابوداؤد ۽ ابن ماجہ اها روايت ابي بن ڪعب جي حوالي سان بيان ڪئي آهي)**

(2094) وعن عائشة رضي الله عنها قالت : كان رسول الله صلى الله عليه وسلم إذا أراد أن يعتكف صلى الفجر ثم دخل في معتكفه . رواه أبو داود وابن ماجه

**ام المؤمنين عائشہ رضي الله عنها کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن جڏهن اعتڪاف جو ارادو ڪندا هئا، تہ صبح([3]) پڙهي پنهنجي اعتڪاف جي ويهڻ واري جاءِ ۾ داخل ٿيندا هئا.**
**(هن کي ابوداؤد ۽ ابن ماجہ روايت ڪيو آهي)**

(2095) وعن عائشة رضي الله عنها قالت : كان النبي صلى الله عليه وسلم يعود المريض وهو معتكف فيمر كما هو فلا يعرج يسأل عنه . رواه أبو داود وابن ماجه

**؟؟؟**

(2096) وعن عائشة رضي الله عنها قالت : السنة على المعتكف أن لا يعود مريضا ولا يشهد جنازة ولا يمس المرأة ولا يباشرها ولا يخرج لحاجة إلا لما لابد منه ولا اعتكاف إلا بصوم ولا اعتكاف إلا في مسجد جامع . رواه أبو داود

---

[1]- هن مان معلوم ٿيو تہ ڪفر جي حالت ۾ ڪيل مڃتا پوري ڪرڻ واجب آهي، مگر شرط هي آهي تہ اها مڃتا شريعت جي برخلاف نہ هجي ۽ هي بہ معلوم ٿئي ٿو تہ اعتڪاف ۾ رمضان کان سواءِ ٻئي مهيني ۾ روزو رکڻ شرط نہ آهي.

[2]- يعني ابوهريره ﷺ جي روايت ۾ 20 ڏينهن اعتڪاف ڪرڻ جو بيان آهي، جنهن جو مطلب آهي تہ انهن مان 10 ڏينهن رهيل اعتڪاف جي قضا جا هئا.

[3]- هن مان معلوم ٿئي ٿو تہ اعتڪاف جي شروعات ڏينهن جي شروع ٿيڻ کان آهي مگر ڇئني امامن وٽ اعتڪاف سج لهڻ کان شروع ٿئي ٿو. هن حديث جي معنٰي هيءَ بيان ڪن ٿا تہ اعتڪاف واري هنڌ گوشي نشيني فجر نماز کان پوءِ اختيار ڪندا هئا.

امر المؤمنين عائشہ رضي الله عنها کان روايت آهي تہ اعتڪاف ڪندڙ لاءِ سنت آهي تہ بيمار پرسي نہ ڪري، جنازي نماز ۾ حاضر نہ ٿئي، زال کي هٿ نہ لائي، ان سان صحبت نہ ڪري، (مسجد مان) ضرورت کان سواءِ نہ نڪري، اعتڪاف روزي سان ڪري ۽ جامع مسجد ۾ اعتڪاف ڪري.

(هن کي ابوداؤد روايت ڪيو آهي)

## فصل ٽيون

(2097) عن ابن عمر عن النبي صلى الله عليه وسلم أنه كان إذا اعتكف طرح له فراشه أو يوضع له سريره وراء أسطوانه التوبة . رواه ابن ماجه

ابن عمر رضي الله عنهما نبي ﷺ جن کان روايت بيان ڪري ٿو تہ جڏهن پاڻ سڳورا اعتڪاف ڪندا هئا تہ سندن لاءِ وڇاڻو وڇايو ويندو هو يا توبہ[1] واري ٿنڀ جي پويان کٽ رکي ويندي هئي.

(هن کي ابن ماجہ روايت ڪيو آهي)

(2098) وعن ابن عباس : أن رسول الله صلى الله عليه وسلم قال في المعتكف : " هو يعتكف الذنوب ويجري له من الحسنات كعامل الحسنات كلها " . رواه ابن ماجه

ابن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن اعتڪاف ڪندڙ جي باري ۾ فرمايو تہ اهو گناهن کان باز رهي ٿو ۽ ان لاءِ تہ سڀ نيڪيون ڪندڙ(شخص) وانگر ثواب جاري ٿئي ٿو.

(هن کي ابن ماجہ روايت ڪيو آهي)

فائدو: عبيده عمي راوي مجهول آهي ۽ فرقد سبخي راوي متڪلم فيہ آهي.(مرعاة:4-321/5)

---

[1]- مسجد نبوي ۾ جتي سيدنا ابولبابہ رضي الله عنه جي توبهہ قبول ٿئي هئي، اتي هڪ ٿنڀ آهي جنهن کي "توبہ جو ٿنڀ" چيو وڃي ٿو. ان سان انهيءَ از خود پاڻ کي ٻڌو هو، انهيءَ ڪري جڏهن الله تعالىٰ قصور معاف ڪيس تڏهن نبي ﷺ ان جا ٻنڌڻ پنهنجن هٿن سان ڇوڙيا، ان جو گناهہ هي هو تہ غزوه بنوقريظہ ۾ هي سواءِ ڪنهن عذر جي شريڪ نہ ٿيو هو.

## كتاب فضائل القرآن

## قرآن مجيد جون فضيلتون

### فصل پهريون

(2099) عن عثمان رضي الله عنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " خيركم من تعلم القرآن وعلمه " . رواه البخاري

**عثمان ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ توهان مان سڀ کان چڱو اهو آهي جيڪو قرآن[1] سکي ۽ سيکاري.**

**(هن کي بخاري روايت ڪيو آهي)**

(2100) وعن عقبة بن عامر قال : خرج رسول الله صلى الله عليه وسلم ونحن في الصفة فقال : " أيكم يحب أن يغدو كل يوم إلى بطحان أو إلى العقيق فيأتي منه بناقتين كوماوين في غير إثم ولا قطع رحم " فقلنا يا رسول الله نحب ذلك قال : " أفلا يغدو أحدكم إلى المسجد فيعلم أو يقرأ آيتين من كتاب الله عز وجل خير له من ناقة أو ناقتين وثلاث خير له من ثلاث وأربع خير له من أربع ومن أعدادهن من الإبل " . رواه مسلم

**عقبہ بن عامر کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن ٻاهر نڪتا ۽ اسين صفہ ۾ ويٺا هئا سون (جتي اصحاب صفہ ويهندا هئا) فرمايائون تہ اوهان مان ڪير پسند ڪري ٿو تہ هر روز[2] بطحان يا عقيق ماٿريءَ ۾ وڃي ۽ اتان بغير گناه ۽ مٽي ٽوڙڻ جي ٻہ وڏي ٿوهي واريون ڏاچيون ڪاهي اچي؟ اسان عرض ڪيو تہ اي الله جا رسول ﷺ! اسين سڀ ان ڳالهہ کي پسند ڪريون ٿا. فرمايائون تہ پوءِ اوهان مان ڪو مسجد ۾ وڃي، اتي الله تعالیٰ جي ڪتاب جون ٻہ آيتون سکي يا پڙهي تہ اهو ڪم ان لاءِ ٻن ڏاچين ملڻ کان چڱو آهي ۽ ٽي آيتون ٽن ڏاچين کان ۽ چار آيتون چئن ڏاچين کان چڱيون آهن. اهڙي طرح ڳڻيندا وڃو. جيتريون آيتون پڙهندؤ، اوترين ڏاچين کان چڱيون ٿينديون.**

**(هن کي مسلم رويت ڪيو آهي)**

(2101) وعن أبي هريرة رضي الله عنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " أيحب أحدكم إذا رجع إلى أهله أن يجد فيه ثلاث خلفات عظام سمان " . قلنا : نعم . قال : " فثلاث آيات يقرأ بهن أحدكم في صلاته خير له من ثلاث خلفات عظام سمان " . رواه مسلم

**ابوهريره ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ ڇا اوهان مان ڪو هن ڳالهہ کي پسند ڪري ٿو تہ جڏهن پنهنجي گهر موٽي، تہ اتي ٽي ڏڪيون ٿلهيون متاريون ڏاچيون ڏسي؟ اسان چيو تہ هائو! (ضرور اها ڳالهہ پسند ڪريون ٿا) فرمايائون تہ اوهان مان ڪو نماز ۾ ٽي آيتون پڙهندو آهي تہ اهي ان لاءِ ٽن ڏڪين ٿلهين متارين ڏاچين کان چڱيون هونديون آهن.**

**(مسلم)**

---

[1]- قرآن سکڻ مان مراد هيءَ آهي تہ پاڻ معنٰي قرآن جي سکي، پوءِ ٻين کي سيکاري اهو سڀ کان پلو ڪم آهي.

[2]- بطحان ۽ عقيق مدينہ کان ٻن ڪوهن تي ٻہ هند آهن جتي عمدي مال جي بازار لڳندي هئي.عربن وٽ عمدو مال ڏاچيون آهن، انهي ڪري نبي ﷺ ڏاچين جو مثال آيتن جي ثواب بابت ٻڌايو.

(2102) وعن عائشة رضي الله عنها قالت : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " الماهر بالقرآن مع السفرة الكرام البررة والذي يقرأ القرآن ويتتعتع فيه وهو عليه شاق له أجران ".

**ام المؤمنين عائشہ رضي الله عنها کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ قرآن جو ماهر شخص فرمانبردار ڪرامًا ڪاتبين فرشتن سان گڏ هوندو ۽ جيڪو شخص قرآن پڙهندي اٽڪي ٿو ۽ قرآن ان تي ڏکيو ٿئي ٿو، ان لاءِ[1] ٻہ ثواب آهن.**

**(هن ڪي بخاري روايت ڪيو آهي)**

(2103) وعن ابن عمر قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " لا حسد إلا على اثنين : رجل آتاه الله القرآن فهو يقوم به آناء الليل وآناء النهار ورجل آتاه الله مالا فهو ينفق منه آناء الليل وآناء النهار ".

**ابن عمر رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ ٻن شخصن سان ريس[2] ڪرڻ جائز آهي: 1- جنهن کي الله تعالىٰ قرآن (جو علم) ڏنو ۽ رات جي وقتن ۽ ڏينهن جي وقتن ۾ بيهي ان کي پڙهي ٿو. 2- جنهن کي الله تعالىٰ مال ڏنو ۽ هو انهيءَ مان رات جي وقتن ۽ ڏينهن جي وقتن۾ (في سبيل الله) خرچ ڪري ٿو.**

**(هن ڪي بخاري ۽ مسلم روايت ڪيو آهي)**

(2104) وعن أبي موسى الأشعري قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " مثل المؤمن الذي يقرأ القرآن كمثل الأترجة ريحها طيب وطعمها طيب ومثل المؤمن الذي لا يقرأ القرآن كمثل التمرة لا ريح لها وطعمها حلوومثل المنافق الذي لا يقرأ القرآن كمثل الحنظلة ليس لها ريح وطعمها مر ومثل المنافق الذي يقرأ القرآن مثل الريحانة ريحها طيب وطعمها مر " . متفق عليه . وفي رواية : " المؤمن الذي يقرأ القرآن ويعمل به كالأترجة والمؤمن الذي لا يقرأ القرآن ويعمل به كالتمرة " .

**ابوموسىٰ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ [3] جيڪو مؤمن قرآن پڙهي ٿو ان جو مثال ترنج[4] وانگر آهي، جنهن جي بوءِ بہ سٺي ۽ ذائقو بہ سٺو آهي ۽ جيڪو مؤمن قرآن نٿو پڙهي، ان جو مثال ڪجور وانگر آهي، جنهن ۾ بوءِ نہ آهي ۽ ان جو ذائقو مٺو آهي. جيڪو منافق قرآن نٿو پڙهي ان جو مثال ٿوهہ وانگر آهي، جنهن ۾(سٺي) بوءِ نہ آهي ۽ ان جو ذائقوڪوڙو آهي. جيڪو منافق قرآن پڙهي ٿو ان جومثال نازبوءِ وانگر آهي، جنهن جي بوءِ سٺي ۽ ذائقو ڪوڙو آهي.**

---

[1]- مطلب تہ جيڪو قرآن شريف کان چڱي طرح واقف آهي سو جڏهن قرآن شريف پڙهي ٿو تڏهن ثواب ۾ فرشتن سان برابر ٿئي ٿو. پڻ جنهن جي زبان ڳري آهي ۽ قرآن پڙهڻ ۾ ڪيس تڪليف ٿئي ٿي ان کي بہ ٻيڻو ثواب ٿئي ٿوتنهن ڪري هر حالت ۾ قرآن پڙهڻ وڏي نيڪي جو ڪم آهي، وڏي ثواب جو ذريعو آهي.

[2]- هتي حسد مان مراد غبط (ريس) آهي ڇاڪاڻ تہ حسد ۾ بدخواهي جو جذبو بہ شامل هوندو آهي ۽ غبط (ريس) ان کي چئجي جنهن ۾ چڱي ماڻهو جهڙو ٿيڻ جي خواهش رکجي.

[3]- قرآن پڙهندڙ مؤمن ۾ ٻہ صفتون هجن ٿيون هڪ باطني صفت يعني دلي اعتقاد ان کي خصوصًاسٺي سواد ساڻ مثال ڏنو آهي ٻي صفت ظاهري جنهن کي خوشبوءِ ساڻ مثال ڏنو ويو آهي مؤمن جو ظاهر خواهہ باطن ٻئي چڱا آهن.

[4]- ليمي جو هڪ قسم

**(هن کي بخاري ۽ مسلم روايت ڪيو آهي ) ۽ هڪ روايت ۾ آهي ته جيڪو مسلمان قرآن پڙهي ٿو ۽ ان تي عمل ڪري ٿو ان جومثال ترنج جهڙو آهي جيڪو مؤمن قرآن نٿو پڙهي ۽ ان تي عمل ڪري ٿو اهو ڪجور وانگر آهي.**

(2105) وعن عمر بن الخطاب قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " إن الله يرفع بهذا الكتاب أقواما ويضع به آخرين " . رواه مسلم

**عمر بن خطاب رضي الله عنه کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته الله تعالىٰ هن ڪتاب (قرآن) سان ڪيترن ماڻهن جا درجا بلند ڪري[1] ٿو ۽ ڪيترن کي پست (۽ ذليل) ڪري ٿو.**
**(هن کي مسلم روايت ڪيو آهي)**

(2106) وعن أبي سعيد الخدري أن أسيد بن حضير قال : بينما هو يقرأ من الليل سورة البقرة وفرسه مربوطة عنده إذ جالت الفرس فسكت فسكتت فقرأ فجالت الفرس فسكت فسكتت الفرس ثم قرأ فجالت الفرس فانصرف وكان ابنه يحيى قريبا منها فأشفق أن تصيبه فلما آخره رفع رأسه إلى السماء فإذا مثل الظلة فيها أمثال المصابيح فلما أصبح حدث النبي صلى الله عليه وسلم فقال : " اقرأ يا ابن حضير اقرأ يا ابن حضير " . قال فأشفقت يا رسول الله أن تطأ يحيى وكان منها قريبا فرفعت رأسي فانصرفت إليه ورفعت رأسي إلى السماء فإذا مثل الظلة فيها أمثال المصابيح فخرجت حتى لا أراها قال : " وتدري ما ذاك ؟ " قال لا قال : " تلك الملائكة دنت لصوتك ولو قرأت لأصبحت ينظر الناس إليها لا تتوارى منهم " . متفق عليه . واللفظ للبخاري وفي مسلم : " عرجت في الجو " بدل : " خرجت على صيغة المتكلم "

**ابوسعيد خدري رضي الله عنه کان روايت آهي ته اسيد بن حضير چوي ٿو ته انهيءَ دوران جو رات جو سورت بقره پڙهي رهيو هو ۽ سندس گهوڙو وٽس ٻڌل هو، اوچتو گهوڙي ٽهه ڪاڏو ۽ ٽپا ڏيڻ لڳو. اسيد (قراءت ڇڏي) ماٺ ڪئي ته گهوڙو به ماٺ ڪري بيهي رهيو. وري اسيد قراءت شروع ڪئي ته گهوڙو به ٽهڻ لڳو. اسيد وري ماٺ ڪئي ۽ گهوڙو به ماٺ ڪري بيهي رهيو. پوءِ اسيد پڙهڻ لڳو ته گهوڙو به ٽهڻ لڳو. پوءِ (نماز کان) فراغت حاصل ڪيائين ڇاڪاڻ ته سندس پٽ يحيٰ ان جي ويجهو (ستل) هو، ڊنو ته مبادا گهوڙو ان کي تڪليف نه پهچائي. جڏهن ٻار کي پري ڪيائين ته پنهنجو مٿو ڪٽي آسمان ڏانهن نهاريائين. اوچتو ڪڪر جهڙي ڪا شيءِ ڏٺائين، جنهن ۾ ڏيئن جهڙيون روشنيون هيون. صبح جو اها ڳالهه نبي ﷺ جن کي بيان ڪري ٻڌايائين. پاڻ سڳورن ارشاد فرمايو ته اي ابن حضير جيڪر پڙهندو رهين ها، جيڪر پڙهندو رهين ها. چيائين ته اي الله جا رسولﷺ! مون کي خوف ٿيو ته مبادا گهوڙو ڪيس نه لتاڙي ڇاڪاڻ ته ان جي ويجهو هو. ان ڪري ( قراءت ڇڏي) ان ڏانهن ڌيان ڪيم ۽ پنهنجو مٿو آسمان ڏانهن مٿي ڪٽي نهاريم ته اوچتو ڪڪر جهڙي ڪا شيءِ ڏٺم، جنهن ۾ ڏيئن واريون روشنيون هيون. پوءِ آئون نڪتس ته روشني به غائب ٿي وئي. فرمايائون ته توکي خبر اٿئي ته اهو ڇا هو؟ ان چيو ته نه! فرمايائون ته**

[1]- جن ماڻهن قرآن پڙهي ان تي عمل ڪيو انهن جو الله تعالىٰ وٽ مرتبو ٿيندو ۽ جيڪي پڙهي ان تي عمل نه ڪندا سي بي مانا ٿيندا.

**اهي ملائڪ هئا([1]) جيڪي تنهنجي قراءَت ٻڌڻ لاءِ توکي ويجهو ٿيا هئا، جيڪڏهن تون صبح تائين پڙهندو رهين ها ته هوند ٻيا ماڻهو به ملائڪن کي ڏسن ها ۽ اهي انهن کان نه لڪن ها.**
**(بخاري و مسلم) ۽ لفظ بخاري جا آهن. مسلم ۾ متڪلم جي صيغي "فخرجت" جي بجاءِ عرجت في الجو آهي)**

(2107) وعن البراء بن عازب قال : كان رجل يقرأ سورة الكهف وإلى جانبه حصان مربوط بشطنين فتغشته سحابة فجعلت تدنو وتدنو وجعل فرسه ينفر فلما أصبح أتى النبي صلى الله عليه وسلم فذكر ذلك له فقال : " تلك السكينة تنزلت بالقرآن ".

**براءَ بن عازب ﷜ کان روايت آهي ته هڪ شخص سوره ڪهف پڙهي رهيو هو ۽ سندس پاسي ۾ ٻن رسن سان ڦوڙو ٻڌل هو. پوءِ مٿس ڪڪر ڇانو ڪيو، جيڪو ويجهي کان ويجهو ٿيندو ٿي ويو ۽ گهوڙو ٿهڻ لڳو. جڏهن صبح ٿي ته نبي ﷺ جن وٽ آيو، پوءِ واقعو ذڪر ڪري ٻڌايائين پاڻ سڳورن فرمايو ته اها سڪينة([2]) آهي، جيڪا قرآن جي ڪري نازل ٿي هئي.**
**(هن کي بخاري ۽ مسلم روايت ڪيو آهي)**

(2108) وعن أبي سعيد بن المعلى قال : كنت أصلي في المسجد فدعاني النبي صلى الله عليه وسلم فلم أجبه حتى صليت ثم أتيته . فقلت يا رسول الله إني كنت أصلي فقال ألم يقل الله ( استجيبوا لله وللرسول إذا دعاكم ) ثم قال لي : " ألا أعلمك أعظم سورة في القرآن قبل أن تخرج من المسجد " . فأخذ بيدي فلما أراد أن يخرج قلت له ألم تقل لأعلمنك سورة هي أعظم سورة من القرآن قال : ( الحمد لله رب العالمين ) هي السبع المثاني والقرآن العظيم الذي أوتيته " . رواه البخاري

**ابو سعيد بن المعلٰي کان روايت آهي ته آئون مسجد ۾ نماز پڙهي رهيو هيس، پوءِ نبي ﷺ جن مون کي سڏيو. مون کين جواب نه ڏنو. پوءِ وٽن آيس عرض ڪيم اي الله جا رسول ﷺ ! بيشڪ آئون نماز پڙهي رهيو هيس. فرمايائون ته ڇا الله تعالىٰ نه فرمايو آهي ته "جواب ڏيو الله ۽ رسول ﷺ کي جڏهن سڏ ڪن توهان کي " پوءِ فرمايائون ته ڇا مسجد مان نڪرڻ کان اڳ توکي قرآن جي سڀ کان وڏي سورت نه سيکاريان؟ پوءِ منهنجو هٿ ورتائون جڏهن ٻاهر نڪرڻ جو ارادو ڪيوسون ته عرض ڪيم ته اي الله جا رسول ﷺ! بيشڪ اوهان فرمايو هو ته ضرور توکي قرآن جي وڏي سورت سيکاريندس. فرمايائون ته اها سورت الحمد لله رب العالمين آهي. ان ۾ ست آيتون آهن جيڪي دهرائي پڙهيون وڃن ٿيون ۽ اها ئي قرآن عظيم([3]) آهي جيڪو مون کي ڏنو ويو آهي.**
**(هن کي بخاري روايت ڪيو آهي)**

---

[1]- هن مان معلوم ٿئي ٿو ته قرآن ٻڌڻ لاءِ آسمان جا فرشتا به لهي اچن ٿا مگر هر ڪنهن ماڻهوءَ کي ڏسڻ ۾ نٿا اچن.
[2]- سڪينه مان مراد ملائڪ آهن.
[3]- فاتحه سورت کي "سبع مثاني" (ست دهرايل آيتون) ٻن سببن جي ڪري چئبو آهي: 1- هن کي هر نماز ۾ وري وري پڙهجي ٿو، 2- هيءَ سورت به ٻيرا نازل ٿي. هڪ ڀيرو مڪي ۾ ۽ ٻيو ڀيرو مديني ۾ ان کي "قرآن عظيم" هن ڪري چئجي ٿو ته سڄي قرآن جو مفصل بيان هن سورت ۾ مجمل طرح ڏنل آهي.

(2109) وعن أبي هريرة رضي الله عنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " لا تجعلوا بيوتكم مقابر إن الشيطان ينفر من البيت الذي يقرأ فيه سورة البقرة " . رواه مسلم

**ابوهريره ﷜ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ پنهنجن گهرن کي قبرون([1]) نہ بنايو، جنهن گهر ۾ سورت بقره پڙهي وڃي ٿي، بيشڪ ان مان شيطان ڀڄي وڃي ٿو.**
**(هن کي مسلم روايت ڪيو آهي)**

(2110) عن أبي أمامة قال : سمعت رسول الله صلى الله عليه وسلم يقول : " اقرءوا القرآن فإنه يأتي يوم القيامة شفيعا لأصحابه اقرءوا الزهراوين البقرة وسورة آل عمران فإنهما تأتيان يوم القيامة كأنهما غمامتان أو كأنهما غيايتان أو فرقان من طير صواف تحاجان عن أصحابهما اقرءوا سورة البقرة فإن أخذها بركة وتركها حسرة ولا تستطيعها البطلة " . رواه مسلم

**ابوامامہ ﷜ کان روايت آهي تہ مون نبي ﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو تہ قرآن پڙهو، ڇاڪاڻ تہ اهو پڙهندڙن لاءِ قيامت جي ڏينهن شفاعت ڪندڙ ٿي ايندو ۽ ٻہ روشن سورتون بقره ۽ آل عمران پڙهو، بيشڪ اهي ٻئي قيامت جي ڏينهن اينديون جڻ تہ ڇاڇو ڪندڙ ڪڪرن جا ٻہ ٽڪر يا ٻہ هلڪو ڇاڇو ڪندڙ يا پکين جون ٻہ ٽوليون آهن ۽ پنهنجي پڙهندڙن طرفان جهيڙو (يعني شفاعت) ڪنديون. سورت بقره پڙهو بيشڪ ان تي عمل ڪرڻ ۾ برڪت ۽ ان جي ڇڏڻ ۾ ارمان آهي ۽ سست ماڻهو ان کي پڙهڻ جي طاقت رکي نہ سگهندا.**
**(هن کي مسلم روايت ڪيو آهي)**

(2111) وعن النواس بن سمعان قال : سمعت النبي صلى الله عليه وسلم يقول : " يؤتى بالقرآن يوم القيامة وأهله الذين كانوا يعملون به تقدمه سورة البقرة وآل عمران كأنهما غمامتان أو ظلتان سوداوان بينهما شرق أو كأنهما فرقان من طير صواف تحاجان عن صاحبهما " . رواه مسلم

**نواس بن سمعان ﷜ کان روايت آهي تہ مون نبي ﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو تہ قيامت جي ڏينهن قرآن ۽ ان جي پڙهندڙن کي جيڪي ان تي عمل ڪن ٿا، آندو ويندو. سوره([2]) بقره آل عمران سندن اڳواٽي ڪنديون، جڻ تہ اهي ڪڪر جا ٻہ ٽڪر يا ڪارا ڪڪر آهن، جن جي وچ ۾ روشني هوندي يا جڻ تہ پکين جون ٻہ جماعتون آهن جن پنهنجا پَرَ پکيڙي ڇڏيا آهن، پڙهندڙن پاران جهيڙو (شفاعت) ڪنديون.**
**(هن کي مسلم روايت ڪيو آهي)**

(2112) وعن أبي بن كعب قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " يا أبا المنذر أتدري أي آية من كتاب الله معك أعظم ؟ " . قال : قلت الله ورسوله أعلم قال : " يا أبا المنذر أتدري أي آية من كتاب الله معك أعظم ؟ " .

---

[1]- يعني جيئن قبرن تي قرآن نہ پڙهبو آهي تيئن گهرن ۾ بہ قرآن پڙهڻ جو سلسلو ختم نہ ڪريو ڇاڪاڻ تہ جنهن گهر ۾ سورت بقره پڙهي وڃي ٿي ان گهر مان شيطان ڀڄي وڃي ٿو.

[2]- بيان ڪيل هنن حديثن مان سورت بقره ۽ آل عمران جي تمام وڏي فضيلت ثابت ٿئي ٿي جنهن کي قرآن جي شفاعت منظور هجي سو قرآن تي عمل ڪري.

قال : قلت ( الله لا إله إلا هو الحي القيوم ) قال فضرب في صدري وقال : " والله ليهنك العلم أبا المنذر " . رواه مسلم

**ابي بن ڪعب ﷺ ڪان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته اي ابومنذر! ڇا توکي خبر آهي ته الله جي ڪتاب ۾ تو وٽ ڪهڙي وڏي آيت آهي؟ مون چيو ته الله ۽ ان جو رسول ﷺ وڌيڪ ڄاڻن ٿا. وري فرمايائون ته اي ابومنذر! ڇا تون ڄاڻين ٿو ته تو وٽ الله جي ڪتاب ۾ ڪهڙي آيت وڏي آهي؟ مون چيو ته "الله لا اله الا هوالحي القيوم" (آية الڪرسي) ابي چوي ٿو ته پاڻ سڳورن پنهنجو هٿ منهنجي ڇاتيءَ تي هنيو ۽ فرمايائون تي اي[1] ابومنذر! توکي قرآن جو علم مبارڪ هجي.**

**(هن ڪي مسلم روايت ڪيو آهي)**

(2113) وعن أبي هريرة رضي الله عنه قال : وكلني رسول الله صلى الله عليه وسلم بحفظ زكاة رمضان فأتاني آت فجعل يحثو من الطعام فأخذته وقلت والله لأرفعنك إلى رسول الله صلى الله عليه وسلم قال إني محتاج وعلي عيال ولي حاجة شديدة قال فخليت عنه فأصبحت فقال النبي صلى الله عليه وسلم : " يا أبا هريرة ما فعل أسيرك البارحة " . قال قلت يا رسول الله شكا حاجة شديدة وعيالا فرحمته فخليت سبيله قال : " أما إنه قد كذبك وسيعود " . فعرفت أنه سيعود لقول رسول الله صلى الله عليه وسلم : " إنه سيعود " . فرصدته فجاء يحثو من الطعام فأخذته فقلت : لأرفعنك إلى رسول الله صلى الله عليه وسلم قال دعني فإني محتاج وعلي عيال لا أعود فرحمته فخليت سبيله فأصبحت فقال لي رسول الله صلى الله عليه وسلم : " يا أبا هريرة ما فعل أسيرك ؟ " قلت يا رسول الله شكا حاجة شديدة وعيالا فرحمته فخليت سبيله قال : " أما إنه قد كذبك وسيعود " . فرصدته الثالثة فجاء يحثو من الطعام فأخذته فقلت لأرفعنك إلى رسول الله وهذا آخر ثلاث مرات أنك تزعم لا تعود ثم تعود قال دعني أعلمك كلمات ينفعك الله بها قلت ما هو قال إذا أويت إلى فراشك فاقرأ آية الكرسي ( الله لا إله إلا هو الحي القيوم ) حتى تختم الآية فإنك لن يزال عليك من الله حافظ ولا يقربنك شيطان حتى تصبح فخليت سبيله فأصبحت فقال لي رسول الله صلى الله عليه وسلم : " ما فعل أسيرك ؟ " قلت : زعم أنه يعلمني كلمات ينفعني الله بها فخليت سبيلهقال النبي صلى الله عليه وسلم : " أما إنه قد صدقك وهو كذوب تعلم من تخاطب منذ ثلاث ليال " . يا أبا هريرة قال لا قال : " ذاك شيطان " . رواه البخاري

**ابو هريره ﷺ ڪان روايت آهي ته مون کي رسول الله ﷺ جن رمضان جي زڪوٰة يعني صدقة الفطر جي نگهباني جو ڪم سونپيو. پوءِ مون وٽ هڪ شخص آيو. ۽ ان مان (چوريءَ) پري ڪڻڻ لڳو. ڪيس پڪڙيم ۽ چيومانس ته آئون توکي ضرور رسول الله ﷺ جن وٽ وٺي ويندس. ان چيو ته بيشڪ آئون محتاج آهيان ۽ مون تي اولاد جو (گهڻو) بار آهي ۽ مون کي سخت محتاجي**

[1]- ابي بن ڪعب قرآن جو وڏو حافظ ۽ عالم هو. نبي ﷺ جن هن جي ذهن جي آزمائش ڪئي ۽ سندس جواب تي خوش ٿي ڪيس برڪت جي دعا ڪيائون.

آهي. (ابوهريره) چوي ٿو ته (تنهن ڪري) مون ان کي ڇڏي ڏنو. جڏهن صبح ٿيو ته مون کي نبي ﷺ جن فرمايو ته اي ابوهريره! گذريل رات پنهنجي قيديءَ سان ڇا ڪيئي؟ مون چيو ته اي الله جا رسول ﷺ! ان پنهنجي سخت ضرورت مندي ۽ اولاد جي زيربار هئڻ جي شڪايت ڪئي، تنهن ڪري مٿس رحم ڪيم ۽ ان کي ڇڏي ڏنم. فرمايائون ته بيشڪ ان توسان ڪوڙ ڳالهايو آهي ۽ اهو وري به تو وٽ ايندو. ان ڪري مون کي پڪ هئي ته جيئن ته رسول الله ﷺ جن فرمايو آهي تنهن ڪري وري ايندو. تڏهن ان جي اچڻ جو آءُ انتظار ڪرڻ لڳس. پوءِ (ٻي رات) آيو ۽ ڪاڏي (ڪارڪن) مان لپون ڀري کڻڻ لڳو. مون ان کي پڪڙيو ۽ چيومانس ته توکي ضرور رسول الله ﷺ جن وٽ وٺي ويندس. ان چيو ته مون کي ڇڏ ڇاڪاڻ ته گهڻو محتاج ۽ اهل عيال جو زيربار آهيان. وري نه موٽندس! انهي ڪري مون کي ان تي رحم اچي ويو ۽ ڇڏي ڏنو مانس. پوءِ صبح جو رسول الله ﷺ جن سان ملاقات ٿي، فرمايائون ته اي ابوهريره! پنهنجي قيديءَ جو ڇا ڪيئي؟ مون چيو ته اي الله جا رسول! سخت حاجتمندي ۽ اهل عيال جي زير بار هئڻ جي شڪايت ڪيائين تنهن ڪري مون مٿس رحم ڪيوءِ ڇڏي ڏنومانس. فرمايائون ته بيشڪ توسان ڪوڙ ڳالهايو اٿس ۽ وري تو وٽ ايندو، پوءِ آءُ ان جي انتظار ۾ رهيس. (ٽين رات) وري آيو ۽ ڪاڏي مان لپون ڀري کڻڻ لڳو. مون ان کي پڪڙيو ۽ چيومانس ته ضرور توکي آءُ رسول الله ﷺ جن وٽ وٺي ويندس، ڇاڪاڻ ته هي وري ٽيون ڀيرو تون آيو آهين، جڏهن ته تو چيو هو ته وري نه موٽندس، تڏهن به موٽي اچين ٿو. ان چيو ته مون کي ڇڏي ڏي ته آئون (ان جي بدلي ۾) توکي ڪجھ ڪلمات سيکاريان ٿو، جن جي ذريعي الله تعالىٰ توکي فائدو ڏيندو. جڏهن پنهنجي بستري تي وڃين ته آية الڪرسي ”الله لا اله الا هو الحي القيوم....... العلي العظيم“ تائين پڙھ ته توکي الله تعالىٰ جي طرفان نگهبان مقرر ٿيندو ۽ ڪو شيطان صبح تائين تنهنجي ويجهو نه ايندو. تڏهن ڪيس ڇڏي ڏنم. صبح جو رسول الله ﷺ جن مون کان پڇيو ته پنهنجي قيديءَ سان ڇا ڪيئي؟ مون چيو ته انهي مون کي اهڙا ڪلمات سيکاريا جن جي ذريعي الله تعالىٰ مون کي فائدو ڏيندو. فرمايائون ته ان توسان سچ ڳالهايو، حالانڪ(اصولي ۽ اصلي اعتبار سان) ڪوڙو آهي. توکي خبر آهي ته ٽن راتين کان ڪنهن سان مخاطب هئين؟ مون چيو ته نه! فرمايائون ته اهو شيطان هو.
(هن کي بخاري روايت ڪيو آهي)

(2114) وعن ابن عباس قال : بينما جبريل قاعد عند النبي صلى الله عليه وسلم سمع نقيضا من فوقه فرفع رأسه فقال : " هذا باب من السماء فتح اليوم لم يفتح قط إلا اليوم فنزل منه ملك فقال هذا ملك نزل إلى الأرض لم ينزل قط إلا اليوم فسلم وقال أبشر بنورين أوتيتهما لم يؤتهما نبي قبلك فاتحة الكتاب وخواتيم سورة البقرة لن تقرأ بحرف منهما إلا أعطيته " . رواه مسلم

ابن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي ته ان دوران جو جبرئيل عليہ السلام نبي ﷺ جن وٽ وينو هو، مٿان کان دروازي کلڻ جو آواز ٻڌائين. پوءِ پنهنجو مٿو مٿي کڻي چيائين ته هي آسمان جو دروازو اڄ پهريون ڀيرو کوليو ويو آهي. اڄ کان اڳ ڪڏهن به نه کليو آهي. انهيءَ مان هڪ فرشتو لٿو. (جبرئيل عليہ السلام) چيو ته هي فرشتو اڄوڪي ڏينهن کان اڳ زمين تي ڪڏهن نه لٿو آهي. پوءِ انهيءَ فرشتي پاڻ سڳورن کي سلام ڪيو ۽ چيائين ته اوهان کي ٻن

**نورن جي مبارڪ هجي، توهان کان اڳ ڪنهن نبي کي اهي ٻئي نور نہ ڏنا ويا آهن: 1- الحمد،2- ۽ سورة بقره جون پڇاڙيءَ واريون ٻہ آيتون (آمن الرسول کان آخر تائين) انهن مان جيڪو بہ پڙهندين ان جو (ثواب) توکي ڏنو ويندو(يا تنهنجي دعا قبول ڪئي ويندي)**
**(هن کي مسلم روايت ڪيو آهي)**

(2115) وعن أبي مسعود قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " الآيتان من آخر سورة البقرة من قرأ بهما في ليلة كفتاه ".

**ابو مسعود کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ جيڪو سوره بقره جون [1] پويون ٻہ آيتون رات جي وقت پڙهندو اهي ان لاءِ ڪافي آهن،**
**(هن کي بخاري ۽ مسلم روايت ڪيو آهي)**

(2116) وعن أبي الدرداء قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " من حفظ عشر آيات من أول سورة الكهف عصم من فتنة الدجال " . رواه مسلم

**ابودرداءِ ؓ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ جيڪو شخص ڪهف سورة جون پهريون 10 آيتون ياد ڪري ان کي[2] دجال جي فتني کان بچايو ويندو.**
**(هن کي مسلم روايت ڪيو آهي)**

(2117) وعن أبي الدرداء قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " أيعجز أحدكم أن يقرأ في ليلة ثلث القرآن ؟ " قالوا : وكيف يقرأ ثلث القرآن ؟ قال : " قل هو الله أحد " يعدل ثلث القرآن " . رواه مسلم

**ابودرداءِ ؓ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ ڇا توهان مان ڪو رات ۾ قرآن شريف جو ٽيون حصو پڙهڻ کان عاجز آهي؟ اصحابن عرض ڪيو تہ ڪهڙي طرح قرآن جو ٽيون حصو پڙهي سگهجي ٿو. فرمايائون تہ: "قل هو الله احد" ثواب ۾ قرآن[3] جي ٽئين حصي جي برابر آهي.**

ورواه البخاري عن أبي سعيد.

**(هن کي مسلم ۽ بخاري ابوسعيد ؓ جي حوالي سان روايت ڪيو آهي)**

---

[1]- يعني آمن الرسول کان سورت جي آخر تائين ٻہ آيتون.

[2]-- دجال گهڻن قسمن جا آهن جيئن حديث شريف ۾ آيل آهي تہ مون کان پوءِ دجال ٿيندا جن مان هر هڪ نبوت جي دعويٰ ڪندو هنن آيتن کي غور سان پڙهڻ ۾ اصحاب ڪهف جو ٽي سؤ نو ورهيہ غار ۾ رهڻ ۽ ان کان پوءِ ننڊ مان سجاڳ ٿي شهر ۾ اچڻ ۽ قدرت جي اهڙين ٻين نشانين ۽ ڪرشمن کي پڙهڻ سان پڙهندڙ جي روحاني طاقت اهڙي مضبوط ٿيندي جو اهو ڪوڙن دجالن جي فاسد پرچار جي اثر هيٺ نہ ايندو، جيئن هن وقت بہ ڪيترا ملحد، مسلمان سڏائڻ وارا انبياء عليهم السلام جي معجزن ۽ ٻين ڪيترين الٰهي قدرتن جا ۽ قرآن جي چٽن بيانن جا انڪاري آهن

[3]- قرآن جو مطلب ٽن قسمن ۾ ورهايل آهي: هڪ قسم ۾ الله تعالىٰ جي وحدانيت ۽ صفتن جو بيان آهي ٻئي قسم ۾ قضا جا معاملا بيان ٿيل آهن. ٽئين قسم ۾ حلال ۽ حرام جا احڪام ڏنل آهن.انهيءَ ڪري سوره اخلاص يعني "قل هو الله احد" کي قرآن جو ٽيون حصو نهرايو ويو آهي، ڇاڪاڻ تہ هن ۾ وحدانيت ۽ الله جي صفتن جو بيان آهي.

(2118) وعن عائشة : أن النبي صلى الله عليه وسلم بعث رجلا على سرية وكان يقرأ لأصحابه في صلاتهم فيختم ب ( قل هو الله أحد ) فلما رجعوا ذكروا ذلك للنبي صلى الله عليه وسلم فقال : " سلوه لأي شيء يصنع ذلك " فسألوه فقال لأنها صفة الرحمن وأنا أحب أن أقرأ بها فقال النبي صلى الله عليه وسلم : " أخبروه أن الله يحبه ".

**ام المؤمنين عائشہ رضي الله عنها کان روايت آهي تہ نبي ﷺ هڪ شخص کي لشڪر تي امير مقرر ڪري موڪليو ۽ اهو نماز ۾ پنهنجن ساٿين کي امامت ڪرائيندو هو ۽ قل هو الله احد تي قراءَت ختم ڪندو هو. جڏهن موٽيا تہ نبي ﷺ کي اهو ذڪر ڪري ٻڌايائون. پاڻ فرمايائون تہ کانئس پڇو تہ ڪهڙي سبب جي ڪري ائين ڪندو آهين؟ ان کان پڇيائون، انهيءَ چيو تہ ڇاڪاڻ تہ اها رحمٰن جي صفت آهي ۽ آئون پسند ڪريان ٿو تہ اها پڙهان، تڏهن نبي ﷺ جن فرمايو تہ کيس ٻڌايو تہ الله تعالىٰ بہ توسان محبت ڪري ٿو.**

**(هن کي بخاري ۽ مسلم روايت ڪيو آهي)**

(2119) وعن أنس قال : إن رجلا قال : يا رسول الله إني أحب هذه السورة : ( قل هو الله أحد ) قال : إن حبك إياها أدخلك الجنة " . رواه الترمذي وروى البخاري معناه

**انس ﷛ کان روايت آهي تہ هڪ شخص عرض ڪيو تہ اي الله جا رسول ﷺ! بيشڪ آئون هن سورت يعني قل هو الله احد کي دوست رکان ٿو. پاڻ فرمايائون تہ بيشڪ ان سان تنهنجي محبت توکي بهشت ۾ داخل ڪندي.**

**(هن کي ترمذي روايت ڪيو ۽ انهيءَ معنٰي ۾ بخاريءَ بہ روايت بيان ڪئي آهي)**

(2120) وعن عقبة بن عامر قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " ألم تر آيات أنزلت الليلة لم ير مثلهن قط ( قل أعوذ برب الفلق ) و ( قل أعوذ برب الناس ) رواه مسلم

**عقبہ بن عامر ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ ڇا توکي معلوم نہ آهي تہ اڄوڪي رات اهڙيون آيتون نازل ڪيون ويون آهن جو اهڙيون اڳي ڪڏهن بہ نہ[1] ڏٺيون ويون آهن: (اهي) قل اعوذ برب الفلق ۽ قل اعوذ برب الناس آهن.**

**(هن کي مسلم روايت ڪيو آهي)**

(2121) وعن عائشة : أن النبي صلى الله عليه وسلم كان إذا أوى إلى فراشه كل ليلة جمع كفيه ثم نفث فيهما فقرأ فيهما ( قل هو الله أحد ) و ( قل أعوذ برب الفلق ) و ( قل أعوذ برب الناس ) ثم يمسح بهما ما استطاع من جسده يبدأ بهما على رأسه ووجهه وما أقبل من جسده يفعل ذلك ثلاث مرات " وسنذكر حديث ابن مسعود : لما أسري برسول الله صلى الله عليه وسلم في باب المعراج إن شاء الله تعالى .

**ام المؤمنين عائشہ رضي الله عنها کان روايت آهي تہ هر رات سمهڻ وقت جڏهن نبي ﷺ جن بستري تي ويندا هئا تہ پنهنجا ٻئي هٿ ملائي، منجهن ڦوڪي پوءِ قل هو الله احد، قل اعوذ برب الفلق ۽ قل اعوذ برب الناس پڙهندا هئا. پوءِ جيستائين ٿي سگهندو هو انهن کي پنهنجي بدن تي**

---

[1]- يعني جادو ۽ آفتن کان بچڻ لاءِ هنن سورتن جهڙي قرآن شريف ۾ ٻي ڪا آيت نہ آهي.

ڦيرائيندا هئا ۽ شروعات پنهنجي مٿي،پنهنجي منهن ۽ پنهنجي جسم جي اڳئين پاسي کان ڪندا هئا. ٽي ڀيرا ائين ڪندا هئا.

(بخاري و مسلم) عنقريب ابن مسعود ﷺ جي حديث "لما اسري برسول اللهﷺ" ان شاءَ الله تعالىٰ باب المعراج ۾ بيان ڪنداسون.

### فصل ٻيو

(2122) عن عبد الرحمن بن عوف عن النبي صلى الله عليه وسلم قال : " ثلاثة تحت العرش يوم القيامة القرآن يحاج العباد له ظهر وبطن والأمانة والرحم تنادي : ألا من وصلني وصله الله ومن قطعني قطعه الله " . رواه في شرح السنة

عبدالرحمن بن عوف ﷺ کان روايت آهي ته نبي ﷺ جن فرمايو ته ٽي شيون قيامت جي ڏينهن عرش جي هيٺان ٻانهن سان جهڳڙو ڪنديون: 1- قرآن جنهن جو([1]) ظاهر ۽ باطن (يعني الفاظ ۽ معنيٰ) آهن، 2- امانت، 3- قرابت، جيڪا پڪاريندي ته ٻڌو! جنهن (دنيا ۾) مون کي ملايو هو (اڄ) ان کي الله تعالىٰ ملائيندو ۽ جنهن مون کي ٽوڙيو هو، ان کي الله ٽوڙيندو.

(هن کي شرح السنة روايت ڪيو)

فائدو: سند ۾ راوي ڪثير بن عبدالله ضعيف آهي (مرعاة:4-172/5)

(2123) وعن عبد الله بن عمرو قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " يقال لصاحب القرآن : اقرأ وارتق ورتل كما كنت ترتل في الدنيا فإن منزلك عند آخر آية تقرؤها " . رواه أحمد والترمذي أبو داود والنسائي

عبدالله بن عمرو رضي الله عنهما کان روايت آهي ته رسول الله جن فرمايو ته قرآن واري کي چيو ويندو ته پڙهه ۽ (بهشت جي درجن تي) چڙهه ۽ جيئن دنيا ۾ ٺاهي ٺاهي قرآن پڙهندو هئين تيئن پڙهندو وڃ ۽ چڙهندو وڃ. بيشڪ جتي آخري آيت پڙهندين، اتي ئي تنهنجي (آخري) منزل آهي([2])

(هن کي احمد، ترمذي، ابوداؤد ۽ نسائي روايت ڪيو آهي)

(2124) وعن ابن عباس قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " إن الذي ليس في جوفه شيء من القرآن كالبيت الخرب " . رواه الترمذي والدارمي . وقال الترمذي : هذا حديث صحيح

ابن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو آهي ته بيشڪ جنهن شخص جي دل ۾ قرآن مان ڪجهه نه آهي اهو ڦٽل گهر وانگر آهي. ([3])

---

[1]- ظاهر ۾ اها معنيٰ آهي جنهن کي عام ماڻهن چڱي طرح سمجهي سگهن ۽ باطن ۾ اها معنيٰ آهي جنهن ۾ فڪر ۽ غور ڪرڻ جي ضرورت هجي ۽ جيڪي ماڻهو قرآن شريف تي عمل نه ڪندا قيامت جي ڏينهن انهن تي قرآن شريف شاهد ٿيندو.

[2]- قرآن ۾ 6666 آيتون آهن قرآن ياد ڪندڙ "حافظ" کي بهشت ۾ اهو درجو نصيب ٿيندو.

[3]- دلين جي آبادي ۽ اندر جي زينت ايمان ۽ قرآن شريف جي تلاوت تي دارومدار رکي ٿي. پوءِ جيڪا دل قرآن کان خالي هوندي آهي، ان انسان جو اندر بيشڪ ويران گهر جهڙو هوندو آهي.

(2125) وعن أبي سعيد قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " يقول الرب تبارك وتعالى : من شغله القرآن عن ذكري ومسألتي أعطيته أفضل ما أعطي السائلين . وفضل كلام الله على سائر الكلام كفضل الله على خلقه " . رواه الترمذي والدارمي والبيهقي في شعب الإيمان وقال الترمذي هذا حديث حسن غريب

**ابو سعيد ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله جن فرمايو آهي تہ رب تعالیٰ فرمائي ٿو تہ جيڪو قرآن پڙهڻ سبب منهنجي ذڪر ڪان رهجي ويو ۽ مون ڪان سوال ڪري نہ سگهيو تہ ان کي آءُ ٻين گهرندڙن ڪان وڌيڪ ڏيندو آهيان ۽ ٻين ڪلامن تي الله تعالیٰ جي ڪلام جي بزرگي اهڙي آهي جهڙي خود الله تعالیٰ جي بزرگي پنهنجي[1] مخلوق تي آهي.**

**(هن کي ترمذي، دارمي بيهقي شعب الايمان ۾ روايت ڪيو ۽ ترمذيءَ چيو تہ هيءَ حديث حسن غريب آهي)**

(2126) وعن ابن مسعود قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " من قرأ حرفا من كتاب الله فله به حسنة والحسنة بعشر أمثالها لا أقول : آلم حرف . ألف حرف ولام حرف وميم حرف " . رواه الترمذي والدارمي وقال الترمذي هذا حديث حسن صحيح غريب إسنادا

**ابن مسعود ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ جيڪو شخص الله تعالیٰ جي ڪتاب مان هڪ اکر پڙهندو، ان لاءِ هڪ نيڪي آهي ۽ اها ڏهن نيڪين جي برابر آهي. آءُ ائين نٿو چوان تہ الم هڪ اکر آهي پر الف هڪ، لام ٻيو، ۽ م ٽيون اکر آهي.**

**(هن کي ترمذي ۽ دارمي روايت ڪيو. ترمذي چوي ٿو تہ هيءَ حديث حسن، صحيح ۽ سند جي لحاظ سان غريب آهي)**

**فائدو**: **سند ضعيف آهي. محمد بن حسن همداني راوي ضعيف آهي.** (**مرعاة**:4-339/5)

(2127) وعن الحارث الأعور قال : مررت في المسجد فإذا الناس يخوضون في الأحاديث فدخلت على علي رضي الله عنه فأخبرته قال : أوقد فعلوها ؟ قلت نعم قال : أما إني قد سمعت رسول الله صلى الله عليه وسلم يقول : " ألا إنها ستكون فتنة " . فقلت ما المخرج منها يا رسول الله قال : " كتاب الله فيه نبأ ما كان قبلكم وخبر ما بعدكم وحكم ما بينكم وهو الفصل ليس بالهزل من تركه من جبار قصمه الله ومن ابتغى الهدى في غيره أضله الله وهو حبل الله المتين وهو الذكر الحكيم وهو الصراط المستقيم هو الذي لا تزيغ به الأهواء ولا تلتبس به الألسنة ولا يشبع منه العلماء ولا يخلق على كثرة الرد ولا ينقضي عجائبه هو الذي لم تنته الجن إذ سمعته حتى قالوا ( إنا سمعنا قرآنا عجبا يهدي إلى الرشد فآمنا به )

من قال به صدق ومن عمل به أجر ومن حكم به عدل ومن دعا إليه هدى إلى صراط مستقيم " . رواه الترمذي والدارمي وقال الترمذي : هذا حديث إسناده مجهول وفي الحارث مقال

---

[1]- بيشڪ دعا ۽ الله تعالیٰ جل جلالہ جو ٻيو ذڪر بہ ڀلو آهي، مگر قرآن جي تلاوت جي ڀيٽ ۾ اهي بہ گهٽو گهٽ آهن، انهي ڪري ذڪر ڪندڙ ۽ دعا گهرندڙ جي مقابلي ۾ قرآن پڙهندڙن کي تمام گهڻو ثواب ملي ٿو.

حارث اعور کان روايت آهي تہ آءُ (ڪوفي جي) مسجد ۾ ماڻھن وٽان لنگھيس، اتي ڏٺم تہ ماڻھو بيفائده ڳالھين ۾ مشغول آهن. پوءِ آءُ سيدنا علي رضي الله عنه وٽ وجي ان کي اها ڳالھہ ٻڌايم. سيدنا علي رضي الله عنه فرمايو تہ ڇا واقعي ائين ڪيو اٿن؟ مون چيو تہ هائو! سيدنا علي رضي الله عنه چيو تہ بيشڪ مون رسول الله ﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو تہ سگھوئي فتنو پيدا ٿيندو. مون چيو تہ اي الله جا رسول! ان مان نجات ڪيئن حاصل ٿيندي؟ فرمايائون تہ الله جي ڪتاب سان. جنھن ۾ توهان کان اڳين جون خبرون پوين جون پيشن گويون توهان جي باهمي معاملن بابت حڪم آهي. حق باطل ۾ فيصلو ڪندڙ آهي منجهس باطل جو (شبهو بہ) نہ آهي، جيڪو وڏائي ڪندڙ ان کي ڇڏيندو، تنهن کي الله تعالىٰ هلاڪ ڪندو جنهن ان کانسواءِ ٻئي هنڌ هدايت جي ڳولا ڪئي ان کي الله تعالىٰ گمراهہ ڪندو، اها ئي الله تعالىٰ جي مضبوط رسي، اهو ئي نصيحت ۽ حڪمت جو ڪتاب ۽ اهو ئي سڌو رستو آهي. ان جي پيروي ڪرڻ سبب خواهشون حق کان باطل ڏانهن نٿيون ٿيڙين، ان کي پڙهڻ سان زبانون نٿيون ٿڪجن عالم ان مان نٿا ڍاپن، گهڻي پڙهڻ سبب پراڻو نٿو ٿئي، ان جا عجائبات ختم نٿا ٿين. اهو ئي آهي جو جڏهن جنن ان کي ٻڌو تہ بيساختہ چيائون تہ بيشڪ اسان عجيب قرآن ٻڌو آهي، جيڪو هدايت جي واٽ ڏيکاري ٿو تانجو چيائون تہ اسان ان تي ايمان آندو آهي. جنهن ان جي موافق ڳالهہ ڪئي تنهن سچ چيو ۽ جنهن ان تي عمل ڪيو تنهن کي ثواب ملندو جنهن ان سان فيصلو ڪيو تنهن انصاف ڪيو۽ جنهن ان ڏانهن ماڻهن کي سڏيو ان کي سڌي واٽ ڏيکاري وئي.

(هن کي ترمذي ۽ دارمي روايت ڪيو. ترمذي چوي ٿو تہ هن حديث جي سند مجهول آهي ۽ ان جي راوي حارث ۾ [1] ڪلام آهي)

فائدو: حارث اعور غايت درجہ ضعيف آهي (مشڪوٰة علامہ الباني:659/1) البتہ حديث روايت يعني مفهوم جي لحاظ سان صحيح آهي. والله اعلم.

(2128) وعن معاذ الجهني : أن رسول الله صلى الله عليه وسلم قال : " من قرأ القرآن وعمل بما فيه ألبس والداه تاجا يوم القيامة ضوءه أحسن من ضوء الشمس في بيوت الدنيا لو كانت فيكم فما ظنكم بالذي عمل بهذا ؟ " . رواه أحمد وأبو داود

معاذ جهني کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ جيڪو شخص قرآن پڙهندو ۽ جيڪي منجهس حڪم آهن انهن تي عمل ڪندو ان جي ماءُ پيءُ کي قيامت جي ڏينهن تاج پارايو ويندو، جنهن جي روشني اوهان جي دنيا جي گهرن ۾ سج جي روشنيءَ کان بہ وڌيڪ هوندي. اگرچہ سج اوهان جي گهرن جي اندر هجي. پوءِ (پاڻ سوچيو تہ) جيڪو قرآن تي عمل ڪندو ان جو شان ڪهڙو هوندو؟ (هن کي احمد۽ ابوداؤد روايت ڪيو آهي)

فائدو: سند ضعيف آهي. (مشڪوٰة علامہ الباني:660/1) سهل بن معاذ ضعيف آهي. (مرعاة:4-341/5)

(2129) وعن عقبة بن عامر قال : سمعت رسول الله صلى الله عليه وسلم يقول : " لو جعل القرآن في إهاب ثم ألقي في النار ما احترق " . رواه الدارمي

[1]- يعني حارث راويءَ کي ڪن ضعيف نهرايو آهي.

**عقبہ بن عامر ﷛ کان روايت آهي تہ مون رسول الله ﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو تہ جيڪڏهن قرآن کي ڪنهن چم (کل) ۾ وڌو وڃي پوءِ ان کي ([1]) باهہ ۾ وجهجي تہ بہ نہ سڙندو (هن کي دارمي روايت ڪيو آهي)**

(2130) وعن علي بن أبي طالب رضي الله عنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " من قرأ القرآن فاستظهره فأحل حلاله وحرم حرامه أدخله الله به الجنة وشفعه في عشرة من أهل بيته كلهم قد وجبت له النار . رواه أحمد والترمذي وابن ماجه والدارمي وقال الترمذي : هذا حديث غريب وحفص بن سليمان الراوي ليس هو بالقوي يضعف في الحديث

**سيدنا علي ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ جنهن شخص قرآن پڙهيو پوءِ ان کي ياد ڪيو ۽ ان جي حلال کي حلال ڄاتائين ۽ ان جي حرام کي حرام ڄاتائين تہ ان کي الله تعالیٰ جنت ۾ داخل ڪندو ۽ ان جي شفاعت ان جي گهروارن مان اهڙن ڏهن شخصن جي حق ۾ قبول ڪندو، جن تي دوزخ واجب هوندي.**

**(هن کي احمد، ترمذي، ابن ماجہ ۽ دارمي روايت ڪيو. ترمذي چوي ٿو تہ هيءَ حديث غريب آهي. راوي حفص بن سليمان قوي نہ آهي ۽ حديث ۾ ضعيف شمار ڪيو ويندو آهي)**

(2131) وعن أبي هريرة أن رسول الله صلى الله عليه وسلم قال لأبي بن كعب : " كيف تقرأ في الصلاة ؟ " فقرأ أم القرآن فقال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " والذي نفسي بيده ما أنزلت في التوراة ولا في الإنجيل ولا في الزبور ولا في الفرقان مثلها وإنها سبع من المثاني والقرآن العظيم الذي أعطيته " . رواه الترمذي وروى الدارمي من قوله : " ما أنزلت " ولم يذكر أبي بن كعب . وقال الترمذي هذا حديث حسن صحيح

**ابوهريره ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن ابي بن ڪعب ﷛ کي فرمايو تہ نماز ۾ ڇا پڙهندو آهين؟ ان سورة فاتحہ پڙهي. رسول الله ﷺ جن فرمايوتہ انهيءَ ذات جو قسم جنهن جي هٿ ۾ منهنجي جان آهي تہ نہ تورات ۾، نہ انجيل ۾، نہ زبور ۾ ۽ نہ ئي قرآن ۾ ان جهڙي ڪا سورة([2]) نازل ڪئي وئي آهي. بيشڪ ان سورت ۾ ست آيتون آهن جن جي باربار تلاوت ٿيندي آهي ۽ اهوئي وڏو قرآن آهي، جيڪو مون کي ڏنو ويو آهي.**

**(هن کي ترمذي روايت ڪيو. دارمي " ما انزلت تائين حديث بيان ڪئي ۽ ان ۾ ابي بن ڪعب ﷛ جو ذکر نہ آهي. ترمذي چوي ٿو تہ هيءَ حديث حسن صحيح آهي)**

---

[1]- هي معجزو نبي ﷺ جي زماني تائين خاص هو يا وري هن جي معنٰي آهي تہ جهن ماڻهو کي قرآن يا د آهي تنهنجي جسم کي جيڪڏهن آخرت ۾ باهہ ۾ وڌو ويندو تہ بہ ان کي دوزخ جي باهہ نہ ساڙيندي.

[2]- سورت فاتحہ کي سبع هن ڪري چئجي ٿو جو ان ۾ 7 آيتون آهن ۽ "مثاني" (دهرايل) هن ڪري چئجي ٿو جو هن جا 7 لفظ هن سورت ۾ ئي بہ بہ ڀيرا آيل آهن اهي لفظ هي آهن: الله، الرحمن،اياک، صراط، عليهم ۽ لا (نوٽ) لا هڪ ڀيرو آيل آهي مگر ان کي بہ ڀيرا هن ڪري شمار ڪجي ٿو جو "غير" لفظ جي معنٰي بہ لا جهڙي آهي. ڪن جي راءِ آهي تہ هن کي "مثاني" هن ڪري چون ٿا تہ هر نماز ۾ بہ يا چار ڀيرا پڙهي وڃي ٿي ۽ ڪن وري معنٰي هيءَ ڪئي آهي تہ هيءَ سورت ڀهريائين مکي ۾ نازل ٿي هئي پوءِ مديني ۾ بہ نازل ٿي. انهيءَ ڪري ان کي (مثاني) چيو وڃي ٿو، يعني دهرايل.

(2132) وعن أبي هريرة قال قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " تعلموا القرآن فاقرءوه فإن مثل القرآن لمن تعلم وقام به كمثل جراب محشو مسكا يفوح ريحه كل مكان ومثل من تعلمه فرقد وهو في جوفه كمثل جراب أوكئ على مسك " . رواه الترمذي والنسائي وابن ماجه

**ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايوتہ قرآن سکو ۽ ان کي پڙهندا رهو، چاڪاڻ تہ جيڪو قرآن سکي، پوءِ ان کي پڙهي ۽ قيام ڪري ٿو(يعني نماز ۾ پڙهي ٿو) ان جو مثال انهي ٿيلهي وانگر آهي جيڪا مشڪ سان ڀريل هجي، جنهن جي خوشبو هر هنڌ پهچي ٿي ۽ جيڪو شخص قرآن سکي ٿو ۽[1] ننڊ ٿو ڪري (غفلت ٿو ڪري) ان جو مثال ان ٿيلهي وانگر آهي جنهن ۾ مشڪ بڌي ويئي هجي (هن کي ترمذي، نسائي ۽ ابن ماجہ روايت ڪيو آهي)**

(2133) وعن أبي هريرة رضي الله عنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : من قرأ ( حم ) المؤمن إلى ( إليه المصير ) وآية الكرسي حين يصبح حفظ بهما حتى يمسي . ومن قرأ بهما حين يمسي حفظ بهما حتى يصبح " . رواه الترمذي والدرامي وقال الترمذي هذا حديث غريب

**ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايوتہ جيڪو شخص مؤمن سورة حٰم(اليه المصير تائين ۽ آيت الڪرسي صبح جو پڙهندو، انهن جي (برڪت) سبب شام تائين حفاظت ۾ رهندو ۽ جيڪو شام جو پڙهندو، اهو ان جي (برڪت) سبب صبح تائين حفاظت ۾ رهندو.**

**(هن کي ترمذي،دارمي روايت ڪيو ۽ ترمذي چيو تہ هيءَ حديث غريب آهي)**

**فائدو: عبدالرحمن بن ابوبڪر (راوي) متفرد، ضعيف ۽ منڪر الحديث آهي.** (مرعاة :343/4)

(2134) وعن النعمان بن بشير قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " إن الله كتب كتابا قبل أن يخلق السموات والأرض بألفي عام أنزل منه آيتين ختم بهما سورة البقرة ولا تقرآن في دار ثلاث ليال فيقربها الشيطان " . رواه الترمذي والدارمي وقال الترمذي : هذا حديث غريب

**نعمان بن بشير کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ الله تعالیٰ آسمان ۽ زمين پيدا ڪرڻ کان بہ هزار ورهيہ اڳ هڪ ڪتاب لکيو، جنهن ۾ بہ آيتون لاٿائين[2] جنهن سان سوره ختم ڪيائين. جنهن بہ گهر ۾ ٽي راتيون اهي ٻئي آيتون پڙهيون وينديون ان گهر کي شيطان ويجهو نہ ويندو.**

**(هن کي ترمذي ۽ دارمي روايت ڪيو ۽ ترمذي چوي ٿو تہ هيءَ حديث غريب آهي)**

(2135) وعن أبي الدرداء قال ك قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " من قرأ ثلاث آيات من أول الكهف عصم من فتنة الدجال " . رواه الترمذي وقال : هذا حديث حسن صحيح

**ابودرداءِ رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ جيڪو شخص سورة ڪهف جون شروعاتي ٽي آيتون پڙهندو، ان کي دجال جي فتني کان بچايو ويندو.**

---

[1] -يعني رات جو تهجد نماز نہ پڙهيائين ۽ ستو پيو هو.

[2] - يعني آمن الرسول کان وني آخر تائين.

**(هن کي ترمذي روايت ڪيو آهي ۽ چيائين تہ هيءَ حديث حسن صحيح آهي)**

(2136) وعن أنس قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " إن لكل شيء قلبا وقلب القرآن ( يس ) ومن قرأ ( يس ) كتب الله له بقراءتها قراءة القرآن عشر مرات " . رواه الترمذي والدارمي وقال الترمذي هذا حديث غريب

**انس ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ بيشڪ هر شيءِ جي دل آهي ۽ قرآن جي دل[1] سورة يٰس آهي جيڪو شخص سورة يٰس پڑهندو تہ ان جي پڑهڻ سبب الله تعالىٰ ان لاءِ ڏهہ قرآن پڑهڻ جو ثواب لکندو.**

**(هن کي ترمذي ۽ دارمي روايت ڪيو ۽ ترمذي چيوتہ هيءَ حديث غريب آهي)**

**فائدو: سند ۾ هارون ابو محمد راوي مجهول آهي(مرعاة**:4-5/ 344)

(2137) وعن أبي هريرة قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " إن الله تبارك وتعالى قرأ ( طه ) و ( يس ) قبل أن يخلق السموات والأرض بألف عام فلما سمعت الملائكة القرآن قالت طوبى لأمة ينزل هذا عليها وطوبى لأجواف تحمل هذا وطوبى لألسنة تتكلم بهذا " . رواه الدارمي

**ابوهريره ﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ بيشڪ الله تعالىٰ سورة طٰہ ۽ يٰس آسمان ۽ زمين جي پيدا ڪرڻ کان ہہ هزار سال اڳ پڑهيون، پوءِ جڏهن ملائڪن قرآن ٻڌو، تڏهن چيائون تہ ان امت کي مبارڪ هجي جنهن تي هي (قرآن) نازل ٿئي، انهن دلين کي مبارڪ هجي جيڪي انهن سورتن کي ياد ڪن ۽ انهن زبانن کي مبارڪ هجي جيڪي انهن کي پڑهن.**

**(هن کي دارمي روايت ڪيو آهي)**

**فائدو: راوي ابراهيم بن مهاجر منڪر الحديث آهي.(مرعاة**:345/5-4)

(2138) وعن أبي هريرة رضي الله عنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " من قرأ ( حم ) الدخان في ليلة أصبح يستغفر له سبعون ألف ملك " . رواه الترمذي وقال : هذا حديث غريب وعمر بن أبي خثعم الراوي يضعف وقال محمد يعني البخاري هو منكر الحديث

**ابوهريره ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ جيڪو شخص رات ۾ حٰم الدخان پڑهندو، صبح تائين ان لاءِ ستر هزار فرشتا بخشش گهرندا آهن.**

**(هن کي ترمذي روايت ڪيو آهي ۽ چيائين تہ هيءَ حديث غريب آهي. هن حديث جي هڪ راوي عمر بن خثعم کي ضعيف شمار ڪيو وڃي ٿو ۽ محمد يعني امام بخاري چوي ٿو منڪر الحديث آهي)**

(2139) وعن أبي هريرة رضي الله عنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " من قرأ ( حم ) الدخان في ليلة الجمعة غفر له " . رواه الترمذي وقال : هذا حديث غريب وهشام أبو المقدام الراوي يضعف

---

[1]-يٰس سورت کي قرآن جي دل هن ڪري چيو ويو آهي جو هن ۾ قيامت جا احوال بيان ٿيل آهن ۽ قرآن جي تنهي مقصدن جا بيان بہ هن سورت ۾ ڏنل آهن.

ابوهريره ﷜ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ جيڪو جمعي جي رات سورة الدخان پڙهندو، انکي بخشيو وڃي ٿو.
(هن کي ترمذي روايت ڪيو ۽ چيائين تہ هي حديث غريب آهي ۽ راوي هشام ابوالمقدام کي حديث ۾ ضعيف قرار ڏنو ويو آهي)

(2140) وعن العرباض بن سارية أن النبي صلى الله عليه وسلم كان يقرأ المسبحات قبل أن يرقد يقول : " إن فيهن آية خير من ألف آية " . رواه الترمذي وأبو داود

عرباض بن ساريہ کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن سمهڻ کان اڳ مسبحات[1] سورتون پڙهندا هئا ۽ چوندا هئا تہ بيشڪ انهن ۾ هڪ آيت هزار آيتن کان ڀلاري آهي.
(هن کي ترمذي ۽ ابوداؤد روايت ڪيو. دارميءَ

(2141) خالد بن معدان مرسلا وقال الترمذي : هذا حديث حسن غريب

اها روايت خالد بن معدان جي حوالي سان مرس آندي آهي. ترمذي چوي ٿو تہ هيءَ حديث حسن غريب آهي)
فائدو: سند ۾ راوي مقيہ مدلس آهن ۽ عن سان روايت ڪري ٿو.(مرعاة:346/4)

(2141) وعن أبي هريرة رضي الله عنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " إن سورة في القرآن ثلاثون آية شفعت لرجل حتى غفر له وهي : ( تبارك الذي بيده الملك ) رواه أحمد والترمذي وأبو داود والنسائي وابن ماجه

ابوهريره ﷜ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ بيشڪ قرآن شريف ۾ ٽيهن آيتن تي مشتمل هڪ سورة آهي، جنهن هڪ شخص جي شفاعت ڪئي تانجو سندس بخشش ڪئي ويئي اها تبارک الذي بيده الملک آهي.
(هن کي احمد، ترمذي، ابوداؤد، نسائي ۽ ابن ماجہ روايت ڪيو آهي)

(2142) وعن ابن عباس قال : ضرب بعض أصحاب النبي صلى الله عليه وسلم خباءه على قبر وهو لا يحسب أنه قبر فإذا فيه إنسان يقرأ سورة ( تبارك الذي بيده الملك ) حتى ختمها فأتى النبي صلى الله عليه وسلم فأخبره فقال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " هي المانعة هي المنجية تنجيه من عذاب القبر " . رواه الترمذي وقال : هذا حديث غريب

ابن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جي اصحابن مان هڪ شخص پنهنجو تنبو هڪ قبر تي کوڙيو، کيس معلوم نہ هو تہ اتي قبر آهي. اوچتو آواز ٻڌائين تہ هڪ شخص تبارک الذي بيده الملک[2] پڙهي رهيو آهي، تانجو سورة پوري ڪيائين. اهو نبي ﷺ جن وٽ آيو ۽ کين اها خبر ڏنائين. نبي ﷺ جن فرمايو تہ اها (قبر جي عذاب کان) حفاظت ڪندڙ ۽ الله جي عذاب کان ڇوٽڪارو ڏيندڙ آهي.
(هن کي ترمذي روايت ڪيو آهي)

---

[1]- مسبحات سورتون هي آهن: 1- بني اسرائيل،2- حديد،3- حشر،4- صف،5-جمعہ،6- تغابن،7 — اعلٰي.

[2]- هن جو ٻڌڻ خواب جي ذريعي هو ڇاڪاڻ تہ قرآن ۾ آهي تہ انک لا تسمع الموتٰي ۽ کم اهلکنا قبلهم من قرن هل تحس منهم من احد او تسمع لهم رکزا.

**فائدو: سند ۾ راوي يحيٰ بن مالڪ نڪري ضعيف آهي.** (مرعاة:172/4)

(2143) وعن جابر أن النبي صلى الله عليه وسلم كان لا ينام حتى يقرأ : ( آلم تنزيل ) و ( تبارك الذي بيده الملك)

رواه أحمد والترمذي والدارمي وقال الترمذي : هذا حديث صحيح . وكذا في شرح السنة . وفي المصابيح

**جابر ﷛ کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن جيستائين سورة الم تنزيل السجده ۽ تبارڪ الذي بيده الملڪ نہ پڙهندا هئا، تيستائين نہ سمهندا هئا.**

**(هن کي احمد، ترمذي ۽ دارمي روايت ڪيو. ترمذي چوي ٿو تہ هيءَ حديث صحيح آهي، اهڙي طرح شرح السنة ۾ آهي ۽ المصابيح ۾ آهي تہ هيءَ حديث غريب آهي)**

(2144) وعن ابن عباس وأنس بن مالك رضي الله عنهم قالا : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : ( إذا زلزلت ) تعدل نصف القرآن ( قل هو الله أحد ) تعدل ثلث القرآن و ( قل يا أيها الكافرون ) تعدل ربع القرآن " . رواه الترمذي

**ابن عباس ۽ انس بن مالڪ رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ اذا زلزلت[1] اڌ قرآن، قل هو الله احد ٽئين حصي جي برابر آهي.**

**(هن کي ترمذي روايت ڪيو آهي)**

(2145) وعن معقل بن يسار عن النبي صلى الله عليه وسلم قال : " من قال حين يصبح ثلاث مرات : أعوذ بالله السميع العليم من الشيطان الرجيم فقرأ ثلاث آيات من آخر سورة ( الحشر )

وكل الله به سبعين ألف ملك يصلون عليه حتى يمسي وإن مات في ذلك اليوم مات شهيدا . ومن قالها حين يمسي كان بتلك المنزلة " . رواه الترمذي والدارمي . وقال الترمذي : هذا حديث غريب

**معقل بن يسار ﷛ نبي ﷺ جن کان روايت بيان ڪري ٿو تہ جيڪو شخص صبح جو ٽي ڀيرا چوي تہ: آئون پناهہ وٺان ٿو الله، ٻڌندڙ، ڄاڻندڙ جي شيطان تڙيل جي شر کان[2] پوءِ سورة حشر جون پويون ٽي آيتون پڙهي تہ الله تعالىٰ ان لاءِ ستر هزار ملائڪ مقرر ڪري ٿو جيڪي شام تائين سندس بخشش جي دعا گهرن ٿا. جيڪڏهن ان ڏينهن مري وڃي تہ شهيد ٿي مرندو ۽ جيڪو شام جو پڙهندو ان کي بہ اهو درجو ملندو.**

**(هن کي ترمذي ۽ دارمي روايت ڪيو ۽ ترمذي چوي ٿو تہ هيءَ حديث غريب آهي)**

(2146) وعن أنس عن النبي صلى الله عليه وسلم قال : " من قرأ كل يوم مائتي مرة ( قل هو الله أحد ) محي عنه ذنوب خمسين سنة إلا أن يكون عليه دين " . رواه الترمذي والدارمي وفي روايته " خمسين مرة " ولم يذكر " إلا أن يكون عليه دين "

---

[1]- اڌ قرآن جي برابر سورت زلزال هن ڪري آهي جو قرآن ۾ مبدءِ يعني دنيا ۽ معاد يعني آخرت جو بيان آهي هن سورت ۾ فقط معاد يعني قيامت جو بيان آهي.

[2]- هو الله الذي لا اله الا هو کان سورت جي آخر تائين.

انس ﷺ نبيﷺ جن کان روايت بيان ڪري ٿو تہ جيڪو شخص هر ڏينهن ہ سؤ ڀيرا قل هو الله احد پڙهندو تہ قرض[1] کان سواءِ سندس پنجاهہ سالن جا گناهہ معاف ڪيا وڃن ٿا.
(هن کي ترمذي ۽ دارمي روايت ڪيو. دارميءَ جي هڪ روايت ۾ آهي تہ جيڪو پنجاهہ ڀيرا پڙهندو. پڻ انهيءَ ”الا ان يكون عليہ دين“ جا الفاظ ذڪر ڪيا آهن.)
فائدو: راوي حاتم بن ميمون ضعيف ۽ منكر الحديث آهي.(مرعاة:4-348/5)

(2147) وعن أنس عن النبي صلى الله عليه وسلم : " من أراد أن ينام على فراشه فنام على يمينه ثم قرأ مائة مرة ( قل هو الله أحد ) إذا كان يوم القيامة يقول له الرب : يا عبدي ادخل على يمينك الجنة " . رواه الترمذي وقال : هذا حديث حسن غريب

انس ﷺ نبي ﷺ کان روايت ڪري ٿو تہ جيڪو شخص پنهنجي بستري تي سمهڻ جو ارادو ڪري پوءِ پنهنجي ساڄي پاسي ليٽي هڪ سؤ ڀيرا قل هو الله احد پڙهي تہ قيامت جي ڏينهن الله تعالىٰ کيس فرمائيندو تہ اي منهنجا ٻانها! پنهنجي ساڄي پاسي کان جنت ۾ داخل ٿيءُ.
هن کي ترمذي روايت ڪيو ۽ چيائين تہ هيءَ حديث حسن غريب آهي)
فائدو: راوي حاتم بن ميمون ضعيف منكر الحديث آهي. (مرعاة:4-349/5)

(2148) وعن أبي هريرة أن النبي صلى الله عليه وسلم سمع رجلا يقرأ ( قل هو الله أحد ) فقال : " وجبت " قلت : وما وجبت ؟ قال : " الجنة " . رواه مالك والترمذي والنسائي

ابوهريره ﷺ کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن هڪ شخص جي باري ۾ ٻڌايو تہ (اڪثر ڪري) قل هو الله احد پڙهندو آهي تہ پاڻ ڪريمن فرمايو تہ ”ان لاءِ واجب ٿي.“ مون چيو تہ ڇا واجب ٿيو؟ فرمايائون تہ (جنت واجب ٿي) هن کي مالڪ، ترمذي ۽ نسائي روايت ڪيو آهي)

(2149) وعن فروة بن نوفل عن أبيه : أنه قال : يا رسول الله علمني شيئا أقوله إذا أويت إلى فراشي . فقال : " اقرأ ( قل يا أيها الكافرون ) فإنها براءة من الشرك " . رواه الترمذي وأبو داود والدارمي

فروه بن نوفل پنهنجي پيءُ کان روايت ڪري ٿو تہ انهيءَ عرض ڪيو تہ اي الله جا رسولﷺ! مون کي ڪا (دعا ) سيکاريو جيڪا سمهڻ وقت گهران. پاڻ سڳورن فرمايو تہ قل يا ايها الكٰفرون پڙهندو ڪر، ڇاڪاڻ تہ بيشڪ ان ۾ شرڪ کان [2] بيزاري آهي.
(هن کي ترمذي ۽ ابوداؤد ۽ دارمي روايت ڪيو آهي)

(2150) وعن عقبة بن عامر قال : بينا أنا سير مع رسول الله صلى الله عليه وسلم بين الجحفة والأبواء إذ غشيتنا ريح وظلمة شديدة فجعل رسول الله صلى الله عليه وسلم يعوذ ب ( أعوذ برب الفلق )
و ( أعوذ برب الناس )
ويقول : " يا عقبة تعوذ بهما فما تعوذ متعوذ بمثلهما " . رواه أبو داود

---

[1]- قرض مخلوقات جو حق آهي، اهو تڏهن معاف ٿيندو جڏهن مخلوق کي حق ملي. ٻانهي ٻيا گناهہ ڪيا هوندا تہ اميد آهي تہ اهي الله تعالىٰ جل جلالہ معاف ڪندو.
[2]- يعني هن سورت کي پڙهڻ سان ماڻهو شرڪ کان بچي ٿو ۽ ان جو توحيد تي خاتمو ٿئي ٿو.

عقبہ بن عامر ﷛ كان روايت آهي تہ ان دوران جو آئون رسول الله ﷺ سان گڏجي جحفہ ۽ ابواءِ جي وچ ۾ هلي رهيو هيس تہ اوچتو اسان كي سخت هوا ۽ اونداهي گهيري وئي. رسول الله ﷺ جن قل اعوذ برب الفلق ۽ قل اعوذ برب الناس ذريعي پناهہ گهرڻ لڳا ۽ فرمايائون تہ اي عقبہ! انهن ٻنهي سورتن ذريعي پناهہ گهرندو ڪر، ڇاڪاڻ تہ پناهہ گهرندڙ انهن ٻنهي سورتن كان وڌيڪ ڪنهن ٻي شيءِ سان پناهہ نٿو گهري سگهي.

(هن كي ابوداؤد روايت ڪيو آهي)

(2151) وعن عبد الله بن خبيب قال : خرجنا في ليلة مطر وظلمة شديدة نطلب رسول الله صلى الله عليه وسلم فأدركناه فقال : " قل " . قلت ما أقول ؟ قال : " ( قل هو الله أحد ) والمعوذتين حين تصبح وحين تمسي ثلاث مرات تكفيك من كل شيء " . رواه الترمذي وأبو داود والنسائي

عبدالله بن خبيب ﷛ كا ن روايت آهي تہ هڪ دفعي اسين مينهن ۽ سخت اونداهين رات ۾ رسول الله ﷺ جن كي ڳولڻ لاءِ نڪتاسون. نيٺ كين لڌوسون، پوءِ پاڻ فرمايائون تہ "چئو" مون چيو تہ " ڇا چوان؟ " فرمايائون تہ صبح ۽ شام جي وقت ٽي ڀيرا قل هو الله احد، قل اعوذ برب الفلق ۽ قل اعوذ برب الناس پڙهندو ڪر، اهي تنهنجي لاءِ هر شيءِ كان ڪافي ٿينديون.

(هن كي ترمذي،ابواؤد ۽ نسائي روايت ڪيو آهي)

(2152) وعن عقبة بن عامر قال : قلت يا رسول الله اقرأ سورة ( هود ) أو سورة ( يوسف ) ؟ قال : " لن تقرأ شيئا أبلغ عند الله من ( قل أعوذ برب الفلق ) رواه أحمد والنسائي والدارمي

عقبہ بن عامر ﷛ كان روايت آهي تہ مون عرض ڪيو تہ اي الله جا رسول ﷺ! ڇا آئون (پناهہ گهرڻ لاءِ) سورة هود يا سورة يوسف پڙهان؟ فرمايائون تہ الله تعالىٰ وٽ (ان موضوع تي) قل اعوذ برب الفلق كان بهترين ٻي ڪا شيءِ نہ آهي.

(هن كي احمد، نسائي ۽ دارمي روايت ڪيو آهي)

## فصل ٽيون

(2153) وعن أبي هريرة رضي الله عنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " أعربوا القرآن واتبعوا غرائبه وغرائبه فرائضه وحدوده " . رواه البيهقي في شعب الإيمان

ابوهريره ﷛ كان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ قرآن (جي معنٰي) تي غور ڪريو ۽ ان جي عجيب حڪمن يعني فرضن ۽ حدن جي پيروي ڪريو.

(2154) وعن عائشة رضي الله عنها : أن النبي صلى الله عليه وسلم قال : " قراءة القرآن في الصلاة أفضل من قراءة القرآن في غير الصلاة وقراءة القرآن في غير الصلاة افضل من التسبيح والتكبير والتسبيح أفضل من الصدقة والصدقة أفضل من الصوم والصوم جنة من النار " . رواه البيهقي في شعب الإيمان

ام المؤمنين عائشہ رضي الله عنها كان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ نماز ۾ جيڪو قرآن پڙهجي ٿو، اهو ٻاهر قرآن پڙهڻ كان افضل آهي ۽ نماز كان ٻاهر قرآن پڙهڻ سبحان الله ۽

**الله اكبر چوڻ کان افضل آهي ۽ صدقہ جي پيٽ ۾ تسبيحات پڙهڻ افضل آهي ۽ صدقو روزي کان افضل آهي ۽ روزو دوزخ جي باھ کان ڍال آهي.**

(2155) وعن عثمان بن عبد الله بن أوس الثقفي عن جده قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " قراءة الرجل القرآن في غير المصحف ألف درجة وقراءته في المصحف تضعف عل ذلك إلى ألفي درجة " . رواه البيهقي في شعب الإيمان

**عثمان بن عبدالله بن اوس ثقفي پنهنجي ڏاڏي کان روايت ڪري ٿو تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ ماڻهو جو بغير ڏسڻ جي قرآن پڙهڻ ۾ هڪ هزار درجا ثواب آهي ۽ ڏسي پڙهڻ ۾[1] ٻن هزار درجن تائين ثواب وڌايو وڃي ٿو.**

(2156) وعن ابن عمر رضي الله عنهما قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " إن هذه القلوب تصدأ كما يصدأ الحديد إذا أصابه الماء " . قيل يا رسول الله وما جلاؤها ؟ قال : " كثرة ذكر الموت وتلاوة القرآن " . روى البيهقي الأحاديث الأربعة في شعب الإيمان

**ابن عمر رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ (گناهن جي سبب) انهن دلين تي ڪٽ چڙهي ٿو، جيئن لوهہ کي پاڻي لڳندو آهي تہ ان کي ڪٽ چڙهندو آهي. عرض ڪيو ويو تہ اي الله جا رسول ﷺ ! ان جو علاج ڪهڙو آهي؟ فرمايائون تہ وڌ ۾ وڌ موت کي ياد ڪرڻ ۽ (وڌ ۾ وڌ) قرآن پڙهڻ.**

**(اهي چارئي حديثون بيهقي شعب الايمان ۾ روايت ڪيون آهن.)**

**فائدو:2153نمبر حديث ۾ عبدالله بن سعيد مقبري راوي متروڪ آهي.**

2154 **نمبر حديث جي سند معلوم نہ ٿي سگهي.**

2155 **نمبر حديث جي سند ۾ راوي رجاء بن حارث ضعيف آهي.**

2156: **نمبر حديث جي سند معلوم نہ ٿي سگهي. (مرعاة:4-356/5)**

(2157) وعن أيفع بن عبد الكلاعي قال : قال رجل : يا رسول الله أي سورة القرآن أعظم ؟ قال : ( قل هو الله أحد )

قال : فأي آية في القرآن أعظم ؟ قال : آية الكرسي ( الله لا إله إلا هو الحي القيوم )

قال : فأي آية يا نبي الله تحب أن تصيبك وأمتك ؟ قال : " خاتمة سورة البقرة فإنها من خزائن رحمة الله تعالى من تحت عرشه أعطاها هذه الأمة لم تترك خيرا من يخر الدنيا والآخرة إلا اشتملت عليه " . رواه الدارمي

**ايفع بن عبد ڪلاعي کان روايت آهي تہ هڪ شخص چيو تہ اي الله جا رسولﷺ ! (ثواب جي لحاظ سان) قرآن شريف ۾ ڪهڙي سورة سڀ کان وڏي آهي؟ قل هو الله احد. چيائين تہ (ثواب جي لحاظ سان) قرآن ۾ ڪهڙي آيت سڀ کان وڏي آهي؟ فرمايائون تہ آية الڪرسي يعني الله لا اله الا هو الحي القيوم (آخر تائين) چيائين تہ ڪهڙي آيت آهي جنهن بابت پسند ڪريو ٿا تہ توهان کي ۽**

[1]- هڪ هزار درجا قرآن جي قراءت جو ثواب آهي ۽ ٻہ هزار درجا قرآن جي قراءت ۽ اکرن جي زيارت جو ثواب آهي.

**توهان جي امت کي حاصل ٿئي؟ فرمايائون ته سورة بقره جون آخري (ٻه آيتون) بيشڪ اهي الله تعالىٰ جي رحمت جي انهن خزانن مان آهن جيڪي ان جي عرش هيٺان آهن، هن امت کي عطا فرمايون اٿس. دنيا ۽ آخرت جي هر ڀلائي ان ۾ شامل آهن.**
**(هن کي دارمي روايت ڪيو آهي)**

(2158) وعن عبد الملك بن عمير مرسلا قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " في فاتحة الكتاب شفاء من كل داء " . رواه الدارمي والبيهقي في شعب الإيمان

**عبدالملڪ بن عمير جي مرسل روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته سورة فاتحه ۾ هر بيماري جي شفا آهي.**
**(هن کي دارمي روايت ڪيو ۽ بيهقي شعب الايمان ۾ روايت ڪيو آهي.)**[1]

(2159) وعن عثمان بن عفان رضي الله عنه قال : من قرأ آخر آل عمران في ليلة كتب له قيام ليلة . رواه الدارمي

**عثمان بن عفان ؓ کان روايت آهي ته جيڪو شخص سورة آل عمران جو آخري حصو رات ۾ پڙهندو ان لاءِ رات جي قيام (يعني تهجد نماز) جو ثواب ثابت ٿي ويندو آهي.**

(2160) وعن مكحول قال : من قرأ سورة آل عمران يوم الجمعة صلت عليه الملائكة إلى الليل . رواه الدارمي

**مڪحول کان روايت آهي ته جيڪو شخص جمعي جي ڏينهن سورة آل عمران پڙهندو ان لاءِ رات ٿيڻ تائين ملائڪ بخشش جي دعا گهرندا آهن.**
**(مٿيون ٻئي حديثون دارمي روايت ڪيون آهن)**

(2161) وعن جبير بن نفير رضي الله عنه أن رسول الله صلى الله عليه وسلم قال : " إن الله ختم سورة البقرة بآيتين أعطيتهما من كنزه الذي تحت العرش فتعلموهن وعلموهن نساءكم فإنها صلاة وقربان ودعاء " . رواه الدرامي مرسلا

**جبير بن نفير کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته الله تعالىٰ سورة بقره ٻن آيتن تي (آمن الرسول کان آخر تائين) پوري ڪئي آهي. اهي ٻئي عرش جي هيٺان جيڪو خزانو آهي، ان مان مون کي عطا ڪيون ويون آهن. پوءِ اوهين اهي پاڻ سکو ۽ پنهنجي عورتن کي سيکاريوچاڪاڻ ته اهي رحمت الله تعالىٰ جي ويجهي ٿيڻ جو سبب آهن ۽ دعا آهن.**
**(هن کي دارمي مرسل روايت ڪيو آهي)**

(2162) وعن كعب رضي الله عنه أن رسول الله صلى الله عليه وسلم قال : " اقرؤوا سورة هود يوم الجمعة " . رواه الدرامي مرسلا

**ڪعب ؓ کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايوته جمع جي ڏينهن سورة هود پڙهو.**
**(هن کي دارمي روايت ڪيو آهي)**

[1]- هي برڪت واري سورت جيئن روحاني بيمارين لاءِ شفا آهي تيئن جسمان بيمارين لاءِ به شفا آهي هڪ پيري ملتان ۾ وڏي وبا پکڙي، اتي هڪ بزرگ رهندو هو جيڪو بسم الله سميت فاتحه پڙهي دم ڪندو هو ته طاعون جا بيمار شفاياب ٿي ويندا هئا.

(2163) وعن أبي سعيد رضي الله عنه أن النبي صلى الله عليه وسلم قال : " من قرأ سورة الكهف في يوم الجمعة أضاء له النور ما بين الجمعتين " . رواه البيهقي في الدعوات الكبير

**ابوسعيد خدري ﷺ کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ جيڪو شخص جمعي جي ڏينهن سورة ڪهف پڙهندو ان لاءِ ٻنهي جمعن جي وچ ۾ نور روشن ٿيندو.**
**(هن ڪي بيهقي دعوات الڪبير ۾ روايت ڪيو آهي)**

(2164) وعن خالد بن معدان قال : اقرؤوا المنجية وهي ( آلم تنزيل )

فإن بلغني أن رجلا كان يقرؤها ما يقرأ شيئا غيرها وكان كثير الخطايا فنشرت جناحها عليه قالت : رب اغفر له فإنه كان يكثر قراءتي فشفعها الرب تعالى فيه وقال : اكتبوا له بكل خطيئة حسنة وارفعوا له درجة " . وقال أيضا : " إنها تجادل عن صاحبها في القبر تقول : اللهم إن كنت من كتابك فشفعني فيه وإن لم أكن من كتابك فامحني عنه وإنها تكون كالطير تجعل جناحها عليه فتشفع له فتمنعه من عذاب القبر " وقال في ( تبارك ) مثله . وكان خالد لا يبيت حتى يقرأهما . وقال طاووس : فضلتا على كل سورة في القرآن بستين حسنة . رواه الدارمي

**خالد بن معدانؓ کان روايت آهي تہ ڇوٽڪارو ڏيندڙ ۽ اها الم تنزيل آهي ڇاڪاڻ تہ مون ڪي خبر پهتي آهي تہ هڪ شخص اها سورة پڙهندو هو، ان کان سواءِ ڪجهہ نہ پڙهندو هو ۽ اهو وڏو گنهگار هو. پوءِ انهي سورة ان تي پنهنجا پر ڦهلائي ڇڏيا، چوڻ لڳي تہ اي منهنجا پالڻهار! هن ڪي بخش، ڇاڪاڻ تہ اهو اڪثر مون ڪي پڙهندو هو. پوءِ سندس پالڻهار ان جي سفارش ان شخص جي حق ۾ قبول ڪئي ۽ فرمايائين تہ ان لاءِ گناهہ جي عيوض هڪ نيڪي لکو ۽ هڪ درجو بلند ڪريو. پڻ چوي ٿو تہ اها پنهنجي پڙهندڙ جي پاران قبر ۾ تڪرار ڪندي آهي ۽ چوندي آهي تہ اي منهنجا الله! جيڪڏهن آئون تنهنجي ڪتاب مان آهيان تہ منهنجي سفارش هن جي حق ۾ قبول ڪر ۽ جيڪڏهن آئون تنهنجي ڪتاب مان نہ آهيان تہ مون ڪي ان مان مٽائي ڇڏ. (پڻ) بيان ڪري ٿو تہ اها سورة پکيءَ وانگر پنهنجا پر ان جي مٿان رکي سندس لاءِ سفارش ڪندي، پوءِ ان ڪي قبر جي عذاب کان بچائيندي. انهيءَ تبارڪ (سورة ملڪ) جي باري ۾ بہ اهڙيون ڳالهيون بيان ڪيون آهن. خالد جيستائين ٻئي سورتون نہ پڙهندو هو، تيستائين نہ سمهندو هو. طائوس چوي ٿو تہ ٻنهي سورتن ڪي قرآن جي ٻين سورتن تي سٺ درجا فضيلت ڏني ويئي آهي.**
**(هن ڪي دارمي روايت ڪيو آهي)**

(2165) وعن عطاء بن أبي رباح قال : بلغني أن رسول الله صلى الله عليه وسلم قال : " من قرأ ( يس ) في صدر النهار قضيت حوائجه " رواه الدارمي مرسلا

**عطاءُ بن ابو رباح کان روايت آهي تہ مون ڪي خبر پهتي آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ جيڪو شخص سورة يٰس ڏينهن جي شروعات ۾ پڙهندو، ان جون حاجتون پوريون ٿين ٿيون.**
**(هن ڪي دارمي مرسل بيان ڪيو آهي)**

(2166) وعن معقل بن يسار المزني رضي الله عنه أن النبي صلى الله عليه وسلم قال : " من قرأ ( يس ) ابتغاء وجه الله تعالى غفر له ما تقدم من ذنبه فاقرؤوها عند موتاكم " . رواه البيهقي في شعب الإيمان

**معقل بن يسار مزني کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايوتہ جيڪو الله تعالىٰ جي رضامندي لاءِ سورة يٰس پڙهندو ان جا اڳيان گناھ بخشيا وجن تا پوءِ اها سورة پنهنجن فوتين تي پڙهو.**
**(هن کي بيهقي شعب الايمان ۾ روايت ڪيو آهي)**
**فائدو: علامہ الباني ان حديث جي سند کي ضعيف قرار ڏنو آهي. (مشڪوٰة- الباني: 667/1)**

(2167) وعن عبد الله بن مسعود أنه قال : إن لكل شيء سناما وإن سنام القرآن سورة البقرة وإن لكل شيء لبابا وإن لباب القرآن المفصل . رواه الدارمي

**عبدالله بن مسعود رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ بيشڪ هر شيءِ جو ٿوهو هوندو آهي ۽ قرآن جو ٿوهو سورة بقره آهي ۽ هر شيءِ جومغز آهي، بيشڪ قرآن جو مغز مفصل سورتون آهن[1]**
**(هن کي دارمي راويت ڪيو آهي)**

(2168) وعن علي رضي الله عنه قال : سمعت رسول الله صلى الله عليه وسلم يقول : " لكل شيء عروس وعروس القرآن الرحمن " . رواه البيهقي في شعب الإيمان

**علي ؓ کان روايت آهي تہ مون رسول الله ﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو تہ هر شيءِ جي سونهن آهي ۽ قرآن جو حسن سورة الرحمن آهي.**

(2169) وعن ابن مسعود قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " من قرأ سورة الواقعة في كل ليلة لم تصبه فاقة ابدا " . وكان ابن مسعود يأمر بناته يقرأن بها في كل ليلة . رواه البيهقي في شعب الإيمان

**ابن مسعود رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايوتہ جيڪو شخص هر رات سورت واقعه پڙهندو ان کي ڪڏهن فاقو نہ پهچندو ۽ ابن مسعود ؓ پنهنجي ڌيئرن کي حڪم ڪندو هو تہ اها سورت هر رات پڙهن.**
**(ٻئي حديثون بيهقي شعب الايمان ۾ بيان ڪيون آهن)[2]**
**فائدو: سيدنا علي ؓ کان مروي حديث جي سند نہ ملي سگهي البتہ ابن مسعود ؓ کان مروي حديث حسن آهي.(مرعاة:4-357/4) الباني‏ء ٻنهي حديثن جي سند کي ضعيف قرار ڏنو آهي. (مشڪوٰة علامہ الباني:669/1)**

(2170) وعن علي رضي الله عنه قال : " كان رسول الله صلى الله عليه وسلم يحب هذه السورة ( سبح اسم ربك الأعلى )

رواه أحمد

**علي ؓ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن هن سورة سبح اسم ربڪ الاعلٰي کي گهڻو پسند ڪندا هئا.**

---

[1]- سورت حجرات کان قل اعوذ برب الناس تائين جيڪي سورتون آهن انهن کي مفصل چون ٿا. مفصل سورتون هن ڪري چون ٿا تہ قرآن پاڪ جو مجمل بيان هنن سورتن ۾ تفصيل سان بيان ٿيل آهي.

[2]- امام شاطبي چوي ٿو تہ عالم لاءِ مان ۾ مرتبو ضروري آهي جيئن هو بي ڪنهن جي اڳيان ذليل نہ ٿئي ۽ نہ ڪنهن ٻئي جو محتاج بنجي ان کي گهرجي تہ هيءَ سورت پڙهي ڏٽي پاڪ کان غنا طلب ڪري.

(هن کي احمد روايت ڪيو آهي)

**فائدو:** سند ۾ راوي ثوير بن ابي فاختہ ضعيف آهي (مرعاة:4-357/5)

(2171) وعن عبد الله بن عمرو قال : أتى رجل النبي صلى الله عليه وسلم فقال أقرئني يا رسول الله فقال : " اقرأ ثلاثا من ذوات ( الر ) فقال : كبرت سني واشتد قلبي وغلظ لساني قال : " فاقرأ ثلاثا من ذوات ( حم ) فقال مثل مقالته . قال الرجل : يا رسول الله أقرئني سورة جامعة فأقرأه رسول الله صلى الله عليه وسلم ( إذا زلزلت الأرض ) حتى فرغ منها فقال الرجل : والذي بعثك بالحق لا أزيد عليها أبدا ثم أدبر الرجل فقال رسول الله صلى الله عليه وسلم أفلح الرويجل " مرتين . رواه أحمد وأبو داود

**عبدالله بن عمرو رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ هڪ شخص نبي ﷺ جن وٽ آيو ۽ چيائين تہ اي الله جا رسول ﷺ! مون کي قرآن جي تعليم ڏيو. فرمايائون تہ جن سورتن جي شروع ۾ لفظ الرٰ آهي، اهي پڙهہ! ان چيو تہ منهنجي عمر وڏي، منهنجي دل ويساري ۽ منهنجي زبان سخت ٿي ويئي آهي(ڪجھ ننڍيون سورتون ڏسيو.) فرمايائون تہ ٽي سورتون جن جي شروع ۾ حٰم جو لفظ آهي، اهي پڙهہ. انهيءَ ساڳي ڳالهہ دهرائي ۽ چيائين تہ اي الله جا رسول ﷺ! مون کي جامع (پر ننڍي) ([1]) سورت ڏسيو. پوءِ رسول الله ﷺ جن ان کي اذا زلزلت پڙهائي (تہ هيءَ پڙهہ) تانجو جڏهن پاڻ ان کان واندا ٿيا تہ ان شخص چيو تہ مون کي ان ذات جو قسم آهي جنهن توهان کي حق سان موڪليو آهي تہ آئون ان کان نہ وڌيڪ پڙهندس ۽ نہ گهٽ پڙهندس. پوءِ پٺي ڦيرائي هليو ويو. پاڻ سڳورن ٻہ ڀيرا فرمايو تہ همراهہ ڪامياب ٿي ويو.**

(هن کي احمد ۽ ابو داؤد روايت ڪيو آهي)

(2172) وعن ابن عمر قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " ألا يستطيع أحدكم أن يقرأ ألف آية في كل يوم ؟ " قالوا : ومن يستطيع أن يقرأ ألف آية في كل يوم ؟ قال : " أما يستطيع أحدكم أن يقرأ : ( ألهاكم التكاثر ) ؟ )رواه البيهقي في شعب الإيمان

**ابن عمر رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ ڇا اوهان مان ڪو اها طاقت رکي ٿو تہ هر ڏينهن هڪ هزار آيتون پڙهي؟ اصحابن عرض ڪيو تہ ايتري طاقت ڪنهن کي ٿيندي جو هرروز هزار آيتون پڙهي سگهي! فرمايائون تہ ڇا اوهان مان ڪنهن کا اها طاقت بہ نہ آهي هر روز الهکم التکاثر پڙهي؟**

(هن کي بيهقي شعب الايمان ۾ روايت ڪيو آهي)([2])

(2173) وعن سعيد بن المسيب مرسلا عن النبي صلى الله عليه وسلم قال : " من قرأ ( قل هو الله أحد )

[1]- هن سورة کي جامعہ هن ڪري چيو ويو آهي جو هن ۾ هڪڙي پڇاڙي واري آيت چڱاين ۽ مناين لاءِ جامع آهي. اها هي آهي: فمن يعمل مثقال ذرة خيرايره ومن يعمل مثقال ذرة شرايره.

[2]- هن سورت کي هزار آيتن جي فضيلت هن ڪري ملي آهي جو ان ۾ دنيا کان دل ڪٽڻ ۽ آخرت جو چاه رکڻ جو بيان ٿيل آهي.

عشر مرات بني له بها قصر في الجنة ومن قرأ عشرين مرة بني له بها قصران في الجنة ومن قرأها ثلاثين مرة بني له بها ثلاثة قصور في الجنة " . فقال عمر بن الخطاب رضي الله عنه : والله يا رسول الله إذا لنكثرن قصورنا . فقال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " الله أوسع من ذلك " . رواه الدارمي

**سعيد بن مسيب جي مرسل روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ جيڪو ڏهہ ڀيرا قل هو الله احد پڙهندو، سندس لاءِ انهيءَ جي ڪري جنت ۾ هڪ محل ٺاهيو ويندو ۽ جيڪو ويهہ ڀيرا پڙهندو، ان لاءِ ان جي ڪري جنت ۾ محل ٺاهيا ويندا ۽ جيڪو ٽيهہ ڀيرا پڙهندو، ان لاءِ ان جي ڪري ٽي محل ٺاهيا ويندا. عمر بن خطاب ﷺ چيو تہ اي الله جا رسول! الله تعالىٰ جو قسم! پوءِ تہ اسين پنهنجي لاءِ گهڻا محلات ٺهينداسون. فرمايائون تہ الله تعالىٰ ان کان گهڻو وسعت ۽ ڪشادگيءَ جو صاحب آهي.**

**(هن کي دارمي روايت ڪيو آهي)**[1]

**فائدو: راوي ابن لهيعہ متڪلم فيہ آهي ۽ راوي ضعيف آهي.(مرعاة:4-359/5)**

(2174) وعن الحسن مرسلا : أن النبي صلى الله عليه وسلم قال : " من قرأ في ليلة مائة آية لم يحاجه القرآن تلك الليلة ومن قرأ في ليلة مائتي آية كتب له قنوت ليلة ومن قرأ في ليلة خمسمائة إلى الألف أصبح وله قنطار من الأجر " . قالوا : وما القنطار ؟ قال : " اثنا عشر ألفا " . رواه الدرامي

**حسن بصريءَ جي مرسل روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ جيڪو هڪ رات ۾ سؤ آيتون پڙهندو،(ان رات) قرآن ان سان جهيڳڙو نہ ڪندو ۽ جيڪو هڪ رات ۾ ٻہ سؤ آيتون پڙهندو، (اها رات) ان لاءِ قيام جي حالت ۾ لکي ويندي ۽ جيڪو هڪ رات ۾ پنج سون کان هزار آيتون پڙهندو صبح ٿيڻ تي ان لاءِ قنطار اجر لکيو ويندو. اصحابن عرض ڪريو تہ قنطار ڇا آهي؟ فرمايائون تہ ٻارهن هزار درهم.**

**(هن کي دارمي روايت ڪيو آهي)**

**فائدو: حسن بصري جون مرسل روايتون بي اصل آهن. (مرعات:4-359/5)**

## باب آداب التلاوة و دروس القرآن

## تلاوت جي آداب ۽ قرآن جي درس جو بيان

## فصل پهريون

(2175) عن أبي موسى الأشعري رضي الله عنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " تعاهدوا القرآن فوالذي نفسي بيده لهو أشد تفصيا من الإبل في عقلها "

**ابو موسيٰ اشعري ﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ قرآن جو دور ڪندا رهو ڇاڪاڻ تہ ان ذات جو قسم آهي جنهن جي هٿ ۾ منهنجي جان آهي تہ قرآن ماڻهوءَ جي دل تان**

---

[1]- هن سورت جي فضيلت گهڻين حديثن ۾ آيل آهي ۽ هن جا نالا بہ گهڻا آهن. 1- سورت اخلاص،2- سورت تفريد، 3- سورت تجريد، 4- سورت توحيد،5- سورت نجات وغيرها.

**ائين تيزيءَ سان نڪري وڃي ٿو، جيئن اٺ پنهنجي ڏاڻ جي[1] رسي کلي پوڻ کان بعد گم ٿي ويندو آهي.**

(2176) وعن ابن مسعود قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " بئس مالأحدهم أن يقول : نسيت آية كيت وكيت بل نسي واستذكروا القرآن فإنه أشد تفصيا من صدور الرجال من النعم " . متفق عليه . وزاد مسلم : " بعقلها "

**ابن مسعود رضي الله عنهما کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته ڪنهن شخص جو اهو چوڻ انتهائي خراب آهي ته مون فلاڻي ۽ فلاڻي آيت وساري ڇڏي اٿم بلڪ (هن طرح) چوي ته مون کان ڀلائي ٿي ويئي([2]) ۽ قرآن دهرائيندا رهو، ڇاڪاڻ ته رسي کلڻ کان بعد اٺ ايترو جلدي نه ڀڄندو آهي، جيترو دلين مان قرآن وسري ويندو آهي.**

**(بخاري و مسلم) ۽ مسلم ۾ "رسي" جو لفظ وڌيڪ آهي.**

(2177) وعن ابن عمر أن النبي صلى الله عليه وسلم قال : " إنما مثل صاحب القرآن كمثل صاحب الإبل المعقلة إن عاهد عليها أمسكها وإن أطلقها ذهبت "

**ابن عمر رضي الله عنهما کان روايت آهي ته نبي ﷺ جن فرمايو ته حافظ قرآن جو مثال ان شخص وانگر آهي، جنهن اٺ جا گوڏا رسي سان ٻڌي ڇڏيا هجن، جيڪڏهن ان جي نظرداري رکندو ته ان کي روڪيندو ۽ جيڪڏهن ڇڏي ڏيندو ته اهو هليو ويندو.**

**(هن کي بخاري ۽ مسلم روايت ڪيو آهي)**

(2178) وعن جندب بن عبد الله قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " اقرؤوا القرآن ما ائتلفت عليه قلوبكم فإذا اختلفتم فقوموا عنه "

**جندب بن عبدالله ﷛ کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو آهي ته جيستائين اوهان جون دليون مانوس رهن قرآن پڙهندا رهو، جڏهن توهان جون دليون (زبان کان) مختلف ٿين ته ان کي ڇڏي اٿي کڙا ٿيو.**

**(بخاري و مسلم)([3])**

(2179) وعن قتادة قال : سئل أنس : كيف كانت قراءة النبي صلى الله عليه وسلم فقال : كانت مدا مدا ثم قرأ : بسم الله الرحمن الرحيم يمد ببسم الله ويمد بالرحمن ويمد بالرحيم . رواه البخاري

**قتاده کان روايت آهي ته انس کان سوال پڇيو ويو ته نبي ﷺ قراءت ڪيئن ڪندا هئا؟ چيائين ته الفاظ ڇڪي پڙهندا هئا پوءِ بسم الله الرحمن الرحيم (عملاً) پڙهي ٻڌايائين. بسم الله کي ڊگهو ڪيائين ڪي ۽ الرحمن ڊگهو ڪيائين ۽ الرحيم کي ڊگهو ڪيائين.**

**(هن کي بخاري روايت ڪيو آهي)**

---

[1]- قرآن جي حافظ کي گهرجي ته روزانو هڪ منزل پڙهندو رهي ٻي صورت ۾ قرآن سندس قبضي مان نڪري ويندو.
[2]- ڇاڪاڻ ته قرآن کي وسارڻ گناهه آهي ائين چوڻ مان شريعت جي ڪم کان بي پرواهي نڪري ٿي.

[3]- قرآن شريف حضور دل سان پڙهڻ گهرجي جڏهن پريشاني ٿئي تڏهن قرآن ڇڏي ڏي.

(2180) وعن أبي هريرة رضي الله عنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " ما أذن الله لشيء ما أذن لنبي يتغنى بالقرآن "

**ابوهريره ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ الله تعالیٰ جيترو نبيءَ جو آواز (ٻڌڻ سان) ٻڌندو آهي، اوترو ڪنهن ٻئي آواز تي ڌيان نہ ڏيندو آهي جڏهن اهو خوبصورت آواز سان پڙهندو آهي.**

**(بخاري و مسلم)**

(2181) وعن أبي هريرة رضي الله عنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " ما أذن الله لشيء ما أذن لنبي حسن الصوت بالقرآن يجهر به "

**ابوهريره کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ الله تعالیٰ ڪنهن (آواز) تي ايترو توجه نہ ڏيندو آهي جيترو نبيءَ جي[1] سهڻي آواز سان ڏاڍيان قرآن پڙهڻ تي توجه ڏيندو آهي.**

**(بخاري و مسلم)**

(2182) وعن أبي هريرة رضي الله عنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " ليس منا من لم يتغن بالقرآن " . رواه البخاري

**ابوهريره ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ جيڪو سٺي آواز سان قرآن نٿو پڙهي اهو اسان مان نہ آهي[2]**

**(هن کي بخاري روايت ڪيو آهي)**

(2182) وعن عبد الله بن مسعود قال : قال لي رسول الله صلى الله عليه وسلم وهو على المنبر : " اقرأ علي " . قلت : أقرا عليك وعليك أنزل ؟ قال : " إني أحب أن أسمعه من غيري " . فقرأت سورة النساء حتى أتيت إلى هذه الآية ( فكيف إذا جئنا من كل أمة بشهيد وجئنا بك على هؤلاء شهيدا ) قال : " حسبك الآن " . فالتفت إليه فإذا عيناه تذرفان

**عبدالله بن مسعود کان روايت آهي تہ هڪ ڀيري رسول الله ﷺ جن منبر تي هئا تہ مون کي فرمايائون تہ مون کي قرآن جي تلاوت ٻڌاءِ. عرض ڪيم تہ ڇا آءُ اوهان کي قرآن پڙهي ٻڌايان، جڏهن تہ قرآن تہ خود اوهان تي نازل ٿيو آهي؟ فرمايائون تہ آئون پسند ڪريان ٿو تہ ٻئي کان قرآن ٻڌان. پوءِ مون سورت النساءِ پڙهڻ شروع ڪئي، تانجو جڏهن "فکيف اذا جئنا الآية (پوءِ جڏهن هر امت مان هڪ شاهد آڻيندا سون ۽ توکي انهن تي شاهد ڪري بيهاريندا سون ان وقت ڪهڙو حال ٿيندو؟) تي پهتس تہ فرمايائون تہ هاڻي بس ڪر. اچانڪ سندن منهن ڏانهن نهاريم تہ سندن اکيون لڙڪ وهائي رهيون هيون[3]**

---

[1]- قرآن سهڻي آواز سان پڙهڻ سنت آهي شرط هي آهي تہ حرفن کي گهٽ وڌ نہ ڪري نہ ئي ڳائي پڙهي.

[2]- عربن جو دستور هو جو مجلسن ۽ سير سفر ۾ شعر پڙهندا هوئا تنهن ڪري نبي ﷺ فرمايو تہ قرآن پاڪ جي نازل ٿيڻ کان پوءِ شعر جي ضرورت ڪونهي ان جي بجاءِ قرآن پاڪ سهڻي آواز ساڻ پڙهجي جنهن ائين نہ ڪيو تنهنجي مسلماني ۾ رولو آهي.

[3]- هن حديث مان معلوم ٿئي ٿو تہ حافظ کي ٻئي کان قرآن ٻڌڻ گهرجي ۽ مطلب تي غور ڪري روئڻ مستحب آهي پنهنجي پڙهڻ کان ٻئي جي پڙهڻ ۾ وڌيڪ تاثير هجي ٿو.

(هن کي بخاري ۽ مسلم روايت ڪيو آهي)

(2184) وعن أنس قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم لأبي بن كعب : " إن الله أمرني أن أقرأ عليك القرآن " قال : آلله سماني لك ؟ قال : " نعم " . قال : وقد ذكرت عند رب العالمين ؟ قال : " نعم " . فذرفت عيناه . وفي رواية : " إن الله أمرني أن أقرأ عليك ( لم يكن الذين كفروا ) قال : وسماني ؟ قال : " نعم " . فبكى

**انس ﷺ کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن([1]) ابي بن ڪعب ﷺ کي فرمايو ته الله تعالیٰ مون کي حڪم فرمايو آهي ته توکي قرآن پڙهي ٻڌايان. ان عرض ڪيو ته ڇا الله تعالیٰ اوهان کي منهنجو نالو وٺي فرمايو آهي؟ پاڻ فرمايائون ته هائو! وري ڇچيائين ته ڇا جهانن جي پالڻهار وٽ مون کي ياد ڪيو ويو آهي؟ پاڻ فرمايائون ته هائو. پوءِ (خوشيءَ وچان) ابي رضي الله عنه جون ٻئي اکيون لڙڪ وهائڻ لڳيون. ٻي روايت ۾ آهي ته فرمايائون ته بيشڪ الله تعالیٰ مون کي حڪم ڪيو آهي ته توکي "لم يکن الذين کفروا" پڙهي ٻڌايان. ابي ﷺ چيو ته ڇا منهنجو نالو وٺي فرمايو اٿس؟ پاڻ سڳورن فرمايو ته هائو! تڏهن روئي ڏنائين.**

**(بخاري و مسلم)**

(2185) وعن ابن عمر قال : نهى رسول الله صلى الله عليه وسلم أن يسافر بالقرآن إلى أرض العدو . متفق عليه . وفي رواية لمسلم : " لا تسافروا بالقرآن فإني لا آمن أن يناله العدو "

**ابن عمر رضي الله عنهما کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن دشمن ملڪ ۾ قرآن ساڻ کڻي مسافري ڪرڻ کان منع ڪئي([2]) آهي.**

**(هن کي بخاري ۽ مسلم روايت ڪيو آهي) مسلم جي هڪ روايت ۾ آهي ته قرآن ساڻ کڻي مسافري نه ڪريو، ڇاڪاڻ ته مون کي خطرو آهي ته دشمن جي هٿ نه لڳي.**

## فصل ٻيو

(2186) عن أبي سعيد الخدري قال : جلست في عصابة من ضعفاء المهاجرين وإن بعضهم ليستتر ببعض من العري وقارئ يقرأ علينا إذ جاء رسول الله صلى الله عليه وسلم فقام علينا فلما قام رسول الله صلى الله عليه وسلم سكت القارئ فسلم ثم قال : " ما كنتم تصنعون ؟ " قلنا : كنا نستمع إلى كتاب الله قال فقال : " الحمد لله الذي جعل من أمتي من أمرت أن أصبر نفسي معهم " . قال فجلس وسطنا ليعدل بنفسه فينا ثم قال بيده هكذا فتحلقوا وبرزت وجوههم له فقال : " أبشروا يا معشر صعاليك المهاجرين بالنور التام يوم القيامة تدخلون الجنة قبل أغنياء الناس بنصف يوم وذاك خمسمائة سنة " . رواه أبو داود

**ابو سعيد خدري ﷺ کان روايت آهي ته آئون هڪ پيري غريب مهاجرن (اصحاب صفه) ۾ وينو هئس. انهن مان ڪي ويچارا پوري طرح اوگهڙ نه ڍڪجڻ سبب هڪ ٻئي جي آڏو وينا هئا. هڪ**

---

[1] -ابي بن ڪعب انصاري قرآن جو زبردست قاري هو نبي ﷺ جو وٽس قرآن پڙهڻ ٻين مسلمانن لاءِ سبق هو ته هن کان قرآن سکن هن حديث مان هن اصحابيءَ جي وڏي بزرگي ثابت ٿئي ٿو.

[2] - هن مان قرآن پاڪ جي بي ادبي جو انديشو آهي پر جيڪڏهن مسلمان لشڪر زبردست آهي ۽ بي ادبيءَ جو انديشو نه آهي ته ان صورت ۾ ڪو حرج نه آهي. (امام نووي)

قاري صاحب اسان کي قرآن پڙهي ٻڌائي رهيو هو. ان دوران رسول الله ﷺ جن آيا ۽ اسان وٽ اچي بيٺا. جڏهن رسول الله ﷺ جن تشريف فرما ٿيا ته قرآن پڙهندڙ به ماٺ ڪئي. پوءِ پاڻ اسان کي سلام ڪندي فرمايائون ته اوهين ڇا ٿا ڪريو؟ عرض ڪيو سون ته الله تعالىٰ جو ڪلام ٻڌون ٿا. فرمايائون ته سڀ تعريف ان الله تعالىٰ کي جڳائي جنهن منهنجي امت ۾ اهڙا شخص پيدا ڪيا جن جي باري ۾ مون کي حڪم ڪيو ويو آهي ته آئون پاڻ کي انهن سان شامل ڪريان. (ابوسعيد خدري رضي الله عنه) چوي ٿو ته پوءِ اسان جي درميان ويٺا. پوءِ اسان کي هٿ سان اشارو ڪري فرمايائون ته هن طرح (حلقه بندي) ڪري ويهو. ان ڪري اهي حلقو ٻڌي سندن سامهون ويٺا. پوءِ پاڻ فرمايائون ته اي غريب مهاجرن جي جماعت! اوهان کي مبارڪ هجي ته قيامت جي ڏينهن توهان کي پورو نور ملندو. اوهين شاهوڪار ماڻهن کان اڌ ڏينهن بهشت ۾ اڳ داخل ٿيندا، جيڪو پنج سؤ ورهن جي برابر ٿيندو.

(هن کي ابوداؤد روايت ڪيو آهي)

(2187) وعن البراء بن عازب قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " زينوا القرآن بأصواتكم " . رواه أحمد وأبو داود وابن ماجه والدارمي

براءِ بن عازب رضي الله عنه کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته قرآن کي (سهڻن) آوازن سان زينت ڏيو.

(هن کي احمد، ابوداؤد،ابن ماجه ۽ دارمي روايت ڪيو آهي)

(2188) وعن سعد بن عبادة قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " ما من امرئ يقرأ القرآن ثم ينساه إلا لقي الله يوم القيامة أجذم " . رواه أبو داود والدارمي

سعد بن عباده رضي الله عنه کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته جيڪو قرآن ياد ڪري وساريندو، اهو قيامت جي ڏينهن ڪوڙهي ٿي[1] الله تعالىٰ سان ملندو.

(هن کي ابو داؤد ۽ دارمي روايت ڪيو آهي)

فائدو: راوي يزيد بن ابي زياد کان مروي حديث قابل حجت نه آهي ۽ راوي عيسٰي بن فائد مجهول آهي. (مرعاة:4-359/5)

(2189) وعن عبد الله بن عمرو أن رسول الله صلى الله عليه وسلم قال : " لم يفقه من قرأ القرآن في أقل من ثلاث " . رواه الترمذي وأبو داود والدارمي

عبدالله بن عمرو رضي الله عنه کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته جنهن ٽن راتين کان گهٽ عرصي ۾ قرآن پورو ڪيو، اهو قرآن کي نه سمجهندو[2]

(هن کي ترمذي،ابوداؤد ۽ دارمي روايت ڪيو آهي)

(2190) وعن عقبة بن عامر قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " الجاهر بالقرآن كالجاهر بالصدقة والمسر بالقرآن كالمسر بالصدقة " . رواه الترمذي وأبو داود والنسائي وقال الترمذي : هذا حديث حسن غريب

---

[1]- هن حديث مان معلوم ٿئي ٿو ته قرآن پاڪ ياد ڪري وسارڻ ڪبيره گناهه آهي.

[2]- هن مان هي معلوم ٿئي ٿو ته قرآن ۾ حرام ٿيل شيءِ کي جيڪو حلال سمجهندو سو ڪافر آهي ۽ ان جو قرآن تي ايمان نه چئبو.

**عقبہ بن عامر رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ وڏي آواز سان قرآن پڙهندڙ ظاهر ظهور خيرات ڏيندڙ وانگر آهي ۽ آهستي قرآن پڙهندڙ ڳجهي طرح خيرات ڏيندڙ وانگر آهي.**

**(هن کي ترمذي، ابوداؤد ۽ نسائي روايت ڪيو ۽ ترمذي چوي ٿو تہ هيءَ حديث حسن غريب آهي)**

(2191) وعن صهيب قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " ما آمن بالقرآن من استحل محارمه " . رواه الترمذي وقال : هذا حديث ليس إسناده بالقوي

**صهيب رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ جنهن قرآن ۾ حرام ڄاڻايل شين کي حلال ڄاتو، انهيءَ قرآن تي ايمان نہ آندو.**

**(هن کي ترمذي روايت ڪيو ۽ چيائين تہ هن حديث جي اسناد قوي نہ آهي)**[1]

(2192) وعن الليث بن سعد عن ابن أبي مليكة عن يعلى بن مملك أنه سأل أم سلمة عن قراءة النبي صلى الله عليه وسلم فإذا هي تنعت قراءة مفسرة حرفا حرفا . رواه الترمذي وأبو داود والنسائي

**ليث بن سعد کان اهوا بن ابي مليڪہ کان يعلٰي بن مملڪ کان روايت ڪري ٿو تہ ان ام المؤمنين ام سلمہ کان نبي ﷺ جي قراءت بابت پڇيو. بي بي صاحبہ چيو تہ قراءت صاف ۽ اکر اکر واضح ڪري پڙهندا هئا.**

**(هن کي ترمذي، ابوداؤد ۽ نسائي روايت ڪيو آهي)**

(2193) وعن ابن جريج عن ابن أبي مليكة عن أم سلمة قالت : كان رسول الله صلى الله عليه وسلم يقطع قراءته يقول : الحمد لله رب العالمين ثم يقف ثم يقول : الرحمن الرحيم ثم يقف . رواه الترمذي وقال : ليس إسناده بمتصل لأن الليث روى هذا الحديث عن ابن أبي مليكة عن يعلى بن مملك عن أم سلمة وحديث الليث أصح

**ابن جريج ابن ابي مليڪہ کان ۽ انهيءَ ام المؤمنين ام سلمہ رضي الله عنها کان روايت ڪئي تہ رسول الله ﷺ جن لفظ جدا جدا ڪري قرآن پڙهندا هئا. الحمدلله رب العالمين پڙهي ٿورو بيهندا هئا، پوءِ الرحمن الرحيم پڙهي وري بيهندا هئا.**

**(هن کي ترمذي روايت ڪيو ۽ چيائين تہ ان جي سند متصل نہ آهي، ڇاڪاڻ تہ ليث هيءَ حديث ابن ابي مليڪہ کان، ان يعلٰي بن مملڪ کان، ان ام المؤمنين ام سلمہ کان روايت ڪئي ۽ ليث کان مروي حديث وڌيڪ صحيح آهي)**

**فائدو: علامہ الباني فرمائي ٿو تہ ابن جريج کان مروي روايت وڌيڪ صحيح آهي، ڇاڪاڻ تہ انهيءَ سند سان نافع بن عمر جمحي بہ مطابقت ڪئي آهي، جيڪو ثقہ راوي آهي(مشڪوٰة-الباني**:1/675)

## فصل ٽيون

---

[1]- هن مان هي معلوم ٿئي ٿو تہ قرآن ۾ حرام ٿيل شيءِ کي جيڪو حلال سمجهندو سو ڪافر آهي ۽ ان جو قرآن تي ايمان نہ چئبو.

(2194) عن جابر قال : خرج علينا رسول الله صلى الله عليه وسلم ونحن نقرأ القرآن وفينا الأعرابي والأعجمي قال : " اقرؤوا فكل حسن وسيجيء أقوام يقيمونه كما يقام القدح يتعجلونه ولا يتأجلونه " . رواه أبو داود والبيهقي في شعب الإيمان

**جابر ﷺ كان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن اسان وٽ آيا ۽ اسين قرآن پڙهي رهيا هئاسون ۽ اسان ۾ ٻهراڙيءَ وارا ۽ غير عربي بہ هئا. پاڻ فرمايائون تہ جيئن بہ قرآن جي تلاوت ڪري رهيا آهيو، تيئن تلاوت ڪريو، اوهان مان هرهڪ جي قراءَت صحيح آهي. ايندڙ زماني ۾ هڪ قوم اهڙي پيدا ٿيندي جيڪي قرآن ائين سڌو ڪري پڙهندا جيئن تير ڪي[1]**

**سڌو ڪبو آهي ۽ قرآن جي تلاوت جو عيوض جلد دنيا ۾ وٺڻ چاهيندا ۽ آخرت جو ثواب سندن نہ هوندو.**

**(هن کي ابوداؤد ۽ بيهقي شعب الايمان ۾ روايت ڪيو)**

(2195) وعن حذيفة قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " اقرؤوا القرآن بلحون العرب وأصواتها وإياكم ولحون أهل العشق ولحون أهل الكتابين وسيجي بعدي قوم يرجعون بالقرآن ترجع الغناء والنوح لا يجاوز حناجرهم مفتونة قلوبهم وقلوب الذين يعجبهم شأنهم " . رواه البيهقي في شعب الإيمان

**حذيفہ كان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ قرآن عربي آوازن ۽ مخرجن موجب پڙهو. عاشقن (فاسقن) ۽ اهل ڪتابن وانگر آواز ڪڍڻ کان پاڻ کي بچايو. سگهوئي مون کان پوءِ اهڙي قوم ايندي جيڪا سريلي آواز ۾ ڳائڻ ۽ روئڻ وانگر قرآن پڙهندي، حالانڪ قرآن سندن نڙين کان نہ لهندو ۽ سندن دليون فتني ۾ ڦاٿل هونديون ۽ جن کي انهن جو قرآن پڙهڻ پسند ايندو انهن جون دليون بہ فتني ۾ ڦاٿل هونديون.**

**(هن کي بيهقي شعب الايمان ۽ رزين پنهنجي ڪتاب ۾ روايت ڪيو آهي)**

(2196) وعن البراء بن عازب رضي الله عنه قال : سمعت رسول الله صلى الله عليه وسلم يقول : " حسنوا القرآن بأصواتكم فإن الصوت الحسن يزيد القرآن حسنا " . رواه الدارمي

**براء بن عازب ﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو تہ قرآن سهڻي آواز سان پڙهو ڇاڪاڻ تہ سهڻو آواز قرآن جي حسن کي وڌائي ٿو.**

**(هن کي دارمي روايت ڪيو آهي)**

(2197) وعن طاووس مرسلا قال : سئل النبي صلى الله عليه وسلم : أي الناس أحسن صوتا للقرآن ؟ وأحسن قراءة ؟ قال : " من إذا سمعته يقرأ أرأيت أنه يخشى الله " . قال طاووس : وكان طلق كذلك . رواه الدارمي

**طاؤس کان مرسل روايت آهي تہ نبي ﷺ جن کان پڇيو ويو تہ ڪهڙي ماڻهوءَ جي تلاوت آواز ۽ قراءَت جي لحاظ سان سهڻي ٿي سگهي ٿي؟ فرمايائون تہ اهو شخص جنهن جي تلاوت ٻڌين تہ توکي محسوس ٿئي تہ (پڙهندڙ) الله کان ڊڄي ٿو (طاؤس ) چيو تہ طلق جي تلاوت اهڙي ئي هوندي هئي.**

---

[1]- هن حديث شريف مان معلوم ٿئي ٿو تہ اهڙي طرح قرآن پڙهڻ جو نڪ کن ۽ ڪنڌ جون رڳون پرجي اچن اها بدعت آهي.

(هن کي دارمي روايت ڪيو آهي)

(2198) وعن عبيدة المليكي وكانت له صحبة قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " يا أهل القرآن لا تتوسدوا القرآن واتلوه حق تلاوته من آناء الليل والنهار وأفشوه وتغنوه وتدبروا ما فيه لعلكم تفلحون ولا تعجلوا ثوابه فإن له ثوابا " . رواه البيهقي في شعب الإيمان

**عبيده مليڪي جيڪو صحابي هو، ان کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ اي قرآن وارو! قرآن تي ٽيڪ نہ لڳايو. ان جي تلاوت جو جيڪو حق آهي، ان موجب رات ۽ ڏينهن ان کي پڙهو، ان جي اشاعت ڪريو، سهڻي آواز ۾ ان کي پڙهو، جيڪي ان ۾ حڪم آهي تن تي غور ڪريو تہ من ڪامياب ٿيو ۽ جلدي (يعني دنيا ۾) ان جو ثواب حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪريو، ڇاڪاڻ تہ ان جو آخرت جو ثواب (تمام وڏو) آهي.**

**هن کي بيهقي شعب الايمان ۾ روايت ڪيو آهي)**

## باب اختلاف القراءت و جمع القرآن

## قراتن جي اختلاف ۽ قرآن پاڪ کي جمع ڪرڻ جو بيان([1])

### فصل پهريون

(2199) وعن عمر بن الخطاب رضي الله عنه قال : سمعت هشام بن حكيم بن حزام يقرأ سورة الفرقان على غير ما أقرؤوها . وكان رسول الله صلى الله عليه وسلم أقرأنيها فكدت أن أعجل عليه ثم أمهلته حتى انصرف ثم لببته بردائه فجئت به رسول الله صلى الله عليه وسلم . فقلت يا رسول الله إني سمعت هذا يقرأ سورة الفرقان على غير ما أقرأتنيها . فقال رسول الله صلى الله عليه وسلم : أرسله اقرأ " فقرأت القراءة التي سمعته يقرأ . فقال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " هكذا أنزلت " . ثم قال لي : " اقرأ " . فقرأت . فقال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " هكذا أنزلت إن القرآن أنزل على سبعة أحرف فاقرءوا ما تيسر منه " . متفق عليه . واللفظ لمسلم

**عمر بن خطاب رضي الله عنه کان روايت آهي تہ مون هشام بن حڪيم بن حزام کان سوره فرقان ائين پڙهندي ٻڌي، جيئن آئون نہ پڙهندو هوس. جڏهن تہ رسول الله ﷺ جن مون کي پاڻ اها سورت پڙهائي هئي. ويجهو هو تہ جلدي ڪري (ڪيس پڪڙيان) پر ڍر ڏني مانس، تانجو نماز کان واندو ٿيو. پوءِ ان جي چادر سندس ڪنڌ ۾ وجهي ڪيس گهلي رسول الله ﷺ جن وٽ وٺي آيس. عرض ڪيم تہ اي الله جا رسول! جيئن مون کي اوهان سوره فرقان پڙهائي آهي، اها هن کي ان جي برخلاف پڙهندي ٻڌي اٿم. رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ اي عمر! ڇڏيس ۽ (هشام کي) فرمايائون تہ پڙهہ. انهيءَ ائين ئي ان جي قراءَت ڪئي جيئن مون ان کان ٻڌي هئي. رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ ائين ئي مون تي نازل ڪئي وئي آهي. پوءِ مون کي فرمايائون تہ تون پڙهہ. پوءِ مون بہ**

---

[1]-گهڻن نسخن ۾ هتي رڳو باب لکيل آهي پر ڪن نسخن ۾ باب اختلافات القراة و جمعه القرآن آيل آهي. يعني قرائت جي اختلاف ۽ قرآن جي گڏ ٿيڻ جو بيان.

[2]- ستن طورن مان 7 ٻوليون مراد آهن جيڪي هي آهن: 1- قريشن جي ٻولي،2- خذين جي ٻولي،3- حوازن جي ٻولي،4- يمن جي ٻولي،5- طي جي ٻولي،6- ثقيف جي ٻولي،7- تيمم جي ٻولي ۽ ڪي چون ٿا 7- قراءَتون مراد اهن پر صحيح قول هي آهي تہ هتي 7 ٻوليون مراد آهين جيئن مٿي لکيو ويو آهي.

**پڙهي. پاڻ فرمايائون تہ ائين ئي نازل ڪئي وئي آهي. بيشڪ هيءُ قرآن ستن قرائتن تي نازل ڪيو ويو آهي پوءِاوهان کي آسان ٿئي تئين ان کي پ پڙهو.** ([1])

(2200) وعن ابن مسعود رضي الله عنه قال : سمعت رجلا قرأ وسمعت النبي صلى الله عليه وسلم يقرأ خلافها فجئت به النبي صلى الله عليه وسلم فأخبرته فعرفت في وجهه الكراهية فقال : " كلاكما محسن فلا تختلفوا فإن من كان قبلكم اختلفوا فهلكوا " . رواه البخاري

**ابن مسعود ﷺ کان روايت آهي تہ مون هڪ شخص جي قراءَت ائين ٻڌي جيئن نبي ﷺ جن کان نہ ٻڌي هيم، پوءِ ان کي آئون نبي ﷺ جن وٽ وٺي آيس ۽ کين اها خبر ڏنم، پوءِ سندن چهري ۾ ناراضگي معلوم ڪيم. فرمايائون تہ اوهين ٻئي نيڪ ٿا پڙهو سو پاڻ ۾ اختلاف نہ ڪريو ڇاڪاڻ تہ اوهان کان اڳ جيڪي (امتون) هيون تن پاڻ ۾ اختلاف ڪيو، پوءِ هلاڪ ٿيا. (هن کي بخاري ۽ مسلم روايت ڪيو آهي)**

2201- وعن أبي بن كعب قال : كنت في المسجد فدخل رجل يصلي فقرأ قراءة أنكرتها عليه ثم دخل آخر فقرأ قراءة سوى قراءة صاحبه فلما قضينا الصلاة دخلنا جميعا على رسول الله صلى الله عليه وسلم فقلت إن هذا قرأ قراءة أنكرتها عليه ودخل آخر فقرأ سوى قراءة صاحبه فأمرهما النبي صلى الله عليه وسلم فقرآ فحسن شأنهما فسقط في نفسي من التكذيب ولا إذ كنت في الجاهلية فلما رأى رسول الله صلى الله عليه وسلم ما قد غشيني ضرب في صدري ففضت عرقا وكأنما أنظر إلى الله عز وجل فرقا فقال لي : يا أبي أرسل إلي أن اقرأ القرآن على حرف فرددت إليه أن هون على أمتي فرد إلي الثانية اقرأه على حرفين فرددت إليه أن هون على أمتي فرد إلي الثالثة اقرأه على سبعة أحرف ولك بكل ردة رددتكها مسألة تسألنيها فقلت اللهم اغفر لأمتي اللهم اغفر لأمتي وأخرت الثالثة ليوم يرغب إلي الخلق كلهم حتى إبراهيم صلى الله عليه وسلم . رواه مسلم

(2201) **ابي بن ڪعب ﷺ کان روايت آهي تہ آئون مسجد ۾ هئس. هڪ شخص اچي نماز پڙهڻ لڳو. ان قراءَت ڪئي جنهن کي مون صحيح نہ ڄاتو. پوءِ ٻيو شخص آيو ان پهرئين شخص جي برخلاف قراءَت ڪئي. پوءِ جڏهن سيني نماز پڙهي ورتي تہ اسين سڀ رسول الله ﷺ جن وٽ آيا سون. پوءِ مون چيو تہ بيشڪ هي شخص قرآن ائين پڙهي ٿو جنهن کي آئون صحيح نٿو سمجهان. ان کان بعد ٻيو شخص آيو انهيءَ پهرين کان ٻہ ٻئي طريقي سان پڙهيو. نبي ﷺ جن کين قرآن پڙهڻ جو حڪم ڏنو ٻنهي جو پڙهڻ پسند فرمايائون ان جي ڪري منهنجي دل ۾ سندن باري ۾ ڪاوڙ ۽ ڪوڙ جو اهڙو خيال پيدا ٿيو جو جاهليت جي زماني ۾ بہ پيدا نہ ٿيو هو. پوءِ جڏهن نبي ﷺ مون کي وسوسي ۾ مبتلا لڌو تہ منهنجي ڇاتيءَ تي هٿ هنيائون جنهن جي ڪري آئون پگهرجي ويس ڄڻ تہ خوف سبب الله تعالىٰ کي ڏسان ٿو. پوءِ فرمايائون تہ اي ابي! مون ڏانهن وحي ڪئي وئي آهي تہ هڪ قراءَت تي قرآن پڙهہ. مون عرض ڪيو تہ منهنجي امت تي آساني ڪر پوءِ ٻيو ڀيرو مون ڏانهن وحي ڪئي تہ ٻن قراءَتن تي قرآن پڙهہ. وري عرض ڪيم تہ منهنجي امت تي آساني ڪر. ٽئين ڀيري مون ڏانهن وحي ڪئي وئي تہ ان کي ستن قراءَتن تي**

پڙهہ ۽ هر جواب جيڪو مون توڏانهن موڪليو آهي ان تي تنهنجي هڪ دعا قبول ٿيندي. تڏهن مون دعا ڪئي تہ اي الله! منهنجي امت کي بخش، اي الله! منهنجي امت کي بخش ۽ ٽئين دعا کي انهيءَ ڏينهن لاءِ مؤخر ڪري ڇڏيم جنهن ڏينهن سڀ مخلوق تانجو ابراهيم عليہ السلام بہ منهنجي شفاعت جو محتاج ٿيندو([1])

(هن کي مسلم روايت ڪيو آهي)

2202- وعن ابن عباس رضي الله عنهما قال : إن رسول الله صلى الله عليه وسلم قال : أقرأني جبريل على حرف فراجعه فلم أزل أستزيده ويزيدني حتى انتهى إلى سبعة أحرف . قال ابن شهاب : بلغني أن تلك السبعة الأحرف إنما هي في الأمر تكون واحدا لا تختلف في حلال ولا حرام .

(2202) ابن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ جبرئيل عليہ السلام مون کي هڪ قراءَت تي قرآن پڙهايو. پوءِ آءٌ ان کي تڪرار ڪندي وڌيڪ قراءَتن جي تقاضا ڪندو رهيس. هر ڀيري مون کي وڌيڪ قراءَتن مطابق پڙهڻ جي اجازت ڏيندو رهيو تانجو ستن قراءَتن تي پهتو. ابن شهاب چوي ٿو تہ مون کي خبر پهتي آهي تہ انهن ستن قرائتن جو حڪم هڪ ئي آهي.يعني حلال ۽ حرام جي باري ۾ انهن جي اختلاف سان ڪو فرق نٿو پوي.

(هن کي بخاري ۽ مسلم روايت ڪيو آهي)

## فصل ٻيو

2203- عن أبي بن كعب رضي الله عنه قال : لقي رسول الله صلى الله عليه وسلم جبريل فقال : يا جبريل إني بعثت إلى أمة أميين منهم العجوز والشيخ الكبير والغلام والجارية والرجل الذي لم يقرأ كتابا قط قال : يا محمد إن القرآن أونزل على سبعة أحرف . رواه الترمذي وفي رواية لأحمد وأبي داود : قال : ليس منها إلا شاف كاف . وفي رواية للنسائي قال : إن جبريل وميكائيل أتياني فقعد جبريل عن يميني وميكائيل عن يساري فقال جبريل : اقرأ القرآن على حرف قال ميكائيل : استزده حتى بلغ سبعة أحرف فكل حرف شاف كاف .

(2203) ابي بن ڪعب رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن جبرئيل عليہ السلام سان مليا ۽ فرمايائون تہ اي جبرئيل! آئون اڻ پڙهہ امت ڏانهن موڪليو ويو آهيان. جن ۾ پوڙهيون عورتون، پوڙها مرد، ڇوڪرا، ڇوڪريون ۽ اهڙا ماڻهو شامل آهن جيڪي ڪتاب بلڪل پڙهي نٿا سگهن. چيائين تہ اي محمد ﷺ! بيشڪ قرآن مجيد ستن قرائتن تي نازل ڪيو ويو آهي.( ان کي ترمذيءَ روايت ڪيو. احمد ۽ ابوداؤد جي هڪ روايت ۾ آهي تہ انهيءَ چيو تہ قرآن جي هر قرائت شفا ڏيندڙ ۽ ڪافي ٿيندڙ آهي. نسائيءَ جي روايت ۾ آهي تہ پاڻ سڳورن فرمايو تہ جبريل ۽ ميڪائيل عليهما السلام ٻئي مون وٽ آيا. جبريل منهنجي ساڄي ۽ ميڪائيل منهنجي کاٻي طرف وينو. جبريل چيو تہ توهان قرآن مجيد هڪ قرائت تي پڙهو. ميڪائيل چيو تہ ان ۾ واڌاري جو مطالبو ڪريو، تانجو آئون ستن قرائتن تي پهتس ۽ هر قرائت شفا ڏيندڙ ۽ ڪفايت ڪندڙ آهي)

---

[1]- هن حديث مان نبي ﷺ جي شفاعت ۽ پڻ سيني پيغمبرن تي فضيلت صاف طور ثابت ٿي.

2204- وعن عمران بن حصين رضي الله عنهما أنه مر على قاص يقرأ ثم يسأل . فاسترجع ثم قال : سمعت رسول الله صلى الله عليه وسلم يقول : من قرأ القرآن فليسأل الله به فإنه سيجيء أقوام يقرؤون القرآن يسألون به الناس . رواه أحمد والترمذي .

(2204) **عمران بن حصين ﷛ كان روايت آهي ته اهو هڪ وعظ ڪندڙ وٽان گذريو جيڪو ماڻهن کي قرائت ٻڌائي پوءِ (پيسا) گهري رهيو هو (اهو حال ڏسي) عمران بن حصين " ﷛انا لله و انا اليه راجعون پڙهي". پوءِ چيائين ته مون رسول الله ﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو آهي ته جيڪو شخص قرآن مجيد پڙهي ان کي گهرجي ته الله کان سوال ڪري ياد رکو ته سگهوئي اهڙا ماڻهو ايندا جيڪي قرآن جي تلاوت ڪري ماڻهن کان سوال ڪندا.**
**(ان کي احمد ۽ ترمذيءَ روايت ڪيو)**

## فصل ٽيون

2205- عن بريدة رضي الله عنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : من قرأ القرآن يتأكل به الناس جاء يوم القيامة ووجهه عظم ليس عليه لحم . رواه البيهقي في شعب الإيمان .

(2205) **بريده ﷛ كان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته جيڪو قرآن پڙهي ماڻهن کان مال طلب ڪري ٿو، اهو قيامت جي ڏينهن اهڙي حالت ۾ ايندو جو سندس چهرو هڏين (ڍانچو) هوندو. جنهن تي گوشت نه هوندو.**
**(ان کي بيهقي شعب الايمان ۾ روايت ڪيو)**

2206- وعن ابن عباس قال : كان رسول الله صلى الله عليه وسلم لا يعرف فصل السورة حتى ينزل عليه بسم الله الرحمن الرحيم . رواه أبو داؤد .

(2206) **ابن عباس رضي الله عنهما كان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن کي هڪ سورت ختم ٿيڻ ۽ ٻئي سورت شروع ٿيڻ جو علم ان وقت ٿيندو هو جڏهن مٿن بسم الله الرحمن الرحيم (جي آيت) نازل ٿيندي هئي.**
**(ان کي ابوداؤد روايت ڪيو)**

2207- وعن علقمة قال : كنا بحمص فقرأ ابن مسعود سورة يوسف فقال رجل : ما هكذا أنزلت . فقال عبد الله : والله لقرأتها على عهد رسول الله صلى الله عليه وسلم فقال : أحسنت فبينا هو يكلمه إذ وجد منه ريح الخمر فقال : أتشرب الخمر وتكذب بالكتاب ؟ فضربه الحد .

(2207) **علقمه كان روايت آهي ته اسين حمص ۾ هئاسون. ابن مسعود ﷛ سوره يوسف پڙهي. هڪ شخص چيو ته (اها سورت) ائين نازل نه ٿي آهي. ابن مسعود فرمايو ته الله جو قسم مون رسول الله ﷺ جي زماني ۾ اها ائين ئي پڙهي آهي. انهيءَ چيو ته توهان صحيح ٿا چئو. دوران گفتگو عبدالله بن مسعود ﷛ کي ان مان شراب جي بدبوءِ آئي. چيائينس ته تون شراب پئين ٿو ۽ الله جي ڪتاب کي ڪوڙو ڪرين ٿو پوءِ ان تي حد نافذ ڪيائين.**
**(هن کي بخاري ۽ مسلم روايت ڪيو آهي)**

2208- وعن زيد بن ثابت قال : أرسل إلي أبو بكر رضي الله عنه مقتل أهل اليمامة . فإذا عمر بن الخطاب عنده . قال أبو بكر إن عمر أتاني فقال إن القتل قد استحر يوم اليمامة بقراء القرآن وإني أخشى إن استحر القتل بالقراء بالمواطن فيذهب كثير من القرآن وإني أرى أن تأمر بجمع القرآن قلت لعمر كيف تفعل شيئا لم يفعله رسول الله صلى الله عليه وسلم ؟ فقال عمر هذا والله خير فلم يزل عمر يراجعني فيه حتى شرح الله صدري لذلك ورأيت الذي رأى عمر قال زيد قال أبو بكر إنك رجل شاب عاقل لا نتهمك وقد كنت تكتب الوحي لرسول الله صلى الله عليه وسلم فتتبع القرآن فاجمعه فوالله لو كلفوني نقل جبل من الجبال ما كان أثقل علي مما أمرني به من جمع القرآن قال : قلت كيف تفعلون شيئا لم يفعله النبي صلى الله عليه وسلم . قال هو والله خير فلم أزل أراجعه حتى شرح الله صدري للذي شرح الله له صدر أبي بكر وعمر . فقمت فتتبعت القرآن أجمعه من العسب واللخاف وصدور الرجال حتى وجدت من سورة التوبة آيتين مع أبي خزيمة الأنصاري لم أجدها مع أحد غيره ﴿لَقَدْ جَآءَكُمْ رَسُولٌ مِّنْ أَنفُسِكُمْ ...﴾ التوبة: ١٢٨ حتى خاتمة براءة . فكانت الصحف عند أبي بكر حتى توفاه الله ثم عند عمر حياته ثم عند حفصة . رواه البخاري

**(2208) زيد بن ثابت رضي الله عنه كان روايت آهي تہ جنگ يمامہ ۾ (گهڻا صحابي) قتل ٿيڻ کان بعد ابوبکر رضي الله عنه مون کي گهرايو. اتي عمر بن خطاب رضي الله عنه بہ موجود هو. ابوبکر رضي الله عنه چيو تہ مون وٽ عمر آيو آهي جيکو چوي ٿو تہ يمامہ جي جنگ ۾ قرآن جا گهڻا قاري شهيد ٿيا آهن ۽ مون کي خوف آهي تہ جنگين ۾ ائين قرآن جا قاري شهيد ٿيندا رهيا تہ قرآن جو گهڻو حصو ضايع ٿي ويندو. منهنجي راءِ آهي تہ توهين وحي لکندڙن کي قرآن مجيد گڏ ڪرڻ جو حڪم ڏيو.[1] مون عمر کي چيو تہ جيڪو ڪم رسول الله صلى الله عليه وسلم جن نہ ڪيو آهي اهو تون ڪيئن ٿو انجام ڏئين؟ عمر چيو تہ الله جو قسم! اهو ڪم چڱو آهي. ان بابت عمر مون سان تڪرار ڪندو رهيو تانجو الله تعالىٰ منهنجو سينو ان مقصد لاءِ کولي ڇڏيو ۽ مون بہ اها راءِ قائم ڪئي جيڪا عمر جي راءِ آهي. زيد بن ثابت رضي الله عنه چوي ٿو تہ مون کي ابوبکر رضي الله عنه چيو تہ تون نوجوان، عقلمند ماڻهو آهين تنهنجي عدالت جي باري ۾ اسان کي شڪ نہ آهي ۽ تون رسول الله صلى الله عليه وسلم جي وحي لکندو هئين، ان ڪري قرآن مجيد جون آيتون ڳولهي گڏ ڪر(زيد رضي الله عنه چوي ٿو تہ) الله جو قسم! جيڪڏهن مون کي جبل منتقل ڪرڻ جو حڪم ڏين ها تہ اهو ڪم ايترو مشڪل نہ هجي ها جيترو مشڪل قرآن جمع ڪرڻ جو معاملو هو جنهن جو مون کي (ابوبکر صديق رضي الله عنه) حڪم ڪيو. مون چيو تہ توهان اهڙو ڪم ڪيئن ٿا ڪريو جيڪو رسول الله صلى الله عليه وسلم جن نہ ڪيو آهي. چيائين تہ الله جو قسم! اهو چڱو ڪم آهي. پوءِ ابوبکر رضي الله عنه (ان موضوع تي) مون سان تڪرار ڪندو رهيو، تانجو ان مقصد لاءِ الله تعالىٰ منهنجي دل بہ کولي ڇڏي، جنهن لاءِ عمر ۽ ابوبکر جي دل کولي ڇڏيو هئائين. پوءِ آئون ڪجين جي شاخن، سفيد پٿرن ۽ حافظن جي سينن تان قرآن گڏ ڪرڻ جي**

[1]- قرآن شريف مصحف جي سورت ۾ هن ترتيب موجب نبي صلى الله عليه وسلم جي وقت ۾ گڏ ٿيل ڪونہ هو. حضرت عمر رضي الله عنه جي مشوري سان سيدنا ابوبکر رضي الله عنه اهو ڪم پورو ڪرايو. سيدنا علي رضي الله عنه فرمائيندو هو تہ هن ڪم جو ثواب ابوبکر رضي الله عنه کي ملندو جنهن پهريائين سڄي قرآن پاڪ کي هڪ مصحف ۾ ڪنو ڪيو.

**ڪم ۾ جنبي ويس، تانجو سوره توبہ جي آخري آيت "لقد جآڪم رسول من انفسڪم" ابوخزيمہ انصاري ﷜ کانسواءِ ڪنهن ٻئي وٽ نہ ملي. اهو (منهنجو) جمع ڪيل قرآن مجيد ابوبڪر ﷜ وٽ رهيو تانجو اهو فوت ٿيو ان کان پوءِ پوري زندگي عمر ﷜ وٽ رهيو، پوءِ حفصہ بنت عمر رضي الله عنهما وٽ رهيو.**

**(هن کي بخاري روايت ڪيو آهي)**

2209- وعن أنس بن مالك : أن حذيفة بن اليمان قدم على عثمان وكان يغازي أهل الشأم في فتح إرمينية وأذربيجان مع أهل العراق فأفزع حذيفة اختلافهم في القراءة فقال حذيفة لعثمان يا أمير المؤمنين أدرك هذه الأمة قبل أن يختلفوا في الكتاب اختلاف اليهود والنصارى فأرسل عثمان إلى حفصة أن أرسلي إلينا بالصحف ننسخها في المصاحف ثم نردها إليك فأرسلت بها حفصة إلى عثمان فأمر زيد بن ثابت وعبدالله بن الزبير وسعيد بن العاص وعبدالرحمن بن الحارث بن هشام فنسخوها في المصاحف وقال عثمان للرهط القرشيين الثلاث إذا اختلفتم في شيء من القرآن فاكتبوه بلسان قريش فإنما نزل بلسانهم ففعلوا حتى إذا نسخوا الصحف في المصاحف رد عثمان الصحف إلى حفصة وأرسل إلى كل أفق بمصحف مما نسخوا وأمر بما سواه من القرآن في كل صحيفة أو مصحف أن يحرق قال ابن شهاب وأخبرني خارجة بن زيد بن ثابت سمع زيد بن ثابت قال فقدت آية من الأحزاب حين نسخنا المصحف قد كنت أسمع رسول الله صلى الله عليه وسلم يقرأ بها فالتمسناها فوجدناها مع خزيمة بن ثابت الأنصاري ﴿مِّنَ ٱلْمُؤْمِنِينَ رِجَالٌ صَدَقُوا۟ مَا عَـٰهَدُوا۟ ٱللَّهَ عَلَيْهِ... ﴾الأحزاب: ٢٣ فألحقناها في سورتها في المصحف . رواه البخاري

(2209) **انس بن مالڪ ﷜ کان روايت آهي تہ حذيفہ بن يمان﷜ عثمان ﷜ وٽ (مدينہ ۾) آيو، جيڪو آرمينا ۽ آذربائيجان فتح ڪرڻ لاءِ شامي ۽ عراقي (فوجين) کي جنگي سامان فراهم ڪري رهيو هو. عراقين ۽ شامين جي قرآن جي قرائت ۾ اختلاف حذيفہ ﷜ کي پريشان ڪري ڇڏيو. انهيءَ امير المؤمنين عثمان ﷜ کي چيو تہ اڳ ان کان جو امت ڪتاب الله جي قرائت بابت اختلاف ڪري، جيئن يهودين ۽ عيسائين اختلاف ڪيو هو، اوهان هن امت جي سنڀال لهو، عثمان رضي الله عنہ (ام المؤمنين) حفصہ رضي الله عنها ڏانهن پيغام موڪليو تہ (اصل) مصحف اسان کي ڏيو تان تہ ان جا وڌيڪ نسخا تيار ڪريون. پوءِ اسين اوهان کي واپس ڪندا سون. انهيءَ مصحف سيدنا عثمان ﷜ ڏانهن موڪليو جنهن زيد بن ثابت، عبدالله بن زبير، سعيد بن عاص، عبدالرحمن بن حارث بن هشام کي حڪم ڏنو ۽ انهن قرآن جا نسخا تيار ڪيا. عثمان ﷜ انهن ٽنهي قريشين جي جماعت کي چيو هو تہ**

**جڏهن توهان جو قرآن جي ڪنهن لفظ ۾ زيد بن ثابت سان اختلاف ٿئي تہ ان لفظ کي قريش جي زبان ۾ لکجو، ڇاڪاڻ تہ قرآن سندن زبان ۾ نازل ٿيو آهي، انهن ائين ئي ڪيو تانجو جڏهن نسخا تيار ڪيائون تہ عثمان ﷜ (اصل) مصحف ام المؤمنين ام حفصہ ڏانهن موڪليو ۽ هر**

علائقي ۾ ان جو تيار ڪيل نقل روانو ڪيو([1]) بين مصحفن جي باري ۾ حڪم ڏنائين ته اهي ساڙيا وڃن (تان ته اختلاف نه ٿئي) ابن شهاب چوي ٿو ته مون کي خارجه بن زيد بن ثابت ٻڌايو ته ان زيد بن ثابت کان ٻڌو ته جڏهن اسين قرآن مجيد لکي رهيا هئاسون ته سوره احزاب جي هڪ آيت مون کي نه لڌي. بيشڪ نبي ﷺ جن کان اها پڙهندي مون ٻڌي هئي. پوءِ اسان ان کي تلاش ڪيو ته خزيمه بن ثابت انصاريءَ وٽ لڌيسون (جيڪا هيءَ آهي) : ايمان وارن مان ڪي ماڻهو آهن جن الله سان ڪيل پنهنجي وعدي کي پورو ڪيو. پوءِ اسان ان کي قرآن مجيد ۾ شامل ڪيو.
(هن کي بخاري روايت ڪيو آهي)

2210- وعن ابن عباس قال : قلت لعثمان بن عفان ما حملكم أن عمدتم إلى الأنفال وهي من المثاني وإلى براءة وهي من المئين فقرنتم بينهما ولم تكتبوا بينهما سطر بسم الله الرحمن الرحيم ووضعتموها في السبع الطول ما حملكم على ذلك فقال عثمان كان رسول الله صلى الله عليه وسلم مما يأتي عليه الزمان وهو تنزل عليه السور ذوات العدد فكان إذا نزل عليه الشيء دعا بعض من كان يكتب فيقول : ضعوا هؤلاء الآيات في السورة التي يذكر فيها كذا وكذا فإذا نزلت عليه الآية فيقول : ضعوا هذه الآية في السورة التي يذكر فيها كذا وكذا . وكانت الأنفال من أوائل ما نزلت بالمدينة وكانت براءة من آخر القرآن وكانت قصتها شبيهة بقصتها فظننت أنها منها فقبض رسول الله صلى الله عليه وسلم ولم يبين لنا أنها منها فمن أجل ذلك قرنت بينهما ولم أكتب بينهما سطر بسم الله الرحمن الرحيم ووضعتها في السبع الطول . رواه أحمد والترمذي وأبو داؤد .

(2210) ابن عباس ﷺ کان روايت آهي ته مون عثمان ﷺ کي چيو ته توهان کي ڪهڙي ڳالهه ان ڳالهه لاءِ آماده ڪيو ته سوره الانفال جيڪا مثاني مان آهي ۽ سوره براءَت جيڪا مئين مان آهي، انهن ٻنهي کي توهان ملائي ڇڏيو ۽ ٻنهي جي وچ ۾ بسم الله جي سٽ نه لکو ۽ توهان ان کي ستن ڊگهين سورتن ۾ رکي ڇڏيو. ان جو ڪهڙو سبب آهي؟ عثمان ﷺ چيو ته رسول الله ﷺ جن اهڙيون سورتون جن جون ڪيتريون آيتون هونديون هيون ۽ جڏهن پاڻ سڳورن تي ڪا آيت نازل ٿيندي هئي ته وحي لکندڙن مان ڪنهن کي گهرائي فرمائيندا هئا ته هنن آيتن کي فلاڻي سورتن ۾ رکو. وري به جڏهن ڪا آيت نازل ٿيندي هئي ته (حڪم) فرمائيندا هئا ته هن کي هتي رکو، جنهن ۾ فلاڻي فلاڻي شيءِ جو ذڪر آهي. سوره انفال انهن سورتن منجهان آهي جيڪي مديني ۾ سڀ کان پهريائين نازل ٿيون ۽ براءَت قرآن پاڪ جي آخر ۾ نازل ٿيندڙ سوره آهي. جيئن ته ٻنهي سورتن جو مضمون هڪ جهڙو آهي ۽ رسول الله ﷺ جن وصال ڪري ويا ۽ اسان کي ٻڌائي نه ويا ته انفال سوره براءة ۾ داخل آهي يا نه؟ ان ڪري مون انهن ٻنهي سورتن کي هڪ هنڌ گڏ ڪري، براءة جي شروع ۾ بسم الله الرحمن الرحيم نه لکي ۽ ان کي ستن ڊگهين سورتن ۾ شامل ڪيو.
(ان کي احمد،ترمذي ۽ ابوداؤد روايت ڪيو آهي)

[1]- هن مام معلوم ٿئي ٿو ته جن ڪتابن ۾ الله پاڪ جا نالا لکيل هجن انهن کي ضعيف ٿيڻ وقت ساڙڻ گهرجي جيئن بي ادبي کان بچاءُ ٿئي. اڄڪلهه پريس ۾ قرآن شريف ۽ حديث جو پروف ڪيندا آهن تن جي تمام گهڻي بي ادبي ٿئي ٿي. ان کان الله پاڪ پناهه ڏئي.

# باب كتاب الدعوات

# كتاب دعائن جي بيان ۾

## فصل پهريون

2211- عن أبي هريرة رضي الله عنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : لكل نبي دعوة مستجابة فتعجل كل نبي دعوته وإني اختبأت دعوتي شفاعة لأمتي إلى يوم القيامة فهي نائلة إن شاء الله من مات من أمتي لا يشرك بالله شيئا . رواه مسلم وللبخاري أقصر منه .

**(2211) ابوهريره ﷛ كان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ هر نبي جي هڪ دعا قبول ٿيندي آهي. پوءِ هر نبي اها دعا جلدي گهري ورتي ۽ مون پنهنجي دعا قيامت جي ڏينهن پنهنجي امت جي شفاعت لاءِ لڪائي رکي آهي. پوءِ اها انشاءَالله منهنجي امت مان هر ان شخص کي پهچڻ واري آهي جيڪو الله تعالیٰ سان شرڪ ڪرڻ کان سواءِ مري ويو.**[1]
**(هن کي مسلم روايت ڪيو آهي ۽ بخاري ۾ ان کان مختصر آهي.)**

2212- وعنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : اللهم إني اتخذت عندك عهدا لن تخلفنيه فإنما أنا بشر فأي المؤمنين آذيته شتمته لعنته جلدته فاجعلها له صلاة وزكاة وقربة تقربه بها إليك يوم القيامة .

**(2212) ابوهريره ﷛ كان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن دعا گهري تہ اي منهنجا الله! بيشڪ مون توکان هڪ عهد ورتو آهي، تون ڪڏهن بہ ان جي پيڪڙي نہ ڪندين. بيشڪ آئون انسان آهيان پوءِ جنهن مؤمن کي مون ايذاءُ ڏنو هجي ان کي گهٽ وڌ ڳالهايو هجي مٿس لعنت ڪئي هجي ۽ ڪيس ماريو هجي تہ ان کي ان جي حق ۾ رحمت پاڪيزگي ۽ قيامت جي ڏينهن پنهنجي قربت جو سبب ڪر.**[2]
**(هن کي بخاري ۽ مسلم روايت ڪيو آهي)**

2213- وعنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : إذا دعا أحدكم فلا يقل : اللهم اغفر لي إن شئت ارحمني إن شئت أرزقني إن شئت وليعزم مسألته إنه يفعل ما يشاء ولا مكره له . رواه البخاري .

**(2213) ابوهريره ﷛ كان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ جڏهن اوهان مان ڪو دعا گهري تہ هن طرح نہ چوي تہ اي منهنجا الله! جيڪڏهن گهرين تہ مون کي بخش ۽ جيڪڏهن گهرين تہ مون تي رحم ڪر ۽ جيڪڏهن گهرين تہ مون کي رزق ڏي پر عاجز ۽ عزم سان دعا گهري ڇاڪاڻ تہ الله تعالیٰ جيڪي چاهيندو آهي سو ڪندو آهي. مٿس ڪو زبردستي ڪندڙ نہ آهي.**
**(هن کي بخاري روايت ڪيو آهي)**

---

[1]- هن حديث مان شرڪ جي برائي ثابت ٿئي ٿي جيئن تہ ٻين گناهن لاءِ شفاعت آهي باقي شرڪ ۽ ڪفر لاءِ شفاعت ڪانهي.
[2]- هن حديث سڳوري مان هي معلوم ٿئي ٿو تہ انسان ۾ جيڪو غصہ ۽ ڪاوڙ ٿئي ٿي، سو نبي ﷺ ۾ بہ هو مگر اهو غصو ۽ ڪاوڙ مؤمن جي حق ۾ رحمت ۽ ٻاجهہ جو سبب هو.

2214- وعنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : إذا دعا أحدكم فلا يقل : اللهم اغفر لي إن شئت ولكن ليعزم وليعظم الرغبة فإن الله لا يتعاظمه شيء أعطاه . رواه مسلم .

(2214) **سيدنا ابوهريره ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايوتہ جڏهن اوهان مان ڪو دعا گهري، تڏهن هن طرح نہ چوي تہ اي منهنجا الله! جيڪڏهن گهرين تہ مون کي بخش بلڪ عاجزي ۽ رغبت سان وڏي شيءِ گهري. ڇاڪاڻ تہ الله تعالیٰ کا بہ شيءِ ڏيڻ ان لاءِ مشڪل نہ آهي. (هن کي مسلم روايت ڪيو آهي)**

2215- وعنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : يستجاب للعبد ما لم يدع بإثم أو قطيعة رحم ما لم يستعجل. قيل : يا رسول الله ما الاستعجال ؟ قال : يقول : قد دعوت وقد دعوت فلم أر يستجاب لي فيستحسر عند ذلك ويدع الدعاء . رواه مسلم .

(2215) **ابوهريره ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ جيستائين ٻانهو گناهہ يا مٽي ٽوڙڻ جي دعا نہ گهرندو، سندس دعا قبول ڪئي ويندي بشرطيڪ جلد بازي نہ ڪري. عرض ڪيو ويو تہ جلد بازي مان ڇا مراد آهي؟ فرمايائون تہ (ٻانهو) چوي بيشڪ مون (بار بار) دعا گهري. پر قبوليت جا آثار نظر نہ آيا، پوءِ مايوس ٿي ۽ دعا گهرڻ ڇڏي ڏي[1]**

2216- وعن أبي الدرداء رضي الله عنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : دعوة المسلم لأخيه بظهر الغيب مستجابة عند رأسه ملك موكل كلما دعا لأخيه بخير قال الملك الموكل به : آمين ولك بمثل . رواه مسلم .

(2216) **ابودرداءِ ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ مسلمان پنهنجي ڀاءُ جي غير موجودگيءَ ۾ دعا ڪري تہ اها قبول ٿيندي آهي.[2] دعا گهرندڙ شخص جي مٿان فرشتو مقرر هوندو آهي. جڏهن اهو پنهنجي ڀاءُ لاءِ خير برڪت جي دعا گهرندو آهي تہ فرشتو دعا تي آمين چوندو آهي ۽ پڻ چوندو آهي تہ ساڳيءَ طرح توکي بہ حاصل ٿئي. (هن کي مسلم روايت ڪيو آهي*)**

2217- وعن جابر قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : لا تدعوا على أنفسكم ولا تدعوا على أولادكم لا توافقوا من الله ساعة يسأل فيها عطاء فيستجيب لكم . رواه مسلم وذكر حديث ابن عباس : اتق دعوة المظلوم . في كتاب الزكاة .

(2217) **جابر بن عبدالله ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايوتہ نہ پاڻ کي بد دعا ڏيو، نہ پنهنجي اولاد کي بد دعا ڏيو ۽ نہ ئي پنهنجي مال متاع کي بد دعا ڏيو. ائين نہ ٿئي جو وقت اهڙو هجي جنهن ۾ الله کان جيڪي گهرجي، سو اوهان کي ڏئي ڇڏي.**

---

[1]- دعا ۾ جلد قبوليت جي تمنا نہ ڪرڻ گهرجي ڇاڪاڻ تہ الله ئي ڄاڻي ٿو تہ دعا جي قبوليت ۾ ٻانهي جي لاءِ ڪهڙو عرصو مفيد آهي.

[2]- مسلمان ڀاءُ لاءِ پرپٺ دعا گهرڻ ۾ بہ فائدا آهن هڪ پنهنجي مسلمان ڀاءُ لاءِ دعا ۽ ٻي ساڳي دعا هن جي لاءِ بہ آهي جيئن ملائڪ سڳوري جي زباني آهي.

(ان کي مسلم روايت ڪيو. ڪتاب الزڪوٰة ۾ ابن عباس ؓ جي حديث: ”اتق دعوة المظلوم“ بيان ڪئي وئي)([1])

# فصل ٻيو

2218- عن النعمان بن بشير قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : الدعاء هو العبادة ثم قرأ : ﴿ وَقَالَ رَبُّكُمُ ادْعُونِيٓ أَسْتَجِبْ لَكُمْ ...﴾غافر: ٦٠ رواه أحمد والترمذي وأبو داود والنسائي وابن ماجه .

(2218) **نعمان بن بشير ؓ کان روايت آهي ته رسول اللهﷺ جن فرمايوته دعا ئي عبادت آهي، پوءِ پاڻ آيت:” وقال ربكم ادعوني استجبلكم“ پڙهيائون يعني توهان جو رب فرمائي ٿو ته مون کي پڪاريو ته توهان جي دعا قبول ڪريان.**

**(ان کي احمد، ترمذي، ابوداؤد، نسائي ۽ ابن ماجه روايت ڪيو.)**

وعن أنس قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : الدعاء مخ العبادة. رواه الترمذي .

(2219) **انس ﷺ کان روايت آهي ته رسول ﷺ جن فرمايوته دعا عبادت جو مغز آهي**([2])

**(ان کي ترمذيءَ روايت ڪيو آهي)**

**فائدو**: **سند ۾ راوي ابن لهيعه جو حافظو خراب آهي.(مرعاة:** 4-493/5)

2220- وعن أبي هريرة رضي الله عنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : ليس شيء أكرم على الله من الدعاء .

(2220) **ابوهريره ؓ کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته الله تعالىٰ وٽ دعا کان وڌيڪ ڪا ٻي شيءِ شرف واري نه آهي.**

**(ان کي ترمذيءَ، ابن ماجه روايت ڪيو. ترمذي چوي ٿو هيءَ حديث حسن غريب آهي)**

2221- وعن سلمان الفارسي قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : لا يرد القضاء إلا الدعاء ولا يزيد في العمر إلا البر. رواه الترمذي .

(2221) **سلمان فارسي ؓ کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته تقدير**([3]) **کي دعا ئي ٽاري ٿي ۽ عمر کي صله رحمي ئي وڌائي ٿي.**

**(ان کي ترمذيءَ روايت ڪيو)**

2222- وعن ابن عمر رضي الله عنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : إن الدعاء ينفع مما نزل ومما لم ينزل فعليكم عباد الله بالدعاء . رواه الترمذي .

---

[1]- هن حديث مان معلوم ٿئي ٿو ته نادان ماڻهو ڪاوڙ ۾ غصي جي وقت جيڪا پٽ ڪن ٿا سا چڱي نه آهي.

[2]- هن حديث مان معلوم ٿئي ٿو ته غير الله کان دعا گهرڻ غير الله جي عبادت آهي غير الله جي عبادت بالاتفاق شرڪ آهي. جيڪو ماڻهو بزرگن کان دعا گهري ٿو مون کي پٽ ڏي دولت ۽ صحت ڏي ته اهو مشرڪ آهي.

[3]- تقديرون 2 آهن. هڪڙي تقدير نه بدلبي. ٻي تقدير کن چڱن ڪمن ۽ دعائن ساڻ بدلبي آهي.

(2222) **ابن عمر ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: بيشڪ دعا ان مصيبت کي بہ فائدو ڏئي يعني ٽاري ٿي جيڪا نازل ٿي آهي ۽ ان کي بہ ٽاري ٿي جيڪا نازل نہ ٿي آهي. ان ڪري الله جا ٻانهؤ! پاڻ تي (ڪثرت سان ) دعا گهرڻ لازم ڪريو.**

**(ان کي ترمذيءَ روايت ڪيو- اها حديث معاذ بن جبل ﷛ جي حوالي سان روايت ڪئي آهي ۽ ترمذيءَ چيو تہ هيءَ حديث حسن غريب آهي)**

فائدو: **سند ۾ راوي عبدالرحمن بن ابوبڪر قرشي ضعيف آهي(مرعاة:402/5-4) ۽ راوي اسماعيل بن عياش جي حديث اهل حجاز کان ضعيف هوندي آهي. (مرعاة:172/5-4)**

2223- ورواه أحمد عن معاذ بن جبل . وقال الترمذي هذا حديث غريب

2224- وعن جابر رضي الله عنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : ما من أحد يدعو بدعاء إلا آتاه الله ما سأل أو كف عنه من السوء مثله ما لم يدع بإثم أو قطيعة رحم . رواه الترمذي .

(2224) **جابر ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايوتہ: جيڪو بہ شخص ڪا دعا گهري ٿو تہ الله تعالىٰ ان کي اها عطا ڪري ٿو يا ان جي بدلي ۾ ان تان ايتري مصيبت ٽاري ٿو جيستائين گناهہ يا مٽي ٽوڙڻ جي دعا نہ گهري.**

**(ان کي ترمذيءَ روايت ڪيو)**

فائدو: **سند ۾ راوي ابن لهيعہ ضعيف آهي (مرعاة:403/5-4)**

2225- وعن ابن مسعود رضي الله عنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : سلوا الله من فضله فإن الله يحب أن يسأل وأفضل العبادة انتظار الفرج . رواه الترمذي وقال هذا حديث غريب .

(2225) **ابن مسعود ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايوتہ: الله تعالىٰ کان ان جوفضل گهرو، ڇاڪاڻ تہ الله تعالىٰ اها ڳالهہ پسند فرمائي ٿو تہ ان کان گهريو وڃي ۽ بهترين عبادت (مصيبت) ٽرڻ جو انتظار آهي.**

**(ترمذيءَ چيو تہ هيءَ حديث غريب آهي)**

فائدو: **سند ۾ راوي حماد بن واقد عيشي ضعيف ۽ منڪر الحديث آهي (مرعاة:403/5-4)**

2226- وعن أبي هريرة قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : من لم يسأل الله يغضب عليه . رواه الترمذي .

(2226) **ابوهريره ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايوتہ: جيڪو شخص الله کان نٿو گهري ان تي الله تعالىٰ ناراض[1] ٿئي ٿو.**

**(هن کي ترمذيءَ روايت ڪيو)**

2227- وعن ابن عمر رضي الله عنهما قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : من فتح له منكم باب الدعاء فتحت له أبواب الرحمة وما سئل الله شيئا يعني أحب إليه من أن يسأل العافية . رواه الترمذي .

[1]- ڇاڪاڻ تہ بندگي ان ڪري ڪجي ٿي تہ ڪجهہ مالڪ کان گهرجي. جيڪو نٿو گهري گوياڪ غرور ۽ تڪبر ڪري ٿو جيڪو هرگز الله کي پسند نہ آهي.

(2227) **ابن عمر** ﷛ **کان روايت آهي تہ رسول الله** ﷺ **جن فرمايو تہ: توهان مان جنهن جي لاءِ دعا جو دروازو کوليو ويو ان لاءِ رحمت جا دروازا کلي ويا ۽ الله تعالىٰ عافيت کان وڌيڪ ڪا بہ شيءِ گهرڻ کي پسند نٿو ڪري.**

**(هن کي ترمذيءَ روايت ڪيو)**

2228- وعن أبي هريرة رضي الله عنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : من سره أن يستجيب الله له عند الشدائد فليكثر الدعاء في الرخاء. رواه الترمذي وقال : هذا حديث غريب

(2228) **ابوهريره** ﷛ **کان روايت آهي تہ رسول الله** ﷺ **جن فرمايو تہ: جيڪو شخص پسند ڪري ٿو تہ الله تعالىٰ مصيبتن جي وقت سندس دعا قبول فرمائي ان کي گهرجي تہ ڪشادگيءَ جي وقتن ۾ وڌ ۾ وڌ دعا گهري.**

**(ان کي ترمذي روايت ڪيو ۽ ترمذيءَ چيو تہ هيءَ حديث غريب آهي.)**

2229- وعنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : ادعوا الله وأنتم موقنون بالإجابة واعلموا أن الله لا يستجيب دعاء من قلب غافل لاه . رواه الترمذي وقال : هذا حديث غريب .

(2229)**ابوهريره** ﷛ **کان روايت آهي تہ رسول الله** ﷺ **جن فرمايو تہ: دعا قبوليت جي يقين سان گهرو ۽ چڱيءَ طرح ڄاڻو تہ الله تعالىٰ غافل، بيپرواهہ دل مان نڪتل دعا قبول نٿو ڪري.**

**(ان کي ترمذيءَ روايت ڪيو ۽ چيائين تہ هيءَ حديث غريب آهي)**

فائدو: **سند ۾ راوي صالح بن بشير ضعيف آهي.(مرعاة:4-404/5)**

2230- وعن مالك بن يسار قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : إذا سألتم الله فاسألوه ببطون أكفكم ولا تسألوه بظهورها .

(2230) **مالڪ بن يسار** ﷛ **کان روايت آهي تہ رسول الله** ﷺ **جن فرمايو تہ: جڏهن توهان الله کان سوال ڪريو تہ هٿ سامهون ۽ سڌا ڪري سوال ڪريو ۽ هٿ اونڌا ڪري سوال نہ ڪندا ڪريو. ابوداؤد سيدنا ابن عباس کان جيڪا روايت آندي آهي ان ۾ هي لفظ آهن تہ: پاڻ سڳورن فرمايو تہ الله کان هٿ سڌا ڪري دعا گهرو، هٿ اونڌا ڪري ان کان دعا نہ گهرو. پوءِ جڏهن دعا کان فارغ ٿيو تہ پنهنجن چهرن تي هٿ ڦيرايو.**

فائدو: **سند ۾ راوي عبداللهبن يعقوب بن اسحاق جو حال معلوم نہ آهي. (مرعاة:4-405/5)**

2231- وفي رواية ابن عباس قال : سلوا الله ببطون أكفكم ولا تسألوه بظهورها فإذا فرغتم فامسحوا بها وجوهكم. رواه داؤد .

2232- وعن سلمان قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : إن ربكم حيي كريم يستحيي من عبده إذا رفع يديه إليه أن يردهما صفرا . رواه الترمذي وأبو داود والبيهقي في الدعوات الكبير .

(2232) **سلمان** ﷛**کان روايت آهي تہ رسول الله** ﷺ **جن فرمايو تہ: بيشڪ توهان جو رب حيادار،ٻاجهارو آهي.جڏهن ٻانهو دعا لاءِ هٿ مٿي ڪڻندو آهي تہ ان کي حياءُ ٿيندو آهي تہ سندس هٿن کي خالي موٽايان.**

**(هن کي ترمذي، ابوداؤد ۽ بيهقيءَ الدعوات الڪبير ۾ بيان ڪيو)**

2233- وعن عمر رضي الله عنه قال : كان رسول الله صلى الله عليه وسلم إذا رفع يديه في الدعاء لم يحطهما حتى يمسح بهما وجهه . رواه الترمذي .

(2233) **عمر ﷛ کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن جڏهن دعا ۾ هٿ مٿي ڪٽندا هئا ته انهن کي پنهنجي چهري تي گهمائڻ کان پوءِ هيٺ ڪندا هئا**[1]

**(هن کي ترمذيءَ روايت ڪيو)**

2234- وعن عائشة رضي الله عنها قالت : كان رسول الله صلى الله عليه وسلم يستحب الجوامع من الدعاء ويدع ما سوى ذلك . رواه أبو داود .

(2234) **عائشه رضي الله عنها کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن جامع ڪلمات واريون دعائون پسند ڪندا هئا. (ان کان سواءِ ٻيون ڇڏي ڏيندا هئا)**

**(ان کي ابوداؤد روايت ڪيو)**[2]

2234- وعن عبد الله بن عمرو قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : إن أسرع الدعاء إجابة دعوة غائب لغائب. رواه الترمذي وأبو داؤد .

(2234) **عبدالله بن عمر رضي الله عنهما کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته: سڀ کان جلد اها دعا قبول ٿيندي آهي جيڪا غائب شخص پنهنجي غير موجود (ڀاءُ) لاءِ گهري.**

**(هن کي ترمذي ۽ ابوداؤد روايت ڪيو)**

فائدو: **سند ۾ راوي عبدالرحمن بن زياد بن انعم ضعيف آهي.(مرعاة:4-406/5)**

2235- وعن عمر بن الخطاب رضي الله عنه قال استأذنت النبي صلى الله عليه وسلم في العمرة فأذن لي وقال : أشركنا يا أخي في دعائك و لا تنسنا . فقال كلمة ما يسرني أن لي بها الدنيا . رواه أبو داود والترمذي وانتهت روايته عند قوله لا تنسنا .

(2235) **عمر بن خطاب ﷛ کان روايت آهي ته مون رسول الله ﷺ جن کان عمري جي اجازت طلب ڪئي. مون کي اجازت ڏنائون ۽ فرمايائون ته اي منهنجا ڀائڙا!**[3] **پنهنجي دعا ۾ اسان کي به شريڪ ڪجانءِ ۽ اسان کي نه وسارجانءِ. پاڻ سڳورن اهڙا الفاظ فرمايا جو مون کي اها ڳالهه پسند نه آئي ته ان جي بدلي ۾ مون کي پوري دنيا ملي. هن کي ابوداؤد ۽ ترمذيءَ بيان ڪيو. ترمذيءَ جي روايت هنن لفظن تائين آهي:" ۽ اسان کي نه وسارجانءِ."**

فائدو: **سند ۾ راوي عاصم بن عبيدالله بن عاصم عدوي ضعيف آهي(مرعاة:4-407/5)**

---

[1]- هن حديث سڳوري مان معلوم ٿيو ته هٿ مٿي ڪٽي پوءِ منهن تي ڦيرڻ سنت آهي.
[2]- پاڻ نبي اڪرم ﷺ جن گهڻو ڪري جامع دعائون گهرندا هئا ۽ ڪڏهن ڪڏهن خاص مطلب واريون دعائون گهرڻ به ثابت آهن.
[3]- هن مان سيدنا عمر ﷛ جي بزرگي ثابت ٿئي ٿي.
[4]- جيڪو مظلوم تي ظلم ڪري ٿو سو ڄڻ الله سان جنگ جوٽي ٿو ۽ جيڪو الله سان جنگ جوٽي ٿو ان جو ڪهڙو حال ٿيندو؟!!

2236- وعن أبي هريرة قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : ثلاثة لا ترد دعوتهم : الصائم حين يفطر والإمام العادل ودعوة المظلوم يرفعها الله فوق الغمام وتفتح لها أبواب السماء ويقول الرب : وعزتي لأنصرنك ولو بعد حين . رواه الترمذي .

(2236) **ابوهريره ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: ٽن ڄڻن جي دعا رد نٿي ٿئي:1- روزيدار جڏهن روزو کولي ٿو،2- مظلوم([1]) جڏهن دعا گهري ٿو تہ الله ان دعا کي ڪڪرن کان مٿي گهرائيندو آهي ۽ ان لاءِ آسمان جا دروازا کوليا ويندا آهن ۽ فرمائيندو آهي تہ مون کي پنهنجي عزت جو قسم! ضرور تنهنجي مدد ڪندس جيتوڻيڪ هڪ عرصي کان بعد.**
**(هن کي ترمذيءَ روايت ڪيو)**
**فائدو: زياد طائي راوي مجهول آهي.(مرعاة**:4-407/5)

2237- وعنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : ثلاث دعوات مستجابات لا شك فيهن : دعوة الوالد ودعوة المسافر ودعوة المظلوم. رواه الترمذي وأبو داود وابن ماجه

(2237) **ابوهريره ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: ٽن قسمن جون دعائون قبول ٿين ٿيون جنهن ۾ ڪو شڪ نہ آهي: 1- اولاد لاءِ والدين جي دعا،2- مسافر جي دعا،3- مظلوم جي دعا.**
**(هن کي ترمذي، ابوداؤد، ابن ماجہ روايت ڪيو آهي)**

## فصل ٽيون

2238- عن أنس رضي الله عنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : ليسأل أحدكم ربه حاجته كلها حتى يسأله شسع نعله إذا انقطع . زاد في رواية عن ثابت البناني مرسلا حتى يسأله الملح وحتى يسأله شسعه إذا انقطع. رواه الترمذي

(2238) **انس ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: توهان مان هر هڪ کي پنهنجي هر ضرورت تانجو جڏهن جتيءَ جي ڪنهي ڇڇي پئي تہ اها بہ الله کان طلب ڪرڻ گهرجي. ثابت بناني جي مرسل روايت ۾ (هي الفاظ) آهن تہ تانجو لوڻ بہ الله کان گهري ۽ تانجو جتيءَ جي ڪنهي ڇڇي پوي تہ اها بہ ان کان گهري.**
**(ان کي ترمذيءَ روايت ڪيو)**

2239- وعن أنس قال : كان رسول الله صلى الله عليه وسلم يرفع يديه في الدعاء حتى يرى بياض إبطيه .

(2239) **انس ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن دعا ۾ هٿ ايترو مٿي ڪڻندا هئا جو سندن بغلن جي اڇاڻ نظر ايندي هئي.**

2240- وعن سهل بن سعد عن النبي صلى الله عليه وسلم قال : كان يجعل أصبعيه حذاء منكبيه ويدعو .

(2230) **سهل بن سعد نبي ﷺ جن کان روايت ڪري ٿو ته پاڻ دعا گهرڻ وقت پنهنجيون ٻه آڱريون ڪلهن([1]) جي برابر مٿي کڻندا هئا.**

2241- وعن السائب بن يزيد عن أبيه أن النبي صلى الله عليه وسلم كان إذا دعا فرفع يديه مسح وجهه بيديه روى البيهقي الأحاديث الثلاثة في الدعوات الكبير.

(2241) **سائب بن يزيد پنهنجي پيءُ کان اهو نبي ﷺ جن کان روايت ڪري ٿو ته جڏهن پاڻ سڳورا دعا گهرندا هئا ته پنهنجا هٿ مٿي کڻي چهري تي ڦيرائيندا هئا.**

**(اهي ٽئي حديثون بيهقيءَ الدعوات الڪبير ۾ روايت ڪيون)**

**فائدو: سائب بن يزيد کان مروي حديث جي سند ضعيف آهي، راوي عبدالله بن لهيعه ضعيف آهي. دعا کان پوءِ منهن تي هٿ ڦيرائڻ جي حديث صحيح نه آهي) (ڏسو ارواء الغليل حديث:426-427)**

2242- وعن عكرمة عن ابن عباس رضي الله عنهما قال : المسألة أن ترفع يديك حذو منكبيك أو نحوهما والاستغفار أن تشير بأصبع واحدة والابتهال أن تمد يديك جميعا وفي رواية قال: والابتهال هكذا ورفع يديه وجعل ظهورهما مما يلي وجهه. رواه أبو داؤد.

(2242) **عڪرمه ابن عباس کان روايت ڪري ٿو ته دعا هيءَ آهي ته تون پنهنجا ٻئي هٿ پنهنجي ڪلهن جي برابر يا ان جي قريب مٿي کڻين ۽ استغفار هي آهي ته تون ڏسٽي آڱر سان اشارو ڪرين ۽ دعا ۾ گريه زاري هيءَ آهي ته هڪ ساٿ پنهنجا ٻئي هٿ ڊگها ڪرين ۽ هڪ روايت ۾ آهي ته چيائين ته گريه زاري هن طرح آهي ۽ ٻئي هٿ مٿي ڪيائين ۽ ٻنهي هٿن جا پويان پاسا چهري ڏانهن ڪيائين.**

**ان کي ابوداؤد روايت ڪيو)**

2243- وعن ابن عمر أنه يقول : إن رفعكم أيديكم بدعة ما زاد رسول الله صلى الله عليه وسلم على هذا يعني إلى الصدر رواه أحمد

(2243) **عبدالله بن عمر رضي الله عنهما جي باري ۾ روايت آهي ته چوندو هو ته (دعا ۾ جيئن) توهان هٿ مٿي کڻو ٿا اها بدعت آهي.([2]) نبي ﷺ جن هن کان يعني سيني کان مٿي هٿ نه کڻندا هئا.**

**(ان کي احمد روايت ڪيو)**

**فائدو: سند ۾ راوي بشر بن حرب ضعيف آهي(مرعاة:4-410/5)**

2244- وعن أبي بن كعب قال : كان رسول الله صلى الله عليه وسلم إذا ذكر أحدا فدعا له بدأ بنفسه رواه الترمذي وقال هذا حديث حسن غريب صحيح .

---

[1]- هن حديث سڳوري مان ڪلهن برابر هٿ مٿي کڻڻ ثابت ٿين ٿا ۽ گهڻو ڪري نبي ﷺ ائين ئي ڪندا هئا جيئن سيدنا انس جي مينهن ۽ ٻين خاص موقعن جي دعا لاءِ آيل آهي.

[2]- يعني هر دعا ۾ تمام مٿي هٿ کڻڻ بدعت آهي. هن ۾ مينهن ۾ نمازواري دعا شامل نه آهي.

(2244) ابيّ بن ڪعب ﷛ کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن جڏهن ڪنهن لاءِ دعا ڪندا هئا ته پهريائين پنهنجي لاءِ دعا ڪندا هئا.
(ان کي ترمذيءَ روايت ڪيو ۽ چيائين ته حديث حسن غريب صحيح آهي)

2245- وعن أبي سعيد الخدري أن النبي صلى الله عليه وسلم قال : ما من مسلم يدعو بدعوة ليس فيها إثم ولا قطيعة رحم إلا أعطاه الله بها إحدى ثلاث : إما أن يعجل له دعوته وإما أن يدخرها له في الآخرة وإما أن يصرف عنه من السوء مثلها قالوا : إذن نكثر قال : الله أكثر . رواه أحمد

(2245) ابو سعيد خدري ﷛ کان روايت آهي ته نبي ﷺ جن فرمايو ته مسلمان جيڪا به دعا ڪندو (بشرطيڪ) ان ۾ گناهه يا مٽي توڙڻ جي ڳالهه نه هجي ته الله تعالىٰ ڪيس ٽن ڳالهين مان هڪ عطا ڪندو آهي:1- يا جلد ان جي دعا قبول ڪندو آهي،2- يا ان کي آخرت لاءِ ذخيرو ڪندو آهي، 3- يا ان تان ان جهڙي مصيبت ٽاريندو آهي. عرض ڪيائون ته پوءِ ته اسان وڌ ۾ وڌ دعائون گهرنداسون. فرمايائون ته الله (جو فضل) گهڻو آهي(احمد)

2246- وعن ابن عباس رضي الله عنهما عن النبي صلى الله عليه وسلم قال خمس دعوات يستجاب لهن : دعوة المظلوم حتى ينتصر ودعوة الحاج حتى يصدر ودعوة المجاهد حتى يقعد ودعوة المريض حتى يبرأ ودعوة الأخ لأخيه بظهر الغيب . ثم قال : وأسرع هذه الدعوات إجابة دعوة الأخ لأخيه بظهر الغيب . رواه البيهقي في الدعوات الكبير .

(2246) ابن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي ته نبي ﷺ جن فرمايو ته پنج دعائون قبول پونديون آهن: 1- مظلوم جي دعا تان جو (ظالم کان) بدلو وٺي،2- حاجيءَ جي دعا تانجو گهر واپس اچي،3- مجاهد جي دعا تانجو گهر فارغ ٿي اچي،4- بيمار جي دعا تانجو تندرست ٿئي،5- پنهنجي غير موجود ڀاءُ لاءِ دعا گهرڻ. پوءِ فرمايائون ته سڀ کان جلد قبول ٿيندڙ دعا آهي جيڪا پرپٺ پنهنجي ڀاءُ لاءِ گهرجي.
(ان کي بيهقيءَ الدعوات الڪبير ۾ روايت ڪيو)

# باب ذكرالله عزوجل و التقرب اليہ

# الله جي ذڪر ۽ ان جي قرب حاصل ڪرڻ جو بيان

## فصل پهريون

2247- عن أبي هريرة وأبي سعيد رضي الله عنهما قالا : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : لا يقعد قوم يذكرون الله إلا حفتهم الملائكة وغشيتهم الرحمة ونزلت عليهم السكينة وذكرهم الله فيمن عنده . رواه مسلم .

(2247) ابوهريره ۽ ابو سعيد خدري رضي الله عنهما کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته: (جڏهن) ڪي ماڻهو الله جي ذڪر لاءِ ويهندا آهن ته فرشتا انهن کي ويڙهي ويندا[1] آهن.

[1]- هن مان الله جي ذڪر جي وڏي فضيلت ثابت ٿئي ٿي. قرآن ۽ حديث پڙهڻ ۽ الله پاڪ جو نالو وٺڻ ۽ وعظ نصيحت ڪرڻ ۽ درود ڪلمو ۽ نماز پڙهڻ سڀئي ذڪر ۾ داخل آهن.

**۽ الله جي رحمت مٿن سايو ڪندي آهي ۽ انهن تي سڪينت نازل ٿيندي آهي ۽ انهن جو ذڪر الله تعالىٰ پنهنجن فرشتن وٽ ڪندو آهي.**
**(ان کي مسلم روايت ڪيو)**

2248- وعن أبي هريرة قال : كان رسول الله صلى الله عليه وسلم يسير في طريق مكة فمر على جبل يقال له : جمدان فقال : سيروا هذا جمدان سبق المفردون . قالوا : وما المفردون ؟ يا رسول الله قال : الذاكرون الله كثيرا والذاكرات . رواه مسلم

(2248) **ابوهريره ﷺ ڪان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن مڪي جي رستي تان (مسافريءَ دوران) گذري رهيا هئا. پوءِ "جمدان" ([1]) نالي جبل وٽان لنگهيا تہ ارشاد فرمايائون تہ هلندا رهو هي "جمدان" اچي ويو. مفرد ماڻهو گوءِ کٽي ويا. عرض ڪيو ويو تہ اي الله جا رسول ﷺ! اهي مفرد ڪير آهن؟ فرمايائون تہ اهي مرد ۽ عورتون جيڪي الله تعالىٰ کي وڌ ۾ وڌ ياد ڪن ٿا.**

2249- وعن أبي موسى قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : مثل الذي يذكر ربه والذي لا يذكر مثل الحي والميت .

(2249) **ابو موسىٰ ﷺ ڪان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جيڪو شخص پنهنجي رب کي ياد ڪري ٿو ۽ جيڪو ان کي ياد نٿو ڪري انهن جو مثال جيئري ۽ مئل جو آهي.**
**(بخاري و مسلم)**

2250- وعن أبي هريرة قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : يقول الله تعالى : أنا عند ظن عبدي بي وأنا معه إذا ذكرني فإن ذكرني في نفسه ذكرته في نفسي وإن ذكرني في ملأ ذكرته في ملأ خير منهم .

(2250) **ابوهريره ﷺ ڪان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: الله تعالىٰ فرمائي ٿو تہ: ٻانهو منهنجي باري ۾ جيڪو گمان ڪري ٿو آئون ان سان ان مطابق معاملو ڪريان ٿو.([2]) جڏهن اهو مون کي ياد ڪندو آهي تہ ان سان گڏ هوندو آهيان. جيڪڏهن مون کي پنهنجي جيءَ ۾ ياد ڪندو آهي تہ آئون بہ ان کي پنهنجي جيءَ ۾ ياد ڪندو آهيان. ۽ اگر ڪنهن جماعت ۾ (ياد ڪندو آهي تہ) تہ آءٌ ڪيس ان ڪان بهتر جماعت ۾ ياد ڪندو آهيان.**
**(بخاري و مسلم)**

2251- وعن أبي ذر رضي الله عنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " يقول الله تعالى : من جاء بالحسنة فله عشر أمثالها وأزيد ومن جاء بالسيئة فجزاء سيئة مثلها أو أغفر ومن تقرب مني شبرا تقربت منه ذراعا ومن تقرب مني ذراعا تقربت منه باعا ومن أتاني يمشي أتيته هرولة ومن لقيني بقراب الأرض خطيئة لا يشرك بي شيئا لقيته بمثلها مغفرة " . رواه مسلم

---

[1]- جمدان جبل جي پرسان ٻيو ڪو جبل ڪونہ هو. الله پاڪ جي ذڪر کي پسند ڪندڙ رات جي وقت اڪيلا ويهي الله پاڪ جو ذڪر ڪندا آهن. جن کي نبي ﷺ مفرد يعني اڪيلا رهندڙ چيو آهي ۽ جمدان جو بيان بہ ان مناسبت سبب ڪيو اٿن.

[2]- الله پاڪ تي ڀروسو ۽ يقين ٻانهي جي دعا قبول ڪرڻ جا وڏا ذريعا آهن ٻي صورت ۾ ٻانهي جي دعا نہ قبول ڪرڻ جي ڪري الله پاڪ تي ميار نہ آهي.

(2251) **ابوذر ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو الله تعالىٰ فرمائي ٿو تہ: جنهن هڪ نيڪي ڪئي ان کي ڏهوڻو بلڪ ان کان بہ وڌيڪ (اجر) ملندو ۽ جيڪو هڪ برائي ڪندو ان کي ان جي برابر بدلو ملندو ۽ جنهن شخص (اطاعت ڪندي) هڪ گرانٺ برابر منهنجو قرب حاصل ڪيو آئون هڪ هٿ برابر ان جي قريب اچان ٿو ۽ جيڪو مون وٽ هلي ايندو، آئون ان وٽ ڊوڙندو اچان ٿو ۽ جيڪو مون وٽ زمين پري گناهہ کڻي ايندو، بشرطيڪ مون سان ڪنهن کي شريڪ نہ ڪري تہ آئون ان جيتري مغفرت کڻي ان سان ملندس.**
**(ان کي مسلم روايت ڪيو)** ([1])

2252- وعن أبي هريرة قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : إن الله تعالى قال : من عادى لي وليا فقد آذنته بالحرب وما تقرب إلي عبدي بشيء أحب إلي مما افترضت عليه وما يزال عبدي يتقرب إلي بالنوافل حتى أحبه فإذا أحببته كنت سمعه الذي يسمع به وبصره الذي يبصر به ويده التي يبطش بها ورجله التي يمشي بها وإن سألني لأعطينه ولئن استعاذني لأعيذنه وما ترددت عن شيء أنا فاعله ترددي عن نفس المؤمن يكره الموت وأنا أكره مساءته ولا بد له منه . رواه البخاري .

(2252) **ابوهريره ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو، الله تعالىٰ فرمائي ٿو تہ جنهن منهنجي دوست سان دشمني ڪئي، ان سان منهنجو ويڙهہ جو اعلان آهي ۽ منهنجو ٻانهو ڪنهن فرمانبرداريءَ سان منهنجو قرب حاصل نٿو ڪري جيڪا مون کي فرضن کان وڌيڪ پسند هجي ۽ منهنجو ٻانهو هميشہ نفلي عبادتون ڪندي منهنجو قرب حاصل ڪندو آهي.([2]) تانجو آئون ان کي محبوب ڄاڻندو آهيان تہ آئون ان جو ڪن ٿي ويندو آهيان جنهن سان ٻڌندو آهي، آئون ان جي اک ٿي ويندو آهيان جنهن سان ڏسندو آهي، آئون جو هٿ ٿي ويندو آهيان جنهن سان هو پڪڙيندو آهي، آئون ان جو پير ٿي ويندو آهيان جنهن سان هلندو آهي.جيڪڏهن مون کان سوال ڪندو آهي تہ آئون ان جو سوال پورو ڪندو آهيان. جيڪڏهن مون کان پناهہ طلب ڪندو آهي تہ آئون ان کي پناهہ ڏيندو آهيان ۽ مون ڪڏهن ڪنهن ڪم ڪرڻ ۾ ايترو فڪر نہ ڪيو، جيترو پنهنجي مؤمن ٻانهي جو روح قبض ڪرڻ ۾ فڪر ڪندو آهيان ڇاڪاڻ تہ اهو موت کي پسند نہ ڪندو آهي ۽ آئون ان جي ناپسند کي پاڻ بہ ناپسند ڪندو آهيان پر موت کانسواءِ ڪا واٽ نہ آهي.**
**(ان کي بخاري روايت ڪيو)**

2253- وعنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " إن لله ملائكة يطوفون في الطرق يلتمسون أهل الذكر فإذا وجدوا قوما يذكرون الله تنادوا : هلموا إلى حاجتكم " قال : " فيحفونهم بأجنحتهم إلى السماء الدنيا " قال : " فيسألهم ربهم وهو أعلم بهم : ما يقول عبادي ؟ " قال : " يقولون : يسبحونك ويكبرونك ويحمدونك

---

[1]- هن حديث سڳوري ۾ چڱن ڪمن جي ترغيب آهي جنهن جي ڪري ٻانهو الله سائين جي ويجهو ٿئي ٿو ۽ ايتري رحمت جي لائق ٿئي ٿو جيڪا بيان ڪرڻ کان ٻاهر آهي.

[2]- هن حديث سڳوري ۾ اهو مقام بيان ڪيو ويو آهي جنهن کي علم سلوڪ ۾ فنا في الله چون ٿا.جڏهن ٻانهو گهڻي عبادت ڪري قبول پوي ٿو. تڏهن الله پاڪ ان جي ڪن هٿ ۽ پيرن جو محافظ ٿئي ٿو ۽ ان کي گناهن کان بچائي ٿو. ڪنهن هي بہ معنٰي ڪئي آهي تہ ان ٻانهي کي الله پاڪ ان جي اک،پير،ڪن کان بہ زياده ويجهو ٿيو وڃي ٿو ۽ هن جي دعا قبول ڪري ٿو.

ويمجدونك " قال : " فيقول : هل رأوني ؟ " قال : " فيقولون : لا والله ما رأوك " قال فيقول : كيف لو رأوني ؟ قال : " فيقولون : لو رأوك كانوا أشد لك عبادة وأشد لك تمجيدا وأكثر لك تسبيحا " قال : " فيقول : فما يسألون ؟ قالوا : يسألونك الجنة " قال : " يقول : وهل رأوها ؟ " قال : " فيقولون : لا والله يا رب ما رأوها " قال : " فيقول : فكيف لو رأوها ؟ " قال : " يقولون : لو أنهم رأوها كانوا أشد حرصا وأشد لها طلبا وأعظم فيها رغبة قال : فمم يتعوذون ؟ " قال : " يقولون : من النار " قال : " يقول : فهل رأوها ؟ " قال : يقولون : " لا والله يا رب ما رأوها " قال : " يقول : فكيف لو رأوها ؟ " قال : " يقولون لو رأوها كانوا أشد منها فرارا وأشد لها مخافة " قال : " فيقول : فأشهدكم أني قد غفرت لهم " قال : " يقول ملك من الملائكة : فيهم فلان ليس منهم إنما جاء لحاجة قال : هم الجلساء لا يشقى جليسهم " . رواه البخاري وفي رواية مسلم قال : " إن لله ملائكة سيارة فضلا يبتغون مجالس الذكر فإذا وجدوا مجلسا فيه ذكر قعدوا معهم وحف بعضهم بعضا بأجنحتهم حتى يملأوا ما بينهم وبين السماء الدنيا فإذا تفرقوا عرجوا وصعدوا إلى السماء قال : فيسألهم الله وهو أعلم : من أين جئتم ؟ فيقولون : جئنا من عند عبادك في الأرض يسبحونك ويكبرونك ويهللونك ويمجدونك ويحمدونك ويسألونك قال : وماذا يسألوني ؟ قالوا : يسألونك جنتك قال : وهل رأوا جنتي ؟ قالوا : لا أي رب قال : وكيف لو رأوا جنتي ؟ قالوا : ويستجيرونك قال : ومم يستجيروني ؟ قالوا : من نارك قال : وهل رأوا ناري ؟ قالوا : لا . قال : فكيف لو رأوا ناري ؟ قالوا : يستغفرونك " قال : " فيقول : قد غفرت لهم فأعطيتهم ما سألوا وأجرتهم مما استجاروا قال : يقولون : رب فيهم فلان عبد خطاء وإنما مر فجلس معهم " قال : " فيقول وله غفرت هم القوم لا يشقى بهم جليسهم .

(2253) **رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: الله تعالیٰ جا انهن کان سواءِ فرشتا آهن جيڪي ماڻهن جا اعمالناما لکن ٿا، اهي رستن ۾ گهمن ڦرن ٿا اهڙن ماڻهن کي ڳولين ٿا جيڪي الله جو ذڪر کن ٿا. جڏهن انهن کي لهندا آهن تہ (ٻين فرشتن کي) سڏيندا آهن تہ اچو پنهنجي حاجت ڏانهن! پوءِ فرشتا آسمان کان دنيا تائين (پوري فضا کي) پنهنجن پرن سان ڍڪي ڇڏين ٿا. پوءِ الله تعالیٰ انهن جي باري ۾ انهن کان سوال کندو آهي، حالانک اهو کين وڌيک ڄاڻندو آهي. الله تعالیٰ فرمائيندو آهي تہ منهنجا ٻانها ڇا چئي رهيا هئا؟ اهي چوندا آهن تہ تنهنجي تسبيح تنهنجي تکبير، تنهنجي تعريف ۽ تنهنجي بزرگي بيان کن ٿا. فرمائيندو آهي تہ ڇا مون کي ڏٺو اٿن؟ چوندا آهن تہ نہ. الله جو قسم! توکي نہ ڏٺو اٿن. فرمائيندو آهي تہ جيڪڏهن مون کي ڏسن ها تہ سندن کهڙي حالت هجي ها؟ چوندا آهن تہ جيڪڏهن توکي ڏسن ها تہ وڌ ۾ وڌ تنهنجي عبادت تنهنجي بزرگي ۽ تنهنجي ساراهہ. فرمائيندو آهي تہ ڇا ٿا گهرن؟ چوندا آهن تہ توکان جنت گهرن ٿا. فرمائيندو آهي تہ ڇا اها ڏٺي اٿن؟ چوندا آهن تہ نہ الله جو قسم! اي رب! اها نہ ڏٺي اٿن. فرمائيندو آهي تہ جيڪڏهن ان کي ڏسن ها تہ سندن کهڙو حال هجي ها؟ چوندا آهن تہ جيڪڏهن اها ڏسن ها تہ ان جا وڌيک حريص، وڌيک طالب ۽ وڌيک رغبت رکندڙ هجن ها. فرمائيندو آهي تہ**

ڇا کان پناهه گهرن ٿا؟ چوندا آهن ته دوزخ کان. فرمائيندو آهي ته ڇا ان کي ڏٺو اٿن؟ چوندا آهن ته نه الله جو قسم! اي رب! ان کي نه ڏٺو اٿن. فرمائيندو آهي ته جيڪڏهن ان کي ڏسن ها ته سندن ڪهڙو حال هجي ها؟ چوندا آهن جيڪڏهن اها ڏسن ها ته ان کان ڀڄڻ ۽ ڊڄڻ جي وڌ ۾ وڌ ڪوشش ڪن ها. فرمائيندو آهي ته پوءِ آئون توهان کي گواهه ڪريان ٿو ته مون سندن مغفرت ڪري ڇڏي. انهن مان هڪ فرشتو عرض ڪندو آهي ته فلاڻو انهن مان نه آهي. ڪنهن ضرورت لاءِ آيو هو. فرمائيندو آهي ته اهي ته اهڙا ساٿي آهن جن جو ساٿي محروم نٿو رهي سگهي.(بخاري) مسلم جي روايت ۾ آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته: الله جا ڪي اضافي فرشتا گهمندا ڦرندا ذڪر جون محفلون تلاش ڪن ٿا. جڏهن ڪا مجلس لهن ٿا، جتي الله جو ذڪر ٿيندو هجي. انهن سان ويهندا آهن ۽ انهن کي پنهنجن پرن سان ڍڪي ڇڏيندا آهن تانجو دنيا جي آسمان تائين (فضا کي) پري ڇڏيندا آهن جڏهن ذڪر ڪندڙ جدا ٿيندا آهن ته فرشتا آسمان ڏانهن چڙهندا آهن. پوءِ الله تعاليٰ انهن کان پڇندو آهي، حالانڪ پاڻ وڌيڪ ڄاڻندو آهي ته ڪٿا آيا آهن چوندو آهي ته ڪٿان آيو آهيو؟ چوندا آهن ته زمين ۾ تنهنجي ٻانهن وٽان آيا آهيون جيڪي تنهنجي ساراهه ۽ تڪبير ڪري رهيا هئا ۽ تنهنجي توحيد جو اقرار ڪري رهيا هئا ۽ تنهنجي تعريف ڪري رهيا هئا ۽ توکان گهري رهيا هئا. فرمائيندو آهي ته مون کان ڇا گهري رهيا هئا؟ چوندا آهن توکان جنت گهري رهيا هئا. فرمائيندو آهي ته ڇا منهنجي جنت ڏٺي اٿن چوندا آهن ته نه. اي رب! فرمائيندو آهي ته جيڪڏهن منهنجي جنت ڏسن ها؟ چوندا آهن ته توکان پناهه گهري رهيا هئا. تنهنجي دوزخ کان. فرمائيندو آهي ته ڇا انهن منهنجي دوزخ ڏٺي آهي؟ چوندا آهن ته نه! فرمائيندو آهي ته جيڪڏهن منهنجي دوزخ ڏسن ها ته سندن ڪهڙو حال هجي ها؟ چوندا آهن ته توکان بخشش گهري رهيا هئا فرمائيندو آهي ته بيشڪ مون کين بخشي ڇڏيو جيڪي ڪجهه مون کان گهريائون سو کين ڏنو ۽ کين باهه کان نجات ڏني. پاڻ فرمايائون ته (فرشتا) چوندا آهن ته رب! انهن ۾ فلاڻو گنهگار ٻانهو به هو جيڪو واٽ ويندي انهن وٽ اچي ويهي رهيو فرمائيندو آهي ته مون ان کي به معاف ڪيو اهي اهڙا ماڻهو آهن جن جو ساٿي به محروم نٿو رهي سگهي.([1])

2254- وعن حنظلة بن الربيع الأسيدي قال : لقيني أبو بكر فقال : كيف أنت يا حنظلة ؟ قلت : نافق حنظلة قال : سبحان الله ما تقول ؟ قلت : نكون عند رسول الله صلى الله عليه وسلم يذكرنا بالنار والجنة كأنا رأي عين فإذا خرجنا من عند رسول الله صلى الله عليه وسلم عافسنا الأزواج والأولاد والضيعات نسينا كثيرا قال أبو بكر : فو الله إنا لنلقى مثل هذا فانطلقت أنا وأبو بكر حتى دخلنا على رسول الله صلى الله عليه وسلم فقلت : نافق حنظلة يا رسول الله قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : وما ذاك ؟ قلت : يا رسول الله نكون عندك تذكرنا بالنار والجنة كأنا رأي عين فإذا خرجنا من عندك عافسنا الأزواج والأولاد والضيعات نسينا كثيرا فقال رسول الله صلى الله

[1]-هن حديث سڳوري مان الله جي ذڪر جي فضيلت ثابت ٿئي ٿي. جيڪي بزرگ رات ڏينهن الله پاڪ جي ذڪر ۾ مشغول رهندا آهن ۽ جيڪي سندن صحبت ۾ رهن ٿا، تن جي به فضيلت معلوم ٿئي ٿي.

عليه وسلم : الذي نفسي بيده لو تدومون على ما تكونون عندي وفي الذكر لصافحتكم الملائكة على فرشكم وفي طرقكم ولكن يا حنظلة ساعة وساعة ثلاث مرات . رواه مسلم .

(2254) **حنظلہ بن ربيع اسدي ﷺ کان روايت آهي تہ منهنجي ابوبکر ﷺ سان ملاقات ٿي. چيائين تہ " حنظلہ ڪھڙو حال اٿئي؟" مون چيو تہ " حنظلہ منافق ٿي ويو!" چيائين تہ "سبحان الله! ڇا ٿو چوين؟" مون چيو تہ "اسين رسول الله ﷺ جن وٽ هوندا آهيون، پاڻ سڳوراﷺ اسان سان جنت ۽ دوزخ جو ذڪر ڪندا آهن تہ (اسان جي حالت اها هوندي آهي جو) ڄڻ اسين انهن کي ڏسي رهيا آهيون. پوءِ جڏهن رسول الله ﷺ جن وٽان نڪري اهل عيال ۽ ڪم ڪار ۾ مشغول ٿي ويندا آهيون تہ گھڻو ڪجھ وساري ڇڏيندا آهيون." ابوبکر ﷺ چيو تہ " الله جو قسم! اسان جي پڻ اها حالت آهي" پوءِ آئون ۽ ابوبکر رسول اللهﷺ جن وٽ آياسون. مون چيو تہ " اي الله جا رسولﷺ! حنظلہ تہ منافق ٿي ويو." رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ " ڪھڙي ڳالھہ آهي؟" مون چيو تہ " اي الله جا رسولﷺ! اسين اوهان وٽ هوندا آهيون اوهان جنت ۽ دوزخ جو ذڪر ڪندا آهيوتہ ائين محسوس ٿيندو آهي تہ ڄڻ اسين ان کي ڏسي رهيا آهيون ليڪن جڏهن اوهان وٽان نڪري ٻارن ٻچن ۽ ڪم ڪار ۾ مشغول ٿي ويندا آهيون تہ گھڻو ڪجھ وساري ويهندا آهيون." رسول الله ﷺ جن فرمايوتہ: "ان ذات جو قسم! جنهن جي هٿ ۾ منهنجي جان آهي، جيڪڏهن سدائين اوهان جي حالت اها هجي جيڪا مون وٽ ۽ ذڪر (جي مجلس) ۾ هوندي آهي تہ يقينًا فرشتا اوهان جي بسترن ۽ اوهان جي رستن تي اوهان سان ملاقات ڪن. ليڪن حنظلہ! ڪڏهن هيءَ ڪڏهن هوءَ حالت (ٿيڻ فطري ڳالھہ آهي)" ٽي ڀيرا ان طرح فرمايائون.**

**فصل ٻيو**

2255- وعن أبي الدرداء رضي الله عنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : ألا أنبئكم بخير أعمالكم وأزكاها عند مليككم ؟ وأرفعها في درجاتكم ؟وخير لكم من إنفاق الذهب والورق ؟ وخير لكم من أن تلقوا عدوكم فتضربوا أعناقهم ويضربوا أعناقكم ؟ قالوا : بلى قال : ذكر الله . رواه مالك وأحمد والترمذي وابن ماجه إلا أن مالكا وقفه على أبي الدرداء .

(2255) **ابودرداءِ ﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: ڇا توهان کي اهڙو ڪم نہ ٻڌايان جيڪو توهان جي عملن مان سڀ کان بهترين ۽ توهان جي (الله) بادشاھ وٽ سڀ کان وڌيڪ پاڪيزه توهان جي درجن جي اعتبار سان سڀ کان بلند ۽ توهان لاءِ (الله جي واٽ ۾) سون ۽ چاندي خرچ ڪرڻ ۽ ان کان بہ وڌيڪ چڱو آهي تہ توهان دشمن سان جهاد ڪريو پوءِ توهين انهن جا ڪنڌ لاهيو ۽ اهي توهان جا ڪنڌ لاهن؟ چيائون تہ هائو! پاڻ سڳورن فرمايو تہ اهو الله جو ذڪر آهي.([1])**

**( ان کي مالڪ، احمد، ترمذي ۽ ابن ماجہ روايت ڪيو مگر مالڪ اها روايت ابودرداء ﷺ کان موقوف بيان ڪئي آهي)**

[1]- هي عام آهي توڙي زبان ساڻ ذڪر هجي توڙي دل ۾ هجي.

2256- وعن عبد الله بن يسر قال : جاء أعرابي إلى النبي صلى الله عليه وسلم فقال : أي الناس خير ؟ فقال : " طوبى لمن طال عمره وحسن عمله " قال : يا رسول الله أي الأعمال أفضل ؟ قال : ( " ن تفارق الدنيا ولسانك رطب من ذكر الله " رواه أحمد والترمذي

**(2256) عبدالله بن بسر ﷛ کان روايت آهي تہ هڪ ڳوناٺو نبي ﷺ جن وٽ آيو ۽ چيائين تہ ماڻهن ۾ سڀ کان ڀلارو ڪير آهي؟ فرمايائون تہ اهو شخص مبارڪ آهي جنهن جي عمر ڊگهي ۽ جنهن جا عمل سهڻا هجن. چيائين تہ اي الله جا رسول ﷺ! سڀ کان افضل عمل ڪهڙو آهي؟ فرمايائون تہ ان حالت ۾ دنيا کي ڇڏين جو تنهنجي زبان الله جي ذڪر سان تر هجي.**
**(ان کي احمد ۽ ترمذي روايت ڪيو)**

2257- وعن أنس رضي الله عنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : إذا مررتم برياض الجنة فارتعوا قالوا : وما رياض الجن ؟ قال : حلق الذكر . رواه الترمذي .

**(2257) انس ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايوتہ: جڏهن جنت جي باغن مان گذرو تہ اتي (ضرور) ڪائيند پيئندا ڪريو. عرض ڪيائون تہ جنت جا باغ ڇا آهن؟ فرمايائون تہ الله جي ذڪر جون مجلسون[1]**
**(ان کي ترمذيءَ روايت ڪيو)**

2258- وعن أبي هريرة قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : من قعد مقعدا لم يذكر الله فيه كانت عليه من الله ترة ومن اضطجع مضجعا لا يذكر الله فيه كان عليه من الله ترة " . رواه أبو داؤد .

**(2258) ابوهريره ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايوتہ: جيڪو شخص ڪنهن جاءِ تي ويهي ۽ الله کي ياد نہ ڪري تہ اها ڳالهہ ان لاءِ الله جي طرفان حسرت جو سبب ٿيندي ۽ جيڪو شخص ڪنهن جاءِ تي ليٽي ۽ الله کي ياد نہ ڪري تہ اها ڳالهہ ان لاءِ الله جي طرفان حسرت ٿيندي.**
**(ان کي ابوداؤد روايت ڪيو)**

2259- وعنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " ما من قوم يقومون من مجلس لا يذكرون الله فيه إلا قاموا عن مثل جيفة حمار وكان عليهم حسرة " . رواه أحمد وأبو داؤد .

**(2259) ابوهريره ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايوتہ: جيڪي ماڻهو ڪنهن مجلس مان اٿن جنهن ۾ اهي الله جو ذڪر نٿا ڪن تہ ڄڻ تہ اهي مئل گڏهہ جي لاش تان اٿن ٿا ۽ انهن جي اها مجلس انهن جي حق ۾ حسرت جو سبب ٿيندي.**
**(ان کي ابوداؤد ۽ احمد روايت ڪيو)**

2260- وعنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " ما جلس قوم مجلسا لم يذكروا الله فيه ولم يصلوا على نبيهم إلا كان عليهم ترة فإن شاء عذبهم وإن شاء غفر لهم " . رواه الترمذي.

---

[1]- جڏهن ڪنهن ذڪر ڪندڙ جماعت وٽان لنگهجي تہ اتي ويهي ذڪر ۾ شريڪ ٿجي. اهڙي جماعت کي بهشت جو باغ هن ڪري چيو ويو آهي جو ماڻهو هن جي صحبت مان نيڪ ٿي بهشت ۾ ويندو. ذڪر عام آهي توڻي زبان سان ڪجي يا دل سان توڻي ٻنهنين سان.

(2260) **ابوهريره ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جيڪي ماڻهو ڪنهن مجلس ۾ وينا ۽ ان ۾ نہ الله جو ذڪر ڪيائون ۽ نہ پنهنجي نبيءَ تي درود موڪليائون تہ انهن تي حسرت (۽ گناهہ) ٿيندو. جيڪڏهن الله چاهيندو تہ مٿن عذاب ڪندو ۽ جيڪڏهن چاهيندو تہ ڪين معاف ڪندو.**

**(ان کي ترمذيءَ روايت ڪيو)**

2261- وعن أم حبيبة قالت : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : كل كلام ابن آدم عليه لا له إلا أمر بمعروف أو نهي عن منكر أو ذكر الله . رواه الترمذي وابن ماجه وقال الترمذي : هذا حديث غريب .

(2261) **ام حبيبہ رضي الله عنها کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ آدم جي اولاد لاءِ سڀ ڳالهيون مٿس وبال آهن، سواءِ نيڪي جي حڪم جي يا برائيءَ کان روڪڻ جي يا الله جي ذڪر جي.**

**(ان کي ترمذي ۽ ابن ماجہ روايت ڪيو ۽ ترمذيءَ چيو تہ هيءَ حديث غريب آهي)**

2262- وعن ابن عمر رضي الله عنهما قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : لا تكثروا الكلام بغير ذكر الله فإن كثرة الكلام بغير ذكر الله قسوة للقلب وإن أبعد الناس من الله القلب القاسي . رواه الترمذي

(2262) **ابن عمر ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: الله جي ذڪر کان سواءِ گهڻو نہ ڳالهايو ڇاڪاڻ تہ الله جي ذڪر کان سواءِ گهڻو ڳالهائڻ دل جي سختيءَ جو سبب آهي ۽ الله وٽ سڀ کان پري اهو شخص آهي جنهن جي دل سخت هجي.**

**(ان کي ترمذيءَ روايت ڪيو)**

2263- وعن ثوبان قال : لما نزلت ﴿... وَٱلَّذِينَ يَكۡنِزُونَ ٱلذَّهَبَ وَٱلۡفِضَّةَ ...﴾ التوبة: ٣٤ . كنا مع النبي صلى الله عليه وسلم في بعض أسفاره فقال بعض أصحابه : نزلت في الذهب والفضة لو علمنا أي المال خير فنتخذه ؟ فقال : أفضله لسان ذاكر وقلب شاكر وزوجة مؤمنة تعينه على إيمانه . رواه أحمد والترمذي وابن ماجه .

(2263) **ثوبان ﷛ کان روايت آهي تہ جڏهن (سوره توبه جي) هيءَ آيت نازل ٿي تہ: "جيڪي ماڻهو سون ۽ چاندي گڏ ڪن ٿا" (ان وقت اسين) هڪ سفر ۾ نبي ﷺ جن سان گڏ هئا سون، تہ سندن بعض اصحابين چيو تہ هيءَ آيت سون ۽ چاندي (جي مذمت) ۾ نازل ٿي آهي.ڪاش! اسان کي معلوم هجي تہ ڪهڙو مال بهتر آهي تہ اسان اهو حاصل ڪريون! پاڻ سڳورن فرمايو تہ:بهترين مال اها زبان آهي جيڪا الله جي ذڪر م مشغول رهي ۽ اها دل آهي جيڪا شڪر ادا ڪندي رهي ۽ اها ايماندار زال آهي جيڪا ديني ڪمن ۾ پنهنجي مڙس سان تعاون ڪري.**

**(ان کي احمد، ترمذي ۽ ابن ماجه روايت ڪيو)**[1]

## فصل ٽيون

[1]- هتي نبي ﷺ هي ٽي شيون پانهي لاءِ خيرات کان بہ پليون بيان ڪيون آهن: 1- زبان ذڪر ڪندڙ،2- دل شڪر ڪندڙ،3- ايماندار زال ڇاڪاڻ تہ مال جي ڪري انسان مغرور ٿي گمراهہ ٿي سگهي ٿو مگر هنن ٽن شين جي هجڻ جي ڪري هو ايماندار ٿي رهندو ۽ ايماندار ٿي ئي مرندو.

2264- عن أبي سعيد قال : خرج معاوية على حلقة في المسجد فقال : ما أجلسكم ؟ قالوا : جلسنا نذكر الله قال : آلله ما أجلسكم إلا ذلك ؟ قالوا : آلله ما أجلسنا غيره قال : أما إني لم أستحلفكم تهمة لكم وما كان أحد بمنزلتي من رسول الله صلى الله عليه وسلم أقل عنه حديثا مني وإن رسول الله صلى الله عليه وسلم خرج على حلقة من أصحابه فقال : ما أجلسكم هاهنا قالوا : جلسنا نذكر الله ونحمده على ما هدانا للإسلام ومن به علينا قال : آالله ما أجلسكم إلا ذلك ؟ قالوا : آ الله ما أجلسنا إلا ذلك قال : أما إني لم أستحلفكم تهمة لكم ولكنه أتاني جبريل فأخبرني أن الله عز وجل يباهي بكم الملائكة . رواه مسلم .

**(2264) ابو سعيد خدري ﷛ کان روايت آهي تہ معاويه ﷛ مسجد ۾ ماڻهن جي جماعت وٽ آيو ۽ انهن کان پڇيائين تہ توهان هتي ڇو وينا آهيو؟ انهن چيو تہ اسين هتي الله جي ذڪر لاءِ وينا آهيون. معاويه پڇو تہ الله جو قسم اٿوَ! ڇا اوهان صرف ان (مقصد سان) وينا آهيو؟ انهن چيو تہ الله جو قسم! اسين ان کانسواءِ (ڪنهن ٻئي مقصد) لاءِ نہ وينا آهيون. معاويه چيو تہ البتہ مون توهان تي شڪ ڪندي توهان کان قسم نہ کڻايو آهي. رسول الله ﷺ کان حديث بيان ڪرڻ جي مرتبي ۾ گهٽ هئڻ جي باوجود (هيءَ حديث اوهان کي ٻڌايان ٿو تہ هڪ ڏينهن) رسول الله ﷺ پنهنجن اصحابين جي مجلس ۾ آيا. انهن کان پڇيائون تہ توهان هتي ڇو وينا آهيو؟ انهن جواب ڏنو تہ اسين الله جو ذڪر ڪرڻ لاءِ وينا آهيون ۽ الله جي ساراهہ ۽ واکاڻ ڪري رهيا آهيون تہ ان اسان کي اسلام جي واٽ ڏيکاري ۽ اسان تي احسان ڪيائين. پاڻ سڳورن فرمايو الله جو قسم اٿوَ! بس ان مقصد لاءِ وينا آهيو؟ انهن جواب ڏنو تہ الله جو قسم! اسان صرف انهيءَ مقصد لاءِ وينا آهيون. پاڻ سڳورن فرمايوتہ البتہ مون توهان تي شڪ ڪندي توهان کان قسم نہ کڻايو آهي، بلڪ مون وٽ جبريل عليہ السلام آيو ان مون کي ٻڌايو تہ الله عزوجل توهان جي ڪري فرشتن تي فخر ڪري ٿو.**

**(ان کي مسلم روايت ڪيو)[1]**

2265- وعن عبد الله بن يسر : أن رجلا قال : يا رسول الله إن شرائع الإسلام قد كثرت علي فأخبرني بشيء أتشبث به قال : " لا يزال لسانك رطبا بذكر الله ) رواه الترمذي وابن ماجه وقال الترمذي : هذا حديث حسن غريب

**(2265) عبدالله بن بسر ﷛ کان روايت آهي تہ هڪ شخص رسول الله ﷺ وٽ آيوءِ عرض ڪيائين تہ اي الله جا رسول ﷺ! اسلام جا احڪام گهڻا آهن مون کي اهڙي نيڪي ٻڌايو، جنهن ۾ آئون هر وقت مشغول رهان. پاڻ سڳورن فرمايو تنهنجي زبان هميشہ الله جي ذڪر ۾ مشغول رهڻ گهرجي.**

**(انکي ترمذي ۽ ابن ماجہ روايت ڪيو- ترمذيءَ چيو تہ هيءَ حديث حسن غريب آهي)**

---

[1]- جيتوڻيڪ انسان شهوت، غضب ۽ منگهرائيءَ ۾ گرفتار آهي تنهن هوندي بہ جڏهن الله جو ذڪر ڪري ٿو تڏهن ڏٽي پاڪ سندس لاءِ گهڻو ثواب لکي ٿو ۽ ملائڪن جي سيدنا آدم عليہ السلام جي اعتراض نسبت پنهنجي حڪمت تي فخر ڪري ٿو. جيئن تہ ملائڪن اعتراض ڪيو هو تہ فسادي ۽ خوني انسانن کي ڇو ٿو خلقين. هنن حديثن مان ذڪر الاهي جي وڏي فضيلت معلوم ٿي. تنهن ڪري مؤمن ۽ مسلمان جي زبان هر وقت الله تعاليٰ جي ذڪر سان تروتازه رهڻ کپي.

2266- وعن أبي سعيد : أن رسول الله صلى الله عليه وسلم سئل : أي العباد أفضل وأرفع درجة عند الله يوم القيامة ؟ قال : الذاكرون الله كثيرا والذاكرات قيل : يا رسول الله ومن الغازي في سبيل الله ؟ قال : لو ضرب بسيفه في الكفار والمشركين حتى ينكسر ويختضب دما فإن الذاكر لله أفضل منه درجة . رواه أحمد والترمذي وقال الترمذي : هذا حديث حسن غريب .

(2266) **ابو سعيد خدري ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن کان پڇيو ويو تہ قيامت جي ڏينهن ڪهڙو شخص الله وٽ افضل ۽ درجن ۾ سڀ کان بلند هوندو؟ پاڻ سڳورن فرمايوتہ اهي مرد ۽ عورتون جيڪي ڪثرت سان الله جو ذڪر ڪن ٿا. عرض ڪيائون تہ اي الله جا رسولﷺ! ڇا اهي الله جي رستي ۾ جهاد ڪندڙن کان بہ افضل آهن؟ پاڻ سڳورن فرمايوتہ جيڪڏهن** (مجاهد) **وڙهندي وڙهندي ڪافرن ۽ مشرڪن جي صفن ۾ گهڙي وڃي تانجو سندس تلوار ٽٽي پوي ۽ رت سان ڀرجي وڃي يعني شهيد ٿي وڃي تڏهن بہ الله جو ذڪر ڪندڙ ان کان درجي ۾ افضل آهي.**
**(ان کي احمد ۽ ترمذي بيان ڪيو ۽ ترمذيءَ چيو تہ هيءَ حديث غريب آهي)**

2267- وعن ابن عباس قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : الشيطان جاثم على قلب ابن آدم فإذا ذكر الله خنس وإذا غفل وسوس . رواه البخاري تعليقا .

(2267) **ابن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايوتہ: شيطان اولاد آدم جي دل تي ڇهنبيو رهي ٿو. پوءِ جڏهن(انسان) الله کي ياد ڪندو آهي تہ (شيطان) ان کان دور ٿي ويندو آهي ۽ جڏهن غافل ٿي ويندو آهي تہ (منجهس) وسوسا وجهندو آهي.**
**(ان کي بخاري معلق بيان ڪيو)**

2268- وعن مالك قال : بلغني أن رسول الله صلى الله عليه وسلم كان يقول : " ذاكر الله في الغافلين كالمقاتل خلف الفارين وذاكر الله في الغافلين كغصن أخضر في شجر يابس " وفي رواية : " مثل الشجرة الخضراء في وسط الشجر وذاكر الله في الغافلين مثل مصباح في بيت مظلم وذاكر الله في الغافلين يريه الله مقعده من الجنة وهو حي وذاكر الله في الغافلين يغفر له بعدد كل فصيح وأعجم " . والفصيح : بنو آدم والأعجم : البهائم . رواه رزين .

(2268) **مالڪ ﷬ کان روايت آهي تہ مون کي** (حديث) **پهتي آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمائيندا هئا تہ غافلن ۾ الله کي ياد ڪندڙ ان شخص وانگر آهي جيڪو جهاد کان ڀڄي ويندڙن جي پويان جهاد ڪري ٿو ۽ غافلن ۾ الله جو ذڪر ڪندڙ شخص سڪل وڻ جي سائي ٽاري وانگر آهي ۽ هڪ روايت مطابق فرمايائون تہ (اهڙو شخص) ان سائي وڻ وانگر آهي جيڪو سڪل وڻن جي درميان هجي ۽ غافلن الله جو ذڪر ڪندڙ انهيءَ ڏيئي وانگر آهي جيڪو اونداهين گهر ۾ هجي ۽ غافلن ۾ الله جو ذڪر ڪندڙ کي دنيا جي حياتيءَ ۾ ئي الله تعالىٰ جنت ۾ سندس ٺڪاڻو ڏيکاري ٿو ۽ غافلن ۾ الله تعالىٰ جو ذڪر ڪندڙ شخص جا هر فصيح ۽ غير فصيح جي عدد جي برابر گناهہ بخشيا وڃن ٿا. "فصيح" مان مراد آدمي ۽ "اعجم" مان مراد حيوان آهن.**

(ان کي رزين روايت ڪيو)

**فائدو:** سند ۾ راوي عمران بن مسلم قصير منڪر الحديث آهي.(مرعاة:4-430/5)

2269- وعن معاذ بن جبل قال : ما عمل العبد عملا أنجى له من عذاب الله من ذكر الله . رواه مالك والترمذي وابن ماجه

(2269) **معاذ بن جبل رضي الله عنه کان روايت آهي ته پاڻهي ذڪر الله کان وڌيڪ ڪو اهڙو عمل نه ڪيو آهي جيڪو ان کي الله جي عذاب کان نجات ڏي.**

(ان کي مالڪ،ترمذيءَ ۽ ابن ماجه روايت ڪيو)

**فائدو:** زياد بن ابي زياد جي معاذ کان ملاقات نه ٿي آهي تنهن ڪري روايت ٽٽل آهي. (مرعاة:4-421/5)

2270 وعن أبي هريرة قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : إن الله تعالى يقول : أنا مع عبدي إذا ذكرني وتحركت بي شفتاه. رواه البخاري .

(2270) **ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته: الله تعالیٰ فرمائي ٿو ته آئون پنهنجي ٻانهي سان گڏ آهيان. جيستائين مون کي ياد ڪندو رهي ۽ ان جا چپ ([1]) منهنجي ذڪر ۾ چرندا رهن.**

(ان کي بخاري روايت ڪيو آهي)

2271- وعن عبد الله بن عمر عن النبي صلى الله عليه وسلم أنه كان يقول : لكل شيء صقالة وصقالة القلوب ذكر الله وما من شيء أنجى من عذاب الله من ذكر الله " قالوا : ولا الجهاد في سبيل الله ؟ قال : ولا أن يضرب بسيفه حتى ينقطع . رواه البيهقي في الدعوات الكبير .

(2271) **عبدالله بن عمر رضي الله عنه کان روايت آهي ته نبي ﷺ جن فرمائيندا هئا ته هر شيءِ کي صاف ڪندڙ ڪانه ڪا شيءِ آهي ۽ دلين کي پاڪ صاف ڪندڙ شيءِ الله جو ذڪر آهي. ۽ الله جي ذڪر کان وڌيڪ الله جي عذاب کان نجات ڏيندڙ ٻي ڪا شيءِ نه آهي. عرض ڪيائون ته: الله جي واٽ ۾ جهاد به نه آهي؟ فرمايائون ته نئي جهاد (کي اهو درجو حاصل) آهي تانجو (مجاهد) ائين تلوار هلائي جو اها ٽٽي پوي، تڏهن به اهو ان جي برابر نه آهي.**

(ان کي الدعوات الڪبير ۾ بيهقيءَ روايت ڪيو آهي)

---

[1]- هن حديث مان علماء دليل ورتو آهي ته الله پاڪ جو ذڪر زبان سان ڪيو وڃي.

# كتاب اسماء الله تعالىٰ
# الله جي نالن جي بيان ۾ كتاب
## فصل پهريون

2272- عن أبي هريرة رضي الله عنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : إن لله تعالى تسعة وتسعين إسما مائة إلا واحدا من أحصاها دخل الجنة . وفي رواية : وهو وتر يحب الوتر .

(2272) **ابوهريره ﷺ كان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: الله تعالىٰ جا هڪ گهٽ سؤ نالا آهن، جيڪو انهن کي ياد ڪندو اهو جنت ۾ داخل ٿيندو. هڪ روايت ۾ آهي (فرمايائون تہ) الله جي ذات اڪيلي آهي، اهو (هر شيءِ ۾) اڪيءَ کي پيارو رکي ٿو.**

## فصل ٻيو

2273- عن أبي هريرة رضي الله عنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : إن لله تعالى تسعة وتسعين اسما من أحصاها دخل الجنة هو الله الذي لا إله هو الرحمن الرحيم الملك القدوس السلام المؤمن المهيمن العزيز الجبار المتكبر الخالق البارئ المصور الغفار القهار الوهاب الرزاق الفتاح العليم القابض الباسط الخافض الرافع المعز المذل السميع البصير الحكم العدل اللطيف الخبير الحليم العظيم الغفور الشكور العلي الكبير الحفيظ المقيت الحسيب الجليل الكريم الرقيب المجيب الواسع الحكيم الودود المجيد الباعث الشهيد الحق الوكيل القوي المتين الولي الحميد المحصي المبدئ المعيد المحيي المميت الحي القيوم الواجد الماجد الواحد الأحد الصمد القادر المقتدر المقدم المؤخر الأول الآخر الظاهر الباطن الوالي المتعالي البر التواب المنتقم العفو الرؤوف مالك الملك ذو الجلال والإكرام المقسط الجامع الغني المغني المانع الضار النافع النور الهادي البديع الباقي الوارث الرشيد الصبور. رواه الترمذي والبيهقي في الدعوات الكبير . وقال الترمذي : هذا حديث غريب

(2273) **ابوهريره ﷺ كان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: بيشڪ الله تعالىٰ جا نوانوي نالا آهن جيڪو انهن کي ياد ڪندو جنت م داخل ٿيندو الله اهو آهي جنهن كان سواءِ ڪو معبود برحق نہ آهي رحم ڪندڙ نهايت مهربان بادشاهہ عيبن كان پاڪ، سلامتيءَ وارو امن عطا ڪندڙ، حفاظت ڪندڙ، غالب (ٻانهن کي) مغلوب ڪندڙ، وڏائي ڪندڙ، پيدا ڪندڙ، (بغير نموني جي پيدا ڪندڙ) سورتون بنائيندڙ،(گناهہ ڍڪيندڙ) سموري مخلوق تي غالب، بيشمار انعامن وارو، رزق عطا ڪندڙ، پنهنجن ٻانهن جي درميان فيصلو ڪندڙ، علم وارو(رزق) تنگ ڪندڙ، (رزق) ڪشادو ڪندڙ،(سرڪشن کي ذليل ڪندڙ، (پنهنجن دوستن کي)سربلند ڪندڙ عزت ڏيندڙ، ۽ ذلت ڏيندڙ، ٻڌندڙ، ڏسندڙ، فيصلا ڪندڙ، عدل ڪندڙ، باريڪ بين(ڳجهہ) جي خبر رکندڙ، علم وارو، عظمت وارو(گناهن تي) پردو وجهندڙ، قدردان، بلند شان وارو، حفاظت ڪندڙ، روزي رسائيندڙ، ڪافي، جلال وارو، سخي، نگهبان،(دعائون) قبول ڪندڙ ڪشادگيءَ وارو، دانائيءَ وارو**

(صالحن سان) محبت ڪندڙ، عزت ۽ شرف وارو، سخت قوت وارو، مدد ڪندڙ، ساراهہ جي لائق، گهيريندڙ، نئي سر پيدا ڪندڙ، موٽائيندڙ، زنده ڪندڙ، ماريندڙ، زنده رکندڙ، قائم رکندڙ، بزرگيءَ وارو، هڪ، اڪيلو، بي نياز، قدرت وارو، اقتدار وارو، اڳتي ڪندڙ، پوئتي ڪندڙ،(هر شيءِ کان) اڳ، (هر شيءِ کان) آخر، (هر شيءِ تي) غالب ڳجهو، (هر شيءِ جو) مالڪ، بلند، احسان ڪندڙ، توبهہ قبول ڪندڙ (يا ٻاجهہ سان موٽندڙ)، سزا ڏيندڙ، معاف ڪندڙ، مهرباني ڪندڙ، شهنشاهہ، عظمت وارو، عزت وارو، انصاف وارو، سڀ مخلوق کي گڏ ڪندڙ، هر شيءِ کان بي پرواهہ، غني ڪندڙ، (هلاڪت جا) سبب روڪيندڙ، دشمن کي نقصان پهچائيندڙ، دوستن کي فائدو ڏيندڙ، روشنيءَ وارو، هدايت ڏيندڙ، (بغير نموني جي) پيدا ڪندڙ، باقي رهندڙ، وارث، رهنمائي ڪندڙ،(نافرمانن تي) صبر ڪندڙ،

(ان کي ترمذيءَ ۽ الدعوات الڪبير ۾ بيهقي روايت ڪيو ۽ ترمذيءَ ان کي غريب قرار ڏنو آهي)

فائدو: محدثين جي هڪ جماعت هن حيث کي ضعيف قرار ڏنو آهي. انهن ۾ حافظ ابن هزم داؤدي، ابن العربي، ابوالحسن قابسي ۽ ابو زيد بلخي آهن. (مرعاة:4-438/5) علامہ البانيءَ پڻ هن حديث کي ضعيف قرار ڏنو آهي. (مشڪوٰة علامہ الباني:708/2)

2274- وعن بريدة : أن رسول الله صلى الله عليه وسلم سمع رجلا يقول : اللهم إني أسألك بأنك أنت الله لا إله إلا أنت الأحد الصمد الذي لم يلد ولم يولد ولم يكن له كفوا أحد فقال : دعا الله باسمه الأعظم الذي إذا سئل به أعطى وإذا دعي به أجاب . رواه الترمذي وأبو داؤد .

(2274) بريده رضي الله عنه کان روايت آهي تہ هڪ شخص کي رسول الله ﷺ جن چوندي ٻڌو تہ اي الله! توکان سوال ڪريان ٿو جو توکان سوءِ ڪو معبود نہ، تون اڪيلو، بي نياز آهين جنهن نہ ڄڻيو ۽ نہ ان کي ڄڻيو ويو آهي ۽ نہ ان جو ڪو مٽ ۽ برابري ڪرڻ وارو آهي. پاڻ سڳورن فرمايو تہ الله تعالىٰ کي سندس ان اسم اعظم وسيلي پڪاريو اٿس، جو جڏهن ان جي ذريعي ان کان سوال ڪجي تہ عطا فرمائي ۽ جڏهن ان جي ذريعي ان کان دعا ڪجي تہ اها قبول فرمائي

(ان کي ترمذيءَ ۽ ابوداؤد روايت ڪيو)

2275- وعن أنس قال : كنت جالسا مع النبي صلى الله عليه وسلم في المسجد ورجل يصلي فقال : اللهم إني أسألك بأن لك الحمد لا إله إلا أنت الحنان المنان بديع السماوات والأرض يا ذا الجلال والإكرام يا حي يا قيوم أسألك فقال النبي صلى الله عليه وسلم : دعا الله باسمه الأعظم الذي إذا دعي به أجاب وإذا سئل به أعطى. رواه الترمذي وأبو داود والنسائي وابن ماجه .

(2275) انس رضي الله عنه کان روايت آهي تہ آئون مسجد ۾ نبي ﷺ جن وٽ وينو هئس ۽ هڪ شخص نماز پڙهي رهيو هو.(نماز کان) پوءِ چوڻ لڳو تہ اي الله! توکان سوال ڪريان ٿو چاڪاڻ تہ تنهنجي لاءِ ساراهہ آهي توکان سواءِ ڪو معبود نہ آهي، تون مهربان آهين، احسان ڪندڙ آهين، آسمانن ۽ زمين کي بغير نموني جي پيدا ڪندڙ آهين، اي جلال ۽ عزت وارا! اي زنده ۽ قائم رهندڙ ذات! توکان سوال ڪريان ٿو. تڏهن نبي ﷺ جن فرمايو تہ: الله تعالىٰ کي انهيءَ اسم

**اعظم ذريعي پڪاريو اٿس جو جڏهن ان جي ذريعي ان کان دعا ڪئي وڃي تہ قبول فرمائي ۽ ان جي ذريعي ڪانئس گهرجي تہ عطا فرمائي.**
**(ان کي ترمذي، ابوداؤد، نسائي ۽ ابن ماجہ روايت ڪيو)**

2276- وعن أسماء بنت يزيد رضي الله عنها أن النبي صلى الله عليه وسلم قال : اسم الله الأعظم في هاتين الآيتين : ﴿وَإِلَٰهُكُمْ إِلَٰهٌ وَاحِدٌ ۖ لَّا إِلَٰهَ إِلَّا هُوَ الرَّحْمَٰنُ الرَّحِيمُ ﴿١٦٣﴾﴾ البقرة. وفاتحة ( آل عمران ) : ﴿ الم ۞ اللَّهُ لَا إِلَٰهَ إِلَّا هُوَ الْحَيُّ الْقَيُّومُ ﴿٢﴾﴾ آل عمران: ٢ .رواه الترمذي وأبو داود وابن ماجه والدارمي .

(2276) **اسماء بنت يزيد رضي الله عنها کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ: الله تعالىٰ جو اسم اعظم**[1] **هنن ٻن آيتن ۾ آهي: والٰهكم الٰه و واحد لا الٰه الا هو الرحمن الرحيم ۽ سوره آل عمران جي شروعاتي آيت الٓمٓ الله لا الٰه الا هو الحي القيوم.**
**(ان کي ترمذي، ابوداؤد، ابن ماجہ ۽ دارمي روايت ڪيو)**
**فائدو: سند ۾ راوي عبيدالله بن ابي زياده القداح ضعيف آهي**(مرعاة:4-440/5)

2277- وعن سعد رضي الله عنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : دعوة ذي النون إذا دعا ربه وهو في بطن الحوت ﴿لَّا إِلَٰهَ إِلَّا أَنتَ سُبْحَانَكَ إِنِّي كُنتُ مِنَ الظَّالِمِينَ ﴿٨٧﴾﴾ الأنبياء: لم يدع بها رجل مسلم في شيء إلا استجاب له . رواه أحمد الترمذي.

(2277) **سعد ﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: يونس عليہ السلام مڇيءَ جي پيٽ ۾ جيڪا دعا گهري يعني لا الٰه الا انت سبحانک اني كنت من الظالمين جيڪو بہ مسلمان ان جي ذريعي جنهن بہ شيءِ جي باري ۾ دعا گهرندو، اها قبول ٿيندي**
**(انکي احمد ۽ ترمذيءَ روايت ڪيو)**

## فصل ٽيون

2278- عن بريدة رضي الله عنه قال : دخلت مع رسول الله صلى الله عليه وسلم المسجد عشاء فإذا رجل يقرأ ويرفع صوته فقلت : يا رسول الله أتقول : هذا مراء ؟ قال : بل مؤمن منيب قال : وأبو موسى الأشعري يقرأ ويرفع صوته فجعل رسول الله صلى الله عليه وسلم يتسمع لقراءته ثم جلس أبو موسى يدعو فقال : اللهم إني أشهدك أنك أنت الله لا إله إلا أنت أحدا صمدا لم يلد ولم يولد ولم يكن له كفوا أحد فقال رسول الله صلى الله عليه وسلم : لقد سأل الله باسمه الذي إذا سئل به أعطى وإذا دعي به أجاب قلت : يا رسول الله أخبره بما سمعت منك ؟ قال : نعم فأخبرته بقول رسول الله صلى الله عليه وسلم فقال لي : أنت اليوم لي أخ صديق حدثتني بحديث رسول الله صلى الله عليه وسلم . رواه رزين .

---

[1]- اسم اعظم جي مقرر ڪرڻ ۾ وڏو اختلاف ۽ گهڻا قول آهن. ڪجهہ ترجيح ڪرڻ وارو قول هي آهي تہ: الله جو اکر اسم اعظم آهي ۽ ڏيکاريل آيتن ۾ لفظ الله جو معلوم ٿئي ٿو.

(2278) بريده ﷛ کان روايت آهي تہ آئون رسول الله ﷺجن سان گڏ عشاء وقت مسجد ۾ داخل ٿيس. هڪ شخص ڏاڍيان قرائت ڪري رهيو هو. مون عرض ڪيو تہ اي الله جا رسول ﷺ! ڇا اوهان هن شخص جي باري ۾ ارشاد فرمايو ٿا تہ ريا ڪار آهي؟ پاڻ سڳورن فرمايو تہ بلڪ اهو مؤمن،(الله ڏانهن) رجوع ڪندڙ آهي. راوي چوي ٿو تہ ڏاڍيان قرائت ڪندڙ ابوموسيٰ اشعري ﷛ هو ۽ رسول الله ﷺ جن ان جي قرائت ٻڌي رهيا هئا. ان کان پوءِ ابوموسيٰ ﷛ دعا لاءِ وينو ۽ هيءَ دعا گهريائين تہ: اي الله! توکي گواهہ بنايان ٿو تہ تون معبود برحق آهين، توکان سواءِ ڪو معبود نہ آهي تون اڪيلو آهين، بي نياز آهين، نہ تو ڪنهن کي ڄڻيو ۽ نہ ڪنهن توکي پيدا ڪيو، ۽ نہ تنهنجي همسري ۽ برابري ڪرڻ وارو ڪو آهي. پوءِ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ الله تعاليٰ کي سندس انهيءَ نالي ذريعي پڪاريو اٿس جو جيڪڏهن ان جي وسيلي انکي سوال ڪيو وڃي تہ عطا فرمائي ۽ جڏهن ان جي ذريعي ڪيس پڪارجي تہ قبول فرمائي. مون عرض ڪيو تہ اي الله جا رسولﷺ! سندس باري ۾ جيڪي اوهان کي فرمائيندي ٻڌو اٿم، ڇا ان کي ٻڌايان؟ پاڻ فرمايائون تہ هائو. تڏهن ڪيس رسول الله ﷺ جي فرمان بابت خبر ڏنم. مون کي چيائين تہ اڄ کان وٺي تون منهنجو ياءُ ۽ دوست آهين جو تو مون کي رسول الله ﷺ جي حديث بيان ڪري ٻڌائي آهي.

(هن کي رزين روايت ڪيو آهي) ([1])

# باب ثواب التسبيح و التحميد و التهليل و التكبير

## سبحان الله، الحمد لله، لا الٰه الا الله، الله اڪبر چوڻ جو ثواب

## فصل پهريون

2279- عن سمرة بن جندب قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : أفضل الكلام أربع : سبحان الله والحمد لله ولا إله إلا الله والله أكبر وفي رواية : أحب الكلام إلى الله أربع : سبحان الله والحمد لله ولا إله إلا الله والله أكبر لا يضرك بأيهن بدأت . رواه مسلم .

---

[1]- جيئن مٿي ڏيڪاريل آهي، اسم اعظم ۾ وڏو اختلاف آهي، مگر هڪ وڏي دعا ٻڌائي وئي آهي جنهن ۾ ضرور اسم اعظم هوندو. اميد تہ الله کان مطلب گهرندڙ هن دعا جي وسيلي ضرور پنهنجو مطلب حاصل ڪندو مگر دعا گهرڻ ۾ احتياط ڪرڻ گهرجي نہ تہ نفعي جي بجاءِ نقصان حاصل ڪندو. دعا گهرڻ کان پوءِ ٽي ڀيرا درود شريف پڙهي. دعا هيءَ آهي: بسم الله الرحمن الرحيم الٓمّٓ لا الٰه الا هو الحي القيوم هو الله الذي لا الٰه الا هو عالم الغيب و الشهادة هو الرحمن الرحيم هو الله الذي لا الٰه الا هو الملک القدوس السلام المؤمن المهيمن العزيز الجبار المتكبر سبحان الله عما يشركون هو الله الخالق البارئُ المصور له الاسماءُ الحسنىٰ يسبح له ما في السموٰت و الارض وهو العزيز الحكيم و لٰهكم الٰه واحد لا الٰه الا هو الرحمن الرحيم قل اللهم مالک الملک تؤتي الملک من تشاءُ و تنزءُ الملک ممَّن تشاءُ و تعز من تشاءُ و تذل من تشاءُ بيدک الخير انّک علي كل شيءٍ قدير تولج الليلة في النهار و تولج النهار في الليل و تخرج الحي من الميت و تخرج الميت من الحي وترزق من تشاءُ بغير حساب لا الٰه الا انت سبحانک اني كنت من الظالمين اللهم اني اسئلک بان لک الحمد لا الٰه الا انت الحنان المنان بديع السموٰت و الارض يا ذاالجلال و الاكرام يا حي يا قيوم اللهم اني اسئلک باني اشهد انک انت الله لا الٰه الا انت الاحد الصمد الذي لم يلد و لم يولد و لم يكن له كفوًا احد اللهم اني اسئلک باسمک الطاهر الطيب المبارک الاحب اليک الذي اذا دعيت به اجبت و اذا سئلت به اعطيت و اذا استرحمت به رحمت و اذا استفرجت به فرجت اللهم اني ادعوک الله و ادعوک الرحمن و ادعوک الرحيم و ادعوک باسمائک الحسني كلها ما علمت منها و ما لم اعلم يا رب! يا رب! الله لا الٰه الا هو رب العرش العظيم سبوح قدوس ربنا و رب الملائكة و الروح.

(2279) **سمره بن جندب ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: سڀ کان افضل ڪلمات چار آهن:** 1- **سبحان الله،**2- **الحمدلله،** 3- **لا اله الا الله،** 4- **الله اڪبر ۽ هڪ روايت ۾ آهي تہ الله وٽ بهترين ڪلمات چار آهن:**1- **سبحان الله،**2- **الحمدلله،** 3- **لا اله الا الله،** 4- **الله اڪبر. انهن مان جنهن سان بہ تون شروع ڪرين، توکي نقصان نہ ٿيندو.**
**(ان کي مسلم بيان ڪيو)**

2280- وعن أبي هريرة قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : لأن أقول : سبحان الله والحمد لله ولا إله إلا الله والله أكبر أحب إلي مما طلعت عليه الشمس. رواه مسلم .

(2280) **ابوهريره ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: آئون سبحان الله، الحمدلله، لا اله الا الله، الله اڪبر چوان تہ مون کي انهن سڀني شين کان وڌيڪ محبوب آهي جن تي سج اڀري ٿو.**
**(ان کي مسلم بيان ڪيو)**

2281- وعنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : من قال : سبحان الله وبحمده في يوم مائة مرة حطت خطاياه وإن كانت مثل زبد البحر .

(2281) **ابوهريره ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جنهن شخص ڏينهن ۾** 100 **ڀيرا سبحان الله وبحمده چيو ان جا گناهہ معاف ڪيا وڃن ٿا توڙي سمنڊ جي گجيءَ جي برابر هجن.**
**(هن کي بخاريءَ ۽ مسلم روايت ڪيو)**

2282- وعنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : من قال حين يصبح وحين يمسي : سبحان الله وبحمده مائة مرة لم يأت أحد يوم القيامة بأفضل مما جاء به إلا أحد قال مثل ما قال أو زاد عليه .

(2282) **ابوهريره ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جيڪو شخص صبح ۽ شام جي وقت هڪ سؤ ڀيرا سبحان الله و بحمده چوندو قيامت جي ڏينهن ان کان وڌيڪ ڪو شخص افضل ڪلمات نہ آڻيندو سواءِ ان جي جيڪو ان وانگر يا ان کان وڌيڪ چوي.**
**(هن کي بخاري ۽ مسلم روايت ڪيو)**

2283- وعنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : كلمتان خفيفتان على اللسان ثقيلتان في الميزان حبيبتان إلى الرحمن : سبحانه الله وبحمده سبحانه الله العظيم .

(2283) **ابوهريره ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: ٻہ ڪلما زبان تي هلڪا،ميزان ۾ ڳرا، رحمن وٽ محبوب آهن. (اهي هي آهن): سبحان الله و بحمده، سبحان الله العظيم.**
**(هن کي بخاري ۽ مسلم روايت ڪيو)**

2284- وعن سعد بن أبي وقاص : قال : كنا عند رسول الله صلى الله عليه وسلم فقال: أيعجز أحدكم أن يكسب كل يوم ألف حسنة ؟ فسأله سائل من جلسائه : كيف يكسب أحدنا ألف حسنة ؟ قال : يسبح مائة تسبيحة

فيكتب له ألف حسنة أو يحط عنه ألف خطيئة . رواه مسلم وفي كتابه : في جميع الروايات عن موسى الجهني : أو يحط قال أبو بكر البرقاني ورواه شعبة وأبو عوانة ويحيى بن سعيد القطان عن موسى فقالوا : ويحط بغير ألف هكذا في كتاب الحميدي .

(2284) **سعد بن ابي وقاص ﷛ کان روايت آهي تہ اسين رسول الله ﷺ جن وٽ ويٺا هئاسون. فرمايائون تہ ڇا توهان مان ڪو شخص ان ڳالهہ کان عاجز آهي جو روزانو هڪ هزار نيڪيون ڪمائي؟ حاضرين مان هڪ شخص سوال ڪيو تہ اسان مان ڪو هڪ هزار نيڪيون (هر روز) ڪيئن ڪمائي سگهي ٿو؟ ارشاد فرمايائون تہ سؤ ڀيرا سبحان الله چوي تہ ان جي لاءِ هڪ هزار نيڪيون لکيون وينديون يا ان جا هڪ هزار گناهہ معاف ڪيا ويندا.**

**(ان کي مسلم بيان ڪيو) موسٰي جهني جي سيني روايتن ۾ ”اويحط“ الف سان آهي ليڪن ابوبڪر برقاني بيان ڪري ٿو تہ اها حديث شعبہ، ابوعوانہ،يحيٰ بن سعيد قطان، موسٰي کان بيان ڪئي آهي، جنهن ۾ ”ويحط“ الف کان سواءِ آهي. حميديءَ جي ڪتاب ۾ ان طرح آهي.**

2285- وعن أبي ذر قال: سئل رسول الله صلى الله عليه وسلم أي الكلام أفضل؟ قال: ما اصطفى الله لملائكته : سبحان الله وبحمده. رواه مسلم .

(2285) **ابوذر ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن کان سوال ڪيو ويو تہ ڪهڙو ڪلام سڀ کان افضل آهي؟ فرمايائون تہ جنهن کي الله تعالیٰ پنهنجن فرشتن لاءِ چونڊيو آهي: سبحان الله و بحمده.**

**(ان کي مسلم روايت ڪيو)**

2886- وعن جويرية أن النبي صلى الله عليه وسلم خرج من عندها بكرة حين صلى الصبح وهي في مسجدها ثم رجع بعد أن أضحى وهي جالسة قال : ما زلت على الحال التي فارقتك عليها ؟ قالت : نعم قال النبي صلى الله عليه وسلم : لقد قلت بعدك أربع كلمات ثلاث مرات لو وزنت بما قلت منذ اليوم لوزنتهن : سبحان الله وبحمده عدد خلقه ورضاء نفسه وزنة عرشه ومداد كلماته . رواه مسلم .

(2286) **ام المؤمنين جويريہ رضي الله عنها کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن ان وقت صبح جي نماز پڙهي نڪتا،اها مسجد (يعني گهر ۾ نماز پڙهڻ جي جاءِ) ۾ هئي. پوءِ پاڻ واپس آيا جڏهن تہ سج ڪافي مٿي ٿي چڪو هو. فرمايائون تہ جڏهن کان مون توکي ڇڏيو، (ڇا) اجان اتي ئي ويٺي آهين؟ انهيءَ چيو تہ هائو! نبي ﷺ جن فرمايو تہ تو وٽان وڃڻ کان پوءِ مون ٽي ڀيرا اهڙا چار ڪلمات چيا آهن، جو جيڪڏهن انهن جي انهن ڪلمات سان ڀيٽ ڪجي جيڪي ڏينهن جي شروع ٿيڻ کان(هن وقت تائين) تو چيا آهن تہ اهي انهن تي غالب ايندا. هي ڪلمات هي آهن:([1]) سبحان الله و بحمده عدد خلقه رضآء نفسه و زنة عرشه و مداد كلماته. يعني الله جي تعريف ۽ ساراهہ سندس مخلوقات جي ڳاڻاٽي برابر سندس رضا جي برابر، سندس عرش جي وزن جي برابر۽ سندس ڪلمات جي مس برابر.**

---

[1]- هن حديث سڳوريءَ ۾ انهن لفظن جي پڙهڻ جو ثواب بيان ٿيل آهي. لفظ پڙهڻ ۾ آسان مگر ثواب جي لحاظ سان ڳرا آهن.

**(ان کي مسلم بيان ڪيو)**

2287- وعن أبي هريرة قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : من قال : لا إله إلا الله وحده لا شريك له له الملك وله الحمد وهو على كل شيء قدير في يوم مائة مرة كانت له عدل عشر رقاب وكتبت له مائة حسنة ومحيت عنه مائة سيئة وكانت له حرزا من الشيطان يومه ذلك حتى يمسي ولم يأت أحد بأفضل مما جاء به إلا رجل عمل أكثر منه .

(2287) **ابوهريره ﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جيڪو شخص ڏينهن ۾ هڪ سؤ ڀيرا چوي تہ: الله کانسواءِ ڪو معبود نہ آهي، هو اڪيلو آهي، انهيءَ جو ڪو شريڪ نہ آهي، انهيءَ لاءِ بادشاهي آهي، انهيءَ جي ساراهہ آهي، اهو هر شيءِ تي قدرت رکندڙ آهي، تہ ان لاءِ ڏهن غلامن آزاد ڪرڻ جي برابر ثواب آهي ۽ ان لاءِ هڪ سؤ نيڪيون لکيون وينديون ۽ سندس هڪ سؤ گناهہ معاف ڪيا ويندا ۽ ان لاءِ(اهي ڪلمات) ان ڏينهن شيطان کان حفاظت ٿيندا. تانجو شام ڪري ۽ ڪو شخص (قيامت جي ڏينهن) ان کان وڌيڪ افضل عمل نہ آڻيندو سواءِ ان جي جنهن ان کان بہ وڌيڪ عمل ڪيوهجي.**

**(بخاري و مسلم)**

2288- وعن أبي موسى الأشعري قال : كنا مع رسول الله صلى الله عليه وسلم في سفر فجعل الناس يجهرون بالتكبير فقال رسول الله صلى الله عليه وسلم : يا أيها الناس اربعوا على أنفسكم إنكم لا تدعون أصم ولا غائبا إنكم تدعون سميعا بصيرا وهو معكم والذي تدعونه أقرب إلى أحدكم من عنق راحلته قال أبو موسى : وأنا خلفه أقول : لا حول ولا قوة إلا بالله في نفسي فقال : يا عبد الله بن قيس ألا أدلك على كنز من كنوز الجنة ؟ " فقلت : بلى يا رسول الله قال :لا حول ولا قوة إلا بالله .

(2288) **ابوموسٰي ﷺ کان روايت آهي تہ اسين رسول الله ﷺ جن سان گڏ هڪ سفر ۾ هئاسون. ماڻهو زور سان الله اڪبر چوڻ لڳا رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ اي انسانو! پاڻ تي نرمي ڪريو. توهان اڻ ٻڌندڙ ۽ غائب هستيءَ کي نٿا پڪاريو بلڪ ٻڌندڙ ۽ ڏسندڙ(الله جي ذات) کي پڪاري رهيا آهيو. ۽ اهو توهان سان گڏ آهي ۽ جنهن کي توهان پڪاريو ٿا اهو توهان مان ڪنهن کي ان جي سواريءَ جي سسيءَ کان بہ وڌيڪ ويجهو آهي. ابوموسٰي اشعري چوي ٿو تہ آئون پاڻ سڳورن جي پويان پنهنجي دل ۾ هيءَ دعا پڙهي رهيو هئس تہ نيڪي ڪرڻ جي قوت ۽ برائيءَ کان روڪڻ جي سگهہ صرف الله(جي توفيق) سان آهي. پاڻ سڳورن فرمايو تہ اي عبدالله بن قيس! ڇا توکي جنت جي خزانن مان هڪ خزانو نہ ٻڌايان؟ مون چيو تہ هائو، اي الله جا رسول! فرمايائون تہ (اهو خزانو) لا حول و لا قوة الا بالله العلي العظيم آهي.**

**(بخاي و مسلم)**

## فصل ٻيو

2889- عن جابر قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم: من قال سبحان الله العظيم وبحمده غرست له نخلة في الجنة . رواه الترمذي .

(2289) **جابر ﷺ ڪان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ جيڪو سبحان الله العظيم و بحمده چوندو آهي، ان لاءِ جنت ۾ ڪجيءَ جو وڻ پوکيو وجي ٿو.**
**(هن کي ترمذيءَ روايت ڪيو)**

2990- وعن الزبير قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : ما من صباح يصبح العباد فيه إلا مناد ينادي سبحوا الملك القدوس. رواه الترمذي .

(2290) **زبير ﷺ ڪان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ جڏهن بہ ٻانها صبح ڪن ٿا، پڪاريندڙ پڪاريندو آهي تہ(الله) بادشاهہ مقدس(هستي) جي تسبيح ڪيو.**
**(ان کي ترمذيءَ روايت ڪيو)**

**فائدو: سند ۾ راوي موسٰي بن عبيده ضعيف آهي. محمد بن ثابت ۽ ابو حڪيم مجهول آهن(مرعاة:4-451/5)**

2291- وعن جابر قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : أفضل الذكر : لا إله إلا الله وأفضل الدعاء : الحمد لله. رواه الترمذي وابن ماجه .

(2291) **جابر ﷺ ڪان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايوتہ:[1] افضل ذڪر لا الٰہ الا الله ۽ افضل دعا الحمد لله آهي.**
**(ان کي ترمذيءَ ۽ ابن ماجہ بيان ڪيو آهي)**

2992- وعن عبد الله بن عمرو قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : الحمد رأس الشكر ما شكر الله عبد لا يحمده .

(2292) **عبدالله بن عمرو ﷺ ڪان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايوتہ: الحمدلله چوڻ شڪر[2] جو بلند مرتبو آهي. جنهن ٻانهي الله تعالیٰ جي ساراهہ نہ ڪئي ان سندس شڪر ادا نہ ڪيو.**

2293- وعن ابن عباس قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " أول من يدعى إلى الجنة يوم القيامة الذين يحمدون الله في السراء والضراء " . رواهما البيهقي في شعب الإيمان

(2293) **ابن عباس رضي الله عنهما ڪان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: قيامت جي ڏينهن سڀ ڪان پهريائين جنت ڏانهن انهن ماڻهن کي سڏيو ويندو جيڪي خوشي ۽ غميءَ ۾ الله جي ساراهہ ڪن ٿا.**
**(ٻئي حديثون بيهقيءَ شعب الايمان ۾بيان ڪيون)**

2994- وعن أبي سعيد الخدري قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : قال موسى عليه السلام : يا رب علمني شيئا أذكرك به وأدعوك به فقال: يا موسى قل : لا إله إلا الله فقال: يا رب كل عبادك يقول هذا إنما أيد شيئا تخصني

---

[1]- هن ذڪر ۾ الله پاڪ جي توحيد آهي ان ڪري هن کي سيني ذڪرن مان افضل لکيو ويو آهي. الحمدلله ڪا دعا نہ آهي مگر جيڪو ذڪي پاڪ جي واکاڻ ڪندو الله تعالیٰ ان جون مرادون ازخود پوريون ڪندو. انهيءَ ڪري هن کي افضل دعا چيو ويو آهي.
[2]- واکاڻ جو تعلق زبان سان آهي ۽ شڪر عام آهي. جيڪو ماڻهو زبان سان شڪر نٿو ڪري ان جي دل بہ جڻ تہ شڪر ڪانہ ٿي ڪري.

به قال: يا موسى لو أن السماوات السبع وعامرهن غيري والأرضين السبع وضعن في كفة ولا إله إلا الله في كفة لمالت بهن لا إله إلا الله. رواه في شرح السنة.

(2294) **ابوسعيد ﷛ كان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايوتہ: موسٰي عليہ السلام چيو تہ اي رب منهنجا! مون كي اهڙي شيءِ سيكار جنهن جي ذريعي توكي ياد كريان ۽ توكي پكاريان. الله فرمايوتہ اي موسٰي! لا الٰه الا الله چوندو رهہ. عرض كيائين تہ اي رب منهنجا! تنهنجو هر بانهو اهو كلمو چوي ٿو مون كي كا خاص دعا سيكار. الله فرمايو تہ اي موسٰي! جيكڏهن ست آسمان ۽ مون كان سواءِ انهن ۾ موجود سڀ مخلوق ۽ ست زمينون تارازيءَ جي هڪ پڙ ۾ ركيا وڃن ۽ لا الٰه الا الله كي ٻئي پڙ ۾ ركجي تہ بہ لا الٰه الا الله وزني ٿيندو**
**(ان كي شرح السنة بيان كيو)**

2295- وعن أبي سعيد وأبي هريرة رضي الله عنهما قالا : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : من قال : لا إله إلا الله والله أكبر صدقه ربه قال : لا إله إلا أنا وأنا أكبر وإذا قال : لا إله إلا الله وحده لا شريك له يقول الله : لا إله إلا أنا وحدي لا شريك لي وإذا قال : لا إله إلا الله له الملك وله الحمد قال : لا إله إلا أنا لي الملك ولي الحمد وإذا قال : لا إله إلا الله ولا وحول ولا قوة إلا بالله قال : لا إله إلا أنا لا حول ولا قوة إلا بي وكان يقول : من قالها في مرضه ثم مات لم تطعمه النار . رواه الترمذي وابن ماجه .

(2295) **ابو سعيد ۽ ابوهريره رضي الله عنهما كان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايوتہ: جيكو چوي ٿو تہ الله كان سواءِ كو معبود نہ آهي ۽ الله وڏو آهي تہ ان جو پالڻهار ان جي تصديق كندي فرمائي ٿو تہ مون كان سواءِ كو معبود نہ آهي ۽ آئون كبريائيءَ جو مالڪ آهيان ۽ جڏهن چوي ٿو تہ الله كان سواءِ كو معبود نہ آهي اهو اكيلو آهي ۽ ان جو كو شريڪ نہ آهي. تہ الله تعالىٰ فرمائي ٿو تہ مون كان سواءِ كو معبود نہ آهي ۽ آئون اكيلو آهيان ۽ منهنجو كو شريڪ نہ آهي ۽ جڏهن چوي ٿو تہ الله كان سواءِ كو معبود نہ آهي، ان جي بادشاهي ۽ ان لاءِ ساراهہ آهي تہ الله تعالىٰ فرمائي ٿو تہ مون كان سواءِ كوبہ معبود نہ آهي ۽ منهنجي بادشاهي آهي ۽ منهنجي لاءِ تعريف آهي ۽ جڏهن چوي ٿو تہ الله كان سواءِ كو معبود نہ آهي ۽ الله جي توفيق كان سواءِ برائيءَ كان بچڻ ۽ نيكي كرڻ جي قوت (ممكن) نہ آهي تہ الله تعالىٰ فرمائي ٿو تہ مون كان سواءِ كو معبود نہ آهي ۽ برائي كان بچڻ ۽ نيكي كرڻ جي قوت صرف منهنجي توفيق سان ٿي(ممكن) آهي.پاڻ فرمائيندا هئا تہ جيكو شخص پنهنجي بيماريءَ ۾ اهي كلمات چوي پوءِ گذاري وڃي تہ اهو دوزخ جي باهہ كان محفوظ رهندو**([1])
**(ان كي ترمذيءَ ابن ماجہ روايت كيو)**

2296- وعن سعد بن أبي وقاص أنه دخل مع النبي صلى الله عليه وسلم على امرأة وبين يديها نوى أو حصى تسبح به فقال : " ألا أخبرك بما هو أيسر عليك من هذا أو أفضل ؟ سبحان الله عدد ما خلق في السماء وسبحان الله عدد ما خلق في الأرض وسبحان الله عدد ما بين ذلك وسبحان الله عدد ما هو خالق والله أكبر مثل ذلك والحمد لله

[1]- هن حديث شريف مان هنن كلمن جي فضيلت ثابت ٿئي ٿي.

مثل ذلك ولا إله إلا الله مثل ذلك ولا حول ولا قوة إلا بالله مثل ذلك " . رواه الترمذي وأبو داود وقال الترمذي : هذا حديث غريب

**(2296) سعد بن ابي وقاص ﷛ کان روايت آهي تہ پاڻ رسول الله ﷺ سان گڏجي هڪ عورت وٽ داخل ٿيو ۽ ان جي سامهون کوکڙيون يا پٿريون رکيل هيون جن تي سبحان الله پڙهي رهي هئي. پاڻ سڳورن فرمايو تہ ڇا توکي ان کان وڌيڪ آسان يا افضل کم نہ ٻڌايان؟(هي ڪلمات پڙهندي ڪر) الله لاءِ پاڪائي آهي، آسمان جي مخلوق جي عدد برابر، الله لاءِ پاڪائي آهي، زمين جي مخلوق جي عدد برابر، الله لاءِ پاڪائي آهي، آسمان ۽ زمين جي درميان مخلوق جي عدد برابر، الله لاءِ پاڪائي آهي انهيءَ(سڀ) مخلوق جي عدد برابر جيڪا اهو پيدا ڪرڻ وارو آهي ۽ اهڙي طرح الله اڪبر الحمد لله لا اله الا الله ۽ لا حول و لا قوة الا بالله بہ چوي.**

**( ان کي ترمذيءَ، ابوداؤد بيان ڪيو ۽ ترمذيءَ چيو تہ حديث غريب آهي)**

**فائدو: سند ۾ راوي خزيمہ مجهول آهي ۽ سعيد بن ابي حلال راوي معروف نہ آهي. پڻ حديثون خلط ملط ڪندو هو تنهن ڪري هيءَ حديث صحيح يا حسن نہ آهي.(مرعاة:4-454/5) علامہ البانيءَ پڻ هن حديث کي ضعيف قرار ڏنو آهي بلڪ هن حديث جي رد ۾ هڪ مستقل رسالو لکيو آهي. (مشڪوٰة علامہ الباني:715/2)**

2297- وعن عمرو بن شعيب عن أبيه عن جده قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : من سبح الله مائة بالغداة ومائة بالعشي كان كمن حج مائة حجة ومن حمد الله مائة بالغداة ومائة بالعشي كان كمن حمل على مائة فرس في سبيل الله ومن هلل الله مائة بالغداة ومائة بالعشي كان كمن أعتق مائة رقبة من ولد إسماعيل ومن كبر الله مائة بالغداة ومائة بالعشي لم يأت في ذلك اليوم أحد بأكثر مما أتى به إلا من قال مثل ذلك أو زاد على ما قال . رواه الترمذي . وقال : هذا حديث غريب .

**(2297) عمرو بن شعيب پنهنجي پيءُ کان اهو ان جي ڏاڏي کان روايت ڪري ٿو تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ جنهن شخص سؤ ڀيرا صبح ۽ سؤ ڀيرا شام سبحان الله چيو ان کي ان شخص جيترو اجر ملندو آهي، جنهن سؤ حج ڪيا ۽ جنهن صبح ۽ شام جو سؤ سؤ ڀيرا الحمدلله چيو(ان جو اجر) ان شخص جي برابر آهي جنهن الله جي رستي ۾ سؤ گهوڙن جي سواري(مجاهدن) کي فراهم ڪئي ۽ جنهن صبح ۽ شام سؤ سؤ ڀيرا لا اله الا الله چيو، ان کي ان شخص جيترو اجر ملندو جنهن اسماعيل عليہ السلا جي اولاد مان 100 غلام آزاد ڪيا ۽ جنهن صبح ۽ شام سؤ سؤ ڀيرا الله اڪبر چيو ان ڏينهن ڪو شخص ان کان وڌيڪ ثواب وارو عمل نہ ڪندو، سواءِ ان شخص جي جنهن ان وانگر يا ان کان وڌيڪ عمل ڪيو هجي.**

**(ان کي ترمذيءَ روايت ڪيو ۽ چيائين تہ هيءَ حديث حسن غريب آهي)([1])**

**فائدو: سند ۾ راوي ضحاڪ بن عمرة اسلوڪي ضعيف آهي(مرعاة:4-455/5)**

[1]- سبحان الله ڪهڙو نہ سولو رستو آهي، ڪيڏو نہ ثواب آهي. بيشڪ الله تعالىٰ جي رحمت ۽ ٻاجه وسيع آهي.

2298- وعن عبد الله بن عمرو قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : التسبيح نصف الميزان والحمد لله يملؤه ولا إله إلا الله ليس لها حجاب دون الله حتى تخلص إليه . رواه الترمذي . وقال : هذا حديث غريب وليس إسناده بالقوي .

(2298) **عبدالله بن عمرو ﷛ كان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايوتہ: سبحان الله اڌ تارازي آهي. ۽ الحمدلله ان کي پري ٿو ۽ لا اله الا الله کي الله وٽ پهچڻ ۾ ڪا رڪاوٽ نہ آهي.**
**(ان کي ترمذيءَ روايت ڪيو ۽ چيائين تہ هيءَ حديث غريب آهي ۽ ان جي اسناد قوي نہ آهي)**
**فائدو: سند ۾ راوي عبدالرحمن بن زياد ضعيف آهي ۽ اسماعيل بن عياش حديثون خلط ملط ۽ گاڏڙ ڪري ڇڏيندو آهي(مرعاة:4-455/5)**

2299- وعن أبي هريرة قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : ما قال عبد لا إله إلا الله مخلصا قط إلا فتحت له أبواب السماء حتى يفضي إلى العرش ما اجتنب الكبائر. رواه الترمذي . وقال : هذا حديث غريب .

(2299) **ابوهريره ﷛ كان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ ڪو ٻانهو سچي دل سان لا اله الا الله پڙهندو آهي تہ ان لاءِ آسمان جا دروازا کوليا ويندا آهن تانجو اهو ڪلمو عرش تائين پهچي ويندو آهي بشرطيڪ ڪبيره گناهہ کان بچي.([1])**
**(ان کي ترمذيءَ روايت ڪيو ۽ چيائين تہ هيءَ حديث غريب آهي)**

2300- وعن ابن مسعود قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : لقيت إبراهيم ليلة أسري بي فقال : يا محمد أقرئ أمتك مني السلام وأخبرهم أن الجنة طيبة التربة عذبة الماء وأنها قيعان وأن غراسها سبحان الله والحمد لله ولا إله إلا الله والله أكبر. رواه الترمذي . وقال : هذا حديث حسن غريب إسنادا .

(2230) **ابن مسعود ﷛ كان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايوتہ جنهن رات مون کي آسمان جو سير ڪرايو ويو منهنجي ملاقات ابراهيم عليہ السلام سان ٿي. انهيءَ چيو تہ اي محمد! منهنجي طرفان پنهنجي امت کي سلام پهچاءِ ۽ انهن کي ٻڌاءِ تہ جنت جي مٽي خوشبودار آهي ۽ پاڻي منو آهي ۽ جنت هموار ميدان آهي ۽ ان جي شجرڪاري سبحان الله، والحمدلله و لا اله الا الله و الله اڪبر چوڻ آهي.**
**(ان کي ترمذيءَ روايت ڪيو ۽ چيائين تہ هيءَ حديث سند جي لحاظ سان حسن غريب آهي)**
**فائدو: هن حديث جي سند ضعيف آهي البتہ حديث حسن آهي جيئن امام ترمذيءَ هن حديث کي حسن قرار ڏنو آهي، چاڪاڻ تہ ان حديث جا ٻہ شاهد آهن. مون "احاديث صحيحه" ۾ ان جو ذڪر ڪيو آهي. (مشڪوٰة علامہ الباني:716/2)**

2301- وعن يسيرة رضي الله عنها وكانت من المهاجرات قالت : قال لنا رسول الله صلى الله عليه وسلم : عليكن بالتسبيح والتهليل والتقديس واعقدن بالأنامل فإنهن مسؤولات مستنطقات ولا تغفلن فتنسين الرحمة. رواه الترمذي وأبو داؤد .

[1]- هن مان ڪلمہ توحيد جي فضيلت معلوم ٿئي ٿي ۽ هي بہ معلوم ٿئي ٿو تہ الله پاڪ جل جلالہ عرش عظيم تي رهي ٿو.

(2301) يسيره رضي الله عنها کان روايت آهي، جيڪا مهاجر خواتين مان آهي ته اسان کي رسول الله ﷺ جن فرمايو ته سبحان الله، لا اله الا الله ۽ سبحان الملڪ القدوس پڙهنديون ڪريو ۽ آڱرين جي پورن تي انهن کي ڳڻينديون ڪريو، ڇاڪاڻ ته انهن آڱرين کان پڇاڻو ٿيندو ۽ انهن کان گواهي ورتي ويندي ۽ الله جي ذڪر ۾ غفلت نه ڪريو نه ته (الله جي) رحمت کان محروم ٿي وينديون.

(ان کي ترمذي ۽ابوداؤد بيان ڪيو)

## فصل ٽيون

2302- عن سعد بن أبي وقاص قال : جاء أعرابي إلى رسول الله صلى الله عليه وسلم فقال : علمني كلاما أقوله قال : قل لا إله إلا الله وحده لا شريك له الله أكبر كبيرا والحمد لله كثيرا وسبحان الله رب العالمين لا حول ولا قوة إلى بالله العزيز الحكيم. فقال فهؤلاء لربي فما لي ؟ فقال : قل اللهم اغفر لي وارحمني واهدني وارزقني وعافني. شك الراوي في عافني. رواه مسلم .

(2302) سعد بن ابي وقاص رضي الله عنه کان روايت آهي ته هڪ ڳوناڻو رسول الله ﷺ جن وٽ آيو ۽ عرض ڪيائين ته مون کي اهڙو ذڪر سيڪاريو، جيڪو آئون پڙهندو رهان. پاڻ سڳورن فرمايو ته چؤ ته الله کانسواءِ ڪو معبود نه آهي، اهو اڪيلو آهي، ان جو ڪو شريڪ نه آهي، الله تمام وڏو آهي ۽ ان لاءِ تمام گهڻي ساراهه آهي ۽ جهانن جو پالڻهار الله پاڪ آهي. نيڪيءَجي قوت ۽ برائيءَ کان بچڻ جي سگهه صرف الله غالب حڪمت واري جي توفيق سان ئي ممڪن آهي. انهيءَ چيو ته اهو ته منهنجي رب لاءِ آهي منهنجي لاءِ ڇا آهي؟ پاڻ سڳورن فرمايو ته چؤ ته اي منهنجا الله! مون کي معاف ڪر، مون تي رحم ڪر، مون کي هدايت ڏي، مون کي رزق ڏي ۽ مون کي عافيت عطا ڪر. راويءَ کي آخري حرف جي باري ۾ شڪ آهي.

(ان کي مسلم روايت ڪيو)

2303- وعن أنس أن رسول الله صلى الله عليه وسلم مر على شجرة يابسة الورق فضربها بعصاه فتناثر الورق فقال: إن الحمد لله وسبحان الله ولا إله إلا الله والله أكبر تساقط ذنوب العبد كما يتساقط ورق هذه الشجرة. رواه الترمذي . وقال : هذا حديث غريب.

(2303) انس رضي الله عنه کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن هڪ وڻ وٽان گذريا، جنهن جا پن سڪل هئا. پاڻ سڳورن ان جي ٽاريءَ کي لٺ هنئي ته پن ڇڻي پيا. پوءِ فرمايائون ته سبحان الله و الحمدلله و لا اله الا الله و الله اڪبر ٻانهي جي گناهن کي ائين ڇاڻن ٿا، جيئن هن وڻ جا پن ڇڻن ٿا.

(ان کي ترمذيءَ روايت ڪيو ۽ چيائين ته هيءَ حديث غريب آهي)

فائدو: هن حديث جي سند ۾ راوي اعمش جو انس رضي الله عنه کان سماعُ ثابت نه آهي پر هن حديث جي هم معني مسند احمد صحيح راوين سان منقول آهي.(مرعاة:4-459/5)

2304- وعن مكحول عن أبي هريرة قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : أكثر من قول : لا حول ولا قوة إلا بالله فإنها من كنز الجنة " . قال مكحول : فمن قال : لا حول ولا قوة إلا بالله ولا منجى من الله إلا إليه كشف الله عنه سبعين بابا من الضر أدناها الفقر . رواه الترمذي . وقال : هذا حديث ليس إسناده بمتصل ومكحول لم يسمع عن أبي هريرة .

(2304) **مڪحول ؒ ابوهريره ؓ ڪان روايت ڪري ٿو تہ مون کي رسول الله ﷺ جن حڪم ڏنو تہ ڪثرت سان لا حول و لا قوة الا بالله پڙهندو ڪر. بيشڪ اهو جنت جو خزانو آهي. مڪحول چوي ٿو تہ پوءِ جنهن چيو تہ نيڪي ڪرڻ جي قوة ۽ برائيءَ کان بچڻ جي سگهہ الله جي توفيق سان ئي ممڪن آهي ۽ الله (جي عذاب) کان ڇوٽڪارو ان جي پناهہ جو پاند وٺڻ کان سواءِ ممڪن نہ آهي الله ان کان مصيبتن جا ستر دروازا پري ڪري ڇڏي ٿو، جنهن ۾ گهٽ ۾ گهٽ تنگدستي آهي.**

**(ان کي ترمذي بيان ڪيو ۽ چيائين تہ هن حديث جي سند متصل نہ آهي. مڪحول ابوهريره کان نہ ٻڌو آهي)**

**فائدو: هيءَ حديث نسائي ۽ بزار ۾ ڪجهہ ڏگهي آهي انهن ٻنهي جا راوي ثقہ ۽ قابل حجت آهن. (مرعاة4-459/5)**

2305- وعن أبي هريرة قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : لا حول ولا قوة إلا بالله دواء من تسعة وتسعين داء أيسرها الهم.

(2305) **ابوهريره ؓ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايوتہ: لا حول و لا قوة إلا بالله نوانوي بيمارين جو علاج آهي، جن ۾ سڀ کان معمولي بيماري غم آهي.**[1]

2306- وعنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : ألا أدلك على كلمة من تحت العرش من كنز الجنة لا حول ولا قوة إلا بالله يقول الله تعالى : أسلم عبدي واستسلم. رواهما البيهقي في الدعوات الكبير .

(2306) **ابوهريره ؓ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ ڇا توکي عرش هيٺان جنت جي خزانن مان هڪ ڪلمي بابت نہ ٻڌايان؟ (اهو) لا حول ولا قوة الا بالله آهي. الله تعالىٰ فرمائيندو آهي تہ منهنجو ٻانهو منهنجو فرمانبردار ٿي ويو ۽ ان پاڻ کي منهنجي حوالي ڪري ڇڏيو آهي.**

**(انهن ٻنهي حديثن کي بيهقيءَ الدعوات الڪبير ۾بيان ڪيو.)**

**فائدو: پهرين حديث ۾ بشير راوي ضعيف آهي جڏهن تہ ٻي حديث جي راوين ۾ علت نہ آهي.(مرعاة4-5 /459)**

[1]- يعني دين ۽ دنيا جو غم.

2307- وعن ابن عمر أنه قال : سبحان الله هي صلاة الخلائق والحمد لله كلمة الشكر ولا إله إلا الله كلمة الإخلاص والله أكبر تملأ ما بين السماء والأرض وإذا قال العبد : لا حول ولا قوة إلا بالله قال الله تعالى : أسلم عبدي واستسلم . رواه رزين .

(2307) **ابن عمر ﷺ كان روايت آهي تہ سبحان الله چوڻ سڄي مخلوق جي عبادت آهي ۽ الحمد لله شڪر جو ڪلمو آهي ۽ لا اله الا الله خلوص جو ڪلمو آهي ۽ الله اڪبر آسمان ۽ زمين کي ڀري ڇڏي ٿو۽ جڏهن ڪو شخص لا حول ولا قوة الا بالله چوندو آهي تہ الله تعالىٰ فرمائيندو آهي تہ منهنجو ٻانهو منهنجو فرمانبردار ٿي ويو ۽ ان پاڻ کي منهنجي حوالي ڪري ڇڏيو.**

**(هن کي رزين بيان ڪيو)**

فائدو: **هن قول جي سند معلوم نہ ٿي سگهي والله اعلم**(مرعاة4-5 /460)

# باب الاستغفار و التوبة

# الله کان مغرت طلب ڪرڻ ۽ توبہ جو بيان

## فصل پهريون

2308- عن أبي هريرة قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : والله إني لأستغفر الله وأتوب إليه في اليوم أكثر من سبعين مرة . رواه البخاري .

(2308) **ابوهريره ﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ الله جو قسم! آئون روزانو ستر کان بہ وڌيڪ ڀيرا الله کان مغفرت طلب ڪندو آهيان ۽ ان ڏانهن توبہ ڪندو آهيان.**

**(ان کي ترمذي روايت ڪيو)**([1])

2309- وعن الأغر المزني رضي الله عنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : إنه ليغان على قلبي وإني لأستغفر الله في اليوم مائة مرة . رواه مسلم .

(2309) **اغرمزني کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ منهنجي دل تي غفلت**([2]) **طاري ٿي ويندي آهي ۽ آئون روزانو الله کان سئو ڀيرا مغفرت طلب ڪندو آهيان.**

**(ان کي مسلم روايت ڪيو)**

[1]- جڏهن رسول الله ﷺ ڏينهن ۾ ستر ڀيرا توبہ استغفار ڪندا هئا، تڏهن اسان گنهگارن تي تہ وڌيڪ استغفار ۽ توبہ ڪرڻ لازم آهي.

[2]- رسول الله ﷺ جن هر وقت الله پاڪ جي يادگيري ۾ مشغول رهندا هئا ڪنهن وقت ٿوري پل ٿيندي هئي تہ ان کي ڏوهہ سمجهي ڏڻي پاڪ کان ڪڏهن ستر ۽ ڪڏهن سؤ ڀيرا مغفرت گهرندا هئا.

2310- وعنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : يا أيها الناس توبوا إلى الله فإني أتوب إليه في اليوم مائة مرة . رواه مسلم .

**(2310) اغرمزني ﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ اي انسانؤ! الله کان توبہ طلب ڪريو مان روزانہ سؤ دفعا توبہ ڪندو آهيان.**
**(ان کي مسلم روايت ڪيو)**

2311- وعن أبي ذر رضي الله عنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم فيما يروي عن الله تبارك وتعالى أنه قال : يا عبادي إني حرمت الظلم على نفسي وجعلته بينكم محرما فلا تظالموا يا عبادي كلكم ضال إلا من هديته فاستهدوني أهدكم يا عبادي كلكم جائع إلا من أطعمته فاستطعموني أطعمكم يا عبادي كلكم عار إلا من كسوته فاستكسوني أكسكم يا عبادي إنكم تخطئون بالليل والنهار وأنا أغفر الذنوب جميعا فاستغفروني أغفر لكم يا عبادي إنكم لن تبلغوا ضري فتضروني ولن تبلغوا نفعي فتنفعوني يا عبادي لو أن أولكم وآخركم وإنسكم وجنكم كانوا أتقى قلب رجل واحد منكم ما زاد ذلك في ملكي شيئا يا عبادي لو أن أولكم وآخركم وإنسكم وجنكم كانوا على أفجر قلب واحد منكم ما نقص من ملكي شيئا يا عبادي لو أن أولكم وآخركم وإنسكم وجنكم قاموا في صعيد واحد فسألوني فأعطيت كل إنسان مسألته ما نقص ذلك مما عندي إلا كما ينقص المخيط إذا أدخل البحر يا عبادي إنما هي أعمالكم أحصها عليكم ثم أوفيكم إياها فمن وجد خيرا فليحمد الله ومن وجد غير ذلك فلا يلومن إلا نفسه . رواه مسلم .

**(2311) ابوذر ﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن حديث قدسي بيان ڪئي تہ الله تعالیٰ فرمائي ٿو: اي منهنجا ٻانهو! مون پاڻ تي ظلم حرام ڪيو آهي ۽ توهان جي درميان بہ ان کي حرام ڪيو آهي. پوءِ هڪ ٻئي تي ظلم نہ ڪيو.**
**اي منهنجا ٻانهو! توهان مان هر هڪ گمراهہ آهي سواءِ ان جي جنهن کي آئون هدايت ڏيان، پوءِ مون کان هدايت گهرو تہ توهان کي هدايت ڏيان. اي منهنجا ٻانهو! توهان مان هر هڪ بکيو آهي سواءِ ان جي جنهن کي آئون کارايان پوءِ مون کان گهرو تہ توهان کي کارايان، اي منهنجا ٻانهو! توهان مان هر هڪ اگهاڙو آهي، سواءِ ان جي جنهن کي آئون ڍڪيان پوءِ مون کان لباس گهرو، تہ توهان کي ڍڪيان. اي منهنجا ٻانهو! توهان رات ڏينهن گناهہ ڪريو ٿا ۽ آئون سڀ گناهہ بخشيان ٿو، پوءِ مون کان بخشش گهرو تہ توهان کي معاف ڪريان اي منهنجا ٻانهو! بيشڪ توهان مون کي ڪنهن نقصان پهچائڻ جي سگهہ نٿا رکو جو مون کي نقصان رسايو ۽ نہ مون کي ڪنهن نفعي پهچائڻ جي سگهہ رکو ٿا، جو مون کي نفعو ڏيو. اي منهنجا ٻانهو! جيڪڏهن توهان جا پهريان ۽ توهان جا پويان ۽ توهان جا انسان ۽ توهان جا جن سڀ کان وڌيڪ هڪ پرهيزگار انسان وانگر ٿين تڏهن بہ منهنجي ملڪ ۾ ڪنهن شيءِ جو اضافو نہ ٿيندو. اي منهنجا ٻانهو! جيڪڏهن توهان جا پهريان ۽ توهان جا پويان ۽توهان جا انسان ۽ توهان جا جن توهان مان سڀ کان وڌيڪ هڪ گنهگار انسان جي دل وانگر ٿين تڏهن بہ منهنجي ملڪ ۾ ڪنهن شيءِ جي ڪمي نہ ايندي**

**اي منهنجا ٻانهو! جيڪڏهن توهان جا پهريان ۽ توهان جا پويان توهان جا انسان ۽ توهان جا جن هڪ ميدان ۾ بيهن، پوءِ مون کان سوال ڪن ۽ هر انسان کي سندس گهربل شيءِ ڏيان تہ مون وٽ جيڪي ڪجھ آهي، ان مان ڪجھ بہ گهٽ نہ ٿيندو سواءِ ان جي جيترو سمنڊ ۾ سئي وجهڻ سان پاڻي گهٽ ٿيندو آهي. اي منهنجا ٻانهو! اهي توهان جا اعمال آهن جن کي آئون ګڏ ڪري رکان ٿو پوءِ توهان کي انهن جو بدلو پورو پورو ڏيان ٿو، پوءِ جيڪو ڀلائي لهي ان کي گهرجي تہ الله جي ساراهہ ڪري ۽ جيڪو برائي لهي ان کي گهرجي تہ صرف پاڻ تي ملامت ڪري.**

**(ان کي مسلم روايت ڪيو)**

2312- وعن أبي سعيد الخدري رضي الله عنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : كان في بني إسرائيل رجل قتل تسعة وتسعين إنسانا ثم خرج يسأل فأتى راهبا فسأله فقال : أله توبة قال : لا فقتله وجعل يسأل فقال له رجل ائت قرية كذا وكذا فأدركه الموت فناء بصدره نحوها فاختصمت فيه ملائكة الرحمة وملائكة العذاب فأوحى الله إلى هذه أن تقربي وإلى هذه أن تباعدي فقال قيسوا ما بينهما فوجد إلى هذه أقرب بشبر فغفر له .

(2312) **ابوسعيد ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ بني اسرائيل ۾ هڪ شخص هو جنهن نوانوي قتل ڪيا هئا. پوءِ(توبہ بابت) پڇا ڪرڻ نڪتو. هڪ راهب وٽ آيو ۽ ان کان(مسئلو) پڇندي چيائينس تہ ڇا سندس توبہ قبول ٿيندي؟ انهيءَ چيو تہ نہ! تڏهن ان کي بہ قتل ڪري ڇڏيائين ۽ پڇا ڳاڇا ڪندو رهيو. هڪ شخص ڪيس چيو تہ هھڙي ۽ هھڙي ڳوٺ ڏانهن وڃ. پوءِ (رستي ۾) ڪيس موت آيو. انهيءَ پنهنجي سيني کي ان بستيءَ ڏانهن جهڪايو. سندس باري ۾ رحمت ۽ عذاب جا فرشتا تڪرار ڪرڻ لڳا. الله تعالیٰ(نيڪ بستيءَ کي) وحي ڪئي تہ (ان شخص کي) ويجهي ٿيءُ ۽ (جتان اچي رهيو هو) ان کي چيائين تہ پري ٿيءُ فرمايائين تہ ٻنهي جو مفاصلو ماپيو. پوءِ ڪيس ان (صالح بستي) کان هڪ گرانٺ([1]) ويجهو لڌو ويو. تڏهن سندس بخشش ڪئي وئي.**

**(بخاري و مسلم)**

2313- وعن أبي هريرة قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : والذي نفسي بيده لو لم تذنبوا لذهب الله بكم ولجاء بقوم يذنبون فيستغفرون الله فيغفر لهم . رواه مسلم .

(2313) **ابوهريره ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايوتہ: ان ذات جو قسم! جنهن جي هٿ ۾ منهنجي جان آهي، جيڪڏهن توهان گناهہ نہ ڪريو تہ الله توهان جي جاءِ تي ٻي قوم آڻيندو جيڪي گناهہ ڪندا ۽ الله کان بخشش گهرندا، پوءِ کين بخشيندو.**

**(ان کي مسلم روايت ڪيو)**

---

[1]- هن حديث شريف مان عمدو فائدو حاصل ٿئي ٿو هڪ گناهہ ڪبيره کان توبہ ڪرڻ گهرجي،2- گنهگارن جي فضا عام هجي اتان هجرت ڪرڻ گهرجي،3- ملائڪن کي بہ علم غيب ڪونهي انهيءَ ڪري رحمتي ۽ عذاب وارن ملائڪن پاڻ ۾ بحث ڪيو،4- مدعي ۽ مدعي عليہ کي ويهي پاڻ ۾ ٿڌي دماغ سان صلح ڪرڻ کپي،5- الله جي رحمت وسيع آهي، جيئن تہ انهيءَ وڏي گنهگار ٻانهي سچي دل سان توبهہ ڪئي ان ڪري رحمت ۽ بخشش الاهيءَ جو درياءُ جوش ۾ آيو.

2314- وعن أبي موسى رضي الله عنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : إن الله يبسط يده بالليل ليتوب مسيء النهار ويبسط يده بالنهار ليتوب مسيء الليل حتى تطلع الشمس من مغربها. رواه مسلم .

(2314) **ابوموسٰي ﷺ ڪان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: بيشڪ الله تعالىٰ رات جو پنهنجو هٿ ڦهلائي ٿو تان تہ ڏينهن جا گنهگار توبہ تائب ٿين ۽ ڏينهن جو پنهنجو هٿ ڦهلائي ٿو رات جا گنهگار توبہ تائب ٿين اهو سلسلو هلندو رهي ٿو تان تہ سج اولهہ کان ايري.**
**(ان کي مسلم روايت ڪيو)**

2315- وعن عائشة رضي الله عنها قالت : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : إن العبد إذا اعترف ثم تاب تاب الله عليه .

(2315) **عائشہ رضي الله عنها ڪان روايت آهي تہ: بيشڪ جڏهن ٻانهو (گناهہ جو) اعتراف ڪري پوءِ توبہ تائب ٿئي تہ الله تعالىٰ مٿس ٻاجهہ سان توجهہ فرمائي ٿو.**
**(بخاري و مسلم)**

2316- وعن أبي هريرة قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : من تاب قبل أن تطلع الشمس من مغربها تاب الله عليه . رواه مسلم

(2316) **ابوهريره ﷺ ڪان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جيڪو اولهہ طرفان سج ايرڻ کان اڳ توبہ تائب ٿيندو الله تعالىٰ مٿس ٻاجهہ سان موٽندو.**
**(ان کي مسلم روايت ڪيو)**

2317- وعن أنس قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : لله أشد فرحا بتوبة عبده حين يتوب إليه من أحدكم كان راحلته بأرض فلاة فانفلتت منه وعليها طعامه وشرابه فأيس منها فأتى شجرة فاضطجع في ظلها قد أيس من راحلته فبينما هو كذلك إذ هو بها قائمة عنده فأخذ بخطامها ثم قال من شدة الفرح : اللهم أنت عبدي وأنا ربك أخطأ من شدة الفرح . رواه مسلم .

(2317) **انس ﷺ ڪان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: بيشڪ الله تعالىٰ پنهنجي ٻانهي جي توبہ سبب جڏهن اهو وٽس توبہ ڪندو آهي، توهان مان ان شخص کان بہ وڌيڪ خوش ٿيندو آهي جنهن جي سواري بيابان برپٽ ۾ گم ٿي وئي هجي جنهن جي مٿان سندس کاڌي پيتي جو سامان هجي پوءِ (ان کي ڳولهي ڳولهي) مايوس ۽ ٿي وڃي. پوءِ هڪ وڻ وٽ اچي ۽ ان جي ڇانوَ ۾ سمهي پوي. پنهنجي سواريءَ کان مايوس ٿي چڪو هجي. ان دوران اچانڪ سندس سواري وٽس اچي بيهي رهي. پوءِ ان جي مهار پڪڙي وٺي پوءِ خوشيءَ جي شدت سبب چوي تہ: ” اي الله! تون منهنجو ٻانهو آهين ۽ آئون تنهنجو رب آهيان.“ خوشيءَ جي شدت سبب غلطي ڪري ويهي ٿو.**
**(هن کي مسلم روايت ڪيو)**

2318- وعن أبي هريرة رضي الله عنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : إن عبدا أذنب ذنبا فقال : رب أذنبت فاغفره فقال ربه أعلم عبدي أن له ربا يغفر الذنب ويأخذ به ؟ غفرت لعبدي ثم مكث ما شاء الله ثم أذنب

ذنبا فقال : رب أذنبت ذنبا فاغفره فقال ربه : أعلم عبدي أن له ربا يغفر الذنب ويأخذ به ؟ غفرت لعبدي ثم مكث ما شاء الله ثم أذنب ذنبا قال : رب أذنبت ذنبا آخر فاغفر لي فقال : أعلم عبدي أن له ربا يغفر الذنب ويأخذ به ؟ غفرت لعبدي فليفعل ما شاء .

(2318) **ابوهريره ﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايوتہ: بيشڪ هڪ ٻانهي هڪ گناھ ڪيو پوءِ چيائين تہ رب منهنجا! مون گناھ ڪيو آهي، پوءِ اهو بخش. پوءِ سندس رب چوي ٿو تہ منهنجي ٻانهي ڄاتو تہ ان جوهڪ رب آهي جيڪو گناھ معاف ڪري ٿو ۽ گناھ سبب پڪڙ ڪري ٿو. مون پنهنجي ٻانهي جي مغفرت ڪري ڇڏي. پوءِ جيستائين الله تعالیٰ چاهي ٿو (نيڪيءَ تي) قائم رهي ٿو. وري هڪ گناھ ڪيائين ۽ چيائين تہ رب منهنجا! مون گناھ ڪيو آهي،پوءِ ان کي بخش. پوءِ(رب) چوي ٿو تہ منهنجي ٻانهي ڄاتو تہ ان جو هڪ رب آهي جيڪو گناھ معاف ڪري ٿو ۽ گناھ جي ڪري پڪڙ ڪري ٿو. مون پنهنجي ٻانهي جي مغفرت ڪري ڇڏي. پوءِ جيستائين الله تعالیٰ چاهي ٿو(نيڪيءَ تي) قائم رهي ٿو. پوءِ هڪ گناھ ڪيائين ۽ چيائين تہ رب منهنجا! مون هڪ ٻيو گناھ ڪيو آهي، سو ان کي بخش پوءِ سندس رب چوي ٿو تہ منهنجي ٻانهي ڄاتو تہ ان جو هڪ رب آهي جيڪو گناھ معاف ڪري ٿو ۽ گناھ سبب پڪڙ ڪري ٿو. مون پنهجي ٻانهي جي مغفرت ڪري ڇڏي هاڻي جيڪي وڻيس سو ڪري.**
**(بخاري و مسلم)** ([1])

2319- وعن جندب رضي الله عنه أن رسول الله صلى الله عليه وسلم حدث : أن رجلا قال : والله لا يغفر الله لفلان وأن الله تعالى

قال : من ذا الذي يتألى علي أني لا أغفر لفلان فإني قد غفرت لفلان وأحبطت عملك . أو كما قال . رواه مسلم .

(2319) **جندب ﷺکان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن حديث بيان فرمائي تہ هڪ شخص چيو تہ الله جو قسم! فلاڻي کي الله معاف نہ ڪندو ۽ الله تعالیٰ فرمايو تہ اهو ڪير ٿيندو آهي جيڪو منهنجي باري ۾ قسم کڻي چوي ٿو تہ آئون فلاڻي کي معاف نہ ڪندس بيشڪ مون فلاڻي کي بخشيو ۽ تنهنجا عمل ڇٽ ڪري ڇڏيا يا جيئن فرمايائين.**
**(ان کي مسلم روايت ڪيو)**([2])

2320- وعن شداد بن أوس قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : سيد الاستغفار أن تقول : اللهم أنت ربي لا إله إلا أنت خلقتني وأنا عبدك وأنا على عهدك ووعدك ما استطعت أعوذ بك من شر ما صنعت أبوء لك بنعمتك علي وأبوء بذنبي فاغفر لي فإنه لا يغفر الذنوب إلا أنت. قال : ومن قالها من النهار موقنا بها فمات من يومه قبل أن

[1]-هن مان معلوم ٿئي ٿو تہ جيڪڏهن ڪو شخص سؤ ڀيرا گناھ ڪري ۽ پوءِ بہ مغفرت گهرندو رهي تہ واري واري ان جي توبہ قبول ٿيندي رهندي، توبہ لاءِ ڪا حد مقرر نہ آهي.

[2]-ڪهڙو بہ گنهگار مسلمان هجي مگر ان لاءِ يقيني فيصلو ڏيڻ تہ هي دوزخي آهي جائز نہ آهي ڇاڪاڻ تہ ڪنهنجي بہ خير تي خاتمي ٿيڻ جي الله پاڪ کانسواءِ ڪنهن کي بہ خبر ڪانہ آهي.

يمسي فهو من أهل الجنة ومن قالها من الليل وهو موقن بها فمات قبل أن يصبح فهو من أهل الجنة . رواه البخاري
.

(2320) **شداد بن اوس ﷺ كان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ سيد الاستغفار هيءَ آهي تون چؤ تہ اي الله! تون منهنجو رب آهين توکان سواءِ ڪو معبود نہ آهي تو مون کي پيدا ڪيو ۽ آئون تنهنجو ٻانهو آهيان ۽ تنهنجي عهد ۽ تنهنجي وعدي تي سگهہ آهر قائم آهيان جيڪا برائي مون ڪئي آهي ان جي باري ۾ توکان پناهہ وٺان ٿو. تنهنجيون جيڪي نعمتون مون تي آهن، انهن جو اقرار ڪريان ٿو ۽ جيڪي مون کان گناهہ ٿيا آهن ، انهن جو اعتراف ڪريان ٿو. پوءِ منهنجي بخشش فرماءِ، بيشڪ توکانسواءِ ڪو گناهہ نٿو بخشي. جيڪو شخص ڏينهن جو(قبوليت جو) يقين رکندي اهي الفاظ چوي ۽ شام ٿيڻ کان اڳ مري وڃي تہ اهو جنتي آهيءِ جيڪو شخص رات جو(قبوليت جو) يقين رکندي اهي الفاظ چوي ۽ صبح ٿيڻ کان اڳ مري وڃي تہ اهو جنتي آهي.**
**(هن کي بخاري روايت ڪيو)**

# فصل ثاني

2321- عن أنس قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : قال الله تعالى : يا ابن آدم إنك ما دعوتني ورجوتني غفرت لك على ما كان فيك ولا أبالي يا ابن آدم إنك لو بلغت ذنوبك عنان السماء ثم استغفرتني غفرت لك ولا أبالي يا ابن آدم إنك لو لقيتني بقراب الأرض خطايا ثم لقيتني لا تشرك بي شيئا لأتيتك بقرابها مغفرة. رواه الترمذي. ورواه أحمد والدارمي عن أبي ذر وقال الترمذي : هذا حديث حسن غريب .

(2321) **انس ﷺ كان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايوتہ الله تعالىٰ فرمائي ٿو تہ: اي اولاد آدم! جيستائين مون کي پڪاريندو رهندين ۽ (بخشش جو) اميد وار رهندين، تنهنجا جيڪي بہ گناهہ هوندا توکي بخشيندو رهندس ۽ ڪا پرواهہ نہ ڪندس. اي اولاد آدم! جيڪڏهن تنهنجا گناهہ آسمان تائين پهچي وڃن پوءِ بہ تون مون کان مغفرت طلب ڪندين تہ آئون توکي معاف ڪندو رهندس ۽ ڪا پرواهہ نہ ڪندس. اي اولاد آدم! جيڪڏهن تون مون سان هن حال ۾ ملاقات ڪندين جو زمين ڀري گناهہ آڻيندي پوءِ ان حالت ۾ مون سان ملندين جو مون سان ڪنهن کي بہ شريڪ نہ ڪندين[1] تہ آئون تو وٽ ايتري مغفرت آڻيندس**
**(انکي ترمذيءَ روايت ڪيو ۽ احمد ۽ دارمي هن کي ابوذر كان روايت ڪيو ۽ ترمذيءَ چيو تہ هيءَ حديث حسن غريب آهي)**

2322- وعن ابن عباس رضي الله عنهما عن رسول الله صلى الله عليه وسلم قال : قال الله تعالى : من علم أني ذو قدرة على مغفرة الذنوب غفرت له ولا أبالي ما لم تشرك بي شيئا . رواه في شرح السنة .

[1]- شرڪ جو وڏو خيال رکڻ گهرجي ڇا ڪاڻ تہ شرڪ توبہ کان سواءِ بخش نہ ٿيندو جنهن بابت قرآن پاڪ ۾ ڪيترن هنڌن تي فيصلو ٿيل آهي.

(2322) **ابن عباس رضي الله عنهما كان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ الله تعالىٰ فرمائي ٿو تہ: جيڪو(پڪ) ڄاڻي تہ آئون گناهہ بخشڻ تي قدرت وارو آهيان، ان کي معاف ڪري ڇڏيندس ۽ ڪا پرواهہ نہ ڪندس، جيستائين مون سان ڪنهن کي شريڪ نہ ڪري.**
**(شرح السنة)**

2323- وعنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : من لزم الاستغفار جعل الله له من كل ضيق مخرجا ومن كل هم فرجا ورزقه من حيث لا يحتسب . رواه أحمد وأبو داؤد وابن ماجه .

(2323) **ابن عباس رضي الله عنهما كان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جيڪو شخص پاڻ تي استغفار لازم ڄاڻندو، الله تعالىٰ ان لاءِ هر تنگي دور ڪرڻ ۽ هر غم کان نجات جي واٽ ڪڍندو‏ۦ ڪيس اتان رزق رسائيندو جتان ان کي گمان بہ نہ ٿيندو**
**(ان کي احمد، ابوداؤد ۽ ابن ماجہ روايت ڪيو)**

2324- وعن أبي بكر الصديق رضي الله عنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : ما أصر من استغفر وإن عاد في اليوم سبعين مرة " . رواه الترمذي وأبو داؤد .

(2324) **ابوبڪر صديق ﷛ كان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جيڪو بخشش گهري ٿو انهيءَ(دراصل) گناهہ تي ضد نہ ڪيو ([1]) جيتوڻيڪ ڏينهن ۾ ستر ڀيرا (گناهہ) ورائي ورائي ڪري.**
**(انکي ترمذيءَ ۽ ابوداؤد روايت ڪيو)**

**فائدو**: **سند ۾ ابو رجاء ابوبڪر جو آزاد ڪيل غلام مجهول آهي**.(مرعاة:4-447/5)

2325- وعن أنس قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " كل بني آدم خطاء وخير الخطائين التوابون " . رواه الترمذي وابن ماجه والدارمي

(2325) **انس ﷛ كان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: هر انسان گنهگار آهي ۽ بهترين گنهگار توبہ ڪندڙ آهن.**
**(ان کي ترمذي،ابن ماجہ ۽ دارميءَ روايت ڪيو.)**

2326- وعن أبي هريرة رضي الله عنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : إن المؤمن إذا أذنب كانت نكتة سوداء في قلبه فإن تاب واستغفر صقل قلبه وإن زاد زادت حتى تعلو قلبه فذلكم الران الذي ذكر الله تعالى ﴿ كَلَّا بَلْ رَانَ عَلَىٰ قُلُوبِهِم مَّا كَانُوا يَكْسِبُونَ ﴾ المطففين. رواه أحمد والترمذي وابن ماجه وقال الترمذي : هذا حديث حسن صحيح .

(2326) **ابوهريره ﷛ كان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: بيشڪ جڏهن مؤمن گناهہ ڪري ٿو تہ ان جي دل تي ڪٽ چڙهي ٿو. پوءِ جيڪڏهن توبہ ڪري ٿو ۽(الله تعالىٰ کان) بخشش**

---

[1]- هن حديث مان معلوم ٿئي ٿو تہ گناهہ تي هميشگي ڪندڙن کي " اصرار" ڪندڙ چئبو آهي جيڪو شخص پنهنجي گناهن جي مغفرت نہ گهري ۽ پنهنجي ڪرتوت تي شرمسار نٿئي اهو اصرار ڪري ٿو صغيره گناهہ تي اصرار ڪرڻ ان کي ڪبيرو بنائي ٿو ۽ ڪبيرا گناهہ تي اصرار ڪرڻ سان انسان وڃي ڪفر ۾ پهچي ٿو.

گهري ٿو ته ان جي دل صاف ٿئي ٿي ۽ جيڪڏهن(گناهه) وڌيڪ ڪري ٿو ته اها (ڪٽ) به وڌي وڃي ٿي تانجو سندس دل تي غالب ٿي وڃي ٿي، اها ئي اها ڪٽ آهي جنهن جو الله تعاليٰ ذڪر ڪيو آهي ته: هر گز نه! بلڪ سندن دلين تي سندن ڪرتوتن سبب ڪٽ چڙهي ويو آهي.
(هن کي ترمذي ۽ ابن ماجه روايت ڪيو ۽ ترمذيءَ چيو ته هيءَ حديث حسن غريب آهي.)

2327- وعن ابن عمر قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : إن الله يقبل توبة العبد ما لم يغرغر . رواه الترمذي وابن ماجه.

(2327) ابن عمر رضي الله عنه کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته جيستائين ساهه نڙيءَ[1] ۾ نه اچي الله تعاليٰ ان وقت تائين ٻانهي جي توبه قبول فرمائيندو آهي.
(ان کي ترمذيءَ ۽ ابن ماجه روايت ڪيو آهي)

2328- وعن أبي سعيد قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : إن الشيطان قال : وعزتك يا رب لا أبرح أغوي عبادك ما دامت أرواحهم في أجسادهم فقال الرب عز وجل : وعزتي وجلالي وارتفاع مكاني لا أزال أغفر لهم ما استغفروني رواه أحمد .

(2328) ابوسعيد رضي الله عنه کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته: شيطان چيو ته: اي منهنجا رب! تنهنجي عزت جو قسم! جيستائين سندن جسمن ۾ روح آهن انهن کي سدائين گمراهه ڪندو رهندس. الله تعاليٰ فرمايو ته مون کي به پنهنجي عزت، جاه جلال ۽ پنهنجي مڪان جي بلنديءَ جو قسم! جيستائين مون کان مغفرت طلب ڪندا رهندا آئون به انهن کي بخشيندو رهندس.
(ان کي احمد روايت ڪيو)
فائدو: سند ۾ راوي ابن لهيعه ۽ دراج ٻئي ضعيف آهن(مشڪوٰة الباني:724/2)

2329- وعن صفوان بن عسال رضي الله عنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : إن الله تعالى جعل بالمغرب بابا عرضه مسيرة سبعين عاما للتوبة لا يغلق ما لم تطلع عليه الشمس من قبله وذلك قول الله عز وجل : ﴿... يَوْمَ يَأْتِي بَعْضُ ءَايَٰتِ رَبِّكَ لَا يَنفَعُ نَفْسًا إِيمَٰنُهَا لَمْ تَكُنْ ءَامَنَتْ مِن قَبْلُ ...﴾ الأنعام: ١٥٨. رواه الترمذي وابن ماجه .

(2329) صفوان بن عسال رضي الله عنه کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته: الهندي طرف هڪ دروازو آهي جنهن جي ويڪر چاليهن يا ستر سالن جي مفاصلي جيتري آهي، جنهن کي الله تعاليٰ ان ڏينهن کان توبه جي لاءِ کولي ڇڏيو آهي جڏهن کان آسمان ۽ زمين پيدا فرمايا اٿس انکي بند نه ڪيو ويندو[2] تانجو سج اولهه کان ايري. هيءَ الله تعاليٰ جي ان قول جي وضاحت آهي جنهن ڏينهن تنهنجي پالڻهار جون ڪجهه نشانيون اينديون ته ڪنهن نفس کي سندس ايمان فائدو نه ڏيندو سواءِ ان جي جنهن ان کان پهرين ايمان آندو هجي.
(هن کي ترمذي ۽ ابن ماجه روايت ڪيو)

[1]- چاڪاڻ جو ان وقت ميت لاءِ عالم آخرت جي شروعات ٿئي ٿي.

[2]- ان حالت ۾ هر شخص مؤمن ٿي وڃي ٿو جيئن قيامت جي ڏينهن بهشت ۽ دوزخ ڏسي سڀ ايمان آڻيندا پر ان وقت ايمان فائدو نه ڏيندو.

2330- وعن معاوية قال قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : لا تنقطع الهجرة حتى ينقطع التوبة ولا تنقطع التوبة حتى تطلع الشمس من مغربها . رواه أحمد وأبو داؤد والدارمي .

(2330) **معاويه ﷺ ڪان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته هجرت ختم نه ٿيندي جيستائين توبه ختم نٿئي، ۽ توبه ختم نه ٿيندي تانجو سج اولهه کان ايري.**
**(ان کي احمد، ابوداؤد ۽ دارميءَ روايت ڪيو)**
**فائدو**: **سند ۾ راوي عبدالرحمن بن ابي عوف الجرشي مجهول آهي**.(مرعاة:4-481/5)

2331- وعن أبي هريرة رضي الله عنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : إن رجلين كانا في بني إسرائيل متحابين أحدهما مجتهد للعبادة والآخر يقول : مذنب فجعل يقول : أقصر عما أنت فيه فيقول خلني وربي حتى وجده يوما على ذنب استعظمه فقال : أقصر فقال : خلني وربي أبعثت علي رقيبا ؟ فقال : والله لا يغفر الله لك أبدا ولا يدخلك الجنة فبعث الله إليهما ملكا فقبض أرواحهما فاجتمعا عنده فقال للمذنب : أدخل الجنة برحمتي وقال للآخر : أتستطيع أن تحظر على عبدي رحمتي ؟ فقال : لا يا رب قال : اذهبوا به إلى النار . رواه أحمد .

(2331) **ابوهريره ﷺڪان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته: بني اسرائيل ۾ ٻه ڄڻا پاڻ ۾ مخلص دوست هئا. هڪ عبادت ۾ مشغول رهندو هو. ٻئي جي باري ۾(پاڻ سڳورن) فرمايو ته گنهگار هو(عابد پنهنجي ساٿيءَ کي) چوندو هو ته گناهن کان باز اچ. اهو ڪيس چوندو هو ته مون کي منهنجي پالڻهار لاءِ ڇڏي ڏي تانجو ڪيس هڪ ڏينهن گناهه ڪندي ڏٺائين جنهن کي انهيءَ تمام وڏو ڀانيو ته ڪيس چيائين ته باز اچ. (گنهگار) ورندي ڏنس ته مون کي منهنجي رب لاءِ ڇڏي ڏي. ڇا تون منهنجي مٿان نگران مقرر ڪيو ويو آهين؟ تڏهن (عابد) چيس ته الله جو قسم! الله توکي ڪڏهن به نه بخشيندو ۽ ڪڏهن به توکي جنت ۾ داخل نه ڪندو. پوءِ الله تعالیٰ انهن ٻنهي وٽ فرشتو موڪليو جنهن سندن روح قبض ڪيا. پوءِ ٻئي الله وٽ پيش ٿيا. الله تعالیٰ گنهگار کي فرمايو ته تون منهنجي رحمت سبب جنت ۾ داخل ٿيءُ ۽ ٻئي کي چيائين ته ڇا تنهنجي اندر ايتري سگهه آهي جو منهنجي ٻانهي کان منهنجي رحمت کي روڪين؟ عرض ڪيائين ته نه اي منهنجا رب! (الله تعالیٰ) فرمايوته: ڪيس دوزخ ۾ وٺي وڃو.**[1]
**(ان کي احمد روايت ڪيو)**

2332- وعن أسماء بنت يزيد قالت : سمعت رسول الله صلى الله عليه وسلم يقرأ : ﴿... يَـٰعِبَادِىَ ٱلَّذِينَ أَسْرَفُوا۟ عَلَىٰٓ أَنفُسِهِمْ لَا تَقْنَطُوا۟ مِن رَّحْمَةِ ٱللَّهِ ۚ إِنَّ ٱللَّهَ يَغْفِرُ ٱلذُّنُوبَ جَمِيعًا ...﴾الزمر: ٥٣. ولا يبالي رواه أحمد والترمذي وقال هذا حديث حسن غريب وفي شرح السنة

يقول : بدل : يقرأ .

---

[1]- ٻهرين فصل ۾ جندب ﷺ جي ان مضمون جي حديث بيان ٿي. يقين سان ڪنهن کي به دوزخي چوڻ درست نه آهي ڇاڪاڻ ته دارو مدار خاتمي تي آهي.

(2332) **اسماء بنت يزيد رضي الله عنها کان روايت آهي تہ مون رسول الله ﷺ جن کي هيءَ آيت پڙهندي ٻڌو: اي منهنجا اهي ٻانهو! جن پاڻ تي زيادتي ڪئي آهي، الله جي رحمت کان نا اميد نٿيو بيشڪ الله سڀ گناھ([1]) معاف فرمائي ٿو" ۽ ڪا پرواھ نٿو ڪري**

**(ان کي احمد ۽ ترمذيءَ روايت ڪيو ۽ ترمذيءَ چيو تہ هيءَ حديث حسن غريب آهي. شرح السنة ۾ يقول جي بجاءِ يقرءُ آهي)**

2333- وعن ابن عباس : في قوله تعالى : ﴿...إِلَّا ٱللَّمَمَ ...﴾النجم: ٣٢ . قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : إن تغفر اللهم تغفر جما وأي عبد لك لا ألما رواه الترمذي . وقال : هذا حديث حسن صحيح غريب .

(2333) **ابن عباس رضي الله عنهما الله تعالىٰ جي قول: " الااللمم" جي باري ۾ روايت ڪري ٿو تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: اي الله! جيڪڏهن تون مغفرت فرمائين تہ سمورن گناهن جي مغفرت فرماءِ، تنهنجو ڪهڙو ٻانهو آهي جنهن کان صغيره گناھ نہ ٿيندا هجن؟**

**(انکي ترمذيءَ روايت ڪيو ۽ چيائين تہ هيءَ حديث حسن صحيح غريب آهي)**

2334- وعن أبي ذر قال قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : يقول الله تعالى يا عبادي كلكم ضال إلا من هديت فاسألوني الهدي أهدكم وكلكم فقراء إلا من أغنيت فاسألوني أرزقكم وكلكم مذنب إلا من عافيت فمن علم منكم أني ذو قدرة على المغفرة فاستغفرني غفرت له ولا أبالي ولو أن أولكم وآخركم وحيكم وميتكم ورطبكم ويابسكم اجتمعوا على أتقى قلب عبد من عبادي ما زاد في ملكي جناح بعوضةولو أن أولكم وآخركم وحيكم وميتكم ورطبكم ويابسكم اجتمعوا على أشقى قلب عبد من عبادي ما نقص ذلك من ملكي جناح بعوضة . ولو أن أولكم وآخركم وحيكم وميتكم ورطبكم ويابسكم اجتمعوا في صعيد واحد فسأل كل إنسان منكم ما بلغت أمنيته فأعطيت كل سائل منكم ما نقص ذلك من ملكي إلا كما لو أن أحدكم مر بالبحر فغمس فيه إبرة ثم رفعها ذلك بأني جواد ماجد أفعل ما أريد عطائي كلام وعذابي كلام إنما أمري لشيء إذا أردت أن أقول له ( كن فيكون ) رواه أحمد والترمذي وابن ماجه .

(2334) **ابوذر رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن حديث قدسي بيان ڪئي تہ: الله تعالىٰ فرمائي ٿو تہ اي منهنجا ٻانهو! توهان سڀ گمراھ آهيو سواءِ ان جي جنهن کي آئون هدايت ڏيان، پوءِ مون کان هدايت گهرو تہ مان توهان کي هدايت ڏيان. توهان مان هر هڪ محتاج آهي سواءِ ان جي جنهن کي آئون غني ڪريان، پوءِ مون کان گهرو تہ توهان کي آئون غني ڪريان، پوءِ مون کان گهرو تہ توهان کي رزق ڏيان ۽ توهان مان هر هر گنهگار آهي، سواءِ ان جي جنهن کي آئون معاف ڪريان پوءِ توهان مان جيڪو (يقين) ڄاڻي تہ آئون مغفرت تي قدرت وارو آهيان، پوءِ مون کان مغفرت طلب ڪري تہ انکي معاف ڪريان ۽ ڪا پرواھ نٿو ڪريان ۽ جيڪڏهن توهان جا پهريان ۽ توهان پويان ۽ توهان جا جيئرا ۽ توهان جا مئل، ۽ توهان جا جوان ۽ توهان جا پوڙها سڀ ملي منهنجي ٻانهن مان سڀ کان پرهيزگار ٻانهي جي دل وانگر ٿين تڏهن بہ ان سان منهنجي**

[1]- امام نووي رحمه الله فرمائي ٿو تہ توبہ جا ٽي شرط آهن:1- گناھ کان باز اچي، 2- ان تي شرمندو ٿئي ۽ پڇتاءُ ڪري، 3- آئنده لاءِ عهد ڪري تہ ائين هرگز نہ ڪندس. ان کان سواءِ حقوق العباد ۾ شرط آهي تہ واسطيدار ٻانهي کي حق ادا ڪري يا ڪانئس معاف ڪرائي.

ملڪ ۾ مڇر جي پر جيترو بہ واڌارو نہ ٿيندو ۽ جيڪڏهن توهان جا پهريان ۽ توهان جا پويان ۽ توهان جا جيئرا ۽ توهان جا مئل، ۽ توهان جا جوان ۽ توهان جا پوڙها هڪ ميدان ۾ گڏ ٿين پوءِ توهان مان هر انسان مون کان پنهنجي پنهنجي خواهش مطابق سوال ڪري پوءِ اوهان مان هر انسان کي سندس گهربل شيءِ ڏيان تہ ان سان منهنجي ملڪ ۾ ڪا ڪمي نہ ايندي سواءِ ان جي جو اوهان مان ڪو سمنڊ وٽان لنگهي ۽ ان ۾ سئي[1] وجهي پوءِ اها ڪڍي ڏسي. ڇاڪاڻ تہ آئون سخي، بزرگي ۽ ڪرم وارو آهيان، جيڪي چاهيان ٿو ڪريان ٿو، منهنجو عطا ڪرڻ لفظ ڪلمہ (ڪن) سان آهي ۽ منهنجو عذاب ڪرڻ ڪلمہ (ڪن) سان آهي. آئون جڏهن ڪنهن ڪم جي ڪرڻ جو ارادو ڪريان ٿو تہ "ڪن" چوندو آهيان، پوءِ اهو ٿي پوندو آهي.
(ان کي احمد، ترمذي ۽ ابن ماجہ روايت ڪيو)

2335– وعن أنس عن النبي صلى الله عليه وسلم أنه قرأ ﴿هُوَ أَهْلُ ٱلتَّقْوَىٰ وَأَهْلُ ٱلْمَغْفِرَةِ ﴿٥٦﴾﴾ المدثر. قال : قال ربكم أنا أهل أن أتقى فمن اتقاني فأنا أهل أن أغفر له. رواه الترمذي وابن ماجه والدارمي .

(2335) انس ﷛ کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن آيت سڳوري:"(الله جو شان آهي تہ) ان کان ڊڄجي ۽ اهو ئي بخشش گهرڻ جي لائق آهي" پڙهي پوءِ فرمايائون تہ توهان جو رب فرمائي ٿو تہ آئون ان لائق آهيان جو منهنجو خوف ڪيو وڃي. پوءِ جيڪو مون کان ڊڄندو، تہ پوءِ بيشڪ آئون ان لائق آهيان جو ڪيس معاف ڪريان.
(ان کي ترمذيءَ ۽ ابن ماجہ ۽ دارميءَ روايت ڪيو)
فائدو: هن حديث جا شاهد موجود آهن ان ڪري حديث جي راوين جو ضعف دور ٿي وڃي ٿو(مرعاة:4-484/5)

2336- وعن ابن عمر قال : إن كنا لنعد لرسول الله صلى الله عليه وسلم في المجلس يقول : رب اغفر لي وتب علي إنك أنت التواب الغفور مائة مرة . رواه أحمد والترمذي وأبو داؤد وابن ماجه .

(2336) ابن عمر رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ اسين رسول الله ﷺ جن کي هڪ مجلس ۾ سؤ ڀيرا ڳڻي هيءَ دعا پڙهندا هئا سون تہ اي رب منهنجا! مون کي معاف ڪر ۽ مون تي[2] ٻاجھ سان توجھ فرماءِ بيشڪ تون ٻاجھ سان توجھ ڪندڙ، بخشڻهار آهين.
(ان کي احمد،ترمذي،ابوداؤد ۽ ابن ماجہ بيان ڪيو)

2337- وعن بلال بن يسار بن زيد مولى النبي صلى الله عليه وسلم قال : حدثني أبي عن جدي أنه سمع رسول الله صلى الله عليه وسلم يقول : من قال : أستغفر الله الذي لا إله إلا هو الحي القيوم وأتوب إليه غفر له وإن كان قد فر من الزحف . رواه الترمذي وأبو داود لكنه عند أبي داود هلال بن يسار وقال الترمذي : هذا حديث غريب .

(2337) بلال بن يسار بن زيد يعني نبي ڪريم جي آزاد ڪيل غلام کان روايت آهي تہ مون کي منهنجي پيءُ، ان منهنجي ڏاڏي جي حوالي سان بيان ڪري ٻڌايو تہ انهيءَ نبي ﷺ جن کي

[1]- هي هڪ مثال آهي تہ نہ تہ سچ پچ تہ الله پاڪ جي خزاني ۾ سئيءَ تي لڳل پاڻي جيتري بہ ڪوٽ نٿي ٿي سگهي.
[2]- ان ۾ اسان لاءِ تعليم آهي، ڇاڪاڻ تہ رسول الله ﷺ جن جا اڳيان پويان سڀ گناهہ معاف ڪيا ويا هئا يا وري هن ڪري تہ ماڻهو جيترو مقرب هوندو آهي اوترو ئي ڪيس الله تعالىٰ جو ڊپ هوندو آهي. ۽ وڌيڪ توبہ زاريءَ جي ضرورت هوندي آهي.

فرمائيند ي ٻڌو تہ جيڪو شخص هيءَ دعا گهرندو: " الله کان بخشش گهران ٿو جنهن کان سواءِ ڪو معبود نہ آهي اهو زنده قائم رکندڙ آهي ۽ ان ڏانهن توبہ تائب ٿيان ٿو" تہ ان کي بخشيو وڃي ٿو جيتوڻيڪ ميدان جهاد مان فرار ٿيو هجي.

(ان کي ترمذي، ابوداؤد روايت ڪيو ليڪن ابوداؤد جي روايت ۾ حلال بن يسار آهي ۽ ترمذي چوي ٿو تہ هيءَ حديث غريب آهي)

# فصل ٽيون

2338- عن أبي هريرة قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : إن الله عز وجل ليرفع الدرجة للعبد الصالح في الجنة فيقول : يا رب أني لي هذه ؟ فيقول : باستغفار ولدك لك . رواه أحمد .

(2338) **ابوهريره ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايوتہ: الله عزوجل جنت ۾ صالح ٻانهي جا درجا بلند فرمائيندو پوءِ اهو چوندو تہ اي رب منهنجا! مون کي اهي درجا ڪيئن حاصل ٿيا؟ پوءِ (الله) فرمائيندو تہ تنهنجي اولاد طرفان تنهنجي لاءِ استغفار ڪرڻ سبب.**

**(ان کي احمد روايت ڪيو)**[1]

2339- وعن عبد الله بن عباس قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : ما الميت في القبر إلا كالغريق المتغوث ينتظر دعوة تلحقه من أب أو أم أو أخ أو صديق فإذا لحقته كان أحب إليه من الدنيا وما فيها وإن الله تعالى ليدخل على أهل القبور من دعاء أهل الأرض أمثال الجبال وإن هدية الأحياء إلى الأموات الاستغفار لهم . رواه البيهقي في شعب الإيمان .

(2339) **عبدالله بن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: قبر ۾ ميت ائين هوندو آهي جيئن ٻڏندڙ فرياد ڪندڙ شخص(مٿل شخص قبر ۾) ان دعا جي انتظار ۾ هوندو آهي جيڪا کيس ان جي پيءُ يا ماءُ يا ڀاءُ يا دوست طرفان پهچي. جڏهن ان کي اها پهچندي آهي تہ کيس دنيا ۽ جيڪي ڪجهہ منجهس آهي ان کان وڌيڪ پياري هوندي آهي ۽ بيشڪ الله تعالىٰ دنيا وارن جي دعا سبب قبرن وارن تي جبلن جيتري (رحمت) داخل ڪندو آهي ۽ بيشڪ جيئرن طرفان مئلن لاءِ هديو سندن لاءِ استغفار آهي.**

**(ان کي بيهقيءَ شعب الايمان ۾روايت ڪيو)**

**فائدو: سند ۾ راوي محمد بن جابر بن ابي عياش حمصي معروف نہ آهي ۽ سندس حديث منڪر آهي(مرعاة:**4-489/5)

2340- وعن عبد الله بن يسر قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : طوبى لمن وجد في صحيفته إستغفارا كثيرا . رواه ابن ماجه وروى النسائي في عمل يوم وليلة.

(2340) **عبدالله بن بسر کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: ان شخص کي مبارڪ هجي جيڪو (قيامت جي ڏينهن) پنهنجي نامہ اعمال ۾ وڏ ۾ وڏ استغفار لهي.**

---

[1]- هن حديث مان اولاد صالح جي فضيلت معلوم ٿئي ٿي. ٻي حديث سڳوريءَ ۾ آهي تہ جڏهن ماڻهو مرندو آهي تڏهن کيس ٽن شين سبب فائدو پهچندو آهي:1- خير جاري.2- فائديمند علم،3-صالح اولاد.

**(ان کي ابن ماجہ ۽ نسائي عمل يوم و ليلة ۾ روايت ڪيو)**

2341- وعن عائشة أن النبي صلى الله عليه وسلم كان يقول : اللهم اجعلني من الذين إذا أحسنوا استبشروا وإذا أساؤوا استغفروا. رواه ابن ماجه والبيهقي في الدعوات الكبير.

(2341) **عائشہ رضي الله عنها کان روايت آهي تہ نبي ﷺ فرمائيندا هئا تہ: اي منهنجا الله! مون کي انهن ماڻهن مان ڪرجيڪي جڏهن نيڪي ڪندا آهن تہ خوش ٿيندا آهن ۽ جڏهن برائي ڪندا آهن تہ بخشش گهرندا آهن.**

**(ان کي ابن ماجہ ۽ بيهقيءَ الدعوات الكبير ۾ روايت ڪيو)**

**فائدو: سند ۾ راوي علي بن زيد بن جدعان ضعيف آهي(مرعاة**:4-487/5)

2442- وعن الحارث بن سويد قال : حدثنا عبد الله بن مسعود حديثين : أحدهما عن رسول الله صلى الله عليه وسلم والآخر عن نفسه قال : إن المؤمن يرى ذنوبه كأنه قاعد تحت جبل يخاف أن يقع عليه وإن الفاجر يرى ذنوبه كذباب مر على أنفه فقال به هكذا أي بيده فذبه عنه ثم قال : سمعت رسول الله صلى الله عليه وسلم يقول : لله أفرح بتوبة عبده المؤمن من رجل نزل في أرض دوية مهلكة معه راحلته عليها طعامه وشرابه فوضع رأسه فنام نومة فاستيقظ وقد ذهبت راحلته فطلبها حتى إذا اشتد عليه الحر والعطش أو ما شاء الله قال : أرجع إلى مكاني الذي كنت فيه فأنام حتى أموت فوضع رأسه على ساعده ليموت فاستيقظ فإذا راحلته عنده عليها زاده وشرابه فالله أشد فرحا بتوبة العبد المؤمن من هذا براحلته وزاده. روى مسلم المرفوع إلى رسول صلى الله عليه وسلم منه فحسب وروى البخاري الموقوف على ابن مسعود أيضا .

(2342) **حارث بن سويد کان روايت آهي تہ عبد الله بن مسعود ؓ اسان کي بہ حديثون ٻڌايون. هڪ رسول الله ﷺ جن جي، ٻي پنهنجي طرفان (سندس حديث آهي تہ) گنهگار مؤمن پنهنجا گناهہ ڏسي محسوس ڪندو آهي تہ جڻ ڪنهن جبل جي هيٺان ويٺو آهي، ڊڄندو رهندو آهي تہ متان ان جي مٿان ڪري نہ پوي ۽ گنهگار جڏهن پهنجا گناهہ ڏسندو آهي تہ ائين محسوس ڪندو آهي تہ جڻ سندس نڪ وٽان مک گذري وئي. پنهنجي هٿ سان مک نڪ تان پڇائيندو آهي. پوءِ چيائين تہ مون رسول الله ﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو تہ الله تعالىٰ پنهنجي مؤمن ٻانهي جي توبہ سبب ان شخص کان وڌيڪ خوش ٿيندو آهي جيڪو ڪنهن ويران ۽ خطرناڪ جهنگل ۾ لهي. سندس سواري ساڻ هجي. جنهن تي ان جي کاڌي پيتي جو سامان هجي پوءِ اتي ڪجهہ دير لاءِ سمهي پوي. جڏهن اٿيو ڇا ڏٺائين تہ ان جي سواري وڃي چڪي آهي. سواريءَ کي گهڻو ئي تلاش ڪيائين پوءِ جڏهن مٿس گرمي ۽ اڃ جو غلبو وڌي ويو تہ (دل ۾) چيائين تہ انهيءَ جاءِ تي موٽي وڃان ٿو جتي سمهي پيو هئس، تانجو مري وڃان. پوءِ مرڻ لاءِ پنهنجو مٿو ٻانهن تي رکي سمهي پيو( ٿوري دير کان پوءِ) جاڳيو (اچانڪ) ڏٺائين تہ سندس سواري وٽس بيٺي آهي. جنهن تي سندس سفر جو سامان ۽ پاڻي بہ (موجود) آهي. بس الله پنهنجي مؤمن ٻانهي جي توبہ سبب انهيءَ شخص کان بہ وڌيڪ خوش ٿيندو آهي. جنهن کي(ان حالت ۾) پنهنجي سواري ۽ سفر جو سامان ملي.**

**(مسلم صرف مرفوع حديث جو ذڪر ڪيو آهي جڏهن تہ بخاريءَ اها حديث ابن مسعود ﷛ کان موقوف بيان ڪئي آهي)**

2343- وعن علي قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : إن الله يحب العبد المؤمن المفتن التواب .

(2343) **علي ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: بيشڪ الله تعالىٰ انهيءَ مؤمن ٻانهي کي پسند ڪندو آهي جيڪو گناهن ۾ مبتلا هجي پر ڪثرت سان توبہ ڪري**[1]

2344- وعن ثوبان قال : سمعت رسول الله صلى الله عليه وسلم يقول : ما أحب أن لي الدنيا بهذه الآية ﴿يَٰعِبَادِيَ ٱلَّذِينَ أَسْرَفُواْ عَلَىٰٓ أَنفُسِهِمْ لَا تَقْنَطُواْ﴾ الزمر: ٥٣.فقال رجل : فمن أشرك ؟ فسكت النبي صلى الله عليه وسلم ثم قال: ألا ومن أشرك ثلاث مرات .

(2344) **ثوبان ﷛ کان روايت آهي تہ مون رسول الله ﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو تہ مونکي اها ڳالهہ پسند نہ آهي تہ مون کي هن آيت جي ٻيٽ ۾(پوري) دنيا ملي وڃي" اي منهنجا ٻانهو! جن پاڻ تي زيادتي ڪئي آهي، الله جي رحمت کان نا اميد نٿيو." هڪ شخص عرض ڪيو تہ جيڪو شرڪ ڪري(ڇا اهو بہ ان ۾ داخل آهي؟) نبي ﷺجن خاموش ٿي ويا. پوءِ فرمايائون تہ خبردار! جيڪو شرڪ ڪري(اهو بہ ان ۾ داخل آهي) اهو جملو پاڻ سڳورن ٽي ڀيرا دهرايو.**

2345- وعن أبي ذر قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : إن الله تعالى ليغفر لعبده ما لم يقع الحجاب . قالوا : يا رسول الله وما الحجاب ؟ قال : أن تموت النفس وهي مشركة روى الأحاديث الثلاثة أحمد وروى البيهقي الأخير في كتاب البعث والنشور .

(2345) **ابوذر ﷛کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: بيشڪ الله پنهنجي ٻانهي کي بخشي ٿو، جيستائين ان جي ۽ الله جي رحمت جي درميان ڪو پردو واقع نہ ٿئي. اصحابن چيو تہ اي الله جا رسول! پردي واقع ٿيڻ جو مطلب ڇا آهي؟ فرمايائون تہ جيڪو شرڪ جي حالت ۾ فوت ٿئي**

**(ٽئي حديثون احمد بيان ڪيون ۽ بيهقي آخري حديث ڪتاب البعث و النشور ۾ روايت ڪئي)**

**فائدو: حديث** (2342) **حد درجا ضعيف آهي ۽ راوي ابو عبدالله مسلمہ جا حالات معلوم ٿي نہ سگهيا آهن.(مرعاة**:4-489/5**) حديث** (2343) **جي سند ۾ راوي ابين بن سليمان ضعيف آهي(مرعاة**:4-490/5**) ۽ حديث**(2344) **جي سند ۾ راوي عبدالرحمن بن ثابت بن ثوبان کي بعض محدثين ضعيف قرار ڏنو آهي.(مرعاة**4-490/5)

2346- وعنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : من لقي الله لا يعدل به شيئا في الدنيا ثم كان عليه مثل جبال ذنوب غفر الله

له . رواه البيهقي في كتاب البعث والنشور .

---

[1]- ذٽي پاڪ ان سان گهڻي توبہ سبب پيار ڪندو آهي، اهو مطلب نہ آهي تہ گناهن جي ڪري ان کي پيارو رکندو آهي.

(2346 ) **ابوذر ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جيڪو شخص هن حالت ۾ الله سان ملندو جو دنيا ۾ ڪنهن کي الله جي برابر نہ سمجهندو هوندو، پوءِ جيڪڏهن ان تي جبل جيڏا بہ گناهہ هوندا تہ الله تعالیٰ ان کي معاف ڪري ڇڏيندو.**

**(هن کي بيهقيءَ ڪتاب البعث و النشور ۾ بيان ڪيو)**

2347- وعن عبد الله بن مسعود قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم :التائب من الذنب كمن لا ذنب له. رواه ابن ماجه البيهقي في شعب الإيمان وقال تفرد به النهراني وهو مجهول . وفي ( شرح السنة ) روي عنه موقوفا قال : الندم توبة والتائب كمن لا ذنب له .

(2347) **عبدالله بن مسعود ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايوتہ گناهہ کان توبہ ڪندڙ ان شخص وانگر آهي جنهن گناهہ نہ ڪيو.**

**(ان کي ابن ماجہ ۽ شعب الايمان ۾ بيهقي بيان ڪيو. پڻ چوي ٿو تہ هن روايت ۾ راوي نهراني منفرد آهي، جيڪو مجهول آهي. شرح السنة ۾ اها روايت موقوف آهي. چيائين تہ پشيماني توبہ آهي ۽ توبہ ڪندڙ شخص ان وانگر آهي جنهن تي گناهہ[1] ئي نہ آهي)**

# باب سعة رحمة الله

# الله جي رحمت جي وسعت ۽ ڪشادگيءَ جو بيان

## پهريون

2348- عن أبي هريرة قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : لما قضى الله الخلق كتب كتابا فهو عنده فوق عرشه : إن رحمتي سبقت غضبي . وفي رواية غلبت غضبي .

(2348) **ابوهريره ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايوتہ: جڏهن الله تعالیٰ مخلوق پيدا ڪرڻ جو ارادو ڪيو تہ هڪ ڪتاب لکيائين جيڪو الله وٽ ان جي عرش تي آهي(ان ۾**

[1]- انهن حديثن ۾ موحد مؤمن لاءِ توحيد جي برڪت سبب وڏي اميد آهي، مگر بخشش تي ڀروسو ڪري، دل مان ڏٺي پاڪ جو خوف لاهڻ نہ گهرجي، ڇاڪاڻ تہ جيئن سندس رحمت وسيع آهي تيئن سندس عذاب بہ سخت آهي. ها ايماندار لاءِ خوف ۽ اميد ٻئي ضروري آهن.

**لڪيل آهي) تہ منهنجي رحمت منهنجي غضب کان اڳري آهي. هڪ ٻي روايت ۾ آهي تہ(منهنجي رحمت) منهنجي ناراضگيءَ تي غالب آهي.**([1])
**(بخاري ۽ مسلم)**

2349- وعنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : إن لله مائة رحمة أنزل منها رحمة واحدة بين الجن والإنس والبهائم والهوام فبها يتعاطفون وبها يتراحمون وبها تعطف الوحش على ولدها وأخر الله تسعا وتسعين رحمة يرحم بها عباده يوم القيامة . وفي رواية لمسلم عن سلمان نحوه وفي آخره قال : فإذا كان يوم القيامة أكملها بهذه الرحمة .

(2349) **ابوهريره ﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: بيشڪ الله جي رحمت جا سؤ درجا آهن، جنهن مان هڪ درجو رحمت(مخلوق ۾) لاٿي اٿس جنهن وسيلي جن انسان، حيوان، جيت جڻا هڪ ٻئي سان الفت رکن ٿا ۽ هڪ ٻئي تي رحم ڪن ٿا ۽ ان جي ڪري ئي وحشي جانوربہ پنهنجي اولاد سان محبت ڪن ٿا ۽ (الله تعالیٰ) پنهنجي رحمت جي نوانوي درجن ذريعي قيامت جي ڏينهن پنهنجن ٻانهن تي رحم ڪندو.**
**(بخاري ۽ مسلم) ۽ مسلم جي هڪ روايت سلمان کان بہ اهڙيءَ طرح آهي جنهن جي آخر ۾آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايوتہ جڏهن قيامت جو ڏينهن ٿيندو تہ الله تعالیٰ هن رحمت کي انهن نوانوي رحمتن سان گڏي پوريون سؤ رحمتون ڪندو)**([2])

2350- وعن أبي هريرة قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : لو يعلم المؤمن ما عند الله من العقوبة ما طمع بجنته أحد ولو يعلم الكافر ما عند الله من الرحمة ما قنط من جنته أحد .

(2350) **ابوهريره ﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايوتہ: جيڪڏهن ڪنهن مؤمن کي معلوم ٿئي تہ الله وٽ ڪيتري قدر عذاب آهي تہ هوند ڪو شخص ان جي جنت جو اميدوار نہ ٿئي. ۽ جيڪڏهن ڪنهن ڪافر کي معلوم ٿئي تہ الله جي رحمت ڪيتري قدر وسيع آهي تہ هوند ان جي جنت کان ڪو مايوس نہ ٿئي.**
**(بخاري و مسلم)**([3])

2351- وعن ابن مسعود قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : الجنة أقرب إلى أحدكم من شراك نعله والنار مثل ذلك . رواه البخاري .

(2351) **ابن مسعود ﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جنت توهان مان هر شخص کي ان جي جتيءَ جي ڪنهي کان بہ ويجهي آهي ۽ دوزخ بہ ساڳئي طرح (هر شخص کي ويجهو آهي)**([4])
**(هن کي بخاريءَ روايت ڪيو)**

---

[1]- انهيءَ ڪري ڪافرن ۽ گنهگارن کي دنيا ۾ نٿو پڪڙي ۽ سندن گناه ڏسي بہ سندن پردي پوشي ڪندو رهي ٿو ۽سندن روزي بند نٿو ڪري.
[2]- هن حديث سڳوريءَ مان ثابت ٿئي ٿو تہ الله پاڪ جي رحمت جي ڪا حد نہ آهي.
[3]- رحم ۽ عذاب الله پاڪ جون صفتون آهن جيڏي الله پاڪ جي ذات پاڪ وڏي ۽ ڪامل آهي اوتريون ئي سندس ٻئي صفتون ڪامل آهن.
[4]- جيڪڏهن ٻانهو نيڪ ڪم ڪري ٿو تہ بهشت کي ويجهو ٿئي ٿو. ۽ جيڪڏهن ڪفر ۽ ٻيا گناه ڪري ٿو تہ دوزخ ويجهو ٿئي ٿو.

2352- وعن أبي هريرة قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : قال رجل لم يعمل خيرا قط لأهله وفي رواية أسرف رجل على نفسه فلما حضره الموت أوصى بنيه إذا مات فحرقوه ثم اذروا نصفه في البر ونصفه في البحر فو الله لئن قدر الله عليه ليعذبنه عذابا لا يعذبه أحدا من العالمين فلما مات فعلوا ما أمرهم فأمر الله البحر فجمع ما فيه وأمر البر فجمع ما فيه ثم قال له : لم فعلت هذا ؟ قال : من خشيتك يا رب وأنت أعلم فغفر له .

(2352) **ابوهريره ﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايوتہ: هڪ شخص جنهن ڪڏهن نيڪيءَ جو ڪو ڪم نہ ڪيو هو پنهنجي گهروارن کي چيو- هڪ روايت ۾ آهي تہ — هڪ شخص جنهن پنهنجي نفس تي زيادتي ڪئي، جڏهن سندس موت جو وقت آيو تہ پنهنجي پٽن کي وصيت ڪيائين تہ جڏهن اهو مري وڃي تہ ان (جي لاش) کي ساڙي اڌ راک خشڪيءَ ۾ ۽ اڌ راک سمنڊ ۾ ڦهلائي ڇڏجو. پوءِ الله جو قسم! جيڪڏهن الله مٿس قادر ٿيو تہ ان کي اهڙو سخت عذاب ڏيندو جو جهانن وارن مان ڪنهن کي بہ اهڙو عذاب نہ ڏيندو جڏهن اهو مري ويو تہ انهن سندس حڪم جي مطابق عمل ڪيو الله تعالىٰ سمنڊ کي حڪم ڪيو جنهن ان جي سڀ راک گڏ ڪئي ۽ هوا کي حڪم ڪيائين جنهن ان جي سڀ راک گڏ ڪئي. پوءِ الله ان کان پڇيو تہ تو ائين ڇو ڪيو؟ ان جواب ڏنو تہ تنهنجي خوف جي ڪري اي منهنجا رب! تون وڌيڪ ڄاڻندڙ آهين پوءِ الله تعالىٰ ان کي بخشي ڇڏيو**[1]

**(بخاري و مسلم)**

2353- وعن عمر بن الخطاب قال : قدم على النبي صلى الله عليه وسلم سبي فإذا امرأة من السبي قد تحلب ثديها تسعى إذا وجدت صبيا في السبي أخذته فألصقته ببطنها وأرضعته فقال لنا النبي صلى الله عليه وسلم : أترون هذه طارحة ولدها في النار ؟ فقلنا : لا وهي تقدر على أن لا تطرحه فقال : لله أرحم بعباده من هذه بولدها .

(2353) **عمر بن خطاب ﷺ کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن وٽ ڪي قيدي آيا، جن مان هڪ(قيدي) عورت جي ٿڃ مان کير وهي رهيو آهي اها پنهنجي ٻار جي تلاش ۾ ڊوڙي رهي هئي، اچانڪ قيدين مان ڪنهن جو ٻار ان کي ملي ويو. کيس ڪڇي پنهنجي ڇاتيءَ سان لڳاياائين ۽ ان کي کير پيارڻ لڳي نبي ﷺ جن اسان کي فرمايوتہ توهان جو ڇا خيال آهي تہ اها عورت پنهنجي ٻار کي باهہ ۾ اڇلائيندي؟ جواب ڏنوسون تہ نہ! ان لاءِ ائين ڪرڻ ممڪن ئي نہ آهي. پاڻ سڳورن فرمايو تہ جيتري اها پنهنجي اولاد تي مهربان آهي، الله تعالىٰ پنهنجن ٻانهن تي ان کان بہ وڌيڪ مهربان آهي.**

**(بخاري و مسلم)**

2354- وعن أبي هريرة قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : لن ينجي أحدا منكم عمله قالوا : ولا أنت يا رسول الله ؟ قال : ولا أنا إلا أن يتغمدني الله منه برحمته فسددوا وقاربوا واغدوا وروحوا وشيء من الدلجة والقصد القصد تبلغوا .

---
[1]- هن حديث سڳوريءَ مان معلوم ٿئي ٿو تہ خوف ۽ اقرار گناهن جي بخشش جو سبب آهي.

(2354) **ابوهريره ﷛ كان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايوتہ توهان مان كنهن كي بہ ان جو عمل ڇوٽڪارو نہ ڏيندو. عرض كيائون تہ اي الله جا رسولﷺ! توهان كي بہ (اوهان جو عمل ڇوٽڪارو) نہ ڏيندو؟ فرمايائون تہ (خود) مون كي بہ نہ، مگر هي تہ الله تعالىٰ مونكي پنهنجي رحمت هيٺ ڍڪي ڇڏي. پوءِ سڌا ٿي هلو، وچولي واٽ وٺو، صبح شام ۽ رات جو كجھ حصو عبادت كريو وچولي واٽ وٺو، وچولي واٽ!([1]) پنهنجو مقصد حاصل كندا.**
**(بخاري و مسلم)**

2355- وعن جابر قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : لا يدخل أحدا منكم عمله الجنة ولا يجيره من النار ولا أنا إلا برحمة الله . رواه مسلم .

(2355) **جابر ﷛ كان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: توهان مان كنهن كي ان جا اعمال جنت ۾ داخل نہ كندا ۽ نہ دوزخ كان بچائيندا ۽ نہ ئي مون كي(منهنجا عمل بچائيندا) مگر هي تہ الله جي رحمت شامل حال هجي.**
**(ان كي مسلم روايت كيو)**

2356- وعن أبي سعيد قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : إذا أسلم العبد فحسن إسلامه يكفر الله عنه كل سيئة كان زلفها وكان بعد القصاص : الحسنة بعشر أمثالها إلى سبعمائة ضعف إلى أضعاف كثيرة والسيئة بمثلها إلا أن يتجاوز الله عنها . رواه البخاري .

(2356) **ابوسعيد خدري ﷛ كان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جڏهن كو شخص اسلام قبول كري ٿو ۽ ان جو اسلام سهڻو هوندو آهي تہ الله تعالىٰ ان جا گذريل سڀ گناھ معاف كندو آهي. ان كان بعد ان كي هڪ نيكيءَ جو بدلو ڏهن كان ست سون تائين وڌائي ملي ٿو،۽برائي جو بدلو ان جي برابر ملي ٿو مگر ان كي الله معاف كري(سگهي ٿو)**
**(ان كي بخاري روايت كيو)**

2357- وعن ابن عباس رضي الله عنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : إن الله كتب الحسنات والسيئات : فمن هم بحسنة فلم يعملها كتبها الله له عنده حسنة كاملة فإن هم بعملها كتبها الله له عنده عشر حسنات إلى سبعمائة ضعف إلى أضعاف كثيرة ومن هم بسيئة فلم يعملها كتبها الله عنده حسنة كاملة فإن هو هم بعملها كتبها الله له سيئة واحدة .

(2357) **ابن عباس رضي الله عنهما كان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايوتہ: بيشڪ الله تعالىٰ نيكيون ۽ برايون لكي ٿو. پوءِ جيكو نيكيءَ جو ارادو كري، ان تي عمل نہ كري تہ الله تعالىٰ ان لاءِ پاڻ وٽ اها كامل نيكي لكي ٿو. جيكڏهن ان جو ارادوكري ۽ ان تي عمل كري تہ پاڻ وٽ ان لاءِ ان جي بدلي ۾ ڏهن كان ست سؤ ڀيرا وڌائي لكي ٿو ۽ جيكو برائيءَ جو ارادو كري، ان تي عمل نہ كري تہ الله تعالىٰ ان لاءِ پاڻ وٽ اها كامل نيكي لكي ٿو.**

[1]- يعني الله جي رحم ۽ فضل كان سواءِ جنت حاصل كرڻ لاءِ فقط عمل كافي نہ آهي.

جيڪڏهن ارادو ڪري ۽ ان تي عمل ڪري ته پاڻ وٽ ان لاءِ ان جي بدلي ۾ (فقط) هڪ برائي لکي ٿو.
(بخاري و مسلم)

## فصل ٻيو

2358- عامر قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : إن مثل الذي يعمل السيئة ثم يعمل الحسنات كمثل رجل كانت عليه درع ضيقة قد خنقته ثم عمل حسنة فانفكت حلقة ثم عمل أخرى فانفكت أخرى حتى تخرج إلى الأرض رواه في شرح السنة .

(2358) **عقبہ بن عامر ؓ کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته: بيشڪ مثال ان شخص جو جيڪو گناهه ڪري، پوءِ نيڪي ڪري ٿو، ان وانگر آهي جنهن سوڙهي، سخت زرهه پاتي هجي، جيڪا ان جي ڪنڌ تائين ٻوساٽي ڇڏي. پوءِ نيڪي ڪري ته ان جي هڪ ڪڙي کلي پوي. وري ٻي نيڪي ڪري ته ان جي ٻي ڪڙي کلي پوي تانجو اها (زرهه) زمين تي ڪري پوي.**
**(ان کي شرح السنة روايت ڪيو)** ([1])

2359- وعن أبي الدرداء : أنه سمع النبي صلى الله عليه وسلم يقص على المنبر وهو يقول : ﴿ وَلِمَنْ خَافَ مَقَامَ رَبِّهِۦ جَنَّتَانِ ﴿٤٦﴾ ﴾ الرحمن ... قلت : وإن زنى وإن سرق ؟ يا رسول الله فقال الثانية : ﴿ وَلِمَنْ خَافَ مَقَامَ رَبِّهِۦ جَنَّتَانِ ﴿٤٦﴾ ﴾ فقلت الثانية : وإن زنى وسرق ؟ يا رسول الله فقال الثالثة : ﴿ وَلِمَنْ خَافَ مَقَامَ رَبِّهِۦ جَنَّتَانِ ﴿٤٦﴾ ﴾ فقلت الثالثة : وإن زنى وسرق ؟ يا رسول الله قال : وإن رغم أنف أبي الدرداء. رواه أحمد .

(2359) **ابودرداء ؓ کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن کي منبر تي فرمائيندي ٻڌو ته: ”جيڪو پنهنجي رب کان ڊڄندو ته ان لاءِ ٻه باغ آهن.“ مون چيو ته ”جيتوڻيڪ چوري ڪري ۽ جيتوڻيڪ زنا ڪري، اي الله جا رسول ﷺ!“ پاڻ سڳورن ٻيهر فرمايو ته”جيڪو پنهنجي رب کان ڊڄندو ته ان لاءِ ٻه باغ آهن.“ مون ٻيهر چيو ته ” جيتوڻيڪ چوري ڪري جيتوڻيڪ زنا ڪري، اي الله جا رسول ﷺ! “ پاڻ سڳورن ٽيهر فرمايو ته ”جيڪو پنهنجي رب کان ڊڄندو ته ان لاءِ ٻه باغ آهن“ مون ٽيهر چيو ته ” جيتوڻيڪ چوري ڪري ۽ جيتوڻيڪ زنا ڪري، اي الله جا رسول ﷺ!“ (چوٿين ڀيري) فرمايائون ته ”جيتوڻيڪ ابودرداءِ جي نڪ تي مٽي لڳي يعني ان کي اها ڳالهه نه وڻي“**([2])
**(ان کي احمد روايت ڪيو)**

2360- وعن عامر الرام قال : بينا نحن عنده يعني عند النبي صلى الله عليه وسلم إذ أقبل رجل عليه كساء وفي يده شيء قد التف عليه فقال : يا رسول الله مررت بغيضة شجر فسمعت فيها أصوات فراخ طائر فأخذتهن فوضعتهن

---

[1]- هن حديث شريف مان معلوم ٿئي ٿو ته برائيءَ سبب انسان جو سينو تنگ ٿئي ٿو ۽ نيڪيءَ سبب اسلام ڏانهن کلي ٿو.
[2]- هن حديث سڳوريءَ مان معلوم ٿئي ٿو ته جيڪو شخص ڏٺي پاڪ جي حساب ۽ عذاب کان ڊڄي ٿو ان کي ٻه بهشت ملندا.

في كسائي فجاءت أمهن فاستدارت على رأسي فكشفت لها عنهن فوقعت عليهن فلففتهن بكسائي فهن أولاء معي قال : ضعهن فوضعتهن وأبت أمهن إلا لزومهن فقال رسول الله صلى الله عليه وسلم : أتعجبون لرحم أم الفراخ فراخها ؟ فو الذي بعثني بالحق : لله أرحم بعباده من أم الفراخ بفراخها ارجع بهن حتى تضعهن من حيث أخذتهن وأمهن معهن . فرجع بهن . رواه أبو داؤد .

(2360) **عامر رام ﷺ کان روايت آهي تہ اسين رسول الله ﷺ جن وٽ ھئاسون اچانک ھک شخص آيو، جنھن کي چادر ويڙھيل ھئي ۽ سندس ھٿ ۾ ڪا شيءِ ھئي جنھن کي انھيءَ چادر ۾ ويڙھي ڇڏيو ھو. چيائين تہ اي الله جارسول ﷺ! منھنجو گھاٽن وڻن وٽان گذر ٿيو جتي مون پکين جي ٻچن جا آواز ٻڌا مون اھي پکڙيا ۽ پنھنجي ھن چادر ۾ ڪنيا. انھن جي ماءُ منھنجي مٿان چکر ھڻڻ لڳي مون ان جي ٻچن تان چادر ھٽائي تہ اھا انھن جي مٿان ويھي رھي. مون ان کي بہ پنھنجي چادر ۾ ويڙھي ڇڏيو اجھو مون وٽ ھي آھن. فرمايائون تہ انھن کي رک پوءِ انھيءَ اھي رکيا ۽ انھن جي ماءُ(اڏري وڃڻ جي بجاءِ) انھن سان چھٽي پوي. رسول الله ﷺ جن فرمايو ٻچن جي ماءُ کي پنھنجي ٻچن سان جيڪا مھرباني آھي، ڇا توھان کي ان تي تعجب ٿئي ٿو؟ ان ذات جو قسم! جنھن مون کي حق سان موڪليو آھي بيشڪ الله پنھنجن ٻانھن تي ٻچن جي ان ماءُ کان بہ وڌيک مھربان آھي. وڃ انھن کي ماءُ سميت اتي ڇڏي اچ جتان ڪٺي آيو آھين.**
**(ان کي ابوداؤد روايت ڪيو)** [1]

## فصل ٽيون

2361- عن عبد الله بن عمر قال : كنا مع النبي صلى الله عليه وسلم في بعض غزواته فمر بقوم فقال : من القوم ؟ قالوا : نحن المسلمون وامرأة تحضب بقدرها ومعها ابن لها فإذا ارتفع وهج تنحت به فأتت النبي صلى الله عليه وسلم فقال : أنت رسول الله ؟ قال : نعم قالت : بأبي أنت وأمي أليس الله أرحم الراحمين ؟ قال : بلى قالت : أليس الله أرحم بعباده من الأم على ولدها ؟ قال : بلى قالت : إن الأم لا تلقي ولدها في النار فأكب رسول الله صلى الله عليه وسلم يبكي ثم رفع رأسه إليها فقال : إن الله لا يعذب من عباده إلا المارد المتمرد الذي يتمرد على الله وأبى أن يقول : لا إله إلا الله . رواه ابن ماجه .

(2361) **عبدالله بن عمر رضي الله عنھما کان روايت آھي تہ اسين رسول الله ﷺ جن سان گڏ ھک جھاد ۾ ھئاسون. پاڻ ڪجھ ماڻھن وٽان گذريا. ارشاد فرمايائون تہ: ڪير ماڻھو آھيو؟ چيائون تہ اسين مسلمان آھيون(اتي) ھک عورت ھنديءَ جي ھيٺان باھ ٻاري رھي ھئي. وٽس ان جو پٽ ھو جڏھن باھ ڀڙڪڻ لڳي تہ ٻار کي باھ کان پري ڪرڻ لڳي، پوءِ نبي ﷺ جن وٽ آئي ۽ چيائين تہ ڇا اوھين الله جا رسول آھيو؟ فرمايائون تہ ھائو! چيائين تہ منھنجو پيءُ ۽ منھنجي ماءُ توھان تي قربان ٿئي. ڇا الله تعالىٰ سڀ کان وڌيک رحم ڪندڙ نہ آھي؟ فرمايائون تہ ھائو! چيائين تہ ماءُ کي پنھنجي اولاد سان جيڪا مھرباني ھوندي آھي، ڇا الله پنھنجي ٻانھن تي ان کان**

[1]- ھن حديث سڳوريءَ مان ثابت ٿئي ٿو تہ رسول الله ﷺ جن رحمت للعالمين ھئا .

وڏيڪ مهربان نہ آهي؟ فرمايائون تہ هائو! چيائين تہ (پوءِ) بيشڪ ماءُ پنهنجي اولاد کي تہ باهہ ۾ نٿي وجهي (اهو ٻڌي) رسول الله ﷺ جن ڪنڌ جهڪائي روئڻ لڳا پوءِ مٿو مٿي ڪڍي ان کي فرمايائون تہ بيشڪ الله تعالىٰ صرف ان شخص تي عذاب ڪندو آهي جيڪو انتهائي سرڪش، الله جي مخالفت ۾ سخت ۽ لا اله الا الله کان انڪار ڪندڙ هجي.
(ان ابن ماجہ روايت ڪيو)

فائدو: سند ۾ راوي اسماعيل بن يحيٰ شعباني تي ڪوڙي هجڻ جو الزام آهي(مرعاة:4-507/5)

2362- وعن ثوبان عن النبي صلى الله عليه وسلم قال : إن العبد ليلتمس مرضاة الله فلا يزال بذلك فيقول الله عز وجل لجبريل : إن فلانا عبدي يتلمس أن يرضيني ألا وإن رحمتي عليه فيقول جبريل : رحمة الله على فلان ويقولها حملة العرش ويقولها من حولهم حتى يقولها أهل السماوات السبع ثم تهبط له إلى الأرض. رواه أحمد .

(2362) ثوبان ؓ کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ: بيشڪ ٻانهو الله جي رضامنديءَ جو طالب رهي ٿو ۽ اهو انهيءَ حالت ۾ رهندو آهي تانجو الله تعالىٰ جبرئيل کي فرمائيندو آهي تہ بيشڪ منهنجو فلاڻو ٻانهو منهنجي رضامنديءَ جو طالب رهي ٿو. ٻڌو! منهنجي رحمت ان تي (نازل ٿيندي) پوءِ جبرئيل چوندو آهي تہ فلاڻي تي الله جي رحمت آهي ۽ عرش کڻندڙ فرشتا بہ ائين چوندا آهن ۽ جيڪي فرشتا ان جي چوڌاري هوندا آهن اهي بہ ائين چوندا آهن تانجو ستن آسمانن وارا سڀ فرشتا ائين چوندا آهن پوءِ ان لاءِ (رحمت) زمين تي لهندي آهي([1])
(ان کي احمد روايت ڪيو)

2363- وعن أسامة بن زيد عن النبي صلى الله عليه وسلم في قول الله عز وجل : ﴿... فَمِنْهُمْ ظَالِمٌ لِّنَفْسِهِۦ وَمِنْهُم مُّقْتَصِدٌ وَمِنْهُمْ سَابِقٌۢ بِٱلْخَيْرَٰتِ ...﴾ فاطر: ٣٢ قال : كلهم في الجنة . رواه البيهقي في كتاب البعث والنشور.

(2363) اسامہ بن زيد رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايو "فمنهم ظالم" (انهن مان ڪو ظالم([2]) ڪو وچولي واٽ تي هلڻ وارو. ۽ ڪو نيڪين ۾ اڳرائي ڪندڙ آهي) الآية بابت فرمايو تہ: اهي سيئي جنتي آهن (ان کي بيهقيءَ ڪتاب البعث والنشور ۾ روايت ڪيو)

# باب ما يقول عند الصباح و المساءِ و المنام.

# صبح، شام ۽ سمهڻ وقت ڇا چوڻ گهرجي

## فصل پهريون

2364- عن عبد الله قال : كان رسول الله صلى الله عليه وسلم إذا أمسى قال : أمسينا وأمسى الملك لله والحمد لله ولا إله إلا الله وحده لا شريك له له الملك وله الحمد وهو على كل شيء قدير اللهم إني أسألك من خير هذه الليلة وخير ما فيها وأعوذ بك من شرها وشر ما فيها اللهم إني أعوذ بك من الكسل والهرم وسوء الكبر وفتنة الدنيا

---

[1]- هن حديث سڳوريءَ مان معلوم ٿئي ٿو تہ الله پاڪ جو عرش ستين آسمان تي آهي ۽ ڏٽي پاڪ اتان بادشاهي هلائي رهيو آهي.

[2]- ظالم اهو گنهگار آهي جنهن جون برايون گهٽيون هجن ۽ نيڪيون گهٽ. بيو (مقصد) اهو آهي جنهن جون نيڪيون ۽ برايون برابر هجن ۽ سابق اهو آهي جنهن جون نيڪيون براين کان زياده هجن.

وعذاب القبر وإذا أصبح قال أيضا : أصبحنا وأصبح الملك لله . وفي رواية : رب إني أعوذ بك من عذاب في النار وعذاب في القبر. رواه مسلم .

(2364) **عبد الله بن مسعود ؓ كان روايت آهي تہ جڏهن شام ٿيندي هئي تہ رسول الله ﷺ جن فرمائيندا هئا تہ اسان شام ڪئي ۽ الله جي پوري بادشاهي شام ڪئي ۽ سڀ ساراھ الله لاءِ آهي، صرف الله ئي عبادت جي لائق آهي، اڪيلو آهي ان جو ڪو شريڪ نہ آهي. ان لاءِ بادشاهي آهي ۽ ان لاءِ ساراھ آهي، اهو هر شيءِ تي وس وارو آهي. اي الله! توکان هن رات جي ڀلائي ۽ جيڪي خير ۽ ڀلائي منجهس موجود آهي، ان جو سوال ڪريان ٿو ۽ تنهنجي ذات سان ان جي شر ۽ جيڪي شر منجهس موجود آهي، پناھ وٺان ٿو.اي الله! توکان سستي، ڪراڙپ ۽ ڪراڙپ جي بيمارين ۽ دنيا جي فتنن ۽ قبر جي عذاب کان پناھ وٺان ٿو. جڏهن صبح ڪندا هئا تہ اهي ئي ڪلمات چوندا هئا تہ: اسان صبح ڪئي ۽ الله جي سموري بادشاهيءَ صبح ڪئي هڪ روايت ۾ آهي تہ: اي منهنجا رب آئون توکان دوزخ جي عذاب ۽ قبر جي عذاب کان پناھ وٺان ٿو.**
**(ان کي مسلم روايت ڪيو)**

2365- وعن حذيفة قال : كان النبي صلى الله عليه وسلم إذا أخذ مضجعه من الليل وضع يده تحت خده ثم يقول : اللهم باسمك أموت وأحيا. وإذا استيقظ قال : الحمد الله الذي أحيانا بعدما ما أماتنا وإليه النشور. رواه البخاري . ومسلم عن البراء .

(2365) **حذيفہ ؓ کان روايت آهي تہ جڏهن رسول الله ﷺ جن رات جو سمهڻ لاءِ بستري تي ويندا هئا تہ پنهنجو هٿ ڳل جي هيٺان رکندا هئا، پوءِ هيءَ دعا گهرندا هئا. تہ اي الله! تنهنجو نالو وٺي سمهان ٿو ۽ (تنهنجو نالو وٺي ئي) اٿندس. جڏهن ننڊ مان اٿندا هئا تہ چوندا هئا تہ: ان الله جي ساراھ آهي جنهن اسان کي ننڊ کان بعد جاڳايو ۽ (قيامت جي ڏينهن) ان ڏانهن ئي موٽڻو آهي.**
**(ان کي بخاريءَ روايت ڪيو ۽ مسلم ۾ اها روايت براء بن عازب جي حوالي سان آهي)**

2366- وعن أبي هريرة قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : إذا أوى أحدكم إلى فراشه فلينفض فراشه بداخلة إزاره فإنه لا يدري ما خلفه عليه ثم يقول : باسمك ربي وضعت جنبي وبك أرفعه إن أمسكت نفسي فارحمها وإن أرسلتها فاحفظها بما تحفظ به عبادك الصالحين . وفي رواية : ثم ليضطجع على شقه الأيمن ثم ليقل : باسمك وفي رواية : فلينفضه بصنفة ثوبه ثلاث مرات وإن أمسكت نفسي فاغفر لها .

(2366) **ابوهريره ر کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جڏهن اوهان مان ڪو پنهنجي بستري تي سمهڻ لاءِ وڃي تہ چادر جي پلاند سان پنهنجي بستري کي ڇنڊي[1] صاف ڪري، ڇاڪاڻ تہ ان کي ڪهڙي خبر تہ ان کان بعد ان تي ڇا آيو آهي؟ ان کان پوءِ چوي تہ اي منهنجا پالڻهار! تنهنجي نالي سان پنهنجو پاسو رکان ٿو ۽ تنهنجي نالي سان ئي پنهنجو پاسو کڻندس. جيڪڏهن تون منهنجي روح کي روڪين تہ ان تي رحم فرماءِ ۽ جيڪڏهن ان کي ڇڏي**

[1]- سمهڻ وقت پهريان بسترو ڇنڊجي جيئن جيت ۽ لٽ پري ٿئي پوءِ قبلہ جي طرف منهن ڪري سمهي رهي.

ڏين تہ ان جي حفاظت فرماءِ جيئن تون پنهنجن نيڪن ٻانهن جي حفاظت ڪندو آهين ۽ هڪ روايت ۾ آهي تہ ان ڪان پوءِ پنهنجي ساڄي پاسي سمهي رهي، پوءِ دعا گهري تہ تنهنجي نالي سان...

(بخاري و مسلم) هڪ روايت ۾ هي لفظ (وڌيڪ) آهن. تہ بستر کي ٽي ڀيرا ڪپڙي جي پلاند سان ڇنڊي... ۽ جيڪڏهن تون روح کي روڪين تہ ان جي مغفرت فرماءِ.

2367- وعن البراء بن عازب قال : كان رسول الله صلى الله عليه وسلم إذا أوى إلى فراشه نام على شقه الأيمن ثم قال : اللهم أسلمت نفسي إليك ووجهت وجهي إليك وفوضت أمري إليك وألجأت ظهري إليك رغبة ورهبة إليك لا ملجأ ولا منجا منك إلا إليك آمنت بكتابك الذي أنزلت ونبيك الذي أرسلت. وقال رسول الله صلى الله عليه وسلم : من قالهن ثم مات تحت ليلته مات على الفطرة . وفي رواية قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم لرجل : يا فلان إذا أويت إلى فراشك فتوضأ وضوءك للصلاة ثم اضطجع على شقك الأيمن ثم قل : اللهم أسلمت نفسي إليك إلى قوله : أرسلت وقال : فإن مت من ليلتك مت على الفطرة وإن أصبحت أصبت خيرا.

(2367) براء بن عازب ﷛ ڪان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن پنهنجي بستري تي ايندا هئا تہ ساڄي پاسي ليٽي هيءَ دعا گهرندا هئا تہ: اي الله! مون پاڻ کي تنهنجي حوالي ڪري ڇڏيو ۽ مون پنهجو منهن توڏانهن ڦيرايو ۽ پنهنجو معاملو تنهنجي حوالي ڪيو ۽ مون تي ويساهہ ڪيو، تنهنجي سواد جي رغبت رکندي ۽ تنهنجي عذاب ڪان ڊڄندي. تنهنجي ڪاوڙ ڪان بچڻ لاءِ پناهہ جي ڪا جاءِ ۽ نجات جي ڪا جڳهہ نہ آهي. سواءِ تنهنجي فضل جي. مون تنهنجي انهيءَ ڪتاب تي ايمان آندو جيڪو تو لاٿو ۽ تنهنجي ان پيغمبر تي ايمان آندو جنهن کي تو موڪليو آهي رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ جيڪو شخص اهي ڪلمات چوي پوءِ انهيءَ رات مري وڃي تہ فطرت تي مرندو. هڪ روايت ۾ آهي تہ هڪ شخص کي رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ اي فلاڻا! جڏهن بستري وڃين تہ نماز جو وضو ڪري ساڄي پاسي سمهي پوءِ هيءَ دعا گهرندو ڪر: اي الله! مون پاڻ کي تنهنجي حوالي ڪيو- تا- ان رسول تي ايمان آندم جنهن کي تو موڪليو ۽ڪيس فرمايائون تہ جيڪڏهن انهيءَ رات مري ويندي تہ فطرت جو موت مرندين ۽ جيڪڏهن صبح ڪندين تہ ڀلائي تي صبح ڪندين.

(ان کي بخاري مسلم روايت ڪيو)

2368- وعن أنس أن رسول الله صلى الله عليه وسلم كان إذا أوى إلى فراشه قال: الحمد لله الذي أطعمنا وسقانا وكفانا وآوانا فكم ممن لا كافي له ولا مؤوي. رواه مسلم .

(2368) انس ﷛ ڪان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن جڏهن پنهنجي بستر تي ويندا هئا تہ هيءَ دعا گهرندا هئا: سڀ ساراهہ الله لاءِ آهي جنهن اسان کي کارايو ۽ اسان کي پيياريو ۽ اسان جون ضرورتون پوريون ڪيائين ۽ اسان جي حفاظت ڪيائين ۽ ڪيترا(ماڻهو) آهن جن جون ضرورتون پوريون نٿو ڪري ۽ جن جي حفاظت نٿو ڪري.

(ان کي مسلم روايت ڪيو)

2369- وعن علي : أن فاطمة أتت النبي صلى الله عليه وسلم تشكو إليه ما تلقى في يدها من الرحى وبلغها أنه جاءه رقيق فلم تصادفه فذكرت ذلك لعائشة فلما جاء أخبرته عائشة قال : فجاءنا وقد أخذنا مضاجعنا فذهبنا نقوم فقال : على مكانكما فجاء فقعد بيني وبينها حتى وجدت برد قدمه على بطني فقال : ألا أدلكما على خير مما سألتما ؟ إذا أخذتما مضجعكما فسبحا ثلاثا وثلاثين واحمدا ثلاثا وثلاثين وكبرا ثلاثا وثلاثين فهو خير لكما من خادم.

(2369) **علي ﷛ کان روايت آهي تہ فاطمہ رضي الله عنها نبي ﷺ وٽ شڪايت پيش ڪرڻ آئي تہ جنڊ پيهي پيهي هٿن ۾ لفون پئجي ويون آهن ڪيس معلوم ٿيو هو تہ وٽن جنگي قيدي آيا آهن پر نبي ﷺ سان سندس ملاقات نہ ٿي. انهيءَ ام المؤمنين عائشہ صديقہ رضي الله عنها کي (اچڻ جو مقصد) ٻڌايو. پاڻ سڳورا (گهر) آيا تہ کين ٻڌايائين (تہ فاطمہ رضي الله عنها هن مقصد سان آئي هئي- علي ﷛) چوي ٿو تہ پاڻ اسان وٽ آيا جڏهن اسين سمهي رهيا هئاسون. اٿڻ گهريوسون تہ فرمايائون تہ پنهنجي پنهنجي جاءِ تي (ليٽيا رهو) پوءِ منهنجي ۽ فاطمہ رضي الله جي درميان اچي ويٺا، تانجو سندن قدمن جي ٿڌاڻ پنهنجي پيٽ تي محسوس ڪيم. ارشاد فرمايائون تہ توهان ٻنهي جيڪو گهريو آهي ڇا توهان کي ان کان چڱي ڳالهہ نہ ٻڌايان؟ جڏهن سمهڻ لڳو تہ ٽيٽيهہ ڀيرا سبحان الله، ٽيٽيهہ ڀيرا الحمد لله، چوٽيهہ ڀيرا الله اڪبر چوندا ڪريو. اهو اوهان لاءِ خادم[1] کان وڌيڪ چڱو آهي.**

**(بخاري و مسلم)**

2370- وعن أبي هريرة قال : جاءت فاطمة إلى النبي صلى الله عليه وسلم تسأله خادما فقال : ألا أدلك على ما هو خير من خادم ؟ تسبحين الله ثلاثا وثلاثين وتحمدين الله ثلاثا وثلاثين وتكبرين الله أربعا وثلاثين عند كل صلاة وعند منامك. رواه مسلم .

(2370) **ابوهريره ﷛ کان روايت آهي تہ فاطمة الزهراء رضي الله تعالىٰ عنها نبي ﷺ جن وٽ اچي خادم جو مطالبو ڪيو. پاڻ سڳورن فرمايو تہ ڇا توکي خادم کان چڱي شيءِ نہ ڏسيان؟ هر فرض نماز کان پوءِ ۽ سمهڻ وقت ٽيٽيهہ ڀيرا سبحان الله ٽيٽيهہ ڀيرا الحمدلله ۽ چوٽيهہ ڀيرا الله اڪبر پڙهندي ڪر.**

**(ان کي مسلم روايت ڪيو آهي)**

## فصل ٻيو

2371- عن أبي هريرة قال : كان رسول الله صلى الله عليه وسلم إذا أصبح قال : " اللهم بك أصبحنا وبك أمسينا وبك نحيا وبك نموت وإليك المصير . وإذا أمسى قال : اللهم بك أمسينا وبك أصبحنا وبك نحيا وبك نموت وإليك النشور . رواه الترمذي وأبو داود وابن ماجه

(2371) **ابوهريره ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن صبح جو (هيءَ دعا) گهرندا هئا: اي الله!اسان تنهنجي حفاظت ۾ صبح ڪئي ۽ تنهنجي حفاظت ۾ شام ڪئي ۽ تنهنجي (حڪم سان)**

[1]- سبحان الله سيدة فاطمہ الزهراء جو مرتبو ڪيڏو نہ وڏو هوندو جنهن دنيا ۾ راحت ترڪ ڪئي ۽ مڪلفن ۽ محنتن تي صبر ڪيو ۽ الله پاڪ جي ذڪر کي دنيا ۾ نوڪرن کان پسند ڪيو.

**مرون ٿا ۽ (مرڻ کان پوءِ) توڏانهن اٿنداسون ۽ شام جو بہ (هيءَ دعا) گهرندا هئا: اي الله! اسان تنهنجي حفاظت ۾ شام ڪئي ۽ تنهنجي حفاظت ۾ صبح ڪئي ۽ تنهنجي (حڪم سان) اسين جيئون ٿا ۽ تنهنجي (حڪم سان) مرون ٿا ۽ (مرڻ کان پوءِ) توڏانهن اٿنداسون.**
**(ان کي ترمذي، ابوداؤد ۽ ابن ماجہ روايت ڪيو)**

2372- وعنه قال : قال أبو بكر : قلت يا رسول الله مرني بشيء أقوله إذا أصبحت وإذا أمسيت قال : قل اللهم عالم الغيب والشهادة فاطر السماوات والأرض رب كل شيء ومليكه أشهد أن لا إله إلا أنت أعوذ بك من شر نفسي ومن شر الشيطان وشركه قله إذا أصبحت وإذا أمسيت وإذا أخذت مضجعك. رواه الترمذي وأبو داود والدارمي

.

(2372) **ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ مون رسول الله صلي الله عليه وسلم جن کي عرض ڪيو تہ اي الله جا رسول صلي الله عليه وسلم! مون کي صبح ۽ شام پڙهڻ لاءِ ڪا دعا ٻڌايو. فرمايائون تہ چوندو ڪر تہ اي الله! ڳجهہ ۽ ظاهر جا ڄاڻندڙ، آسمان ۽ زمين جا پيدا ڪندڙ، هر شيءِ جا پالڻهار ۽ هر شيءِ جا مالڪ! آئون گواهي ٿو ڏيان تہ توڪان سواءِ ڪو عبادت جي لائق نہ آهي. توڪان پنهنجي نفس جي برائيءَ ۽ شيطان جي برائيءَ ۽ ان جي شرڪ ۾ مبتلا ڪرڻ کان پناهہ گهران ٿو.**
**(ان کي ترمذي، ابوداؤد ۽ دارميءَ روايت ڪيو)**

2373- وعن أبان بن عثمان قال : سمعت أبي يقول : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : ما من عبد يقول في صباح كل يوم ومساء كل ليلة بسم الله الذي لا يضر مع اسمه شيء في الأرض ولا في السماء وهو السميع العليم ثلاث مرات فيضره شيء . فكان أبان قد أصابه طرف فالج فجعل الرجل ينظر إليه فقال له أبان : ما تنظر إلي ؟ أما إن الحديث كما حدثتك ولكني لم أقله يومئذ ليمضي الله علي قدره . رواه الترمذي وابن ماجه وأبو داؤد وفي روايته : لم تصبه فجاءة بلاء حتى يصبح ومن قالها حين يصبح لم تصبه فجاءة بلاء حتى يمسي .

(2373) **ابان بن عثمان رحمه الله کان روايت آهي تہ مون پنهنجي پيءُ کي چوندي ٻڌو تہ رسول الله صلي الله عليه وسلم جن فرمايو تہ جيڪو شخص هر روز صبح ۽ هر روز شام ٽي ڀيرا هيءَ دعا پڙهندو: الله جي نالي سان (الله جي نالي سان شروع ڪريان ٿو) جنهن جي ذڪر سان زمين، آسمان ۾ ڪا شيءِ نقصان نٿي ڏئي سگهي ۽ الله ٻڌندڙ ڄاڻندڙ آهي تہ ان کي ڪا شيءِ تڪليف نہ ڏيندي. ابان رحمه الله کي فالج جي تڪليف هئي. هڪ شخص ان ڏانهن نهارڻ لڳو. ابان کيس چيو مون ڏانهن ڇو ٿو نهارين؟ يقين ڪر حديث ائين ئي آهي جيئن توکي ٻڌائي اٿم، ليڪن مون ان ڏينهن اهي ڪلمات نہ چيا، تان تہ الله تعاليٰ مون تي پنهنجي تقدير جاري فرمائي.**
**(ان کي ترمذي، ابن ماجہ، ابوداؤد روايت ڪيو) ۽ ابوداؤد جي هڪ روايت ۾ آهي تہ صبح تائين ان کي ڪا مصيبت نہ پهچندي ۽ جنهن صبح جو اها دعا پڙهي شام تائين ان کي اوچتي ڪا مصيبت نہ پهچندي.**[1]

---

[1]- هن حديث سڳوري مان معلوم ٿئي ٿو تہ قضا مبرم روڪجي نٿي سگهي. هن حديث مان اهو اعتراض نہ هجڻ کپي تہ پوءِ دعا پڙهڻ مان ڪهڙو فائدو؟ ڇاڪاڻ تہ ڪنهن کي خبر نہ آهي تہ قضا مبرم آهي يا معلق. ممڪن آهي تہ قضا معلق هجي ۽ الله پاڪ ان سان دعا پڙهندڙ کي محفوظ رکي.

2374- وعن عبد الله أن النبي صلى الله عليه وسلم كان يقول إذا أمسى : أمسينا وأمسى الملك لله والحمد لله لا إله إلا الله وحده لا شريك له له الملك وله الحمد وهو على كل شيء قدير رب أسألك خير ما في هذه الليلة وخير ما بعدها وأعوذ بك من شر ما في هذه الليلة وشر ما بعدها رب أعوذ بك من الكسل ومن سوء الكبر أو الكفر. وفي رواية : من سوء الكبر والكبر رب أعوذ بك من عذاب في النار وعذاب في القبر. وإذا أصبح قال ذلك أيضا : أصبحنا وأصبح الملك لله . رواه أبو داود والترمذي وفي روايته لم يذكر : من سوء الكفر .

(2374) **عبد الله بن مسعود ﷛ كان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن شام جو دعا كندا هئا تہ: اسان شام كئي ۽ شام كئي بادشاهيءَ الله لاءِ سڀ ساراهہ الله لاءِ آهي، ان كان سواءِ كو معبود نہ آهي،اكيلو آهي، ان جو كو شريڪ نہ آهي، ان لاءِ بادشاهي آهي، ان لاءِ ساراهہ آهي، ۽ اهو هر شيءِ تي قدرت وارو آهي. رب منهنجا! توكان هن رات جي ڀلائيءِ ان كان پوءِ جي ڀلائي جو سوال كريان ٿو ۽ ان رات جي برائي ۽ ان كان بعد جي برائيءَ جي پناهہ وٺان ٿو. رب منهنجا! توكان پناهہ وٺان ٿو سستي ۽ كراڙپ ۽ كفر جي برائي كان.هڪ روايت ۾ آهي تہ تكبر جي برائي ۽ وڏي ڄمار كان (پناهہ وٺان ٿو) رب منهنجا! توكان پناهہ وٺان ٿو باهہ جي عذاب كان ۽ قبر جي عذاب كان ۽ جڏهن صبح كندا هئا (تڏهن بہ) اهڙيءَ طرح چوندا هئا تہ اسان صبح كئي ۽ بادشاهي صبح كئي الله لاءِ.**

**(ان كي ابوداؤد ۽ ترمذيءَ روايت كيو. ترمذيءَ جي روايت ۾ "كفر جي برائي" جو ذكر نہ آهي)**

2375- وعن بعض بنات النبي صلى الله عليه وسلم أن النبي صلى الله عليه وسلم كان يعلمها فيقول : قولي حين تصبحين : سبحان الله وبحمده ولا قوة إلا بالله ما شاء الله كان وما لم يشأ لم يكن أعلم أن الله على كل شيء قدير وأن الله قد أحاط بكل شيء علما فإنه من قالها حين يصبح حفظ حتى يمسي ومن قالها حين يمسي حفظ حتى يصبح. رواه أبو داؤد .

(2375) **نبي ﷺ جن جي كنهن نياڻيءَ كان روايت آهي تہ: پاڻ سڳورا كيس تعليم ڏيندا هئا تہ صبح وقت (هيءَ) دعا گهري تہ: الله پاڪ آهي، سڀ ان جي تسبيح سان گڏ سندس ساراهہ كريون ٿا. نيكي كرڻ جي سگهہ الله جي توفيق سان(ئي ممكن) آهي. الله جيكي چاهي ٿو، اهو ٿئي ٿو، ۽ جيكو نٿو چاهي نٿو ٿئي. آئون (يقين) ڄاڻان ٿو تہ الله هر شيءِ تي قدرت وارو آهيءِ هي تہ ان هر شيءِ كي پنهنجي علم سان گهيري ركيو آهي. پوءِ بيشڪ جنهن صبح وقت اها دعا گهري شام تائين ان جي حفاظت كئي ويجي ٿي ۽ جنهن شام جو اها دعا گهري تہ صبح تائين ان جي حفاظت كئي ويجي ٿي.**

**(ان كي ابوداؤد روايت كيو)**

2376- وعن ابن عباس قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : من قال حين يصبح : ﴿ فَسُبْحَٰنَ ٱللَّهِ حِينَ تُمْسُونَ وَحِينَ تُصْبِحُونَ ﴿١٧﴾ وَلَهُ ٱلْحَمْدُ فِي ٱلسَّمَٰوَٰتِ وَٱلْأَرْضِ وَعَشِيًّا وَحِينَ تُظْهِرُونَ ﴿١٨﴾ ﴾ الروم.. إلى قوله :

﴿... وَكَذَٰلِكَ تُخْرَجُونَ ﴿١٩﴾﴾ الروم. أدرك ما فاته في يومه ذلك ومن قالهن حين يمسي أدرك ما فاته في ليلته .

رواه أبو داؤد .

(2376) **ابن عباس رضي الله عنهما كان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ جيڪو شخص صبح جي وقت هيءَ دعا گهرندو: ”پوءِ ساراهہ آهي الله جي جنهن وقت توهان شام ڪريو ٿا ۽ جنهن وقت صبح ڪريو ٿا. آسمانن ۽ زمينن ۾ سندس ئي ساراهہ آهي ۽ (جنهن وقت) صبح ڪريو ٿا ۽ جنهن وقت ظهر ڪريو ٿا-تا- توهان کي ڪڍيو ويندو.“ تہ ان ڪان جيڪا ڀلائي ان ڏينهن فوت ٿي وئي هوندي ان کي حاصل ڪندو ۽ جيڪو شام جي وقت اها دعا گهرندو اها ڀلائي لهندو جيڪا ان ڪان رات جو فوت ٿي وئي.**

**فائدو: سند ۾ راوي محمد بن عبدالرحمن بيلماني ۽ ان جو پيءُ حجت جوڳا نہ آهن ۽ حديث انتهائي ضعيف آهي**(مرعاة:24/6)

2377- وعن أبي عياش أن رسول الله صلى الله عليه وسلم قال : من قال إذا أصبح : لا إله إلا الله وحده لا شريك له له الملك وله الحمد وهو على كل شيء قدير كان له عدل رقبة من ولد إسماعيل وكتب له عشر حسنات وحط عنه عشر سيئات ورفع عشر درجات وكان في حرز من الشيطان حتى يمسي وإن قالها إذا أمسى كان له مثل ذلك حتى يصبح . قال حماد بن سلمة : فرأى رجل رسول الله صلى الله عليه وسلم فيما يرى النائم فقال : يا رسول الله إن أبا عياش يحدث عنك بكذا وكذا قال : صدق أبو عياش. رواه أبو داؤد وابن ماجه .

(2377) **ابوعياش زرقي رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جيڪو شخص صبح جو چوندو تہ الله کانسواءِ ڪو معبود نہ آهي، اهو اڪيلو آهي، ان جو ڪو شريڪ نہ آهي، ان لاءِ بادشاهي آهي، ان لاءِ ساراهہ آهي ۽ اهو هرشيءِ تي قدرت وارو آهي. تہ ان لاءِ اسماعيل عليہ السلام جي اولاد مان غلام آزاد ڪرڻ جو ثواب آهي ۽ ان لاءِ ڏهہ نيڪيون لکيون وينديون ۽ ان جا ڏهہ گناهہ معاف ڪيا ويندا ۽ ان جا ڏهہ درجا بلند ڪيا ويندا ۽ (اها دعا) شام تائين ان لاءِ شيطان کان حفاظت جو موجب ٿيندي ۽ جيڪڏهن شام جو چوي تہ صبح ٿيڻ تائين ان لاءِ ائين آهي. پوءِ هڪ شخص رسول الله ﷺ کي خواب ۾ ڏٺو ۽ عرض ڪيائين تہ اي الله جا رسول ﷺ! ابو عياش توهان کان هيءَ ۽ هيءَ حديث بيان ڪري ٿو. پاڻ سڳورن فرمايو تہ ابو عياش سچ چيو. (ان کي ابوداؤد ۽ ابن ماجہ روايت ڪيو)**[1]

(2378- وعن الحارث بن مسلم التميمي عن أبيه عن رسول الله صلى الله عليه وسلم أنه أسر إليه فقال: إذا انصرفت من صلاة المغرب فقل قبل أن تكلم أحدا اللهم أجرني من النار سبع مرات فإنك إذا قلت ذلك ثم مت في ليلتك كتب لك جواز منها. رواه أبو داؤد .

---

[1]- هن حديث سڳوري جي خواب ۾ رسول الله ﷺ جن تصديق ڪئي آهي انهيءَ ڪري وڌيڪ سچي ثابت ٿي آهي ڇاڪاڻ تہ نبي ﷺ جن کي جنهن خواب ۾ ڏٺو تنهن ضرور نبي ﷺ جن کي ئي خواب ۾ ڏٺو هوندو ڇاڪاڻ تہ شيطان نبي جي صورت اختيار نٿو ڪري سگهي.

(2378) حارث بن مسلم تميمي پنهنجي پيءُ کان اهو رسول الله ﷺ کان روايت ڪري ٿو ته: پاڻ سڳورن ڪيس رازداريءَ جي حالت ۾ ٻڌايو ته جڏهن سانجهي پڙهي فارغ ٿئين ته ڪنهن سان ڳالهائڻ کان اڳ ست ڀيرا هيءَ دعا گهرندو ڪر: اي الله! مون کي باھ کان نجات ڏي. جيڪڏهن تون اها دعا گهرين ۽ انهيءَ رات مري وڃين ته تنهنجي لاءِ دوزخ کان نجات لکي ويندي ۽ جيڪڏهن فجر پڙهي اها دعا گهرندين ۽ ان ڏينهن مري ويندين ته تنهنجي لاءِ دوزخ کان نجات لکي ويندي.

(ان کي ابوداؤد روايت ڪيو)

فائدو: سند ضعيف آهي(مشڪوٰة الباني:741/2) راوي وليد بن مسلم بابت اختلاف آهي، ساڳي طرح عبدالرحمن بن حصان فلسطيني ۾ به اختلاف آهي(مرعاة:27/1)

2379- وعن ابن عمر قال : لم يكن رسول الله صلى الله عليه وسلم يدع هؤلاء الكلمات حين يمسي وحين يصبح : اللهم إني أسألك العافية في الدنيا والآخرة اللهم إني أسألك العفو والعافية في ديني ودنياي وأهلي ومالي اللهم استر عوراتي وآمن روعاتي اللهم احفظني من بين يدي ومن خلفي وعن يميني وعن شمالي ومن فوقي وأعوذ بعظمتك أن أغتال من تحتي. قال وكيع يعني الخسف رواه أبو داؤد .

(2379) ابن عمر رضي الله عنه کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن شام ۽ صبح هيءَ دعا گهرڻ نه وساريندا هئا: اي الله!

توکان دنيا ۽ آخرت جي عافيت جو سوال ڪريان ٿو، اي الله! بيشڪ توکان پنهنجي دين، پنهنجي دنيا، پنهنجي اهل ۽ پنهنجي مال ۾ امن ۽ سلامتي گهران ٿو. اي الله منهنجا! عيب ڍڪ ۽ گهٻراهٽن ۾ مون کي امن عطا ڪر. اي الله! منهنجي سامهون ۽ منهنجي پويان، منهنجي مٿان، منهنجي هيٺان منهنجي حفاظت فرماءِ. اي الله! تنهنجي عظمت وسيلي پناھ طلب ڪريان ٿو ته هيٺان هلاڪ ڪيو وڃان يعني زمين ۾ غرڪ ڪيو وڃان.

(ان کي ابوداؤد روايت ڪيو)

2380- وعن أنس قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : من قال حين يصبح : اللهم أصبحنا نشهدك ونشهد حملة عرشك وملائكتك وجميع خلقك أنك أنت الله لا إله إلا أنت وحدك لا شريك لك وأن محمدا عبدك ورسولك إلا غفر الله له ما أصابه في يومه ذلك من ذنب . رواه الترمذي وأبو داود وقال الترمذي : هذا حديث غريب .

(2380) انس رضي الله عنه کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته: جيڪو شخص صبح جو هيءَ دعا گهرندو اي الله! صبح ڪئي سون اسين توکي، تنهنجي عرش کڻندڙ فرشتن، تنهنجي (عام) فرشتن ۽ تنهنجي سموري مخلوق کي گواھ بڻايان ٿا ته توکان سواءِ ڪو معبود نه آهي. تون اڪيلو آهين، تنهنجو ڪو شريڪ نه آهي. ۽ محمد تنهنجو ٻانهو ۽ رسول آهي. ته الله تعالىٰ سندس ان ڏينهن جي گناهن جي مغفرت فرمائي ٿو ۽ جيڪڏهن شام وقت اها دعا پڙهندو ته انهيءَ رات جا سندس گناھ معاف فرمائي ٿو.

(ان کي ترمذي ۽ ابوداؤد روايت ڪيو ترمذيءَ چيو ته هيءَ حديث غريب آهي)

2381- وعن ثوبان قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : ما من عبد مسلم يقول إذا أمسى وإذا أصبح ثلاثا رضيت بالله ربا وبالإسلام دينا وبمحمد نبيا إلا كان حقا على الله أن يرضيه يوم القيامة . رواه أحمد والترمذي

(2381) **ثوبان ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جيڪو مسلمان ٻانهو شام ۽ صبح جو ٽي ڀيرا هيءَ دعا گهرندو تہ: آئون الله جي رب، اسلام جي دين ۽ محمد جي نبي ٿيڻ تي راضي ٿيس تہ الله تي حق آهي تہ قيامت جي ڏينهن ان کي راضي ڪري.**
**(ان کي احمد ۽ ترمذي روايت ڪيو)**

2382- وعن حذيفة أن النبي صلى الله عليه وسلم كان إذا أراد أن ينام وضع يده تحت رأسه ثم قال : اللهم قني عذابك يوم تجمع عبادك أو تبعث عبادك . رواه الترمذي ورواه أحمد عن البراء

(2382) **حذيفہ ﷛ روايت ڪري ٿو تہ نبي ﷺ جڏهن سمهڻ جو ارادوفرمائيندا هئا تہ پنهنجو ڪنڌ پنهنجي هٿ تي رکندا هئا ۽ پوءِ هيءَ دعا گهرندا هئا اي الله! مونکي پنهنجي عذاب کان بچاءِ جنهن ڏينهن تون پنهنجن ٻانهن کي گڏ ڪندين يا پنهنجن ٻانهن کي اٿاريندي.**
**(ان کي ترمذيءَ روايت ڪيو. احمد اها روايت براء بن عازب جي حوالي سان روايت ڪئي)**

2383- وعن حفصة رضي الله عنها أن رسول الله صلى الله عليه وسلم كان إذا أراد أن يرقد وضع يده اليمنى تحت خده ثم يقول : اللهم قني عذابك يوم تبعث عبادك. ثلاث مرات رواه أبو داؤد .

(2383) **حفصہ رضي الله تعالىٰ عنها کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن جڏهن سمهڻ جو ارادو ڪندا هئا تہ پنهنجو ڳل پنهنجي ساڄي هٿ تي رکندا هئا پوءِ ٽي ڀيرا فرمائيندا هئا تہ اي الله! جنهن ڏينهن تون پنهنجن ٻانهن کي اٿاريندين ان ڏينهن مون کي پنهنجي عذاب کان بچاء**
**(ان کي ابوداؤد روايت ڪيو)**

2384- وعن علي رضي الله عنه أن رسول الله صلى الله عليه وسلم كان يقول عند مضجعه : اللهم إني أعوذ بوجهك الكريم وكلماتك التامات من شر ما أنت آخذ بناصيته اللهم أنت تكشف المغرم والمأثم اللهم لا يهزم جندك ولا يخلف وعدك ولا ينفع ذا الجد منك الجد سبحانك وبحمدك . رواه أبو داؤد

(2384) **علي ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن سمهڻ وقت هيءَ دعا گهرندا هئا: اي الله! بيشڪ آئون تنهنجي عزت واري ذات ۽ تنهنجي مڪمل ڪلمات ذريعي هر ان شيءِ جي شر کان پناهہ طلب ڪريان ٿو جنهن جي پيشاني تنهنجي قبضي ۾ آهي. اي الله! تون قرض ۽ گناهن جو بار هٽائين ٿو. اي الله! تنهنجي لشڪر کي شڪست نٿي ڏئي سگهجي ۽ تنهنجو واعدو ڪوڙو نٿو ٿي سگهي ۽ دولتمند کي سندس دولت تنهنجي مقابلي ۾ فائدو نٿي ڏئي سگهي. تنهنجي پاڪائي ۽ تنهنجي ساراهہ آهي.**
**(ان کي ابوداؤد روايت ڪيو)**

2385- وعن أبي سعيد قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " من قال حين يأوي إلى فراشه : أستغفر الله الذي لا إله إلا هو الحي القيوم وأتوب إليه ثلاث مرات غفر الله له ذنوبه وإن كانت مثل زبد البحر أو عدد رمل عالج أو عدد ورق الشجر أو عدد أيام الدنيا " . رواه الترمذي وقال : هذا حديث غريب

(2385) **ابوسعيد خدري ﷺ كان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جيڪو شخص سمهڻ وقت ٽي ڀيرا هيءُ دعا گهرندو تہ: الله كان بخشش گهران ٿو جنهن كان سواءِ ڪو معبود نہ آهي، اهو زنده ۽ قائم رهندڙ آهي ۽ ان ڏانهن توبہ تائب ٿيان ٿو تہ الله تعالىٰ سندس سڀ گناهہ معاف فرمائي ٿو جيتوڻيڪ سمنڊ گجي يا عالج(1) (ماٿري) جي واريءَ جي تعداد، يا وڻن جي پنن، يا دنيا جي ڏينهن جي تعداد جيترا هجن.**

**(ان کي ترمذي روايت ڪيو ۽ چيائين تہ هيءَ حديث غريب آهي)**

**فائدو: سند ۾ عطية عوفي ضعيف آهي(مشكوٰة الباني:742/2)**

2386- وعن شداد بن أوس قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " ما من مسلم يأخذ مضجعه بقراءة سورة من كتاب الله إلا وكل الله به ملكا فلا يقربه شيء يؤذيه حتى يهب متى هب " . رواه الترمذي

(2386) **شداد بن اوس ﷺ كان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايوتہ: جيڪو مسلمان سمهڻ وقت الله جي ڪتاب مان ڪا سورت پڙهندو تہ الله تعالىٰ ان لاءِ هڪ فرشتو مقرر فرمائيندو آهي، پوءِ ڪا ايذاءُ ڏيندڙ شيءِ ان جي ويجهو نہ ايندي آهي، تانجو صبح ڪري جڏهن بہ صبح ڪري.**

**(ان کي ترمذي روايت ڪيو)**

2387- وعن عبد الله بن عمرو بن العاص رضي الله عنهما قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : خلتان لا يحصيهما رجل مسلم إلا دخل الجنة ألا وهما يسير ومن يعمل بهما قليل يسبح الله في دبر كل صلاة عشرا ويحمده عشرا ويكبره عشرا " قال : فأنا رأيت رسول الله صلى الله عليه وسلم يعقدها بيده قال : " فتلك خمسون ومائة في اللسان وألف وخمسمائة في الميزان وإذا أخذ مضجعه يسبحه ويكبره ويحمده مائة فتلك مائة باللسان وألف في الميزان فأيكم يعمل في اليوم والليلة ألفين وخمسمائة سيئة ؟ " قالوا : وكيف لا نحصيها ؟ قال : " يأتي أحدكم الشيطان وهو في صلاته فيقول : اذكر كذا اذكر كذا حتى ينفتل فلعله أن لا يفعل ويأتيه في مضجعه فلا يزال ينومه حتى ينام " . رواه الترمذي وأبو داود والنسائي وفي رواية أبي داود قال : " خصلتان أو خلتان لا يحافظ عليهما عبد مسلم " . وكذا في روايته بعد قوله : " وألف وخمسمائة في الميزان " قال : " ويكبر أربعا وثلاثين إذا أخذ مضجعه " ويحمد ثلاثا وثلاثين ويسبح ثلاثا وثلاثين " . وفي أكثر نسخ المصابيح عن : عبد الله بن عمر .

(2387) **عبدالله بن عمرو بن العاص ﷺ كان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جيڪو مسلمان ٻن خصلتن جي پابندي ڪندو اهو (لازمًا) جنت ۾ داخل ٿيندو ٻڌو! اهي ٻہ خصلتون آسان آهن پر انهن تي عمل ڪندڙ گهٽ آهن. هر نماز كان پوءِ ڏهہ ڀيرا سبحان الله ڏهہ ڀيرا الحمدلله ۽ ڏهہ ڀيرا الله اكبر چوي. (عبد الله بن عمرو) چوي ٿو تہ مون رسول الله ﷺ جن کي ڏٺو تہ پنهنجي هٿ جي آڱرين تي اهي (تسبيحات) ڳڻي رهيا هئا. فرمايائون تہ زبان ۾ اهي هڪ سؤ پنجاهہ ۽ ميزان ۾ پندرهن سؤ آهن ۽ جڏهن سمهڻ لڳي تہ سبحان الله، الله اكبر ۽ الحمد لله هڪ سؤ ڀيرا چوي زبان ۾ اهي هڪ سؤ ۽ تارازوءَ ۾ هڪ هزار آهن. توهان مان ڪير آهي**

---

1- عالج، هي هڪ جهنگل جو نالو آهي جتي واري گهڻي هوندي هئي.

جيڪو ڏينهن رات ۾ ٻه هزار پنج سؤ گناهه ڪري عرض ڪيائون ته اسان ڪيئن (وظيفي) جي پابندي نه ڪنداسين فرمايائون ته توهان مان ڪنهن وٽ نماز جي حالت ۾ شيطا اچي ٿو جيڪو ڪيس چوي ٿو ته فلاڻو ڪم ياد ڪر فلاڻو ڪم ياد ڪر تانجو فارغ ٿئي. پوءِ شايد(پڙهندڙ) ان جي پابندي نه ڪري سگهي ۽ وٽس شيطان ايندو آهي جيڪو کيس ننڊ ڪرائيندو آهي تانجو ان ذڪر کان بغير سمهي پوندو آهي.

(ان کي ترمذي ابوداؤد ۽ نسائيءَ روايت ڪيو) ابوداؤد جي روايت ۾ آهي ته:" جيڪو به مسلمان ان ٻن خصلتن جي پابندي ڪندو." ساڳي طرح سندن روايت ۾"هڪ هزار پنج سؤ" کان بعد "تارازو" آهي. پاڻ فرمايائون ته "جڏهن بستري تي سمهي ته چوٽيهه ڀيرا الله اڪبر، ٽيٽيهه ڀيرا سبحان الله چوي،ٽيٽيهه ڀيرا الحمدلله چوي. مصابيح جي اڪثر نسخن ۾ حديث (عبد الله بن عمرو جي بجاءِ) عبدالله بن عمر ﷺ جي حوالي سان آهي.

2388- وعن عبد الله بن غنام قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " من قال حين يصبح : اللهم ما أصبح بي من نعمة أو بأحد من خلقك فمنك وحدك لا شريك لك فلك الحمد ولك الشكر فقد أدى شكر يومه ومن قال مثل ذلك حين يمسي فقد أدى شكر ليلته " . رواه أبو داؤد .

(2388) عبدالله بن غنام کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته: جنهن شخص صبح جي وقت دعا ڪئي ته اي الله! مون کي يا تنهنجي مخلوق مان ڪنهن کي صبح جي وقت جيڪا به نعمت حاصل ٿي آهي اها صرف تنهنجي طرفان آهي، تنهنجو ڪو شريڪ نه آهي، سڀ ساراهه تنهنجي آهي، ۽ تنهنجو ئي شڪر آهي ته بيشڪ انهيءَ ڏينهن جو شڪر ادا ڪري ڇڏيو ۽ جنهن شام جي وقت ساڳي دعا پڙهي ته ان رات جو شڪر ادا ڪري ڇڏيو.

(ان کي ابوداؤد روايت ڪيو)

فائدو: حديث جي سند ضعيف آهي(مشڪوٰة الباني:744/2)

2389- وعن أبي هريرة عن النبي صلى الله عليه وسلم أنه كان يقول إذا أوى إلى فراشه : " اللهم رب السماوات ورب الأرض ورب كل شيء فالق الحب والنوى منزل التوراة والإنجيل والقرآن أعوذ بك من شر كل ذي شر أنت آخذ بناصيته أنت الأول فليس قبلك شيء وأنت الآخر فليس بعدك شيء وأنت الظاهر فليس فوقك شيء وأنت الباطن فليس دونك شيء اقض عني الدين وأغنني من الفقر " . رواه أبو داود والترمذي وابن ماجه ورواه مسلم مع اختلاف يسير .

(2389) ابوهريره ﷺ کان روايت آهي ته نبي ﷺ جن جڏهن پنهنجي بستري تي سمهڻ لاءِ ويندا هئا ته هيءَ دعا پڙهندا هئا: اي الله! آسمانن، زمين ۽ هر شيءِ جا رب! ۽ داڻي ۽ ڪوڪڙيءَ جا ڦٽائيندڙ، تورات، انجيل ۽ قرآن پاڪ نازل ڪندڙ،آئون هر برائيءَ واري شيءِ جي برائيءَ کان تنهنجي پناهه طلب ڪريان جنهن جي پيشانيءَ کي تون پڪڙيندڙ آهين. تون ئي اول آهين توکان اڳ ڪا شيءِ نه هئي ۽ تون آخري (باقي رهندڙ) آهين، پوءِ توکان پوءِ ڪا شيءِ نه آهي ۽ تون ظاهر آهين پوءِ توتي ڪا شيءِ غالب نه آهي ۽ تون(مخلوق کان) لڪل آهين پوءِ توکان ڪا شيءِ پردي ۾ نه آهي، منهنجو قرض دور فرماءِ مون کي فقيريءَ کان نجات ڏي.

(ان کي ابوداؤد،ترمذي،ابن ماجہ روايت ڪيو. مسلم ان حديث کي معمولي ڦير ڦار سان روايت ڪيو آهي)

2390- وعن أبي الأزهر الأنماري أن رسول الله صلى الله عليه وسلم كان إذا أخذ مضجعه من الليل قال : " بسم الله وضعت جنبي لله اللهم اغفر لي ذنبي واخسأ شيطاني وفك رهاني واجعلني في الندي الأعلى " . رواه أبو داؤد .

(2390) **ابو الازهر انماري ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن جڏهن سمهندا هئا تہ: هيءَ دعا پڙهندا ها: الله جي نالي سان مون پنهنجو پاسو الله جي رضامنديءَ لاءِ رکيو. اي الله! منهنجا گناھ بخش ۽ منهنجي شيطان کي ذليل ڪر ۽ منهنجي نفس کي ڇڏاءِ ۽ مون کي مٿانهين (درجي واري) مجلس ۾ جاءِ ڏي.**

**(ان کي ابوداؤد روايت ڪيو)**

2391- وعن ابن عمر : أن رسول الله صلى الله عليه وسلم كان إذا أخذ مضجعه من الليل قال : " الحمد لله الذي كفاني وآواني وأطعمني وسقاني والذي من علي فأفضل والذي أعطاني فأجزل الحمد لله على كل حال اللهم رب كل شيء ومليكه وإله كل شيء أعوذ بك من النار " . رواه أبو داؤد .

(2391) **ابن عمر ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن جڏهن رات جي وقت بستري تي سمهندا هئا تہ هيءَ دعا گهرندا هئا: سڀ ساراھ الله لاءِ آهي جنهن مون کي هر ايذاءُ ڏيندڙ شيءِ جي شر کان پناھ ڏني ۽ مون کي رهڻ لاءِ جاءِ ڏنائين ۽ مون کي کارايائين ۽ مون کي پيارئين ۽ مون تي گهڻو احسان ڪيائين ۽ جنهن مون کي گهرج کان وڌيڪ ڏنو. هر حالت ۾ الله جي ساراھ آهي. اي الله! هر شيءِ جا رب ۽ مالڪ! هر شيءِ جا معبود! دوزخ کان تنهنجي پناھ طلب ڪريان ٿو.**

**(ان کي ابوداؤد روايت ڪيو)**

2392- وعن بريدة قال : شكا خالد بن الوليد إلى النبي صلى الله عليه وسلم فقال يا رسول الله ما أنام من الليل من الأرق فقال نبي الله صلى الله عليه وسلم : " إذا أويت إلى فراشك فقل : اللهم رب السماوات السبع وما أظلت ورب الأرضين وما أقلت ورب الشياطين وما أضلت كن لي جارا من شر خلقك كلهم جميعا أن يفرط علي أحد منهم أو أن يبغي عز جارك وجل ثناؤك ولا إله غيرك لا إله إلا أنت " . رواه الترمذي وقال هذا حديث ليس إسناده بالقوي والحكم بن ظهير الراوي قد ترك حديثه بعض أهل الحديث.

(2392) **بريده ﷛ جي روايت آهي تہ خالد بن وليد ﷛ رسول الله ﷺ وٽ شڪايت ڪئي تہ اي الله جا رسول ﷺ! رات جو سمهڻ کان بعد مون کي ننڊ نہ ٿي اچي رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ جڏهن پنهنجي بستر تي وڃين تہ هيءَ دعا گهرندو ڪر: اي الله! ستن آسمانن ۽ جنهن تي اهي ڇانون ڪن ٿا انهن جا پالڻهار! ۽ زمين ۽ جنهن مخلوق کي ان کنيو آهي ان جا رب! ۽ شيطانن ۽ جن کي اهي گمراھ ڪن ٿا. انهن جا رب! مون کي پنهنجي سموري مخلوق جي شر کان محفوظ فرماءِ، تان تہ انهن مان ڪو مون تي زيادتي يا ظلم نہ ڪري. توکان پناھ طلب ڪندڙ غالب ٿيندو آهي ۽ تنهنجي ساراھ بلند آهي ۽ توکان سواءِ ڪو معبود نہ آهي. صرف تون ئي معبود آهين.**

(ان کي ترمذيءَ روايت ڪيو ۽ چيائين ته ان حديث جي سند قوي نه آهي حديث جي راوي حڪيم بن ظهير جي حديثن کي بعض محدثين ڇڏي ڏنو آهي.)
فائدو: سند ۾ راوي حڪيم بن ظهير ڪذاب آهي اصحابن سڳورن کي گاريون ڏيندو هو(مرعاة:45/6)

## فصل ٽيون

2393- وعن أبي مالك أن رسول الله صلى الله عليه وسلم قال : " إذا أصبح أحدكم فليقل : أصبحنا وأصبح الملك لله رب العالمين اللهم إني أسألك خير هذا اليوم فتحه ونصره ونوره وبركته وهداه وأعوذ بك من شر ما فيه ومن شر ما بعده ثم إذا أمسى فليقل مثل ذلك " . رواه أبو داؤد .

(2393) **ابومالڪ ﷛ ڪان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته: جڏهن توهان مان ڪو صبح ڪري ته هيءَ دعا پڙهي ته اسان ۽ (الله جي) سموريءَ بادشاهيءَ الله لاءِ صبح ڪئي. اي الله! بيشڪ آئون توکان ان ڏينهن جي خير و برڪت، ڪاميابي، (دشمنن تي) غلبو، روشني، برڪت ۽ هدايت تي ثابت قدم رهڻ جي توفيق گهران ٿو ۽ توکان ان شيءِ جي شر ۽ جيڪا ان کان بعد آهي ان جي شر کان پناهه وٺان ٿو. جڏهن شام ڪري ته ساڳي دعا گهري.**
**(ان کي ابوداؤد روايت ڪيو)**

2394- وعن عبد الرحمن بن أبي بكرة قال : قلت لأبي : يا أبت أسمعك تقول كل غداة : " اللهم عافني في بدني اللهم عافني في سمعي اللهم عافني في بصري لا إله إلا أنت " تكررها ثلاثا حين تصبح وثلاثا حين تمسي فقال : يا بني سمعت رسول الله صلى الله عليه وسلم يدعو بهن فأنا أحب أن أستن بسننه . رواه أبو داؤد .

(2394) **عبدالله الرحمن ابوبڪره ﷛ ڪان روايت آهي ته مون پنهنجي پيءُ کي چيو ته توهان ڪان ٻڌو آهي ته هر روز صبح شام تي ٽيرا هيءَ دعا دهرايو ٿا: اي الله! مون کي جسماني تندرستي ڏي، اي الله! مون کي ڪنن جي تندرستي ڏي، اي الله! مون کي اکين جي تندرستي ڏي، توکان سواءِ ڪو معبود نه آهي(ابوبڪره ﷛ جواب ڏنو ته اي منهنجا پٽ! مون رسول الله ﷺ جن کي انهن لفظن سان دعا گهرندي ٻڌو آهي، تنهن ڪري آئون پسند ڪريان ٿو ته رسول الله ﷺ جي سنت جي پيروي ڪريان.**
**(ان کي ابوداؤد روايت ڪيو)**([1])
**فائدو: سند ۾ راوي جعفر بن ميمون ضعيف آهي(مرعاة:46/6)**

2395- وعن عبد الله بن أبي أوفى قال : كان رسول الله صلى الله عليه وسلم إذا أصبح قال : أصبحنا وأصبح الملك لله والحمد لله والكبرياء والعظمة لله والخلق والأمر والليل والنهار وما سكن فيهما لله اللهم اجعل أول هذا النهار صلاحا وأوسطه نجاحا وآخره فلاحا يا أرحم الراحمين. ذكره النووي في كتاب الأذكار برواية ابن السني .

---

[1]- هن حديث سڳوري مان ثابت ٿئي ٿو ته دعا، نماز، لباس ۽ کاڌي پيتي جي معاملن ۾ نبي ﷺ جي سنت ڪريمه تي عمل ڪرڻو آهي.سنت امتي لاءِ نجات جو رستو آهي.

(2395) **عبد الله بن ابي اوفيٰ ﷛ كان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن جڏهن صبح ڪندا هئا تہ (هيءَ) دعا گهرندا هئا تہ: اسان ۽ سموري بادشاهيءَ الله لاءِ صبح ڪئي. سڀ ساراهہ الله لاءِ آهي، وڏائي ۽ عظمت الله لاءِ آهي، مخلوق ۽ حڪم الله لاءِ آهي، رات ڏينهن ۽ جيڪي منجهن رهي ٿو الله لاءِ آهي. اي الله! هن ڏينهن جي شروعات کي درست فرماءِ ۽ ان جي وچين حصي کي ڪامياب فرماءِ ۽ ان جي آخري حصي کي ڪامياب فرماءِ اي اها (ذات جيڪا) ارحم الراحمين آهي.**

**(ان کي نووي ڪتاب الاذڪار ۾ ابن سني جي حوالي سان آندو آهي)**

**فائدو: سند ۾ راوي ابوالورقاء ضعيف ۽ متروڪ آهي، حديث انتهائي ضعيف آهي**(مرعاة:48/6)

2396- وعن عبد الرحمن بن أبزى قال : كان رسول الله صلى الله عليه وسلم يقول إذا أصبح : " أصبحنا على فطرة الإسلام وكلمة الإخلاص وعلى دين نبينا محمد صلى الله عليه وسلم وعلى ملة أبينا إبراهيم حنيفا وما كان من المشركين " . رواه أحمد والدارمي

(2396) **عبدالرحمن بن ابزي! ﷛ كان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن جڏهن صبح ڪندا هئا تہ هيءَ دعا پڙهندا هئا: اسان دين اسلام، ڪلمہ توحيد تي، پنهنجي نبي ﷺ جي دين تي ۽ پنهنجي پيءُ ابراهيم عليہ السلام جي ملت تي صبح ڪئي جيڪو سڌيءَ واٽ تي هلڻ وارو ۽ مشرڪن مان نہ هو.**

**(ان کي احمد ۽ دارمي روايت ڪيو)**

# باب الدعوات في الاوقات

# مختلف وقتن جي مختلف دعائن جو بيان

## فصل پهريون

2397- عن ابن عباس قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " لو أن أحدكم إذا أراد أن يأتي أهله قال : بسم الله اللهم جنبنا الشيطان وجنب الشيطان ما رزقتنا فإنه إن يقدر بينهما ولد في ذلك لم يضره شيطان أبدا .

(2397) **ابن عباس رضي الله عنهما كان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: اوهان مان جڏهن ڪو ارادو ڪري تہ پنهنجي اهل وٽ اچي ۽ چوي تہ: الله جي نالي سان شروع ڪريان ٿو، اي الله! اسان کي شيطان كان بچاءِ ۽ جيڪي رزق (اولاد) اسان کي عطا فرمائين ان کي بہ شيطان كان بچاءِ پوءِ جيڪڏهن انهن ٻنهي کي اولاد ٿئي تہ ان کي شيطان ڪڏهن بہ نقصان نہ ڏيندو**([1])

**(بخاري و مسلم)**

2398- وعنه أن رسول الله صلى الله عليه وسلم كان يقول عند الكرب : لا إله إلا الله العظيم الحليم لا إله إلا الله رب العرش العظيم لا إله إلا الله رب السماوات ورب الأرض رب العرش الكريم .

[1]- هن حديث سڳوري مان معلوم ٿئي ٿو تہ عورت سان صحبت اولاد جي غرض لاءِ ڪجي. فقط پاڻي هارڻ ۽ شهوت راني جو غرض نہ هجي. هن دعا کي صحبت وقت پڙهبو تہ اولاد صالح پيدا ٿيندي.

**(2398) ابن عباس رضي عنهما کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن بيچيني جي وقت چوندا هئا ته: الله کان سواءِ ڪو معبود نه آهي، جيڪو عظيم ۽ بردبار آهي، الله کان سواءِ ڪو معبود نه آهي، جيڪو عرش عظيم جو رب آهي، الله کان سواءِ ڪو معبود نه آهي، جيڪو آسمانن جو رب ۽ عزت واري عرش جو رب آهي.**
**(بخاري و مسلم)**

2399- وعن سليمان بن صرد قال : استب رجلان عند النبي صلى الله عليه وسلم ونحن عنده جلوس وأحدهما يسب صاحبه مغضبا قد احمر وجهه فقال النبي صلى الله عليه وسلم : " إني لأعلم كلمة لو قالها لذهب عنه ما يجد أعوذ بالله من الشيطان الرجيم " . فقالوا للرجل : لا تسمع ما يقول النبي صلى الله عليه وسلم ؟ قال : إني لست بمجنون .

**(2399) سليمان بن صرد ﷺ کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن جي موجودگيءَ ۾ ٻه ڄڻا پاڻ ۾ هڪ ٻئي کي گهٽ وڌ ڳالهائڻ لڳا ۽ اسين وٽن وينا هئاسون. ان مان هڪ ٻئي کي ڪاوڙ ۾گهٽ وڌ ڳالهائڻ لڳو ۽ان جو منهن ڪاوڙسبب ڳاڙهو ٿي چڪو هو. نبي ﷺ جن فرمايوته آئون هڪ اهڙو جملو ڄاڻان ٿو، جو جيڪڏهن هيءُ شخص ان کي چوي ته هوند ان جي ڪاوڙ ختم ٿي وڃي: آئون شيطان مردود کان الله جي پناهه ٿو گهران. (صحابه ڪرام) ان شخص کي چيو ته ٻڌين نٿو ته نبي ﷺ جن ڇا ٿا فرمائين؟ ان جواب ڏنو ته آئون ته ڪو چريو ته نه آهيان[1]**
**(ان کي ترمذيءَ روايت ڪيو)**

2400- وعن أبي هريرة قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " إذا سمعتم صياح الديكة فسلوا الله من فضله فإنها رأت ملكا وإذا سمعتم نهيق الحمار فتعوذوا بالله من الشيطان الرجيم فإنه رأى شيطانا .

**(2400) ابوهريره ﷺ کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته: جڏهن توهان ڪڪڙ جي بانگ ٻڌو ته الله کان ان جو فضل گهرو، ڇاڪاڻ ته اهي[2] (ڪڪڙ) فرشتن کي ڏسن ٿا ۽ جڏهن توهان گڏهه جي هينگ ٻڌو ته الله کان تڙيل شيطان جي پناهه گهرو (ڇاڪاڻ ته) اهو شيطان کي ڏسي ٿو.**
**(ان کي بخاري ۽ مسلم روايت ڪيو)**

2401- وعن ابن عمر أن رسول الله صلى الله عليه وسلم كان إذا استوى على بعيره خارجا إلى السفر كبر ثلاثا ثم قال : ﴿... سُبۡحَٰنَ ٱلَّذِي سَخَّرَ لَنَا هَٰذَا وَمَا كُنَّا لَهُۥ مُقۡرِنِينَ ﴿١٣﴾﴾ الزخرف.. اللهم إنا نسألك في سفرنا هذا البر والتقوى ومن العمل ما ترضى اللهم هون علينا سفرنا هذا واطو لنا بعده اللهم أنت الصاحب في السفر والخليفة

---

[1]- امام نووي فرمايو آهي ته اهو ماڻهو يا ته منافق هو يا وري بيوقوف هو جنهن سمجهيو ته "اعوذ بالله من الشيطن الرجيم" چريئي تي پڙهبو آهي ۽ چري جو علاج آهي.

[2]- ڪڪڙ جي فرشتي ساڻ هنن شين ۾ مناسبت آهي:1- سخاوت،2- شجاعت،3- بيداري ۽ گڏهه جي شيطان سان هنن شين ۾ مناسبت آهي:1- حماقت (بي وقوفي)،2-گهٽو ڪائڻ.

في الأهل والمال اللهم إني أعوذ بك من وعثاء السفر وكآبة المنظر وسوء المنقلب في المال والأهل " . وإذا رجع قالهن وزاد فيهن : " آيبون تائبون عابدون لربنا حامدون " . رواه مسلم .

(2401) **ابن عمر ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن جڏهن مسافريءَ لاءِ پنهنجي اٺ تي سوار ٿيندا هئا تہ ٽي ڀيرا الله اڪبر چوندا هئا، پوءِ فرمائيندا هئا تہ: پاڪ آهي اها ذات جنهن اسان لاءِ هن سواريءَ کي تابعدار ڪيو، جڏهن تہ اسين ان کي سوگها ڪرڻ وارا نہ هئاسون ۽ بيشڪ اسين (مرڻ کان پوءِ) پنهنجي پالڻهار ڏانهن وڃڻ وارا آهيون. اي الله! توکان پنهنجي هن سفر ۾ نيڪي ۽ پرهيزگاري ۽ ان ڪم جو سوال ڪريون ٿا، جنهن کان تون راضي آهين. اي الله! اسان لاءِ اسان جي هن سفرکي آسان ڪر ۽ اسان لاءِ سفر جي دوريءَ کي قريب فرماءِ. اي الله! مسافري ۾ تون اسان جو ساٿي ۽ اهل عيال ۾ اسان جو جانشين آهين. اي الله! توکان سفر جي پريشاني ۽ خراب منظر ۽ مال ۽ اهل و عيال ۾ بڇڙي واپسي جي پناهہ گهران ٿو. جڏهن موٽندا هئا تڏهن بہ اهي ڪلمات چوندا هئا ۽ وڌيڪ هي الفاظ فرمائيندا هئا: موٽي اچڻ وارا، توبہ ڪرڻ وارا، پنهنجي رب جي پناهہ وٺڻ وارا( ۽ سندس) ساراهہ ڪرڻ وارا (آهيون)**
**(ان کي مسلم روايت ڪيو)**

2402- وعن عبد الله بن سرجس قال : كان رسول الله صلى الله عليه وسلم إذا سافر يتعوذ من وعثاء السفر وكآبة المنقلب والحور بعد الكور ودعوة المظلوم وسوء المنظر في الأهل والمال . رواه مسلم .

(2402) **عبدالله بن سرجس ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن جڏهن مسافريءَ تي ويندا هئا تہ سفر جي پريشاني، دردناڪ واپسي، فائدي کان پوءِ نقصان، مظلوم جي بد دعا ۽گهر ۽ مال ۾ خراب حالت ڏسڻ کان پناهہ گهرندا هئا.**
**(ان کي مسلم روايت ڪيو)**

2403- وعن خولة بنت حكيم قالت : سمعت رسول الله صلى الله عليه وسلم يقول : من نزل منزلا فقال : أعوذ بكلمات الله التامات من شر ما خلق لم يضره شيء حتى يرحل من منزله ذلك . رواه مسلم .

(2403) **خولہ بنت حڪيم رضي الله تعالیٰ عنها کان روايت آهي تہ مون رسول الله ﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو تہ جيڪو شخص سفر يا غير سفر ۾ ڪنهن جاءِ تي قيام ڪري ۽ هيءَ دعا گهري تہ: آئون الله جي مڪمل ڪلمات وسيلي هر ان شيءِ جي شر کان پناهہ گهران ٿو جيڪا ان خلقي آهي تہ ڪابہ شيءِ کيس نقصان نہ ڏيندي، تانجو پنهنجي ان منزل کان روانو ٿئي.**
**(ان کي مسلم روايت ڪيو)**

2404- وعن أبي هريرة قال : جاء رجل إلى رسول الله صلى الله عليه وسلم فقال : يا رسول الله ما لقيت من عقرب لدغتني البارحة قال : أما لو قلت حين أمسيت : أعوذ بكلمات الله التامات من شر ما خلق لم تضرك . رواه مسلم .

(2404) **ابوهريره ﷛ کان روايت آهي تہ هڪ شخص رسول الله ﷺ جن وٽ آيو ۽ چيائين اي الله جا رسول ﷺ! گذريل رات وڇونءَ جي ڏنگڻ سبب مون کي ڏاڍي تڪليف پهتي. پاڻ سڳورن**

**فرمايو تہ جيڪڏهن تون شام جي وقت چئين ها تہ: الله جي مڪمل ڪلمات وسيلي ان شيءِ جي برائيءَ کان پناهہ گهران ٿو جنهن کي ان پيدا ڪيو آهي تہ توکي وڇون تڪليف نہ ڏئي ها.**
**(ان کي مسلم روايت ڪيو)**

2405- وعنه أن النبي صلى الله عليه وسلم كان إذا كان في سفر وأسحر يقول : سمع سامع بحمد الله وحسن بلائه علينا وربنا صاحبنا وأفضل علينا عائذا بالله من النار. رواه مسلم

(2405) **ابو هريره ﷛ کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن جڏهن مسافريءَ ۾ هوندا هئا اسر جو وقت ٿيندو هو تہ هيءَ دعا گهرندا ها: هر ٻڌندڙ ٻڌي ٿو تہ اسين الله جي تعريف ۽ پاڻ تي سندس سهڻن احسانن(جو شڪر) ڪريون ٿا. اي اسان جا پالڻهار! اسان جي حفاظت ڪر ۽ اسان تي فضل فرماءِ اسين الله کان دوزخ جي پناهہ گهرندڙ آهيون.**
**(ان کي مسلم روايت ڪيو)**

2406- وعن ابن عمر قال : كان رسول الله صلى الله عليه وسلم إذا قفل من غزو أو حج أو عمرة يكبر على كل شرف من الأرض ثلاث تكبيرات ثم يقول : لا إله إلا الله وحده لا شريك له له الملك وله الحمد وهو على كل شيء قدير آيبون تائبون عابدون ساجدون لربنا حامدون صدق الله وعده ونصر عبده وهزم الأحزاب وحده .

(2406) **ابن عمر ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷛ جڏهن جهاد يا حج يا عمري کان موٽندا هئا تہ هر مٿانهين جاءِ تي ٽي ڀيرا الله اڪبر چوندا هئا پوءِ دعا چوندا هئا: تہ الله کان سواءِ ڪو معبود نہ آهي اڪيلو آهي ان جو ڪو شريڪ نہ آهي، ان لاءِ بادشاهت ۽ ان لاءِ تعريف آهي ۽ اهو هر شيءِ تي قادر آهي. اسين رجوع ڪندڙ، توبہ ڪندڙ، عبادت ڪندڙ، سجدو ڪندڙ، تعريف ڪندڙ آهيون. الله پنهنجو وعدو سچو ڪري ڏيکاريو. پنهنجي ٻانهي جي مدد ڪيائين۽ اڪيلي سر ڪافرن جي جماعتن کي شڪست ڏنائين.**
**(ان کي ترمذيءَ روايت ڪيو)**

2407- وعن عبد الله بن أبي أوفى قال : دعا رسول الله صلى الله عليه وسلم يوم الأحزاب على المشركين فقال : اللهم منزل الكتاب سريع الحساب اللهم اهزم الأحزاب اللهم اهزمهم وزلزلهم .

(2407) **عبدالله بن ابي اوفيٰ ﷛ کان روايت آهي تہ احزاب (جي جنگ) جي ڏينهن رسول الله ﷺ مشرڪن کي(هن طرح) بد دعا ڏني تہ: اي الله! ڪتاب نازل ڪندڙ، حساب ۾ جلدي ڪندڙ، اي الله! (ڪافرن جي) جماعت کي شڪست ڏي. اي الله! انهن کي شڪست ڏي ۽ انهن کي ڌوڏي ڇڏ!**
**(ان کي بخاري ۽ مسلم روايت ڪيو)**

2408- وعن عبد الله بن يسر قال : نزل رسول الله صلى الله عليه وسلم على أبي فقربنا إليه طعاما ووطبة فأكل منها ثم أتي بتمر فكان يأكله ويلقي النوى بين أصبعيه ويجمع السبابة والوسطى وفي رواية : فجعل يلقي النوى على

ظهر أصبعيه السبابة والوسطى ثم أتي بشراب فشربه فقال أبي وأخذ بلجام دابته : ادع الله لنا فقال : اللهم بارك لهم فيما رزقتهم واغفر لهم وارحمهم. رواه مسلم .

(2408) **عبدالله بن بسر ﷺ كان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن منهنجي پيءُ جا مهمان ٿيا. سندن سامهون کاڌو ۽ حلوو رکيو سون. پاڻ سڳورن ان مان کاڌو. پوءِ وٽن کارکون پيش ڪيون ويون. اهي کائيندا ۽ ککڙيون ٻن آڱرين جي وچ ۾ ڪٽي اڇلائي رهيا هئا ۽ ڏسٽي ۽ وچين آڱر گڏائي رهيا هئا. هڪ روايت ۾ آهي تہ ککڙين کي ڏسٽي ۽ وچين آڱر جي پوئين پاسي سان اڇلايائون. پوءِ وٽن پاڻي آندو ويو، پوءِ پيتائون. منهنجي پيءُ سندن سواريءَ جو لغام[1] پڪڙيندي عرض ڪيو اسان جي حق ۾ الله کان دعا گهرو. فرمايائون تہ: اي الله! جيڪا شيءِ کين ڏني اٿئي ان ۾ کين برڪت عطا فرماءِ ۽ انهن کي بخش ۽ انهن تي رحم ڪر!**
**(ابن کي مسلم روايت ڪيو)**

# فصل ٻيو

2409- عن طلحة بن عبيد الله أن النبي صلى الله عليه وسلم كان إذا رأى الهلال قال : اللهم أهله علينا بالأمن والإيمان والسلامة والإسلام ربي وربك الله . رواه الترمذي . وقال : هذا حديث حسن غريب .

(2409) **طلحہ بن عبيدالله ﷺ كان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن جڏهن چنڊ[2] ڏسندا هئا تہ دعا فرمائيندا هئا تہ: اي الله! اسان کي امن، ايمان، سلامتي ۽ اسلام(جي نعمت جي حالت ۾) چنڊ ڏيکار. (اي چنڊ!) منهنجو ۽ تنهنجو رب آهي.**
**(ان کي ترمذيءَ روايت ڪيو ۽ چيائين تہ هيءَ حديث حسن غريب آهي)**

2410- وعن عمر بن الخطاب وأبي هريرة قالا : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : ما من رجل رأى مبتلى فقال : الحمد لله الذي عافاني مما ابتلاك به وفضلني على كثير ممن خلق تفضيلا إلا لم يصبه ذلك البلاء كائنا ما كان . رواه الترمذي . ورواه ابن ماجه عن ابن عمر . وقال الترمذي هذا حديث غريب وعمرو بن دينار الراوي ليس بالقوي .

(2410) **عمر بن خطاب ۽ ابوهريره رضي الله عنهما كان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جيڪو شخص ڪنهن مصيبت جي ماريل کي ڏسي، پوءِ چوي تہ سڀ ساراهہ الله لاءِ آهي جنهن مون کي ان مصيبت كان عافيت بخشي جنهن ۾ توکي مبتلا ڪيو اٿس ۽ مون کي پنهنجي گهڻي مخلوق تي فضيلت بخشي اٿس تہ ان کي اها تڪليف نہ پهچندي، چاهي جيڪا بہ هجي.**
**(ان کي ترمذيءَ روايت ڪيو- ابن ماجہ اها روايت ابن عمر ﷺ جي حوالي سان بيان ڪئي آهي. ترمذيءَ چيو تہ هيءَ حديث حسن غريب آهي. عمرو بن دينار راوي قوي نہ آهي)**

[1]- هن حديث مان معلوم ٿئي ٿو تہ ڪنهن نيڪ ماڻهو جي آجيان ڪرڻ لاءِ سندس گهوڙي وغيره جو لغام يا واڳ جهلڻ سنت آهي. اهڙي طرح مهمان سان گڏجي ٻاهر دروازي تائين وڃڻ بہ سنت آهي ۽ ان نيڪ ماڻهو جي ميزبان لاءِ دعا گهرڻ بہ سنت آهي.
[2]- هي لفظ رسول الله ﷺ جن هن ڪري چيا جو ڪي ماڻهو چنڊ خواهہ سج کي وڏي وٿ سمجهي پوڄيندا آهن.

2411- وعن عمر أن رسول الله صلى الله عليه وسلم قال : من دخل السوق فقال : لا إله إلا الله وحده لا شريك له له الملك وله الحمد يحيي ويميت وهو حي لا يموت بيده الخير وهو على كل شيء قدير كتب الله له ألف ألف حسنة ومحا عنه ألف ألف سيئة ورفع له ألف ألف درجة وبنى له بيتا في الجنة . رواه الترمذي وابن ماجه وقال الترمذي : هذا حديث غريب وفي شرح السنة : من قال في سوق جامع يباع فيه " بدل " من دخل السوق .

(2411) **عمر ﷛ كان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جيڪو شخص بازار ۾ داخل ٿئي، پوءِ چوي تہ اڪيلي الله كان سواءِ ڪو معبود نہ آهي، سندس ڪو شريڪ نہ آهي، سندس لاءِ بادشاهي آهي، سندس ساراهہ آهي، جياري ٿو ۽ ماري ٿو، (پاڻ) جيئرو آهي نٿو مري، سندس هٿ ۾ ڀلائي آهي ۽ اهو هر شيءِ تي وس وارو آهي تہ الله تعالىٰ ان لاءِ ڏهہ لک نيڪيون لکي ٿو، ان جا ڏهہ لک گناهہ مٽائي ٿو، ڏهہ لک درجا بلند ڪري ٿو ۽ ان لاءِ جنت ۾ گهر(**[1]**) ناهي ٿو.**

**(ان کي ترمذي ۽ ابن ماجہ روايت ڪيو- ترمذيءَ چيو تہ هيءَ حديث غريب آهي ۽ شرح السنة ۾"جيڪو بازار ۾ داخل ٿئي" جي بجاءِ هي الفاظ آهن:" جيڪو شهر جي وڏي بازار ۾ جتي ڏيتي ليتي ٿئي ٿي چوندو."**

**فائدو**: **سند ۾ راوي عمرو بن دينار ضعيف آهي(مرعاة:72/6)**

2412- وعن معاذ بن جبل قال : سمع النبي صلى الله عليه وسلم رجلا يدعو يقول : اللهم إني أسألك تمام النعمة فقال : أي شيء تمام النعمة ؟ قال : دعوة أرجو بها خيرا فقال : إن من تمام النعمة دخول الجنة والفوز من النار. وسمع رجلا يقول : يا ذا الجلال والإكرام فقال : قد استجيب لك فسل. وسمع النبي صلى الله عليه وسلم رجلا وهو يقول : اللهم إني أسألك الصبر فقال : سألت الله البلاء فاسأله العافية . رواه الترمذي .

(2412) **معاذ بن جبل ﷛ كان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن هڪ شخص کي چوندي ٻڌو تہ اي الله! توکان مڪمل نعمت گهران ٿو. ڪيس چيائون تہ: "مڪمل نعمت" ڪهڙي شيءِ آهي؟ چيائين تہ اهڙي دعا جنهن وسيلي ڀلائي جي اميد رکان ٿو. فرمايائون تہ بيشڪ "مڪمل نعمت" جنت ۾ داخل ٿيڻ ۽ دوزخ كان ڇوٽڪارو آهي. ۽ هڪ شخص کي چوندي ٻڌائون تہ: "اي عزت ۽ بزرگيءَ وارا!" فرمايائون تہ بيشڪ تنهنجي دعا قبول ڪئي وئي. پوءِ (جيڪو گهرڻ اٿئي سو) گهري وٺ ۽ نبي ﷺ جن هڪ شخص کي چوندي ٻڌو تہ " اي الله! توکان صبر جو سوال ڪريان ٿو." فرمايائونس تہ تو الله كان مصيبت جو سوال ڪيو، ان كان عافيت جو سوال ڪر.**

**(ان کي ترمذيءَ روايت ڪيو)**

2413- وعن أبي هريرة قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : من جلس مجلسا فكثر فيه لغطه فقال قبل أن يقوم : سبحانك اللهم وبحمدك أشهد أن لا إله إلا أنت أستغفرك وأتوب إليك إلا غفر له ما كان في مجلسه ذلك . رواه الترمذي والبيهقي في الدعوات الكبير .

---

[1]- بازار غفلت ۽ شيطان جو دڪان آهي جنهن ۾ الله پاڪ کي ياد ڪرڻ ايمانداري جي نشاني ۽ وڏو ثواب آهي.

(2413) ابوهريره ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جيڪو ڪنهن مجلس ۾ ويهي جتي فضول ڳالهيون گهڻيون ٿين، پوءِ اتان اٿڻ کان اڳ چوي اي الله! تون پاڪ آهين ۽ تنهنجي ساراهہ آهي. گواهي ڏيان ٿو تہ توکان سواءِ ڪو معبود نہ آهي، توکان بخشش گهران ٿو ۽ تو وٽ توبہ تائب ٿيان ٿو تہ انهيءَ مجلس ۾ جيڪي (گناهہ ٿيا هوندا سي) ان تان معاف ڪيا ويندا. (ان کي ترمذيءَ روايت ڪيو)

(2413) وعن علي : أنه أتي بدابة ليركبها فلما وضع رجله في الركاب قال : بسم الله فلما استوى على ظهرها قال : الحمد لله ثم قال : ( سبحان الذي سخر لنا هذا وما كنا له مقرنين وإنا إلى ربنا لمنقلبون ) ثم قال : الحمد لله ثلاثا والله أكبر ثلاثا سبحانك إني ظلمت نفسي فاغفر لي فإنه لا يغفر الذنوب إلا أنت ثم ضحك فقيل : من أي شيء ضحكت يا أمير المؤمنين ؟ قال : رأيت رسول الله صلى الله عليه وسلم صنع كما صنعت ثم ضحك فقلت : من أي شيء ضحكت يا رسول الله ؟ قال : " إن ربك ليعجب من عبده إذا قال : رب اغفر لي ذنوبي يقول : يعلم أنه لا يغفر الذنوب غيري " رواه أحمد والترمذي وأبو داود

علي ﷛ جي باري ۾ روايت آهي تہ سندس لاءِ سواري آندي وئي تان تہ ان تي چڙهي پوءِ جڏهن پاڪڙي ۾ پير رکيائين تہ بسم الله چيائين. جڏهن ان جي پٺي تي سڌو ٿي وينو تہ الحمدلله چيائين. پوءِ (قرآن مجيد جي هيءَ دعا) پڙهيائين سڀ ساراهہ الله لاءِ آهي جنهن اسان لاءِ ان کي تابعدار ڪيو حالانڪ اسين ان کي سوگها ڪرڻ وارا نہ هئاسون ۽ بيشڪ اسين ان ڏانهن موٽڻ وارا آهيون. پوءِ ٽي ڀيرا الحمدلله، ٽي ڀيرا الله اڪبر چيائين (هيءَ دعا پڙهيائين) تون پاڪ آهين بيشڪ مون پاڻ تي ظلم ڪيو. پوءِ مون کي معاف فرماءِ. بيشڪ توکان سواءِ ڪو معاف نٿو ڪري، پوءِ کليو. چيو ويو تہ اي امير المؤمنين! ڪهڙي سبب جي ڪري کلي رهيا آهيو؟ چيائين تہ مون رسول الله ﷺ جن کي ائين ڪندي ڏٺو جيئن مون ڪيو پوءِ پاڻ کليا مون چيو تہ اي الله جا رسول ﷺ! ڪهڙي سبب جي ڪري اوهان کليا آهيو؟ فرمايائون تہ بيشڪ تنهنجو رب پنهنجي ٻانهي تي تعجب ڪندو آهي جڏهن اهو چوندو آهي تہ اي منهنجا رب! منهنجو گناهہ بخش. (الله تعالیٰ) فرمائيندو آهي تہ (ٻانهو) ڄاڻي ٿو تہ مون کان سواءِ ڪو گناهہ معاف نٿو ڪري (ان کي احمد ۽ ابوداؤد روايت ڪيو)

(2414) وعن ابن عمر قال : كان النبي صلى الله عليه وسلم إذا ودع رجلا أخذ بيده فلا يدعها حتى يكون الرجل هو يدع يد النبي صلى الله عليه وسلم ويقول : " أستودع الله دينك وأمانتك وآخر عملك " وفي رواية " خواتيم عملك " . رواه الترمذي وأبو داود وابن ماجه وفي روايتهما لم يذكر : " وآخر عملك "

ابن عمر رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن جڏهن ڪنهن کي الوداع چوندا هئا تہ ان کي هٿ کان وٺندا هئا ۽ ان وقت تائين ان جو هٿ نہ ڇڏيندا هئا جيستائين اهو پاڻ نبي ﷺ جو هٿ نہ ڇڏي ۽ فرمائيندا هئا تہ: آئون توکي، تنهنجي دين، تنهنجي امانت ۽ تنهنجي عمل جي عاقبت ۽ پڇاڙيءَ کي الله جي حوالي ڪريان ٿو. هڪ روايت ۾ آهي تہ: ” ۽ تنهنجن عملن جي پڇاڙين کي“

**(ان کي ترمذي، ابوداؤد ۽ ابن ماجه روايت ڪيو ۽ ٻنهي جي هڪ روايت ۾ "تنهنجي عمل جي عاقبت" جا الفاظ نه آهن)**

(2415) وعن عبد الله الخطمي قال : كان رسول الله صلى الله عليه وسلم إذا أراد أن يستودع الجيش قال : " أستودع الله دينكم وأمانتكم وخواتيم أعمالكم " . رواه أبو داود

**عبد الله خطمي ﷛ کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن جڏهن لشڪر کي الوداع چوڻ جو ارادو ڪندا هئا ته فرمائيندا هئا ته: توهان جو دين، توهان جي امانت، ۽ توهان جي عملن جو پڇاڙيون الله جي حوالي ڪريان ٿو.**

**(ان کي ابوداؤد روايت ڪيو)**

(2416) وعن أنس قال : جاء رجل إلى النبي صلى الله عليه وسلم قال : يا رسول الله إني أريد سفرا فزودني فقال : " زودك الله التقوى " . قال : زدني قال : " وغفر ذنبك " قال : زدني بأبي أنت وأمي قال : " ويسر لك الخير حيثما كنت " . رواه الترمذي وقال : هذا حديث حسن غريب

**انس ﷛ کان روايت آهي ته هڪ شخص نبي ﷺ جن وٽ آيو. انهيءَ چيو ته اي الله جا رسول ﷺ! بيشڪ سفر جو ارادو ڪيو اٿم. مون کي سامان سفر عطا فرمايو. (ڪيس) فرمايائون ته: الله توکي پرهيزگاري عطا فرمائي. انهيءَ چيو ته وڌائي(عنايت) فرمايو. فرمايائون ته " الله تنهنجا گناهه بخشي." انهيءَ چيو ته منهنجا ماءُ پيءُ اوهان تان قربان ٿين، اجا وڌائي (عنايت) فرمايو. فرمايائونس ته: جتي به هجين الله تنهنجي لاءِ ڀلائي آسان ڪري.**

**(ان کي ترمذيءَ روايت ڪيو ۽ چيائين ته هيءَ حديث حسن غريب آهي)**

(2417) وعن أبي هريرة قال : إن رجلا قال : يا رسول الله إني أريد أن أسافر فأوصني قال : " عليك بتقوى الله والتكبير على كل شرف " . قال : فلما ولى الرجل قال : " اللهم اطو له البعد وهون عليه السفر " . رواه الترمذي

**ابو هريره ﷛ کان روايت آهي ته هڪ شخ چيو ته اي الله جا رسول ﷺ! بيشڪ مون مسافريءَ جو ارادو ڪيو آهي، مون کي وصيت فرمايو. (پاڻ سڳورن) فرمايو ته پاڻ تي الله جو خوف ۽ هر مٿانهين جاءِ تي الله اڪبر چوڻ لازم ڪر(ابوهريره ﷛) چوي ٿو ته جڏهن روانو ٿيو ته ڪيس دعا ڏنائون ته اي الله! سندس سفر کي ويجهو فرماءِ ۽ ان جو سفر آسان فرماءِ.**

**(ان کي ترمذيءَ روايت ڪيو)**([1])

(2418) وعن ابن عمر قال : كان رسول الله صلى الله عليه وسلم إذا سافر فأقبل الليل قال : " يا أرض ربي وربك الله أعوذ بالله من شرك وشر ما فيك وشر ما خلق فيك وشر ما يدب عليك وأعوذ بالله من أسد وأسود ومن الحية والعقرب ومن شر ساكن البلد ومن والد وما ولد " . رواه أبو داود

**ابن عمر ﷛ کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن مسافري ۾ رات ڪندا هئا ته فرمائيندا هئا ته: اي زمين! منهنجو ۽ تنهنجو رب الله آهي. تنهنجي برائي ۽ جيڪا برائي تنهنجي اندر آهي ۽ جيڪي برائي تنهنجي اندر پيدا ڪئي وئي آهي ۽ جيڪا برائي توتي هلي ٿي، ان کان الله جي**

[1]- هن حديث مان معلوم ٿئي ٿو ته مسافر جڏهن مٿانهين مڪان تي چڙهي تڏهن ڪيس الله اڪبر چوڻ گهرجي.

پناهہ ونان ٿو.(پڻ) الله ڪان پناهہ ونان ٿو شينهن، ڪاري نانگ، وڇونءَ ۽ هن شهر (يعني علائقي) ۾ رهندڙ (جنن) ۽ والد ۽ انهن جي اولاد ڪان.
(ان ڪي ابوداؤد روايت ڪيو)

(2419) وعن أنس رضي الله عنه قال : كان رسول الله صلى الله عليه وسلم إذا غزا قال : " اللهم أنت عضدي ونصيري بك أحول وبك أصول وبك أقاتل " . رواه الترمذي وأبو داود

انس ﷺ ڪان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جڏهن جهاد لاءِ نڪرندا هئا تہ چوندا هئا تہ: اي الله! تون منهنجي قوت آهين ۽ تون منهنجو مددگار آهين، تنهنجي مدد سان دشمن جا حيلا رد ڪريان ٿو ۽ تنهنجي طاقت سان (دشمن تي) حملو ڪريان ٿو ۽ تنهنجي مدد سان وڙهان ٿو.
(ان ڪي ابوداؤد ۽ ترمذي روايت ڪيو)

(2420) وعن أبي موسى : أن النبي صلى الله عليه وسلم كان إذا خاف قوما قال : " اللهم إنا نجعلك في نحورهم ونعوذ بك من شرورهم " . رواه أحمد وأبو داود

ابو موسىٰ ﷺ ڪان روايت آهي تہ نبي ﷺ جڏهن ڪنهن قوم ڪان خطرو محسوس ڪندا هئا تہ چوندا هئا: اي الله! اي الله اسين توکي ڪافرن جي سامهون ڪريون ٿا ۽ سندن برائي ڪان تو وٽ پناهہ ونون ٿا.
(ان احمد ۽ ابوداؤد روايت ڪيو)

(2421) وعن أم سلمة رضي الله عنها أن النبي صلى الله عليه وسلم كان إذا خرج من بيته قال : " بسم الله توكلت على الله اللهم إنا نعوذ بك من أن نزل أو نضل أو نظلم أو نظلم أو نجهل أو يجهل علينا " . رواه أحمد والترمذي والنسائي وقال الترمذي : هذا حديث حسن صحيح وفي رواية أبي داود وابن ماجه قالت أم سلمة : ما خرج رسول الله صلى الله عليه وسلم من بيتي قط إلا رفع طرفه إلى السماء فقال : " اللهم إني أعوذ بك أن أضل أو أضل أو أظلم أو أظلم أو أجهل أو يجهل علي "

ام سلمہ رضي الله عنها ڪان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن جڏهن پنهنجي گهر ڪان ٻاهر ايندا هئا تہ چوندا هئا تہ: الله جو نالو وٺي (نڪتو آهيان) مون الله تي ڀروسو ڪيو. اي الله! بيشڪ اسين توکان پناهہ گهرون ٿا تہ (ڪنهن گناهہ ۾) مبتلا ٿيون. يا گمراهہ ٿيون يا ظلم ڪريون يا اسان تي ظلم ڪيو وڃي، يا جهالت ڪريون، يا اسان تي جهالت ڪئي وڃي.
(ان ڪي احمد، ترمذي ۽ نسائي روايت ڪيو.ترمذيءَ چيو تہ هيءَ حديث حسن صحيح آهي. ابوداؤد ۽ ابن ماجہ جي هڪ روايت ۾ ام سلمہ رضي الله عنها چوي ٿي تہ جڏهن رسول الله ﷺ منهنجي گهرمان نڪرندا هئا، پنهنجي نگاهہ آسمان ڏانهن کڻندا هئا پوءِ چوندا هئا تہ: اي الله! توکان پناهہ ٿو گهران تہ گمراهہ ٿي وڃان يا گمراهہ ڪيو وڃان يا ظلم ڪريان يا مون تي ظلم ڪيو وڃي يا جهالت ڪريان، يا مون تي جهالت ڪئي وڃي.)

(2422) وعن أنس قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " إذا خرج الرجل من بيته فقال : بسم الله توكلت على الله لا حول ولا قوة إلا بالله يقال له حينئذ هديت وكفيت ووقيت فيتنحى له الشيطان ويقول شيطان آخر : كيف لك برجل قد هدي وكفي ووقي " . رواه أبو داود وروى الترمذي إلى قوله : " الشيطان "

**انس ﷺ كان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايوتہ: جڏهن ڪو شخص پنهنجي گهر مان نڪري، پوءِ چوي تہ: مون الله تي توڪل ڪيو. نيڪيءَ جي سگهہ ۽ برائيءَ کان بچڻ جي طاقت صرف الله تعاليٰ جي توفيق سان آهي تہ ان وقت ڪيس چيو ويندو آهي تہ توکي هدايت ڏني وئي، تنهنجي حفاظت ڪئي وئي، تنهنجي ڪفايت ڪئي وئي، توکي بچايو ويو تہ ان وقت شيطان ان کان دور ٿي ويندو آهي. ٻيو شيطان (کيس) چوندو آهي تہ ان شخص کي تون ڪيئن گمراهہ ڪري سگهين ٿو) جنهن کي هدايت ڏني وئي، (جنهن جي) ڪفايت ڪئي وئي ۽ (جيڪو) بچايو ويو.**
**(ان کي ابوداؤد ۽ ترمذيءَ روايت ڪيو لفظ " لہ شيطان" تائين)**

(2423) وعن أبي مالك الأشعري قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " إذا ولج الرجل بيته فليقل : اللهم إني أسألك خير المولج وخير المخرج بسم الله ولجنا وعلى الله ربنا توكلنا ثم ليسلم على أهله " . رواه أبو داود

**ابومالڪ اشعري ﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله جن فرمايو تہ: جڏهن ماڻهو پنهنجي گهر ۾ داخل ٿئي تہ ڪيس چوڻ گهرجي تہ اي الله! توکان چڱي داخل ٿيڻ ۽ چڱي ٻاهر نڪرڻ جو سوال ڪريان ٿو. الله جي نالي سان داخل ٿيا سون ۽ پنهنجي رب الله تي توڪل ڪئي سون پوءِ پنهنجي گهر وارن کي سلام ڪري.**
**(ان کي ابوداؤد روايت ڪيو)**

(2424) وعن أبي هريرة أن النبي صلى الله عليه وسلم كان إذا رفأ الإنسان إذا تزوج قال : " بارك الله لك وبارك عليكما وجمع بينكما في خير " رواه أحمد والترمذي وأبو داود وابن ماجه

**ابوهريره ﷺ کان روايت آهي تہ جڏهن نبي ﷺ جن ڪنهن کي شادي ڪرڻ تي مبارڪباد ڏيندا هئا تہ فرمائيندا هئا تہ: الله توکي برڪت عطا ڪري ۽ توهان ٻنهي تي (پنهنجي) برڪت نازل فرمائي ۽ توهان ٻنهي کي خير تي گڏ ڪري**
**(ان کي احمد، ترمذي، ابوداؤد، ابن ماجہ روايت ڪيو)**

(2425) وعن عمرو بن شعيب عن أبيه عن جده عن النبي صلى الله عليه وسلم قال : " إذا تزوج أحدكم امرأة أو اشترى خادما فليقل اللهم إني أسألك خيرها وخير ما جبلتها عليه وأعوذ بك من شرها وشر ما جبلتها عليه وإذا اشترى بعيرا فليأخذ بذروة سنامه وليقل مثل ذلك " . وفي رواية في المرأة والخادم : " ثم ليأخذ بناصيتها وليدع بالبركة " . رواه أبو داود وابن ماجه

**عمرو بن شعيب ﷺ پنهنجي پيءُ کان اهو ان جي ڏاڏي کان اهو نبي ﷺ کان روايت ڪري ٿو تہ (پاڻ سڳورن) فرمايوتہ: جڏهن توهان مان ڪو شخص ڪنهن عورت سان نڪاح ڪري يا خادم خريد ڪري تہ ڪيس چوڻ گهرجي: اي الله! توکان ان جي ڀلائي ۽ ان ڀلائي ۽ برڪت جو سوال ڪريان ٿو جيڪا تو ان ۾ پيدا فرمائي آهي ۽ تنهنجي پناهہ وٺان ٿو سندس برائي کان ۽ ان برائي**

**ڪان جيڪا تو ان ۾ پيدا ڪئي آهي ۽ (ڪو شخص) جڏهن اٺ خريد ڪري ته ان جي ٿوهي جي مٿانهين حصي کي پڪڙي ۽ ساڳي طرح چوي. هڪ روايت ۾ عورت ۽ خادم جي باري ۾ آهي ته ان جي پيشاني پڪڙي ان کي برڪت جي دعا ڏي**
**(ان کي ابودؤد ۽ ابن ماجہ روايت ڪيو)**

(2426) وعن أبي بكرة قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " دعوات المكروب اللهم رحمتك أرجو فلا تكلني إلى نفسي طرفة عين وأصلح لي شأني كله لا إله إلا أنت " . رواه أبو داود

**ابوبڪره ﷛ کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايوته: پريشان حال انسان جي دعا جا ڪلمات هي آهن: اي الله! آئون تو ۾ رحمت جي اميد رکان ٿو، مون کي اک ڇنڀ جيتري دير به پنهنجي نفس جي حوالي نه ڪر ۽ منهجا سڀ حالات درست فرماءِ. توکان سواءِ ڪو به معبود نه آهي.**
**(ان کي ابوداؤد روايت ڪيو)**

((2427) وعن أبي سعيد الخدري قال : قال رجل : هموم لزمتني وديون يا رسول الله قال : " أفلا أعلمك كلاما إذا قلته أذهب الله همك وقضى عنك دينك ؟ " قال : قلت : بلي قال : " قل إذا أصبحت وإذا أمسيت : اللهم إني أعوذ بك من الهم والحزن وأعوذ بك من غلبة الدين وقهر الرجال " . قال : ففعلت ذلك فأذهب الله همي وقضى عن ديني . رواه أبو داود

**ابو سعيد خدري ﷛ کان روايت آهي ته هڪ شخص عرض ڪيو ته اي الله جا رسولﷺ! غم ۽ قرض مون کي وڪوڙي (نهوڙي) ورتو آهي. پاڻ سڳورن (ڪيس) فرمايو ته ڇا توکي دعا جا اهڙا ڪلمات نه سيکاريان جو جڏهن تون اهي چوين ته الله تعالىٰ تنهنجو غم دور فرمائي ۽ تنهنجو قرض عطا فرمائي؟ چيائين ته هائو! پاڻ سڳورن فرمايو ته جڏهن صبح ۽ شام ڪرين ته چوندو ڪر ته: اي الله! بيشڪ تنهنجي پناهہ وٺان ٿو غم ۽ رنج کان ۽ تنهنجي پناهہ وٺان ٿو عاجزي ۽ سستي کان ۽ تنهنجي پناهہ وٺان ٿو بخيلي ۽ بزدليءَ کان ۽ تنهنجي پناهہ وٺان ٿو قرض جي غلبي ۾ ماڻهن جي ڏمر کان (راوي) چوي ٿو ته مون ان (نصيحت) تي عمل ڪيو ته الله تعالىٰ منهنجو غم دور فرمائي ڇڏيو ۽ قرض[1] لاهي ڇڏيائين.**
**(ان کي ابوداؤد روايت ڪيو)**

فائدو: **حديث ضعيف آهي سند ۾ راوي غسان بن اوف بصري ضعيف آهي(مرعاة:72/6)**

(2428) وعن علي : أنه جاءه مكاتب فقال : إني عجزت عن كتابي فأعني قال : ألا أعلمك كلمات علمنيهن رسول الله صلى الله عليه وسلم لو كان عليك مثل جبل كبير دينا أداه الله عنك . قل : " اللهم اكفني بحلالك عن حرامك وأغنني بفضلك عمن سواك " . رواه الترمذي والبيهقي في الدعوات الكبير وسنذكر حديث جابر : " إذا سمعتم نباح الكلاب " في باب " تغطية الأواني " إن شاء الله تعالى

[1]- قرض جي فڪر ۽ ڳڻتي واري کي هيءَ دعا پڙهي قرض ۽ فڪر کان آزاد ٿيڻ کپي.

علي ﷺ وٽ هڪ آزادي وٺندڙ غلام آيو انهيءَ چيو تہ آزاديءَ جي مال جي ادائگيءَ کان عاجز اچي چڪو آهيان بس منهنجي(ان سلسلي ۾ ڪجھ) مدد فرمايو. چيائينس تہ ڇا توکي اهي ڪلمات نہ سيکاريان جيڪي مون کي رسول الله ﷺ جن سيکاريا آهن. جيڪڏهن توتي وڏي جبل جيترو قرض هوندو تہ الله تعالىٰ تنهنجي طرفان اهو بہ ادا ڪري ڇڏيندو. چؤ: اي منهنجا الله! مون کي پنهنجي حلال ذريعي پنهنجي حرام کان بچاءِ ۽ مون کي پنهنجي فضل وسيلي پنهنجي غير کان بي پرواھ ڪري ڇڏ.

(ان کي ترمذي ۽ الدعوات الکبير ۾ بيهقيءَ روايت ڪيو. جابر ﷺ جي حديث "اذا سمعتم نباح القلب سگهوئي باب تغطية الاواني ۾ ايندي انشاءَ الله)

## فصل الثالث

(2429) وعن عائشة قالت : إن رسول الله صلى الله عليه وسلم كان إذا جلس مجلسا أو صلى تكلم بكلمات فسألته عن الكلمات فقال : " إن تكلم بخير كان طابعا عليهن إلى يوم القيامة وإن تكلم بشر كان كفارة له : سبحانك اللهم وبحمدك لا إله إلا أنت أستغفرك وأتوب إليك " . رواه النسائي

عائشہ رضي الله عنها کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن جڏهن ڪنهن مجلس ۾ ويهندا هئا يا نماز پڙهندا هئا تہ ڪي ڪلمات پڙهندا هئا مون ڪانئن انهن ڪلمات بابت پڇيو. فرمايائون تہ جيڪڏهن چڱي ڳالھ ٻولھ ڪئي وئي آهي تہ اهي ڪلمات انهن تي قيامت تائين مهر ثابت ٿيندا، ۽ جيڪڏهن بيهوده ڳالھ ٻولھ ڪئي وئي آهي تہ اهي ڪلمات انهن جي بخشش جو سبب ٿيندا. اهي ڪلمات هي آهن: اي الله! تون پاڪ آهين تنهنجي لاءِ تعريف آهي، توکان سواءِ ڪو عبادت جي لائق نہ آهي، توکان بخشش گهران ٿو ۽ تو وٽ توبہ ڪريان ٿو.

(ان کي نسائي روايت ڪيو)

(2430) وعن قتادة : بلغه أن رسول الله صلى الله عليه وسلم كان إذا رأى الهلال قال : " هلال خير ورشد هلال خير ورشد هلال خير ورشد آمنت بالذي خلقك " ثلاث مرات ثم يقول : " الحمد لله الذي ذهب بشهر كذا وجاء بشهر كذا " . رواه أبو داود

قتاده ﷺ کان روايت آهي تہ کيس خبر پهتي آهي تہ رسول الله ﷺ جن جڏهن چنڊ ڏسندا هئا تہ ٽي ڀيرا چوندا هئا تہ:(هي چنڊ) ڀلائي ۽ برڪت وارو آهي، (هيءُ چنڊ) ڀلائي ۽ برڪت وارو آهي. مون انهيءَ (الله) تي ايمان آندو جنهن توکي پيدا ڪيو آهي. پوءِ چوندا هئا تہ: سڀ ساراھ ان الله لاءِ آهي جنهن هھڙي مهيني کي پورو ڪيو ۽ ۽ هھڙي مهيني کي آندو.

(ان کي ابوداؤد روايت ڪيو)

فائدو: حديث جا راوي ثقہ آهن البتہ حديث مرسل آهي پر ابن سني ان حديث کي موصول بيان ڪيو آهي.(مرعاة:95/6)

(2431) وعن ابن مسعود أن رسول الله صلى الله عليه وسلم قال : " من كثر همه فليقل : اللهم إني عبدك وابن عبدك وابن أمتك وفي قبضتك ناصيتي بيدك ماض في حكمك عدل في قضاؤك أسألك بكل اسم هو لك سميت

به نفسك أو أنزلته في كتابك أو علمته أحدا من خلقك أو ألهمت عبادك أو استأثرت به في مكنون الغيب عندك أن تجعل القرآن ربيع قلبي وجلاء همي وغمي ما قالها عبد قط إلا أذهب الله غمه وأبدله فرجا " . رواه رزين

**ابن مسعود ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جنهن کي ڳڻتي گهڻي هجي، اهو (هي دعا) گهري. اي الله! آئون تنهنجو ٻانهو آهيان، تنهنجي ٻانهي جو پٽ آهيان ۽ تنهنجي ٻانهيءَ جو پٽ آهيان، ۽ تنهنجي قبضي ۾ آهيان، منهنجي پيشاني تنهنجي هٿ ۾ آهي، تنهنجو فيصلو منهنجي حق ۾ ثابت آهي، تنهنجا فيصلا عدل و انصاف وارا آهن، ۽ توکان تنهنجي هر ان نالي وسيلي سوال ڪريان ٿو، جيڪو تو پنهنجي ذات جو رکيو، يا تو پنهنجي ڪتاب ۾ نازل ڪيو، يا تو پنهنجي مخلوق مان ڪنهن کي ان جي تعليم ڏني، يا ان کي تو پاڻ وٽ غيب جي خزاني ۾ مخفي رکيو آهي تہ قرآن کي منهنجي دل لاءِ باغ بهار بناءِ، منهنجي ڳڻتي ۽ منهنجي غم کي خوشي ۾ تبديل ڪر.**

**(ان کي رزين روايت ڪيو آهي)**

(2432) وعن جابر قال : كنا إذا صعدنا كبرنا وإذا نزلنا سبحنا . رواه البخاري

**جابر ﷛ کان روايت آهي تہ جڏهن اسين (سفر ۾) ڪنهن مٿانهينءَ تي چڙهندا هئاسون تہ الله اڪبرچوندا هئا سون ۽ جڏهن هيٺ لهندا هئا سون تہ سبحان الله چوندا هئا سون.**

**(ان کي بخاري روايت ڪيو)**[1]

(2433) وعن أنس أن رسول الله صلى الله عليه وسلم كان إذا كربه أمر يقول : " يا حي يا قيوم برحمتك أستغيث " .

رواه الترمذي وقال : هذا حديث غريب وليس بمحفوظ

**انس ﷛ کان رواي آهي تہ رسول الله ﷺ جن کي ڪا مصيبت غمگين ڪندي هئي تہ پاڻ سڳورا چوندا هئا تہ: اي اها ذات! جيڪا هميشہ زنده ۽ قائم آهي، تنهنجي رحمت وسيلي توکان مدد گهران ٿو.**

**(ان کي ترمذيءَ روايت ڪيو ۽ چيائين تہ هيءَ حديث غريب آهي ۽ محفوظ نہ آهي)**

**فائدو: سند ۾ راوي يزيد بن ابان رقاشي ضعيف آهي جيتوڻيڪ عبادت گذار هو. امام ترمذي ان حديث جي بابت ڪو اهڙو ذڪر نٿو ڪري تہ هيءَ حديث غريب آهي ۽ محفوظ نہ آهي، بلڪ انس ﷛ جي ان حديث جي باري ۾ هي الفاظ آهن تہ پاڻ سڳورن فرمايو " يا ذو الجلال والڪرام" جي دعائيہ ڪلمات سان پناھ طلب ڪريو(مرعاة:99/6)**

(2434) وعن أبي سعيد الخدري قال : قلنا يوم الخندق : يا رسول الله هل من شيء نقوله ؟ فقد بلغت القلوب الحناجر قال : " نعم اللهم استر عوراتنا وآمن روعاتنا " قال : فضرب الله وجوه أعدائه بالريح وهزم الله بالريح . رواه أحمد

**ابوسعي خدري ﷛ کان روايت آهي تہ جنگ خندق جي موقعي تي عرض ڪيوسون تہ اي الله جا رسول ﷺ! اسان ڪهڙي دعا ڪريون چاڪاڻ تہ (خوف سبب) دليون نڙين جي ويجهو پهچي**

---

[1]- مٿاهين هنڌ تي الله اڪبر چوڻ گهرجي ۽ هيناهين هنڌ تي سبحان الله چوڻ گهرجي.

چڪيون آهن. فرمايائون ته هائو! (دعا ڪريو ته) اي الله! تون اسان جا عيب ڍڪ ۽ اسان کي خوف کان امن ۾ رک (راوي چوي ٿو ته) پوءِ الله تعالىٰ دشمنن جا منهن ڪٽيا ۽ هوا وسيلي انهن کي شڪست ڏنائين.

(ان کي احمد روايت ڪيو) ([1])

(2435) وعن بريدة قال : كان النبي صلى الله عليه وسلم إذا دخل السوق قال : " بسم الله اللهم إني أسألك خير هذه السوق وخير ما فيها وأعوذ بك من شرها وشر ما فيها اللهم إني أعوذ بك أن أصيب فيها صفقة خاسرة " .

رواه البيهقي في الدعوات الكبير

بريده ﷛ کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن جڏهن بازار ويندا هئا ته(دعا) فرمائيندا هئا ته: الله جي نالي سان، اي الله! بيشڪ آئون توکان هن بازار جي چڱائي ۽ جيڪا شيءِ هن بازار۾آهي ان جي چڱائي جو سوال ڪريان ٿو ۽ تو وٽ هن بازار جي برائي ۽ هن بازار ۾ جيڪي ڪجھ آهن ان جي برائي کان پناھ گهران ٿو. اي الله! بيشڪ آئون تنهنجي پناھ گهران ٿو ته هتي سودي ۾ نقصان نه ڏسان.

(ان کي بيهقيءَ الدعوات الڪبير ۾ روايت ڪيو)

فائدو: ان حديث کي علامہ هيثمي بحوالہ طبراني بيان ڪيو آهي، طبراني جي سند ۾ راوي محمد بن ابان جعفي ضعيف آهي.(مرعاة:102/6)

[1]- هجرت کان پوءِ چوٿين سال بنونظير جا يهودي مديني مان ڪڍيا ويا، جن ڪجھ قبيلن جا ماڻهو ڪنا ڪيا جن ۾ خاص هي هئا:1- قريش،2- فزاره،3- غطفان،4- بني قريظ. هنن سڀني قبيلن مديني تي چڙهائي ڪئي. مسلمانن مديني جي چئني طرفن کان کاهي کوٽي. ڪافرن جون فوجون پري پري کان هڪ مهيني تائين اينديون رهيون. مسلمانن کي ايڏو وڏو لشڪر ڏسي ڊپ ۽ ارمان زياده ٿيڻ لڳو. نيٺ الله پاڪ اهڙي سخت هوا ڪافرن تي موڪلي جو سندن باهيون اجهامي ويون، تنبو ڪري پيا، گهوڙا ڇڙ ٿي وين، بک لاچار ڪيو، لشڪر سڀ ڇڙوڇڙ ٿي ڀڄي ويو. هن جنگ کي جنگ احزاب ۽ جنگ خندق چيو وڃي ٿو. هن جنگ جو بيان سوره احزاب ۾ تفصيل سان ڏنل آهي.

## باب الاستعاذة
## پناهہ پنڻ جون دعائون

### فصل پهريون

(2436) عن أبي هريرة قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم " تعوذوا بالله من جهد البلاء ودرك الشقاء وسوء القضاء وشماتة الأعداء "

**ابوهريره ﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايوتہ: الله کان سخت مصيبت، بدنصيبي، بري تقدير ۽ دشمن جي کلڻ کان پناهہ وٺو.**
**(ان کي ترمذيءَ روايت ڪيو)**

(2437) وعن أنس قال كان النبي صلى الله عليه وسلم يقول : " اللهم إني أعوذ بك من الهم والحزن والعجز والكسل والجبن والبخل وضلع الدين وغلبة الرجال "

**انس ﷺ کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن چوندا هئا تہ: اي الله! توکان ڳڻتي، غمر، عاجزي، سستي، بزدلي، بخيلي، قرض جي غلبي ۽ ماڻهن جي دٻاءَ ۾ اچڻ کان پناهہ گهران ٿو.**
**(ان کي بخاري و مسلم روايت ڪيو)**

(2438) وعن عائشة قالت : كان النبي صلى الله عليه وسلم يقول : " اللهم إني أعوذ بك من الكسل والهرم والمغرم والمأثم اللهم إني أعوذ بك من عذاب النار وفتنة النار وفتنة القبر وعذاب القبر ومن شر فتنة الغنى ومن شر فتنة الفقر ومن شر فتنة المسيح الدجال اللهم اغسل خطاياي بماء الثلج والبرد ونق قلبي كما ينقى الثوب الأبيض من الدنس وباعد بيني وبين خطاياي كما باعدت بين المشرق والمغرب "

**عائشہ رضي الله عنها کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن چوندا هئا تہ: اي الله! توکان سستي، پوڙهائپ،قرض ۽ گناهہ کان پناهہ گهران ٿو. اي الله! توکان دوزخ جي عذاب دوزخ جي فتني، قبر جي فتني، عذاب قبر، دولت جي فتني جي برائي، فقيري جي فتني[1] جي برائي ۽ مسيح دجال جي فتني جي برائي کان پناهہ گهران ٿو. اي الله! منهنجا گناهہ برف ۽ ڳڙن جي پاڻيءَ سان ڌوءُ ۽ منهنجي دل کي اهڙي طرح صاف ڪر جيئن اڇو ڪپڙو مير مٽيءَ کان پاڪ صاف هوندو آهي. منهنجي ۽ منهنجي گناهن جي درميان ايتري دوري وجهہ جيتري دوري اڀرندي ۽ الهندي جي درميان ڪئي اٿئي.**
**(ان کي بخاري و مسلم روايت ڪيو)**

(2439) وعن زيد بن أرقم قال : كان رسول الله صلى الله عليه وسلم يقول : " اللهم إني أعوذ بك من العجز والكسل والجبن والبخل والهرم وعذاب القبر اللهم آت نفسي تقواها وزكها أنت خير من زكاها أنت وليها

[1]- مالدارن جي مال تي حسد ڪرڻ، انهن جي مال ۾ طمع ڪرڻ، پنهنجي قسمت تي راضي نہ رهڻ، مال جي ڪسب ۾ حرام ڪمر اختيار ڪرڻ، اها مسڪينيءَ جو فتنو آهي ۽ شاهوڪاريءَ جا فتنا هي آهن:1- الله پاڪ جي يادگيري کان غفلت،2- غرور ۽ تڪبر،3- بخل.

ومولاها اللهم إني أعوذ بك من علم لا ينفع ومن قلب لا يخشع ومن نفس لا تشبع ومن دعوة لا يستجاب لها " .

رواه مسلم

**زيد بن ارقم ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن (دعا) فرمائيندا هئا تہ: اي الله! بيشڪ توکان عاجزي، سستي،بزدلي، بخيلي، پوڙهائپ ۽ عذاب قبر کان پناهہ گهران ٿو. اي الله! منهنجي نفس کي (براين کان) بچاءِ ۽ ان کي (گناههن کان) پاڪ فرماءِ، تون ئي نفس کي بهترين پاڪ ڪندڙ آهين. تون ان جو مولا ۽ ان جو مالڪ آهين اي الله! بيشڪ آئون توکان پناهہ گهران ٿو: ان علم کان جيڪو فائدو[1] نہ ڏي ۽ ان دل کان جنهن ۾ الله جو خوف نہ هجي ۽ ان نفس کان جنهن ۾ ڪنائت نہ هجي ۽ ان کان جنهن کي قبوليت حاصل نہ ٿئي.**

**(ان کي مسلم روايت ڪيو)**

(2440) وعن عبد بن عمر قال : كان من دعاء رسول الله صلى الله عليه سوسلم : " اللهم إني أعوذ بك من زوال نعمتك وتحول عافيتك وفجاءة نقمتك وجميع سخطك " . رواه مسلم

**عبدالله بن عمر ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن (دعا) فرمائيندا هئا تہ: اي الله! توکان تنهنجي نعمت جي زوال ۽ عافيت جي مٽجڻ ۽ تنهنجي اچانڪ ناراض ٿيڻ ۽ تنهنجي هر قسم جي ناراضگيءَ کان پناهہ گهران ٿو.**

**(ان کي مسلم روايت ڪيو)**

(2441) وعن عائشة قالت : كان رسول الله صلى الله عليه وسلم يقول : " اللهم إني أعوذ بك من شر ما عملت ومن شر ما لم أعمل " . رواه مسلم

**عائشہ رضي الله عنها کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن (دعا ۾) فرمائيندا هئا تہ: اي الله! تنهنجي پناهہ گهران ٿو(ان برائيءَ کان جيڪا مون ڪئي آهي ۽ ان برائيءَ کان جيڪا مون نہ ڪئي آهي)**

**(ان کي مسلم روايت ڪيو)**

(2442) وعن ابن عباس أن رسول الله صلى الله عليه وسلم كان يقول : " اللهم لك أسلمت وبك آمنت وعليك توكلت وإليك أنبت وبك خاصمت اللهم إني أعوذ بعزتك لا إله إلا أنت أن تضلني أنت الحي الذي لا يموت والجن والإنس يموتون "

**ابن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن (دعا ۾) چوندا هئا تہ: اي الله! تنهنجو تابعدار ٿيم، توتي ايمان آندم، توتي ڀروسو ڪيم ۽ تنهنجي مدد سان جهڳڙو ڪيم. اي الله! توکان تنهنجي عزت جي وسيلي پناهہ گهران ٿو جو توکان سواءِ ڪو عبادت جي لائق نہ آهي، تہ مون کي گمراهہ ڪرين. تون (هميشہ) جيئرو آهين ۽ جنهن کي موت نہ ايندو ۽ جن ۽ انسان مرن ٿا.**

**(ان کي بخاري و مسلم روايت ڪيو)**

[1]- مثلاً: يوناني فلسفو.

**فصل ٻيو**

(2443) عن أبي هريرة قال : كان رسول الله صلى الله عليه وسلم يقول : " اللهم إني أعوذ بك من الأربع : من علم لا ينفع ومن قلب لا يخشع ومن نفس لا تشبع ومن دعاء لا يسمع " . رواه أحمد وأبو داود وابن ماجه

**ابور هريره ؓ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن (دعا) ڪندا هئا: اي الله! توکان چئن شين کان پناهہ گهران ٿو:1- ان علم(1) کان جيڪو فائدو نہ ڏئي،2- ان دل کان جنهن ۾ الله جو خوف نہ هجي،3- ان نفس کان جنهن ۾ ڪنائت نہ هجي،4- ان دعا کان جيڪا قبول نہ ٿئي.**
**(ان کي احمد، ابوداؤد ۽ ابن ماجہ روايت ڪيو. ترمذيءَ**

(2444) ورواه الترمذي عن عبد الله بن عمرو . والنسائي عنهما

**اها حديث عبدالله بن عمرو ؓ کان ۽ نسائي ٻنهي کان روايت ڪئي آهي)**

(2445) وعن عمر قال : كان رسول الله صلى الله عليه وسلم يتعوذ من خمس : من الجبن والبخل وسوء العمر وفتنة الصدر وعذاب القبر . رواه أبو داود والنسائي

**عمر ؓ کان روايت آهي تہ: رسول الله ﷺ جن پنجن شين کان پناهہ طلب ڪندا هئا:1- بزدلي،2بخيلي،3- پوڙهائپ،4- دل جي وسووسن(2)،5- عذاب قبر کان.**
**(ان کي ابوداؤد ۽ نسائي روايت ڪيو)**

(2446) وعن أبي هريرة أن رسول الله صلى الله عليه وسلم كان يقول : " اللهم إني أعوذ بك من الفقر والقلة والذلة وأعوذ من أن أظلم أو أظلم " رواه أبو داود والنسائي

**ابوهريره ؓ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن (دعا) فرمائيندا هئا تہ: اي الله! توکان محتاجي، (مال جي) گهٽتائي ۽ ذلت کان پناهہ گهران ٿو ۽ توکان پناهہ وٺان ٿو تہ آئون ظلم ڪريان يا مون تي ظلم ڪيو وڃي.**
**(ان کي ابوداؤد ۽ نسائي روايت ڪيو)**

(2447) وعنه أن رسول الله صلى الله عليه وسلم كان يقول : " اللهم إني أعوذ بك من الشقاق والنفاق وسوء الأخلاق " . رواه أبو داود والنسائي

**ابوهريره ؓ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن (دعا) فرمائيندا هئا تہ: اي الله! بيشڪ آئون توکان بدبختي، منافقي ۽ بڇڙين عادتن کان پناهہ گهران ٿو.**
**(ان کي ابوداؤد ۽ نسائي روايت ڪيو)**

(2448) وعنه أن رسول الله صلى الله عليه وسلم كان يقول : " اللهم إني أعوذ بك من الجوع فإنه بئس الضجيع وأعوذ بك من الخيانة فإنها بئست البطانة " . رواه أبو داود والنسائي وابن ماجه

---

1- اهو علم جنهن ۾ دين ۽ دنيا جو فائدو نہ هجي.
2- برا اخلاق ۽ برا عقائد سيني جو فتنو آهي.

**ابوهريره ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن (دعا) فرمائيندا هئا تہ: اي الله! بيشڪ آئون تنهنجي پناهہ وٺان ٿو بک کان، ڇاڪاڻ تہ اها ڏاڍي خراب ساٿي آهي ۽ تنهنجي پناهہ گهران ٿو خيانت ڪاري، ڇاڪاڻ تہ بيشڪ اها خراب خصلت آهي.**

**(ان کي ترمذيءَ روايت ڪيو)**

(2449) وعن أنس أن رسول الله صلى الله عليه وسلم كان يقول : " اللهم إني أعوذ بك من البرص والجذام والجنون ومن سيئ الأسقام " . رواه أبو داود والنسائي

**انس ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن (دعا) فرمائيندا هئا تہ: اي الله! بيشڪ آئون توکان جزام،ڪوڙ،ديوانگي ۽ بڇڙين بيمارين کان پناهہ گهران ٿو.**

**(ان کي ابوداؤد ۽ نسائي روايت ڪيو)**

(2450) وعن قطبة بن مالك قال : كان النبي صلى الله عليه وسلم يقول : " اللهم إني أعوذ بك من منكرات الأخلاق والأعمال والأهواء " . رواه الترمذي

**قطبہ بن مالڪ ﷛ کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن (دعا) فرمائيندا هئا تہ: اي الله! بيشڪ آئون تنهنجي پناهہ وٺان ٿو خراب اخلاقن، برن اعمالن ۽(ناجائز) خواهشن کان.**

**(ان کي ترمذي روايت ڪيو)**

(2451) وعن شتير بن شكل بن حميد عن أبيه قال : قلت : يا نبي الله علمني تعويذا أتعوذ به قال : " قل اللهم إني أعوذ بك من شر سمعي ومن شر بصري وشر لساني وشر قلبي وشر منيي " . رواه أبو داود والترمذي والنسائي

**شتير بن شڪل بن حميد ﷛ پنهنجي پيءُ کان روايت ڪري ٿو تہ ان چيو تہ اي الله جا نبي! مونکي اهڙا ڪلمات سيکاريو، جن ذريعي آئون الله کان پناهہ طلب ڪريان. پاڻ سڳورن فرمايو تہ چؤ تہ اي الله! تنهنجي پناهہ گهران ٿو پنهنجي ڪنن جي برائي کان، پنهنجي اکين جي برائي کان، پنهنجي زبان جي برائي کان، پنهنجي دل جي برائي کان، پنهنجي مني جي برائي کان.**

**(ان کي ابوداؤد ترمذي ۽ نسائي روايت ڪيو)**

(2452) وعن أبي اليسر أن رسول الله صلى الله عليه وسلم كان يدعو : " اللهم إني أعوذ بك من الهدم وأعوذ بك من التردي ومن الغرق والحرق والهرم وأعوذ بك من أن يتخبطني الشيطان عند الموت وأعوذ بك من أن أموت في سبيلك مدبرا وأعوذ بك من أن أموت لديغا " رواه أبو داود والنسائي وزاد في رواية أخرى " الغم "

**ابو اليسر ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن (دعا) فرمائيندا هئا تہ: اي الله! بيشڪ آئون تنهنجي پناهہ گهران ٿو(مٿان) جاءِ جي ڪرڻ کان ۽ تنهنجي پناهہ گهران ٿو(بلندي) تان ڪرڻ کان، (پاڻيءَ ۾) ٻڏڻ کان، باهہ ۾ سڙڻ، پوڙهائپ کان ۽ تنهنجي پناهہ وٺان ٿو تہ شيطان مون کي مرڻ وقت گمراهہ ڪري ۽ تنهنجي پناهہ گهران ٿو(هن کان) تہ تنهنجي واٽ ۾ (جهاد کان) پٺي ڏئي ڀڄان ۽ تنهنجي پناهہ وٺان ٿو تہ ڪنهن زهريلي جانور جي ڏنگ سبب مران.**

**( ان کي ابوداؤ ۽ نسائي روايت ڪيو)**

(2453) وعن معاذ عن النبي صلى الله عليه وسلم قال : " أستعيذ بالله من طمع يهدي إلى طبع ) رواه أحمد والبيهقي في الدعوات الكبير

**معاذ ﷛ کان روايت آهي ته پاڻ سڳورن فرمايو ته الله جي پناهه گهرو حرص کان جنهن جي ڪري (دل تي) مهر لڳي ٿي.**
**(ان کي احمد ۽ بيهقيءَ الدعوات الڪبير ۾ روايت ڪيو)**
**فائدو: سند ۾ راوي عبدالله بن عامر ضعيف آهي.(مرعاة:125/6)**

(2454) وعن عائشة أن النبي صلى الله عليه وسلم نظر إلى القمر فقال : " يا عائشة استعيذي بالله من شر هذا فإن هذا هو الغاسق إذا وقب " . رواه الترمذي

**عائشه رضي الله عنها کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن چنڊ ڏانهن نهاريو ۽ فرمايائون ته اي عائشه! الله جي پناهه گهران (چنڊ) برائيءَ کان، ڇاڪاڻ ته اها ئي اونداهي آهي جيڪا ڇانئجي ويندي آهي (يعني جنهن جو ذڪر سوره الفلق ۾ آهي)**
**(ان کي ترمذيءَ روايت ڪيو)**

(2455) وعن عمران بن حصين قال : قال النبي صلى الله عليه وسلم لأبي : " يا حصين كم تعبد اليوم إلها ؟ " قال أبي : سبعة : ستا في الأرض وواحدا في السماء قال : " فأيهم تعد لرغبتك ورهبتك ؟ " قال : الذي في السماء قال : " يا حصين أما إنك لو أسلمت علمتك كلمتين تنفعانك " قال : فلما أسلم حصين قال : يا رسول الله علمني الكلمتين اللتين وعدتني فقال : " قل اللهم ألهمني رشدي وأعذني من شر نفسي " . رواه الترمذي

**عمران بن حصين ﷛ کان روايت آهي ته نبي ﷺ جن منهنجي پيءُ کان پڇيو ته اي حصين! اڄ ڪيترن خدائن جي عبادت ڪئي اٿئي؟ منهنجي پيءُ جواب ڏنو ته ستن جي، ڇهه زمين تي ۽ هڪ آسمان ۾ آهي. پاڻ سڳورن پڇيو ته انهن مان ڪنهن کي پنهنجي اميد ۽ خوف لاءِ خاص ڪندو آهين؟ (منهنجي پيءُ) چيو ته ان کي جيڪو آسمان ۾ آهي. پاڻ سڳورن فرمايو ته: اي حصين! پر جيڪڏهن اسلام آڻيندي ته توکي ٻه ڪلمات ٻڌائيندس جيڪي توکي ٻنهي جهانن ۾ فائدو پهچائيندين(راوي چوي ٿو ته جڏهن حصين اسلام قبول ڪيو ته عرض ڪيائين ته اي الله جا رسول! مون کي اهي ٻئي ڪلما سيکاريو، جن جو اوهان مون سان واعدو ڪيو هو پاڻ سڳورن فرمايو ته چؤ: اي الله! مون کي ( هميشه) رهنمائي عطا ڪر ۽ مون کي منهنجي نفس جي برائي کان محفوظ فرماءِ.**
**(ان کي ترمذي روايت ڪيو)**

(2456) وعن عمرو بن شعيب عن أبيه عن جده أن رسول الله صلى الله عليه وسلم قال : " إذا فزع أحدكم في النوم فليقل : أعوذ بكلمات الله التامات من غضبه وعقابه وشر عباده ومن همزات الشياطين وأن يحضرون فإنها لن تضره " وكان عبد الله بن عمرو يعلمها من بلغ من ولده ومن لم يبلغ منهم كتبها في صك ثم علقها في عنقه " . رواه أبو داود والترمذي وهذا لفظه

عمرو بن شعيب ﷺ پنهنجي پيءُ کان اهو پنهنجي ڏاڏي کان روايت ڪري ٿو تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: توهان مان ڪو شخص جڏهن ننڊ ۾ ڊڄي تہ ڪيس چوڻ گهرجي تہ الله جي مڪمل ڪلمات وسيلي الله جي ناراضگي، ان جي عذاب، سندس ٻانهن جي برائي، شيطان جي برائي ۽ ان کان پناهہ وٺان ٿو تہ (شيطان) منهنجي ويجهو اچن تہ پوءِ اهو ان کي تڪليف نہ پهچائيندو ۽ عبدالله بن عمرو رضي الله عنهما پنهنجي اولاد کي جڏهن بالغ ٿيندا هئا، اهي ڪلمات سيکاريندو هو ۽ جيڪي ننڍا هوندا هئا تہ انهن کي اهي ڪلمات ڪاغذ تي لکي ڳچيءَ ۾ ٻڌي ڇڏيندو هو.

(ان کي ابوداؤد ۽ ترمذيءَ روايت ڪيو ۽ الفاظ ترمذيءَ جا آهن) ([1])

فائدو: سند ۾ محمد بن اسحاق راوي مدلس آهي ۽ اهو عن سان بيان ٿو ڪري. پڻ حديث معضل آهي(الڪلم الطيب تحقيق علامہ الباني/44) وري اهو عبدالله بن عمرو صحابي جو فعل آهي، ڪا مرفوع حديث نہ آهي. ان ڪري ان مان تعويذ ٻڌڻ جي جواز تي دليل وٺي نٿو سگهجي. بعض علماء جواز جا قائل آهن، بشرطيڪ قرآني آيتون ۽ مسنون دعائون هجن، پر احتياط ان ۾ آهي تہ بالغ ٻار جي ڳچيءَ ۾ نہ ٻڌجي جڏهن تہ تعويذن جو ڪاروبار ڪنهن بہ صورت ۾ جائز نہ آهي.(و الله اعلم)

(2457) وعن أنس قال قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " من سأل الله الجنة ثلاث مرات قالت الجنة : اللهم أدخله الجنة ومن استجار من النار ثلاث مرات قالت النار : اللهم أجره من النار " رواه الترمذي والنسائي

انس ﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جيڪو شخص الله تعالیٰ کان ٽي ڀيرا جنت جو سوال ڪندو آهي تہ جنت چوندي آهي تہ اي الله! ان کي جنت ۾ داخل ڪر ! ۽ جيڪو شخص الله تعالیٰ جي ٽي ڀيرا دوزخ کان پناهہ وٺندو آهي، دوزخ چوندو آهي تہ اي الله! ان کي باهہ کان بچاءِ.

(ان کي ترمذي ۽ نسائي روايت ڪيو)

## فصل ٽيون

(2458) عن القعقاع : أن كعب الأحبار قال : لولا كلمات أقولهن لجعلتني يهود حمارا فقيل له : ما هن ؟ قال : أعوذ بوجه الله العظيم الذي ليس شيء أعظم منه وبكلمات الله التامات التي لا يجاوزهن بر ولا فاجر وبأسماء الله الحسنى ما علمت منها وما لم أعلم من شر ما خلق وذرأ وبرأ . رواه مالك

قعقاع بن حڪيم ﷫ کان روايت آهي تہ ڪعب بن احبار چيو تہ: جيڪڏهن دعا جا ڪلمات هي ڪلمات نہ هجن جيڪي آئون چوان ٿو تہ هوند مون کي يهودي گڏهہ بنائي ڇڏين ها. ان کان پڇيو ويو تہ اهي ڪهڙا ڪلمات آهن؟ چيائين تہ (هيءَ دعا آهي): عظيم الله جي ذات وسيلي جنهن کان وڌيڪ عظمت واري ڪاشيءِ نہ آهي ۽ الله جي انهن ڪلمات وسيلي جن کان چڱا ڇاهي برا (ماڻهو) تجاوز نٿا ڪري سگهن ۽ سندس انهن سهڻن نالن وسيلي جن کي آئون ڄاڻان ٿو ۽ جن

[1]- شيخ عبدالحق لمعات ۾ هن حديث مان تعويذ جي جواز لاءِ دليل ورتو آهي. جيڪڏهن قرآن يا حديث جا لفظ هجن تہ بيشڪ چڱي ڳالهہ آهي. جن حديثن ۾ تعويذ جي منع آئي آهي سي اهي آهن جن ۾ شرڪ جا لفظ هجن.

ڪي آئون نٿو ڄاڻان هر شيءِ جي برائي کان پناهہ وٺان ٿو، جنهن کي ان پيدا ڪيو، پکيڙيو ۽ جوڙيو.
(ان کي مالڪ روايت ڪيو)
(2459) وعن مسلم بن أبي بكرة قال : كان أبي يقول في دبر الصلاة : اللهم إن أعوذ بك من الكفر والفقر وعذاب القبر فكنت أقولهن فقال : أي بني عمن أخذت هذا ؟ قلت : عنك قال : إن رسول الله صلى الله عليه وسلم كان يقولهن في دبر الصلاة . رواه النسائي والترمذي إلا أنه لم يذكر في دبر الصلاة وروى أحمد لفظ الحديث وعنده : في دبر كل صلاة
مسلم بن ابوبڪره ﷺ کان روايت ڪري ٿو تہ منهنجو پيءُ فرض نماز کان پوءِ (هيءَ) دعا پڙهندو هو: اي الله! آئون توکان ڪفر، مسڪيني ۽ عذاب قبر کان پناهہ گهران ٿو. تڏهن آئون بہ اهي پڙهندو هيس. منهنجي پيءُ چيو تہ اي پٽڙا! اهي ڪلمات تو ڪنهن کان سکيا آهن؟ مون چيو تہ توهان کان. چيائين تہ رسول ﷺ جن فرض نماز کان پوءِ اهي ڪلمات پڙهندا هئا.
(ان کي ترمذي ۽ نسائي روايت ڪيو. مگر ترمذيءَ "فرض نماز کان پوءِ" جا الفاظ ذڪر نہ ڪيا ۽ احمد حديث جا اهي الفاظ ذڪر ڪيا آهن ۽ ان ۾ "فرض نماز کان پوءِ" جو ذڪر آهي.)
(2460) وعن أبي سعيد قال : سمعت رسول الله صلى الله عليه وسلم يقول : " أعوذ بالله من الكفر والدين " فقال رجل : يا رسول الله أتعدل الكفر بالدين ؟ قال : " نعم " . وفي رواية " اللهم إني أعوذ بك من الكفر والفقر " . قال رجل : ويعدلان ؟ قال : " نعم " . رواه النسائي
ابوسعيد خدري ﷺ کان روايت آهي تہ مون رسول الله ﷺ جن کي چوندي ٻڌو تہ الله کان ڪفر ۽ قرض جي پناهہ گهران ٿو. هڪ شخص چيو تہ اي الله جا رسول ﷺ! ڇا ڪفر کي قرض جي برابر سمجهو ٿا؟ چيائون تہ هائو! ۽ هڪ روايت ۾ آهي تہ: اي الله! آئون تنهنجي پناهہ وٺان ٿو ڪفر ۽ مسڪينيءَ کان. هڪ شخص چيو تہ ڇا اهي ٻئي برابر آهن؟ فرمايائون تہ هائو!
(ان کي نسائي روايت ڪيو)
فائدو: سند ۾ راوي دراج الهيثم ضعيف آهي(مرعاة:135/6)

## باب جامع الدعاءِ
## جامع دعائن جو بيان
## فصل پهريون

(2461) عن أبي موسى الأشعري عن النبي صلى الله عليه وسلم : أنه كان يدعو بهذا الدعاء : " اللهم اغفر لي خطيئتي وجهلي وإسرافي في أمري وما أنت أعلم به مني اللهم اغفر لي جدي وهزلي وخطئي وعمدي وكل ذلك عندي اللهم اغفر لي ما قدمت وما أخرت وما أسررت وما أعلنت وما أنت به أعلم به مني أنت المقدم وأنت المؤخر وأنت على كل شيء قدير "

**ابوموسٰي اشعري ﷛ نبي ﷺ کان روايت ڪري ٿو تہ پاڻ سڳورا هيءَ دعا گهرندا هئا: اي الله! بخش ڪر مون کي منهنجا گناهہ، منهنجي جهالت ۽ پنهنجي ڪم ۾ منهنجو ظلم زيادتي، ۽ (پڻ اهي گناهہ) جن کي تون مون کان وڌيڪ[1] ڄاڻين ٿو. اي الله! بخش ڪر مون کي ارادي سان ۽ بغير ارادي جي، ڄاڻي واڻي ۽ مذاق ۾ ڪيل منهنجا گناهہ. اي الله! بخش مون کي منهنجا اڳيان گناهہ ۽ منهنجا پويان، ۽ منهنجا ڳجها ۽ منهنجا ظاهري(گناهہ) ۽ تون ئي اڳتي ڪندڙ ۽ تون ئي پوئتي ڪندڙ آهين ۽ تون ئي هر شيءِ تي قادر آهين.**
**(ان کي بخاري ۽ مسلم روايت ڪيو)**

(2462) وعن أبي هريرة قال : كان رسول الله صلى الله عليه وسلم يقول : " اللهم أصلح لي ديني الذي هو عصمة أمري وأصلح لي دنياي التي فيها معاشي وأصلح لي آخرتي التي فيها معادي واجعل الحياة زيادة لي في كل خير واجعل الموت راحة لي من كل شر " . رواه مسلم

**ابوهريره ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن (دعا) فرمائيندا هئا تہ: اي الله! منهنجي دين کي سلامت رک! جنهن ۾ منهنجي معاملي جو استحڪام آهي ۽ مون لاءِ منهنجي دنيا جي اصلاح فرماءِ جنهن سان منهنجي حياتي وابستہ آهي ۽ منهنجي آخرت جي اصلاح فرماءِ، جنهن ڏانهن مون کي موٽڻو آهي ۽ منهنجي زندگيءَ کي هر نيڪيءَ ۾ واڌاري جو سبب بڻاءِ ۽ موت کي منهنجي لاءِ هر برائي کان آرام جو سبب بڻاءِ.**
**(ان مسلم روايت ڪيو)**

(2463) وعن عبد الله بن مسعود عن النبي صلى الله عليه وسلم أنه كان يقول : " اللهم إني أسألك الهدى والتقى والعفاف والغنى " . رواه مسلم

**عبدالله بن مسعود ﷛ نبي ﷺ جن کان روايت ڪري ٿو تہ: پاڻ سڳورا(دعا) فرمائيندا هئا تہ: اي الله! آئون توکان هدايت، پرهيزگاري، گناهن کان بچڻ ۽ شاهوڪاري (بي نيازي) جو سوال ڪريان ٿو.**
**(ان کي مسلم روايت ڪيو)**

---
[1]- رسول الله ﷺ جن گناهن کان معصوم هئا. اهڙين دعائن گهرڻ ۾ سندن مقصد امت کي تعليم آهي يا تہ ڪنهن چڱي ڪم ڇڏڻ کي گناهہ سمجهندا هئا، انهيءَ ڪري اهي دعائون گهريون اٿن. جيترو ماڻهو الله پاڪ کي ويجهو هوندو اوترو وڌيڪ خوف وارو هوندو آهي.

(2464) وعن علي رضي الله عنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " قل اللهم اهدني وسددني واذكر بالهدى هدايتك الطريق وبالسداد سداد السهم " . رواه مسلم

**علي ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن مون کي فرمايو تہ چؤ تہ: اي الله! مون کي هدايت ڏي ۽ مون کي سڌي واٽ تي هلاءِ ۽ هدايت مان مراد هيءَ هجي تہ سڌي واٽ وٺاءِ ۽ سڌي رستي مان مراد تير وانگر سڌو هلاءِ.**

**(ان کي ترمذيءَ روايت ڪيو)**

(2465) وعن أبي مالك الأشجعي عن أبيه قال : كان الرجل إذا أسلم علمه النبي صلى الله عليه وسلم الصلاة ثم أمره أن يدعو بهؤلاء الكلمات : " اللهم اغفر لي وارحمني واهدني وعافني وارزقني " . رواه مسلم

**ابومالڪ اشجعي ﷛ پنهنجي پيءُ کان روايت ڪري ٿو تہ جڏهن ڪو شخص اسلام ڪندو هو تہ نبي ﷺ جن ان کي نماز سيکاريندا هئا، پوءِ ان کي هينئين ڪلمات سان دعا گهرڻ جو حڪم ڏيندا هئا: اي الله! منهنجا گناهہ معاف ڪر ۽ مون تي رحم ڪر ۽ مون کي هدايت ڏي ۽ مون کي عافيت عطا ڪر ۽ مون کي رزق حلال ڏي.**

**(ان کي مسلم روايت ڪيو)**

(2466) وعن أنس قال : كان أكثر دعاء النبي صلى الله عليه وسلم " اللهم أتنا في الدنيا حسنة وفي الآخرة حسنة وقنا عذاب النار "

**انس ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن اڪثر دعا فرمائيندا هئا: اي الله! اسان کي دنيا ۾ نيڪي ۽ آخرت ۾ نيڪي عطا ڪر ۽ اسان کي دوزخ جي عذاب کان بچاءِ.**

**(ان کي بخاري ۽ مسلم روايت ڪيو آهي)**

## فصل ٻيو

(2467) عن ابن عباس قال : كان النبي صلى الله عليه وسلم يدعو يقول : " رب أعني ولا تعن علي وانصرني ولا تنصر علي وامكر لي ولا تمكر علي واهدني ويسر الهدى لي وانصرني علي من بغى علي رب اجعلني لك شاكرا لك ذاكرا لك راهبا لك مطواعا لك مخبتا إليك أواها منيبا رب تقبل توبتي واغسل حوبتي وأجب دعوتي وثبت حجتي وسدد لساني واهد قلبي واسلل سخيمة صدري " . رواه الترمذي وأبو داود وابن ماجه

**ابن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن دعا ڪندا هئا تہ: اي منهنجا پالڻهار! مون کي پنهنجي دشمن تي غلبو عطا ڪر ۽ مون تي (ڪنهن کي) غلبو عطا نہ ڪر ۽ منهنجي مدد فرماءِ ۽ منهنجي خلاف (ڪنهن جي) مدد نہ ڪر ۽ منهنجي حق ۾ تدبير ڪر ۽ منهنجي خلاف تدبير نہ ڪر ۽ مون کي هدايت فرماءِ ۽ هدايت تي هلڻ منهنجي لاءِ آسان فرماءِ ۽ منهنجي مدد ڪر انهن جي خلاف جيڪي مون تي زيادتي ڪن ٿا. اي منهنجا پالڻهار! مون کي پنهنجو شڪر ڪندڙ،ذڪر ڪندڙ،پاڻ کان ڊڄندڙ، پنهنجو تابعدار، توڏانهن عاجزي ڪندڙ،وڏ ۾ وڏ توبہ زاري ڪندڙ، رجوع ڪندڙ بڻاءِ. رب منهنجا! منهنجي توبہ قبو فرماءِ ۽ منهنجا گناهہ معاف ڪر ۽**

**منهنجي دعا قبول فرماءِ ۽ منهنجي حجت کي (دشمن تي) ثابت فرماءِ ۽ منهنجي زبان کي سڌو رک ۽ منهنجي دل کي هدايت عطا کر ۽ منهنجي سيني(1) جي کيني کي ڪڍ.**
**(ان کي ترمذي، ابوداؤد ۽ ابن ماجہ روايت ڪيو)**

(2468) وعن أبي بكر قال : قام رسول الله صلى الله عليه وسلم على المنبر ثم بكى فقال : " سلوا الله العفو والعافية فإن أحدا لم يعط بعد اليقين خيرا من العافية " . رواه الترمذي وابن ماجه وقال الترمذي : هذا حديث حسن غريب إسنادا

**ابوبڪر ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن منبر تي وينا پوءِ روئڻ لڳا،پوءِ فرمايائون تہ الله کان معافي ۽ سلامتي گهرو ڇاڪاڻ تہ ڪنهن کي يقين کان بعد سلامتيءَ کان بهترين (ڪا نعمت)(2) عطا نہ ٿي ڪئي وڃي.**
**(ان کي ترمذيءَ ۽ ابن ماجہ روايت ڪيو ترمذيءَ چيو تہ هي حديث سند جي لحاظ کان حسن غريب آهي)**

(2469) وعن أنس أن رجلا جاء إلى النبي صلى الله عليه وسلم فقال : يا رسول الله أي الدعاء أفضل ؟ قال : " سل ربك العافية والمعافاة في الدنيا والآخرة " ثم أتاه في اليوم الثاني فقال : يا رسول الله أي الدعاء أفضل ؟ فقال له مثل ذلك ثم أتاه في اليوم الثالث فقال له مثل ذلك قال : " فإذا أعطيت العافية والمعافاة في الدنيا والآخرة فقد أفلحت " . رواه الترمذي وابن ماجه وقال الترمذي : هذا حديث حسن غريب إسنادا

**انس ﷛ کان روايت آهي تہ هڪ شخص نبي ﷺ جن وٽ آيو ۽ چيائين تہ اي الله جا رسولﷺ! ڪهڙي دعا افضل آهي؟ پاڻ سڳورن فرمايو تہ: پنهنجي پالڻهار کان (گناهن جي) بخشش ۽ دنيا ۽ آخرت ۾ عافيت گهر. پوءِ ٻئي ڏينهن آيو ۽ چيائين تہ اي الله جا رسولﷺ! ڪهڙي دعا افضل آهي؟ پاڻ سڳورن ڪيس ساڳيو جواب ڏنو پوءِ ٽئين ڏينهن آيو ۽ چيائين تہ اي الله جا رسولﷺ!ڪهڙي دعا افضل آهي؟ پاڻ سڳورن ڪيس ساڳيو جواب ڏنو (۽) فرمايائون تہ جيڪڏهن توکي دنيا ۽ آخرت ۾ عافيت ۽ معافي ملي وئي تہ بيشڪ تو ڪاميابي حاصل ڪئي.**
**(ان کي ترمذيءَ ۽ ابن ماجہ روايت ڪيو ۽ چيائين تہ هيءَ حديث سند جي لحاظ سان حسن غريب آهي)**

(2470) وعن عبد الله يزيد الخطمي عن رسول الله صلى الله عليه وسلم أنه كان يقول في دعائه : " اللهم ارزقني حبك وحب من ينفعني حبه عندك اللهم ما رزقتني مما أحب فاجعله قوة لي فيما تحب اللهم ما زويت عني مما أحب فاجعله فراغا ي فيما تحب " . رواه الترمذي

**عبدالله بن خطمي ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن دعا ۾چوندا هئا تہ: اي الله! مون کي عطا فرماءِ پنهنجي محبت ۽ هر ان شخص جي محبت جنهن جي محبت مون کي تو وٽ فائدو**

[1]- سيني جي ڪارڻ مان مراد بغض،ڪينو ۽ بداخلاقي آهي.
[2]- ٻيون ڪيترٻون بہ نعمتون هجن پر جيڪڏهن تندرستيءَ جي نعمت حاصل نہ هجي تہ ٻيب نعمتن جي لذت محسوس نہ ٿيندي، ان ڪري چوندا آهن تہ هڪ تندرستي هزار نعمتون آهن.

ڏئي. اي الله! جيڪي محبوب شيون تو مون کي عطا ڪيون آهن انهن کي منهنجي لاءِ انهن ڪمن جو ذريعو بڻاءِ جن کي تون پسند ڪرين ٿو. اي الله! مون کي جن پيارين شين کان تو محروم ڪيو آهي، انهن کان منهنجي دل کي انهن ڪمن لاءِ فارغ ڪر جن کي تون محبوب رکين ٿو.

(ان کي ترمذي روايت ڪيو)

فائدو: سند ۾ راوي سفيان بن وڪيع تي ڪوڙي هجڻ جو الزام آهي.(مرعاة:147/6)

(2471) وعن ابن عمر قال : قلما كان رسول الله صلى الله عليه وسلم يقوم من مجلس حتى يدعو بهؤلاء الدعوات لأصحابه : " اللهم اقسم لنا من خشيتك ما تحول به بيننا وبين معاصيك ومن طاعتك ما تبلغنا به جنتك ومن اليقين ما تهون به علينا مصيبات الدنيا ومتعنا بأسماعنا وأبصارنا وقوتنا ما أحييتنا واجعله الوارث منا واجعل ثأرنا على من ظلمنا وانصرنا على من عادانا ولا تجعل مصيبتنا في ديننا ولا تجعل الدنيا أكبر همنا ولا مبلغ علمنا ولا تسلط علينا من لا يرحمنا " . رواه الترمذي وقال : هذا حديث حسن غريب

ابن عمر رضي الله عنهما کان روايت آهي ته گهٽ ائين ٿيندو هو جو رسول الله ﷺ جن ڪنهن مجلس مان اٿن پنهنجن اصحابن لاءِ هيءَ دعا نه گهرن: اي الله! اسان کي پنهنجي خوف مان ايترو حصو عطا ڪر جيڪو اسان جي ۽ تنهنجي نافرمانين جي درميان پردو ٿئي ۽ پنهنجي اطاعت مان (ايترو حصو عطا فرماءِ) جو ان جي ذريعي اسان کي پنهنجي جنت ۾ پهچائين ۽ يقين مان (ايترو حصو عطا فرماءِ) جو ان جي ڪري تون اسان تي دنيا جون مصيبتون آسان ڪرين ۽ اسان کي پنهنجن ڪنن، پنهنجن اکين ۽ پنهنجن قوتن مان (ايترو حصو عطا فرماءِ) جنهن ذريعي تون اسان کي زنده رکين ۽ ان جو اسان کي وارث بڻاءِ ۽ جيڪي اسان تي ظلم ڪن ٿا انهن کان بدلو وٺڻ جي سگهه ڏي ۽ جيڪي اسان تي زيادتي ڪن ٿا انهن جي مقابلي ۾ اسان جي مدد ڪر ۽ اسان لاءِ اسان جي دين ۾ ڪا مصيبت نه پهچاءِ ۽ دنيا حاصل ڪرڻ کي اسان جوسڀ کان وڏو مقصد نه بڻاءِ ۽ ان کي اسان جي علم جي انتها نه بڻاءِ ۽ انهن ماڻهن کي اسان تي مسلط نه ڪر جيڪي اسان تي رحم نه ڪن

(ان کي ترمذيءَ روايت ڪيو ۽ چيائين ته هيءَ ؟ حديث حسن غريب آهي)

(2472) وعن أبي هريرة قال : كان رسول الله صلى الله عليه وسلم يقول : " اللهم انفعني بما علمتني وعلمني ما ينفعني وزدني علما الحمد لله على كل حال وأعوذ بالله من حال أهل النار " . رواه الترمذي وابن ماجه وقال الترمذي : هذا حديث غريب إسنادا

ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن (دعا) فرمائيندا هئا ته: اي الله! جيڪو علم تو مون کي عطا ڪيو آهي ان جي ذريعي مون کي فائدو ڏي ۽ مون کي علم اهو سيکار جيڪو مون کي نفعو ڏئي ۽ مون کي علم ۾ وڌاءِ هر حالت ۾ سڀ ساراهه الله لاءِ آهي الله کان دوزخين جي حالت کان پناهه وٺان ٿو.

(ان کي ترمذي ۽ ابن ماجه روايت ڪيو ۽ ترمذيءَ چيو ته هيءَ حديث سند جي لحاظ سان غريب آهي)

**فائدو: سند ۾ راوي موسٰي بن عبيده ربذي راوي ضعيف ۽ ٻيو راوي محمد بن ثابت مجهول آهي.(مرعاة:150/6)**

(2473) وعن عمر بن الخطاب رضي الله عنه قال : كان النبي صلى الله عليه وسلم إذا أنزل عليه الوحي سمع عند وجهه دوي كدوي النحل فأنل عليه يوما فمكثنا ساعة فسري عنه فاستقبل القبلة ورفع يديه وقال : " اللهم زدنا ولا تنقصنا وأكرمنا ولا تهنا وأعطنا ولا تحرمنا وآثرنا ولا تؤثر علينا وأرضنا وأرض عنا " . ثم قال : " أنزل علي عشر آيات من أقامهن دخل الجنة " ثم قرأ : ( قد أفلح المؤمنون ) حتى ختم عشر آيات . رواه أحمد والترمذي

**عمر بن خطاب ﷛ کان روايت آهي تہ جڏهن رسول الله ﷺ جن تي وحي نازل ٿيندي هئي تہ سندن چهري وٽ ماکيءَ جي مکين جي وانگر ڀڻ ڀڻ جو آواز ٻڌڻ ۾ ايندو هو. هڪ ڏينهن مٿن وحي نازل ٿي تہ ٿوري دير اسان انتظار ڪيو. جڏهن وحيءَ جي حالت ختم ٿي تہ قبلي ڏانهن رخ ڪري ٻئي هٿ مٿي ڪنيائون ۽(هيءَ) دعا ڪيائون تہ اي الله! اسان کي وڌ ۾ وڌ (ڀلائي) عطا ڪر ۽ ان ۾ گهٽتائي نہ ڪر اسان کي عزت ڏي ۽ اسان کي ذليل نہ ڪر اسان کي نواز ۽ اسان کي محروم نہ ڪر(پنهنجي رحمت جي سلسلي ۾) اسان کي ترجيح ڏي ۽ ٻين کي (اسان جي ڀيٽ ۾) ترجيح نہ ڏي ۽ اسان کي راضي ڪر ۽ اسان کان راضي ٿيءُ پوءِ فرمايائون تہ مون تي ڏهہ آيتون نازل ٿيون آهن جيڪو انهن تي عمل ڪندو جنت ۾ داخل ٿيندو. ان کان بعد ”قد افلح المؤمنون“ جون (شروعاتي) ڏهہ آيتون پڙهيائون.**
**(ان کي احمد ۽ ترمذيءَ روايت ڪيو)**

## فصل ٽيون

(2474) عن عثمان بن حنيف قال : إن رجلا ضرير البصر أتى النبي صلى الله عليه وسلم فقال : ادع الله أن يعافيني فقال : " إن شئت دعوت وإن شئت صبرت فهو خير لك " . قال : فادعه قال : فأمره أن يتوضأ فيحسن الوضوء ويدعو بهذا الدعاء : " اللهم إني أسألك وأتوجه إليك بنبيك محمد نبي الرحمة إني توجهت بك إلي ربي ليقضي لي في حاجتي هذه اللهم فشفعه في " . رواه الترمذي وقال : هذا حديث حسن صحيح غريب

**عثمان بن حنيف ﷛ کان روايت آهي تہ هڪ نابين شخص نبي ﷺ جن وٽ آيو. چيائين تہ الله تعالىٰ کان منهنجي لاءِ دعا گهرو تہ مونکي تندرستي عطا فرمائي. فرمايائون تہ چاهين تہ تنهنجي لاءِ دعا گهران ۽ چاهين تہ صبر ڪرين جيڪو تنهنجي لاءِ وڌيڪ چڱو آهي. چيائين تہ الله کان منهنجي حق ۾ دعا گهرو(راوي) چوي ٿو تہ پوءِ کيس حڪم ڪيائون تہ سهڻي نموني وضو ڪر ۽ هيءَ دعا گهر: اي الله! بيشڪ آئون توکان سوال ڪريان ٿو ۽ تنهنجي نبيءَ کي تو وٽ دعا لاءِ سفارشي پيش ڪريان ٿو جيڪو رحمت وارو نبي آهي(اي نبي ﷺ!) بيشڪ مون توهان کي پنهنجي رب وٽ سفارشي پيش ڪيو آهي تانہ تہ منهنجي هيءَ حاجت پوري فرمائي اي الله! پوءِ منهنجي باري ۾ سندس سفارش قبول فرماءِ.**

(ان کي ترمذيءَ روايت ڪيو ۽ چيائين تہ هيءَ حديث حسن غريب آهي)([1])

**فائدو:** سند ۾ راوي ابو جعفر مجهول، منفرد آهي ۽ مختلف فيہ آهي ان ڪري حديث مان دليل وٺڻ درست نہ آهي البتہ صالحين کان ان زندگيءَ ۾ دعا ڪرائي سگهجي ٿي جيئن تہ نبي ﷺ جي زندگيءَ ۾ ڪانئن دعا ڪرائڻ ثابت آهي پر رسول الله ﷺ جي ذات کي سندن زندگيءَ ۾ بطور سفارشي پيش ڪرڻ يا ڪنهن بزرگ کي سفارشي بڻائي پيش ڪرڻ جائز نہ آهي. شيخ الاسلام امام ابن تيميہ التوسل والوسيلة ۽ الرد علي البڪري ۾ علامہ سهسواني صيانة الانسان ۾ ان تي تفصيلي ۽ دليلن جي روشنيءَ ۾ بحث ڪئي آهي.(مرعاة:157/6)

(2475) وعن أبي الدرداء قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم كان من دعاء داود يقول : " اللهم إني أسألك حبك وحب من يحبك والعمل الذي يبلغني حبك اللهم اجعل حبك أحب إلي من نفسي ومالي وأهلي ومن الماء البارد " . قال : وكان رسول الله صلى الله عليه وسلم إذا ذكر داود يحدث عنه يقول : " كان أعبد البشر " رواه الترمذي وقال : هذا حديث حسن غريب

ابودرداءِ رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: داؤد عليہ السلام جي دعا جا الفاظ هي آهن: اي الله! آئون توکان تنهنجي محبت ۽ انهن ماڻهن جي محبت جو سوال ڪريان ٿو جيڪي توسان محبت ڪن ٿا ۽ ان عمل جو سوال ڪريان ٿو جيڪو مون کي تنهنجي محبت تائين پهچائي. اي الله! پنهنجي محبت کي منهنجي نفس، مال اهل ۽ ٿڌي پاڻي جي محبت کان بہ وڌيڪ محبوب بڻاءِ (راوي) چوي ٿو تہ رسول الله ﷺ جڏهن داؤد عليہ السلام جو ذڪر ڪندا هئا تہ ان جي باري ۾ چوندا هئا تہ وڏو عبادتگذار بانهو هو.

(ان کي ترمذيءَ روايت ڪيو ۽ چيائين تہ هيءَ حديث حسن غريب آهي)

**فائدو:** سند ۾ راوي عبدالله بن ربيعہ دمشقي جون بيان ڪرده حديثون موضوع آهن، البتہ حديث جو آخري جملو:" جڏهن پاڻ سڳورا داؤد عليہ السلام جو ذڪر ڪندا هئا تہ ڪيس گهڻو عبادتگذار بيان ڪندا هئا" صحيح آهي(مرعاة:166/6)

(2476) وعن عطاء بن السائب عن أبيه قال : صلى بنا عمار بن ياسر صلاة فأوجز فيها فقال له بعض القوم : لقد خففت وأوجزت الصلاة فقال أما علي ذلك لقد دعوت فيها بدعوات سمعتهن من رسول الله صلى الله عليه وسلم فلما قام تبعه رجل من القوم هو أبي غير أنه كنى عن نفسه فسأله عن الدعاء ثم جاء فأخبر به القوم : " اللهم بعلمك الغيب وقدرتك على الخلق أحيني ما علمت الحياة خيرا لي وتوفني إذا علمت الوفاة خيرا لي اللهم وأسألك خشيتك في الغيب والشهادة وأسألك كلمة الحق في الرضى والغضب وأسألك القصد في الفقر والغنى وأسألك نعيما لا ينفد وأسألك قرة عين لا تنقطع وأسألك الرضى بعد القضاء وأسألك برد العيش بعد الموت

[1]- ڪي ماڻهو نبين جي وسيلي جائز هجڻ لاءِ هن حديث سڳوريءَ مان حجت وٺن ٿا مگر سندن دليل هن حديث مان ثابت نٿو ٿئي، ڇاڪاڻ تہ حديث مان ان دعا جي وسيلي جو ذڪر آهي، جيڪا رسول الله ﷺ جن پنهنجي حياتي مبارڪ ۾ سيکاري هئي. حياتيءَ ۾ ڪنهن بزرگ کان دعا وٺڻ جائز آهي. جيئن بارش لاءِ عمر رضي الله عنه نبي سائين جي چاچي عباس رضي الله عنه کان دعا جو وسيلو ورتو هو.

وأسألك لذة النظر إلى وجهك والشوق إلى لقائك في غير ضراء مضرة ولا فتنة مضلة اللهم زينا بزينة الإيمان واجعلنا هداة مهديين " . رواه النسائي

**عطاء بن سائب ؒ پنهنجي پيءُ سائب بن يزيد ؒ کان روايت ڪري ٿو تہ عمار بن ياسر ؓ اسان کي نهايت هلڪي نماز پڙهائي. ڪن ماڻهن ان کي چيو تہ توهان ڏاڍي هلڪي ۽ مختصر نماز پڙهائي آهي! انهيءَ چيو تہ ڇا توهان مون تي اعتراض ٿا ڪريو؟ جڏهن تہ مون نماز ۾ دعا جا اهي ڪلمات پڙهيا آهن، جيڪي مون رسول الله ﷺ کان ٻڌا آهن. جڏهن عمار بن ياسر ؓ اٿي بيٺو تہ ماڻهن ما هڪ شخص ان سان گڏ هلڻ لڳو جيڪو (دراصل) منهنجو پيءُ سائب هو، پر اشاري طور ان کي "هڪ شخص" چيائين. پوءِ ڪانئس ان دعا بابت پڇي ماڻهن وٽ اچي ڪين اها دعا ٻڌايائين(جيڪا هيءَ آهي) اي الله! آئون توکان تنهنجي علم غيب ۽ مخلوق تي تنهنجي(ڪامل) قدرت جي ذريعي توکان سوال ڪريان ٿو تہ جيستائين منهنجي لاءِ منهنجي حياتيءَ کي چڱو ڄاڻين، ان وقت تائين مون کي جيئرو رک ۽ جڏهن منهنجي لاءِ موت کي چڱو ڄاڻين تہ مون کي موت ڏي. اي الله! توکان ڳجهہ ۽ ظاهر تنهنجي خوف جو سوال ڪريان ٿو ۽ خوشي ۽ ڪاوڙ (هر حالت) ۾ حق ڳالهہ چوڻ جو سوال ڪريان ٿو ۽ محتاجي ۽ شاهوڪاري ۾توکان وچٿري واٽ تي هلڻ جو سوال ڪريان ٿو ۽ توکان انهن نعمتن جو سوال ڪريان ٿو جيڪي اڻ کٽ آهن ۽ توکان نہ ختم ٿيندڙ اکين جي ٺار جو سوال ڪريان ٿوءِ توکان تنهنجي قضا ۽ تقدير تي راضي رهڻ جو سوال ڪريان ٿو ۽ توکان موت کان بعد حياتيءَ جي ٿڌاڻ جو سوال ڪريان ٿو ۽ توکان تنهنجي (مبارڪ) چهري ڏانهن نهارڻ جي لذت ۽ تنهنجي ملاقات جو سوال ڪريان ٿو، جيڪو ڪنهن تڪليف ۽ نقصان کان سواءِ ۽ گمراهہ ڪندڙ فتني کان سواءِ حاصل ٿئي. اي الله! اسان کي ايمان جي زينت سان سينگار ۽ اسان کي هدايت يافتہ ۽ هدايت ڪندڙ بڻاءِ. (ان کي نسائي روايت ڪيو)**

(2477) وعن أم سلمة أن النبي صلى الله عليه وسلم كان يقول في دبر صلاة الفجر : " اللهم إني أسألك علما نافعا وعملا متقبلا ورزقا طيبا " . رواه أحمد وابن ماجه والبيهقي في الدعوات الكبير

**ام سلمہ رضي الله عنها کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن صبح جي نماز کان پوءِ دعا ڪندا هئا: اي الله! توکان فائدو ڏيندڙ علم ۽ قبوليت واري عمل ۽ حلال رزق جو سوال ڪريان ٿو. (ان کي احمد، ابن ماجہ ۽ الدعوات الڪبير ۾ بيهقي روايت ڪيو)**

**فائدو: سند ۾ راوي مولٰي ام سلمہ مجهول آهي البتہ معجم الصغير طبراني/152 ۾ ان حديث جي سند جا تمام راوي ثقہ آهن.(مرعاة:171/6)**

(2478) وعن أبي هريرة قال : دعاء حفظته من رسول الله صلى الله عليه وسلم لا أدعه : " اللهم اجعلني أعظم شكرك وأكثر ذكرك وأتبع نصحك وأحفظ وصيتك " . رواه الترمذي

**ابوهريره ؓ کان روايت آهي تہ مون رسول الله ﷺ جن کان هڪ دعا ياد ڪئي آهي، ان کي آئون ڪڏهن بہ نٿو ڇڏيان(اها هيءَ آهي) اي الله! مون کي توفيق عطا ڪر تہ آئون وڏ ۾ وڏ**

**تنهنجو شڪر ادا ڪريان ۽ وڌ ۾ وڌ تنهنجو ذڪر ڪريان ۽ تنهنجين نصيحتن جي پيروي ڪريان ۽ تنهنجي وصيت جي حفاظر ڪريان.**
**(ان کي ترمذيءَ روايت ڪيو)**
**فائدو: سند ۾ راوي فرج بن فضالہ ضعيف(منكر الحديث) آهي.(مرعاة:172/2)**

(2479) وعن عبد الله بن عمرو قال : كان رسول الله صلى الله عليه وسلم يقول : " اللهم إني أسألك الصحة والعفة والأمانة وحسن الخلق والرضى بالقدر "

**عبدالله بن عمرو ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن (دعا) فرمائيندا هئا تہ: اي الله! آئون توکان تندرستي، پاڪدامني، امانتداري، سهڻو اخلاق ۽ تقدير تي راضي رهڻ جو سوال ڪريان ٿو.**
**فائدو: سند ۾ راوي عبدالرحمن بن زياده بن انعم ضعيف آهي(مرعاة:173/6)**

(2480) وعن أم معبد قالت : سمعت رسول الله صلى الله عليه وسلم يقول : " اللهم طهر قلبي من النفاق وعملي من الرياء ولساني من الكذب وعيني من الخيانة فإنك تعلم خائنة الأعين وما تخفي الصدور " . رواهما البيهقي في الدعوات الكبير

**ام معبد ﷛ کان روايت آهي تہ مون رسول الله ﷺ جن کان فرمائيندي ٻڌو: اي الله! منهنجي دل کي نفاق کان ۽ منهنجي عمل کي رياءَ کان ۽ منهنجي زبان کي ڪوڙ کان ۽ منهنجي اک کي خيانت کان پاڪ فرماءِ بيشڪ تون اکين جي خيانت ۽ دلين جو حال ڄاڻندڙ آهين.**
**(ٻئي حديثون بيهقيءَ الدعوات الكبير ۾ بيان ڪيون)**
**فائدو: سند ۾ راوي فرج بن فضالہ ۽ ابن انعم ٻئي ضعيف آهن(مرعاة:174/6)**

(2481) وعن أنس : أن رسول الله صلى الله عليه وسلم عاد رجلا من المسلمين قد خفت فصار مثل الفرخ فقال له رسول الله صلى الله عليه وسلم : " هل كنت تدعو الله بشيء أو تسأله إياه ؟ " . قال : نعم كنت أقول : اللهم ما كنت معاقبي به في الآخرة فعجله لي في الدنيا . فقال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " سبحان الله لا تطيقه ولا تستطيعه أفلا قلت : اللهم آتنا في الدنيا حسنة وفي الآخرة حسنة وقنا عذاب النار " . قال : فدعا الله به فشفاه الله . رواه مسلم

**انس ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن هڪ مسلمان جي بيمار پرسيءَ لاءِ ويا جيڪو بيماريءَ سبب ڪڪڙ جي چوزي وانگر ٿي ويو هو. رسول الله ﷺ جن ان کان پڇيو تہ ڇا الله کان ڪا دعا گهري يا ان کان ڪو سوال ڪيو اٿئي؟ ان چيو تہ هائو! ۽ آئون چوندو آهيان تہ: اي الله! جيڪا سزا مون کي آخرت ۾ ڏيڻي اٿئي اها مون کي جلدئي دنيا ۾ ڏئي ڇڏ! رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ الله پاڪ آهي! تون ان جي (برداشت ڪرڻ جي) طاقت نٿو رکين ۽ نہ رکي سگهندين. تو هيئن دعا ڇو نہ ڪئي تہ: اي الله! اسانکي دنيا ۾ بہ ڀلائي ڏي ۽ آخرت ۾ بہ اسان کي ڀلائي ڏي ۽ اسان کي دوزخ جي عذاب کان بچاءِ (راوي) چوي ٿو تہ پوءِ ان شخص الله کان دعا گهري تہ الله ان کي شفا عطا ڪئي.**

**(ان کي مسلم روايت ڪيو)**[1]

(2482) وعن حذيفة قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " لا ينبغي للمؤمن أن يذل نفسه " . قالوا : وكيف يذل نفسه ؟ قال : " يتعرض من البلاء لما لا يطيق " رواه الترمذي وابن ماجه والبيهقي في شعب الإيمان . وقال الترمذي : هذا حديث حسن غريب

**حذيفہ ﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايوتہ: مؤمن لاءِ جائز نہ آهي تہ اهو پنهنجي نفس کي ذليل ڪري صحابہ ڪرام عرض ڪيو تہ ڪهڙي طرح ماڻهو پنهنجي نفس کي ذليل ڪري ٿو. فرمايائون تہ پنهنجي لاءِ اهڙين مصيبتن کي طلب ڪري جنهن کي برداشت ڪرڻ جي منجهس سگهہ نہ هجي.**

**(ان کي ترمذي،ابن ماجہ ۽ بيهيقي شعب الايمان ۾ روايت ڪيو ۽ ترمذي چيو تہ هيءَ حديث حسن غريب آهي.)**

فائدو: **سند ۾ راوي علي بن زيد بن جدعان ضعيف آهي (مرعاة**:176/6)

(2483) وعن عمر رضي الله عنه قال : علمني رسول الله صلى الله عليه وسلم قال : " قل : اللهم اجعل سريرتي خيرا من علانيتي واجعل علانيتي صالحة اللهم إني أسألك من صالح ما تؤتي الناس من الأهل والمال والولد غير الضال ولا المضل " رواه الترمذي

**عمر ﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن مون کي هيءَ دعا سيکاري تہ: اي الله! منهنجي ڳجهہ کي منهنجي ظاهر کان چڱو ڪر ۽ منهنجي ظاهر کي چڱو ڪر. اي الله! توکان ان شيءِ جي چڱائي گهران ٿو جيڪا ماڻهن کي اهل، مال ۽ اولاد جي صورت ۾ ڏين ٿو. نہ گمراهہ ڪندڙ هجن ۽ نہ ئي گمراهہ ٿيندڙ هجن.**

**(ان کي ترمذي روايت ڪيو)**

فائدو: **سند ۾ راوي محمد بن حميد بن حيان ضعيف آهي(مرعاة**:176/6)

[1]- ٻانهي کي بہ اها تعليم ڏني وئي آهي تہ الله تعالىٰ کان جڏهن دعا گهرجي تہ ڪهڙي طرح گهرجي ۽ دعا بہ اهڙي جنهن ۾ سراسر ٻانهي جو فائدو هجي ۽ هر قسم جي آزمائش کان پاڪ هجي، ڇو تہ انسان ويچارو تمام ڪمزور آهي تنهن ڪري جامع دعا ۽ دين دنيا جي ڀلاين واري دعا سيکاري وئي.

## كتاب المناسك

### حج جو بيان[1]

(2484) عن أبي هريرة قال : : خطبنا رسول الله صلى الله عليه وسلم فقال : " يا أيها الناس قد فرض عليكم الحج فحجوا " فقال رجل : أكل عام يا رسول الله ؟ فسكت حتى قالها ثلاثا فقال : " لو قلت : نعم لوجبت ولما استطعتم " ثم قال : ذروني ما تركتكم فإنما هلك من كان قبلكم بكثرة سؤالهم واختلافهم على أنبيائهم فإذا أمرتكم بشيء فأتوا منه ما استطعتم وإذا نهيتكم عن شيء فدعوه " . رواه مسلم

**ابوهريره ﷺ كان روايت آهي تہ پاڻ سڳورن اسان کي خطبو ڏيندي فرمايو تہ اي انسانو! توهان تي حج فرض ڪيو ويو آهي، پوءِ توهان حج ڪريو. هڪ شخص عرض ڪيو تہ اي الله جا رسولﷺ! ڇا هر سال حج ڪريون؟ پاڻ سڳورا خاموش رهيا. تان جو ان شخص ٽي ڀيرا اها ڳالهہ دهرائي. پوءِ پاڻ سڳورن فرمايو تہ جيڪڏهن (انهيءَ سوال جي جواب ۾) "هائو!" چوان ها تہ(هر سال حج) فرض ٿي وڃي ها ۽ توهان ڪري نہ سگهو ها پوءِ فرمايائون تہ جيستائين اوهان کي ڇڏي ڏيان تہ توهان بہ مون کي ڇڏي ڏيو (سوال نہ ڪريو) ڇاڪاڻ تہ توهان کان اڳيان ماڻهو گهڻا سوال ڪرڻ ۽ نبين سان اختلاف ڪرڻ سبب تباهہ ٿيا جڏهن توهان کي ڪنهن ڪم جو حڪم ڪريان تہ جيتري قدر اوهان کي طاقت هجي اوتري قدر اهو ڪم ڪريو ۽ جڏهن ڪنهن شيءِ کان منع ڪيان تہ ان کي ڇڏي ڏيو.**

**(ان کي ترمذي روايت ڪيو)**

(2485) وعنه قال : سئل رسول الله صلى الله عليه وسلم : أي العمل أفضل ؟ قال : " إيمان بالله ورسوله " قيل : ثم ماذا ؟ قال : " الجهاد في سبيل الله " . قيل : ثم ماذا ؟ قال : " حج مبرور "

**ابوهريره ﷺ كان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن کان پڇو ويو تہ ڪهڙو عمل افضل آهي؟ فرمايائون تہ الله ۽ ان جي رسول تي ايمان آڻڻ(وري) پڇو ويو تہ ان کان پوءِ ڪهڙو عمل (افضل آهي؟) پاڻ سڳورن فرمايوتہ الله جي واٽ ۾ جهاد ڪرڻ. پڇو ويو تہ ان کان پوءِ ڪهڙو؟ پاڻ سڳورن فرمايو تہ مقبول حج[2]**

**(ان کي بخاري ۽ مسلم روايت ڪيو)**

(2486) وعنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " من حج فلم يرفث ولم يفسق رجع كيوم ولدته أمه "

---

[1]- حج سن هجري 5 يا سن هجري 6 ۾ فرض ٿيو عمر ۾ هڪ ڀيرو حج فرض آهي حج جي فرض جو انڪاري ڪافر آهي طاقت هوندي ڇڏي ڏيندڙ فاسق ۽ گنهگار آهي. حج جي فرض ٿيڻ جا هي شرط آهن.1- اسلام،2- آزاد،3- عاقل،4-بالغ،5- تندرست هجڻ، 6-خرچ اوٺ موٽ جو،7- موٽي اچڻ تائين عيال جي خرچ پورائي،8 زال جي صورت ۾ مرد يا محرم جو گڏ هجڻ، حج ۾ هي ڳالهيون فرض آهن:1- احرام ٻڌڻ،2- نائين تاريخ عرفات ۾ ويهڻ،3- طواف زيارت جو يعني منٰي ۾ قرباني کان پوءِ ڪعبة الله شريف جو طواف ڪبو آهي، سو فرض آهي

[2]- حج مقبول جي نشاني هيءَ آهي تہ حج ڪرڻ کان پوءِ حاجي جي حالت بدلجي وڃي. الله پاڪ ڏانهن زياده توجهہ ڏئي ۽ عبادت ۾ مشغول رهي. جيڪي گناهہ حج کان اڳ ڪندو هو سي ڇڏي ڏي

**ابوهريره ﷺ كان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جنهن (الله جي رضا لاءِ) حج كيو ۽ بيهوده ڳالهيون نہ كيائين اهو ان ڏينهن وانگر گناهن كان پاڪ ٿي موٽي ٿو جنهن ڏينهن كيس ان جي ماءُ ڄڻيو.**
**(ان كي بخاري ۽ مسلم روايت كيو)**

(2487) وعنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " العمرة إلى العمرة كفارة لما بينهما والحج المبرور ليس له جزاء إلا الجنة "

**ابوهريره ﷺ كان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايوتہ: هڪ عمرو[1] ٻئي عمري جي ادا كرڻ تائين وچ واري عرصي جي گناهن لاءِ كفارو آهي ۽ حج مبرور جو بدلو فقط بهشت آهي.**
**(ان كي بخاري ۽ مسلم روايت كيو)**

(2488) وعن ابن عباس قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " إن عمرة في رمضان تعدل حجة "

**ابن عباس ﷺ كان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايوتہ: رمضان ۾ عمرو[2] كرڻ (جو ثواب) حج كرڻ جي برابر آهي.**
**(هن كي بخاري ۽ مسلم روايت كيو آهي)**

(2489) وعنه قال : إن النبي صلى الله عليه وسلم لقي ركبا بالروحاء فقال : " من القوم ؟ " قالوا : المسلمون . فقالوا : من أنت ؟ قال : " رسول الله " فرفعت إليه امرأة صبيا فقالت : ألهذا حج ؟ قال : " نعم ولك أجر " . رواه مسلم

**ابن عباس ﷺ كان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن روحا ۾ هڪ قافلي سان مليا(انهن كان) پڇيائون تہ كير ماڻهو آهيو؟ انهن جواب ڏنو تہ مسلمان آهيون. (قافلي وارن) پڇيو تہ توهان كير آهيو؟ پاڻ سڳورن جواب ڏنو تہ الله جو رسول آهيان. انهن مان هڪ عورت پنهنجو ٻار مٿي كڻي رسول الله ﷺ جن كان پڇو تہ ڇا هن تي بہ حج آهي؟ پاڻ سڳورن فرمايو تہ هائو! ۽ توكي ان جو ثواب ملندو[3]**
**(ان كي مسلم روايت كيو)**

(2490) وعنه قال : إن امرأة من خثعم قالت : يا رسول الله إن فريضة الله عبادة في الحج أدركت أبي شيخا كبيرا لا يثبت على الراحلة أفأحج عنه ؟ قال : " نعم " ذلك حجة الوداع

**ابن عباس ﷺ كان روايت آهي تہ خثعم قبيلي جي عورت پڇو تہ اي الله جا رسولﷺ! حج بابت الله جو فرض ان وقت (لاڳو ٿيو آهي جو) منهنجو پيءُ پوڙهو ٿي چكو آهي سواريءَ تي**

---

[1]- عمرو هڪ ننڍو حج آهي. هن ۾ ٻيا حج وارا كم كبا آهن فقط عرفات ۾ كون بيهبو آهي هن جو بيان حج سان گڏ قرآن پاڪ ۾ آيو آهي عدم الحج و العمرة لله.

[2]- عمري لاءِ ٻارنهن مهينا هڪ جهڙا آهن كوئي وقت هن لاءِ مقرر كونہ آهي. رمضان شريف ۾ عمرو كرڻ افضل آهي انهيءَ كري نيڪ ماڻهو رمضان شريف جا روزا مكي شريف ۾ ركندا آهن ۽ اتي عمرو بہ كندا آهن.

[3]- هن حديث سڳوري مان معلوم ٿئي ٿو تہ ننڍي ٻار جو حج ٿئي ٿو ۽ ان جو ثواب مائٽ كي ملي ٿو پر ائين آهي جو هي حج نفلي آهي ۽ فرض نہ آهي مگر ابوحنيفہ ﷺ چوي ٿو تہ ننڍي ٻار جو حج صحيح نہ آهي.

**سوار ٿيڻ جي طاقت نٿو رکي. ڇا آئون ان جي پاران حج ڪريان؟ پاڻ سڳورن جواب ڏنو تہ هائو! اهو حجة الودا ع جو واقعو آهي([1])**

(2491) وعنه قال : أتى رجل النبي صلى الله عليه وسلم فقال : إن أختي نذرت أن تحج وإنها ماتت فقال النبي صلى الله عليه وسلم : " لو كان عليها دين أكنت قاضيه ؟ " قال : نعم قال : " فاقض دين الله فهو أحق بالقضاء "

**ابن عباس ﷛ کان روايت آهي تہ هڪ شخص نبي ﷺ جن وٽ آيو ۽ چيائين تہ منهنجي ڀيڻ بذر باسي([2]) هئي تہ حج ڪندي مگر گذاري وئي. نبي ﷺ جن فرمايوتہ جيڪڏهن ان تي قرض هجي ها تہ ڇا ادا ڪرين ها؟ ان جواب ڏنو تہ هائو! پاڻ سڳورن فرمايو تہ پوءِ الله جو قرض ادا ڪر. الله جو قرض وڌيڪ لائق آهي تہ ادا ڪجي.**

**(ان کي بخاري ۽ مسلم روايت ڪيو)**

(2492) وعنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " لا يخلون رجل بامرأة ولا تسافرن امرأة إلا ومعها محرم " . فقال رجل : يا رسول الله اكتتبت في غزوة كذا وكذا وخرجت امرأتي حاجة قال : " اذهب فاحجج مع امرأتك "

**ابن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: ڪو ماڻهو (ڌارئي) عورت سان جدا نہ ٿئي ۽ ڪا عورت محرم کان سواءِ سفر نہ ڪري. هڪ شخص چيو تہ اي الله جا رسول ﷺ! فلاڻي جهاد ۾ منهنجو نالو لکجي چڪو آهي جڏهن تہ منهنجي زال حج لاءِ رواني ٿي چڪي آهي. پاڻ سڳورن فرمايو تہ وڃ! پنهنجي زال سان گڏ حج ڪر.([3])**

**(ان کي بخاري ۽ مسلم روايت ڪيو)**

(2493) وعن عائشة قالت : استأذنت النبي صلى الله عليه وسلم في الجهاد . فقال : " جهادكن الحج "

**عائشہ رضي الله عنها کان روايت آهي تہ مون نبي ﷺ کان جهاد ۾ شامل ٿيڻ جي اجازت گهري. فرمايائون تہ توهان (عورتن) جو جهاد حج آهي.([4])**

**(ان کي بخاري ۽ مسلم روايت ڪيو)**

(2494) وعن أبي هريرة قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " لا تسافر امرأة مسيرة يوم وليلة إلا ومعها ذو محرم "

**ابوهريره ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايوتہ: ڪا عورت محرم کان سواءِ هڪ ڏينهن رات جو سفر نہ ڪري.**

**(ان کي بخاري ۽ مسلم روايت ڪيو)**

---

[1]- هن حديث مان معلوم ٿئي ٿو تہ عاجز ۽ مايوس ماڻهو طرفان مرد خواهہ عورت حج ڪري سگهن ٿا.

[2]- هن حديث سڳوري مان معلوم ٿئي ٿو تہ نذر ڪندڙ مري وڃي تہ ان جو وارث ان جي طرفان نذر ادا ڪري سگهي ٿو.

[3]- ڌاريو مرد ۽ عورت اڪيلائي ۾ گڏجي ڳالهيون نہ ڪن، اهڙي اڪيلائي رات ۽ ڏينهن ۾ حرام آهي ۽ عورت کي اڪيلو پنهنجي مرد يا محرم کان سواءِ وڃڻ جائز نہ آهي.

[4]- عورتن تي جهاد ڪرڻ فرض نہ آهي. هنن جو حج ڪرڻ جهاد ڪرڻ جي برابر آهي.

(2495) وعن ابن عباس قال : وقت رسول الله صلى الله عليه وسلم لأهل المدينة : ذا الحليفة ولأهل الشام : الجحفة ولأهل نجد : قرن المنازل ولأهل اليمن : يلملم فهن لهن ولمن أتي عليهن من غير أهلهن لمن كان يريد الحج والعمرة فمن كان دونهن فمهله من أهله وكذاك وكذاك حتى أهل مكة يهلون منها

**ابن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن احرام ٻڌڻ لاءِ هيٺيون جايون مقرر ڪيون آهن: (1)مديني وارن لاءِ ذوالحليفہ،(2)- شام وارن لاءِ جحفہ(3)، نجد(4) وارن لاءِ قرن المنازل، يمن(5) وارن لاءِ يلملم پوءِ اهي مقامات اتان جي رهاڪن ۽ پڻ انهن ٻين لاءِ بہ آهن جيڪي اتان حج ۽ عمري لاءِ گذرن جيڪي ماڻهو انهن ميقاتن جي ٻهراڙين ۾ رهن ٿا اهي پنهنجن گهرن کان احرام ٻڌن تانجو مڪي وارا پنهنجن گهرن مان احرام ٻڌي(حج لاءِ) نڪرن.**
**(بخاري و مسلم)**

(2496) وعن جابر عن رسول الله صلى الله عليه وسلم قال : " مهل أهل المدينة من ذي الحليفة والطريق الآخر الجحفة ومهل أهل العراق من ذات عرق ومهل أهل نجد قرن ومهل أهل اليمن يلملم " . رواه مسلم

**جابر ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: مديني وارن جي احرام ٻڌڻ جي جاءِ ذوالحليفہ ۽ ٻيو هنڌ جحفہ آهي عراق وارن جو ميقات "ذات العرق"، نجد وارن جو ميقات قرن ۽ يمن وارن جو ميقات يلملم آهي.**
**(ان کي مسلم روايت ڪيو)**

(2497) وعن أنس قال : اعتمر رسول الله صلى الله عليه وسلم أربع عمر كلهن في ذي القعدة إلا التي كانت مع حجته : عمرة من الحديبية في ذي القعدة وعمرة من العام المقبل في ذي القعدة وعمرة من الجعرانة حيث قسم غنائم حنين في ذي القعدة وعمرة مع حجته "

**انس ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن چار عمرا ڪيا جيڪي سڀ ذوالعقده جي مهيني ۾ ڪيائون سواءِ ان عمري جي جيڪو حج سان گڏ ڪيائون:1- حديبيہ جو عمرو ذوالقعد ۾،2-(ايندڙ سال وري) ذوالقعد ۾ عمرو ڪيائون،3- " جعرانہ" جتي حنين جو غنيمت جو مال ورهايائون، اتان ذوالقعد ۾ عمرو ڪيائون،4- آخري عمرو پنهنجي حج جي ڏينهن ۾ ڪيائون.**
**(بخاري مسلم)**

(2498) وعن البراء بن عازب قال : اعتمر رسول الله صلى الله عليه وسلم في ذي القعدة قبل أن يحج مرتين " . رواه البخاري

---

1- حاجيءَ کي ٻڌايل هنڌن تي احرام ٻڌڻ فرض آهي. احرام کان سواءِ اڳتي مڪي شريف ڏانهن وڌڻ جائز نہ آهي.
2- هي مڪان مڪي شريف کان پنجن ميلن جي مفاصلي تي آهي.
3- هي مڪي شريف کان ٽي ميل پنڌ تي آهي.
4- نجد وارن لاءِ قرن المنازل مڪي کان 2 منزلن تي آهي. سيني مقامن ۾ هي مقام ويجهو آهي.
5- هي هڪ جبل آهي جيڪو مڪي شريف کان 2 منزلون پري آهي.

**براء بن عازب ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن حج ڪرڻ کان اڳ ذوالقعده ([1]) ۾ بہ عمرا ڪيا.**
**(ان کي بخاري روايت ڪيو)**

**فصل ٻيو**

(2499) وعن ابن عباس قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " يا أيها الناس إن الله كتب عليكم الحج " . فقام الأقرع بن حابس فقال : أفي كل عام يا رسول الله ؟ قال : " لو قلتها : نعم لوجبت ولو وجبت لم تعملوا بها ولم تستطيعوا والحج مرة فمن زاد فتطوع " . رواه أحمد والنسائي والدارمي

**ابن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايوتہ: اي انسانو! بيشڪ الله تعالىٰ توهان تي حج فرض ڪيو آهي. تڏهن اقرع بن حابس اٿي بيٺو. چيائين تہ اي الله جا رسول ﷺ! ڇا هر سال(حج فرض آهي؟) پاڻ سڳورن فرمايو تہ جيڪڏهن” هائو!“ چوان ها تہ البتہ فرض ٿي وڃي ها ۽ جيڪڏهن فرض ٿي وڃي ها تہ اوهان ان تي عمل نہ ڪيو ها ۽ ان جي طاقت نہ رکو ها، هڪ حج فرض آهي. جيڪو وڌيڪ ڪندو اهو (ان لاءِ) نفلي آهي.**
**(ان کي احمد، نسائي ۽ دارميءَ روايت ڪيو)**

(2500) وعن علي رضي الله عنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " من ملك زادا وراحلة تبلغه إلى بيت الله ولم يحج فلا عليه أن يموت يهوديا أو نصرانيا وذلك أن الله تبارك وتعالى يقول : ( ولله على الناس حج البيت من استطاع إليه سبيلا )

رواه الترمذي وقال : هذا حديث غريب . وفي إسناده مقال وهلال بن عبد الله مجهول والحارث يضعف في الحديث

**علي ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ جيڪو سفر سامان ۽ سواريءَ جو مالڪ هجي جنهن سان بيت الله شريف پهچي سگهي ۽ حج نہ ڪري تہ پوءِ چاهي تہ يهودي([2]) ٿي مري يا عيسائي ٿي مري ۽ اهو هن ڪري جو الله تعالىٰ (سوره آل عمران ۾) فرمائي ٿو تہ ماڻهن مان جيڪو بيت الله پهچڻ جي سگهہ رکي ٿو ان تي الله جو حق آهي تہ ان جو حج ڪري.**
**(ترمذيءَ روايت ڪيو ۽ چيائين تہ هيءَ حديث غريب آهي. ان جي سند ۾ حلال بن عبدالله مجهول آهي ۽(پڻ رواي) حارث بہ حديث ۾ ضعيف شمار ڪيو وڃي ٿو)**
**فائدو: جيتوڻيڪ هن مضمون جون ٻيون حديثون بہ ضعيف آهن ۽ ڪي حديثون موقوف آهن مگر علامہ شوڪاني نيل الاوطار ۾ آهي حديثون جمع ڪرڻ کان بعد فرمائي ٿو تہ هيءَ حديث حسن لغيره آهي، جيڪا محدثين وٽ قابل حجت آهي. (مرعاة:270/6)**

(2501) وعن ابن عباس قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم :

---

[1]- رسول الله ﷺ عمرو ذوالقعده ۾ هن ڪري ڪيو جو ڪافر حج جي ڏينهن ۾ عمرو ڪرڻ برو سمجهندا هئا.

[2]- عرب حج ڪندا هئا ۽ يهودي ۽ نصاريٰ حج نہ ڪندا هئا، تنهنڪري رسول الله ﷺ جن حج نہ ڪندڙ کي بہ يهودي ۽ نصاريٰ ڪوٺيو آهي.

لا صرورة في الإسلام " . رواه أبو داود

**ابن عباس رضي الله عنهما كان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته: اسلام ۾ حج ڇڏڻ (جائز) نه آهي.**

**(ان کي ابوداؤد روايت ڪيو)**

**فائدو: سند ۾ راوي عمر بن عطا بن وراز ضعيف آهي.(مرعاة:271/6)**

(2501) وعنه قال قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " من أراد الحج فليعجل " . رواه أبو داود والدارمي

**ابن عباس رضي الله عنهما كان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته:جيڪو حج جو ارادو ڪري ته ڪيس[1] جلدي ڪرڻ گهرجي.**

**(ان کي ابوداؤد ۽ دارمي روايت ڪيو آهي)**

(2502) وعن ابن مسعود قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " تابعوا بين الحج والعمرة فإنهما ينفيان الفقر والذنوب كما ينفي الكير خبث الحديد والذهب والفضة وليس للحجة المبرورة ثواب إلا الجنة " . رواه الترمذي والنسائي ورواه أحمد وابن ماجه عن عمر إلى قوله : " خبث الحديد "

**ابن مسعود ﷺ كان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته: حج ۽ عمرو ساندهه ڪندا رهو، ڇاڪاڻ ته بيشڪ اهي ٻئي مسڪيني ۽ گناهن کي ختم ڪن ٿا جيئن ڀٽي لوهه، سون ۽ چانديءَ جي مير ۽ ڪٽ کي ختم ڪندي آهي ۽ قبول پيل حج جو ثواب جنت ئي آهي.**

**(ان کي ترمذيءَ ۽ نسائيءَ روايت ڪيو. احمد ۽ ابن ماجه عمر ﷺ جي حوالي سان اها حديث خبث الحديد تائين بيان ڪئي.**

(2503) وعن ابن عمر قال : جاء رجل إلى النبي صلى الله عليه وسلم فقال : يا رسول الله ما يوجب الحج ؟ قال : " الزاد والراحلة " . رواه الترمذي وابن ماجه

**ابن عمر رضي الله عنهما كان روايت آهي ته هڪ شخص نبي ﷺ جن وٽ آيو ۽ چيائين ته اي الله جا رسولﷺ! ڪهڙي شيءِ حج کي فرض ڪري ٿي؟ فرمايائون ته: سفر جو سامان ۽ سواري.**

**(ان کي ترمذيءَ ۽ ابن ماجه روايت ڪيو)[2]**

(2504) وعنه قال : سأل رجل رسول الله صلى الله عليه وسلم فقال : ما الحاج ؟ فقال : " الشعث النفل " . فقام آخر فقال : يا رسول الله أي الحج أفضل ؟ قال : " العج والثج " . فقام آخر فقال : يا رسول الله ما السبيل ؟ قال : " زاد وراحلة " رواه في شرح السنة . وروى ابن ماجه في سننه إلا أنه لم يذكر الفصل الأخير

---

[1]- ڇاڪاڻ ته ماڻهو ڪڏهن بيمار ٿي پوي، ڪڏهن ڪا شيءِ گم ٿي وڃي، ڪڏهن ڪا سخت ضرورت پيش اچي تنهنڪري حج ڪرڻ ۾ دير ڪرڻ نه گهرجي متان ماڻهو حج جو تارڪ ٿي مري.حج خرچ هجڻ وقت فورًا واجب آهي.

[2]- حج واجب ٿيندو ڪاڏي پيتي ۽ سواري جي خرچ موجود هجڻ سان ۽ ان سان گڏ موٽي اچڻ تائين عيال جو خرچ پڻ هجي. امام ابوحنيفه ۽ امام مالڪ ۽ امام احمد وٽ ان حالت ۾ ٻر وقت حج ڪرڻ فرض آهي مگر امام شافعي چوي ٿو ته هن تي حج ٻر وقت واجب نه آهي بلڪ سڄي عمر ۾ جنهن به وقت سهولت سان چاهي ادا ڪري سگهي ٿو پر جيڪڏهن ڪيس خوف آهي ته منهنجي موت جو وقت ويجهو آهي ته ان سورت ۾ ڪيس جلد حج ادا ڪرڻ گهرجي.

ابن عمر رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ هڪ شخص رسول الله ﷺ جن کان پڇو تہ حاجي ڪير آهي؟ فرمايائون تہ جنهن جا وار وکريل ۽ جسم مان بوءِ ايندي هجي. پوءِ ٻيو اٿي بيٺو ۽ چيائين تہ اي الله جا رسول ﷺ! ڪهڙو حج افضل آهي. فرمايائون تہ (جنهن ۾) ڏاڍيان لبيڪ چئجي ۽ قرباني ڪجي پوءِ ٻيو اٿي بيٺو ۽ چيائين تہ اي الله جا رسول ﷺ! "رستي جي سگھہ" مان ڇا مراد آهي؟ فرمايائون تہ سفر جو سامان ۽ سواري.

(ان کي شرح السنة ۾ روايت ڪيو ويو. ابن ماجہ ان کي پنهنجي سنن ۾ بيان ڪيو، مگر ان ۾ حديث جي ٽئين جملي جو ذڪر نہ آهي)

(2505) وعن أبي رزين العقيلي أنه أتى النبي صلى الله عليه وسلم فقال : يا رسول الله إن أبي شيخ كبير لا يستطيع الحج ولا العمرة ولا الظعن قال : " حج عن أبيك واعتمر " . رواه الترمذي وأبو داود والنسائي وقال الترمذي : هذا حديث حسن صحيح

ابي رزين عقيلي رضي الله عنه کان روايت آهي تہ اهو رسول الله ﷺ جن وٽ آيو ۽ چيائين تہ اي الله جا رسول ﷺ! بيشڪ منهنجو پيءُ ڏاڍو پوڙهو تي چڪو آهي، حج ۽ عمري لاءِ سواري تي سوار ٿيڻ جي سگھہ نٿو رکي. فرمايائون تہ پنهنجي پيءُ جي طرفان حج ۽ عمرو ڪر.

(ان کي ترمذي،ابوداؤد ۽ نسائي روايت ڪيو ۽ ترمذيءَ چيو تہ هيءَ حديث حسن صحيح آهي)

(2506) مرفوع وعن ابن عباس قال : إن رسول الله صلى الله عليه وسلم سمع رجلا يقول لبيك عن شبرمة قال : " من شبرمة " قال : أخ لي أو قريب لي قال : " أحججت عن نفسك ؟ " قال : لا قال : " حج عن نفسك ثم حج عن شبرمة " . رواه الشافعي وأبو داود وابن ماجه

ابن عباس رضي الله عنهما کان راويت آهي تہ رسول الله ﷺ جن هڪ شخص کي چوندي ٻڌو تہ "شبرمہ جي طرفان لبيڪ"- ارشاد فرمايائون تہ "(اهو) شبرمہ ڪير آهي؟" چيائين تہ "منهنجو ڀاءُ يا منهنجو عزيز آهي." فرمايائون تہ"ڇا تو پنهنجي طرفان حج ڪيو آهي؟" چيائين تہ "نہ!" (ڪيس) فرمايائون تہ " پهريائين پنهنجي طرفان حج ڪر پوءِ شبرمہ ([1]) جي طرفان حج ڪر."

(ان کي شافعي، ابوداؤد ۽ ابن ماجہ روايت ڪيو)

(2507) وعنه قال : وقت رسول الله صلى الله عليه وسلم لأهل المشرق العقيق . رواه الترمذي وأبو داود

ابن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن مشرقي ملڪن جي ماڻهن لاءِ "عقيق" کي ميقات مقرر فرمايو.

(ان کي ترمذي ۽ ابوداؤد روايت ڪيو)

(2508) وعن عائشة أن رسول الله صلى الله عليه وسلم وقت لأهل العراق ذات عرق . رواه أبو داود والنسائي

عائشہ رضي الله عنها کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن عراق وارن لاءِ "ذات العرق" کي ميقات مقرر فرمايو.

(ان کي ابوداؤد ۽ نسائي روايت ڪيو)

---

[1]- هن حديث شريف مان ثابت ٿئي ٿو تہ حج يا عمرو بيمارجي طرفان ڪري سگھجن ٿا. ٻئي جي طرفان حج درست آهي مگر شرط اهو آهي تہ پهريائين پنهنجو حج ڪري پوءِ ٻئي جي طرفان حج ڪري سگھي ٿو.

(2509) وعن أم سلمة قالت : سمعت رسول الله صلى الله عليه وسلم يقول : " من أهل بحجة أو عمرة من المسجد الأقصى إلى المسجد الحرام غفر له ما تقدم من ذنبه وما تأخر أو وجبت له الجنة . رواه أبو داود وابن ماجه

**ام سلمہ رضي الله عنها کان روايت آهي تہ مون رسول الله ﷺ جن کان فرمائيندي ٻڌو تہ: جيڪو شخص مسجد اقصىٰ کان حج يا عمري جو احرام ٻڌندو ان جا اڳيان ۽ پويان (سڀ) گناهہ معاف ڪيا ويندا ۽ ان لاءِ جنت واجب ٿيندي.**

**(ان کي ابوداؤد ۽ ابن ماجہ روايت ڪيو)**

**فائدو: ان حديث جي سند قوي نہ آهي سنت هي آهي تہ احرام ميقات کان ٻڌجي، جيڪڏهن مسجد اقصىٰ کان احرام ٻڌي حج يا عمرو ڪرڻ جي فضيلت وڏيڪ هجي ها تہ رسول الله ﷺ جن پاڻ اتان احرام ٻڌن ها(مشڪوٰة الباني:777/2- مرعاة:305/6)**

## فصل ٽيون

(2510) عن ابن عباس قال : كان أهل اليمن يحجون فلا يتزودون ويقولون : نحن المتوكلون فإذا قدموا مكة سألوا الناس فأنزل الله تعالى : ( وتزودوا فإن خير الزاد التقوى )

رواه البخاري

**ابن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ يمن وارا حج تي بغير سامان جي ايندا هئا ۽ چوندا هئا تہ اسين "توڪلي" آهيون. جڏهن مڪي پهچندا هئا تہ ماڻهن کان سوال ڪندا هئا. تڏهن الله تعالىٰ هيءَ آيت سڳوري نازل ڪئي تہ: و تزودوا..."۽ سامان سفر ساڻ ڪڻو پوءِ بيشڪ بهترين سامان سفر سوال کان بچڻ آهي."**

**( ان کي بخاريءَ روايت ڪيو)**

(2511) وعن عائشة قالت : قلت : يا رسول الله على النساء جهاد ؟ قال : " نعم عليهن جهاد لا قتال فيه : الحج والعمرة " . رواه ابن ماجه

**عائشہ رضي الله عنها کان روايت آهي تہ مون چيو تہ اي الله جا رسولﷺ! ڇا عورتن تي بہ جهاد آهي؟ فرمايائون تہ هائو! انهن تي اهڙو جهاد آهي جنهن ۾ ويڙهہ نہ آهي (يعني) حج ۽ عمرو.**

**(ان کي ابن ماجہ روايت ڪيو)**

(2512) وعن أبي أمامة قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " من لم يمنعه من الحج حاجة ظاهرة أو سلطان جائر أو مرض حابس فمات ولم يحج فليمت إن شاء يهوديا وإن شاء نصرانيا " . رواه الدارمي

**ابو امامہ ﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جنهن شخص کي حج ڪرڻ کان حقيقي حاجت (۽ عذر) يا ظالم بادشاهہ يا بيماري نہ روڪي پوءِ حج ڪرڻ کان سواءِ مري وڃي تہ چاهي تہ يهودي ٿي مري چاهي تہ عيسائي ٿي مري.**

**(ان کي دارميءَ روايت ڪيو)**

**فائدو: سند ۾ راوي شريڪ حافظي جو ردي آهي ۽ راوي عمار بن مطر ضعيف آهي(مرعاة:308/6)**

(2513) وعن أبي هريرة عن النبي صلى الله عليه وسلم أنه قال : " الحاج والعمار وفد الله إن دعوه أجابهم وإن استغفروه غفر لهم " . رواه ابن ماجه

**ابوهريره ﷛ كان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ حج ۽ عمرو ڪندڙ الله جو وفد (۽ مهمان) آهن. جيڪڏهن اهي الله تعالىٰ كان دعا ڪندا آهن تہ الله سندن دعا قبول فرمائيندو آهي ۽ جيڪڏهن ان كان بخشش گهرندا آهن تہ الله تعالىٰ انهن کي بخشي ڇڏيندو آهي.**

**(ان کي ابن ماجہ روايت ڪيو)**

**فائدو: سند ۾ راوي صالح بن عبدالله منڪر الحديث آهي**(مرعاة:309/6)

(2514) وعنه قال : سمعت رسول الله صلى الله عليه وسلم يقول : " وفد الله ثلاثة الغازي والحاج والمعتمر " . رواه النسائي والبيهقي في شعب الإيمان

**ابوهريره ﷛ كان روايت آهي تہ مون رسول الله ﷺ جن كان فرمائيندي ٻڌو تہ ٽي ڄڻا الله جو وفد يا مهمان آهن:1- جهاد ڪندڙ،2- حج ڪندڙ،3- عمرو ڪندڙ.**

**(ان کي نسائيءَ ۽ شعب الايمان ۾ بيهقيءَ روايت ڪيو)**

**فائدو: سند ۾ راوي محمد بن ابي حميد ضعيف آهي**(مرعاة:309/6)

(2515) وعن ابن عمر قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " إذا لقيت الحاج فسلم عليه وصافحه ومره أن يستغفر لك قبل أن يدخل بيته فإنه مغفور له " . رواه أحمد

**ابن عمر رضي الله عنهما كان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جڏهن تنهنجي ملاقات حج ڪندڙن سان ٿئي تہ کيس سلام ڪر، ان سان مصافحو ڪر ۽ پنهنجي گهر ۾ داخل ٿيڻ كان اڳ ان کي بخشش جي دعا جي درخواست ڪر ڇاڪاڻ تہ اهو بخشيل بخشايل هوندو آهي.**

**(ان کي ترمذيءَ روايت ڪيو)**

**فائدو: سند ۾ راوي محمد بن عبدالرحمن بليماني ضعيف آهي**(مرعاة:310/6)

(2516) وعن أبي هريرة قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " من خرج حاجا أو معتمرا أو غازيا ثم مات في طريقه كتب الله له أجر الغازي والحاج والمعتمر " . رواه البيهقي في شعب الإيمان

**ابوهريره ﷛ كان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جيڪو شخص حج يا عمري يا جهاد لاءِ نڪري پوءِ واٽ تي ئي مري وڃي تہ ان لاءِ سندس نامہ اعمال ۾ الله تعالىٰ جهاد، حج يا عمري ڪندڙ جو اجر لکي ٿو.**

**(ان کي ترمذيءَ روايت ڪيو)**

## باب الاحرام و التلبية
## احرام ٻڌڻ ۽ لبيڪ چوڻ جو بيان
### فصل پهريون

(2517) عن عائشة رضي الله عنها قالت : كنت أطيب رسول الله صلى الله عليه وسلم لإحرامه قبل أن يحرم ولحله قبل أن يطوف بالبيت بطيب فيه مسك كأني أنظر إلى وبيص الطيب في مفارق رسول الله صلى الله عليه وسلم وهو محرم

**عائشہ رضي الله عنها کان روايت آهي تہ آئون احرام کان پهريائين، احرام جي وقت ۽ احرام کان نڪرڻ وقت بيت الله جو طواف ڪرڻ کان اڳ رسول الله ﷺ جن کي خوشبو هڻندي هيس جنهن ۾ مشڪ شامل هوندي هئي. ڄڻ تہ (هينئر بہ) رسول الله ﷺ جن جي سينڌ ۾ حالت احرام ۾ خوشبوءِ جي چمڪ ڏسي رهي آهيان.**
**(بخاري و مسلم)**

(2518) وعن ابن عمر رضي الله عنهما قال : سمعت رسول الله صلى الله عليه وسلم يهل ملبدا يقول : " لبيك اللهم لبيك لبيك لا شريك لك لبيك إن الحمد والنعمة لك والملك لا شريك لك " . لا يزيد على هؤلاء الكلمات

**ابن عمر رضي الله عنه کان روايت آهي تہ مون نبي ﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو جڏهن تہ سندن مٿو(خطمي سان) چيڪايل هو[1] ڏاڍيان چئي رهيا هئا: اي الله! حاضر آهيان، حاضر آهيان، تنهنجو ڪو شريڪ نہ آهي، حاضر آهيان. بيشڪ ساراهہ ۽ نعمت تنهنجي لاءِ آهي ۽ بادشاهي تنهنجي آهي، تنهنجو ڪو شريڪ نہ آهي. انهن ڪلمات کان وڌيڪ (ٻيا ڪلمات) نہ چوندا هئا.**
**(بخاري و مسلم)**

(2519) وعنه قال : كان رسول الله صلى الله عليه وسلم إذا أدخل رجله في الغرز واستوت به ناقته قائمة أهل من عند مسجد ذي الحليفة

**ابن عمر رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن جڏهن (سواريءَ جي) پاڪڙيءَ ۾ پير وجهندا هئا ۽ ڏاچي کين کڻي هلندي هئي تہ ذوالحليفہ جي مسجد وٽان ڏاڍيان لبيڪ چوندا هئا.**
**(بخاري و مسلم)**

(2520) وعن أبي سعيد الخدري قال : خرجنا مع رسول الله صلى الله عليه وسلم نصرخ بالحج صراخا . رواه مسلم

**ابوسعيد خدري رضي الله عنه کان روايت آهي تہ اسين رسول الله ﷺ سان گڏجي نڪتا سون، پاڻ زور زور سان حج جي لبيڪ چئي رهيا هئا.**
**(مسلم)**

[1]- تلبيہ چوڻ وقت ڪؤنر وغيره مٽي جي وارن کي لڳايو وڃي تان تہ لٽ ۽ غبار کان بچاءُ ٿي سگهي.

(2521) وعن أنس رضي الله عنه قال : كنت رديف أبي طلحة وإنهم ليصرخون بهما جميعا : الحج والعمرة . رواه البخاري

**انس ﷺ كان روايت آهي تہ آئون ابو طلحہ سان ٻيلهہ چڙهيل هئس. سڀ ڏاڍيان حج ۽ عمري جي لبيڪ چئي رهيا هئا.**
**(ان کي بخاري روايت ڪيو)**

(2522) وعن عائشة قالت : خرجنا مع رسول الله صلى الله عليه وسلم عام حجة الوداع فمنا من أهل بعمرة ومنا من أهل بحج وعمرة ومنا من أهل بالحج وأهل رسول الله صلى الله عليه وسلم بالحج فأما من أهل بعمرة فحل وأما من أهل بالحج أو جمع الحج والعمرة فلم يحلوا حتى كان يوم النحر

**عائشہ رضي الله عنها کان روايت آهي تہ حجة الوداع واري سال اسين رسول الله ﷺ سان جن سان گڏجي نڪتاسون. اسان مان ڪي عمري جي لبيڪ ڏاڍيان چئي رهيا هئا ۽ ڪي حج ۽ عمري ٻنهي جي لبيڪ زور سان چئي رهيا هئا ۽ ڪي فقط حج جي لبيڪ چئي رهيا هئا. رسول الله ﷺ (صرف) حج جي لبيڪ چئي رهيا هئا. پوءِ جنهن جو احرام عمري جو هو(عمرو ڪري فارغ ٿيو تہ) حلال ٿي ويو ۽ جنهن جو احرام اڪيلي حج لاءِ هو يا حج ۽ عمري ٻنهي لاءِ هو تہ اهي ڏهين ذوالحج تي فارغ ٿيا.**
**(بخاري و مسلم)**

(2523) وعن ابن عمر رضي الله عنهما قال : تمتع رسول الله صلى الله عليه وسلم في حجة الوداع بالعمرة إلى الحج بدأ فأهل بالعمرة ثم أهل بالحج

**ابن عمر ﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن حجة الوداع ۾ حج ۽ عمرو گڏ ڪيو. پهريائين عمري جي لبيڪ، پوءِ حج جي لبيڪ پڪاريائون.**
**(بخاري و ملسم)**

## فصل ٻيو

(2424) عن زيد بن ثابت أنه رأى النبي صلى الله عليه وسلم تجرد لإهلاله واغتسل . رواه الترمذي والدارمي

**زيد بن ثابت ﷺ کان روايت آهي تہ انهيءَ نبي ﷺ کي ڏٺو تہ پاڻ احرام لاءِ (سبيل ڪپڙا) لاٿائون ۽ غسل ڪيائون.**
**(ان کي ترمذي ۽ دارمي روايت ڪيو)**

**فائدو: راوي عبدالله بن تعقوب مجهول الحال آهي ليڪن حديث ڪثرت شواهد جي ڪري حسن آهي ۽ احرام لاءِ غسل مسنون آهي فرض نہ آهي(مرعاة:359/6)**

(2525) وعن ابن عمر أن النبي صلى الله عليه وسلم لبد رأسه بالغسل . رواه أبو داود

**ابن عمر رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن پنهنجو مٿو خطمي (ٻوٽيءَ) وغيره سان چيڪايو هو.**
**(ان کي ابوداؤد روايت ڪيو)**

(2526) وعن خلاد بن السائب عن أبيه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم " أتاني جبريل فأمرني أن آمر أصحابي أن يرفعوا أصواتهم بالإهلال أو التلبية " . رواه مالك والترمذي وأبو داود والنسائي وابن ماجه والدارمي

**خلاد بن سائب پنهنجي پيءُ کان روايت ڪري ٿو ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته: مون وٽ جبريل آيو ۽ چيائين ته پنهنجن ساٿين کي حڪم ڪريان ته لبيڪ بلند آواز سان چون.**
**(ان کي مالڪ، ترمذي، ابوداؤد، نسائي، ابن ماجہ ۽ دارمي روايت ڪيو)**

((2527) وعن سهل بن سعد قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " ما من مسلم يلبي إلا لبى من عن يمينه وشماله : من حجر أو شجر أو مدر حتى تنقطع الأرض من ههنا وههنا " . رواه الترمذي وابن ماجه

**سهل بن سعد ﷺ کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته: جيڪو بہ مسلمان ڏاڍيان لبيڪ چوندو آهي ته ان جي ساڄ کابي پٿر، وڻ مٽيءَ جون سرون اوپر ۽ اولهہ جي انتهاين تائين لبيڪ چوندا آهن.**
**(ان ترمذي ۽ ابن ماجہ روايت ڪيو)**

(2528) وعن ابن عمر قال : كان رسول الله صلى الله عليه وسلم يركع بذي الحليفة ركعتين ثم إذا استوت به الناقة قائمة عند مسجد ذي الحليفة أهل بهؤلاء الكلمات ويقول : " لبيك اللهم لبيك لبيك وسعديك والخير في يديك لبيك والرغباء إليك والعمل " . متفق عليه ولفظه لمسلم

**ابن عمر رضي الله عنهما کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن ذوالحليفہ وٽ بہ رڪعتون ادا ڪيون، پوءِ جڏهن سندن ڏاچي ڪين ذوالحليفہ جي مسجد وٽ آندو ته هينيان ڪلمات ڏاڍيان چيائون: حاضر آهيان،حاضر آهيان، حاضر آهيان. ڀلائي سڀ تنهنجي هٿ ۾ آهي، حاضر آهيان. توڪان ئي اميدون وابستہ آهن ۽ سڀ عمل تنهنجي لاءِ آهن.**
**(بخاري و مسلم، حديث جا الفاظ مسلم جا آهن)**

(2529) وعن عمارة بن خزيمة بن ثابت عن أبيه عن النبي صلى الله عليه وسلم أنه كان إذا فرغ من تلبيته سأل الله رضوانه والجنة واستعفاه برحمته من النار . رواه الشافعي

**عماره بن خزيمہ بن ثابت کان اهو پنهنجي پيءُ کان روايت ڪري ٿو ته نبي ﷺ جن لبيڪ کان فارغ ٿيا ته الله تعالىٰ کان سندس رضا ۽ جنت جو سوال ڪيائون ۽ الله جي رحمت جي وسيلي دوزخ کان پناهہ طلب ڪيائون.**
**(ان کي شافعيءَ روايت ڪيو)**
**فائدو: راوي صالح بن محمد بن ابي زائده ضعيف آهي**(مرعاة:368/6)

**ٽيون فصل**

(2530) عن جابر أن رسول الله صلى الله عليه وسلم لما أراد الحج أذن في الناس فاجتمعوا فلما أتى البيداء أحرم . رواه البخاري

جابر ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن جڏهن حج جو ارادو فرمايو تہ ماڻهن ۾ اعلان ڪرايائون تہ گهڻائي ماڻهو گڏ ٿيا. جڏهن "بيداءُ" (نالي هنڌ) تي آيا تہ اتان احرام ٻڌائون.
(ان کي بخاري روايت ڪيو)

فائدو: جابر جي هيءَ حديث انهن الفاظن ۽ معني سان صحيح بخاري ۾ نہ آهي. البتہ ترمذي ۾ هي روايت آهي. معلوم ٿئي ٿو تہ مؤلف ﷫علامہ جوزي جي پيروي ڪندي ان حديث جي نسبت بخاريءَ جي طرف ڪري ڇڏي والله اعلم(مرعاة:368/6)

(2531) وعن ابن عباس قال : كان المشركون يقولون : لبيك لا شريك لك فيقول رسول الله صلى الله عليه وسلم : " ويلكم قد قد " إلا شريكا هو لك تملكه وما ملك . يقولون هذا وهم يطوفون بالبيت . رواه مسلم

ابن عباس رضي الله کان روايت آهي تہ مشرڪ لبيڪ چوندا هئا تہ حاضر آهيون، تنهنجو ڪو شريڪ نہ آهي([1]) تڏهن رسول الله ﷺ جن فرمائيندا هئا تہ توهان لاءِ هلاڪت هجي، بس ڪريو، بس ڪريو. (مشرڪ) چوندا هئا تہ البتہ اهو تنهنجو شريڪ آهي جيڪو تنهنجو پيارو آهي، اهو (پاڻ) مالڪ نہ آهي. بيت الله جو طواف ڪرڻ وقت اهي لبيڪ چوندا هئا.
(ان کي مسلم روايت ڪيو)

[1]- مشرڪن جي دعا جو مطلب هو تہ الله! حاضر آهيون، تنهنجي لاءِ ڪوبہ شريڪ نہ آهي مگر اهي شريڪ جن جو تون مالڪ ٿئين ٿو ۽ اهي ڪنهن شيءِ جا مالڪ نہ آهن. رسول الله ﷺ جن لا شريڪ کان پوءِ ان جملي کان صحابہ کي روڪيندا هئا ڇاڪاڻ تہ ائين مشرڪ چوندا هئا.

## باب قصة حجة الوداع
## حجة الوداع جو قصو
### فصل پهريون

(2532) عن جابر بن عبد الله أن رسول الله صلى الله عليه وسلم مكث بالمدينة تسع سنين لم يحج ثم أذن في الناس بالحج في العاشرة : أن رسول الله صلى الله عليه وسلم حاج فقدم المدينة بشر كثير فخرجنا معه حتى إذا أتينا ذا الحليفة فولدت أسماء بنت عميس محمد بن أبي بكر فأرسلت إلى رسول الله صلى الله عليه وسلم : كيف أصنع ؟ قال : " اغتسلي واستثقري بثوب وأحرمي " فصلى رسول الله صلى الله عليه وسلم في المسجد ثم ركب القصواء حتى إذا استوت به ناقته على البيداء أهل بالتوحيد " لبيك اللهم لبيك لبيك لا شريك لك لبيك إن الحمد والنعمة لك والملك لا شريك لك " . قال جابر : لسنا ننوي إلا الحج لسنا نعرف العمرة حتى إذا أتينا البيت معه استلم الركن فطاف سبعا فرمل ثلاثا ومشى أربعا ثم تقدم إلى مقام إبراهيم فقرأ : ( واتخذوا من مقام إبراهيم مصلى ) فصلى ركعتين فجعل المقام بينه وبين البيت وفي رواية : أنه قرأ في الركعتين : ( قل هو الله أحد و ( قل يا أيها الكافرون )

ثم رجع إلى الركن فاستلمه ثم خرج من الباب إلى الصفا فلما دنا من الصفا قرأ : ( إن الصفا والمروة من شعائر الله )

أبدأ بما بدأ الله به فبدأ بالصفا فرقي عليه حتى رأى البيت فاستقبل القبلة فوحد الله وكبره وقال : " لا إله إلا الله وحده لا شريك له له الملك وله الحمد وهو على كل شيء قدير لا إله إلا الله وحده أنجز وعده ونصر عبده وهزم الأحزاب وحده " . ثم دعا بين ذلك قال مثل هذا ثلاث مرات ثم نزل ومشى إلى المروة حتى انصبت قدماه في بطن الوادي ثم سعى حتى إذا صعدنا مشى حتى أتى المروة ففعل على المروة كما فعل على الصفا حتى إذا كان آخر طواف على المروة نادى وهو على المروة والناس تحته فقال : " لو أني استقبلت من أمري ما استدبرت لم أسق الهدي وجعلتها عمرة فمن كان منكم ليس معه هدي فليحل وليجعلها عمرة " . فقام سراقة بن مالك بن جعشم فقال : يا رسول الله ألعامنا هذا أم لأبد ؟ فشبك رسول الله صلى الله عليه وسلم أصابعه واحدة في الأخرى وقال : " دخلت العمرة في الحج مرتين لا بل لأبد أبد " . وقدم علي من اليمن ببدن النبي صلى الله عليه وسلم فقال له : " ماذا قلت حين فرضت الحج ؟ " قال : قلت : اللهم إني أهل بما أهل به رسولك قال : " فإن معي الهدي فلا تحل " . قال : فكان جماعة الهدي الذي قدم به علي من اليمن والذي أتى به النبي صلى الله عليه وسلم مائة قال : فحل الناس كلهم وقصروا إلا النبي صلى الله عليه وسلم ومن كان معه من هدي فلما كان يوم التروية توجهوا إلى منى فأهلوا بالحج وركب النبي صلى الله عليه وسلم فصلى بها الظهر والعصر والمغرب والعشاء والفجر ثم مكث قليلا

حتى طلعت الشمس وأمر بقبة من شعر تضرب له بنمرة فسار رسول الله صلى الله عليه وسلم ولا تشك قريش إلا أنه واقف عند المشعر الحرام كما كانت قريش تصنع في الجاهلية فأجاز رسول الله صلى حتى أتى عرفة فوجد القبة قد ضربت له بنمرة فنزل بها حتى إذا زاغت الشمس أمر بالقصواء فرحلت له فأتى بطن الوادي فخطب الناس وقال : " إن دماءكم وأموالكم حرام عليكم كحرمة يومكم هذا في شهركم هذا في بلدكم هذا ألا كل شيء من أمر الجاهلية تحت قدمي موضوع ودماء الجاهلية موضوعة وإن أول دم أضع من دمائنا دم ابن ربيعة بن الحارث وكان مسترضعا في بني سعد فقتله هذيل وربا الجاهلية موضوع وأول ربا أضع من ربانا ربا عباس بن عبد المطلب فإنه موضوع كله فاتقوا الله في النساء فإنكم أخذتموهن بأمان الله واستحللتم فروجهن بكلمة الله ولكم عليهن أن لا يوطئن فرشكم أحدا تكرهونه فإن فعلن ذلك فاضربوهن ضربا غير مبرح ولهن عليكم رزقهن وكسوتهن بالمعروف وقد تركت فيكم ما لن تضلوا بعده إن اعتصمتم به كتاب الله وأنتم تسألون عني فما أنتم قائلون ؟ " قالوا : نشهد أنك قد بلغت وأديت ونصحت . فقال بأصبعه السبابة يرفعها إلى السماء وينكتها إلى الناس : " اللهم اشهد اللهم اشهد " ثلاث مرات ثم أذن بلال ثم أقام فصلى الظهر ثم أقام فصلى العصر ولم يصل بينهما شيئا ثم ركب حتى أتى الموقف فجعل بطن ناقته القصواء إلى الصخرات وجعل حبل المشاة بين يديه واستقبل القبلة فلم يزل واقفا حتى غربت الشمس وذهبت الصفرة قليلا حتى غاب القرص وأردف أسامة ودفع حتى أتى المزدلفة فصلى بها المغرب والعشاء بأذان واحد وإقامتين ولم يسبح بينهما شيئا ثم اضطجع حتى طلع الفجر فصلى الفجر حين تبين له الصبح بأذان وإقامة ثم ركب القصواء حتى أتى المشعر الحرام فاستقبل القبلة فدعاه وكبره وهلله ووحده فلم يزل واقفا حتى أسفر جدا فدفع قبل أن تطلع الشمس وأردف الفضل بن عباس حتى أتى بطن محسر فحرك قليلا ثم سلك الطريق الوسطى التي تخرج على الجمرة الكبرى حتى أتى الجمرة التي عند الشجرة فرماها بسبع حصيات يكبر مع كل حصاة منها مثل حصى الخذف رمى من بطن الوادي ثم انصرف إلى المنحر فنحر ثلاثا وستين بدنة بيده ثم أعطى عليا فنحر ما غبر وأشركه في هديه ثم أمر من كل بدنة ببضعة فجعلت في قدر فطبخت فأكلا من لحمها وشربا من مرقها ثم ركب رسول الله صلى الله عليه وسلم فأفاض إلى البيت فصلى بمكة الظهر فأتى على بني عبد المطلب يسقون على زمزم فقال : " انزعوا بني عبد المطلب فلولا أن يغلبكم الناس على سقايتكم لنزعت معكم " . فناولوه دلوا فشرب منه . رواه مسلم

**جابر بن عبدالله کان روایت آهي تہ رسول الله ﷺ جن مديني ۾ نو سال رهيا پر (ان دوران) ڪو حج نہ ڪيائون. (هجرت جي) ڏهين سال ماڻهن ۾ اعلان ڪرايائون تہ رسول الله ﷺ حج تي وڃڻ وارا آهن. پوءِ مديني ۾ گهڻا ماڻهو گڏ ٿيا. پوءِ اسين پاڻ ڪريمن سان گڏجي نڪتاسون. جڏهن ذوالحليفہ وٽ پهتاسون تہ اسماءُ بنت عميس رضي الله عنها کي محمد بن ابوبڪر ڄائو. انهيءَ رسول الله ﷺ جن ڏانهن (ماڻهو) موڪليو تہ آئون ڇا ڪريان؟ پاڻ سڳورن فرمايو تہ غسل ڪر**

۽ (رت کان بچاءَ لاءِ هيٺين جاءِ تي) مضبوطيءَ سان ڪپڙو ٻڌ ۽ لبيڪ چؤ. پوءِ رسول الله ﷺ جن مسجد ۾ نماز پڙهائي. پوءِ قصوا ڏاچيءَ تي چڙهيا تانجو جڏهن ڏاچيءَ تي چڙهي بيداءَ جي ٽڪري تي پهتا ته توحيد تي مشتمل لبيڪ جا ڪلمات چيائون. اي الله! حاضر آهيان، آئون اي الله! حاضر آهيان، آئون حاضر آهيان تنهنجو ڪو شريڪ نه آهي، بيشڪ سڀ ساراهه ۽ تعريف تنهنجي لاءِ آهي، بادشاهي تنهنجي آهي، تنهنجو ڪو شريڪ نه آهي جابر چوي ٿو ته اسان صرف حج جي نيت ڪئي هئي، (حج جي مهينن ۾) عمرو (جائز) نه ڄاڻندا هئاسون تانجو پاڻ سڀڳورن سان بيت الله پهتاسون ته حجر اسود کي چميائون ۽ ست ڀيرا (بيت الله جو) طواف ڪيائون ٽي ڀيرا تيز هليا ۽ چار ڀيرا پر سڪون ٿي هليا. پوءِ مقام ابراهيم وٽ آيا ۽ هيءَ آيت پڙهيائون: ابراهيم جي بيهڻ جي جاءِ وٽ نماز پڙهو. پوءِ ٻه رڪعتون پڙهو. پوءِ ٻه رڪعتون پڙهيائون. مقام ابراهيم کي پنهنجي ۽ بيت الله جي وچ ۾ ڪيائون (يعني مقام ابراهيم جي پويان نماز پڙهيائون) ۽ هڪ روايت ۾ آهي ته ٻنهي رڪعتن ۾ (ترتيب سان) قل هو الله احد ۽ قل يا ايها الڪٰفرون پڙهيائون. پوءِ حجر اسود ڏانهن موٽي، ان کي چمي ڏنائون. پوءِ دروازي کان صفا ڏانهن هليا. جڏهن صفا جي ويجهو پهتا ته (هي آيت) پڙهيائون: بيشڪ صفا ۽ مروه الله تعالیٰ جي نشانين مان آهن. جيئن الله تعالیٰ شروعات ڪئي آهي، ساڳي طرح آئون به صفا کان شروع ڪريان ٿو. پوءِ صفا تي چڙهيا تانجو بيت الله کي ڏٺائون قبلي ڏانهن منهن ڪري الله تعالیٰ جي توحيد ۽ وڏائي بيان ڪيائون ۽ چيائون ته الله کان سواءِ ڪو معبود نه آهي، سندس ڪو شريڪ نه آهي، سندس بادشاهي آهي، سندس ساراهه آهي ۽ اهو هر شيءِ تي قدرت وارو آهي. الله کان سواءِ ڪو معبود نه آهي، اڪيلو آهي. پنهنجي وعدي کي پورو ڪيائين ۽ پنهنجي ٻانهي جي مدد ڪيائين ۽ اڪيلي سر جماعت کي شڪست ڏنائين. ان دوران دعا گهريائون ۽ اهي ڪلمات ٽي ڀيرا دهرايائون. پوءِ لهي مروه (ٽڪري) ڏانهن هليا تانجو سندن ٻئي پير هموار ماٿريءَ کان بلند ٿيا ته مروه تي ساڳي طرح ذڪر ۽ دعا ڪيائون جيئن صفا تي ڪيو هئائون تانجو آخري چڪر مروه تي ختم ڪيائون. پاڻ مروه تي اعلان ڪيائون جڏهن ته ماڻهو ٽڪريءَ جي هيٺان هئا ته: جيڪڏهن مون کي اها ڳالهه اڳ معلوم هجي ها جيڪا مون کي بعد ۾ معلوم ٿي ته هوند قرباني ساڻ نه آڻيان ها ۽ (حج جو احرام کولي) عمري جو ٻڌان ها. ان ڪري توهان مان جنهن وٽ قرباني نه آهي اهو حج ( جو احرام) کولي ۽ ان کي عمري جو ٺاهي. سراقه بن مالڪ بن جعشم اٿي بيٺو ۽ چيائين ته اي الله جا رسول ﷺ! اهو حڪم ان سال لاءِ آهي يا سدائين لاءِ؟ رسول الله ﷺ جن هڪ هٿ جون آڱريون ٻئي هٿ جي آڱرين ۾ وجهي ٻه ڀيرا فرمايو ته عمرو حج ۾ داخل آهي، نه! بلڪ اهو هميشه لاءِ حڪم آهي. علي رضي الله عنه نبي ﷺ لاءِ يمن کان قرباني جا جانور آندا. ان کان پڇيائون ته جڏهن حج جو احرام ٻڌو هيئي ته تو ڇا چاهيو هو؟ جواب ڏنائين ته مون چيو هو ته اي الله! جهڙي طرح رسول ﷺ جن احرام ٻڌو آهي ساڳيءَ طرح آئون به احرام ٻڌان ٿو. فرمايائون ته مون سان گڏ ته قربانيءَ جا جانور آهن ان ڪري(حج ۽ عمري کان اڳ) تون حلال نٿو ٿي سگهين. جابر رضي الله عنه چوي ٿو ته جيڪي قربانيون علي يمن کان آنديون ۽ جيڪي نبي ﷺ جن آنديون هيون (سي سڀ) سؤ هيون. چوي ٿو ته پوءِ سڀ ماڻهو حلال ٿيا ۽ وار ڪترايائون[1] سواءِ

[1]- هن مان معلوم ٿئي ٿو ته وارن کي ڪترائڻ به جائز آهي پر ڪوڙائڻ افضل آهي. مگر صحابن هتي انهيءَ تي عمل هن ڪري نه ڪيو

نبي ﷺ ۽ انهن صحابن جي جن وٽ قربانيون هيون. جڏهن انين ذوالحج ٿي تہ ماڻهو منٰي ڏانهن روانا ٿيا ۽ حج جو احرام ٻڌائون ۽ نبي ﷺ (انين تاريخ سج اڀرڻ وقت منٰي ڏانهن) سواريءَ تي هليا. اتي ظهر، عصر،مغرب عشاء ۽ فجر پڙهيائون. ٿوري دير ترسيا تانجو سج نڪتو([1]) ۽ حڪم ڪيائون تہ وارن جو جوڙيل تنبو نمره (نالي هنڌ) هڻن. پوءِ منٰي کان (عرفات ڏانهن) هليا قريش کي ڪجھ شڪ نہ هو تہ پاڻ مشعر الحرام ۾ نہ ترسندا. جيئن جاهليت جي زماني ۾ قريش ڪندا هئا. (يعني عرفات نہ ويندا هئا، مزدلفہ ۾ مشعرالحرام وٽ ترسندا هئا) رسول الله ﷺ جن(مزدلفہ لنگهي) عرفات پهتا([2]) جتي نمره (نالي هنڌ) تنبو کوڙيو ويو هو ان جي پاڇي ۾ لٿا، جڏهن سج لڙيو تہ قصواء ڏاچي جي باري ۾ حڪم ڏنائون تہ ان تي زين رکجي (ان تي سوار ٿي)عرفہ ماٿري ۾ آيا. اصحابن کي خطبو ڏيندي فرمايائون تہ بيشڪ توهان جا رت ۽ توهان جا مال توهان تي حرام آهن جيئن توهان جو هي ڏينهن، توهان جو هي مهينو، توهان جو هي شهر حرام آهن. خبردار! جاهيليت جي زماني جا سڀ ڪم منهنجي قدمن هيٺان (لتاڙيل) آهن. اسلام ۾ ڦهريون خون جنهن کي آئون ڪالعدم قرار ڏيان ٿو ربيعہ بن حارث جي پٽ جو خون آهي جنهن کي بنو سعد قبيلي ۾ کير پياريو ويو هو ۽ هزيل ان کي قتل ڪيو هو. جاهيلت جي زماني جا سڀ وياج ختم ڪيا ويا آهن. سڀ کان پهريائين آئون عباس بن عبدالمطلب جو وياج مڪمل ختم ڪريان ٿو. توهان کي عورتن جي باري م الله تعالىٰ جو خوف ڪرڻ گهرجي. توهان کين الله تعالىٰ جي عهد سان نڪاح ۾ آڻيو ٿا ۽ الله تعالىٰ جي حڪم سان انهن جي اگهڙن کي حلال ڪريو ٿا. انهن تي توهان جو حق آهي تہ جنهن کي توهان ناپسند ڪريو، ان کي توهان بسترن تي اچڻ نہ ڏين. جيڪڏهن توهان جي مرضي جي ابتڙ ڪنهن کي توهان جي بستري تي ويهارين تہ کين معمولي مار ڪٽ ڪريو، جيڪا سخت نہ هجي. توهان تي انهن جا حق آهن تہ انهن کي معروف طريقي مطابق خرچ([3]) ۽ لباس وغيره ڏيو. توهان ۾ الله جو ڪتاب ڇڏي وڃان ٿو جيڪڏهن ان کي مضبوطيءَ سان پڪڙيندا تہ توهان ڪڏهن بہ گمراهہ نہ ٿيندا. توهان کان منهنجي باري ۾ (قيامت جي ڏينهن) پڇاڻو ٿيندو، اوهان ڪهڙو جواب ڏيندا؟ چيائون تہ اسين شاهدي ڏيون ٿا تہ توهان (الله جو پيغام) پهچايو،(امانت) ادا ڪئي ۽ اوهان (ماڻهن سان) خيرخواهي ڪئي. پوءِ ڏسڻي آڱر ([4]) آسمان ڏانهن ڪڻي اشارو ڪندي ٿي ڦيرا فرمايائون تہ اي الله! تون گواهہ رهہ، اي الله! تون گواهہ رهہ. ان کان پوءِ بلال رضي الله عنه اذان ڏني ۽ تڪبير چيائين پاڻ ڪريمن ظهر پڙهائي پوءِ ان (وري) تڪبير چئي. پاڻ سڀ کي عصر پڙهائي. پر ٻنهي نمازن جي درميان سنتون ۽ نفل ادا نہ ڪيائون ([5]) پوءِ ڏاچيءَ تي سوار ٿي عرفات پهتا ۽ پنهنجي ڏاچي قصوا کي صخرات ڏانهن

---

جيڪڏهن مٿو انهيءَ وقت کوڙائين ها تہ حج جي وقت منٰي ۾ ايڏا وار نہ هجن ها جو کوڙائين.

[1]- هن مان معلوم ٿئي ٿو تہ 5 نمازون پڙهڻ سنت آهن. سج اڀرڻ کان پوءِ منٰي مان عرفات ڏي روانو ٿيڻ بہ سنت آهي.

[2]- قريش سڀني عرب جي خلاف مزدلفہ ۾ بيهي رهندا هئا ۽ چوندا هئا تہ اسين الله پاڪ جا پاڙيسري آهيون سو حرم کان ٻاهر ڪيئن نڪرون؟ مزدلفہ حرم ۾ داخل آهي. پر رسول الله ﷺ الله پاڪ جي حڪم مطابق عرفات ۾ اچي بيٺا جيئن ڏٺي پاڪ قرآن شريف ۾ فرمايو آهي تہ جيئن ٻيا ماڻهو عرفات ۾ بيهي موٽن ٿا تيئن توهين بہ عرفات ۾ بيهو پوءِ موٽو.

[3]- هن مان معلوم ٿئي ٿو تہ زالن جي کاڌي پيتي ۽ ڪپڙن جو خرچ مرد تي طاقت موجب آهي.

[4]- رسول الله ﷺ جن اشاري وقت آسمان ڏانهن اشارو ڪري آڱر ڪنيائون، جنهن مان معلوم ٿئي ٿو تہ الله تبارڪ وتعالىٰ سڀني جهان کان مٿي آهي.

[5]- هي ٻئي نمازون عرفات ۾ گڏي پڙهيائون، ان تي سڀني امت جو اتفاق آهي. وچ ۾ ڪو بہ نفل نہ پڙهيائون

هڪلي چڙهيائون ۽ جبل مشاة کي آڏو ڪيائون ۽ قبلي ڏانهن رخ ڪري سج لهڻ تائين اتي ترسيا. پوءِ هيڊاڻ ڪجھ گھٽ ٿي، تانجو سج جي ٽڪي ختم ٿي وئي ۽ اسامہ سندن پويان ٻيلھ ويٺو هو پوءِ روانا ٿيا تانجو مزدلفہ پهتا. اتي هڪ اذان ۽ ٻن تڪبيرن سان مغرب ۽ عشاء نماز پڙهايائون. ٻنهي جي درميان نفل نہ پڙهيائون ان کان پوءِ صبح صادق ٿيڻ تائين ننڊ ڪيائون . جڏهن چڱيءَ طرح روشني ٿي تہ فجر نماز اذان ۽ تڪبير سان ادا ڪيائون. پوءِ ڏاچي قصوا تي سوار ٿي مشعر الحرام پهتا. قبلي ڏانهن رخ ڪري دعائون پڙهندا رهيا. الله اڪبر، لااله الا الله ۽ توحيد جا ڪلمات بلند ڪندا رهيا چڱيءَ طرح صبح صادق ٿيڻ تائين اتي ترسيا رهيا. سج ايرڻ کان اڳ(مِنٰي ڏانهن) روانا ٿيا. فضل بن عباس ساڻن ٻيلھ چڙهيل هو، تانجو محسر ماٿريءَ ۾ پهتا.(اتان ڏاچيءَ کي) ٿورو تيز هڪليائون. پوءِ وچين رستي تي هليا جيڪو جمره ڪبره تي پهچائي ٿو تانجو جمره عقبٰي وٽ پهتا جيڪو وڻ جي ويجهو آهي. اتي جمره عقبٰي کي ست پٿريون هيائون. هر پٿري هڻڻ وقت الله اڪبر چيائون. هر پٿري آڱر جي چيڙي جيتري هئي. واديءَ جي وچ وٽان پٿريون هيائون. ان کان پوءِ مضبح ڏانهن روانا ٿيا ۽ پنهنجي هٿ سان ٽيهٺ اٺ ذبح ڪيائون. ٻيا اٺ سيدنا علي رضي الله عنه کي ڏنائون جنهن انهن جي قرباني ڪئي. نبي ﷺ جن علي رضي الله عنه کي پنهنجي قرباني ۾ شامل ڪيو. پوءِ هر اٺ جي گوشت جي هڪ هڪ ٻوٽيءَ جي باري ۾ حڪم ڏنائون جيڪا هانديءَ ۾ پچائي وئي. ٻنهي ان جو گوشت کاڌو ۽ شوربو پيتائون. ان کان پوءِ رسول الله ﷺجن ڏاچيءَ تي سوار ٿيا، بيت الله جو طواف ڪيائون ۽ مڪہ مڪرمہ ۾ ظهر پڙهيائون. پوءِ عبدالمطلب جي اولاد وٽ ويا جيڪي (ماڻهن کي) زم زم پياري رهيا هئا. ڪين فرمايائون تہ اي اولاد عبد مطلب! پاڻي پياريندا رهو. جيڪڏهن اها ڳالھ نہ هجي ها جو توهان جي زم زم پيارڻ تي ماڻهو توهان تي غالب ايندا تہ ضرور پاڻي ڪيڻ ۾ توهان سان شامل ٿيان ها. انهن پاڻيءَ جو هڪ ڏول سندن هٿ ۾ ڏنو جنهن مان پيتائون.

(ان کي مسلم روايت ڪيو)

(2533) وعن عائشة رضي الله عنها قالت : خرجنا مع النبي صلى الله عليه وسلم في حجة الوداع فمنا من أهل بعمرة ومنا من أهل بحج فلما قدمنا مكة قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " من أهل بعمرة ولم يهد فليحلل ومن أحرم بعمرة وأهدى فليهل بالحج مع العمرة ثم لا يحل حتى يحل منها " . وفي رواية : " فلا يحل حتى يحل بنحر هديه ومن أهل بحج فليتم حجه " . قالت : فحضت ولم أطف بالبيت ولا بين الصفا والمروة فلم أزل حائضا حتى كان يوم عرفة ولم أهلل إلا بعمرة فأمرني النبي صلى الله عليه وسلم أن أنقض رأسي وأمتشط وأهل بالحج وأترك العمرة ففعلت حتى قضيت حجي بعث معي عبد الرحمن بن أبي بكر وأمرني أن أعتمر مكان عمرتي من التنعيم قالت : فطاف الذين كانوا أهلوا بالعمرة بالبيت وبين الصفا والمروة ثم حلوا ثم طافوا بعد أن رجعوا من منى وأما الذين جمعوا الحج والعمرة فإنما طافوا طوافا واحدا

عائشہ رضي الله عنها کان روايت آهي تہ اسين نبي ﷺ جن سان حجة الوداع ۾ نڪتاسون. ڪنهن عمري جو احرام ٻڌو هو تہ ڪنهن حج ۽ عمري ٻنهي جو. جڏهن اسين مڪي ۾ داخل ٿياسون تہ رسول الله ﷺ جن حڪم ڏنو تہ جنهن عمري جو احرام ٻڌو آهي ۽ ان وٽ قرباني نہ

آهي. اهو (عمرو ڪري) حلال ٿئي ۽ جنهن عمري جو احرام ٻڌو آهي ۽ ان وٽ قرباني آهي اهو عمري سان گڏ حج جو احرام به ٻڌي. پوءِ اهو حلال نه ٿيندو تانجو انهن ٻنهي مان فارغ نه ٿئي ۽ هڪ روايت ۾ آهي ته اهو شخص حلال نه ٿيندو جيستائين قربان ڪري حلال نه ٿئي ۽ جنهن حج جو احرام ٻڌو آهي اهو حج پورو ڪري. عائشه رضي الله عنها چوي ٿي ته صرف (نالي هنڌ) مون کي حيض آيو[1] ان ڪري مون بيت الله جو طواف نه ڪيو ۽ صفا ۽ مروه جي سعي به نه ڪئي. عرفه جي ڏينهن تائين حالت حيض ۾ هيس ۽ مون عمري جو احرام ٻڌو. نبي ﷺ جن مون کي حڪم ڏنو ته مٿي جا وار کولي ڦڻي ڏئي، عمري جو احرام کوليان. مون ائين ڪيو ۽ حج ادا ڪيو(ان کان پوءِ) مون سان گڏ عبدالرحمن بن ابوبڪر رضي الله عنهما کي موڪليائون ۽ حڪم ڪيائون ته عمري جي بدلي ۾ تنعيم نالي هنڌ تان عمري جو احرام ٻڌان. چوي ٿي ته جن ماڻهن عمري جو احرام ٻڌو هو اهي بيت الله ۽ صفا ۽ مروه جو طواف ڪري حلال ٿي ويا. ان کان پوءِ منى کان موٽي طواف ڪيائون ۽ جن حج ۽ عمرو گڏ ڪيو هو انهن هڪ طواف ڪيو[2] (بخاري و مسلم)

(2534) وعن عبد الله بن عمر رضي الله عنهما قال : تمتع رسول الله صلى الله عليه وسلم في حجة الوداع بالعمرة إلى الحج فساق معه الهدي من ذي الحليفة وبدأ فأهل بالعمرة ثم أهل بالحج فتمتع الناس مع النبي صلى الله عليه وسلم بالعمرة إلى الحج فكان من الناس من أهدى ومنهم من لم يهد فلما قدم النبي صلى الله عليه وسلم مكة قال للناس : " من كان منكم أهدى فإنه لا يحل من شيء حرم منه حتى يقضي حجه ومن لم يكن منكم أهدى فليطف بالبيت وبالصفا والمروة وليقصر وليحلل ثم ليهل بالحج وليهد فمن لم يجد هديا فليصم ثلاثة أيام في الحج وسبعة إذا رجع إلى أهله " فطاف حين قدم مكة واستلم الركن أول شيء ثم خب ثلاثة أطواف ومشى أربعا فركع حين قضى طوافه بالبيت عند المقام ركعتين ثم سلم فانصرف فأتى الصفا فطاف بالصفا والمروة سبعة أطواف ثم لم يحل من شيء حرم منه حتى قضى حجه ونحر هديه يوم النحر وأفاض فطاف بالبيت ثم حل من كل شيء حرم منه وفعل مثل ما فعل رسول الله صلى الله عليه وسلم من ساق الهدي من الناس

عبد الله بن عمر رضي الله عنهما کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ حجة الوداع ۾ حج سان گڏ عمرو به ادا فرمايو ذوالحليفه(نالي ميقات) وٽان قربانيءَ جا جانور ساڻ ڪاهي آيا هئا. شروع ۾ عمري جو احرام ٻڌائون، ان کان پوءِ منجهس حج جو احرام شامل ڪيائون. (گهڻن) اصحابن نبي ﷺ وانگر حج ۾ گڏ عمري کي به شامل ڪيو ڪن وٽ قربانيءَ جا جانور هئا ۽ ڪن وٽ نه هئا. نبي ﷺ جن مڪي پهچي عمرو ڪندڙن کي چيو ته توهان مان جنهن وٽ قرباني آهي اهو حلال نه ٿيندو، تانجو حج پورو ڪري ۽ جنهن وٽ قرباني نه آهي اهو بيت الله ۽ صفا مروه جو طواف ڪري ۽ وار ڪترائي حلال ٿئي. ان کان پوءِ حج جو احرام ٻڌي ۽ ڏهين تاريخ قرباني ڪري. قرباني جي سگهه نه آهي ته حج ۾ ٽي ڏينهن ۽ گهر موٽڻ کان پوءِ ست روزا رکي. پاڻ سڳورا

---

1- هن حديث ۾ بيان آهي ته حج جا ٽئي قسم جائز آهن ۽ ان تي پوري امت جو اتفاق آهي.

2- هن حديث مان معلوم ٿئي ٿو ته حج ۽ عمري کي گڏيندڙ لاءِ هڪ طواف ڪافي آهي ڇو ته ان جو عمرو حج ۾ داخل ٿي چڪو آهي امام ابوحنيفه رحمه الله چوي ٿو ته ان تي به طواف ۽ به ٻيرا سعي ڪرڻ لازم آهي

**مڪي پهتا، بيت الله جو طواف ڪيائون ۽ شروع ۾ حجر اسود کي چمي ڏنائون. ان کان پوءِ ٽي چڪر تيزيءَ سان ۽ چار چڪر آرام سان هليا. بيت الله جو طواف ختم ڪرڻ کان پوءِ مقام ابراهيم وٽ ٻہ رڪعتون نماز پڙهيائون، نماز کان سلام ڦيرائي صفا ٽڪريءَ وٽ آيا. صفا ۽ مروه جي درميان ست چڪر ڏنائون. پوءِ ڪنهن حرام شيءِ سان حلال نہ ٿيا تان جو حج مڪمل ڪيائون ۽ ذوالحج جي ڏهين تاريخ قرباني جو جانور ذبح ڪيائون ۽ طواف افاضه ڪيائون. ان کان پوءِ پاڻ هر منع ڪيل شيءِ سان حلال ٿيا جن اصحابن وٽ قربانيءَ جا جانور هئا انهن بہ رسول الله ﷺ جن وانگر ڪيو.**

**(بخاري و مسلم)**

(2535) وعن ابن عباس قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم " هذه عمرة استمتعنا بها فمن لم يكن عنده الهدي فليحل الحل كله فإن العمرة قد دخلت في الحج إلى يوم القيامة " . رواه مسلم وهذا الباب خال عن الفصل الثاني

**ابن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ هي عمرو آهي جنهن جو اسان فائدو ورتو آهي، پوءِ جنهن وٽ قرباني نہ آهي اهو پوري طرح حلال ٿئي. بيشڪ قيامت تائين عمرو حج ۾ داخل آهي[1]**

**(ان کي مسلم روايت ڪيو) هي باب ٻئي فصل کان خالي آهي.**

**فصل ٽيون**

(2536) عن عطاء قال : سمعت جابر بن عبد الله في ناس معي قال : أهللنا أصحاب محمد بالحج خالصا وحده قال عطاء : قال جابر : فقدم النبي صلى الله عليه وسلم صبح رابعة مضت من ذي الحجة فأمرنا أن نحل قال عطاء : قال : " حلوا وأصيبوا النساء " . قال عطاء : ولم يعزم عليهم ولكن أحلهن لهم فقلنا لما لم يكن بيننا وبين عرفة إلا خمس أمرنا أن نفضي إلى نسائنا فنأتي عرفة تقطر مذاكيرنا المني . قال : " قد علمتم أني أتقاكم لله وأصدقكم وأبركم ولولا هديي لحللت كما تحلون ولو استقبلت من أمري ما استدبرت لم اسق الهدي فحلوا " فحللنا وسمعنا وأطعنا قال عطاء : قال جابر : فقدم علي من سعايته فقال : بم أهللت ؟ قال بما أهل به النبي صلى الله عليه وسلم فقال له رسول الله صلى الله عليه وسلم : " فأهد وامكث حراما " قال : وأهدى له علي هديا فقال سراقة بن مالك بن جعشم : يا رسول الله ألعامنا هذا أم لابد ؟ قال : " لأبد " . رواه مسلم

**عطاء تابعي کان روايت آهي تہ ڪجھ ماڻهن سميت مون جابر ﷛ کان ٻڌو تہ اسان محمد ﷺ جن اصحابين اڪيلي حج جو احرام ٻڌو هو. عطاء چوي ٿو تہ جابر ﷛ چوي ٿو تہ نبي ﷺ جن ذوالحج جي چوٿين رات جي صبح جو آيا پوءِ اسان کي حڪم ڪيائون تہ حلال ٿيون عطاء چوي ٿو تہ پاڻ سڳورن فرمايو تہ حلال ٿيو ۽ زالن سان ملو عطاء چوي ٿو تہ اهو قطعي حڪم نہ هو، بس ان ڪم کي حلال ڪيائون(جابر ﷛چوي ٿو تہ) اسان چيو تہ (هاڻي) جڏهن تہ اسان ۽ عرفہ جي**

[1]- جاهليت وارا حج جي ڏينهن ۾ عمرو ڪرڻ کي برو سمجهندا هئا جنهن کي اسلام جائز ۽ مستحب قرار ڏنو آهي.

درميان صرف پنج راتون باقي آهن تہ پاڻ سڳورن حڪم ڏنو آهي تہ زالن سان همبستري ڪريون. (جڻ تہ) عرفہ پهچون تہ اسان جو اوگهڙون منيءَ جا قطره ڪيرائي رهيون هونديون. عطاء چيو تہ جڻ تہ آئون جابر ﷛ جي هٿ ڏانهن ڏسي رهيو آهيان جيڪو پنهنجي هٿ کي حرڪت ڏئي رهيو هو. (جابر ﷛) چوي ٿو تہ پوءِ نبي ﷺ اسان کي خطبو ڏيڻ لاءِ اٿي بيٺا. ارشاد فرمايائون تہ: توهان ڄاڻو ٿا تہ توهان ۾ سڀ کان وڌيڪ الله کان ڊڄڻ وارو آهيان ۽ توهان مان سڀ کان وڌيڪ سچي ڳالهہ چوندڙ آهيان ۽ توهان مان سڀ کان الله جو وڌيڪ فرمانبردار آهيان جيڪڏهن مون وٽ قرباني نہ هجي ها تہ توهان وانگر آئون بہ حلال ٿي وڃان ها ۽ جيڪڏهن مون کي اڳ ۾ ڄاڻ ٿئي ها جيڪا ڄاڻ بعد ۾ ٿي آهي تہ هوند قرباني ساڻ نہ آڻيان ها، ان ڪري توهان حلال ٿيو. پوءِ اسان حلال ٿياسون ۽ پاڻ سڳورن جي اطاعت ڪئي سون عطاء چوي ٿو تہ جابر ﷛ چيو تہ علي ﷛ يمن ۾ قضا جي عهدي تان آيو هو. پاڻ سڳورن ان کان پڇو تہ ڇاجو احرام ٻڌو هو؟ ان چيو تہ جيڪو احرام اوهان ٻڌو آهي مون بہ اهو ئي ٻڌو آهي. نبي ﷺ جن فرمايو تہ: تو وٽ قرباني آهي ان ڪري تون ان احرام تي قائم رهہ. جابر چوي ٿو تہ علي ﷛ يمن مان پاڻ سڳورن لاءِ قربانيءَ جا جانور آندا هئا. سراقہ بن مالڪ پڇو تي اي الله جا رسول! حج جي مهينن ۾ عمرو هن سال لاءِ (مخصوص) آهي يا هميشہ لاءِ؟ فرمايائون تہ هميشہ لاءِ.

(ان کي مسلم روايت ڪيو)

(2537) وعن عائشة رضي الله عنها أنها قالت : قدم رسول الله صلى الله عليه وسلم لأربع مضين من ذي الحجة أو خمس فدخل علي وهو غضبان فقلت : من أغضبك يا رسول الله أدخله الله النار . قال : " أو ما شعرت أني أمرت الناس بأمر فإذا هم يترددون ولو أني استقبلت من أمري ما استدبرت ما سقت الهدي معي حتى أشتريه ثم أحل كما حلوا " . رواه مسلم

عائشہ رضي الله عنها کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن ذوالحج جي چوٿين يا پنجين رات گذرڻ کان بعد مون وٽ آيا. پاڻ مون وٽ داخل ٿيا تہ ناراض نظر آيا. مون عرض ڪيو تہ اي الله جا رسول ﷺ! توهان کي ڪنهن ناراض ڪيو آهي الله انهي کي جهنم رسيد ڪري! فرمايائون تہ ڇا توکي معلوم نہ آهي تہ ماڻهن کي مون حڪم ڪيو تہ (جن وٽ قرباني نہ آهي اهي حلال ٿين) پر تڏهن بہ اهي شڪ ڪري رهيا آهن ۽ جيڪڏهن مون کي اها ڳالهہ اڳ ۾ معلوم هجي ها جيڪا بعد ۾ معلوم ٿي آهي تہ قرباني ساڻ نہ آڻيان ها تان جو (بعد ۾ هتي) خريد ڪريان ها پوءِ آئون بہ حلال ٿيان ها جيئن ٻيا ماڻهو حلال ٿيا آهن.

(مسلم)

## باب دخول مكة و الطواف
## مڪي ۾ داخل ٿيڻ ۽ طواف ڪرڻ جو بيان
## فصل پهريون

(2538) عن نافع قال : إن ابن عمر كان لا يقدم مكة إلا بات بذي طوى حتى يصبح ويغتسل ويصلي فيدخل مكة نهارا وإذا نفر منها مر بذي طوى وبات بها حتى يصبح ويذكر أن النبي صلى الله عليه وسلم كان يفعل ذلك

**نافع روايت ڪري ٿو ته ابن عمر رضي الله عنهما جڏهن مڪي ۾ ايندو هو ته" ذوطويٰ"[1] نالي ماڳ تي رات گذاري، صبح غسل ڪري نماز پڙهي(پوءِ) ڏينهن جو مڪي ۾ داخل ٿيندو هو ۽ جڏهن مڪي مان ڪوچ ڪندو هو ته (ساڳئي هنڌ) ذوطويٰ ۾ رات گذاري صبح جي وقت روانو ٿيندو هو ۽ بيان ڪندو هو ته نبي ﷺ جن ائين ڪندا هئا.**

**(بخاري و مسلم)**

(2539) وعن عائشة رضي الله عنها قالت : إن النبي صلى الله عليه وسلم لما جاء إلى مكة دخلها من أعلاها وخرج من أسفلها

**عائشہ رضي الله عنها کان روايت آهي ته نبي ﷺ جن جڏهن مڪي ايندا هئا ته مٿانهين هنڌ تان داخل ٿيندا هئا ۽ هيٺاهين هنڌ تان ٻاهر نڪرندا هئا.**

**(بخاري و مسلم)**

(2540) وعن عروة بن الزبير قال : قد حج النبي صلى الله عليه وسلم فأخبرتني عائشة أن أول شيء بدأ به حين قدم مكة أنه توضأ ثم طاف بالبيت ثم لم تكن عمرة ثم حج أبو بكر فكان أول شيء بدأ به الطواف بالبيت ثم لم تكن عمرة ثم عمر ثم عثمان مثل ذلك

**عروه بن زبير رضي الله عنه کان روايت آهي ته نبي ﷺ جن حج ڪيو. پوءِ مون کي عائشہ رضي الله عنها (ان بابت) ٻڌايو ته مڪي ۾ اچڻ کان بعد پهريون ڪم جيڪو شروع ڪيائون اهو هي هو ته وضو ڪيائون ۽ پوءِ بيت الله جو طواف ڪيائون. پوءِ عمرو نه هو[2](جيڪو ادا ڪري) پوءِ ابوبڪر رضي الله عنه حج ڪيو ته ان به پهريون ڪم جيڪو ڪيو اهو بيت الله جو طواف. هو پوءِ عمرو نه هو(جيڪو ادا ڪري) پوءِ عمر رضي الله عنه (پوءِ) عثمان رضي الله عنه به ساڳي طرح ڪيو.**

**(بخاري و مسلم)**

(2541) وعن ابن عمر رضي الله عنهما قال : كان رسول الله صلى الله عليه وسلم إذا طاف في الحج أو العمرة ما يقدم سعى ثلاثة أطواف ومشى أربعة ثم سجد سجدتين ثم يطوف بين الصفا والمروة

---

[1]- ذي طويٰ هڪ مشهور جاءِ آهي جيڪا مڪي کي ويجهي آهي.

[2]- هن حديث جو مطلب آهي ته صرف خانہ ڪعبہ جي طواف ڪرڻ سان احرام مان نڪري نٿو سگهجي پر سعي ڪرڻ به لازم آهي. جڏهن ڪعبة الله جو طواف ٿي وڃي ۽ طواف جون به رڪعتون پڙهجي وڃن ۽ صفا ۽ مروه جي ڊوڙ ٿي وڃي ته پوءِ عمري جا احڪام پورا ٿيا.

**ابن عمر ر ضي الله عنہ کا ن روايت آهي ت رسول الله ﷺ جن جڏ هن حج ياعمري جوطواف ڪندا هئا تہ پهريا ٽين ٽي چڪر رمل سا ن ۽ چار چڪر بغير رمل جي طواف ڪندا هئا. ان ڪان بعد(طواف جون) ٻہ رڪعتون ادا ڪندا هئا، پوءِ صفا ۽ مروه جي درميان طواف ڪندا هئا.**
**(بخاري و مسلم)**

(2542) وعنه قال : رمل رسول الله صلى الله عليه وسلم من الحجر ثلاثا ومشى أربعا وكان يسعى ببطن المسيل إذا طاف بين الصفا والمروة . رواه مسلم

**ابن عمر ﷺ ڪان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن حجر اسود ڪان حجر اسود تائين ٽي چڪر رمل[1] سان ۽ چار چڪر رمل ڪان بغير ڏنا ۽ جڏهن صفا ۽ مروه جي درميان سعي ڪيائون تہ ماٿريءَ ۾ تيز هليا.**
**(ان ڪي مسلم روايت ڪيو)**

(2543) وعن جابر قال : إن رسول الله صلى الله عليه وسلم لما قدم مكة أتى الحجر فاستلمه ثم مشى على يمينه فرمل ثلاثا ومشى أربعا . رواه مسلم

**جابر ﷺ ڪان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن مڪي آيا تہ حجر اسود ڪي چميائون، پوءِ ساڄي طرف ڪان طواف شروع ڪيائون. ٽي چڪر رمل سان ۽ چار چڪر بغير رمل جي ڏنائون.**
**(ان ڪي مسلم روايت ڪيو)**

(2544) وعن الزبير بن عربي قال : سأل رجل ابن عمر عن استلام الحجر فقال : رأيت رسول الله صلى الله عليه وسلم يستلمه ويقبله . رواه البخاري

**زبير بن عربي جي روايت آهي تہ هڪ شخص ابن عمر رضي الله عنهما ڪان حجر اسود ڪي هٿ لائڻ ۽ چمڻ بابت پڇو. چيائين تہ مون رسول الله ﷺ ڪي ڏٺو تہ ان ڪي هٿ لاتائون ۽ چمي ڏنائون.**
**(ان ڪي بخاري روايت ڪيو)**

(2545) وعن ابن عمر قال : لم أر النبي صلى الله عليه وسلم يستلم من البيت إلا الركنين اليمانيين

**ابن عمر رضي الله عنهما ڪان روايت آهي تہ مون رسول الله ﷺ جن ڪي نہ ڏٺو تہ رڪن يماني ۽ حجر اسود ڪان سواءِ ڪنهن ٻئي رڪن ڪي هٿ لڳايو هجين.**
**(ان ڪي بخاري ۽ مسلم روايت ڪيو)**

(2546) وعن ابن عباس قال : طاف النبي صلى الله عليه وسلم في حجة الوداع على بعير يستلم الركن بمحجن

**ابن عبا رضي الله عنهما ڪان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن حجة الوداع ۾ اٺ تي سوار ٿي طواف ڪيو، حجر اسود ڪي ڇڙي لائي (ان ڇڙيءَ ڪي) چمي ڏنائون.**

---

[1]- عمره جي طواف ۽ حج جي طواف ۾ ڪجھ تيز هلڻ مستحب آهي يعني ڪلها لوڏي هلڻ جيئن بهادر زوردار سپاهي هلندا آهن. اهو حڪم پهرين ٽن ڦيرن لاءِ آهي ۽ ان جو دليل بخاري ۽ مسلم جي روايت ۾ مذڪور آهي. جڏهن تہ رسول الله ﷺ ۽ سندن اصحاب مڪي ۾ آيا تڏهن مشرڪن چيو تہ هنن ڪي مديني جي بخار ڪمزور ڪري ڇڏيو آهي. تڏهن رسول الله ﷺ جن ٽن ڦيرن ۾ ڊوڙي هلڻ جو حڪم ڏنو، جيئن مشرڪن ڪي معلوم ٿئي تہ مسلمان طاقتور آهن، پوءِ اها سنت قائم رهي. اسلام جي ترقي ڪان پوءِ بہ قيامت تائين قائم رهندي.

**(ان کي بخاري ۽ مسلم روايت ڪيو)**

(2547) وعنه أن رسول الله صلى الله عليه وسلم طاف بالبيت على بعير كلما أتى على الركن أشار إليه بشيء في يده وكبر . رواه البخاري

**ابن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله جن اٺ تي سوار ٿي بيت الله جو طواف ڪيو. جڏهن بہ حجر اسود وٽ پهتا تہ سندن هٿ ۾ جيڪا شيءِ (ڇڙي) هئي ان سان اشارو ڪري الله اڪبر چيائون.**

**(ان کي بخاري روايت ڪيو)**

(2548) وعن أبي الطفيل قال : رأيت رسول الله صلى الله عليه وسلم يطوف بالبيت ويستلم الركن بمحجن معه ويقبل المحجن . رواه مسلم

**ابوطفيل کان روايت آهي تہ مون رسول الله ﷺ جن کي ڏٺو تہ بيت الله جو طواف ڪري رهيا آهن ۽ حجر اسود کي ڇڙي لائي ان کي ڇڙي کي چمي ڏنائون.**

**(ان کي مسلم روايت ڪيو)**

(2549) وعن عائشة قالت : خرجنا مع النبي صلى الله عليه وسلم لا نذكر إلا الحج فلما كنا بسرف طمثت فدخل النبي صلى الله عليه وسلم وأنا أبكي فقال : " لعلك نفست ؟ " قلت : نعم قال : " فإن ذلك شيء كتبه الله على بنات آدم فافعلي ما يفعل الحاج غير أن لا تطوفي بالبيت حتى تطهري "

**عائشہ رضي الله عنها کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن سان گڏ نڪتاسون اسان جو مقصد فقط حج ڪرڻ هو. جڏهن سرف نالي هنڌ پهتاسون مون کي ماهواري[1] اچڻ لڳي. نبي ﷺ جن مون وٽ داخل ٿيا جڏهن تہ آئون روئي رهي هيس. فرمايائون تہ شايد توکي ماهواري اچي رهي آهي؟ مون چيو تہ هائو! فرمايائون تہ اها تہ اهڙي شيءِ آهي جيڪا الله تعالیٰ آدم عليہ السلام جي نياڻين تي لکي ڇڏي آهي. پوءِ حاجي جيڪي(مناسڪ) ڪن ٿا تون بہ اهي ادا ڪر سواءِ ان جي تہ بيت الله جو طواف نہ ڪر تانجو پاڪ ٿئين.**

**(بخاري و مسلم)**

(2550) وعن أبي هريرة قال : بعثني أبو بكر في الحجة التي أمره النبي صلى الله عليه وسلم عليها قبل حجة الوداع يوم النحر في رهط أمره أن يؤذن في الناس : " ألا لا يحج بعد العام مشرك ولا يطوفن بالبيت عريان "

**ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ ابوبڪر رضي الله عنه[2] مون کي ان حج دوران ٻين ماڻهن سان گڏ روانو ڪيو جنهن ۾ حجة الوداع کان اڳ نبي ﷺ جن ڪين حڪم ڪيو هو تہ ماڻهن ۾ اعلان ڪري تہ هن سال کان بعد ڪو مشرڪ حج نہ ڪري ۽ نہ ئي ڪو اگهاڙو ٿي بيت الله جو طواف ڪري.**

---

[1] -طواف کان سواءِ حيض جي حالت ۾ سڀ ڪم درست آهن. اهو غسل کان پوءِ ڪجي انهي تي سڀني عالمن جو اجماع آهي.

[2] - هجرت جي نائين سال نبي ڪريم ﷺ ابوبڪر صديق رضي الله عنه کي حاجين جو امير مقرر ڪري مڪي ۾ حج لاءِ موڪليو ۽ هي حديث بيان فرمائي تہ سڀني کي حڪم پهچاءِ تہ ايندڙ سال کو بہ مشرڪ ۽ ڪافر حج لاءِ نہ اچي ۽ ڪو بہ اگهاڙو طواف نہ ڪري. ڪافرن جو دستور هو تہ اگهاڙا ٿي طواف ڪندا هئا. انهن جو گمان هو تہ ڪپڙن ۾ اسان گناهہ ڪيا آهن. انهن سان ڪيئن طواف ڪريون. شرع ۾ اگهاڙو ٿيڻ حرام آهي خاص ڪعبي ۽ مسجد ۾.

(بخاري و مسلم)

**فصل ٻيو**

(2551) عن المهاجر المكي قال : سئل جابر عن الرجل يرى البيت يرفع يديه فقال قد حججنا مع النبي صلى الله عليه وسلم فلم نكن نفعله . رواه الترمذي وأبو داود

**مهاجر مڪي جي روايت آهي تہ جابر ﷛ کان ان شخص جي باري ۾ پڇيو ويو جيڪو بيت الله کي ڏسي تہ (ڇا) هٿ مٿي ڪٽي؟ چيائين تہ اسان نبي ﷺ سان حج ڪيو، پر اسان تہ ڪين ائين ڪندي نہ ڏٺو.**

**(ان کي ترمذيءَ ۽ ابوداؤد روايت ڪيو)**

(2552) وعن أبي هريرة قال : أقبل رسول الله صلى الله عليه وسلم فدخل مكة فأقبل إلى الحجر فاستلمه ثم طاف بالبيت ثم أتى الصفا فعلاه حتى ينظر إلى البيت فرفع يديه فجعل يذكر الله ما شاء ويدعو . رواه أبو داود

**ابوهريره ﷛ کان روايت آهي تہ رسول ﷛ جن (مديني کان) روانا ٿيا پوءِ مڪي ۾ داخل ٿيا ۽حجر اسود وٽ آيا تہ ان کي چميائون. پوءِ بيت الله جو طواف ڪيائون. پوءِ صفا ٽڪريءَ جي مٿان چڙهيا تانجو بيت الله ڏانهن نهاريائون ۽ پنهنجا هٿ مٿي ڪنيائون ۽ جيڪي الله چاهيو ان جو ذڪر ڪيائون ۽ دعا گهريائون.**

**(ان کي ترمذيءَ ۽ ابوداؤد روايت ڪيو)**([1])

(2553) وعن ابن عباس أن النبي صلى الله عليه وسلم قال : " الطواف حول البيت مثل الصلاة إلا أنكم تتكلمون فيه فمن تكلم فيه فلا يتكلمن إلا بخير " . رواه الترمذي والنسائي والدارمي وذكر الترمذي جماعة وقفوه على ابن عباس

**ابن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: بيت الله جو طواب نماز وانگر آهي مگر توهان طواف دوران ڳالهايو ٿا. جيڪڏهن (طواف دوران) ڪو شخص ڳالهائي تہ چڱي ڳالهہ ڪري.**

**(ان کي ترمذي، نسائي، دارمي، روايت ڪيو ۽ ترمذيءَ هڪ جماعت جو ذڪر ڪيو آهي جن اها حديث ابن عباس کان موقوف بيان ڪئي آهي)**

**فائدو: صحيح ڳالهہ هي آهي تہ اها حديث مرفوع بہ صحيح آهي(مشڪوٰة علامہ الباني:792/2)**

(2554) وعنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " نزل الحجر الأسود من الجنة وهو أشد بياضا من اللبن فسودته خطايا بني آدم " . رواه أحمد والترمذي وقال : هذا حديث حسن صحيح

**ابن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: حجر اسود بهشت مان نازل ٿيو. کير کان وڌيڪ اڇو هو پر ماڻهن جي گناهن ان کي ڪارو ڪري ڇڏيو.**

**(ان کي احمد، ترمذي روايت ڪيو ۽ چيائين تہ هيءَ حديث حسن صحيح آهي)**

---

[1]- هن حديث مان ثابت ٿئي ٿو تہ دعا گهرڻ وقت ٻئي هٿ مٿي ڪڻجن، پر هٿ کڻڻ کان سواءِ دعا گهرڻ بہ گهڻن هنڌن تي رسول الله ﷺ جن کان ثابت آهي.

(2555) وعنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم في الحجر : " والله ليبعثنه الله يوم القيامة له عينان يبصر بهما ولسان ينطق به يشهد على من استلمه بحق " . رواه الترمذي وابن ماجه والدارمي

**ابن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن حجر اسود جي باري ۾ فرمايوتہ الله جو قسم! الله تعالیٰ قيامت جي ڏينهن حجر اسود کي آٿيندو، جنهن کي ٻہ اکيون هونديون جن سان ڏسندو ۽ زبان هوندس، جنهن سان ڳالهائيندو. ان شخص جي باري ۾ گواهي ڏيندو جنهن ان کي حق[1] سان چميوهوندو.**

**(ان کي ترمذي، ابن ماجہ ۽ دارمي روايت ڪيو)**

(2556) وعن ابن عمر قال : سمعت رسول الله صلى الله عليه وسلم يقول : " إن الركن والمقام ياقوتتان من ياقوت الجنة طمس الله نورهما ولو لم يطمس نورهما لأضاءا ما بين المشرق والمغرب " . رواه الترمذي

**ابن عمر رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ مون رسول الله ﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو تہ بيشڪ حجر اسود ۽ مقام ابراهيم جنت جا ٻہ ياقوت موتي آهن، الله تعالیٰ انهن ٻنهي جي روشني ختم ڪري ڇڏي آهي. جيڪڏهن الله ٻنهي جي روشني ختم نہ ڪري ها تہ ان مان هر هڪ اوڀر ۽ اولهہ کي روشن ڪري ڇڏي ها.**

**(ان کي ترمذيءَ روايت ڪيو)**

(2557) وعن عبيد بن عمير : أن ابن عمر كان يزاحم على الركنين زحاما ما رأيت أحدا من أصحاب رسول الله صلى الله عليه وسلم يزاحم عليه قال : إن أفعل فإني سمعت رسول الله صلى الله عليه وسلم يقول : " إن مسحهما كفارة للخطايا " وسمعته يقول : " من طاف بهذا البيت أسبوعا فأحصاه كان كعتق رقبة " . وسمعته يقول : " لا يضع قدما ولا يرفع أخرى إلا حط الله عنه بها خطيئة وكتب له بها حسنة " . رواه الترمذي

**عبيد بن عمير کان روايت آهي تہ عبدالله بن عمر رضي الله عنهما حجر اسود ۽ رڪن يمانيءَ کي جيتري قدر زور سان هٿ لڳائڻ ۽ چمڻ لاءِ ڪوشش ڪندا هئا، ان کان سواءِ رسول الله ﷺ جي اصحابين مان مون ڪنهن ٻئي کي نہ ڏٺو جو ايتري قدر اتي ڀيڙ ۾ شامل ٿيندا هجن.[2] چيائين تہ جيڪڏهن آئون ائين ڪريان ٿو تہ بيشڪ مون رسول الله ﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو آهي تہ ان کي هٿ لائڻ گناهن لاءِ ڪفارو آهي ۽ کين فرمائيندي ٻڌم تہ جيڪو هن گهر جا ڳٽي ست طواف ڪندو، ان کي هڪ غلام آزاد ڪرڻ جو ثواب ملندو ۽ (پڻ) کين فرمائيندي ٻڌم تہ (زمين تي) ڪو بہ قدم نٿو رکجي ۽ ان تان ڪو قدم نٿو کڄي، مگر ان جي ذريعي الله تعالیٰ ان جو هڪ گناهہ مٽائي ٿو ۽ هڪ نيڪي لکي ٿو.**

**(ان کي ترمذيءَ روايت ڪيو)**

---

[1]- حق مان مراد ايمان آهي پوءِ جيڪڏهن ڪنهن مشرڪ چميو تہ ان کي حجر اسود فائدو نہ ڏيندو.

[3]- سيدنا ابن عمر رضي اللّٰہ عنهما فقط ٻن رڪنن کي چمندو هو اهي سيدنا ابراهيم عليہ السلام جي اڏاوت واري ساڳي هنڌ تي قائم آهن باقي ٻيا رڪن عراقي ۽ شامي جاهليت وارن مشرڪن سيدنا ابراهيم عليہ السلا جي هنڌن تان هٽائي ڇڏيا هئا.

(2558) وعن عبد الله بن السائب قال : سمعت رسول الله صلى الله عليه وسلم يقول ما بين الركنين : ( ربنا آتنا في الدنيا حسنة وفي الآخرة حسنة وقنا عذاب النار ) رواه أبو داود

**عبدالله بن سائب ﷜ کان روايت آهي تہ مون رسول الله جن کي حجر اسود ۽ رڪن يماني جي وچ ۾ ”ربّنآ اٰتنا في الدنيا حسنةً وّ في الاٰخرة حسنة وّ قنا عذاب النار“ جي دعا ڪندي ٻڌو.**
**(ان کي ابوداؤد روايت ڪيو)**

(2559) وعن صفية بنت شيبة قالت : أخبرتني بنت أبي تجراة قالت : دخلت مع نسوة من قريش دار آل أبي حسين ننظر إلى رسول الله صلى الله عليه وسلم وهو يسعى بين الصفا والمروة فرأيته يسعى وإن مئزره ليدور من شدة السعي وسمعته يقول : " اسعوا فإن الله كتب عليكم السعي " . رواه في شرح السنة ورواه أحمد مع اختلاف

**صفيہ بنت شيبہ رضي الله عنها کان روايت آهي تہ مون کي ابوتجراه جي ڌيءُ ٻڌايو تہ آئون قريشي عورتن سان گڏجي آل ابي حسين جي گهر ۾ داخل ٿيس، تان تہ رسول الله ﷺ کي صفا مروه جي درميان سعي ڪندي ڏسون. پوءِ مون کين هن حالت ۾ سعي ڪندي ڏٺو جو تيز ڊوڙڻ جي ڪري سندن گوڏ گردش ڪري رهي هئي ۽ فرمائي رهيا هئا[1] تہ سعي ڪريو ڇاڪاڻ تہ الله تعالىٰ توهان لاءِ سعي کي فرض ڪيو آهي.**
**(ان کي شرح السنة روايت ڪيو. احمد معمولي اختلاف سان اها حديث ذڪر ڪئي آهي)**
**فائدو: راوي عبدالله بن سؤمل ضعيف آهي ليڪن ان حديث جا بعض طرق قابل قبول آهن.(مرعاة:488/6)**

(2560) وعن قدامة بن عبد الله بن عمار قال : رأيت رسول الله صلى الله عليه وسلم يسعى بين الصفا والمروة على بعير لا ضرب ولا طرد ولا إليك . رواه في شرح السنة

**قدامہ بن عبدالله بن عمار ﷜ کان روايت آهي تہ مون رسول الله ﷺ جن کي ڏٺو تہ اٺ[2] تي چڙهي صفا مروه جي درميان سعي ڪري رهيا هئا، نہ (جانور کي) ماريو پئي ويو ۽ نہ جهٽڪيو پئي ويو ۽ نہ”هل هل“ جا واڪا هئا.**
**(ان کي شرح السنة روايت ڪيو)**

(2561) وعن يعلى بن أمية قال : إن رسول الله صلى الله عليه وسلم طاف بالبيت مضطجعا ببرد أخضر . رواه الترمذي وأبو داود وابن ماجه والدارمي

**يعلي بن اميہ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن بيت الله جو طواف ڪيو. پاڻ سائي رنگ جي چادر[3] سان اضطباع ڪيائون.**
**(ان کي ترمذي، ابوداؤد، ابن ماجہ ۽ دارميءَ روايت ڪيو)**

---

[1]- امام شافعي صفا ۽ مروه جي طواف کي فرض چوي ٿو ۽ امام ابوحنيفة واجب چوي ٿو ۽ هن حديث مان فرض معلوم ٿئي ٿو.والله اعلم.
[2]- رسول الله ﷺ جن جا سعي ۽ طواف گهٽائي هئا، جن ۾ ڪڏهن پيادل سعي ڪئي اٿن تہ ڪڏهن اٺ تي.
[3]- اضطباع هيئن ٿيندو آهي جو چادر جا ٻئي پاسا ڪلهن تي آڻي ٻئي ٻانهون کليون ڇڏجن هي بہ رمل وانگر بهادريءَ جي نشاني آهي.

(2562) وعن ابن عباس أن رسول الله صلى الله عليه وسلم وأصحابه اعتمروا من الجعرانة فرملوا بالبيت ثلاثا وجعلوا أرديتهم تحت آباطهم ثم قذفوها على عواتقهم اليسرى . رواه أبو داود

**ابن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ ۽ سندن ساٿين جعرانہ(نالي هنڌ تان) عمرو ڪيو، پوءِ بيت الله جا ٽي چڪر رمل سان ڏنا ۽ پنهنجي چادرن کي پنهنجن بغلن(جي هيٺان) کيڏي پنهنجي کاٻي[1] ڪلهن تي رکيو هئائون.**
**(ان کي ابوداؤد روايت ڪيو)**

## فصل ٽيون

(2563) عن ابن عمر قال : ما تركنا استلام هذين الركنين : اليماني والحجر في شدة ولا رخاء منذ رأيت رسول الله صلى الله عليه وسلم يستلمهما

**ابن عمر ﷛ کان روايت آهي تہ جڏهن کان مون رسول الله ﷺ جن کي حجر اسود ۽ رڪن يماني کي چمي ڏيندي ڏٺو آهي، تڏهن کان حجر اسود ۽ رڪن يماني کي هٿ لڳائڻ نٿا ڇڏيون، ڀيڙ هجي يا ڀيڙ نہ هجي.**
**(ان کي بخاري ۽ مسلم روايت ڪيو)**

وفي رواية لهما : قال نافع : رأيت ابن عمر يستلم الحجر بيده ثم قبل يده وقال : ما تركته منذ رأيت رسول الله صلى الله عليه وسلم يفعله

**بخاري مسلم جي روايت ۾ آهي تہ نافع چوي ٿو تہ مون ابن عمر رضي الله عنهما کي ڏٺو تہ حجر اسود کي هٿ لائي ان کي چمي رهيو هو ۽ چئي رهيو هو تہ جڏهن کان وٺي مون رسول الله ﷺ جن کي ائين ڪندي ڏٺو آهي تہ مون (اهو عمل) نہ ڇڏيو آهي.**

(2564) وعن أم سلمة قالت : شكوت إلى رسول الله صلى الله عليه وسلم أني أشتكي . فقال : " طوفي من وراء الناس وأنت راكبة " فطفت ورسول الله صلى الله عليه وسلم يصلي إلى جنب البيت يقرأ ب ( الطور وكتاب مسطور )

**ام سلمہ رضي الله عنها کان روايت آهي تہ مون رسول الله ﷺ جن وٽ شڪايت ڪئي تہ (پيادل طواف نٿي ڪري سگهان) فرمايائون تہ ماڻهن جي پويان سواريءَ تي طواف ڪيو پوءِ مون(سوار ٿي) طواف ڪيو[2] جڏهن تہ رسول الله ﷺ جن ماڻهن کي بيت الله جي پاسي ۾ نماز پڙهائي رهيا هئا. جنهن ۾ و الطور والكتاب المسطور پڙهي رهيا هئا.**
**(ان کي بخاري ۽ مسلم روايت ڪيو)**

(2565) وعن عابس بن ربيعة قال : رأيت عمر يقبل الحجر ويقول : وإني لأعلم أنك حجر ما تنفع ولا تضر ولولا أني رأيت رسول الله صلى الله عليه وسلم يقبل ما قبلتك

---

[1] - هن مان معلوم ٿئي ٿو تہ اضطباع ستن ئي ڦيرن ۾ سنت ۽ رمل ٽن ڦيرن ۾ سنت آهي.
[2]- هن مان معلوم ٿيو تہ بيمار سوار ٿي طواف ڪري سگهي ٿو.

**عابس بن ربيعہ جي روايت آهي تہ مون عمر ؓ کي حجر اسود کي چمندي ڏٺو ۽(پاڻ) چئي رهيو هو تہ بيشڪ آئون ڄاڻان ٿو تہ تون هڪ پٿر آهين نہ فائدو ڏئين ٿو ۽ نہ نقصان جيڪڏهن رسول الله ﷺ جن کي نہ ڏسان ها جيڪو توکي چمي رهيو هو تہ هوند آئون بہ ڪڏهن توکي نہ چمان ها.**[1]

**(ان کي بخاري ۽ مسلم روايت ڪيو)**

(2566) وعن أبي هريرة رضي الله عنه أن النبي صلى الله عليه وسلم قال : " وكل به سبعون ملكا " يعني الركن اليماني " فمن قال : اللهم إني أسألك العفو والعافية في الدنيا والآخرة ربنا آتنا في الدنيا حسنة وفي الآخرة حسنة وقنا عذاب النار قالوا : آمين " . رواه ابن ماجه

**ابوهريره ؓ کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ رڪن يمانيءَ وٽ ست فرشتا مقرر آهن جيڪو شخص(ان کي هٿ لڳائي) دعا ڪندو آهي تہ: اي الله! بيشڪ آئون توکان دنيا ۽ آخرت ۾ بخشش ۽ معافيءَ جو سوال ڪريان ٿو. اي اسانجا پالڻهار! اسان کي دنيا ۾ ڀلائي عطا فرماءِ ۽ آخرت ۾ ڀلائي عطا فرماءِ ۽ اسان کي دوزخ جي عذاب کان محفوظ فرماءِ تہ اهي فرشتا آمين چوندا آهن.**

**(ان کي ابن ماجہ روايت ڪيو)**

فائدو: **حافظ ابن حجر ان حديث جي سند کي ضعيف قرار ڏنو آهي. سند ۾ راوي اسماعيل بن عياش منڪر الحديث آهي**(مرعاة:498/6)

(2567) وعنه أن النبي صلى الله عليه وسلم قال : " من طاف بالبيت سبعا ولا يتكلم إلا ب : سبحان الله والحمد لله ولا إله إلا الله والله أكبر ولا حول ولا قوة إلا بالله محيت عنه عشر سيئات وكتب له عشر حسنات ورفع له عشر درجات . ومن طاف فتكلم وهو في تلك الحال خاض في الرحمة برجليه كخائض الماء برجليه " . رواه ابن ماجه

**ابوهريره ؓ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جيڪو بيت الله جا ست طواف ڪري ۽ سبحان الله، الحمدلله،لااله الا الله، الله اڪبر، لا حول ولا قوة الا بالله کان سواءِ ٻيو ڪو ڪلام نہ ڪري تہ ان جا ڏهہ گناهہ معاف ڪيا وڃن ٿا ۽ ان لاءِ ڏهہ نيڪيون لکيون وڃن ٿيون ۽ ان جا ڏهہ درجا بلند ڪيا وڃن ٿا ۽ جيڪو شخص طواف ڪندي اهي ڪلمات چوي ٿو تہ اهو الله جي رحمت ۾ ائين هلي ٿو جيئن ڪو شخص پاڻيءَ ۾ پير ڪٽي خوشيءَ سان هلندو آهي.**

**(ان کي ابن ماجہ روايت ڪيو)**

فائدو: **ان حديث جي سند پهرين حديث جي سند آهي ۽ ان جي ضعيف هجڻ تي نشاندهي ٿي چڪي آهي**(مرعاة:499/6)

---

[1]- هن حديث ۾ قبرپرستن ۽ بت پرستن جو رد آهي جيڪي بتن ۽ قبرن کي نفعي ۽ نقصان پهچائڻ جي خيال سان چمندا آهن. حجر اسود کي فقط رسول الله ﷺ جن جي تابعداري سبب چمبو آهي.

## باب الوقوف بعرفة
## عرفات ۾ حاضري جو بيان
### فصل پهريون

(2568) عن محمد بن أبي بكر الثقفي أنه سأل أنس بن مالك وهما غاديان من منى إلى عرفة : كيف كنتم تصنعون في هذا اليوم مع رسول الله صلى الله عليه وسلم ؟ فقال : كان يهل منا المهل فلا ينكر عليه ويكبر المكبر منا فلا ينكر عليه

**محمد بن ابوبڪر ثقفي ڪان روايت آهي تہ ان انس بن مالڪ ﷺ ڪان پڇيو جڏهن تہ اهي منٰي کان عرفات ڏانهن صبح جي وقت وڃي رهيا هئا تہ توهان هن ڏينهن رسول الله ﷺ سان گڏ ڇا ڪندا هئا؟ چيائين تہ اسان مان ڪي لبيڪ چوندا هئا تہ ان تي انڪار نہ ڪيو ويندو هو ۽ ڪي تڪبير چوندا هئا تہ ان تي بہ انڪار نہ ڪيو ويندو هو[1].**
**(ان کي بخاري ۽ مسلم روايت ڪيو)**

(2569) وعن جابر أن رسول الله صلى الله عليه وسلم قال : " نحرت ههنا ومنى كلها منحر فانحروا في رحالكم . ووقفت ههنا وعرفة كلها موقف . ووقفت ههنا وجمع كلها موقف " . رواه مسلم

**جابر ﷺ ڪان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: مون (منٰي ۾) هن جاءِ تي قرباني ڪئي ۽ منٰي جي سموري زمين قربانيءَ جي جاءِ آهي. پوءِ توهان پنهنجي قيام ڪرڻ واري جاءِ تي قرباني ذبح ڪريو ۽ آئون هن مقام تي ترسيو آهيان ۽ پورو عرفہ ترسڻ جي جاءِ آهي ۽ (مزدلفہ ۾) آئون هتي ترسيو آهيان ۽ سمورو مزدلفو ترسڻ جي جاءِ آهي.**
**(ان کي مسلم روايت ڪيو)**

(2570) وعن عائشة قالت : إن رسول الله صلى الله عليه وسلم قال : " ما من يوم أكثر من أن يعتق الله فيه عبدا من النار من يوم عرفة وإنه ليدنو ثم يباهي بهم الملائكة فيقول : ما أراد هؤلاء " . رواه مسلم

**عائشہ رضي الله عنها ڪان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: عرفہ جي ڏينهن ڪان وڌيڪ ٻيو ڪو اهڙو ڏينهن نہ آهي[2] جنهن ۾ الله تعالىٰ پنهنجا ٻانها باهہ جي عذاب ڪان آزاد ڪري ٿو ۽ بيشڪ اهو (پنهنجن ٻانهن) جي ويجهو ٿئي ٿو پوءِ فرشتن تي فخر ڪندي فرمائي ٿو تہ هي ڇا ٿا گهرن؟**
**(ان کي مسلم روايت ڪيو)**

### فصل ٻيو

(2571) عن عمرو بن عبد الله بن صفوان عن خال له يقال له يزيد بن شيبان قال : كنا في موقف لنا بعرفة يباعده عمرو من موقف الإمام جدا فأتانا ابن مربع الأنصاري فقال : إني رسول رسول الله صلى الله عليه وسلم إليكم

---

[1]- هن حديث مان معلوم ٿئي ٿو تہ تڪبير ۽ تهليل ٻئي مستحب آهن.
[2]- هن مان معلوم ٿئي ٿو تہ عرفات جو ڏينهن سيني ڏينهن کان پلو آهي ڇاڪاڻ تہ هن ڏينهن ۾ بيشمار گنهگارن جا گناهہ معاف ٿين ٿا.

يقول لكم : " قفوا على مشاعركم فإنكم على إرث من إرث أبيكم إبراهيم عليه السلام " . رواه الترمذي وأبو داود والنسائي وابن ماجه

**عمرو بن عبدالله بن صفوان پنهنجي مامي جنهن کي يزيد بن شيبان چيو ويندو هو، کان روايت ڪري ٿو تہ اسين عرفات جي ميدان ۾ پنهنجي جاءِ ۾ هئاسون. عمرو بن عبدالله بيان ڪري ٿو تہ اهو امام جي جاءِ کان ڪافي پري هو. پوءِ اسان وٽ ابن مربع انصاري آيو ۽ چيائين تہ آئون رسول الله ﷺ جن جي طرفان اوهان ڏانهن پيغام کڻي آيو آهيان، پاڻ سڳوران توهان کي فرمائين ٿا تہ: پنهنجين جاين تي وقوف ڪريو. پوءِ بيشڪ توهان پنهنجي پيءُ ابراهيم عليہ السلام جي ورثي جا وارث ٿي ان جي جاءِ تي ٽڪيل آهيو[1]**

**(ان کي ترمذيءَ،ابوداؤد،نسائي ۽ ابن ماجہ روايت ڪيو)**

(2572) وعن جابر أن رسول الله صلى الله عليه وسلم قال : " كل عرفة موقف وكل منى منحر وكل المزدلفة موقف وكل فجاج مكة طريق ومنحر " . رواه أبو داود والدارمي

**جابر ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: پورو عرفات ٽڪڻ جي جاءِ آهي ۽ پورو منٰي قرباني ڪرڻ جي جاءِ آهي ۽ پورو مزدلفو وقوف جي جاءِ آهي ۽ مڪي جا سڀ رستا مڪي ۾ داخل ٿيڻ جا رستا ۽ (سڄو) مڪو[2] قرباني ڪرڻ جي جاءِ آهي.**

**(ابوداؤد، دارمي)**

(2573) وعن خالد بن هوذة قال : رأيت النبي صلى الله عليه وسلم يخطب الناس يوم عرفة على بعير قائما في الركابين . رواه أبو داود

**خالد بن هوذه ﷛ کان روايت آهي تہ مون ڏٺو تہ نبيﷺ جن عرفات ۾ اٺ تي چڙهي رڪابن تي بيهي ماڻهن کي خطبو ڏئي رهيا هئا[3]**

**(ان کي ابوداؤد روايت ڪيو)**

(2574) وعن عمرو بن شعيب عن أبيه عن جده أن النبي صلى الله عليه وسلم قال : " خير الدعاء دعاء يوم عرفة وخير ما قلت أنا والنبيون من قبلي : لا إله إلا الله وحده لا شريك له له الملك وله الحمد وهو على كل شيء قدير " . رواه الترمذي

**عمرو بن شعيب پنهنجي پيءُ کان ۽ اهو ان جي ڏاڏي کان روايت ڪري ٿو تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ: بهترين دعا عرفہ جي ڏينهن دعا گهرڻ آهي ۽ بهترين دعا اها آهي جيڪا مون ۽ مون کان اڳين نبين گهري آهي (ان جا الفاظ هي آهن:) اڪيلي الله کان سواءِ ڪو معبود نہ آهي، ان جو ڪو شريڪ نہ آهي، ان جي ئي بادشاهي آهي ۽ ان جي ساراهہ آهي ۽ اهو هر شيءِ تي قدرت وارو آهي.**

---

[1]- هن حديث مان معلوم ٿيو تہ عرفات ۾ جتي بيهبو اتي اهو بيهڻ ڪافي آهي ۽ ائين ڪرڻ سان سنت ابراهيمي بہ ادا ٿي وڃي ٿي.

[2]- حاجين کي قرباني حرم ۾ ڪرڻي آهي ۽ مڪو شريف حرم جي حد ۾ آهي ۽ منٰي بہ حرم جي حد ۾ آهي. اڄڪلهہ رسم ٿي پئي آهي تہ قرباني فقط منٰي ۾ ڪرڻي آهي، نہ تہ قرباني سڄي حرم ۾ جائز آهي.

[3]- اٺ تي خطبو هن ڪري پڙهيو ويو تہ جيئن ويجهن ۽ پري وارن ماڻهن کي چڱيءَ طرح ٻڌڻ ۾ اچي.

(ان کي ترمذيءَ روايت ڪيو)

وروى مالك عن طلحة بن عبيد الله إلى قوله : " لا شريك له "

(2575) لإرساله وعن طلحة بن عبيد الله بن كريز أن رسول الله صلى الله عليه وسلم قال : " ما رئي الشيطان يوما هو فيه أصغر ولا أدحر ولا أحقر ولا أغيظ منه في يوم عرفة وما ذاك إلا لما يرى من تنزل الرحمة وتجاوز الله عن الذنوب العظام إلا ما رئي يوم بدر " . فقيل : ما رئي يوم بدر ؟ قال : " فإنه قد رأى جبريل يزع الملائكة " . رواه مالك مرسلا وفي شرح السنة بلفظ المصابيح

**طلحہ بن عبيدالله بن ڪريز کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: شيطان عرفہ جي ڏينهن کان وڌيڪ ذليل، ڌتڪاريل، حقير ۽ ڪاوڙيل نہ ڏٺو ويو. ڇاڪاڻ تہ ان ڏينهن الله تعالىٰ جي رحمت جو نزول ۽ وڏن گناهن جي معافي ڏسي ٿو. البتہ بدر جي ڏينهن ان کان بہ وڌيڪ ذليل ٿيو هو. عرض ڪيو ويو تہ بدر جي ڏينهن ڇا ڏٺو هئائين؟ فرمايائين تہ ان ڏينهن ڏٺو هئائين تہ جبرئيل ملائڪن جون صفون درست ڪري رهيو آهي.**

**(ان کي مالڪ مرسل روايت ڪيو آهي ۽ شرح السنة ۾ مصابيح جي لفظن سان آهي)**([1])

**فائدو: مرسل هجڻ جي ڪري حديث ضعيف آهي**(مرعاة:798/6)

(2576) وعن جابر رضي الله عنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " إذا كان يوم عرفة إن الله ينزل إلى السماء الدنيا فيباهي بهم الملائكة فيقول : انظروا إلى عبادي أتوني شعثا غبرا ضاجين من كل فج عميق أشهدكم أني قد غفرت لهم فيقول الملائكة : يا رب فلان كان يرهق وفلان وفلانة قال : يقول الله عز وجل : قد غفرت لهم " . قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " فما من يوم أكثر عتيقا من النار من يوم عرفة " . رواه في شرح السنة

**جابر رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: بيشڪ عرفہ جي ڏينهن الله پهرئين آسمان تي لهندو آهي ۽ عرفات وارن ذريعي فرشتن تي فخر ڪندو آهي. فرمائيندو آهي تہ منهنجن ٻانهن ڏانهن نهاريو. مون وٽ (هن حال ۾) آيا آهن جو انهن جا وار ڪليل آهي، مٽيءَ ۾ ڀيوت آهن. لبيڪ لبيڪ پڪاريندي پري کان آيا آهن ۽ توهان کي گواهہ ٿو ڪريان تہ مون انهن کي معاف ڪري ڇڏيو. فرشتا چوندا آهن تہ اي اسان جا پالڻهار! فلاڻو ڪبيرا گناهہ ڪندو آهي ۽ فلاڻو مرد فلاڻي عورت...(راوي) چوي ٿو تہ الله عزوجل فرمائيندو آهي تہ مون انهن کي بہ معاف ڪري ڇڏيو. رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ ڪو ڏينهن اهڙو نہ آهي جنهن ۾ عرفہ جي ڏينهن کان وڌيڪ ماڻهو دوزخ مان آزاد ڪيا وڃن.**

**(ان کي شرح السنة روايت ڪيو)**

---

[1]- شيطان سدائين پلايون ڏسي ماڻهن تي ڪاوڙ ڪندو آهي ۽ خوار ٿيندو آهي پر عرفات واري ڏينهن سيني ڏينهن کان وڌيڪ خوار ٿيل ۽ ڪاوڙيل هوندو آهي.

## فصل ٽيون

(2577) عن عائشة قالت : كان قريش ومن دان دينها يقفون بالمزدلفة وكانوا يسمون الحمس فكان سائر العرب يقفون بعرفة فلما جاء الإسلام أمر الله تعالى نبيه صلى الله عليه وسلم أن يأتي عرفات فيقف بها ثم يفيض منها فذلك قوله عز وجل : ( ثم أفيضوا من حيث أفاض الناس )

**عائشہ رضي الله عنها کان روايت آهي تہ مکي جا قريش ۽ جيڪي سندن دين تي هئا، مزدلفي ۾ وقوف ڪندا هئا ۽ کين "حمس" چيو ويندو هو جڏهن تہ سڀ عرب عرفات ۾ وقوف ڪندا هئا. اسلام آيو تہ پنهنجي پيغمبر کي حڪم ڏنو تہ عرفات ۾ قيام ڪري پوءِ اتان واپس موٽي. اهو ئي الله جو فرمان آهي تہ: پوءِ اتان موٽو جتان (ٻيا) ماڻهو موٽن ٿا.**
**(ان کي بخاري ۽ مسلم روايت ڪيو)**

(2578) وعن عباس بن مرداس أن رسول الله صلى الله عليه وسلم دعا لأمته عشية عرفة بالمغفرة فأجيب : " إني قد غفرت لهم ما خلا المظالم فإني آخذ للمظلوم منه " . قال : " أي رب إن شئت أعطيت المظلوم من الجنة وغفرت للظالم " فلم يجب عشيته فلما أصبح بالمزدلفة أعاد الدعاء فأجيب إلى ما سأل . قال : فضحك رسول الله صلى الله عليه وسلم أو قال تبسم فقال له أبو بكر وعمر : بأبي أنت وأمي إن هذه لساعة ما كنت تضحك فيها فما الذي أضحكك أضحك الله سنك ؟ قال : " إن عدو الله إبليس لما علم أن الله عز وجل قد استجاب دعائي وغفر لأمتي أخذ التراب فجعل يحثوه على رأسه ويدعو بالويل والثبور فأضحكني ما رأيت من جزعه " . رواه ابن ماجه وروى البيهقي في كتاب البعث والنشور نحوه

**عباس بن مرداس ﵁ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن عرفہ جي شام پنهنجي امت جي مغفرت جي دعا گهري. سندن دعا قبول ڪندي (کين) فرمايو ويو تہ ظالمن کان سواءِ مون کين بخشي ڇڏيو، ڇاڪاڻ تہ مظلوم کي ان (ظالم) کان (ان جو حق) وٺي ڏيندس. پاڻ سڳورن عرض ڪيو تہ اي رب منهنجا! تون چاهين تہ مظلوم کي جنت عطا ڪرين ۽ ظالم کي معاف ڪرين. ان شام سندس دعا قبول نہ ٿي. جڏهن صبح مزدلفہ ۾ ڪيائون تہ پنهنجي دعا وري دهرايائون، پوءِ سندن دعا وري قبول ڪئي وئي. تڏهن الله جو رسول ﷺ کليو يا چيائين تہ مشڪيو. کين ابوبڪر ۽ عمر رضي الله عنهما چيو تہ توهان تي اسان جو پيءُ ماءُ قربان ٿئي هن گهڙيءَ ۾ تہ اوهان نہ کلندا آهيو اها ڪهڙي ڳالهہ آهي جنهن جي ڪري اوهان کليا آهيو الله تعالىٰ اوهان کي (سدائين) کلائي. فرمايائون تہ بيشڪ الله جي دشمن ابليس جڏهن ڄاتو تہ الله تعالىٰ منهنجي دعا قبول فرمائي آهي ۽ منهنجي امت کي بخشي ڇڏيو آهي تہ پنهنجي مٿي ۾ ڌوڙ وجهي ۽ هاءِ گهوڙا شروع ڪيائين. سندس اها گهبراهٽ ڏسي مون کي کل اچي وئي.**
**ان کي ابن ماجہ ۽ بيهقيءَ ڪتاب البعث و النشور ۾ ساڳي طرح بيان ڪيو آهي)**
**فائدو: عبدالله بن ڪنانہ ۽ ان جو پيءُ ڪنانہ بن عباس ٻئي راوي مجهول آهن (مرعاة:517/6)**

## باب دفع من عرفة و المزدلفة
## عرفہ ۽ مزدلفہ کان واپس وڃڻ جو بيان
## فصل پهريون

(2579) عن هشام بن عروة عن أبيه قال : سئل أسامة بن زيد : كيف كان رسول الله صلى الله عليه وسلم يسير في حجة الوداع حين دفع ؟ قال : كان يسير العنق فإذا وجد فجوة نص

**هشام بن عروه پنهنجي پيءُ کان روايت ڪري ٿو تہ اسامہ بن زيد رضي الله عنهما کان پڇيو ويو تہ رسول الله ﷺ جن حجة الوداع ۾ عرفات کان واپس آيا تہ ڪيئن هليا هئا انهيءَ جواب ڏنو تہ وچولي هلت هليا جڏهن ڪشادي جڳهہ ايندي هئي تہ سواريءَ کي تيز ڪندا هئا.**
**(بخاري و مسلم)**

(2580) وعن ابن عباس أنه دفع مع النبي صلى الله عليه وسلم يوم عرفة فسمع النبي صلى الله عليه وسلم وراءه زجرا شديدا وضربا للإبل فأشار بسوطه إليهم وقال : " يا أيها الناس عليكم بالسكينة فإن البر ليس بالإيضاع " . رواه البخاري

**ابن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ اهو نبي ﷺ جن سان عرفہ جي ڏينهن موٽيو. نبي ﷺ جن پنهنجي پويان زبردست هڪلون ۽ اٺن کي مارڻ جا آواز ٻڌا. پنهنجي ڦٽڪي سان اشارو ڪندي فرمايائون تہ اي انسانو! درمياني هلت هلو ڇاڪاڻ تہ (جانورن کي) ڊوڙائڻ نيڪي نہ آهي.**
**(ان کي بخاري روايت ڪيو)**

(2581) وعنه أن أسامة بن زيد كان ردف النبي صلى الله عليه وسلم من عرفة إلى المزدلفة ثم أردف الفضل من المزدلفة إلى منى فكلاهما قال : لم يزل النبي صلى الله عليه وسلم يلبي حتى رمى جمرة العقبة

**ابن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ اسامہ بن زيد رضي الله عنهما عرفہ کان مزدلفہ (جي سفر ۾) نبي ﷺ جن سان ٻيلهہ چڙهيل هو. پوءِ پاڻ سڳورن مزدلفہ کان منيٰ ويندي فضل بن عباس رضي الله عنهما کي پنهنجي پويان سوار ڪيو. ٻئي چون ٿا تہ پاڻ سڳورا برابر لبيڪ چوندا رهيا تانجو جمرة العقبہ کي پٿريون هنيائون.**
**(بخاري و مسلم)**

(2582) وعن ابن عمر قال : جمع النبي صلى الله عليه وسلم المغرب والعشاء بجمع كل واحدة منهما بإقامة ولم يسبح بينهما ولا على إثر كل واحدة منهما . رواه البخاري

**ابن عمر رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن مزدلفہ ۾ مغرب ۽ عشاءِ جدا جدا تڪبير سان هڪ وقت ۾ گڏ ڪري پڙهيون. نہ انهن جي درميان نفل ادا ڪيائون ۽ نہ انهن ٻنهي مان هر نماز کان پوءِ پڙهيائون.**
**(ان کي بخاريءَ روايت ڪيو)**

(2583) وعن عبد الله بن مسعود قال : ما رأيت رسول الله صلى الله عليه وسلم صلى صلاة إلا لميقاتها إلا صلاتين : صلاة المغرب والعشاء بجمع وصلى الفجر يومئذ قبل ميقاتها

**ابن مسعود ﷛ كان روايت آهي تہ مون رسول الله ﷺ کي ڏٺو تہ هر نماز پنهنجي پنهنجي وقت تي پڙهندا هئا، البتہ مزدلفہ ۾ مغرب ۽ عشاء گڏي پڙهيائون ۽ انهيءَ ڏينهن فجر مقرر وقت کان اڳ پڙهيائون.**

**(بخاري و مسلم)**

(2584) وعن ابن عباس قال : أنا ممن قدم النبي صلى الله عليه وسلم ليلة المزدلفة في ضعفة أهله

**ابن عباس رضي الله عنهما كان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن مزدلفي جي رات پنهنجن جي ضعيف اهل عيال کي منٰي موڪليو هو، انهن ۾ آئون بہ شامل هيس.**

**(بخاري و مسلم)**

(2585) وعن الفضل بن عباس وكان رديف النبي صلى الله عليه وسلم أنه قال في عشية عرفة وغداة جمع للناس حين دفعوا : " عليكم بالسكينة " وهو كاف ناقته حتى دخل محسرا وهو من منى قال : " عليكم بحصى الخذف الذي يرمى به الجمرة " . وقال : لم يزل رسول الله صلى الله عليه وسلم يلبي حتى رمى الجمرة . رواه مسلم

**فضل بن عباس رضي الله عنهما كان روايت آهي ۽ اهو نبي ﷺ جن سان سواريءَ تي ٻيلهہ چڙهيل هو تہ پاڻ عرفہ جي شام ۽ مزدلفي جي صبح ماڻهو موٽيا تہ انهن کي چيائون تہ آرام سان هلو. پاڻ پنهنجي ڏاچيءَ کي تيز هلڻ كان روڪي رکيو هئائون، تانجو محسر ([1]) نالي ماٿريءَ ۾ پهتا ۽ اها ماٿري منٰي ۾ داخل آهي. فرمايائون تہ چٽي جي برابر پٿريون اڇلايو ۽ بيان ڪيائين تہ رسول الله ﷺ جن جمره عقبٰي کي پٿريون چٽڻ تائين لبيڪ چوندا رهيا.**

**(ان کي مسلم روايت ڪيو)**

(2586) وعن جابر قال : أفاض النبي صلى الله عليه وسلم من جمع وعليه السكينة وأمرهم بالسكينة وأوضع في وادي محسر وأمرهم أن يرموا بمثل حصى الخذف وقال : " لعلي لا أراكم بعد عامي هذا " . لم أجد هذا الحديث في الصحيحين إلا في جامع الترمذي مع تقديم وتأخير

**جابر ﷛ كان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن مزدلفي كان موٽيا تہ پر سڪون هئا ۽ ماڻهن کي بہ پر سڪون رهڻ جو حڪم ڪيائون ۽ محسر ماٿريءَ مان پنهنجي سواريءَ کي تيز هڪليائون ۽ کين حڪم ڪيائون تہ اهڙيون پٿريون چٽين جيڪي آڱرين سان اڇلائي سگهجن ۽ فرمايائون تہ شايد پنهنجي هن سال كان بعد اوهان کي نہ ڏسي سگهان.([2])**

---

[1]- محسر مزدلفہ ۽ منٰي جي وچ ۾ آهي . انهيءَ ميدان ۾ هاٿين وارن تي عذاب لٿو هو.

[2]- اهو رسول الله ﷺ حجة الوداع ۾ فرمايو هو. ان كان پوءِ رسول الله ﷺ جن حج نہ ڪيو ۽ انهيءَ سال وفات ڪيائون تنهنڪري ان کي حجة الوداع چوندا آهن. رسول الله ﷺ کي اها خبر جبرئيل ڏني هوندي تہ وفات جو وقت ويجهو آهي، ڇاڪاڻ تہ پاڻ سڀگورن کي غيب جو علم نہ هو. حجة الوداع كان پوءِ ڪجھ ڏينهن ۾ پاڻ سڀگورن جو انتقال ٿيو.

**(بخاري مسلم ۾ مون کي اها حديث نہ ملي البتہ جامع ترمذيءَ ۾ آهي جنهن جا الفاظ اڳي پوءِ آهن)**

**فصل ٻيو**

(2587) وعن محمد بن قيس بن مخرمة قال : خطب رسول الله صلى الله عليه وسلم فقال : " إن أهل الجاهلية كانوا يدفعون من عرفة حين تكون الشمس كأنها عمائم الرجال في وجوههم قبل أن تغرب ومن المزدلفة بعد أن تطلع الشمس حين تكون كأنها عمائم الرجال في وجوههم . وإنا لا ندفع من عرفة حتى تغرب الشمس وندفع من المزدلفة قبل أن تطلع الشمس هدينا مخالف لهدي عبدة الأوثان والشرك " . رواه البيهقي في شعب الإيمان وقال فيه : خطبنا وساقه بنحوه

**محمد بن قيس بن مخرمة ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن خطبو ڏيندي فرمايوتہ: بيشڪ جاهليت وارا(غير قريشي) عرفات مان موٽندا هئا. جڏهن سج لهڻ کان اڳ ماڻهن جي پڳڙين وانگر انهن جي چهرن ۾ نظر ايندو هو. پڻ مزدلفي کان سج ايرڻ کان بعد جڻ تہ سج ماڻهن جي چهرن ۾ پڳڙين وانگر نظر ايندو هو ۽ بيشڪ اسين عرفات مان نٽا موٽون، تانجو سج لهي ۽ اسين مزدلفي کان سج لهڻ کان اڳ موٽون ٿا. اسان جو طريقو بتن جي پوڄارين ۽ مشرڪن جي ابتڙ آهي.**

**(ان کي بيهقيءَ شعب الايمان ۾ روايت ڪيو ۽ بيان ڪيائين تہ پاڻ سڳورن اسان کي خطبو ڏنو ۽ ان وانگر حديث بيان ڪيائين.)**

(2588) وعن ابن عباس قال : قدمنا رسول الله صلى الله عليه وسلم ليلة المزدلفة أغيلمة بني عبد المطلب على حمرات فجعل يلطح أفخاذنا ويقول : " أبيني لا ترموا الجمرة حتى تطلع الشمس " . رواه أبو داود والنسائي وابن ماجه

**ابن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ مزدلفي جي رات رسول الله ﷺ جن اسان کي يعني اولاد عبدالمطلب کي گڏهن تي سوار ڪري روانو ڪيو. پوءِ پيار سان اسان جي سٿرن تي هٿ گهمائي رهيا هئا ۽ چئي رهيا هئا اي منهنجا ٻچڙؤ! جمره عقبٰي کي پٿريون نہ ڇٽجو تانجو سج ايري.**

**(ان کي ابوداؤد، نسائي ۽ ابن ماجہ روايت ڪيو)**

(2589) وعن عائشة قالت : أرسل النبي صلى الله عليه وسلم بأم سلمة ليلة النحر فرمت الجمرة قبل الفجر ثم مضت فأفاضت وكان ذلك اليوم اليوم الذي يكون رسول الله صلى الله عليه وسلم عندها . رواه أبو داود

**عائشہ رضي الله عنها کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن قربانيءَ واري ڏينهن(ڏهين ذي الحج) جي رات ام سلمہ رضي الله عنها کي موڪليو. انهيءَ فجر کان اڳ ۽ جمره عقبٰي کي پٿريون ڇٽيون. ان کان پوءِ منٰي کان رواني ٿي وئي ۽ طواف افاضہ ڪيائين. ان ڏينهن پاڻ وٽس هئا.**

**(ان کي ابوداؤد روايت ڪيو)**

(2590)

ابن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ مقيم (مکي وارا) عمرو کنڌ حجري اسود کي هٿ لائڻ تائين لبيک پکاريندا رهن.
(ان کي ابوداؤد ابن عباس کان موقوف روايت کيو اٿس)

## فصل ٽيون

(2591) عن يعقوب بن عاصم بن عروة أنه سمع الشريد يقول : أفضت مع رسول الله صلى الله عليه وسلم فما مست قدماه الأرض حتى أتى جمعا . رواه أبو داود

يعقوب بن عاصم بن عروه کان روايت کري ٿو، انهيءَ شريد ﷺ کان ٻڌو، چيائين تہ اهو(عرفات کان) رسول الله ﷺ سان گڏجي موٽي آيو. سندن قدم مبارک زمين تي نہ لڳا تانجو مزدلفي پهتا.
(ان کي ابوداؤد روايت کيو)

(2592) وعن ابن شهاب قال : أخبرني سالم أن الحجاج بن يوسف عام نزل بابن الزبير سأل عبد الله : كيف نصنع في الموقف يوم عرفة ؟ فقال سالم إن كنت تريد السنة فهجر بالصلاة يوم عرفة فقال عبد الله بن عمر : صدق إنهم كانوا يجمعون بين الظهر والعصر في السنة فقلت لسالم : أفعل ذلك رسول الله صلى الله عليه وسلم ؟ فقال سالم : وهل يتبعون في ذلك إلا سنته ؟ رواه البخاري

ابن شهاب سالم جي حوالي سان بيان کري ٿو تہ جنهن سال حجاج بن يوسف عبدالله بن زبير سان ويڙهہ لاءِ(وڏو لشکر) وني آيو. عبدالله بن عمر رضي الله عنهما کان پڇيائين تہ اسين عرفا جي ڏينهن وقوف بابت ڇا کريون؟ تڏهن سالم بن عبدالله چيس تہ جيکڏهن تون سنت جي پيروي کرڻ چاهين ٿو تہ عرفہ ۾(ظهر ۽ عصر) ظهر جي اول وقت ۾ پڙهہ. انجي تصديق کندي عبدالله بن عمر رضي الله عنهما چيو تہ صحابہ کرام سنت نبوي جي پيرويءَ ۾ ظهر ۽ عصر گڏ پڙهندا هئا تڏهن مون سالم کان پڇيوتہ ڇا هيءُ کم رسول الله ﷺ جن کيو آهي؟ چيائين تہ سندن سنت جي پيرويءَ ۾ ئي اهي ائين کن ٿا.
(ان کي بخاري روايت کيو)

## فصل پهريون

(2593) عن جابر قال : رأيت النبي صلى الله عليه وسلم يرمي على راحلته يوم النحر ويقول : " لتأخذوا مناسككم فإني لا أدري لعلي لا أحج بعد حجتي هذه " . رواه مسلم

جابر ﷺ کان روايت آهي تہ مون نبي ﷺ جن کي قربانيءَ جي ڏينهن سواريءَ تان پٿريون ڇٽيندي ڏٺو. فرمائي رهيا هئا تہ مون کان پنهنجي حج جا احکام سکو، ڇوتہ بيشک آئون نٿو ڄاڻان تہ شايد پنهنجي هن حج کان بعد آئون حج نہ کري سگهان.
(ان کي مسلم روايت کيو)

(2594) وعنه قال : رأيت رسول الله صلى الله عليه وسلم رمى الجمرة بمثل حصى الخذف . رواه مسلم

جابر ﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن کي چٽي جي برابر پٿريون ڇٽيندي ڏٺو.

(ان کي مسلم روايت ڪيو)

(2595) وعنه قال : رمى رسول الله صلى الله عليه وسلم الجمرة يوم النحر ضحى وأما بعد ذلك فإذا زالت الشمس

**جابر ﷛ کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن قربانيءَ جي ڏينهن(ڏهين ذي الحج) چاشت جي وقت جمره عقبٰي کي پٿريون ڇٽيون ۽ ٻين ڏينهن ۾ سج لهڻ کان بعد(پٿريون ڇٽيائون).**
**(بخاري و مسلم)**

(2596) وعن عبد الله بن مسعود : أنه انتهى إلى الجمرة الكبرى فجعل البيت عن يساره ومنى عن يمينه ورمى بسبع حصيات يكبر مع كل حصاة ثم قال : هكذا رمى الذي أنزلت عليه سورة البقرة

**عبدالله بن مسعود ﷛ جي باري ۾ روايت آهي ته وڏي جمري وٽ آيو. بيت الله شريف کي پنهنجي ساڄي ۽ منٰي کي پنهنجي کاٻي ڪيائين ۽ ست پٿريون ڇٽيائين. هر پٿريءَ سان الله اڪبر چيائين پوءِ چيائين ته ان طرح ان (يعني نبي ﷺ) پٿريون ڇٽيون جنهن تي سوره بقره نازل ٿي.**
**(ان کي بخاري ۽ مسلم روايت ڪيو)**

(2597) وعن جابر قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " الاستجمار تو ورمي الجمار تو والسعي بين الصفا والمروة تو والطواف تو وإذا استجمر أحدكم فليستجمر بتو " . رواه مسلم

**جابر ﷛ کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته: استنجا جا پٿر اکي آهن ۽ جمرن کي پهٽيون به اکي هٽبيون آهن ۽ صفا مروه جي درميان سعي به اکي ڦيرا ڪبي آهي ۽ جڏهن اوهان مان ڪو پٿرن سان استنجو ڪري ته اکي پٿر ڪٽي.**
**(ان کي مسلم روايت ڪيو)**

## فصل ٻيو

(2598) عن قدامة بن عبد الله بن عمار قال : رأيت النبي صلى الله عليه وسلم يرمي الجمرة يوم النحر على ناقة صهباء ليس ضرب ولا طرد وليس قيل : إليك إليك . رواه الشافعي والترمذي والنسائي وابن ماجه والدارمي

**قدامه بن عبدالله بن عمار ﷛ کان روايت آهي ته مون نبي ﷺ جن کي ڏنو ته قربانيءَ جي ڏينهن(ڏهين ذي الحج) تي ڳاڙهي سري ڏاچيءَ تي سوار ٿي جمره عقبٰي کي پٿريون هنيائون نه مار ڪٽ هئي، نه ڌڪي بازي هئي ۽ نه ئي ” پري ٿيو، پري ٿيو“ جون هڪلون هيون.**
**(ان کي شافعي، ترمذي، نسائي، ابن ماجه ۽ دارميءَ روايت ڪيو)**

(2599) وعن عائشة عن النبي صلى الله عليه وسلم قال : " إنما جعل رمي الجمار والسعي بين الصفا والمروة لإقامة ذكر الله " . رواه الترمذي والدارمي وقال الترمذي : هذا حديث حسن صحيح

**عائشه رضي الله عنها کان روايت آهي ته نبي ﷺ جن فرمايو ته: دراصل پٿريون ڇٽڻ ۽ صفا ۽ مروه جي درميان سعي ڪرڻ الله جو ذڪر قائم رکڻ لاءِ آهي .**
**(ان کي ترمذي ۽ دارمي روايت ڪيو. ترمذيءَ چيو ته هيءَ حديث حسن صحيح آهي)**

فائدو: علامہ البانيءَ حديث جي سند کي ضعيف قرار ڏنو آهي.(مسڪوٰة الباني:806/2)

(2600) وعنها قالت : قلنا : يا رسول الله ألا نبني لك بناء يظلك بمنى ؟ قال : " لا منى مناخ من سبق " . رواه الترمذي وابن ماجه والدارمي

عائشہ رضي الله عنها کان روايت آهي تہ اسان چيو تہ اي الله جا رسولﷺ! ڇا منٰي ۾ اوهان لاءِ ڪا جاءِ نہ ٺاهيون، جنهن ۾ توهان ڇانوَ وٺو؟ فرمايائون تہ نہ! منٰي ۾ جيڪو اڳ ۾ اچي اهو اتي قيام ڪري.

(ان کي ترمذي، ابن ماجہ ۽ دارمي روايت ڪيو)

### فصل ٽيون

(2601) عن نافع قال : إن ابن عمر كان يقف عند الجمرتين الأوليين وقوفا طويلا يكبر الله ويسبحه ويحمده ويدعو الله ولا يقف عند جمرة العقبة . رواه مالك

نافع جي روايت آهي تہ ابن عمر رضي الله عنهما پهرين ٻن جمرن وٽ ترسندو هو. الله اڪبر، سبحان الله ۽ الحمدلله چوندو هو ۽ الله تعالىٰ کان دعا گهرندو هو ۽ جمره عقبٰہ وٽ نہ ترسندو هو (ان کي مالڪ روايت ڪيو)

## باب الهدیٰ
## حاجيءَ جي قربانيءَ جو بيان
## پهريون فصل

(2602) عن ابن عباس قال : صلى رسول الله صلى الله عليه وسلم بذي الحليفة ثم دعا بناقته فأشعرها في صفحة سنامها الأيمن وسلت الدم عنها وقلدها نعلين ثم ركب راحلته فلما استوت به على البيداء أهل بالحج . رواه مسلم

**ابن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن ظهر ذوالحليفہ نالي هنڌ پڙهي. پوءِ پنهنجي ڏاچي طلب ڪيائون. پوءِ ان جي ڪوهان ۾ ساڄي پاسي "شعار" يعني رت هنيائون (تان تہ معلوم ٿئي تہ هيءُ قربانيءَ جو جانور آهي) ۽ ان جي رت اگهي ڇڏيائون ۽ ان جي ڳچيءَ ۾ ٻہ جتيون ٻڌي ڇڏيائون پوءِ پنهنجي سواريءَ تي چڙهيا. پوءِ ڏهن سندن سواريءَ کين بيداءَ نالي هنڌ آندو تہ حج لاءِ لبيڪ چوڻ شروع ڪيائون.**

**(ان کي مسلم روايت ڪيو)**

(2603) وعن عائشة رضي الله عنها قالت : أهدى النبي صلى الله عليه وسلم مرة إلى البيت غنما فقلدها

**عائشہ رضي الله عنها کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن هڪ ڀيري بيت الله ڏانهن قربانيءَ جون ٻڪريون ڪاهي ويا تہ انهن جي ڳچيءَ ۾ جتي جا هار ٻڌائون.**

**(بخاري و مسلم)**

(2604) وعن جابر قال : ذبح رسول الله صلى الله عليه وسلم عن عائشة بقرة يوم النحر . رواه مسلم

**جابر ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن عائشہ رضي الله عنها جي طرفان قربانيءَ جي ڏينهن ڳئون ذبح ڪئي.**

**(ان کي مسلم روايت ڪيو)**

(2605) وعنه قال : نحر النبي صلى الله عليه وسلم عن نسائه بقرة في حجته . رواه مسلم

**جابر ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن پنهنجي حج دوران پنهنجين گهروارين طرفان ڳئون ذبح ڪئي.**

**(ان کي مسلم روايت ڪيو)**

(2606) وعن عائشة رضي الله عنها قالت : فتلت قلائد بدن النبي صلى الله عليه وسلم بيدي ثم قلدها وأشعرها وأهداها فما حرم عليه كان أحل له

**عائشہ رضي الله عنها کان روايت آهي تہ مون نبي ﷺ جي قربانيءَ جي جانورن جي هارن لاءِ پنهنجي هٿ سان رسيون وٽيون پوءِ پاڻ ڪريمن اهي انهن جي ڳچين ۾ ٻڌيون ۽ انهن(جانورن) ۾ رت جو نشان هنيائون ۽ انهن کي ذبح ڪيائون.**

**(بخاري و مسلم)**

(2607) وعنها قالت : فتلت قلائدها من عهن كان عندي ثم بعث بها مع أبي

**عائشہ رضي الله عنها کان روايت آهي تہ مون پاڻ وٽ موجود اُنَ مان رسيون وٽيون. پوءِ پاڻ سڳورن اهي جانور منهنجي پيءُ جي ذريعي (مڪي) موڪلي ڇڏيا.**
**(بخاري و مسلم)**

(2608) وعن أبي هريرة أن رسول الله صلى الله عليه وسلم رأى رجلا يسوق بدنة فقال : " اركبها " . فقال : إنها بدنة . قال : " اركبها " . فقال : إنها بدنة . قال : " " اركبها ويلك " في الثانية أو الثالثة

**ابوهريره ﷺ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن هڪ شخص کي ڏٺو جيڪو قربانيءَ جو جانور کي ڪاهي وڃي رهيو هو. ڪيس فرمايائون تہ ان تي سوار ٿيءُ. چيائين تہ بيشڪ اهو قربانيءَ جو جانور آهي. فرمايائون تہ ان تي سوار ٿيءُ چيائين تہ بيشڪ اهو قربانيءَ جو جانور آهي. ٻئي يا ٽئي ڀيري فرمايائونس تہ توتي افسوس هجي ان تي سوار ٿيءُ.**
**(بخاري و مسلم)**[1]

(2609) وعن أبي الزبير قال : سمعت جابر بن عبد الله سئل عن ركوب الهدي فقال : سمعت النبي صلى الله عليه وسلم يقول : " اركبها بالمعروف إذا ألجئت إليها حتى تجد ظهرا " . رواه مسلم

**ابوزبير جي روايت آهي تہ مون جابر بن عبدالله ﷺ کي ٻڌوجڏهن ڪانئس قربانيءَ جي جانور تي سوار ٿيڻ جو مسئلو پڇيو ويو. چيائين تہ مون نبي ﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو تہ جڏهن تون مجبور ٿئين تہ پوءِ ان تي سهڻي نموني سوار ٿيءُ تانجو توکي (ٻي) ڪا سواري ملي.**
**(ان کي مسلم روايت ڪيو)**

(2610) وعن ابن عباس رضي الله عنهما قال : بعث رسول الله صلى الله عليه وسلم ستة عشر بدنة مع رجل وأمره فيها . فقال : يا رسول الله كيف أصنع بها أبدع علي منها ؟ قال : " انحرها ثم اصبغ نعليها في دمها ثم اجعلها على صفحتها ولا تأكل منها أنت ولا أحد من أهل رفقتك " . رواه مسلم

**ابن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن هڪ شخص جي ذريعي قربانيءَ جا سورهن اٺ موڪليا ۽ ڪيس انهن تي امير مقرر ڪيائين. پوءِ ان چيو تہ اي الله جا رسولﷺ ! انهن جانورن کي ڇا ڪريان جيڪي هلي نہ سگهن؟ فرمايائون تہ انهن کي ذبح ڪر، انهن جو رت جتين تي هڻ پوءِ جتيون انهن جي ڪوهان جي پاسي تي هڻ، پر تون[2] ۽ تنهنجا ساٿي ان مان نہ ڪائين.**
**(ان کي مسلم روايت ڪيو)**

(2611) وعن جابر قال : نحرنا مع رسول الله عام الحديبية البدنة عن سبعة والبقرة عن سبعة . رواه مسلم

**جابر ﷺ کان روايت آهي تہ اسان رسول الله ﷺ جن سان گڏجي حديبيہ واري سال هڪ اٺ ستن ڄڻن طرفان ۽ هڪ ڳئون ستن ڄڻن جي طرفان ذبح ڪئي.**
**(ان کي مسلم روايت ڪيو)**

---

[1] - هن مان معلوم ٿئي ٿو تہ جنهن شخص کي سواريءَ جي ضرورت آهي اهو قربانيءَ جي جانور تي چڙهي سگهي ٿو.
[2]- هن حديث ۾ ٻڌايو ويو آهي تہ جيڪو جانور ٿڪجي پوي ان کي اتي قربان ڪجي قرباني ڪندڙ ۽ سندس رفيق ان جو گوشت نہ ڪائين. هن سبب ڪري تہ قرباني جي گوشت جي لالچ ۾ هلندڙ ڦرندڙ جانور کي ڪهي نہ وجهي.

(2612) وعن ابن عمر : أنه أتى على رجل قد أناخ بدنته ينحرها قال : ابعثها قياما مقيدة سنة محمد صلى الله عليه وسلم

**ابن عمر رضي الله عنهما جي باري ۾ روايت آهي تہ هڪ شخص وٽ آيو جنهن پنهنجي اٺ کي ذبح ڪرڻ جي لاءِ ويهاريو هو. چيائينس تہ ان کي بيهاري ان جا پير ٻڌي(پوءِ ذبح ڪر) اهو ئي محمد ﷺ جو طريقو آهي[1]**

**(بخاري و مسلم)**

(2613) وعن علي رضي الله عنه قال : أمرني رسول الله صلى الله عليه وسلم أن أقوم على بدنه وأن أتصدق بلحمها وجلودها وأجلتها وأن لا أعطي الجزار منها قال : " نحن نعطيه من عندنا "

**علي ؓ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن مون کي حڪم فرمايو تہ قربانيءَ جي اٺن جو خيال ڪريان. انهن جو گوشت، انهن جون کلون، انهن جي جسم تي وڌل ڪپڙا(جھلَ) خيرات ڪريان ۽ جانور ذبح ڪندڙ کي انهن مان ڪا شيءِ نہ ڏيان. چيائين تہ انهن کي اسين پنهنجي طرفان(اجرت) ڏيون ٿا[2]**

**(بخاري و مسلم)**

(2614) وعن جابر قال : كنا لا نأكل من لحوم بدننا فوق ثلاث فرخص لنا رسول الله صلى الله عليه وسلم فقال : " كلوا وتزودوا " . فأكلنا وتزودنا

**جابر ؓ کان روايت آهي تہ اسين پنهنجي قربانيءَ جي اٺن جو گوشت ٽن مهينن کان وڌيڪ[3] نہ کائيندا هئاسون. پوءِ اسان کي رسول الله ﷺ جن اجازت ڏيندي فرمايو تہ: پاڻ بہ کائو ۽ سامان سفر طور کڻي بہ وڃو.**

**(بخاري و مسلم)**

## فصل ٻيو

(2615) عن ابن عباس : أن النبي صلى الله عليه وسلم أهدى عام الحديبية في هدايا رسول الله صلى الله عليه وسلم جملا كان لأبي جهل في رأسه برة من فضة وفي رواية من ذهب يغيظ بذلك المشركين . رواه أبو داود

**ابن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن حديبيہ جي ڏينهن قربانيءَ جي اٺن ۾ ان اٺ جي قرباني بہ ڪئي جيڪو ابوجهل جو هو، جنهن جي نڪ ۾ چانديءَ جو ڇلو هو ۽ هڪ روايت ۾ آهي تہ سونو ڇلو هو. مشرڪن کي مشتعل ڪرڻ لاءِ ائين ڪيو هئائون.**

**(ان کي ابوداؤد روايت ڪيو)**

---

[1]- هن حديث مان معلوم ٿئي ٿو تہ اٺ جو اڳيون پير ٻڌي ڪيس بيٺي بيٺي قربان ڪيو وڃي.

[2]- هن حديث مان معلوم ٿئي ٿو تہ قربانيءَ جو گوشت ۽ کلون ۽ جهلون سڀئي خيرات ڪيا ويندا. ڪاسائيءَ جو اجورو پنهنجي هٿان ڏبو.

[3]- هن حديث شريف مان معلوم ٿئي ٿو تہ قربانيءَ جو گوشت ڪيترو بہ وقت رکي ان کي ڪايو سگهجي ٿو ٽن ڏيهن کان وڌيڪ نہ کائڻ جي منع ڪنهن خاص حالت سبب هئي.

(2616) وعن ناجية الخزاعي قال : قلت : يا رسول الله كيف أصنع بما عطب من البدن ؟ قال : " انحرها ثم اغمس نعلها في دمها ثم خل بين الناس وبينها فيأكلونها " . رواه مالك والترمذي وابن ماجه

**ناجية الخزاعي ﷛ کان روايت آهي ته مون عرض ڪيو ته اي الله جا رسول ﷺ! قربانيءَ جو جيڪو جانور هلي نه سگهي ان کي ڇا ڪريان؟ فرمايائون ته ان کي ذبح ڪري ڇڏ، پوءِ ان جي رت ۾ جتي رنگي ڇڏ. پوءِ ان کي ماڻهن لاءِ ڇڏي ڏي ته (پلي) اهي کائين.**

(2617) ورواه أبو داود والدارمي عن ناجية الأسلمي

**(ان کي مالڪ ۽ ترمذيءَ روايت ڪيو ابوداؤد ۽ دارميءَ اها حديث ناجية اسلميءَ جي حوالي سان بيان ڪئي.)**

(2617) وعن عبد الله بن قرط رضي الله عنه عن النبي صلى الله عليه وسلم قال : " إن أعظم الأيام عند الله يوم النحر ثم يوم القر " . قال ثور : وهو اليوم الثاني . قال : وقرب لرسول الله صلى الله عليه وسلم بدنات خمس أو ست فطفقن يزدلفن إليه بأيتهن يبدأ قال : فلما وجبت جنوبها . قال فتكلم بكلمة خفية لم أفهمها فقلت : ما قال ؟ قال : " من شاء اقتطع " . رواه أبو داود

وذكر حديثا ابن عباس وجابر في باب الأضحية

**عبدالله بن قرط ﷛ کان روايت آهي ته نبي ﷺ جن فرمايو ته: الله تعالىٰ وٽ سڀ کان وڏيڪ عظمت وارو ڏينهن قربانيءَ (يعني ڏهين ذي الحج) جو ڏينهن آهي. ان کان پوءِ يارهين ذي الحج آهي. (راوي ثور) چوي ٿو ته مراد (ڏهين تاريخ کان پوءِ) ٻيو ڏينهن آهي (عبدالله بن قرط) چوي ٿو ته رسول الله ﷺ جن وٽ پنج يا ڇهه اٺ هئا جيڪي وٽن ويجها ٿي رهيا هئا ته ڪنهن کي ٿا پهريائين ذبح ڪن؟ (راوي) چوي ٿو ته جڏهن انهن جا پاسا زمين تي ڪريا[1] ته پاڻ هوريان ڪا ڳالهه چيائون، جيڪا آئون سمجهي نه سگهيس.(هڪ شخص کان) پڇيم ته ڇا فرمايو اٿن؟ چيائين ته ارشاد فرمايائون ته جيڪو چاهي، انهن جو گوشت وڍي ڪٽي وڃي.**

**(ان کي ابوداؤد روايت ڪيو. ابن عباس ۽ جابر رضي الله عنهم جون حديثون "باب الاضحية" ۾ بيان ڪيون ويون)**

## فصل ٽيون

(2618) عن سلمة بن الأكوع قال : قال النبي صلى الله عليه وسلم " من ضحى منكم فلا يصبحن بعد ثالثة وفي بيته منه شيء " . فلما كان العام المقبل قالوا : يا رسول الله نفعل كما فعلنا العام الماضي ؟ قال : " كلوا وأطعموا وادخروا فإن ذلك العام كان بالناس جهد فأردت أن تعينوا فيهم "

**سلمه بن اڪوع ﷛ کان روايت آهي ته نبي ﷺ جن فرمايو ته: توهان مان جيڪو شخص قرباني ڪري، ان مان ٽن راتين کان بعد ڪجهه بچڻ نه گهرجي. جڏهن ايندڙ سال آيو ته (ماڻهن) چيو**

[1]- هر هڪ قرباني جو اٺ منتظر هو ته پهرين مون کي رسول الله ﷺ ذبح ڪن. اهو به پاڻ سڳورن ﷺ جن جو هڪ معجزو هو.

**ته اي الله جا رسولﷺ! ڇا هن سال به گذريل وانگر ڪريون؟ فرمايائون ته کائو، کارايو ۽ ذخيرو ڪريو. ڇاڪاڻ ته پوئين سال ماڻهن ۾ تنگي هئي مون چاهيو ٿي ته انهن جي ڪجهه مدد ڪريو.**
**(بخاري و مسلم)**

(2619) وعن نبيشة رضي الله عنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " إن كنا نهينا عن لحومها أن تأكلوها فوق ثلاث لكي تسعكم . جاء الله بالسعة فكلوا وادخروا وأتجروا . ألا وإن هذه الأيام أيام أكل وشرب وذكر الله " . رواه أبو داود

**نبيشه رضي الله عنه کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته: اسان توهان کي ٽن راتين کان وڌيڪ قربانيءَ جو گوشت کائڻ کان منع ڪئي هئي[1] تان ته سيني لاءِ ڪافي ٿئي. (هاڻي) الله تعاليٰ ڪشادگي ڪئي آهي، پوءِ کائو ۽ (پلي) ذخيرو ڪريو(۽ صدقو ڪريو)**
**ثواب حاصل ڪريو. ٻڌو! اهي ڏينهن کائڻ پيئڻ ۽ الله جي ذڪر جا آهن.**
**(ان کي ترمذيءَ روايت ڪيو)**

---

[1]- هڪ سال سخت ڏڪار پيو. مدينو ٻهراڙي وارن ماڻهن سان ڀرجي ويو. ان سال رسول الله ﷺ جن فرمايو هو ته جيترو گوشت آهي اهو ورهائي ڇڏين ذخيرو ڪري نه رکن. ايندڙ سال ڪنهن کي ضرورت ڪونه هئي تنهن ڪري اجازت ڏنائون.

## باب الحلق
## مٿو ڪوڙائڻ جو بيان
### فصل پهريون

(2620) عن ابن عمر : أن رسول الله صلى الله عليه وسلم حلق رأسه في حجة الوداع وأناس من أصحابه وقصر بعضهم

**ابن عمر رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن حجة الوداع ۾ پنهنجو مٿو ڪوڙايو ۽ سندن اصحابين مان ڪن مٿا ڪوڙايا ۽ ڪن وار ڪترايا[1]**
**(بخاري و مسلم)**

(2621) وعن ابن عباس قال : قال لي معاوية : إني قصرت من رأس النبي صلى الله عليه وسلم عند المروة بمشقص

**ابن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ مون کي معاويه ﷛ ٻڌايو تہ مون مروه جي ويجهو رسول الله ﷺ جي مٿي جا وار قينچيءَ سان ڪتريا.**
**(بخاري و مسلم)**

(2622) وعن ابن عمر : أن رسول الله صلى الله عليه وسلم قال في حجة الوداع : " اللهم ارحم المحلقين " . قالوا : والمقصرين يا رسول الله ؟ قال : " اللهم ارحم المحلقين " . قالوا : والمقصرين يا رسول الله ؟ قال : " والمقصرين "

**ابن عمر ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن حجة الوداع ۾ دعا فرمائي تہ اي الله! (مٿو) ڪوڙائيندڙن تي رحم فرماءِ. عرض ڪيائون تہ اي الله جا رسول ﷺ! ۽ مٿي جا وار ڪترائيندڙن لاءِ بہ رحم جي دعا فرمايو. پاڻ سڳورن دعا فرمائي تہ اي الله! (مٿو) ڪوڙائيندڙن تي رحم فرماءِ. عرض ڪيائون تہ اي الله جا رسول ﷺ! (مٿي جا وار) ڪترائيندڙن لاءِ بہ (رحم جي دعا فرمايو) پاڻ سڳورن فرمايو: ۽ مٿي جا وار ڪترائيندڙن تي بہ رحم فرماءِ[2]**
**(بخاري و مسلم)**

(2623) وعن يحيى بن الحصين عن جدته أنها سمعت النبي صلى الله عليه وسلم في حجة الوداع دعا للمحلقين ثلاثا وللمقصرين مرة واحدة . رواه مسلم

**يحيٰ بن حصين ﷛ پنهنجي ڏاڏيءَ کان روايت ڪري ٿو تہ انهيءَ حجة الوداع ۾ پاڻ سڳورن کي مٿو ڪوڙائيندڙن لاءِ ٽي ڀيرا دعا ڪندي ٻڌو ۽ وار ڪترائيندڙن لاءِ هڪ ڀيرو.**
**(ان کي مسلم روايت ڪيو)**

(2624) وعن أنس : أن النبي صلى الله عليه وسلم أتى منى فأتى الجمرة فرماها ثم أتى منزله بمنى ونحر نسكه ثم دعا بالحلاق وناول الحالق شقه الأيمن ثم دعا أبا طلحة الأنصاري فأعطاه إياه ثم ناول الشق الأيسر فقال " احلق " فحلقه فأعطاه طلحة فقال : " اقسمه بين الناس "

---

[1] -هن حديث مان معلوم ٿيو تہ حج ۾ مٿو ڪوڙائڻ ۽ وار ڪترائڻ ٻئي جائز آهن پر ڪوڙائڻ افضل آهي جيئن ابن عمر واري ايندڙ حديث ۾ اچي ٿو.

[2] - هن مان معلوم ٿيو تہ حج ۾ مٿو ڪوڙائڻ افضل آهي.

**انس ﷛ کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن منٰي پهتا تہ جمره عقبہ کي پٿريون ڇٽيائون. پوءِ منٰي ۾ پنهنجي رهائش جي جاءِ تي آيا ۽ پنهنجو قربانيءَ جو جانور ذبح ڪيائون. پوءِ مٿو ڪوڙيندڙ(حجام) کي گهرائي پنهنجي مٿي جو ساڄو پاسو ان جي آڏو ڪيائون. پوءِ ابوطلحہ انصاريءَ کي گهرائي، ڪوڙايل وار ان کي ڏنائون. پوءِ پنهنجي مٿي جو کاٻو پاسو ڪوڙيندڙ جي سامهون ڪيائون ۽ فرمايائون تہ ڪوڙ. انهيءَ وار ڪوڙيا ۽ اهي بہ ابوطلحہ انصاري ﷛ کي ڏنائون ۽ فرمايائون تہ هي ماڻهن ۾ ورهائي ڇڏ.**
**(بخاري و مسلم)**

(2625) وعن عائشة رضي الله عنها قالت : كنت أطيب رسول الله صلى الله عليه وسلم قبل أن يحرم ويوم النحر قبل أن يطوف بالبيت بطيب فيه مسك

**عائشہ رضي الله عنها کان روايت آهي تہ آئون احرام ٻڌڻ کان اڳ رسول الله ﷺ جن کي خوشبو لڳائيندي هيس ۽ ڏهين ذوالحج جو بيت الله جو طواف ڪرڻ کان اڳ[1] بہ خوشبو هڻندي هيس، جنهن ۾ مشڪ مليل هوندي هئي.**
**(بخاري و مسلم)**

(2626) وعن ابن عمر : أن رسول الله صلى الله عليه وسلم أفاض يوم النحر ثم رجع فصلى الظهر بمنى . رواه مسلم

**ابن عمر رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن قربانيءَ جي ڏينهن طواف افاضہ ڪيو. ان کان پوءِ منٰي واپس آيا. اتي (ظهر) پڙهيائون[2].**
**(ان کي مسلم روايت ڪيو)**

## فصل ٻيو

(2627) عن علي وعائشة رضي الله عنهما قالا : نهى رسول الله صلى الله عليه وسلم أن تحلق المرأة رأسها . رواه الترمذي

**علي ۽ عائشہ رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله جن عورتن کي مٿو ڪوڙائڻ کان منع ڪئي آهي.**
**(ان کي ترمذيءَ روايت ڪيو)**

(2628) وعن ابن عباس قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " ليس على النساء الحلق إنما على النساء التقصير " . رواه أبو داود والدارمي وهذا الباب خال من الفصل الثالث

**ابن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: عورتون مٿي جا وار نہ ڪوڙائين بلڪ وار ڪترائين.**

---

[1]- قربانيءَ واري ڏينهن حاجي احرام کان نڪري ايندا آهن ۽ عورت کان سواءِ سڀ شيون جيڪي محرم تي حرام هونديون آهن، سي حلال ٿي وينديون آهن.

[2]- جابر ﷛ واري ڊگهي حديث ۾ گذريو آهي تہ رسول الله ﷺ جن اڳئين نماز مڪي ۾ پڙهي. ٿي سگهي ٿو تہ مڪي ۾ اڳئين نماز پڙهي هجي ۽ منٰي ۾ ٻيهر امامت ڪرائي هجي.

(ان کي ابوداؤد ۽ دارمي روايت ڪيو) هي باب ٽئين فصل کان خالي آهي.

**باب في التحليل و بعض الاعمال في بعضهم**

**احرام کان حلال ٿيڻ ۽ڪي ڪم اڳي پوءِ ڪرڻ**

**فصل پهريون**

(2629) عن عبد الله بن عمرو بن العاص : أن رسول الله صلى الله عليه وسلم وقف في حجة الوداع بمنى للناس يسألونه فجاءه رجل فقال : لم أشعر فحلقت قبل أن أذبح . فقال : " اذبح ولا حرج " فجاء آخر فقال : لم أشعر فنحرت قبل أن أرمي . فقال : " ارم ولا حرج " . فما سئل النبي صلى الله عليه وسلم عن شيء قدم ولا أخر إلا قال : " افعل ولا حرج " وفي رواية لمسلم : أتاه رجل فقال : حلقت قبل أن أرمي . قال : " ارم ولا حرج " وأتاه آخر فقال : أفضت إلى البيت قبل أن أرمي . قال : " ارم ولا حرج "

**عبدالله بن عمرو بن عاص رضي الله عنهما کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن حجة الوداع ۾ ماڻهن لاءِ منٰي ۾ بيٺا جيڪي ڪائنئ (مسئلا) پڇي رهيا هئا. هڪ شخص آيو جنهن چيو ته مون کي معلوم نه هو مون قرباني ڪرڻ کان اڳ مٿو ڪوڙائي ڇڏيو. فرمايائون ته ذبح ڪر، ڪو حرج نه آهي. هڪ شخص آيو، جنهن چيو ته مون کي معلوم نه هو، مون جمره عقبہ کي پٿريون ڇٽڻ کان اڳ ذبح ڪري ڇڏيو، فرمايائون ته پٿريون هڻ، ڪو حرج نه آهي. غرض ته نبي ﷺ جن کان جنهن به عمل بابت پڇيو ويو ته هيءُ عمل اڳي يا پوءِ ٿي ويو آهي ته فرمايائون ته (پلي) ڪو حرج نه آهي (بخاري و مسلم) مسلم جي هڪ روايت ۾ آهي ته هڪ شخص آيو جنهن چيو ته پٿريون ڇٽڻ کان اڳ ۾ مون مٿو ڪوڙايو آهي. فرمايائونس ته (پلي) پٿريون ڇٽ! ڪو حرج نه آهي. ٻيو آيو ان چيو ته پٿريون ڇٽڻ کان اڳ آئون بيت الله ڏانهن موٽي آيو آهيان فرمايائون ته پٿريون ڇٽ! ڪو حرج نه آهي)**

(2630) وعن ابن عباس قال : كان النبي صلى الله عليه وسلم يسأل يوم النحر بمنى فيقول : " لا حرج " فسأله رجل فقال : رميت بعد ما أمسيت . فقال : " لا حرج " . رواه البخاري

**ابن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي ته قربانيءَ جي ڏينهن[1] منٰي ۾ نبي ﷺ جن کان (مسئلا) پڇيا ويا. فرمائيندا رهيا ته ڪو حرج نه آهي (اهو ڪم ڪر) پوءِ هڪ شخص ڪائنئ پڇيو ته شام ٿيڻ کان پوءِ مون جمره عقبہ کي پٿريون ڇٽيون! فرمايائون ته ڪو حرج نه آهي. (ان کي بخاري روايت ڪيو)**

---

[1] - قرباني واري ڏينهن چار ڪم ڪبا آهن: 1- پهريون جمره عقبہ کي پٿريون ڇٽڻ،2- قرباني ڪرڻ،3- مٿو ڪوڙائڻ،4- طواف زيارت ڪرڻ. سنت اها ئي آهي ته هي چا ڪم ترتيب سان ڪيا وڃن. اهو سلف وارن جو مذهب آهي ۽ انهن جو دليل هي روايتون آهن ۽ انهن جو قول آهي ته جيڪڏهن ڪنهن ڪم کي انهن مان اڳتي پنتي ڪجي ته جائز آهي ۽ ان تي نه فديو آهي ۽ نه قرباني. اهل حديث جو مذهب هنن حديث تي آهي. اهو ئي شافعي، احمد، اسحاق، ابو ثور، داؤد ۽ جمهور جو مذهب آهي. نخعي ۽ ابوحنيفہ چوندا آهن ته انهن تي قرباني لازم آهي. جيڪڏهن حج ۽ عمره جو گڏيل احرام هجي ته ٻه قربانيون ڪري ۽ صاحبين اهل حديث جي موافق آهن. حنفي چوندا آهن ته ابن ابي شيبہ ابن عباس کان روايت ڪيو آهي ته جيڪو حج ۾ ڪنهن ڳالهہ کي مقدم يا مؤخر ڪري اهو هڪ قرباني ڪري ۽ طحاوي به اهو بيان ڪيو. اهل حديث چون ٿا ته اها روايت موقوف آهي يعني ابن عباس جو قول آهي، ساهيترين مرفوع صحيح حديثن جي مقابلي ۾ ڪيئن حجت ٿيندي.

### فصل ٻيو

(2631) عن علي قال : أتاه رجل فقال : يا رسول الله إني أفضت قبل أن أحلق فقال : " احلق أو قصر ولا حرج " . وجاء آخر فقال : ذبحت قبل أن أرمي . قال : " ارم ولا حرج " . رواه الترمذي

**علي ﷛ کان روايت آهي تہ هڪ شخص وٽن آيو، چيائين تہ اي الله جا رسولﷺ! مون مٿو ڪوڙائڻ کان اڳ طواف ڪيوآهي. فرمايائون تہ مٿو ڪوڙاءِ يا ڪتراءِ، ڪو حرج نہ آهي ۽ ٻيو شخص آيو چيائين تہ ذبح ڪرڻ کان اڳ مون پٿريون اڇليون آهن. فرمايائون تہ (ٻلي) اڇڻ ڪو حرج نہ آهي.**
**(ان کي ترمذيءَ روايت ڪيو)**

### فصل ٽيون

(2632) عن أسامة بن شريك قال : خرجت مع رسول الله صلى الله عليه وسلم حاجا فكان الناس يأتونه فمن قائل : يا رسول الله سعيت قبل أن أطوف أو أخرت شيئا أو قدمت شيئا فكان يقول : " لا حرج إلا على رجل اقترض عرض مسلم وهو ظالم فذلك الذي حرج وهلك " . رواه أبو داود

**اسامہ بن شريڪ ﷛ کان روايت آهي تہ آئون رسول الله ﷺ جن سان گڏجي حج تي نڪتس. ماڻهو وٽن(مسئلا پڇڻ لاءِ) ايندا رهيا. ڪنهن چيو تہ اي الله جا رسولﷺ! مون طواف کان اڳ سعي ڪئي آهي يا ڪو ڪم اڳي ۽ ڪو ڪم پوءِ ڪيو اٿم. پاڻ فرمائيندا رهيا تہ ڪو حرج نہ آهي. البتہ گنهگار اهو آهي جنهن ڪنهن مسلمان جي عزت ظلم ڪندي لتاڙي. پوءِ اهو ئي گنهگار ۽ هلاڪ ٿيندڙ آهي.**
**(ان کي ابوداؤد روايت ڪيو)**

### باب خطبة يوم النحر ورمي ايام التشريق و التوديع

### قربانيءَ جي ڏينهن خطبو ۽ تشريق جي ڏينهن ۾ جمرن کي پٿريون هڻڻ ۽ آخري طواف جو بيان.

### فصل پهريون

(2633) عن أبي بكرة رضي الله عنه قال : خطبنا النبي صلى الله عليه وسلم يوم النحر قال : " إن الزمان قد استدار كهيئته يوم خلق الله السماوات والأرض السنة اثنا عشر شهرا منها أربعة حرم ثلاث متواليات ذو القعدة وذو الحجة والمحرم ورجب مضر الذي بين جمادى وشعبان " وقال : " أي شهر هذا ؟ " قلنا : الله ورسوله أعلم فسكت حتى ظننا أنه سيسميه بغير اسمه فقال : " أليس ذا الحجة ؟ " قلنا : بلى . قال : " أي بلد هذا ؟ " قلنا : الله ورسوله أعلم فسكت حتى ظننا أنه سيسميه بغير اسمه قال : " أليس البلدة ؟ " قلنا : بلى قال " فأي يوم هذا ؟ " قلنا : الله ورسوله أعلم فسكت حتى ظننا أنه سيسميه بغير اسمه . قال : " أليس يوم النحر ؟ " قلنا : بلى . قال : " فإن دماءكم وأموالكم وأعراضكم عليكم حرام كحرمة يومكم هذا في بلدكم هذا في شهركم هذا وستلقون ربكم

فيسألكم عن أعمالكم ألا فلا ترجعوا بعدي ضلالا يضرب بعضكم رقاب بعض ألا هل بلغت ؟ " قالوا : نعم . قال : " اللهم اشهد فليبلغ الشاهد الغائب فرب مبلغ أوعى من سامع "

**ابوبڪره رضي الله عنه ڪان روايت آهي تہ اسان کي نبي ﷺ جن قربانيءَ جي ڏينهن (ڏهين ذوالحج) خطبو ڏنو. فرمايائون تہ بيشڪ زمانو گهمي ڦري ان حالت تي پهتو آهي. جنهن ۾ الله آسمانن ۽ زمين کي پيدا ڪيو هو. سال ۾ ٻارهن مهينا آهن جنهن ۾ چار مهينا حرمت وارا آهن. انهن مان ٽي لڳاتار ذوالقعد، ذوالحج، ۽ محرم آهن (چوٿون مهينو) رجب مضر وارن جو آهي جيڪو جمادي الآخر ۽ شعبان جي وچ ۾ آهي. ۽ (وڌيڪ) فرمايائون تہ هي ڪهڙو مهينو آهي؟ چيوسون تہ الله ۽ ان جو رسول وڌيڪ ڄاڻي ٿو. پاڻ (ٿوري دير) خاموش رهيا، تانجو پانيوسون تہ ان کان سواءِ ان جو ڪو ٻيو نالو رکندا. فرمايائون تہ ڇا هي ذوالحج جو مهينو نہ آهي؟ چيو سون تہ هائو! فرمايائون تہ هيءُ ڪهڙو شهر آهي؟ چيوسون تہ الله ۽ ان جو رسول وڌيڪ ڄاڻي ٿو. (پاڻ ٿوري دير) خاموش رهيا، تانجو پانيسون تہ ان کان سواءِ ان جو ڪو ٻيو نالو رکندا. فرمايائون تہ ڇا (هيءُ حرمت وارو) شهر نہ آهي؟ چيوسون تہ هائو! فرمايائون تہ پوءِ هيءُ ڪهڙو ڏينهن آهي؟ چيوسون تہ الله ۽ ان جو رسول وڌيڪ ٿو ڄاڻي ٿو. پاڻ (ٿوري دير خاموش) رهيا، تانجو پانيوسون تہ ان کان سواءِ ان جو ڪو ٻيو نالو رکندا. فرمايائون تہ هيءُ قربانيءَ جو ڏينهن نہ آهي؟ چيوسون تہ هائو! فرمايائون تہ پوءِ بيشڪ توهان جا رت، توهان جا مال ۽ توهان جون عزتون توهان تي بلڪل ائين حرام آهن جيئن توهان جي هن ڏينهن جي عزت ۽ حرمت توهان جي هن مهيني ۽ هن شهر ۾ آهي. سگهوئي پنهنجي رب سان ملندا، پوءِ توهان کان توهان جي عملن جي باري ۾ پڇا ڪندو. خبردار! مون کان پوءِ گمراهہ نہ ٿجو جو هڪ ٻئي جون سسيون لاهڻ شروع ڪيو. ٻڌو! ڇا مون (الله جو پيغام توهان کي) پهچايو؟ چيائون تہ هائو! فرمايائون تہ اي الله! تون گواهہ رهہ!([1]) گهرجي تہ جيڪو(هتي) حاضر آهي اهو (اها ڳالهہ) ان کي پهچائي جيڪو موجود نہ آهي ڇاڪاڻ تہ ڪيترا اهي ماڻهو جن تائين ڳالهہ پهچائبي آهي، ٻڌندڙن کان وڌيڪ هوشيا هوندا آهن.**
**(بخاري)**

(2634) وعن وبرة قال : سألت ابن عمر : متى أرمي الجمار ؟ قال : إذا رمى إمامك فارمه فأعدت عليه المسألة . فقال : كنا نتحين فإذا زالت الشمس رمينا . رواه البخاري

**وبره ڪان روايت آهي تہ مون ابن عمر رضي الله عنهما کان پڇيو تہ جمرن کي پٿريون ڪڏهن ڇٽيان؟ چيائين تہ جڏهن امام پٿريون هڻي تہ تون بہ پٿريون هڻ. پوءِ مون (ساڳيو سوال) وري پڇيو. چيائين تہ اسين وقت جو لحاظ ڪندا هئاسون، پوءِ جڏهن سج لڙندو هو تہ پٿر ڇٽيندا هئاسون([2])**
**(ان کي بخاريءَ روايت ڪيو)**

[1]- ابن ماجہ جي روايت ۾ آهي تہ پاڻ ﷺ ٽي دفعا ائين فرمايو ۽ مطلب هي آهي تہ مون تنهنجو حڪم تنهنجي بندن کي پهچايو ۽ ابن ماجہ جي ٻي روايت ۾ آهي تہ پوءِ پاڻ ماڻهن کي رخصت ڪيو. تڏهن ماڻهن چيو تہ هي آخري حج آهي. هن جي ٿورن ڏينهن کان بعد پاڻ سونهارن جي وفات ٿي، انهيءَ ڪري هن کي حجة الوداع چوندا آهن.

[2]- 11-12-13 تاريخ جو ۽ 10 تاريخ سج لڙڻ کان پهرين بہ پٿريون ڇٽڻ جائز آهن يا پوءِ جڏهن ممڪن هجي پر سج لڙڻ کان پوءِ مسنون آهن.

(2635) وعن سالم عن ابن عمر : أنه كان يرمي جمرة الدنيا بسبع حصيات يكبر على إثر كل حصاة ثم يتقدم حتى يسهل فيقوم مستقبل القبلة طويلا ويدعو ويرفع يديه ثم يرمي الوسطى بسبع حصيات يكبر كلما رمى بحصاة ثم يأخذ بذات الشمال فيسهل ويقوم مستقبل القبلة ثم يدعو ويرفع يديه ويقوم طويلا ثم يرمي جمرة ذات العقبة من بطن الوادي بسبع حصيات يكبر عند كل حصاة ولا يقف عندها ثم ينصرف فيقول : هكذا رأيت النبي صلى الله عليه وسلم يفعله . رواه البخاري

**سالم ابن عمر کان روايت ڪري ٿو تہ اهو جمره اولي کي ست پٿريون هڻندو هو ۽ هر پٿري هڻڻ کان پوءِ الله اڪبر چوندوهو. پوءِ اڳتي ميدان ۾ ويندو هو. (اتي) ڪافي دير قبلي ڏانهن رخ ڪري بيهندو هو ۽ هٿ کڻي دعا گهرندو هو. ان کان پوءِ وچين جمري کي ست پٿريون هڻندو هو. جڏهن پٿري هڻندو هو تہ الله اڪبر چوندو هو. پوءِ کابي پاسي ميدان ڏانهن ويندو هو. پوءِ قبلي ڏانهن منهن ڪري هٿ کڻي دعا گهرندو هو ۽ ڪافي وقت بيهندو هو. ان کان پوءِ ماٿريءَ مان جمره عقبہ کي ست پٿريون هڻندو هو، پٿري هڻي الله اڪبر چوندو هو[1] اتي نہ بيهندو هو، موٽي ايندو هو ۽ چوندو هو تہ مون اهڙي طرح نبي ﷺ کي ڪندي ڏٺو آهي.**
**(ان کي بخاري روايت ڪيو)**

(2636) وعن ابن عمر قال : استأذن العباس بن عبد المطلب رسول الله صلى الله عليه وسلم أن يبيت بمكة ليالي منى من أجل سقايته فأذن له

**ابن عمر رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ عباس بن عبدالمطلب رضي الله عنه رسول الله ﷺ جن کان اجازت ورتي تہ (ماڻهن کي زم زم) پيارڻ سبب منٰي جون راتيون مڪي ۾ گذاري. پاڻ سڳورن کيس اجازت ڏني[2]**
**(بخاري و مسلم)**

(2637) وعن ابن عباس : أن رسول الله صلى الله عليه وسلم جاء إلى السقاية فاستسقى . فقال العباس : يا فضل اذهب إلى أمك فأت رسول الله صلى الله عليه وسلم بشراب من عندها فقال : " اسقني " فقال : يا رسول الله إنهم يجعلون أيديهم فيه قال : " اسقني " . فشرب منه ثم أتى زمزم وهم يسقون ويعملون فيها . فقال : " اعملوا فإنكم على عمل صالح " . ثم قال : " لولا أن تغلبوا لنزلت حتى أضع الحبل على هذه " . وأشار إلى عاتقه . رواه البخاري

**ابن عباس کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن (زم زم) پيئڻ لاءِ آيا، پوءِ پاڻي گهريائون. پوءِ عباس رضي الله عنه چيو تہ اي فضل! پنهنجي ماءُ ڏانهن وڃي رسول الله ﷺ جن لاءِ پاڻي کڻي اچ. پاڻ**

---

[1]- هن حديث ۾ پٿريون چٹڻ جي جيڪا ترتيب مذڪور آهي ، اها حنفين ۽ شافعين وٽ واجب آهي پر عمده امر هي آهي تہ انهي ترتيت جو لحاظ رکي.

[2]- هن حديث مان ہہ مسئلا معلوم ٿيا. پهريون هي تہ منٰي وارين راتين ۾ منٰي ۾ رهڻ ضروري آهي. ٻيو هي تہ جيڪي ماڻهو زم زم جو پاڻي پياريندا آهن انهن کي رات منٰي ۾ رهڻ ضروري نہ آهي، بلڪ اهي مڪي وڃن ۽ رات جو زم زم جو پاڻ پيارين ۽ حوضن کي پاڻي سان ڀرين جيئن پيئڻ وارا آرام سان پيئن.

**سڳورن فرمايو تہ مون کي (اتان ئي) پياريو. انهيءَ چيو تہ اي الله جا رسول ﷺ! ماڻهو پاڻيءَ ۾ هٿ وجهن ٿا. فرمايائون تہ مون کي (اتان ئي) پياريو. پوءِ اتان پاڻي پيتائون. پوءِ زم زم جي ويجهو آيا(جتي) آل عباس ﷺ پاڻي ڪڍڻ ۽ پيارڻ ۾ مشغول هئا. پاڻ سڳورن فرمايو تہ پنهنجو اهو ڪم جاري رکو، بيشڪ توهان صالح ڪم ڪري رهيا آهيو. پوءِ فرمايائون تہ جيڪڏهن توهان مغلوب نہ ٿيو تہ البتہ آئون بہ (سواريءَ تان) لهان ها[1]**

**۽ (ڏول جي) رسي ڪلهي ڏانهن اشارو ڪندي فرمايائون تہ هن تي رکان ها.**

**(ان کي بخاري روايت ڪيو)**

(2638) وعن أنس رضي الله عنه أن النبي صلى الله عليه وسلم صلى الظهر والعصر والمغرب والعشاء ثم رقد رقدة بالمحصب ثم ركب إلى البيت فطاف به . رواه البخاري

**انس ﷺ کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن ظهر،عصر،مغرب،عشاء پڙهي، ٿوري دير محصب (ماٿري) ۾ سمهي پيا. پوءِ سوار ٿي بيت الله ڏانهن آيا ۽ ان جو طواف ڪيائون.**

(2639) وعن عبد العزيز بن رفيع قال : سألت أنس بن مالك . قلت : أخبرني بشيء عقلته عن رسول الله صلى الله عليه وسلم : أين صلى الظهر يوم التروية ؟ قال : بمنى . قلت : فأين صلى العصر يوم النفر ؟ قال : بالأبطح . ثم قال افعل كما يفعل أمراؤك

**عبدالعزيز بن رفيع چوي ٿو تہ مون انس بن مالڪ ﷺ کان پڇيو تہ مون کي هڪ ڳالهہ ٻڌايو جيڪا توهان رسول الله ﷺ کان ٻڌي چڱي طرح ياد ڪئي آهي تہ پاڻ سڳورن ﷺ اٺين ذوالحج جي ظهر ڪٿي پڙهي هئي؟ انهيءَ چيو تہ مِنٰي ۾ مون چيو تہ ڏهين تاريخ عصر ڪٿي پڙهيائون چيائون تہ محصب ماٿريءَ ۾. پوءِ چيائين تہ جيئن تنهنجا امير ڪن تيئن تون بہ ڪر.**

**(بخاري و مسلم)**

(2640) وعن عائشة رضي الله عنها قالت : نزول الأبطح ليس بسنة إنما نزله رسول الله صلى الله عليه وسلم لأنه كان أسمح لخروجه إذا خرج

**عائشہ رضي الله عنها کان روايت آهي تہ محصب ماٿري ۾ لهڻ سنت نہ آهي، رسول الله ﷺ جن ان ڪري لٿا هئا تہ (اتان) نڪرڻ آسان هو.**

**(بخاري و مسلم)**

(2641) وعنها قالت : أحرمت من التنعيم بعمرة فدخلت فقضيت عمرتي وانتظرني رسول الله صلى الله عليه وسلم بالأبطح حتى فرغت فأمر الناس بالرحيل فخرج فمر بالبيت فطاف به قبل صلاة الصبح ثم خرج إلى المدينة . هذا الحديث ما وجدته برواية الشيخين بل برواية أبي داود مع اختلاف يسير في آخره

---

[1] = سيدنا ابن عباس زمزم جي کوہ تي حاجين کي پاڻي پياريندو هو. رسول الله ﷺ جن سندس واکاڻ ڪئي ۽ فرمايائون تہ پاڻي ڪڍڻ ۾ آئون بہ اوهان جو شريڪ ٿيان ها پر مون کي ڊپ آهي تہ جيڪڏهن آئون اهو ڪم ڪندس تہ مون کي ڏسي سيئي ماڻهو سنت سمجهي پاڻي ڪڍڻ لاءِ هجوم ڪندا پوءِ اوهان لاءِ مشڪل پيدا ٿي پوندي.

عائشہ رضي الله عنها کان روايت آهي تہ مون عمري جو احرام تنعيم کان پڻو پوءِ احرام ۾ داخل ٿيس، عمرو ادا ڪيم ۽ رسول الله ﷺ جن محصب (ماٿري) منهنجو انتظار ڪري رهيا هئا. جڏهن فارغ ٿيس تہ پاڻ ماڻهن کي ڪوچ ڪرڻ جو حڪم فرمايائون. پوءِ پاڻ ٻاهر نڪتا. بيت الله وٽان لنگهيا. صبح جي نماز پڙهڻ کان اڳ ان جو طواف ڪيائون. پوءِ مديني لاءِ نڪتا.
(اها حديث مون کي بخاري مسلم جي حوالي سان نہ ملي بلڪ ابوداؤد ۾ حديث جي آخر ۾ معمولي اختلاف سان روايت موجود آهي)

(2642) وعن ابن عباس قال : كان الناس ينصرفون في كل وجه فقال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " لا ينفرن أحدكم حتى يكون آخر عهده بالبيت إلا أنه خفف عن الحائض "

ابن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ ماڻهو هر طرف کان (پنهنجن گهرن ڏانهن) موٽي رهيا هئا، پوءِ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ، توهان مان ڪو واپس نہ وڃي تانجو سندس آخري ملاقات بيت الله ۾ ٿئي، مگر حيض واريءَ سان هلڪائي ڪئي وئي آهي[1]
(بخاري و مسلم)

(2643) وعن عائشة قالت : حاضت صفية ليلة النفر فقالت : ما أراني إلا حابستكم . قال النبي صلى الله عليه وسلم : " عقرى حلقى أطافت يوم النحر ؟ " قيل : نعم . قال : " فانفري "

عائشہ رضي الله عنها کان روايت آهي تہ صفيہ رضي الله عنها کي موٽڻ واري رات حيض اچي ويا. چوڻ لڳي تہ شايد توهان کي منهنجي ڪري رڪڻو پوي. نبي ﷺ جن فرمايو الله سندس جسم کي تڪليف ۾ وجهي ۽ سندس نڙي سور ڪري، ڇا ڏهين ذوالحج تي طواف افاضہ نہ ڪيو اٿس؟ عرض ڪيو ويو تہ هائو! فرمايائون تہ پوءِ(بغير طواف جي) ڪوچ ڪر[2]
(بخاري و مسلم)

## فصل ٻيو

(2644) عن عمرو بن الأحوص قال : سمعت رسول الله صلى الله عليه وسلم يقول في حجة الوداع : " أي يوم هذا ؟ " قالوا : يوم النحر الأكبر . قال : " فإن دماءكم وأموالكم وأعراضكم بينكم حرام كحرمة يومكم هذا في بلدكم هذا ألا لا يجني جان على نفسه ولا يجني جان على ولده ولا مولود على والده ألا وإن الشيطان قد أيس أن يعبد في بلدكم هذا أبدا ولكن ستكون له طاعة فيما تحتقرون من أعمالكم فسيرضى به " . رواه ابن ماجه والترمذي وصححه

عمرو بن احوص کان روايت آهي تہ مون رسول الله ﷺ جن کي حجة الوداع ۾ فرمائيندي ٻڌو تہ هي ڪهڙو ڏينهن آهي؟ چيائون تہ حج اڪبر جو ڏينهن آهي. پاڻ سڳورن فرمايو تہ پوءِ بيشڪ توهان جا خون ۽ توهان جا مال ۽ توهان جون عزتون هڪ ٻئي تي ائين حرام آهن، جيئن توهان

---

[1]- هن حديث مان معلوم ٿيو تہ آخري طواف واجب آهي جيڪڏهن ترڪ ڪندو تہ مٿس قرباني ڪرڻ لازم ٿي ويندي ۽ هي بہ معلوم ٿيو تہ حيض واري عورت تي اهو طواف معاف آهي. نفاس واري عورت کي بہ انهيءَ تي قياس ڪرڻ گهرجي.
[2]- هن حديث مان معلوم ٿيو تہ آخري طواف حيض واري عورت تي معاف آهي ۽ طواف افاضہ فرض آهي ۽ ان جي ڪرڻ کان سواءِ حيض واري عورت رواني نٿي ٿي سگهي.

جي هن ڏينهن ۾ توهان جي هن شهر ۾ توهان جي حرمت آهي. خبردار! ڏوهاريءَ کي صرف سندس ئي ڏوهه جي سزا ڏني ويندي. پيءُ جي ڏوهه ۾ پٽ کي ۽ پٽ جي ڏوهه ۾ پيءُ کي سزا نہ ڏني ويندي. خبردار! بيشڪ شيطان مايوس ٿي چڪو آهي آئنده ڪڏهن توهان جي هن شهر ۾ سندس عبادت ٿيندي. البتہ اجهو انهن ڪمن ۾سندس اطاعت ٿيندي جن کي معمولي سمجهوٿا، پوءِ اهو ان تي خوش ٿيندو.

(ان کي ابن ماجہ ۽ ترمذيءَ روايت ڪيو ۽ ترمذيءَ ان کي صحيح قرار ڏنو آهي)

(2645) وعن رافع بن عمرو والمزني قال : رأيت رسول الله صلى الله عليه وسلم يخطب الناس بمنى حين ارتفع الضحى على بغلة شهباء وعلي يعبر عنه والناس بين قائم وقاعد . رواه أبو داود

رافع بن عمرو مذني کان روايت آهي تہ مون ڏٺو تہ رسول الله ﷺ منٰي ۾ سفيد خچر تي سوار ٿي چاشت جي وقت ماڻهن کي خطبو ڏنو ۽ علي ﷺ سندن ڳالهيون (پري پري ماڻهن تائين) پهچائي رهيو هو. ڪي ماڻهو بيٺا هئا تہ ڪي ويٺا هئا.

(ان کي ابوداؤد روايت ڪيو)

(2646) وعن عائشة وابن عباس رضي الله عنهم أن رسول الله صلى الله عليه وسلم أخر طواف الزيارة يوم النحر إلى الليل . رواه الترمذي وأبو داود وابن ماجه

عائشہ ۽ ابن عباس رضي الله عنهم کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن قربانيءَ جي ڏينهن طواف زيارت رات تائين مؤخر ڪيو.

(هن کي ترمذي،ابوداؤ ۽ ابن ماجہ روايت ڪيو)([1])

فائدو: اها حديث صحيح نہ آهي ڇاڪاڻ تہ صحيح حديثن مان ثابت آهي تہ پاڻ سڳورن طواف زيارت ڏينهن جو ڪيو آهي. البتہ هن حديث کي تشريق جي ٻين ڏينهن جي طواف تي محمول ڪيو ويندو(تنقيح الرواة ربع ثاني/138)

(2647) وعن ابن عباس : أن النبي صلى الله عليه وسلم لم يرمل في السبع الذي أفاض فيه . رواه أبو داود وابن ماجه

ابن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن طواف زيارت جي ستن چڪرن ۾ رمل نہ ڪيو.

(ان کي ابوداؤد ۽ ابن ماجہ روايت ڪيو)

(2648) وعن عائشة أن النبي صلى الله عليه وسلم قال : " إذا رمى أحدكم جمرة العقبة فقد حل له كل شيء إلا النساء " . رواه في شرح السنة وقال : إسناده ضعيف وفي رواية أحمد والنسائي عن ابن عباس قال : " إذا رمى الجمرة فقد حل له كل شيء إلا النساء "

عائشہ رضي الله عنها کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ جڏهن توهان مان ڪو شخص جمره عقبہ کي پٿريون ڇٽي تہ زال سان همبستريءَ کان سواءِ سڀ شيون حلال ٿي ويون([1])

[1]- يعني تاخير جي اجازت ڏنائون ڇو جو پاڻ ڪريمن اڳئين نماز کان پهرين طواف اضافہ ڪيو هو.

(ان کي شرح السنة ۾ روايت ڪيو ويو آهي ۽ چيائين ته ان جي سند ضعيف آهي) ۽ احمد ۽ نسائيءَ جي ابن عباس رضي الله عنهما کان روايت ڪيل حديث ۾ آهي ته پاڻ سڳورن فرمايو ته جمره کي پٿريون هڻڻ کان پوءِ همبستري کان سواءِ سڀ حرام شيون حلال ٿي وينديون آهن.

فائدو: راوي حجاج بن ارطاة جو زهري کان سماع ثابت نه آهي البته هن مسئلي ۾ ذڪر ٿيل حديثون هڪ ٻئي کي قوي ڪري رهيون آهن.

(تنقيح الرواة ربع ثاني/138)

(2649) وعنها قالت : أفاض رسول الله صلى الله عليه وسلم من آخر يومه حين صلى الظهر ثم رجع إلى منى فمكث بها ليالي أيام التشريق يرمي الجمرة إذا زالت الشمس كل جمرة بسبع حصيات يكبر مع كل حصاة ويقف عند الأولى والثانية فيطيل القيام ويتضرع ويرمي الثالثة فلا يقف عندها . رواه أبو داود

عائشه رضي الله عنها کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن ظهر پڙهي ڏينهن جي آخر ۾ منٰي واپس هليا ويا. تشريق جي ڏينهن جون راتيون اتي گذاريائون. سج لهڻ وقت جمرن کي پٿريون ڇنڊيائون ۽ هر جمري کي ست پٿريون هنيائون. هر پٿري هڻڻ وقت الله اڪبر چيائون. پهرين ۽ ٻئي جمري وٽ گهڻو قيام ۽ (گهڻي) عاجزي ۽ زاري ڪيائون، پر ٽئين جمري کي پٿريون هڻي اتي نه بيٺا.

(ان کي ابوداؤد روايت ڪيو)

فائدو: سند ۾ محمد بن اسحاق راوي مدلس آهي. ان ”حدثنا“ جي لفظن سان روايت نه ڪئي آهي ۽ بخاري ۽ مسلم جي حديثن ۾ آهي ته پاڻ سڳورن ظهر نماز منٰي ۾ ادا ڪئي.(تنقيح الرواة ربع ثاني/139)

(2650) وعن أبي البداح بن عاصم بن عدي عن أبيه قال : رخص رسول الله صلى الله عليه وسلم لرعاء الإبل في البيتوتة : أن يرملوا يوم النحر ثم يجمعوا رمي يومين بعد يوم النحر فيرموه في أحدهما . رواه مالك والترمذي والنسائي وقال الترمذي : هذا حديث صحيح

ابوبداح بن عاصم بن عدي پنهنجي پيءُ کان روايت ڪري ٿو ته رسول الله ﷺ جن انن جي ڌنارن(2) کي (منٰي ۾) رات نه گذارڻ جي اجازت ڏني ته قربانيءَ جي ڏينهن (ڏهين ذوالحج تي) اچي پٿريون ڇٽن، ان کان پوءِ ٻن ڏينهن جون پٿريون هڪ ڏينهن ۾ ڇٽين.

(مالڪ، ترمذي ۽ نسائي ان کي روايت ڪيو ۽ ترمذيءَ ان کي صحيح قرار ڏنو)

## باب ما يجتنبه المحرم

## باب محرم ڪهڙين شين کان پرهيز ڪري؟

### فصل پهريون

---

1- اهل حديث، حنفي، شافعي ۽ اڪثر عالمن جو قول آهي ته قرباني واري ڏينهن جمره عقبه کي پٿريون ڇٽڻ کان پوءِ سڀ شيون جائز ٿي وينديون آهن رڳو عورت سان صحبت ڪرڻ جائز نه آهي، جيستائين طواف اضافه نه ڪري.

2- چاڪاڻ ته انهن کي پنهنجا اٺ چارڻ ۽ انن جي حفاظت ڪرڻي پوندي آهي جيڪڏهن اهي منٰي ۾ رات جو رهن ته انهن جا اٺ چوري ٿي وڃن ۽ جيڪڏهن اٺ پاڻ سان گڏ رکن ٿا ته ماڻهن جي هجوم سبب ماڻهن ۽ انن کي تڪليف ٿئي ٿي ان ڪري انهن کي اجازت ڏني وئي ته اهي رات جو ٻي جاءِ تي رهي سگهن ٿا ۽ ٻئي ڪنهن لاءِ جائز نه آهي ته منٰي وارين راتين ۾ منٰي کان سواءِ ٻي جاءِ تي رهي.

(2651) عن عبد الله بن عمر : أن رجلا سأل رسول الله صلى الله عليه وسلم : ما يلبس من الثياب ؟ فقال : " لا تلبسوا القمص ولا العمائم ولا السراويلات ولا البرانس ولا الخفاف إلا أحد لا يجد نعلين فيلبس خفين وليقطعهما أسفل الكعبين ولا تلبسوا من الثياب شيئا مسه زعفران ولا ورس " . متفق عليه وزاد البخاري في رواية : " ولا تنتقب المرأة المحرمة ولا تلبس القفازين "

**عبدالله بن عمر رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ هڪ شخص رسول الله ﷺ کان پڇيو تہ احرام وارو ڪهڙا ڪپڙا پائي؟ فرمايائون تہ قميص، پڳڙي، سلوار، ٽوپي ۽ موزا نہ پائي. مگر جيڪڏهن ڪو شخص جوتا نہ پائي تہ موزا پائي سگهي ٿو پر انهن کي پيڏين کان هيٺ ڪٽي ڇڏي ۽ زعفران ۾ واسيل ۽ ورس (ٻوٽيءَ) ۾ رنگيل لباس نہ پائي[1]**

**(بخاري ۽ مسلم) بخاريءَ جي روايت ۾ وڌيڪ آهي تہ محرم عورت منهن تي نقاب نہ پائي ۽ نہ هٿن ۾ دستانا پائي.**

(2652) وعن ابن عباس قال : سمعت رسول الله صلى الله عليه وسلم يخطب وهو يقول : " إذا لم يجد المحرم نعلين لبس خفين وإذا لم يجد إزارا لبس سراويل "

**ابن عباس رضي الله عنهما چوي ٿو تہ مون رسول الله ﷺ جن کي خطبو ڏيندي ٻڌو تہ جڏهن محرم کي جتي نہ هجي تہ موزا پائي سگهي ٿو ۽ جڏهن چادر(گوڏ) نہ هجي تہ سلوار پائي سگهي ٿو[2].**

**(بخاري و مسلم)**

(2653) وعن يعلى بن أمية قال : كنا عند النبي صلى الله عليه وسلم بالجعرانة إذ جاء رجل أعرابي عليه جبة وهو متضمخ بالخلوق فقال : يا رسول الله إني أحرمت بالعمرة وهذه علي . فقال : " أما الطيب الذي بك فاغسله ثلاث مرات وأما الجبة فانزعها ثم اصنع في عمرتك كما تصنع في حجك "

**يعلٰي بن اميہ کان روايت آهي تہ اسين رسول الله ﷺ جن وٽ جٺرانہ (نالي هنڌ) هئاسون. وٽن هڪ ڳوٺاڻو آيو جنهن کي ڪوٽ پاتل هو، منجهس "خلوق" خوشبو لڳل هئي. چيائين تہ اي الله جا رسول ﷺ! مون عمري جو احرام ٻڌو آهي جڏهن تہ هي (ڪوٽ) پاتو اٿم پاڻ سڳورن فرمايو تہ خوشبوءَ کي ٽي ڀيرا ڌو ۽ ڪوٽ لاهہ. ان کان پوءِ جيئن پنهنجي حج ۾ ڪندو آهين، تيئن پنهنجي عمري ۾ بہ ڪر[3]**

**(بخاري و مسلم)**

---

[1]- ورس هڪ خوشبودار گاهہ ٿيندو آهي. هن حديث تي سڀني امامن جو عمل آهي. احرام واري لاءِ اهي سڀ شيون جيڪي حديث ۾ مذڪور آهن جائز نہ آهن. سواءِ عورت جي، جو ان لاءِ ڪارا ڪپڙا پائڻ ۽ منهن کان سواءِ سڀ بدن ڍڪڻ مباح آهي ڇاڪاڻ تہ منهن ڍڪڻ حرام آهي.

[2]- جيڪو احرام ٻڌي اهو جوراب ۽ سلوار نہ پائي ۽ جنهن کي ميسر نہ هجي تہ لاچار جي حالت ۾ درست آهن پر جورابن کي مٿان ايترو ڪٽي ڇڏي جو پيرن جي پٺ کلي وڃي ڪما مرفي حديث ابن عمرؓ.

[3]- هن حديث مان معلوم ٿيو تہ احرام جي حالت ۾ خوشبو لڳائڻ ۽ ڪارا ڪپڙا پائڻ جائز نہ آهي ۽ انهن شين جي منع ۾ حڪمت آهي تہ وڏائيءَ جي بوءِ نڪري ويندي عجز وعاجزي ۽ نياز ظاهر ٿيندي. موت، قبرن مان اٿڻ ۽ قيامت کي ياد ڪري ڇاڪاڻ تہ ان ڏينهن ماڻهو پيرين اگهاڙي هوندا.

(2654) وعن عثمان قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " لا ينكح المحرم ولا ينكح ولا يخطب " . رواه مسلم

**عثمان ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: محرم نہ نڪاح ڪري، نہ نڪاح ڪرائي ۽ نہ ڪنهن عورت ڏانهن نڪاح جو پيغام موڪلي.**
**(ان کي مسلم روايت ڪيو)**

(2655) وعن ابن عباس : أن النبي صلى الله عليه وسلم تزوج ميمونة وهو محرم

**ابن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن احرام جي حالت ۾ ميمونہ رضي الله عنها سان شادي ڪئي.**
**(بخاري و مسلم)**

(2656) وعن يزيد بن الأصم ابن أخت ميمونة عن ميمونة أن رسول الله صلى الله عليه وسلم تزوجها وهو حلال . رواه مسلم

قال الشيخ الإمام يحيى السنة رحمه الله : والأكثرون على أنه تزوجها حلالا وظهر أمر تزويجها وهو محرم ثم بنى بها وهو حلال بسرف في طريق مكة

**يزيد بن اصم پنهنجي خالہ ميمونہ رضي الله عنها کان روايت ڪري ٿو تہ رسول الله ﷺ جن ان سان حلال هئڻ جي حالت ۾ نڪاح ڪيو.**
**(ان کي مسلم روايت ڪيو) شيخ امام محي السنة ؒ چوي ٿو تہ اڪثر محدثين جي قول مطابق پاڻ سڳورن ﷺ ساڻن حلال هجڻ جي حالت ۾ شادي ڪئي پر سندن نڪاح جي مشهوري ان وقت ٿي جڏهن پاڻ محرم هئا. ان کان پوءِ رخصتي مڪي جي واٽ ۾ سرف نالي هنڌ حلال ٿيڻ جي حالت ۾ ٿي.**

(2657) وعن أبي أيوب : أن النبي صلى الله عليه وسلم كان يغسل رأسه وهو محرم

**ابوايوب ﷛ کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن احرام جي حالت ۾ پنهنجو مٿو ڌوئيندا هئا**[1]
**(بخاري ۽ مسلم)**

(2658) وعن ابن عباس قال : احتجم النبي صلى الله عليه وسلم وهو محرم

**ابن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن احرام جي حالت ۾ سڱيون لڳرايون.**
**(بخاري و مسلم)**

(2659) وعن عثمان حدث عن رسول الله صلى الله عليه وسلم في الرجل إذا اشتكى عينيه وهو محرم ضمدهما بالصبر . رواه مسلم

[1] -هن حديث مان معلوم ٿيو تہ احرام واري لاءِ مٿو ڌوئڻ جائز آهي مگر ائين جيئن وار نہ ٽٽن يا ڇڻن.

**عثمان ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن ان شخص جي باري ۾ فرمايو جنهن جي اکين ۾ تڪليف هجي ۽ احرام سان هجي تہ انهن تي رسونت جو پھو ٻڌي.**
**(ان کي مسلم روايت ڪيو)**

(2660) وعن أم الحصين قالت : رأيت أسامة وبلالا وأحدهما آخذ بخطام ناقة رسول الله صلى الله عليه وسلم والآخر رافع ثوبه يستره من الحر حتى رمى جمرة العقبة . رواه مسلم

**ام حصين ﷞ کان روايت آهي تہ مون اسامہ ۽ بلال رضي الله عنهما کي ڏٺو انهن مان هڪ رسول الله ﷺ جن جي ڏاچيءَ جي واڳ پڪڙي هئي. ۽ ٻئي گرميءَ سبب مٿن ڪپڙي سان ڇانون ڪئي هئي تانجو جمره عقبہ کي پٿريون ڇٽي واندا ٿيا[1]**
**(ان کي مسلم روايت ڪيو)**

(2661) وعن كعب بن عجرة رضي الله عنه أن النبي صلى الله عليه وسلم مر به وهو بالحديبية قبل أن يدخل مكة وهو محرم وهو يوقد تحت قدر والقمل تهافت على وجهه فقال : " أتؤذيك هوامك ؟ " . قال : نعم . قال : " فاحلق رأسك وأطعم فرقا بين ستة مساكين " . والفرق : ثلاثة آصع : " أو صم ثلاثة أيام أوانسك نسيكة "

**ڪعب بن اجره ﷛ کان روايت آهي تہ مڪي ۾ داخل ٿيڻ کان اڳ جڏهن حديبيہ ۾ هو تہ نبي ﷺ ان وٽان لنگھيا. هو احرام جي حالت ۾ هنديءَ جي هيٺان باھ ٻاري رهيو هو ۽ جوئون ان جي چھري تي ڪري رهيون هون. پاڻ سڳورن ڪيس فرمايو تہ: ڇا جوئون توکي تڪليف ڏين ٿيون؟ چيائين تہ هائو! فرمايائون تہ تون پنھنجو مٿو ڪوڙاءِ ۽ ٽي ساع ڇھ مسڪينن کي کاراءِ يا ٽي روزا رک يا ٻڪري ذبح ڪر[2]**
**(بخاري و مسلم)**

(2662) عن ابن عمر : أنه سمع رسول الله صلى الله عليه وسلم ينهى النساء في أحرامهن عن القفازين والنقاب وما مس الورس والزعفران من الثياب ولتلبس بعد ذلك ما أحبت من ألوان الثياب معصفر أوخز أو حلي أو سروايل أو قميص أو خف . رواه أبو داود

**ابن عمر رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ مون رسول الله ﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو تہ عورتن کي احرام جي حالت ۾ دستانا،نقاب،ورس،زعفران سان رنگيل ڪپڙا پائڻ کان منع ڪيائون. ان کان علاوه ڪسم سان رنگيل ڪپڙا ۽ ريشمي ڪپڙا يا زيور يا سلوار يا قميص يا موزا جيڪي پسند ڪن تہ پائين.**
**(ان کي ابوداؤد روايت ڪيو)**

---

[1]- هن حديث مان معلوم ٿيو تہ محرم تي ڇانون ڪرڻ جائز آهي مگر هن شرط سان تہ ڇانون ڪرڻ واري شيءِ مٿي کي نہ لڳي. گهڻن عالمن جو اهو ئي قول آهي.

[2]- هن حديث مان معلوم ٿيو تہ عذر سبب احرام واري لاءِ مٿو ڪوڙائڻ جائز آهي. پوءِ ڪفارو ڏي، قرباني ڪري، يا ٽي روزا رکي يا ڇهن محتاجن کي کاڌو کارائي.

(2663) وعن عائشة رضي الله عنها قالت : كان الركبان يمرون بنا ونحن مع رسول الله صلى الله عليه وسلم محرمات فإذا جاوزوا بنا سدلت إحدانا جلبابها من رأسها على وجهها فإذا جاوزونا كشفناه . رواه أبو داود ولابن ماجه معناه

**عائشہ رضي الله عنها کان روايت آهي تہ اسين رسول الله ﷺ جن سان احرام جي حالت ۾ هيون سين. جڏهن قافلي وارا اسان مان ڪنهن جي ويجهو ايندا هئا اسين پنهنجو چهرو پنهنجين چادرن سان لڪائي ڇڏينديون هيون سين ۽ جڏهن لنگهي ويندا هئا تہ منهن کوليندين هيون سين**
**(ان کي ابوداؤد روايت ڪيو ۽ ابن ماجہ ۾ ان جي هم معني روايت آهي)**

(2664) وعن ابن عمر رضي الله عنهما أن النبي صلى الله عليه وسلم كان يدهن بالزيت وهو محرم غير المقتت يعني غير المطيب . رواه الترمذي

**ابن عمر ﷺ نبي ﷺ کان روايت ڪري ٿو تہ پاڻ احرام جي حالت ۾ بغير خوشبوءَ جي تيل هڻندا هئا**
**(ان کي ترمذيءَ روايت ڪيو)**
**فائدو: راوي فرقد سبخي ضعيف آهي(تنقيح الرواة ربع ثاني/141)**

**فصل ٽيون**

(2665) أن ابن عمر وجد القر فقال : ألق علي ثوبا نافع فألقيت عليه برنسا فقال : تلقي علي هذا وقد نهى رسول الله صلى الله عليه وسلم أن يلبسه المحرم ؟ . رواه أبو داود ؟

**نافع کان روايت آهي تہ ابن عمر رضي الله عنهما سردي محسوس ڪئي. (مون کي) چيائين تہ اي نافع! منهنجي مٿا ڪپڙو وجهہ. مون مٿس ڪوٽ وڌو. چيائين تہ مون تي اهڙو (ڪپڙو) وڌو اٿئي، جنهن جي پائڻ جي محرم کي رسول الله ﷺ منع ڪئي آهي.**
**(ان کي ابوداؤد روايت ڪيو)**

(2666) وعن عبد الله بن مالك بن بحينة قال : احتجم رسول الله صلى الله عليه وسلم وهو محرم بلحي جمل من طريق مكة في وسط رأسه

**عبدالله بن مالڪ بن بحينة ﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن لحي جمل (نالي هنڌ)[1] مڪي جي رستي ۾ احرام جي حالت ۾ وچ مٿي ۾ سنڱي لڳرائي.**
**(بخاري و مسلم)**

(2667) وعن أنس رضي الله عنه قال : احتجم رسول الله صلى الله عليه وسلم وهو محرم على ظهر القدم من وجع كان به . رواه أبو داود والنسائي

**انس ﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن احرام جي حالت ۾ تڪليف سبب پيرن جي مٿئين پاسي ڏانهن سنڱي لڳرائي.**

[1]- لحي جمل هڪ جڳهہ جو نالو آهي. سڱي لڳائڻ تي عالمن جو اتفاق آهي، پر جيڪڏهن وار ٽٽندا تہ فديو ڏيڻ لازم آهي.

**(ان کي ابوداؤد ۽ نسائي روايت ڪيو)**

(2668) قال : تزوج رسول الله صلى الله عليه وسلم ميمونة وهو حلال وبنى بها وهو حلال وكنت أنا الرسول بينهما . رواه أحمد والترمذي وقال : هذا حديث حسن

**ابو رافع ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن حلال ٿيڻ کان پوءِ ميمونہ سان شادي ڪئي ۽ حلال ٿيڻ کان پوءِ سندس رخصتي ٿي ۽ آئون ٻنهي جي درميان پيغام رسائيندڙ هيس.**
**(ان کي احمد ۽ ترمذي روايت ڪيو. ترمذيءَ چيو تہ هيءَ حديث حسن آهي)**

# باب المحرم يجتنب الصيد

## احرام واري کي شڪار کان بچڻ گهرجي

### فصل پهريون

(2669) عن الصعب بن جثامة أنه أهدى رسول الله صلى الله عليه وسلم حمارا وحشيا وهو بالأبواء او بودان فرد عليه فلما رأى ما في وجهه قال : " إنا لم نرده عليك إلا أنا حرم ".

**صعب بن جثامہ ﷛ کان روايت آهي تہ انهيءَ ابواءَ يا ودان(نالي هنڌ) رسول الله ﷺ جن کي جهنگلي گڏھ هديہ طور پيش ڪيو، پر پاڻ ڪيس واپس ڪيو. پوءِ جڏهن(سندس) چهري تي (ناخوشي) جا آثار ڏٺائون تہ فرمايائون اسان هن ڪري واپس ڪيو آهي، جو احرام ۾ آهيون([1])**

(2670) وعن أبي قتادة أنه خرج مع رسول الله صلى الله عليه وسلم فتخلف مع بعض أصحابه وهم محرمون وهو غير محرم فرأوا حمارا وحشيا قبل أن يراه فلما رأوه تركوه حتى رآه أبو قتادة فركب فرسا له فسألهم أن يناولوه سوطه فأبوا فتناوله فحمل عليه فعقره ثم أكل فأكلوا فندموا فلما أدركوا رسول الله صلى الله عليه وسلم سألوه . قال : " هل معكم منه شيء ؟ " قالوا : معنا رجله فأخذها النبي صلى الله عليه وسلم فأكلها

وفي رواية لهما : فلما أتوا رسول الله صلى الله عليه وسلم قال : " أمنكم أحد أمره أن يحمل عليها ؟ أو أشار إليها ؟ " قالوا : لا قال : " فكلوا ما بقي من لحمها "

**ابوقتاده ﷛ کان روايت آهي تہ اهو رسول الله سان گڏ نڪتو ۽ پنهنجن بعض ساٿين سميت پوئتي رهجي ويو. سندس ساٿي احرام ۾ ۽ پاڻ بغير احرام جي هو. سندس ساٿين ان کان اڳ جهنگلي گڏھ ڏٺو انهن ان کي ڇڏي ڏنو تانجو ابوقتاده ﷛ جي ان تي نظر پئي پوءِ پنهنجي گهوڙي تي سوار ٿيو ۽ پنهنجي ساٿين کان پنهنجو لڪڻ گهريئن جن انڪار ڪيو تڏهن پاڻ گهوڙي تان لهي لڪڻ کنيائين ۽ ان تي حملو ڪيائين ۽ ان کي ماريائين پوءِ پاڻ بہ(شڪار جو گوشت) کاڌائين ۽ سندس ساٿين بہ کاڌو، پر پوءِ پشيمان ٿيا. جڏهن رسول الله ﷺ جن وٽ آيا تڏهن اهو مسئلو پڇيائون پاڻ سڳورن فرمايو تہ ڇا اوهان وٽ ان مان ڪجھ بچيل آهي؟ عرض ڪيائون اسان وٽ هڪ ٽنگ آهي. نبي ﷺ جن اها وٺي کاڌي.**

**(بخاري و مسلم) ٻنهي جي هڪ ٻي روايت ۾ هي لفظ آهن تہ جڏهن اهي رسول الله ﷺ جن وٽ آيا تہ پاڻ سڳورن پڇيو تہ ڇا اوهان مان ڪنهن ان (ابوقتاده) کي (شڪار جو) حڪم ڪيو يا اشارو ڪيو هو تہ ان تي حملو ڪري؟ انهن چيو تہ نہ! پاڻ فرمايائون تہ ان جو بچل گوشت کائو.**

(2671) وعن ابن عمر عن النبي صلى الله عليه وسلم قال : " خمس لا جناح على من قتلهن في الحل والإحرام : الفأرة والغراب والحدأة والعقرب والكلب العقور "

---

[1]- رسول الله ﷺ جن کي حج يا عمره جو احرام ٻڌل هو. صعب بن جثامہ جهنگلي گڏھ جو شڪار ڪيو. ان کي جيئرو جهلي رسول الله ﷺ جن وٽ حاضر ٿيو. رسول الله ﷺ جن قبول نہ ڪيو. هن حديث مان معلوم ٿيو تہ احرام واري لاءِ شڪار ڪرڻ ۽ زنده شڪار وٺڻ جائز نہ آهي. ها شڪار جو گوشت کائڻ احرام واري لاءِ جائز آهي. بشرطيڪ شڪاريءَ کي اشاري سان نہ ٻڌايو هجي. ۽ نہ ان لاءِ شڪار ڪيل هجي. ابوقتاده ﷛ ۽ جابر جون ايندڙ حديثون ان جو دليل آهن.

**ابن عمر رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ پنج شيون حرم ۾ احرام جي حالت ۾ مارڻ گناھ نہ آهي: ڪئو، ڪانءُ، سرڻ، وڇون، چتو ڪتو.**
**(بخاري و مسلم)**

(2672) وعن عائشة عن النبي صلى الله عليه وسلم قال : " خمس فواسق يقتلن في الحل والحرم : الحية والغراب الأبقع والفأرة والكلب العقور والحديا "

**عائشہ رضي الله عنها نبي ﷺ جن کان روايت ڪري ٿي تہ پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ پنج جانور فاسق آهن، جن کي حلال ۾ احرام جي حالت ۾ ماريو وڃي:1- نانگ،2- ڪانگ،3- ڪئو،4- چتوڪتو،5- سرڻ[1]**
**(بخاري و مسلم)**

**فصل ٻيو**

(2673) عن جابر رضي الله عنه أن رسول الله صلى الله عليه وسلم قال : " لحم الصيد لكم في الإحرام حلال ما لم تصيدوه أو يصاد لكم " . رواه أبو داود والترمذي والنسائي

**جابر رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو شڪار جو گوشت احرام جي حالت ۾ بہ اوهان لاءِ حلال آهي، جيستائين اهو شڪار پاڻ نہ ڪريو يا اوهان لاءِ نہ ڪيو ويو هجي.**
**(ان کي ابوداؤد، ترمذي نسائي روايت)**

(2674) وعن أبي هريرة عن النبي صلى الله عليه وسلم قال : " الجراد من صيد البحر " . رواه أبو داود والترمذي

**ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: ماڪڙ سامونڊي شڪار آهي[2]**
**(ان کي ابوداؤد ۽ ترمذي روايت ڪيو)**
**فائدو راوي ابو المحزم يزيد بن سفيان ضعيف آهي(تنقيح الرواة ربع ثاني/143)**

(2675) وعن أبي سعيد الخدري عن النبي صلى الله عليه وسلم قال : " يقتل المحرم السبع العادي " . رواه الترمذي وأبو داود وابن ماجه

**ابو سعيد خدري رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايوتہ: احرام واري لاءِ حملو ڪندڙ جانور کي قتل ڪرڻ جائز آهي.**
**(ان کي ترمذي، ابوداؤد ۽ ابن ماجہ روايت ڪيو)**
**فائدو: سند ۾ راوي يزيد بن ضياد قوي نہ آهي(تنقيح الرواة ربع ثاني/143)**

[1]-ابن عمر واري گذريل حديث ۽ عائشہ رضي الله عنها جي هن حديث مان معلوم ٿيو تہ هي ڇهہ جانور مخصوص آهن:1- سرڻ،2- ڪانگ،3- ڪئو،4- چتو ڪتو،5- وڇون،6- نانگ. جمهور عالمن جو اتفاق آهي تہ ٻيا بہ انهن وانگر آهن اهي بہ انهن ۾ داخل آهن ۽ جمهور وٽ ڪلب عقور مان هر حملو ڪندڙ مراد آهي.

[2]- هن حديث مان معلوم ٿيو تہ احرام واري لاءِ مڪڙ جو شڪار جائز آهي، ڇاڪاڻ تہ درياءَ جي شڪار جي الله تعالیٰ احرام واري لاءِ سوره مائده ۾ اجازت ڏني آهي.

(2676) وعن عبد الرحمن بن أبي عمار قال : سألت جابر بن عبد الله عن الضبع أصيد هي ؟ فقال : نعم فقلت : أيؤكل ؟ فقال : نعم فقلت : سمعته من رسول الله صلى الله عليه وسلم ؟ قال : نعم . رواه الترمذي والنسائي والشافعي وقال الترمذي : هذا حديث حسن صحيح

**عبدالرحمن بن ابوعمار کان روايت آهي ته مون جابر بن عبدالله ﷛ کان ورل بابت پڇيو ته ڇا ان جو شڪار جائز آهي؟ ان چيو ته هائو! مون پڇيو ته ڇا ان جو گوشت کائجي؟ چيائين هائو! مون پڇيو ته ڇا توهان اها ڳالهه رسول الله ﷺ کان ٻڌي آهي؟ چيائين ته هائو!**[1]
**(ان کي ترمذي، نسائي ۽ شافعي روايت ڪيو ۽ ترمذيءَ چيو ته هيءَ حديث حسن صحيح آهي)**

(2677) وعن جابر قال : سألت رسول الله صلى الله عليه وسلم عن الضبع ؟ قال : " هو صيد ويجعل فيه كبشا إذا أصابه المحرم " . رواه أبو داود وابن ماجه والدارمي

**جابر ﷛ کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن کان ورل بابت پڇيو. فرمائائون ته اهو شڪار آهي ۽ جيڪڏهن احرام وارو ان جو شڪار ڪري ته فديه ۾ گهٽو ڏي.**
**(ان کي ابوداؤد، ابن ماجه ۽ دارمي روايت ڪيو)**

(2678) وعن خزيمة بن جزي قال : سألت رسول الله صلى الله عليه وسلم عن أكل الضبع . قال : " أو يأكل الضبع أحد ؟ . وسألته عن أكل الذئب . قال : " أو يأكل الذئب أحد فيه خير ؟ " . رواه الترمذي وقال : ليس إسناده بالقوي

**خزيمه بن جزي ﷛ کان روايت آهي ته مون ورل کائڻ بابت رسول الله ﷺ جن کان پڇيو. فرمايائون ته ڀلا ورل به ڪو کائيندو؟ ۽ کانئن بگهڙ کائڻ جي باري ۾ پڇيو. فرمايائون ته جنهن ۾ ڀلائي هجي ڇا اهو بگهڙ جو گوشت کائيندو؟**[2]
**(ان کي ترمذي روايت ڪيو ۽ چيائين ته هن جي سند قوي نه آهي)**
**فائدو: سند ۾ راوي عبدالڪريم بن ابي المخارق جي ضعيف هجڻ تي اتفاق آهي. پڻ راوي اسماعيل بن مسلم منڪر الحديث آهي. ان ڪري هيءَ حديث جابر جي روايت سان مقابلو نٿي ڪري سگهي جيڪا صحيح آهي(تنقيح الرواة ربع ثاني/142)**

## فصل ٽيون

(2679) عن عبد الرحمن بن عثمان التيمي قال : كنا مع طلحة بن عبيد الله ونحن حرم فأهدي له طير وطلحة راقد فمنا من أكل ومنا من تورع فلما استيقظ طلحة وافق من أكله قال : فأكلناه مع رسول الله صلى الله عليه وسلم . رواه مسلم

---

[1]- هن حديث مان صاف معلوم ٿئي ٿو ته چراخ حلال آهي. امام شافعي جو اهوئي قول آهي. ابوحنيفه چوي ٿو ته اهو ڏند وارو جانور آهي ته ٻين وانگر حرام ٿيندو ۽ جڏهن حلال ۽ حرام ۾ تعارض ٿيو ته ان کان بچڻ ۾ ئي احتياط آهي.
[2]- هن حديث مان ابوحنيفه چراخ جي حرمت جو دليل ورتو آهي. چوي ٿو ته هيءَ پهرين حديث جي ناسخ آهي مگر هن جي سند بوجه عبدالڪريم بن ابي المخارق جي ضعيف آهي. چراخ جيڪڏهن ڦاڙيندڙ جانور آهي ته ان جي حرمت بي حديث مان ثابت ٿيندي جيڪا هر ڏند واري جي حرمت ۾ ايندي.

عبدالرحمن بن عثمان تميميءَ کان روايت آهي تہ اسين طلحہ بن عبيدالله سان گڏ هئاسون ۽ احرام ۾ هئاسون. وٽس پکيءَ جو گوشت هديہ ۾ موڪليو ويو ۽ طلحہ ستو پيو هو. اسان ما کن(ان مان) کاڌو ۽ کن (کائڻ کان) پاسو کيو. پوءِ اهو سجاڳ ٿيو تہ انهن جي موافقت کيائين جن گوشت کاڌو هو ۽ چيائين تہ اسان رسول الله ﷺ جن سان(احرام جي حالت ۾ گوشت کاڌو (ان کي مسلم روايت کيو)

## باب الاحصار و فوت الحج
## حج ۽ عمري ۾ رڪاوٽ ۽ حج فوت ٿيڻ جو بيان
## فصل پهريون

(2680) عن ابن عباس قال : قد أحصر رسول الله صلى الله عليه وسلم فحلق رأسه وجامع نساءه ونحر هديه حتى اعتمر عاما قابلا . رواه البخاري

**ابن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن کي (عمري کان) روڪيو ويو تہ پاڻ سڳورن مٿو ڪوڙايو ۽ پنهنجي خلوت ڪيائون ۽ قربانيءَ جا جانور ڪنائون ۽ ايندڙ سال عمرو ڪيائون. (ان کي بخاري روايت ڪيو)**

(2681) وعن عبد الله بن عمر قال : خرجنا مع رسول الله صلى الله عليه وسلم فحال كفار قريش دون البيت فنحر النبي صلى الله عليه وسلم هداياه وحلق وقصر أصحابه . رواه البخاري

**عبدالله بن عمر رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ اسين (عمري لاءِ) رسول الله ﷺ جن سان گڏ نڪتاسون پر ڪفار قريش بيت الله جي زيارت ۾ رڪاوٽ بڻجي ويا پوءِ نبي ﷺ جن پنهنجي قربانيءَ جا جانور ذبح ڪيا ۽ مٿو ڪوڙايو ۽ صحابہ ڪرام مٿي جا وار ڪترايا.
(ان کي بخاري روايت ڪيو)**

(2682) وعن المسور بن مخرمة قال : إن رسول الله صلى الله عليه وسلم نحر قبل أن يحلق وأمر أصحابه بذلك . رواه البخاري

**مسور بن مخرمہ رضي الله عنه کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن مٿو ڪوڙائڻ کان اڳ قرباني ذبح ڪئي ۽ صحابہ ڪرام کي بہ ان جو حڪم ڪيائون.([1]) (ان کي بخاريءَ روايت ڪيو)**

(2683) وعن ابن عمر أنه قال : أليس حسبكم سنة رسول الله صلى الله عليه وسلم ؟ إن حبس أحدكم عن الحج طاف بالبيت وبالصفا والمروة ثم حل من كل شيء حتى يحج عاما قابلا فيهدي أو يصوم إن لم يجد هديا . رواه البخاري

**ابن عمر رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ ڇا توهان لاءِ رسول الله ﷺ جي سنت ڪافي نہ آهي؟ جڏهن توهان مان ڪنهن کي حج ڪرڻ کان روڪيو وڃي تہ اهو بيت الله جو طواف ڪري ۽ صفا مروه جي درميان سعي ڪري پوءِ هر شيءِ سان حلال ٿي وڃي ۽ ايندڙ سال حج ادا ڪري جيڪڏهن قربانيءَ جو جانور نہ ملي تہ روزا رکي([2]) (ان کي بخاريءَ روايت ڪيو)**

---

[1]- معلوم ٿيو تہ جيڪو ماڻهو دشمن جي ڪري روڪيو وڃي ۽ بيت الله تائين نہ وڃي سگهي تہ اهڙو شخص جتي روڪيو ويو آهي، اتي احرام کولي پنهنجي قرباني ڪري ۽ مٿو ڪوڙائي.

[2]- جيڪڏهن حج فرض آهي ۽ عمرو نظر جو آهي يا ٻئي نظر آهن تہ ظاهر آهي تہ انهن کي ايندڙ سال قضا ڪري ۽ جيڪڏهن نفل آهن تہ شافعي ۽ مالڪ جمهور عالمن جو مذهب هي آهي تہ انهن جي قضا نہ آهي ۽ انهن جو دليل هي آهي تہ امام مالڪ چيو مون کي معلوم ٿيو آهي تہ رسول الله ﷺ جن ۽ سندس صحابہ حديبيہ ۾ احرام کوليو ۽ نحر ڪيائون ۽ مٿو ڪوڙائي خانہ ڪعبہ جي طواف کان اڳ ۽ قربانيءَ جي بيت الله ۾ پهچڻ کان اڳ هر شيءِ کان اڳ حلال ٿيا اسان کي معلوم نہ ٿيو آهي تہ نبي ﷺ جن پنهنجن ساٿين کي ٻئي دفعي قضا جو حڪم ڏنو هجي.

(2684) وعن عائشة . قالت : دخل رسول الله صلى الله عليه وسلم على ضباعة بنت الزبير فقال لها : " لعلك أردت الحج ؟ " قالت : والله ما أجدني إلا وجعة . فقال لها:"حجي واشترطي وقولي : اللهم محلي حيث حبستني".

**عائشہ رضي الله عنها كان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن زبير جي ڌيءُ ضباعہ وٽ آيا ۽ ان كان پڇيائون تہ شايد تنهنجو حج جو ارادو آهي. ان جواب ڏنو الله جو قسم! آئون تہ تكليف ۾ آهيان. پاڻ فرمايائون حج كر ۽ شرط كر ۽ چؤ تہ اي الله! آئون اتي حلال ٿي ويندس جتي مون كي روكيندين[1] (بخاري و مسلم)**

**ٻيو فصل**

(2685) عن ابن عباس رضي الله عنهما أن رسول الله صلى الله عليه وسلم أمر أصحابه أن يبدلوا الهدي الذي نحروا عام الحديبية في عمرة القضاء . رواه أبو داود وفيه قصة وفي سنده محمد بن إسحاق

**ابن عباس رضي الله عنهما كان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ پنهنجن اصحابن كي حكم فرمايو تہ قربانيءَ جي انهن جانورن جي بدلي[2] ۾ جيكي حديبيہ واري سال اوهان كٺا هئا، عمرة القضاءِ ۾ ٻيا جانور كهو.**

**(ان كي ابوداؤد روايت كيو ۽ ان ۾ هك قصو آهي ۽ ان جي سند ۾ محمد بن اسحاق آهي.)**

**فائدو: سند ۾ راوي محمد بن اسحاق مدلس آهي ۽ حدثنا جي الفاظ سان روايت نہ كئي آهي جيكڏهن حديث صحيح آهي تہ عمرة القضاءِ بدل ۾ كرڻ مستحب آهي. واجب نہ. انهيءَ طرح بدل ۾ قرباني ذبح كرڻ بہ واجب نہ آهي پر جيكڏهن كو شخص احرام جي منافي كم عمدًا كري احرام كي پڃي ڇڏي ٿو تہ ان لاءِ ضروري آهي تہ اهو عمره قضاء ڏي. (تنقيح الرواة ربع ثاني/144)**

(2686) وعن الحجاج بن عمرو الأنصاري قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " من كسر أو عرج فقد حل وعليه الحج من قابل " . رواه الترمذي وأبو دواد والنسائي وابن ماجه والدارمي وزاد أبو داود في رواية أخرى : " أو مرض " . وقال الترمذي : هذا حديث حسن . وفي المصابيح : ضعيف

**حجاج بن عمرو انصاري ﷛ كان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جنهن جي هڏي ٽٽي پوي يا منڊو ٿي پوي تہ اهو (احرام كان) حلال ٿئي ۽ ايندڙ سال حج كري.**

**(ان كي ترمذي،ابوداؤد، نسائي، ابن ماجہ، دارمي روايت كيو ۽ ٻي روايت ۾ هي لفظ وڌيك آهن:"يا بيمار ٿي پوي." ترمذي چوي ٿو تہ هيءَ حديث حسن صحيح آهي ۽ مصابيح ۾ آهي تہ هيءَ حديث ضعيف آهي)**

**فائدو: علامہ تورپشتي ؒ چوي ٿو تہ ان حديث كي ضعيف چوڻ باطل آهي، ڇاكاڻ تہ راوي عكرمہ ان حديث كي حجاج كان روايت كيو آهي ۽ ابن عباس رضي الله عنهما كان بہ اهي ئي الفاظ ذكر آهن.(تنقيح الرواة ربع ثاني/144)**

[1]- هن حديث مان معلوم ٿيو تہ جنهن ماڻهو كي بيماري هجي يا ان جو ڊپ هجي تہ ان كي جائز آهي تہ احرام وقت شرط كري تہ جيكڏهن بيمار ٿي پيس تہ احرام كولي وجهندس ۽ هي بہ معلوم ٿيو تہ بيماري جي سبب احصار ٿي سگهي ٿو.

[2]-اصل ۾ خالي جڳهہ آهي. هك نسخي ۾ رواه ابوداؤد آهي ۽ هك نسخي ۾ هي بہ آهي تہ هن روايت ۾ هك قصو آهي ۽ هن جي سند ۾ محمد بن اسحاق آهي ۽ محمد بن اسحاق ۾ كلام آهي.

(2687) وعن عبد الرحمن بن يعمر الديلي قال : سمعت النبي صلى الله عليه وسلم يقول : " الحج عرفة من أدرك عرفة ليلة جمع قبل طلوع الفجر فقد أدرك الحج أيام منى ثلاثة أيام فمن تعجل في يومين فلا إثم عليه ومن تأخر فلا إثم عليه " . رواه الترمذي وأبو داود والنسائي وابن ماجه والدارمي وقال الترمذي : هذا حديث حسن صحيح هذا الباب خال عن الفصل الثالث

**عبدالرحمن بن يعمر ﷛ ديلي کان روايت آهي ته مون نبي ﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو ته حج عرفات ۾ ترسڻ آهي ۽ جيڪو مزدلفه جي رات فجر کان اڳ عرفات ۾ اچي ترسي، ان حج حاصل ڪيو. منٰي ۾ ٽي ڏينهن ترسجي. جيڪڏهن ڪو جلدي[1] (۾هجي) ۽ ٻه ڏينهن ترسي (واپس وڃي) ته ان تي ڪو حرج نه آهي ۽ جيڪو آخر تائين ترسي ان تي به ڪو گناهه نه آهي.**

**(ان کي ترمذي،ابوداؤد، نسائي، ابن ماجه ۽ دارميءَ روايت ڪيو. ترمذيءَ چيو ته هيءَ حديث حسن صحيح آهي)**

[1]- انهن ٽن ڏينهن ۾ ٻنپهرن جون پٿريون چٽيندا آهن ۽ ڪو چاهي ته ٻه ڏينهن رهي روانو ٿئي، جيڪڏهن ٽي ڏينهن رهي ته بهتر آهي.

## باب حرمة مكة حرسها الله تعالىٰ

## حرم مڪي جي حرمت جو بيان (الله ان جي حفاظت فرمائي)

### پهريون فصل

(2688) عن ابن عباس قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم يوم فتح مكة : " لا هجرة ولكن جهاد ونية وإذا استنفرتم فانفروا " . وقال يوم فتح مكة : " إن هذا البلد حرمه الله يوم خلق السماوات والأرض فهو حرام بحرمة الله إلى يوم القيامة وإنه لم يحل القتال فيه لأحد قبلي ولم يحل لي إلا ساعة من نهار فهو حرام بحرمة الله إلى يوم القيامة لا يعضد شوكه ولا ينفر صيده ولا يلتقط لقطته إلا من عرفها ولا يختلى خلاها " . فقال العباس : يا رسول الله إلا الأذخر فإنه لقينهم ولبيوتهم ؟ فقال : " إلا الأذخر " وفي رواية لأبي هريرة : " لا يعضد شجرها ولا يلتقط ساقطتها إلا منشد "

**ابن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن (مڪو فتح ٿيڻ کان بعد) فرمايو تہ: (هاڻي) ڪا هجرت[1] نہ آهي ليڪن جهاد ۽ نيت آهي ۽ جڏهن توهان ڪي جهاد لاءِ سڏجي تہ نڪري پئو ۽ فتح مڪي جي ڏينهن فرمايائون تہ هن شهر کي الله تعالىٰ ان ڏينهن کان محترم قرار ڏنو آهي (جنهن ڏينهن) آسمان ۽ زمين پيدا ڪيائين، پوءِ قيامت جي ڏينهن تائين الله تعالىٰ جي حرمت سبب محترم آهي[2] مون کان اڳ ان ۾ ڪنهن جي لاءِ جنگ جائز نہ هئي ۽ منهنجي لاءِ فقط ڏينهن جي هڪ گهڙي جنگ جائز ٿي. پوءِ اهو الله جي حرمت سبب قيامت جي ڏينهن تائين محترم آهي. نہ ان جا ڪنڊن وارا وڻ وڍيا ۽ نہ ان جي شڪار کي ٿاهہ ڏبو ۽ نہ اتان ڪريل شيءِ کڻبي سواءِ ان جي[3] جيڪو اعلان ڪرڻ (جي غرض سان) ان کي کڻي ۽ نہ ئي ان جو گاهہ لڻبو. عباس رضي الله عنه چيو تہ اي الله جا رسول ﷺ! سواءِ اذخر (گاهہ) جي، ڇاڪاڻ تہ اهو سندن (جانورن) جي چاري ۽ گهرن ۾ ڪم اچي ٿو. فرمايائون تہ (چڱو!) اذخر کان سواءِ.**

**(بخاري و مسلم) ابوهريره رضي الله عنه جي هڪ روايت ۾ آهي تہ ان جو وڻ نہ وڍيو ۽ ان جي ڪريل شيءِ کڻبي، سواءِ مشهوري ڪرڻ واري جي.**

(2689) وعن جابر قال : سمعت رسول الله صلى الله عليه وسلم يقول : " لا يحل لأحدكم أن يحمل بمكة السلاح " . رواه مسلم

---

[1]- هجرت مان مراد هي آهي تہ مڪي واري (فرضي) هجرت هاڻي نہ آهي، ڇاڪاڻ تہ دارالاسلام ٿي ويو ۽ دارالحرب مان دارالاسلام ڏانهن هجرت ڪرڻ قيامت تائين باقي آهي. اها پيشنگوئي رسول الله ﷺ جن جو معجزو آهي تہ هميشہ هيءُ شهر دارالاسلام رهندو ۽ ائين ئي ٿيو ۽ ٿيندو.

[2]- هن مان معلوم ٿيو تہ مڪي ۾ لڙائي حرام آهي.

[3]- مگر اهو ماڻهو (ڪريل شيءِ) کڻي سگهي ٿو جيڪو مالڪ کي ڏي. اها شيءِ خرچ ڪرڻ يا خيرات ڪرڻ جائز نہ آهي. اهو ئي مذهب آهي امام شافعي رحمه الله جو ۽ گهڻن عالمن حرم ۽ غير حرم جو لفظي فرق نہ ڪيو آهي. اهي چون ٿا تہ يعني اهو ماڻهو کڻي سگهي ٿو جيڪو سڃاڻپ ڪرائڻ لاءِ ماڻهن ۾ مشهوري يا اعلان ڪندو رهي. ڪو هي خيال نہ ڪري تہ جڏهن حج جو وقت گذري ويو تہ پوءِ ان جو مالڪ ملڻ مشڪل آهي ان ڪري بعد ۾ ان ۾ تصرف جائز ٿيندو. امام ابوحنيفہ ۽ امام احمد وٽ اذخر کان سواءِ حرم جو گاهہ جانورن کي نہ چارجي ۽ امام شافعي وغيره جو مذهب آهي تہ حرم جو هر قسم جو گاهہ جانورن کي چارڻ جائز آهي.

**جابر ﷛ کان روايت آهي تہ مون نبي ﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو تہ: توهان مان ڪنهن لاءِ جائز نہ آهي تہ مڪي ۾ هٿيارکڻي هلي[1]**
**(ان کي مسلم روايت ڪيو)**

(2690) وعن أنس أن النبي صلى الله عليه وسلم دخل مكة يوم الفتح وعلى رأسه المغفر فلما نزعه جاء رجل وقال : إن ابن خطل متعلق بأستار الكعبة . فقال : " اقتله "

**انس ﷛ کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فتح جي ڏينهن مڪي ۾ داخل ٿيا. سندن مٿي تي لوهي ٽوپي پاتل هئي. اها لاٿائون تہ هڪ شخص آيو ۽ چيائين تہ بيشڪ ابن خطل ڪعبة الله جي غلاف کي چنبڙيو بيٺو آهي. فرمايائونس تہ ڪيس قتل ڪر[2]**
**(بخاري و مسلم)**

(2691) وعن جابر : أن رسول الله صلى الله عليه وسلم دخل يوم فتح مكة وعليه عمامة سوداء بغير إحرام . رواه مسلم

**جابر ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فتح مڪه جي ڏينهن (شهر ۾) بغير احرام[3] جي داخل ٿيا ۽ ڪين ڪاري پڳڙي[4] پاتل هئي.**
**(ان کي مسلم روايت ڪيو)**

(2692) وعن عائشة قالت : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " يغزو جيش الكعبة فإذا كانوا ببيداء من الأرض يخسف بأولهم وآخرهم " . قلت : يا رسول الله وكيف يخسف بأولهم وآخرهم وفيهم أسواقهم ومن ليس منهم ؟ قال : " يخسف وآخرهم ثم يبعثون على نياتهم "

**عائشہ رضي الله عنها کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: ڪعبة الله تي هڪ لشڪر ڪاهہ ڪندو، جڏهن (مديني جي) علائقي بيداء (يعني ذوالحليفہ يا بئر علي) وٽ ايندو تہ اول کان وٺي آخر تائين انهن کي غرق ڪيو ويندو. مون چيو تہ اي الله جا رسول ﷺ! انهن جي اڳين پوين(سپني) کي ڇا جي ڪري غرق ڪيو ويندو؟ حالانڪ منجهن ڪاروباري (قسم جا ماڻهو) بہ هوندا ۽ اهي هوندا جيڪي انهن(فوجين) مان نہ هوندا. فرمايائون تہ سندن اڳين پوين سپني کي غرق ڪيو ويندو پوءِ(قيامت جي ڏينهن) ڪين سندن نيتن مطابق اٿاريو ويندو[5]**
**(بخاري و مسلم)**

---

[1]- بغير حاجت جي هٿيار کڻڻ جائز نہ آهي اهو ئي قول آهي جمهور علماء جو(نووي)

[2]- مالڪين ۽ شافعين هن حديث مان دليل ورتو آهي تہ حرم ۾ قصاص وٺڻ جائز آهي. ۽ ابن خطل پنهنجي خادم کي ماريو هو جيڪو مسلمان هو.

[3]- هن حديث ۾ دليل آهي تہ مڪي ۾ بغير احرام جي داخل ٿيڻ بہ درست آهي. اهو حڪم ان لاءِ آهي، جنهن جو حج يا عمره جو ارادو نہ هجي. ۽ ٻئي ڪنهن ڪم سان آيل هجي ۽ ان لاءِ بہ جائز آهي جيڪي هميشہ ايندا ويندا رهن ٿا، جيئن ٻاهران ڪاٺيون گاهہ ۽ سامان آڻيندڙ يا شڪار ڪرڻ وارا.

[4]- هن کان اڳئين حديث ۾ آهي تہ پاڻ سڳورن جي مٿي مبارڪ ۾ لوهي ٽوپي هئي ۽ هن حديث ۾ آهي تہ ڪارو پٽڪو ٻڌل هو. ٻنهي ۾ مطابق هن طرح آهي تہ جڏهن پاڻ داخل ٿيا ان وقت لوهي ٽوپي پاتل هئي پوءِ اها لاهي پٽڪو ٻڌائون.

[5] - هن حديث مان معلوم ٿيو تہ برن سان گڏو گڏ نيڪن تي بہ دنياوي عذاب ٿيندو آهي مگر آخرت ۾ جهڙي نيت هوندي اهڙو بدلو ملندو. سڪن سان گڏ ساوا بہ سڙي ويندا آهن.

(2693) وعن أبي هريرة قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم " يخرب الكعبة ذو السويقتين من الحبشة "

**ابوهريره ﷺ كان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: كعبة الله كي سنهڙين پنن وارو حبشي (ليڊر) ڊاهيندو[1]**

**(بخاري و مسلم)**

(2694) وعن ابن عباس عن النبي صلى الله عليه وسلم قال : " كأني به أسود أفحج يقلعها حجرا حجرا " . رواه البخاري

**ابن عباس رضي الله عنهما نبي ﷺ جن كان روايت كري ٿو تہ جڻ آئون ويكرين پنين واري(فنجي) كاري (كعبي كاھ كنڌڙ ليڊر) كي ڏسي رهيو آهيان (جيكو) كعبة الله كي سر سركري ڊاهي رهيو آهي[2]**

**(ان كي بخاريءَ روايت كيو)**

**فصل ٻيو**

(2695) عن يعلى بن أمية قال : إن رسول الله صلى الله عليه وسلم قال : " احتكار الطعام في الحرم إلحاد فيه " . رواه أبو داود

**يعلٰي بن اميہ ﷺ كان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: حرم ۾ كاڌي پيتي جون شيون ذخيرا اندوزي كرڻ الحاد(ظلم) آهي[3]**

**(ان كي ابوداؤد روايت كيو)**

**فائدو: سند ۾ راوي جعفر بن يحيٰ بن ثوبان مجهول آهي(تنقيح الرواة ربع ثاني/146) البتہ حديث جو مفهوم صحيح آهي، ڇاكاڻ تہ حرم كان ٻاهر كنهن بہ جاءِ تي كاڌي خوراك جون شيون بند كرڻ تان تہ قيمت وڌي ملي، جائز نہ آهي تہ پوءِ حرم پاك ۾ ان جو ناجائز هجڻ بدرجہ اولٰي آهي. والله اعلم**

(2696) وعن ابن عباس قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم لمكة : " ما أطيبك من بلد وأحبك إلي ولولا أن قومي أخرجوني منك ما سكنت غيرك " . رواه الترمذي وقال : هذا حديث حسن صحيح غريب إسنادا

**ابن عباس رضي الله عنهما كان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن مكي كي فرمايو تہ تون كيترو چڱو شهر آهين ۽ مون كي كيترو پيارو لڳين ٿو ۽ جيكڏهن مون كي منهنجي قوم نہ كڍي ها تہ هوند توكان سواءِ ٻئي هنڌ نہ رهان ها.**

**(ان كي ترمذيءَ روايت كيو. ۽ چيائين تہ سند جي لحاظ سان هي حديث حسن صحيح غريب آهي)**

---

[1]- قيامت جي قريب جڏهن چڱا عبادتگذار ٻانها نہ رهندا ان وقت ناپاك ضعيف الخلقت ماڻهن هٿان كعبو شريف خراب ٿيندو، ان جي حكمت الله ئي خوب ڄاڻي ٿو تہ ڇا آهي.

[2]- قيامت جي ويجهو هك حبشيءَ جي هٿان كعبو ڊهندو.

[3]- اناج كي روكي ركڻ هر جاءِ تي برو آهي پر حرم ۾ روكڻ الحاد ۽ وڏو ظلم آهي، جنهن جي كري عذاب اليم ٻڌايو ويو آهي، اعاذنا الله من ذالک.

(2697) وعن عبد الله بن عدي بن حمراء رضي الله عنه قال : رأيت رسول الله صلى الله عليه وسلم واقفا على الحزورة فقال : " والله إنك لخير أرض الله وأحب الله إلى الله ولولا أني أخرجت منك ما خرجت " . رواه الترمذي وابن ماجه

**عبدالله بن عدي بن حمراء ﷛ کان روايت آهي تہ مون رسول الله ﷺ جن کي حزورة[1] (نالي هنڌ) بيٺل ڏٺو. (مکي کي مخاطب ٿي) فرمايائون تہ الله جو قسم! بيشڪ تون الله جي بهترين سر زمين آهين ۽ الله وٽ محبوب ترين سر زمين آهين ۽ جيڪڏهن مون کي توکان ڪڍيو نہ وڃي ها تہ هوند آئون (توما اصل) نہ نڪران ها.**

**(ان کي ترمذي، ابن ماجہ روايت ڪيو)**

**فصل ٽيون**

(2698) عن أبي شريح العدوي أنه قال لعمرو بن سعيد وهو يبعث البعوث إلى مكة : ائذن لي أيها الأمير أحدثك قولا قام به رسول الله صلى الله عليه وسلم الغد من يوم الفتح سمعته أذناي ووعاه قلبي وأبصرته عيناي حين تكلم به : حمد الله وأثنى عليه ثم قال : " إن مكة حرمها الله ولم يحرمها الناس فلا يحل لامرئ يؤمن بالله واليوم الآخر أن يسفك بها دما ولا يعضد بها شجرة فإن أحد ترخص بقتال رسول الله صلى الله عليه وسلم فيها فقولوا له : إن الله قد أذن لرسوله ولم يأذن لكم وإنما أذن لي فيها ساعة نهار وقد عادت حرمتها اليوم كحرمتها بالأمس وليبلغ الشاهد الغائب " . فقيل لأبي شريح : ما قال لك عمرو ؟ قال : قال : أنا أعلم بذلك منك يا أبا شريح إن الحرم لا يعيذ عاصيا ولا فارا بدم ولا فارا بخربة . متفق عليه . وفي البخاري : الخربة : الجناية

**ابوشريح عدوي چوي ٿو تہ انهيءَ(يزيد سپہ سالار) عمرو بن سعيد کي، جيڪو مکي تي حملي لاءِ فوجون موڪلي رهيو هو چيو تہ اي امير! توکي هڪ ڳالهہ ٻڌايان ٿو تہ رسول الله ﷺ جن فتح مکي جي ٻئي ڏينهن ارشاد فرمايو، جنهن کي مون پنهنجن ڪنن سان ٻڌو، منهنجي دل ان کي محفوظ رکيو ۽ منهنجيون اکيون ڪين(ان وقت) نهاري رهيون هيون، جڏهن پاڻ ڳالهائي رهيا هئا. الله جي ساراهہ ۽ تعريف کان پوءِ فرمايائون تہ بيشڪ مکي کي الله تعالیٰ محترم قرار ڏنو آهي ۽ ماڻهو ان جو احترام نٿا ڪن. جيڪو الله ۽ آخرت جي ڏينهن تي ايمان رکي ٿو، ان لاءِحلال نہ آهي تہ منجهس خونريزي ڪري ۽ نہ ئي ان جو وڻ ڪٽي، جيڪڏهن ڪو شخص رسول الله ﷺ جي جنگ کي بنياد بڻائي ان ۾ (ويڙهہ ڪرڻ جي) اجازت لاءِ دليل وٺي تہ ان کي چؤ تہ بيشڪ الله تعالیٰ پنهنجي رسول ﷺ کي اجازت ڏني هئي ۽ توهان کي اجازت ناهي ڏني ۽ مون کي بہ درحقيقت ڏينهن جي هڪ گهڙي اجازت ڏني وئي هئي. ۽ ان جي حرمت اڄ وري ائين ئي بحال ٿي آهي، جيئن ڪلهہ ان جي حرمت هئي ۽ گهرجي تہ جيڪو حاضر آهي اهو غائب کي(منهنجو پيغام) پهچائي. پوءِ ابوشريح کان پڇيو ويو تہ توکي عمرو ڪهڙو جواب ڏنو؟ ان چيو تہ(مون کي) چيائين تہ ابوشريح! آئون ان کي توکان وڌيڪ ڄاڻان ٿو. بيشڪ حرم نافرمان، خوني ڀاڄوڪڙ ۽ تخريب ڪار ڀاڄوڪڙ کي پناهہ نہ ڏيندو آهي.**

[1]- حزورة هڪ ٽڪريءَ جو نالو آهي.

(بخاري و مسلم. بخاريءَ ۾ آهي تہ يعني ڏوهاري)

(2699) وعن عياش بن أبي ربيعة المخزومي قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " لا تزال هذه الأمة بخير ما عظموا هذه الحرمة حق تعظيمها فإذا ضيعوا ذلك هلكوا " . رواه ابن ماجه

**عياش بن ابو ربيعہ مخزومي ﷛ كان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: هيءَ امت ان وقت تائين خير ۽ ڀلائي تي قائم رهندي جيستائين(مڪي جي نهرايل ان) حرمت جو جيترو حق آهي، ان جو پوري طرح لحاظ ڪندي، پوءِ جڏهن ان کي ضايع ڪندا تہ هلاڪ ٿيندا.**

**(ان کي ابن ماجہ روايت ڪيو)**

**فائدو: سند ۾ راوي يزيد بن ابي اوفيٰ ڪوفي ضعيف ۽ حافظي جو ردي آهي، قابل حجت نہ آهي ۽ ان جو استاد عبدالرحمن بن سابط اڪثر ارسال ڪندڙ آهي ۽ ان حديث ۾ لفظ حدثنا جي صراحت نہ آهي.(تنقيح الرواة ربع ثاني/146-147)**

**باب حرمة المدينة حرسها الله تعالىٰ**

**حرم مدينہ (الله ان جي حفاظت فرمائي.**

**فصل پهريون**

(2700) عن علي رضي الله عنه قال : ما كتبنا عن رسول الله صلى الله عليه وسلم إلا القرآن وما في هذه الصحيفة قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " المدينة حرام ما بين عير إلى ثور فمن أحدث فيها حدثا أو آوى محدثا فعليه لعنة الله والملائكة والناس أجمعين لا يقبل منه صرف ولا عدل ذمة المسلمين واحدة يسعى بها أدناهم فمن أخفر مسلما فعليه لعنة الله والملائكة والناس أجمعين لا يقبل منه صرف ولا عدل ومن والى قوما بغير إذن مواليه فعليه لعنة الله والملائكة والناس أجمعين لا يقبل منه صرف ولا عدل " وفي رواية لهما : " من ادعى إلى غير أبيه أو تولى غير مواليه فعليه لعنة الله والملائكة والناس أجمعين لا يقبل منه صرف ولا عدل "

**علي ﷛ كان روايت آهي تہ اسان رسول الله ﷺ جن كان صرف قرآن يا جيڪي منهنجي هن صحيفي ۾ آهي، اها لکت لکي آهي.([1]) چيائين تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جبل عير كان ثور([2]) تائين مدينو حرم آهي. پوءِ جنهن ان ۾ بدعت جو بنياد رکيو يا ڪنهن بدعتيءَ کي پناهہ ڏنائين تہ ان تي الله، فرشتن ۽ ماڻهن سڀني جي لعنت آهي. ۽ نہ ان جي فرض عبادت قبول ٿيندي نہ نفلي عبادت مسلمانن جي پناهہ ڏيڻ يڪسان آهي. هڪ معمولي مسلمان بہ پناهہ ڏئي سگهي ٿو پوءِ جيڪو ڪنهن مسلمان طرفان ڏنل پناهہ جي ڀڃڪڙي ڪندو تہ ان تي الله، فرشتن ۽ ماڻهن سڀني جي لعنت آهي، نہ ان جي فرض عبادت قبول ٿيندي نہ نفلي عبادت ۽ جيڪو(ٻانهو)**

---

[1]- مسلم جي روايت ۾ آهي تہ اسان کي خطبو ڏيندي رسول الله ﷺ فرمايو تہ جيڪو دعوٰي ڪري ٿو تہ اهل بيت وٽ الله جي ڪتاب ۽ هن صحيفي کان سواءِ ڪا ٻي شيءِ بہ آهي تہ اهو ڪوڙو آهي ۽ هن صحيفہ ۾ انن جي عمرين ۽ ديتن جو بيان هو ۽ هي بہ هو تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ مدينو حرم آهي الخ. حضرت علي ﷛ جي ان فرمان رافضين ۽ شيعن جي هن باطل خيال کي ختم ڪري ڇڏيو جيڪي چوندا آهن تہ سيدنا علي ﷛ کي رسول الله ﷺ جن گهڻيون پوشيده وصيتون ڪيون هيون ۽ دين جا قاعدا ٻڌايا هئا ۽ سندس خلافت جي وصيت ڪئي هئي. هن حديث مان هي بہ معلوم ٿيو تہ ديني احڪام ۽ مسئلا لکڻ جائز آهن.

[2]- هي ٻئي جبل مديني جي اتر ۽ ڏکڻ ۾ آهن. حرم مدينہ جا اهي ئي حدود آهن ۽ هي جيڪو فرمايو تہ مدينو حرام آهي تہ ان مان غرض هي آهي تہ جيئن مڪي جي حرم ۾ زيادتي ۽ بي ادبي جائز نہ آهي تيئن مديني جي حرم ۾ بہ جائز نہ آهي.

**پنهنجي آزاد ڪندڙ جي اجازت کان سواءِ ڪنهن سان ٻانهپ جو تعلق قائم ڪندو تہ ان تي الله، فرشتن ۽ ماڻهن سڀني جي لعنت آهي، نہ ان جي فرض عبادت قبول ٿيندي نہ نفلي عبادت.**
**(بخاري و مسلم) ٻنهي جي هڪ روايت ۾ (وڌيڪ) آهي تہ جنهن ٻئي کي پنهنجو پيءُ قرار ڏنو يا (ٻانهي) پنهنجي آقا کان سواءِ ڪنهن ٻئي ڏانهن پنهنجي نسبت ڪئي تہ ان تي الله،فرشتن ۽ ماڻهن سڀني جي لعنت آهي، نہ ان جي فرض عبادت قبول ٿيندي نہ نفلي عبادت.**

(2701) وعن سعد قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " إني أحرم ما بين لابتي المدينة : أن يقطع عضاهها أو يقتل صيدها " وقال : " المدينة خير لهم لو كانوا يعلمون لا يدعها أحد رغبة عنها إلا أبدل الله فيها من هو خير منه ولا يثبت أحد على لأوائها وجهدها إلا كنت له شفيعا أو شهيدا يوم القيامة " . رواه مسلم

**سعد ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: بيشڪ مون مديني جي ٻنهي ڪنارن جي درميان علائقي کي حرم قرار ڏنو آهي([1]) ان جي ڪنڊن وارن وڻن کي نہ وڍجي، اتي شڪار نہ ڪجي ۽ فرمايائون مدينو ماڻهن لاءِ بهتر آهي جيڪڏهن اهي ڄاڻن ٿا. جيڪو شخص مدينو ڇڏيندو، الله ان ۾ ان کان بهتر شخص کي آباد ڪندو ۽ جيڪو ان جي تڪليف ۽ مصيبت تي صبر ڪندو آئون قيامت جي ڏينهن ان جي شفاعت ڪندس.**
**(ان کي مسلم روايت ڪيو)**

(2702) وعن أبي هريرة أن رسول الله صلى الله عليه وسلم قال : " لا يصبر على لأواء المدينة وشدتها أحد من أمتي إلا كنت له شفيعا يوم القيامة " . رواه مسلم

**ابوهريره﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: منهنجي امت مان جيڪو شخص مديني جي تڪليف ۽ مصيبت تي صبر ڪندو آئون قيامت جي ڏينهن ان جي شفاعت ڪندس.**
**(ان کي مسلم روايت ڪيو)**

(2703) وعنه قال : كان الناس إذا رأوا أول الثمرة جاءوا به إلى النبي صلى الله عليه وسلم فإذا أخذه قال : " اللهم بارك لنا في ثمرنا وبارك لنا في مدينتنا وبارك لنا في صاعنا وبارك لنا في مدنا اللهم إن إبراهيم عبدك وخليلك ونبيك وإني عبدك ونبيك وإنه دعاك لمكة وأنا أدعوك للمدينة بمثل ما دعاك لمكة ومثله معه " . ثم قال : يدعو أصغر وليد له فيعطيه ذلك الثمر . رواه مسلم

**ابوهريره ﷛ کان روايت آهي تہ جڏهن ڪو نئون ميوو لهندو هو تہ ماڻهو رسول الله ﷺ جن جي خدمت ۾ پيش ڪندا هئا پاڻ سڳورا ان کي کڻي (هن طرح) دعا فرمائيندا هئا: اي الله! اسان جي ميون ۾ برڪت فرماءِ اسان جي هن شهر ۾ برڪت فرماءِ، اسان جي صاع([2]) ۽ اسان جي مد ۾ برڪت فرماءِ. اي الله! بيشڪ ابراهيم عليہ السلام تنهنجو ٻانهو، تنهنجو خليل ۽ تنهنجو پيغمبر**

---

[1]- عالمن جي هڪ جماعت ۽ اهلحديث جو اهو ئي مذهب آهي تہ مديني جو حرم حرمت ۾ مڪي وانگر آهي اتي وڻ وڍڻ بہ منع آهي، شڪار پڇائڻ بہ منع آهي. هيءَ حديث ۽ ان کان سواءِ ٻيون گهڻيون حديثون انهن جو دليل آهن. حنفي ۽ جمهور عالم چون ٿا تہ مديني جو حرم احڪام ۾ مڪي جي حرم وانگر نہ آهي، پر هي حديثون انهن تي حجت آهن.

[2]- صاع ۽ مد ۾ برڪت مان مراد اناج جي برڪت آهي سيدنا ابراهيم عليہ السلام مڪي وارن لاءِ ميون جي دعا ڪئي، ڇاڪاڻ تہ اتي اناج ڪون ٿيندو هو ۽ رسول الله ﷺ جن مديني جي ميون ۽ اناج ٻنهي لاءِ دعا ڪرڻ سبب اتي ٻئي شيون ٿين ٿيون.

**هو ۽ بيشڪ آئون بہ تنهنجو ٻانهو ۽ تنهنجو پيغمبر آهيان ان توڪان مڪي جي حق ۾ دعا ڪئي ۽ آئون توڪان مديني جي حق ۾ ساڳيءَ طرح دعا ڪريان ٿو، جيئن ان مڪ مڪرمہ لاءِ دعا ڪئي ۽ ان وانگر(ٻي دعا ڳهران ٿو راوي) چوي ٿو تہ ان ڪان پوءِ پاڻ سڳورا ننڍڙو ٻار ڳهرائي ان کي ميوو ڏيندا هئا.(**[1]**)**

**(ان کي مسلم روايت ڪيو)**

(2704) وعن أبي سعيد عن النبي صلى الله عليه وسلم قال : " إن إبراهيم حرم مكة فجعلها حراما وإني حرمت المدينة حراما ما بين مأزميها أن لا يهراق فيها دم ولا يحمل فيها سلاح لقتال ولا تخبط فيها شجرة إلا لعلف " . رواه مسلم

**ابوسعيد ﷺ ڪان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: بيشڪ ابراهيم عليہ السلام مڪي کي حرم قرار ڏنو ۽ مون مديني جي ٻن سوڙهن جابلو رستن جي وچ واري علائقي کي حرم قرار ڏنو آهي يعني حرم(مدينہ) ۾ ڪنهن جو خون نہ وهائجي، لڙائيءَ لاءِ هٿيار نہ کڻجن ۽ ڪنهن وڻ جا پن نہ ڇاڻجن، سواءِ(جانورن جي) چاري جي.**

**(ان کي مسلم روايت ڪيو)**

(2705) وعن عامر بن سعد : أن سعدا ركب إلى قصره بالعقيق فوجد عبدا يقطع شجرا أو يخبطه فسلبه فلما رجع سعد جاءه أهل العبد فكلموه أن يرد على غلامهم أو عليهم ما أخذ من غلامهم فقال : معاذ الله أن أرد شيئا نفلنيه رسول الله صلى الله عليه وسلم وأبى أن يرد عليهم . رواه مسلم

**عامر بن سعد ڪان روايت آهي تہ سعد ﷺ عقيق مقام ۾ پنهنجي محل ڏانهن سوار ٿي ويو. (رستي ۾) هڪ غلام کي ڏٺائين جيڪو وڻ وڍي رهيو هو يا ان جا پن ڇاڻي رهيو هو. (تڏهن سعد ﷺ) ان جا ڪپڙا کسيا. جڏهن سعد ﷺ واپس آيو تہ غلام جو مالڪ(وٽس) آيو. ان چيو تہ غلام جا کسيل ڪپڙا کيس يا سندس مالڪ کي واپس ڪريو. ان جواب ڏنو تہ الله جي پناهہ جو آئون اها شيءِ واپس ڪريان جيڪا رسول الله ﷺ جن مون کي ڏياري آهي ۽ اهي موٽائي ڏيڻ کان انڪار ڪري ڇڏيائين.**

**(ان کي مسلم روايت ڪيو)**

(2706) وعن عائشة رضي الله عنها قالت : لما قدم رسول الله صلى الله عليه وسلم المدينة وعك أبو بكر وبلال فجئت رسول الله صلى الله عليه وسلم فأخبرته فقال : " اللهم حبب إلينا المدينة كحبنا مكة أو أشد وصححها وبارك لنا في صاعها ومدها وانقل حماها فاجعلها بالجحفة "

**عائشہ رضي الله عنها ڪان روايت آهي تہ جڏهن رسول الله ﷺ جن مدينہ منور آيا تہ ابوبڪر ۽ بلال رضي الله عنهما کي بخار آيو. آئون رسول الله ﷺ جن وٽ آيس ۽ کين (اها) خبر ڪئي. پاڻ سڳورن دعا ڪئي تہ: اي الله! اسان کي مديني سان ائين محبت عطا ڪر، جيئن اسان کي**

[1]- هن مان معلوم ٿيو تہ نئون ميوو ننڍڙن ٻارن کي ڏيڻ ڳهرجي ڇاڪاڻ تہ نئين شيءِ نئين ماڻهوءَ کي ڏيڻ مناسب آهي.

**مڪي سان محبت آهي، يا ان کان بہ وڌيڪ ۽ ان (جي فضا) صحيح ڪر ۽ اسان لاءِ ان جي صاع ۽ مد ۾ برڪت عطا فرماءِ ۽ ان جي بخار کي جحفہ[1] ڏانهن منتقل ڪر.**
**(بخاري و مسلم)**

(2707) وعن عبد الله بن عمر في رؤيا النبي صلى الله عليه وسلم في المدينة : " رأيت امرأة سوداء ثائرة الرأس خرجت من المدينة حتى نزلت مهيعة فتأولتها : أن وباء المدينة نقل إلى مهيعة وهي الجحفة " . رواه البخاري

**عبدالله بن عمر رضي الله عنهما مدينہ منوره بابت رسول الله ﷺ جو خواب ذڪر ڪري ٿو(فرمايائون) تہ مون هڪ ڪاري عورت ڏٺي جنهن جي مٿي جا وار وکريل هئا، اها مديني مان نڪتي ۽ مهيعہ[2] ڏانهن هلي وئي. مون خواب جي تاويل اها ڪئي تہ مديني جي وبا مهيعہ يعني جحفہ ڏانهن منتقل ٿيندي.**
**(ان کي بخاري روايت ڪيو)**

(2708) وعن سفيان بن أبي زهير رضي الله عنه قال : سمعت رسول الله صلى الله عليه وسلم يقول : " يفتح اليمن فيأتي قوم يبسون فيتحملون بأهليهم ومن أطاعهم والمدينة خير لهم لو كانوا يعلمون ويفتح الشام فيأتي قوم يبسون فيتحملون بأهليهم ومن أطاعهم والمدينة خير لهم لو كانوا يعلمون ويفتح العراق فيأتي قوم يبسون فيتحملون بأهليهم ومن أطاعهم والمدينة خير لهم لو كانوا يعلمون "

**سفيان بن ابو زهير رضي الله عنه کان روايت آهي تہ مون رسول الله ﷺ جن کان فرمائيندي ٻڌو. پاڻ فرمايائون تہ يمن فتح ٿيندو تہ ڪجهہ ماڻهو پنهنجي اهل و عيال ۽ پنهنجي تابعدارن سان ان طرف ڪوچ ڪندا، حالانڪ مدينو سندن لاءِ بهتر آهي جيڪڏهن اهي ڄاڻن. شام فتح ٿيندو تہ ڪجهہ ماڻهو پنهنجي اهل و عيال ۽ پنهنجي تابعدارن سان ان طرف ڪوچ ڪندا، حالانڪ مدينو سندن لاءِ بهتر آهي جيڪڏهن اهي ڄاڻن. عراق فتح ٿيندو تہ ڪجهہ ماڻهو پنهنجي اهل و عيال ۽ پنهنجي تابعدارن سان ان طرف ڪوچ ڪندا، حالانڪ مدينو سندن لاءِ بهتر آهي جيڪڏهن اهي ڄاڻن[3].**
**(بخاري و مسلم)**

(2709) وعن أبي هريرة قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " أمرت بقرية تأكل القرى . يقولون : يثرب وهي المدينة تنفي الناس كما ينفي الكير خبث الحديد "

---

[1]- پاڻ سڳورن جي دعا سان اها بيماري دفا ٿي مديني کان ڇهن ڪوهن جي پنڌ تي هنڌ آهي، جتي يهودي رهندا هئا مديني جي بيماري رسول الله ﷺ جن جي دعا سان ٽري وئي.

[2]- جحفہ جو نالو آهي جڏهن کان رسول الله ﷺ جن دعا ڪئي ۽ اهو خواب ڏٺائون تڏهن کان اتان وبا ويندي رهي ۽ جحفہ ۾ وڃي پهتي.

[3]- يعني ماڻهو مديني ۾ رهڻ جي بجاءِ يمن، شام ۽ عراق ۾ اهل و عيال سان وڃي رهندا حالانڪ رسول الله ﷺ جن جو پاڙو ڇڏڻ ۽ مديني جي برڪت کان محروم رهڻ انهن جي حق ۾ پلو نہ آهي هن حديث ۾ چند معجزات آهن:1- پاڻ سڳورن شام، عراق ۽ يمن جي فتح جي خبر ڏني ۽ ائين ئي ٿيو جو (خلفائي راشدين جي هٿان اهي ملڪ فتح ٿيا،2- ماڻهو انهن ملڪن ۾ وڃي رهندا ۽ پنهنجا اهل و عيال بہ وٺي ويندا ۽ ائين ئي ٿيو،3- انهن ملڪن جي فتح بہ انهيءَ ترتيب سان ٿي، پهريائين يمن، پوءِ شام، پوءِ عراق، هن روايت مان مديني طيبہ ۾ رهڻ جي وڏي فضيلت ثابت ٿي.

**ابوهريره ﵁ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ مون کي هڪ بستيءَ جي باري ۾ حڪم ڏنو ويو تہ(ان ۾ رهائش اختيار ڪريان) جيڪا ٻين بستين تي غالب ايندي([1]) (ان کي يثرب چون ٿا ۽ (هاڻي ان جو نالو) مدينو آهي. (هي شهر) ماڻهن کي ائين خالص ڪندو جيئن ٻني لوهہ جي مير ۽ ڪٽ کي صاف ڪندي آهي.**

**(بخاري و مسلم)**

(2710) وعن جابر بن سمرة قال : سمعت رسول الله صلى الله عليه وسلم يقول : " إن الله سمى المدينة طابة " . رواه مسلم

**جابر بن سمره ﵁ کان روايت آهي تہ مون رسول الله ﷺ جن کان ٻڌو تہ بيشڪ الله تعالىٰ مدينہ جو نالو "طابة" رکيو آهي([2])**

**(ان کي مسلم روايت ڪيو)**

(2711) وعن جابر بن عبد الله : أن أعرابيا بايع رسول الله صلى الله عليه وسلم فأصاب الأعرابي وعك بالمدينة فأتى النبي صلى الله عليه وسلم فقال : يا محمد أقلني بيعتي فأبى رسول الله صلى الله عليه وسلم ثم جاءه فقال : أقلني بيعتي فأبى ثم جاءه فقال : أقلني بيعتي فأبى فخرج الأعرابي فقال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " إنما المدينة كالكير تنفي خبثها وتنصع طيبها "

**جابر بن عبدالله﵁ کان روايت آهي تہ هڪ ڳوناڻي رسول الله ﷺ جن جي بيعت ڪئي پوءِ اهو مديني ۾ اچي تپجي پيو. پوءِ نبي ﷺ جن وٽ آيو ۽ چوڻ لڳو تہ اي محمدﷺ! منهنجي بيعت مون کي واپس ڪريو رسول الله ﷺ جن انڪار فرمايو. وري وٽن آيو ۽ چيائين تہ منهنجي بيعت واپس ڪريو پاڻ وري انڪار ڪيائون پوءِ وري وٽن آيو ۽ چيائين تہ منهنجي بيعت واپس ڪريو. پاڻ سڳورن(وري) انڪار ڪيو پوءِ ڳوناڻو(مدينو ڇڏي) هليو ويو رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ بيشڪ مدينو ٻني وانگر آهي، پنهنجي مير ڪٽ صاف ڪري ٿو ۽ پنهنجي عمدگي ۽ پاڪيزگيءَ(يعني نيڪ ماڻهن کي) خالص ڪري اجاري ٿو.**

**(بخاري و مسلم)**

(2712) وعن أبي هريرة قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " لا تقوم الساعة حتى تنفي المدينة شرارها كما ينفي الكير خبث الحديد " . رواه مسلم

**ابوهريره ﵁ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: قيامت قائم نہ ٿيندي، تان جو مدينو پنهنجي شريرن کي ٻاهر نہ ڪڍي جيئن ٻني لوهہ جي مير ڪٽ کي ٻاهر ڪڍندي آهي.**

**(ان کي مسلم روايت ڪيو)**

---

[1]- يعني فتح اسلام جي ٿيندي، سڀ شهر مديني جا تابع هوندا.

[2]- مدينو پاڪ آهي ان ۾ ناپاڪي نہ آهي هڪڙو ٻهراڙيءَ وارو مسلمان ٿيو جڏهن بيمار ٿي پيو تڏهن مرتد ٿي مديني مان نڪري ويو. تڏهن رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ مدينو پاڪ آهي، ناپاڪ کي رهڻ نٿو ڏي. ۽ ايندڙ حديث ۾ بہ ان جو تفصيل آهي ۽ مديني کي "طابہ" فرمايائون يعني شرڪ ۽ ڪفر جي نجاستن کان پاڪ آهي.

(2713) وعنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " على أنقاب المدينة ملائكة لا يدخلها الطاعون ولا الدجال "

**ابوهريره ﷺ ڪان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: مديني جي دروازن تي فرشتا مقرر آهن، منجهس نہ طاعون[1] داخل ٿيندو ۽ دجال.**
**(بخاري و مسلم)**

(2714) وعن أنس قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " ليس من بلد إلا سيطؤه الدجال إلا مكة والمدينة ليس نقب من أنقابها إلا عليه الملائكة صافين يحرسونها فينزل السبخة فترجف المدينة بأهلها ثلاث رجفات فيخرج إليه كل كافر ومنافق "

**انس ﷺ ڪان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: سڀهوئي دجال مڪي ۽ مديني ڪان سواءِ هر شهر کي لتاڙيندو[2] انهن(ٻنهي شهرن جي) هر واٽ تي قطار ٻڌل فرشتا مقرر آهن جيڪي انهن جي حفاظت ڪن ٿا. پوءِ (دجال مديني جي ٻاهران) پٿريلي علائقي ۾ لهندو پوءِ مديني ۾ ٽي ڀيرا زلزلو ايندو تنهن ڪري هر ڪافر ۽ منافق ان ڏانهن نڪري ايندو.**
**(بخاري و مسلم)**

(2715) وعن سعد قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " لا يكيد أهل المدينة أحد إلا انماع كما ينماع الملح في الماء "

**سعد ﷺ ڪان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ جيڪو شخص مديني وارن خلاف مڪر ۽ فريب ڪاري ڪندو، الله تعالیٰ ان کي ائين ڳاري ختم ڪندو جيئن لوڻ[3] پاڻيءَ ۾ ڳري ويندو آهي.**
**(ان کي بخاريءَ روايت ڪيو)**

(2716) وعن أنس : أن النبي صلى الله عليه وسلم كان إذا قدم من سفر فنظر إلى جدرات المدينة أوضع راحلته وإن كان على دابة حركها من حبها . رواه البخاري

**انس ﷺ ڪان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن جڏهن سفر ڪان واپس ورندا هئا ۽ مديني جي ديوارن تي سندن نظر پوندي هئي تہ سواري تيز ڪندا هئا ۽ جيڪڏهن گهوڙي وغيره تي هوندا هئا تہ مديني جي محبت سبب ان کي ايڙي هڻندا هئا.**
**(ان کي بخاريءَ روايت ڪيو)**

---

[1]- طاعون هڪ بيماريءَ جو قسم آهي اها امديني ۾ نہ ٿيندي آهي. رسول الله ﷺ جن جو اهو صريح معجزو آهي.
[2]- يعني هر ڪنهن جاءِ تي ان جو عمل دخل ٿيندو.
[3]- رسول الله ﷺ جن جو حرم مدينہ بابت فرمان بلڪل سچو آهي. جنهن نہ مدينہ پاڪ جي طرف غلط نگاهن سان ڏٺو تہ دنيا ۾ ئي انهن کي سزا ملي. الله تعالیٰ ٻنهي حرمن جي حفاظت قيامت تائين ڪرڻ فرمائيندو- انشاءَ الله- ۽ حديث پاڪ جي مطابق دين بہ قيامت تائين مڪي ۽ مدينہ ۾ رهندو اسان سڀني مسلمانن جي دعا ۽ تمنا اها آهي تہ مسلمانن جا ٻئي مرڪز هر فتني فساد کان پاڪ ۽ توحيد و سنت جي روشنيءَ سان منوهجن ۽ دنيا کي بہ روشن ڪندا رهن.

(2717) وعنه أن النبي صلى الله عليه وسلم طلع له أحد فقال : " هذا جبل يحبنا ونحبه اللهم إن إبراهيم حرم مكة وإني أحرم ما بين لابتيها "

**انس ﷺ كان روايت آهي ته نبي ﷺ جن کي احد جبل نظر آيو. فرمايائون ته هيءُ احد جبل آهي، جيڪو اسان سان محبت ڪري ٿو ۽ اسين ان سان محبت ڪريون ٿا اي الله! بيشڪ ابراهيم مڪي کي حرم قرار ڏنو ۽ بيشڪ آئون (مديني جي) ٻن جابلو رستن جي درمياني علائقي کي حرم قرار ڏيان ٿو.**

**(بخاري و مسلم)**

(2718) وعن سهل بن سعد قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " أحد جبل يحبنا ونحبه " . رواه البخاري

**سهل بن سعد ﷺ كان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته احد جبل اسان سان محبت[1] ڪري ٿو ۽ اسين احد سان محبت ڪريون ٿا.**

**(ان کي بخاريءَ روايت ڪيو)**

## فصل ٻيو

(2719) عن سليمان بن أبي عبد الله قال : رأيت سعد بن أبي وقاص أخذ رجلا يصيد في حرم المدينة الذي حرم رسول الله صلى الله عليه وسلم فسلبه ثيابه فجاءه مواليه فكلموه فيه فقال : إن رسول الله صلى الله عليه وسلم حرم هذا الحرم وقال : " من أخذ أحدا يصيد فيه فليسلبه " . فلا أرد عليكم طعمة أطعمنيها رسول الله صلى الله عليه وسلم ولكن إن شئتم دفعت إليكم ثمنه . رواه أبو داود

**سليمان بن ابي عبدالله جي روايت آهي ته مون سعد بن ابي وقاص کي ڏٺو جنهن حرم مديني ۾ شڪار ڪندڙ هڪ شخص کي پڪڙيو، جنهن کي رسول الله ﷺ حرام قرار ڏنو آهي. پوءِ ان جا ڪپڙا ڪسيائين پوءِ ٻانهي جا مالڪ(وٽس) آيا، جن ان سان ان بابت ڳالهايو انهيءَ چيو ته رسول الله ﷺ جن هن حرم(مديني) ۾ (شڪار) حرام ڪيو آهي ۽ فرمايو آهي ته جيڪو ڪنهن کي ڏسي ته ان ۾ شڪار ڪري رهيو آهي ته ان جو سامان کسي، ان ڪري اهي اوهان کي واپس نه ڪندس. اهي ته رسول الله ﷺ جن مون کي ڏياريا آهن. پر جيڪڏهن چاهيو ته اوهان کي ان جي قيمت ڏيان.**

**(ابوداؤد)**

(2720) وعن صالح مولى لسعد أن سعدا وجد عبيدا من عبيد المدينة يقطعون من شجر المدينة فأخذ متاعهم وقال يعني لمواليهم سمعت رسول الله صلى الله عليه وسلم ينهى أن يقطع من شجر المدينة شيء وقال : " من قطع منه شيئا فلمن أخذه سلبه " . رواه أبو داود

**سعد بن ابي وقاص جي آزاد ڪيل غلام صالح جي روايت آهي ته سعد ﷺ ڏٺو ته مديني جا ڪي غلام مديني جا وڻ وڍي رهيا آهن، پوءِ انهن جو سامان[1] ڪسيائين ۽ انهن جي مالڪن کي چيائين**

---

[1]- معلوم ٿيو ته جنهن جي دل ۾ رسول الله ﷺ جن جي محبت نه آهي اها پٿر کان به سخت تر ۽ بدتر آهي ۽ هن حديث مان هي به معلوم ٿيو ته جبلن کي به شعور ۽ ادراڪ آهي.

تہ رسول الله ﷺ جن مديني جي وڻ وڍڻ کان منع ڪندي فرمايو تہ جيڪو ڪنهن کي ان جا وڻ وڍيندي ڏسي تہ ان کان سندس سامان کسي.
(ان کي ابوداؤد روايت ڪيو)
فائدو: سعد جو آزاد ڪيل غلام جيتوڻيڪ مجهول آهي ۽ حديث دليل وٺڻ جي لائق نہ آهي پر ان کان اڳ ذڪر ٿيل مسلم جي حديث جيڪا فصل اول ۾ گذري چڪي آهي ان حديث جي مؤيد آهي.(تنقيح الرواة ربع ثاني/150)

(2721) وعن الزبير قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " إن صيد وج وعضاهه حرم محرم لله " . رواه أبو داود وقال محيى السنة : " وج " ذكروا أنها من ناحية الطائف وقال الخطابي : " إنه " بدل " إنها "

زبير ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: وج(طائف جي ماتري) جو شڪار ۽ اتان جا ڪنڊا حرام آهن، الله جي لاءِ ان جي حرمت ثابت آهي.
(ان کي ابوداؤد روايت ڪيو) محي السنة جو بيان ڪيو آهي تہ وج[2] طائف جي طرف هڪ ماتريءَ جو نالو آهي ۽ خطابي" ﷬ "انها" جي بجاءِ "انه" چيو آهي.
فائدو: سند ۾ راوي عبدالله سطائفي غلطيون ڪندڙ آهي يعني حديث ضعيف آهي پڻ امام نووي حديث کي ضعيف قرار ڏنو آهي.

(2722) وعن ابن عمر قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " من استطاع أن يموت بالمدينة فليمت لها فإني أشفع لمن يموت بها " . رواه أحمد والترمذي وقال : هذا حديث حسن صحيح غريب إسنادا

ابن عمر رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جيڪو شخص هن ڳالھ جي طاقت رکي تہ مديني ۾ کيس موت اچي تہ ان کي گهرجي تہ مديني ۾ مري، ڇاڪاڻ تہ آئون ان شخص جي سفارش ڪندس[3] جيڪو مديني ۾ مرندو.
(ان کي احمد ۽ ترمذيءَ روايت ڪيو. ۽ چيائين تہ هيءَ حديث سند جي لحاظ سان حسن صحيح غريب آهي)

(2723) وعن أبي هريرة قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " آخر قرية من قرى الإسلام خرابا المدينة " . رواه الترمذي وقال : هذا حديث حسن غريب

ابوهريره ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: اسلامي بستين مان سڀ کان آخر ۾ جيڪو شهر خراب ٿيندو سو مدينو آهي.

---

[1]- هنن حديثن مان هڪ جماعت استدلال ڪيو آهي مديني جي حرم هئڻ تي ۽ اتي جي شڪار حرام هئڻ تي ۽ اتي جي وڻن وڍڻ جي ممانعت تي. اهو ئي مذهب آهي امام شافعي، امام مالڪ ۽ سندن موافقت ڪندڙن جو ۽ حنفي چون ٿا تہ مديني جو هر شڪار حلال آهي ۽ "يا ابا عمير ما فعل النغير" مان دليل وٺن ٿا. نغير هڪ جهرڪي آهي اها انس جي ڀاءُ وٽ هئي پاڻ سڳورن ان کان دريافت فرمايو تہ اها ڪيڏاهن ويئي؟ حالانڪ ان حديث مان استدلال بيڪار آهي. احتمال آهي تہ اها جهرڪي هنن حديثن جي بيان ڪرڻ کان اڳ ۾ جهلي هجي، جڏهن شڪار حرام نہ هو. ٻيو احتمال هي بہ هجي جو ان کي مديني جي حرم کان ٻاهران پڪڙي آيو هجي. ان ڪري هنن صحيح حديثن جي پيٽ ۾ ان کي پيش ڪرڻ ئي غلط آهي.
[2]- هن حديث مطابق امام شافعي فرمايو تہ مديني ۾ نہ شڪار ڪيو وڃي ۽ نہ اتي جا وڻ وڍيا وڃن ۽ حنفين هن حديث جي خلاف ڪيو آهي تنهن ڪري هيءَ حديث انهن تي حجت آهي.
[3]- سبحان الله! هر مؤمن کي گهرجي تہ عمر ۾ يا جڏهن بيمارين جو حملو ٿئي ۽ موت جو امڪان هجي تہ مديني وڃي. مديني جي نيت سان رستي ۾ مري ويو تہ الله تعالىٰ کيس اهو ئي ثواب ڏيندو.

**(ان کي ترمذيءَ روايت ڪيو ۽ چيائين تہ هيءَ حديث حسن غريب آهي)**

**فائدو: راوي جناده بن مسلم ضعيف آهي(تنقيح الرواة ربع ثاني/150)**

(2724) وعن جرير بن عبد الله عن النبي صلى الله عليه وسلم قال : " إن الله أوحى إلي : أي هؤلاء الثلاثة نزلت فهي دار هجرتك المدينة أو البحرين أو قنسرين " . رواه الترمذي

**جرير بن عبدالله ﷜ نبي ﷺ جن ڪان روايت ڪري ٿو تہ پاڻ فرمايائون تہ: بيشڪ الله تعالىٰ مون ڏي وحي ڪيو آهي تہ هنن ٽن شهرن مان جنهن ڏانهن بہ هجرت ڪري ويندين اهو تنهنجو هجرت جو گهر آهي:1- مدينو يا2- بحرين[1] يا3- قنسرين.**

**(ان کي ترمذيءَ روايت ڪيو)**

**فائدو: سند ۾ راوي عيسىٰ بن عبيد تي جرح آهي، ميزان الاعتدال ۾ آهي تہ هي راوي منڪر الحديث آهي(تنقيح الرواة ربع ثاني/150)**

**فصل ٽيون**

(2725) عن أبي بكرة عن النبي صلى الله عليه وسلم قال : " لا يدخل المدينة رعب المسيح الدجال لها يومئذ سبعة أبواب على كل باب ملكان " . رواه البخاري

**ابوبڪره ﷜ نبي ﷺ جن ڪان روايت ڪري ٿو تہ پاڻ فرمايائون تہ: مديني ۾ مسيح دجال جو رعب داخل نہ ٿيندو ۽ ان ڏينهن مديني جا ست درواز هوندا هر دروازي تي بہ فرشتا (ان جي حفاظت لاءِ) هوندا.**

(2726) وعن أنس عن النبي صلى الله عليه وسلم قال : " اللهم اجعل بالمدينة ضعفي ما جعلت بمكة من البركة "

**انس ﷜ نبي ﷺ جن ڪان روايت ڪري ٿو تہ پاڻ سڳورن دعا ڪئي تہ: اي الله! مديني کي مڪي ڪان ٻيڻي برڪت عطا فرماءِ.**

**(بخاري و مسلم)**

(2727) وعن رجل من آل الخطاب عن النبي صلى الله عليه وسلم قال : " من زارني متعمدا كان في جواري يوم القيامة ومن سكن المدينة وصبر على بلائها كنت له شهيدا وشفيعا يوم القيامة ومن مات في أحد الحرمين بعثه الله من الآمنين يوم القيامة "

**آل خطاب مان هڪ شخص نبي ﷺ جن ڪان روايت ڪري ٿو تہ پاڻ سڳورن فرمايو: جيڪو منهنجي زيارت[2] جي ارادي سان آيو اهو قيامت جي ڏينهن منهنجي پاڙي ۾ هوندو ۽ جنهن مديني ۾ رهائش اختيار ڪئي ۽ ان جي مصيبتن تي صبر ڪيو، قيامت جي ڏينهن آئون ان جو گواهہ ۽ سفارشي هوندم ۽ جيڪو حرمين مان هڪ حرم ۾ مري ويو قيامت جي ڏينهن الله ان کي امن وارن سان اٿاريندو.**

---

[1]- بحرين هڪ پرڳڻو آهي عمان درياهہ وٽ ۽ قنسرين شام جي شهرن مان هڪ شهر جو نالو آهي.

[2]- استدلال ڪيو آهي هنن حديثن مان ڪن مالڪين ۽ ڪن ظاهرين رسول الله ﷺ جن جي قبر شريف جي وجوب تي، مگر هي ٻئي حديثون ۽ جيتريون حديثون هن باب ۾ وارد آهن سڀ ضعيف بلڪ موضوع آهن. مسلمانن جي انهن ڪتابن ۾ جن تي مسلمانن جو اعتبار آهي ڪابہ خبر نہ آهي. باقي جمهور وٽ رسول الله ﷺ جن جي مرقد مبارڪ جي زيارت مستحب آهي جنهن ۾ ڪنهن جو اختلاف نہ آهي ۽ شيخ الاسلام ابن تيميہ پنهنجي فتوائن ۾ مستحب هئڻ جو ذڪر ڪيو آهي ۽ عالمن جو اختلاف بيان نہ ڪيو اٿس.

**فائدو: حديث جي سند ڏاڍي ضعيف آهي. راوي هارون بن قزعہ مجهول آهي ۽ آل خطاب مان ہ هڪ شخص مجهول آهي(تنقيح الرواة ربع ثاني/151)**

(2728) وعن ابن عمر مرفوعا : " من حج فزار قبري بعد موتي كان كمن زارني في حياتي " . رواهما البيهقي في شعب الإيمان

**ابن عمر رضي الله عنهما کان مرفوع روايت آهي تہ جنهن حج ڪيو ۽ منهنجي وفات کان پوءِ منهنجي قبر جي زيارت ڪيائين، اهو انهيءَ شخص وانگر آهي جنهن منهنجي زندگيءَ ۾ منهنجي زيارت ڪئي.**

**(ان کي بيهقيءَ شعب الايمان ۾ روايت ڪيو)**

**فائدو: ٻنهي حديثن جي سند ضعيف آهي(مشڪوٰة علامہ الباني:480/2) پڻ سند ۾ راوي حفص بن ابوداؤد ۽ ليث بن ابي سليم ضعيف ۽ مجروح آهن. امام ابن عبدالحادي الصارم المنڪي في الرد علي سبڪي ۾ ان حديث تي تفصيل سان تنقيد ڪندي واضع ڪيو آهي تہ هيءَ حديث استدلال جي لائق نہ آهي.**

(2729) لإرساله وعن يحيى بن سعيد أن رسول الله صلى الله عليه وسلم كان جالسا وقبر يحفر بالمدينة فاطلع رجل في القبر فقال : بئس مضجع المؤمن فقال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " بئس ما قلت " قال الرجل إني لم أرد هذا إنما أردت القتل في سبيل الله فقال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " لا مثل القتل في سبيل الله ما على الأرض بقعة أحب إلي أن يكون قبري بها منها " ثلاث مرات . رواه مالك مرسلا

**يحيٰ بن سعيد رحمه الله کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن وينا هئا ۽ مديني ۾ هڪ قبر کوٽجي رهي هئي. هڪ شخص قبر ۾ نهاريندي چيو تہ قبر مؤمن جي لاءِ بري جاءِ آهي. نبي ﷺ جن فرمايو: تنهنجو چوڻ برو آهي. ان شخص چيو تہ منهنجو مطلب اهو نہ هو بلڪ منهنجو مقصد الله جي راهہ ۾ قتل ٿيڻ آهي. نبي ﷺ جن فرمايو تہ الله جي راهہ ۾ قتل ٿيڻ جي برابر تہ ڪا شيءِ نہ آهي زمين جي ڪابہ جاءِ مون کي ايتري محبوب نہ آهي، جيترو مدينو آهي تہ اتي منهنجي قبر هجي. پاڻ سڳورن ﷺ اهي لفظ ٽي ڀيرا دهرايا.**

**(مالڪ ان کي مرسل روايت ڪيو آهي)**[1]

**فائدو: ارسال جي سبب جي ڪري سند ضعيف آهي.(مشڪوٰة علامہ الباني:841/2)**

(2730) وعن ابن عباس قال : قال عمر بن الخطاب : سمعت رسول الله صلى الله عليه وسلم وهو بوادي العقيق يقول : أتاني الليلة آت من ربي فقال : صل في هذا الوادي المبارك وقل : عمرة في حجة " . وفي رواية : " قل عمرة وحجة " . رواه البخاري

**ابن عباس رضي الله عنهما عمر بن خطاب رضي الله عنه کان روايت ڪري ٿو تہ مون رسول الله ﷺ جن کي وادي عقيق ۾ فرمائيندي ٻڌو تہ: اڄ رات مون وٽ منهنجي رب طرفان ايندڙ آيو ۽ چيائين تہ**

---

[1]- رسول الله ﷺ جن ان ڳالهہ کي پسند فرمايو يعني هن ۾ ڪوبہ شڪ نہ آهي تہ شهيد ٿيڻ جي برابر ڪوبہ مرتبو نہ آهي مگر مديني ۾ مرڻ بہ هڪ قسم جي فضيلت آهي.

**هن مبارڪ ماڻهوءَ[1] ۾ نماز پڙهه ۽ چؤ عمرو حج ۾ داخل آهي ۽ هڪ روايت ۾ آهي تہ چؤ تہ عمرو ۽ حج (گڏ) ڪريان ٿو.**
**(ان کي بخاري روايت ڪيو)**

**كتاب البيوع**
**باب الكسب و طلب الحلال**
**(ڪاروباري ۽ تجارتي مسئلا)**
**ڪمائي ۽ رزق حلال تلاش ڪرڻ جو بيان**
**فصل پهريون**

(2731) عن المقداد بن معدي كرب قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " ما أكل أحد طعاما قط خيرا من أن يأكل من عمل يديه وإن نبي الله داود عليه السلام كان يأكل من عمل يديه " . رواه البخاري

**مقداد بن معديڪرب ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: ڪو شخص پنهنجي هٿ جي ڪمائي کان وڌيڪ بهتر کاڌو نٿو کائي ۽ الله جو نبي داؤد عليہ السلام پنهنجي هٿ ([2]) جي ڪمائيءَ مان کائيندو هو.**
**(ان کي بخاري روايت ڪيو)**

(2732) وعن أبي هريرة قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " إن الله طيب لا يقبل إلا طيبا وإن الله أمر المؤمنين بما أمر به المرسلين فقال : ( يا أيها الرسل كلوا من الطيبات واعملوا صالحا )

وقال : ( يا أيها الذين آمنوا كلوا من طيبات ما رزقناكم )

ثم ذكر الرجل يطيل السفر أشعث أغبر يمد يديه إلى السماء : يا رب يا رب ومطعمه حرام ومشربه حرام وملبسه حرام وغذي بالحرام فأنى يستجاب لذلك ؟ " . رواه مسلم

**ابوهريره ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: بيشڪ الله پاڪ آهي، پاڪ (شيءِ) کي قبول ڪري ٿو([3]) ۽ الله ايماندارن کي اهو حڪم ڏنو آهي، جيڪو پنهنجن پيغمبرن کي ڏنو آهي. ارشاد فرمائي ٿو: اي پيغمبرو! پاڪ شيون کائو ۽ نيڪ عمل ڪريو ۽ فرمايائين: اي ايمان وارو! اسان جيڪي پاڪ شيون توهان کي عطا ڪيون آهن، انهن مان کائو. پوءِ پاڻ سڳورن ان شخص جو ذڪر ڪيو جيڪو ڊگهو سفر ڪري ٿو ان جا وار وکريل آهن ۽ جسم مٽيءَ**

---

[1]- ڪافر حج جي مهيني ۾ عمره ڪرڻ کي برو سمجهندا هئا اهو انهن جو خيال باطل هو. عمره حج جي مهينن ۾ داخل ٿي ويو.

[2]- داؤد عليہ السلام رات جو گشت ڪري ماڻهن کان سندن حال معلوم ڪندو هو جيڪڏهن پنهنجي ڪا ڳالهہ نا مناسب معلوم ٿيندي هيس تہ ان کي ترڪ ڪندو هو. هڪ رات هڪ بڊڙيءَ کان پڇا ڪيائين تہ داؤد ڪهڙي قسم جو ماڻهو آهي؟ چيائين تہ پلو آهي پر ملڪ جي محصول مان کائيندو آهي، تنهن کان پوءِ داؤد عليہ السلام محنت ڪرڻ شروع ڪئي ۽ الله تعالىٰ ڪيس لوهہ نرم ڪري ڏنو پوءِ پنهنجي هٿ سان زرهون ناهي گذر ڪندو هو.

[3]- معلوم ٿيو تہ حرام مال مان خيرات ڪرڻ جو ڪوبہ فائدو نہ آهي ۽ نہ ئي اها خيرات قبوليت جي درجي تائين پهچي ٿي ڇاڪاڻ تہ الله پاڪ آهي ۽ پاڪ شيءِ کي قبول ڪري ٿو.

**سان لٽيل آهي آسمان ڏانهن پنهنجا هٿ مٿي ڪٽي يا رب! يا رب! پڪاريندو هجي جڏهن ته ان جو کاڌو، پيتو، لباس ۽ غذا حرام جي آهي پوءِ ان جي دعا ڪيئن قبول ٿيندي[1].**
**(ان کي مسلم روايت ڪيو)**

(2733) وعنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " يأتي على الناس زمان لا يبالي المرء ما أخذ منه أمن الحلال أم من الحرام " . رواه البخاري

**ابوهريره ﷛ کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته: ماڻهن تي اهڙو زمانو ايندو جو آدمي پرواهه نه ڪندو ته ان جيڪو مال حاصل ڪيو آهي، سو حرام جو آهي يا حلال جو[2]**
**(ان کي بخاري روايت ڪيو)**

(2734) وعن النعمان بن بشير قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " الحلال بين والحرام بين وبينهما مشتبهات لا يعلمهن كثير من الناس فمن اتقى الشبهاب استبرأ لدينه وعرضه ومن وقع في الشبهات وقع في الحرام كالراعي يرعى حول الحمى يوشك أن يرتع فيه ألا وإن لكل ملك حمى ألا وإن حمى الله محارمه ألا وإن في الجسد مضغة إذا صلحت صلح الجسد كله وإذا فسدت فسد الجسد كله ألا وهي القلب "

**نعمان بن بشير ﷛ کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته: حلال ظاهر آهي[3] ۽ حرام به ظاهر آهي انهن ٻنهي جي درميان ڪي شيون شڪي آهن جن کي گهڻا ماڻهو نٿا ڄاڻن پوءِ جيڪو شڪي شين کان بچو ان پنهنجي دين ۽ پنهنجي عزت جي حفاظت ڪئي ۽ جيڪو شڪي شين ۾ مبتلا ٿيو، حرام ۾ پئجي ويندو، جيئن ڌنار پنهنجو مال چراگاهه جي ويجهو چاري، ويجهو آهي ته ان جو مال ان چراگاهه اندر ڪاهي پوي. خبردار! جسم ۾ هڪ ٽڪرو آهي جڏهن درست هوندو ته سمورو جسم درست هوندو ۽ جڏهن اهو خراب ٿيندو ته پورو جسم خراب ٿيندو خبردار! اهو ٽڪرو دل آهي.[4]**
**(بخاري و مسلم)**

(2735) وعن رافع بن خديج قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " ثمن الكلب خبيث ومهر البغي خبيث وكسب الحجام خبيث " . رواه مسلم

---

[1]- هر مسافر ۽ مجبور جي دعا قبول ٿيندي آهي پر جنهن انسان جو گوشت پوست حرام کائڻ پيئڻ سان تيار ٿيو هوندو ته سندس دعا جي قبول ٿيڻ جي ڪابه صورت نه آهي، چاهي اهڙو سفر حج يا جهاد لاءِ ڇونه هجي.

[2]- جيئن هن زماني ۾ ماڻهن جو حال آهي، مال جيئن به ملي تيئن گڏ ڪندا آهن ڄڻ ته موت ۽ قيامت جي خبر ئي نه اٿن.

[3]- دنيا جون سڀ شيون ٽن قسمن جون آهن:1- حلال،2- حرام،3- شڪي شيون. حلال شيون قرآن ۽ حديث مان ظاهر آهن جيئن پوک، واپار، مزدوري وغيره ۽ جيڪي حرام آهن سي به مشهور آهن جيئن ناحق خون ڪرڻ، شراب پيئڻ، سؤر جو گوشت کائڻ ۽ جوا کيڏڻ وغيره اهي اهڙيون شيون آهن جن کي جاهل ۽ اڻ ڄاڻ به حرام سمجهن ٿا. شڪي شيون اهي آهن جن جو حلال ۽ حرام ٻنهي سان واسطو هوندو آهي جيئن ڪنهن شي ۾ عالمن جو اختلاف هجي ڪي حلال چوندا هجن ته ڪي حرام، اهڙي شيءِ ڇڏي ڏيڻ ۾ دين جي حفاظت جو راز سمايل آهي ڇو ته انهن جي واپرائڻ سان انسان حرام ۾ مبتلا ٿي سگهي ٿو.

[4]- ايمان جڏهن دل ۾ داخل ٿيندو آهي تڏهن ظاهري عضوا مسلاً هٿ، پير، اکيون ۽ ڪن سيئي پاڻمرادو نيڪ هوندا آهن چاڪاڻ ته بدن جي سيني عضون جو دارومدار دل تي آهي جيڪڏهن دل خراب ٿي وئي ته ڄڻ سڀ جسم خراب ٿي ويا. پوءِ اکيون ڪٽي غير عورت ڏانهن ڏسڻ، ڪنن سان ساز ۽ سرور جو آواز ٻڌڻ ۽ زبان سان حرام کائڻ ۾ نه موت جو غم ٿيندو ۽ نه قيامت جو ڊپ.

**رافع بن خديج ﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: ڪتي جي قيمت، زاني جي اجرت، ۽ سڱي هڻندڙ جي قيمت ناپاڪ آهي([1])**
**(ان کي مسلم روايت ڪيو)**

(2736) وعن أبي مسعود الأنصاري أن رسول الله صلى الله عليه وسلم نهى عن ثمن الكلب ومهر البغي وحلوان الكاهن

**\ ابومسعود انصاري ﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن ڪتي جي قيمت، زانيءَ جي خرچي، ڪاهن([2]) جي مٺائي کي ناجائز قرار ڏنو آهي.**
**(بخاري و مسلم)**

(2737) وعن أبي حجيفة أن النبي صلى الله عليه وسلم نهى عن ثمن الدم وثمن الكلب وكسب البغي ولعن آكل الربا وموكله والواشمة والمستوشمة والمصور . رواه البخاري

**ابو جحيفہ ﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن رت جي قيمت([3])، ڪتي جي قيمت ۽ زانيءَ جي ڪمائيءَ کان منع ڪئي آهي ۽ وياج کائيندڙ، ڪارائيندڙ، منهن تي سوراخ ڪري انهن ۾ سرمو پريندڙ ۽ پرائيندڙ ۽ تصويرون ٺاهيندڙ تي لعنت ڪئي آهي.**
**(ان کي بخاريءَ روايت ڪيو)**

(2738) وعن جابر أنه سمع رسول الله صلى الله عليه وسلم يقول عام الفتح وهو بمكة : " إن الله ورسوله حرم بيع الخمر والميتة والخنزير والأصنام " . فقيل : يا رسول الله أرأيت شحوم الميتة ؟ فإنه تطلى بها السفن ويدهن بها الجلود ويستصبح بها الناس ؟ فقال : " لا هو حرام " . ثم قال عند ذلك : " قاتل الله اليهود إن الله لما حرم شحومها أجملوه ثم باعوه فأكلوا ثمنه "

**جابر ﷺ کان روايت آهي تہ انهيءَ فتح مڪي واري سال مڪي ۾ نبي ﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو تہ بيشڪ الله ۽ ان جي رسول شراب، مردار، سؤر ۽ بتن جي وڪري کي حرام ڪيو آهي. چيو ويو تہ اي الله جا رسولﷺ! مردار جي چربيءَ جي باري ۾ ٻڌايو جنهن سان ٻيڙين جي پالش ڪجي ٿي، چمڙن کي نرم ڪجي ٿو ۽ ماڻهو ان سان چراغ ٻارن ٿا. فرمايائون تہ نہ! اها بہ حرام آهي.پوءِ ان وقت فرمايائون تہ يهودين تي الله جي لعنت هجي، جڏهن الله انهن تي حرام جانورن جي چربي حرام ڪئي تہ انهن ان کي رجائي وڪڻ شروع ڪيو، پوءِ انهن ان جي قيمت کاڌائون([4])**

---

[1]- هن فصل جي پڇاڙيءَ ۾ اچي ٿو تہ جڏهن ابوطيبہ رسول الله ﷺ جن کي سڱي لڳائي تڏهن رسول الله ﷺ جن ان کي هڪ صاع کجور ڏيڻ جو ارشاد فرمايو. هنن حديثن جو مطلب آهي تہ حجام(رمي هڻندڙ) جي ڪمائي حرام نہ آهي بلڪ مڪروهہ آهي يعني ان لاءِ اها ڪمائي پنهنجي کاڌي پيتي ۾ واپرائڻ جي بجاءِ جانورن جي چاري ۾ استعمال ڪرڻ وڌيڪ ڀلو آهي. فصل ثاني ۾ آيل آهي تہ محيصہ رسول الله ﷺ جن کان حجام جي ڪمائيءَ بابت پڇيو. جڏهن هن ضرورت بيان ڪئي تڏهن پاڻ فرمايائون تہ اهڙو مليل معاوضو پاڻي ڍوئيندڙ اٺن کي کارائي ڇڏيو.

[2]- ڪاهن جو لفظ نجومين، پنڊتن، پوپن ۽ جيڪي آئنده جون خبرون ٻڌائن ٿا، تن سڀني کي شامل آهي.

[3]- رت جي قيمت مان مراد رمي هڻڻ جي مزدوري آهي.

[4]- ظاهر ۾ تہ انهن شرعي حيلو ڪري چربي نہ کاڌي بلڪ ان جي قيمت کاڌي پر الله تعالىٰ دلين کي ڄاڻندڙ آهي ڪهڙو عجب آهي جو حيلي ڪندڙ کي اصل گناهہ ڪندڙن کان وڌيڪ عذاب ٿئي.

**(بخاري و مسلم)**

(2739) وعن عمر رضي الله عنه أن رسول الله صلى الله عليه وسلم قال : " قاتل الله اليهود حرمت عليهم الشحوم فجملوها فباعوها "

**عمر ﷺ كان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ الله يهودين كي لعنت كري انهن تي(مردار جي) چربي حرام كئي وئي پر انهن ان كي رجائي وڪڻڻ شروع ڪيو.**

**(بخاري و مسلم)**

(2740) وعن جابر أن رسول الله صلى الله عليه وسلم نهى عن ثمن الكلب والسنور . رواه مسلم

**جابر ﷺ كان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن ڪتي ۽ ٻليءَ جي قيمت كان منع ڪئي آهي.**

**(ان كي مسلم روايت ڪيو)**

(2741) وعن أنس رضي الله عنه قال : حجم أبو طيبة رسول الله صلى الله عليه وسلم فأمر لـه بصاع مـن تمـر وأمـر أهله أن يخففوا عنه من خراجه

**انس ﷺ كان روايت آهي تہ ابوطيبہ ﷺ نبي ﷺ جن كي سڱي هنئي. پاڻ سڳورن حكم ڏنو تہ ان كي هڪ صاع ڪجي ڏني وجي ۽ ان جي مالڪ كي حكم ڏنائون تہ ان تي لاڳو ٽيڪس ۾ نرمي ڪري.**

**(بخاري و مسلم)**

**فصل ٻيو**

(2742) عن عائشة قالت : قال النبي صلى الله عليه وسلم : " إن أطيب ما أكلتم من كسبكم وإن أولادكم من كسبكم " . رواه الترمذي والنسائي وابن ماجه . وفي رواية أبي داود والدارمي : " إن أطيب ما أكل الرجل من كسبه وإن ولده من كسبه "

**عائشہ رضي الله عنها كان روايت آهي رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: بيشڪ سڀ كان پاڪ خوراڪ ها آهي جيڪا توهان پنهنجي ڪمائي مان کائو ۽ توهان جو اولاد توهان جي ڪمائي آهي[1]**

**(ان كي ترمذي، نسائي ۽ ابن ماجہ روايت ڪيو ۽ ابوداؤد، دارميءَ جي روايت ۾ آهي تہ ماڻهو سڀ كان پاڪ خوراڪ ان جي ڪمائي آهي ۽ ان جو اولاد ان جي ڪمائي آهي.)**

(2743) وعن عبد الله بن مسعود عن رسول الله صلى الله عليه وسلم قال : " لا يكسب عبد مال حرام فتيصدق منه فيقبل منه ولا ينفق منه فيبارك له فيه ولا يتركه خلف ظهره إلا كان زاده إلى النار . إن الله لا يمحو السيئ بالسيئ ولكن يمحو السيئ بالحسن إن الخبيث لا يمحو الخبيث " . رواه أحمد وكذا في شرح السنة

**عبدالله بن مسعود ﷺ رسول الله ﷺ كان روايت ڪري ٿو تہ پاڻ فرمايائون تہ جيڪو حرام مال ڪمائي ان مان صدقو ڪري ٿو ان جو صدقو قبول نٿو ٿئي ۽ جڏهن ان مان خرچ ڪري ٿو**

---

[1]- جيڪڏهن ماءُ پيءُ محتاج هجن تہ انهن جو خرچ اولاد تي واجب آهي پر جيڪڏهن اهي پاڻ ڪمائڻ جي قابل هجن محتاج ۽ عاجز نہ هجن تڏهن بہ اولاد جي مال مان کائي سگهن ٿا مطلب تہ ماءُ پيءُ لاءِ اولاد جو مال اهڙوئي حلال آهي جهڙو سندن ڪمايل مال.

**تہ ان جي مال ۾ برڪت نٿي پوي ۽ جيڪڏهن ان کي پنهنجي پويان ڇڏي ٿو تہ اهو ان جو دوزخ جو ثمر آهي. بيشڪ الله برائيءَ کي برائيءَ سان نٿو مٽائي البتہ برائيءَ کي ڀلائيءَ سان مٽائي ٿو. بيشڪ ناپاڪ، ناپاڪيءَ کي ختم نٿو ڪري سگهي.**

**(ان کي احمد روايت ڪيو ۽ شرح السنة ۾ انهيءَ طرح آهي)**

**فائدو:** **سند ۾ راوي صباح بن محمد موضوع روايت ذڪر ڪندڙ آهي(تنقيح الرواة ربع ثاني/154)**

(2744) وعن جابر قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " لا يدخل الجنة لحم نبت من السحت وكل لحم نبت من السحت كانت النار أولى به " . رواه أحمد والدارمي والبيهقي في شعب الإيمان

**جابر ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: بيشڪ جيڪو گوشت حرام مال تي پليو اهو جنت ۾ نہ ويندو. جيڪو گوشت حرام (مال) تي پليو اهو دوزخ جي ئي لائق آهي.**

**(ان کي احمد،دارمي ۽ بيهقيءَ شعب الايمان ۾ روايت ڪيو)**

(2745) وعن الحسن بن علي رضي الله عنهما قال : حفظت من رسول الله صلى الله عليه وسلم : " دع ما يريبك إلى ما لا يريبك فإن الصدق طمأنينة وإن الكذب ريبة " . رواه أحمد والترمذي والنسائي وروى الدارمي الفصل الأول

**حسن بن علي ﷛ کان روايت آهي تہ مون کي رسول الله ﷺ جن جو هي ارشاد ياد آهي تہ شڪ([1]) ۽ شبهي واري شيءِ کي ڇڏي اهڙي شيءِ اختيار ڪر جنهن شڪ شبهو نہ هجي. بيشڪ سچائي اطمينان جو ڪارڻ آهي ۽ بيشڪ ڪوڙ بيچيني پيدا ڪري ٿو.**

**(ان کي احمد، ترمذي، نسائي ۽ دارميءَ روايت ڪيو ۽ دارميءَ پهريون جملو روايت ڪيو)**

(2746) وعن وابصة بن معبد أن رسول الله صلى الله عليه وسلم قال : " يا وابصة جئت تسأل عن البر والإثم ؟ " قلت : نعم قال : فجمع أصابعه فضرب صدره وقال : " استفت نفسك استفت قلبك " ثلاثا " البر ما أطمأنت إليه النفس واطمأن إليه القلب والإثم ما حاك في النفس وتردد في الصدر وإن أفتاك الناس " . رواه أحمد والدارمي

**وابصہ بن معبد ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن چيو تہ اي وابصہ! تون پڇڻ آيو آهين تہ نيڪي ۽ گناهہ ڇا آهي؟ مون چيو تہ هائو! (راوي چوي ٿو تہ) پاڻ سڳورن پنهنجين آڱرين کي ملائي پنهنجي سيني تي هٿ هڻي فرمايو تہ پنهنجي نفس کان فتوٰي وٺ پنهنجي نفس کان فتوٰي وٺ، ٽي ڀيرا فرمايائون. نيڪي اها آهي جنهن سان نفس کي اطمينان حاصل ٿئي ۽ دل بہ مطمئن ٿئي ۽ گناهہ اهو آهي جنهن سان نفس ۾ پريشاني پيدا ٿئي ۽ دل ۾ ان بابت کُٽڪي پيدا ٿئي اگرچہ ماڻهو ان جي جواز جي فتوٰي ڏين.**

**(هن کي احمد ۽ دارمي روايت ڪيو آهي)**

---

[1]- تون جيڪڏهن ڪنهن شيءِ جي باري ۾ شڪ آڻين تہ پوءِ اها شيءِ چاهي قولي هجي يا فعلي ڇڏ ڏي ۽ اهڙي شيءِ ڏانهن اچ جنهن ۾ توکي ڪو شڪ شبهو نہ هجي ڇاڪاڻ تہ ڪنهن شيءِ ۾ شڪ هئڻ ان جي باطل جي نشاني آهي ۽ اطمينان سچائي ۽ حقانيت جي نشاني آهي ڪنهن شيءِ جي چڱي ۽ خراب، حلال ۽ حرام جي سڃاڻپ جو اهو ئي قاعدو آهي پر اها سڃاڻپ انهن دلين کي نصيب ٿيندي جيڪي تقوٰي جي لباس سان سينگاريل هوندا آهن.

(2747) وعن عطية السعدي قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " لا يبلغ العبد أن يكون من المتقين حتى يدع ما لا بأس به حذرا لما به بأس " . رواه الترمذي وابن ماجه

**عطيہ سعديﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: ٻانهو پرهيزگارن ۾ شمار نہ ٿيندو، تانجو حرج وارن ڪمن جي خوف سبب اهي ڪم نہ ڇڏي جن ۾ حرج نہ آهي.**[1]
**(هن کي ترمذي ۽ ابن ماجہ روايت ڪيو)**

(2748) وعن أنس قال : لعن رسول الله صلى الله عليه وسلم في الخمر عشرة : عاصرها ومعتصرها وشاربها وحاملها والمحمولة إليه وساقيها وبائعها وآكل ثمنها والمشتري لها والمشترى له . رواه الترمذي وابن ماجه

**انس ﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن شراب جي معاملي ۾ ڏهن ماڻهن تي لعنت ڪئي آهي:1- جيڪو شراب نپوڙي،2- نپوڙائيندڙ،3- پيئندڙ،4- کڻندڙ،5- جنهن لاءِ کنيو وڃي،6- پياريندڙ،7- وڪڻندڙ،8- قيمت کائيندڙ،9- خريد ڪندڙ،10- جنهن لاءِ خريد ڪيو وڃي.**
**(هن کي ترمذي ۽ ابن ماجہ روايت ڪيو)**

(2749) وعن ابن عمر قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " لعن الله الخمر وشاربها وساقيها وبائعها ومبتاعها وعاصرها ومعتصرها وحاملها والمحمولة إليه " . رواه أبو داود وابن ماجه

**ابن عمر رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن شراب، ان جي پيئندڙ، ان جي پياريندڙ، ان کي وڪڻندڙ، ان کي خريد ڪندڙ، ان کي نپوڙڻ واري، جنهن جي لاءِ نپوڙيو وڃي، ان جي کڻندڙ ۽ جنهن ڏانهن نيو وڃي(سڀ تي) لعنت ڪئي آهي.**
**(ان کي ابوداؤد ۽ ابن ماجہ روايت ڪيو)**

(2750) وعن محيصة أنه استأذن رسول الله صلى الله عليه وسلم في أجرة الحجام فنهاه فلم يزل يستأذنه حتى قال : " اعلفه ناضحك وأطعمه رقيقك " . رواه مالك والترمذي وأبو داود وابن ماجه

**محيصہ ﷺ کان روايت آهي تہ ان رسول الله ﷺ جن کان سڱي هڻڻ جي اجرت جي اجازت طلب ڪئي. پاڻ سڳورن ڪيس منع ڪئي. پوءِ برابر اهو اجازت گهرندو رهيو تانجو پاڻ فرمايائون تہ ان جي مزدوري پنهنجي پاڻي ڪيندڙ جانور**[2] **۽ پنهنجي ٻانهي کي کاراءِ.**
**(مالڪ، ترمذي، ابوداؤد ۽ ابن ماجہ)**

(2751) وعن أبي هريرة قال : نهى رسول الله صلى الله عليه وسلم عن ثمن الكلب وكسب الزمارة . رواه في شرح السنة

**ابوهريره ﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن ڪتي جي قيمت ۽ رنديءَ جي ڪمائيءَ کان روڪيو آهي**[3]

---

[1]- حرام کان بچڻ لاءِ ڪي جائز ڪم بہ ڇڏي ڏجن جيئن ڪنهن غير عورت سان ڳالهائڻ تہ جائز آهي پر ان سان ڳالهائڻ ان نيت سان ڇڏي ڏجي متان حرام ڪاري جو ذريعو ٿئي.
[2]- معلوم ٿيو تہ رمي هڻندڙ جي اجرت بلڪل حرام نہ آهي، نہ تہ پاڻ سڳورا ٻانهن ۽ انن کي کارائڻ جي اجازت نہ ڏين ها.
[3]- هن حديث مان معلوم ٿيو تہ ڳائڻيءَ مان مراد اهي عورتون آهن جن جو پيشو ڳائڻ آهي جيئن اسان جي زماني ۾ رنديون، ڪسبياڻيون آهن ۽ انهن جي ڪمائي حرام آهي. ايندڙ حديث مان بہ اهي ئي رنديون مراد آهن.

(ان کي شرح السنة روايت ڪيو)

(2752) وعن أبي أمامة قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " لا تبيعوا القينات ولا تشتروهن ولا تعلموهن وثمنهن حرام وفي مثل هذا نزلت : ( ومن الناس من يشتري لهو الحديث )

رواه أحمد والترمذي وابن ماجه وقال الترمذي هذا حديث غريب وعلي بن يزيد الرواي يضعف في الحديث

وسنذكر حديث جابر : نهى عن أكل أهر في باب ما يحل أكله " إن شاء الله تعالى

**ابو امامہ ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: ڳائيندڙ ٻانهين جي ڏيتي ليتي نہ ڪريو ۽ نہ انهن کي ڳائڻ جي تعليم ڏيو ۽ انهن جي قيمت حرام آهي. اهڙيئي(ڪم جي باري ۾) هيءَ آيت سڳوري نازل ٿي آهي: ماڻهن مان ڪو بيهوده ڳالهيون خريد ڪري ٿو.**

**(ان کي احمد، ترمذي ۽ ابن ماجہ روايت ڪيو ۽ ترمذيءَ چيو تہ هيءَ حديث غريب آهي ۽ راوي علي بن يزيد حديث ۾ ضعيف شمار ڪيو وڃي ٿو. انشاءَ الله باب " ما يحل اكله" ۾ سگهوئي اسين جابر جي حديث بيان ڪنداسون جنهن ۾ نبي ﷺ جن ٻلي کائڻ کان منع فرمائي آهي.)**

**فصل ٽيون**

(2753) عن عبد الله بن مسعود قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " طلب كسب الحلال فريضة بعد الفريضة " . رواه البيهقي في شعب الإيمان

**عبدالله بن مسعود ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: حلال روزي تلاش ڪرڻ فرض[1] کان بعد هڪ فرض آهي.**

**(ان کي بيهقيءَ شعب الايمان ۾ روايت ڪيو)**

**فائدو: علامہ الباني حديث جي سند کي ضعيف قرار ڏنو آهي. علامہ طيبي ﷬ وضاحت ڪئي آهي تہ پهريائين نماز، روزو فرض آهي. ان کان پوءِ حلال روزي تلاش ڪرڻ فرض آهي، يا پهريائين تقوٰي ۽ پرهيزگاري اختيار ڪجي پوءِ حلال روزي تلاش ڪجي.(تنقيح الرواة ربع ثاني/294)**

(2754) وعن ابن عباس رضي الله عنهما أنه سئل عن أجرة كتابة المصحف فقال : لا بأس إنما هم مصورون وإنهم إنما يأكلون من عمل أيديهم . رواه رزين

**ابن عباس رضي الله عنهما جي باري ۾ روايت آهي تہ ان کان قرآن مجيد جي لکڻ جي اجرت بابت سوال ڪيو ويو. چيائين تہ ان ۾ ڪو حرج نہ آهي(ڪتابت ڪندڙ) خوشخط لکن ٿا ۽ پنهنجي هٿ جي عمل مان کائن ٿا.**

**(ان کي رزين روايت ڪيو)**

(2755) وعن رافع بن خديج قال : قيل : يا رسول الله أي الكسب أطيب ؟ قال : " عمل الرجل بيده وكل بيع مبرور " . رواه أحمد

[1]- اهي حڪم جيڪي فرض آهن جيئن نماز،روزو وغيره يا فرض مان مراد ايمان آهي يعني ايمان آڻڻ کان پوءِ حلال رزق جي ڳولا ڪرڻ فرض آهي ۽ ڪمائڻ ان تي فرض آهي جيڪو پاڻ محتاج آهي ڪيس پنهنجي لاءِ ۽ پنهنجي عيال لاءِ خرچ پکي جي ضرورت پيش پوي ٿي.

**رافع بن خديج ﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن کي عرض ڪيو ويو تہ ڪهڙي ڪمائي سڀ کان وڌيڪ پاڪ آهي؟ فرمايائون تہ ماڻهو جيڪو پنهنجي هٿ سان ڪمائي ۽ هر اهو واپار جيڪو دين ۾ چڱو آهي(ان کي احمد روايت ڪيو)**

(2756) وعن أبي بكر بن أبي مريم قال : كانت لمقدام بن معدي كرب جارية تبيع اللبن ويقبض المقدام ثمنه فقيل له : سبحان الله أتبيع اللبن ؟ وتقبض الثمن ؟ فقال نعم وما بأس بذلك سمعت رسول الله صلى الله عليه وسلم يقول : " ليأتين على الناس زمان لا ينفع فيه إلا الدينار والدرهم " . رواه أحمد

**ابوبڪر بن ابي مريم کان روايت آهي تہ مقدام بن معديڪرب جي ڪير وڪرو ڪندڙ ٻانهي هئي ۽ قيمت مقدام حاصل ڪندو هو پوءِ ڪيس چيو ويو تہ سبحان الله! ڪير وڪڻين ٿو ۽ ان جي قيمت حاصل ڪرين ٿو؟ چيائين تہ هائو! ان ۾ ڪو حرج نہ آهي. مون رسول الله ﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو آهي تہ ماڻهن تي هڪ زمانو ايندو جنهن ۾ دينار ۽ درهم فائدو ڏيندا([1])**
**(ان کي احمد روايت ڪيو)**

**فائدو: ابوبڪر بن ابي مريم راوي ضعيف آهي(تنقيح الرواة ربع ثاني/156)**

(2757) وعن نافع قال : كنت أجهز إلى الشام وإلى مصر فجهزت إلى العراق فأتيت إلى أم المؤمنين عائشة فقلت لها : يا أم المؤمنين كنت أجهز إلى الشام فجهزت إلى العراق فقالت : لا تفعل مالك ولمتجرك ؟ فإني سمعت رسول الله صلى الله عليه وسلم يقول : " إذا سبب الله لأحدكم رزقا من وجه فلا يدعه حتى يتغير له أو يتنكر له " . رواه أحمد وابن ماجه

**نافع کان روايت آهي تہ آئون شام ۽ مصر(تجارتي سامان) موڪليندو هيس. هڪ ڀيري (تجارتي سامان) عراق موڪلي ڇڏيو. پوءِ ام المؤمنين عائشہ رضي الله عنها وٽ آيس، مون ڪيس چيو تہ اي ام المؤمنين! آئون شام تجارتي سامان موڪليندو هيس. هينئر عراق ڏانهن موڪليو اٿم. چيائين تہ ائين نہ ڪر(ڇا) پنهنجي تجارت کي نقصان پهچائڻ گهرين ٿو؟ مون رسول الله ﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو آهي تہ جڏهن الله تعالیٰ توهان مان ڪنهن جي لاءِ رزق جو ڪو سبب پيدا ڪري تہ ان کي نہ ڇڏجي جيستائين ان ۾ تبديلي ۽ نقصان نہ ٿئي([2])**
**(ان کي احمد ۽ ابن ماجہ روايت ڪيو)**

**فائدو: راوي مخلد بن ضماڪ مختلف فيه ۽ راوي زبير بن عبيد مجهول آهي(تنقيح الرواة ربع ثاني/156)**

(2758) وعن عائشة قالت : كان لأبي بكر رضي الله عنه غلام يخرج له الخراج فكان أبو بكر يأكل من خراجه فجاء يوما بشيء فأكل منه أبو بكر فقال له الغلام : تدري ما هذا ؟ فقال أبو بكر : وما هو ؟ قال : كنت تكهنت لإنسان

---

[1]- حقيقت ۾ هي زمانو هن حديث جو مصداق آهي دينارن جو ڪوبہ قدر نہ آهي ۽ نالائقن ۽ مالدارن جو قدر آهي.

[2]- هي حديث هڪ بهترين قاعدو آهي جنهن تي هلڻ سان هميشہ خوشي ۽ بي فڪري رهندي آهي جيڪي ماڻهو پنهنجي رزق لاءِ هڪڙي ذريعي تي قناعت نٿا ڪن اهي ماڻهو بجاءِ رزق جي ڪنهن نہ ڪنهن تڪليف جو شڪار ٿي ويندا آهن. اهڙي تڪليف مان ڪهڙو فائدو جنهن ۾ راحت نہ هجي؟ هي ساري محنت پنهنجي آرام لاءِ آهي جنهن مالداري ۾ آرام نہ آهي تنهن مالداري کان فقيري ڀلي آهي.

في الجاهلية وما أحسن الكهانة إلا أني خدعته فلقيني فأعطاني بذلك فهذا الذي أكلت منه قالت : فأدخل أبو بكر يده فقاء كل شيء في بطنه . رواه البخاري

**عائشہ رضي الله عنها جي روايت آهي تہ ابوبڪر ﷛ جو ٻانهو ڪيس ڪمائي آڻي ڏيندو هو. ابوبڪر ان جي ڪمائي مان کائيندو هو هڪ ڏينهن ڪيس ڪا شيءِ آڻي ڏنائين. پوءِ انهيءَ مان کاڌائين ٻانهي ڪيس چيو تہ ڇا اوهان کي خبر آهي تہ اهو ڇا هو؟ ابوبڪر چيو تہ(هاڻي بہ ٻڌاءِ) ڇا هو. چيائين تہ جاهليت جي دؤر ۾ هڪ شخص لاءِ ڪهانت ڪئي هئي. چڱي طرح ڪهانت ڪرڻ ايندي بہ نہ هئي پر مون فريب ڪاريءَ کان ڪم ورتو پوءِ هاڻي مون کي مليو تہ اهو مون کي ڏنائين اها ئي شيءِ توهان کاڌي آهي(عائشہ چوي ٿي تہ) ابوبڪر ﷛ پنهنجو هٿ (منهن ۾) وڌو ۽ قي ڪري پيٽ مان هر شيءِ ڪڍيائين.**
**(ان کي بخاريءَ روايت ڪيو)**

(2759) وعن أبي بكر رضي الله عنه أن رسول الله صلى الله عليه وسلم قال : " لا يدخل الجنة جسد غذي بالحرام " . رواه البيهقي في شعب الإيمان

**ابوبڪر ﷛ کان روايت آهي تہ رسو الله ﷺ جن فرمايو تہ: جنت ۾ اهو جسم داخل نہ ٿيندو جيڪو حرام غذا مان تيار ٿيو آهي.**
**(ان کي بيهقي شعب الايمان ۾ روايت ڪيو)**

(2760) وعن زيد بن أسلم أنه قال : شرب عمر بن الخطاب لبنا وأعجبه وقال للذي سقاه : من أين لك هذا اللبن ؟ فأخبره أنه ورد على ماء قد سماه فإذا نعم من نعم الصدقة وهم يسقون فحلبوا لي من ألبانها فجعلته في سقائي وهو هذا فأدخل عمر يده فاستقاءه . رواه البيهقي في شعب الإيمان

**زيد بن اسلم کان روايت آهي تہ عمر بن خطاب ﷛ کير پيتو جيڪو ان کي پسند آيو. جنهن ڪيس پياريو هو ان کان پڇيائين تہ اهو کير ڪٿان آندئي؟ چيائين تہ هڪ چشمي تي سندس گذر ٿيو جنهن جو ان نالو ورتو، جتي ماڻهو زڪوٰة جي انن کي پاڻي پياري رهيا هئا. ۽ کير ڏهي رهيا هئا. مون کي بہ انهيءَ کير مان ڪجھ ڏنائون جيڪو مون پنهنجي مشڪ ۾ وڌو اهو ئي(توهان پيتو) پوءِ عمر پنهنجو هٿ منهن ۾ وڌو ۽ قي ڪيائين.**
**(ان کي بيهقيءَ شعب الايمان ۾ بيان ڪيو )**

(2761) وعن ابن عمر قال : من اشترى ثوبا بعشرة دراهم وفيه درهم حرام لم يقبل الله له صلاة ما دام عليه ثم أدخل أصبعيه في أذنيه وقال صمتا إن لم يكن النبي صلى الله عليه وسلم سمعته يقوله . رواه أحمد والبيهقي في شعب الإيمان . وقال : إسناده ضعيف

**ابن عمر کان روايت آهي تہ جنهن ڏهن درهمن جو ڪپڙو خريد ڪيو ۽ ان ۾ هڪ درهم حرام آهي جيستائين اهو ان جي جسم تي آهي الله ان جي نماز قبول نہ ڪندو پوءِ پنهنجي آڱر پنهنجي ڪنن ۾ وجهي چيائين تہ جيڪڏهن اها ڳالھ مون نبي ﷺ جن کان نہ ٻڌي هجي تہ اهي ڪن ٻوڙا ٿين.**

(ان کي احمد، ۽ بيهقيءَ شعب الايمان ۾ بيان ڪيو ۽ چيائين تہ ان جي سند ضعيف آهي.)

فائدو: علامہ منذريءَ هن حديث جي ضعيف هجڻ ڏانهن اشارو ڪيو آهي(تنقيح الرواة ربع ثاني/157)

**باب المساهلة في المعاملات**

**معاملن ۾ آساني ڪرڻ**

**فصل پهريون**

(2762) عن جابر قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : رحم الله رجلا سمحا إذا باع وإذا اشترى وإذا اقتضى

رواه البخاري

جابر رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: الله تعالیٰ ان تي رحم ڪري جيڪو وڪڻندي، خريد ڪندي ۽ مطالبو ڪندي نرمي ڪري ٿو.

(ان کي بخاريءَ روايت ڪيو)

(2763) وعن حذيفة قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " إن رجلا كان فيمن قبلكم أتاه الملك ليقبض روحه فقيل له : هل علمت من خير ؟ قال : ما أعلم . قيل له انظر قال : ما أعلم شيئا غير أني كنت أبايع الناس في الدنيا وأجازيهم فأنظر الموسر وأتجاوز عن المعسر فأدخله الله الجنة " وفي رواية لمسلم نحوه عن عقبة بن عامر وأبي مسعود الأنصاري " فقال الله أنا أحق بذا منك تجاوزوا عن عبدي "

حذيفہ رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: توهان کان اڳين ۾ هڪ شخص هو. فرشتو ان جو روح قبض ڪرڻ آيو. ان کان پڇيائين تہ ڇا تو ڪو چڱو ڪم ڪيو آهي؟ چيائين تہ مون کي معلوم نہ آهي. ڪيس چيو ويو تہ غور ڪر. چيائين تہ مون کي ڪجھ معلوم نہ آهي مگر دنيا ۾ ماڻهن سان ڏيتي ليتي ڪندو هيس، انهن سان معاملو ڪندو هيس. ڪشادگيءَ واري کي مهلت ڏيندو هيس ۽ تنگيءَ واري کي معاف ڪندو هيس. پوءِ الله تعالیٰ ان کي جنت ۾ داخل ڪري ڇڏيو.

(بخاري و مسلم) مسلم ۾ عقبہ بن عامر ۽ ابومسعود انصاريءَ جي روايت ۾ ساڳي طرح آهي. (وڌيڪ آهي تہ) الله تعالیٰ فرمايو تہ آئون ان ڏس ۾ توکان وڌيڪ حقدار آهيان. منهنجي ٻانهي کي معاف ڪري ڇڏيو.([1])

(2764) وعن أبي قتادة قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم " إياكم وكثرة الحلف في البيع فإنه ينفق ثم يمحق " . رواه مسلم

ابو قتاده رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: واپار ۾ گهڻو قسم کڻڻ کان پاڻ کي بچايو ڇاڪاڻ تہ(ان سان) ڪاروبار ڪامياب ٿيندو، پوءِ ان ۾ نقصان ٿيندو([1])

---

[1]- سبحان الله! الله پاڪ جي ڪيتري قدر پنهنجي ٻندن تي عنايت آهي جو هڪ ذرڙي جيتري نيڪي ڪرڻ تي سڀ گناھ معاف ڪري ٿو. حقيقت ۾ اخلاص ۽ عاجزي ضروري آهي خدمت لاءِ تہ هزارين اهڙا ٻانها موجود آهن جيڪي ڪڏهن بہ نٿا ٿڪجن پوءِ جيڪڏهن خدمت بہ هجي تہ پوءِ سبحان الله! پر غرور تڪبر ۽ ريا ڪاري نہ هجي نہ تہ اها خدمت سڀ بيڪار آهي. اهڙي عبادت کان جيڪا غرور ۾ وجهي تنهن کان اهو گناھ ڀلو آهي جنهن تي ٻندو پنهنجي مالڪ اڳيان ٻاڏائي ۽ عاجزي ڪري.

**(ان کي مسلم روايت ڪيو)**

(2765) وعن أبي هريرة قال : سمعت رسول الله صلى الله عليه وسلم يقول : " الحلف منفقعة للسلعة ممحقة للبركة "

**ابوهريره ﷛ کان روايت آهي تہ مون رسول الله ﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو تہ قسم کڻڻ سان ڪاروبار چمڪي ٿو ۽ برڪت ختم ٿئي ٿي.**[1]

**(بخاري و مسلم)**

(2766) وعن أبي ذر رضي الله عنه عن النبي صلى الله عليه وسلم قال : " ثلاثة لا يكلمهم الله يوم القيامة ولا ينظر إليهم ولا يزكيهم ولهم عذاب أليم " . قال أبو ذر : خابوا وخسروا من هم يا رسول الله ؟ قال : " المسبل والمنان والمنفق سلعته بالحلف الكاذب " . رواه مسلم

**ابوذر﷛ نبي ﷺ جن کان روايت ڪري ٿو تہ ٽن ڄڻن سان الله تعالىٰ قيامت جي ڏينهن نہ ڳالهائيندو ۽ نہ انهن ڏانهن نهاريندو ۽ نہ انهن کي پاڪ ڪندو ۽ انهن لاءِ دردناڪ عذاب آهي. ابوذر چيو تہ نقصان ۽ خساري ۾ پئجي ويا. اي الله جا رسول ﷺ! اهي ڪير آهن؟ فرمايائون تہ: چادر لٽڪائي گهمندڙ، احسان جتائيندڙ، ڪوڙا قسم کڻي سامان وڪڻندڙ.**

**(ان کي مسلم روايت ڪيو)**

**فصل ٻيو**

(2767) عن أبي سعيد قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " التاجر الصدوق الأمين مع النبيين والصديقين والشهداء " . رواه الترمذي والدارقطني . 2797 [ 8 ] ( ضعيف ) ورواه ابن ماجه عن ابن عمر . وقال الترمذي : هذا حديث غريب

**ابوسعيد ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: سچو ۽ ايماندار تاجر نبين، صديقن ۽ شهيدن سان گڏ هوندو.**[2]

**( ان کي ترمذي، دارمي ۽ دار قطني روايت ڪيو ۽ ابن عمر جي حوالي سان ابن ماجہ بہ اها حديث بيان ڪئي. ترمذي چوي ٿو تہ هيءَ حديث غريب آهي.)**

**فائدو: علامہ البانيءَ ترمذي ﵀ جي موافقت ڪندي ان حديث کي ضعيف قرار ڏنو آهي(مشڪوٰة الباني:**851/2)

(2768) وعن قيس بن أبي غرزة قال : كنا نسمى في عهد رسول الله صلى الله عليه وسلم السماسرة فمر بنا رسول الله صلى الله عليه وسلم فسمانا باسم هو أحسن منه فقال : " يا معشر التجار إن البيع يحضره اللغو والحلف فشوبوه بالصدقة " . رواه أبو داود والترمذي والنسائي وابن ماجه

---

[1]- وڪڻڻ وارو باربار ڪوڙا قسم نہ کڻي تہ الله جو قسم هيءَ شيءِ هيتري جي آهي ۽ فلاڻي ماڻهوءَ مون کي هيترا پئسا ڏيڻان ٿي ڪيا، مگر مون نہ ڏني. ائين ڪرڻ سان شيءِ وڪرو تہ ٿي ويندي پر ان ۾ برڪت نہ رهندي.

[2]- واپار ۾ سچائي ۽ امانتداري مشڪل آهي گهڻا تاجر ڪوڙ ڳالهائيندا آهن ۽ گهڻا وياج وٺندا آهن. جيڪو سچو واپاري امانتدار، متقي ۽ پرهيزگار هوندو ان لاءِ اهو درجو آهي.

**قيس بن ابي غرزه کان روايت آهي تہ اسين نبي ﷺ جي زماني ۾ (واپار ڪي) دلالي چوندا هئاسون. پوءِ رسول الله ﷺ جن اسان وٽان لنگهيا ۽ اسان کي ان کان سٺو نالو ٻڌايائون. فرمايائون تہ اي تجارت ڪرڻ وارو! بيشڪ خريد ڪرڻ ۽ وڪڻڻ ۾ بيهوده ڳالهيون ۽ ڪوڙا قسم کڻجن ٿا. توهان انهن کي صدقي سان ختم ڪريو.**

**(ان کي ابوداؤد، ترمذي، نسائي، ابن ماجہ روايت ڪيو)**

(2769) وعن عبيد بن رفاعة عن أبيه عن النبي صلى الله عليه وسلم قال : " التجار يحشرون يوم القيامة فجارا إلا من اتقى وبر وصدق " . رواه الترمذي وابن ماجه شعب الإيمان . عن البراء وقال الترمذي : هذا حديث حسن صحيح وهذا الباب خال من الفصل الثالث

**عبيد بن رفاعہ پنهنجي پيءُ کان اهو نبي ﷺ جن کان روايت ڪري ٿو تہ پاڻ فرمايائون تاجر قيامت جي ڏينهن فاسقن ۽ فاجرن جي حيثيت ۾ گڏ ڪيا ويندا، سواءِ ان جي جيڪي پرهيز ڪن ٿا، سچا قسم کڻن ٿا ۽ سچي ڳالهہ ڪن ٿا.**

**(ان کي بيهقي، ابن ماجہ ۽ دارميءَ روايت ڪيو ۽ بيهيقيءَ شعب الايمان ۾ ها حديث براء رضي الله عنه جي حوالي سان بيان ڪئي. ترمذيءَ ان حديث کي حسن صحيح چوي ٿو ۽ هيءُ باب ٽئين فصل کان خالي آهي)**

**فائدو: علامہ البانيءَ ان حديث جي سند کي ضعيف قرار ڏنو آهي(مشکوٰة علامہ الباني:852/2)**

**باب الخيار**

**خيار جو بيان**

**پهريون فصل**

(2770) عن ابن عمر قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " المتبايعان كل واحد منهما بالخيار على صاحبه ما لم يتفرقا إلا بيع الخيار " وفي رواية لمسلم : " إذا تبايع المتبايعان فكل واحد منهما بالخيار من بيعه ما لم يتفرقا أو يكون بيعهما عن خيار فإذا كان بيعهما عن خيار فقد وجب " وفي رواية للترمذي : " البيعان بالخيار ما لم يتفرقا أو يختارا " . وفي المتفق عليه : " أو يقول أحدهما لصاحبه : اختر " بدل " أو يختارا "

**ابن عمر رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ وڪڻندڙ ۽ خريد ڪندڙ ٻنهي کي اختيار آهي، جيستائين جدا نہ ٿين، سواءِ ان جي تہ سندن وچ ۾ بيع خيار هجي[1]**

**(بخاري و مسلم) مسلم جي هڪ روايت ۾ آهي تہ وڪرو ڪندڙ ۽ خريد ڪندڙ بيع کان فارغ ٿين تہ ٻنهي مان هر هڪ کي اختيار آهي جيستائين جدا نہ ٿين يا بيع خيار هجي. جڏهن بيع خيار هجي تہ ثابت ٿي ۽ ترمذيءَ جي روايت ۾ آهي تہ معاملو ڪندڙ ٻئي ڌريون با اختيار آهن جيستائين جدا نہ ٿين. بخاري و مسلم ۾ آهي تہ يا ان مان هڪ پنهنجي ساٿي کي چوي تہ توکي اختيار حاصل آهي.**

[1]- خريد ڪرڻ وارو ۽ وڪڻڻ وارو واپار ڪرڻ وقت شرط لڳائين تہ مون کي هيترين ڏينهن تائين اختيار آهي تہ ان صورت ۾ ٻنهي جي جدا ٿيڻ سان اختيار باطل نہ ٿيندو.

(2771) وعن حكيم بن حزام قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " البيعان بالخيار ما لم يتفرقا فإن صدقا وبينا بورك لهما في بيعهما وإن كتما وكذبا محقت بركة بيعهما "

**حڪيم بن حزام ﷛ ڪان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: وڪڻندڙ ۽ وٺندڙ بااختيار آهن جيستائين جدا نہ ٿين. پوءِ جيڪڏهن ٻئي سچ ڳالهائين ۽ (حقيقت) بيان ڪن تہ سندن واپار ۾ برڪت وڌي ويندي آهي ۽ جيڪڏهن لڪائيندا ۽ ڪوڙ ڳالهائيندا تہ پوءِ انهن جي واپار مان برڪت[1] مٽي ويندي.**

**(بخاري و مسلم)**

(2772) وعن ابن عمر قال : قال رجل للنبي صلى الله عليه وسلم إني أخدع في البيوع فقال : " إذا بايعت فقل : لا خلابة " فكان الرجل يقوله

**ابن عمر رضي الله عنهما ڪان روايت آهي تہ هڪ شخص نبي ﷺ جن کي چيو تہ آئون واپار ۾ ٺڳجي وڃان ٿو. پاڻ سڳورن فرمايو تہ جڏهن خريد، و فروخت جو معاملو ڪرين تہ چئو تہ ڌوڪو جائز نہ آهي. پوءِ اهو شخص ائين چوندو هو.**

**بخاري و مسلم)**

**ٻيو فصل**

(2773) عن عمرو بن شعيب عن أبيه عن جده أن رسول الله صلى الله عليه وسلم قال : " البيعان بالخيار ما لم يتفرقا إلا أن يكون صفقة خيار ولا يحل له أن يفارق صاحبه خشية أن يستقيله " . رواه الترمذي وأبو داود والنسائي

**عمرو بن شعيب ﷛ پنهنجي پيءُ کان اهو پنهنجي ڏاڏي کان روايت ڪري ٿو تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: وٺندڙ ۽ وڪڻندڙ ٻئي بااختيار آهن جيستائين جدا نہ ٿين. سواءِ ان جي جو بيع خيار هجي. وڪڻندڙ لاءِ درست نہ آهي تہ خريدار کان ان خوف سبب جدا ٿئي تہ ورتل شيءِ واپس نہ ڪري.**

**(ان کي ترمذي، ابوداؤد ۽ نسائي روايت ڪيو)**

(2774) وعن أبي هريرة عن النبي صلى الله عليه وسلم قال : " لا يتفرقن إثنان إلا عن تراض " . رواه أبو داود

**ابوهريره ﷛ نبي ﷺ کان روايت ڪري ٿو تہ وٺندڙ ۽ وڪڻندڙ ٻئي باهمي رضامنديءَ کان پوءِ هڪٻئي کان جدا ٿين.**

**(ان کي ابوداؤد روايت ڪيو)**

**فصل ٽيون**

---

[1]- هن حديث مان اختيار ثابت ٿيو ۽ معلوم ٿيو تہ خريد و فروخت جي برڪت سچ ڳالهائڻ ۽ پنهنجي شيءِ جو نقصان ظاهر ڪرڻ تي موقوف آهي اهوئي سبب آهي جو اڄڪلهہ سوداگرن ۽ مالدارن جي مال ۾ برڪت نہ رهي آهي جو ڪوڙ ۽ دغا بازي زور تي آهي.

(2775) عن جابر رضي الله عنه أن رسول الله صلى الله عليه وسلم خير أعرابيا بعد البيع . رواه الترمذي وقال : هذا حديث حسن صحيح غريب

**جابر ﷺ كان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن اعرابي کي وکڻ كان پوءِ اختيار ڏنو.**

**(ان کي ترمذيءَ روايت ڪيو ۽ چيائين تہ هيءَ حديث حسن صحيح غريب آهي)**

## باب الربا
## وياج جو بيان

(2776) عن جابر رضي الله عنه قال : لعن رسول الله صلى الله عليه وسلم آكل الربا وموكله وكاتبه وشاهديه وقال : " هم سواء " . رواه مسلم

**جابر ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن وياج کائيندڙ، کارائيندڙ لکندڙ ۽ شاهدن تي لعنت ڪئي ۽ فرمايائون تہ اهي سڀ(گناھ ۾) برابر آهن[1]**
**(ان کي مسلم روايت ڪيو)**

(2777) وعن عبادة بن الصامت قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " الذهب بالذهب والفضة بالفضة والبر بالبر والشعير بالشعير والتمر بالتمر والملح بالملح مثلا بمثل سواء بسواء يدا بيد فإذا اختلفت هذه الأصناف فبيعوا كيف شئتم إذا كان يدا بيد " . رواه مسلم

**عباده بن صامت ﷛ کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ: سون جي بدلي سون، چانديءَ جي بدلي چاندي، ڪڻڪ جي بدلي ڪڻڪ، جؤر جي بدلي جؤر، ڪجيءَ جي بدلي ڪجي، لوڻ جي بدلي لوڻ بلڪل برابر برابر هٿو هٿ (ڏي وٺ ڪجي) اهي جنسون جدا هجن تہ پوءِ جيئن چاهيو(برابر برابر يا ڪمي پيشيءَ سان) خريد و فروخت ڪريو، بشرطيڪ هٿو هٿ هجن.**
**(ان کي مسلم روايت ڪيو)**

(2778) وعن أبي سعيد الخدري رضي الله عنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " الذهب بالذهب والفضة بالفضة والبر بالبر والشعير بالشعير والتمر بالتمر والملح بالملح مثلا بمثل يدا بيد فمن زاد أو استزاد فقد أربى الآخذ والمعطي فيه سواء " . رواه مسلم

**ابوسعيد خدري ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: سون جي بدلي سون، چاندي جي بدلي چاندي، ڪڻڪ جي بدلي ڪڻڪ، جؤر جي بدلي جؤر، ڪجيءَ جي بدلي ڪجي، لوڻ جي بدلي لوڻ برابر (وڪڻجي) پوءِ جنهن اهي جنسون گهٽ وڌ ڏنيون يا ورتيون ان وياج جي ڏي وٺ ڪئي ۽ وياج وٺندڙ ٻئي (گناھ ۾) برابر آهن.**
**(ان کي مسلم روايت ڪيو)**

(2779) وعنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " لا تبيعوا الذهب بالذهب إلا مثلا بمثل ولا تشفوا بعضها على بعض ولا تبيعوا الورق بالورق إلا مثلا بمثل ولا تشفوا بعضها على بعض ولا تبيعوا منها غائبا بناجز " وفي رواية : " لا تبيعوا الذهب بالذهب ولا الورق بالورق إلا وزنا بوزن "

---

[1]- جيڪي ماڻهو وياج جو فيصلو ڪندا آهن ۽ وياج ڏياريندا آهن ۽ جيڪي ماڻهو منشي وياج جو حساب لکندا آهن. هن حديث جي روءِ سان اهي بہ ملعون آهن انهن کي توبہ ڪرڻ گهرجي، اهڙي نوڪري کي لعنت هڻي ڇڏڻ کپي.

**ابوسعيد خدري ﷜ کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته: سون، سون جي بدلي برابر برابر وڪرو ڪريو ۽ گهٽ وڌ وڪرونه ڪريو ۽ چاندي، چانديءَ جي بدلي ۾ برابر وڪرو ڪريو ۽ گهٽ وڌ وڪرو نه ڪريو[1] ۽ نقد اڌار جي بدلي نه وڪڻو.**
**(بخاري و مسلم) ۽ هڪ روايت ۾ آهي ته سون جي بدلي سون ۽ چانديءَ جي بدلي چانديءَ برابر ڏي وٺ ڪريو.**

(2780) وعن معمر بن عبد الله قال : كنت أسمع رسول صلى الله عليه وسلم يقول : " الطعام بالطعام مثلا بمثل " . رواه مسلم

**معمر بن عبدالله ﷜ کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌندو هيس ته طعام جي بدلي طعام آهي.**
**(ان کي مسلم روايت ڪيو)**

(2781) وعن عمر رضي الله عنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " الذهب بالذهب ربا إلا هاء وهاء والورق بالورق ربا إلا هاء وهاء والبر بالبر إلا هاء وهاء والشعير بالشعير ربا هاء وهاء والتمر بالتمر ربا إلا هاء وهاء "

**عمر ﷜ کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته: سون جي بدلي سون وياج[2] آهي سواءِ ان جي جو هٿو هٿ ڏيتي ليتي ڪريو ۽ چانديءَ جي بدلي چاندي وياج آهي، سواءِ ان جي جو هٿو هٿ ڏيتي ليتي ڪريو ۽ ڪڻڪ جي بدلي ڪڻڪ وياج آهي، سواءِ ان جي هٿو هٿ ڏيتي ليتي ڪريو ۽ جو جي بدلي جو وياج آهي، سواءِ ان جي جو هٿو هٿ ڏيتي ليتي ڪريو ۽ ڪجيءَ جي بدلي ڪجي وياج آهي، سواءِ ان جي جو هٿو هٿ ڏيتي ليتي ڪريو.**
**(بخاري و مسلم)**

(2782) وعن أبي سعيد وأبي هريرة : أن رسول الله صلى الله عليه وسلم استعمل رجلا على خيبر فجاءه بتمر جنيب فقال : " أكل تمر خيبر هكذا ؟ " قال : لا والله يا رسول الله إنا لنأخذ الصاع من هذا بالصاعين والصاعين بالثلاث فقال : " لا تفعل بع الجمع بالدراهم ثم ابتع بالدراهم جنيبا " . وقال : " في الميزان مثل ذلك "

**ابوسعيد خدري ۽ ابوهريره رضي الله عنهما کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن هڪ شخص کي خيبر ۾ زڪوٰة جي وصوليءَ لاءِ مقرر ڪري موڪليو، جيڪو عمده ڪجيون کڻي حاضر ٿيو. پاڻ سڳورن ان کان پڇيو ته ڇا خيبر جي سڀ ڪجو اهڙي آهي؟ ان چيو ته نه! الله جو قسم! اي**

---

[1]- هن حديث مان معلوم ٿيو ته سون جو زيور سون جي بدلي يا چانديءَ جو زيور چانديءَ جي بدلي وڪيا وڃن ته وزن ۾برابر هجڻ ۽ نهراٽي وٺڻ جائز نه آهي نه ته زيادتي لازم ٿيندي زيور يا سون جو ٺانءُ جيڪڏهن اشرفين ۾ وڪيو وڃي ته گهٽتائي ۽ زيادتي امام ابوحنيفه ۽ جمهور علماءِ وٽ صحيح نه آهي هن ئي حديث مطابق امام شافعي ۽ ٻين ڪن علمائن وٽ جيڪڏهن زيور ٺانءَ وارو نهراٽي ۾ ڪجهه سون زياده وٺي ته جائز آهي. حافظ ابن تيميه جو به اهو خيال آهي، امام شوڪاني وٽ ناجائز آهي.

[2]- هن باب ۾ هنن پنجن حديثن مان ظاهر ٿيو ته ماپ ۽ طور جي شين کي بدلائڻ ۽ وڪڻڻ جون به صورتون آهن هڪ صورت هيءَ آهي ته هڪ ئي جنس سان بدلايو وڃي جيئن چاندي چانديءَ سان ڪڻڪ ڪڻڪ سان. انهي ۾ شرط هي آهي ته اهي شيون هٿو هٿ هجن ماپ ۽ طور ۾ گهٽتائي يا زيادتي نه هجي، شيون موجود هجن واعدي تي نه هجن، جيڪڏهن هڪ شيءِ موجود هجي ۽ ٻي غير موجود ته اهووياج آهي. ٻي صورت اها آهي ته ٻن جنسن کي پاڻ ۾ بدلايو وڃي جيئن چانديءَ بدران سون يا ڪڻڪ بدران جو. انهي ۾ شرط هي آهي ته هٿو هٿ هجن ۽ هڪ سير ڪڻڪ کي ٻن سيرن جون سان بدلائڻ درست آهي.

**الله جا رسول ﷺ! اسيب ﮐ صاع عام ڪجيءَ جي بدلي هن جو هڪ صاع وٺندا آهيون ۽ ٽن صاع جي بدلي ﮐ صاع وٺندا آهيون. پاڻ سڳورن فرمايو ائين نہ ڪر. عام ڪجيون درهمن جي بدلي وڪڻي(1) پوءِ ان قيمت سان عمده ڪجي وٺ ۽ اها ئي ڳالهہ تور بابت فرمايائون.**
**(بخاري و مسلم)**

(2783) وعن أبي سعيد قال : جاء بلال إلى النبي صلى الله عليه وسلم بتمر برني فقال له النبي صلى الله عليه وسلم : " من أين هذا ؟ " قال : كان عندنا تمر رديء فبعت منه صاعين بصاع فقال : " أوه عين الربا عين الربا لا تفعل ولكن إذا أردت أن تشتري فبع التمر ببيع آخر ثم اشتر به "

**ابوسعيد خدري ؓ کان روايت آهي تہ بلال ؓ نبي ﷺ جن وٽ برني(عمده) ڪجي آندي. نبي ﷺ جن ڪانئس پڇيو تہ ڪٿان آنديون اٿئي؟ ان چيو تہ مون وٽ خراب ڪجيون هيون ان جا ﮐ صاع ڏئي هي هڪ صاع ورتيون اٿم. پاڻ سڳورن فرمايو اوهو! اهو تہ بلڪل وياج آهي، بلڪل وياج آهي، ائين نہ ڪريو. البتہ جيڪڏهن خريدڻ چاهين تہ انهن ڪجين کي الڳ وڪڻي، پوءِ ان جي قيمت سان (عمده) ڪجيون خريد ڪر.**
**(بخاري و مسلم)**

(2784) وعن جابر قال : جاء عبد فبايع النبي صلى الله عليه وسلم على الهجرة ولم يشعر أنه عبد فجاء سيده يريده فقال له النبي صلى الله عليه وسلم " بعينه " فاشتراه بعبدين أسودين ولم يبايع أحدا بعده حتى يسأله أعبد هو أو حر . رواه مسلم

**جابر ؓ کان روايت آهي تہ هڪ ٻانهو نبي ﷺ جن وٽ آيو ۽ هجرت تي بيعت ڪيائين. پاڻ سڳورن کي معلوم نہ هو تہ هي ٻانهو آهي. پوءِ ان جو مالڪ ان کي وٺڻ آيو. نبي ﷺ جن فرمايو تہ اهو مون کي وڪرو ڪري ڏي. پوءِ پاڻ ڪاري رنگ جا ﮐ ٻانها ڏئي ان کي خريد ڪيو پوءِ ڪنهن کان بيعت نہ وٺندا هئا تانجو ان کان پڇندا هئا تہ ٻانهو آهي يا آزاد؟**
**(هن کي مسلم روايت ڪيو)**

(2785) وعنه قال : نهى رسول الله صلى الله عليه وسلم عن بيع الصبرة من التمر لا يعلم مكيلتها بالكيل المسمى من التمر . رواه مسلم

**جابر ؓ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن ڪجيءَ جي اڻ ميل ڪوڙي ڪجيءَ جي ميل ڪوڙيءَ جي بدلي ۾ وڪڻڻ کان منع ڪئي آهي.**
**(ان کي مسلم روايت ڪيو)**

(2786) وعن فضالة بن أبي عبيد قال : اشتريت يوم خيبر قلادة باثني عشر دينارا فيها ذهب وخرز ففصلتها فوجدت فيها أكثر من اثني عشر دينارا فذكرت ذلك للنبي صلى الله عليه وسلم فقال : " لا تباع حتى تفصل " . رواه مسلم

---

1- هڪ جنس ۾ زياده ڏيڻ وٺڻ وياج آهي ائين نہ ڪرڻ گهرجي انهي جو حل هيءَ تدبير آهي تہ ناقص شي کي وڪڻي پوءِ انهن پيسن مان سٺي شي ورتي وڃي.

فضالہ بن ابي عبيد ﷛ کان روايت آهي تہ مون خيبر جي (جنگ واري) ڏينهن هڪ هار ٻارهن دينارن ۾ خريد ڪيو ان ۾ سون ۽ مينا هو. مون ان کي جدا ڪيو([1]) محسوس ڪيم تہ ان ۾ سون ٻارهن دينارن کان وڌيڪ آهي. مون اها ڳالهہ نبي ﷺ جن کي ٻڌائي. پاڻ سڳورن فرمايو تہ جيستائين ان کي جدا جدا نہ ڪيو وڃي ان کي نہ وڪڻجي.

(ان کي مسلم روايت ڪيو)

**ٻيو فصل**

(2787) عن أبي هريرة عن رسول الله صلى الله عليه وسلم قال : " ليأتين على الناس زمان لا يبقى أحد إلا أكل الربا فإن لم يأكله أصابه من بخاره " . ويروى من " غباره " . رواه أحمد وأبو داود والنسائي وابن ماجه

ابوهريره ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: ماڻهن تي هڪ اهڙو دور ايندو جنهن ۾ سڀ ماڻهو سود خور هوندا جيڪڏهن ڪو سود نہ کائيندو تہ سود جو بخار ان کي رسندو. هڪ روايت ۾ آهي تہ سود جو غبار(دز) ان کي ضرور پهچندو.

ان کي احمد،ابوداؤد، نسائي ۽ ابن ماجہ روايت ڪيو)([2])

فائدو: علامہ الباني ؒ ان حديث جي سند کي ضعيف قرار ڏنو آهي(مشڪوٰة الباني:2/857)

(2788) وعن عبادة بن الصامت أن رسول الله صلى الله عليه وسلم قال : " لا تبيعوا الذهب بالذهب ولا الورق بالورق ولا البر بالبر ولا الشعير بالشعير ولا التمر بالتمر ولا الملح بالملح إلا سواء بسواء عينا بعين يدا بيد ولكن بيعوا الذهب بالورق والورق بالذهب والبر بالشعير والشعير بالبر والتمر بالملح والملح بالتمر يدا بيد كيف شئتم " . رواه الشافعي

عباده بن صامت ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: سون جي بدلي سون، چانديءَ جي بدلي چاندي، ڪڻڪ جي بدلي ڪڻڪ، جوئر جي بدلي جوئر، ڪجيءَ جي بدلي ڪجي، لوڻ جي بدلي لوڻ هٿو هٿ ڏيتي ليتي ڪريو البتہ سون چانديءَ جي بدلي ۾، چاندي سون جي بدلي۾، ڪڻڪ جوئر جي بدلي ۾، ۽ جو ڪڻڪ جي بدلي ۾ ڪجي لوڻ جي بدلي ۾ ۽ لوڻ ڪجيءَ جي بدلي ۾ ۽ لوڻ ڪجيءَ جي بدلي ۾ جيئن چاهيو گهٽ وڌ وڪرو ڪريو.

(ان کي شافعي روايت ڪيو)

(2789) وعن سعد بن أبي وقاص قال : سمعت رسول الله صلى الله عليه وسلم سئل عن شراء التمر بالرطب فقال : " أينقص الرطب إذا يبس ؟ " فقال : نعم فنهاه عن ذلك . رواه مالك والترمذي وأبو داود والنسائي وابن ماجه

---

[1]- هن حديث مان معلوم ٿيو تہ جڏهن سون ۾ ڪا ٻي شي مليل هجي تہ ان کي سون جي بدلي ۾ وڪڻڻ درست نہ آهي جيستائين سون جدا نہ ڪجي. جدا ڪرڻ کان پوءِ سون سون جي بدران توري وڪڻجي ۽ ٻي شيءِ لاءِ اختيار آهي تہ اها کهڙي بہ اگهہ ۾ وڪڻي.

[2]- اهو زمانو جيڪو هن حديث ۾ ذڪر ٿيل آهي اهو هي آهي ڪيترا ئي پرهيزگار جيڪي وياج نٿا کائن ۽ نہ ڏي ليتيءَ ۾ وياج جو پئسو ڪم آڻين ٿا پر شادي غمي يا ٻين ضرورتن وقت وياج جو پئسو واپرائيندا آهن. ڪي وياج جو پئسو ٻين کي ڏياريندا آهن. ڪي شاهد بنبا آهن تہ ڪي وياج جا فيصلا ڪندا آهن. اهڙي طرح ٻين جا گناهہ پنهنجي مٿان مڙهيندا آهن. مطلب تہ مشڪل سان ڪو وياج جي لپيٽ کان بچيل هجي.

**سعد بن ابي وقاص ﷛ كان روايت آهي تہ مون رسول الله ﷺ جن كان پڇيو تہ تازي كجي خشڪ كجيءَ جي بدلي ۾ خريد ڪرڻ ڪيئن آهي؟ پڇيائون تہ تازي كجي خشڪ ٿيڻ كان پوءِ وزن ۾ گهٽ ٿيندي آهي؟ چيائين تہ هائو! پاڻ سڳورن ان كان منع فرمائي[1]**
**(ان كي مالڪ، ترمذي، ابوداؤد، نسائي، ابن ماجہ روايت ڪيو)**

(2790) وعن سعيد بن المسيب مرسلا : أن رسول الله صلى الله عليه وسلم نهى عن بيع اللحم بالحيوان قال سعيد : كان من ميسر أهل الجاهلية . رواه في شرح السنة

**سعيد بن مسيب مرسل حديث بيان ڪري ٿو تہ رسول الله ﷺ جن حيوان جي بدلي ۾ گوشت وڪڻڻ كان منع فرمائي. سعيد چوي ٿو تہ اها دور جاهليت جي جوا آهي[2]**
**(ان كي شرح السنة ۾ بيان ڪيو ويو)**

(2791) وعن سمرة بن جندب : أن النبي صلى الله عليه وسلم نهى عن بيع الحيوان بالحيوان نسيئة . رواه الترمذي وأبو داود والنسائي وابن ماجه

**سمره بن جندب ﷛ كان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن جانور جي بدلي جانور اڌارو[3] وڪڻڻ كان منع فرمائي.**
**(ان كي ترمذي، ابوداؤد، نسائي، ابن ماجہ، دارمي روايت ڪيو)**

(2792) وعن عبد الله بن عمرو بن العاص : أن النبي صلى الله عليه وسلم أمره أن يجهز جيشا فنفدت الإبل فأمره أن يأخذ على قلائص الصدقة فكان يأخذ البعير بالبعيرين إلى إبل الصدقة . رواه أبو داود

**عبدالله بن عمرو بن عاص ﷛ كان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن مون كي حڪم ڏنو تہ هڪ لشڪر تيار ڪريان پر اٺ ختم ٿي ويا. پاڻ سڳورن ڪيس حڪم ڏنو تہ صدقي جي جوان ڏاچين جي بدلي ۾ اٺ حاصل ڪري. پوءِ صدقي جي اٺن مان ادائيگي جي وعدي تي ٻن ڏاچين جي بدلي هڪ اٺ حاصل ڪندو هو[4]**

## ٽيون فصل

(2793) عن أسامة بن زيد أن النبي صلى الله عليه وسلم قال : " الربا في النسيئة " . وفي رواية قال : " لا ربا فيما كان يدا بيد "

---

[1]- هن حديث تي امام مالڪ، شافعي، احمد، محمد بن حسن ۽ ابو يوسف وغيره علمائن عمل ڪيو آهي يعني تازي كجور جي بدلي ۾ خراب ۽ پراڻي كجور وڪڻڻ جائز نہ آهي مگر حنفين وٽ وڪڻڻ جائز آهي. دليل ڏين ٿا تہ هي حديث ضعيف آهي مگر محدث انهي ڳالهہ كي تسليم نٿا ڪن. امام ابن قيم هن حديث تي وڏي بحث كان پوءِ حنفين جو رد ڪيو آهي.

[2]- يعني جيئن ماڻهو جو مال کائڻ حرام آهي تيئن حيوان جي عيوض گوشت جو وڪرو بہ جواجو پراڻو قسم آهي ڀل ٻنهي جا طريقا مختلف هجن پر ٻئي حرام ۾ شامل آهن.

[3]- جڏهن ٻنهي طرفن كان واعدو هجي ۽ هڪ بہ طرف كان نقد نہ هجي تہ اهو معاملو نيڪ نہ آهي.

[4]- هيءَ حديث اڳيئين حديث كان مختلف نہ آهي پر هن حديث ۾ هڪ طرف جانور نقد آهي ۽ ٻئي طرف واعدو يا اڌار آهي جيڪو جائز آهي.

**اسامہ بن زيد ﷛ کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ: اڌار تي (شيءِ وڪڻڻ) وياج آهي([1]) ۽ هڪ روايت ۾ آهي تہ فرمايائون تہ هٿو هٿ خريد ڪرڻ ۽ وڪڻڻ ۾ وياج نہ آهي.**
**(بخاري و مسلم)**

(2794) وعن عبد الله بن حنظلة غسيل الملائكة قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " درهم ربا يأكله الرجل وهو يعلم أشد من ستة وثلاثين زنية " . رواه أحمد والدراقطني وروى البيهقي في شعب الإيمان عن ابن عباس وزاد : وقال : " من نبت لحمه من السحت فالنار أولى به "

**عبدالله بن حنظلہ جنهن کي فرشتن غسل ڏنو هو([2]) ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: وياج جو هڪ درهم ڪائڻ جنهن جي باري ۾ ڄاڻي ٿو(تہ وياج آهي) ڇٽيهہ ڀيرا زناڪاريءَ کان بڇڙو ڪم آهي.**
**(ان کي احمد، دارقطني روايت ڪيو) ۽ بيهقيءَ شعب الايمان ۾ ابن عباس رضي الله عنهما کان وڌيڪ بيان ڪيو آهي تہ جنهن شخص جو گوشت حرام مان وڌيو،سو دوزخ جي لائق آهي)**

(2795) وعن أبي هريرة قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " الربا سبعون جزءا أيسرها أن الرجل أمه "

**ابوهريره ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ وياج جي گناهہ جا ستر درجا آهن، سڀ کان گهٽ درجو هي آهي تہ ڪو پنهنجي ماءُ سان همبستري ڪري.**

(2796) وعن ابن مسعود قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " إن الربا وإن كثر فإن عاقبته تصير إلى قل : رواهما ابن ماجه والبيهقي في شعب الإيمان . وروى أحمد الأخير

**ابن مسعود ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: بيشڪ وياج سان جيتوڻيڪ (مال) وڌي ٿو پر آخرڪار مال گهٽ ٿئي ٿو([3]) (ابن ماجہ ۽ بيهقيءَ شعب الايمان ۾ ٻئي حديثون ذڪر ڪيون آهن جڏهن تہ احمد صرف ٻي حديث ذڪر ڪئي آهي)**

(2797) وعن أبي هريرة قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " أتيت ليلة أسري بي على قوم بطونهم كالبيوت فيها الحيات ترى من خارج بطونهم فقلت : من هؤلاء يا جبريل ؟ قال : هؤلاء أكلة الربا " . رواه أحمد وابن ماجه

**ابوهريره ﷛ کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ جنهن رات مون کي معراج ڪرايو ويو، منهنجو گذر اهڙن ماڻهن وٽان ٿيو جن جا پيٽ گهرن وانگر هئا، منجهن نانگ هئا جيڪي ٻاهران ظاهر ٿي رهيا هئا. مون پڇيو تہ اي جبرئيل! هي ڪير آهن؟ چيائين تہ اهي وياج خور آهن.**
**(ان کي احمد، ابن ماجہ روايت ڪيو)**

---

[1]- هن حديث مان صاف ظاهر آهي تہ جڏهن ٻہ جنسون هجن جيئن چاندي سون جي بدران وڪرو ڪجي ۽ هٿو هٿ هجي تہ ان حالت ۾ زياده ڏيڻ يا وٺڻ وياج نہ آهي پر ان ۾ اڌار ڪرڻ وياج آهي.

[2]- جڏهن احد جي لڙائي جو اعلان ٿيو ان وقت هي عبدالله پنهنجي گهرواريءَ سان صحبت ڪري چڪو هو. هن ڪري ايترو وقت بہ نہ مليو جو غسل ڪري. انهيءَ حالت ۾ شهيد ٿي ويو. انهيءَ ڳالهہ کي سندس گهرواريءَ پوءِ ظاهر ڪيو. دفن ڪرڻ کان اڳ هن کي فرشتن غسل ڏنو. ان ڪري کيس "غسل الملائكة" چئجي ٿو.

[3]- هن ڳالهہ جو تجربو ڪري ڏٺو ويو آهي تہ مسلمان کي ڪڏهن بہ وياج مان فائدو نہ ٿيندو آهي البتہ ڪافرن جو مال وياج وٺڻ سان وڌي ويندو آهي. سو اهي تہ ڪافر آهن انهن کي وياج جي حرمت سان ڪهڙو مطلب؟ انهن کي تہ پهرين ايمان آڻڻ جو حڪم آهي.

**فائدو: سند ۾ راوي علي بن زيد ضعيف آهي نيز راوي محمد بن يزيد ۾ ڪلام آهي(تنقيح الرواة ربع ثاني/164)**

(2798) وعن علي رضي الله عنه أنه سمع رسول الله صلى الله عليه وسلم لعن آكل الربا وموكله وكاتبه ومانع الصدقة وكان ينهى عن النوح . رواه النسائي

**عليؓ کان روايت آهي ته مون رسولﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو ته وياج کائيندڙ، ڪارائيندڙ، لکندڙ ۽ صدقو نه ڏيندڙ تي لعنت ڪيائون ۽ ميت تي روئڻ کان منع ڪيائون. (ان کي نسائي روايت ڪيو آهي)**

(2799) وعن عمر بن الخطاب رضي الله عنه إن آخر ما نزلت آية الربا وإن رسول الله صلى الله عليه وسلم قبض ولم يفسرها لنا فدعوا الربا والريبة . رواه ابن ماجه والدارمي

**عمر بن خطابؓ کان روايت آهي ته آخر ۾ اها آيت نازل ٿي. جنهن ۾ وياج جي حرمت آهي ۽ تحقيق نبيﷺ جن وفات ڪري چڪا هئا ۽ اسان جي سامهون ان آيت جي وضاحت نه ڪيائون. پوءِ وياج ۽ شڪ ([1]) شبهي واري شيءِ کي ڇڏي ڏيو. (ان کي ابن ماجه ۽ دارميءَ روايت ڪيو آهي)**

(2800) وعن أنس قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " إذا أقرض أحدكم قرضا فأهدى إليه أو حمله على الدابة فلا يركبه ولا يقبلها إلا أن يكون جرى بينه وبينه قبل ذلك " . رواه ابن ماجه والبيهقي في شعب الإيمان

**انس ؓ کان آهي ته رسول اللهﷺ جن فرمايو ته جڏهن توهان مان ڪو شخص ڪنهن کي قرض ڏي. پوءِ (قرضي) قرض ڏيندڙ کي تحفو ڏي يا ڪيس سواريءَ تي چاڙهي ته ان تي سوار نه ٿئي ۽ نه سندس تحفي کي قبول ڪري. سواءِ ان جي جو ان کي اڳ ۾ ٻنهي جو پاڻ ۾ سلسلو جاري هجي (ته حرج نه آهي) ([2]) (ان کي ابن ماجه ۽ بيهقيءَ شعب الايمان ۾ روايت ڪيو)**

**فائده:_ سند ۾ يحيٰ بن ابي اسحاق الهنائي مجهول آهي. پڻ عتبہ بن حميد صبي کي امام احمد ضعيف چيو آهي ۽ ان کان روايت ڪندڙ اسماعيل بن عياش ضعيف آهي. (تنقيع الرواة ربع ثاني (164)**

---

[1]_ جهڙو گهرجي ها اهڙو وياج جو بيان ڪو نه ڪيو ويو، صرف ڇهن شين جو بيان ڪيو ويو جن ۾ وياج آهي: سون، چاندي، ڪڻڪ، لوڻ، کجور ۽ جَو. ٻيون شيون بيان ڪونه ڪيون ويون ته انهن ۾ وياج ٿيندو آهي يا نه پر مجتهدن پنهنجي قياس سان ٻين شين ۾ به وياج ٻڌايو آهي. هاڻي جن شين کي حضورﷺ جن بيان ڪيو آهي انهن ۾ ته ويچ جي حرمت قطعي آهي ڪنهن به مسلمان کي انهن کي ويجهو نه وڃڻ کپي ۽ عالمن جو اختلاف آهي، تقويٰ هيءَ آهي ته انهن کان به پرهيز ڪجي.

[2]_ هن حديث مان معلوم ٿيو ته جيڪڏهن قرض کان اڳ پاڻ ۾ ميل ميلاپ، ڏيڻ ونڻ جي رسم هئي ته هاڻي به قبول ڪرڻ جائز آهي ۽ جيڪڏهن قرض کان پهرين رسم نه هئي ته يقيناً ان جو سبب قرض آهي ۽ اسان جي شريعت ۾ قرض ڏيئي نفعو ونڻ جائز نه آهي.

(2801) وعنه عن النبي صلى الله عليه وسلم قال : " إذا أقرض الرجل الرجل فلا يأخذ هدية " . رواه البخاري في تاريخه هكذا في المنتقى

**انس ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ جڏهن هڪ شخص ٻئي ماڻهو کي قرض ڏئي تہ (قرضي، قرضدار کان) هديو نہ وٺي (ان کي بخاريءَ پنهنجي التاريخ الڪبير ۾ بيان ڪيو. منتهيٰ ۾ ائين آهي)**

**فائده:_ حديث جي سند معلوم نہ آهي البتہ اڳتي ايندڙ حديث ان جي تائيد ڪري ٿي. (تنقيح الرواة ربع ثاني** (164)

(2802) وعن أبي بردة بن أبي موسى قال : قدمت المدينة فلقيت عبد الله بن سلا م فقال : إنك بأرض فيها الربا فاش إذا كان لك على رجل حق فأهدى إليك حمل تبن أو حمل شعير أو حبل قت فلا تأخذه فإنه ربا . رواه البخاري

**ابو برده بن ابي موسيٰ کان روايت آهي تہ آئون مديني آيس (اتي) آئون عبدالله بن سلام ﷛ سان مليس. ان چيو تہ تون اهڙي جڳهہ تي رهين ٿو جتي وياج عام آهي. جڏهن تنهنجو ڪنهن تي حق هجي ۽ اهو توکي ٻوسي يا جوَن جي ڳنڍ يا خشڪ گاهہ رسي سان ٻڌي تحفي طور ڏئي تہ ان کي نہ وٺجي، بيشڪ اهو وياج آهي. (ان کي بخاري روايت ڪيو)**

# باب المنهي عنها من البيوع
# منع ڪيل واپار جو بيان

### فصل پهريون

(2803) عن ابن عمر قال : نهى رسول الله صلى الله عليه وسلم عن المزابنة : أن يبيع تمر حائطه إن كان نخلا بتمر كيلا وإن كان كرما أن يبيعه زبيب كيلا أو كان وعند مسلم وإن كان زرعا أن يبيعه بكيل طعام نهى عن ذلك كله . متفق عليه . وفي رواية لهما : نهى عن المزابنة قال : " والمزابنة : أن يباع ما في رؤوس النخل بتمر بكيل مسمى إن زاد فعلي وإن نقص فعلي )

**ابن عمر ﷺ ڪان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ مزابنه ڪان منع فرمائي آهي تہ پنهنجي باغ جو ميوو (اهڙيءَ طرح) وڪڻي جو مثلاً جيڪڏهن ڪجيون آهن تہ اهي خشڪ ڪجين جي بدلي توري ۽ جيڪڏهن انگور آهن تہ منقي جي بدلي ماپي وڪڻي، مسلم ۾ آهي تہ جيڪڏهن پوک هجي تہ ماپيل اناج جي بدلي ۾ وڪڻي، انهن سڀني طريقن جي وڪري ڪان منع فرمايائون (بخاري مسلم) سند هڪ روايت ۾ آهي تہ "بيع مزابنه" ڪان منع فرمائي آهي. مزابنه هي آهي تہ ڪجيءَ جي وڻن ۾ جيڪي ڪجيون آهن اهي سڪيل ڪجين جي مقرر ڪيل مقدار جي بدلي ۾ وڪڻي (هن شرط سان تہ) جيڪڏهن وڌيڪ هجن تہ منهنجيون ۽ گهٽ هجن تہ ان جي ادائيگي منهنجي ذمي آهي.**

(2804) وعن جابر قال : نهى رسول الله صلى الله عليه وسلم عن المخابرة والمحاقلة والمزابنة والمحاقلة : أن يبيع الرجل الزرع بمائة فرق حنطة والمزابنة : أن يبيع التمر في رؤوس النخل بمائة فرق والمخابرة : كراء الأرض بالثلث والربع . رواه مسلم

**جابر ﷺ ڪان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن "بيع مخابره"، "بيع محاقله" ۽ "بيع مزابنه" ڪان منع فرمائي آهي. محاقله هيءَ آهي تہ بيٺل فصل هڪ سو ويهہ رطل ڪڻڪ جي بدلي وڪڻي. مزابنه هيءَ آهي تہ ڪجين جي وڻن ۾ لڳل ڪجي هڪ سؤ ويهہ (سڪل ڪجي) جي بدلي وڪڻي ۽ مخابره هيءَ آهي تہ پنهنجي زمين ٽئين يا چوٿي حصي تي نيڪي تي ڏي. (ان کي مسلم روايت ڪيو)**

(2805) وعنه قال : نهى رسول الله صلى الله عليه وسلم عن المحاقلة والمزابنة والمخابرة والمعاومة وعن الثنيا ورخص في العرايا . رواه مسلم

**جابر ﷛ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ محاقله، مزابنه، مخابره، معاومه ۽ ثنيا کان منع فرمائي آهي ۽ عرايا جي اجازت ڏني آهي.[1] (ان کي مسلم روايت ڪيو)**

(2806) وعن سهل بن أبي حثمة قال : نهى رسول الله صلى الله عليه وسلم عن بيع التمر بالتمر إلا أنه رخص في العرية أن تباع بخرصها تمرا يأكلها أهلها رطبا

**سهل بن ابي حثمه ﷛ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺجن خشڪ ڪجين جي بدلي ڪجيءَ جي تازي ميوي وڪڻن کان منع فرمايو آهي مگر عريه جي اجازت ڏني آهي. عريه هي آهي تہ ڪجيءَ جي تازي ميوي جي عيوض اندازي سان وڪي وجي ۽ انا جا خريدار ان جي عيوض تازي ڪجي کائين. (بخاري مسلم)**

(2807) وعن أبي هريرة : أن رسول الله صلى الله عليه وسلم أرخص في بيع العرايا بخرصها من التمر فيما دون خمسة أوسق أو خمسة أوسق شك داود ابن الحصين

**ابو هريره﷛ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن بيع عرايا جي اجازت ڏني آهي تہ ڪجين جو اندازو پنج وسق يا ان کان گهٽ هجي (دائود بن حصين راوي) کي شڪ آهي. (بخاري مسلم)**

(2808) وعن عبد الله بن عمر : نهى رسول الله صلى الله عليه وسلم عن بيع الثمار حتى يبدو صلاحها نهى البائع والمشتري . متفق عليه وفي رواية لمسلم : نهى عن بيع النخل حتى تزهو وعن السنبل حتى يبيض ويأمن العاهة

**عبدالله بن عمر﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن ميوو ان وقت تائين وڪڻڻ کان منع فرمايو آهي جيستائين پچي راس ٿئي. وٺندڙ ۽ وڪڻندڙ ٻنهي کي منع فرمايو آهي جيستائين پچي نہ وڃي ۽ انهن جون شاخون اڇيون نہ ٿين ۽ آفت کان فصل محفوظ نہ ٿئي.**

(2809) وعن أنس قال : نهى رسول الله صلى الله عليه وسلم عن بيع الثمار حتى تزهي قيل : وما تزهي ؟ قال : حتى تحمر " وقال : " أرأيت إذا منع الله الثمرة بم يأخذ أحدكم مال أخيه ؟ "

---

[1] _ معاومت، محاقلت، مزابنت ۽ مخابرت جي معنىٰ حديث ۾ اچي ويئي. "معاومت" هيءَ آهي تہ مقرر ڪيل قيمت تي پنهنجي باغ جو ميوو چئن پنجن سالن لاءِ وڪڻي. اهو ناجائز آهي ڇاڪاڻ تہ ان ۾ ڌوڪو آهي. ٿي سگهي ٿو تہ ميوو پيدا ئي نہ ٿئي يا پيدا ٿئي، پر آفت اچيس ۽ خراب ٿي وڃي، جنهن ڪري خريدار جا پئسا ضايع ٿيندا. اسان جي زماني ۾ انهي واپار جو گهڻو رواج ٿي ويو آهي ۽ مسلمان برابر اهڙو واپار ڪري رهيا آهن ۽ خدا کان نٿا ڊڄن. "ثنيا" استثنا جي معنىٰ ۾ استعمال ٿئي ٿو جنهن جو مطلب آهي تہ وڪيل شيءِ مان نامعلوم مقدار ڪڍيو وڃي مثال: چوي تہ آئون هي اَنَ جو ڍڳ يا وڻ سواءِ ٿورن جي وڪڻان ٿو انهن ٿورن جو مقدار معلوم نہ هجي! اهو واپار جائز نہ آهي.

انس ﷺ كان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن ميوو وڪڻن كان منع فرمائي، تانجو پڇي وڃي. پڇيو ويو تہ پچڻ مان ڇا مراد آهي؟ فرمايائون جيستائين ڳاڙهو ٿئي. پوءِ فرمايائون تہ ٻڌايو جيڪڏهن الله تعاليٰ پچڻ كان اڳ ميوو كي روڪي تہ اوهان مان ڪو ڪيئن پنهنجي ڀاءُ كان مال وٺندو. (بخاري مسلم)

(2810) وعن جابر قال : نهى رسول الله صلى الله عليه وسلم عن بيع السنين وأمر بوضع الجوائح . رواه مسلم

جابر ﷺ كان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن ڪجھ سالن لاءِ (وڻن جو) ميوو وڪڻڻ كان منع فرمائي آهي ۽ فرمايائون تہ وڪڻندڙ (آفت سبب ٿيل نقصان معاف ڪري.([1]) (ان كي مسلم روايت ڪيو)

(2811) وعنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " لو بعت من أخيك ثمرا فأصابته جائحة فلا يحل لك أن تأخذ منه شيئا بم تأخذ مال أخيك بغير حق ؟ " . رواه مسلم

جابر ﷺ كان روايت آهي تہ رسول الله ﷺجن فرمايوتہ: جيڪڏهن تون پنهنجي ڀاءُ كي (وڻ ۾ لڳل) ڪجي وڪڻين، پوءِ ان تي آفت اچي تہ تنهنجي لاءِ حلال نہ آهي تہ ان كان قيمت وصول ڪرين ( ان كي مسلم روايت ڪيو)

(2812) وعن ابن عمر قال : كانوا يبتاعون الطعام في أعلى السوق فيبيعونه في مكانه فنهاهم رسول الله صلى الله عليه وسلم عن بيعه في مكانه حتى ينقلوه . رواه أبو داود ولم أجده في الصحيحين

ابن عمر ﷺ كان روايت آهي تہ ماڻهو بازار جي مٿانهين مقام مان اناج وٺندا ۽ اتي ئي وڪڻندا هئا. رسول الله ﷺ جن ڪين انهيءَ وڪري كان منع فرمائي، تانجو اتان منتقل ٿئي (پوءِ وڪڻجي) (ان كي ابوداؤد روايت ڪيو. بخاري ۽ مسلم ۾ مون كي اها حديث نہ ملي)

فائده:_ امامبخاريءَ ان حديث كي ڪتاب البيوع باب "منهي التلقي"۾ ذڪر ڪيو آهي مشڪوٰة لکندڙ كي ان جو علم ہ ٿي سگهيو. (فتح الباري 375/4)

(2813) وعنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " من ابتاع طعاما فلا يبيعه حتى يستوفيه "

[1]_ امام احمد جو اهوئي مذهب آهي تہ جيڪڏهن وڻن جو مالڪ وڻن ۾ موجود ميوو وڪڻي، جيڪو بعد ۾ ڪنهن آفت سبب برباد ٿي وڃي تہ وٺندڙ كان قيمت نہ وٺبي امام مالڪ وٽ ٽهائي قيمت گهٽ ڪري.امام ابو حنيفه ۽ امام شافعي وٽ جيڪڏهن مالڪ سپرد ڪري ڇڏيو هجي تہ قيمت وٺڻ درست آهي پر ڪجھ قيمت معاف ڪرڻ مستحب آهي ۽ جيڪڏهن سپرد ڪرڻ كان پهرين ميوو برباد ٿي وڃي تہ پوءِ ڪنهن بہ امام وٽ قيمت وٺڻ درست نہ آهي.

**ابن عمر ﷛ ڪان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو: جيڪو شخص اناج خريد ڪري، اهو ان کي ان وقت تائين نہ وڪڻي جيستائين ان کي قبضي ۾ نہ وٺي ۽ ابن عباس﷛ جي روايت ۾ آهي تہ جستايئن ان کي نہ توري ( بخاري مسلم)**

(2814) وعن ابن عباس قال : أما الذي نهى عنه النبي صلى الله عليه وسلم فهو الطعام أن يباع حتى يقبض . قال ابن عباس : ولا أحسب كل شيء إلا مثله

**ابن عباس ﷛ ڪان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن خريد ڪيل اناج وڪڻڻ ڪان منع فرمائي آهي، تانجو ان کي قبضي ۾ وٺي. ابن عباس﷛ چوي ٿو تہ آئون هر شيءِ کي اناج وانگر ڀانيان ٿو . (بخاري مسلم)**

(2815) وعن أبي هريرة : أن رسول الله صلى الله عليه وسلم قال : " لا تلقوا الركبان لبيع ولا يبع بعضكم على بيع بعض ولا تناجشوا ولا يبع حاضر لباد ولا تصروا الإبل والغنم فمن ابتاعها بعد ذلك فهو بخير النظرين بعد أن يحلبها : إن رضيها أمسكها وإن سخطها ردها وصاعا من تمر " وفي رواية لمسلم : " من اشترى شاة مصراة فهو بالخيار ثلاثة أيام : فإن ردها رد معها صاعا من طعام لا سمراء "

**ابو هريره﷛ ڪان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ توهان خريد ڪرڻ لاءِ تجارتي قافلن سان ٻاهر نہ ملو ۽ هڪ ٻئي جي سودي تي سودو نہ ڪريو. (ٻئي شخص ڏوڪو ڏئي وڪرو ٿيندڙ شيءِ جي قيمت نہ چاڙهيو ۽ شهري ڳوناڻي لاءِ وڪرو نہ ڪري ۽ ڏاچين، ٻڪرين وغيره جو کير بند ڪري پوءِ نہ وڪڻو. پوءِ جيڪو اهڙو جانور خريد ڪري. سو کير ڏهڻ ڪان پوءِ ٻنهي ڳالهين مان جيڪا چاهي پسند ڪري. جيڪڏهن جانور پسند ڪري تہ ان کي رکي ۽ پسند نہ اٿس تہ جانور واپس ڪندي ڪجيءَ جو هڪ صاع بہ ڏي ۽ مسلم جي هڪ روايت ۾ آهي جنهن اهڙي ٻڪري خريد ڪئي جنهن جي کير کي روڪيو ويو آهي تہ ان کي ٽن ڏينهن تائين اختيار آهي. جيڪڏهن ٻڪري واپس ڪرڻ چاهي تہ ٻڪري سان اناج جو هڪ صاع ڏي پر اناج ڪٽڪ نہ هجي.**

(2816) وعنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " لا تلقوا الجلب فمن تلقاه فاشترى منه فإذا أتى سيده السوق فهو بالخيار " . رواه مسلم

**ابو هريره ﷛ ڪان روايت آهي تہ رسول الله ﷺجن فرمايو تہ: (تجارتي) قافلن جو سامان (شهر اچڻ ڪان اڳ) خريد نہ ڪريو. جيڪو انهن سان ملي ۽ انهن ڪان ڪجهہ خريد ڪري، پوءِ جڏهن سامان جو مالڪ بازار پهچي تہ ان کي اختيار آهي (چاهي تہ سودو رد ڪري، چاهي تہ ان کي بحال رکي) (ان کي مسلم روايت ڪيو)**

(2817) وعن ابن عمر رضي الله عنهما قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " لا تلقوا السلع حتى يهبط بها إلى السوق "

**ابن عمر ﷛ کان راويت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: (تجارتي قافلن) جو سامان (واٽ تي وڃي) خريد نہ ڪريو تانجو سامان بازار ۾ پهچي. (بخاري مسلم)**

(2818) وعنه قال قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " لا يبع الرجل على بيع أخيه ولا يخطب على خطبة أخيه إلا أن يأذن له " . رواه مسلم

**ابن عمر ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: ڪو خص پنهنجي ڀاءُ جي ڪيل سودي تي سودو نہ ڪري ۽ نہ پنهنجي ڀاءُ جي نڪاح تي نڪاح جو پيغام ڏي، سواءِ ان جي جو اهو ان کي اجازت ڏي.[1] (ان کي مسلم روايت ڪيو)**

(2819) وعن أبي هريرة أن رسول الله صلى الله عليه وسلم قال : " لا يسم الرجل على سوم أخيه المسلم " . رواه مسلم

**ابو هريره ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: ڪو شخص پنهنجي مسلمان ڀاءُ جي طي ڪيل سودي کان پوءِ ان جي قيمت نہ چاڙهي. (ان کي مسلم روايت ڪيو)**

(2820) وعن جابر رضي الله عنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " لا يبع حاضر لباد دعوا الناس يرزق الله بعضهم من بعض " . رواه مسلم

**جابر ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: شهري ڳوٺاڻي لاءِ سودو نہ ڪري. ماڻهن کي ڇڏي ڏيو. تعاليٰ بعض جي ذريعي بعض کي رزق ڏياري ٿو. (ان کي مسلم روايت ڪيو)**

(2821) وعن أبي سعيد الخدري قال : نهى رسول الله صلى الله عليه وسلم عن لبستين وعن بيعتين : نهى عن الملامسة والمنابذة في البيع والملامسة : لمس الرجل ثوب الآخر بيده بالليل أو بالنهار ولا يقلبه إلا بذلك والمنابذة : أن ينبذ الرجل إلى الرجل بثوبه وينبذ الآخر ثوبه ويكون ذلك بيعهما عن غير نظر ولا تراض واللبستين : اشتمال الصماء والصماء : أن يجعل ثوبه على أحد عاتقيه فيبدو أحد شقيه ليس عليه ثوب واللبسة الأخرى : احتباؤه بثوبه وهو جالس ليس على فرجه منه شيء

---

[1] _ جڏهن هڪڙي مسلمان ڀاءُ جي شادي بابت ڳالهہ هلي رهي هجي تہ ان رشتي جي مٿان ٻئي ماڻهو لاءِ پنهنجو پيغام ڏيڻ حلال نہ آهي. ان ۾ ٻئي مسلمان جي حق تلفي ٿئي ٿي. جيڪڏهن اڃا ٽائين ڪا ڳالهہ پڪي نہ ٿي آهي تہ پوءِ پيغام ڏيئي سگهي ٿو.

ابو سعد خدريؓ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺجن ٻن قسمن جي لباسن ۽ ٻن قسمن جي واپارن کان منع ڪئي. واپار ۾ ملامسه ۽ منابذه کان منع فرمايائون. ملامسه هي آهي تہ خريدار ڪپڙو وڪڻندڙ جي ڪپڙي کي رات يا ڏينهن ۾ هٿ لائي، پر ان کي کولي نہ ڏسي ۽ منابذه هي آهي تہ هڪ شخص ٻئي شخص ڏانهن پنهنجو ڪپڙو (وڪري لاءِ) اڇلائي ۽ ٻيو شخص پنهنجو ڪپڙو (وڪري لاءِ) اڇلائي ۽ بغير ڏسڻ ۽ بغير رضا مندي جي انهن جي درميان سودو پختو ٿي وڃي ۽ ٻن قسمن جي لباسن مان مراد هڪ (اشتمال صماء) آهي يعني ماڻهو پنهنجو ڪپڙو پنهنجي ڪنڌ جي هڪ پاسي رکي جنهن سان ٻيو پاسو اگهاڙو ٿئي ۽ ٻيو هن طرح لباس پائي جو هڪ شخص پنهنجي چادر اهڙي نموني ويڙهي ويهي جو ان جي اگهڙ کليل هجي. (بخاري مسلم)

(2822) وعن أبي هريرة قال : نهى رسول الله صلى الله عليه وسلم عن بيع الحصاة وعن بيع الغرر . رواه مسلم

ابو هريره ؓکان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن پٿريون (اڇلائي) واپار ڪرڻ ۽ دوکي جي واپار کان منع فرمائي آهي. (ان کي مسلم روايت ڪيو)

(2823) وعن ابن عمر قال : نهى رسول الله صلى الله عليه وسلم عن بيع حبل الحبلة وكان بيعا يتبايعه أهل الجاهلية كان الرجل يبتاع الجزور إلى أن تنتج الناقة ثم تنتج التي في بطنها

ابن عمر ؓ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن (ڍڪي ڏاڍي جي واپار) کان منع فرمائي آهي. جاهليت وارا اهو واپار ڪندا هئا. هڪ شخص (ٻيءِ کان لڳ لاءِ) اٺ وٺندو هو (۽ قيمت ان وقت ڏيندو هو) جڏهن اها ڏاچي ڦر ڄڻي. وري اهو ڦر بہ ڏاچي ٿي ڦر ڄڻي. (بخاري مسلم)

(2824) وعنه قال : نهى رسول الله صلى الله عليه وسلم عن عسب الفحل . رواه البخاري

ابن عمر ؓکان راويت آهي تہ رسول اللهﷺجن (جانورن جي) مني وڪڻڻ کان منع فرمائي آهي. ( ان کي بخاري روايت ڪيو)

(2825) وعن جابر : قال : نهى رسول الله صلى الله عليه وسلم عن بيع ضراب الجمل وعن بيع الماء والأرض لتحرث . رواه مسلم

جابر ؓ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺجن لڳ لاءِ اٺ وڪڻڻ ۽ پاڻي ۽ زمين جو واپار ڪرڻ کان منع فرمائي، تان تہ ٻيو پوک ڪري. (ان کي مسلم روايت ڪيو)

(2826) وعنه قال : نهى رسول الله عن بيع فضل الماء . رواه مسلم

**جابر ﷛ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺجن واڌو پاڻيوڪٽڻکان منع ڪئي آهي. [1] (ان کي مسلم روايت ڪيو آهي)**

(2827) وعن أبي هريرة قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " لا يباع فضل الماء ليباع به الكلأ "

**ابو هريره ﷛ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ واڌو پاڻي نہ وڪڻجي تان تہ ان جي عيوض گاهہ وڪڻجي. (بخاري مسلم)**

(2828) وعنه أن رسول الله صلى الله عليه وسلم مر على صبرة طعام فأدخل يده فيها فنالت أصابعه بللا فقال : " ما هذا يا صاحب الطعام ؟ " قال : أصابته السماء يا رسول الله قال : " أفلا جعلته فوق الطعام حتى يراه الناس ؟ من غش فليس مني " . رواه مسلم

**ابو هريره ﷛ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن جو گذر اناج جي ڍير وٽان ٿيو پاڻ سڳورنﷺ پنهنجو هٿ ان ۾ وڌو سندن آڱرين کي آلاڻ محسوس ٿي. فرمايائون تہ اي اناج جا مالڪ! هي ڇا آهي؟ چيائين تہ اي ﷲ جا رسولﷺ! بارش جي پاڻي ۾ آلو ٿي ويو آهي. پاڻ سڳورنﷺ فرمايو تہ اهو آلو اناج مٿان ڇو نٿو رکين تان تہ ماڻهو ان کي ڏسن؟ جيڪو ڌوڪو ڏيندو ان جو مون سان ڪو تعلق نہ آهي. (ان کي مسلم روايت ڪيو)**

## فصل ٻيو

(2829) عن جابر قال : إن رسول الله صلى الله عليه وسلم نهى عن الثنيا إلا أن يعلم . رواه الترمذي

**جابر ﷛ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن نامعلوم استشناء واري واپار کان منع فرمائي آهي. ( ان کي ترمذيءَ روايت ڪيو)**

(2830) وعن أنس رضي الله عنه قال : نهى رسول الله صلى الله عليه وسلم عن بيع العنب حتى يسود وعن بيع الحب حتى يشتد هكذا . رواه الترمذي وأبو داود عن أنس . والزيادة التي في المصابيح وهو قوله : نهى عن بيع التمر حتى تزهو إنما ثبت في روايتهما : عن ابن عمر قال : نهى عن بيع النخل حتى تزهو وقال الترمذي : هذا حديث حسن غريب

**انس ﷛ کان روايت آهي تہ جن انگور وڪڻڻ کان منع ڪئي، تانجو ڪارا ٿين ۽ داڻا (اناج) وڪڻڻ کان منع ڪئي، تانجو پڇي وڃن. اهڙي طرح اها حديث انس﷛ کان ترمذيءَ ۽ ابو دائود﷛ روايت ڪئي. مصابيح ۾ هي الفاظ وڌيڪ آهن تہ پاڻ سڳورنﷺ ڪجي پچڻ کان اڳ**

---

[1] _ مطلب تہ کنهن جو جهنگل ۾ کوهہ هجي ۽ ان ۾ ضرورت کان وڌيڪ پاڻي نڪري ۽ ان جهنگل ۾ گاهہ بہ هجي پر پاڻي ان کوهہ کان سواءِ ڪٿي بہ نہ هجي، کوهہ وارو قيمت کان سواءِ پاڻي نہ ڏي ۽ ان بهاني سان گاهہ جي چارائي جي قيمت وٺي تہ اها حرام آهي.

**وڪڻڻ کان منع فرمائي. (ترمذي ۽ ابو دائودﷺ ۽ ابن عمرؓ جي روايت ۾ آهي ته پاڻ سڳورنﷺ ڪجي پچڻ کان اڳ وڪڻڻ کان منع فرمائي. ترمذيءَ هن حديث کي حسن غريب چيو آهي)**

(2831) وعن ابن عمر : أن النبي صلى الله عليه وسلم نهى عن بيع الكالئ بالكالئ . رواه الدارقطني

**ابن عمرؓ کان روايت آهي ته نبي ﷺ جن اڌار جي بدلي اڌاري سودي کان منع فرمائي آهي.**[1] **(ان کي دارقطني روايت ڪيو)**

**فائده:_ سند ۾ راوي موسيٰ بن عبيده متفرد آهي. ڪانئس روايت ڪرڻ درست نه آهي. (تنقيح الرواة ربع ثاني 170)**

(2832) وعن عمرو بن شعيب عن أبيه عن جده قال : نهى رسول الله صلى الله عليه وسلم عن بيع العربان . رواه مالك وأبو داود وابن ماجه

**عمرو بن شعيب پنهنجي پيءُ کان اهو پنهنجي ڏاڏي کان روايت ڪري ٿو ته رسول اللهﷺ جن ايبوانس واري سودي کان منع فرمائي آهي.**[2] **ان کي مالڪ، ابو داؤد ۽ ابن ماجه روايت ڪيو آهي)**

**فائده:_ حديث جي سند ۾ انقطاع آهي،مالڪ جي عمرو بن شعيب سان ملاقات نه ٿي آهي. تفصيل لاءِ ڏسو: (تنقيح الرواة ثاني 170)**

(2833) وعن علي رضي الله عنه قال : نهى رسول الله صلى الله عليه وسلم عن بيع المضطر وعن بيع الغرر وعن بيع الثمرة قبل أن تدرك . رواه أبو داود

**علي ؓ کان روايت آهي ته رسول اللهﷺ جن مجبوري جي سودي، ڌوڪي جي سودي** [3] **۽ پچڻ کان اڳ ڪجي وڪڻڻ کان منع ڪئي آهي. ( ان کي ابوداؤد رويت ڪيو)**

**فائده:_ سند ۾ راوي صالح بن عامر ضعيف آهي ۽ ان جو استاد ( شيخ من بني تميم) مجهول آهي (تنقيح الروا ة ربع ثاني 170)**

---

[1] _ هن ڪري منع آهي جو شيءِ قبضي ۾ نه آهي.

[2] _ وڻندڙ وڪڻندر کي هڪ روپيو يا گهٽ وڌ سوٽيءَ طور ڏي (جنهن کي اڄڪلھ ايبوانس چون ٿا ۽ هي شرط رکي ته جيڪڏهن اها شيءِ مون نه ورتي ته سوٽيءَ وارا پئسا وڪڻندڙ جا ٿيندا، شيءِ وڻندڙ کي واپس نه ملندا. جنهن جو عام رواج ٿي ويو آهي. خاص ڪري سرڪاري معاملات ۾ جيڪڏهن اُها شيءِ وڻندڙ نه وٺي ته سوٽي (ايبوانس) ضبط ڪندا آهن اهو صريح ظلم، ناجائز ۽ شريعت جي خلاف آهي.

[3] _ بيع غرر هي آهي ته وڻندڙ کي اهيءَ شيءِ جي ملڻ يا نه ملڻ جو پورو يقين نه هجي، جيئن مڇي پاڻي ۾ يا پکي هوا ۾. اهڙو واپار جائز نه آهي.

(2834) وعن أنس : أن رجلا من كلاب سأل النبي صلى الله عليه وسلم عن عسب الفحل فنهاه فقال : يا رسول الله إنا نطرق الفحل فنكرم فرخص له في الكرامة . رواه الترمذي

**انسؓ کان روايت آهي تہ ڪلاب (قبيلو) جي هڪ شخص رسول اللهﷺ جن کان (جانور جي) لڳ لاءِ نرَ (ڪرائي تي) ڏيڻ بابت پڇا ڪئي. پاڻ سڳورنﷺ ان کان منع فرمائي، ان چيو، اي الله جا رسولﷺ ! اسين نرُ جانور چڙي ڏيندا آهيون تہ اسان جي ان تي عزت ڪئي ويندي آهي (يعني ڪجھ عطيو ملندو آهي) تڏهن پاڻ سڳورنﷺ عزت طور (عطيو قبول ڪرڻ جي) اجازت ڏني. (ترمذي)**

(2835) وعن حكيم بن حزام قال : نهاني رسول الله صلى الله عليه وسلم أن أبيع ما ليس عندي . رواه الترمذي في رواية له ولأبي داود والنسائي : قال : قلت : يا رسول الله يأتيني الرجل فيريد مني البيع وليس عندي فأبتاع له من السوق قال : " لا تبع ما ليس عندك "

**حڪيم بن حزام ؓ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن مون کي اهڙي شيءِ وڪڻڻ کان منع فرمائي جيڪا مون وٽ نہ آهي (ان کي ترمذيءَ روايت ڪيو. ترمذي، ابو دائود ۽ نسائي جي هڪ روايت ۾ آهي تہ مون عرض ڪيو تہ، اي الله جا رسول ﷺ ! مون وٽ هڪ شخص ايندو آهي ۽ مون کان ڪا شيءَ خريد ڪرڻ چاهيندو آهي جيڪا مون وٽ نہ هوندي آهي، پوءِ ان کي اها شيءِ بازار مان خريد ڪري ڏيندو آهيان. پاڻ سڳورنﷺ فرمايو جيڪا شيءِ تو وٽ نہ آهي تہ اها نہ وڪڻ.**

(2836) وعن أبي هريرة قال : نهى رسول الله صلى الله عليه وسلم عن بيعتين في بيعة . رواه مالك والترمذي والنسائي

**ابو هريرهؓ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن هڪ سودي جي ذريعي ٻہ سودا ڪرڻ کان منع فرمائي آهي. (ان کي مالڪ ۽ ترمذي ۽ ابو داؤد ۽ نسائي راويت ڪيو آهي)**

(2837) وعن عمرو بن شعيب عن أبيه عن جده قال : نهى رسول الله صلى الله عليه وسلم عن بيعتين في صفقة واحدة . رواه في شرح السنة

**عمرو بن شعيب سندس پيءُ کان اهو پنهنجي ڏاڏي کان روايت ڪري ٿو تہ رسول اللهﷺ جن هڪ واپار ۾ ٻن واپارن کان منع فرمائي آهي. (ان کي شرح السنة روايت ڪيو)**

(2838) وعنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " لا يحل سلف وبيع ولا شرطان في بيع ولا ربح ما لم يضمن ولا بيع ما ليس عندك " . رواه الترمذي وأبو داود والنسائي وقال الترمذي : هذا صحيح

عمرو بن شعيب پنهنجي پيءُ کان اهو سندس ڏاڏي کان روايت ڪري ٿو ته رسول اللهﷺ جن فرمايو ته قرض ۽ واپار جائز نه آهي ۽ هڪ واپار ۾ ٻه شرط جائز نه آهن ۽ جيڪا شيءِ قبضي[1] ۾ نه هجي ان تي نفعوونڻ جائز نه آهي جيڪا شيءِ موجود نه هجي ان کي نه وڪڻي (ان کي ترمذي، ابو دائود ۽ نسائي روايت ڪيو ۽ ترمذي ان حديث کي صحيح چيو)

((2839) وعن ابن عمر قال : كنت أبيع الإبل بالنقيع بالدنانير فآخذ مكانها الدارهم وأبيع بالدراهم فآخذ مكانها الدنانير فأتيت النبي صلى الله عليه وسلم فذكرت ذلك له فقال : " لا بأس أن تأخذها بسعر يومها ما لم تفترقا وبينكما شيء " . رواه الترمذي وأبو داود والنسائي والدارمي

ابن عمرؓ کان روايت آهي ته آئون نقيع (نالي هنڌ) تي دينارن ۾ اٺ وڪڻندو هيس پوءِ دينار جي بجاءِ درهم وٺندو هيس ۽ درهمن ۾ (اٺ) وڪڻندو هيس ۽ انهن جي بجاءِ دينار وٺندو هيس. پوءِ نبيﷺ جن وٽ حاضر ٿيس ته (وٽن) اها ڳالهه ذڪر ڪئي. فرمايائون ته حرج نه آهي ته تون ان کي ان ڏينهن واري اگهه تي وٺين، جيستائين توهان ٻئي جدا نه ٿيو ۽ توهان جي درميان ڏيتي ليتي باقي رهي. (ترمذي، ابودائود، نسائي، دارمي)

(2840) وعن العداء بن خالد بن هوذة أخرج كتابا : هذا ما اشترى العداء بن خالد بن هوذة من محمد رسول الله صلى الله عليه وسلم اشترى منه عبدا أو أمة لا داء ولا غائلة ولا خبثة بيع المسلم المسلم . رواه الترمذي وقال : هذا حديث غريب

عداء بن خالد بن هوذه هڪ ڪتاب ڪڍيو جنهن ۾ هو ته هي اها شيءِ آهي جيڪا عداء بن خالد بن هوذه، مُحَمَّد رسولﷺ کان خريد ڪئي. پاڻ سڳورنﷺ کان ٻانهي يا ٻانهو خريد ڪيائين جنهن ۾ ڪا بيماري يا برائي ڪانه آهي. ان ۾ چوري يا ڀڄي وڃڻ جو عيب آهي ۽ نه ئي غير شرعي ٻانهو آهي هيءُ هڪ مسلمان جو ٻئي مسلمان سان واپار آهي. (ان کي ترمذيءَ روايت ڪيو ۽ چيائين ته هيءَ حديث غريب آهي)

(2841) وعن أنس : أن رسول الله صلى الله عليه وسلم باع حلسا وقدحا فقال : " من يشتري هذا الحلس والقدح ؟ " فقال رجل : آخذهما بدرهم . فقال النبي صلى الله عليه وسلم : " من يزيد على درهم ؟ " فأعطاه رجل درهمين فباعهما منه . رواه الترمذي وأبو داود وابن ماجه

---

[1] اهڙو واپار ڪرڻ به ٺيڪ نه آهي جيڪو قبضي ۾ نه آهي. نفعو هميشه ضمانت سان هوندو آهي. جيڪو ماڻهو ڪنهن شيءِ جو ضامن آهي ئي نه اهو ئي نفعي جو مستحق ئي نه آهي. مثلاً اجا وڪڻندڙ واپار تي قبضو به نه ڪيو آهي تنهن کان اڳ شيءِ وڪڻي فائدو کٽي اهو به درست نه آهي.

انسﷺ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن هڪ ٽاٽ ۽ هڪ پيالو وڪيو. پاڻ سڳورﷺ اعلان ڪيو تہ هي ٽاٽ ۽ پيالو ڪير وٺندو؟ ([1]) هڪ شخص چيو تہ هڪ درهم ۾ آئون وٺان ٿو. نبيﷺ جن فرمايو تہ هڪ درهم کان وڌيڪ ڪير ڏيندو؟ پوءِ هڪ شخص ڪين ٻہ درهم ڏنا. پوءِ ٻئي شيون ان کي وڪڻي ڏنائون (ان کي ترمذي، ابو داؤد ۽ ابن ماجه روايت ڪيو آهي)

فائده:_ علامه الباني‌ءَ ان حديث کي ضعيف قرار ڏنو آهي. راوي ابوبڪر حنفي مجهول آهي. (مشڪواة علامه الباني848/2)

## ٽيون فصل

(2842) عن واثلة بن الأسقع قال : سمعت رسول الله صلى الله عليه وسلم يقول : " من باع عيبا لم ينبه لم يزل في مقت الله أو لم تزل الملائكة تلعنه " . رواه ابن ماجه

واثله بن اسقع ﷺ کان روايت آهي تہ مون رسول اللهﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو تہ جنهن عيبدار شيءِ وڪرو ڪئي ۽ عيب نہ ٻڌايائين تہ اهو هميشہ اللہ جي ناراضگي ۾ رهندو يا (فرمايائون تہ) فرشتا ان تي هميشہ لعنت ڪندا رهندا. ( ان کي ابن ماجه روايت ڪيو)

فائدہ:_ سند ۾ راوي عبدالوهاب بن صماڪ ڪذاب آهي ۽ بقيہ بن وليد مدلس آهي ۽ معاويه بن يحيٰ ضعيف آهي. (تنقيع الرواة ربع ثاني 172)

[1]_ هي جيڪو حضور ﷺ جن فرمايو تہ ڪير وٺندو؟ اهڙي طرح وڪڻ کي نيلام چوندا آهن. هي واپار شرعيت ۾ درست آهي. واپار مٿان واپار نہ ڪرڻ هن صورت ۾ آهي تہ وڪڻڻ وارو ۽ وٺڻ وارو هڪڙي اگهہ تي راضي هجن. هي نيلام آهي جنهن ۾ اها ڳالهہ نہ هوندي آهي بلڪ وڪڻن واري جي مرضي آهي جيڪو وڌيڪ ڏيندو سان واپار ڪندو.

باب

# فروعي مسئلن جو بيان

## فصل پهريون

(2843) عن ابن عمر قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " من ابتاع نخلا بعد أن تؤبر فثمرتها للبائع إلا أن يشترط المبتاع ومن ابتاع عبدا وله مال فماله للبائع إلا أن يشترط المبتاع " . رواه مسلم وروى البخاري المعنى الأول وحده

**ابن عمرو رضي الله عنه كان روايت اهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جيڪو ڳپ ڪان پوءِ کجيءَ جو وڻ خريد ڪري تہ ان جو ميوو وڪڻندڙ لاءِ آهي سواءِ ان جي جو خريدار شرط لاڳو ڪيو هجي، ۽ جيڪو غلام خريد ڪري جنهن وٽ مال هجي تہ ان جو مال وڪڻندڙ جو آهي، سواءِ ان جي جو خريد ڪندڙ شرط لاڳو ڪيو هجي. (ان کي مسلم روايت ڪيو ۽ بخاري حديث جو پهريون حصو بيان ڪيو آهي)**

(2844) وعن جابر : أنه كان يسير على جمل له قد أعيي فمر النبي صلى الله عليه وسلم به فضربه فسار سيرا ليس يسير مثله ثم قال : " بعنيه بوقية " قال : فبعته فاستثنيت حملانه إلى أهلي فلما قدمت المدينة أتيته بالجمل ونقدني ثمنه وفي رواية فأعطاني ثمنه ورده علي . متفق عليه . وفي رواية للبخاري أنه قال لبلال : " اقضه وزده " فأعطاه وزاده قيراطا

**جابر رضي الله عنه کان روايت آهي تہ پاڻ پنهنجي اٺ تي سفر ڪري رهيو هو. اٺ ٿڪجي پيو. پوءِ نبي ﷺ جن سندس پرسان لنگهيا ۽ ان کي هڪ لڪڻ هنيائون. تڏهن اٺ اهڙو تيز هلڻ لڳو جو پهرئين اهڙو نہ هليو هو. پوءِ پاڻ ﷺ فرمايائون تہ: اهو اٺ کجهہ اوقين جي بدلي ۾ مون کي وڪرو ڪري ڏي. مون کين وڪڻي ڏنو ۽ شرط رکيو[1] تہ آئون ان تي پنهنجي گهر تائين سوار ٿي هلندس. پوءِ جڏهن مديني پهتس تہ اٺ کاهي سندن خدمت ۾ حاضر ٿيس پاڻ ﷺ هٿو هٿ مون کي قيمت ڏنائون ۽ هڪ روايت ۾ آهي: مون کي قيمت ڏئي اُٺ بہ موٽائي ڏنائون. (بخاري مسلم) بخاريءَ جي هڪ روايت ۾ آهي تہ بلال کي فرمايائون تہ اٺ جي قيمت ۽ کجهہ وڌيڪ بہ ڏي. بلال قيمت ۽ هڪ قيراط وڌيڪ ڏنو.**

---

[1]_ امام احمد ۽ ان جي موافقين هن حديث مان دليل ورتو آهي تہ جانور جو واپار انهيءَ شرط سان درست آهي تہ مالڪ پنهنجي سواري ان تي ڪري ۽ جمهور عالمن وٽ اهو شرط جائز نہ آهي چاڪاڻ تہ حضور ﷺ جن واپار ۾ شرط کان منع ڪئي آهي. انهن هن حديث جي تاويل ڪئي آهي. حقيقت ۾ اهو شرط نہ هو بلڪ حضور ﷺ جن جي طرفان هڪ احسان هو. سواري جي اجازت بطور رعايت جي هئي يا هيءَ ڳالهہ حضور ﷺ جن لاءِ خاص هئي. ۽ ظاهر ۾ جابر تي احسان ڪرڻ مقصود هو. پئسن سان ونڻ جو مطلب نہ هو.

(2845) وعن عائشة قالت : جاءت بريرة فقالت : إني كاتبت على تسع أواق في كل عام وقية فأعينيني فقالت عائشة : إن أحب أهلك أن أعدها لهم عدة واحدة وأعتقك فعلت ويكون ولاؤك لي فذهبت إلى أهلها فأبوا إلا أن يكون الولاء لهم فقال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " خذيها وأعتقيها " ثم قام رسول الله صلى الله عليه وسلم في الناس فحمد الله وأثنى عليه ثم قال : " أما أبعد فما بال رجال يشترطون شروطا ليست في كتاب الله ما كان من شرط ليس في كتاب الله فهو باطل وإن كان مائة شرط فقضاء الله أحق وشرط الله أوثق وإنما الولاء لمن أعتق "

**عائشهؓ کان روايت آهي تہ بريره مون وٽ آئي ۽ مون کي چيائين تہ مون هر سال هڪ اوقيہ جي ادائيگيءَ تي نون اوقين جي بدلي ۾ آزاد ٿيڻ جو معاهدو ڪيو آهي، پوءِ منهنجي مدد ڪر. عائشهؓ چيس تہ جيڪڏهن تنهنجا مالڪ راضي ٿين تہ ڪين نوَ اوقيہ هڪ مشت ڏئي توکي آزاد ڪريان ٿي، بشرطيڪ تنهنجي ورثي جو حق مون کي حاصل هجي. بريره پنهنجي مالڪن وٽ وئي جن ورثو ڏيڻ کان انڪار ڪيو. رسولﷺ جن کيس فرمايو تہ ان کي خريد ڪر ۽ آزاد ڪر. پوءِ ماڻهن (جي ميڙ) ۾ بيهي خدا جي ساراهہ ۽ تعريف کان بعد فرمايائون تہ ماڻهن کي ڇا ٿيو آهي جو اهڙا شرط لاڳو ڪن ٿا، جيڪا ڪتاب اللہ ۾ نہ آهن. جيڪو شخص اهڙو شرط لاڳو ڪندو جو ڪتاب اللہ ۾ نہ آهي، سو باطل آهي، چاهي اهڙا سَوَ شرط هجن ۽ اللہ جو حڪم عمل ڪرڻ جي وڌيڪ لائق ۽ اللہ جو شرط ئي مضبوط آهي. ورثي جو حق فقط آزاد ڪندڙ کي حاصل آهي (بخاري مسلم) ابن عمرؓ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ (ٻانهي جي) ورثي وڪڻڻ يا ان کي هديي ۾ ڏيڻ کان منع فرمائي آهي. (بخاري مسلم)**

(2846) وعن ابن عمر قال : نهى رسول الله صلى الله عليه وسلم عن بيع الولاء وعن هبته

**ابن عمرؓ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن ٻانهي جي ورثي جو حق (ولاءُ) وڪڻڻ يا تحفي ۾ ڏيڻ کانمنع فرمايو آهي.(بخاري مسلم)**

## فصل ٻيو

(2847) عن مخلد بن خفاف قال : ابتعت غلاما فاستغللته ثم ظهرت منه على عيب فخاصمت فيه إلى عمر بن عبد العزيز فقضى لي برده وقضى علي برد غلته فأتيت عروة فأخبرته فقال : أروح إليه العشية فأخبره أن عائشة أخبرتني أن رسول الله صلى الله عليه وسلم قضى في مثل هذا : أن الخراج بالضمان فراح إليه عروة فقضى لي أن آخذ الخراج من الذي قضى به علي له . رواه في شرح السنة

**مخلد بن حفاف کان روايت آهي تہ مون هڪ ٻانهو خريد ڪيو، جنهن جي ڪمائي آئون حاصل ڪندو هيس. پوءِ مون تي ان جو عيب ظاهر ٿيو ۽ ان ڏس ۾ مون عمر بن عبدالعزيز جي عدالت ۾ معاملو پيش ڪيو. انهيءَ ٻانهو (وڪڻندڙ ڏانهن) واپس ڪرڻ جو حڪم ڪيو ۽ چيائين تہ ان جي ڪمائي بہ واپس ڪر. پوءِ آئون عروه بن زبير وٽ آيس ۽ کيس واقعي کان آگاه ڪيم. ان چيو تہ آئون شام عمر بن عبدالعزيز وٽ ويندس ۽ ان کي ٻڌائيندس تہ عائشهؓ مون کي خبر ڏني تہ**

**رسول اللهﷺ اهڙي معاملي جو فيصلو ڪيو آهي تہ ان جي آمدنيءَ جو حقدارن جو ذميوار (يا مالڪ) آهي. پوءِ عروه عمر بن عبدالعزيز وٽ ويو ۽ انهيءَ منهنجي حق ۾ فيصلو ڪيو تہ (ماڪ ڪان) ٻانهي جي ڪمائي واپس وٺان، جنهن جي حق ۾ (پهريائين) منهنجي خلاف فيصلو ڏنو هئائين (ان ڪي شرح السنة روايت ڪيو)**

(2848) وعن عبد الله بن مسعود قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " إذا اختلف البيعان فالقول قول البائع والمبتاع بالخيار " . رواه الترمذي وفي رواية ابن ماجه والدارمي قال : " البيعان إذا اختلفا والمبيع قائم بعينه وليس بينهما بينة فالقول ما قال البائع أو يترادان البيع "

**عبدالله بن مسعود ﷺ ڪان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ جڏهن وڻندڙ ۽ وڪڻندڙ ۾ اختلاف ٿي پوي تہ وڪڻندڙ جو قول معتبر ٿيندو ۽ وٺندڙ کي (شيءِ وٺڻ يا ڇڏڻ جو) اختيار حاصل هوندو (ان ڪي ترمذي روايت ڪيو. ابن ماجه ۽ دارمي جي روايت ۾ آهي تہ جڏهن وٺندڙ ۽ وڪڻندڙ ۾ اختلاف ٿئي ۽ وڪيل شيءِ بروقت ساڳيءَ حالت ۾ موجود هجي ۽ ٻنهي وٽ شاهد نہ هجن تہ وڪڻندڙ جو قول معتبر ٿيندو يا وري ٻئي واپار ختم ڪري ڇڏين.**

(2849) وعن أبي هريرة قال قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " من أقال مسلما أقاله الله عثرته يوم القيامة " . رواه أبو داود وابن ماجه وفي " شرح السنة " بلفظ " المصابيح " عن شريح الشامي مرسلا

**ابو هريره ﷺ ڪان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ جيڪو مسلمان جي واپار ۾ وڪيل شيءِ کي(جنهن ڪان هو ناخوش هجي) موٽائي وٺي تہ الله تعاليٰ قيامت جي ڏينهن ان جا گناهہ معاف ڪندو (ان ڪي او داؤد، ابن ماجه روايت ڪيو ۽ شرح السنة ۾ مصابيح جي لفظ سان گڏ شريح شامل سان مرسل روايت آهي.)**

### فصل ٽيون

(2850) عن أبي هريرة قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " اشترى رجل ممن كان قبلكم عقارا من رجل فوجد الذي اشترى العقار في عقاره جرة فيها ذهب فقال له الذي اشترى العقار : خذ ذهبك عني إنما اشتريت العقار ولم ابتع منك الذهب . فقال بائع الأرض : إنما بعتك الأرض وما فيها فتحاكما إلى رجل فقال الذي تحاكما إليه : ألكما ولد ؟ فقال أحدهما : لي غلام وقال الآخر : لي جارية . فقال : أنكحوا الغلام الجارية وأنفقوا عليهما منه وتصدقوا "

**ابو هريره ﷺ ڪان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ اوهان ڪان اڳين مان هڪ شخص ٻئي ڪان زمين خريد ڪئي. خريدار کي زمين مان هڪ گهڙو مليو، جنهن ۾ سون هو. پوءِ جنهن مالڪ ڪان زمين خريد ڪئي هئائين، ان کي چيائين تہ هيءَ سون وٺ توڪان مون صرف زمين خريد ڪئي آهي، سون ڪونہ خريد ڪيو آهي. زمين وڪڻندڙ چيو تہ مون توکي زمين ۽ جيڪي**

منجهس آهي، سو سڀ وڪڻي ڏنو آهي (ان ڪري هي سون به تنهنجو آهي) ٻنهي هڪ فيصلو ڪندڙ مقرر ڪري، ان جي سامهون معاملو پيش ڪيائون. فيصلو ڪندڙ چيو ته ڇا اوهان جو اولاد آهي؟ هڪ چيو ته مون کي پٽ ۽ ٻئي چيو ته مون کي ڌيءُ آهي. فيصلو ڪندڙ چيو ته ڇوڪري جو نڪاح ڇوڪريءَ سان ڪري ڇڏيو ۽ هي سون به انهن تي خرچ ڪريو ۽ خيرات به ڪريو.([1]) (بخاري مسلم)

# بيع سلم ۽ گروي جو بيان

## فصل پهريون

(2851) عن ابن عباس قال : قدم رسول الله صلى الله عليه وسلم المدينة وهم يسلفون في الثمار السنة والسنتين والثلاث فقال : " من سلف في شيء فليسلف في كيل معلوم ووزن معلوم إلى أجل معلوم "

ابن عباسؓ کان روايت آهي ته رسول اللهﷺ جن مديني ۾ آيا، ته مديني وارا ميون ۾ هڪ سال، ٻن سالن ۽ ٽن سالن لاءِ بيع سلم ([2]) ڪندا هئا. پاڻ ﷺ فرمايائون ته جيڪو بيع سلم ڪري ان کي گهرجي ته مقرر ڪيل وزن ۽ مقرر ڪيل مدت تائين بيع سلم ڪري ([3]) (بخاري مسلم)

(2853) وعن عائشة قالت : اشترى رسول الله صلى الله عليه وسلم طعاما من يهودي إلى أجل ورهنه درعا له من حديد

وعنها قالت : توفي رسول الله صلى الله عليه وسلم ودرعه مرهونة عند يهودي بثلاثين صاعا من شعير . رواه البخاري کان عائشهؓ روايت آهي ته رسول اللهﷺ جن هڪ يهوديءَ کان ڪجهه اناج خريد ڪيو ۽ ان وٽ پنهنجي ذره گروي رکي .

عائشهؓ کان روايت آهي ته رسول اللهﷺ جن دنيا مان لاڏاڻو ڪيو ۽ سندن زره هڪ يهوديءَ وٽ ٽيهن صاعن جي عيوض گروي رکيل هئي([4]) (ان کي بخاري روايت ڪيو)

---

[1]_هن حديث ۾ نيڪ نيتي ۽ ديانتداري جو بيان آهي حاڪم جڏهن منجهن نيڪ نيت ڏسي، تڏهن انهن ۾ ناسب رشتيداري ڪرائي ۽ مال خرچ ڪرڻ جو پلو طريقو ڪيي ڏي.

[2]_ سلم ۽ سلف ان واپار کي چوندا آهن جنهن ۾ قيمت اڳواٽ ڏبي آهي ۽ مال ڏيڻ لاءِ هڪ مدت مقرر هوندي آهي ۽ اتفاق ڪيو آهي اهل اسلام ان جي جواز تي.

[3]_ جڏهن رسول اللهﷺ جن مڪي کان مديني آيا تڏهن اتي به ماڻهو بيع سلم ڪندا هئا رقم ۽ مدي ۾ جهيڙو ٿيندو هو تڏهن رسول اللهﷺ جن هي حديث بيان فرمائي.

[4]_ هنن ٻنهي حديثن مان معلوم ٿيو ته گروي رکڻ حضر ۾ به جائز آهي ۽ قرآن شريف ۾ سفر جيو قيد اتفاقي آهي ۽ هي به معلوم ٿيو ته ذمي ڪافرن سان ڏيتي ليتي ڪرڻ جائز آهي پر مسلمانن کي درست نه آهي ته حربي ڪافرن کي هٿيار وڪڻن.

(2854) وعن أبي هريرة رضي الله عنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " الظهر يركب بنفقته إذا كان مرهونا ولبن الدر يشرب بنفقته إذا كان مرهونا وعلى الذي يركب ويشرب النفقة " . رواه البخاري

**ابو هريرهﷺ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو جيڪڏهن سواريءَ جو جانور گروي رکيل هجي تہ ان تي خرچ ڪرڻ سبب سواري ڪبي ۽ جيڪڏهن کير وارو جانور گروي هجي تہ ان تي خرچ ڪرڻ سبب انجو کير پيتو وڃي. جيڪو سواري ڪري ۽ کير پيئي اهوئي ان جو خرچ ڀري (ان کي بخاري روايت ڪيو)**

## فصل ٻيو

(2855) عن سعيد بن المسيب أن رسول الله صلى الله عليه وسلم قال : " لا يغلق الرهن الرهن من صاحبه الذي رهنه له غنمه وعليه غرمه " . رواه الشافعي مرسلا وروي مثله أو مثل معناه لا يخالف عنه عن أبي هريرة متصلا

**سعيد بن مسيب ﷺ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو آهي تہ شيءِ گروي رکڻ سان گروي رکڻندڙ جي ملڪيت ختم نٿي ٿئي. گروي رکندڙ نفعي جو حقدار حقدار آهي ۽ شيءِ ضايع ٿي وڃي تہ بہ گروي رکڻندڙ (مالڪ) ئي ان جو ذميوار آهي (ان کي شافعي روايت ڪيو) ۽ ان وانگر ان جي هم معنيٰ روايت جيڪا ان کان برخلاف نہ آهي، سعيد بن مسيب، ابو هريرهﷺ کان متصل روايت ڪئي آهي.**

(2856) وعن ابن عمر أن النبي صلى الله عليه وسلم قال : " المكيال مكيال أهل المدينة والميزان ميزان أهل مكة " . رواه أبو داود والنسائي

**ابن عمر ﷺ کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايوتہ: ماپڻ ۾ مديني وارا ۽ تور ۾ مڪي وارا (معياري يامعتبر) آهن.(ان کي ابو داؤد، نسائي روايت ڪيو)**

(6857) وعن ابن عباس قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم لأصحاب الكيل والميزان : " إنكم قد وليتم أمرين هلكت فيهما الأمم السابقة قبلكم " . رواه الترمذي

**ابن عباسﷺ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن ماپ تور ڪندڙن کي فرمايو تہ: اوهان جي هٿن ۾ بہ اهڙا ڪم ڏنا ويا آهن، جن جي ڪري اوهان کان اڳ بہ قومون هلاڪ ٿي چڪيون آهن. (ان کي ترمذيءَ روايت ڪيو)**

## فصل ٽيون

(2858) عن أبي سعيد الخدري قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " من أسلف في شيء فلا يصرفه إلى غيره قبل أن يقبضه " . رواه أبو داود وابن ماجه

**ابو سعيد خدري کان روايت آهي تہ رسل الله ﷺ جن فرمايو تہ جيڪو ماڻهو ڪنهن سان بيع سلم جو معاملو ڪري، جڳائي تہ ان شيءِ کي قبضي کان اڳ (بيع سلم وسيلي) ٻئي ڏانهن منتقل نہ ڪري (ان کي ابوداؤد ۽ ابن ماجه روايت ڪيو)**

# ذخيره اندوزيءَ جو بيان

## پهريون فصل

(2859) عن معمر قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " من احتكر فهو خاطئ " . رواه مسلم وسنذكر حديث عمر رضي الله عنه " كانت أموال بني النضير " في باب الفيء إن شاء الله تعالى

**معمر رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جيڪو (مهنگائي جي خيال سان اناج روڪي اهو گنهگار آهي ( ان کي مسلم روايت ڪيو ۽ انشاءالله تعاليٰ سگهوئي حضرت عمر جي حديث ﴿ڪات اموال بني نضير﴾ باب الفئي ۾ ذڪر ڪنداسون.**

## فصل ٻيو

(2860) عن عمر رضي الله عنه عن النبي صلى الله عليه وسلم قال : " الجالب مرزوق والمحتكر ملعون " . رواه ابن ماجه والدارمي

**عمر رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: واپاري کي (خدا جي طرفان) رزق ڏنو وڃي ٿو ۽ ذخيره اندوزي ڪندڙ ملعون آهي.[1] (ان کي ابن ماجه ۽ دارمي روايت ڪيو)**

**فائده:_ علامه الباني هن حديث کي ضعيف قرار ڏنو آهي. (مشڪواة علامه الباني 875/2)**

(2861) وعن أنس قال : غلا السعر على عهد النبي صلى الله عليه وسلم فقالوا : يا رسول الله سعر لنا فقال النبي صلى الله عليه وسلم : " إن الله هو المسعر القابض الباسط الرازق وإني لأرجو أن ألقى ربي وليس أحد منكم يطلبنني بمظلة بدم ولا مال " . رواه الترمذي وأبو داود وابن ماجه والدارمي

**انس رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جي زماني ۾ اناج مهانگو ٿي پيو. ماڻهن عرض ڪيو تہ اي الله جا رسول ﷺ! اسان لاءِ اگهہ مقرر ڪريو[2] فرمايائون تہ: بيشڪ الله ئي اگهہ مقرر ڪندڙ، ڪشادگي ڪندڙ، روزي ڏيندڙ آهي ۽ بيشڪ آئون اميد رکان ٿو تہ پنهنجي رب سان**

[1]_ هن حديث مان معلوم، ٿيو تہ جيڪو ماڻهو اناج مهانگائي جي حالت ۾ خريد ڪري پوءِ هن خيال سان روڪي رکي تہ جڏهن مهانگو ٿيندو تڏهن وڪڻندس اهو ملعون آهي ۽ جيڪو ماڻهو سستائي جي زماني ۾ خريد ڪري رکي يا ٻئي ملڪ مان آڻي مهانگائي جي وقت وڪڻي تہ حرام نہ آهي. ساڳيءَ طرح جيڪو مهانگائي جي حالت ۾ ڪاڏي لاءِ اناج خريد ڪري رکي يا مهنگائي ۾ خريد ڪري ان وقت وڪڻي تہ ان تي بہ گناه نہ آهي. اناج کان سواءِ ٻين شين مثلاً ڪپڙي وغيره جو بہ اهوئي حڪم آهي.

[2]_ هن حديث مان معلوم ٿيو تہ سوداگرن ۽ اناج واپارين تي اگهہ مقرر ڪرڻ هڪ مالي ظلم آهي.

هن حال ۾ ملان جو توهان مان ڪو مون ڪان خون يا مال جو مطالبو نہ ڪري. (ان ڪي ترمذي، ابوداؤد، ابن ماجه ۽ دارمي روايت ڪيو)

## فصل ٽيون

(2862) عن عمر بن الخطاب رضي الله عنه قال : سمعت رسول الله صلى الله عليه وسلم يقول : " من احتكر على المسلمين طعامهم ضربه الله بالجذام والإفلاس " . رواه ابن ماجه والبيهقي في شعب الإيمان . ورزين في كتابه

**عمر بن خطاب رضي الله عنه ڪان روايت آهي تہ مون رسول الله ﷺ ڪي فرمائيندي ٻڌو تہ جيڪو شخص اناج مهانگو ڪري مسلمانن کي وڪرو ڪندو، الله تعاليٰ ان کي ڪوڙهہ ۽ مسڪينيءَ ۾ مبتلا ڪندو[1] (ان ڪي ابن ماجه ۽ بيهقيءَ شعب الايمان ۾ ۽ زرين پنهنجي ڪتاب ۾ روايت ڪيو)**

(2863) وعن ابن عمر قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " من احتكر طعاما أربعين يوما يريد به الغلاء فقد برئ من الله وبرئ الله منه " . رواه رزين

**ابن عمر رضي الله عنه ڪان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ جنهن مهانگائي جي ارادي سان چاليهہ ڏينهن اناج روڪيو تہ اهو الله ڪان بيزار ٿيو ۽ الله ان ڪان بيزار ٿيو. (ان ڪي رزين روايت ڪيو)**

**فائدو:_ سند ۾ راويءَ ابو البشر املوڪي کي ابن معين ضعيف قرار ڏنو آهي. (تنقيح الرواة ربع ثاني**178)

(2864) وعن معاذ قال : سمعت رسول الله صلى الله عليه وسلم يقول : " بئس العبد المحتكر : إن أرخص الله الأسعار حزن وإن أغلاها فرح " . رواه البيهقي في شعب الإيمان ورزين في كتابه

**معاذ رضي الله عنه ڪان روايت آهي تہ مون رسول الله ﷺ ڪي فرمائيندي ٻڌو تہ ذخيره اندوزي ڪندڙ ٻانهو (ڪيڏو نہ) برو آهي، جيڪڏهن الله تعاليٰ اگهہ سستا ڪندو آهي تہ اهو رنج ٿيندو آهي ۽ جيڪڏهن (اگهہ) مهانگا ڪندو آهي تہ خوش ٿيندو آهي. (ان ڪي بيهقيءَ شعب الايمان ۾ ۽ رزين پنهنجي ڪتاب ۾ روايت ڪيو)**

**فائده:_سند ۾ هڪ راوي متروڪ آهي. (تنقيح الرواة ربع ثاني** 178)

(2865) وعن أبي أمامة : أن رسول الله صلى الله عليه وسلم قال : " من احتكر طعاما أربعين يوما ثم تصدق به لم يكن له كفارة " . رواه رزين

---

[1]_ معلوم ٿيو تہ جيڪو مسلمان کي نقصان رسائڻ جو ارادو ڪندو تہ ان کي الله تعاليٰ بدني ۽ مالي مصيبت ۾ مبتلا ڪندو.

**ابو امامه رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليه وسلم جن فرمايو تہ جيڪو شخص چاليهہ ڏينهن اناج ذخيرو ڪري ۽ پوءِ ان کي خيرات ڪري ڇڏي تہ بہ ان لاءِ ڪفارو نہ ٿيندو (ان کي رزين روايت ڪيو)**

# باب الفلاس والانظار
# مسڪيني ۽ مهلت ڏيڻ جو بيان

### فصل پهريون

(2866) عن أبي هريرة قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " أيما رجل أفلس فأدرك رجل ماله بعينه فهو أحق به من غيره "

**ابو هريره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليه وسلم جن فرمايو تہ جيڪو شخص مفلس ٿي وڃي ۽ مالڪ پنهنجي شيءِ درست حالت ۾ ان وٽ ڏسي تہ اهو ٻين جي مقابلي ۾ ان جو وڌيڪ حقدار آهي ([1]) (بخاري مسلم)**

(2867) وعن أبي سعيد قال : أصيب رجل في عهد النبي صلى الله عليه وسلم في ثمار ابتاعها فكثر دينه فقال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " تصدقوا عليه " فتصدق الناس عليه فلم يبلغ ذلك وفاء دينه فقال رسول الله صلى الله عليه وسلم لغرمائه " خذوا ما وجدتم وليس لكم إلا ذلك " . رواه مسلم

**ابو سعيد رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليه وسلم جن جي زماني ۾ باغ خريد ڪندڙ هڪ شخص تي مصيبت آئي ۽ اهو گهڻو قرضي ٿي پيو. رسول الله صلي الله عليه وسلم جن فرمايو تہ هن کي خيرات ڏيو. ماڻهن ڪيس خيرات ڏني پر پورو قرض لهي نہ سگهيو. پوءِ رسول الله صلي الله عليه وسلم قرضين کي فرمايو جيڪي هن وٽ آهي سو وٺو، اوهان کي ان کان وڌيڪ ملندو([2]) (ان کي مسلم روايت ڪيو)**

(2868) وعن أبي هريرة رضي الله عنه أن النبي صلى الله عليه وسلم قال : " كان رجل يدائن الناس فكان يقول لفتاه : إذا أتيت معسرا تجاوز عنه لعل الله أن يتجاوز عنا قال : فلقي الله فتجاوز عنه "

---

[1]_اهل حديث هن حديث موافق حڪم ڏنو آهي پر ابو حنيفه، ابو يوسف، محمد ۽ زفر ۽ ٻين ڪوفي فقيهن چيو آهي تہ اهو ماڻهو هر حالت ۾ ٻين وڪڻندڙن ۽ قرض خواهن جهڙو ٿيندو يعني انهيءَ شيءَ ۾ جيڪا سندس هٿي تنهن ۾ ٻين قرض خواهن کان وڌيڪ حقدار ڪونهي انهن جو قول هن باب ۾ صحيح حديثن جي خلاف آهي. طحاوي توجيه بيان ڪندي چوي ٿو تہ هن حديث جو تعلق غصب ڪيل، چورايل يا امانت ۾ رکيل مال سان آهي، جيڪو ملي. اها سندس صريح غلفت آهي ڇاڪاڻ تہ ابو هريره جي ڪيترين روايتن ۾ "ايمارجل باع" جا الفاظ آهن، يعني بيع جو وضاحت سان ذڪر موجود آهي.

[2]_هن حديث جو مطلب آهي تہ قرضدار کي مهلت ڏجي. پوءِ جڏهن نيڪ ٿئي. تڏهن ان کان پنهنجو حق وٺجي ۽ اهو مطلب نہ آهي تہ وٺڻ واري جو حق ختم ٿي ويو.

ابو هريرهؓ کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ هڪ سخص هو جيڪو ماڻهن سان ڏيتي ليتي ڪندو هو ۽ پنهنجي خادم کي چوندو هو تہ جڏهن ڪنهن تنگ دست وٽ وڃين تہ ان کي معاف ڪر شايد الله اسان کي معاف فرمائي. پاڻ سڳورنﷺ فرمايو تہ پوءِ اهو (ان حالت ۾) الله سان مليو تہ انهيءَ کيس معاف ڪري ڇڏيو ([1]) (بخاري مسلم)

(2869) وعن أبي قتادة قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " من سره أن ينجيه الله من كرب يوم القيامة فلينفس عن معسر أو يضع عنه " . رواه مسلم

ابو قتاده ؓ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺجن فرمايو تہ: جنهن کي پسند آهي تہ الله تعاليٰ قيامت جي ڏينهن جي سختين کان کيس بچائي، ان کي گهرجي تہ تنگ دست کي مهلت ڏي يا معاف ڪري. (ان کي مسلم روايت ڪيو)

(2870) وعنه قال : سمعت رسول الله صلى الله عليه وسلم يقول : " من أنظر معسرا أو وضع عنه أنجاه الله من كرب يوم القيامة " . رواه مسلم

. ابو قتاده ؓ کان روايت آهي تہ مون رسول الله ﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو تہ جيڪو وصوليءَ ۾ تنگدست کي مهلت ڏيندو يا قرض معاف ڪندو، الله تعاليٰ ان کي قيامت جي سختين کان بچائيندو. (ان کي مسلم روايت ڪيو)

(2871) وعن أبي اليسر قال : سمعت النبي صلى الله عليه وسلم يقول : " من أنظر معسرا أو وضع عنه أظله الله في ظله " . رواه مسلم

ابويسر ؓ کان روايت آهي تہ مون رسول الله ﷺکي فرمائيندي ٻڌو تہ جيڪو مفلس کي مهلت ڏيندو يا قرض معاف ڪندو (قيامت جي ڏينهن) الله تعاليٰ ان کي پنهنجي ڇانو هيٺان جاءِ ڏيندو. (ان کي مسلم روايت ڪيو)

(2872) وعن أبي رافع قال : استسلف رسول الله صلى الله عليه وسلم بكرا فجاءته إبل من الصدقة قال : أبو رافع فأمرني أن أقضي الرجل بكره فقلت : لا أجد إلا جملا خيارا رباعيا فقال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " أعطه إياه فإن خير الناس أحسنهم قضاء " . رواه مسلم

ابورافع ؓ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن هڪ نئون نديو اڌ قرض تي ورتو پوءِ وٽن صدقي جا اٺ آيا ابو رافع ؓ چوي ٿو تہ پاڻ سڳورنﷺ مون کي حڪم ڏنو تہ قرضدار کي نئون نديو اٺ ڏيان. مون عرض ڪيو تہ هنن اٺن ۾ هڪ ڇهن سالن جو بهترين اٺ آهي. پاڻ

[1] هن حديث مان معلوم ٿيو تہ جيڪو خدا جي مخلوق کي تنگ نٿو ڪري تہ خدا تعاليٰ بہ ان کي تنگ نٿو ڪري.

سڳورنﷺ فرمايو تہ کيس ڏئي ڇڏ، ڇاڪاڻ تہ سڀ کان ڀلارو اهو شخص آهي جيڪو قرض جي ادائيگيءَ ۾ ڀلو هجي. (ان کي مسلم روايت ڪيو)

(2873) وعن أبي هريرة أن رجلا تقاضى رسول الله صلى الله عليه وسلم فأغلظ له فهم أصحابه فقال : " دعوه فإن لصاحب الحق مقالا واشتروا له بعيرا فأعطوه إياه " قالوا : لا نجد إلا أفضل من سنه قال : " اشتروه فأعطوه إياه فإن خيركم أحسنكم قضاء "

ابو هريرهؓ کان روايت آهي تہ قرضيءَ رسول اللهﷺ جن کان سختي سان قرض جي گهر ڪئي. اصحابي ان کي (مارڻ جي) ارادي سان اٿيا. ارشاد فرمايائون تہ هن کي ڪجهہ نہ چئو([1]) ڇاڪاڻ تہ حقدار کي چوڻ جو حق حاصل آهي ۽ اٺ خريد ڪري کيس ڏيو. اصحابن عرض ڪيو تہ سندس اٺ کان چڱو اٺ اسان کي ملي ٿو. فرمايائون تہ اهوئي وٺي ڏيوس، ڇاڪاڻ تہ سڀ کان ڀلارو انسان اهوئي آهي جيڪو قرض ادا ڪرڻ ۾ ڀلو آهي. (بخاري مسلم)

(2874) وعنه أن رسول الله صلى الله عليه وسلم قال : " مطل الغني ظلم فإذا أتبع أحدكم على مليء فليتبع "

ابو هريره ؓ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: قرض ادا ڪرڻ ۾ مالدار جي ٽال مٽول ڪرڻ ظلم آهي([2]) پوءِ جڏهن توهان مان ڪنهن ( جو قرض) مالدار جي حوالي ڪيو وڃي تہ ان کي گهرجي تہ (ان ضمانت کي) منظور ڪري. ([3]) (بخاري مسلم)

(2875) وعن كعب بن مالك : أنه تقاضى ابن أبي حدرد دينا له عليه في عهد رسول الله صلى الله عليه وسلم في المسجد فارتفعت أصواتهما حتى سمعها رسول الله صلى الله عليه وسلم وهو في بيته فخرج إليهما رسول الله صلى

---

[1]_ابن ماجہ جي روايت آهي تہ پاڻﷺ فرمايائون اوهان قرضدار جي طرفداري ڇو نہ ڪئي؟ هن حديث مان رسول اللہ ﷺ جن جو ڪمال خلق معلوم ٿئي ٿو ۽ هي بہ معلوم ٿيو تہ رسول اللہ ﷺ جن سچا نبي هئا. جيڪڏهن دنيا وي حاڪمن جهڙا هجن ها تہ ان کي مارڪٽ ڪري ڪڍائي ڇڏي ها!ﷺ. سبحان اللہ! ڪهڙو نہ عدل ۽ انصاف هو جو رسول اللہ ﷺ جن اصحابن کي فرمايو تہ مقروض جي مدد ڪريو. منهنجي رعايت ڇو تہ ڪريو. حق جو خيال ان کان ٻيو ڪهڙو ٿيندو. هو هڪ ڪليل دليل آهي پاڻ سڳورن ﷺ جي نبي ﷺ هجڻ جو نبي ﷺ کان سواءِ اهڙو عدل ۽ انصاف ٿيڻ مشڪل آهي. ٻي روايت ۾ آهي پوءِ اهو ٻهڙاري وارو ڪافر مسلمان ٿي پيو ۽ چوڻ لڳو مون توهان کان وڌيڪ صابر نہ ڏٺو ۽ هي جيڪو فرمايائون تہ حقدار کي چوڻ جو حق آهي تہ ان جي هيءَ معنىٰ آهي تہ اهو سختي سان گهري سگهي ٿو پر اهو تڏهن جڏهن قرضدار بنا ضرورت ٽاريندو هجي. نہ تہ زبان درازي ۽ تقاضا درست نہ آهي.

[2]_جيڪڏهن ماڻهو مفلس هجي ۽ وٽس پئسا نہ هجن تہ قرض ادا ڪرڻ ۾ مجبور آهي پر پيئسن هوندي ماڻهن جو قرض نہ ڏيڻ دير ڪرڻ گناهہ آهي ۽ ظلم آهي زندگي تي اعتبار نہ آهي شايد مري وڃي ۽ قرض واري جو قرض رهجي وڃي تنهن ڪري جڏهن پئسا ٿين تڏهن جلدي ڏيئي ڇڏجن.

[3]_ جيڪڏهن محتاج قرضدار ڪنهن مالدار کان قرض ڏياري تہ لازم آهي تہ منظور ڪجي.

الله عليه وسلم حتى كشف سجف حجرته ونادى كعب بن مالك قال : " يا كعب " قال : لبيك يا رسول الله فأشار بيده أن ضع الشطر من دينك قال كعب : قد فعلت يا رسول الله قال : " قم فاقضه "

**كعب بن مالڪ کان روايت آهي تہ ان رسول اللهﷺ جي زماني ۾ ابو حدرد جي پٽ کان مسجد ۾ پنهنجي قرض جي گهر ڪئي. ٻئي زور سان ڳالهائڻ لڳا، تانجو رسول اللهﷺ جن پنهنجي گهر ۾ سندن آواز ٻڌو. پوءِ رسول اللهﷺ جن انهن ڏانهن ٻاهر نڪتا. تانجو پنهنجي حجري جي دروازي جي پردي کي هٽائي ڪعب بن مالڪ ﷛ کي سڏي فرمايائون تہ : اي ڪعب ! ان عرض ڪيو تہ اي ﷲ جا رسولﷺ ! آئون حاضر آهيان . پاڻ سڳورنﷺ آڱر جي اشاري سان فرمايائون اڌ قرض معاف ڪر. ڪعب چيو اي ﷲ جا رسولﷺ ! مون معاف ڪيو. پاڻ ابن ابي حدرد کي فرمايائون تہ ا ٿ! ۽ باقي قرض ادا ڪر.[1]( بخاري مسلم)**

(2876) وعن سلمة بن الأكوع قال : كنا جلوسا عند النبي صلى الله عليه وسلم إذ أتي بجنازة فقالوا : صل عليها فقال : " هل عليه دين ؟ " قالوا : لا فصلى عليها ثم أتي بجنازة أخرى فقال : " هل عليه دين ؟ " قالوا : نعم فقال : " فهل ترك شيئا ؟ " قالوا : ثلاثة دنانير فصلى عليها ثم أتي بالثالثة فقال : " هل عليه دين ؟ " قالوا : ثلاثة دنانير قال : " هل ترك شيئا ؟ " قالوا : لا قال : " صلوا على صاحبكم " قال أبو قتادة : صلى الله عليه وسلم عليه يا رسول الله وعلي دينه فصلى عليه . رواه البخاري

**سلمه بن اڪوع کان روايت آهي تہ اسين نبيﷺ جن وٽ ويٺا هئاسون هڪ جنازو آيو. اصحابن عرض ڪيو تہ جنازي جي نماز پڙهايو. فرمايائونﷺ تہ ڇا هن تي قرض آهي؟ اصحابن چيو تہ نہ تڏهن ان جي جنازي جي نماز پڙهايائون. پوءِ ٻيو جنازو آندو ويو. فرمايائونﷺ تہ ڇا هن تي قرض آهي؟ چيو ويو تہ هائو! فرمايائونﷺ تہ ڇا ڪجهہ (ترڪو) ڇڏي مئو آهي؟ اصحابن عرض ڪيو تہ ٽي دينار (ڇڏيا اٿس) پاڻ ان تي بہ نماز پڙهايائون. پوءِ (ٽيون) جنازو آندو ويو. فرمايائون تہ ڇا هن تي قرض آهي؟ چيو ويو تہ هائو! چيائون تہ ٽي دينار (مٿس قرض آهي) فرمايائونﷺ تہ ڇا ڪجهہ (ترڪو) ڇڏي اٿس؟ چيائون تہ نہ! فرمايائون اوهين پنهنجي دوست تي پاڻ نماز پڙهو[2] ابو قتاده ﷛ عرض ڪيو تہ اي ﷲ جا رسول! سندس جنازي نماز پڙهايو، سندس قرض مون تي آهي. پوءِ پاڻﷺ ان جي نماز پڙهايائون. (ان کي بخاري روايت ڪيو)**

---

[1] _جنهن ڪم ۾ گناهہ نہ هجي ان ۾ سفارش جو اشارو ڪرڻ جائز آهي ۽ هي بہ معلوم ٿيو تہ مسجد ۾ پيسن جي گهر ڪرڻ درست آهي.

[2] _اسلام جي شروع زماني ۾ جڏهن مال گهٽ هو تڏهن جيڪو قرضدار مرندو هو تہ رسول اللهﷺ جن ان تي نماز جنازه نہ پڙهندا هئا، اصحابن کي فرمائيندا هئا تہ اوهين پنهنجي ياءُ تي نماز پڙهو پوءِ جڏهن ﷲ تعاليٰ فتح نصيب ڪئي ۽ مال هٿ آيو تڏهن رسول اللهﷺ جن هي حڪم ڏنو تہ هاڻي جيو بہ مسلمان قرضدار مئو ان جو قرض آئون ڀريندس اهڙي طرح جيڪو بي معاش ٻار ٻچا ڇڏي مري وڃي انهي جي بہ پرورش منهنجي زمي آهي ۽ هي مضمون ساڳي ابو هريره﷛ واري ايندڙ حديث ۾ موجود آهي جيڪا بخاري ۽ مسلم جي آهي.

(2877) وعن أبي هريرة عن النبي صلى الله عليه وسلم قال : " من أخذ أموال الناس يريد أداءها أدى الله عنه ومن أخذ يريد إتلافها أتلفه الله عليه " . رواه البخاري

**ابو هريره ﷛ کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايو جيڪو ماڻهن کان ادائيگيءَ جي نيت سان قرض وٺندو تہ الله تعالىٰ ان جو قرض ادا ڪندو ۽ جيڪوهن نيت سان قرض وٺندو تہ ادائيگيءَ نہ ڪندو تہ الله تعالىٰ ان جو مال ضائع ڪري ڇڏيندو ([1]) (ان کي بخاري روايت ڪيو)**

(2878) وعن أبي قتادة قال : قال رجل : يا رسول الله أرأيت إن قتلت في سبيل الله صابرا محتسبا مقبلا غير مدبر يكفر الله عني خطاياي ؟ فقال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " نعم " . فلما أدبر ناداه فقال : " نعم إلا الدين كذلك قال جبريل " . رواه مسلم

**ابو قتاده ﷛ کان روايت آهي تہ هڪ شخص عرض ڪيو تہ اي الله جا رسول ﷺ! جيڪڏهن آئون خدا جي راهہ ۾ ماريو وڃان ۽ مون سختي تي صبر ڪيو هجي (خدا کان) ثواب جو طالب هجان، لڙائي ۾ (هميشہ) مقابلو ڪيو هجي، پوئتي هٽڻ جو (ڪڏهن) ارادو نہ ڪيو هجي تہ ڇا الله تعالىٰ منهنجا گناهہ معاف ڪري ڇڏيندو؟ پاڻ ﷺ فرمايائون تہ هائو! جڏهن واپس ٿيو تڏهن رسول الله ﷺ کيس سڏي فرمايو تہ هائو! مگر قرض (معاف نہ ڪندو) جبرئيل ﷵ مون کي ائين چيو آهي (ان کي مسلم روايت ڪيو)**

(2879) وعن عبد الله بن عمرو أن رسول الله صلى الله عليه وسلم قال : " يغفر للشهيد كل ذنب إلا الدين " . رواه مسلم

**عبدالله بن عمرو ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ شهيد جا سڀ گناهہ معاف ٿين ٿا، مگر قرض معاف نٿو ٿئي (ان کي مسلم روايت ڪيو)**

(2880) وعن أبي هريرة قال : كان رسول الله صلى الله عليه وسلم يؤتي بالرجل المتوفى عليه الدين فيسأل : " هل ترك لدينه قضاء ؟ " فإن حدث أنه ترك وفاء صلى وإلا قال للمسلمين : " صلوا على صاحبكم " . فلما فتح الله عليه الفتوح قام فقال : " أنا أولى بالمؤمنين من أنفسهم فمن توفي من المؤمنين فترك دينا فعلي قضاؤه ومن ترك فهو لورثته "

**ابو هريره ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن وٽ جنازو آندو ويندو هو جنهن تي قرض هوندو هو تہ پاڻ پڇندا هئا تہ ڇا قرض ادا ڪرڻ لاءِ ڪجهہ ڇڏي مئو آهي؟ جيڪڏهن ڪين ٻڌائبو هو تہ ايترو (ترڪو) ڇڏيو اٿس جو قرض جي ادائيگي ٿي ويندي تہ ان جي جنازي جي نماز پڙهائندا هئا ۽ جيڪڏهن نہ تہ پاڻ مسلمانن کي فرمائيندا هئا تہ اوهين پنهنجي دوست جي جنازي**

[1] _ جنهن مسلمان کي ڪجهہ ضرورت هجي ۽ پري ڏيڻ جي نسيت سان قرض ڪٽي ۽ پرڻ جي ڪوشش ڪري تہ خدا ان کان ادا ڪرئيندو پرڻ جو سامان ڪري ڏيندو دنيا يا آخرت ۾ ۽ جيڪو مال کي برباد ڪرڻ جي نيت سان ڪٽي تہ خدا ان کي برباد ڪندو.

جي نماز پاڻ پڙهو. پوءِ جڏهن ﷲ تعاليٰ پاڻ ڪريمن کي فتوحات بخشيون تڏهن پاڻ سڳورنﷺ فرمايو تہ آئون مؤمنن لاءِ انهن جي جانين کان وڌيڪ عزيز آهيان. پوءِ مؤمنن مان جيڪو مري وڃي ۽ ان تي قرض هجي تہ ان جي قرض ادا ڪرڻ جو آئون ذميوار آهيان ۽ جيڪو مال ڇڏي مري اهو سندس وارثن جو آهي. (بخاري مسلم)

## فصل ٻيو

(2881) عن أبي خلدة الزرقي قال : جئنا أبا هريرة في صاحب لنا قد أفلس فقال : هذا الذي قضى فيه رسول الله صلى الله عليه وسلم : " أيما رجل مات أو أفلس فصاحب المتاع أحق بمتاعه إذا وجده بعينه " . رواه الشافعي وابن ماجه

ابو خلده زرقي ﷛ کان روايت آهي تہ اسان ابو هريره ﷛ وٽ پنهنجي هڪ ساٿي جو ڪيس آندو جيڪو مفلس ٿي چڪو هو. ابو هريره ﷛ چيو تہ اهڙوئي هڪ فيصلو رسول الله ﷺ جن ڪيو هو تہ جيڪو مري وڃي يا غريب ٿي وڃي، پوءِ سامان جو ڏٽي جيڪو پنهنجو سامان (ان وٽ) هوبهو لهي سوئي ان جو وڌيڪ حقدار آهي (ان کي شافعي ۽ ابن ماجه روايت ڪيو)

(2882) وعن أبي هريرة قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " نفس المؤمن معلقة بدينه حتى يقضى عنه " . رواه الشافعي وأحمد والترمذي وابن ماجه والدارمي وقال الترمذي : هذا حديث غريب

ابو هريره ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ مؤمن جو روح قرض سبب ٽنگيل رهي ٿو، تانجو سندس طرفان قرض ادا ڪيو وڃي (ان کي شافعي، احمد، ترمذي، ابن ماجه ۽ دارمي روايت ڪيو ۽ ترمذي چيو تہ هيءَ حديث غريب آهي)

(2883) وعن البراء بن عازب قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " صاحب الدين مأسور بدينه يشكو إلى ربه الوحدة يوم القيامة " . رواه في شرح السنة وروي أن معاذا كان يدان فأتى غرماؤه إلى النبي صلى الله عليه وسلم فباع النبي صلى الله عليه وسلم ماله كله في دينه حتى قام معاذ بغير شيء . مرسل هذا لفظ المصابيح . ولم أجده في الأصول إلا في المنتقى

براءَ بن عازب ﷛ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ قرضدار پنهنجي قرض سبب روڪيل رهي ٿو[1] قيامت جي ڏينهن پنهنجي رب وٽ اڪيلائي جي شڪايت ڪندو ( شرح السنة) هڪ روايت ۾ آهي تہ معاذ ﷛ قرض وٺندو هو (هڪ ڀيري) ان جا قرضي نبيﷺ جن وٽ آيا [2]

---

[1] _ جنت ۾ داخل ٿيڻ کان روڪيو ويندو.

[2] _ هنن حديثن ۾ قرض کڻڻ جي برائي بيان ڪئي آهي ۽ ٻين حديثن ۾ قرض کڻڻ جي فضيلت آيل آهي. ان مان اهو قرض مراد آهي جيڪو پنهنجن ٻارن ٻچن يا عزيزن جي ضرورتن لاءِ وجهجي ياﷲ تعاليٰ جي راه ۾ مسڪينن، ديني شاگردن، مسافرن جون ضرورتون پوريون ڪرڻ لاءِ قرض وٺجي. جيڪو شخص انهن ڪمن جي ڪري

**پوءِ نبيﷺ سندس سڀ سامان وڪٽي قرض لاٿو، تانجو معاذ مفلس ٿي پيو. هيءَ حديث مرسل آهي ۽ لفظ مصابيح جا آهن. مون کي اها حديث اصول ڪتابن ۾ نظر نہ آئي، سواءِ منتقيٰ جي.**

(2884) وعن عبد الرحمن بن كعب بن مالك قال : كان معاذ بن جبل شابا سخيا وكان لا يمسك شيئا فلم يزل يدان حتى أغرق ماله كله في الدين فأتى النبي صلى الله عليه وسلم فكلمه ليكلم غرماءه فلو تركوا لأحد لتركوا لمعاذ لأجل رسول الله صلى الله عليه وسلم فباع رسول الله صلى الله عليه وسلم ماله حتى قام معاذ بغير شيء . رواه سعيد في سننه مرسلا

**عبدالرحمٰن بن ڪعب بن مالڪ کان روايت آهي تہ معاذ بن جبلؓ سخي مرد هو ۽ ڪا شيءِ پاڻ وٽ نہ رکندوهوپوءِ هميشہ قرض وٺندو هو تانجو پنهنجو سڀ سامان قرض ۾ پورو ڪري ڇڏيائين. پوءِ (هڪ ڏينهن) نبي ﷺ جي خدمت ۾ حاضر ٿيو، تان تہ پاڻ سندس قرضين سان (قرض معاف ڪرڻ بابت) ڳالهہ ٻولهہ ڪن. جيڪڏهن قرضي ڪنهن جو قرض معاف ڪن ها تہ رسول الله ﷺ جي ڪري معاذ جو قرض ضرور معاف ڪن ها (پرانهن قرض معاف ڪرڻ کان انڪار ڪيو) تڏهن قرضي کي ڏيڻ لاءِ رسول اللهﷺ جن معاذ ؓ جو سڀ سامان وڪٽي ڇڏيو، تانجو معاذ وٽ ڪا شيءِ باقي نہ بچي. هن حديث کي سعيد پنهنجي سنن ۾ روايت ڪيو.**

(2885) وعن الشريد قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " لي الواجد يحل عرضه وعقوبته " قال ابن المبارك : يحل عرضه : يغلظ له . وعقوبته : يحبس له . رواه أبو داود والنسائي

**حضرت شريد ؓ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: مالدار طرفان قرض جي ادائيگيءَ ۾ دير ڪرڻ ان لاءِ بي عزتي ۽ سزا کي جائز ڪرڻ جو سبب آهي. ابن مبارڪ چوي ٿو تہ "يحل عرضه" مان مراد ان کي سخت سست چوڻ ۽ "عقوبته"مان مراد ڪيس قيد ڪرڻ آهي (ان کي ابو داؤد ۽ نسائي روايت ڪيو)**

---

قرضدار ٿيندو ۽ ان جي نيت ادا ڪرڻ جي هوندي تہ اللہ ضرور ان جي مدد ڪندو ۽ ان جو قرض ادا ڪرائيندو. بغير ضرورت قرض ڪڍڻ کي ڪنهن بہ جائز نہ چيو آهي. اللہ وارا ۽ نيڪ ماڻهو هميشہ قرض کان ڊڄندا رهيا ۽ پناه گهرندا رهيا. سڀ کان وڌيڪ خراب قرض اهو آهي جيڪو اسان جي زماني ۾ماڻهو ڪڍندا آهن جنهن جو وياج ڏيندا آهن ۽ حرام ۾ مبتلا ٿيندا آهن. وياج وارو قرض ڪنهن حال ۾ درست نہ آهي ڪٽي ڪهڙي بہ سخت ضرورت هجي. نہ ئي وياج تي قرض ڪٽي خير جي ڪم ۾ خرچ ڪرڻ سان اجر ملندو. مسلمان کي قرض ڪڍڻ جي ڪابہ ضرورت نہ آهي مگر ان حال ۾ جڏهن اهو يا ان جا ٻار ٻچا بک مرندا هجن. ان وقت بہ ضرورت موافق قرض وٺي تہ اللہ تعاليٰ ادا ڪرائيندو، رهيو شادي ۽ غميءَ جي معاملن لاءِ قرض وٺڻ تہ انهن ۾ شريعت جي ٻڌايل تعليم کان وڌيڪ خرچ ڪرڻ جائز نہ آهي. نڪاح صرف ايجاب ۽ قبوليت سان ٿيندو آهي. مئي پنيان ڏهو، چاليهو، ٻارهو وغيره سڀ منع آهي.

(2886) وعن أبي سعيد الخدري قال : أتي النبي صلى الله عليه وسلم بجنازة ليصلي عليها فقال : " هل على صاحبكم دين ؟ " قالوا : نعم قال : " هل ترك له من وفاء ؟ " قالوا : لا قال : " صلوا على صاحبكم " قال علي بن أبي طالب : علي دينه يا رسول الله فتقدم فصلى عليه . وفي رواية معناه وقال : " فك الله رهانك من النار كما فككت رهان أخيك المسلم ليس من عبد مسلم يقضي عن أخيه دينه إلا فك الله رهانه يوم القيامة " . رواه في شرح السنة

**ابو سعيد ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن وٽ نماز لاءِ هڪ جنازو آندو ويو. فرمايائون تہ هن تي قرض آهي؟ ماڻهن چيو تہ هائو! فرمايائونﷺ تہ ڇا ايترو مال ڇڏيو اٿس جنهن مان سندس قرض پورو ٿئي؟ ماڻهن چيو تہ نہ! فرمايائون تہ اوهين پنهنجي دوست تي نماز پڙهو. حضرت علي بن ابو طالب ﷛ عرض ڪيو تہ اي ﷲ جا رسولﷺ! سندس قرض منهنجي ذمي آهي. پوءِ پاڻ اڳتي وڌيا ان جي نماز پڙهايائون. هڪ روايت ان جي هم معنىٰ آهي ۽ ان ۾ هي لفظ وڌيڪ آهن تہ: ﷲ تعالىٰ دوزخ جي باهہ جا تنهنجا ٻنڌڻ کولي جيئن تو پنهنجي مسلمان ڀاءُ جي قرض جا ٻنڌڻ کوليا. پوءِ فرمايائون تہ جيڪو مسلمان ٻانهو پنهنجي ڀاءُ جو قرض ادا ڪندو، قيامت جي ڏينهن ﷲ تعاليٰ ان جا ٻنڌڻ آزاد ڪندو (ان کي شرح السنة ۾ روايت ڪيو)**

**فائدو:_ سند ۾ ضعيف ۽ مجهول راوي آهن. (تنقيح الرواة ثاني183)**

(2887) وعن ثوبان قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " من مات وهو بريء من الكبر والغلول والدين دخل الجنة " . رواه الترمذي وابن ماجه والدارمي

**ابو موسيٰ ﷛ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: جيڪو فوتي غرور ۽ وڌائي. خيانت ۽ قرض کان پاڪ هوندو سو جنت ۾ داخل ٿيندو (ان کي ترمذي، ابن ماجه ۽ دارمي روايت ڪيو آهي)**

(2888) وعن أبي موسى عن النبي صلى الله عليه وسلم قال : " إن أعظم الذنوب عند الله أن يلقاه بها عبد بعد الكبائر التي نهى الله عنها أن يموت رجل وعليه دين لا يدع له قضاء " . رواه أحمد وأبو داود

**ابو موسيٰ﷛ کان روايت ڪري ٿو تہ پاڻ فرمايائون تہ ﷲ وٽ منع ڪيل ڪبيره گناهن کان پوءِ سڀ کان وڏو گناه هي آهي تہ ٻانهو هن حال ۾ خدا سان ملي جو مٿس قرض هجي ۽ ايترو (ترڪو) نہ ڇڏي، جنهن سان قرض ادا ڪجي (هن کي احمد ۽ ابو داؤد روايت ڪيو آهي)**

(2889) وعن عمرو بن عوف المزني عن النبي صلى الله عليه وسلم قال : " الصلح جائز بين المسلمين إلا صلحا حرم حلالا أو أحل حراما والمسلمون على شروطهم إلا شرطا حرم حلالا أو أحل حراما " . رواه الترمذي وابن ماجه وأبو داود وانتهت روايته عند قوله " شروطهم "

عمرو بن عوف رضي الله عنه ڪان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: مسلمانن جي درميان صلح ڪرائڻ جائز آهي مگر اهڙو صلح جائز نہ آهي جنهن ۾ حلال کي حرام يا حرام کي حلال ڪجي ۽ جيڪي شرط مسلمانن ۾ (معروف) آهن (انهن جي پابندي واجب آهي) مگر انهن شرطن (جي پابندي لازم نہ آهي جنهن ۾) حرام کي حلال ۽ حلال کي حرام ڪجي (ان کي ترمذي، ابن ماجه ۽ ابو دائود روايت ڪيو ۽ ابو دائود جي روايت جا لفظ شرطهم تائين آهن)

## فصل ٽيون

(2890) عن سويد بن قيس قال : جلبت أنا ومخرفة العبدي بزا من هجر فأتينا به مكة فجاءنا رسول الله صلى الله عليه وسلم يمشي فساومنا بسراويل فبعناه وثم رجل يزن بالأجر فقال له رسول الله : " زن وأرجح " . رواه أحمد وأبو داود والترمذي وابن ماجه والدارمي وقال الترمذي : هذا حديث حسن صحيح

سويد بن قيس ڪان روايت آهي تہ آئون ۽ مخرفه عبدي (يمن جي شهر) هجر مان وڪري لاءِ ڪپڙو ڪٺي مڪي آياسون. رسول الله ﷺ پيرين پيادل اسان وٽ آيا ۽ اسان سان هڪ سلوار جو سودو ڪيائون اسان سلوار کين وڪڻي ڏني. اتي هڪ ملازم تور ڪري رهيو هو، رسول الله ﷺ ان کي فرمايو تہ تور ڪر، پر ڪجهہ وڌائي ڏي[1] (هن کي احمد، ابودائود، ترمذي ۽ دارمي روايت ڪيو. ترمذي چوي ٿو تہ هيءَ حديث حسن صحيح آهي)

(2891) وعن جابر قال : كان لي على النبي صلى الله عليه وسلم دين فقضاني وزادني . رواه أبو داود

جابر رضي الله عنه ڪان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ تي منهنجو ڪجهہ قرض هو. مون کي منهنجو قرض ادا ڪيائون ۽ ڪجهہ وڌائي ڏنائون[2] (هن کي ابو دائود روايت ڪيو)

(2892) وعن عبد الله بن أبي ربيعة قال : استقرض مني النبي صلى الله عليه وسلم أربعين ألفا فجاءه مال فدفعه إلي وقال : " بارك الله تعالى في أهلك ومالك إنما جزاء السلف الحمد والأداء " . رواه النسائي

عبدالله بن ابو ربيعه ڪان روايت آهي تہ مون ڪان رسول الله ﷺ جن چاليهہ هزار قرض ورتو. پوءِ وٽن مال آيو تہ منهنجو قرض ادا ڪيائون ۽ فرمايائون تہ الله تعالي تنهنجي اهل ۽ مال ۾ برڪت ڏي. قرض جو بدلو هي آهي تہ (ڏيندڙ جي) تعريف ڪجي ۽ فرض ادا ڪيو وڃي (ان کي نسائي روايت ڪيو)

---

[1] _ هجر هڪ ڳوٺ يمن ۾ آهي يا وري تمام بحري جو نالو هجر آهي. هن حديث مان صرف ايترو آثابت ٿئي ٿو تہ رسول الله ﷺ جو، سلوار خريد ڪئي. ان کي پائڻ جو ثبوت هن حديث ۾ نہ آهي ۽ جنهن حديث ۾ آهي تہ رسول الله ﷺ جن سلوار پاتيآهي، اها موضوع آهي.

[2] _ هن حديث مان معلوم ٿئي ٿو تہ جيڪو ماڻهو قرض جي ادائيگيءَ وقت قرض خواه کي ڪجهہ وڌيڪ ڏي تہ درست آهي بشرطيڪ قرض ڪڻڻ وقت وڌيڪ ڏيڻ جو شرط رکيل نہ هجي. پوءِ اهو وياج نہ ٿيندو.

(2893) وعن عمران بن حصين قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " من كان له على رجل حق فمن أخره كان له بكل يوم صدقة " . رواه أحمد

**عمران بن حصين کان روايت هي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ جنهن جو ڪنهن تي حق هجي، پوءِ جيڪو ان (واسطيدار شخص) کي مهلت ڏي تہ هر ڏينهن ان (مهلت ڏيندڙ کي صدقه (جو ثواب) ٿيندو.** [1] **(ان کي احمد روايت ڪيو)**

**فائدو:_ سند ۾ راوي ابوداڻود اعميٰ ڪوڙو آهي. (تنقيح الرواة ربع ثاني183)**

(2894) وعن سعد بن الأطول قال : مات أخي وترك ثلاثمائة دينار وترك ولدا صغارا فأردت أن أنفق عليهم فقال لي رسول الله صلى الله عليه وسلم : " إن أخلك محبوس بدينه فاقض عنه " . قال : فذهبت فقضيت عنه ولم تبق إلا امرأة تدعي دينارين وليست لها بينة قال : " أعطها فإنها صدقة " . رواه أحمد

**سعد بن اطول کان روايت آهي تہ منهنجو وڏاءُ مري ويو ۽ ٽي سو دينار (ترڪو) ۽ ننڍي آڪهہ ڇڏيائين. مون اها رقم مٿن طرچ ڪرڻ جو ارادو ڪيو. رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ تنهنجو ڀاءُ قرض سبب روڪيل آهي، پوءِ ان جو قرض ادا ڪر. چوي ٿو تہ پوءِ مون وجي سڀ قرض ادا ڪيرو ۽ (ڪوقرضدار) باقي بہ بچيو سواءِ هڪ عورت جي جيڪا ٻن دينارن جي دعويدار هئي پر وٽس شاهد نہ هو. پاڻ سڳورنﷺ فرمايو تہ ڪيس اهي (ٻہ دينار) ڏي، اها سچي آهي**([2]) **(ان کي احمد روايت ڪيو.)**

(2895) وعن محمد بن عبد الله بن جحش قال : كنا جلوسا بفناء المسجد حيث يوضع الجنائز ورسول الله جالس بين ظهرينا فرفع رسول الله صلى الله عليه وسلم بصره قبل السماء فنظر ثم طأطأ بصره ووضع يده على جبهته قال : " سبحان الله سبحان الله ما نزل من التشديد ؟ " قال : فسكتنا يومنا وليلتنا فلم نر إلا خيرا حتى أصبحنا قال محمد : فسألت رسول الله صلى الله عليه وسلم : ما التشديد الذي نزل ؟ قال : " في الدين والذي نفس محمد بيده لو أن

---

[1]_ هڪ روايت ۾ آهي جيڪو ڪنهن محتاج سان آساني ڪندو، ان کي مهلت ڏيندو، گهر نہ ڪندو تہ مولا سائين دنيا ۽ آخرت ۾ ان تي آساني ڪندو ۽ ٻي روايت ۾ آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ جيڪو ماڻهو چاهي اللهَ تعالیٰ ان کي پنهنجي عرش جي ڇانو ۾ جاءِ ڏي ان کي جڳائي تہ محتاج کي مهلت ڏي يا ڪجهہ قرض معاف ڪري. ٽين روايت ۾ آهي رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ هڪ ماڻهو مري ويو ان کان پڇيو ويو تہ ڪهڙو چڱو ڪم ڪيو آهي ان کي خود ياد آيو يا اللهَ تعاليٰ جي طرفان ياد گيري ڏياري ويس تہ روڪ ڏيتي ليتي ڪندڙ کان چشم پوشي ڪندو هئس ۽ جيڪڏهن ڪو قرض جي ادائيگي ۾ ڪجهہ گهٽ ڏيندو هو تہ ان کان بخشيندو هئس. يعني پنهنجو نقصان برداشت ڪندو هئس پر ٻئي تي سختي نہ ڪندو هئس ۽ محتاج کي مهلت ڏيندو هئس. اهو ٻڌي اللهَ بخشڻهار ان کي بخشي ڇڏيو. هي سيئي حديثون ابن ماجه باب نظائر المعسر ۾ موجود آهن.

[2]_اها سچي آهي رسول اللهﷺ جن کي وحي جي ذريعي خبر ملي ۽ هن حديث مان معلوم ٿيو تہ قرض ميراث کان مقدم آهي.

رجلا قتل في سبيل الله ثم عاش ثم قتل في سبيل الله ثم عاش ثم قتل في سبيل الله ثم عاش وعليه دين ما دخل الجنة حتى يقضى دينه " . رواه أحمد وفي شرح السنة نحوه

**محمد بن عبدالله بن جحش کان روايت آهي تہ اسين مسجد جي اڱڻ ۾ جتي جنازا رکبا هئا، ويناهئاسون. رسول اللهﷺ جن بہ اسان جي درميان وينا هئا. پاڻﷺ آسمان ڏانهن نظر کنيائون. نهاري پوءِ نظر هيٺ جهڪايائون ۽ پنهنجو هٿ پيشاني تي رکي فرمايائون تہ پاڪ آهي اللہ! پاڪ آهي اللہ! ڪيتري قدر سختي نازل ٿي آهي. راوي چوي ٿو تہ اسين اهو ڏينهن ۽ رات ماٺ ۾ رهياسون ۽ ڀلائي کان سواءِ ڪا شيءِ نظر نہ آئي، تانجو صبح ڪئي سون. (حديث جو راوي) محمد چوي ٿو تہ مون رسول اللهﷺ کان پڇيو تہ ڪهڙي سختي نازل ٿي آهي؟ فرمايائون تہ قرض جي باري ۾ (سختي نازل ٿي) قسم آهي ان ذات جو جنهن جي هٿ ۾ محمدﷺ جي جان آهي! جيڪڏهن ڪو شخص اللہ جي رستي ۾ ماريو وڃي ۽ وري زنده ڪيو وڃي. پوءِ اللہ جي رستي ۾ ماريو وڃي ۽ وري زنده ڪيو وڃي. پوءِ اللہ جي رستي ۾ ماريو وڃي وري زنده ڪيو وڃي ۽ مٿس قرض هجي تہ بہ ان وقت تائين جنت ۾ نہ داخل ٿيندو جيستائين ان جو قرض ادا نہ ڪيو وڃي[1] (ان کي احمد روايت ڪيو ۽ شرح السنة ۾ بہ ساڳيءَ طرح آهي)**

# باب الشرکة والو کالة

[1] ـهنن حديثن ۾ قرض جي برائي بيان آهي هنن حديثن مان مصداق اهي ماڻهو آهن. جيڪي ذاتي عرش آرام، فضول خرچين يا دنيا جي بيڪار رسمن لاءِ قرض کڻدا آهن ۽ ادا ڪر جي نيت بہ نہ هوندي اٿن. پر جيڪو نيڪيءَ جي ڪمن ۾ قرضدار ٿيندو، جيئن مسلمانن سان سهڻو سلوڪ ڪرڻ، يتيمن ۽ بيواهن جي پرورش ڪرڻ لاءِ قرض وٺڻ ۽ ونڊڙ جي ادا ڪرڻ جي نيت بہ هجي تہ ڏٽي پاڪ ۾ اميد آهي تہ قيامت جي ڏينهن ان جي قرض جي ادائيگي جي ڪا صورت ڪيندو. بشرطيڪ دنيا ۾ ان وٽ ايترو مال نہ هجي جيڪو قرض ادا ڪرڻ لاءِ ڪافي ٿئي. جڏهن مال هجي تہ قرض فوراً ادا ڪجي. جيترو ٿي سگهي قرض کان بچجي پر سخت ضرورت ۾ اللہ جي ڀروسي تي قرض کڻي تہ انشاءاللہ، اللہ پاڪ ادا ڪرائي ڇڏيندو.

# پائيواري ۽ وڪالت جو بيان

## فصل پهريون

(2896) عن زهرة بن معبد : أنه كان يخرج به جده عبد الله بن هشام إلى السوق فيشتري الطعام فيلقاه ابن عمر وابن الزبير فيقولان له : أشركنا فإن النبي صلى الله عليه وسلم قد دعا لك بالبركة فيشركهم فربما أصاب الراحلة كما هي فيبعث بها إلى المنزل وكان عبد الله بن هشام ذهبت به أمه إلى النبي صلى الله عليه وسلم فمسح رأسه ودعا له بالبركة . رواه البخاري

**زهجره بن معبد کان روايت آهي تہ ان جو ڏاڏو عبدالله بن هشام ان کي بازار ۾ وٺي ويندو هو ۽ اناج خريد ڪندو هو. اتي ڪيس ابن عمر ۽ ابن زبير ﷺ ملندا هئا ۽ چوندا هئا تہ اسان کي بہ شريڪ ڪر، ڇا ڪاڻ تہ نبي ﷺ تنهنجي لاءِ برڪت جي دعا ڪئي آهي. پوءِ اهو ڪين شريڪ ڪندو هو. اڪثر ڪيس سامان سان پريل اٺ جيترو فائدو ٿيندو هو، جنهن کي گهر ڪاهي ايندو هو. عبدالله بن هشام کي ان جي ماءُ نبي ﷺ وٽ وٺي آئي هئي، پاڻ ﷺ سندس مٿي تي هٿ ڦيرائي ڪيس برڪت جي دعا ڏني هئي (ان کي بخاري روايت ڪيو)**

(2897) وعن أبي هريرة قال : قالت الأنصار للنبي صلى الله عليه وسلم : اقسم بيننا وبين إخواننا النخيل قال : " لا تكفوننا المؤونة ونشرككم في الثمرة " . قالوا : سمعنا وأطعنا . رواه البخاري

**ابو هريره ﷺ کان روايت آهي تہ انصارن نبي ﷺ کي عرض ڪيو تہ اسان ۽ اسان جي پائرن (مهاجرن) جي درميان ڪجور جا وڻ ورهايو ([1]) فرمايائون تہ نہ! اوهين اسان کان محنت ۽ مزدوري ۾ مدد وٺو ۽ اسين اوهان سان اپت ۾ شريڪ ٿينداسون. انهن چيو تہ ٻڌوسون ۽ قبول ڪيوسون (ان کي بخاري روايت ڪيو)**

(2898) وعن عروة بن أبي الجعد البارقي : أن رسول الله صلى الله عليه وسلم أعطاه دينارا ليشتري به شاة فاشترى له شاتين فباع إحداهما بدينار وأتاه بشاة ودينار فدعا له رسول الله صلى الله عليه وسلم في بيعة بالبركة فكان لو اشترى ترابا لربح فيه . رواه البخاري

**عروه بن ابوجعد بارقي ﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ ڪيس هڪ دينار ٻڪري خريد ڪرڻ لاءِ ڏنو. پوءِ انهيءَ سندن لاءِ بہ ٻڪريون خريد ڪيون. وري هڪ ٻڪري هڪ دينار ۾ وڪيائين ۽ هڪ ٻڪري ۽ هڪ دينار سندن خدمت ۾ حاضر ڪيائين. تڏهن رسول الله ﷺ ڪيس**

---

[1] _ جڏهن مهاجر گهر ٻار ڇڏي مديني آيا تڏهن انصارين رسول الله ﷺ جن کي عرض ڪيو تہ اسان جا باغ اسان جي مهاجرن ڀائرن ۾ ورهائي ڇڏيو. تڏهن رسول الله ﷺ جن هي حديث بيان ڪئي. يعني انهن جي حفاظت ۽ محنت پنهنجي ذمي رکو هي ويچار ڪيتي باڙي ڪرڻ نٿا ڄاڻن، ڀلي انهن کان محنت مزدوريءَ جي ڪم ۾ مدد بہ وٺو، جڏهن ميوا پچي تيار ٿين تڏهن انهن کي ورهائي ڏجو. انصارن تان قربان! جن رسول الله ﷺ جي فرمان کي رد نہ ڪيو ۽ بسر وچشم منظور ڪيائون. هن حديث ۾ پائيواري جو ثبوت آهي.

برڪت جي دعا ڏني. پوءِ جيڪڏهن مٽي ۾ ٻڌندو هو ته ان ۾ به ڪيس نفعو ٿيندو هو. (ان کي بخاري روايت ڪيو)

## فصل ٻيون

(2899) عن أبي هريرة رفعه قال : " إن الله عز وجل يقول : أنا ثالث الشريكين ما لم يخن صاحبه فإذا خانه خرجت من بينهما " . رواه أبو داود وزاد رزين : " وجاء الشيطان "

**ابو هريره ﷺ ڪان مرفوع روايت آهي ته ﷲ تعاليٰ فرمائي ٿو ته آئون ٻن ڀائيوارن جي وچ ۾ ٽيون آهيان، جيستائين هڪ ٻئي سان خيانت نه ڪن ۽ جڏهن هڪ، ٻئي سان خيانت ۽ بدديانتي ڪندو آهي، تڏهن آئون انهن ڪان جدا ٿي ويندو آهيان (ان کي ابودائود روايت ڪيو ۽ رزين هي لفظ وڌايا آهن ته: " ۽ شيطان اچي ويندو آهي.")**

(2900) وعنه عن النبي صلى الله عليه وسلم قال : " أد الأمانة إلى من ائتمنك ولا تخن من خانك " . رواه الترمذي وأبو داود والدارمي

**ابو هريره ﷺ ڪان روايت آهي ته نبيﷺ جن فرمايو ته جنهن تو وٽ امانت رکي آهي ان جي امانت ادا ڪر ۽ جيڪو توسان خيانت ڪري تون ان سان خيانت نه ڪر[1](ان کي ترمذي، ابودائود ۽ دارمي روايت ڪيو)**

(2901) وعن جابر قال : أردت الخروج إلى خيبر فأتيت النبي صلى الله عليه وسلم فسلمت عليه وقلت : إني أردت الخروج إلى خيبر فقال : " إذا أتيت وكيلي فخذ منه خمسة عشر وسقا فإن ابتغى منك آية فضع يدك على ترقوته " . رواه أبو داود

**جابر ﷺ ڪان روايت آهي ته مون خيبر وڃڻ جو خيال ڪيو ۽ رسول اللهﷺ جي خدمت ۾ حاضر ٿيس. مون مٿن سلام ڪندي عرض ڪيو ته منهنجو خيبر وڃڻ جو ارادو آهي. پاڻ فرمايائون تون خيبر ۾ منهنجي وڪيل سان ملين ته ان وٽان پندرهن وسق ڪجور ڪنيو اچ ۽ تو ڪان نشاني گهري ته ان جي نڙگهٽ وٽ هٿ رکج. (ان ابودائود روايت ڪيو)**

## فصل ٽيون

[1] _ پاڻﷺ حضرت عائشهؓ جي گهر ۾ هئا ۽ بيبي زينب حضورﷺ جن ڪان ڪاڌو موڪليو. ريس ڪرڻ عورتن جي پيدائشي فطرت آهي خاص ڪري پهاجن ۾. شرع ۾ انهيءَ تي پڪڙ نه آهي. تنهن ڪري حضورﷺ ان تي ڪاوڙ نه ڪئي. انهيءَ مان معلوم ٿيو ته پاڻ سڳوراﷺ پنهنجين گهر وارين تي گهڻا ٻاجهارا هئا.

(2902) عن صهيب قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " ثلاث فيهن البركة : البيع إلى أجل والمقارضة وإخلاط البر بالشعير للبيت لا للبيع " . رواه ابن ماجه

**صهيب ﷛ كان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته ٽي شيون برڪت واريون آهن: 1_ واعدي تي مال وڪڻڻ، 2_ مضاربت (ڀائيواري) ([1])3_ ڪڻڪ جَوَ ملائڻ گهرجي خرچ لاءِ نڪي وڪري لاءِ (ان کي ابن ماجه روايت ڪيو)**

**فائدو:_ سند ۾ راوي صالح بن صهيب مجهول آهي. )(تنقيح الرواةربع ثاني 185)**

(2903) وعن حكيم بن حزام أن رسول الله صلى الله عليه وسلم بعث معه بدينار ليشتري له به أضحية فاشترى كبشا بدينار وباعه بدينارين فرجع فاشترى أضحية بدينار فجاء بها وبالدينار الذي استفضل من الأخرى فتصدق رسول الله صلى بالدينار فدعا له أن يبارك له في تجارته . رواه الترمذي

**حڪم بن حزام ﷛ کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ ان ڏانهن هڪ دينار موڪليو، تان ته سندن لاءِ قرباني جو جانور خريد ڪري (انهيءَ) هڪ دينار ۾ هڪ گهيٽو خريد ڪري، پوءِ ٻن دينارن ۾ وڪيو. پوءِ وري هڪ دينار ۾ قربانيءَ جو جانور خريد ڪري نفعي واري دينارن ۾ وڪيو. پوءِ وري هڪ دينار سميت وٺي آيو. رسول الله ﷺ اهو دينار خيرات ڪيو ۽ حڪيم کي دعا ڏنائون ته ﷲ تعاليٰ کيس واپار ۾ برڪت عطا فرمائي. (ان کي ترمذيءَ روايت ڪيو)**

**فائده:_ راوي حبيب بن ابي ثابت جو حڪيم کان سماع ثابت نه آهي ان ڪري حديث منقطع آهي (تنقيح الرواة ربع ثاني185)**

# باب الغصب والعارية
# ڪسڻ ۽ اڌار ڏي جو بيان
### فصل پهريون

(2904) عن سعيد بن زيد قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " من أخذ شبرا من الأرض ظلما فإنه يطوقه يوم القيامة من سبع أرضين "

**سعيد بنزيد ﷛ کان راويت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته: جيڪو هڪ گرانٺ زمين به ظلم سان ڦٻائيندو ته بيشڪ قيامت جي ڏينهن ان کي ست زمينون ڪنڌ ۾ طوق ڪري وڌيون ويندي‌يون([1]) (بخاري مسلم)**

---

[1]_ مضاربت (حصيداري) هن کي چوندا آهن ته هڪڙو ماڻهو ٻي کي رقم ڏي اهو واپار ڪري هن شرط تي ته نفعي ۾ ٻنهي جو حصو آهي.

(2905) وعن ابن عمر قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " لا يحلبن أحد ماشية امرئ بغير أذنه أيحب أحدكم أن يؤتى مشربته فتكسر خزانته فينتقل طعامه وإنما يخزن لهم ضروع مواشيهم أطعماتهم " . رواه مسلم

**ابن عمر ﷺ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: ڪو ڪنن جي جانور جو کير ان جي اجازت کان سواءِ نہ ڏهي. ڇا توهان مان ڪو پسند ڪندو تہ ٻئي جي گودام يا اسٽور جو ڪلف ٽوڙي، ان جو اناج ڪڍي؟ اهڙيءَ طرح جانور جا ٿڻ بہ ٻئي شخص ڪي ڪيرجي گودام آهن ( ان کي مسلم روايت ڪيو)**

(2906) وعن أنس قال : كان النبي صلى الله عليه وسلم عند بعض نسائه فأرسلت إحدى أمهات المؤمنين بصحفة فيها طعام فضربت التي النبي صلى الله عليه وسلم في بيتها يد الخادم فسقطت الصحفة فانفلقت فجمع النبي صلى الله عليه وسلم فلق الصحفة ثم جعل يجمع فيها الطعام الذي كان في الصحفة ويقول : " غارت أمكم " ثم حبس الخادم حتى أتي بصحفة من عند التي هو في بيتها فدفع الصحفة الصحيحة إلى التي كسرت صحفتها وأمسك المكسورة في بيت التي كسرت . رواه البخاري

**انس کان روايت آهي تہ نبيﷺ پنهنجي ڪنهن بيبي (حضرت عائشهؓ) جي گهر هئا. امهات المؤمنين مان ڪنهن برتن ۾ (وٽن) ڪاڏو موڪليو. جنهن جي گهر نبيﷺ جن هئا، انهيءَ ڪاڏو آڻيندڙ خادم جي هٿ تي ڌڪ هنيو، جنهن جي ڪري برتن ڪري ٽٽي پيو. نبيﷺ جن برتن جا ٽڪرا جمع ڪيا ۽ ڪاڏو منجهن گڏ ڪيائون ۽ فرمايائون تہ "توهان جيماءُ کي غير اچي وئي!" ۽ خادم کي روڪيائون ۽ جنهن گهر ۾ هئا، ايترا سالم برتن گهرائي انهيءَ گهرواريءَ ڏانهن موڪليائون، جنهن ڪاڏو موڪليو هو ۽ ڀڳل برتن ٽوڙيندڙ جي گهر ۾ رکيائون. (ان کي بخاري روايت ڪيو)**

(2907) وعن عبد الله بن يزيد عن النبي صلى الله عليه وسلم : أنه نهى عن النهبة والمثلة . رواه البخاري

**عبدالله بن يزيد ﷺ کان روايت ڪري ٿو تہ پاڻ سڳورنﷺ مال ڪسڻ ۽ لاش جو مثلو ڪرڻ کان منع فرمائي آهي (ان کي بخاري روايت ڪيو)**

---

[1] _ طبراني ۽ احمد يعليٰ ﷺ کان روايت بيان ڪئي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ جيڪو ماڻهو ٻئي جي گرانٺ جيتري زمين ناحق ۽ ظلم سان ڦٻائيندو، خداوند تعاليٰ قيامت جي ڏينهن حڪم ڪندو تہ زمين ستين طبقي تائين وٽي پوءِ ان جي ڪنڌ ۾ وڌي وڃي، ايستائين جو حساب ڪتاب کان فراغت ٿئي. هن حديث مان معلوم ٿيو تہ زمين کوٽي اهڙي ڦوروءَ جي ڳچيءَ ۾ مثل طوق پوندي تان تہ اهو ظالم سيني جي روبرو شرمندو ٿئي. طوق جي ٻي صورت هي آهي تہ ظالم زمين ۾ تنسايو ويندو تہ زمين مٿس طوق وانگر ٿي ويندي، جيئن هن باب جي فصل ثالث جي پهرين ۽ ٻي حديث ۾ صاف بيان آهي. معلوم ٿيو تہ ظلم سان زمين ڦٻائڻ سخت گناهہ آهي.

(2908) وعن جابر قال : انكسفت الشمس في عهد رسول الله صلى الله عليه وسلم يوم مات إبراهيم بن رسول الله صلى الله عليه وسلم فصلى بالناس ست ركعات بأربع سجدات فانصرف وقد آضت الشمس وقال : " ما من شيء توعدونه إلا قد رأيته في صلاتي هذه لقد جيء بالنار وذلك حين رأيتموني تأخرت مخافة أن يصيبني من لفحها وحتى رأيت فيها صاحب المحجن يجر قصبه في النار وكان يسرق الحاج بمحجنه فإن فطن له قال : إنما تعلق بمحجني وإن غفل عنه ذهب به وحتى رأيت فيها صاحبة الهرة التي ربطتها فلم تطعمها ولم تدعها تأكل من خشاش الأرض حتى ماتت جوعا ثم جيء بالجنة وذلك حين رأيتموني تقدمت حتى قمت في مقامي ولقد مددت يدي وأنا أريد أن أتناول من ثمرتها لتنظروا إليه ثم بدا لي أن لا أفعل " . رواه مسلم

**جابرؓ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن جي زماني ۾ جنهن ڏينهن ابراهيم بن رسول اللهﷺ وفات ڪئي، سج گرهڻ ٿيو. پاڻ سڳورنﷺ ماڻهن کي ڇهہ رڪعتون چئن سجدن سان پڙهايون. سلام ورايائون تہ سج روشن ٿي چڪو هو. ارشاد فرمايائون تہ اوهان سان جيڪو بہ واعدو ڪيو وڃي ٿو، اهو اڄ مون هن نماز ۾ ڏسي ورتو. منهنجي اڳيان دوزخ آندو ويو ۽ اهو انهيءَ وقت جڏهن اوهان مون کي پوئتي هٽندي ڏٺو. دوزخ جي گرميءَ جي ڊپ کان آئون پوئتي هٽي رهيو هيس. منجهس هڪ شخص (عمروبن لحي) کي ڏٺم جيڪو پنهنجن آنڊن کي گهلي رهيو هو. اهو حاجين جون شيون پنهنجي وڪوڙيل لٺ وسيلي چورائيندو هو. جيڪڏهن ڏٺيءَ کي خبر پئجي ويندي هئي تہ واپس ڪندي چوندو هو تہ منهنجي لٺ ۾ ڦاسي پئي هئي ۽ خبر نہ پوندي هين تہ شيءِ کڻي ويندو هو ۽ مون ان ٻليءَ واري عورت کي ڏٺو جنهن ٻليءَ کي ٻڌي ڇڏيو هو، نہ ان کي ڪجهہ کائڻ لاءِ ڏيندي هئي ۽ نہ کوليندي هئي تان تہ زمين مان (ڪئا وغيره) کائي، تانجو بک وگهي مري وئي. پوءِ منهنجي اڳيان جنت آندي وئي ۽ اهو انهيءَ وقت جڏهن اوهان مون کي اڳتي وڌندي ڏٺو، تانجو پنهنجي جاءِ تي اچي بيٺس ۽ بيشڪ مون پنهنجو هٿ اڳتي وڌايو تان تہ جنت جي ميون مان ڪجهہ ٽوڙيا تان تہ اوهين اهو پنهنجين اکين سان ڏسو، پر پوءِ مناسب سمجهيم تہ ائين نہ ڪريان. (ان کي مسلم روايت ڪيو)**

(2907) وعن قتادة قال : سمعت أنسا يقول : كان فزع بالمدينة فاستعار النبي صلى الله عليه وسلم فرسا من أبي طلحة يقال له : المندوب فركب فلما رجع قال : " ما رأينا من شيء وإن وجدناه لبحرا "

**قتاده کان روايت آهي تہ مون حضرت انس ؓ کي فرمائيندي ٻڌو تہ هڪ ڀيري مديني ۾ خوف پکڙيو، تہ نبي ﷺ جن او طلحه ؓ کان گهوڙو ورتو جنهن کي مندوب(سست) چوندا هئا. پاڻ ﷺ ان تي سوار ٿيا. پوءِ جڏهن واپس آيا تہ فرمايائون تہ اان تہ ڪابہ خوف جي ڳالهہ نہ ڏٺي ۽ بيشڪ اسان تہ هن گهوڙي کي سمنڊ (تيز رفتار) ڏٺو. (بخاري مسلم)**

**فصل ٻيو**

(2908) عن سعيد بن زيد عن النبي صلى الله عليه وسلم أنه قال : " من أحيى أرضا ميتة فهي له وليس لعرق ظالم حق " . رواه أحمد والترمذي وأبو داود ورواه مالك عن عروة مرسلا . وقال الترمذي : هذا حديث حسن غريب

**سعيد بن زيدؓ کان روايت آهي ته رسول اللهﷺ جن فرمايو ته: جيڪو شخص ويران زمين آباد ڪري اها ان جي آهي ۽ ظالم جي رڳ (يعني ڏاڍ سان ٻئي جي زمين ۾ پوک ڪري ته ان) جو ڪو حق نه آهي ([1]) (ان کي احمد، ترمذي ۽ ابو دائود روايت ڪيو ۽ ترمذيءَ چيو ته هيءَ حديث حسن غريب آهي) اها روايت امام مالڪ عروه کان مرسل بيان ڪئي آهي.**

(2909) وعن أبي حرة الرقاشي عن عمه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " ألا تظلموا ألا لا يحل مال امرئ إلا بطيب نفس منه " . رواه البيهقي في شعب الإيمان والدارقطني في المجتبى

**ابو حره رقاشي، پنهنجي چاچي کان روايت ڪري ٿو ته رسول اللهﷺ جن فرمايو ته: خبردار ڪنهن تي ظلم نه ڪريو، ڪنهن جو مال ان جي رضا ۽ خوشي کان سواءِ نه ڪٽو (ان کي بيهقي شعب الايمان ۾ ۽ دارقطني مجتبيٰ ۾ روايت ڪيو)**

(2910) وعن عمران ابن حصين عن النبي صلى الله عليه وسلم أنه قال : " لا جلب ولا جنب ولا شغار في الإسلام ومن انتهب نهبة فليس منا " . رواه الترمذي

**عمران بن حصين ؓ کان روايت آهي ته رسول اللهﷺ جن فرمايو ته اسلام ۾ (جانور روڪڻ لاءِ) نه گوڙ جائز آهي ۽ نه (گوءِ پچائڻ وقت) پرپاسي ۾ (جانور ڊوڙائڻ) جائز آهي ۽ نه ئي نڪاح شغار (ادلي بدلي جي سڱا بندي) جائز آهي ۽ جيڪو ڦرلٽ ڪندو اهو اسان مان نه آهي([2]) (ان کي ترمذيءَ روايت ڪيو)**

(2911) يزيد عن أبيه عن النبي صلى الله عليه وسلم قال : " لا يأخذ أحدكم عصا أخيه لاعبا جادا فمن أخذ عصا أخيه فليردها إليه " . رواه الترمذي وأبو داود وروايته إلى قوله : " جادا "

**سائب بن يزيد پنهنجي پيءُ کان روايت ڪري ٿو ته نبيﷺ جن فرمايو اوهان مان ڪو پنهنجي ڀاءُ جي لٺ ٺوڪ ۾ يا سچ پچ نه لڪائي. جيڪو پنهنجي ڀاءُ جي لٺ کڻي، ان کي گهرجي ته ڪيس**

---

[1] _ اما مالڪ چيو ظلم سان حاصل ڪرڻ جو مثال هي آهي: کڏ کوٽي يا ڪجهه زمين قبضي ۾ ڪري يا وڻ لڳائي وغيره. (موطا)

[2] _ جلب ۽ جنب جو بيان ڪتاب الزڪوٰة ۾ ڪيو آهي. باقي رهيو گهوڙن ڊوڙائڻ ۾ جلب ۽ جنب، ان جو بيان اسين ڪتاب الجهاد ۾ ڪنداسون، انشاءالله.

شغار هي آهي جو هڪڙو ماڻهو ٻئي کي چئي تون پنهنجي ڌي يا ڀيڻ جو مون سان نڪاح ڪر هن شرط سان ته آئون پنهنجي ڌيءَ يا ڀيڻ جو نڪاح توسان ڪندس ۽ ٻنهي جي طرفان مهر ڪجهه به نه هجي ٻنهي طرفن کان ڌي يا ڀيڻ جو بدلو هجي.

**اها موٽائي ڏي([1]) (ان کي ترمذيءَ ۽ ابو دائود روايت ڪيو) ابو دائود جي روايت ۾ لفظ ”جادا“ تائين آهي.**

(2912) وعن سمرة عن النبي صلى الله عليه وسلم قال : " من وجد عين ماله عند رجل فهو أحق به ويتبع البيع من باعه " . رواه أحمد وأبو داود والنسائي

**سمره ﷛ کان روايت آهي ته رسول اللهﷺ جن فرمايو ته: جيڪو پنهنجو مال ڪنهن وٽ لهي اهو ان جو وڌيڪ حقدار آهي ۽ خريدار وڪڻندڙ جي پنيان لڳي (يعني وڪيل شيءِ خراب نڪري ته ان کان قيمت پرائي) ([2]) (ان کي احمد، ابو دائود ۽ نسائي روايت ڪيو)**

**فائدو: هن روايت ۾ محمد بن اسحاق مدلس آهي، جنهن عن سان روايت بيان ڪئي آهي (تنقيح الرواة ربع ثاني** 188/2)

(2913) وعنه عن النبي صلى الله عليه وسلم قال : " على اليد ما أخذت حتى تؤدي " . رواه الترمذي وأبو داود وابن ماجه

**سمره ﷛ کان روايت آهي ته رسول اللهﷺ جن فرمايو ته: جيڪو شخص ڪنهن جي شيءِ (زوريءَ يا چوريءَ يا گهري) وٺي اهو پنهنجي هٿ سان مالڪ کي موٽائي ڏي (ان کي ترمذي، ابودائود ۽ ابن ماجه روايت ڪيو)**

(2914) وعن حرام بن سعد بن محيصة : أن ناقة للبراء بن عازب دخلت حائطا فأفسدت فقضى رسول الله صلى الله عليه وسلم أن أهل الحوائط حفظها بالنهار وأن ما أفسدت المواشي بالليل ضامن على أهلها . رواه مالك وأبو داود وابن ماجه

**حرام بن سعد بن محيصه کان روايت آهي ته براء بن عازب ﷛ جي ڏاچي باغ ۾ داخل ٿي ۽ باغ پيلي ڇڏيائين، تڏهن نبيﷺ جن فيصلو فرمايو ته ڏينهن جو مالڪ باغن جي پڻ حفاظت ڪن. پر جيڪڏهن جانور رات جو (پوک وغيره) پيلي ڇڏي ته انهن جي ضمانت (جانور جي) مالڪ تي آهي.([3]) (ان کي مالڪ، ابودائود ۽ ابن ماجه روايت ڪيو)**

(2915) وعن أبي هريرة أن النبي صلى الله عليه وسلم قال : " الرجل جبار والنار جبار " . رواه أبو داود

---

[1]_ظاهر ۾ پوڳ ڪري پر ڏيڻ ۾ ارادو نه هجي.

[2]_ خريدار چور جي ڳولا ڪري ايستائين جو چور کي هٿ ڪري جيڪڏهن چور نه ملي ته ان جا پئسا ويا ۽ اصل مالڪ پنهنجي شيءِ وٺندو.

[3]_ مال وارن کي کپي ته رات جو مال ٻڌي ڇڏين ۽ قابو ڪن. جيڪڏهن ڇڏي ڏنائون ۽ ڪنهن جو نقصان ڪيائون ته اهو پري ڏيڻو پوندو.

**ابو هريره ﷛ كان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو پيرن جو لتاڙيل (نقصان) معاف آهي ([1]) ۽ باھ جو ساڙيل (نقصان) معاف آهي (ان كي ابوداۇد روايت كيو)**

(2916) وعن الحسن عن سمرة أن النبي صلى الله عليه وسلم قال : " إذا أتى أحدكم على ماشية فإن كان فيها صاحبها فليستأذنه وإن لم يكن فيها فليصوت ثلاثا فإن أجابه أحد فليستأذنه وإن لم يجبه أحد فليحتلب وليشرب ولا يحمل " . رواه أبو داود

**حسن، سمره بن جندب ﷛ كان روايت كري ٿو تہ نبيﷺجن فرمايو تہ اوهان مان جيكو جانور كي ڏسي، پوءِ جيكڏهن ان جو مالك گڏ هجي تہ ان كان موكل وٺي كير ڏهي ۽ جيكڏهن مالك ساڻ نہ هجي تہ ٽي ڀيرا ڏاڍيان سڏ كري پڇي. جيكڏهن جواب اچي تہ ان (مالك) كان كير ڏهڻ جي موكل گهري ۽ جواب نہ اچي تہ ڏهي ضرورت آهر پيئي ۽ كڻي نہ وڃي ([2]) (ان كي ابوداۇد روايت كيو)**

(2917) وعن ابن عمر عن النبي صلى الله عليه وسلم قال : " من دخل حائطا فليأكل ولا يتخذ خبنة " . رواه الترمذي وابن ماجه وقال الترمذي هذا حديث غريب

**ابن عمر ﷛ كان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: جيكو (بكايل) باغ ۾ وڃي تہ (ضرورت آهر) كائي، جهول ڀري كڻي نہ وڃي (ان كي ترمذي ۽ ابن ماجه روايت كيو ۽ ترمذي چيو تہ هي حديث غريب آهي)**

(2918) وعن أمية بن صفوان عن أبيه : أن النبي صلى الله عليه وسلم استعار منه أدراعه يوم حنين فقال : أغصبا يا محمد ؟ قال : " بل عارية مضمونة " . رواه أبو داود

**اميه بن صفوا پنهنجي پيءُ كان روايت كري ٿو تہ حنين جي جنگ ۾ نبيﷺان كان كجھ زرهون اڌاريون ورتيون. ان پڇيو تہ اي مُحَمَّدﷺ! ڇا زوريءَ زرهون وٺي رهيو آهين؟ پاڻﷺ فرمايو نہ بلك اڌاريون، واپسيءَ جوڳيون آهن.([3]) (ان كي ابوداؤد روايت كيو)**

[1]_ جيكڏهن كنهن جي جانور اتفاقاً كنهن كي ماريو يا زخمي كري ويو تہ ان جي مالك تي كجھ بہ نہ آهي يعني معاف آهي ۽ اهڙي طرح كنهن ماڻهو باھ ٻاري ۽ اتفاقاً كنهن جي شيءِ ۾ پتنگ وڃي كريو ۽ ٻري ويئي تہ باھ ٻارڻ واري تي كجھ بہ نہ آهي يعني معاف آهي.

[2]_حديث ۽ ايندڙ حديث ابن عمر واري جنهن ۾ ميوي كائڻ جي اجازت آهي، بک جي حالت تي محمول آهي. جيكڏهنكنهن ماڻهو كي بک بيتاب كيو هجي تہ اهڙي حالت ۾ حرام بہ حلال ٿي ويندو آهي پوءِ ميوو يا كير اجازت كان سواءِ كائڻ درست ٿيندو پر ضرورت مطابق كائي. ضرورت كان وڌيک كنهن جو مال يا كير يا ميوو خراب نہ كري. جمهور عالمن جو اهوئي قول آهي.

[3]_ صفوان ان زماني ۾ كافر هو. پوءِ اسلام قبول كيائين. اهل حديث وٽ امانت ۽ عاريت جو هڪ ئي حكم آهي. جيكڏهن امانت امانتدار وٽ ۽ عاريت اڌارو وٺندڙ شخص وٽ تلف ٿي وڃي تہ ان تي ڏنڊ نہ آهي مگر هن صورت ۾ تہ ان جي غفلت يا قصور سبب اها شيءِ تلف ٿي وڃي. هيءَ حديث ان تي محمول آهي.

(2919) وعن أبي أمامة قال : سمعت رسول الله صلى الله عليه وسلم يقول : " العارية مؤداة والمنحة مردودة والدين مقضي والزعيم غارم " . رواه الترمذي وأبو داود

**ابو امامه کان روايت آهي تہ نبيﷺ کي فرمائيندي ٻڌو اٿم تہ اڌاري ورتل شيءِ ڏوپ تي ورتل جانور، ورتل قرض جي واپسي ۽ ضامن کي ضمانت ادا ڪرڻ واجب آهي (ان کي ترمذيءَ ۽ ابو داؤد روايت ڪيو)**

(1920) وعن رافع بن عمرو الغفاري قال : كنت غلاما أرمي نخل الأنصار فأتي بي النبي صلى الله عليه وسلم فقال : " يا غلام لم ترمي النخل ؟ " قلت : آكل قال : " فلا ترم وكل مما سقط في أسفلها " ثم مسح رأسه فقال : " اللهم أشبع بطنه " . رواه الترمذي وأبو داود وابن ماجه وسنذكر حديث عمرو بن شعيب في " باب اللقطة " إن شاء الله تعالى

**رافع بن عمرو غفاري کان روايت آهي تہ آئون ٻار هئس ۽ انصارن جي کجورن جي وڻن کي (پٿر هڻندو هئس. پوءِ مون کي جهلي نبيﷺ جن وٽ پيش ڪيو ويو. پاڻ سڳورنﷺ (مون کان) پڇيو پٽ! کجين ۾ پٿر ڇو هڻندو آهين؟ مون چيو تہ کجور ڇاڻي کائيندو آهيان. فرمايائون تہ پٿر نہ هڻندو ڪر، وڻن هيٺان جيڪي ڪريل هجن سي کڻي کائيندو ڪر([1]) پوءِ پاڻ سڳورنﷺ سندس مٿي تي هٿ ڦيرايو ۽ فرمايائون تہ اي اللهﷻ! هن جو پيٽ ڀر. (ان کي ترمذي، ابوداؤد ۽ ابن ماجه روايت ڪيو ۽ انشاءالله سگهوئي عمرو بن شعيب جي حديث "باب القطة" ۾ ذڪر ڪنداسون)**

### فصل ٽيون

(2921) عن سالم عن أبيه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " من أخذ من الأرض شيئا بغير حقه خسف به يوم القيامة إلى سبع أرضين " . رواه البخاري

**سالم پنهنجي پيءُ کان روايت ڪري ٿو تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ جيڪو ناحق زمين ڦٻائيندو، ان کي قيامت جي ڏينهن ستن زمينن تائين ڌنسايو ويندو. (ان کي بخاري روايت ڪيو)**

(2922) وعن يعلى بن مرة قال : سمعت رسول الله صلى الله عليه وسلم يقول : " من أخذ أرضا بغير حقها كلف أن يحمل ترابها المحشر " . رواه أحمد

---

[1] جيڪو ميوو وڻ تان خود بخود ڇڻي پوي ان جو کائڻ مالڪ جي اجازت کان سواءِ درست آهي يا نہ؟ ان ۾ بہ عالمن جو اختلاف آهي. ڪن چيو آهي تہ هر ملڪ جو دستور جدا جدا آهي شايد مديني کان منع نہ ڪندا هئا. نبيﷺ جن انهي دستور موافق اجازت ڏني.

يعليٰ بن مره ﷛ کان روايت آهي تہ مون نبيﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو تہ جيڪو ناحق ڪنهن جي زمين تي قبضو ڪندو، ان کي مجبور ڪيو ويندو تہ ان جي مٽي ڪٽي محشر ۾ آڻي. (ان کي احمد روايت ڪيو)

(2923) وعنه قال : سمعت رسول الله صلى الله عليه وسلم يقول : " أيما رجل ظلم شبرا من الأرض كلفه الله عز وجل أن يحفره حتى يبلغ آخر سبع أرضين ثم يطوقه إلى يوم القيامة حتى يقضى بين الناس " . رواه أحمد

يعليٰ بن مره ﷛ کان روايت آهي تہ مون رسول اللهﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو تہ: جيڪو شخص گرانٽ برابر زمين بہ ظلم سان ڦٻائيندو، ﷲ تعاليٰ ان کي مجبور ڪندو تہ زمين کي کوٽي، تانجو کوٽيندي کوٽيندي زمين جي آخري ستين طبقي تائين پهچندو، پوءِ اها زمين طوق بنائي سندس ڳچيءَ ۾ وڌي ويندي ۽ قيامت تائين انهيءَ حالت ۾ رهندو، تانجو قيامت جي ڏينهن سيني ماڻهن جي معاملن جو فيصلو ٿئي.(ان کي احمد روايت ڪيو)

# شفعه([1]) جو بيان

## فصل پهريون

(2924) عن جابر قال : قضى النبي صلى الله عليه وسلم بالشفعة في كل ما لم يقسم فإذا وقعت الحدود وصرفت الطرق فلا شفعة . رواه البخاري

جابر﷛ کان روايت آهي تہ نبيﷺ جن هر ان غير منقول ملڪيت ۾ جيڪا ڀائيوار ۾ ورهائي نہ وئي هجي شفعه جو حڪم ڏنو آهي. جڏهن (هر حصيدار جي) حد مقرر ۽ رستو جدا ٿي وڃي تہ پوءِ شفعه ( جو حق) باقي نہ رهندو. (ان کي بخاري روايت ڪيو)

(2925) وعنه قال : قضى رسول الله صلى الله عليه وسلم بالشفعة في كل شركة لم تقسم ربعة أو حائط : " لا يحل له أن يبيع حتى يؤذن شريكه فإن شاء أخذ وإن شاء ترك فإذا باع ولم يؤذنه فهو أحق به " . رواه مسلم

جابر﷛ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن هر گڏيل زمين ۾ جيڪا اڻ ورهايل هجي شفعه جو حڪم ڏنو آهي، چاهي گهر هجي يا باغ. (۽ فرمايائونﷺ تہ) ڀائيوارن مان ڪنهن لاءِ پنهنجو حصو وڪڻڻ جائز نہ آهي جيستائين ٻئي ڀائيوار کان اجازت نہ وٺي. پوءِ جڪيڏهن ٻيو ڀائيوار چاهي تہ وٺي ۽ چاهي تہ ڇڏي ڏي ۽ جيڪڏهن ڀائيوار جي اجازت کان سواءِ پنهنجو حصو وڪڻندو تہ ان جو ڀائيوار ان جي وٺڻ جو وڌيڪ حقدار آهي (ان کي مسلم روايت ڪيو)

(2926) وعن أبي رافع قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " الجار أحق بسقبه " . رواه البخاري

---

[1] _شفعه ان حق کي چوندا آهن جيڪو جائيداد وڪڻن وقت ڀائيوار کي حاصل ٿيندو آهي. اهو حق بابت حڪم آهي تہ جيڪا قيمت ٻيو خريدار ڏئي ٿو اها قيمت ڀائيوار ڏيئي ان جائيداد کي وٺي.

**ابو رافع ﷜ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ پاڙيسري ويجهو هجڻ سبب (شفعه جو) وڌيڪ حقدار آهي.[1] (ان کي بخاري روايت ڪيو)**

(2927) وعن أبي هريرة قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " لا يمنع جار جاره أن يغرز خشبة في جداره "

**ابو هريره﷜ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: ڪو پنهنجي پاڙيسري کي پٽ ۾ شهتير رکڻ کان منع نہ ڪري (ان کي مسلم روايت ڪيو)**

(2928) وعنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " إذا اختلفتم في الطريق جعل عرضه سبعة أذرع " . رواه مسلم

**ابو هريره﷜ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ جڏهن اوهان ۾ رستي بابت اختلاف پيدا ٿئي تہ ان جي ويڪر ست هٿ (نريون) مقرر ڪريو[2](ان کي کي مسلم روايت ڪيو)**

## فصل ٻيو

(2929) عن سعيد بن حريث قال : سمعت رسول الله صلى الله عليه وسلم يقول : " من باع منكم دارا أو عقارا قمن أن لا يبارك له إلا أن يجعله في مثله " . رواه ابن ماجه والدارمي

**سعيد بن حريث کان روايت آهي تہ مون رسول الله ﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو تہ اوهان مان جيڪو گهر يا زمين وڪڻي تہ جڳائي تہ ڪيس ان ۾ برڪت نہ ڏبي، جيستائين اها رقم ساڳئي ڪاروبار ۾ خرچ نہ ڪري[3] (ان کي ابن ماجه ۽ دارمي روايت ڪيو)**

**فائده:_ سند ۾ راوي اسماعيل بن ابراهيم مهاجر ضعيف آهي (تنقيح الرواة ربع ثاني**191)

(2930) وعن جابر قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " الجار أحق بشفعته ينتظر لها وإن كان غائبا إذا كان طريقهما واحدا " . رواه أحمد والترمذي وأبو داود وابن ماجه . والدارمي

---

[1] _ پاڙيسري مان اهو پاڙيسري مراد آهي جيڪو زمين يا رستي ۾ شريڪ هجي.

[2] _ جيڪڏهن رستو وڏو هجي جنهن مان ڳوٺ يا شهر وارن جي آمد ورفت هجي ۽ واٽ جو مالڪ اتي جاءِ بنائڻ چاهي پر ماڻهو منع ڪندا هجن تہ ان بابت شريعت جو حڪم آهي تہ ست نريون ويڪرو رستو ڇڏي پوءِ جاءِ بنائي جيئن انن، ڍڳين ۽ ماڻهن جي اچ وڃ ۾ تڪليف نہ ٿئي ۽ جيڪڏهن اهڙو رستو هجي جتي رڳو پاڙي جي ماڻهن جي اچ وڃ هجي تہ انهن لاءِ بہ ايتري ويڪري جاءِ ڇڏڻ گهرجي. جنهن جي ڪري پاڙي وارن کي تڪليف نہ ٿئي. عورت جي اچ وڃ، سواريءَ جي لنگهڻ ۽ جنازو ڪڍي وڃڻ ۾ تنگي نہ ٿئي.

[3] _ هن حديث ۾ دنيا وارن لاءِ وڏي نصيحت آهي،جيڪي گهر يا زمين وڪڻي وپئسا هٿ ڪندا اهن. پوءِ نقد پئسا ڪائي ختمڪري ڇڏيندا اهن ۽ رهڻلاءِ جهوپڙيءَ ۽ معاش جو ذريعو بہ هٿان وڃائي ويهندا آهن.

**جابرؓ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ پاڙيسري شفعه جو وڌيڪ حقدار آهي جيڪڏهن اهو موجود نہ هجي تہ ان جو انتظار ڪيو وڃي، بشرطيڪ سندن رستو هڪ هجي (ان کي احمد، ترمذي، ابودائود، ابن ماجه ۽ دارمي روايت ڪيو)**

(2931) وعن ابن عباس عن النبي صلى الله عليه وسلم قال : " الشريك شفيع والشفعة في كل شيء " . رواه الترمذي قال : وقد روي عن ابن أبي مليكة عن النبي صلى الله عليه وسلم مرسلا وهو أصح

**ابن عباسؓ کان روايت آهي تہ نبيﷺ جن فرمايو تہ ڀائيوار شفعه جو حقدار آهي ۽ هر شيءِ ۾ شفعه جو حق آهي (ان کي ترمذيءَ روايت ڪيو ۽ چيائين تہ هيءَ حديث ابن ابي مليڪہ رسول اللهﷺ جن کان مرسل روايت ڪئي آهي ۽ اها وڌيڪ صحيح آهي)**

(2932) وعن عبد الله بن جحش قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " من قطع سدرة صوب الله رأسه في النار " . رواه أبو داود وقال : هذا الحديث مختصر يعني : من قطع سدرة في فلاة يستظل بها ابن السبيل والبهائم غشما وظلما بغير حق يكون له فيها صوب الله رأسه في النار

**عبدالله بن حبيش کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ جيڪو ماڻهو ٻير جو وڻ وڍيندو، اللهﷻ ان کي اونڌي منهن دوزخ ۾ وجهندو (ان کي ابودائود روايت ڪيو ۽ چيائين تہ هيءَ حديث مختصر آهي، ان جي تفصيل هن طرح آهي تہ جيڪو جهنگل مان ناحق ۽ زبردستيءَ سان ٻير جو وڻ وڍيندو، جنهن جي ڇانو ۾ مسافر ۽ جانور پناه وٺندا هجن تنهن کي اللهﷻ اونڌي منهن جهنم ۾ وجهندو)**

**فصل ٽيون**

(2933) عن عثمان بن عفان رضي الله عنه قال : إذا وقعت الحدود في الأرض فلا شفعة فيها . ولا شفعة في بئر ولا فحل النخل . رواه مالك

**بن عفانؓ کان روايت آهي تہ جڏهن (گڏيل) زمين جون حدون قائم ٿي وڃن تہ پوءِ شفعه جو حق باقي نہ رهندو ۽ نڪي کوهہ ۽ کجور جي نروڻ ۾ شفعه جو اختيار آهي (ان کي مالڪ روايت ڪيو)**

# باب الساقاة والمزارعة

# زمين کي پاڻي ڏيڻ[1] ۽ ٻنائي جو بيان

## فصل پهريون

(2934) عن عبد الله بن عمر : أن رسول الله صلى الله عليه وسلم دفع إلى يهود خيبر نخل خيبر وأرضها على أن يعتملوها من أموالهم ولرسول الله صلى الله عليه وسلم شطر ثمرها . رواه مسلم وفي رواية البخاري : أن رسول الله صلى الله عليه وسلم أعطى خيبر اليهود أن يعملوها ويزرعوها ولهم شطر ما يخرج منها

**عبدالله بن عمر ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن خيبر جي يهودين کي خيبر جا کجور جا باغ ۽ زمينون هن شرط تي واپس ڪيون تہ اهي رقم لڳائي انهن کي آباد ڪن ۽ رسول الله ﷺ لاءِ پيداوار مان اڌ هوندو (ان کي مسلم روايت ڪيو ۽ بخاري جي روايت جا لفظ آهن تہ رسول الله ﷺ جن خيبر جي يهودين کي خيبر واري زمين ۽ کجور جا باغات هن شرط تي ڏنا تہ محنت ۽ پوک ڪري انهن کي آباد ڪن ۽ جيڪا اُپت ٿيندي ان مان سدن لاءِ اڌ آهي)**

(2935) وعنه قال : كنا نخبر ولا نرى بذلك بأسا حتى زعم رافع ابن خديج أن النبي صلى الله عليه وسلم نهى عنها فتركناها من أجل ذلك . رواه مسلم

**عبدالله بن عمر ﷛ کان روايت آهي تہ اسين ٻنائيءَ تي زمين ڪندا هئاسون ۽ ان کي برو نہ سمجهندا هئاسون، تانجو هڪ ڏينهن رافع بن خديج چيو تہ نبي ﷺ ان کان منع فرمائي آهي، تنهن جي ڪري ان (ڪم) کي ڇڏي ڏنوسون[2] ( ان کي مسلم روايت ڪيو)**

(2936) وعن حنظلة بن قيس عن رافع بن خديج قال : أخبرني عماي أنهم كانوا يكرون الأرض على عهد النبي صلى الله عليه وسلم بما ينبت على الأربعاء أو شيء يستثنيه صاحب الأرض فنهانا النبي صلى الله عليه وسلم عن ذلك فقلت لرافع : فكيف هي بالدراهم والدنانير ؟ فقال : ليس بها بأس وكأن الذي نهي عن ذلك ما لو نظر فيه ذوو الفهم بالحلال والحرام لم يجيزوه لما فيه من المخاطرة

---

[1]_ مساقاة جو مطلب آهي تہ هڪ ماڻهو پنهنجو باغ ٻئي جي حوالي ڪري تہ ان جي سار سنڀال لهي. ميوا پڇندا تہ ان کي بہ هڪ حصو ملندو. مزارعت هيءَ آهي تہ هڪڙي جي زمين ٻئي جي حوالي هجي تہ اهو آباد ڪري پوءِ جيڪا پيداوار ٿئي ان مان هڪ حصو مالڪ جو ۽ هڪ حصو آباد گار ڪٽي. سڀ امام ان جا قائل آهن. هن حديث مان مساقاة ۽ مزارعت ٻنهي جو جواز ثابت ٿيو، جڏهن مسلمانن خيبر فتح ڪئي تڏهن باغ ۽ زمينون مسلمانن جي ملڪيت ۾ آيا. مسلمانن پنهنجي طرفان يهودين کي مقرر ڪيو تہ اهي آباد ڪن، اڌ ميوو خود ڪٽن ۽ اڌ مسلمانن کي ڏين.

[2]_ مخابرة اها ئي مزارعت آهي. زيد بن ثابت چوندو هو تہ خدا بخشي رافع، خديج جي پٽ کي! خدا جو قسم آئون هن حديث کي ان کان وڌيڪ ڄاڻان ٿو. بہ ماڻهو رسول الله ﷺ جن وٽ آيا، جيڪي پاڻ ۾ وڙهي پيا هئا پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ جيڪڏهن اوهان جو حال اهو آهي تہ پوءِ ٻنيون هارپ تي نہ ڏيندا ڪريو. پوءِ رافع ايترو جملو ٻڌي مطلق منع جي روايت بيان ڪرڻ لڳو، حالانڪ حضور ﷺ مشروط حڪم فرمايو هو تہ جيڪڏهن جهيڙا جهڳڙا ڪريو ٿا تہ پوءِ هارپ تي زمين نہ ڏيندا ڪريو. هن کي ابن ماجه عروه بن زيد کان روايت ڪيو.

حنظله بن قيس رافع بن خديج کان روايت ڪري ٿو ته منجهن چاچن مون کي ٻڌايو ته اصحابي سڳورا، رسول اللهﷺ جي زماني ۾ زمين ٻٽائي تي ڏيندا هئا. هن شرط تي ته پاڻي جي واٽرن جي ويجهو جيڪا ٻني آباد ٿئي، يا جنهن کي زمين جو مالڪ مستثنيٰ قرار ڏئي تڏهن نبيﷺ جن ان کان اسان کي منع فرمائي([1])(راوي چوي ٿو ته) مون رافع کان پڇيو ته جيڪڏهن درهمن ۽ دينارن جي بدلي ۾ زمين آباد ڪرائجي ته ڪهڙو حڪم آهي؟ ان چيو ته ان ۾ حرج نه آهي. جڻ ته منع ڪيل صورت اها آهي جو حلال حرام جو فرق ڪندڙ ان بابت غور فڪر ڪن ته نقصان جي ڪري ڪڏهن به ان جي اجازت نه ڏين. (بخاري مسلم)

(2937) وعن رافع بن خديج قال : كنا أكثر أهل المدينة حقلا وكان أحدنا يكري أرضه فيقول : هذه القطعة لي وهذه لك فربما أخرجت ذه ولم تخرج ذه فنهاهم النبي صلى الله عليه وسلم

رافع بن خديج ؓ کان روايت آهي ته سڀني مديني وارن جي ڀيٽ ۾ اسين وڌيڪ کيتي ڪندڙ هئاسين ۽ اسان مان ڪي ماڻهو زمين هن شرط تي ٻٽائي تي ڪندا هئا ته زمين جو فلاڻو ٽڪرو منهنجو ۽ فلاڻو تنهنجو آهي. پوءِ اڪثر هن طرح ٿيندو هو ته زمين جي هڪ حصي ۾ اناج پيدا ٿيندو هو ۽ ٻئي ۾ پيدا نه ٿيندو هو. تڏهن رسول اللهﷺ کين (انهيءَ طريقي کان) منع فرمائي. (بخاري مسلم)

(2938) وعن عمرو قال : قلت لطاووس : لو تركت المخابرة فإنهم يزعمون أن النبي صلى الله عليه وسلم نهى عنه قال : أي عمرو إني أعطيهم وأعينهم وإن أعلمهم أخبرني يعني ابن عباس أن النبي صلى الله عليه وسلم لم ينه عنه ولكن قال : " ألا يمنح أحدكم أخاه خير له من أن يأخذ عليه خرجا معلوما "

عمرو چوي ٿو ته مون طائوس کي چيوته جيڪڏهن اوهين ٻٽائي تي زمين ڏيڻ ڇڏي ڏيو ته بهتر ٿيندو ڇاڪاڻ ته ماڻهن جو خيال آهي ته نبيﷺ جن ان کان منع فرمائي آهي. خطائوس چيو ته اي عمرو! بيشڪ آئون کين زمين ڏئي انهن جي مدد به ڪريان ٿو ۽ هڪ وڏي عالم يعني ابن عباسؓ مون کي ٻڌايو ته نبيﷺ ان کان منع نه فرمائي آهي، پر (هن طرح ) فرمايو اٿن ته پنهنجي ڪنهن ڀاءُ کي پوک لاءِ زمين ڏيڻ وڌيڪ چڱو ڪم آهي، بنسبت ان جي جو ان کان مقرر ڪيل رقم وٺي. (بخاري مسلم)

(2939) وعن جابر قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " من كانت له أرض فليزرعها أو ليمنحها أخاه فإن أبي فليمسك أرضه "

---

[1] _ رافع جي هن حديث مان به اهل حديث ۽ جمهور جي مذهب جي تائيد ٿئي ٿي ڇاڪاڻ ته جن صورتن کي رافعؓ ذڪر ڪيو آهي، اهي صورتون ته جمهور وٽ به ناجائز آهن ۽ هن حديث ۾ دليل آهي جنهن مقاطعي ۾ خطرو هجي اهو جائز هي ۽ ايندڙ حديث به تائيد ۾ آهي.

**جابر ﷛ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ جنهن وٽ زمين هجي ان کي گهرجي تہ پاڻ زمين آباد ڪري يا پنهنجي مسلمان ڀاءُ کي مفت ڏي. ائين نٿو ڪري تہ پوءِ پنهنجي زمين خالي ڇڏي[1](بخاري مسلم)**

(2940) وعن أبي أمامة ورأى سكة وشيئا من آلة الحرث فقال : سمعت النبي صلى الله عليه وسلم يقول : " لا يدخل هذا بيت قوم إلا أدخله الذل " . رواه البخاري

**ابو امامه ﷛ هَرُ ۽ ڪيتي ڪرڻ جو ڪجهه سامان ڏسي چيو تہ مون نبيﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو آهي تہ جنهن گهر ۾ اهو سامان داخل ٿيندو، ﷲ تعاليٰ ان گهر ۾ ذلت ۽ خواريءَ کي داخل ڪندو آهي[2] (ان کي بخاري روايت ڪيو)**

## فصل ٻيو

(2941) عن رافع بن خديج عن النبي صلى الله عليه وسلم قال : " من زرع في أرض قوم بغير إذنهم فليس له من الزرع شيء وله نفقته " . رواه الترمذي وأبو داود وقال الترمذي : هذا حديث غريب

**رافع بن خديج ﷛ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو جيڪو ٻين جي زمين سندن اجازت کان سواءِ پوکيندو تہ پوک مان ان جو ڪو حصو نہ آهي، البتہ ڪيس ان جو خرچ [3] ملندو (ان کي ترمذي ۽ ابودائود روايت ڪيو آهي. ترمذي چيو تہ هي حديث غريب آهي)**

## فصل ٽيون

(2942) عن قيس بن مسلم عن أبي جعفر قال : ما بالمدينة أهل بيت هجرة إلا يزرعون على الثلث والربع وزارع علي وسعد بن مالك وعبد الله بن مسعود وعمر ابن عبد العزيز والقاسم وعروة وآل أبي بكر وآل عمر وآل علي وابن سيرين وقال عبد الرحمن بن الأسود : كنت أشارك عبد الرحمن بن يزيد في الزرع وعامل عمر الناس على : إن جاء عمر بالبذر من عنده فله الشطر . وإن جاؤوا بالبذر فلهم كذا . رواه البخاري

[1]_ هن مان معلوم ٿيو تہ زمين مقاطعي تي ڏيڻ منع نہ آهي پر مفت ڏيڻ ۽ پنهنجي مسلمان ڀاءُ تي احسان ڪرڻ افضل آهي.

[2]_ جنهن قوم جهاد ڇڏيو ۽ آبادين ۾مشغول ٿيا اهي بيشڪ ذليل ۽ بي قدر ٿيا. بادشاه انهن کي محصول (ڍل) لاءِ جهلي ٿو ۽ ماري ٿو ۽ هزارين نموني ذليل ڪري ٿو. هن حديث ۾ اشارو آهي تہ مسلمان جهاد نہ ڇڏين ۽ رڳو دنيا ڪمائڻ ۾ مست نہ ٿي رهن نہ تہ ذليل ۽ خوار ٿيندا ۽ ڪافر غالب اچي ويندا. هن زمين ۾ ائين ٿيو 1971 ۾ اسان مسلمانن جا هڪ لک جوڌا مجاس دشمن جي قيد ۾ اچي ويا، پنج هزار مربع ميل زمين وطن عزيز جي دشمن جي قبضي ۾ اچي ويئي ۽ پاڪستان جو اڌ ڌڙ هميشہ هميشہ لاءِ اسان کان ڌار ٿي ويو يعني بنگلاديش. ﴿اللهم اغفر لكاتبه ولمن سعي فيه ولواديهم اجمعين﴾

[3]_ جنهن ماڻهو ڪنهن جي زمين ان جي موڪل کان سواءِ آباد ڪئي تہ ان کي صرف ٻج خرچ ملندو اهوئي مذهب آهي امام احمد جو.

قيس بن مسلم ابو جعفر رضي الله عنه کان روايت ڪري ٿو تہ مديني ۾ مهاجرن جو ڪو گهر اهڙو نہ هو جيڪو ٽين يا چوٿين پتي تي پوک نہ ڪندو هجي. علي، سعد بن مالڪ، عبدالله بن مسعود، عمر بن عبدالعزيز، قاسم، عروه، ابوبڪر جو اولاد، علي جو اولاد ۽ ابن سيرين (رضي الله عنهم) سڀ ڪيتي باڙي ڪندا هئا. عبدالرحمٰن بن اسود جو بيان آهي تہ آئون عبدالرحمٰن بن يزيد جي ڀائيواري ۾ پوک ڪندو هئس عمر رضي الله عنه هن شرط تي ٻنائي جو معاملو طي ڪري ڇڏيو تہ جيڪڏهن ٻج عمر جو هوندو تہ اُپت ۾ ان جو اڌ حصو هوندو جيڪڏهن ٻج هارين جو هوندو تہ بہ انهن کي اوترو ئي حصو ملندو.([1]) (ان کي بخاري روايت ڪيو)

# باب الاجارة

# اجرت تي ڪم ڪرڻ جو بيان

## فصل پهريون

(2943) عن عبد الله بن مغفل قال : زعم ثابت بن الضحاك أن رسول الله صلى الله عليه وسلم نهى عن المزارعة وأمر بالمؤاجرة وقال : " لا بأس بها " . رواه مسلم

**عبدالله بن مغفل کان روايت آهي تہ ثابت بن ضحاڪ ڀانئي ٿو تہ نبي صلى الله عليه وسلم جن مزارعت کان منع فرمائي ([2]) ۽ زمين اجرت تي ڏيڻ جو حڪم ڏنو ۽ فرمايائون تہ ان ۾ حرجھ نہ هي.(ان کي مسلم روايت ڪيو)**

(2944) وعن ابن عباس : أن النبي صلى الله عليه وسلم احتجم فأعطى الحجام أجره واستعط

**ابن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ نبي صلى الله عليه وسلم جن سڱيون لڳرايون ۽ سڱيون لڳائيندڙ کي اجرت ڏني ۽ نڪ ۾ دوا بہ وجهرائي.(ان کي بخاري روايت ڪيو)**

(2945) وعن أبي هريرة عن النبي صلى الله عليه وسلم قال : " ما بعث الله نبيا إلا رعى الغنم " . فقال أصحابه : وأنت ؟ فقال : " نعم كنت أرعى على قراريط لأهل مكة " . رواه البخاري

---

[1]_ هن حديث مان بہ معلوم ٿيو تہ ٽين ۽ چوٿين پتي تي ٻني آباد ڪرائڻ جائز آهي.

[2]__انهيءَ مزارعت مان منع آهي جنهن ۾ ڌوڪو هجي، جيئن مالڪ شرط لاڳو ڪري تہ نالين تي جيڪا آبادي ٿئي اها مون لاءِ آهي، باقي آباد ڪرڻ واري جي آهي.

ابو هريره ﷺ کان روايت آهي تہ نبيﷺ جن فرمايوﷲ تعاليٰ ڪو نبي نہ موڪليو جنهن ٻڪريون نہ چاريون هجن. اصحابن پڇيو تہ ڇا اوهان بہ! پاڻ سڳورنﷺ فرمايو تہ هائو! آئون بہ مڪي وارن جو ٻڪريون چند قيراطن تي چاريندو هئس[1] (ان کي بخاري روايت ڪيو)

(2946) وعنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " قال الله تعالى : ثلاثة أنا خصمهم يوم القيامة : رجل أعطى بي ثم غدر ورجل باع حرا فأكل ثمنه ورجل استأجر أجيرا فاستوفى منه ولم يعطه أجره " . رواه البخاري

ابو هريره ﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺجن فرمايو تہ: ﷲ تعاليٰ فرمائي ٿو تہ قيامت جي ڏينهن آئون ٽن ماڻهو سان جهيڙو ڪندس: 1_ جنهن منهنجي نالي تي واعدو يا صلح ڪيو يا منهنجي نالي سان ڪنهن کي امان ڏني (2) پوءِ ان (صلح نامه يا امان نامه) کي ٽوڙي ڇڏيائين 2_ جنهن آزاد ماڻهو کي وڪڻي ان جي قيمت کاڌي 3_ جنهن ڪنهن مزور تي بيهاريو ۽ ان کان پورو ڪم ورتائين پر ان کي مزوري نہ ڏنائين (ان کي بخاري روايت ڪيو)

(2947) وعن ابن عباس : أن نفرا من أصحاب النبي صلى الله عليه وسلم مروا بماء فبهم لديغ أو سليم فعرض لهم رجل من أهل الماء فقال : هل فيكم من راق ؟ إن في الماء لديغا أو سليما فانطلق رجل منهم فقرا بفاتحة الكتاب على شاء فبرئ فجاء بالشاء إلى أصحابه فكرهوا ذلك وقالوا : أخذت على كتاب الله أجرا حتى قدموا المدينة فقالوا : يا رسول الله أخذ على كتاب الله أجرا . فقال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " إن أحق ما أخذتم عليه أجرا كتاب الله " . رواه البخاري وفي رواية : " أصبتم اقسموا واضربوا لي معكم سهما "

ابن عباس ﷺ کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جي اصحابن جي هڪ جماعت هڪ ڳوٺ جي پرسان گذري. ڳوٺوارن مان هڪ شخص کي نانگ يا ڀٽون کاڌو. ڳوٺ وارن مان هڪ ڄڻو وٽن آيو ۽ پڇيائين تہ ڇا اوهان ۾ ڪو منتر ڇاڻندڙ آهي؟ تحقيق اسان جي ڳوٺ ۾ هڪ شخص کي نانگ يا ڀٽون کاڌو آهي. پوءِ انهن (اصحابن) مان هڪ شخص (ڳوٺاڻي سان گڏ) هليو. پوءِ هڪ ٻڪريءَ جي بدلي ۾ انهيءَ (بلا کاڌل شخص) تي سوره فاتحه پڙهيائين، جنهن سان اهو ٺيڪ ٿي ويو. اهو (صحابي) ٻڪري کاهي پنهنجي ساٿين وٽ آيو ۽ انهن (اجرت وٺڻ) کي ناپسند ڄاتو ۽ چوڻ لڳا تہ تو ڪتاب ﷲ (جي بدلي ۾) اجرت ورتي آهي؟ تانجو مديني آيا. عرض ڪيائون تہ اي ﷲ جا رسولﷺ! هن ﷲ جي ڪتاب (جي بدلي ۾) اجرت ورتي آهي! رسولﷺ جن فرمايو تہ بهترين

---

[1]_ ٻڪرين چارڻ ۾ هيءَ حڪمت آهي تہ پيغمبر اڳواڻي ۽ رهبري ڪرڻ سڪن، ماڻهن جي سرداري ڪن. يا هي حڪمت آهي تہ خدا وند ڪريم جو پنهنجي پاڻ تي احسان سمجهن تہ اسين ڪهڙي ڪم تي لڳل هئاسون ۽ ڪهڙي اعليٰ مرتبي تي اسان کي مالڪ سائين پهچايو ۽ پنهنجي پنهنجي زماني جي سيني ماڻهن کان افضل بنايو. قراريط قيراط جو جمع آهي جنهن جو وزن پنج جَوَ سون برابر آهي. پاڻ سڳورنﷺ قرياطن جو تعداد بيان نہ فرمايو آهي تہ ڪيترا هئا يا انهن جو تعداد راويءَ کي ياد نہ رهيو هوندو. ڪن چيو آهي تہ مڪي جي آس پاس قراريط هڪ ڳوٺ جو نالو آهي. ان کي ابن جوزي وغيره درست قرار ڏنو آهي. ان تي اهو اعتراض ٿيو آهي تہ ڇا مڪي وارا هڪ ڳوٺ جو نالو بہ نٿا سڃاڻن.

حق جنهن تي اوهان اجرت ورتو، ڪتاب اللهؒ آهي (ان کي بخاري روايت ڪيو) هڪ روايت ۾ آهي ته ”توهان صحيح فيصلو ڪيو، (ٻڪري) ورهايو ۽ منهنجو حصو به رکو“

**فصل ٻيون**

(2948) عن خارجة بن الصلت عن عمه قال : أقبلنا من عند رسول الله صلى الله عليه وسلم فأتينا على حي من العرب فقالوا : إنا أنبئنا أنكم قد جئتم من عند هذا الرجل بخير فهل عندكم من دواء أو رقية ؟ فإن عندنا معتوها في القيود فقلنا : نعم فجاؤوا بمعتوه في القيود فقرأت عليه بفاتحة الكتاب ثلاثة أيام غدوة وعشية أجمع بزاقي ثم أتفل قال : فكأنما أنشط من عقال فأعطوني جعلا فقلت : لا حتى أسأل النبي صلى الله عليه وسلم فقال : " كل فلعمري لمن أكل برقية باطل لقد أكلت برقية حق " . رواه أحمد وأبو داود

**خارجه بن صلت پنهنجي چاچي کان روايت ڪري ٿو ته اسين رسول اللهﷺ کان موڪلائي پنهنجي وطن روانا ٿيا سون. رات جو اسان جو گذر هڪ عرب قبيلي وٽان ٿيو انهن ماڻهن اسان کي چيو ته اسان کي ٻڌايو ويو آهي ته اوهان ان شخص (محمد رسول اللهﷺ) وٽان ڀلائي (قرآن) آندو آهي؟ ڇا توهان وٽ ڪا دوا يا منتر آهي؟ اسان وٽ هڪ چريو هٿڪڙين ۾ ٻڌو پيو آهي (ان جو علاج ڪريو) اسان چيو ته هائو! اهي پنهنجي چريءَ کي زنجيرن ۾ ٻڌي وٺي آيا. مون ٽن ڏينهن تائين صبح ۽ شام سوره فاتحه پڙهي، هن نموني جو پنهنجي ٿڪ (منهن ۾) گڏ ڪري اڇلائيندو هيس. چوي ٿو ته پوءِ ڄڻ ته مريض نيڪ ٿي ويو. پوءِ مون کي اجرت ڏنائون ([1]) مون چيو ته نه! جيستائين آئون نبيﷺ کان نه پڇان! پاڻ سڳورن فرمايو ته کاءُ! قسم آهي منهنجي عمر جو جيڪو ڪوڙن منترن جي ذريعي کائيندو، اهو (غلط آهي) تو سچي ۽ حقيقي منتر ذريعي کاڌو آهي ([2]) (ان کي احمد ۽ ابو دائود روايت ڪيو).**

(2949) وعن عبد الله بن عمر قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " أعطوا الأجير أجره قبل أن يجف عرقه " . رواه ابن ماجه

**عبدالله بن عمرؓ کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو مزور کي ان جي پگهر سڪڻ کان اڳ مزوري ڏيو ([3]) (ان کي ابن ماجہ روايت ڪيو)**

[1]_هن حديث مان معلوم ٿيو ته قرآن جي تلاوت جي مزوري درست آهي.

[2]_منتر برو اهو آهي جنهن۾ شرڪ ۽ ڪفر جا لفظ يا اهڙا جملا هجن جن جي معنيٰ سمجهه ۾ نه اچي. قرآن مجيد جي آيتن سان منتر ڪرڻ برو نه آهي. رسول اللهﷺ جن جو پنهنجي عمر جو قسم کڻڻ، ته شايد ان بابت نهي وارد ٿيڻ کان اڳ اهو قسم کڻڻ جائز هو طيبي ته اهڙن قسمن کي نبيﷺ جي خاصيت قرار ڏنو آهي.

[3]_مزدور جي محنت ختم ٿيندي ئي سندس مزدوري ادا ڪريو. ائين نه ٿئي جو مزدوري ڏيڻ ۾ حيلا بهانا ۽ ٽال مٽول ڪريو، حالانڪ ڪم وٺڻ وقت وسان نه گهٽائيندا آهيو.

(2950) وعن الحسين بن علي رضي الله عنهما قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " للسائل حق وإن جاء على فرس " . رواه أحمد وأبو داود وفي المصابيح : مرسل

**حسين بن علي ﷜ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ سائل جو حق آهي، جيتو ٽيڪ گهوڙي تي چڙهي اچي (ان کي احمد ۽ابو دائود روايت ڪيو ۽ مصابيح ۾ مرسل روايت آهي)**

## فصل ٽيون

(2951) عن عتبة بن المنذر قال : كنا عند رسول الله صلى الله عليه وسلم فقرأ : ( طسم )

حتى بلغ قصة موسى قال : " إن موسى عليه السلام آجر نفسه ثمان سنين أو عشرا على عفة فرجه وطعام بطنه " . رواه أحمد وابن ماجه

**عتبه بن منذر ﷜ کان روايت آهي تہ اسين رسول الله ﷺ وٽ وينا هئا سين پوءِ پاڻ سڳورن سوره طسم پڙهي، تانجو موسيٰ ﷷ جي قصي تائين پهتا. فرمايائون تہ موسيٰ ﷷ اٺ يا ڏهہ سال پنهنجي شرم گاهہ جي حفاظت ۽ پيٽ پالڻ لاءِ مزوري ڪئي ([1]) (ان کي احمد ۽ ابن ماجه روايت ڪيو)**

(2952) وعن عبادة بن الصامت قال : قلت : يا رسول الله رجل أهدى إلي قوسا ممن كنت أعلمه الكتاب والقرآن وليست بمال فأرمي عليها في سبيل الله قال : " إن كنت تحب أن تطوق طوقا من نار فاقبلها " . رواه أبو داود وابن ماجه

**عباده بن صامت ﷜ کان روايت آهي تہ مون عرض ڪيو تہ اي الله جا رسولﷺ !هڪ شخص کي قرآن پڙهائيندو هئس، ان مون کي ڪمان تحفي ۾ ڏني آهي، حالانڪ ڪمان ڪو مال بہ نہ آهي، پر آئون خدا جي راهہ ۾ ان سان تيراندازي ڪندس. پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ جيڪڏهن پسند ڪري تہ تنهنجي ڪنڌ ۾ باهہ جو طوق هجي تہ پوءِ پلي اهو (تحفو) قبول ڪر (ان کي ابو داؤد ۽ ابن ماجہ روايت ڪيو)**

---

[1] _ جڏهن حضرت موسيٰ ﷷ مصر مان ڀڄي مدين پهتو تڏهن اتي حضرت شعيب ﷷ جو نوڪر ٿيو. سندس درميان اقرار اهو طي ٿيو تہ انن يا ڏهن ورهن تائين حضرت موسيٰ ﷷ خدمت بجا آڻيندو. شريفانہ انداز ۾ يعني ان جي ڏيئرن تي جيڪي نوجوان هيون دست درازي نہ ڪندو ۽ ڪاڏو پيٽ پري ڪائيندو. اها مدت پوري ٿيڻ تي شعيب ﷷ پنهنجي هڪڙي ڌيءَ ڪيس نڪاح ۾ ڏيندو. هي قصر قرآن ۾ تفصيل سان بيان ڪيل آهي ۽ توريت ۾ بہ هو.

# باب احياءِ الموت والشرب

# غير آباد زمين آباد ڪرڻ ۽ پاڻي جي حق جو بيان

### فصل پهريون

(2953) عن عائشة رضي الله عنها عن النبي صلى الله عليه وسلم قال : " من عمر أرضا ليست لأحد فهو أحق " .

قال عروة : قضى به عمر في خلافته . رواه البخاري

**عائشه رضي الله عنها ڪان روايت آهي ته رسول الله ﷺجن فرمايو ته جيڪو غير آباد زمين آباد ڪري ۽ اها ڪنهن جي ملڪيت نه هجي ته اهوئي ان جو وڌيڪ حقدار آهي. عروه چوي ٿو ته عمر رضي الله عنه پنهنجي خلافت ۾ ان حديث مطابق فيصلو ڪيو (ان کي بخاري روايت ڪيو)**

(2954) وعن ابن عباس : أن الصعب بن جثامة قال : سمعت رسول الله صلى الله عليه وسلم يقول : " لا حمى إلا لله ورسوله " . رواه البخاري

**ابن عباس رضي الله عنه ڪان روايت آهي ته صعب بن جثامه چوي ٿو ته مون رسول الله ﷺ کان فرمائيندي ٻڌو ته گاهه پيدا ڪندڙ زمين الله ۽ ان جي رسول ﷺ جي آهي [1](ان کي بخاري روايت ڪيو)**

(2955) وعن عروة قال : خاصم الزبير رجلا من الأنصار في شراج من الحرة فقال النبي صلى الله عليه وسلم : " اسق يا زبير ثم أرسل الماء إلى جارك " . فقال الأنصاري : أن كان ابن عمتك ؟ فتلون وجهه ثم قال : " اسق يا زبير ثم احبس الماء حتى يرجع إلى الجدر ثم أرسل الماء إلى جارك " فاستوعى النبي صلى الله عليه وسلم للزبير حقه في صريح الحكم حين أحفظه الأنصاري وكان أشار عليهما بأمر لهما فيه سعة

**عروه ڪان روايت آهي ته حره (مديني جي پٿريلي علائقي) ۾ وهندڙ پاڻي جي هڪ ناليءَ بابت زبير رضي الله عنه ۽ هڪ انصاري جي وچ ۾ جهيڙو ٿيو.نبي ﷺ جن فرمايو ته اي زبير! پنهنجي ڪيتي سيراب ڪر، پوءِ پاريسريءَ لاءِ پاڻي ڇڏ. انصاري چيو ته چاڪاڻ ته زبير توهان جو ڦقات آهي (ان ڪري ان جي طرفداري ٿا ڪريو؟)اهو ٻڌي رسول الله ﷺ جن جي منهن جو رنگ بدلجي ويو ۽ فرمايائون ته زبير! پنهنجي ٻني ٻنن تائين ڇگيءَ طرح پيري، پوءِ پاڙيسريءَ لاءِ پاڻي ڇڏ. يعني جڏهن انصاريءَ نبي ﷺ جن کي ناراض ڪيو ته پاڻ ﷺ زبير رضي الله عنه کي پڌري حڪم وسيلي سندس پورو پورو حق ڏنائون ۽ (ان فيصلي کان اڳ) پاڻ اشاري سان اهڙو حڪم ڪيو هئائون، جنهن ۾ ٻنهي جو ڀلو هو (بخاري مسلم)**

[1]_ ڪنهن حاڪم کي پنهنجي لاءِ ويءَ رکڻ جائز نه آهي مگر جهاد جي گهوڙن ۽ انن ۽ زڪواة جي جانورن لاءِ روڪڻ جائز آهي.

(2956) عن أبي هريرة قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " لا تمنعوا فضل الماء لتمنعوا به فضل الكلأ "

**ابو هريرهﷺ كان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: واڌو پاڻي نہ روڪيو، تان واڌو گاهہ روڪيو.** ([1]) **(بخاري مسلم)**

(2957) وعنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " ثلاثة لا يكلمهم الله يوم القيامة ولا ينظر إليهم رجل حلف على سلعة لقد أعطي بها أكثر مما أعطى وهو كاذب ورجل حلف على يمين كاذبة بعد العصر ليقتطع بها مال رجل مسلم ورجل منع فضل ماء فيقول الله : اليوم أمنعك فضلي كما منعت فضل ماء لم تعمل يداك "

وذكر حديث جابر في " باب المنهي عنها من البيوع "

**ابوهريرهﷺ كان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ الله تعاليٰ قيامت جي ڏينهن ٽن قسم جي ماڻهن سان نہ ڳالهائيندو ۽ نہ انهن ڏانهن نهاريندو. 1_ جيڪو ڪوڙو قسم کڻي (معمول کان) وڌيڪ نفعو يا اگهہ) وٺي. 2_ جيڪو وچين نماز کان پوءِ ڪوڙي قسم وسيلي مسلمان جو ناحق کائي. 3_ جيڪو بچيل پاڻي روڪي. قيامت جي ڏينهن الله تعاليٰ فرمائيندس تہ اڄ توکان آءٌ پنهنجو فضل ائين روڪيان ٿو، جيئن تو (دنيا ۾) انهيءَ واڌو پاڻيءَ کي روڪيو هو جيڪو دراصل تنهنجي پيدا ڪيل نہ هو (بخاري مسلم) ان ڏس ۾ جابر ﷺ جي حديث ساڳئي ڪتاب البيوع "باب النهي عن..........." ۾ بيان ڪئي وئي.**

**فصل بيون**

(2958) عن الحسن عن سمرة عن النبي صلى الله عليه وسلم قال : " من أحاط حائطا على الأرض فهو له " . رواه أبو داود

**سن بصري جي حوالي سان سمره ﷺ كان روايت آهي تہ رسولﷺ جن فرمايو تہ: جيڪو شخص غير آباد زمين کي واڙهہ ڏيندو، اها ان جي ئي ملڪيت آهي. (ان کي ابودائود روايت ڪيو)**

(2959) وعن أسماء بنت أبي بكر : أن رسول الله صلى الله عليه وسلم أقطع للزبير نخيلا . رواه أبو داود

**اسماء ڌيءُ ابوبڪرﷺ كان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن کجورن جا وڻ زبير ﷺ کي جاگير طور ڏنا (ان کي ابودائود روايت ڪيو)**

(2960) وعن ابن عمر أن النبي صلى الله عليه وسلم أقطع للزبير حضر فرسه فأجرى فرسه حتى قام ثم رمى بسوطه فقال : " أعطوه من حيث بلغ السوط " . رواه أبو داود

---

[1]_ پاڻي روڪڻ جو مطلب آهي تہ ائين ڪرڻ سان گاهہ بچندو. نہ ماڻهو مال ڪاهي ايندا ۽ نہ گاهہ جو نقصان ٿيندو.

**ابن عمر ڪان روايت آهي تہ نبيﷺ جن زبير ﷛ کي گهوڙي جي ڊوڙ برابر (مفاصلو) جاگير ۾ ڏنو. زبير﷛ پنهنجو گهوڙو ڊوڙايو جتي بيٺو، ان پنهنجو لڪڻ اڇلايو. پاڻ سڳورنﷺ فرمايو تہ جنهن هنڌ لڪڻ ڪريو آهي، اوستائين کيس زمين ڏيو. (ان کي ابودائود روايت ڪيو)**

(2961) وعن علقمة بن وائل عن أبيه : أن النبي صلى الله عليه وسلم أقطعه أرضا بحضرموت قال : فأرسل معي معاوية قال : " أعطها إياه " . رواه الترمذي والدارمي

**علقمه بن وائل پنهنجي پيءُ ڪان روايت ڪري ٿو تہ نبيﷺ کيس حضرموت ۾[1] هڪ زمين ڏني (وائل) چوي ٿو تہ نبيﷺ مون سان گڏ معاويه کي موڪليو. فرمايائون تہ اها زمين هن جي حوالي ڪر. (ان کي ترمذي ۽ دارمي روايت ڪيو)**

(2962) وعن أبيض بن حمال المأربي : أنه وفد إلى رسول الله صلى الله عليه وسلم فاستقطعه الملح الذي بمأرب فأقطعه إياه فلما ولى قال رجل : يا رسول الله إنما أقطعت له الماء العد قال : فرجعه منه قال : وسأله ماذا يحمى من الأراك ؟ قال : " ما لم تنله أخفاف الإبل " . رواه الترمذي وابن ماجه والدارمي

**ابيض بن حمال مآربيءَ ڪان روايت آهي تہ ان نبيﷺ جي خدمت ۾ حاضر ٿي لوڻ جي کاڻ گهري جيڪا مآرب[2] ۾ هئي. پاڻ سڳورنﷺ کيس اها کاڻ ان کي ڏني. پوءِ جڏهن موٽيو تڏهن هڪ شخص عرض ڪيو تہ اي ﷲ جا رسولﷺ ! ڇا توهان کيس هميشہ واري کاڻ (دولت) عطا فرمائي! راوي جو بيان آهي تہ پوءِ پاڻ سڳورنﷺ اها کاڻ ان کان واپس ورتي. پوءِ انهيءَ نبيﷺ کان پڇيو پيلوءَ جا ڪيترا وڻ (چراگاه لاءِ) ولاري سگهجن ٿا؟ فرمايائون جيستائين انن جا پير پهچي نہ سگهن (ان کي ترمذي، ابن ماجه ۽ دارمي روايت ڪيو)**

(2963) وعن ابن عباس قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " المسلمون شركاء في ثلاث : الماء والكلأ والنار " . رواه أبو داود وابن ماجه

**ابن عباس﷛ ڪان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: ٽن شين ۾ سڀ مسلمان شريڪ آهن: 1_ پاڻي 2_ گاهہ 3_ باهہ [3] (ان کي ابو داؤد ۽ ابن ماجه روايت ڪيو)**

---

[1]_ حضرموت هڪ شهر جو نالو آهي ۽ وائل بن حجفر اتي رهندو هو.

[2]_ مارب يمن ۾ هڪ ڳوٺ آهي. چون ٿا تہ بلقيس اتي حڪومت ڪندي هئي. نبيﷺ ان جو لوڻ ان کي جاگير طور ڏنو تہ ان کان سواءِ ڪو لوڻ نہ ڪٽي. پوءِ ان ڪان لوڻ جي اها کاڻ واپس ونئي وقف ڪري ڇڏيائون ۽ فرمايائون تہ تنهنجي طرفا صدقو آهي. اها وهندڙ پاڻي وانگر آهي. جيڪو بہ اتي وڃي اهو ڪٽي ۽ ان جي عيوض ۾ نبيﷺ ابيض کي ڪجور جا وڻ جاگير طور ڏنا هئا.

[3]_ پاڻي ۽ گاهہ مان هر شخص مفت فائدو وٺي سگهي ٿو.

(2964) وعن أسمر بن مضرس قال : أتيت النبي صلى الله عليه وسلم فبايعته فقال : " من سبق إلى ماء لم يسبقه إليه مسلم فهو له " . رواه أبو داود

**اسمر بن مضرس ﷺ کان روايت آهي تہ مون رسول الله ﷺ جي خدمت ۾ حاضر ٿي سندن بيعت ڪئي. پاڻ سڳون ﷺ فرمايو تہ جيڪو پاڻيءَ جي ان چشمي تي اڳ ۾ پهچي، جنهن تائين ڪو مسلمان نہ پهتو آهي، تہ اهو انهيءَ جو آهي [1] (ان کي ابو داؤد روايت ڪيو)**

(2965) وعن طاوس مرسلا : أن رسول الله صلى الله عليه وسلم قال : " من أحيى مواتا من الأرض فهو له وعادي الأرض لله ورسوله ثم هي لكم مني " . رواه الشافعي وروى في " شرح السنة " : أن النبي صلى الله عليه وسلم أقطع لعبد الله بن مسعود الدور بالمدينة وهي بين ظهراني عمارة الأنصار من المنازل والنخل فقال بنو عبد بن زهرة : نكتب عنا ابن أم عبد فقال لهم رسول الله : " فلم ابتعثني الله إذا ؟ إن الله لا يقدس أمة لا يؤخذ للضعيف فيهم حقه "

**طائوس کان مرسل روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ جيڪو ويران زمين آباد ڪري اها سندس آهي ۽ لاوارث زمين الله ۽ ان جي رسول ﷺ جي آهي پوءِ اها منهنجي طرفان اوهان لاءِ آهي (هن کي شافعي روايت ڪيو) شرح السنة ۾ حديث روايت ڪئي وئي آهي تہ نبي ﷺ عبدالله بن مسعود ﷺ کي مديني ۾ گهر ڏنا، جيڪي انصارن جي گهرن ۽ کجي جي باغن جي وچ ۾ هئا. پوءِ عبد بن زهره جي پٽن چيو تہ عبدالله بن مسعود ﷺ کي اسان کان پري رکو. تنهن تي رسول الله ﷺ جن انهن کي فرمايو تہ پوءِ الله تعالىٰ مون کي ڇاجي ڪري موڪليو آهي؟ بيشڪ الله ان قوم کي پاڪ نٿو ڪري جيڪا ڪمزورن جي حقن جي حفاظت نٿي ڪري.**

**فائدو: حديث جي سند مرسل ۽ منقطع هئڻ جي ڪري ضعيف آهي (تنقيح الرواة ربع ثاني199)**

(2966) وعن عمرو بن شعيب عن أبيه عن جده : أن رسول الله صلى الله عليه وسلم قضى في السيل المهزور أن يمسك حتى يبلغ الكعبين ثم يرسل الأعلى على الأسفل . رواه أبو داود وابن ماجه

**عمرو بن شعيب پنهنجي پيءُ کان اهو سندس ڏاڏي کان روايت ڪري ٿو تہ رسول الله ﷺ مهزور جي سيلابي پاڻي بابت فيصلو فرمايو تہ جيستائين پاڻي پنين تائين نہ پهچي ان کي روڪجي، ان کان پوءِ مٿانهينءَ وارو هيٺاهينءَ وارن لاءِ پاڻي ڇڏي (ان کي ابو داؤد ۽ ابن ماجه روايت ڪيو آهي)**

[1] _ هن حديث مان معلوم ٿيو تہ جيڪو ماڻهو ڪا اهڙيءَ شيءِ ڏسي يا لهي جيڪا مباح هجي، جنهن کي ڪنهن مسلمان نہ ڏٺو هجي ۽ ڪنهن جي ملڪيت نہ هجي تہ اهوئي ان جو مالڪ آهي.

(2967) وعن سمرة بن جندب : أنه كانت له عضد من نخل في حائط رجل من الأنصار ومع الرجل أهله فكان سمرة يدخل عليه فيتأذى به فأتى النبي صلى الله عليه وسلم فذكرذلك له فطلب إليه النبي صلى الله عليه وسلم ليبيعه فأبى فطلب أن يناقله فأبى قال : " فهبه له ولك كذا " أمرا رغبه فيه فأبى فقال : " أنت مضار " فقال للأنصاري : " اذهب فاقطع نخله " . رواه أبو داود

وذكر حديث جابر : " من أحيى أرضا " في " باب الغصب " برواية سعيد بن زيد . وسنذكر حديث أبي صرمة : " من ضار أضر الله به " في " باب ما ينهى من التهاجر "

**سمره بن جندب ﷛ کان روايت آهي تہ ان جي کجيءَ جي وڻ جون کجهہ شاخون هڪ انصاري جي باغ ۾ لڙڪنديون هيون، جتان آسانيءَ سان کجي پٽي سگهبي هئي ۽ اهو ٻارن ٻچن سميت باغ ۾ رهندو هو. جڏهن اهو (سمره) سندس باغ ۾ ويندو هو تہ ان انصاريءَ کي تڪليف ٿيندي هئي. انصاري نبي ﷺ جي خدمت ۾ حاضر ٿي معاملو بيان ڪيو. رسول الله ﷺ سمره کي گهرائي حڪم ڏنو تہ پنهنجو اهو وڻ انصاري کي وڪڻي ڏي. سمره وڪڻڻ کان انڪار ڪيو. پوءِ پاڻ ﷺ ڪيس فرمايائون تہ ان جي بدلي ۾ ٻيو وڻ وٺ! سمره انهي کان بہ انڪار ڪيو. فرمايائون تہ (چڱو! ڀلا) وڻ انصاريءَ کي بخش ڪر، توکي ان جو آخرت ۾ هيترو اجر ملندو. سمره ان کان بہ انڪار ڪيو. تڏهن پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ تون نقصان پهچائيندڙ آهين ۽ انصاريءَ کي حڪم ڏنائون تہ وڃ! ان جو وڻ وڍي ڇڏ (ان کي ابو داؤد روايت ڪيو) ۽ "باب الغصب" ۾ سعيد بن زيد جي حوالي سان جابر ﷛ جي حديث ذڪر ڪئي وئي ۽ سگهوئي ابو صرمه جي حديث " من ضار اضره الله" باب ما ينهيٰ عن التهاجر ۾ بيان ڪنداسون.**

**فائدو: راوي باقر جو سماع سمره کان مشڪوڪ آهي. (تنقيع الرواة ربع ثاني 200)**

## فصل ٽيون

(2968) عن عائشة أنها قالت : يا رسول الله ما الشيء الذي لا يحل منعه ؟ قال : " الماء والملح والنار " قالت : قلت : يا رسول الله هذا الماء قد عرفناه فما بال الملح والنار ؟ قال : " يا حميراء أمن أعطى نارا فكأنما تصدق بجميع ما أنضجت تلك النار ومن أعطى ملحا فكأنما تصدق بجميع ما طيبت تلك الملح ومن سقى مسلما شربة من ماء حيث يوجد الماء فكأنما أعتق رقبة ومن سقى مسلما شربة من ماء حيث لا يوجد الماء فكأنما أحياها " . رواه ابن ماجه

**عائشه ﷝ کان روايت آهي تہ انهيءَ چيو تہ اي الله جا رسول ﷺ! اها ڪهڙي شيءِ آهي جنهن کان روڪڻ جائز نہ آهي؟ فرمايائون تہ: پاڻي، وڻ ۽ باهہ _ فرمائي ٿي تہ پوءِ مون عرض ڪيو تہ اي الله جا رسول ﷺ! پاڻي جو معاملو تہ سمجهون ٿا، پر لوڻ ۽ باهہ جي ڳالهہ سمجهہ ۾ نٿي اچي.**

پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ حميرا (١) جيڪو ڪنهن کي باهہ ڏئي ٿو تہ ڄڻ ان اهي سڀ شيون صدقي ۾ ڏنيون جيڪي باهہ تي پچايون ويون ۽ جنهن ڪنهن کي لوڻ ڏنو تہ ڄڻ ان اهي سڀ شيون صدقي ۾ ڏنائين جن کي انهيءَ لوڻ ذائقيدار بنايو ۽ جنهن مسلمان کي ان هنڌ پاڻيءَ جو ڍُڪ پياريو، جتي پاڻي ملي ٿو تہ ڄڻ هڪ غلام آزاد ڪيائين ۽ جنهن اهڙي جاءِ تي مسلمان کي پاڻي پياريو جتي پاڻي نٿو ملي تہ ڄڻ انهيءَ کيس زنده ڪيو (ان کي ابن ماجه روايت ڪيو)

فائدو:_ حديث جي سند ضعيف آهي. بلڪ جن بہ حديثن ۾ ”حميرا“ جو لفظ آيو آهي، انهن مان ڪا صحيح نہ آهي البت هڪ حديث صحيح آهي جنهن جوذڪر مون ”اٰدَاب الزفاف“ ۾ ڪيو آهي. (مشڪواة علامہ الباني 906/2) ابن جوزيءَ ان حديث کي موضوع حديثن ۾ شمار ڪيو آهي ان ۾ راوي علي بن زيد بن جدعان ضعيف ۽ حافظي جو خراب آهي. (تنقيح الرواة ربع ثاني 200)

# باب العطايا

# عطين جو بيان

### فصل پهريون

(2969) عن ابن عمر رضي الله عنهما أن عمر أصاب أرضا بخيبر فأتى النبي صلى الله عليه وسلم فقال : يا رسول الله إني أصبت أرضا بخيبر لم أصب مالا قط أنفس عندي منه فما تأمرني به ؟ قال : " إن شئت حبست أصلها وتصدقت بها " . فتصدق بها عمر : أنه لا يباع أصلها ولا يوهب ولا يورث وتصدق بها في الفقراء وفي القربى وفي الرقاب وفي سبيل الله وابن السبيل والضيف لا جناح على من وليها أن يأكل منها بالمعروف أو يطعم غير متمول قال ابن سيرين : غير متأثل مالا

ابن عمر رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ عمر کي خيبر جي (غنيمت ۾) هڪ زمين ملي. پوءِ نبي ﷺ جن کي اچي عرض ڪيائين تہ اي الله جا رسول ﷺ! خيبر ۾ مون کي اهڙي زمين ملي آهي، جنهن کان چڱو مال مون کي ڪڏهن نہ مليو آهي. ان بابت توهان جو ڪهڙو حڪم آهي؟ پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ جيڪڏهن چاهين تہ اصل زمين روڪ ۽ ان جي آمدني صدقو ڪر. پوءِ حضرت عمر رضي الله عنه اها زمين اهڙيءَ طرح صدقو ڪري ڇڏي تہ اصل زمين وڪرو نہ ڪبي، نہ ڪنهن کي بخشبي، ۽ نہ ڪنهن جي ورثي ۾ ايندي ۽ ان جي پيداوار فقيرن، قرابتدارن، مجاهدن، مسافرن، مهمانن ۽ ٻانهن کي آزاد ڪرائڻ تي خرچ ڪبي. ان جو انتظام ڪندڙ سهڻي نموني ان مان پاڻ کائي يا ٻين کي کارائي تہ ان تي ڪو حرج نہ آهي، بشرطيڪ ذخيره اندوزي نہ ڪري. ابن سيرين چوي ٿو تہ يعني مال گڏ نہ ڪري. (بخاري مسلم)

---

١_ ”حميرا“ ام المؤمنين عائشه رضي الله عنها جو لقب آهي جنهن جي معنيٰ آهي ”ڳاڙهي رنگ واري“ حجة الله ۾ آهي تہ پاڻ ﷺ فرمايائون تہ جيڪڏهن اهي شيون يعني پاڻي، لوڻ ۽ گاهہ ڪنهن جون ملڪيت بہ هجن تڏهن بہ مفت ڏيڻ جي تاڪيد آيل آهي. جيڪڏهن ملڪيت نہ هجن تہ پوءِ تہ ڪنهن حال ۾ بہ انهن کي روڪڻ جائز نہ آهي.

(2970) وعن أبي هريرة عن النبي صلى الله عليه وسلم قال : " العمرى جائزة "

**ابو هريرهﷺ كان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: عمريٰ (عمر ڀر لاءِ ڏنل شيءِ هڪ قسم جو) هديو يا بخشش آهي**[1] **(ان کي مسلم روايت ڪيو)**

(2971) وعن جابر عن النبي صلى الله عليه وسلم قال : " إن العمرى ميراث لأهلها " . رواه مسلم

**جابر ﷺ كان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايوتہ: جنهن کي عمر ڀر لاءِ ڪا شيءِ ڏني وئي هجي، اها ان جي وارثن جي ميراث آهي**[2] **(بخاري مسلم)**

(2972) وعنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " أيما رجل أعمر عمرى له ولعقبه فإنها الذي أعطيها لا ترجع إلى الذي أعطاها لأنه أعطى عطاء وقعت فيه المواريث "

**جابر ﷺ كان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ جيڪو سڄي ڄمار لاءِ ڪنهن کي ۽ ان جي پونيرن کي ڪا شيءِ ڏي تہ اها مالڪ ڏانهن نہ موٽندي، ڇاڪاڻ تہ انهيءَ اهڙي بخشش ڪئي آهي، جنهن ۾ وراثت داخل ٿي وئي آهي. (بخاري)**

(2973) وعنه قال : إنما العمرى التي أجاز رسول الله صلى الله عليه وسلم أن يقول : هي لعقبك فأما إذا قال : هي لك ما عشت فإنها ترجع إلى صاحبها

**جابر ﷺ كان روايت آهي تہ سڄي عمر لاءِ ڏنل جنهن شيءِ کي رسول الله ﷺ جن لاڳو ڪيو آهه، اها هيءَ آهي تہ (ڏيندڙ هن طرح) چوي تہ: هيءَ شيءِ تنهنجي ۽ تنهنجي وارثن لاءِ آهي. جيڪڏهن (هن طرح) چوندو تہ "جيستائين جيئرو آهين، ان وقت تائين تنهنجي آهي تہ پوءِ (آخرڪار اها شيءِ) مالڪ ڏانهن واپس موٽندي. (بخاري مسلم)**

**فصل ٻيو**

---

[1] _ ڪو شخص ٻئي کي چوي تہ مون هي گهر توکي ساري عمر لاءِ ڏئي ڇڏيو. تون مري وڃين تہ بہ اهو تنهنجي وارثن جو آه تہ ان کي "عمريٰ" چئبو آهي، يعني پوري ڄمار لاءِ ڏنل شيءِ اهڙي بخشش صحيح آهي.

[2] _ هن حديث مان ظاهر ٿيو تہ ڏيندڙ جي ملڪيت مان "عمريٰ" طور ڏني شيءِ هميشہ لاءِ نڪري ويندي ۽ جنهن کي ڏئي ٿو، اهوئي ان جو مالڪ آهي. ان کان پوءِ ان تي ان جي وارثن جو حق ثابت ٿيندو. اهل حديث ۽ جمهور علمائن جو اهوئي قول آهي. مسلم واري ايندڙ روايت ۾ آهي تہ نبيﷺ جن عمريٰ کي لاڳو ۽ نافذ العمل فرمايو، بشرطيڪ ڏيندڙ يا بخشيندڙ شخص چوي تہ: هيءَ شيءِ حياتيءَ ۾ تنهنجي ۽ توکان پوءِ تنهنجي وارثن جي آهي. جيڪڏهن رڳو ايترو چوي تہ هي شيءِ تنهنجي آهي جيستائين جيئرو آهين تہ ان صورت مرڻ کان پوءِ ڏيندڙ شخص ڏانهن موٽندي، پر اهي حديث جا الفاظ نہ مگر راوي جو ڪلام آهي ۽ ان مان حجت وٺڻ صحيح نہ آهي.

(2974) عن جابر عن النبي صلى الله عليه وسلم قال : " لا ترقبوا أو لا تعمروا فمن أرقب شيئا أو أعمر فهي لورثته " . رواه أبو داود

**جابرؓ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ توهان رقبيٰ ۽ عمريٰ نہ ڪريو، ڇاڪاڻ تہ جنهن لاءِ عمريٰ ۽ رقبيٰ ڪبي، سان ان جي وارثن جي آهي[1] (ان ڪي ابودائود روايت ڪيو)**

(2975) وعنه عن النبي صلى الله عليه وسلم قال : " العمرى جائزة لأهلها والرقبى جائزة لأهلها " . رواه أحمد والترمذي وأبو داود

**جابر ؓ کان روايت آهي تہ نبيﷺ جن فرمايو تہ: عمريٰ ۽ رقبيٰ انهن جي اهل لاءِ جن کي عطا ڪئي وئي آهي (ان ڪي احمد، ترمذي ۽ ابو دائود روايت ڪيو)**

### فصل ٽيون

(2976) عن جابر قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " أمسكوا أموالكم عليكم لا تفسدوها فإنه من أعمر عمرى فهي للذي أعمر حيا وميتا ولعقبه " . رواه مسلم

**جابر ؓ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايوتہ: پنهنجا مال پاڻ وٽ محفوظ رکو، ضايع يا خراب نہ ڪريو. پوءِ بيشڪ جيڪو ڪا شيءِ ساري عمر لاءِ ڪنهن کي ڏئي ڇڏيندو تہ جيئري ۽ مُئي اهو ۽ سندس وارث ان جا مالڪ آهن. (ان ڪي مسلم روايت ڪيو)**

# باب العطيات المنقولة
# منتقل ٿيندڙ عطيا

### فصل پهريون

(2977) عن أبي هريرة قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " من عرض عليه ريحان فلا يرده فإنه خفيف المحمل طيب الريح " . رواه مسلم

**ابو هريرهؓ کان روايت آهي تہ: رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: جنهن کي گل سوکڙيءَ ۾ ملي، اهو واپس نہ ڪري ڇاڪاڻ تہ اهو معمولي احسان ۽ بهترين خوشبوءَ آهي (ان ڪي مسلم روايت ڪيو)**

---

[1] رقبيٰ هن کي چوندا آهن تہ ڪو ماڻهو ٻئي کي چئي تہ مون هي مڪان توکي ڏنو هن شرط تي تہ جيڪڏهن پهريائين آئون مري وڃان تہ مڪان تنهنجو ۽ جيڪڏهن پهريائين تون مري وئين تہ مڪان منهنجو ٿيندو. ان جو بہ حڪم اهل حديث شافعي، احمد ۽ ابو يوسف وٽ اهو آهي تہ واسطيدار شيءِ ان جي ٿيندي جنهن کي ڏني وئي آهي.

(2978) وعن أنس : أن النبي صلى الله عليه وسلم كان لا يرد الطيب . رواه البخاري

**انس ﷛ کان روايت اهي تہ رسول اللهﷺ جن خوشبو واپس نہ ڪندا هئا. (ان ڪي بخاري روايت ڪيو)**

(2979) وعن ابن عباس قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " العائد في هبته كالكلب يعود في قيئه ليس لنا مثل السوء " . رواه البخاري

**ابن عباس ﷛ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: سوڪڙي ڏيئي واپس وٺندڙ ائين آهي، جيئن ڪتو قئي ڪري چٽي. بڇڙو مثال اسان ڪي نٿو سونهي[1] (ان ڪي بخاري روايت ڪيو)**

(2980) وعن النعمان بن بشير أن أباه أتى به إلى رسول الله صلى الله عليه وسلم فقال : إني نحلت ابني هذا غلاما فقال : " أكل ولدك نحلت مثله ؟ " قال : لا قال : " فأرجعه " . وفي رواية : أنه قال : " أيسرك أن يكونوا إليك في البر سواء ؟ " قال : بلى قال : " فلا إذن " . وفي رواية : أنه قال : أعطاني أبي عطية فقالت عمرة بنت رواحة : لا أرضى حتى تشهد رسول الله صلى الله عليه وسلم فأتى رسول الله صلى الله عليه وسلم فقال : إني أعطيت ابني من عمرة بنت رواحة عطية فأمرتني أن أشهدك يا رسول الله قال : " أعطيت سائر ولدك مثل هذا ؟ " قال : لا قال : " فاتقوا الله واعدلوا بين أولادكم " . قال : فرجع فرد عطيته . وفي رواية : أنه قال : " لا أشهد على جور "

**نعمان بن بشير ﷛ لکان روايت آهي تہ سندس پيءُ ان ڪي وٺي نبيﷺ جن وٽ حاضير ٿيو ۽ عرض ڪيائين تہ مون پنهنجي هن پٽ ڪي ٻانهو ڏنو آهي. پاڻ سڳورنﷺ پڇيس تہ ڇا تو ساڳيءَ طرح پنهنجن سيني پٽن ڪي ٻانهو ڏنو آهي؟ ان عرض ڪيو تہ نہ! پاڻ سڳورنﷺ فرمايو تہ پوءِ (ان کان) ٻانهو واپس وٺ، هڪ روايت ۾ آهي تہ نبيﷺ جن فرمايو تہ ڇا تون پسند ڪندين تہ تنهنجا سڀ پٽ توسان سهڻو سلوڪ ڪن؟ ان عرض ڪيو تہ هائو! فرمايائون تہ پوءِ ائين نہ ڪر! هڪ روايت ۾ آهي تہ نعمان ﷛ چوي ٿو تہ منهنجي پيءُ مون ڪي هڪ شيءِ ڏني. (منهنجي ماءُ ) عمره بنت رواحه چيو تہ آئون اها بخشش پسند نہ ڪنديس، جيستائين ان تي رسول اللهﷺ ڪي شاهد نٿو ڪرين. منهنجو پيءُ رسول اللهﷺ جن وٽ ويو ۽ عرض ڪيائين تہ مون پنهنجي اُن پٽ ڪي جيڪو عمر بنت رواحه مان آهي، هڪ شيءِ بخشي آهي. پر اي اللهﷻ جا رسولﷺ ! اها مون ڪي چوي ٿي تہ ان معاملي ۾ آئون توهان ڪي گواهہ بڻايان! پاڻ سڳورنﷺ پڇيو ڇا تو پنهنجن سڀي پٽن ڪي اهڙي شيءِ ڏني آهي ان چيو تہ نہ! فرمايائون تہ خدا کان ڊڄو ۽ اولاد**

---

[1] _ هن حديث مان معلوم ٿئي ٿو تہ ڪا شيءِ ڪنهن ڪي ڏيئي واپس وٺڻ ڪميڻائپ ۽ مروت جي خلاف آهي. اڪثر عالم بخشش ڪري وري موٽائي وٺڻ ڪي حرام چون ٿا مگر پيءُ واپس وٺي تہ جائز آهي جيئن اڳتي صاف بيان اچي رهيو آهي.

۾ انصاف ڪريو(1) نعمان چوي ٿو تہ پوءِ منهنجو پيءُ موٽيو ۽ ڏنل شيءِ واپس ورتائين. هڪ روايت ۾ آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ آئون ظلم تي گواهہ نہ ٿيندس (ان کي بخاري روايت ڪيو)

## فصل ٻيون

(2981) عن عبد الله بن عمرو قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " لا يرجع أحد في هبته إلا الوالد من ولده " . رواه النسائي وابن ماجه

**عبدالله بن عمروؓ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ ڪو ماڻهو پنهنجو ڏنل تحفو واپس نہ وٺي، سواءِ پيءُ جي جيڪو اولاد کي تحفو ڏئي (واپس وٺي سگهي ٿو) (ان کي نسائي ابن ماجه روايت ڪيو)**

(2982) وعن ابن عمر وابن عباس أن النبي صلى الله عليه وسلم قال : " لا يحل للرجل أن يعطي عطية ثم يرجع فيها إلا الوالد فيما يعطي ولده ومثل الذي يعطي العطية ثم يرجع فيها كمثل الكلب أكل حتى إذا شبع قاء ثم عاد في قيئه " . رواه أبو داود والترمذي والنسائي وابن ماجه وصححه الترمذي

**ابن عمر ۽ ابن عبدالله رضي الله عنهم کان روايت آهي تہ نبيﷺ جن فرمايو تہ ڪنهن لاءِ حلال نہ آهي تہ تحفو ڏيئي واپس وٺي، سواءِ پيءُ جي جيڪو پنهنجي پٽ کي ڪا شيءِ ڏيئي واپس وٺي سگهي ٿو (2) ۽ جيڪو ڪا شيءِ ڏيئي واپس وٺندو، ان جو مثال ان ڪتي وانگر آهي، جيڪو پيٽ ڀري ڪائي ۽اڪٽي ڪري ۽ پوءِ وري قئي کي چٽي (ان کي ابو دائود، ترمذي، نسائي ۽ابن ماجہ روايت ڪيو)**

(2983) وعن أبي هريرة : أن أعرابيا أهدى لرسول الله صلى الله عليه وسلم بكرة فعوضه منها ست بكرات فتسخط فبلغ ذلك النبي صلى الله عليه وسلم فحمد الله وأثنى عليه ثم قال : " إن فلانا أهدى إلي ناقة فعوضته

---

1_ هن حديث مان معلوم ٿيو تہ هڪ پٽ کي ڏيڻ ۽ ٻئي کي محروم رکڻ درست نہ آهي. جيڪڏهن ڪنهن ائين ڪيو تہ پوءِ ٻين پٽن جي دل ۾ بغض پيدا ٿيندو. اهي وڏا ٿي پيءُ سان سنو سلوڪ نہ ڪندا ۽ هي بہ معلوم ٿيو تہ گهٽ وڌ ڏيڻ بہ ظلم آهي، جنهن ائين ڪيو آهي، اهو رجوع ڪري. جمهور وٽ اولاد ۾ برابري ڪرڻ مستحب آهي. اهل حديث چون ٿا تہ برابري ڪرڻ واجب آهي. پڻ هن حديث مان ثابت ٿيو تہ والدين جيڪي پنهنجي اولاد کي ڏين ان ۾ انهن جو رجوع ڪرڻ درست آهي. اهڙي نموني ڏاڏو، ڏاڏي ۽ نانو ناني بہ ڏنل شيءِ موٽائي وٺي تہ تن جو ڪين حق حاصل آهن. انهن کان سواءِ ٻين ماڻهن کي رجوع ڪرڻ جائز نہ آهي.

2_ هنن حديثن مان معلوم ٿيو تہ والدين جيڪي پنهنجي اولاد کي ڏين تہ ان ۾ انهن جو رجوع ڪرڻ درست آهي ۽ امام ابو حنيفه شافعي چون تہ والدين لاءِ بہ رجوع ڪرڻ جائز نہ آهي. هن مان امام ابن قيم ۽ اهل حديث جي مذهب جي ثابتي ۽ شافعي ۽ ابو حنيفہ جي قول جو رد ثابت ٿيو.

منها ست بكرات فظل ساخطا لقد هممت أن لا أقبل هدية إلا من قرشي أو أنصاري أو ثقفي أو دوسي " . رواه الترمذي وأبو داود والنسائي

**ابو هريره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ هڪ ٻهراڙي واري نبي ﷺ کي جوان ڏاچي تحفي ۾ ڏني. پاڻ سڳورن ﷺ ان کي ان جي بدلي ۾ ڇهہ جوان ڏاچيون ڏنيون، تڏهن بہ ٻهراڙي وارو خوش نہ ٿيو. نبي ﷺ جن کي جڏهن اها خبر پئي تڏهن پاڻ سڳورن ﷺ (ماڻهن جي ميڙ ۾) پهريائين الله جي حمد ۽ ساراهہ ڪئي پوءِ فرمايائون تہ بيشڪ فلاڻي شخص مون کي هڪ ڏاچي هديہ ۾ ڏني، مون ان جي بدلي ۾ ڪيس ڇهہ جوان ڏاچيون ڏنيون پوءِ بہ ناراض رهي ٿو. هاڻي مون ارادو ڪيو آهي تہ آئينده آئون قريشي، انصاري، ثقفي ۽ دوسي (قبيلي جي) [1] ماڻهن کان سواءِ ڪنهن جو حديو قبول نہ ڪندس (ان کي ترمذي، ابودائود ۽ نسائي روايت ڪيو)**

2984- وعن جابر عن النبي صلى الله عليه وسلم قال : " من أعطي عطاء فوجد فليجز به ومن لم يجد فليثن فإن من أثنى فقد شكر ومن كتم فقد كفر ومن تحلى بما لم يعط كان كلابس ثوبي زور " . رواه الترمذي وأبو داؤد

**(2984) جابر رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جنهن ماڻهو کي ڪا شيءِ هديہ ۾ ڏجي ۽ منجهس ان جو بدلو ڏيڻ جي طاقت هجي تہ ضرور ان جو بدلو ڏي ۽ جنهن کي طاقت نہ هجي، اهو سندس تعريف ڪري، ڇاڪاڻ تہ جنهن تعريف ڪئي، ان شڪر ڪيو ۽ جنهن (احسان) لڪايو، ان ناشڪري ڪئي ۽ جنهن تڪلف ڪندي اهڙي شيءِ ظاهر ڪئي، جيڪا کيس ڏني نہ وئي آهي، اهو ان وانگر آهي جيڪو مڪر ۽ فريب جا بہ ڪپڙا پائيندڙ آهي (ان کي ترمذي ۽ ابودائود روايت ڪيو)**

(2985) وعن أسامة بن زيد قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " من صنع إليه معروف فقال لفاعله : جزاك الله خيرا فقد أبلغ في الثناء " . رواه الترمذي

**اسامه بن زيد رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جنهن سان احسان ڪيو وڃي ۽ اهو (احسان) ڪندڙ کي چوي تہ "جزاڪ الله خيرا" (خدا توکي ڀلو بدلو ڏي) تہ ان تعريف جي حد ڪري ڇڏي (انکي ترمذيءَ روايت ڪيو)**

(2986) وعن أبي هريرة قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " من لم يشكر الناس لم يشكر الله " . رواه أحمد والترمذي

**ابو هريره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جيڪو ماڻهن جو شڪر نٿو ڪري اهو الله جو بہ شڪر نٿو ڪري (ان کي احمد ۽ ترمذي روايت ڪيو)**

[1] دوس ۽ ٻين قبيلن جو نالو آهي انهن جو خاص بيان فرمايائون ڇاڪاڻ تہ اهي ماڻهو بهادر ۽ سخي مرد هئا.

(2987) وعن أنس قال : لما قدم رسول الله صلى الله عليه وسلم المدينة أتاه المهاجرون فقالوا : يا رسول الله ما رأينا قوما أبذل من كثير ولا أحسن مواساة من قليل من قوم نزلنا بين أظهرهم : لقد كفونا المؤونة وأشركونا في المهنأ حتى لقد خفنا أن يذهبوا بالأجر كله فقال : " لا ما دعوتم الله لهم وأثنيتم عليهم " . رواه الترمذي وصححه

**انس ﷜ کان روايت آهي تہ جڏهن رسول الله ﷺ جن مديني آيا، تڏهن مهاجر وٽن آيا ۽ عرض ڪيائون تہ اي الله جا رسول ﷺ جنهن قوم ۾ اسين لٿا آهيون (يعني انصار)([1]) تنگ دستيءَ جي باوجود انهن کان وڏيڪ (اسان تي) خرچ ڪندڙ ۽ همدرد قوم اسان ڀي نہ ڏٺي. انهن اسان جون ضرورتون پوريون ڪيون ۽ آمدنيءَ ۾ اسان کي شريڪ ڪيو، تانجو اسان کي ڊپ ٿئي ٿو تہ متان سڀ ثواب کڻي وڃن! پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ نہ! جيستائين اوهين انهن جي حق ۾ دعا ۽ انهن کي تعريف ڪندا رهندا (ان کي ترمذي روايت ڪيو ۽ ان کي صحيح قرار ڏنائين)**

(2988) وعن عائشة عن النبي صلى الله عليه وسلم قال : " تهادوا فإن الهدية تذهب الضغائن " . رواه

**عائشه ﵂ کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ: هڪ ٻئي کي هديو ڏيندا رهو ان سان بغض ۽ ڪينو دور ٿئي ٿو. (ان کي ترمذي وايت ڪيو)**

**فائدو:_ اصل ڪتاب ۾ ذڪر نہ آهي تہ اها حديث ڪهڙي ڪتاب جي آهي. حاڪم جي خطي نسخي ۾ آهي تہ اها حديث ترمذيءَ ۾ آهي، پر ترمذيءَ ۾ اها حديث ام المؤمنين عائشه ﵂ کان نہ آهي ۽ نہ ئي ان جا اهي الفاظ آهن. البتہ ابو هريره ﷛ کان ٻين لفظن ۾ اها حديث مروي آهي، جيڪا ان کان بعد اچي رهي آهي. انهن لفظن سان ام المؤمنين عائشه ﵂ جي حديث يوسف بن عمر (قلمي 2/1) خطيب (تاريخ بغداد 88/1) ۽ قضاعي مسند الشهاب (قلمي 56/1) ۾ موجود آهي. ان جي سند ۾ ابو يوسف اعشيٰ آهي جنهن جي باري ۾ ازدي چوي ٿو تہ ڪوڙو آهي ۽ ان جا سڀ طريقا ضعيف آهن. (مشڪواة علامہ الباني 912/2)**

(2989) وعن أبي هريرة رضي الله عنه عن النبي صلى الله عليه وسلم قال : " تهادوا فإن الهدية تذهب وحر الصدر ولا تحقرن جارة لجارتها ولا شق فرسن شاة " . رواه الترمذي

**ابو هريره ﷛ کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ هڪ ٻئي کي هديو ڏيندا رهو، ڇاڪاڻ تہ هديو سيني جي ڪيني کي دور ڪري ٿو ۽ پاڙيسري عورت پنهنجي پاڙيسرياڻيءَ ڏانهن هديو موڪلڻ کي گهٽ خيال نہ ڪري، چاهي ٻڪري جو کُرئي هجي (ان کي ترمذي روايت ڪيو)**

**فائدو:_راوي ابو معشر ضعيف آهي (مشڪواة علام الباني 912/2)**

[1] _ هن حديث مان انصارن جي وڏي فضيلت ثابت ٿي، جو انهن مهاجرن جو بار پنهنجن سرن تي کنيو. ﴿رضي الله عنهم و رضوا عنه واعدلهم جنات تجري من تحتها الانهار خالدين فيها ذالک هوالفوز العظيم﴾

(2990) وعن ابن عمر قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " ثلاث لا ترد الوسائد والدهن واللبن " . رواه الترمذي وقال : هذا حديث غريب قيل : أراد بالدهن الطيب وعن أبي عثمان النهدي قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " إذا أعطي أحدكم الريحان فلا يرده فإنه خرج من الجنة " . رواه الترمذي مرسلا

**ابن عمر ﷠ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ ٽي شيون واپس نہ ڪجن: 1_وهاڻو، 2_ تيل، 3_کير. (ان کي ترمذيءَ روايت ڪيو ۽ چيائين تہ هيءَ حديث غريب آهي. چيو وڃي ٿو تہ تيل مان مراد خوشبو آهي.**

(2991) عن أبي عثمان النهدي قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " إذا أعطي أحدكم الريحان فلا يرده فإنه خرج من الجنة " .

**ابو عثمان نهدي کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ جيڪڏهن توهان کي ريحان ڏنو وڃي تہ ان کي رد نہ ڪريو اهو جنت مان نڪتو آهي.**

**فائدو:_ابو عثمان نهدي نہ پاڻ سڳورنﷺ کي ڏٺو آهي ۽ نہ ئي ڪانئن حديث ٻڌي اٿس. (تنقيح الرواة ربع ثاني204)**

## فصل ٽيون

(2992) عن جابر قال : قالت امرأة بشير : أنحل ابني غلامك وأشهد لي رسول الله صلى الله عليه وسلم فأتى رسول الله صلى الله عليه وسلم فقال : إن ابنة فلان سألتني إن أنحل ابنها غلامي وقالت : أشهد لي رسول الله صلى الله عليه وسلم فقال : " أله إخوة ؟ " قال : نعم قال : " أفكلهم أعطيتهم مثل ما أعطيته ؟ " قال : لا قال : " فليس يصلح هذا وإني لا أشهد إلا على حق " . رواه مسلم

**جابر﷛ کان روايت آهي تہ بشير﷛ جي زال (ڪيس) چيو تہ منهنجي پٽ نعمان کي پنهنجو ٻانهو ڏي ۽ ان تي منهنجي لاءِ رسول اللهﷺ کي شاهد ڪر. پوءِ (نعمان) رسول اللهﷺ وٽ آيو ۽ عرض ڪيائين تہ فلاڻي جي ڌيءَ مون کان گهر ڪري ٿي تہ آئون سندس پٽ کي پنهنجو غلام ڏيان ۽ چوي ٿي تہ ان تي منهنجي لاءِ رسول اللهﷺ کي شاهد بناءِ. پاڻ سڳورنﷺ فرمايو تہ ڇا ان جا ڀيا ڀائر آهن؟ بشير چيو تہ هائو! پاڻ فرمايائون تہ ڇا پوءِ تو ان وانگر سڀني کي غلام ڏنا آهن؟ چيائين تہ نہ! فرمايائون تہ پوءِ اهو درست نہ آهي ۽ بيشڪ آئون ناحق تي شاهد نہ ٿيندس. (ان کي مسلم روايت ڪيو)**

(2993) وعن أبي هريرة قال : رأيت رسول الله صلى الله عليه وسلم إذا أتي بباكورة الفاكهة وضعها على عينيه وعلى شفتيه وقال : " اللهم كما أريتنا أوله فأرنا آخره " ثم يعطيها من يكون عنده من الصبيان . رواه البيهقي في الدعوات الكبير

ابو هريره ﷛ ڪان روايت آهي تہ مون ڏٺو تہ رسول اللهﷺ جن وٽ نئون ميوو پيش ڪيو ويندو هو تہ پاڻ ان کي اکين ۽ چپن تي رکي فرمائيندا هئا تہ اي ﷲ! جيئن تو اسان کي ان جو پهريون ميوو ڏيکاريو آهي، تيئن ان جو آخري ميوو بہ ڏيکار. پوءِ پاڻ اهو ان ٻار کي ڏيندا هئا جيڪو ان وقت پاڻ سڳورنﷺ وٽ موجود هوندو هو. (ان کي بيهقيءَ الدعوات الڪبير ۾ روايت ڪيو)

# باب اللقطة

# ڪريل شيءِ جو بيان

### فصل پهريون

(2994) عن زيد بن خالد قال : جاء رجل إلى رسول الله صلى الله عليه وسلم فسأله عن اللقطة فقال : " اعرف عفاصها ووكاءها ثم عرفها سنة فإن جاء صاحبها وإلا فشأنك بها " . قال : فضالة الغنم ؟ قال : " هي لك أو لأخيك أو للذئب " قال : فضالة الإبل ؟ قال : " مالك ولها ؟ معها سقاؤها وحذاؤها ترد الماء وتأكل الشجر حتى يلقاها ربها " . متفق عليه . وفي رواية لمسلم : فقال : " عرفها سنة ثم اعرف وكاءها وعفاصها ثم استنفق بها فإن جاء ربها فأدها إليه "

**زيد بن خالد رضي الله عنه ڪان روايت آهي ته هڪ شخص نبيﷺ جن وٽ آيو ۽ لقطه[1] بابت پڇا ڪيائين. پاڻ سڳورﷺ فرمايو ته ان جي ٿيلهي ۽ ٻنڌڻ جي سڃاڻپ ڪراءِ. پوءِ هڪ سال تائين ان جو اعلان ڪندو رهه. پوءِ جيڪڏهن ان جو مالڪ اچي ته ان کي ڏئي ڇڏ نه ته پنهنجي ڪم ۾ آڻ. چيائين ته وڃايل ٻڪريءَ [2] بابت ڪهڙو حڪم آهي؟ فرمايائون ته اها تنهنجي هوندي يا تنهنجي ڀاءُ جي يا بگهڙ جي! چيائين ته وڃايل اٺ بابت ڪهڙو حڪم آهي؟ فرمايائون ته اٺ سان تنهنجو ڇا وڃي؟ ان سان گڏ ان جي مشڪ ۽ ان جا پير آهن، جن وسيلي پاڻي تائين پهچي ويندو ۽ وڻ کائيندو رهندو، تانجو ان جو مالڪ ان کي ڳولهي لهي بخاري مسلم ۽ مسلم جي روايت ۾ آهي ته فرمايائون ته هڪ سال تائين ان جي سڃاڻپ ڪراءِ. پوءِ ان جي ٻنڌڻ ۽ ٿيلهيءَ جي چڱي طرح سڃاڻ ڪر. پوءِ ان کي پنهنجي استعمال ۾ آڻ. جيڪڏهن ان جو مالڪ اچي وڃي ته ان کي ڏي)**

2995- عنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " من آوى ضالة فهو ضال ما لم يعرفها . رواه مسلم

(2995) **زيد بن خالد رضي الله عنه ڪان روايت آهي ته رسول اللهﷺ جن فرمايو ته جيڪو ماڻهو گم ٿيل شيءِ گهر ۾ رکندو، اهو گمراه آهي جيستائين ان جو اعلان نه ڪري[3] (ان کي مسلم روايت ڪيو)**

2996–وعن عبد الرحمن بن عثمان التيمي أن رسول الله صلى الله عليه وسلم نهى عن لقطة الحاج . رواه مسلم

(2996) **عبدالرحمٰن بن عثمان تيمي رضي الله عنه ڪان روايت آهي ته رسول اللهﷺ جن حاجين جي ڪريل شيءِ کڻڻ ڪان منع فرمايو آهي. (ان کي مسلم روايت ڪيو)**

---

[1]_رستي ۾ ڪريل شيءِ کي "لقطه" چوندا آهن.

[2]_مطلب هي آهي ته وڃايل ٻڪري کي پاڻ وٽ روڪي ڇڏ. پوءِ جيڪڏهن ڌڻي اچي وڃي ته ان جي حوالي ڪر. ڌڻي نه اچي ته پوءِ تنهنجي آهي. جيڪڏهن انکي ڇڏي ڏيندي ته ٿي سگهي ٿو ته بگهڙ ان کي کائي وڃي ۽ مسلمان جو مال ضايع ٿي وڃي.

[3]_ڪريل شيءِ جي سڃاڻپ ڪرائڻ ۽ ٻڌائڻ ضروري آهي.

## فصل ٻيون

2997- عن عمرو بن شعيب عن أبيه عن جده عن رسول الله صلى الله عليه وسلم أنه سئل عن الثمر المعلق فقال : " من أصاب منه من ذي حاجة غير متخذ خبنة فلا شيء عليه ومن خرج بشيء منه فعليه غرامة مثليه والعقوبة ومن سرق منه شيئا بعد أن يؤويه الجرين فبلغ ثمن المجن فعليه القطع " وذكر في ضالة الإبل والغنم كما ذكر غيره قال : وسئل عن اللقطة فقال : " ما كان منها في الطريق الميتاء والقرية الجامعة فعرفها سنة فإن جاء صاحبها فادفعها إليه وإن لم يأت فهو لك وما كان في الخراب العادي ففيه وفي الركاز الخمس " . رواه النسائي وروى أبو داود عنه من قوله : وسئل عن اللقطة إلى آخره.

(2997) **عمرو بن شعيب پنهنجي پيءُ کان ۽ اهو سندس ڏاڏي کان روايت ڪري ٿو ته رسول اللهﷺ جن کان انهن ميون بابت پڇيو ويو جيڪي وڻن ۾ آهن. فرمايائين ته ضرورتمند پَٽي کائي ۽ ڪٺي نه وجي ته مٿس گناه نه آهي ۽ جيڪو کائي به ۽ ڪٺي به وجي ته ان تي ٻيڻي چٽي ۽ سزا آهي ۽ جيڪو ڍير مان ميوو چورائي ۽ اهو هڪ ڍال جي قيمت([1]) کي پهچي ته ان جي سزا هٿ ڪپڻ آهي ۽ وڃايل اٺ ۽ ٻڪريءَ بابت ٻين راوين وانگر بيان ڪيائين. (راوي) چوي ٿو ته پوءِ پاڻ سڳورنﷺ کان لقط (ڪريل شيءِ) بابت پڇيو ويو. فرمايائون ته جيڪي شيءِ عام شاهراه ۽ پيڙ واري ڳوٺ مان ملي ته ان جو اعلان هڪ سال تائين ڪر، جيڪڏهن ان جو مالڪ اچي ته ان کي ڏي. مالڪ نه اچي ته تنهنجي آهي ۽ جيڪا شيءِ ويران زمين (يا قديم برپٽ ۽ جنگل) مان ملي ته دفن ٿيل خزاني مان پنجون حصو بيت المال جو آهي. (ان کي نسائي روايت ڪيو ۽ ابو دائود سندس روايت "وسئل عن اللقطة" تائين ذڪر ڪئي آهي)**

2998-وعن أبي سعيد الخدري : أن علي بن أبي طالب رضي الله عنه وجد دينارا فأتى به فاطمة رضي الله عنها فسأل عنه رسول الله صلى الله عليه وسلم فقال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " هذا رزق الله " فأكل منه رسول الله صلى الله عليه وسلم وأكل علي وفاطمة رضي الله عنهما فلما كان بعد ذلك أتت امرأة تنشد الدينار فقال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " يا علي أد الدينار " . رواه أبو داؤد .

(2998) **ابو سعيد خدريؓ کان روايت آهي ته حضرت علي ؓ هڪ دينار لڌو ۽ فاطمهؓ کي ڏنائين. پوءِ ان بابت رسول اللهﷺ کان پڇا ڪيائين. رسول اللهﷺ جن فرمايو ته اهو ﷲ جو رزق آهي. پوءِ ان مان رسول اللهﷺ جن به کاڌو ۽ حضرت عليؓ فاطمهؓ به کاڌو ٿوري**

---

[1] ڍال جي قيمت نبيﷺ جي زماني ۾ ٽي درهم هئي، جمهور سلف ۽ خلف اهل حديث جو به اهوئي قول آهي ۽ چوري جي مال جو نصاب به ٽي درهم آهي.

**دير بعد هڪ عورت دينار ڳوليندي آئي. رسول الله ﷺ فرمايو ته علي! هن کي دينار پري ڏي[1] (ان کي ابو دائود روايت ڪيو)**

**فائده:_ سند ۾ راوي مجهول آهي (تنقيح الرواة ربع ثاني** 205)

2999-وعن الجارود قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " ضالة المسلم حرق النار " . رواه أبو داؤد

(2999) **جارود ﷛ کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته مسلمان جي وڃايل شيءِ باھ جي چڻنگ آهي (يعني جيڪو کڻندو اهو دوزخ جو ٻارڻ ٿيندو[2]) (ان کي دارمي روايت ڪيو)**

3000–عن عياض بن حمار قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : من وجد لقطة فليشهد ذا عدل أو ذوي عدل ولا يكتم ولا يغيب فإن وجد صاحبها فليردها عليه وإلا فهو مال الله يؤتيه من يشاء. رواه أحمد وأبو داؤد والدارمي .

(3000) **عياض بن حمار کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته جيڪو ڪريل شيءِ لهي اهو هڪ يا ٻن انصاف وارن کي گواھ ڪري ([3]) نه اها شيءِ لڪائي ۽ نه غائب ڪري. پوءِ جيڪڏهن ان جو مالڪ لهي ته ان کي ڏي نه ته اها اللہ جو مال آهي جنهن کي چاهي عطا ڪري (انکي احمد، ابودائود ۽ دارمي روايت ڪيو)**

3001– وعن جابر قال : رخص لنا رسول الله صلى الله عليه وسلم في العصا والسوط والحبل وأشباهه يلتقطه الرجل ينتفع به . رواه أبو داؤد وذكر حديث المقدام بن معدي كرب : " ألا لا يحل " في " باب الاعتصام " .

(3001) **جابر ﷛ کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن ماڻهوءَ کي لٺ، لڪڻ، رسي ۽ اهڙي ٻي شيءِ جي استعمال ڪرڻ جي اجازت ڏني آهي (ان کي ابودائود روايت ڪيو ۽ مقدام بن معدي ڪرب جي حديث: الا لا يحل "باب الاعتصام" ۾ ذڪر ڪئي وئي آهي)**

---

[1]_ هن حديث مان معلوم ٿيو ته حقير شيءِ هڪ دينار (چار آنا) يا ان جي قيمت جي برابر ڪنهن شيءِ جو اعلان ڪرڻ ضروري نه آهي پر جيڪڏهن ڏٺي اچي وڃي ته پوءِ اها شيءِ به واپس ڏبي.

[2]_ يعني جيڪو لڌل شيءِ ماڻهن کي نه ٻڌائي، بلڪ هضم ڪرڻ جي نيت سان اها لڪائي رکي، ان کي اها ڌمڪي ڏني وئي آهي. فصل اول ۾ مسلم جي روايت جي حوالي سان گذريو ته جيڪو شخص وڃايل شيءِ پاڻ وٽ رکندو، اهو گمراھ آهي جيستائين ان کي ظاهر نه ڪري. جيڪڏهن ٻڌائڻ ۽ ظاهر ڪرڻ جي نيت سان ڪا شيءِ کڻي ته اهو برو نه آهي. اهل حديث وٽ هر وڃايل جانور پاڻ وٽ رکڻ درست آهي سواءِ اٺ جي، ڇاڪاڻ ته اهو ضايع نه ٿيندو آهي، بلڪ گهمندو ڦرندو رهندو آهي ايستائين جو مالڪ اچي وٺي ويندو آهي. هيءُ مضمون زيد بن خالد جي حديث ۾ گذريو آهي جيڪو فصل اول جي پهرين حديث ۾ آهي.

[3]_گواھ ڪرڻ ۾ هي حڪمت آهي ته متان مالڪ وڏيڪ جي دعويٰ نه ڪري ۽ هي جيڪو فرمايو ويو آهي ته اهو خدا جو مال آهي يعني هڪ سال کان پوءِ ان جو کپائڻ درست آهي، اهو مطلب نه آهي ته مال مالڪ کي اصل نه ملندو.

# ميراث ۽ وصيت جو بيان

## پهريون فصل

3002–عن أبي هريرة عن النبي صلى الله عليه وسلم قال : " أنا أولى بالمؤمنين من أنفسهم فمن مات وعليه دين ولم يترك وفاء فعلي قضاؤه . ومن ترك مالا فلورثته " . وفي رواية : " من ترك دينا أو ضياعا فليأتني فأنا مولاه " . وفي رواية : " من ترك مالا فلورثته ومن ترك كلا فإلينا .

(3002) **ابو هريرهﷺ كان روايت آهي تہ رسولﷺ جن فرمايو تہ: آئون مؤمنن لاءِ سندن جانين كان وڌيڪ پيارو آهيان. جيڪو مري وڃي ۽ مٿس قرض هجي ۽ ايترو مال نتو ڇڏي جنهن سان ان جو قرض پورو لهي تہ ان جو قرض منهنجي ذمي آهي ۽ جيڪو مالد ڇڏي تہ اهو ان جي وارثن جي جو آهي ۽ هڪ روايت ۾ آهي تہ: جيڪو قرضدار يا عيالدار ٿي مري ان جو وارث مون وٽ اچي آئون ان جو انتظام ڪندس. هڪ روايت ۾آهي تہ: جيڪو مال ڇڏي مري اهو سندس وارثن جو آهي 7 جيڪو عيال ڇڏي مري انهن جو انتظام منهنجي ذمي آهي. (بخاري مسلم)**

3003– وعن ابن عباس قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " ألحقوا الفرائض بأهلها فما بقي فهو لأولى رجل ذكر .

(3003) **ابن عباسﷺ كان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: حصيدارن کي ميراث جو حصو ڏيو پوءِ جيڪي بچي اهو ميت جي ويجهي مرد مائٽ (عصبه) کي ڏيو[1] (بخاري مسلم)**

3004- وعن أسامة بن زيد قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " لا يرث المسلم الكافر ولا الكافر المسلم .

(3004)**اسامہ بن زيد كان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ مسلمان جو ڪافر وارث نتو ٿئي ۽ نہ ڪافر مسلمانن جو وارث ٿيندو.[2](بخاري مسلم)**

3005–وعن أنس رضي الله عنه عن النبي صلى الله عليه وسلم قال : " مولى القوم من أنفسهم . رواه البخاري .

(3005)**انسﷺ كان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: ڪنهن قوم جو غلام انهيءَ قوم مان آهي[3](ان کي بخاري روايت ڪيو)**

---

[1] _ميراث جا حصا قرآن ۾ مفصل مذكور آهن جيئن اڌ حصو اڪيلي ڌيءَ جو، ڇهون حصو ماءُ جو، اٺون حصو زال جو وغيره. ميت جي مال مان پهريائين حصيدارن کي ڏجي پوءِ بچي تہ عصبي کي ملندو.

عصبو اهو قوي وارث آهي جنهن جو حصو ڪتب الله ۾ مقرر نہ آهي جيئن پٽ پيءُ جڏهن ميت جو پٽ نہ هجي تہ چاچو ياءُ وغيره.

[2] _ڪافر ۽ مسلمان ۾ وراثت نہ آهي جيڪڏهن پيءُ ڪافر هجي تہ مسلمان پٽ ان جو حصو نہ وٺي ۽ نہ مسلمان پيءُ جو ڪافر پٽ حصو وٺي. اهو مذهب آهي چئن امامن جو.

[3] _حديث مان ظاهر ٿئي ٿو تہ جيڪڏهن ڪنهن ماڻهو جو وارث نہ هجي تہ ان جي ورثي جو حقدار اهو آهي جنهن کي ان آزاد ڪيو هجي. پر جمهور علماءُ ان جي خلاف آهن. اهي چون ٿا تہ غلام مان آزاد ڪندڙ مراد آهي ۽ اسين چئون ٿا تہ جمهور جو اهو چوڻ پڻ نيڪ نہ آهي. رسول اللهﷺ خود آزاد ڪيل غلام کي، آزاد ڪندڙ شخص جو

3006- وعنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " ابن أخت القوم منهم " وذكر حديث عائشة : " إنما الولاء " في باب قبل " باب السلم .

**(3006) انس رضي الله عنه کان روايت اهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وسلم جن فرمايو تہ: ڪنهن قوم جو ڀاڻيجو انهيءَ قوم مان آهي (بخاري مسلم) ۽ عائشه رضي الله عنها جي حديث: ﴿ انما الولاء ﴾ هڪ باب اڳ ﴿باب السلم﴾ ۾ ذڪر ڪئي وئي ۽ سگهوئي براءُ بن عازب رضي الله عنه جي حديث ﴿الخالة بمنزلة الام﴾ جو ذڪر ﴿باب بلوغ الصغير و حضانته﴾ بيان ۾ ڪنداسون، انشاءالله تعاليٰ.**

## فصل ٻيون

3007–عن عبد الله بن عمرو قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : لا يتوارث أهل ملتين شتى . رواه أبو داؤد وابن ماجه . ورواه الترمذي عن جابر .

**(3007) عبدالله بن عمرو رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وسلم جن فرمايو تہ: ٻن مختلف مذهبن وارا هڪ ٻئي جا وارث نٿا ٿي سگهي (ان کي ابوداؤد، ابن ماجه روايت ڪيو ۽ ترمذي اها حديث حضرت جابر رضي الله عنه کان روايت ڪئي آهي)**

3008– وعن أبي هريرة قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " القاتل لا يرث " . رواه الترمذي وابن ماجه .

**(3008) ابو هريره رضي الله عنه کان رويت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وسلم جن فرمايو: قاتل (مقتول جي مال جو ) وارث نٿو ٿي سگهي (ان کي ترمذي ۽ ابن ماجه روايت ڪيو)**

3009–عن بريدة : أن النبي صلى الله عليه وسلم جعل للجدة السدس إذا لم تكن دونها أم . رواه أبو داؤسد .

**(3009) بريده رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وسلم جن ڏاڏيءَ جو ڇهون حصو مقرر ڪيو جڏهن تہ ان کان وڌيڪ ويجهي ماءُ موجود نہ هجي (ان کي ابودائود رويت ڪيو)**

3010-وعن جابر قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : إذا استهل الصبي صلي عليه وورث. رواه ابن ماجه والدارمي.

---

**ورثو ڏياريو آهي. انشاءالله تعاليٰ هن باب جي ٻئي فصل ۾ ابن عباس جي روايت ۾ ايندو تہ هڪ شخص رسول الله صلي الله عليہ وسلم جن جي زماني ۾ مري ويو ۽ ان ڪو وارث نہ ڇڏيو هو، سواءِ هڪ غلام جي جنهن کي ان آزاد ڪيو هو. پاڻ سڳورن صلي الله عليہ وسلم سندس ورثو ان کي ڏياريو. هنن ٻنهي حديثن مان صاف معلوم ٿيو تہ جيئن آزاد ڪيل (ٻانهو) وارث آهي مالڪ جو، تيئن مالڪ وارث آهي آزاد ڪيل (ٻانهي) جو، چاهي جمهور علماءَ ان جي خلاف ڇو نہ هجن.**

(3010)جابر﷛ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: ٻار (پيدا ٿيڻ کان پوءِ) جيڪڏهن روئي رڙي يا ان جي منهن مان آواز نڪري (پوءِ مري وڃي) تہ ان تي جنازه نماز پڙهي وڃي ۽ ان کي وارث بنايو وڃي. (ان کي ابن ماجه ۽ دارمي روايت ڪيو)

فائدو:_ سند ۾ اسماعيل بن مسلم راوي ضعيف آهي ۽ حديث جي مفهوم مان ثابت ٿئي ٿو تہ جيڪڏهن پيدا ٿيندڙ ٻار نہ روئي تہ وارث نہ ٿيندو. جيڪڏهن ان جو اورث ماءُ جي پيٽ ۾ آهي تہ ورهاست جي مال کي روڪبو. جڏهن ٻار پيدا ٿئي تہ پوءِ ان کي شامل ڪري ورثو ورهايو ويندو. (تنقيح الرواة ربع الثاني208)

3011-وعن كثير بن عبد الله عن أبيه عن جده قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : مولى القوم منهم وحليف القوم منهم وابن أخت القوم منهم. رواه الدارمي .

(3011)ڪثير بن عبدالله پنهنجي پيءُ کان، اهو پنهنجي ڏاڏي کان روايت ڪري ٿو تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ قوم جو آزاد ڪيل ٻانهو قوم مان آهي ۽ قوم جو حليف بہ قوم مان آهي ۽ قوم جو ڀاڻيجو بہ قوم مان ([1])(ان کي دارمي روايت ڪيو)

فائدو:_ ڪثير بن عبدالله کي ابو دائود ۽ شافعي ڪوڙو چيو آهي. (تنقيح الرواة ربع ثاني608)

3012-وعن المقدام قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " أنا أولى بكل مؤمن من نفسه فمن ترك دينا أو ضيعة فإلينا ومن ترك مالا فلورثته وأنا مولى من لا مولى له أرث ماله وأفك عانه والخال وارث من لا وارث له يرث ماله ويفك عانه . وفي رواية : وأنا وارث من لا وارث له أعقل عنه وأرثه والخال وارث من لا وارث له يعقل عنه ويرثه . رواه أبو داؤد .

(3012) مقدام ر کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ آئون هر مؤمن لاءِ ان جي جان کان وڌيڪ عزيز آهيان. جيڪو قرض يا عيال ڇڏي مري، آئون ان جو ڪفيل آهيان ۽ جيڪو مال ڇڏي، سو سندس وارثن جو آهي ۽ آئون ان ۾ وارث آهيان، جنهن جو ڪو وارث نہ آهي ۽ ان جو وارث ٿيندس ۽ ان جو قيدي ڇڏائيندس. هڪ روايت ۾ آهي تہ: آئون ان جو وارث آهيان جنهن جو ڪو وارث نہ آهي. آئون ان جو خون بها ادا ڪندس ۽ ان جو وارث ٿيندس ۽ جنهن جو وارث نہ هجي، مامون ان جو وارث آهي. سندس قيدي ڇڏائيندو ۽ ان جو وارث ٿيندو. (ان کي ابو دائود روايت ڪيو)

3013-وعن واثلة بن الأسقع قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : تحوز المرأة ثلاث مواريث عتيقها ولقيطها وولدها الذي لاعنت عنه . رواه الترمذي وأبو داؤد وابن ماجه .

(3013) واثله بن اسقع کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ عورت کي ٽن ڄڻن جو ورثو ملي ٿو: 1_سندس آزاد ڪيل جو ورثو. 2_ جنهن ٻار کي لهي ۽ پرورش ڪري، ان جو

[1] _عربن جو دستور هو تہ پاڻ ۾ قول اقرار ڪندا هئا، صلح صفائي لاءِ هڪ ٻي جا وارث ٿيندا هئا، اسلام ان وراثت کي منسوخ ڪري ڇڏيو. شايد ان مان مراد هي آهي تہ جڏهن ٻيو ويجهو وارث نہ هجي تہ حليف وارث ٿيندو.

ورثو، 3_ سندس ان ٻار جو ورثو جنهن جي ڪري پنهنجي مڙس سان لعان ڪيو[1] هجيس. (ان ڪي ترمذي، ابو دائود ۽ ابن ماجه روايت ڪيو)

فائدو:_ امام بيهقي چوي ٿو ته امام بخاري ۽ امام مسلم بعض راوين جي مجهول هئڻ جي ڪري حديث کي تسلم نه ڪيو آهي (تنقيح الرواة ربع ثاني 209)

3014– وعن عمرو بن شعيب عن أبيه عن جده : أن النبي صلى الله عليه وسلم قال : أيما رجل عاهر بحرة أو أمة فالولد ولد زنى لا يرث ولا يورث . رواه الترمذي .

(3014) عمرو بن شعيب پنهنجي پيءُ کان ۽ اهو پنهنجي ڏاڏي کان روايت ڪري ٿو ته نبي ﷺ جن فرمايو ته جيڪو ڪنهن آزاد عورت يا ٻانهيءَ سان زنا ڪري ته اهو اولاد زنا جو آهي، نه ٻئي جو وارث ٿيندو ۽ نه ڪو سندس وارث ٿيندو. (ان کي ترمذيءَ روايت ڪيو)

3015-وعن عائشة : أن مولى لرسول الله صلى الله عليه وسلم مات وترك شيئا ولم يدع حميما ولا ولدا فقال رسول الله صلى الله عليه وسلم : أعطوا ميراثه رجلا من أهل قريته . رواه أبو داود والترمذي .

(3015) عائشه رضي الله عنها کان رويت آهي ته رسول الله ﷺ جن جو آزاد ڪيل غلام مري ويو ۽ ڪجهه مال ڇڏي ويو، پر ڪو مٽ مائٽ ۽ اولاد پويان نه ڇڏيائين. نبي ﷺ جن فرمايو ته سندس ترڪو سندس ڪنهن ڳوناٽي کي ڏيئي ڇڏيو[2] (ان کي ابودائود ۽ ترمذي روايت ڪيو)

3016– وعن بريدة قال : مات رجل من خزاعة فأتي النبي صلى الله عليه وسلم بميراثه فقال : التمسوا له وارثا أو ذا رحم فلم يجدوا له وارثا ولا ذا رحم فقال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " أعطوا الكبر من خزاعة . رواه أبو داود وفي رواية له : قال : أنظروا أكبر رجل من خزاعة .

(3016) بريده رضي الله عنه کان روايت آهي ته خزاعه قبيلي جو هڪ شخص مري ويو جنهن جي ميراث نبي ﷺ جن وٽ آندي وئي. ارشاد فرمايائون ته هن جو ڪو وارث يا مٽ مائٽ ڳوليو. پر ڪو وارث ۽ مائٽ نه مليو. پوءِ رسول الله ﷺ جن فرمايو ته خزاعه قبيلي جي وڏڙي کي اهو ڏئي ڇڏيو. (ان کي ابو داؤد روايت ڪيو ۽ هڪ روايت ۾ آهي ته پاڻ فرمايائون ته ڏسو جيڪو خزاعه قبيلي مان سڀ کان وڏو هجي. (ان کي ڏيو)

---

[1]_ لعان جي معنيٰ آهي هڪ ٻئي تي لعنت ڪرڻ. شريعت ۾ هن کي چوند آهن ته ڪو ماڻهو پنهنجي زال تي زنا جي تهمت هڻي يا جيڪو ٻار پيدا ٿيو آهي ان بابت چوي ته هي منهنجي نطفي مان نه آهي ۽ زنا ثابت ڪرڻ لاءِ هڪ ٻئي تي لعنت ڪن (ان جو طريقو سوره نور آيت: ﴿ والذين يرمون ازواجهم...... ﴾ ۾ بيان ٿيل آهي) جنهن ٻار تي لعان ڪيل هجي اهو پيءُ جو وارث نٿو ٿئي. البته ماءُ ۽ پٽ جو پاڻ ۾ ورثو ٿيندو يعني ماءُ پٽ جي وارث ۽ پٽ ماءُ جو وارث . ولد زنا جو به اهوئي حڪم آهي.

[2]_ حالانڪ هي ميراث رسول الله ﷺ جن جو هو. مگر پيغمبر نه ڪنهن جا وارث ٿيندا آهن ۽ نه انهن جو ڪو وارث ٿيندو آهي، تنهن ڪري رسول الله ﷺ جن اها ميراث نه ورتي. اهڙي ميراث بيت المال ۾ رکڻ امام جي اختيار ۾ آهي، پر نبي ڪريم ﷺ جن مناسب نه سمجهيو ته هن جي مال مان ڳوٺ وارا فائدا وٺن.

3017–وعن علي رضي الله عنه قال : إنكم تقرؤون هذه الآية : ﴿...مِنۢ بَعۡدِ وَصِيَّةٖ تُوصُونَ بِهَآ أَوۡ دَيۡنٍ... ﴾ النساء: ١٢ وإن رسول الله صلى الله عليه وسلم قضى بالدين قبل الوصية وأن أعيان بني الأم يتوارثون دون بني العلات الرجل يرث أخاه لأبيه وأمه دون أخيه لأبيه . رواه الترمذي وابن ماجه وفي رواية الدارمي : قال : الإخوة من الأم يتوارثون دون بني العلات . . . إلى آخره .

**(3017)حضرت عليؓ ماڻهن کي چيو ته هيءَ آيت پڙهو ٿا: ﴿من بعد وصية توصون بها او دين﴾ (جنهن ۾ قرض کان اڳ وصيت پورو ڪرڻ جو حڪم آهي) پر پاڻ سڳوراﷺ وصيت کان اڳ قرض ادا ڪرڻ جو حڪم ڪندا هئا ۽ (پڻ حڪم فرمايائون ته) سڳا ڀائر هڪ ٻئي جا وارث ٿيندا ۽ جن جون مائرون جدا ۽ پيءُ هڪ آهي، اهي پاڻ ۾ وارث نه ٿيندا. جن ڀائرن جو ماءُ پيءُ هڪ آهي اهي ته پاڻ ۾ وارث ٿيندا، پر اهي ڀائر پاڻ ۾ وارث نه ٿيندا جيڪي صرف پيءُ جي لحاظ سان پاڻ ۾ ڀائر آهن (ان کي ترمذي ۽ ابن ماجه روايت ڪيو) دارمي جي هڪ روايت ۾ آهي ته حضرت عليؓ فرمايو ته هڪ ماءُ پيءُ جا ڀائر (سڳا ڀائر) هڪ ٻئي جا وارث ٿيندا، پر اهي ڀائر هڪ ٻئي جا وارث نه ٿيندا، جيڪي فقط پيءُ ۾ شريڪ آهن (پچاڙي تائين) ([1])**

**فائدو: سند ۾ راوي حارث اعود انتهائي ضعيف آهي (تنفيع الرواة ربع ثاني 209)**

3018– وعن جابر قال : جاءت امرأة سعد بن الربيع بابنتيها من سعد بن الربيع إلى رسول الله صلى الله عليه وسلم فقالت : يا رسول الله هاتان ابنتا سعد بن الربيع قتل أبوهما معك يوم أحد شهيدا وإن عمهما أخذ مالهما ولم يدع لهما مالا ولا تنكحان إلا ولهما مال قال : يقضي الله في ذلك فنزلت آية الميراث فبعث رسول الله صلى الله عليه وسلم إلى عمهما فقال : أعط لابنتي سعد الثلثين وأعط أمهما الثمن وما بقي فهو لك . رواه أحمد والترمذي وأبو داود وابن ماجه وقال الترمذي : هذا حديث حسن غريب .

**(3018) جابر ؓ کان روايت آهي ته سعد بن ربيع جي زال پنهنجيون ٻئي ڌيئرون جيڪي سعد مان هيون، وٺي نبيﷺ جن وٽ آئي ۽ عرض ڪيائين ته يا رسول اللهﷺ! هي ٻئي ڌيئرون سعد بن ربيع جون آهن هنن جو پيءُ جنگ احد ۾ توهان سان گڏ هو، سو شهيد ٿي ويو آهي. هنن جي چاچي سندن مال تي قبضو ڄمايو ۽ هنن لاءِ ڪجهه به نه ڇڏيو آهي ۽ مال کان بغير اهي نڪاح به نٿيون ڪري سگهن. پاڻ سڳورنﷺ فرمايو ته الله تعالىٰ ان جي باري ۾ فيصلو فرمائيندو. پوءِ ميراث جي آيت نازل ٿي. پاڻ ڇوڪرين جي چاچي کي طلب ڪري حڪم ڏنائون ته سعد جي ڌيئرن کي ٻه ٽهايون ۽ سندن ماءُ کي اٺون حصو ڏي ۽ جيڪو باقي بچي اهو تنهنجو آهي (ان کي احمد، ترمذي ۽ ابن ماجه روايت ڪيو ۽ ترمذيءَ چيو ته هيءَ حديث حسن غريب آهي)**

3019– وعن هزيل بن شرحبيل قال : سئل أبو موسى عن ابنة وبنت ابن وأخت فقال : للبنت النصف وللأخت النصف وائت ابن مسعود فسيتابعني فسئل ابن مسعود وأخبر بقول أبي موسى فقال : لقد ضللت إذن وما أنا من

[1] _هن حديث جو مطلب هي آهي ته جڏهن سڳا ڀائر موجود هجن ته اهي ميت جا وارث ٿيندا ۽ پيئٽا ڀائر محروم رهندا.

المهتدين أقضي فيها بما قضى النبي صلى الله عليه وسلم : " للبنت النصف ولابنة الابن السدس تكملة الثلثين وما بقي فللأخت " فأتينا أبا موسى فأخبرناه بقول ابن مسعود فقال : لا تسألوني ما دام هذا الحبر فيكم . رواه البخاري

**(3019) هزيل بن شرحبيل کان روايت آهي تہ ابو موسيٰ ﷛ کان هڪ ڌيءُ، هڪ پوٽي ۽ هڪ ڀيڻ بابت پڇيو ويو ( تہ منجهن ترڪو ڪيئن ورهائجي؟) چيائين تہ اڌ ڌيءُ ۽ اڌ ڀيڻ لاءِ آهي ۽ ابن مسعود ﷛ وٽ وڃ اهو بہ منهنجي موافقت ڪندو. پوءِ ابن مسعود کان مسئلو پڇيو ويو ۽ ابو موسيٰ جو قول بہ ڪيس ٻڌايو ويو. چيائين تہ تڏهن تہ آئون گمراہ ٿي ويندس ۽ هدايت وارن مان نہ ٿيندس. آئون تہ اهو فيصلو ڪندس جيڪو ان بابت نبيﷺ جن ڪيو آهي يعني ڌيءُ کي اڌ ترڪو، پوٽي کي ڇهون حصو ۽ باقي ڀيڻ لاءِ آهي. پوءِ ابو موسيٰ وٽ آياسون ۽ ان فيصلي کان ڪيس آگاهہ ڪيوسون. چيائين تہ اوهان ۾ جيستائين اهو عالم موجود آهي، تيستائين مون کان (مسئلا) نہ پڇندا ڪريو (ان کي بخاريءَ روايت ڪيو)**

(3020) وعن عمران بن حصين قال : جاء رجل إلى رسول الله صلى الله عليه وسلم فقال : إن ابني مات فما لي من ميراثه ؟ قال : " لك السدس " فلما ولى دعاه قال : " لك سدس آخر " فلما ولى دعاه قال : " إن السدس الآخر طعمة " . رواه أحمد والترمذي وأبو داود وقال الترمذي : هذا حديث حسن صحيح

**عمران بن حصين ﷛ کان روايت آهي تہ هڪ شخص نبيﷺ جن وٽ اچي عرض ڪيو تہ منهنجو پٽ مري ويو آهي ان جي مال مان مون کي ڇا ملندو؟ فرمايائون تہ توکي ڇهون حصو ملندو. جڏهن وڃڻ لڳو تہ ان کي سڏائي فرمايائون تہ تون کي ٻيو بہ ڇهون حصو ملندوز جڏهن روانو ٿيو تڏهن ان کي وري گهرائي فرمايائون تہ اهو ٻيو ڇهون حصو تنهنجي خوراڪ آهي[1] (ان کي احمد، ترمذي، ابو داؤد روايت ڪيو، ترمذيءَ چيو تہ هيءَ حديث حسن صحيح آهي)**

**فائده:_ سند ضعيف آهي ڇاڪاڻ تہ راوي عمران کان حديث "عن" سان بيان ڪئي آهي جڏهن تہ حسن مدلس آهي (مشڪواۃعلامہ الباني 921/2)**

(3021) وعن قبيصة بن ذؤيب قال : جاءت الجدة إلى أبي بكر رضي الله عنه تسأله ميراثها فقال لها : ما لك في كتاب الله شيء وما لك في سنة رسول الله صلى الله عليه وسلم شيء فارجعي حتى أسأل الناس فسأل فقال المغيرة بن شعبة : حضرت رسول الله صلى الله عليه وسلم أعطاها السدس فقال أبو بكر رضي الله عنه هل معك غيره ؟ فقال محمد بن مسلمة مثل ما قال المغيرة فأنفذه لها أبو بكر رضي الله عنه ثم جاءت الجدة الأخرى إلى عمر رضي الله عنه

[1] _ مسئلي جي صورت هي آهي تہ فوتي بہ ڏيئرون ۽ ڏاڏو ڇڏي مري وڃي تہ ان جي ترڪي جا ڇهہ حصا ڪري چار حصا ٻن ڌيئرن کي ۽ ٻہ حصا ڏاڏي کي ڏنا ويندا. ڏاڏي کي هڪ حصو اصل ميراث جي ڪري ٻيو حصو بطور عصبہ جي ڏنو ويندو.

تسأله ميراثها فقال : هو ذلك السدس فإن اجتمعا فهو بينكما وأيتكما خلت به فهو لها . رواه مالك وأحمد والترمذي وأبو داود والدارمي وابن ماجه

**قبيصه بن ذويب رضي الله عنه کان روايت آهي تہ هڪ ڏاڏي حضرت ابوبڪر رضي الله عنه وٽ آئي ۽ (ميراث ۾) ان ڪان پنهنجو حصو پڇڻ لڳي. ڪيس چيائين تہ نہ ڪتاب الله ۾ تنهنجو حصو آهي ۽ نہ سنت رسول الله صلى الله عليه وسلم ۾ تنهنجو حصو آهي. موٽي وڃ! تانجو ماڻهن کان (مسئلو) پڇان. پوءِ پڇا ڪيائين تہ مغيره بن شعبه رضي الله عنه ([1]) چيو تہ آئون رسول الله صلى الله عليه وسلم جن وٽ حاضر هئس، پاڻ سڳورن صلى الله عليه وسلم ان (ڏاڏيءَ) کي ڇهون حصو ڏياريو. ابوبڪر رضي الله عنه چيو تہ ڇا توسان گڏ ڪو ٻيو ماڻهو بہ هو؟ پوءِ محمد صلى الله عليه وسلم بن مسلمه بہ ساڳي ڳالھ ڪئي. پوءِ ابو بڪر رضي الله عنه ڏاڏيءَ جي باري ۾ اهو (حڪم) لاڳو ڪيو. پوءِ ٻي ڏاڏيءَ حضرت عمر رضي الله عنه وٽ ميراث مان حصو پڇڻ آئي. انهيءَ چيو تہ اهوئي ڇهون حصو آهي، پوءِ جيڪڏهن اوهان ٻئي گڏ (وارث) هجو تہ توهان ٻنهي لاءِ ڇهون حصو آهي ۽ جيڪڏهن ڪا هڪ (وارث) هوندي تہ پوءِ ڇهون حصو ڪڻندي (ان کي مالڪ، ترمذي، ابودائود، دارمي ۽ ابن ماجه روايت ڪيو)**

**فائده: قبيصه ابوبڪر صديق رضي الله عنه کان نہ ٻڌو آهي. (تنقيح الرواة ربع ثاني** 210)

(3022) وعن ابن مسعود قال في الجدة مع ابنها : إنها أول جدة أطعمها رسول الله صلى الله عليه وسلم سدسا مع ابنها وابنها حي . رواه الترمذي والدارمي والترمذي ضعفه

**ابن مسعود رضي الله عنه ڏاڏيءَ بابت ان جي پٽ جي موجودگيءَ ۾ ٻڌايو تہ اها پهرين ڏاڏي آهي جنهن کي پٽ جي موجود گي ۾ رسول الله صلى الله عليه وسلم جن ڇهون حصو ڏياريو (ان کي ترمذي، دارمي روايت ڪيو ۽ ترمذي چيو تہ هيءَ حديث ضعيف آهي)**

**فائدو: سند ۾ راوي محمد بن سالم همداني انتهائي ضعيف آهي (تنفيع الرواة ربع ثاني ص** 210)

(3023) وعن الضحاك بن سفيان : أن رسول الله صلى الله عليه وسلم كتب إليه : " أن ورث امرأة أشيم الضبابي من دية زوجها " . رواه الترمذي وأبو داود وقال الترمذي : هذا حديث حسن صحيح

---

[1] _ يعني اصل ورثو تنهنجو صرف ڇهون حصو آهي ۽ ٻيو ڇهون حصو خصوصاً توکي مليو آهي. مسئلو هي آهي تہ جيڪڏهن فوتي بہ ڏيئرون ۽ هڪ ڏاڏو ڇڏي مري وڃي تہ ڪل مال جا ڇھ حصا ٿيندا چار حصا ٻنهي ڇوڪرين کي ملندا ۽ بہ حصا ڏاڏي کي، هڪ حصو ورثي جو ۽ ٻيو بطور عصبہ جي. هن مسئلي ۾ اصحابن ۽ عالمن ۾ گهڻو اختلاف آهي. ڪن ڏاڏي کي پيءُ جي برابر ۽ ڪن ٽيون حصو ڏنو آهي. ڪن ڇهون حصو ڏنو آهي تہ ڪن کيس عصبہ ڪيو آهي.ڪن هميشہ ڇهون حصو مقرر ڪيو آهي. اهڙيءَ طرح هي مسئلو بہ اختلافي آهي تہ ڏاڏي جي موجودگي ۾ پاءُ پيڻ کي ترڪو ملندو يا نہ؟ اصحابن جي هڪ جماعت مثلاً علي بن ابي طالب، ابن مسعود ۽ زيد بن ثابت رضي الله عنه جو قول آهي تہ پاءُ پيڻ، ڏاڏي جي موجودگيءَ ۾ محروم رهندا جيئن پيءُ جي موجودگيءَ ۾ اهي محروم ٿيند آهن.

ضحاڪ بن سفيان رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ ڪيس لکيو تہ اشيم ضبابي جي زال کي ان جي مڙس جي خون بها مان حصو ڏي (ان کي ترمذي ۽ ابودائود روايت ڪيو. ترمذيءَ چيو تہ هيءَ حديث حسن صحيح آهي)

(3024) وعن تميم الداري قال : سألت رسول الله صلى الله عليه وسلم : ما السنة في الرجل من أهل الشرك يسلم على يدي رجل من المسلمين ؟ فقال : " هو أولى الناس بمحياه ومماته " . رواه الترمذي وابن ماجه والدارمي

تميم دارمي کان روايت آهي تہ مون رسول الله ﷺ جن کان پڇيو تہ ان مشرڪ بابت ڪهڙو حڪم آهي جيڪو مسلمانن مان ڪنهن جي هٿ تي مسلمان ٿئي؟ فرمايائون تہ اهو سندس زندگي ۽ موت ۾ ان جو وڏيڪ حقدار آهي.[1] (ان کي ترمذي، ابن ماجه ۽ دارمي روايت ڪيو)

(3025) وعن ابن عباس : أن رجلا مات ولم يدع وارثا إلا غلاما كان أعتقه فقال النبي صلى الله عليه وسلم : " هل له أحد ؟ " قالوا : لا إلا غلام له كان أعتقه فجعل النبي صلى الله عليه وسلم ميراثه له . رواه أبو داود والترمذي وابن ماجه

ابن عباس رضي الله عنه کان روايت آهي تہ هڪ شخص گذاري ويو ۽ ڪو وارث نہ ڇڏيائين سواءِ هڪ غلام جي، جنهن کي بہ آزاد ڪيو هئيائين. پوءِ نبي سائين ﷺ جن پڇيو تہ ڇا هن جو ڪو وارث آهي تہ؟ ماڻهن چيو تہ نہ! سواءِ هڪ غلام جي، جنهن کي بہ آزاد ڪيو هئائين. پوءِ نبي سائين ﷺ جن سندس ميراث ان کي ڏياري (ان کي ابودائود، ترمذي ۽ ابن ماجه روايت ڪيو)

(3026) وعن عمرو بن شعيب عن أبيه عن جده أن النبي صلى الله عليه وسلم قال : " يرث الولاء من يرث المال " . رواه الترمذي وقال : هذا حديث إسناده ليس بالقوي

عمرو بن شعيب رضي الله عنه پنهنجي پيءُ کان اهو سندس ڏاڏي کان روايت ڪري ٿو تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ (غلام جي) ولاءِ جو وارث اهو آهي، جيڪو مال جو وارث ٿيندو (ان کي ترمذي روايت ڪيو ۽ چيائين تہ ان حديث جي سند قوي نہ آهي)

## فصل ٽيون

(3027) عن عبد الله بن عمر : أن رسول الله صلى الله عليه وسلم قال : " ما كان من ميراث قسم في الجاهلية فهو على قسمة الجاهلية وما كان من ميراث أدركه الإسلام فهو على قسمة الإسلام " . رواه ابن ماجه

---

[1] حديث مان ظاهر آهي تہ جيڪڏهن نو مسلم جو ڪو بہ وارث نہ هجي تہ ان جي ورثي جو حقدار اهو آهي جنهنجي هٿ مسلمان ٿيو آهي ۽ جمهور ان جي خلاف آهن. اهي چون ٿا تہ اهو اسلام جي شروعاتي زماني جو حڪم هو، پوءِ منسوخ ٿي ويو. اسين چئون ٿا تہ منسوخ جو ڪهڙو دليل آهي؟

عبدالله بن عمرؓ ڪان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ جيڪا ميراث جاهليت ۾ ورهائي وئي هجي، اها جاهليت جي ورهاست مطابق ۽ جيڪا اسلامي زماني ۾ ورهائي وئي هجي، اها اسلامي اصول مطابق نافذ العمل ٿيندي (ان کي ابن ماجه روايت ڪيو)

فائدو: سند ۾ راوي عبدالله بن لهيعه ضعيف آهي (مشڪوٰة علامہ الباني ص 2/923)

(3028) وعن محمد بن أبي بكر بن حزم أنه سمع أباه كثيرا يقول : كان عمر بن الخطاب يقول : عجبا للعمة تورث ولا ترث . رواه مالك

محمد بن ابي بڪر بن حزم ڪان روايت آهي تہ ان پنهنجي پيءُ ڪان اڪثر چوندي ٻڌو تہ عمر بن خطابؓ چوندو هو تہ عجب آهي ڦڦيءَ تي ان جو ڀائٽو ان جو وارث ٿي سگهي ٿو هو پنهنجي ڀائٽي جي وارث نٿي ٿي سگهي (ان کي مالڪ روايت ڪيو)

(3029) وعن عمر رضي الله عنه قال : تعلموا الفرائض وزاد ابن مسعود : والطلاق والحج قالا : فإنه من دينكم . رواه الدارمي

عمرؓ ڪان روايت آهي تہ فرائض (ميراث) جا حڪم احڪام سکو ۽ ابن مسعود وڌيڪ چوي ٿو تہ طلاق ۽ حج جا احڪام بہ سکو، ڇا ڪاڻ تہ اهو علم اوهان جي ديني ضرورتن مان آهي. (ان کي دارمي روايت ڪيو)

# وصيت جو باب

## فصل پهريون

(3030) عن ابن عمر رضي الله عنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " ما حق امرئ مسلم له شيء يوصي فيه يبيت ليلتين إلا ووصية مكتوبة عنده "

**عبدالله بن عمر رضي الله عنه كان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته كنهن به مسلمان كي مناسب نه آهي ته وٽس كجهه مال هجي جنهن ۾ وصيت كرڻ چاهي ته پوءِ به ٻه راتيون گذري وڃن مگر سندس وصيت وٽس لكيل نه هجي.**(1) **(ان كي بخاري ۽ مسلم روايت كيو)**

(3031) وعن سعد بن أبي وقاص قال : مرضت عام الفتح مرضا أشفيت على الموت فأتاني رسول الله صلى الله عليه وسلم يعودني فقلت : يا رسول الله : إن لي مالا كثيرا وليس يرثني إلا ابنتي أفأوصي بمالي كله ؟ قال : " لا " قلت : فثلثي مالي ؟ قال : " لا " قلت : فالشطر ؟ قال : " لا " قلت : فالثلث ؟ قال : " الثلث والثلث كثير إنك أن تذر ورثتك أغنياء خير من أن تذرهم عالة يتكففون الناس وإنك لن تنفق نفقة تبتغي بها وجه الله إلا أجرت بها حتى اللقمة ترفعها إلى في امرأتك "

**سعد بن ابي وقاص رضي الله عنه كان روايت آهي ته فتح مكي واري سال آئون سخت بيمار ٿيس تانجو موت جي كناري تي پهتس. پوءِ رسول الله ﷺ جن منهنجي بيمار پرسي لاءِ آيا. مون چيو ته اي الله جا رسول ﷺ! مون وٽ گهڻو مال آهي ۽ منهنجو وارث سواءِ هڪ ڌيءُ جي ٻيو نه آهي. ڇا آئون پنهنجي پوري مال جي وصيت كريان؟ پاڻ ﷺ فرمايائون ته نه! مون عرض كيو ته ٻن ٽهائين جي؟ فرمايائون ته نه! مون چيو ته اڌ مال جي؟ فرمايائون ته نه! مون چيو ته ٽئين حصي جي؟ فرمايون ته ها! پر ٽيون حصو به گهڻو آهي. جيكڏهن پنهنجن وارثن كي مالدار ڇڏين ته اهو چڱو آهي، ان كان جو انهن كي مسكين ڇڏين ۽ اهي ماڻهن جي اڳيان هٿ ڦهلائيندا وتن ۽ بيشڪ جيكڏهن خدا جي رضا لاءِ خرچ كندين ته ان جو تو كي ثواب ملندو تانجو لقمو جيكو پنهنجي زال جي وات ۾ وجهندين (ان جو به ثواب ملندئي)** (2) **(بخاري مسلم)**

## فصل ٻيون

---

1_جنهن ماڻهو تي قرض يا كنهن جي امانت ركيل هجي، ان تي لازم آهي ته پاڻ وٽ انجي وصيت لكي ركي جيئن ان كان پوءِ ان تي ان جا وارث عمل كن، ڇاكاڻ جو موت جي كنهن كي به خبر نه آهي پر جيكڏهن ڏيڻو وٺڻو نه هجيس ته پوءِ وصيت لكڻ مستحب آهي واجب نه آهي.

2_هن حديث مان معلوم ٿيو ته وارثن جو حق مقدم آهي ۽ ٽهائي كان وڌيک وصيت ناجائز آهي، پڻ معلوم ٿيو ته جيكڏهن خدا جو حكم سمجهي زال ۽ ٻارن كي كاڌو ۽ كپڙو ڏيندو ته به ثواب ملندو.

(3032) عن سعد بن أبي وقاص قال : عادني رسول الله صلى الله عليه وسلم وأنا مريض فقال : " أوصيت ؟ " قلت : نعم قال : " بكم ؟ " قلت : بمالي كله في سبيل الله . قال : " فما تركت لولدك ؟ " قلت : هم أغنياء بخير . فقال : " أوص بالعشر " فما زالت أناقصه حتى قال : " أوص بالثلث والثلث كثير " . رواه الترمذي

**سعد بن ابي وقاص رضي الله عنه کان روايت آهي تہ منهنجي بيماريءَ ۾ رسول الله ﷺ جن منهنجي بيمار پرسي ڪئي فرمايائون تہ ڇا تو وصيت ڪئي آهي؟ مون عرض ڪيو تہ ها! فرمايائون ڪيتري؟ مون چيو تہ الله جي واٽ ۾ سڀ مال جي. فرمايائون تہ اولاد لاءِ ڇا ڇڏيو اٿئي؟ مون عرض ڪيو تہ اهي خير سان مالدار ۽ خوشحال آهن. پاڻ ﷺ فرمايائون تہ ڏهين حصي جي وصيت ڪر! پوءِ آئون برابر وڌيڪ لاءِ چوندو رهيس تانجو پاڻ ﷺ فرمايائون ٽهائي جي وصيت ڪر اها بہ وڌيڪ آهي (ان کي ترمذيءَ روايت ڪيو)**

(3033) وعن أبي أمامة قال : سمعت رسول الله صلى الله عليه وسلم يقول في خطبته عام حجة الوداع : " إن الله قد أعطى كل ذي حق حقه فلا وصية لوارث " . رواه أبو داود وابن ماجه وزاد الترمذي : " الولد للفراش وللعاهر الحجر وحسابهم على الله " ويروى عن ابن عباس رضي الله عنهما عن النبي صلى الله عليه وسلم قال : " لا وصية لوارث إلا أن يشاء الورثة " منقطع هذا لفظ المصابيح . وفي رواية الدارقطني : قال : " لا تجوز وصية لوارث إلا أن يشاء الورثة "

**ابوامامه رضي الله عنه کان روايت آهي تہ حجته الوداع واري خطبي ۾ مون رسول الله ﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو تہ الله تعاليٰ هر حقدار جو حق مقرر ڪيو آهي هاڻي ڪنهن وارث لاءِ وصيت جي ضرورت نہ آهي (هن کي ابودائود ۽ ابن ماجه روايت ڪيو ۽ ترمذيءَ ۾ وڌيڪ آهي تہ ٻار ان جو آهي جنهن جي بستري تي ڄائو ۽ زاني(مرد) لاءِ پٿر انهن جو حساب الله تعاليٰ تي آهي) ۽ ابن عباس رضي الله عنه کان روايت ڪري ٿو تہ وارث لاءِ ڪا وصيت نہ آهي مگر جڏهن وارث اهڙي تقاضا ڪن. هيءَ حديث منقطع آهي. اهي مصابيح جا الفاظ آهن ۽ دارقطني جي روايت ۾ آهي تہ وارث لاءِ وصيت جائز نہ آهي مگر جڏهن وارث چاهين.**

(3034) وعن أبي هريرة عن رسول الله صلى الله عليه وسلم قال : " إن الرجل ليعمل والمرأة بطاعة الله ستين سنة ثم يحضرهما الموت فيضاران في الوصية فتجب لهما النار " ثم قرأ أبو هريرة ( من بعد وصية يوصى بها أو دين غير مضار ) إلى قوله ( وذلك الفوز العظيم )

رواه أحمد والترمذي وأبو داود وابن ماجه

**ابوهريره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ مرد ۽ عورت سٺ سالن تائين الله تعاليٰ جي عبادت ڪن ٿا، پوءِ جڏهن انهن جي موت جو وقت ايندو آهي تڏهن اهي وصيت ڪري وارثن کي نقصان پهچائيندا آهن، جنهن جي ڪري انهن جي لاءِ دوزخ واجب ٿي**

ويندي آهي. پوءِ ابوهريرهﷺ هيءَ آيت پڙهي: ﴿من بعد وصية يويوصيٰ بها او دين غير مضار الىٰ قوله و ذالک الفوز العظيم﴾ (ان کي احمد، ترمذا، ابودائود ۽ ابن ماجه روايت ڪيو)

### فصل ٽيون

(3035) عن جابر قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " من مات على وصية مات على سبيل وسنة ومات على تقى وشهادة ومات مغفورا له " . رواه ابن ماجه

**جابرﷺ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: جيڪو ماڻهو وصيت ڪري فوت ٿئي سو سڌي واٽ، سنت طريقي ۽ تقويٰ ۽ شهادت تي فوت ٿيو ۽ اهو بخشيل آهي[1] (ان کي ابن ماجہ روايت ڪيو)**

**فائدو: سند ۾ راوي بقيت بن وليد مدلس آهي (تنقيح الرواة ربع ثاني 213)**

(3036) وعن عمرو بن شعيب عن أبيه عن جده أن العاص بن وائل أوصى أن يعتق عنه مائة رقبة فأعتق ابنة هشام خمسين رقبة فأراد ابنه عمرو أن يعتق عنه الخمسين الباقية فقال : حتى أسأل رسول الله صلى الله عليه وسلم فأتى النبي صلى الله عليه وسلم فقال : يا رسول الله إن أبي أوصى أن يعتق عنه مائة رقبة وإن هشاما أعتق عنه خمسين وبقيت عليه خمسون رقبة أفأعتق عنه فقال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " إنه لو كان مسلما فأعتقتم عنه أو تصدقتم عنه أو حججتم عنه بلغه ذلك " . رواه أبو داود

**عمروبن شعيب پنهنجي پيءُ کان ۽ اهو پنهنجي ڏاڏي کان روايت ڪري ٿو تہ عاص بن وائل وصيت ڪئي تہ منهنجي پاران سؤ غلام آزاد ڪيا وڃن. پوءِ ان جي پٽ هشام پنجاهہ غلام آزاد ڪيا، پوءِ ان جي (ٻئي) پٽ عمرو باقي رهيل غلام آزاد ڪرڻ جو ارادو ڪيو، پوءِ سوچيائين تہ ان بابت رسول اللهﷺ جن کان پڇان پوءِ نبي جن وٽ آيو ۽ چيائين ايﷻ جا رسولﷺ! منهنجي پيءُ سؤ غلام آزاد ڪرڻ جي وصيت ڪئي هئي ۽ هشام پنهنجي حصي جا پنجاهہ غلام آزاد ڪيا. باقي رهيل پنجاهہ غلام منهنجي حصي جا آهن، ڇا آئون ان جي پاران آزاد ڪريان؟ پاڻ فرمايائون تہ جيڪڏهن اهو مسلمان هجي ها پوءِ توهان ان جي پاران آزاد ڪريو ها يا صدقو ڪريو ها يا ان جي پاران حج ڪريو ها تہ ان کي ان جو ثواب پهچي ها[2] (پر ڪافر هو تنهن ڪري ان جي پاران آزاد ڪرڻ اجايو آهي) (ان کي ابودائود روايت ڪيو)**

---

[1]_هن حديث جي سند ضعيف آهي. شهادت مان مراد آهي تہ ان کي شهيد جو ثواب ملندو يا مطلب آهي تہ ملائڪ ان جي ايمان ۽ تقويٰ جي شاهدي ڏيندا. ٻي روايت ۾ آهي تہ جيڪي ماڻهو مرڻ وقت وصيت ڪندا آهن سي عالم برزخ ۾ ڳالهيون ڪندا آهن.

[2]_هن حديث مان معلوم ٿيو تہ صدقہ، خيرات وغيره جو فائدو ڪافرن کي نہ ملندو، باقي رهيو مسلمان سو ان کي مالي ۽ بدني ٻنهي عبادتن جو ثواب ملندو.

(3037) وعن أنس قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " من قطع ميراث وارثه قطع الله ميراثه من الجنة يوم القيامة " . رواه ابن ماجه ورواه البيهقي في شعب الإيمان عن أبي هريرة رضي الله عنه

**انس ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺجن فرمايو تہ جيڪو پنهنجي وارث جو ورثو ڪٽيندو، ﷲ تعاليٰ قيامت جي ڏينهن جنت مان ان جو حصو ڪٽيندو (ان کي ابن ماجه روايت ڪيو ۽ بيهقي شعب الايمان ۾ ابو هريره کان اها روايت بيان ڪئي)**

**فائدو:_ ابن ماجه ۾ اها حديث نہ ملي سگهي البتہ علامہ سيوطيءَ (الجامع الڪبير 285/2) سعيد بن منصور جي حوالي سان، ان سليمان بن موسيٰ جي حوالي سان مرسل بيان ڪئي آهي( مشڪواٰة علامه الباني926/2) اها حديث انتهائي ضعيف آهي سند ۾ ٻئي راوي سويد بن سعيد ۽ زيد العمي ٻئي ضعيف راوي آهن ۽ راوي عبدالرحيم ڪوڙو آهي. (تنقيح الرواة ربع ثاني 214)**

# كتاب النكاح

## پهريون فصل

(3038) عن عبد الله بن مسعود قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " يا معشر الشباب من استطاع منكم الباءة فليتزوج فإنه أغض للبصر وأحصن للفرج ومن لم يستطع فعليه بالصوم فإنه له وجاء "

**عبدالله بن مسعود رضي الله عنه كان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته : اي نوجوان گروهه وارو! جيڪو توهان مان سگهه رکي ٿو ته ان کي نڪاح ڪرڻ گهرجي، ڇاڪاڻ ته نظر جهڪائڻ ۽ اگهڙ جي حفاظت ڪرڻ لاءِ اهو سڀ کان بهترين طريقو آهي ([1])۽ جيڪو (نڪاح جي) سگهه نٿو رکي، اهو روزا رکي، ڇاڪا ته اهو (عمل) شهوت کي ختم ڪري ٿو (بخاري مسلم)**

---

[1]_حضرت انس رضي الله عنه كان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن ٻاهر نڪتا ته هڪ قريشي جوان مليو، پوءِ ان وقت اها ڳالهه فرمايائون (بزار، طبراني، اوسط، طبرانيءَ جا راوي ثقا آهن_ مجمع الزوائد: 252/4) بزار، طبراني ڪبير ۽ اوسط ۾ صحيح سند سان ابن عباس رضي الله عنهما كان روايت آهي ته نبي ﷺ جن فرمايو ته: اي قريشي جوانو! زنا نه ڪريو، پنهنجين اگهڙن جي حفاظت ڪريو. ٻڌو جيڪو پنهنجي اگهڙجي حفاظت ڪندو اهو جنتي آهي (ايضاً) ابو نجيح جي مرسل روايت ۾ آهي ته پاڻ سڳورن ﷺ ٽي ڀيرا فرمايو ته اهو ماڻهو مسڪين آهي، مسڪين آهي، مسڪين آهي، جنهن کي زال نه هجي، جيتوڻيڪ وڏو مالدار هجي، اها عورت مسڪين آهي، مسڪين آهي، مسڪين آهي، جنهن کي مڙس نه هجي، جيتوڻيڪ وڏي مالدار هجي (ايضاً) احمد، طبراني وغيره ۾ جابر بن عبدالله رضي الله عنه كان روايت آهي ته هڪ شخص رسول الله ﷺ کي چيو ته مون کي خصي ٿيڻ جي اجازت ڏيو. ڪن روايتن ۾ آهي ته اها اجازت گهرندڙ شخص عثمان بن مظعون رضي الله عنه هو، جيئن بخاري مسلم جي حوالي سان سعد بن ابي وقاص رضي الله عنه جي روايت هيٺ اچي ٿي. ٿي سگهي ٿو ته مختلف موقعن تي هڪ کان وڌيڪ ماڻهن اها درخواست ڪئي هجي پاڻ سڳورن ﷺ ارشاد فرمايو ته ناجائز شهوت نفساني کان بچڻ لاءِ روزا رکو.

هن حديث ۾ شاديءَ جا ٻه وڏا فائده ٻڌايا ويا آهن:1_ انسان جي نگاه جي حفاظت ٿئي ٿي. 2_ اگهڙجي حفاظت ٿئي ٿي يعني ماڻهو غلط ڪم کان بچي ٿو. ڄاڻڻ گهرجي ته نگاه انساني قلب جو وڏو دروازو آهي، جيڪي خرابيون ۽ غلط خيال، خواهشون، حرص هوس دل ۾ پيدا ٿينديون آهن، گهڻو ڪري ٻين کي ڏسي پيدا ٿينديون آهن. مثلاً ڌاريئي عورت کي ڏسي ان ڏانهن ڌيان ۽ رغبت جو پيدا ٿيڻ، ڪنهن خوبصورت انسان کي ڏسي حسرت ڪرڻ ته جيڪر آءٌ به اهڙوئي هجان ها وغيره. انهيءَ ڪري قرآن ۽ حديث ۾ نگاهه جي حفاظت تي گهڻو زور ڏنو ويو آهي، ڇاڪاڻ ته نگاه جي حفاظت ٿيندي ته براين کان بچڻ ممڪن ٿيندو ۽ اگهڙجي حفاظت به ٿيندي، پر جيڪڏهن انسان بدنگاهي جو عادي بنيادي ڏوهي هوندو، اخبارن، ٽي وي، وي سي آر جو شوقين هوندو، بازارن ۾ گهمڻ ۾ ايندڙ ويندڙ عورتن کي اکيون ڦاڙي ڦاڙي نهاريندو ته لازمي ڳالهه آهي ته سندس دل ۾ خراب خيال پيدا ٿين ۽ انت اهو نفس ۽ شيطان جي ور چڙهي ۽ غلط ڪاريءَ جو شڪار ٿئي. ان ڳالهه کي حديث ۾ هن طرح بيان ڪيو ويو آهي ته ﴿العينان تزنيان واليدان تزنيان والرجلان تزنيان و يصدق ذلک الفرج اويكذب﴾ (تفسير طبري، قرطبي، صحيح ابن حبان حديث: 4419 عن ابي هريرة، مجمع الزوائس 125/7، مسند الشافعي حديث 371، احمد حديث: 3912 عن ابن مسعود رضي الله عنه) يعني اکيون به زنا ڪن ٿيون (۽ اکين جي زنا نامحرم ڏانهن نهارڻ آهي) هٿ به زنا ڪن ٿا (۽ هٿن جي زنا غير محرم کي پڪڙڻ ۽ ڀاڪر پائڻ آهي) ۽ پير به زنا ڪن ٿا (۽ پيرن جي زنا غلط ڪم لاءِ وڃڻ آهي) ان کان پوءِ اگهڙ ان کي سچو يا ڪوڙو ڪندي آهي، يعني اهو آخري مرحلو آهي جيڪڏهن الله تعاليٰ نه بچائي ته نفس ۽ شيطان انسان کان اهو گناهه ڪرائي وجهي ٿو. انهيءَ ڪري الله تعاليٰ حڪم ڏنو آهي ته ﴿قل اللمؤمنين يغضوامن ابصارهم ويحفظوا من فروجهم﴾ (مؤمنن کي چئو ته پنهنجيون نگاهون جهڪيون ڪن ۽ پنهنجين اگهڙن جي حفاظت ڪن) هن آيت جي تفسير ۾ قرطبي ۾ هيٺيون

(3039) وعن سعد بن أبي وقاص قال : رد رسول الله صلى الله عليه وسلم على عثمان ابن مظعون التبتل ولو أذن له لاختصينا

**سعد بن ابي وقاص ﷛ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن عثمان بن مظعون﷛ کي اجازت نہ ڏني تہ بغير نڪاح جي زندگي گذاري ۽ جيڪڏهن ان جي اجازت ڏين ها تہ هوند ضرور اسين بہ خصي ٿيون ها. (بخاري مسلم)**

(3040) وعن أبي هريرة قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " تنكح المرأة لأربع : لمالها ولحسبها وجمالها ولدينها فاظفر بذات الدين تربت يداك "

**ابو هريره ﷛ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: عورت سان چئن ڳالهين جي ڪري نڪاح ڪيو وڃي ٿو: 1_سندس مال جي ڪري، 2_ سندس خانداني شرف جي ڪري، 3_**

---

مضمون آهي: سيني محرمات ۽ انهن مڙني ڪمن کان نگاهہ جي حفاظت ڪرڻ واجب آهي، جن جي ڪري فتني فساد ۾ پوڻ جو خطرو هجي. رسول اللهﷺ جن اصحابن کي فرمايو تہ: ”رستن تي ويهڻ کان پاسو ڪريو.“ عرض ڪيائون تہ اي ﷲ جا رسول ﷺ ! ان کان سواءِ تہ اسان کي ڪا واهہ نہ آهي، اسين راهہ ۾ ويهي هڪ ٻئي سان ڳالهيون ٻولهيون ڪندا آهيون. فرمايائون تہ جيڪڏهن نٽا مجيو تہ پوءِ رستن جا حق ادا ڪريو. چيائون تہ اي ﷲ جا رسولﷺ رستن جا ڪهڙا حق آهن؟ فرمايائون تہ 1_نگاهہ جهڪائڻ، 2_ڪنهن کي تڪليف نہ رسائڻ، 3_سلام جو جواب ڏيڻ، 4_نيڪي جو حڪم ڏيڻ، 5_برائي کان روڪڻ (بخاري مسلم عن ابي سعيد خدري﷛) پيغمبرپاڪﷺ علي﷛سائين کي فرمايو تہ پهرئين نظر توکي معاف آهي، ٻي نظر توکي معاف نہ آهي. هڪ ڀيري عذوان ۽ ابو موسيٰ اشعري ﷠ جهادي سفر ۾ هئا. سامهون هڪ نياڻي نظر اچي وئي. غزوان ڪيس نهاريو (پوءِ پشيمان ٿي) اک کي ڏک وهائي ڪڍيائين، تانجو اها سڄي پٽي ۽ چيائين تہ تون ان کي ٿي نهارين جيڪا توکي فائدو نہ پر ابتلندو نقصان رسائي ٿي؟ جڏهن ابو موسيٰ ﷛ کي اهو معاملو ٻڌايائين تہ انهيءَ چيس تہ پنهنجي اک تي ظلم ڪيو اٿئي، ﷲ کان بخشش گهر ۽ وٽس توبه ڪر، ڇاڪاڻ تہ پهرئين نگاهہ معاف آهي ۽ ٻيءَ تي سزا آهي. امام اوزاعي فرمائي ٿو تہ پوءِ عزوا﷛ مرڻ گهڙيءَ تائين ڪڏهن نہ کليو. مسلم ۾ جرير بن عبدالله﷛ جي حديث آهي تہ مون رسول اللهﷺ کان اچانڪ پوندڙ نظر بابت پڇيو. فرمايائون تہ (هڪدم) ڦيرائي ڇڏ. امام شعبي ان کي بہ مڪروهہ چوي ٿو تہ پنهنجي ڌيءَ يا پنهنجي ماءُ يا پنهنجي ڀيڻ ڏانهن هر وقت نهارجي. جڏهن اهو حڪم سندن زماني ۾ هو تہ پوءِ اسان جي هن زماني ۾ ڪهڙو حڪم ٿيندو. (هر شخص پاڻ سوچي!) شهوت سان نامحرم عورت ڏانهن سدائي نهارڻ حرام آهي. (قرطبي 223/12)

(2) مٿئين حديث ۾ شادي جو ٻيو فائدو اهو ٻڌايو ويو تہ ان سان اگهڙجي حفاظت ٿئي ٿي ۽ ماڻهو پاڪدامن رهي ٿو. قرآن مجيد ۾ڪامياب اهل ايمان جي هڪ صفت اها بيان ڪئي وئي آهي تہ: ﴿والذين هم الفروجهم حافظون﴾(المؤمنون:5) يعني جيڪي پنهنجن اگهڙن جي حفاظت ڪن ٿا) عتبه ندر سلميءَ کان روايت آهي تہ نبيﷺ جن فرمايو تہ: ﴿ان موسيٰ ؑ آجر نفسه بعفة فرجه وطعمة بكنه﴾(ابن ڪثير 512/3) بيشڪ موسيٰ ؑ پنهنجي پاڪدامني برقرار رکڻ ۽ قوتِ لايموت حاصل ڪرڻ لاءِ مزدوري ڪئي) يعني مال ملڪيت ۽ ظاهري اسباب نہ هجن تہ ماڻهو محنت مزدوري ڪري بہ اهڙا حالات ۽ اسباب پيدا ڪري جو گهرگهاٽ ۽ اهل عيال وارو ٿئي، ڇاڪاڻ تہ ان ۾ دين دنيا جي ڪاميابيءَ جو راز سمايل آهي.

**سندس حسن ۽ جمال جي ڪري، 4_ سندس دينجي ڪري. پوءِ تنهنجا ڀاڳ ڀلا ٿين[1] تون ديندار عورت پسند ڪري ڪامياب ٿيءُ (بخار مسلم)**

(3041) وعن عبد الله بن عمرو قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " الدنيا كلها متاع وخير متاع الدنيا المرأة الصالحة " . رواه مسلم

**عبدالله بن عمروﷺ ڪان روايت آهي ته رسول اللهﷺجن فرمايو ته: سموري دنيا فائدي وٺڻ جي شيءِ آهي ۽ بهترين فائدو[2] صالح عورت آهي ان کي مسلم روايت ڪيو)**

(3042) وعن أبي هريرة قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " خير نساء ركبن الإبل صالح نساء قريش أحناه على ولد في صغره وأرعاه على زوج في ذات يده "

---

[1]_ اصل الفاظ آهن: ﴿تربت يداک﴾ (تنهنجا مٽيءَ ۾ ڀرجن) پر هتي اها لغوي نه پر اصطلاحي معني مراد آهي، يعني تنهنجا ڀاڳ ۽ نصيب چڱا ٿين. تون زندگيءَ جي ساٿيءَ جو انتخاب دينداريءَ جي بنياد تي ڪر ته هوند تنهنجي ٻئي جهان ڪامياب ٿين. اهڙي زال دنياوي ڪمن ۾ به تنهنجي مدد ڪندي ته اخروي ڪمن يعني نيڪين ۾ تنهنجي مدد ڪندي. توکي نيڪيءَ جو حڪم ڪندي. برائيءَ ڪان روڪيندي ۽ تنهنجي اولاد جي سهڻي پالنا ڪندي ۽ اهڙيءَ ريت توهان جي زندگي پرسڪون گذرندي. جيڪڏهن زال جو انتخاب خانداني شرف، مال دولت، حسن جمال جي بنياد تي ڪبو ته گهڻو ڪري اهڙي عورت پنهنجي دولتمنديءَ جي گهمنڊ يا خوبصورتيءَ جي رعونت ۾ مست رهندي مڙس کي پنهنجي مرضيءَ تي هلائڻ جي ڪوشش ڪندي ۽ مڙس زن مريد ٿي هر جائز ناجائز ڪم ۾ ان جي مرضيءَ تي هلندو جنهن جي ڪري گهر ۽ خاندان ۾ فتني فساد جي فضا قائم رهندي ۽ انت شادي ناڪام ٿيندي ۽ نوبت طلاق تائين پهچندي. ان ڪري عبدالله بن عمرﷺ ڪان روايت آهي ته رسول اللهﷺ جن فرمايو ته ﴿لاتزوجوا النساءَ لحسنهن فعسىٰ حسنهن ان يرديهن ولا تزوجوهن لاموالهن فعسىٰ اموالهن ان تطغيهن ولٰكن تروجو هن علي الدين ولامةسوداءُ خرماءُ ذات دي افضل﴾ (ابن ماجه بحواله تفسير قرطبي 29/4) حسن جي ڪري عورتن سان شادي نه ڪريو. ٿي سگهي ٿو ته انهن جو حسن انهن کي گمراهه ڪري ڇڏي ۽ انهن جي مالن جي ڪري انهن سان شادي نه ڪريو. ٿي سگهي ٿو ته انهن جو ڌن دولت انهن کي سرڪش بڻائي، پر انهن سان دين جي بنياد تي شادي ڪريو. (خوبصورت خراب اخلاق واري عورت جي ڀيٽ ۾) ڪاري ڪلوٽي ڪن ڪٽيل دينداربانهي ڏاڍي ڀلاري آهي. قرآن مجيد ۾ به ان حقيقت ڏانهن اشارو آهي ته: ﴿فلا تعجبک اموالهم ولا اولادهم انما يريد الله ليعذبهم بها في الحيوٰة الدنيا ﴾(التوبه آيت:55) اي نبيﷺ ! انهن جا مال ملڪيتون ۽ انهن جا آل اولاد اوهان کي تعجب ۾ نه وجهن، اللهُ تعاليٰ گهري ٿو ته انهن جي ذريعي کين دنيا ۾ ئي عذاب چکائي) امت کي انهيءَ خطري ڪان بچائڻ لاءِ سڀاجهڙي نبيﷺ جن کهڙو نه سهڻو سبق ڏنو ته شريڪ حيات جي چونڊ دينداريءَ ۽ سهڻن اخلاقن جي بنياد تي ڪريو، اللهُ تعاليٰ توفيق عطا فرمائي (آمين)

[2]_ابن ماجه وغيره جي روايت ۾ هي الفاظ آهن: ﴿وليسمن متاع الدنيا شيءٌ افضل من المراة الصالحة﴾ (قرطبي36/4) دنيا وي متاع ۾صالح عورت ڪان وڌيک ڀي ڪا شيءِ نه آهي. انس ﷺ ڪان روايت آهي ته رسول اللهﷺ جن فرمايو ته: ﴿حبب الي من الدنيا (ثلاث) النساءُ و الطيب و جعلت قرة عيني في الصلوٰة ﴾(مسند احمد حديث: 14029دنيا مان مون کي ٽي شيون پسند آهن: 1_صالح عورت، 2_ خوشبوءِ 3_ ۽ نماز کي منهنجين اکين جو ٺار ڪيو ويو آهي. ان مان اندازو ڪري سگهجي ٿو ته صالح ۽ پاڪباز عورت جي اسلام ۾ ڪيڏي وڏي اهميت آهي.

**ابو هريرهؓ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: بهترين عورتون جيڪي اٺن تي سواري ڪن ٿيون، قريش جون نيڪ عورتون آهن جيڪي پنهنجي اولاد تي ننڍپڻ ۾ سڀ کان وڌيڪ مهربان ۽ پنهنجي مڙس جي مال[1] جي سڀ کان وڌيڪ حفاظت ڪندڙ آهن. (بخاري مسلم)**

(3043) وعن أسامة بن زيد قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " ما تركت بعدي فتنة أضر على الرجال من النساء "

**اسامه بن زيد ؓ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺجن فرمايو تہ: پاڻ کان بعد مون مردن لاءِ عورتن کانوڌيڪ نقصانڪار ڪو فتنو نہ ڇڏيو آهي[2] (بخاري مسلم)**

---

[1]_اصل الفاظ آهن ﴿في ذات يده﴾ (جيڪي بہ سندس سامهون آهي) يعني گهر ۾ مڙس جو جيڪو مال ملڪيت يا بيون شيون آهن، انهن جي حفاظت ڪن ٿيون تانجو مڙس جي غير موجودگيءَ ۾ سندس لج ۽ ننگ تي آنچ اچڻ نٿيون ڏين يعني پنهنجي عزت آبروءَ جي، جيڪا دراصل وٽن سندن مڙسن جي طرفان امانت هوندي آهي، ان جي بہ پوري طرح حفاظت ڪن ٿيون. جيئن ٻي حديث ۾ان مطلب کي هن طرح واضح ڪيو ويو اهي تہ: ﴿وان عاب عنها نصحته في فنسها وماله﴾ ( جڏهن مڙس وٽس موجود نہ هجي تہ پنهنجي نفس ۽ ان جي مال جي حفاظت ڪري)

[2]_يعني جيڪي عورتون دين کان دور ۽ اخلاق ۾ ڪريل هجن، سماج لاءِ اهي سڀ کان وڏو فتنو آهن. عربي ۾ چوندا آهن تہ: ﴿ تعرف الاشياءُ باضداد ها﴾ ( شين کي انهن جي ضدن سان سڃاتو ويندو آهي) مٿي بحوالہ مسلم عبدالله بن عمرو ؓ جي حديث بيان ٿي چڪي تہ "دنيا جو بهترين سامان صالح عورت آهي." ان جو مطلب اهو ٿيو تہ جيڪڏهن عورت بگڙيل هجي، اللهُ تعاليٰ، رسول اللهﷺ، پيءُ ماءُ 7 مڙس جي تابعدارنہ هجي، پنهنجي عزت آبروءَ جي حفاظت نہ ڪري، جاهليت وارو هار سينگار، ميڪ اپ ڪري بازارن ۽ گهٽين ۾ چاڪاريندي وتي، اٹپورو لباس پهري ۽* اهڙيون ٻيون خراب عادتون منجهس هجن تہ اهڙي عورت سماج لاءِ هاڃيڪار آهي. ان حقيقتن کي ابو هريرهؓ جي هيءَ حديث واضح ڪري ٿي: صنفان من اهل النارلم ارهما: قوم معهم سياط كاناب البقر يصربون بها الناس و نساءٌ كاسيات عاريات مميلات مائلات رؤُسهن كاسمنة البخت المائلة لا يد خلن الجنة ولا يجد ريحها وان ريحها ليوجد من مسيرة كذا و كذا (بهيقي في دلائل النبوة وقال البيهقي رواه مسلم (2193/4) عن محمد بن عبدالله واخرجه احمد(25/5) من وجهين وفي رواية عنه قال "يعدون في سخط الله و يروحون في لعنته﴾ (مسلم 2193/4) احمد حاڪم، بزار) رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ ٻہ دوزخي ٽولا ( جيڪي منهنجي امت ۾پيد اٿيندا) انهن کي مون اجا نہ ڏٺو آهي: 1_جيڪي اڌ اگهاڙو ويس نڪي، بخت اٺن جي ٿوهن وانگر جوڙا ٻڌي مردن جو شڪار ڪرڻ لاءِ ڦرنديون وتن ٿيون. اهي ماٺهو جنت ۾ داخل نہ ٿيندا ۽ نہ ئي ان جي خوشبوءَ سنگهندام، حالانڪ ان جي خوشبوءَ هيتري هيتري مفاصلي کان محسوس ٿيندي آهي ۽ هڪ روايت مطابق انهن تي صبح شام اللهُ جي لعنت وسندي رهي ٿي.

جيئن هن زماني ۾ مغرب جي انڌي تقليد ۾ مسلم معاشرن ۾ بہ فيشن ايبل عورتن جو سعار ۽ شغل ۽ جاهلانہ شوق آهي تہ اخبارن ۾ پنهنجيو تصويرون ۽ اگهاڙو لباس پائي بازارن ۾ گهمن ڦرن ٿيون ۽ اهڙا بيان مخرب اخلاق ڪارناما سرانجام ڏين ٿيون. رسول الله ﷺ جي مبارڪ لفظن ۾ مسلمانن لاءِ انهن کان وڌيڪ هاڃيڪار ۽ شرپسند ٻيو ڪو ٽولو نہ آهي. اللهُ تعاليٰ خاص ڪري مسلمانن کي انهن جي شر کان امن ۾ رکي (آمين)

(3044) وعن أبي سعيد الخدري قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " إن الدنيا حلوة خضرة وإن الله مستخلفكم فيها فينظر كيف تعملون فاتقوا الدنيا واتقوا النساء فإن أول فتنة بني إسرائيل كانت في النساء " . رواه مسلم

**ابو سعيد خدري ﷛ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: بيشڪ دنيا مٺي ۽ سرسبز آهي ۽ بيشڪ ﷲ تعاليٰ توهان کي ان ۾ جانشين ڪرڻ وارو آهي. پوءِ ڏسندو تہ توهان ڪيئن ٿا عمل ڪريو. پوءِ پاڻ کي دنيا کان بچايو ([1]) ۽ پاڻ کي عورتنکان بچايو ڇاڪاڻ تہ بنو اسرائيل ۾ سڀ کان پهريون فتنو عورتن جو ظاهر ٿيو([2])(ان کي مسلم روايت ڪيو)**

---

[1]_عبدالله بن بشر مازني ﷛ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: ﴿اتقوا الدنيا فوالذي نفسي بيده انها لاسحر من هاروت وماروت﴾ (قطبي53/2_ نوادرالاصول130) دنيا کان پاڻ کي بچايو. پوءِ ان ذات جو قسم آهي، جنهن جي هٿ ۾ منهنجي جان آهي تہ اها هاروت ۽ ماروت کان وڌيڪ سحر انگيز آهي. يعني جڏهن انسان جي دل ۾ دنيا جي محبت ويهي ٿي ۽ اهو دنيا جو " مجنون" ۽ متوالو ٿئي ٿو تہ پوءِ زندگيءَ جي ڊڪ ڊوڙ جو مقصد فقط دنيا پرستي هوندو آهي، ڇاڪاڻ تہ اصول آهي تہ "حيک الشيءِ يعمي ويصم"(الحديث بحوالہ قرطبي53/2) ڪنهن شيءِ جي محبت ماڻهوءَ کي انڌو ۽ ٻوڙو ڪري ڇڏيندي آهي.

دنيا جي مٺي ۽ سرسبز، شاداب، ساوڪ ۽ رونق واري هئڻ جو مطلب آهي تہ دنيا ۽ ان جي مختلف شين جي محبت انسان جي دل ۾ قدرت طرفان رکيل آهي. ڪنهن ۾ ڌن دولت جي محبت هوندي آهي، ڪو اقتدار ۽ حڪومت جو مجنون هوندو آهي. ڪنهن ۾ عورتن جي چاهت هوندي آهي. ڪنهن کي ٻارن ٻچن سان بي انتها محبت هوندي آهي ۽ ڪو نين نين سوارين جو چاهيندڙ هوندو آهي. ڪنهن ۾ وري ڪنهن ٻي شيءِ جي طلب تڙپ هوندي آهي. غرض هر ماڻهو ۽ هر قوم کي ان جي چاهت ۽ پسند موجب قدرت آزمائيندي آهي. ان اڳالهہ کي سمجهڻ لاءِ سوره آل عمران جي هيءَ آيت پڙهون ٿا: ﴿_____________﴾ (آل عمران:14) ماڻهن لاءِ عورتن، ٻارن ٻچن، سون، چانديءَ جي ڍيرن ۽ خزانن، سنڻ سنجيل گهوڙن ۽ جانورن ( يا سوارين) ۽ پوک جي محبت سينگاري وئي آهي. اهو دنيا جو سامان آهي ۽ ﷲ وٽ موٽڻ جو بهتري ماڳ ۽ مقام آهي. ٻئي هنڌ آهي تہ ﴿____﴾(سوره ڪهف آيت:8) جيڪي بہ زمين تي آهي ان کي اسان زينت ۽ سينگار بڻايو آهي تان تہ اسين انهن کي آزمايون تہ ڪير انهن مان چڱا ڪم ڪري ٿو؟

يعني دنيا جو هي پورو چرخو آزمائش آهي، پوءِ ﷲ تعاليٰ جنهن کي جنهن شيءِ سان چاهي آزمائي ضروري نہ آهي تہ مٿي بيان ڪيل سڀ شيون هر هڪ لاءِ آزمائش جو سبب هجن. اهو بہ ضروري نہ آهي تہ انهن کان سواءِ ٻين شين سان ڪنهن کي نہ آزمائجي يا هڪ پيرو ڪنهن کي پرکجي ۽ اهو ڪامياب ٿئي تہ ٻيهر ان کي نہ آزمائجي. بلڪ پوري دنيا ۽ سڄي ڄمار آزمائش آهي، ان ڪري ڦوڪي ڦوڪي قدم کڻجي.

دنيا ۽ ان جي سامان جي آزمائش هئڻ جو مطلب هي آهي تہ ﷲ تعاليٰ ڏسڻ گهري ٿو تہ ڪير ان جي محبت ۾ ڦاسي رب ڪريم کي وساري ويهي ٿو، يا ڪير ان کي ناجائز نموني حاصل ڪري ٿو ۽ ڪير آهي جيڪو رب رحيم کي دنيا جي هر شيءِ کان وڌيڪ محبوب رکي ان جي هر حڪم جي تابعداري ڪري ٿو.

[2]_مٿين ۾ حديث ٻي ڳالهہ هيءَ فرمائي وئي تہ عورتن کان پاڻ کي بچايو. يعني انهن سان ناجائز نموني اٿ ويهہ ۽ اچ وڃ نہ ڪريو. سعيد بن مسيب جو قول آهي تہ: مائيس الشيطان من ابن آدم الا اتاه من قبل النساءِ (صفوة الصلوٰة ص. 8ج2 / ڪشف الزفاءِ ص. 4ج1) جڏهن شيطان انسان کي گمراهہ ڪرڻ کان مايوس ٿيندو آهي تہ عورتن کي استعمال ڪندو آهي. جيئن هن زماني ۾ يهودي ۽ عيسائي مسلم امت کي ڪنٽرول ڪرڻ لاءِ پنهنجيون عورتون خاص ڪري مسلم حڪمراني جي گهرن ۽ مسلم معاشرن ۾ عام طرح پهچائين ٿا يا عوام الناس کي ٽي وي، وي سي آر، ڪيبل ۽ ٻين ذريعن سان فحش ملڪي ۽ غير ملڪي فلمون ڏيکاري انهن جي ايمان تي ڌاڙا

(3045) وعن ابن عمر قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " الشؤم في المرأة والدار والفرس " . متفق عليه . وفي رواية : " الشؤم في ثلاثة : في المرأة والمسكن والدابة "

**ابن عمر ﷺ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: نحوست عورت، گهر ۽ گهوڙي ۾ آهي. ([1]) (بخاري مسلم، ۽ هڪ روايت ۾ آهي تہ ٽن شين ۾ نحوست آهي: 1_عورت، 2_ گهر، 3_ سواري)**

---

هڻن ٿا. اهو دراصل فسادي قومن جو پراڻو هٿيار آهي، جيئن مسلم جي ساڳي حديث ۾ آهي تہ بني اسرائيل ﷺ ۾ پهريون فتنو عورتن جي ڪري پيدا ٿيو. اهو فتنو ڪهڙو هو جنهن جي ڪري نبي اسرائيل ﷺ کي عورتن وسيلي گمراهہ ڪيو ويو؟ ڪنهن حديث ۾ ان جو واضع ذڪرنتو ملي. مگر قرآن ۽ حديث جي مجموعي اشارن مان ايترو معلوم ٿئي ٿو تہ موسيٰ ﷺ (يا صحيح قول مطابق يو شع ﷺ) جي زماني ۾ بني اسرائيل جڏهن عمالقہ (بيت المقدس يا شام ) فتح ڪرڻ لاءِ انهن جي علائقي ۾ ويا تہ انهن ماڻهن پنهنجيون عورتون اگهاڙيون ڪري اسرائيلي لشڪر ۾ روانيون ڪيون. نتيجي ۾ منجهن زنا ڪاري پکڙجي وئي، پوءِ مٿن طاعون جو عذاب آيو، جنهن ۾ ستر هزار اسرائيلي هلاڪ ٿيا. اهو واقعو ابن جرير126/9/ قرطبي 319/7 ۽ ﴿ثعلبيءواتل عليهم نباالذي الآ ية﴾(الاعراف:175) تحت بحوالہ ابن عباس، ابن مسعود وغيرهما بيان ڪيو آهي. ڪن محققن ان واقعي جو انڪار ڪيو آهي، مگر حافظ ابن حجر الماعون في فضل الطاعون ۾ ان کي صحيح ڄاڻايو آهي. قرآن مجيد جي الفاظن مان بہ معلوم ٿئي ٿو تہ اهو واقعو عربن ۾ نبيﷺ جي زماني ۾ مشهور ۽ معروف هو، تڏهن فرمايو ويو تہ ”اي نبيﷺ! انهن کي جيئن گابي وسيلي آزمايو ويو، تيئن سندن ايمان جي ”اگهاڙين رنن“ وسيلي پرک ٿي، جنهن ڏانهن ﷲ جي رسولﷺ! هنن لفظن ۾ اشارو فرمايو آهي تہ : اسرائيلين ۾ سڀ کان پهريون فتنو عورتن جو ظاهر ٿيو (مسلم)

[1]_ شرڪي ۽ جاهليت جي مذهبن ۾ مختلف شين، جانورن ، پکين ۽ ماڻهن کي منحوس سمجهيو ويندو هو. جيئن قرآن مجيد ۾ فرعونين جي باري ۾ بيان آهي تہ: ﴿____﴾ (الاعراف) ۽ جيڪڏهن کين مصيبت پهچندي هئي تہ موسيٰ ۽ ان جي ساٿين جي نحوست سمجهندا هئا. خبردار! سندن نحوست ﷲ وٽ آهي پر اڪثر ماڻهو نٿا ڄاڻن. ٻئي هنڌ آهي تہ ﴿طائرکم معکم﴾ (يٰسٓ: 21) يعني نبين سڳورن ڪافرن کي چيو تہ ”توهان جي نحوست ۽ بدبختي توهان سان گڏ آهي.“ يعني جيڪي عذاب ۽ مصيبتون اوهان تي اچن ٿيون، اهي اوهان جي عملن جي ڪري اچن ٿيون. عربن ۾ بہ نحوست جو نظريو عام هو. نبيﷺ جن انهيءَ شرڪي عقيدي کي هن طرح رد فرمايو تہ ﴿لا عدويٰ ولا طيرة ولا هامة و صفر﴾ (بخاري و مسلم عن ابي هريرة) نہ ڪا بيماري وچڙي ٿي، نہ بدفالي ٿئي ٿي نہ چبري جي رڙين جي ڪا حقيقت آهي ۽ نہ ئي صفر ڪا شيءِ آهي ۽ مسلم ۾ وڌيڪ آهي تہ نہ ئي ستار ۾ ڪا تاثير آهي ۽نہ ئي پوتن جو وجود آهي. قران ۽ حديث جي انهن پڌرن حڪم جي پيٺ ۾ زير بحث حديث ۾ فرمايو ويو آهي تہ عورت، سواري ۽ گهر ۾ بدبختي آهي. بظاهر هتي ”شئوم“ (بدبختيءَ) مان مراد نحوست نہ آهي، بلڪ مطلب هي آهي تہ انهن ٽنهي شين ۾ جيڪ0هن خرابي پيدا ٿئي تہ انسان کي هاجيڪار مصيبت ڏسڻي پوي ٿي، ڇاڪاڻ تہ اهي بنيادي انساني ضرورتون آهن، پر انجو مطلب اهو بہ نہ آهي تہ هر عورت فتني باز ۽ مصيبت جو موجب آهي، بلڪ مطلب صرف ايترو آهي تہ جيئن دنيا جي ٻين شين، سامان ۽ اسبابن ۾ نقصان ٿيندو آهي، تيئن مٿين شين جي ڪري بہ عام طرح تڪليف ۽ ڏک ڏسڻو پوي ٿو، جيئن شيخين جي هڪ روايت ۾ آهي تہ: جيڪڏهن بدبختي هجي تہ انهن شين ۾ ٿي سگهندي. ان مطلب ڏانهن قرآن مجيد جي هڪ آيت ۾ اشارو آهي تہ: ﴿ ان من ازواجکم واولادکم عدوالکم ﴾(التغابن: 64) توهان جي گهروارين ۽ اولاد مان ڪي اوهان جا دشمن آهن. يعني جيڪي دين تي نٽا هلن. ڪن هي مطلب بيان ڪيو آهي تہ يعني زال نيڪ نہ هجي، گهر تنگ هجي، سواري خراب ۽ ڏٻري هجي تہ مالڪ لاءِ جنجال جو سبب ٿيندي آهي، وﷲ اعلم.

(3046) وعن جابر : قال : كنا مع النبي صلى الله عليه وسلم في غزوة فلما قفلنا كنا قريبا من المدينة قلت : يا رسول الله إني حديث عهد بعرس قال : " تزوجت ؟ " قلت : نعم . قال : " أبكر أم ثيب ؟ " قلت : بل ثيب قال : " فهلا بكرا تلاعبها وتلاعبك " . فلما قدمنا لندخل فقال : " امهلوا حتى ندخل ليلا أي عشاء لكي تمتشط الشعثة وتستحد المغيبة "

**جابر ﷛ كان روايت آهي تہ اسين هڪ جهادي سفر ۾ نبيﷺ سان گڏ هئاسون. جڏهن موٽياسون ۽ مديني جي ويجهو پهتاسون تہ مون عرض ڪيو تہ ايﷲ جا رسول ﷺ! بيشڪ مون نئون نڪاح ڪيو آهي، (گهر وڃڻ جي اجازت عنايت فرمايو) فرمايائون تہ ڇا تو شادي ڪئي آهي؟ مون چيو تہ هائو! فرمايائون تہ ڪنواريءَ سان يا بيوه سان؟ عرض ڪيم تہ بلڪ بيوه سان، فرمايائون تہ ڪنواريءَ سان شادي ڪرين ها، اها توسان محبت ڪري ها تون ان سان محبت ڪرين ها[1] پوءِ جڏهن اسان مديني آياسون گهر وڃڻ لڳاسون تہ پاڻ فرمايائون تہ رات يعني عشاء ٿيڻ جو انتظار ڪريو، تان تہ ڦٽي ڏيندڙ ڦٽي ڏي ۽ جنهن جو مڙس غائب آهي اها وار وغيره صاف ڪري. (هار سينگار ڪري) (بخاري مسلم)**

## ٻيو فصل

(3047) عن أبي هريرة أن رسول الله صلى الله عليه وسلم قال : " ثلاثة حق على الله عونهم : المكاتب الذي يريد الأداء والناكح الذي يريد العفاف والمجاهد في سبيل الله " . رواه الترمذي والنسائي وابن ماجه

**ابو هريره ﷛ كان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: ٽي ڄڻا آهن جن جي مدد ڪرڻ ﷲ تعاليٰ تي حق آهي 1_غلام، جيڪو رقم ڏئي آزاديءَ وٺڻ چاهي. 2_ جيڪو پاڪدامني جي ارادي سان نڪاح[2] ڪري 3_ﷲ جي واٽ ۾ جهاد ڪندڙ (ان کي ترمذي، نسائي ۽ ابن ماجہ روايت ڪيو)**

(3048) وعنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " إذا خطب إليكم من ترضون دينه وخلقه فزوجوه إن لا تفعلوه تكن فتنة في الأرض وفساد عريض " . رواه الترمذي

---

[1] _ احمد ۾ سندس ئي روايت آهي تہ عرض ڪيم تہ ايﷲ جي رسول ﷺ! (منهنجو پيءُ شهيد ٿي ويو آهي ۽) منهنجيون ست ڀينرون آهن، ان ڪري مون مناسب نہ سمجهيو تہ سندن هم عمر زال گهر ۾ آڻيان. (رجاله صحيح مجمعہ الزوائد 254/4)

[2] _ طبراني اوسط ۾ انس بن مالڪ ﷛ جي حديث مطابق فرمايائون تہ: جيڪو عزت حاصل ڪرڻ لاءِ (معزز گهراني مان) شادي ڪندو، ﷲ تعاليٰ ان کي فقط ذلت ۾ وڌائيندو، 2_ جيڪو مال حاصل ڪرڻ لاءِ شادي ڪندو، ﷲتعاليٰ ان کي محتاجي ۽ تنگ دستيءَ ۾ وڌائيندو، 3_ جيڪو حسن پرستيءَ جي جذبي سان شادي ڪندو، ﷲ تعاليٰ ان کي خرابيءَ ۾ وڌائيندو. 4_جيڪو نگاهن يا اگهڙ جي حفاظت يا مٽي مائٽي ملائڻ لاءِ شادي ڪندو، ﷲ تعاليٰ ان جوڙي ۾ برڪت وجهندو ان جي سند ۾ عبدالقدوس بن حبين ضعيف آهي مجمع الزوائد 254/4) پر قرآن ۽ حديث جي ڪيترين نصن مان ان جي شاهدي ملي ٿي، وﷲ اعلم بالصواب.

**ابو هريره ﵁ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جڏهن اوهان کي اهڙو شخص نڪاح جو پيغام ڏئي جنهن جي دين ۽ اخلاق کان اڪن راضي هجو تہ انجي شادي ڪرايو[1] جيڪڏهن اوهان ائين نہ ڪندا تہ زمين ۾ فتنو ۽ زبردست فساد پکڙبو [2] (ان کي ترمذيءَ روايت ڪيو)**

---

[1] _ ابو حاتم مزني جنهن جي اصحابي هئڻ جو معاملو اختلافي آهي، انجي روايت ۾ آهي تہ پاڻ سڳورن ﷺ ٽي ڀيرا ائين فرمايو (تاريخ ابن معين برواية الثوري 3/4) ڪن روايتن ۾ "فساد ڪبير" جا الفاظ آهن (بيهقي) يعني فقط دنياداريءَ جي معيار مطابق شادي بياھ جا معاملا ٿيندا تہ سماج ۾ فتنو فساد پکڙبو، ڇاڪاڻ تہ دنيادار ۽ مالدار انسان کي شرافت ۽ اخلاق جي دائري مان ڪڍي بگاڙجي واٽ وٺائيندي آهي. ان فتنه انگيزي کي ٻنجو ڏيڻ لاءِ ضروري آهي تہ ماڻهوءَ تي دين غالب هجي، ڇاڪاڻ تہ دين اسلام دنيا جي هر قسم جي فتني فساد کي روڪي ٿو ۽ انسان کي صالح بڻائي ٿو. جڏهن انسان پاڻ بہ صالح هوندو ۽ مال بہ صالح طريقي سان حاصل ڪيل هوندو تہ پوءِ دنيا جو فتنو ۽ دولتمندي جو نشو بہ ختم يا گهٽ ٿي ويندو. انهيءَ ڳالھ کي ﷲ جي پياري رسول پاڪ ﷺ هن طرح بيان فرمايو آهي تہ: ﴿نعم المال الصالح للرجل الصالح(قرطبي418/3_ 32/11 ابن حبان 6/8_ احمد 137/4) (صالح مال صالح مرد لاءِ ڏاڍو چڱو آهي) پر جيڪڏهن ماڻهو شادي بياھ ۾ دينداريءَ جي بنياد تي انتخاب ڪندو تہ پوءِ يقيني ڳالھ آهي تہ دنيا داريءَ جي فتني فساد کان از خود بچي ويندو. انهيءَ ڪري ﷲ جي رسول ﷺ پنهنجي امت کي نصيحت فرمائي آهي تہ خدا تنهنجا ڀاڱ ڀلا ڪري پنهنجي شريڪ حيات جو انتخاب دينداريءَ کي سامهون رکي ڪر.

[2] _ حديث ۽ تفسير جي ڪتابن ۾ جليبيب انصاري﵁ جو عبرتناڪ واقعو بيان ٿيل آهي، جنهنجو خلاصو پيش ڪريون ٿا. انهيءَ صحابي نبي ﷺ کي عرض ڪيو تهپنهنجا پرايا سڀ مون کان پڇن ٿا ڪوبہ مون کي سڱ ڏيڻ لاءِ تيار نہ آهي، يعني هر شخص سرف ظاهري شڪل صورت جي ڪري مون کي رد ڪري ٿو. توهان منهنجي شادي ڪرايو. پاڻ سڳورن ﷺ هڪ انصاري کي فرمايو تہ اي فلاڻا! پنهنجي نياڻي جو سڱ ڏي. انهيءَ چيو تہ آئون نياڻي جي ماءُ سامشورو ڪريا. سنس گهر واريءَ چيس تہ ڪتي جليبيب ۽ ڪتي اسان جي نياڻي! اسين تہ فلاي ۽ فلاي کي انڪاري ڪري چڪا آهيون. ﷲجوقسم! اسي هر گز ان کي نياڻي جو سڱ نہ ڏينداسون. اها ڳالھ سندن نياني ٻڌي تہ ا پڇيو تہ توهان کي منهنجي لاءِ ڪنهن پيغهام ڏنو آهي؟ چيائون تہ رسول الله ﷺ جن (فلاڻي شخص لاءِ) پيغام موڪليو آهي. چوڻ لڳي تہ ڇا توهان ﷲ جي رسول ﷺ جي پيعام کي رد ڪريو ٿايعني توهان جهليبيب جي شڪل صورت کي تہ ڏسو ٿا، پر ﷲ جي رسول ﷺ کي نٿا ڏسو تہ ڪهڙي عظيم هستيءَ توهان کان سڱ جي گهر ڪئي آہ، اهو بہ نٿا سوچيو تہ متان توهان ج خلاف وحي نازل ٿئي، مون کي سندس حوالي ڪر ڇڏيو. ﷲ تعاليٰ مون کي هرگز ضايع نہ ڪندو. پوءِ سندس پيءُ رسول ﷲ جن وٽ آيو ۽ چيائين تہ پلي ان سان منهنجي نياڻي جو نڪاح ڪرايو. پوءِ پاڻ سڳورن ﷺ هن جي شادي ڪرائي ڇڏي. ڪن روايتن مطابق نڪاح کان اڳ جهاد جي لاءِ اعلان ٿي چڪو هو. جليبيب ﵁ سڀ کان اڳ جنگ جي ميدان ۾ پهتو ۽ شهيد ٿي ويو. جنگ تي وڃڻ کان اڳ) پاڻ سڳورن ﷺ ڪيس دعا ڏني تہ اي ﷲ مٿس خير جي ڇڳيءَ ريت پالوٽ فرماءِ ۽ سندس حياتيءَ کي مڪدر (خراب) نہ فرماءِ" فتح کان پوءِ پاڻ سڳورن ﷺ پڇيو تہ ڇا ڪو غير حاضر بہ آهي؟ چيائون تہ جليبيب نظر نٿو اچي. تلاش ڪيائون تہ ستن لاشن وٽ شهيد ٿيل هو، يعني ست ڪافر قتل ڪري پاڻ بہ شهيد ٿيو. رسول الله ﷺ جن سندن لاش وٽ آيا ۽ فرمائيندا رهيا تہ " هي مون مان آهي ۽ آئون ان مان آهيان." نسائي ۾ آهي تہ فرمايائون تہ "تون گهٽ درجي وارو نہ آهين." پوءِ ان کي پنهنجي ران تي رکيائون ۽ پاڻ ئي قبر ۾ لاٿائون. بعض روايت مهربانيءَ جي نظر سان ڪڏهن انهن ڏانهن نهاري رهيا هئا ۽ ڪڏهن ٻئي طرف منهن ڦيرائڻ لڳا. چيائون تہ اي ﷲ جا رسول ﷺ ڪڏهن ان ڏانهن نهاريو ٿا ۽ ڪڏهن منهن ڦيرايو ٿا ان جو ڪهڙو سبب آهي؟ فرمايائون تہ "هن شخص ماڻهن کان رشتو گهريو، ڪو ڏيڻ لاءِ تيار نہ ٿيو، ﷲ تعاليٰ ان لاءِ جنت مان حورون لاٿيون جن ان کي پنهنجي هنج ۾ اچي ورتو، مون کي شرم ٿي آيو تہ آئون انهن ڏانهن نهاريا. حافظ ابن

(3049) وعن معقل بن يسار قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " تزوجوا الودود الولود فإني مكاثر بكم الأمم " . رواه أبو داود والنسائي

**معقل بن يسار ؓ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: محبت ڪندڙ، گهڻا ٻار ڄڻندڙ عورتن سان نڪاح ڪريو، پوءِ بيشڪ آئون قيامت جي ڏينهن اوهان جي گهڻائيءَ جي ڪري فخر ڪرڻ وارو آهيان (ان کي ابوداؤد ۽ نسائيءَ روايت ڪيو)**

**فائده:_ هن حديث جي سند مختلف طرقن جي ڪري صحيح آهي. اهي طرق مون "آداب الزفاف" ۾ بيان ڪيل آهن.** (**علامه الباني مشڪوٰة** 929/2)

(3050) وعن عبد الرحمن بن سالم بن عتبة بن عويم بن ساعدة الأنصاري عن أبيه عن جده قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " عليكم بالأبكار فإنهن أعذب أفواها وأنتق أرحاما وأرضى باليسير " . رواه ابن ماجه مرسلا

**عبدالرحمٰن بن سالم بن عتبه بن عويم بن ساعده انصاري پنهنجي پيءُ کان اهو سندس ڏاڏي کان روايت ڪري ٿو تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ ڪنواري عورتن سان شادي ڪريو، چاڪاڻ تہ اهي ڳالهائڻ ۾ پياريون**([1]) **وڌيڪ اولاد پيدا ڪندڙ ۽ ٿوري گهڻي تي راضي رهندڙ آهن**([2]) **(ان کي ابن ماجه مرسل روايت ڪيو)**

---

حجراصابہ ۾ فرمائي ٿو، هن ڪن روايت مطابق هيءَ آيت ان جي باري ۾ لٿي: ماكان لمؤمن ولا مؤمنة الآية ۽ ٿي سگهي ٿو هي واقعو بہ ان ۾ شامل هجي (شعب الايمان عن ابي برزة الاسلمي205/2_ مسلم 1918/4) عن اسحاق بن عمر، ابن ڪثير3/91-490، صحيح ابن هبان 343/9، الاحاديث المختارة 178/5_ موارد الظمآن563، مجمع الزوائد 368/9-367_ بيهقي سنن الڪبريٰ 61/5-68_ بزار، احمد مسند الروياني، مسند الطيالسي، الاصابة 495/1 الاستيعاب 273/1)

[1]_اصل۾ الفاظ آهن: اعذب افواها ؟اعذب" معنيٰ پاڪ پاڻي ۽ چيو ويو آهي تہ منو ڳالهائيندڙ (شرح ابنماجه134/1)

[2]_ قرآن مجيد ۾ حضرت زڪريا جو قول آهي تہ ﴿هب لي من لدنک ذرية طيبة ۰﴾(لمائدة:38) اي اللهﷻ! مون کي پاڪ اولاد عطا ڪر. ان جي تشريح ڪندي امام قرطني لکي ٿو تہ: ثابت ٿيو تہ اولاد طلب ڪرڻ رسولن ۽ صديقن جي سنت آهي.اللهﷻ تعاليٰ فرمائي ٿو تہ ﴿ولقد ارسلنا رسلا من قبلک وجعلنا لهم ازواجا و ذرية﴾ (سورة الرعد آيت: 38) بيشڪ اسان توکان اڳ رسل موڪليا.

۽ انهن کي گهرواريون ۽ اولاد عطا ڪيوسون. مسلم ۾ سعد بن ابي وقاص ؓ جي روايت آهي تہ عثمان (بن مظعون ؓ) رسول اللهﷺ کان انفرادي زندگي گذارڻ جي اجازت گهري، پاڻ ان کان منع فرمايائون. اجازت عنايت ڪن ها تہ هوند اسين خصي ٿيون ها. ابن ماجه ۾ عائشہ ؓ جي روايت آهي تہ پاڻ سڳورنﷺ فرمايو تہ: "نڪاح منهنجي سنت آهي، جيڪو منهنجي سنت تي عمل نہ ڪندو، اُهو مون مان نہ آهي. نڪاح ڪريو، چاڪاڻ تہ قيامت جي ڏينهن توهان جي گهڻائيءَ جي ڪري آئون ٻين امتن تي فخر ڪندس.جيڪو سگهہ وارو هجي اهو نڪاح ڪري ۽ جنهن کي سگهہ نہ هجي اهو روزا رکي، ان سان ان جي شهوت ختم ٿي ويندي. انهيءَ ۾ ڪن جاهل صوفين تي رد آهي جيڪي چون ٿا تہ اولاد جي طلب ڪرڻ بيوقوفي آهي. اهڙو شخص انتهائي غبي آهي. ابراهيمؑ دعا ڪئي تہ: "۽ پوين ۾ منهنجو سچو ذڪر جاري فرماءِ." اللهﷻ تعاليٰ فرمائي ٿو تہ: (مخلص ٻانها اهي آهن) جيڪي چون ٿا تہ "اسان کي اکين جو ٺار گهرواريون ۽ اولاد عطا فرماءِ." ان تي امام بخاريءَ باب ٻڌو آهي: "اولاد طلب ڪرڻ." جڏهن ابو طلحه جو پٽ مري ويو تہ رسول اللهﷺ جن ڪيس فرمايو تہ "رات توهان صحبت ڪئي؟"" چيائين تہ هائو سائين!" پاڻ سڳورنﷺ کيس دعا ڏني تہ: اللهﷻ توهان ٻنهي ڪ گذريل رات ۾

## (فصل ٽيون

(3051) عن ابن عباس قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " لم تر للمتحابين مثل النكاح " . رواه ابن ماجه

**ابن عباس ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: شادي ڪندڙ جوڙي ڪان وڌيڪ ڪنهن کي محبت ڪندڙ نہ ڏٺو ويو آهي ([1])**

(3052) وعن أنس قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " من أراد أن يلقى الله طاهرا مطهرا فليتزوج الحرائر " . رواه ابن ماجه

**انس ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جيڪو چاهي ٿو تہ الله سان پاڪ ۽ پاڪ ٿيل حالت ۾ ملي ان کي جڳائي تہ آزاد عورتن سان نڪاح ڪري.**

(3053) وعن أبي أمامة عن النبي صلى الله عليه وسلم أنه يقول : " ما استفاد المؤمن بعد تقوى الله خيرا له من زوجة صالحة إن أمرها أطاعته وإن نظر إليها سرته وإن أقسم عليه أبرته وإن غاب عنها نصحته في نفسها وماله " . روى ابن ماجه الأحاديث الثلاثة

---

برڪت عطا فرمائي.“ پوءِ سندس گهرواريءَ لکي حمل ٿيو.بخاريءَ ۾ آهي تہ سفيان چوي ٿو تہ هڪ انصاري شخص چيو تہ ”پوءِمون سندس نوَ پٽ ڏٺا، جن مان هر هڪ قرآن جي تعليم پرائي.“ پڻ بخاريءَ باب ٻڌو آهي تہ ”گهڻي اولاد پيڻ ۽ برڪت جي دعا“ ان تهت انس بن ماڪ جي حديث بيان ڪئي اٿس تہ ام سليم عرض ڪيو تہ اي الله جا رسول ﷺ ! انس توهان جو خاد آهي، ان کي دعا ڏيو. پاڻ سڳورن ﷺ کي دعا ڏني تہ اي الله ان جي مال ۽ اولاد کي وڌاءِ ۽ جيڪي ڪجهہ تون ان کي ڏئين، ان ۾ برڪت عطا فرماءِ. پاڻ سڳورن ﷺ ابو سلمه کي هن طرح دعا ڏني تہ ”اي الله! ابو سلمه کي بخش ۽ کيس هدايت هاصل يلن ۾ بلند درجو عطا فرماءِ ۽ پونين ۾ سندس نسل جاري فرماءِ (بخاري مسلم ) پڻ فرمايائون تہ گهڻو پيار ڪندڙ گهڻا ٻار ڄڻيندڙ عورتن سان نڪاح ڪريو، ڇاڪاڻ تہ آءٌ توهان جي گهڻائي جي ڪري ٻين امتن تي فخر ڪندس (ابودائود) هن موضوع تي گهڻيون حديثون آهن جن ۾ اولاد طلب ڪرڻ جي استحباب جو ثبوت آهي. جنهن سان انسان زندگيءَ ۾ بہ ۽ موت کان پوءِ بہ فائدو حاصل ڪري سگهي ٿو. پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو آهي تہ جڏهن توهان مان ڪو مري ٿو تہ ان جي عملن جو سلسلو منقطع ٿي وڃي ٿو سواءِ ٽن سببن جي ڪري. انهنمان هڪ صالح اولاد آهي جيڪو فروتيءَ لاءِ دعا گهرندو رهي. جيڪڏهن هن موضوع تي هن حديث ڪانسواءِ ٻيون حديثون نہ بہ هجن ها تڏهن بہ اهائي ڪافي ٿئي ها (تفسير قرطبي 82-4/83)

[1]_ هن حديث جو پس منظر هي آهي تہ هڪ شخص نبي ﷺ جن وٽ آيو ۽ عرض ڪيائين تہ اسان وٽ هڪ يتيم نياڻي آهي، جنهن لاءِ ٻن ڄڻن نڪاح جو پيغام ڏنو آهي. هڪ تنگدست آهي، ٻيو مالدار_ نياڻي تنگدست شخص کي پسند ڪري ٿي ۽ اسين مالدار ماڻهوءَ سان ان جو نڪاح ڪرڻ چاهيون ٿا. (توهان جو ڪهڙو خيال آهي؟)ان موقعي تي پاڻ سڳورن ﷺ اها ڳالهہ فرمائي (البيان والتعريف ص 166ج2 عن جابر ﷛ كذار واه ابن نجار، تاريخ بغداد) يعني اصل شيءِ مال دولت جي محبت نہ آهي، پر اصل شيءِ زال مڙس جي باهمي محبت آهي جيڪڏهن مالدار هئڻ باوجود عورت ان مرد کي قبول نٿي ڪري تہ اها شادي ڪيئن ڪامياب ٿيندي، پر جيڪڏهن تنگدست هئڻ جي باوجود عورت ان شخص کي پسند ڪري ٿي تہ يقينا اها شادي ڪامياب ٿيندي.

ابو امامہ روايت ڪري ٿو تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ ﷲ جي خوف کان بعد مؤمن کي سندس نيڪ گھر واريءَ کان وڌيڪ ڪنهن شيءِ مان فائدو حاصل نٿو ٿئي. (اهڙي گھرواري جو)جيڪڏهن ڪيس حڪم ڪري تہ سندس تابعداري ڪري ۽ جيڪڏهن ڏانهنس نهاري تہ ڪيس وڻي ۽ جيڪڏهن سندس باري ۾ قسم کڻي تہ ان کي پورو ڪري ۽ جيڪڏهن وٽس موجود نہ هجي تہ پنهنجي نفس ۽ سندس مال ۾ ان جي خير خواهي ڪري (اهي ٽئي حديثون ابن ماجہ بيان ڪيون آهن)

(3054) وعن أنس قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " إذا تزوج العبد فقد استكمل نصف الدين فليتق الله في النصف الباقي "

انس رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ:جڏهن ٻانهو شادي ڪري ٿو تہ پوءِ بيشڪ انهيءَ پنهنجو اڌ دين پورو ڪري ڇڏيو پوءِ باقي اڌ جي باري ۾ ﷲ کان ڊڄي ([1])

فائدو: ان حديث جي سند حسن آهي (علامہ الباني مشڪواة ص 929ج2)

(3055) وعن عائشة قالت : قال النبي صلى الله عليه وسلم : " إن أعظم النكاح بركة أيسره مؤنة " . رواهما البيهقي في شعب الإيمان

عائشہ رضي الله عنها کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ: بيشڪ سڀ کان وڌيڪ برڪت ڀريو نڪاح اهو آهي جنهن ۾ خرچ گھٽ ٿئي ([2]) (ٻئي حديثون شعب الايمان ۾ امام بيهقيءَ بيان ڪيون)

---

[1] _ احمد ۾ ابوذرغفاري رضي الله عنه جي حديث آهي تہ نبي ﷺ جن عڪاف بن بشرتميمي کي فرمايو ڇا توکي زال يا ٻانهي آهي؟ چيائين تہ "نہ!" فرمايائون تہ"۽ تون ﷲ جي فضل سان مالدار بہ آهين؟" چيائين تہ "ﷲ جي فضل سان سرنديءَ وارو آهيان." فرمايائون تہ " تڏهن تہ تون شيطانن جي ڀائرن مان آهين. جيڪڏهن عيسائي هجين ها تہ انهن جي راهبن ۾ شمار ٿيئن ها. بيشڪ اسان جو طريقو نڪاح آهي. بيشڪ توهان مان بدترين ماڻهو اهي آهن جيڪي ڇڙا (غير شادي شده) آهن ۽ توهان مان بدترين مري ويندڙ اهي آهن جيڪي بغير شاديءَ جي مري وڃن ٿا. توهان جهڙا ماڻهو شيطان جي راهہ هموار ڪن ٿا. غير شادي شده صالح ماڻهن کي بگاڙڻ لاءِ عوتن کان وڌيڪ ڪو هٿيار نہ آهي. شادي شده ماڻهو پاڪباز ۽ بيحيائيءَ جي ڪمن کان پري آهن. اي عڪاف! توتي افسوس! اهي عورتون ايوب ، داؤد ، يوسف ۽ ڪرسف جون ساٿياڻيون آهن (جن انهن کي پنهنجي ڄار ۾ ڦاسائڻ جي ڪوشش ڪئي هئي) بشربن عطيہ عرض ڪيو تہ اي ﷲ جا رسول! ﷺ هي ڪرسف ڪير هو؟فرمايائون تہ هڪ عابد هو جنهن سمنڊ جي ڪناري تي ٽي سؤ سال ﷲ تعاليٰ جي عبادت ڪئي. ڏينهن جو روزا رکندو ۽ رات جو تهجد پڙهندو هو. پوءِهڪ عورت جي عشق جي ڪري ڪافر ٿي پيو. پوءِ ﷲ تعاليٰ ان جي ڪنهن نيڪيءَ جي ڪري ان کي توبہ جي توفيق ڏني. اي عڪاف! تو تي افسوس اهي شادي ڪر، نہ تہ تون مذبذبين (شڪي ماڻهن) مان ٿي پوندين........ (قال الهيثمي فيه راو لم يسم و بقيه رجاله ثقات)

[2] _ جيڪڏهن ماڻهو هن حديث تي عمل ڪن تہ هوند گھڻائي سماجي مونجهارا ۽ مسئلا ازخود حل ٿي وڃن. موجود زماني ۾ غريب ۾ غريب خاندان بہ جيستائين هزارين، لکين روپين جو انتظام نٿو ڪري اب ڳڻت تائين شآدي نٿو ڪرائي سگھي، يا شادي نٿو ڪري سگھي. ڇاڪان تہ هن دور ۾ ماڻهن جي سوچ اها اهي تہ ڪامياب

# باب النظر الي المخطوبة وبيان العورات

## (متوقع زال ۽ جيڪي حصا اگهڙ ۾ شامل آهن، انهن ڪي ڏسڻ جوبيان)

### فصل پهريون

(3056) عن أبي هريرة قال : جاء رجل إلى النبي صلى الله عليه وسلم فقال : إني تزوجت امرأة من الأنصار قال : " فانظر إليها فإن في أعين الأنصار شيئا " . رواه مسلم

**ابو هريره ﷺ کان روايت آهي ته رسول اللهﷺ جن فرمايو ته: هڪ شخص نبي ﷺ جن وٽ آيو چيائين ته مون هڪ انصاري عورت ڪي نڪاح جو پيغام ڏنو آهي. فرمايائون ته وڃي ان ڪي ڏس ڇاڪاڻ ته انصاري عورتن جي اکين ۾ ڪجھه (خرابي)هوندي آهي. (هيءَ حديث مسلم روايت ڪئي آهي)**

(3057) وعن ابن مسعود رضي الله عنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " لا تباشر المرأة المرأة فتنعتها لزوجها كأنه ينظر إليها "

**ابن مسعود ﷺ کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ فرمايو ته: ڪا عورت (پنهنجي مڙس وٽ ٻيءَ) عورت جي خوبي بيان نه ڪري، ڄڻ ڪيس ڏسي رهيو آهي (بخاري مسلم)**

(3058) وعن أبي سعيد قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " لا ينظر الرجل إلى عورة الرجل ولا المرأة إلى عورة المرأة ولا يفضي الرجل إلى الرجل في ثوب واحد ولا تفضي المرأة إلى المرأة في ثوب واحد " . رواه مسلم

**ابو سعيد خدري ﷺ کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته نه مرد، مرد جي اگهڙ ڏسي ۽ نه وري عورت، عورت جي اگهڙ ڏسي. نه ٻه مرد هڪ ڪپڙي ۾ اگهاڙا گڏ ٿين ۽ نه ٻه عورتون هڪ ڪپڙي ۾ اگهاڙيون گڏ ٿين. ان ڪي مسلم روايت ڪيو.**

(3059) وعن جابر رضي الله عنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " ألا لا يبتن رجل عند امرأة ثيب إلا أن يكون ناكحا أو ذا محرم " . رواه مسلم

---

**شادي لاءِ ضروري آهي ته جهجهو مهر، گهٽو ڏاج 7 وافر مقدار ۾ مال ملڪيت موجود هجي. جڏهن ان مقصد لاءِ جائز ذريعن سان امدني هاصل نه ٿيندي آهي ته نياڻيون ويهارڇڏيندا آهن تانجو انهن جو مٿو به اڇو ٿي ويندو آهي. نتيجي ۾ اڻ ڳڻيون اخلاقي بيماريون پيدا ٿين ٿيون. مثلاً ڪي عورتون گهران ڀڄي وڃن ٿيون ۽ پوري خاندان جي عزت ڪي ڇيهو رسائين ٿيون. ڪي جوڙا .پسند جي شادي، جي نتيجي مقتل ٿين ٿا، وغيره وغيره. اسلام انهيءَ مسئلي جو اسان حل هي ٻڌائي ٿو ته ديندار ۽ با اخلاق ماڻهو هجي ته ان سان گهٽ ۾ گهٽ مهر تي به شادي ڪرائي ڇڏيو. پوءِ ڀلي غريب ۽ بيروزگار هجي تڏهن به اللهﷻ غيب مانانهن جي رزق رسانيءَ جو انتظام ڪندو. ان ڏس ۾ بخاري "باب الصداق" حديث : 4742 ۾**

جابر ﷛ کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته خبردار!ڪو مرد ڪنهن جوان عورت وٽ اڪيلائي ۾ رات نه گذاري سواءِ ان جي جو ان جو مڙس يا محرم هجي. ان کي مسلم روايت ڪيو.

(3060) وعن عقبة بن عامر قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " إياكم والدخول على النساء فقال رجل : يا رسول الله أرأيت الحمو ؟ قال : " الحمو الموت "

عقبه بن عامر ﷛ کان روايت آهي ته رسول الله ﷺفرمايوته: (اڌارين)عورتن وٽ وڃڻ کان پاسو ڪريو. هڪ شخص چيو ته يا رسول الله ﷺ ڏير بابت ڇاٿا فرمايو؟فرمايائون ته ڏير ته موت آهي.

(3061) وعن جابر : أن أم سلمة استأذنت رسول الله في الحجامة فأمر أبا طيبة أن يحجمها قال : حسبت أنه كان أخاها من الرضاعة أو غلاما لم يحتلم . رواه مسلم

جابر ﷛ کان روايت اهي ته ام سلمه ﷞ رسول الله ﷺ جنڪان سنگي لڳائڻ جي اجازت گهري. پاڻ ابو طيبه کي حڪم ڪيائون ته ڪيس سنگي هڻ چوي ٿو ته پانيان ٿو ته سندس ٿڃ شريڪ ڀاءُ هو يا وري نابالغ هو. (مسلم)

(3062) وعن جرير بن عبد الله قال : سألت رسول الله صلى الله عليه وسلم عن نظر الفجاءة فأمرني أن أصرف بصري . رواه مسلم

جرير بن عبدالله ﷛ کان روايت آهي ته مون رسول الله ﷺ کان (ڌاري عورت تي) اوچتي نظر پوڻ بابت پڇيو. مون کي حڪم فرمايائون ته پنهنجي نظر ڦيراءِ. (مسلم)

(3063) وعن جابر قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " إن المرأة تقبل في صورة شيطان وتدبر في صورة شيطان إذا أحدكم أعجبته المرأة فوقعت في قلبه فليعمد إلى امرأته فليواقعها فإن ذلك يرد ما في نفسه " . رواه مسلم

جابر ﷛ کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته: عورت شيطان جي شڪل صورت ۾ ايندي آهي ۽ شيطان جي شڪل صورت ۾ ويندي آهي. جڏهن اوهان مان ڪنهن کي ڌارئي عورت سٺي لڳي ۽ دل ۾ ان جي محبت پيدا ٿئي ته پنهنجي گهر واريءَ سان اچي صحبت ڪري. ڇاڪاڻ ته ان سان سندن دل مان انجي محبت دور ٿي ويندي. (مسلم)

## فصل ٻيو

(3064) عن جابر قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " إذا خطب أحدكم المرأة فإن استطاع أن ينظر إلى ما يدعوه إلى نكاحها فليفعل " . رواه أبو داود

**جابر ﷺ كان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته اوهان مان جيڪو ڪنهن عورت کي نڪاح جو پيغام ڏي ٿي سگهي ته ان کي هڪ نظر ڏسي وٺي . (ابوداؤد)**

(3065) وعن المغيرة بن شعبة قال خطبت امرأة فقال لي رسول الله صلى الله عليه وسلم : " هل نظرت إليها ؟ " قلت : لا قال : " فانظر إليها فإنه أحرى أن يؤدم بينكما " . رواه أحمد والترمذي والنسائي وابن ماجه والدارمي

**مغيره بن شعبه ﷺ كان روايت آهي ته مون هڪ عورت کي نڪاح جو پيغام ڏنو. رسول الله ﷺ جن مون کي فرمايو ته ڇا تو انکي ڏٺو آهي؟ مون عرض ڪيو نه! فرمايائون ته ان کي ڏس ڇاڪاڻ ته اهڙيءَ طرح اوهان ٻنهي ۾ محبت پيدا ٿيندي ان کي احمد، ترمذي، نسائي، ابن ماجه ۽ دارمي روايت ڪيو آهي.**

(3066) وعن ابن مسعود قال : رأى رسول الله صلى الله عليه وسلم امرأة فأعجبته فأتى سودة وهي تصنع طيبا وعندها نساء فأخلينه فقضى حاجته ثم قال : " أيما رجل رأى امرأة تعجبه فليقم إلى أهله فإن معها مثل الذي معها " . رواه الدارمي

**ابن مسعود ﷺ كان روايت اهي ته رسول الله ﷺ جن کي هڪ عورت نظر آئي جيڪا کين سٺي لڳي. پاڻ سوده ﷺ وٽ آيا. اها ان وقت خوشبو تيار ڪري رهي هئي ۽ ان وٽ ڪي عورتون ويٺيون هيون. عورتون اتان اٿي ويون، پاڻ پنهنجي ضرورت پوري ڪيائون ۽ فرمايائون ته جنهن مرد کي ڪا عورت نظر اچي ۽ اها ان کي سٺي لڳي اهو پنهنجي گهر واريءَ وٽ اچي ڇاڪاڻ ته ان وٽ به اهائي شيءَ آهي جيڪا ان (ڏارئي عورت) وٽ آهي. (دارمي)**

(3067) وعنه عن النبي صلى الله عليه وسلم قال : " المرأة عورة فإذا خرجت استشرفها الشيطان " . رواه الترمذي

**ابن مسعود ﷺ كان روايت آهي ته نبي ﷺ جن فرمايو ته: عورت پردي ۾ رهڻ جي شيءِ آهي جڏهن اها ٻاهر نڪرندي آهي ته شيطان مردن لاءِ ان کي سهڻو ڪري ڏيکاريندو آهي. (ترمذي)**

(3068) وعن بريدة قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم لعلي : " يا علي لا تتبع النظرة النظرة فإن لك الأولى وليست لك الآخرة " . رواه أحمد والترمذي وأبو داود والدارمي

**بريده ﷺ كان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن علي ﷺ کي فرمايو ته اي علي! (متان ڏارئي عورت ڏانهن) ٻهرئين نظر پوڻ کان پوءِ ٻي نظر کڻي نهاريو اٿئي. ڇاڪاڻ ته ٻهرين نظر**

توکي معاف آهي، ٻي نظر توکي معاف نہ آهي. هن کي احمد، ترمذي، ابوداؤد ۽ دارمي روايت ڪيو آهي.

(3069) وعن عمرو بن شعيب عن أبيه عن جده عن النبي صلى الله عليه وسلم قال : " إذا زوج أحدكم عبده أمته فلا ينظرن إلى عورتها " . وفي رواية : " فلا ينظرن إلى ما دون السرة وفوق الركبة " . رواه أبو داود

**عمرو بن شعيب پنهنجي پيءُ کان اهو ان جي ڏاڏي کان روايت ڪري ٿو تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ: جڏهن اوهان مان ڪو پنهنجي ٻانهيءَ سان پنهنجي غلام جو نڪاح ڪري تہ هرگز انجي اگهڙ کي نہ ڏسي. ٻي روايت ۾ هي لفظ آهن تہ پوءِ ان جي دن کان گوڏن تائين جسم کي نہ ڏسي. (ابودائود)**

(3070) وعن جرهد : أن النبي صلى الله عليه وسلم قال : " أما علمت أن الفخذ عورة " . رواه الترمذي وأبو داود

**جرهد کان روايت آهي تہ نبيﷺ جن فرمايو تہ:: توکي خبر نہ آهي تہ ران اگهڙ آهي. (ترمذي، داؤد)**

(3071) وعن علي رضي الله عنه أن رسول الله صلى الله عليه وسلم قال له : " يا علي لا تبرز فخذك ولا تنظر إلى فخذ حي ولا ميت " . رواه أبو داود وابن ماجه

**عليؓ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن کيس فرمايو تہ: اي علي! پنهنجي ران نہ کول ۽ نہ وري ڪنن زنده يا مردي جي ران ڏانهن نهار (ابوداؤد، ابن ماجہ)**

(3072) وعن محمد بن جحش قال : مر رسول الله صلى الله عليه وسلم على معمر وفخذه مكشوفتان قال : " يا معمر غط فخذيك فإن الفخذين عورة " . رواه في شرح السنة

**محمد بن جحش کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن معمر وٽان گذريا، ان جون رانون کليل هيون. فرمايائون تہ اي معمر! پنهنجون رانون ڍڪ ،ڇاڪاڻ تہ رانون اگهڙ ۾ شامل آهن. (شرح السنة)**

(3073) وعن ابن عمر قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " إياكم والتعري فإن معكم من لا يفارقكم إلا عند الغائط وحين يفضي الرجل إلى أهله فاستحيوهم وأكرموهم " . رواه الترمذي

**ابن عمرؓ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: اگهاڙي ٿيڻ کان پاسو ڪريو، ڇاڪاڻ تہ توهان سان گڏ (فرشتا) آهن جيڪي فقط پيشاب پاخاني ۽ صحبت ڪرڻ وقت اوهان کان جدا ٿيندا آهن. پوءِ انهن کان حيا ڪريو ۽ سندن عزت ڪريو. (ترمذي)**

(3074) وعن أم سلمة : أنها كانت عند رسول الله صلى الله عليه وسلم وميمونة إذ أقبل ابن مكتوم فدخل عليه فقال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " احتجبا منه " فقلت يا رسول الله أليس هو أعمى لا يبصرنا ؟ فقال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " أفعمياوان أنتما ؟ ألستما تبصرانه ؟ " رواه أحمد والترمذي وأبو داود

**ام سلمہ ﷺ كان روايت آهي تہ آئون ۽ ميمونہﷺ رسول اللهﷺ جن وٽ ويٺيون هيون سين. ان دوران ابن ام مكتوم اچي ويو. رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ هن كان پردو كريو. مون عرض كيو اي الله جا رسول ﷺ! ڇا هي نابين نہ آهي اسان كي ڏسي تہ نٿو! رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: ڇا توهان بہ نابين آهيو؟ ڇا توهان انكي نٿيون ڏسو؟ (احمد، ترمذي، ۽ ابو داؤد)**

(3075) وعن بهز بن حكيم عن أبيه عن جده قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " احفظ عورتك إلا من زوجتك أو ما ملكت يمينك " فقلت : يا رسول الله أفرأيت إن كان الرجل خاليا ؟ قال : " فالله أحق أن يستحيى منه " . رواه الترمذي وأبو داود وابن ماجه

**بهز بن حكمي پينهنجي پيءُ كان اهو ان جي ڏاڏي كان روايت كري ٿو تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ پنهنجي اگهڙ جي حفاظت كر، سواءِ پنهنجي زال ۽ پنهنجي ٻانهيءَ جي. مون عرض كيو تہ اي الله جا رسول ﷺ جيكڏهن مرد اكيلو هجي؟ فرمايائون تہ پوءِ الله وڌيڪ حقدار آهي تہ ان كان حياءُ كجي (ترمذي، ابو دائود ۽ ابن ماجہ)**

(3076) وعن عمر عن النبي صلى الله عليه وسلم قال : " لا يخلون رجل بامرأة إلا كان ثالثهما الشيطان " . رواه الترمذي

**عمر فاروق ﷺ كان روايت آهي تہ نبيﷺ جن فرمايو تہ : انهن عورتن وٽ نہ وڃو جن جا مڙس موجود نہ آهن ڇاكاڻ تہ شيطان توهان مان كنهن جي اندر رت وانگر هلندو آهي. عرض كيوسون تہ اي الله جا رسولﷺ! ڇا توهان جو بہ (اهوئي حال آهي؟) فرمايائون تہ مون سان بہ (شيطان آهي) پر الله تعاليٰ ان جي مقابلي ۾ منهنجي مدد فرمائي آهي ۽ ان كان محفوظ آهيان. (ترمذي)**

(3077) وعن جابر عن النبي صلى الله عليه وسلم قال : " لا تلجوا على المغيبات فإن الشيطان يجري من أحدكم مجرى الدم " قلنا : ومنك يا رسول الله ؟ قال : " ومني ولكن الله أعانني عليه فأسلم " . رواه الترمذي

**جابر ﷺ كان روايت آهي تہ نبيﷺ جن فرمايو تہ جڏهن مرد كنهن عورت سان اكيلائي ۾ هوندو آهي تہ ٽيون انهن سان شِطان گڏ هوندو آهي. (ترمذي)**

(3078) وعن أنس أن النبي صلى الله عليه وسلم أتى فاطمة بعبد قد وهبه لها وعلى فاطمة ثوب إذا قنعت به رأسها لم يبلغ رجليها وإذا غطت به رجليها لم يبلغ رأسها فلما رأى رسول الله صلى الله عليه وسلم ما تلقى قال : " إنه ليس عليك بأس إنما هو أبوك وغلامك " . رواه أبو داود

**انس رضي الله عنه کان روايت آهي تہ نبي ﷺ فاطمه رضي الله عنها کي غلام هبو ڪيو ۽ فاطمه جي جسم تي ڪپڙو هو، جنهن سان مٿو ڍڪي رهي هئي تہ پير کلي رهيا هئا ۽ پير ڍڪي رهي هئي تہ مٿو اگهاڙو ٿي رهيو هو. جڏهن رسول الله ﷺ جن سندس اها حالت ڏٺي تڏهن فرمايائون تہ : توتي ڪا تنگي نہ آهي، هتي صرف تنهنجو پيءُ ۽ غلام آهي. (ابوداؤد)**

## ٽيون فصل

(3079) عن أم سلمة : أن النبي صلى الله عليه وسلم كان عندها وفي البيت مخنث فقال : لعبد الله بن أبي أمية أخي أم سلمة : يا عبد الله إن فتح الله لكم غدا الطائف فإني أدلك على ابنة غيلان فإنها تقبل بأربع وتدبر بثمان فقال النبي صلى الله عليه وسلم : " لا يدخلن هؤلاء عليكم "

**ام سلمه رضي الله عنها کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن مون وٽ هئا ۽ منهنجي گهر ۾ هڪ کدڙو هو. اهو ام سلمه جي ڀاءُ عبدالله بن اميہ کي چئي رهيو هو تہ اي عبدالله! جيڪڏهن الله تعاليٰ اوهان کي سڀاڻي طائف جي فتح عطا ڪئي تہ آءٌ توکي غيلان جي ڌيءُ ڏيکاريندس، ( سندس سونهن ۽ صحتمنديءَ جي ڪري) ان جي پيٽ جي اڳيان چار ۽ پويان اَٺ وڪڙ پئجي رهيا اهن. تڏهن نبي ﷺ جن فرمايو تہ (آئنده) اوهان جي گهرن ۾ کدڙا هرگز نہ اچن. (بخاري مسلم)**

(3080) وعن المسور بن مخرمة قال حملت حجرا ثقيلا فبينا أنا أمشي سقط عني ثوبي فلم أستطع أخذه فرآني رسول الله صلى الله عليه وسلم فقال لي : " خذ عليك ثوبك ولا تمشوا عراة " . رواه مسلم

**مسور بن مخرمہ رضي الله عنه کان روايت آهي تہ آئون هڪ وزني پٿر کڻي اچي رهيو هيس. ان دوران منهنجو ڪپڙو ڪري پيو. جيڪو آئون کڻي نہ سگهيس. رسول الله ﷺ جن مون کي ڏسي فرمايو تہ پنهنجو ڪپڙو کڻي ٻڌ ۽ اگهاڙو نہ هل. (مسلم)**

(3081) وعن عائشة قالت : ما نظرت أو ما رأيت فرج رسول الله صلى الله عليه وسلم قط . رواه ابن ماجه

**عائشه رضي الله عنها کان روايت آهي تہ مون ڪي ڪڏهن بہ رسول الله ﷺ جن جي اگهڙ نظر نہ ائي. (ابن ماجہ)**

(3082) وعن أبي أمامة عن النبي صلى الله عليه وسلم قال : " ما من مسلم ينظر إلى محاسن امرأة أول مرة ثم يغض بصره إلا أحدث الله له عبادة يجد حلاوتها " . رواه أحمد

**ابو امام ﷺ كان روايت آهي تہ نبيﷺ جن فرمايو تہ: جنهن مسلمان ٻانهي جي پهرئين نظر عورت جي حسن جمال تي پئجي وئي. پوءِ هڪدم ڦيرائي ورتائين تہ ان کي ﷲ تعاليٰ اهڙي عبادت ( جي توفيق ڏيندو) جنهن جو اهو لطف لهندو.(احمد)**

( 30083) وعن الحسن مرسلا قال : بلغني أن رسول صلى الله عليه وسلم قال : " لعن الله الناظر والمنظور إليه " . رواه البيهقي في شعب الإيمان

**حسن بصريءَ جي مرسل روايت آهي تہ مون کي حديث پهتي آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ (اگهڙ) ڏسندڙ ۽ ڏيکاريندڙ تي ﷲ لعنت ڪري. (بيهقي شعب الايمان)**

# باب

# نڪاح جي وارث ۽ عورت کان اجازت وٺڻ جو بيان

## پهريون فصل

(3084) عن أبي هريرة قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " لا تنكح الأيم حتى تستأمر ولا تنكح البكر حتى تستأذن " . قالوا : يا رسول الله وكيف إذنها ؟ قال : " أن تسكت "

**ابو هريره ﷛ کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته: رن زال جو نڪاح سندس اجازت ۽ ڪنواري جو نڪاح ان جي مرضي پڇڻ کان سواءِ نه ڪجي. عرض ڪيائون ته اي الله جا رسول ﷺ! ڪنواري جي مرضِ ڪيئن معلوم ڪجي؟ فرمايائون ته ان جو خاموش رهڻ ان جي اجازت آهي. (بخاري ۽ مسلم)**

(3085) وعن ابن عباس أن النبي صلى الله عليه وسلم قال : " الأيم أحق بنفسها من وليها والبكر تستأذن في نفسها وأذنها صماتها " . وفي رواية : قال : " الثيب أحق بنفسها من وليها والبكر تستأمر وإذنها سكوتها " . وفي رواية : قال : " الثيب أحق بنفسها من وليها والبكر يستأذنها أبوها في نفسها وإذنها صماتها " . رواه مسلم

**ابن عباس ﷛ کان روايت آهي ته نبي ﷺ جن فرمايو ته رن زال (پنهنجي نڪاح جي باري ۾) پنهنجي وارث کان وڌيڪ حقدار آهي ۽ ڪنواري عورت کان ان جي اجازت وٺجي ۽ سندس اجازت ان جو خاموش رهڻ آهي. هڪ روايت ۾ آهي ته رن زال پنهنجي وارث کان پنهنجي نڪاح جي باري ۾ وڌيڪ حقدار آهي ۽ ڪنوار کان ان جي مرضي معلوم ڪجي ۽ ان جي اجازت سندس خاموشي آهي. هڪ روايت ۾ آهي ته رن زال پنهنجي وارث کان وڌيڪ حقدار آهي ۽ ڪنوار کان ان جو پيءُ سندس مرضي پڇي ۽ ان جي اجازت ان جي خاموشي آهي. (مسلم)**

(3086) وعن خنساء بنت خذام : أن أباها زوجها وهي ثيب فكرهت ذلك فأتت رسول الله صلى الله عليه وسلم فرد نكاحها . رواه البخاري وفي رواية ابن ماجه : نكاح أبيها

**خنساءُ بنت خذام کان روايت آهي ته سندس پيءُ سندس نڪاح ڪرايو، جڏهن ته اها رن زال هئي. انهيءَ اها شادي پسند نه ڪئي، پوءِ رسول الله ﷺ جن کي اچي دانهن ڏنائين، پاڻ انهيءَ نڪاح کي رد ڪري ڇڏيائون. (بخاري) ابن ماجه جي روايت ۾ آهي: نڪاح ابيها.**

(3087) وعن عائشة أن النبي صلى الله عليه وسلم تزوجها وهي بنت سبع سنين وزفت إليه وهي بنت تسع سنين ولعبها معها ومات عنها وهي بنت ثماني عشرة . رواه مسلم

**عائشه ﷵ کان روايت آهي ته نبي ﷺ ان سان نڪاح ڪيو، جڏهن ان جي عمر ست سال هئي ۽ اها نون سالن جي ڄمار ۾ سندن گهر آئي ۽ ان جا رانديڪا به ان سان گڏ هئا ۽ جڏهن پاڻ سڳورن ﷺ جو وصال ٿيو ته اها ارڙهن(18) سالن جي هئي.(مسلم)**

## ٻيو فصل

(3088) عن أبي موسى عن النبي صلى الله عليه وسلم قال : " لا نكاح إلا بولي " . رواه أحمد والترمذي وأبو داود وابن ماجه والدارمي

**ابو موسيٰ ﷛ کان روايت آهي تہ نبيﷺ جن فرمايو تہ: وارث جي اجازت کان سواءِ نڪاح نہ آهي. (احمد، ترمذي، ابو داؤد، ابن ماجہ ۽ دارمي)**

(3089) وعن عائشة أن رسول الله صلى الله عليه وسلم قال : " أيما امرأة نكحت بغير إذن وليها فنكاحها باطل فنكاحها باطل فنكاحها باطل فإن دخل بها فلها المهر بما استحل من فرجها فإن اشتجروا فالسلطان ولي من لا ولي له " . رواه أحمد والترمذي وأبو داود وابن ماجه والدارمي

**عائشہ﷞ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: جيڪا عورت پنهنجي نڪاح پنهنجي وارث جي اجازت کان سواءِ ڪندي، ان جو نڪاح باطل آهي. ان جو نڪاح باطل آهي. ان جو نڪاح باطل آهي، پوءِ جيڪڏهن اهو مرد انهيءَ عورت سان صحبت ڪري تہ ان جي اگهڙ مان فائدو وٺڻ سبب ان تي مهر آهي ۽ جيڪڏهن ڪنهن عورت جي وارث ۾ اختلاف هجي تہ بادشاه ان جو وارث آهي. جنهن جو وارث نہ هجي. (احمد، ترمذي، ابوداؤد، ابن ماجہ ۽ دارمي)**

(3090) وعن ابن عباس أن النبي صلى الله عليه وسلم قال : " البغايا اللاتي ينكحن أنفسهن بغير بينة " . والأصح أنه موقوف على ابن عباس . رواه الترمذي

**ابن عباس﷛ کان روايت آهي تہ نبيﷺ جن فرمايو تہ: جيڪي عورتون شاهدن کان سواءِ نڪاح ڪن ٿيون، اهي زانياڻيون آهن ۽ وڌيڪ صحيح ڳالهہ هيءَ آهي تہ حديث ابن عباس ﷛ تي موقوف آهي. (ترمذي)**

(3091) وعن أبي هريرة قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " اليتيمة تستأمر في نفسها فإن صمتت فهو إذنها وإن أبت فلا جواز عليها " . رواه الترمذي وأبو داود والنسائي ورواه الدارمي عن أبي موسى

**ابو هريرهﷺ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ يتيم ڇوڪريءَ سان نڪاح جي باري ۾ ان جي مرضِ معلوم ڪجي. جيڪڏهن اها خاموش رهي تہ اها ان جي اجازت آهي ۽ انڪار ڪري تہ ان تي زبردستي نہ ڪئي وڃي. (ترمذي، ابو داؤد، نسائي ۽ دارميءَ اها حديث ابو موسيٰ ﷛ کان روايت ڪئي آهي)**

(3092) وعن جابر عن النبي صلى الله عليه وسلم قال : " أيما عبد تزوج بغير إذن سيده فهو عاهر " . رواه الترمذي وأبو داود والدرامي

**جابرﷺ کان روايت آهي تہ نبيﷺ جن فرمايو تہ: جيڪو بہ ٻانهو پنهنجي مالڪ جي اجازت کان سواءِ نڪاح ڪندو، اهو زاني آهي (ترمذي، ابوداؤد ۽ دارمي)**

### فصل ٽيون

(3093) عن ابن عباس قال : إن جارية بكرا أتت رسول الله صلى الله عليه وسلم فذكرت أن أباها زوجها وهي كارها فخيرها النبي صلى الله عليه وسلم . رواه أبو داود

**ابن عباس ﷺ کان روايت آهي تہ هڪ ڪنواري ڇوڪري رسول اللهﷺ جن وٽ آئي ۽ چيائين تہ ان جي پيءُ ان جو نڪاح (بغير اجازت) ڪيو آهي ۽ اها انهيءَ (شادي) کي پسند نٿي ڪري. نبيﷺ جن ان کي اختيار ڏنو (تہ چاهي تہ ان نڪاح کي باقي رکي ۽ چاهي تہ ٽوڙي ڇڏي) (ابوداؤد)**

(3094) وعن أبي هريرة قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " لا تزوج المرأة المرأة ولا تزوج المرأة نفسها فإن الزانية هي التي تزوج نفسها " . رواه ابن ماجه

**ابو هريرهﷺ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: نہ عورت عورت جو نڪاح ڪري ۽ نہ وري عورت پنهنجو نڪاح پاڻ ڪري، ڇاڪاڻ تہ زانياڻي ئي پنهنجو نڪاح پاڻ ڪندي آهي (ابن ماجہ)**

(3095) وعن أبي سعيد وابن عباس قالا : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " من ولد له ولد فليحسن اسمه وأدبه فإذا بلغ فليزوجه فإن بلغ ولم يزوجه فأصاب إثما فإنما إثمه على أبيه "

**ابو سعيد ۽ ابن عباسﷺ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: جنهن کي اولاد ٿئي اهو ان جو سنو نالو رکي ۽ ان کي ادب سيکاري. پوءِ جڏهن اولاد بالغ ٿئي تہ ان جو نڪاح ڪرائي. جيڪڏهن بالغ ٿيڻ جي باوجود ان جو نڪاح نہ ڪرائيندو ۽ (سندس اولاد) گناه ڪندو تہ ان جو گناه پيءُ تي آهي.**

(3096) وعن عمر بن الخطاب وأنس بن مالك رضي الله عنه عن رسول الله صلى الله عليه وسلم قال : " في التوراة مكتوب : من بلغت ابنته اثنتي عشرة سنة ولم يزوجها فأصابت إثما فإثم ذلك عليه " . رواهما البيهقي في " شعب الإيمان "

**عمر بن خطاب ۽ انس بن مالڪﷺ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: تورات ۾ آهي تہ جنهن جي ڌيءُ ٻارهن سالن جي ٿئي ۽ اهو گناه سندس پيءُ تي آهي. (ٻنهي حديثن کي بيهقيءَ شعب الايمان ۾ بيان ڪيو)**

# نڪاح جي خطبي، اعلان ۽ شرطن جو بيان

## پهريون فصل

(3097) عن الربيع بنت معوذ بن عفراء قالت : جاء النبي صلى الله عليه وسلم فدخل حين بني علي فجلس على فراشي كمجلسك مني فجعلت جويرات لنا يضربن بالدف ويندبن من قتل من آبائي يوم بدر إذ قالت إحداهن : وفينا نبي يعلم ما في غد فقال : " دعي هذه وقولي بالذي كنت تقولين " . رواه البخاري

**ربيع بنت معوذ بن عفراءَ کان روايت آهي تہ جڏهن منهنجي شادي ۽ رخصتي ٿي تہ نبيﷺ جن اسان جي گهر آيا، پوءِ منهنجي بستري تي ويٺا جيئن تون منهنجي بستري تي ويٺو آهين. ڇوڪرين دف وڄائڻ شروع ڪيو ۽ بدر ۾ شهيد ٿيل وڏڙن جو بيان ڪرڻ لڳيون انهن مان هڪڙي چيو: ”اسان ۾ هڪ نبي آهي، جيڪو ڳجهہ جون ڳالهيون ڄاڻي ٿو.“ پاڻ فرمايائون تہ اها ڳالهہ ڇڏي ڏي ۽ جيڪي اڳ ۾ چئي رهي هئينءَ اهو بيان ڪر.(بخاري)**

(3098) وعن عائشة رضي الله عنه قالت : زفت امرأة إلى رجل من الأنصار فقال نبي الله صلى الله عليه وسلم : " ما كان معكم لهو ؟ فإن الأنصار يعجبهم اللهو " . رواه البخاري

**عائشه ؓ کان روايت آهي تہ انهي هڪ عورت جي انصاري مرد سان شادي ڪرائي. نبيﷺ جن فرمايو تہ: توهان وٽ ڪا راند تماشو نہ اهي؟ ڇاڪاڻ تہ انصاري راندروند پسند ڪندا آهن.(بخاري)**

(3099) وعنها قالت : تزوجني رسول الله صلى الله عليه وسلم في شوال وبنى بي في شوال فأي نساء رسول الله صلى الله عليه وسلم كان أحظى عنده مني ؟ . رواه مسلم

**عائشه ؓ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن سان منهنجي شادي شوال ۾ ٿي ۽ منهنجي رخصتي بہ (ٽن سالن کان پوءِ) شوال ۾ ٿي. پوءِ رسول اللهﷺ جن جي گهر وارين ۾ مون کان وڌيڪ ڪير خوشنصيب آهي؟ (مسلم)**

(3100) وعن عقبة بن عامر قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " أحق الشروط أن توفوا به ما استحللتم به الفروج "

**عقبہ بن عامرﷺ کان روايت اهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: سڀ کان وڌيڪ ضروري شرط جيڪو پورو ڪجي، (مهر) آهي جنهن جي ذريعي توهان عورتن جون اگهڙون حلال ڪريو ٿا. (بخاري مسلم)**

(3101) وعن أبي هريرة قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " لا يخطب الرجل على خطبة أخيه حتى ينكح أو يترك "

**ابو هريره ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ کو پنهنجي ڀاءُ جي نڪاح جي پيغام مٿان پنهنجي لاءِ پيغام نہ ڏي جيستائين اهو نڪاح نہ ڪري يا نڪاح جو خيال ڇڏي نہ ڏي. (بخاري مسلم)**

(3102) وعنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " لا تسأل المرأة طلاق أختها لتستفرغ صحفتها ولتنكح فإن لها ما قدر لها "

**ابو هريره ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: ڪنهن عورت لاءِ حلال نہ آهي تہ پنهنجي ڀيڻ جي طلاق جي گهر ڪري، تان تہ سندس دسترخوان پنهنجي لاءِ نويڪلو ڪري ڇاڪاڻ تہ کيس اهو ئي ملڻو آهي جيڪو سندس تقدير ۾ آهي. (بخاري مسلم)**

(3103) وعن ابن عمر : أن رسول الله صلى الله عليه وسلم نهى عن الشغار والشغار : أن يزوج الرجل ابنته على أن يزوجه الآخر ابنته وليس بينهما صداق

**ابن عمر ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن شغار کان منع فرمائي آهي ۽ شغار هي آهي تہ کو بہ شخص پنهنجي ڌيءُ جو نڪاح ڪنهن سان هن شرط تي ڪري تہ اهو پنهنجي ڌيءُ جو نڪاح هن سان ڪري ۽ ٻنهي نڪاحن ۾ مهر ڪجهہ بہ نہ هجي. (بخاري_ مسلم) ۽ مسلم جي روايت ۾ هي لفظ آهن تہ اسلام ۾ شغار (بدوجائز) نہ آهي.**

(3104) وعن علي رضي الله عنه أن رسول الله صلى الله عليه وسلم نهى عن متعة النساء يوم خيبر وعن أكل لحوم الحمر الإنسية

**علي ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن خيبر واري ڏينهن عورتن سان متعه (وقتي نڪاح) ڪرڻ ۽ گهريلو گڏهن جي گوشت کائڻ کان منع فرمائي. (بخاري مسلم)**

(3105) وعن سلمة بن الأكوع قال : رخص رسول الله صلى الله عليه وسلم عام أوطاس في المتعة ثلاثا ثم نهى عنها . رواه مسلم

**سلمہ بن اکوع ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن اوطاس جي جنگ واري سال صرف ٽن ڏينهن لاءِ متعه جي اجازت ڏني هئي پوءِ ان کان بہ منع فرمائي ڇڏيائون.(مسلم)**

## فصل ٻيو

(3106) عن عبد الله بن مسعود قال : علمنا رسول الله صلى الله عليه وسلم التشهد في الصلاة والتشهد في الحاجة قال : التشهد في الصلاة : " التحيات لله والصلوات والطيبات السلام عليك أيها النبي ورحمة الله وبركاته السلام علينا وعلى عباد الله الصالحين أشهد أن لا إله إلا الله وأشهد أن محمدا عبده ورسوله " . والتشهد في الحاجة : " إن الحمد لله نستعينه ونستغفره ونعوذ بالله من شرور أنفسنا من يهد الله فلا مضل له ومن يضلل فلا هادي له وأشهد أن لا إله إلا الله وأشهد أن محمدا عبده ورسوله " . ويقرأ ثلاث آيات ( يا أيها الذين آمنوا اتقوا الله حق تقاته ولا تموتن إلا وأنتم مسلمون ) ( يا أيها الناس اتقوا ربكم الذي خلقكم من نفس واحدة وخلق منها زوجها وبث منهما رجالا كثيرا ونساء واتقوا الله الذي تساءلون والأرحام إن الله كان عليكم رقيبا ) ( يا أيها الذين آمنوا اتقوا الله وقولوا قولا سديدا يصلح لكم أعمالكم ويغفر لكم ذنوبكم ومن يطع الله ورسوله فقد فاز فوزا عظيما ) رواه أحمد والترمذي وأبو داود والنسائي وابن ماجه والدارمي وفي جامع الترمذي فسر الآيات الثلاث سفيان الثوري وزاد ابن ماجه بعد قوله : " إن الحمد لله نحمده " وبعد قوله : " من شرور أنفسنا ومن سيئات أعمالنا " والدارمي بعد قوله " عظيما " ثم يتكلم بحاجته وروى في شرح السنة عن ابن مسعود في خطبة الحاجة من النكاح وغيره

**عبدالله بن مسعود ﷛ کان روايت اهي تہ رسول اللهﷺ جن اسان کي نماز پڙهڻ جو تشهد (التحيات) ۽ ڪنهن حاجت ۽ ضرورت جي وقت تشهد پڙهڻ سيکاريا. چيائين تہ نماز جو تشهد هي آهي تہ سيئي زباني عبادتون، بدني عبادتون ۽ مالي عبادتون ﷲ تعاليٰ لاءِ آهن. اي نبيﷺ تو تي سلامتي، ﷲ جون رحمتون ۽ برڪتون هجن. اسان تي ۽ ﷲ جي سيني نيڪ بندن تي سلامتي هجي. آئون شاهدي ٿو ڏيان تہ ﷲکان سواءِ ڪوبہ عبادت جو لائق نہ آهي ۽ شاهدي ٿو ڏيان تہ محمد ﷺ ﷲ جو ٻانهو ۽ رسول آهي. حاجت ۽ ضرورت جو تشهد هي آهي تہ سڀ ساراهہ ﷲ لاءِ آهي، اسين ان کان مدد گهرون ٿا. ان کان بخشش گهرون ٿا ۽ ﷲ کان پنهنجي نفسن جي برائين کان پناهہ گهرون ٿا. جنهن کي ﷲ هدايت ڪري ان کي ڪوبہ گمراهہ ڪرڻ وارو نہ آهي ۽ جنهن کي گمراهہ ڪري ان کي ڪوبہ هدايت ڪرڻ وارو نہ آهي. آئون شاهدي ٿو ڏيان تہ ﷲ کان سواءِ ڪوبہ عبادت جي لائق نہ آهي ۽ شاهدي ٿو ڏيان تہ محمد ﷺ ﷲ جو ٻانهو ۽ رسول آهي. ۽ هي ٽي آيتون پڙهندا هئا.**

(ترجمو) **اي ايمان وارؤ! ﷲ تعاليٰ کان ڊڄو جيترو ڪانئس ڊڄڻ جو حق آهي ۽ نہ مرو مگر مسلمان ٿي** (آل عمران:102)

(ترجمو) **اي انسانؤ! انهيءَ پنهنجي رب کان ڊڄو جنهن توهان کي هڪ جان مان پيدا ڪيو ۽ انهيءَ منجهان ان جي زال کي پيدا ڪيائين ۽ انهن ٻنهي مان گهڻا مرد ۽ عورتون پيدا ڪيائين ۽ انهيءَ ﷲ کان ڊڄو جنهن جي باري ۾ توهان کان پڇا ٿيندي ۽ خاص طرح مائٽي بابت. بيشڪ ﷲ تعاليٰ توهان جي مٿان نگهبان آهي** (النساءَ:1)

**(ترجمو) اي ايمان وارؤ! ﷲ کان ڊڄو ۽ ڳالھ سڌي چوندا ڪريو تہ من توهان جا عمل توهان لاءِ سڌاري ۽ توهان کي توهان جا گناھ معاف ڪري ۽ جيڪو ﷲ ۽ ان جي رسول جي پيروي ڪندو پوءِ بيشڪ انهيءَ وڏي ڪاميابي حاصل ڪئي.** ((الاحزاب: 71-70) **(احمد، ترمذي، ابو داؤد، نسائي، ابن ماجہ ۽ دارمي) ۽ جامع ترمذي ۾ سفيان ثوري تنهي آيتن جو تفسير بيان ڪيو آهي، ۽ ابن ماجہ ۾ اِنَّ اَنْفُسِنَا کان بعد ﴿وَمِنۡ سَيِّئَاتِ اءعۡمَالِنَا﴾ جا بہ لفظ آهن ۽ دارمي ۾ آهي تہ عظيما کان پوءِ پنهنجي حاجت بيان ڪريو ۽ شرح السنة ۾ ابن مسعود کان انهي تشهد کي نڪاح جي خطبي وغيره لاءِ چيو ويو آهي)**

(3107) وعن أبي هريرة قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " كل خطبة ليس فيها تشهد فهي كاليد الجذماء " . رواه الترمذي وقال : هذا حديث حسن غريب

**ابو هريرهﷺ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: جنهن خطبي ۾ تشهد (حمد و ثنا نہ پڙهيو وڃي اهو خطبو اهڙو آهي جهڙو وڍيل هٿ 0يعني بيڪار). (ترمذيءِ ترمذِ چوي ٿو تہ هيءَ حديث حسن غريب آهي)**

(3108) وعنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " كل أمر ذي بال لا يبدأ فيه بالحمد لله فهو أقطع " . رواه ابن ماجه

**ابو هريرهﷺ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: جيڪو چڱو ڪم ﷲ ساراھ ۽ ثنا کان سواءِ شروع ڪيو وڃي اهو بي برڪتون آهي. (ابن ماجہ)**

(3109) وعن عائشة قالت : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " أعلنوا هذا النكاح واجعلوه في المساجد واضربوا عليه بالدفوف " . رواه الترمذي وقال : هذا حديث غريب

**عائشہ ﷺ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ نڪاح جو سڏ ڏيندا ڪريو ۽ نڪاح مسجدن ۾ پڙهندا ڪريو ۽ نڪاح کان پوءِ دف وڄائيندا ڪريو. (ترمذي ۽ چوي ٿو تہ هيءَ حديث غريب آهي)**

(3110) وعن محمد بن حاطب الجمحي عن النبي صلى الله عليه وسلم قال : " فصل ما بين الحلال والحرام : الصوت والدف في النكاح " . رواه أحمد والترمذي والنسائي وابن ماجه

**محمد بن حاطب جمحيﷺ کان روايت آهي تہ نبيﷺ جن فرمايو تہ حلال ۽ حرام جي وچ ۾ اعلان ڪرڻ ۽ نڪاح ۾ دف وڄائڻ جو فرق آهي. (احمد، ترمذِ، نسائي ۽ ابن ماجہ)**

(3111) وعن عائشة قالت : كانت عندي جارية من الأنصار زوجتها فقال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " يا عائشة ألا تغنين ؟ فإن هذا الحي من الأنصار يحبون الغناء " . رواه ابن حبان في صحيحه

**عائشه ﷞ کان روايت آهي تہ مون وٽ هڪڙي انصاري ڇوڪري هئي مون ان جي شادي ڪرائي تڏهن رسول الله ﷺ جن فرمايو عائشه ﷞ ڳائڻ ڇو نٿي ڪرائين انصاري ڳائڻ ڪي پسند ڪندا آهن. (ابن حبان)**

(3112) وعن ابن عباس قال : أنكحت عائشة ذات قرابة لها من الأنصار فجاء رسول الله صلى الله عليه وسلم فقال : " أهديتم الفتاة ؟ " قالوا : نعم قال : " أرسلتم معها من تغني ؟ " قالت : لا فقال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " إن الأنصار قوم فيهم غزل فلو بعثتم معها من يقول : أتيناكم أتيناكم فحيانا وحياكم " . رواه ابن ماجه

**ابن عباس ﷞ کان روايت آهي تہ عائشه ﷞ هڪ رشتيدار انصاري عورت جو نڪاح ڪرايو. رسول الله ﷺ جن آيا ۽ فرمايائو تہ ڇا تو ان ڇوڪري کي سندس مڙس جي گهر موڪلي ڇڏيو؟ چيائين تہ هائو! رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ ڇا تو ان سان گڏ ڪنهن ڳائڻ واري کي بہ موڪليو. عرض ڪيائين تہ. رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ تحقيق انصاري هڪ اهڙي قوم آهي جنهن ۾ ڳائڻ جو شوق آهي. پوءِ جيڪو تون ان سان گڏ ڪنهن کي موڪلين ها جيڪو ڳائيندو وڃي ها تہ چوندو وڃي ها اسين اوهان وٽ آياسون، اسين اوهان وٽ آياسون، ﷲ تعاليٰ اوهان کي بہ زنده سلامت رکي ۽ اسان کي بہ. (ابن ماجہ)**

(3113) وعن سمرة أن رسول الله صلى الله عليه وسلم قال : " أيما امرأة زوجها وليان فهي للأول منهما ومن باع بيعا من رجلين فهو للأول منهما " . رواه الترمذي وأبو داود والنسائي والدارمي

**سمرهؓ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جنهن عورت جو نڪاح بہ وارث ڪن تہ اها عورت ان مڙس جي آهي جنهن سان ان جو پهرين نڪاح ٿيو ۽ جيڪو شخص ٻن ماڻهن کي ڪابہ شيءِ وڪڻي اها پهرين خريدار جي آهي. (ترمذي، ابوداؤد، نسائي ۽ دارمي)**

## فصل ٽيون

(3114) عن ابن مسعود قال : كنا نغزو مع رسول الله صلى الله عليه وسلم معنا نساء فقلنا : ألا نختصي ؟ فنهانا عن ذلك ثم رخص لنا أن نستمتع فكان أحدنا ينكح المرأة بالثوب إلى أجل ثم قرأ عبد الله : ( يا أيها الذين آمنوا لا تحرموا طيبات ما أحل الله لكم )

**ابن مسعودؓ کان روايت آهي تہ اسين جهاد ۾ رسول الله ﷺ جن سان گڏ ويندا هئاسين ۽ عورتون اسان سان گڏ ڪونہ هونديون هيون ( ۽ اسان کي عورتن جي خواهش ٿيندي هئي) اسان عرض ڪيو ڇا اسين خصي ٿيون؟ نبي جن اسان کي ان کان منع فرمائي ۽ پوءِ متعه (وقتي نڪاح) جي موڪل ڏني. اسان مان ڪي ماڻهو ڪپڙي جي عيوض وقتي نڪاح ڪندا هئا.**

تنهن کان پوءِ عبدالله بن مسعودؓ هيءَ سوره مائده جي هيءَ آيت پڙهي. (ترجمو) اي ايمان وارؤ! جن پاڪ شين کي ﷲ تعاليٰ حلال ڪيو آهي انهن کي حرام نہ سمجهو (بخاري ـ مسلم)

(3115) وعن ابن عباس قال : إنما كانت المتعة في أول الإسلام كان الرجل يقدم البلدة ليس له بها معرفة فيتزوج المرأة بقدر ما يرى أنه يقيم فتحفظ له متاعه وتصلح له شيه حتى إذا نزلت الآية ( إلا على أزواجهم أو ما ملكت أيمانهم ) قال ابن عباس : فكل فرج سواهما فهو حرام . رواه الترمذي

ابن عباس ؓ کان روايت آهي تہ متعه جو جواز اسلام جي شروعات ۾ هو. مرد ماڻهو جڏهن ڪنهن شهر ۾ ويندو هو ۽ اتي ان جي سڃاڻپ نہ هوندي هئي تہ اتي اوتري مدت لاءِ شادي ڪندو هو جيتري مدت ان کي رهڻو هوندو هو ۽ اها عورت ان جي سامان جي حفاظت ڪندي هئي ان لاءِ ڪاڏو پچائيندي هئي ايستائين جو سوره مؤمنون جي آيت ﴿الا علي ازواجهم او ماملكت ايمانهم﴾ نازل ٿي. ابن عباسؓ چيو تہ هن آيت لهڻ کان پوءِ نڪاح وارين زالن ۽ ٻانهين کان سواءِ سڀ عورتون حرام ٿي ويون. (ترمذي)

(3116) وعن عامر بن سعد قال : دخلت على قرظة بن كعب وأبي مسعود الأنصاري في عرس وإذا جوار يغنين فقلت : أي صاحبي رسول الله صلى الله عليه وسلم وأهل بدر يفعل هذا عندكم ؟ فقالا : اجلس إن شئت فاسمع معنا وإن شئت فاذهب فإنه قد رخص لنا في اللهو عند العرس . رواه النسائي

عامر بن سعد ؓ کان روايت آهي تہ آئون هڪ شادي ۾ ويس ۽ قرظه بن ڪعب ؓ ۽ ابو مسعود انصاري ؓ سان ملاقات ڪيم اتي(شادي) ۾ چند ڇوڪريون ڳائي رهيون هيون. مون چيو رسول اللهﷺ جا اصحابيو! ۽ بدر جي جنگ ۾ شامل ٿيڻ وارؤ! ڇا اوهان جي اڳيان بہ هي (ڳائڻ) ٿي رهيو آهي. انهن چيو ويهي رهہ. تنهنجي دل چاهي تہ تون بہ اسان سان گڏ ٻڌ ۽ چاهين تہ واپس ويندو رهہ ڇاڪاڻ تہ شادي جي موقعي تي اسان کي ان جي موڪل ڏني وئي آهي. (نسائي)

# جن عوررتن سان نڪاح حرام آهي.

## فصل پهريون

(3117) عن أبي هريرة قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " لا يجمع بين المرأة وعمتها ولا بين المرأة وخالتها "

**ابو هريرهؓ کان روايت آهي ته رسول اللهﷺ جن فرمايو ته: زال ۽ ان جي پڦي، زال ۽ ان جي ماسي کي نڪاح ۾ گڏ نه ڪيو وڃي. (بخاري_ مسلم)**

(3118) وعن عائشة قالت : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " يحرم من الرضاعة ما يحرم من الولادة " . رواه البخاري

**عائشهؓ کان روايت آهي ته رسول اللهﷺ جن فرمايو ته: نسب سان جيڪي عورتون حرام آهن اهي ٿڃ شريڪ هجڻ سبب به حرام آهن. (بخاري)**

(3119) وعنها قالت : جاء عمي من الرضاعة فاستأذن علي فأبيت أن آذن له حتى أسأل رسول الله صلى الله عليه وسلم فجاء رسول الله صلى الله عليه وسلم فسألته فقال : " إنه عمك فأذني له " قالت : فقلت : يا رسول الله إنما أرضعتني المرأة ولم يرضعني الرجل فقال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " إنه عمك فليلج عليك " وذلك بعدما ضرب علينا الحجاب

**عائشه ؓ کان روايت آهي ته منهنجو کير پياڪ چاچو آيو ۽ مون وٽ اندر اچڻ جي اجازت گهريائين. مون چورائي موڪليو ته جيستائين رسول اللهﷺ کان نه پڇنديس توکي اندر هرگز نه گهرائينديس. رسول اللهﷺ جن آيا. تڏهن مون پڇيو پاڻ ﷺ فرمايائون ته اهو تنهنجو چاچو آهي ان کي اندر گهرائين ها. مون عرض ڪيو يا رسول اللهﷺ مونکي ته هڪ عورت کير پياريو آهي، مرد کير کو نه پياريو آهي. پاڻ فرمايائون ته اهو تنهنجو چاچو آهي اندر گهرائين ها. هي واقعو ان وقت جو آهي جڏهن پردي جو حڪم اچي ويو هو. (بخاري_مسلم)**

(3120) وعن علي رضي الله عنه قال : يا رسول الله هل لك في بنت عمك حمزة ؟ فإنها أجمل فتاة في قريش فقال له : " أما علمت أن حمزة أخي من الرضاعة ؟ وإن الله حرم من الرضاعة ما حرم من النسب ؟ " . رواه مسلم

**علي ؓ کان روايت آهي ته مون عرض ڪيو ته اي اللهﷻ جا رسولﷺ ! ڇا توهان پنهنجي چاچي حمزهؓ جي ڌيءَ جي خواهش رکو ٿا. اها قريشن جي هڪ خوبصورت ڇوڪري آهي. رسول اللهﷺ جن فرمايو ته توکي خبر ڪونهي ته حمزه ؓ منهنجو کير پياڪ ڀاءُ آهي ۽ اللهﷻ تعاليٰ جيڪي شيون نسب جي سبب حرام ڪيون آهن اهي ٿڃ شريڪ ٿيڻ سبب به حرام قرار ڏنيون آهن. (مسلم)**

(3121) وعن أم الفضل قالت : إن نبي الله صلى الله عليه وسلم قال : " لا تحرم الرضعة أو الرضعتان "

**ام فضل ﷞ کان روايت آهي تہ نبيﷺ جن فرمايو تہ هڪ دفعو يا ٻہ دفعا کير پيئڻ نڪاح کي حرام نٿو ڪري.**

(3122) وفي رواية عائشة قال : " لا تحرم المصة والمصتان "

**۽ عائشه ﷞ کان روايت آهي تہ هڪ دفعو چوسڻ يا ٻہ دفعا چوسڻ نڪاح کي حرام نٿو ڪري.**

(3123) وفي أخرى لأم الفضل قال : " لا تحرم الإملاجة والإملاجتان " . هذه روايات لمسلم

**۽ ام فضل ﷞ کان ٻي روايت آهي تہ هڪ دفعو يا ٻہ دفعا چاتي ۾ منهن پائڻ سان نڪاح حرام نٿو ٿئي. هي سڀ روايتون مسلم جون آهن.**

(3124) وعن عائشة قالت : كان فيما أنزل من القرآن : " عشر رضعات معلومات يحرمن " . ثم نسخن بخمس معلومات فتوفي رسول الله صلى الله عليه وسلم وهي فيما يقرأ من القرآن . رواه مسلم

**عائشہ﷞ کان روايت آهي تہ قرآن مجيد ۾ هي حڪم نازل ٿيو تہ ڏهہ دفعا جڏهن پيئڻ جو يقين هجي تہ نڪاح حرام آهي. پوءِ اهو حڪم منسوخ ٿي ويو ۽ پنج دفعا کير پيئڻ جو حڪم نازل ٿيو تنهن کان پوءِ رسول اللهﷺ وفات ڪئي ۽ هي آيت قرآن ۾ تلاوت ڪئي ويجي ٿي. (واقعو هي آهي تہ هي آيت عائشه﷞ جي تلاوت ۾ باقي رهي پر اصحابن وٽ ان جو حڪم ۽ ان جي تلاوت ٻئي منسوخ ٿي ويا ۽ مطلق حڪم رهيو) (مسلم)**

(3125) وعنها : أن النبي صلى الله عليه وسلم دخل عليها وعندها رجل فكأنه كره ذلك فقالت : إنه أخي فقال : " انظرن من إخوانكن ؟ فإنما الرضاعة من المجاعة "

**عائشہ﷞ کان روايت آهي تہ هڪ دفعو نبيﷺ جن وٽس آيا. ٻي ٻي صاحبه وٽ هڪ شخص وينو هو پوءِ جڻ تہ پاڻ ان کي ناپسند ڪيائون. عرض ڪيم تہ اهو منهنجو رضاعي ڀاءُ آهي. رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ پنهنجن ٿڃ شريڪ ڀائرن جي (مسئلي) تي ٻہ ويچار ڪر ڇو تہ ٿڃ پيارڻ سان مائٽي تڏهن ثابت ٿيندي جڏهن (ننڍڙو ٻار) بک کان ( پيٽ ڀري) پئي (بخاري۔ مسلم)**

(3126) وعن عقبة بن الحارث : أنه تزوج ابنة لأبي إهاب بن عزيز فأتت امرأة فقالت : قد أرضعت عقبة والتي تزوج بها فقال لها عقبة : ما أعلم أنك قد أرضعتني ولا أخبرتني فأرسل إلى آل أبي إهاب فسألهم فقالوا : ما علمنا أرضعت صاحبتنا فركب إلى النبي صلى الله عليه وسلم بالمدينة فسأله فقال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " كيف وقد قيل ؟ " ففارقها عقبة ونكحت زوجا غيره . رواه البخاري

عقبہ بن حارث ﷛ کان روايت آهي تہ انهيءَ ابواهاب بن عزيز جي ڌيءَ سان نڪاح ڪيو پوءِ هڪ عورت آئي ۽ چيائين تہ عقبہ ۽ ابو اهاب جي ڌيءَ کي مون کير پياريو آهي. عقبہ ان کي چيو مون کي ياد ڪونهي تہ ڪو توکير مون کي پياريو آهي ۽ نہ هن کان اڳ ۾ تو انهيءَ جي خبر ٻڌائي. پوءِ عقبہ﷛ هڪ شخص کي ابواهاب وارن وٽ موڪليو. انهن چيو تہ اسان کي خبر ئي ڪونهي تہ ان ڇوڪري کي ان عورت کير پياريو هو. اهو قصد نبي ﷺ جن وٽ مديني ويو ۽ واقعو عرض ڪيائين. رسول ﷺ جن فرمايو تہ انهن کي ڪيئن ( پنهنجن نڪاح ۾) رکندو جڏهن تہ پڌرو ٿيو تہ اها کير پياڪ ڀيڻ آهي. عقبہ ان عورت کي جدا ڪري ڇڏيو ۽ ان ٻي شخص سان نڪاح ڪيائين. (بخاري)

(3127) وعن أبي سعيد الخدري : أن رسول الله صلى الله عليه وسلم يوم حنين بعث جيشا إلى أوطاس فلقوا عدوا فقاتلوهم فظهروا عليهم وأصابوا لهم سبايا فكأن ناسا من أصحاب النبي صلى الله عليه وسلم تحرجوا من غشيانهن من أجل أزواجهن من المشركين فأنزل الله تعالى في ذلك ( والمحصنات من النساء إلا ما ملكت أيمانكم ) أي فهن لهم حلال إذا انقضت عدتهن . رواه مسلم

ابو سعيد خدري﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن حنين جي جنگ ۾ هڪڙو لشڪر اوطاس ڏي روانو ڪيو دشمن سان وڙهيو ۽ فتح حاصل ڪيائين ۽ ٻانها ۽ ٻانهيون گرفتار ڪيائون. نبي ﷺ جن جي اصحابن هن خيال سان تہ هنن ٻانهين جا مشرڪ مڙس موجود آهن، انهن ٻانهين سان صحبت ڪونہ ڪيائون انهيءَ تي هيءَ آيت لٿي. (ترجمو) ۽ حرام ڪيون ويون آهن. اوهان لاءِ اهي عورتون جيڪي مڙسن واريون آهن. مگر اهي عورتون حرام نہ آهن جن جا اوهين مالڪ ٿيا آهيو (نساءَ: 24) يعني جن کي اوهان لڙائين مان گرفتار ڪري آيا آهيو. جڏهن انهن ٻانهين جي عدت جا ڏينهن پورا ٿي وڃن تہ پوءِ اوهان لاءِ حلال آهن. (مسلم)

## فصل ٻيو

(3128) عن أبي هريرة : أن رسول الله صلى الله عليه وسلم نهى أن تنكح المرأة على عمتها أو العمة على بنت أخيها والمرأة على خالتها أو الخالة على بنت أختها لا تنكح الصغرى على الكبرى ولا الكبرى على الصغرى . رواه الترمذي وأبو داود والدارمي والنسائي وروايته إلى قوله : بنت أختها

ابوهريره﷛ کان روايت آهي تہ ڦڦيءَ سان گڏ ڀائٽيءَ سان گڏ ڦڦيءَ کي نڪاح ۾ گڏ ڪرڻ کان رسول الله ﷺ جن منع فرمائي آهي. ماسيءَ ۽ ڀاڻيجي کي بہ نڪاح ۾ گڏ ڪرڻ کان منع فرمايائون. ننڍي رشتي واري جي موجودگي ۾ وڏي رشتي واري سان ۽ وڏي رشتي واري جي موجودگي ۾ ننڍي رشتي واري سان نڪاح نہ ڪيو وڃي. (ترمذي، ابوداؤد، دارمي، نسائي)

(3129) وعن البراء بن عازب قال : مر بي خالي أبو بردة بن دينار ومعه لواء فقلت : أين تذهب ؟ قال : بعثني النبي صلى الله عليه وسلم إلى رجل تزوج امرأة أبيه آتية برأسه . رواه الترمذي وأبو داود

**براءَ بن عازب ﷺ كان روايت آهي تہ منهنجو مامون ابو برده ﷺ منهنجي پاسي مان اچي لنگهيو ان جي هٿ ۾ جهنڊو يا نشان هو. مون پڇيو تہ ڪيڏانهن ٿو وڃين؟ ان چيو هڪڙي شخص پنهنجي پيءُ جي زال سان نڪاح ڪيو آهي. نبيﷺ جن مونکي ان جو سرڪٽي اچڻ جو حڪم ڏنو آهي. (ترمذي) ابو داؤد، نسائي، ابن ماجہ ۽ دارمي جي روايت ۾ هي لفظ آهن تہ رسول اللهﷺ جن مون کي حڪم ڏنو آهي تہ آئون ان جو ڪنڌ ڪپي ان جو مال ڪٽي اچان. انهيءَ روايت ۾ مامي جي بدران چاچي جا لفظ آهن.**

(3130) وعن أم سلمة قالت : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " لا يحرم من الرضاع إلا ما فتق الأمعاء في الثدي وكان قبل الفطام " . رواه الترمذي

**ام سلمہ ﷺ كان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: ٿڃ صرف اها نڪاح کي حرام ڪندي آهي جيڪا ٻار کير چڏائڻ کان اڳ ۾ پيئي. يعني جنهن وقت کير ان جي غذا هجي. جنهن جي مدت ٻہ سال پورا آهي. تنهن کان پوءِ جي ٿڃ جو اعتبار نہ آهي. (ترمذي)**

(3131) وعن حجاج بن حجاج الأسلمي عن أبيه أنه قال : يا رسول الله ما يذهب عني مذمة الرضاع ؟ فقال : " غرة : عبد أو أمة " . رواه الترمذي وأبو داود والنسائي والدارمي

**حجاج بن حجاج اسلميﷺ پنهنجي پيءُ کان روايت ڪري ٿو تہ رسول اللهﷺ کان دريافت ڪيو ويو اي ﷲ جا رسولﷺ (اها) ڪهڙي شيءِ آهي جيڪا کير پيارڻ جو حق ادا ڪندي آهي" رسول اللهﷺ جن فرمايو کير پيارڻ واري کي ٻانهو يا ٻانهي ڏيڻ. (ترمذي، ابودائود، نسائي ۽ دارمي)**

(3132) وعن أبي الطفيل الغنوي قال : كنت جالسا مع النبي صلى الله عليه وسلم إذ أقبلت امرأة فبسط النبي صلى الله عليه وسلم رداءه حتى قعدت عليه فلما ذهبت قيل هذه أرضعت النبي صلى الله عليه وسلم . رواه أبو داود

**ابو طفيل غنويﷺ كان روايت آهي تہ آئون نبيﷺ جن جي خدمت ۾ حاضر هئس تہ هڪڙي عورت (دائي حليمه) آئي. رسول اللهﷺ ان لاءِ پنهنجي چادر وڇائي ۽ اها ان چادر تي ويهي رهي. پوءِ جڏهن اها هلي وئي تڏهن ماڻهن کي ٻڌايو ويو تہ هيءَ اها عورت آهي جنهن نبيﷺ جن کي کير پياريو هو. (ابودائود)**

(3133) وعن ابن عمر رضي الله عنه أن غيلان بن سلمة الثقفي أسلم وله عشر نسوة في الجاهلية فأسلمن معه فقال النبي صلى الله عليه وسلم : " أمسك أربعا وفارق سائرهن " . رواه أحمد والترمذي وابن ماجه

**ابن عمر ﷺ کان روايت آهي تہ غيلان بن سلمه مسلمان ٿيو جاهليت ۾ ان جي نکاح ۾ ڏهہ عورتون هيون اهي بہ مسلمان ٿي ويون نبيﷺ ان کي فرمايو تہ انهن مان چئن زالن کي رک ۽ باقي عورتن کي ڇڏي ڏي. (احمد، ترمذي ۽ ابن ماجہ)**

(3134) وعن نوفل بن معاوية قال : أسلمت وتحتي خمس نسوة فسألت النبي صلى الله عليه وسلم فقال : " فارق واحدة وأمسك أربعا " فعمدت إلى أقدمهن صحبة عندي : عاقر منذ ستين سنة ففارقتها . رواه في شرح السنة

**نوفل بن معاويہ ﷺ کان روايت آهي تہ آئون جڏهن مسلمان ٿيس تڏهن مون وٽ پنج زالون هيون. مون نبيﷺ کان پڇيو. پاڻﷺ فرمايائون تہ هڪ کي ڇڏي ڏي ۽ چئن کي پاڻ وٽ رک. پوءِ مون سڀ کان پهرين عورت جيڪا سٺ سالن کان وٺي بانجھ هئي ۽ سڀ کان پراڻي هئي ان کي ڇڏي ڏنو. (شرح السنة)**

(3135) وعن الضحاك بن فيروز الديلمي عن أبيه قال : قلت : يا رسول الله إني أسلمت وتحتي أختان قال : " اختر أيتها شئت " . رواه الترمذي وأبو داود وابن ماجه

**ضحاڪ پنهنجي پيءُ کان روايت ڪري ٿو تہ ان پڇيو تہ اي اللہ جا رسولﷺ! مون اسلام قبول ڪيو آهي ۽ منهنجي نڪاح ۾ بہ ڀينرون آهن. نبيﷺ فرمايو ٻنهي مان جنهن کي پسند ڪري هڪ کي رک. (ترمذي، ابوداؤد ۽ ابن ماجہ)**

(3136) وعن ابن عباس قال : أسلمت امرأة فتزوجت فجاء زوجها إلى النبي صلى الله عليه وسلم فقال : يا رسول الله إني قد أسلمت وعلمت بإسلامي فانتزعها رسول الله صلى الله عليه وسلم من زوجها الآخر وردها إلى زوجها الأول وفي رواية : أنه قال : إنها أسلمت معي فردها عليه . رواه أبو داود

**ابن عباس ﷺ کان روايت آهي تہ هڪ عورت مسلمان ٿي ۽ نڪاح ڪيائين ان جو پهريون مڙس نبيﷺ جن وٽ آيو ۽ چيائين تہ يارسول اللهﷺ! آئون مسلمان ٿيس ۽ منهنجي زال کي منهنجي مسلمان هئڻ جي خبر هئي. (پوءِ بہ هن ٻئي شخص سان نڪاح ڪيو) رسول اللهﷺ جن ان عورت کي ٻئي مڙس کانجدا ڪيو ۽ اڳئين مڙس جي حوالي ڪيائين. ۽ هڪ روايت ۾ هي لفظ آهن تہ اڳئين مڙس هي عرض ڪيو تہ ان جي زال ان سان گڏ مسلمان ٿي هئي. رسول اللهﷺ جن اها عورت ان کي ڏياري. (ابودائود)**

(3137) وروي في " شرح السنة " : أن جماعة من النساء ردهن النبي صلى الله عليه وسلم بالنكاح الأول على أزواجهن عند اجتماع الإسلاميين بعد اختلاف الدين والدار منهن بنت الوليد بن مغيرة كانت تحت صفوان بن أمية فأسلمت يوم الفتح وهرب زوجها من الإسلام فبعث النبي صلى الله عليه وسلم إليه ابن عمه وهب بن عمير برداء رسول الله صلى الله عليه وسلم أمانا لصفوان فلما قدم جعل له رسول الله صلى الله عليه وسلم تسيير أربعة أشهر حتى أسلم فاستقرت عنده وأسلمت أم حكيم بنت الحارث بن هشام امرأة عكرمة بن أبي جهل يوم الفتح بمكة وهرب زوجها من الإسلام حتى قدم اليمن فارتحلت أم حكيم حتى قدمت عليه اليمن فدعته إلى الإسلام فأسلم فثبتا على نكاحهما . رواه مالك عن ابن شهاب مرسلا

**۽ شرح السنة ۾ آهي تہ نبي ﷺ جن گهڻين عورتن کي انهن جي اڳين مڙسن جي حوالي ڪيو. انهن مان هڪ وليد بن مغيره جي ڌيءَ هئي جيڪا صفوان بن اميه جي زال هئي. هيءَ عورت فتح مڪي واري سال مسلمان ٿي ۽ ان جو مڙس اسلام کان پري رهيو نبي ﷺ جن ان جي ڏي ان جي چاچي جي پٽ وهب بن عمير کي موڪليو ۽ پنهنجي چادر نشاني ڪري امن جي خبر طورڏني. جڏهن صفوان خدمت ۾ حاضرٿيو تڏهن ان کي چئن مهينن لاءِ امن ڏنائون تہ اهو گهمندو رهي ۽ مسلمانن جي حالت ڏسي ايستائين جو صفوان مسلمان ٿي ويو ۽ ان جي زال انهيءَ وٽ رهي. ۽ ٻي عورت حارث بن هشام جي ڌيءَ ام حڪيم هئي جيڪا عڪرمہ ن ابوجهل جي زال هئي اها بہ فتح مڪي واري ڏينهن مسلمان ٿي هئي ۽ ان جي مڙس اسلام کان انڪار ٿي ڪيو آخر جڏهن عڪرمہ يمن ۾ پهتو تہ ام حڪيم ان وٽ وئي ۽ ان کي اسلام ڏانهن هدايت ڪيائين اهو مسلمان ٿي ويو. ٻنهي جو نڪاح ثابت رهيو. (مؤطا مالڪ)**

## فصل ٽيون

(3138) عن ابن عباس قال : حرم من النسب سبع ومن الصهر سبع ثم قرأ : ( حرمت عليكم أمهاتكم ) الآية . رواه البخاري

**ابن عباس ﭭ کان روايت آهي تہ نسب جي اعتبار سان ستن عورتن سان نڪاح حرام آهي ۽ نڪاح جي ذريعي جيڪو رشتو ۽ قرابت قائم رهي ان سان ستن عورتن سان نڪاح حرام آهي. پوءِ نساءَ جي 23 آيت پڑهيائون. (بخاري)**

(3139) وعن عمرو بن شعيب عن أبيه عن جده أن رسول الله صلى الله عليه وسلم قال : " أيما رجل نكح امرأة فدخل بها فلا يحل له نكاح ابنتها وإن لم يدخل بها فلينكح ابنتها وأيما رجل نكح امرأة فلا يحل له أن ينكح أمها دخل أو لم يدخل " . رواه الترمذي وقال : هذا حديث لا يصح من قبل إسناده إنما رواه ابن لهيعة والمثنى بن الصباح عن عمرو بن شعيب وهما يضعفان في الحديث

عمرو بن شعيب پنهنجي پيءُ کان اهو پنهنجي ڏاڏي کان روايت ڪري ٿو ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته جيڪو ڪنهن عورت سان نڪاح ڪري پوءِ ان سان همبستر ٿئي ته ان لاءِ ان جي ڌيءَ سان نڪاح ڪرڻ جائز نه آهي. (ان ڌيءَ سان جيڪا اڳين مڙس مان آهي) ۽ جيڪڏهن ان سان صبحت نه ڪئي آهي ته (ان جي وفات يا طلاق کان پوءِ) ان جي ڌيءَ سان نڪاح جائز آهي ۽ جيڪو شخص ڪنهن عورت سان نڪاح ڪري پوءِ ان جي ماءُ سان نڪاح ڪرڻ حرام آهي چاهي ان عورت سان صحبت ڪئي هجي يا نه ڪئي هجي (ترمذي) ۽ چوي ٿو ته سند جي اعتبار سان روايت صحيح نه آهي هن جا راوي ابن لهيعه ۽ ممثني ضعيف آهن.

# عورتن سان صحبت ڪرڻ جو بيان

## فصل پهريون

(3140) عن جابر قال : كانت اليهود تقول : إذا أتى الرجل امرأته من دبرها في قبلها كان الولد أحول فنزلت : ( نساوكم حرث لكم فأتوا حرثكم أنى شئتم )

**جابر ﷛ کان روايت آهي تہ يهودي چوندا هئا تہ جيڪو عورت کي پوئين پاسي کان اصل جاءِ ۾ صحبت ڪندو تہ ٻار ڪاڻو پيدا ٿيندو. ان تي سوره بقره جي هيءَ آيت نازل ٿي (ترجمو) اوهان جون زالون اوهان جي کيتي آهي اوهان کي اختيار آهي انهن سان جيئن چاهيو صحبت ڪريو. (بخاري _مسلم)**

(3141) وعنه كنا نعزل والقرآن ينزل . متفق عليه . وزاد مسلم : فبلغ ذلك النبي صلى الله عليه وسلم فلم ينهنا

**جابر﷛ کان روايت آهي تہ اسين عزل ڪندا رهياسون ۽ قرآن نازل ٿي رهيو هو. (بخاري_مسلم) مسلم ۾ وڌيڪ آهي تہ: اها ڳالهہ نبي ﷺ جن کي پهتي تہ اسان کي منع نہ ڪيائون.**

(3142) وعنه قال : إن رجلا أتى رسول الله صلى الله عليه وسلم فقال : " إن لي جارية هي خادمتنا وأنا أطوف عليها وأكره أن تحمل فقال : " اعزل عنها إن شئت فإنه سيأتيها ما قدر لها " . فلبث الرجل ثم أتاه فقال : إن الجارية قد حبلت فقال : " قد أخبرتك أنه سيأتيها ما قدر لها " . رواه مسلم

**جابر﷛ کان روايت آهي تہ هڪ شخص رسول الله ﷺ جن وٽ آيو ۽ چيائين تہ مون وٽ هڪ ٻانهي آهي جيڪا اسان جي خدمت ڪندي آهي ۽ آئون ان سان صحبت بہ ڪندو آهيان پر آئون ان کي برو سمجهان ٿو تہ اها حمل واري ٿي وڃي. رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ عزل ڪندو ڪر جيڪڏهن تون پسند ڪرين، ۽ جيڪا شيءِ مقدر ۾ آهي اها تہ ضرور پيدا ٿيندي. اهو شخص ويو ۽ گهڻا ڏينهن ڪونہ آيو پوءِ حاضر ٿي عرض ڪيائين تہ اها ٻانهي حاملہ ٿي وئي آهي. رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ آئون تو کي اڳ ۾ آگاهہ ڪري چڪو آهيان تہ جيڪا شيءِ مقدر ۾ آهي اها ضرور پيدا ٿيندي. (مسلم)**

(3143) وعن أبي سعيد الخدري قال : خرجنا مع رسول الله صلى الله عليه وسلم غزوة بني المصطلق فأصبنا سبيا من سبي العرب فاشتهينا النساء واشتدت علينا العزبة وأحببنا العزل فأردنا أن نعزل وقلنا : نعزل ورسول الله صلى الله عليه وسلم بين أظهرنا قبل أن نسأله ؟ فسألناه عن ذلك فقال : " ما عليكم ألا تفعلوا ما من نسمة كائنة إلى يوم القيامة إلا وهي كائنة "

ابو سعيد خدريؓ کان روايت آهي تہ بني المصطق جي جنگ ۾ اسين رسول اللهﷺ سان گڏ وياسين ۽ عرب قوم جون چند ٻانهيون هٿ آيون. اسان کي عورتن جي خواهش ٿي ۽ جدا رهڻ اسان لاءِ مشڪل ٿي پيو ۽ انهن ٻانهين سان صحبت ان ڪري نہ ڪئي تہ متان (حمل نہ رهجي وڃي) آخر اسان عزل جو ارازو ڪيو پوءِ اسان سوچيو تہ جڏهن رسول اللهﷺ جن هتي آهن تہ پوءِ رسول اللهﷺ کان دريافت ڪرڻ کان سواءِ مناسب نہ آهي. پوءِ اسان نبيﷺ جن کان دريافت ڪيو پاڻﷺ فرمايو تہ عزل ترڪ ڪرڻ ۾ اوهان لاءِ ڪوبہ نقصان ڪونهي ڇاڪاڻ تہ جيڪا جان قيامت تائين پيدا ٿيڻ واري آهي اها ضرور پيدا ٿيندي. (چاهي اوهان عزل ڪريو يا نہ ڪريو) (بخاري_ مسلم)

(3144) وعنه قال : سئل رسول الله صلى الله عليه وسلم عن العزل فقال : " ما من كل الماء يكون الولد وإذا أراد الله خلق شيء لم يمنعه شيء " . رواه مسلم

ابو سعيد ؓکان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ کان عزل بابت پڇيو ويو (عزل ڪرڻ جائز آهي يا نہ؟) رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ مني جي سبب سان ٻار ڪونہ ٿو پيدا ٿئي. (بلڪ ان لاءِ هڪ قطرو ڪافي آهي) جڏهن الله تعالىٰ ڪنهن شيءِ کي پيدا ڪرڻ جو ارادو ڪندو آهي تہ ڪابہ شيءِ ان کي روڪي نٿي سگهي. (مسلم)

(3145) وعن سعد بن أبي وقاص : أن رجلا جاء إلى رسول الله صلى الله عليه وسلم فقال : إني أعزل عن امرأتي . فقال له رسول الله صلى الله عليه وسلم : " لم تفعل ذلك ؟ " فقال الرجل : أشفق على ولدها . فقال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " لو كان ذلك ضارا ضر فارس والروم " . رواه مسلم

سعد ؓ کان روايت آهي تہ هڪ شخص رسول اللهﷺ جن وٽ آيو ۽ چيائين تہ آئون پنهنجي زال سان عزل ڪندو آهيان. رسول اللهﷺ پڇيو عزل ڇا جي ڪري ڪندو آهين؟ ان چيو کير پياڪ ٻار جي ڪري ڊڄان ٿو تہ (حمل نہ ٿي وڃي ۽ ٻار کي کير نقصان نہ ڏي) رسول اللهﷺجن فرمايو تہ جيڪڏهن اهو (يعني حمل وارن ڏينهن ۾ کير پيارڻ) نقصان ڏي ها تہ روم ۽ فارس وارن کي نقصان پهچي ها. (ڇو جو اهي ان جا عدي آهن) ( مسلم)

(3146) وعن جذامة بنت وهب قالت : حضرت رسول الله صلى الله عليه وسلم في أناس وهو يقول : " لقد هممت أن أنهى عن الغيلة فنظرت في الروم وفارس فإذا هم يغيلون أولادهم فلا يضر أولادهم ذلك شيئا " . ثم سألوه عن العزل فقال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " ذلك الوأد الخفي وهي ( وإذا الموؤودة سئلت ) رواه مسلم

جذامه ؓ کان روايت آهي تہ آئون رسول اللهﷺ جن جي خدمت ۾ حاضر ٿيس. پاڻ ماڻهن جي هڪ جماعت کي مخاطب ٿي فرمائي رهيا هئا تہ مون ارادو ڪيو تہ اوهان ماڻهن کي غيله (حمل دوران ٻار کي کير پيارڻ کان منع ڪريان پر جڏهن مون ڏٺو تہ روم ۽ فارس جا ماڻهو

**پنهنجي اولاد کي ڪير پياري رهيا آهن. ۽ انهن کي ڪوبہ نقصان ڪونہ ٿو ٿئي. (تنهن ڪان پوءِ مون ان ارادي کي ترڪ ڪري ڇڏيو) ماڻهن رسول اللهﷺ جن کان عزل بابت پڇيو پاڻﷺ فرمايو تہ عزل ڪرڻ ٻار کي ڳجهي طريقي تي دفن ڪرڻ آهي ۽ هيءَ آيت انهيءَ بابت آهي. (ترجمو) ۽ جڏهن جيئري پوريل نياڻي پڇي ويندي. (مسلم)**

(3147) وعن أبي سعيد قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : إن أعظم الأمانة عند الله يوم القيامة " وفي رواية : إن من أشر الناس عند الله منزلة يوم القيامة الرجل يفضي إلى امرأته وتفضي إليه ثم ينشر سرها " . رواه مسلم

**ابو سعيد خدريؓ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: قيامت جي ڏينهن اهو شخص تمام وڏي امانت وارو يا تمام گهٽو برو هوندو جيڪو پنهنجي زال سان هم بستر ٿيو ۽ ان جي راز کي (ماڻهن) اڳيان ظاهر ڪيائين. (مسلم)**

## فصل ٻيو

(3148) عن ابن عباس قال : أوحي إلى رسول الله صلى الله عليه وسلم : ( نساوكم حرث لكم فأتوا حرثكم ) الآية : " أقبل وأدبر واتق الدبر والحيضة " . رواه الترمذي وابن ماجه

**ابن عباسؓ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن تي هيءَ آيت نازل ٿي (ترجمون) اوهان جون عورتون اوهان جي کيتي آهن جيئن چاهيو انهن سان جماع ڪريو چاهي اڳيئن پاسي ۾ داخل ڪريو يا پوئين پاسي کان ۽ دبر ۾ داخل ڪرڻ کان بچو ۽ حيض جي حالت ۾ جماع نہ ڪريو. (ترمذي، ابن ماجہ)**

(3149) وعن خزيمة بن ثابت : أن النبي صلى الله عليه وسلم قال : " إن الله لا يستحيي من الحق لا تأتوا النساء في أدبارهن " . رواه أحمد والترمذي وابن ماجه . والدارمي

**حزيمہؓ کان روايت آهي تہ نبيﷺ جن فرمايو تہ: اللهَ تعاليٰ حق ڳالهہ چوڻ کان نٿو شرمائي اوهين عورتن جي دبر ۾ صحبت نہ ڪجو. (احمد، ترمذي، ابن ماجہ ۽ دارمي)**

(3150) وعن أبي هريرة قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " ملعون من أتى امرأته في دبرها " . رواه أحمد وأبو داود

**ابو هريرهؓ کان روايت آهي تہ مون رسول اللهﷺ جن کان هي فرمائيندي ٻڌو تہ جيڪو شخص پنهنجي زال کي پويان اچي ۽ صحبت ڪري اهو ملعون آهي. (احمدي ۽ ابودائود)**

(3151) وعنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " إن الذي يأتي امرأته في دبرها لا ينظر الله إليه " . رواه في شرح السنة

**ابو هريرهﷺ ڪان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ پنيان اچي صحبت ڪري تہ اللهﷻ ان ڏي رحمت سان نہ ڏسي. (شرح السنة)**

(3152) وعن ابن عباس قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " لا ينظر الله إلى رجل أتى رجلا أو امرأة في الدبر " . رواه الترمذي

**ابن عباس ﷺ ڪان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: اللهﷻ تعاليٰ ان شخص ڏي رحمت جي نظر سان نہ ڏسي جيڪو مرد يا عورت سان دبر ۾ جماع ڪري. (ترمذي)**

(3153) وعن أسماء بنت يزيد قالت : سمعت رسول الله صلى الله عليه وسلم يقول : " لا تقتلوا أولادكم سرا فإن الغيل يدرك الفارس فيدعثره عن فرسه " . رواه أبو داود

**اسماءَ بنت يزيدﷺ ڪان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: اوهين نہ ماريو پنهنجي اولاد کي پوشيده طريقي سان ان ڪري جو غيله يعني حمل واري عورت جو ٻار کي کير پيارڻ سوار کي ڪمزور بنائي ڇڏيندو آهي. ۽ ان کي گهوڙي تانن ڪيرائي وجهندو آهي. (ابوداؤد)**

**فصل ٽيون**

(3154) عن عمر بن الخطاب رضي الله عنه قال : نهى رسول الله صلى الله عليه وسلم أن يعزل عن الحرة إلا بإذنها . رواه ابن ماجه

**عمر بن خطابﷺ ڪان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ آزاد عورت سان جماع ۾ عزل ڪرڻ ان عورت جي اجازت ڪان سواءِ منع فرمايو آهي. (ابن ماجہ)**

(2) **باب:**

**فصل پهريون**

(3155) عن عروة عن عائشة : أن رسول الله صلى الله عليه وسلم قال لها في بريرة : " خذيها فأعتقيها " . وكان زوجها عبدا فخيرها رسول الله صلى الله عليه وسلم فاختارت نفسها ولو كان حرا لم يخيرها

**عروهہ جي عائشهﷺ ڪان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن بريره جي معاملي ۾ ڪيس فرمايو تہ تون هن کي خريد ڪري آزاد ڪري ڇڏ. بريره جو مڙس هڪ ٻانهو هو. جڏهن اها آزاد ٿي تڏهن رسول اللهﷺ جن ڪيس اختيار ڏنو. بريره آزادي کي پسند ڪيو ۽ مڙس ڪان جدا ٿي وئي. جيڪڏهن ان جو مڙس آزاد هجي ها تہ نبي ﷺ جن ان کي اختيار نہ ڏين ها. (بخاري _ مسلم)**

(3156) وعن ابن عباس قال : كان زوج بريرة عبدا أسود يقال له مغيث كأني أنظر إليه يطوف خلفها في سكك المدينة يبكي ودموعه تسيل على لحيته فقال النبي صلى الله عليه وسلم للعباس : " يا عباس ألا تعجب من حب مغيث بريرة ؟ ومن بغض بريرة مغيثا ؟ " فقال النبي صلى الله عليه وسلم : " لو راجعته " فقالت : يا رسول الله تأمرني ؟ قال : " إنما أشفع " قالت : لا حاجة لي فيه . رواه البخاري

**ابن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ بريره جو مڙس ڪارو ٻانهو هو جنهن کي مغيث چيو ويندو هو. ڄڻ تہ آئون اجا تائين ان کي ڏسي رهيو آهيان تہ اهو مديني جي گهٽين ۾ بريره جي پويان ٿي ڦري رهيو آهي. ان جي اکين مان ڳوڙها ان جي ڏاڙهيءَ تي وهي رهيا آهن. نبي ﷺ عباس کي فرمايو ڇا توکي ان تي تعجب ۽ حيرت نہ آهي تہ مغيث بريره کي چاهي ٿو ۽ بريره ان کان نفرت ڪري ٿي. پوءِ نبي ﷺ بريره کي فرمايو تہ ڪهڙو نہ چڱو ٿئي جو تون موٽي وڃين. بريره عرض ڪيو اي الله جا رسول ﷺ! ڇا توهان مون کي حڪم ٿا ڏيو؟ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ نہ آئون سفارش ڪريان ٿو (حڪم ڪونہ ٿو ڏيان) عرض ڪيائين تہ مون کي انهيءَ جي ضرورت نہ آهي. (يعني آئون ان سان نڪاح ڪرڻ نٿي چاهيان. (بخاري)**

## فصل ٻيو

(3157) عن عائشة : أنها أرادت أن تعتق مملوكين لها زوج فسألت النبي صلى الله عليه وسلم فأمرها أن تبدأ بالرجل قبل المرأة . رواه أبو داود والنسائي

**عائشہ رضي الله عنها کان روايت آهي تہ ان ٻن غلامن کي جيڪي زال مڙس هئا آزاد ڪرڻ جو ارادو ڪيو. نبي ﷺ جن کان پڇيو ويو پاڻ ﷺ فرمايائون تہ پهرين مرد کي آزاد ڪر ۽ پوءِ عورت کي (تہ عورت کي نڪاح ختم ڪرڻ جو اختيار نہ رهي) (ابو داؤد ۽ نسائي)**

(3158) وعنها : أن بريرة عتقت وهي عند مغيث فخيرها رسول الله صلى الله عليه وسلم وقال لها : " إن قربك فلا خيار لك " . رواه أبو داود وهذا الباب خال عن الفصل الثالث

**عائشه رضي الله عنها کان روايت آهي تہ بريره هن حال ۾ آزاد ٿي جو اها مغيث جي نڪاح ۾ هئي. نبي ﷺ جن ان کي نڪاح ۾ رهڻ يا نہ رهڻ جو اختيار ڏنو ۽ فرمايائون تہ جيڪڏهن تنهنجو مڙس تو سان صحبت ڪندو تہ پوءِ توکي نڪاح ختم ڪرڻ جو اختيار نہ رهندو. (ابودائود)**

**(هي باب ٽئينب فصل کان خالي آهي)**

# مهر جو بيان

## فصل پهريون

(3159) عن سهل بن سعد : أن رسول الله صلى الله عليه وسلم جاءته امرأة فقالت : يا رسول الله إني وهبت نفسي لك فقامت طويلا فقام رجل فقال : يا رسول الله زوجنيها إن لم تكن لك فيها حاجة فقال : " هل عندك من شيء تصدقها ؟ " قال : ما عندي إلا إزاري هذا . قال : " فالتمس ولو خاتما من حديد " فالتمس فلم يجد شيئا فقال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " هل معك من القرآن شيء " قال : نعم سورة كذا وسورة كذا فقال : " زوجتكها بما معك من القرآن " . وفي رواية : قال : " انطلق فقد زوجتكها فعلمها من القرآن "

**سهل بن سعد ﷛ کان روايت هي تہ هڪ عورت رسول الله ﷺ جن وٽ آئي ۽ چيئين تہ اي ﷲ جا رسول ﷺ مون پاڻ کي توهان جي لاءِ وقف ڪري ڇڏيو آهي. اهو چئي دير تائين بيٺي رهي. هڪ شخص اٿي عرض ڪيو تہ ايﷲ جا رسول ﷺ ! جيڪڏهن توهان کي ضرورت نہ هجي تہ هن عورت جو نڪاح مون سان ڪرايو. رسول الله ﷺ جن پڇيو تہ مهر ۾ ڏيڻ لاءِ ڪا شيءَ تو وٽ آهي؟ ان عرض ڪيو هن گوڏ کان سواءِ ٻيو مون وٽ ڪجهہ بہ نہ آهي. رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ ڪا شيءِ جاچي ڪٺي اچ جيتوڻيڪ اها لوهہ جي منڊي هجي. ان ڳولا ڪئي مگر نہ ملي. رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ ڇا توکي ڪجهہ قرآن ياد آهي؟ ان عرض ڪيو تہ هائو فلاڻي ۽ فلاڻي سورت ياد آهي. فرمايائون تہ جيڪي ڪجهہ توکي ياد آهي ان جي بدلي مون تنهنجو نڪاح هن عورت سان ڪيو ۽ هڪ روايت ۾ هي لفظ آهن تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ مون تنهنجو نڪاح هن سان ڪيو تون هن کي قرآن سيکار. (بخاري_ مسلم)**

(3160) وعن أبي سلمة قال : سألت عائشة : كم كان صداق النبي صلى الله عليه وسلم قالت : كان صداقه لأزواجه اثنتي عشرة أوقية ونش قالت : أتدري ما النش ؟ قلت : لا قالت : نصف أوقية فتلك خمسمائة درهم . رواه مسلم . ونش بالرفع في شرح السنة وفي جميع الأصول

**ابو سلمہ ﷛ کان روايت آهي تہ مون عائشہ ﷝ کان پڇيو تہ نبي ﷺ جو مهر ڪيترو هو؟ ان چيو رسول الله ﷺ جن جو مهر پنهنجين ٻيبين لاءِ ٻارهن اوقيا ۽ هڪ نش هو. پوءِ عائشہ ﷝ چيو نش کي ڄاڻين ٿو؟ مون چيو نہ! ان چيو تہ اڌ اوقيہ ۽ سڀ ملائي پنج درهم ٿيا (مسلم) ۽ لفظ نش شرح السنة ۽ سيني ڪتابن ۾ پيش سان آيل آهي.**

## فصل ٻيو

(3161) عن عمر بن الخطاب رضي الله عنه قال : ألا لا تغالوا صدقة النساء فإنها لو كانت مكرمة في الدنيا وتقوى عند الله لكان أولاكم بها نبي الله صلى الله عليه وسلم ما علمت رسول الله صلى الله عليه وسلم نكح شيئا

من نسائه ولا أنكح شيئا من بناته على أكثر من اثنتي عشرة أوقية . رواه أحمد والترمذي وأبو داود والنسائي وابن ماجه والدارمي

**عمر بن خطابؓ کان روايت آهي تہ خبردار عورتن جو مهر گهڻو نہ ٻڌو. جيڪڏهن گهڻو مهر ٻڌڻ دنيا ۾ بزرگي ۽ عظمت جو سبب ۽ الله تعاليٰ وٽ پرهيز گاري جو سبب هجي ها تہ رسول اللهﷺ ان جو وڌيڪ حقدار هو ۽ مون کي خبر آهي تہ نبيﷺ پنهنجي بي بيءَ ۽ کنهن ڌيءُ جو مهر ٻارهن اوقين کان وڌيڪ نہ رکيو (احمد، ترمذِ، ابوداٶد، نسائي، ابن ماجہ ۽ دارمي)**

(3162) وعن جابر أن رسول الله صلى الله عليه وسلم قال : " من أعطى في صداق امرأته ملء كفيه سويقا أو تمرا فقد استحل " . رواه أبو داود

**جابرؓ کان روايت آهي تہ نبيﷺ جن فرمايو تہ: جنهن شخص پنهنجي زال جي مهر ۾ ٻئي هٿ ڀري ستو يا کجور ڏني، ان پنهنجي زال کي پنهنجي لاءِ حلال ڪيو.(ابوداٶد)**

(3163) وعن عامر بن ربيعة : أن امرأة من بني فزارة تزوجت على نعلين فقال لها رسول الله صلى الله عليه وسلم : " أرضيت من نفسك ومالك بنعلين ؟ " قالت : نعم . فأجازه . رواه الترمذي

**عامر بن ربيعہؓ کان روايت آهي تہ قبيلي بني فزاره جي هڪ عورت جتي جي هڪ جوڙيءَ تي مون سان نڪاح ڪيو. رسول اللهﷺ جن ان کي فرمايو ڇا تو پاڻ کي رڳو ٻن جتين جي بدلي حوالي ڪيو؟ ان چيو تہ ها. رسول اللهﷺ جن ان نڪاح کي باقي رکڻ جي موڪل ڏني. (ترمذي)**

(3164) وعن علقمة عن ابن مسعود : أنه سئل عن رجل تزوج امرأة ولم يفرض لها شيئا ولم يدخل بها حتى مات فقال ابن مسعود : لها مثل صداق نسائها . لا وكس ولا شطط وعليها العدة ولها الميراث فقام معقل بن سنان الأشجعي فقال : قضى رسول الله صلى الله عليه وسلم في بروع بنت واشق امرأة منا بمثل ما قضيت . ففرح بها ابن مسعود . رواه الترمذي وأبو داود والنسائي والدارمي

**علقمہ، ابن مسعودؓ کان روايت ڪري ٿو تہ ان کان هي مسئلو پڇيو ويو تہ هڪ شخص هڪ عورت سان نڪاح ڪيو. نہ مهر مقرر ڪيائين ۽ نہ صحبت ڪيائين(۽) مري ويو. ابن مسعود ؓ چيو تہ ان جي قوم ۾ عورتن جو جيڪو مهر مقرر آهي اوترو ڏنو وڃي نہ گهٽ نہ وڌ. ان تي عدت واجب آهي ۽ ان کي ورثو بہ ملندو. اهو ٻڌي معقل بن سنان اشجعي اٿي بيهي اعلان ڪيو تہ اسان جي قوم جي هڪ عورت بروع بنت واشق جي معاملي ۾ رسول اللهﷺ جن اهوئي فيصلو ڏنو هو جيڪو فيصلو تون ڪرين ٿو. ابن مسعودؓ اهو ٻڌي ڏاڍو خوش ٿيو (ترمذي، ابوداٶد، نسائي ۽ دارمي)**

## فصل ٽيون

(3165) عن أم حبيبة : أنها كانت تحت عبد الله بن جحش فمات بأرض الحبشة فزوجها النجاشي النبي صلى الله عليه وسلم وأمهرها عنه أربعة آلاف . وفي رواية : أربعة درهم وبعث بها إلى رسول الله صلى الله عليه وسلم مع شرحبيل بن حسنة . رواه أبو داود والنسائي

**ام حبيبہؓ کان روايت آهي تہ بيشڪ اها عبدالله بن جحشؓ جي نڪاح ۾ هئي. ان جو مڙس حبش ۾ گذاري ويو. حبش جي بادشاه ان جو نڪاح چار هزار دينار مهر تي نبيﷺ سان ڪري ڇڏيو ۽ هڪ روايت ۾ چار هزار درهمن جا لفظ آهن ۽ ام حبيبؓ کي رسول اللهﷺ جي خدمت ۾ شرجيل بن حسنه جي نگراني ۾ روانو ڪيو ويو (ابو دائود ۽ نسائي)**

(3166) وعن أنس قال : تزوج أبو طلحة أم سليم فكان صداق ما بينهما الإسلام أسلمت أم سليم قبل أبي طلحة فخطبها فقالت : إني قد أسلمت فإن أسلمت نكحتك فأسلم فكان صداق ما بينهما . رواه النسائي

**انسؓ کان روايت آهي تہ ابو طلحہ ؓ ام سليم ؓ سان هن شرط تي نڪاح ڪيو تہ اسلام قبول ڪرڻ ئي مهر آهي. ام سليم ابو طلحہ کان اڳ ۾ مسلمان ٿي ۽ پوءِ ابو طلحہ ڏي پيغام موڪليائين تہ مون اسلام قبول ڪيو آهي جيڪڏهن تون بہ مسلمان ٿئين تہ آئون توسان نڪاح ڪنديس. پوءِ ابو طلحہ اسلام قبول ڪيو ۽ اسلام قبول ڪرڻ ئي مهر مقرر ٿيو. (نسائي)**

## وليمي جو بيان
## فصل پهريون

(3167) عن أنس : أن النبي صلى الله عليه وسلم رأى على عبد الرحمن بن عوف أثر صفرة فقال : " ما هذا ؟ " قال : إني تزوجت امرأة على وزن نواة من ذهب قال : " بارك الله لك أولم ولو بشاة "

**انسؓ کان روايت آهي تہ نبيﷺ عبدالرحمٰن بن عوف ؓ جي (ڪپڙن) تي ڦڪي رنگ جو نشان ڏٺو. پڇيائون هي ڇا آهي؟ ان چيو تہ تحقيق مون هڪ نواة (پنجن درهمن) سون تي هڪ عورت سان نڪاح ڪيو آهي. رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ الله تعالىٰ توکي برڪت عطا ڪري. تون وليمو ڪر جيتوڻيڪ هڪ ٻڪري هجي (بخاري_مسلم)**

(3168) وعنه قال : ما أولم رسول الله صلى الله عليه وسلم على أحد من نسائه ما أولم على زينب أولم بشاة

**انس ؓ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ پنهنجي ڪنهن بي بي جي نڪاح ۾ ايترو وليمو ڪونہ ڪيو جيترو زينبؓ جي نڪاح ۾ ڪيو. رسول اللهﷺ ان نڪاح ۾ هڪ ٻڪري جو وليمو ڪيو هو. (بخاري_مسلم)**

(3129) وعنه قال : أولم رسول الله صلى الله عليه وسلم حين بنى بزينب بنت جحش فأشبع الناس خبزا ولحما . رواه البخاري

**انس ﷛ کان روايت آهي ته جڏهن زينب بنت جحش ﷞ جي رخصتي ٿي، تڏهن رسول الله ﷺ جن وليمو ڪيو ۽ ماڻهن کي گوشت ۽ ماني ڍوءَ ڪري کارائي. (بخاري _ مسلم)**

(3170) وعنه قال : إن رسول الله صلى الله عليه أعتق صفية وتزوجها وجعل عتقها صداقها وأولم عليها بحيس . متفق عليه

**انس ﷛ کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ صفيه ﷞ کي آزاد ڪري نڪاح ڪيائون ۽ ان جو مهر آزادي قرار ڏنو ۽ وليمي طور هڪ قسم جو حلوو تيار ڪيائون جيڪو پنير، گيهه ۽ ڪجور مان ٺهندو آهي. (بخاري)**

(3171) وعنه قال : أقام النبي صلى الله عليه وسلم بين خيبر والمدينة ثلاث ليال يبنى عليه بصفية فدعوت المسلمين إلى وليمته وما كان فيها من خبز ولا لحم وما كان فيها إلا أن أمربالأنطاع فبسطت فألقي عليها التمر والأقط والسمن . رواه البخاري

**انس﷛ کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن خيبر ۽ مديني جو وچ ۾ ٽي راتيون ترسيا ۽ صفيه ﷞ سان شادي ڪيائون ۽ مون وليمي لاءِ مسلمانن کي دعوت ڏني. ان ۾ نه ته گوشت هو نه ماني، بلڪ رسول الله ﷺ دسترخوان وڇائڻ جو حڪم ڏنو ۽ ان تي ڪجور، پنير ۽ گيهه رکيائون.(بخاري)**

(3172) وعن صفية بنت شيبة قالت : أولم النبي صلى الله عليه وسلم على النبي صلى الله عليه وسلم على بعض نسائه بمدين من شعير . رواه البخاري

**صفيه بنت شيبه کان روايت آهي ته نبي ﷺ جن پنهنجي هڪ ٻي ٻيءَ جو وليمو ٻن سيرن جَوَن سان ڪيو (بخاري)**

(3173) وعن عبد الله بن عمر أن رسول الله صلى الله عليه وسلم قال : " إذا دعي أحدكم إلى الوليمة فليأتها " . متفق عليه . وفي رواية لمسلم : فليجب عرسا كان أو نحوه

**عبدالله بن عمر ﷞ کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته: اوهان مان ڪنهن کي وليمي جي دعوت ڏني وڃي ته اها قبول ڪرڻ گهرجي. (بخاري_مسلم) مسلم جي روايت ۾ هي لفظ آهن ته وليمي جي دعوت قبول ڪري يا اهڙي قسم جي ڪا ٻي دعوت ﻫﻪ.**

(3174) وعن جابر : قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " إذا دعي أحدكم إلى طعام فليجب وإن شاء طعم وإن شاء ترك " . رواه مسلم

**جابر﷛ کان روایت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته جنهن شخص کي کاڌي لاءِ گهرايو وڃي ان کي کپي ته دعوت کي قبول ڪري. پوءِ کاڌو وڻي ته کائي يا ڇڏي ڏي. (مسلم)**

(3175) وعن أبي هريرة قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " شر الطعام طعام الوليمة يدعى لها الأغنياء ويترك الفقراء ومن ترك الدعوة فقد عصى الله ورسوله "

**ابو هريره﷛ کان روایت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته وليمي جو اهو کاڌو برو آهي جنهن ۾ شاهوڪارن کي گهرايو وڃي ۽ مسڪينن کي ڇڏيو وڃي ۽ جنهن شخص دعوت کان انڪار ڪيو ان الله تعاليٰ ۽ ان جي رسول ﷺ جي نافرماني ڪئي. (بخاري_ مسلم)**

(3176) وعن أبي مسعود الأنصاري قال : كان رجل من الأنصار يكنى أبا شعيب كان له غلام لحام فقال : اصنع لي طعاما يكفي خمسة لعلي أدعو النبي صلى الله عليه وسلم خامس خمسة فصنع له طعيما ثم أتها فدعاه فتبعهم رجل فقال النبي صلى الله عليه وسلم : " يا أبا شعيب إن رجلا تبعنا فإن شئت أذنت له وإن شئت تركته " . قال : لا بل أذنت له

**ابو مسعود انصاري﷛ کان روایت آهي ته هڪ انصاري جنهن جي ڪنيت ابو شعيب هئي، ان جو هڪ غلام هو جيڪو گوشت وڪڻندو هو. ان پنهنجي غلام کي چيو ته پنجن ماڻهن جو کاڌو تيار ڪر. شايد آئون جن پنجن شخصن کي دعوت ڏيان انهن مان هڪ نبي ﷺ جن هجن. غلام ٿورو کاڌو تيار ڪيو. پوءِ اهو شخص رسول الله ﷺ جن جي خدمت ۾ حاضر ٿيو ۽ دعوت ڏنائين . هڪ (ٻيو) شخص رسول الله ﷺ سان گڏ ٿيو. پاڻ ﷺ فرمايائون ته (ابو شعيب( هڪ شخص اسان جي پنيان آيو آهي. جيڪڏهن تون چاهين ته گڏ وٺي هل نه ته انڪار ڪري ڇڏ. ابو شعيب چيو آئون هن کي اجازت ٿو ڏيان. (بخاري_ مسلم)**

## فصل ٻيو

(3177) عن أنس أن النبي صلى الله عليه وسلم أولم على صفية بسويق وتمر . رواه أحمد والترمذي وأبو داود وابن ماجه

**انس﷛ کان روایت آهي ته نبي ﷺ صفيه ﵂ جو وليمو ستو ۽ کجور سان ڪيو. (احمد، ترمذي، ابودائود، ابن ماجه)**

(3178) وعن سفينة : أن رجلا ضاف علي بن أبي طالب فصنع له طعاما فقالت فاطمة : لو دعونا رسول الله صلى الله عليه وسلم فأكل معنا فدعوه فجاء فوضع يديه على عضادتي الباب فرأى القرام قد ضرب في ناحية البيت فرجع . قالت فاطمة : فتبعته فقلت : يا رسول الله ما ردك ؟ قال : " إنه ليس لي أو لنبي أن يدخل بيتا مزوقا " . رواه أحمد وابن ماجه

**سفينه رضي الله عنه کان روايت آهي تہ علي رضي الله عنه وٽ هڪ مهمان آيو. علي رضي الله عنه ان لاءِ کاڌو تيار ڪريو. فاطمه رضي الله عنها چيو تہ جيڪڏهن رسول الله ﷺ جن کي گهرايو ۽ پاڻ اسان سان گڏ کاڌو کائين تہ بهتر آهي. پوءِ رسول الله ﷺ جن آيا ۽ دروازي جي ٻنهي تاڪن تي هٿ رکي بيهي رهيا. رسول الله ﷺ گهر جي هڪ ڪنڊ ۾ هڪ غاليچو پيل ڏٺو ۽ واپس موٽي ويا. فاطمه رضي الله عنها چوي ٿي تہ آئون بہ پاڻ سڳورن ﷺ جي پٺيان ويس ۽ عرض ڪيم اي الله جا رسول ﷺ! توهان کي ڪهڙي شيءِ واپس موٽايو آهي؟ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ مونکي ۽ ڪنهن نبي کي سيگاريل گهر ۾ داخل ٿيڻ مناسب نہ آهي. (احمد، ابن ماجہ)**

(3179) وعن عبد الله بن عمر قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " من دعي فلم يجب فقد عصى الله ورسوله ومن دخل على غير دعوة دخل سارقا وخرج مغيرا " . رواه أبو داود

**عبدالله بن عمر رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جنهن شخص کي کاڌي لاءِ گهرايو وڃي ۽ اهو دعوت قبول نہ ڪري تہ ان الله ۽ ان جي رسول ﷺ جي نافرماني ڪئي ۽ جيڪو شخص بغير گهرائڻ جي کائڻ لاءِ وڃي اهو چور وانگر آيو ۽ مال ڦري واپس ويو(ابوداﺋود)**

(3180) وعن رجل من أصحاب رسول الله صلى الله عليه وسلم أن رسول الله صلى الله عليه وسلم قال : " إذا اجتمع الداعيان فأجب أقربهما بابا وإن سبق أحدهما فأجب الذي سبق " . رواه أحمد وأبو داود

**هڪ اصحابي کان روايت آهي تہ بيشڪ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ جڏهن ٻہ ڄڻا گڏ دعوت ڏين تہ تون انهن ٻنهي مان ويجهي دروازي واري جي دعوت قبول ڪر ۽ ٻنهي مان جيڪو اڳ اچي، ان جي دعوت قبول ڪر. (احمد، ابوداﺋود)**

(3181) قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " طعام أول يوم حق وطعام يوم الثاني سنة وطعام يوم الثالث سمعة ومن سمع سمع الله به " . رواه الترمذي

**ابن مسعود رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ پهرين ڏينهن جو کاڌو حق آهي ۽ ٻئي ڏينهن جو کاڌو سنت آهي ۽ ٽئين ڏينهن جو کاڌو ڪارائڻ ٻڌائڻ آهي (يعني پاڻ کي مشهور ڪرڻ آهي) ۽ جيڪو پاڻ کي مشهور ڪندو الله قيامت جي ڏينهن ان کي رسوا ڪندو. (ترمذي)**

(3182) وعن عكرمة عن ابن عباس : أن النبي صلى الله عليه وسلم نهى عن طعام المتباريين أن يؤكل . رواه أبو داود وقال محيي السنة : والصحيح أنه عن عكرمة عن النبي صلى الله عليه وسلم مرسلا

**عڪرمہ ابن عباس رضي الله عنهما کان روايت ڪري ٿو تہ نبي ﷺ جن ٻن مقابلو ۽ فخر ڪندڙن جي کاڌي کائڻ کان منع فرمائي آهي. (ابودائود) ۽ امام محي السنة جو چوڻ آهي تہ صحيح ڳالھہ اها آهي تہ هيءَ روايت عڪرمہ نبي ﷺ جن کان مرسل بيان ڪئي.**

## فصل ٽيون

(3183) عن أبي هريرة قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " المتباريان لا يجابان ولا يؤكل طعامهما " . قال الإمام أحمد : يعني المتعارضين بالضيافة فخرا ورياء

**ابو هريره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ مقابلو ڪندڙن جي نہ دعوت قبول ڪئي وڃي ۽ نہ انهن جو کاڌو کائجي، امام احمد چوي ٿو تہ مقابلو ڪندڙن مان مراد اهي ٻہ ماڻهو آهن جيڪي فخر ۽ رياءَ طور دعوت ۾ مقابلو ڪن.**

(3184) وعن عمران ين حصين قال : نهى رسول الله صلى الله عليه وسلم إجابة طعام الفاسقين

**عمران بن حصين رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ فاسق ۽ بدڪار ماڻهن جي دعوت قبول ڪرڻ کان منع فرمائي آهي.**

(3185) وعن أبي هريرة قال : قال النبي صلى الله عليه وسلم : " إذا دخل أحدكم على أخيه المسلم فليأكل من طعامه ولا يسأل ويشرب من شرابه ولا يسأل " روى الأحاديث الثلاثة البيهقي في " شعب الإيمان " وقال : هذا إن صح فلأن الظاهر أن المسلم لا يطعمه ولا يسقيه إلا ما هو حلال عنده

**ابو هريره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: اوهان مان جڏهن ڪو ماڻهو ڪنهن مسلمان ڀاءُ وٽ وڃي تہ ان جو کاڌو کائي ۽ پاڻي پيئي ۽ هي نہ پڇي تہ هن جو کاڌو ۽ پاڻي ڪٿان کان اچي ٿو.**

**هنن ٽنهي حديثن کي بيهقي شعب الايمان ۾ روايت ڪيو آهي. بيهقي چيو تہ صحيح ڳالھہ اها آهي تہ هن حديث جو مقصد هي آهي تہ مسلمان صرف اهو ڪجھہ کارائيندو ۽ پياريندو آهي جيڪو وٽس حلال هوندو آهي.**

# زالن لاءِ وقت مقرر ڪرڻ جو بيان

## فصل پهريون

(3186) عن ابن عباس : أن رسول الله صلى الله عليه وسلم قبض عن تسع نسوة وكان يقسم منهن لثمان

**ابن عباس ﷠ ڪان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن جنهن وقت وفات ڪئي ان وقت سندن نڪاح ۾ نَو(9) بيبيون هيون ۽ انهن مان اٺن جي واري مقرر هئي. (ڇو جو بي بي سوده ﷠ پنهنجو ڏينهن عائشه ﷠ کي ڏئي ڇڏيو هو) (بخاري_مسلم)**

(3187) وعن عائشة أن سودة لما كبرت قالت : يا رسول الله قد جعلت يومي منك لعائشة فكان رسول الله صلى الله عليه وسلم يقسم لعائشة يومين يومها ويوم سودة

**عائشه﷠ ڪان روايت آهي تہ جڏهن سوده ﷠ جي عمر وڏي ٿي وئي تڏهن ان چيو تہ اي الله جا رسولﷺ ! منهنجي واري وارو ڏينهن مون عائشه﷠ کي ڏنو. پوءِ رسول اللهﷺ بہ ڏينهن عائشه ﷠ وٽ رهڻ لڳا. هڪ ڏينهن سوده ﷠ جو ۽ هڪ ڏينهن عائشه ﷠ جو. (بخاري_مسلم)**

(3188) وعنها أن رسول الله صلى الله عليه وسلم كان يسأل في مرضه الذي مات فيه : " أين أنا غدا ؟ " يريد يوم عائشة فأذن له أزواجه يكون حيث شاء فكان في بيت عائشة حتى مات عندها . رواه البخاري

**عائشه ﷠ ڪان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ پنهنجي ان بيماري ۾ جنهن ۾ پاڻ وفات ڪيائون پڇندا هئا تہ سڀاڻي آئون ڪنهن جي گهر رهندس. سڀاڻي آئون ڪهڙي بي بي وٽ رهندس؟ سندن مطلب هي هو تہ بي بي عائشه ﷠ جي واري جي ڏينهن جي خبر پوي. سندن بيبين سڳورين سندس خواهش ۽ چاهت کي محسوس ڪري اجازت ڏني تہ جتي پاڻ چاهين اتي رهن. پوءِ رسول اللهﷺ جن وفات تائين بي بي عائشه﷠ وٽ رهيا. (بخاري)**

(3189) وعنها قالت : كان رسول الله صلى الله عليه وسلم إذا أراد سفرا أقرع بين نسائه فأيهن خرج سهمها خرج بها معه

**عائشه﷠ ڪان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جڏهن سفر جو ارادو ڪندا هئا تڏهن پنهنجي بيبين جي درميان پُڪا وجهندا هئا. جنهن جو نالو پُڪي ۾ نڪري آيو ان کي پنهنجي سفر ۾ وٺي ويندا هئا. (بخاري_ مسلم)**

(3190) وعن أبي قلابة عن أنس قال : من السنة إذا تزوج الرجل البكر على الثيب أقام عندها سبعا وقسم إذا تزوج الثيب أقام عندها ثلاثا ثم قسم . قال أبو قلابة : ولو شئت لقلت : إن أنسا رفعه إلى النبي صلى الله عليه وسلم

**ابو قلابہ چوي ٿو تہ انس رضی اللہ عنہ بيان ڪيو تہ سنت هيءَ آهي تہ رن زال ڪان پوءِ جڏهن ڪوبہ شخص ڪنهن ڪنواري عورت سان شادي ڪري تہ ست ڏينهن ڪنواري زال وٽ رهي ۽ پوءِ وارو مقرر ڪري ۽ جڏهن ڪنواري ڪان پوءِ ڪنهن رن زال سان شادي ڪري تہ ٽي ڏينهن ان وٽ رهي ۽ پوءِ وارو مقرر ڪري. ابو قلابہ چيو تہ جيڪڏهن آئون چاهيان تہ ائين بہ چوان تہ اها روايت انس رضی اللہ عنہ نبي ﷺ ڪان بيان ڪئي آهي(بخاري مسلم)**

(3191) وعن أبي بكر بن عبد الرحمن : أن رسول الله صلى الله عليه وسلم حين تزوج أم سلمة وأصبحت عنده قال لها : " ليس بك على أهلك هوان إن شئت سبعت عندك وسبعت عندهن وإن شئت ثلثت عندك ودرت " . قالت : ثلث . وفي رواية : أنه قال لها : " للبكر سبع وللثيب ثلاث " . رواه مسلم

**ابوبڪر بن عبدالرحمٰن رضی اللہ عنہ ڪان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جڏهن ام سلمه رضی اللہ عنہا سان نڪاح ڪيو تہ صبح جو ان کي فرمايائون تہ تنهنجي لاءِ تنهنجي خاندان وٽ اها ڳالهہ گهٽتائي جي نہ آهي جو آئون ٽي راتيون تو وٽ رهان. جيڪڏهن تون چاهين تہ ست ڏينهن تو وٽ رهان ۽ ست ست ڏينهن ٻين ٻيبين وٽ ۽ تون پسند ڪرين تہ ٽي ڏينهن تو وٽ رهان ۽ پوءِ وارو مقرر ڪري ڇڏيان. ام سلمه رضی اللہ عنہا چيو تہ توهان ٽي ڏينهن رهو. هڪ روايت ۾ هي لفظ آهن تہ ڪنواري لاءِ ست ڏينهن آهن ۽ رن زال لاءِ ٽي ڏينهن. (مسلم)**

## فصل ٻيو

(3192) عن عائشة : أن النبي صلى الله عليه وسلم كان يقسم بين نسائه فيعدل ويقول : " اللهم هذا قسمي فيما أملك فلا تلمني فيما تملك ولا أملك " . رواه الترمذي وأبو داود والنسائي وابن ماجه والدارمي

**عائشه رضی اللہ عنہا ڪان روايت آهي تہ نبي ﷺ پنهنجين ٻيبين جو وارو مقرر ڪندا هئا ۽ عدل ڪان ڪم وٺندا هئا ۽ فرمائيندا هئا تہ اي اللہ مون جيڪي هي وارا مقرر ڪيا آهن، اها منهنجي تقسيم آهي ان شيءِ ۾ جنهن جو آئون مالڪ آهيان ۽ جنهن شيءِ جو تون مالڪ آهين آئون مالڪ نہ آهيان ان شيءِ تي تون ملامت نہ ڪر. (ترمذي، ابوداؤد، نسائي، ابن ماجہ دارمي)**

(3193) وعن أبي هريرة عن النبي صلى الله عليه وسلم قال : " إذا كانت عند الرجل امرأتان فلم يعدل بينهما جاء يوم القيامة وشقه ساقط " . رواه الترمذي وأبو داود والنسائي وابن ماجه والدارمي

**ابو هريره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليه وسلم جن فرمايو تہ: جنهن شخص وٽ بہ زالون هجن ۽ اهو انهن جي وچ ۾ عدل ۽ انصاف نہ ڪري (تہ) قيامت جي ڏينهن اهو اهڙي نموني ايندو جو ان جو اڌ ڌڙ سڪل هوندو (ترمذي، ابودائود، نسائي، ابن ماجہ، دارمي)**

## فصل ٽيون

(3194) عن عطاء قال : حضرنا مع ابن عباس جنازة ميمونة بسرف فقال : هذه زوجة رسول الله صلى الله عليه وسلم فإذا رفعتم نعشها فلا تزعزعوها ولا تزلزلوها وارفقوا بها فإنه كان عند رسول الله صلى الله عليه وسلم تسع نسوة كان يقسم منهن لثمان ولا يقسم لواحدة قال عطاء : التي كان رسول الله صلى الله عليه وسلم لا يقسم لها بلغنا أنها صفية وكانت آخرهن موتا ماتت بالمدينة وقال رزين : قال غير عطاء : هي سودة وهو أصح وهبت يومها لعائشة حين أراد رسول الله صلى الله عليه وسلم طلاقها فقالت له : امسكني قد وهبت يومي لعائشة لعلي أكون من نسائك في الجنة

**عطاءَ کان روايت آهي تہ سرف واري هنڌ تي اسين ابن عباس رضي الله عنهما سان گڏ ميمونہ رضي الله عنها جي جنازي ۾ شريڪ ٿياسين. ابن عباس رضي الله عنهما چيو تہ هي رسول الله صلي الله عليه وسلم جن جي بي بيءَ جو جنازو آهي. جڏهن اوهين هن کي کڻو تڏهن جلدي نہ ڪجو ۽ تيز نہ هلجو بلڪ ان جي احترام خاطر آهستي هلجو. رسول الله صلي الله عليه وسلم جي نڪاح ۾ نوَ بيبيون هيون. پاڻ انهن مان اٺن جو وارو مقرر ڪري ڇڏيو هو ۽ هڪ جو وارو نہ هو. عطاءَ چوي ٿو تہ جنهن بيبيءَ جو وارو مقرر نہ هو اسان کي خبر پئي تہ اها صفيه رضي الله عنها هئي جنهن جو رسول الله صلي الله عليه وسلم جي گهروارين مان سيني کان پڇاڙي ۾ مديني ۾ لاڏاڻو ٿيو. (بخاري_مسلم)**

**۽ رزين جو بيان آهي تہ اها بي بي جنهن جو وارو مقرر نہ هو سوده رضي الله عنها هئي جنهن پنهنجو ڏينهن عائشه رضي الله عنها کي ڏنو هو جڏهن رسول الله صلي الله عليه وسلم ان کي طلاق ڏيڻ جو ارادو ڪيو هو تڏهن انهيءَ چيو تہ توهان مونکي پنهنجي نڪاح ۾ رهڻ ڏيو. آئون پنهنجو ڏينهن عائشه رضي الله عنها کي ڏيان ٿي تان تہ آئون جنت ۾ توهان جي گهروارين ۾ شامل رهان.**

# عورتن سان زندگي گذارڻ ۽ سندن حقن جو بيان

## فصل پهريون

(3195) عن أبي هريرة قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " استوصوا بالنساء خيرا فإنهن خلقن من ضلع وإن أعوج شيء في الضلع أعلاه فإن ذهبت تقيمه كسرته وإن تركته لم يزل أعوج فاستوصوا بالنساء "

**ابو هريره ﷛ کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته: عورتن سان ڀلائي ڪندا رهو. ڇاڪاڻ ته اهي پاسراٽي مان پيدا ڪيون ويون آهن. جيڪا ڏنگي شيءَ آهي ۽ پاسراٽي مان سڀ کان ڏنگي شيءِ مٿيون حصو آهي. جيڪڏهن تون ان کي سڌو ڪرڻ جي ڪوشش ڪندي ته پاسراٽيءَ کي ٽوڙي وجهندين ۽ سندس حال تي ڇڏيندين ته اها ڏنگي رهندي تنهن ڪري عورتن سان ڀلائي ڪرڻ جي وصيت کي قبول ڪريو.(بخاري_مسلم)**

(3196) وعنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " إن المرأة خلقت من ضلع لن تستقيم لك على طريقة فإن استمتعت بها استمتعت بها وبها عوج وإن ذهبت تقيمها كسرتها وكسرها طلاقها " . رواه مسلم

**ابو هريره﷛ کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته عورت پاسراٽي مان پيدا ڪئي وئي آهي. اها ڪڏهن تو لاءِ هڪ سڌي رستي تي نه رهندي. جيڪڏهن تون ان مان فائدو وٺڻ گهرين ته انهيءَ حالت ۾ فائدو وٺ. جيڪڏهن تون ان کي سڌو ڪرڻ گهرندين ته ٽوڙي وجهندين ۽ ان جو ٽوڙڻ طلاق ڏيڻ آهي. (مسلم)**

(3197) وعنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " لا يفرك مؤمن مؤمنة إن كره منها خلقا رضي منها آخر " . رواه مسلم

**ابو هريره﷛ کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته ڪو به مسلمان مرد ڪنهن مسلمان عورت سان بغض نه رکي، ڇاڪاڻ ته جيڪڏهن ڪنهن جي ڪا هڪ عادت ناپسند هوندي ته ٻي عادت وڻندڙ هوندي. (مسلم)**

(3198) وعنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " لولا بنو إسرائيل لم يخنز اللحم ولولا حواء لم تخن أنثى زوجها الدهر "

**ابو هريره﷛ کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته: جيڪڏهن بني اسرائيل نه هجن ها ته گوشت خراب نه ٿئي ها ۽ بيبي حوا نه هجي ها ته عورت ڪڏهن به پنهنجي مڙس سان خيانت نه ڪري ها. (بخاري_ مسلم)**

(3199) وعن عبد الله بن زمعة قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " لا يجلد أحدكم امرأته جلد العبد ثم يجامعها في آخر اليوم " وفي رواية : " يعمد أحدكم فيجلد امرأته جلد العبد فلعله يضاجعها في آخر يومه " . ثم وعظهم في ضحكهم من الضرطة فقال : " لم يضحك أحدكم مما يفعل ؟ "

**عبدالله بن زمعه ﷺ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ اوهان مان ڪوبہ شخص پنهنجي زال کي هن نموني نہ ماري جيئن (بيدرديءَ) سان ٻانهي کي ماريو ويندو آهي ۽ پوءِ ڏينهن جي پڇاڙي حصي ۾ ان سان صحبت ڪري.**

**هڪ روايت ۾ هي لفظ آهن اوهان مان ڪو پنهنجي زال کي نوڪر وانگر ماريندو آهي ۽ شايد ڏينهن جي پڇاڙي ۾ اهو انهي سان صحبت ڪري. پوءِ رسول اللهﷺ ٺٺ تان کلڻ وارن کي نصيحت ڪندي فرمايو تہ اوهان مان ڪو شخص اهڙي ڳالهہ تي ڇو کلندو آهي جنهن کي پاڻ بہ ڪندو آهي. (بخاري_ مسلم)**

(3200) وعن عائشة قالت : كنت ألعب بالبنات عند النبي صلى الله عليه وسلم وكان لي صواحب يلعبن معي فكان رسول الله صلى الله عليه وسلم إذا دخل ينقمعن فيسربهن إلي فيلعبن معي

**عائشہ ﷺ کان روايت آهي تہ نبيﷺ جن وٽ (گڏين سان) راند ڪندي هيس ۽ منهنجون ساهڙيون بہ مون سان راند ڪنديون هيون. پوءِ جڏهن رسول اللهﷺ ايندا هئا تڏهن منهنجو ساهڙيون رسول اللهﷺ کان شرم سبب لڪي وينديون هيون. رسول اللهﷺ انهن کي مون وٽ موڪليندا هئا ۽ اهي مون سان راند ڪنديون هيون. (بخاري _ مسلم)**

(3201) وعنها قالت : والله لقد رأيت النبي صلى الله عليه وسلم يقوم على باب حجرتي والحبشة يلعبون بالحراب في المسجد ورسول الله صلى الله عليه وسلم يسترني بردائه لأنظر إلى لعبهم بين أذنه وعاتقه ثم يقوم من أجلي حتى أكون أنا التي أنصرف فاقدروا قدر الجارية الحديثة السن الحريصة على اللهو

**عائشہ ﷺ کان روايت آهي تہ اللهؑ جو قسم! بيشڪ مون نبيﷺ کي ڏٺو تہ پاڻ منهنجي گهر جي دروازي تي بيٺا آهن ۽ حبشي ماڻهو مسجد ۾ نيزن سان راند ڪري رهيا آهن ۽ رسول اللهﷺ پنهنجي چادر سان پردو ڪيو تہ آئون انهن جي راند ڏسان. پوءِ آئون رسول اللهﷺ جي ڪن ۽ ڪلهي جي وچان راند کي ڏسڻ لڳيس ۽ رسول اللهﷺ ان وقت تائين مون خاطر بيٺا رهيا جيستائين آئون بيٺي رهيس. انهي مان اندازو لڳايو تہ هڪ جوان ڇوڪري جيڪا کيل تماشي جي شوقين هجي ڪيتري دير بيهي سگهي ٿي. (بخاري_ مسلم)**

(3202) وعنها قالت : قال لي رسول الله صلى الله عليه وسلم : " إني لأعلم إذا كنت عني راضية وإذا كنت عني غضبى " فقلت : من أين تعرف ذلك ؟ فقال : " إذا كنت عني راضية فإنك تقولين : لا ورب محمد وإذا كنت علي غضبى قلت : لا ورب إبراهيم " . قالت : قلت : أجل والله يا رسول الله ما أهجر إلا اسمك

عائشه ﷞ کان روايت آهي تہ بيشڪ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ آئون ڄاڻندو آهيان تہ ڪڏهن تون مون کان راضي ۽ ڪڏهن راضي نہ هوندين آهين. مون عرض ڪيو توهان ڪيئن ڄاڻندا آهيو؟ رسول اللهﷺ جن فرمايو جڏهن تون مون کان خوش ۽ راضي هوندين آهين تڏهن چوندي آهين تہ محمدﷺ جي رب جو قسم! ۽ جڏهن ڪاوڙيل هوندي آهي تڏهن چوندي آهين تہ ابراهيم جي رب جو قسم! عائشه ﷞ چيو تہ مون عرض ڪيو تہ هائو! يا رسول اللهﷺ صرف توهان جو نالو وٺڻ ڇڏي ڏيندي آهيان. (بخاري_ مسلم)

(3203) وعن أبي هريرة قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " إذا دعا الرجل امرأته إلى فراشه فأبت فبات غضبان لعنتها الملائكة حتى تصبح " . متفق عليه . وفي رواية لهما قال : " والذي نفسي بيده ما من رجل يدعو امرأته إلى فراشه فتأبى عليه إلا كان الذي في السماء ساخطا عليها حتى يرضى عنها "

ابوهريره ﷜ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ : جڏهن ڪو بہ شخص پنهنجي زال کي همبستري لاءِ گهرائي ۽ اها انڪار ڪري ۽ مڙس سڄي رات ڪاوڙيل رهي تہ صبح تائين فرشتا ان زال تي لعنت ڪندا رهندا آهن. (بخاري_ مسلم)

بخاري ۽ مسلم جي ٻي روايت ۾ هي لفظ آهن تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ قسم آهي ان ذات جو جنهن جي هٿ ۾ منهنجي جان آهي جيڪو شخص پنهنجي زال کي بستري ۾ گهرائي ۽ اها انڪار ڪري تہ اها ذات جيڪا آسمان تي آهي (يعني ﷲ تعاليٰ) ان کان ناراض ٿيندو آهي جيستائين ان جو مڙس ان کان راضي نہ ٿئي.

(3204) وعن أسماء أن امرأة قالت : يا رسول الله إن لي ضرة فهل علي جناح إن تشبعت من زوجي غير الذي يعطيني ؟ فقال : " المتشبع بما لم يعط كلابس ثوبي زور "

اسماءَ ﷞ کان روايت آهي تہ هڪ عورت رسول اللهﷺ کي عرض ڪيو تہ يا رسول اللهﷺ منهنجي هڪ پهاڄ آهي جيڪڏهن آئون ان جي اڳيان اهڙي شيءِ جو ذڪر ڪريان جيڪا مونکي منهنجي مڙس نہ ڏني هجي تہ ڇا اهو گناهہ آهي؟ پاڻ فرمايائون تہ نہ ڏنل شيءِ جو ذڪر ڪرڻ اهڙو آهي جهڙو ڏوڪو ڏيندڙ لباس پهرڻ. يعني اهڙو لباس جيڪو حقيقت ۾ هڪڙو هجي پر ڏسڻ ۾ ٻيو اچي. (بخاري _ مسلم)

(3205) وعن أنس قال : آلى رسول الله من نسائه شهرا وكانت انفكت رجله فأقام في مشربة تسعا وعشرين ليلة ثم نزل فقالوا : يا رسول الله آليت شهرا فقال : " إن الشهر يكون تسعا وعشرين " . رواه البخاري

انس ﷜ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن پنهنجين ٻيبين سان هڪ مهيني جو قسم ڪنيو . رسول اللهﷺ جن جي پير ۾ مرڙ اچي وئي هئي ۽ پاڻ اوڻٽيهہ راتيون گهر جي مٿئين حصي ۾ رهيا. پوءِ جڏهن رسول اللهﷺ هيٺ آيا تڏهن چيو ويو اي ﷲ جا رسول ﷺ! توهان تہ هڪ مهيني جو قسم ڪنيو هو ۽ اڄ اوڻٽيهہ ڏينهن ٿيا آهن رسول ﷺ جن فرمايو تہ مهينو اوڻٽيهہ ڏينهن جو بہ ٿيندو آهي. (بخاري)

(3206) وعن جابر قال : دخل أبو بكر رضي الله عنه يستأذن على رسول الله صلى الله عليه وسلم فوجد الناس جلوسا ببابه لم يؤذن لأحد منهم قال : فأذن لأبي بكر فدخل ثم أقبل عمر فاستأذن فأذن له فوجد النبي صلى الله عليه وسلم جالسا حوله نسائه واجما ساكتا قال فقلت : لأقولن شيئا أضحك النبي صلى الله عليه وسلم فقال : يا رسول الله لو رأيت بنت خارجة سألتني النفقة فقمت إليها فوجأت عنقها فضحك رسول الله صلى الله عليه وسلم وقال : " هن حولي كما ترى يسألنني النفقة " . فقام أبو بكر إلى عائشة يجأ عنقها وقام عمر إلى حفصة يجأ عنقها كلاهما يقول : تسألين رسول الله صلى الله عليه وسلم ما ليس عنده ؟ فقلن : والله لا نسأل رسول الله صلى الله عليه وسلم شيئا أبدا ليس عنده ثم اعتزلهن شهرا أو تسعا وعشرين ثم نزلت هذه الآية : ( يا أيها النبي قل لأزواجك ) حتى بلغ ( للمحسنات منكن أجرا عظيما ) قال : فبدأ بعائشة فقال : " يا عائشة إني أريد أن أعرض عليك أمرا أحب أن لا تعجلي فيه حتى تستشيري أبويك " . قالت : وما هو يا رسول الله ؟ فتلا عليها الآية قالت : أفيك يا رسول الله أستشير أبوي ؟ بل أختار الله ورسوله والدار الآخرة وأسألك أن لا تخبر امرأة من نسائك بالذي قلت : قال : " لا تسألني امرأة منهن إلا أخبرتها إن الله لم يبعثني معنتا ولا متعنتا ولكن بعثني معلما ميسرا " . رواه مسلم

**جابر رضي الله عنه کان روايت آهي تہ ابوبکر صديق رضي الله عنه حاضر ٿيو ۽ رسول الله ﷺ کان اچڻ جي اجازت طلب ڪيائين. ڏٺائين تہ دروازي تي ماڻھو گڏ ٿيا آھن ۽ ڪنھن کي بہ حاضر ٿيڻ جي موڪل نہ ملي آھي. ابوبکر صديق رضي الله عنه کي موڪل ملي پوءِ عمر رضي الله عنه آيو ۽ ان کي بہ موڪل ملي وئي. عمر رضي الله عنه ڏٺو تہ نبي ﷺ جن موجود آھن ۽ سندس اڳيان سندن بيبيون وينيون آھن. پاڻ ﷺ ان وقت فڪرمند ۽ خاموش ھئا. راوي جو بيان آھي تہ عمر رضي الله عنه پنھنجي دل ۾ چيو تہ آئون ڪا اھڙي ڳالھہ ڪريان جنھن ڪري نبي ﷺ جن کلي پون. آخر عمر رضي الله عنه عرض ڪيو: اي الله جا رسول ﷺ! جيڪڏھن خارجہ جي ڌيءَ (منھنجي زال) مون کان وڌيڪ ڪاڏو گھري تہ آئون اٿي ان جو ڪنڌ ڪپي ڇڏيان. رسول الله ﷺ جن اھو ٻڌي کلي پيا ۽ فرمايائون تہ ھي عورتون جيڪي منھنجي چوڌاري وينيون آھن مون کي وڌيڪ خرچ طلب ٿيون ڪن. اھو ٻڌي ابوبکر صديق اٿيو ۽ عائشہ رضي الله عنها جي ڪنڌ تي ڌڪ ھنيا ۽ عمر فاروق رضي الله عنه حفصہ رضي الله عنها جي ڪنڌ تي ڌڪ ھنيا ۽ ٻنھي چيو تہ ڇا اوھين رسول الله ﷺ جن کان اھا شيءِ گھرو ٿيون جيڪا وٽن نہ آھي. رسول الله ﷺ جن جي بيبين چيو الله جو قسم! ھاڻي اسين ڪڏھن بہ نبي ﷺ جن کان ڪا اھڙي شيءِ نہ گھرنديونسين جيڪا وٽن نہ ھجي. پوءِ رسول الله ﷺ جن ھڪ مھيني يا اوڻٽيھہ ڏينھن تائين پنھنجين بيبين کان جدائي اختيار ڪئي. پوءِ سورت احزاب(38-39) جون آيتون نازل ٿيون. جنھن کان پوءِ رسول الله ﷺ سڀ کان پھرين عائشہ رضي الله عنها وٽ پھتا ۽ ان کي فرمايائون: اي عائشہ! آئون تنھنجي اڳيان ھڪڙي ڳالھہ پيش ڪريان ٿو ۽ اميد رکان ٿو تہ تون تڪڙ کان ڪم نہ وٺندينءَ ۽ ھن معاملي ۾ پنھنجي والدين سان مشورو ڪنديءَ. عائشہ رضي الله عنها چيو اي الله جا رسول ﷺ! فرمايو اھا ڪھڙي ڳالھہ آھي؟ رسول الله ﷺ جن اھا آيت پڙھي (جنھن کي ٻڌي) عائشہ رضي الله عنها چيو يا رسول الله ﷺ! ڇا توھان جي معاملي ۾ آئون پنھنجي والدين سان مشورو ڪريان؟ مون الله ۽ الله جي**

**رسولﷺ ۽ آخرت جي گھر کي اختيار ڪيو ۽ اميد رکان ٿي تہ جيڪي ڪجھ ھن وقت آھي، ان جو ذڪر پنھنجي ڪنھن بہ ٻي ٻي سان نہ ڪجو. رسول اللهﷺ جن فرمايو انھن عورتن مان جيڪا بہ مون کان دريافت ڪندي آئون ان سان بہ ذڪر ڪندس، ڇاڪاڻ تہ اللهﷻ تعاليٰ مون کي ان لاءِ نہ موڪليو آھي تہ آئون ڪنھن کي رنج پھچايان ۽ نہ ھن لاءِ تہ آئون ڪنھن کي تڪليف ڏيان. بلڪ ھن لاءِ موڪليو آھي تہ آئون اللهﷻ جي مخلوق کي دين جا حڪم سيکاريان ۽ آساني ڪريان. (مسلم)**

(3207) وعن عائشة قالت : كنت أغار من اللاتي وهبن أنفسهن لرسول الله صلى الله عليه وسلم فقلت : أتهب المرأة نفسها ؟ فلما أنزل الله تعالى : ( ترجي من تشاء منهن وتؤوي إليك من تشاء ومن ابتغيت ممن عزلت فلا جناح عليك ) قلت : ما أرى ربك إلا يسارع في هواك . متفق عليه . وحديث جابر : " اتقوا الله في النساء " وذكر في " قصة حجة الوداع "

**عائشه ﷺ کان روايت آھي تہ آئون انھن عورتن تي غيرت ڪندي ھيس جيڪي پاڻ کي رسول اللهﷺ جن لاءِ وقف ڪنديون ھيون. مون چيو تہ ڇا ڪا عورت پاڻ کي وقف ڪري سگھي ٿي؟ پوءِ جڏھن سورت احزاب جي آيت:51 نازل ٿي: انھن عورتن مان جنھن کي (اي محمدﷺ) تون چاھي جدا ڪرين ۽ جنھن کي چاھين پاڻ وٽ رک ۽ جن عورتن کي تون جدا ڪري ڇڏيو آھي جيڪڏھن انھن مان تون ڪنھن کي گھرائين تہ تو تي ڪوبہ گناھ نہ آھي. مون چيو تہ آئون ڀانيان ٿي تہ توھان جو پروردگار توھان جي خواھش کي جلد پورو ڪندو آھي.(بخاري_ مسلم)**

**جابر ﷺ واري حديث تہ عورتن بابت اللهﷻ کان ڊڄو" حجة الوداع جي قصي ۾ بيان ٿي.**

## فصل ٻيو

(3208) عن عائشة رضي الله عنها أنها كانت مع رسول الله صلى الله عليه وسلم في سفر قالت : فسابقته فسبقته على رجلي فلما حملت اللحم سابقته فسبقني قال : " هذه بتلك السبقة " . رواه أبو داود

**عائشهﷺ کان روايت آھي تہ ھڪ سفر ۾ آئون رسول اللهﷺ سان گڏ ھيس. آئون ۽ رسول اللهﷺ ٻئي ڊوڙياسين. آئون نبيﷺ جن کان اڳتي نڪري ويس. پوءِ جڏھن آئون ڳري ٿي پيس. تڏھن وري ڊوڙياسون ۽ ھن دفعي رسول اللهﷺ جن مون کان اڳتي نڪري ويا ۽ فرمايائون تہ ھيءَ ان ڊور جي بدلي ۾ آھي (جنھن ۾ تون مون کان اڳ ۾ ٿي وئي ھئين) (ابوداؤد)**

(3209) وعنها قالت : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " خيركم خيركم لأهله وأنا خيركم لأهلي وإذا مات صاحبكم فدعوه " . رواه الترمذي . والدارمي

**عائشهﷺ کان روايت آھي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: اوھان ۾ ڀلو اھو آھي جيڪو پنھنجي گھر وارن سان ڀلو سلوڪ ڪري ۽ آئون پنھنجي گھر وارن سان سلوڪ ڪرڻ ۾اوھان**

سيني کان بهتر آهيان ۽ جڏهن اوهان جو ساٿي مري وڃي ته ان کي ڇڏي ڏيو يعني ان جو برائي سان ذڪر نه ڪريو. (ترمذي، دارمي)

(3210) ورواه ابن ماجه عن ابن عباس إلى قوله : " لأهلي "

اها روايت ابن ماجہ ابن عباس کان لفظ ”لاهلي“ تائين بيان ڪئي آهي.

(3211) وعن أنس قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " المرأة إذا صلت خمسها وصامت شهرها وأحصنت فرجها وأطاعت بعلها فلتدخل من أي أبواب الجنة شاءت " . رواه أبو نعيم في الحلية

انس رضي الله عنه کان روايت آهي ته رسول الله صلي الله عليه وسلم جن فرمايو ته: جيڪا عورت پنج وقت نماز پڙهي، رمضان جي مهيني جا روزا رکي، پنهنجي اگهڙ جي حفاظت ڪري، پنهنجي مڙس جي اطاعت ڪري ان کي اختيار هوندو ته جنت جي جنهن به دروازي مان چاهي داخل ٿئي. (ابو نعيم حليه ۾ بيان ڪئي آهي)

(3212) وعن أبي هريرة قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " لو كنت آمر أحدا أن يسجد لأحد لأمرت المرأة أن تسجد لزوجها " . رواه الترمذي

ابو هريره رضي الله عنه کان روايت آهي ته رسول الله صلي الله عليه وسلم جن فرمايو ته: جيڪڏهن آئون ڪنهن کي ڪنهن جي اڳيان سجدي ڪرڻ جو حڪم ڏيان ها ته عورت کي حڪم ڏيان ها ته پنهنجي مڙس کي سجدو ڪري.(ترمذي)

(3213) وعن أم سلمة قالت : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " أيما امرأة ماتت وزوجها عنها راض دخلت الجنة " . رواه الترمذي

ام سلمه رضي الله عنها کان روايت آهي ته رسول الله صلي الله عليه وسلم جن فرمايو ته: جيڪا عورت هن حال ۾ مري وئي جو ان جو مڙس ان کان راضي ۽ خوش هجي اها جنت ۾ داخل ٿيندي. (ترمذي)

(3214) وعن طلق بن علي قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " إذا الرجل دعا زوجته لحاجته فلتأته وإن كانت على التنور " . رواه الترمذي

طلق بن علي رضي الله عنه کان رويت آهي ته رسول الله صلي الله عليه وسلم جن فرمايو ته جڏهن مڙس پنهنجي زال کي پنهنجي حاجت پوري ڪرڻ لاءِ گهرائي ته عورت کي ان جو حڪم مڃڻ گهرجي پوءِ ڀلي اها تنور تي هجي. (ترمذي)

(3215) وعن معاذ رضي الله عنه عن النبي صلى الله عليه وسلم قال : " لا تؤذي امرأة زوجها في الدنيا إلا قالت زوجته من الحور العين : لا تؤذيه قاتلك الله فإنما هو عندك دخيل يوشك أن يفارقك إلينا " . رواه الترمذي وابن ماجه وقال الترمذي : هذا حديث غريب

**معاذ ﷛ کان روايت آهي تہ نبيﷺ جن فرمايو تہ: جڏهن ڪا عورت دنيا ۾ پنهنجي مڙس کي تڪليف ڏيندي آهي تڏهن ان جي جنت واري زال يعني وڏين اکين واري حور چوندي آهي ﷲ توکي برباد ڪري تون پنهنجي مڙس کي نہ ستاءِ اهو تنهنجو مهمان آهي جيڪو تو کان جدا ٿيڻ وارو ۽ اسان وٽ اچڻ وارو آهي. (ترمذي، ابن ماجہ، ترمذي چيو آهي تہ هيءَ حديث غريب آهي.**

(3216) وعن حكيم بن معاوية القشيري عن أبيه قال : قلت : يا رسول الله ما حق زوجة أحدنا عليه ؟ قال : " أن تطعمها إذا طعمت وتكسوها إذا اكتسيت ولا تضرب الوجه ولا تقبح ولا تهجر إلا في البيت " . رواه أحمد وأبو داود وابن ماجه

**حڪيم بن معاويہ قشيري پنهنجي پيءُ کان روايت ڪري ٿو تہ مون عرض ڪيو اي ﷲ جا رسولﷺ! مڙس تي زال جو ڪهڙو حق آهي؟ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ جڏهن تون کسائين تڏهن ان کي بہ کاراءِ ۽ جڏهن تون پائين تڏهن ان کي بہ پاراءِ، ان جي منهن تي ڌڪ نہ هڻ، ان کي برو نہ چؤ ۽ ان کان جدائي اختيار نہ ڪر مگر گهر اندر، (احمد، ابوداؤد، ابن ماجہ)**

(3217) وعن لقيط بن صبرة قال : قلت : يا رسول الله إن لي امرأة في لسانها شيء يعني البذاء قال : " طلقها " . قلت : إن لي منها ولدا ولها صحبة قال : " فمرها " يقول عظها " فإن يك فيها خير فستقبل ولا تضربن ظعينتك ضربك أميتك " . رواه أبو داود

**لقيط بن صبره ﷛ کان روايت آهي تہ مون عرض ڪيو اي ﷲ جا رسولﷺ! منهنجي زال بدزبان آهي. رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ ان کي طلاق ڏئي ڇڏ. مون عرض ڪيو تہ ان مان منهنجي اولاد آهي ۽ ڪافي وقت گذري ويو آهي. رسول اللهﷺ فرمايو تہ ان کي سمجهاءِ يعني ان کي نصيحت ڪر جيڪڏهن ان ۾ ڪا ڀلائي هوندي تہ اها تنهنجي نصيحت کي قبول ڪندي ۽ ان کي ائين نہ مار جيئن ٻانهي کي مار ڏني ويندي آهي. يعني وڌيڪ نہ مار. (ابوداؤد)**

(3218) وعن إياس بن عبد الله قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " لا تضربوا إماء الله " فجاء عمر إلى رسول الله فقال : ذئرن النساء على أزواجهن فرخص في ضربهن فأطاف بآل رسول الله صلى الله عليه وسلم نساء كثير يشكون أزواجهن فقال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " لقد طاف بآل محمد نساء كثير يشكون أزواجهن ليس أولئك بخياركم " . رواه أبو داود وابن ماجه والدارمي

اياسؓ كان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ پنهنجين زالن كي نہ ماريو. عمرؓ رسول اللهﷺ جن جي خدمت ۾ حاضر ٿيو ۽ عرض كيائين اي اللهؕ جا رسول ﷺ! عورتون پنهنجين مڙسن تي غالب ٿي ويون آهن ۽ انهن جي جرات ۽ دليري وڌي وئي آهي. (اهو ٻڌي) رسول اللهﷺ جن زالن كي مارڻ جي اجازت ڏني. تنهن كان پوءِ گهڻيون زالون رسول اللهﷺ جن جي بيبين وٽ گڏ ٿيون ۽ پنهنجن مڙسن جون شكايتون كيون. (يعني اهي انهن كي مارون ڏين ٿا برو پلو چوندا آهن) رسول اللهﷺ جن (اها شكايت ٻڌي) فرمايو محمدﷺ جي بيبين وٽ گهڻيون عورتون پنهنجن مڙسن جون شكايتون كٽي اچن ٿيون اوهان مان اهڙا ماڻهو سنا نہ آهن (ابو داؤد، ابن ماجہ، دارمي)

(3219) وعن أبي هريرة قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " ليس منا من خبب امرأة على زوجها أو عبدا على سيده " . رواه أبو داود

ابو هريرهؓ كان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: اهو شخص اسان مان نہ آهي جيكو كنهن عورت كي بدچال بنائي يا كنهن ٻانهي كي مالک جي خلاف ڀڙكائي (ابوداؤد)

(3220) وعن عائشة رضي الله عنه قالت : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " إن من أكمل المؤمنين إيمانا أحسنهم خلقا وألطفهم بأهله " . رواه الترمذي

عائشہ ؓ كان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: مومن كامل اهو آهي جنهن جو اخلاق سنو هجي ۽ جيكو پنهنجي اهل و عيال تي گهڻو مهربان هجي. (ترمذي)

فائده:_ هن روايت جي سند منقطع ۽ كٿيل آهي (الباني)

(3221) قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " أكمل المؤمنين إيمانا أحسنهم خلقا وخياركم خياركم لنسائهم " . رواه الترمذي وقال : هذا حديث حسن صحيح ورواه أبو داود إلى قوله " خلقا "

ابو هريره ؓ كان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: مسلمانن ۾ كامل مؤمن اهو آهي جنهن جو اخلاق سنو هجي ۽ اوهان مان ڀلو شخص اهو آهي جيكو پنهنجي زال سان سٺي نموني پيش اچي. (ترمذي، ترمذي چوي ٿو تہ هيءَ حديث حسن صحيح آهي ۽ ابو داؤد ان كي خلقا تائين روايت كيو آهي)

(3222) وعن عائشة رضي الله عنها قالت : قدم رسول الله صلى الله عليه وسلم من غزوة تبوك أو حنين وفي سهوتها ستر فهبت ريح فكشفت ناحية الستر عن بنات لعائشة لعب فقال : " ما هذا يا عائشة ؟ " قالت : بناتي

ورأى بينهن فرسا له جناحان من رقاع فقال : " ما هذا الذي أرى وسطهن ؟ " قالت : فرس قال : " وما الذي عليه ؟ " قالت : جناحان قال : " فرس له جناحان ؟ " قالت : أما سمعت أن لسليمان خيلا لها أجنحة ؟ قالت : فضحك حتى رأيت نواجذه . رواه أبو داود

**عائشهؓ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن غزوه تبوڪ يا حنين مان واپس آيا تہ گهر جي ننديڙي ڪمري ۾ پردو ڏنائون جنهن جو هڪ پاسو کلي ويو ۽ ان ۾ عائشهؓ جون گڏيون نظر آيون. رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ اي! عائشه هي ڇا آهي؟ انهيءَ چيو تہ هي منهنجيون گڏيون آهن. انهن گڏين ۾ هڪ گهوڙو بہ ڏنائون جنهن جا بہ ڪاغذ جي ڪپڙي جا پر هئا. رسول اللهﷺ جن پڇيو تہ هي گڏين جي وچ ۾ ڇا آهي؟ چيائين تہ اهو گهوڙو آهي. رسول اللهﷺ جن پڇيو تہ ان جا اهي پر ڇو آهن؟ عائشه چيو ڇا توهان ٻڌو نہ آهي تہ سليمان ؑ جي گهوڙي جا پر هئا. چيائين تہ پاڻ اهو ٻڌي کلي ڏنائون تانجو سندن ڏاڻون بہ نظر آيون. (ابوداؤد)**

## فصل ٽيون

(3223) عن قيس بن سعد قال : أتيت الحيرة فرأيتهم يسجدون لمرزبان لهم فقلت : لرسول الله صلى الله عليه وسلم أحق أن يسجد له فأتيت رسول الله صلى الله عليه وسلم فقلت : إني أتيت الحيرة فرأيتهم يسجدون لمرزبان لهم فأنت أحق بأن يسجد لك فقال لي : " أرأيت لو مررت بقبري أكنت تسجد له ؟ " فقلت : لا فقال : " لا تفعلوا لو كنت آمر أحد أن يسجد لأحد لأمرت النساء أن يسجدن لأزواجهن لما جعل الله لهم عليهن من حق " . رواه أبو داود ورواه أحمد عن معاذ بن جبل

**قيسؓ کان روايت آهي تہ آئون حيره[1] ۾ ويس، ڏٺم تہ اتان جا ماڻهو پنهنجي سردار کي سجدو ڪري رهيا آهن. مون پنهنجي دل ۾ چيو تہ رسول اللهﷺ جن وڌيڪ حقدار آهن تہ کين سجدو ڪيو وڃي پوءِ مون رسول اللهﷺ جن جي خدمت ۾ حاضر ٿي عرض ڪيو تہ آئون حيره ۾ ويو هئس اتي جا ماڻهن کي ڏٺم تہ پنهنجي سردار کي سجدو پيا ڪري رهيا آهن. توهان وڌيڪ حقدار آهيو تہ توهان کي سجدو ڪيو وڃي. رسول اللهﷺ جن فرمايو جيڪڏهن تون منهنجي قبر تي ايندين تہ ڇا تون ان کي سجدو ڪندين؟ مون عرض ڪيو تہ نہ! پاڻﷺ فرمايائون تہ ائين نہ ڪر. جيڪڏهن آئون ڪنهن کي سجدو ڪرڻ جو حڪم ڏيان ها تہ عورتن کي حڪم ڏيان ها تہ اهي پنهنجي مڙسن کي سجدو ڪن هن ڪري جو اللهَ تعاليٰ عورتن تي مردن جو حق مقرر ڪيو آهي. (ابوداؤد ۽ امام احمد ان کي معاذ بن جبل ؓ کان روايت ڪئي آهي)**

(3224) وعن عمر رضي الله عنه عن النبي صلى الله عليه وسلم قال : " لا يسأل الرجل فيما ضرب امرأته عليه " . رواه أبو داود وابن ماجه

[1] _ حيره ڪوفي جي ويجهو هڪ شهر جو نالو آهي.

عمر ﷛ کان روايت آهي تہ نبيﷺ جن فرمايو تہ: جيڪو شخص پنهنجي زال کي ماريندو ان کان مار جو سبب نہ پڇيو ويندو.(ابوداؤد ۽ ابن ماجہ)

(3225) وعن أبي سعيد قال : جاءت امرأة إلى رسول الله صلى الله عليه وسلم ونحن عنده فقالت : زوجي صفوان بن المعطل يضربني إذا صليت ويفطرني إذا صمت ولا يصلي الفجر حتى تطلع الشمس قال : وصفوان عنده قال : فسأله عما قالت فقال : يا رسول الله أما قولها : يضربني إذا صليت فإنها تقرأ بسورتين وقد نهيتها قال : فقال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " لو كانت سورة واحدة لكفت الناس " . قال : وأما قولها يفطرني إذا صمت فإنها تنطلق تصوم وأنا رجل شاب فلا أصبر فقال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " لا تصوم امرأة إلا بإذن زوجها " وأما قولها : إني لا أصلي حتى تطلع الشمس فإنا أهل بيت قد عرف لنا ذاك لا نكاد نستيقظ حتى تطلع الشمس قال : " فإذا استيقظت يا صفوان فصل " . رواه أبو داود وابن ماجه

ابو سعيد ﷛ کان روايت آهي تہ اسين رسول اللهﷺ جن جي خدمت ۾ وينا هئاسين تہ هڪ عورت حاضر ٿي ۽ عرض ڪيائين منهنجو مڙس صفوان بن معطلﷺ جڏهن آئون نماز پڙهندي آهيان تڏهن مون کي مار ڏيندو آهي ۽ جڏهن (نفلي) روزا رکندي آهيان تہ روزو ٽوڙائي ڇڏيندو آهي ۽ فجر جي نماز ان وقت پڙهندو آهي جڏهن سج ايرڻ وارو هوندو آهي. راوي جو بيان آهي تہ ان وقت صفوان بہ رسول اللهﷺ جن وٽ موجود هو. پاڻﷺ ان کان حقيقت معلوم ڪيائون. ان عرض ڪيو تہ اي اللهﷻ جا رسولﷺ ! هن جو اهو چوڻ تہ جڏهن اها نماز پڙهندي آهي تڏهن ڪيس ماريندو آهيان، انهيءَ جو سبب هي آهي تہ نماز ۾ بہ وڏيون سورتون پڙهندي آهي ۽ آئون ان کي ان کان منع ڪندو آهيان. اهو ٻڌي فرمايائون (سورت فاتحہ کان پوءِ) هڪ سورت ڪافي آهي. پوءِ صفوان عرض ڪيو تہ ان جو هي چوڻ تہ اها روزا رکندي آهي تہ روزو ٽوڙائي ڇڏيندو آهيان ان جو سبب هي آهي تہ هي جڏهن نفلي روزا رکڻ شروع ڪندي آهي تہ لڳاتار رکندي رهندي آهي ۽ روزو ڇڏيندي نہ آهي ۽ آئون هڪ نوجوان ماڻهو آهيان ۽ وڌيڪ صبر ڪري نہ سگهندو آهيان. رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ ڪا بہ عورت پنهنجي مڙس جي اجازت کان سواءِ (نفلي) روزا نہ رکي، ان کان پوءِ صفوان عرض ڪيو تہ، ان جو هي چوڻ آهي تہ آئون سج ايرڻ وقت نماز پڙهندو آهيان ان جو سبب هي آهي تہ اسين ماڻهو رات جو ڪم ڪندا آهيون ۽ اسان جي هي عادت ٿي وئي آهي تہ سج ايرڻ وقت سجاڳ ٿيندا آهيون. رسول اللهﷺ فرمايو صفوان جنهن وقت اک کلي ان وقت نماز پڙهہ. (ابو دائود، ابن ماجہ)

(3226) وعن عائشة رضي الله عنها أن رسول الله صلى الله عليه وسلم كان في نفر من المهاجرين والأنصار فجاء بعير فسجد له فقال أصحابه : يا رسول الله تسجد لك البهائم والشجر فنحن أحق أن نسجد لك . فقال : " اعبدوا ربكم وأكرموا أخاكم ولو كنت آمر أحدا أن يسجد لأحد لأمرت المرأة أن تسجد لزوجها ولو أمرها أن تنقل من جبل أصفر إلى جبل أسود ومن جبل أسود إلى جبل أبيض كان ينبغي لها أن تفعله " . رواه أحمد

**عائشه ﷞ ڪان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن مهاجرن ۽ انصارن جي جماعت ۾ ويٺا هئا. (ايتري ۾) هڪڙو اٺ آيو ۽ ان ڪين اچي سجدو ڪيو. اصحابن عرض ڪيو اي الله جا رسول ﷺ! توهان کي جانور ۽ وڻ بہ سجدو ڪن ٿا. پوءِ اسين وڌيڪ حقدار آهيون جو توهان کي سجدو ڪريون. رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ پنهنجي پالڻهار جي عبادت ڪريو ۽ پنهنجي ڀاءُ جي عزت ڪريو. جيڪڏهن ڪنهن کي سجدي ڪرڻ جو حڪم ڏيان ها تہ عورت کي چوان ها تہ پنهنجي مڙس کي سجدو ڪري. جيڪڏهن عورت کي مڙس هي حڪم ڏي تہ پيلي رنگ جي جبل تان پٿر ڪٽي ڪاري جبل ڏانهن ۽ ڪاري جبل کان اچي جبل ڏي ڪٽي وڃ تہ ان کي ائين ڪرڻ گهرجي.(احمد)**

وعن جابر قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " ثلاثة لا تقبل لهم صلاة ولا تصعد لهم حسنة العبد الآبق حتى يرجع إلى مواليه فيضع يده في أيديهم والمرأة الساخط عليها زوجها والسكران حتى يصحو " . رواه البيهقي في شعب الإيمان

(3227) وعن أبي هريرة قال : قيل لرسول الله صلى الله عليه وسلم : أي النساء خير ؟ قال : " التي تسره إذا نظر وتطيعه إذا أمر ولا تخالفه في نفسها ولا مالها بما يكره " . رواه النسائي والبيهقي في شعب الإيمان

**ابو هريره ﷜ ڪان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن ڪان پڇيو ويو تہ ڪهڙي عورت ڀلي آهي؟ رسول الله ﷺ جن فرمايو اها عورت جڏهن ان جو مڙس ان ڏي نهاري تہ اها ان کي خوش ڪري ۽ جڏهن مڙس ان کي ڪوبہ حڪم ڏي تہ اها ان جي اطاعت ڪري ۽ پاڻ ۾ ۽ مڙس جي مال ۾ ڪا اهڙي ڳالھ نہ ڪري جيڪا ان کي نہ وڻي. (نسائي، شعب الايمان، بيهقي)**

(3228) وعن ابن عباس رضي الله عنهما : أن رسول الله صلى الله عليه وسلم قال : " أربع من أعطيهن فقد أعطي خير الدنيا والآخرة : قلب شاكر ولسان ذاكر وبدن على البلاء صابر وزوجة لا تبغيه خونا في نفسها ولا ماله " . رواه البيهقي في شعب الإيمان

**ابن عباس ﷞ ڪان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: چار شيون جنهن کي مليون ان کي دين ۽ دنيا جي ڀلائي نصيب ٿي. 1_شڪر گذار دل، 2_ هر حال ۾ الله کي ياد رکندڙ زبان، 3_ مصيبتن تي صبر ڪندڙ جسم، 4_ جيڪا عورت پنهنجي ذات ۽ مڙس جي مال ۾ خيانت نہ ڪري. (شعب الايمان، بيهقي)**

# خلع ۽ طلاق جو بيان

## پهريون فصل

(3230) عن ابن عباس : أن امرأة ثابت بن قيس أتت النبي صلى الله عليه وسلم فقالت : يا رسول الله ثابت بن قيس ما أعتب عليه في خلق ولا دين ولكني أكره الكفر في الإسلام فقال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " أتردين عليه حديقته ؟ " قالت : نعم قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " اقبل الحديقة وطلقها تطليقة " . رواه البخاري

**ابن عباسﷺ كان روايت آهي تہ ثابت بن قيس جي زال نبيﷺ جن كي اچي عرض كيو تہ يا رسول اللهﷺ ثابت بن قيس ۾ دين يا اخلاق جي كري كو عيب نہ آهي پر آئون اسلام ۾ كفر ۽ ناشكريءَ كي پسند نٿي كريان.[1] رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ ڇا تون كيس ان جو باغ موٽائي ڏينديءَ؟ چيائين تہ هائو! جنهن تي رسول اللهﷺ (ثابت كي) فرمايو تہ باغ وٺ ۽ زال كي طلاق ڏئي ڇڏ. (بخاري)**

(3231) وعن عبد الله بن عمر : أنه طلق امرأة له وهي حائض فذكر عمر لرسول الله صلى الله عليه وسلم فتغيظ فيه رسول الله صلى الله عليه وسلم ثم قال : " ليراجعها ثم يمسكها حتى تطهر ثم تحيض فتطهر فإن بدا له أن يطلقها فليطلقها طاهرا قبل أن يمسها فتلك العدة التي أمر الله أن تطلق لها النساء " . وفي رواية : " مره فليراجعها ثم ليطلقها طاهرا أو حاملا "

**عبدالله بن عمر ﷺ كان روايت آهي تہ هن رسول اللهﷺ جن جي زماني ۾ پنهنجي زال كي حيض جي حالت ۾ طلاق ڏني، پوءِ عمر بن خطابﷺ ان بابت رسول اللهﷺ جن كي ٻڌايو. ان واقعي تي رسول اللهﷺ جن گهڻا ناراض ٿيا. فرمايائون تہ ابن عمر كي چؤ تہ زال كي موٽائي ان وقت تائين پاڻ وٽ ركي جيستائين پاڪ ٿئي پوءِ وري حيض اچي وري پاڪ ٿئي پوءِ وس وارو آهي گهري تہ پاڻ وٽ ركي يا هٿ لائڻ كان اڳ ۾ كيس طلاق ڏي اهو اندازو آهي جنهن ۾ اللهَ تعاليٰ زالن كي طلاق ڏيڻ جو حكم فرمايو آهي ۽ ٻي روايت ۾ آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ عبداللهﷺ كي چؤ تہ رجوع كري پوءِ ان كي پاكائي يا حمل جي حالت ۾ طلاق ڏي. (بخاري_مسلم)**

(3232) وعن عائشة قالت : خيرنا رسول الله صلى الله عليه وسلم فاخترنا الله ورسوله فلم يعد ذلك علينا شيئا

**عائشهﷺ كان روايت آهي تہ اسان كي رسول اللهﷺ جن اختيار ڏنو تہ پوءِ اسان اللهَ ۽ ان جي رسولﷺ كي اختيار كيو. اسان تي ڪا بہ شيءِ واقع نہ ٿي. يعني جيكڏهن كو شخص**

[1]_ يعني هو كوجهو آهي ۽ آئون خوبصورت آهيان مون كي نٿو وڻي.

**پنهنجي زال کي چوي توکي اختيار آهي مون کي قبول کرين يا پنهنجي نفس کي اختيارکرين تہ ان عورت تي طلاق واقع نہ ٿيندي. (بخاري _ مسلم)**

(3233) وعن ابن عباس قال : في الحرام يكفر لقد كان لكم في رسول الله أسوة حسنة

**ابن عباسؓ کان روايت آهي تہ ان چيو تہ حرام کرڻ تي کفارو آهي بيشک اوهان لاءِ رسول اللهﷺ جي پيروي ۾ سهڻو نمونو آهي. (بخاري _ مسلم)**

(3234) وعن عائشة : أن النبي صلى الله عليه وسلم كان يمكث عند زينب بنت جحش وشرب عندها عسلا فتواصيت أنا وحفصة أن أيتنا دخل عليها النبي صلى الله عليه وسلم فلتقل : إني أجد منك ريح مغافير أكلت مغافير ؟ فدخل على إحداهما فقالت له ذلك فقال : " لا بأس شربت عسلا عند زينب بنت جحش فلن أعود له وقد حلفت لا تخبري بذلك أحدا " يبتغي مرضاة أزواجه فنزلت : ( يا أيها النبي لم تحرم ما أحل الله لك تبتغي مرضاة أزواجك ) الآية

**عائشہؓ کان روايت آهي تہ نبيﷺ جن زينب بنت جحشؓ وٽ ويندا هئا ۽ ان وٽ ماکي پيئندا هئا. مون ۽ حفصہؓ پاڻ ۾ مشورو کيو تہ اسان مان جنهن وٽ بہ رسول اللهﷺ جن اچن اها کين چوي تہ توهان جي منهن مان مغافير جي بوءِ اچي رهي آهي، ڇا توهان مغافير پيتو آهي؟ پوءِ انهن مان هڪ وٽ پاڻ آيا ۽ انهيءَ اها ڳالهہ عرض کئي. رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ مون کجهہ نہ پيتو آهي البتہ زينب بنت جحش وٽ ماکيءَ جو شربت پيتو آهي ۽ هاڻي کڏهن بہ ماکي نہ پيئندس. مون قسم کڻي ڇڏيو آهي پر اها ڳالهہ کنهن کي بہ نہ ٻڌاءِ تہ مون ماکي نہ پيئڻ جو قسم کنيو آهي. جيئن ٻيبين مان کنهن کي بہ رنج نہ ٿئي. جنهن تي سوره تحريم جي هيءَ آيت نازل ٿي. ”اي نبيﷺ! جنهن شيءِ کي اللهؔ تو لاءِ حلال کيو آهي سا تو (پاڻ تي) حرام ڇو ٿو کرين. پنهنجين زالن جي رضا مندي گهرين ٿو ۽ اللهؔ گهڻو معاف ۽ رحم کندڙ آهي“ (بخاري_ مسلم)**

## ٻيو فصل

(3235) عن ثوبان قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " أيما امرأة سألت زوجها طلاقا في غير ما بأس فحرام عليها رائحة الجنة " . رواه أحمد والترمذي وأبو داود وابن ماجه والدارمي

**ثوبانؓ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: جيکا عورت ضرورت کان سواءِ پنهنجي مڙس کان طلاق گهرندي ان تي جنت جي خوشبوءِ بہ حرام آهي. (احمد، ترمذي، ابودائود، ابن ماجہ، دارمي)**

(3236) وعن ابن عمر أن النبي صلى الله عليه وسلم قال : " أبغض الحلال إلى الله الطلاق " . رواه أبو داود

ابن عمر ﷛ کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ: الله وٽ حلال شين مان سڀ کان بري شيءِ طلاق آهي. (ابوداؤد)

(3237) وعن علي رضي الله عنه عن النبي صلى الله عليه وسلم قال : " لا طلاق قبل نكاح ولا عتاق إلا بعد ملك ولا وصال في صيام ولا يتم بعد احتلام ولا رضاع بعد فطام ولا صمت يوم إلى الليل " . رواه في شرح السنة

سيدنا علي ﷛ کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ: نڪاح کان پهرين طلاق نہ ٿيندي ۽ نہ مالڪ ٿيڻ کان پهرين ٻانهي کي آزاد ڪيو ويندو ۽ نہ لڳاتار روزا رکڻ جائز آهن ۽ بالغ ٿيڻ کان پوءِ ڪو ماڻهو يتيم نہ آهي ۽ کير پيئڻ جي مدت کان پوءِ کير پيئڻ رضاعت ۾ شمار نہ آهي[1] ۽ سڄو ڏينهن رات تائين ماٺ ۾ رهڻ بہ جائز نہ آهي. (شرح السنة)

(3238) وعن عمرو بن شعيب عن أبيه عن جده قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " لا نذر لابن آدم فيما لا يملك ولا عتق فيما لا يملك ولا طلاق فيما لا يملك " . رواه الترمذي وزاد أبو داود : " ولا بيع إلا فيما يملك "

عمرو بن شعيب پنهنجي پيءُ، اهو پنهنجي ڏاڏي کان روايت ڪري ٿو تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: ان شيءِ ۾ باس نہ آهي جنهن جو مالڪ نہ هجي ۽ ان جو آزاد ڪرڻ صحيح نہ آهي جنهن جو مالڪ نہ آهي ۽ نہ ان عورت کي طلاق ڏيڻ صحيح آهي جنهن سان اڃان نڪاح نہ ٿيو آهي (ترمذي) ابودائود جي روايت ۾ هي لفظ آهن: ۽ ان شيءِ جو واپار درست نہ آهي جنهن جو اهو مالڪ نہ هجي.

(3239) وعن ركانة بن عبد يزيد أنه طلق امرأته سهيمة البتة فأخبر بذلك النبي صلى الله عليه وسلم وقال : والله ما أردت إلا واحدة فقال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " والله ما أردت إلا واحدة ؟ " فقال ركانة : والله ما أردت إلا واحدة فردها إليه رسول الله صلى الله عليه وسلم فطلقها الثانية في زمان عمر والثالثة في زمان عثمان . رواه أبو داود والترمذي وابن ماجه والدارمي إلا أنهم لم يذكروا الثانية والثالثة

رڪانہ بن عبد يزيد﷛ کان روايت آهي تہ ان پنهنجي زال سهيمہ کي طلاق بائن ڏني. پوءِ نبي ﷺ جن کي اها خبر ڏنائين ۽ عرض ڪيائين الله جو قسم! مون فقط هڪ طلاق جو ارادو ڪيو هو. رسول الله ﷺ جن فرمايو: الله جو قسم اٿئي! تو فقط هڪ طلاق جو ارادو ڪيو هو؟ عرض ڪيائين الله جو قسم! مون فقط هڪ طلاق جو ارادو ڪيو هو. پوءِ رسول الله ﷺ جن ان کي زال موٽائڻ جو حڪم ڏنو پوءِ رڪانہ پنهنجي زال کي ٻي طلاق عمر﷛ جي خلافت ۽ ٽين طلاق عثمان ﷛ جي خلافت ۾ ڏني (ابو دائود، ترمذي، ابن ماجہ ۽ دارمي مگر انهن ٻي ۽ ٽين طلاق جو ذڪر نہ ڪيو آهي)

[1]_ جنهن سان رشتو حرام ٿئي.

(3240) وعن أبي هريرة أن رسول الله صلى الله عليه وسلم قال : " ثلاث جدهن جد وهزلهن جد : النكاح والطلاق والرجعة " . رواه الترمذي وأبو داود وقال الترمذي : هذا حديث حسن غريب

**ابو هريره ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايوتہ: ٽي ڳالهيون سچ ۾ چوي يا کل يوڳ (هر صورت ۾ اهي واجب) تي ويندڀون آهن: 1_نڪاح، 2_ طلاق، 3_ رجعت.(ترمذي_ابودائود) ترمذِي چوي ٿو تہ هيءَ حديث حسن غريب آهي.**

(3241) وعن عائشة قالت : سمعت رسول الله صلى الله عليه وسلم يقول : " لا طلاق ولا عتاق في إغلاق " . رواه أبو داود وابن ماجه قيل : معنى الإغلاق : الإكراه

**عائشه﷞ کان روايت آهي تہ مون رسول الله ﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو تہ زبردستي جي حالت ۾ نہ طلاق ٿيندي ۽ نہ آزادي. (ابودائود_ابن ماجہ) چيو ويو آهي تہ ”اغلاق“ معنيٰ مجبوري.**

(3242) وعن أبي هريرة قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " كل طلاق جائز إلا طلاق المعتوه والمغلوب على عقله " . رواه الترمذي وقال : هذا حديث غريب وعطاء بن عجلان الراوي ضعيف ذاهب الحديث

**ابو هريره ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: هر طلاق واقع ٿئي ٿي مگر گهٽ عقل واري جي جنهن تي چريائپ غالب هجي (ترمذي چوي ٿو تہ حديث غريب آهي، ان ۾ راوي عطاءُ بن عجلان ضعيف آهي. حديث وساري ويندو آهي)**

**فائده:_ ان جي سند ضعيف آهي، پر تائيد ۾ ٻيون روايتون هجڻ سبب قوي درجي تي پهچي ٿي(الباني)**

(3243) وعن علي رضي الله عنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " رفع القلم عن ثلاثة : عن النائم حتى يستيقظ وعن الصبي حتى يبلغ وعن المعتوه حتى يعقل " . رواه الترمذي وأبو داود ورواه الدارمي عن عائشة وابن ماجه عنهما

**علي ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: ٽن ماڻهن تان قلم کنيو ويو آهي: 1_ستل جيستائين جاڳي، 2_ٻار جيستائين بالغ ٿئي. 3_بي عقل جيستائين ان جو عقل درست ٿئي. (ترمذي_ابوادائود) دارمي اها حديث عائشه﷞ کان ۽ ابن ماجہ علي ۽ عائشه ﷞ ٻنهي کان روايت ڪئي آهي.**

(3244) أن رسول الله صلى الله عليه وسلم قال : " طلاق الأمة تطليقتان وعدتها حيضتان " . رواه الترمذي وأبو داود وابن ماجه والدارمي

**عائشه ﷞ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: ٻانهيءَ لاءِ ٻہ طلاقون آهن ۽ ان جي عدت ٻہ حيض آهي. (ترمذي_ ابودائود ابن ماجہ دارمي)**

## ٽيون فصل

(3245) عن أبي هريرة أن النبي صلى الله عليه وسلم قال : " المنتزعات والمختلعات هن المنافقات " . رواه النسائي

**ابوهريره ﷛ کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ: مڙسن جي نافرماني ڪندڙ زالون ۽ خلع جو مطالبو ڪندڙ زالون منافق آهن. (نسائي)**

(3246) وعن نافع عن مولاة لصفية بنت أبي عبيد أنها اختلعت من زوجها بكل شيء لها فلم ينكر ذلك عبد الله بن عمر . رواه مالك

**نافع صفيہ بنت ابو عبيده جي آزاد ڪيل ٻانهيءَ کان روايت ڪري ٿو تہ انهيءَ پنهنجي سموري مال جي عيوض ۾ پنهنجي مڙس کان خلع ورتي ۽ عبدالله بن عمر ﷞ ان تي اعتراض نہ ڪيو. (موطا مالڪ)**

(3247) حديث رجاله ثقات وعن محمود بن لبيد قل : أخبر رسول الله صلى الله عليه وسلم عن رجل طلق امرأته ثلاث تطليقات جميعا فقام غضبان ثم قال : " أيلعب بكتاب الله عز وجل وأنا بين أظهركم ؟ " حتى قام رجل فقال : يا رسول الله ألا أقتله ؟ . رواه النسائي

**محمود بن لبيد کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن کي ٻڌايو ويو تہ هڪ شخص پنهنجي زال کي ٽي طلاقون گڏ ڏنيون آهن. پاڻ ڏاڍا ڪاوڙجي پيا ۽ فرمايائون تہ: ڇا الله تعاليٰ جي ڪتاب سان منهنجي موجودگيءَ ۾ راند ڪئي وڃي ٿي تانجو هڪ شخص اٿي چيو تہ اي الله جا رسول ﷺ! ڇا آئون ان کي قتل نہ ڪريان؟ (نسائي)**

(3248) وعن مالك بلغه رجلا قال لعبد الله بن عباس : إني طلقت امرأتي مائة تطليقة فماذا ترى علي ؟ فقال ابن عباس : طلقت منك ثلاث وسبع وتسعون اتخذت بها آيات الله هزوا . رواه في الموطأ

**مالڪ کان روايت آهي تہ هڪ شخص عبدالله بن عباس ﷞ کي چيو تہ مون پنهنجي زال کي سئو طلاقون ڏنيون آهن. منهنجي باري ۾ توهان جو ڪهڙو حڪم آهي؟ ابن عباس فرمايو تہ تنهنجون ٽي طلاقون واقع ٿي ويون ۽ تنهنجيون ستانوي طلاقون الله جي آيتن سان (هڪ قسم جي مسخري آهي. (موطا)**

(3249) وعن معاذ بن جبل قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " يا معاذ ما خلق الله شيئا على وجه الأرض أحب إليه من العتاق ولا خلق الله شيئا على وجه الأرض أبغض إليه من الطلاق " . رواه الدارقطني

**معاذ بن جبل ﵁ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: اي معاذ! ﷲ تعاليٰ زمين ۾ جيڪي شيون پيدا ڪيون آهن. انهن مان وٽس سڀ کان وڌيڪ پياري شيءِ غلام آزاد ڪرڻ ۽ ﷲ تعاليٰ زمين ۾ جيڪي بہ شيون پيدا ڪيون آهن، انهن مان سڀ کان ناپسند شيءِ طلاق آهي. (دارقطني)**

# ٽي طلاقون ڏنل عورتن جو بيان

## پهريون فصل

(3250) عن عائشة قالت : جاءت امرأة رفاعة القرظي إلى رسول الله صلى الله عليه وسلم فقالت : إني كنت عند رفاعة فطلقني فبت طلاقي فتزوجت بعده عبد الرحمن بن الزبير وما معه إلا مثل هدبة الثوب فقال : " أتريدين أن ترجعي إلى رفاعة ؟ " قالت : نعم قال : " لا حتى تذوقي عسيلته ويذوق عسيلتك "

**عائشه ﵂ کان روايت آهي تہ رفاعه قرظي جي زال رسول الله ﷺ جن کي اچي چيو تہ يا رسول الله ﷺ مون کي رفاعه طلاق ڏني پوءِ مون عبدالرحمٰن بن زبير سان نڪاح ڪيو، مگر اهو تہ اگڙي وانگر آهي. رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ ڇا وري رفاعه ڏانهن موٽڻ گهرين ٿي؟ چيائين تہ هائو! فرمايائون تہ (هرگز) نہ! جيستائين تون ان کي چکين ۽ اهو توکي چکي. (بخاري۔ مسلم)**

## ٻيو فصل

(3251) عن عبد الله بن مسعود قال : لعن رسول الله المحلل والمحلل له . رواه الدارمي ورواه ابن ماجه عن علي وابن عباس وعقبة بن عامر

**عبدالله بن مسعود ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن حلالہ ڪندڙ شخص ۽ حلالہ ڪرائيندڙ شخص ٻنهي تي لعنت فرمائي. (دارمي) ابن ماجہ اها روايت علي، ابن عباس ۽ عقبہ کان عامر ﷡ کان آندي آهي.**

(3252) وعن سليمان بن يسار قال : أدركت بضعة عشر من أصحاب رسول الله صلى الله عليه وسلم كلهم يقول : يوقف المؤلي . رواه في شرح السنة

**سليمان بن يسار کان روايت هي تہ مون ڏهن کان وڌيڪ رسول الله ﷺ جي اصحابن کي لڌو. سيني جو بيان آهي تہ ايلاءُ ڪندڙ کي مهلت ڏجي. (شرح السنه)**

(3253) وعن أبي سلمة : أن سلمان بن صخر ويقال له : سلمة بن صخر البياضي جعل امرأته عليه كظهر أمه حتى يمضي رمضان فلما مضى نصف من رمضان وقع عليها ليلا فأتى رسول الله صلى الله عليه وسلم فذكر له فقال له رسول الله صلى الله عليه وسلم : " أعتق رقبة " قال : لا أجدها قال : " فصم شهرين متتابعين " قال : لا أستطيع قال : " اطعم ستين مسكينا " قال : لا أجد فقال رسول الله صلى الله عليه وسلم لفروة بن عمرو : " أعطه ذلك العرق " وهو مكتل يأخذ خمسة عشر صاعا أو ستة عشر صاعا " ليطعم ستين مسكينا " . رواه الترمذي

وروى أبو داود وابن ماجه والدارمي عن سليمان بن يسار عن سلمة بن صخر نحوه قال : كنت امرأ أصيب من النساء ما لا يصيب غيري وفي روايتهما أعني أبو داود والدارمي : " فأطعم وسقا من تمر بين ستين مسكينا "

**ابو سلمه کان روايت آهي تہ سلمان بن صخر_ جنهن کي سلمه بن صّخر بياضي بہ سڏيندا آهن_ پنهنجي زال کي چيو تہ تون منهنجي لاءِ رمضان ختم ٿيڻ تائين منهنجي ماءُ جي پٺيءَ وانگر آهين. اڌ رمضان گذريو تہ هڪ رات پنهنجي زال سان صحبت ڪيائين. پوءِ رسول اللهﷺ جن وٽ اچي اهو واقعو بيان ڪيائين. رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ هڪ ٻانهو آزد ڪر. عرض ڪيائين تہ مون وٽ ٻانهو نہ آهي. فرمايائون تہ لڳاتار ٻہ مهينا روزا رک، عرض ڪيائين تہ مون ۾ ايتري طاقت نہ آهي. فرمايائون تہ سٺ مسڪينن کي کاڌو کاراءِ، عرض ڪيائين تہ مون وٽ ايترو کاڌو نہ آهي. پوءِ رسول اللهﷺ فروه بن عمرو کي چيو تہ کيس ڪجور جو اهو ٽوڪرو ڏي_ يعني اها ٽوڪري جنهن ۾ پندرهن يا سورهن صاع ڪجي ماپي_ تاب تہ مسڪينن کي کارائي ( ترمذي) ابودائود، ابن ماجہ ۽ دارمي سليمان بن يسار کان، انهيءَ سلمہ بن صخر کان ساڳي روايت بيان ڪئي تہ آئون عورتن کي ايترو سکيو رکندو هئس جيترو ٻيو نہ رکندو هو. سندن هڪ روايت ۾ آهي 0فرمايائون) تہ: ”هڪ وسق کاڌو سٺ مسڪينن کي کاراءِ.“**

(3254) وعن سليمان بن يسار عن سلمة بن صخر عن النبي صلى الله عليه وسلم في المظاهر يواقع قبل أن يكفر قال : " كفارة واحدة " . رواه الترمذي وابن ماجه

**سليمان بن يسار سلمہ بن صخر کان روايت ڪري ٿو تہ نبيﷺ جن ظهار ڪندڙ جي باري ۾ فرمايو تہ جيڪو زال کي ماءُ وانگر چئي ڪفارو ڏيڻ کان اڳ زال سان صحبت ڪري، ان تي هڪ ڪفارو واجب آهي. (ترمذي_ ابن ماجہ)**

### ٽيون فصل

(3255) عن عكرمة عن ابن عباس : أن رجلا ظاهر من امرأته فغشيها قبل أن يكفر فأتى النبي صلى الله عليه وسلم فذكر ذلك له فقال : " ما حملك على ذلك ؟ " قال : يا رسول الله رأيت بياض حجليها في القمر فلم أملك نفسي أن وقعت عليها فضحك رسول الله صلى الله عليه وسلم وأمره أن لا يقربها حتى يكفر . رواه ابن ماجه . وروى الترمذي نحوه وقال : هذا حديث حسن صحيح غريب وروى أبو داود والنسائي نحوه مسندا ومرسلا وقال النسائي : المرسل أولى بالصواب من المسند

**عڪرمه کان، اهو ابن عباس رضي الله عنهما کان روايت ڪري ٿو تہ هڪ شخص پنهنجي زال سان ظهار ڪيو[1] پوءِ ڪفارو ڏيڻ کان پهرين ان سان صحبت ڪيائين. پوءِ نبيﷺ جن وٽ آيو ۽**

---

[1]_ ”ظهار“ ”ظهر“ مان ورتل آهي جنهن جي معنيٰ آهي پٺي عربن ۾ دور جاهليت ۾ رواج هوندو هو تہ مڙس زال کي چوندو هو تنهنجي پٺي منهنجي لاءِ منهنجي ماءُ جي پٺي وانگر آهي. يعني آئنده مون تي توسان صحبت ڪرڻ حلال نہ آهي. اسلام ۾ اهڙي شخص لاءِ ڪفارو ادا ڪرڻ کان سواءِ ان جي زال حلال نہ ٿيندي.

واقعو عرض ڪيائين. پوءِ نبيﷺ جن وٽ آيو ۽ واقعو عرض ڪيائين. پوءِ نبيﷺ جن فرمايو تہ توکي ائين ڪرڻ تي ڪهڙي شيءِ اڀاريو؟ عرض ڪيو تہ يا رسول اللهﷺ! چانڊوڪي رات ۾ سندس جانجهرن جي سفيدي ڏسي صبر ڪري نہ سگهيس. پاڻ اهو ٻڌي مرڪيا ۽ حڪم ڏنائونس تہ جيستائين ڪفارو ادا نٿو ڪري، تيستائين زال جي ويجهو نہ وڃي (ابن ماجہ) ۽ ترمذي بہ اهڙي روايت آندي آهي ۽ چوي ٿو تہ حديث حسن غريب آهي. ابودائود ۽ نسائي بہ ساڳي حديث مسند ۽ مرسل ٻنهي طريقن سان بيان ڪئي آهي. نسائي چوي ٿو تہ مسند کان مرسل وڌيڪ صحيح آهي.

# مؤمن عورت ڪي ڪفاري ۾ آزاد ڪرڻ جو بيان

## پهريون فصل

(3256) عن معاوية بن الحكم قال : أتيت رسول الله صلى الله عليه وسلم فقلت : يا رسول الله إن جارية كانت لي ترعى غنما لي فجئتها وقد فقدت شاة من الغنم فسألتها عنها فقالت : أكلها الذئب فأسفت عليها وكنت من بني آدم فلطمت وجهها وعلي رقبة أفأعتقها ؟ فقال لها رسول الله صلى الله عليه وسلم : " أين الله ؟ " فقالت : في السماء فقال : " من أنا ؟ " فقالت : أنت رسول الله فقال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " أعتقها " . رواه مالك وفي رواية مسلم قال : كانت لي جارية ترعى غنما لي قبل أحد والجوانية فاطلعت ذات يوم فإذا الذئب قد ذهب بشاة من غنمنا وأنا رجل من بني آدم آسف كما يأسفون لكن صككتها صكة فأتيت رسول الله صلى الله عليه وسلم فعظم ذلك علي قلت : يا رسول الله أفلا أعتقها ؟ قال : " ائتني بها ؟ " فأتيته بها فقال لها : " أين الله ؟ " قالت : في السماء قال : " من أنا ؟ " قالت : أنت رسول الله قال : " أعتقها فإنها مؤمنة "

معاويہ بن حڪم ﷛ کان روايت آهي تہ مون رسول اللهﷺ جن جي خدمت ۾ حاضر ٿي عرض ڪيو تہ يا رسول اللهﷺ! منهنجي هڪ (گهٽ عقل) ٻانهي آهي جيڪا ٻڪريون چاريندي آهي. هڪ ڏينهن آئون ان وٽ آيس. هڪ ٻڪري گم ڏٺم. ان کان ان جي باري ۾ پڇا ڪئي. چيائين تہ بگهڙ کائي ويو. مون کي ڪاوڙ آئي جو انسان آهيان. ان جي منهن تي ٿڦڙ هڻي ڪڍي ۽ مون تي (ڪفاري ۾) هڪ ٻانهو آزاد ڪرڻ واجب ٿي ويو. ڇا انهيءَ کي آزاد ڪريان؟ رسول اللهﷺ جن (ٻانهي کي گهرائي) پڇيو تہ ﷲ تعاليٰ ڪٿي آهي؟ ان چيو تہ آسمان ۾. وري پڇيائون تہ آئون ڪير آهيان؟ انهيءَ چيو تہ ﷲ جا رسول آهيو. رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ هن کي آزاد ڪري ڇڏ. (موطا مالڪ)

مسلم جي روايت ۾ آهي تہ چيائين تہ منهنجي هڪ ٻانهي هئي جيڪا احد ۽ جوانيہ جي جوءِ ۾ منهنجون ٻڪريون چاريندي آهي. هڪ ڏينهن مون کي معلوم ٿيو تہ بگهڙ منهنجي هڪ ٻڪري ڪٽي ويو آهي. آئون هڪ انسان آهيان. جيئن ماڻهن کي ڪاوڙ ايندي آهي، مون کي بہ ڪاوڙ اچي وئي. تڏهن بہ مون ان کي (فقط) هڪ ٿڦڙ وهائي ڪڍي. پوءِ رسول اللهﷺ جن وٽ اچي واقعو ٻڌايم. پاڻ منهنجي حق ۾ ان ڳالهہ کي وڏو ڄاتائون. مون عرض

**ڪيو تہ ڇا ان کي آزاد نہ ڪري ڇڏيان؟ فرمايائون تہ ڪيس مون وٽ وٺي اچ. آئون ان کي وٺي آيس. ان کان پڇيائون تہ ﷲ ڪٿي آهي؟ ان چيو آسمان ۾. پڇيائون تہ آئون ڪير آهيان؟ چيائين تہ توهان ﷲ جا رسول ﷺ آهيو. فرمايائون تہ هن کي آزاد ڪري ڇڏ. بيشڪ اها مؤمنياڻي آهي.**

# لعان جو بيان

## پهريون فصل

(3257) عن سهل بن سعد الساعدي رضي الله عنه قال : إن عويمر العجلاني قال : يا رسول الله أرأيت رجلا وجد مع امرأته رجلا أيقتله فيقتلونه ؟ أم كيف أفعل ؟ فقال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " قد أنزل فيك وفي صاحبتك فاذهب فأت بها " قال سهل : فتلاعنا في المسجد وأنا مع الناس عند رسول الله صلى الله عليه وسلم فلما فرغا قال عويمر : كذبت عليها يا رسول الله إن أمسكتها فطلقتها ثلاثا ثم قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " انظروا فإن جاءت به اسحم ادعج العينين عظيم الأليتين خدلج الساقين فلا أحسب عويمر إلا قد صدق عليها وإن جاءت به أحيمر كأنه وحرة فلا أحسب عويمرا إلا قد كذب عليها فجاءت به على النعت الذي نعت رسول الله صلى الله عليه وسلم من تصديق عويمر فكان بعد ينسب إلى أمه

**سهل بن سعد ساعدي ﷛ کان روايت آهي تہ عويمر عجلانيءَ ﷛ عرض ڪيو تہ يارسول اللهﷺ! ان شخص جي باري ۾ ڪهڙو حڪم فرمائيندا، جيڪو پنهنجي زال سان ڌارئي مرد کي ڏسي، ڇا ان کي قتل ڪري ڇڏي؟ يا ڇا ڪري؟ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ تنهنجي ۽ تنهنجي زال جي باري ۾ حڪم نازل ٿي چڪو آهي؟ وڃي ان کي وٺي اچ. سهل چوي ٿو تہ پوءِ ٻنهي مسجد ۾ لعان ڪئي. ماڻهن سان گڏ آئون بہ رسول اللهﷺ جن وٽ ويٺو هيس. جڏهن اهي (لعان) کان فارغ ٿيا تہ عويمر چيو اي ﷲ جا رسول ﷺ! جيڪڏهن آئون هن کي پاڻ وٽ رکان تہ بيشڪ مون ان تي ڪوڙي تهمت هنئي. پوءِ ان کي ٽي طلاقون ڏنائين. پوءِ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ ڏسو! جيڪڏهن عورت اهڙو ٻار ڄڻي جنهن جو رنگ ڪارو، اکيون گهڻيون ڪاريون، ڍڪرا وڏا هجن ۽ پنين جو گوشت ڀريل هجي تہ پانيان ٿو تہ عويمر سچو آهي. جيڪڏهن اهڙو ٻار ڄڻي جيڪو ڳاڙهي رنگ جي ساندي جهڙو هجي تہ عويمر ڪوڙو آهي. پوءِ جهڙو نبيﷺ ٻڌايو هو. انهيءَ اهڙو ٻار ڄڻيو. جنهن سان عويمر جي بيان جي سچائي ثابت ٿي. ان کان پوءِ ٻار جي نسبت ان جي ماءُ ڏانهن ٿيڻ لڳي. (بخاري _مسلم)**

(3258) وعن ابن عمر رضي الله عنهما أن النبي صلى الله عليه وسلم لاعن بين رجل وامرأته فانتقى من ولدها ففرق بينهما وألحق الولد بالمرأة . متفق عليه . وفي حديثه لهما أن رسول الله صلى الله عليه وسلم وعظه وذكره وأخبره أن عذاب الدنيا أهون من عذاب الآخرة ثم دعاها فوعظها وذكرها وأخبرها أن عذاب الدنيا أهون من عذاب الآخرة

**ابن عمرؓ کان روايت آهي تہ نبيﷺ جن هڪ مرد ۽ عورت جي وچ لعان ڪرائي، جنهن جي ڪري (پيءُ) ان (زال) جي ٻار کان انڪار ڪيو. تڏهن پاڻ سڳورنﷺ انهن ۾ جدائي وجهرائي ۽ ٻار عورت جي حوالي ڪيائون (بخاري_مسلم) صحيحين جي ٻي حديث ۾ آهي تہ رسول اللهﷺ ان مرد کي نصيحت ۽ تلقين ڪندي فرمايو تہ دنيا جو عذاب آخرت جي عذاب کان آسان آهي. پوءِ عورت کي سڏي نصيحت ۽ تلقين ڪندي فرمايائين تہ دنيا جو عذاب آخرت جي عذاب کان آسان آهي.**

(3259) وعنه أن النبي صلى الله عليه وسلم قال للمتلاعنين : " حسابكما على الله أحدكما كاذب لا سبيل لك عليها " قال : يا رسول الله مالي قال : " لا مال لك إن كنت صدقت عليها فهو بما استحللت من فرجها وإن كنت كذبت عليها فذاك أبعد وأبعد لك منها "

**ابن عمرؓ کان روايت آهي تہ نبيﷺ جن لعان ڪندڙ مرد ۽ عورت کي فرمايو تہ اوهان جو حساب اللہ تعاليٰ وٽ ٿيندو، ضرور اوهان مان هڪ ڪوڙو آهي. هاڻي تنهنجو هن عورت سان تعلق نہ آهي. ان مرد چيو تہ يا رسول اللهﷺ! منهنجو مال (يعني مهر؟) فرمايائون تہ تنهنجو ڪو مال نہ آهي، جيڪڏهن ان جي خلاف دعويٰ ۾ سچو آهين تہ مال (مهر) وسيلي ان جي اگهڙ حلال ڪري چڪو آهين ۽ جيڪڏهن ان جي خلاف ڪوڙي دعويٰ ڪرين ٿو تہ پوءِ تہ (مهر واپس وٺڻ جو) توکي ويتر بلڪل حق ئي نہ آهي. (بخاري _مسلم)**

(3260) وعن ابن عباس : أن هلال بن أمية قذف امرأته عند النبي صلى الله عليه وسلم بشريك بن سحماء فقال النبي صلى الله عليه وسلم : " البينة أو حدا في ظهرك " فقال : يا رسول الله إذا رأى أحدنا على امرأته رجلا ينطلق يلتمس البينة ؟ فجعل النبي صلى الله عليه وسلم يقول : " البينة وإلا حد في ظهرك " فقال هلال : والذي بعثك بالحق إني لصادق فلينزلن الله ما يبرئ ظهري من الحد فنزل جبريل وأنزل عليه : ( والذين يرمون أزواجهم ) فقرأ حتى بلغ ( إن كان من الصادقين ) فجاء هلال فشهد والنبي صلى الله عليه وسلم يقول : " إن الله يعلم أن أحدكما كاذب فهل منكما تائب ؟ " ثم قامت فشهدت فلما كانت عند الخامسة وقفوها وقالوا : إنها موجبة فقال ابن عباس : فتلكأت ونكصت حتى ظننا أنها ترجع ثم قالت : لا أفضح قومي سائر اليوم فمضت وقال النبي صلى الله عليه وسلم : " أبصروها فإن جاءت به أكحل العينين سابغ الأليتين خدلج الساقين فهو لشريك بن سحماء " فجاءت به كذلك فقال النبي صلى الله عليه وسلم : " لولا ما مضى من كتاب الله لكان لي ولها شأن " . رواه البخاري

**ابن عباس ؓ کان روايت آهي تہ هلال بن اميہ، نبيﷺ جن وٽ حاضر ٿي. پنهنجي زال تي شريڪ بن سحماءَ سان تهمت هنئي، نبيﷺ جن فرمايو تہ گواهہ آڻ نہ تہ تنهنجي پُٺيءَ تي حد لاڳو ٿيندي. هلال عرض ڪيو تہ يا رسول اللهﷺ! ڇا اسان مان ڪو پنهنجي زال سان ڪنهن مرد کي ڏسي تہ گواهہ ڳولي؟ نبي ﷺ جن فرمائڻ لڳا تہ گواهہ آڻ نہ تہ تنهنجي پُٺيءَ تي حد لڳندي. هلال عرض ڪيو تہ قسم آهي ان اللہ جو جنهن توهان کي حق سان موڪليو آهي، آئون**

بلڪل سچو آهيان. ضرور الله تعاليٰ حڪم لاهيندو، جنهن سان منهنجي پٺي تي حد نہ لڳندي. پوءِ جبرئيل عليه السلام لٿو ۽ هي آيت نازل ڪيائين. "۽ جيڪي پنهنجين زالن تي الزام هڻن ٿا. پاڻ سڳورن صلی الله علیه وسلم اهو قرآن پڙهيو تانجو هيستائين پهتا: "جيڪڏهن سچن مان آهي." (سوره نور آيت: 6-10) پوءِ هلال حاضر ٿيو ۽ گواهي ڏنائين. نبي صلی الله علیه وسلم جن فرمائيندا رهيا تہ الله تعاليٰ ڄاڻي ٿو تہ اوهان مان هڪ ضرور ڪوڙو آهي، ڇا پوءِ توهان مان ڪير آهي جيڪو توبہ قبول ڪري پوءِ عورت اٿي ۽ ان بہ شاهدي ڏني. جڏهن پنجون پيرو شاهدي ڏيڻ لڳي تڏهن اصحابين ان کي روڪيو ۽ چيائونس تہ اها (شاهدي عذاب يا جدائيءَ) کي واجب ڪندڙ آهي. ابن عباس رضی الله عنهما فرمائي ٿو تہ اهو ٻڌي عورت منجهي پئي ۽ پوئتي هٽڻ لڳي، ايستائين جو اسان خيال ڪيو تہ اها رجوع ڪندي. پوءِ چوڻ لڳي تہ "آئون هميشہ لاءِ پنهنجي قوم کي ذليل نہ ڪنديس" ۽ پنجين گواهين پوري ڪيائين. نبي صلی الله علیه وسلم جن فرمايو تہ ان کي ڏسو جيڪڏهن ڪارين اکين، وڏين ڏڍين وارو ۽ ٿلهين پنڊين وارو ٻار ڄڻي تہ ٻار شريڪ بن سحماءَ جو آهي. پوءِ ان کي اهڙو ٻار ڄائو. رسول الله صلی الله علیه وسلم جن فرمايو تہ جيڪڏهن ڪتاب الله ۾ حڪم نہ هجي ها (تہ لعان ڪندڙ کي دنيا ۾ ڪا سزا نہ ڏني ويندي) تہ آئون ضرور هن عورت کي جوڳي سزا ڏيان ها. (بخاري)

(3261) وعن أبي هريرة قال : قال سعد بن عبادة : لو وجدت مع أهلي رجلا لم أمسه حتى آتي بأربعة شهداء ؟ قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " نعم " قال : كلا والذي بعثك بالحق إن كنت لأعاجله بالسيف قبل ذلك قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " اسمعوا إلى ما يقول سيدكم إنه لغيور وأنا أغير منه والله أغير مني " . رواه مسلم

ابو هريره رضی الله عنه کان روايت آهي تہ سعد بن عباده رضی الله عنه چيو تہ ڇا جيڪڏهن آئون پنهنجي زال وٽ ڪنهن غير مرد کي ڏسان تہ ان کي ڇڏي چار گواهہ ڳولڻ وڃان. رسول الله صلی الله علیه وسلم جن فرمايو تہ هائو! سعد رضی الله عنه چيو تہ هرگز نہ، قسم آهي ان الله جو جنهن توهان کي حق سان موڪليو آهي. آئون تہ جلدي تلوار ڪڍي ان کي ختم ڪري ڇڏيندس. رسول الله صلی الله علیه وسلم جن فرمايو تہ پنهنجي سردار جي ڳالهہ ٻڌو، بيشڪ اهو وڏو غيرتمند آهي. آئون ان کان وڌيڪ غيرتمند آهيان ۽ الله مون کان وڌيڪ غيرت مند آهي.

(3262) وعن المغيرة قال : قال سعد بن عبادة : لو رأيت رجلا مع امرأتي لضربته بالسيف غير مصفح فبلغ ذلك رسول الله صلى الله عليه وسلم فقال : " أتعجبون من غيرة سعد ؟ والله لأنا أغير منه والله أغير مني ومن أجل غيرة الله حرم الله الفواحش ما ظهر منها وما بطن ولا أحد أحب إليه العذر من الله من أجل ذلك بعث المنذرين والمبشرين ولا أحد أحب إليه المدحة من الله ومن أجل ذلك وعد الله الجنة "

مغيره رضی الله عنه کان روايت آهي تہ سعد بن عباده رضی الله عنه چيو تہ جيڪڏهن آئون ڌارئي مرد کي پنهنجي زال سان ڏسان تہ تلوار سان ڌڪ هڻي ان کي ماري ڇڏيان. رسول الله صلی الله علیه وسلم جن کي سعد جي ڳالهہ معلوم ٿي تہ فرمايائون: ڇا اوهان کي سعد جي غيرت تي تعجب ٿئي ٿو، الله تعاليٰ جو

قسم! آئون ان کان وڌيڪ غيرت مند آهيان ۽ الله تعاليٰ پنهنجي غيرت سبب ئي ظاهري ۽ باطني گناهه جا ڪم حرام ڪيا آهن ۽ الله تعاليٰ کان وڌيڪ ڪو توبه کي محبوب نٿو رکي. انهي ڪري الله تعاليٰ ڊيڄاريندڙ ۽ بشارت ڏيندڙن (پيغمبرن) کي موڪليو آهي. الله کان وڌيڪ ڪو تعريف کي پسند نٿو ڪري ۽ انهيءَ ڪري الله تعاليٰ جنت جو وعدو فرمايو آهي. (بخاري_ مسلم)

(3263) وعن أبي هريرة قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " إن الله تعالى يغار وإن المؤمن يغار وغيرة الله أن لا يأتي المؤمن ما حرم الله "

ابو هريره رضي الله عنه کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته: الله تعاليٰ جي غيرت هيءَ آهي ته مؤمن اهو ڪم نه ڪري جنهن کي الله تعاليٰ حرام قرار ڏنو آهي. (بخاري_مسلم)

(3264) وعنه أن أعرابيا أتى رسول الله صلى الله عليه وسلم فقال : إن امرأتي ولدت غلاما أسود وإني نكرته فقال له رسول الله صلى الله عليه وسلم : " هل لك من إبل ؟ " قال : نعم قال : " فما ألوانها ؟ " قال : حمر قال : " هل فيها من أورق ؟ " قال : إن فيها لورقا قال : " فأنى ترى ذلك جاءها ؟ " قال : عرق نزعها . قال : " فلعل هذا عرق نزعه " ولم يرخص له في الانتفاء منه

ابو هريره رضي الله عنه کان روايت آهي ته هڪ ڳوناٺو رسول الله ﷺ جن وٽ آيو ۽ چوڻ لڳو ته منهنجي زال کي ڪارو پٽ ڄائو آهي، جيڪو مون کي ٻئي جو ٿو لڳي. رسول الله ﷺ جن فرمايو تو وٽ اُٺ آهن؟ چيائين ته ڳاڙهي رنگ جا. فرمايائون ته انهن ۾ ڪو هيڊو به آهي؟ چيائين ته انهن ۾ هيڊي رنگ جو به آهي. فرمايائون ته تنهنجو ڪهڙو خيال آهي اهو ڪٿان آيو؟ چوڻ لڳو ته شايد ڪنهن ٻڻ بنياد مان ڇڪ ٿي هجيس. فرمايائون ته پوءِ شايد تنهنجي ان (پٽ) کي به ٻڻ بنياد مان ڇڪ ٿي هجي ۽ ڪيس پنهنجي پٽ جي انڪار جي اجازت نه ڏنائون. (بخاري)

(3265) وعن عائشة قالت : كان عتبة بن أبي وقاص عهد إلى أخيه سعد بن أبي وقاص : أن ابن وليدة زمعة مني فاقبضه إليك فلما كان عام الفتح أخذه سعد فقال : إنه ابن أخي وقال عبد بن زمعة : أخي فتساوقا إلى رسول الله صلى الله عليه وسلم فقال سعد : يا رسول الله إن أخي كان عهد إلي فيه وقال عبد بن زمعة : أخي وابن وليدة أبي ولد على فراشه فقال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " هو لك يا عبد بن زمعة الولد للفراش وللعاهر الحجر " ثم قال لسودة بنت زمعة : " احتجبي منه " لما رأى من شبهه بعتبة فما رآها حتى لقي الله وفي رواية : قال : " هو أخوك يا عبد بن زمعة من أجل أنه ولد على فراش أبيه "

عائشه رضي الله عنها کان روايت آهي ته عتبه بن ابي وقاص پنهنجي ڀاءُ سعد بن ابي وقاص رضي الله عنه کي وصيت ڪئي ته زمعه جي ٻانهي جو پٽ منهنجي نطفي مان آهي، ان کي وٺجانءِ. فتح مڪي واري سال سعد رضي الله عنه ان ٻار کي ورتو ۽ چيائين ته هي منهنجي ڀاءُ جو پٽ آهي ۽ عبد بن زمعه

چيو تہ اهو منهنجو ڀاءُ آهي. ٻئي پنهنجي معاملو رسول اللهﷺ جن وٽ کڻي آيا. سعد رضي الله عنه چيو تہ يا رسول اللهﷺ منهنجي ڀاءُ مون کي ان جي باري ۾ وصيت ڪئي آهي. عبدا بن زمعہ چيو تہ منهنجو ڀاءُ منهنجي پيءُ جي ٻانهي جو پٽ آهي جيڪو سندس بستري تي پيدا ٿئي ۽ زانيءَ لاءِ پٿر آهن. پوءِ سوده بنت زمعہ رضي الله عنها کي فرمايائون تہ ان کان پردو ڪر، ان جا مهانڊا عتبہ جهڙا ڏٺائون نيٺ سوده ان کان مرڻ گهڙيءَ تائين پردو ڪندي رهي. هڪ روايت ۾ آهي تہ فرمايائون تہ: اي عبد بن زمعہ! اهو تنهنجو ئي ڀاءُ ئي آهي ڇاڪاڻ تہ تنهنجي پيءُ جي بستري تي پيدا ٿيو آهي. (بخاري-مسلم)

(3266) وعنها قالت : دخل علي رسول الله صلى الله عليه وسلم ذات يوم وهو مسرور فقال : " أي عائشة ألم تري أن مجزرا المدلجي دخل فلما رأى أسامة وزيدا وعليهما قطيفة قد غطيا رؤوسهما وبدت أقدامهما فقال : إن هذه الأقدام بعضها من بعض "

عائشہ رضي الله عنها کان روايت آهي تہ هڪ ڏينهن رسول الله ﷺ جن خوشي جي حالت مون وٽ آيا ۽ فرمايائون تہ اي عائشہ رضي الله عنها ! خبر اٿئي تہ (اڄ) مجزز مدلجي آيو. اسامہ ۽ زيد کي ڏٺائين جيڪي چادر ويڙهي ستا پيا هئا، سندن مٿا ڍڪيل ۽ پير ڪليل ها. چوڻ لڳو تہ هي پير هڪڙا ٻئي مان آهن. (بخاري-مسلم)

(3267) وعن سعد بن أبي وقاص وأبي بكرة قالا : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " من ادعى إلى غير أبيه وهو يعلم أنه غير أبيه فالجنة عليه حرام "

سعد بن ابي وقاص ۽ ابي بڪره رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: جيڪو شخص ڄاڻي واڻي پنهنجي پيءُ کي ڇڏي. ٻئي ڏانهن پنهنجي نسبت ڪندو، ان تي جنت حرام آهي. (بخاري_ مسلم)

(3268) وعن أبي هريرة قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " لا ترغبوا عن آبائكم فمن رغب عن أبيه فقد كفر " وذكر حديث عائشة " ما من أحد أغير من الله " في " باب صلاة الخسوف "

ابو هريره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ پنهنجي پيئرن کان منهن نہ موڙيو ڇاڪاڻ تہ جيڪو پنهنجي پيءُ کان منهن موڙيندو تہ بيشڪ انهيءَ ڪفر ڪيو. (بخاري مسلم)

۽ عائشہ رضي الله عنها جي حديث: "الله کان وڌيڪ ڪو غيرتمند نہ آهي. "باب صلاة الخسوف ۾ بيان ٿي.

## ٻيو فصل

(3269) عن أبي هريرة أنه سمع النبي صلى الله عليه وسلم يقول لما نزلت آية الملاعنة : " أيما امرأة أدخلت على قوم من ليس منهم فليست من الله في شيء ولن يدخلها الله جنته وأيما رجل جحد ولده وهو ينظر إليه احتجب الله منه وفضحه على رؤوس الخلائق في الأولين والآخرين " . رواه أبو داود والنسائي والدارمي

**ابو هريره ﷛ کان روايت آهي تہ لعان جي آيت نازل ٿي تہ مون نبيﷺ جن کان فرمائيندي ٻڌو تہ جيڪا عورت (پنهنجي ٻار کي) انهيءَ قوم ۾ شامل ڪندي جيڪو انهن مان نہ آهي. ان جو اللہ سان ڪو واسطو نہ آهي ۽ اللہ تعاليٰ ان کي هرگز جنت ۾ داخل نہ ڪندو ۽ جيڪو شخص پنهنجي پٽ جو انڪار ڪندو، حلانڪ اهو ڪيس ڏسندو رهي ٿو اللہ تعاليٰ ان کان پردو ڪندو ۽ ان کي اڳئين ۽ پوئين مخلوق جي سامهون خوار ڪندو (ابو دائود نسائي، دارمي)**

(3270) وعن ابن عباس قال : جاء رجل إلى النبي صلى الله عليه وسلم فقال : إن لي امرأة لا ترد يد لامس فقال النبي صلى الله عليه وسلم : " طلقها " قال : إني أحبها قال : " فأمسكها إذا " . رواه أبو داود والنسائي وقال النسائي : رفعه أحد الرواة إلى ابن عباس وأحدهم لم يرفعه قال : وهذا الحديث ليس بثابت

**ابن عباس ﷠ کان روايت آهي تہ هڪ شخص نبيﷺ جن وٽ آيو، عرض ڪيائين تہ منهنجي زال ڪنهن هٿ لائيندڙ کي نٽي موٽائي. نبيﷺ جن فرمايو تہ ان کي طلاق ڏئي ڇڏ. ان عرض ڪيو تہ مون کي ان سان محبت آهي. فرمايائون تہ پوءِ ڪيس پاڻ وٽ رک، (ابو دائود، نسائي) امام نسائي چوي ٿو تہ ڪي راوي اها روايت ابن عباس ﷠ تائين پهچائين ٿا ۽ ڪي نٿا پهچائين. پڻ چوي ٿو تہ اها حديث ثابت نہ آهي.**

(3271) وعن عمرو بن شعيب عن أبيه عن جده أن النبي صلى الله عليه وسلم قضى أن كل مستحلق استحلق بعد أبيه الذي يدعى له ادعاه ورثته فقضى أن كل من كان من أمة يملكها يوم أصابها فقد لحق بمن استحلقه وليس له مما قسم قبله من الميراث شيء وما أدرك من ميراث لم يقسم فله نصيبه ولا يلحق إذا كان أبوه الذي يدعى له أنكره فإن كان من أمة لم يملكها أو من حرة عاهر بها فإنه لا يلحق به ولا يرث وإن كان الذي يدعى له هو الذي ادعاه فهو ولد زنية من حرة كان أو أمة . رواه أبو داود

**عمرو بن شعيب پنهنجي پيءُ کان، اهو سندس ڏاڏي کان روايت ڪري ٿو تہ نبيﷺ جن فيصلو فرمايو تہ هر اهو ٻار جنهن کي انجي پيءُ جي مرڻ کان پوءِ سندس وارثن ۾ شامل ڪيو وڃي. پوءِ جيڪڏهن ٻار ان ٻانهي مان آهي، جنهن جو مالڪ ان جو پيءُ ان ڏينهن ٿيو، جنهن ڏينهن ان سان صحبت ڪيائين تہ ٻار سندس نسب ۾ شامل ٿيندو ۽ اهو ان جو وارث ٿيندو ۽ جيڪڏهن ورثو ان جي پيدا ٿيڻ کان اڳ ورهائجي وڃي تہ ان ۾ سندس حصو نہ آهي ۽ جيڪڏهن مال اڃا ورهايو نہ ويو آهي تہ ان مان ڪيس حصو ملندو ۽ جنهن ٻار جو پيءُ انڪاري هجي، اهو سندس نسب ۾ شامل نہ ٿيندو چاهي انهيءَ ٻانهي مان هجي جنهن سان انهيءَ ڏينهن صحبت ڪئي آهي. جنهن ڏينهن ان جو مالڪ نہ ٿيو يا آزاد زاني عورت مان هجي. پوءِ بيشڪ اهو نہ**

سدس نسب ۾ شامل ٿيندو ۽ نہ ان جي مال مان وارث ٿيندو ۽ جيڪڏهن پيءُ دعويٰ ڪري تہ ٻار منهنجو آهي تہ ٻار زنا جو ليکبو، ڀانهيءَ مان هجي يا آزاد عورت مان. (ابودائود)

(3272) وعن جابر بن عتيك أن نبي الله صلى الله عليه وسلم قال : " من الغيرة ما يحب الله ومنها ما يبغض الله فأما التي يحبها الله فالغيرة في الريبة وأما التي يبغضها الله فالغيرة في غير ريبة وإن من الخيلاء ما يبغض الله ومنها ما يحب الله فأما الخيلاء التي يحب الله فاختيال الرجل عند القتال واختياله عند الصدقة وأما التي يبغض الله فاختياله في الفخر " وفي رواية : " في البغي " . رواه أحمد وأبو داود والنسائي

جابر بن عتيڪ ﷛ ڪان روايت آهي تہ نبيﷺ جن فرمايو تہ: غيرت جو ڪو قسم اهڙو هوندو آهي جنهن کي ﷲ تعاليٰ پسند ڪندو آهي ۽ ڪو قسم اهڙو هوندو آهي جنهن کي ﷲ تعاليٰ پسند نہ ڪندو آهي. اها غيرت جنهن کي ﷲ تعاليٰ پسند ڪندو آهي، اها آهي جيڪا شبهي جي ڪري هجي ۽ اها غيرت جنهن کي ﷲ تعاليٰ پسند نہ ڪندو آهي، اها آهي جيڪا شبهي کان سواءِ هجي ۽ تڪبر جو ڪو قسم اهڙو هوندو آهي جنهن کي ﷲ تعاليٰ پسند ڪندو آهي ۽ ڪو قسم اهڙو هوندو آهي جنهن کي ﷲ تعاليٰ پسند نہ ڪندو آهي، جنهن تڪبر کي ﷲ تعاليٰ پسند ڪندو آهي، اهو آهي جيڪو ماڻهو ويڙهہ ۾ ظاهر ڪري ۽ جنهن تڪبر کي ﷲ تعاليٰ پسند نہ ڪندو آهي، سو فخر جي ڪري تڪبر ڪرڻ آهي. هڪ روايت ۾ ”بغي“ جا الفاظ آهن. (احمد، ابوداؤد، نسائي)

## ٽيون فصل

(3273) عن عمرو بن شعيب عن أبيه عن جده قال : قام رجل فقال : يا رسول الله إن فلانا ابني عاهرت بأمه في الجاهلية فقال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " لا دعوة في الإسلام ذهب أمر الجاهلية الولد للفراش وللعاهر الحجر " . رواه أبو داود

عمرو بن شعيب پنهنجي پيءُ کان، اهو سندس ڏاڏي کان روايت ڪري ٿو تہ هڪ شخص اٿي عرض ڪيو تہ يارسول اللهﷺ! تحقيق فلاڻو منهنجو پٽ آهي، جاهليت جي زماني ۾ مون ان جي ماءُ سان زنا ڪيو هو. رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ اسلام جي اچڻ کان پوءِ جاهليت جي زماني جي دعويٰ ختم آهي. ٻار ان جو آهي جنهن جي بستري تي پيدا ٿئي ۽ زاني لاءِ پٿر آهن. (ابوداؤد)

(3274) وعنه أن النبي صلى الله عليه وسلم قال : " أربع من النساء لا ملاعنة بينهن : النصرانية تحت المسلم واليهودية تحت المسلم والحرة تحت المملوك والمملوكة تحت الحر " . رواه ابن ماجه

عمرو بن شعيب پنهنجي پيءُ کان، اهو سندس ڏاڏي کان روايت ڪري ٿو تہ نبيﷺ جن فرمايو تہ: چئن قسمن جي عورتن ۾ لعان جاري نہ ٿيندو : 1-جيڪا نصراني زال مسلمان جي

نڪاح ۾ هجي، 2_جيڪا يهودياڻي مسلمان جي نڪاح ۾ هجي، 3_جيڪا آزاد عورت غلام جي نڪاح ۾ هجي، 4_ جيڪا ٻانهياڻي آزاد انسان جي نڪاح ۾ هجي. (ابن ماجہ).

(3275) وعن ابن عباس : أن النبي صلى الله عليه وسلم أمر رجلا حين أمر المتلاعنين أن يتلاعنا أن يضع يده عند الخامسة على فيه وقال : " إنها موجبة " . رواه النسائي

**ابن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ جڏهن نبيﷺ جن ٻن ڄڻن کي لعان جو امر فرمايو تہ ڪين حڪم ڏنائون تہ پنجين گواهي وقت منهن تي هٿ رکو، ڇاڪاڻ تہ (اها آخري) گواهي (لعنت يا عذاب کي) واجب ڪندڙ آهي. (نسائي)**

(3276) وعن عائشة : أن رسول الله صلى الله عليه وسلم خرج من عندها ليلا قالت : فغرت عليه فجاء فرأى ما أصنع فقال : " ما لك يا عائشة أغرت ؟ " فقلت : وما لي ؟ لا يغار مثلي على مثلك ؟ فقال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " لقد جاءك شيطانك " قالت : يا رسول الله أمعي شيطان ؟ قال : " نعم " قلت : ومعك يا رسول الله ؟ قال : " نعم ولكن أعانني عليه حتى أسلم " . رواه مسلم

**عائشه رضي الله عنها کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن هڪ رات ان وٽان نڪري ويا. فرمائي ٿي تہ ان تي مون کي غيرت آئي. پاڻ (واپس) آيا ۽ مون کي ان حالت ۾ ڏسي چيائون تہ اي عائشہ رضي الله عنها! توکي ڇا ٿيو؟ ڇا توکي غيرت اچي وئي؟ مون عرض ڪيو تہ ڇا مون جهڙي (زال) توهان جهڙي (مڙس) تي غير نہ ڪندي؟ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ بيشڪ تو وٽ تنهنجو شيطان آيو آهي. چيائين تہ يارسول اللهﷺ! ڇا مون سان بہ ڪو شيطان آهي؟ فرمايائون تہ هائو! مون عرض ڪيو تہ ۽ توهان سان بہ آهي؟ رسول اللهﷺ فرمايائون تہ هائو! پر الله تعاليٰ مون کي ان تي مدد ڏني آهي، تانجو آئون ان کان محفوظ ٿي ويو آهيان. (مسلم)**

# عدت جو بيان

## پهريون فصل

(3277) عن أبي سلمة عن فاطمة بنت قيس : أن أبا عمرو بن حفص طلقها البتة وهو غائب فأرسل إليها وكيله الشعير فسخطته فقال : والله ما لك علينا من شيء فجاءت رسول الله صلى الله عليه وسلم فذكرت ذلك له فقال : " ليس لك نفقة " فأمرها أن تعتد في بيت أم شريك ثم قال : " تلك امرأة يغشاها أصحابي اعتدي عند ابن أم مكتوم فإنه رجل أعمى تضعين ثيابك فإذا حللت فآذنيني " . قالت : فلما حللت ذكرت له أن معاوية بن أبي سفيان وأبا جهم خطباني فقال : " أما أبو الجهم فلا يضع عصاه عن عاتقه وأما معاوية فصعلوك لا مال له انكحي أسامة بن زيد " فكرهته ثم قال : " انكحي أسامة " فنكحته فجعل الله فيه خيرا واغتبطت وفي رواية عنها : " فأما

أبو جهم فرجل ضراب للنساء " . رواه مسلم وفي رواية : أن زوجها طلقها ثلاثا فأتت النبي صلى الله عليه وسلم فقال : " لا نفقة لك إلا أن تكوني حاملا "

**ابو سلمه فاطمه بنت قيس کان روايت ڪري ٿو ته ابو عمرو بن حفص ان کي ٽي طلاقون ڏنيون. جيڪو موجود نه هو. پوءِ پنهنجي وڪيل جي ذريعي فاطمه لاءِ جَوَ موڪليائين. فاطمه ان کان ناراض ٿي. وڪيل چيو ته الله جو قسم! اسان تي تنهنجو ڪوبه حق نه آهي. پوءِ اها رسول الله ﷺ جن وٽ آئي ۽ اهو واقعو ذڪر ڪيائين. رسول الله ﷺ جن فرمايو ته تنهنجو نفقو مڙس تي نه آهي پوءِ ڪيس حڪم ڏنائون ته ام شريڪ جي گهر عدت جا ڏينهن پورا ڪر. پوءِ فرمايائون ته اها اهڙي عورت آهي، جنهن جي گهر منهنجن اصحابن جي اچ وڃ رهي ٿي تون ام ابن مڪتوم وٽ عدت جا ڏينهن پورا ڪر اهو نابين آهي اتي توڪي ڪپڙن يعني پردي جي ضرورت ٿيندي. جڏهن تنهنجي عدت جا ڏينهن پورا ٿين ته مونکي خبر ڪجانءِ. فاطمه چوي ٿي ته جڏهن منهنجي عدت جا ڏينهن پورا ٿيا تڏهن مون رسول الله ﷺ جن کي عرض ڪيو ته معاويه بن ابي سفيان ۽ ابوجهم مون ڏي نڪاح جو پيغام موڪليو آهي. رسول الله ﷺ جن فرمايو ته ابوجهم اهڙو ماڻهو آهي جنهن جي ڪنڌ تان لٺ جدا نٿي ٿئي ۽ معاويه مفلس آهي. جنهن وٽ ڪجهه به نه آهي. تون اسامه بن زيدؓ سان نڪاح ڪر. فاطمه جو بيان آهي ته مون ان کي پسند نه ڪيو. رسول الله ﷺ وري فرمايائون ته اسامه سان نڪاح ڪر. پوءِ مون اسامه سان نڪاح ڪيو ۽ الله تعالىٰ ان ۾ مون کي برڪت عطا فرمائي ۽ مون تي ريس ڪئي وئي. سندس هڪ روايت ۾ آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته ابوجهم عورتن کي گهڻو ماريندو آهي. مسلم جي هڪ روايت ۾ آهي ته فاطمه جي مڙس ان کي ٽي طلاقون ڏنيون. اها رسول الله ﷺ جن وٽ آئي پاڻ ﷺ فرمايائون ته تنهنجي لاءِ نفقه نه آهي، البته جيڪڏهن حمل سان هجين ها ته تنهنجو نفقو مڙس تي هجي ها.**

(3278) وعن عائشة قالت : إن فاطمة كانت في مكان وحش فخيف على ناحيتها فلذلك رخص لها النبي صلى الله عليه وسلم تعني النقلة وفي رواية : قالت : ما لفاطمة ؟ ألا تتقي الله ؟ تعني في قولها : لا سكنى ولا نفقة . رواه البخاري

**عائشهؓ کان روايت آهي ته فاطمه بنت قيس ويران گهر ۾ رهندي هئي، جتي ڪيس ڊپ رهندو هو، تنهن ڪري نبي ﷺ جن ان کي اجازت ڏني ته ٻئي هنڌ عدت گذاري. هڪ روايت ۾ آهي ته: انهيءَ فاطمه کي چيو ته چا الله کان نٿي ڊڄين جو چوندي وتين ٿي ته جنهن کي ٽي طلاقون ملن، ان لاءِ نه رهڻ لاءِ گهر آهي ۽ نه کاڌو (بخاري)**

(3279) وعن سعيد بن المسيب قال : إنما نقلت فاطمة لطول لسانها على أحمائها . رواه في شرح السنة

**سعيد بن مسيب کان روايت آهي ته فاطمه بنت قيس کي عدت ۾ هن ڪري سندس مڙس جي گهر مان ڪڍيو ويو جو مڙس جي عزيزن سان بدزباني ڪندي هئي. (شرح السنة)**

(3280) وعن جابر قال : طلقت خالتي ثلاثا فأرادت أن تجد نخلها فزجرها رجل أن تخرج فأتت النبي صلى الله عليه وسلم فقال : " بلى فجدي نخلك فإنه عسى أن تصدقي أو تفعلي معروفا " . رواه مسلم

**جابرؓ کان روايت آهي تہ منهنجي ماسي کي ٽي طلاقون ڏنيون ويون، ان ارادو ڪيو تہ ٻاهر وڃي پنهنجيون کجيون پٽي. هڪ شخص کيس ٻاهرنڪرڻ کان روڪ ٽوڪ ڪئي. پوءِ نبيﷺ جن وٽ آئي. پاڻ ﷺ فرمايائون تہ وڃي پنهنجيون کجيون پَٽ! ممکن آهي تہ تون صدقو ڪرين يا نيڪي ڪرين (مسلم)**

(3281) وعن المسور بن مخرمة : أن سبيعة الأسلمية نفست بعد وفاة زوجها بليال فجاءت النبي صلى الله عليه وسلم فاستأذنته أن تنكح فأذن لها فنكحت . رواه البخاري

**مسور بن مخرمہ ؓ کان روايت آهي تہ سبيعہ اسلمہ کي پنهنجي مڙس جي مرڻ کان ڪجھ راتيون پوءِ ٻار ڄائو، پوءِ نبيﷺ جن وٽ آئي ۽ نڪاح جي اجازت طلب ڪيائين. پاڻ کيس اجازت ڏنائون ۽ ان نڪاح ڪيو (بخاري)**

(3282) وعن أم سلمة قالت : جاءت امرأة إلى النبي صلى الله عليه وسلم فقالت : يا رسول الله إن ابنتي توفي عنها زوجها وقد اشتكت عينها أفنكحلها ؟ فقال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " لا " مرتين أو ثلاثا كل ذلك يقول : " لا " قال : " إنما هي أربعة أشهر وعشر وقد كانت إحداهن في الجاهلية ترمي بالبعرة على رأس الحول "

**ام سلمهؓ کان روايت آهي تہ هڪ عورت نبيﷺ جن وٽ آئي. عرض ڪيائين تہ يا رسول اللهﷺ! منهنجي ڌيءُ جو مڙس مري ويو آهي ۽ سندس اکيون ڏکي پيون آهن، ڇا ان کي سرمون پارايان؟ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ نہ! انهيءَ عورت ٻہ دفعا يا ٽي دفعا پڇيو، هر ڀيري فرمائيندا رهيا تہ نہ! پوءِ فرمايائون تہ عدت چار مهينا ڏھ ڏينهن آهي، جڏهن تہ جاهليت ۾ توهان سڄو سال پيون ڦولڙيون ڦوئينديون رهنديون هيون. (بخاري_مسلم)**

(3283) وعن أم حبيبة وزينب بنت جحش عن رسول الله صلى الله عليه وسلم قال : " لا يحل لامرأة تؤمن بالله واليوم الآخر أن تحد على ميت فوق ثلاث ليال إلا على زوج أربعة أشهر وعشرا "

**ام حبيبہ ۽ زينب بنت جحشؓ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: جيڪا عورت الله تعاليٰ ۽ آخرت جي ڏينهن تي ايمان رکي ٿي. ان لاءِ حلال نہ آهي تہ ميت تي ٽن ڏينهن کان وڌيڪ سوڳ ڪري، مگر مڙس جو سوڳ چار مهينا ڏھ ڏينهن آهي. (بخاري_ مسلم)**

(3284) وعن أم عطية أن رسول الله صلى الله عليه وسلم قال : " لا تحد امرأة على ميت فوق ثلاث إلا على زوج أربعة أشهر وعشرا ولا تلبس ثوبا مصبوغا إلا ثوب عصب ولا تكتحل ولا تمس طيبا إلا إذا طهرت نبذة من قسط أو أظفار " . متفق عليه . وزاد أبو داود : " ولا تختضب "

**ام عطيہ ﷞ ڪان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: عورت ميت تي ٽن ڏينهن ڪان وڌيڪ سوڳ ڪري، مگر مڙس جو سوڳ چار مهينا ڏهہ ڏينهن آهي. انهن ڏينهن ۾ نہ رنگيل ڪپڙا پائي، سواءِ اٽيل سوٽي رنگيل ڪپڙي جي، نہ سرمون پائي ۽ نہ خوشبو لائي مگر جڏهن پاڪ ٿئي تہ معمولي قسط ۽ اظفاراستعمال ڪري سگهي ٿي (بخاري_مسلم) ۽ ابوداؤد ۾ وڌيڪ آهي: تہ مهندي سان وار نہ رنگي.**

## ٻيو فصل

(3285) عن زينب بنت كعب : أن الفريعة بنت مالك بن سنان وهي أخت أبي سعيد الخدري أخبرتها أنها جاءت رسول الله صلى الله عليه وسلم تسأله أن ترجع إلى أهلها في بني خدرة فإن زوجها خرج في طلب أعبد له أبقوا فقتلوه قالت : فسألت رسول الله صلى الله عليه وسلم أن أرجع إلى أهلي فإن زوجي لم يتركني في منزل يملكه ولا نفقة فقالت : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " نعم " . فانصرفت حتى إذا كنت في الحجرة أو في المسجد دعاني فقال : " امكثي في بيتك حتى يبلغ الكتاب أجله " . قالت : فاعتددت فيه أربعة أشهر وعشرا . رواه مالك والترمذي وأبو داود والنسائي وابن ماجه والدارمي

**زينب بنت ڪعب ڪان روايت آهي تہ فريعہ بنت مالڪ بن سنان_ جيڪا ابو سعيد خدري ﷛ جي ڀيڻ آهي_ ڪيس ٻڌايو تہ اها رسول اللهﷺ جن ڪان مسئلو پڇڻ آئي تہ ان جو مڙس پنهنجي ڀڄي ويل ٻانهن جي تلاش ۾ ويو، جتي انهن ڪيس ماري ڇڏيو، ڇا هاڻي عدت جا ڏينهن پنهنجي گهر وارن وٽ قبيلہ نبي خدره ۾ گذاري؟ مون رسول اللهﷺ جن ڪان اهو مسئلو پڇيو تہ ڇا آئون عدت جا ڏينهن پنهنجي گهر وارن وٽ وڃي گذاريان؟ ڇاڪاڻ تہ منهنجي مڙس نہ پنهنجو گهر ڇڏيو آهي ۽ نہ ڪاڌو خوراڪ. چوي ٿي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ هائو! پوءِ آئون وڃڻ لڳيس، جڏهن ڪمري يا مسجد نبوي وٽ پهتيس تہ مون کي گهرائي فرمايائون تہ: پنهنجي (ساڳئي) گهر ۾ وڃي رهہ، جيستائين تنهنجي عدت جا ڏينهن پورا ٿين. چوي ٿي تہ مون چار مهينا ڏهہ ڏينهن ان گهر ۾ عدت گذاري. (مالڪ، ترمذي، ابودائود، نسائي، ابن ماجہ، دارمي)**

(3286) وعن أم سلمة قالت : دخل علي رسول الله صلى الله عليه وسلم حين توفي أبو سلمة وقد جعلت علي صبرا فقال : " ما هذا يا أم سلمة ؟ " . قلت : إنما هو صبر ليس فيه طيب فقال : " إنه يشب الوجه فلا تجعليه إلا بالليل وتنزعيه بالنهار ولا تمتشطي بالطيب ولا بالحناء فإنه خضاب " . رواه أبو داود والنسائي

ام سلمہ ﷺ كان روايت آهي تہ جڏهن منهنجي مڙس ابو سلمہ جو انتقال ٿيو تہ رسول الله ﷺ جن مون وٽ آيا، مون منهن تي ايريو لڳايو هو. پاڻ فرمايائون تہ ام سلمہ! هي ڇا آهي؟ مون عرض ڪيو تہ اهو ايريو آهي، جنهن ۾ ڪا خوشبو نہ آهي. فرمايائون تہ تحقيق ايريو منهن چمڪائيندو آهي، پوءِ (پلي) رات جو لڳاءِ ۽ ڏينهن جو صاف ڪري ڇڏ. نہ خوشبو هڻ، نہ مهندي لڳاءِ، ڇاڪاڻ تہ اهو خضاب آهي. مون عرض ڪيو تہ يارسول الله ﷺ! ڪهڙي شيءِ مکيان؟ فرمايائون تہ مٿي ۾ ٻير جا پنَ ايترا وجهہ جو تنهنجو مٿو ڍڪجي پوي. (ابو دائود_ نسائي)

(3287) وعنها عن النبي صلى الله عليه وسلم قال : " المتوفى عنها زوجها لا تلبس المعصفر من الثياب ولا الممشقة ولا الحلي ولا تختضب ولا تكتحل " . رواه أبو داود والنسائي

ام سلمہ ﷺ كان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ: جنهن عورت جو مڙس مري وڃي اها نہ ڪُسم جو رنگيل ڪپڙا پائي، نہ گيڙئي رنگ جو ڪپڙو پائي. نہ زيور پائي، نہ مهندي لڳائي ۽ نہ سرمون پائي. (ابو داؤد نسائي)

## ٽيون فصل

(3288) عن سليمان بن يسار : أن الأحوص هلك بالشام حين دخلت امرأته في الدم من الحيضة الثالثة وقد كان طلقها فكتب معاوية بن أبي سفيان إلى زيد بن ثابت يسأله عن ذلك فكتب إليه زيد : إنها إذا دخلت في الدم من الحيضة الثالثة فقد برئت منه وبرئ منها لا يرثها ولا ترثه . رواه مالك

سليمان بن يسار كان روايت آهي تہ احوص جو ملڪ شام ۾ ان وقت وفات ٿي، جڏهن ان جي زال ٽئين حيض ۾ هئي ۽ ان کي طلاق ڏئي چڪو هو. معاويہ بن سفيان اهو مسئلو پڇڻ لاءِ زيد بن ثابت ﷺ ڏانهن خط لکيو زيد جواب لکي موڪليو تہ جڏهن زال ٽئين حيض ۾ داخل ٿي چڪي تہ ان جو تعلق مڙس سان، مڙس جو تعلق زال سان ختم ٿي چڪو. نہ سندس مڙس ان جو وارث ٿي سگهي ٿو ۽ نہ زال مڙس جي وارث ٿي سگهي ٿي. (موطا مالڪ)

(3289) وعن سعيد بن المسيب قال : قال عمر بن الخطاب رضي الله عنه أيما امرأة طلقت فحاضت حيضة أو حيضتين ثم رفعتها حيضتها فإنها تنتظر تسعة أشهر فإن بان لها حمل فذلك وإلا اعتدت بعد التسعة الأشهر ثلاثة أشهر ثم حلت . رواه مالك

سعيد بن مسيب كان روايت آهي تہ عمر بن خطاب ﷺ فرمايو تہ جنهن عورت کي طلاق ڏني وئي. پوءِ ان هڪ يا ٻہ حيض پورا ڪيا، پوءِ حيض بند ٿي ويو، اها نو مهينا انتظار ڪري، جيڪڏهن حمل ظاهر ٿئي تہ خير! نہ تہ نون مهينن كان پوءِ ٽي مهينا عدت گذاري، پوءِ حلال ٿئي. (موطا مالڪ)

# استبراءِ جو بيان

## پهريون فصل

(3290) عن أبي الدرداء قال : مر النبي صلى الله عليه وسلم بامرأة مجح فسأل عنها فقالوا : أمة لفلان قال : " أيلم بها ؟ " قالوا : نعم . قال : " لقد هممت أن ألعنه لعنا يدخل معه في قبره كيف يستخدمه وهو لا يحل له ؟ أم كيف يورثه وهو لا يحل له ؟ " . رواه مسلم

**ابو درداءِ ﷛ کان روايت آهي تہ نبيﷺ جن هڪ عورت وٽان گذريا، جيڪا ٻار ڄڻڻ جي سورن ۾ هئي. پڇيائون تہ هي عورت ڪير آهي؟ عرض ڪيائون تہ فلاڻي جي ٻانهي آهي. فرمايائون تہ ڇا ان سان صحبت ڪندو آهي؟ ماڻهن چيو تہ هائو! فرمايائون تہ تحقيق مون ارادو ڪيو هو تہ ان شخص تي اهڙي لعنت ڪريان جيڪا ان سان گڏ قبر ۾ وڃي. اهو ڪيئن پنهنجي پٽ کي خدمت لاءِ چوندو، جڏهن اهو ان لاءِ حلال نہ آهي يا ڪيئن سندس وارث ٿيندو جڏهن تہ اهو ان لاءِ حلال نہ آهي.**

## ٻيو فصل

(3291) عن أبي سعيد الخدري رفعه إلى النبي صلى الله عليه وسلم قال في سبايا أوطاس : " لا توطأ حامل حتى تضع ولا غير ذات حمل حتى تحيض حيضة " . رواه أحمد وأبو داود والدارمي

**ابو سعيد خدري﷛ کان روايت آهي تہ نبيﷺ جن غزوه اوطاس جي قيدين جي باري ۾ حڪم فرمايو تہ حامله عورت سان جماع نہ ڪيو وڃي، جيستائين ٻار ڄڻي ۽ غير حامله سان بہ صحبت نہ ڪجي، جيستائين ان کي هڪ حيض نہ اچي. (ابودائود_ دارمي)**

(3292) وعن رويفع بن ثابت الأنصاري قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم يوم حنين : " لا يحل لامرئ يؤمن بالله واليوم الآخر أن يسقي ماء زرع غيره " يعني إتيان الحبالى " ولا يحل لامرئ يؤمن بالله واليوم الآخر أن يقع على امرأة من السبي حتى يستبرئها ولا يحل لامرئ يؤمن بالله واليوم الآخر أن يبيع مغنما حتى يقسم " . رواه أبو داود ورواه الترمذي إلى قوله " زرع غيره "

**رويفع بن ثابت انصاري ﷛ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن غزوه حنين جي ڏينهن فرمايو تہ جيڪو شخص ﷲ ۽ قيامت جي ڏينهن تي ايمان رکي ٿو، ان لاءِ حلال نہ آهي تہ پنهنجو پاڻي (نطفو) ٻئي جي پوک ۾ وجهي، جيڪو شخص ﷲ ۽ قيامت جي ڏينهن تي ايمان رکي ٿو، ان لاءِ حلال نہ آهي تہ لڙائيءَ ۾ گرفتار ٿيل ٻانهي سان جماع ڪري، جيستائين پاڪ ٿئي ۽ جيڪو شخص ﷲ ۽ قيامت جي ڏينهن تي ايمان رکي ٿو، ان لاءِ حلال نہ آهي تہ غنيمت جو مال ورهائڻ کان اڳ وڪڻي. (ابوداؤد) ۽ ترمذي ”زرع غيره“ تائين روايت آندي آهي.**

## ٽيون فصل

(3293) عن مالك قال : بلغني أن رسول الله صلى الله عليه وسلم كان يأمر باستبراء الإماء بحيضة إن كانت ممن تحيض وثلاثة أشهر إن كانت ممن تحيض وينهى عن سقي ماء الغير

**مالڪ کان روايت آهي تہ مون کي حديث پهتي آهي تہ رسول اللهﷺ جن ٻانهين کان پاڪ ڪرڻ جو حڪم ڏيندا هئا. جيڪڏهن حيض واري هوندي هئي تہ هڪ حيض سان ۽ جنهن کي حيض نہ ايندو هو ان کي ٽن مهينن تائين ۽ ٻئي جي پوک کي پاڻي ڏيڻ کان منع ڪندا هئا.**

(3294) وعن ابن عمر : أنه قال : إذا وهبت الوليدة التي توطأ أو بيعت أو أعتقت فلتستبرئ رحمها بحيضة ولا تستبرئ العذراء . رواهما رزين

**ابن عمر ﷺ کان روايت آهي تہ ٻانهي جيڪا صحبت جي لائق هجي، جڏهن هبہ ڪئي وڃي يا وڪرو ڪئي وڃي يا آزاد ڪئي وڃي تہ ان کي گهرجي تہ پنهنجي رحم کي هڪ حيض سان پاڪ ڪري ۽ ڪنواري ٻانهي کي پاڪ ڪرڻ جي ضرورت نہ آهي. (ٻئي حديثون رزين بيان ڪيون آهن)**

## غلام جي ڪاڌي خوراڪ ۽ حقن جو بيان

## پهريون فصل

(3295) عن عائشة رضي الله عنها قالت : إن هندا بنت عتبة قالت : يا رسول الله إن أبا سفيان رجل شحيح وليس يعطيني ما يكفيني وولدي إلا ما أخذت منه وهو يعلم فقال : " خذي ما يكفيك وولدك بالمعروف "

**عائشه ﷺ کان روايت آهي تہ عتبہ جي ڌيءَ هند رسول اللهﷺ جن کي عرض ڪيو تہ يارسول اللهﷺ ! (منهنجو مڙس) ابو سفيان بخيل آهي، مون کي ايترو نٿو ڏي جيترو منهنجي ۽ منهنجي اولاد لاءِ پورو ٿئي. سواءِ ان جي جو ان جي اڻ ڄاڻائيءَ ۾ آئون پاڻ ڪڍان، فرمايائون تہ جيڪو دستور مطابق توکي پورو ٿئي، سو ڪڍندي ڪر. (بخاري۔ مسلم)**

(3296) وعن جابر بن سمرة قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " إذا أعطى الله أحدكم خيرا فليبدأ بنفسه وأهل بيته " . رواه مسلم

**جابر بن سمرهﷺ کان روايت آهي تہ رسولاللهﷺ جن فرمايو تہ: جڏهن ﷲ تعاليٰ توهان مان ڪنهن کي مال عطا فرمائي، ان کي گهرجي تہ پنهنجي ذات ۽ پنهنجن گهر وارن تي خرچ ڪري. (مسلم)**

(3297) وعن أبي هريرة قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " للمملوك طعامه وكسوته ولا يكلف من العمل إلا ما يطيق " . رواه مسلم

**ابو هريره ﷺ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: مالڪ تي پنهنجي ٻانهي جو کاڌ خوراڪ ۽ ڪپڙا فرض آهن ۽ ٻانهي کان صرف سگهہ آهر ڪم وٺجي. (مسلم)**

(3298) وعن أبي ذر قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " إخوانكم جعلهم الله تحت أيديكم فمن جعل الله أخاه تحت يديه فليطعمه مما يأكل وليلبسه مما يلبس ولا يكلفه من العمل ما يغلبه فإن كلفه ما يغلبه فليعنه عليه "

**ابوذر ﷺ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: (اهي) توهان جا ڀائرا توهان جا پائر آهن. جن کي ﷲ تعاليٰ توهان جو ماتحت ڪيو آهي، پوءِ جنهن ڀاءُ کي ﷲ تعاليٰ ڪنهنجو ماتحت ڪيو هجي، اهو کيس اهوئي کارائي جيڪي پاڻ کائي ٿو، اهوئي پارائي جيڪي پاڻ پائي ٿو ۽ ان کان ايترو ڪم نہ وٺي جنهن جي منجهس طاقت نہ هجي، پوءِ جيڪڏهن انکان طاقت کان وڌيڪ ڪم وٺي تہ ان ۾ سندس مدد ڪري (بخاري_ مسلم)**

(3299) وعن عبد الله بن عمرو جاءه قهرمان له فقال له : أعطيت الرقيق قوتهم ؟ قال : لا قال : فانطلق فأعطهم فإن رسول الله صلى الله عليه وسلم قال : " كفى بالرجل إثما أن يحبس عمن يملك قوته " . وفي رواية : " كفى بالمرء إثما أن يضيع من يقوت " . رواه مسلم

**عبدالله بن عمروﷺ کان روايت آهي تہ ان جو ڪمدار ان وٽ آيو، ان کان پڇيائين تہ ڇا تو غلامن کي کاڌ خوراڪ ڏني آهي. عرض ڪيائين تہ نہ ! ان چيو تہ وڃي کين کاڌو ڏي. بيشڪ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ انسان جي برائيءَ لاءِ اهائي ڳالهہ ڪافي آهي تہ پنهنجن غلامن جي روزي روڪي. هڪ ۾ آهي تہ انسان جي برائيءَ لاءِ اهائي ڳالهہ ڪافي آهي تہ پنهنجن غلامن جي روزي ضايع ڪري. (مسلم)**

(3300) وعن أبي هريرة قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " إذا صنع لأحدكم خادمه طعامه ثم جاءه به وقد ولي حره ودخانه فليقعده معه فليأكل وإن كان الطعام مشفوها قليلا فليضع في يده منه أكلة أو أكلتين " . رواه مسلم

**ابو هريره ﷺ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: جڏهن توهان مان ڪنهن جو ٻانهو ان لاءِ کاڌو تيار ڪري آڻي تہ جيئن تہ ان باهہ ۽ دونهين جي تڪليف سٺي آهي تنهن ڪري ان کي پاڻ سان گڏ ويهاري کارائي چاهي ٿو ٿوري کان ٿورو هجي. ان مان هڪ يا ٻہ گرهہ (ضرور) سندس هٿ تي رکي. (مسلم)**

(3301) وعن عبد الله بن عمر رضي الله عنهما أن رسول الله صلى الله عليه وسلم قال : " إن العبد إذا نصح لسيده وأحسن عبادة الله فله أجره مرتين "

**عبدالله بن عمر ﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جيڪو ٻانهو پنهنجي مالڪ سان خير خواهي ڪندو ۽ سهڻي نموني سان الله تعاليٰ جي عبادت ڪندو، ان کي ٻيڻو ثواب ملندو. (بخاري_مسلم)**

(3302) وعن أبي هريرة قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " نعما للمملوك أن يتوفاه الله بحسن عبادة ربه وطاعة سيده نعما له "

**ابو هريره ﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: ڏاڍو چڱو ٻانهو اهو آهي، جنهن کي الله تعاليٰ هن حالت ۾ ماري جو پنهنجي رب جي عبادت بہ سهڻي نموني ڪندو هجي ۽ پنهنجي مالڪ سان بہ سهڻي هلت هلندو هجي. (بخاري_ مسلم)**

(3303) وعن جرير قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " إذا أبق العبد لم تقبل له صلاة " . وفي رواية عنه قال : " أيما عبد أبق فقد برئت منه الذمة " . وفي رواية عنه قال : " أيما عبد أبق من مواليه فقد كفر حتى يرجع إليهم " . رواه مسلم

**جرير ﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ : جيڪو ٻانهو ڀڄي ويندو آهي، ان جي نماز قبول نہ ٿيندي ۽ سندس هڪ روايت ۾ آهي تہ جيڪو ٻانهو پنهنجي مالڪ وٽان ڀڄي ويو، ان جي ذميواري ختم ٿي وئي سندس ٻي روايت ۾ آهي تہ جيڪو ٻانهو پنهنجي مالڪ وٽان ڀڄي ويو، ان ڪفر ڪيو، جيستائين انهن وٽ موٽي اچي. (مسلم)**

(3304) وعن أبي هريرة قال : سمعت أبا القاسم صلى الله عليه وسلم يقول : " من قذف مملوكه وهو بريء مما قال جلد يوم القيامة إلا أن يكون كما قال "

**ابو هريره ﷺ لان روايت آهي تہ مون ابوالقاسم ﷺ کي فرمائيندي ٻڌو تہ جيڪو پنهنجي ٻانهي تي زنا جي تهمت هڻندو ۽ هو ان کان پاڪ هوندو تہ قيامت جي ڏينهن ڪيس ڦٽڪا لڳايا ويندا، سواءِ ان جي جو (پنهنجي الزام ۾) سچو هجي. (بخاري _مسلم)**

(3305) وعن ابن عمر قال : سمعت رسول الله صلى الله عليه وسلم يقول : " من ضرب غلاما له حدا لم يأته أو لطمه فإن كفارته أن يعتقه " . رواه مسلم

**ابن عمر ﷺ کان روايت آهي تہ مون رسول الله ﷺ کي فرمائيندي ٻڌو تہ جيڪو شخص پنهنجي ٻانهي تي ناحق حد لاڳو ڪري يا ان کي ٿڦڙ هڻي، ان جو ڪفارو هي آهي تہ ڪيس آزاد ڪري ڇڏي. (مسلم)**

(3306) وعن أبي مسعود الأنصاري قال : كنت أضرب غلاما لي فسمعت من خلفي صوتا : " اعلم أبا مسعود لله أقدر عليك منك عليه " فالتفت فإذا هو رسول الله صلى الله عليه وسلم فقلت : يا رسول الله هو حر لوجه الله فقال : " أما لو لم تفعل للفحتك النار أو لمستك النار " . رواه مسلم

**ابو مسعود انصاري ﷺ کان روايت آهي تہ آئون پنهنجي ٻانهي کي ماري رهيو هئس. اچانڪ پنهنجي پويان آواز ٻڌم تہ اي ابو مسعود، پڪ ڄاڻ تہ ﷲ توتي ان کان وڌيڪ قدرت رکي ٿو، جيتري توکي ان ٻانهي تي آهي مون ڏيان ڏنو تہ رسول اللهﷺ جن هئا عرض ڪيو تہ يا رسول اللهﷺ هي ﷲ ڪارڻ آزاد آهي. فرمايائون تہ جيڪڏهن ڪيس آزاد نہ ڪرين ها تہ دوزخ جي باھ توکي ساڙي ها. (مسلم)**

## ٻيو فصل

(3307) عن عمرو بن شعيب عن أبيه عن جده : أن رجلا أتى النبي صلى الله عليه وسلم فقال : إن لي مالا وإن والدي يحتاج إلى مالي قال : " أنت ومالك لوالدك إن أولادكم من أطيب كسبكم كلوا من كسب أولادكم " . رواه أبو داود وابن ماجه

**عمرو بن شعيب پنهنجي پيءُ کان، اهو سندس ڏاڏي کان روايت ڪري ٿو تہ هڪ شخص نبيﷺ جن وٽ اچي عرض ڪيو تہ مون وٽ مال آهي ۽ منهنجو پيءُ منهنجي مال جو محتاج آهي. فرمايائون تہ تون ۽ تنهنجو مال، تنهنجي پيءُ جا آهيو. بيشڪ توهان جو اولاد توهان جي بهترين ڪمائي آهي. پنهنجي اولاد جي ڪمائي مان کائو (ابو داؤد_ ان ماجہ)**

(3308) وعنه وعن أبيه عن جده : أن رجلا أتى النبي صلى الله عليه وسلم فقال : إني فقير ليس لي شيء ولي يتيم فقال : " كل من مال يتيمك غير مسرف ولا مبادر ولا متأثل " . رواه أبو داود والنسائي وابن ماجه

**عمرو بن شعيب پنهنجي پيءُ کان، اهو سندس ڏاڏي کان روايت ڪري ٿو تہ هڪ شخص نبيﷺ جن وٽ اچي عرض ڪيو تہ آئون مسڪين ماڻهو آهيان، مون وٽ ڪجھ نہ آهي ۽ هڪ يتيم منهنجي زير ڪفالت آهي_ راوي چوي ٿو تہ _ پاڻ سڳورنﷺ فرمايو تہ پنهنجي يتيم جي مال مان کاءُ، نہ فضول خرچ ڪر. نہ جلدي جلدي مال کائڻ جي ڪوشش ڪر ۽ نہ انجي مال کي پنهنجي لاءِ گڏ ڪر. (ابودائود، نسائي، ابنماجہ)**

(3309) وعن أم سلمة عن النبي صلى الله عليه وسلم أنه كان يقول في مرضه : " الصلاة وما ملكت أيمانكم " . رواه البيهقي في شعب الإيمان وروى أحمد وأبو داود عن علي نحوه

ام سلمہ رضي الله عنها کان روايت آهي تہ نبي صلي الله عليه وسلم جن پنهنجي (آخري) بيماريءَ دوران فرمائيندا رهيا تہ نماز جي پابندي ڪريو ۽ پنهنجي ٻانهن جا حق ادا ڪريو. (بيهقي شعب الايمان ) احمد ۽ ابوداؤد علي رضي الله عنه کان بہ اهڙي حديث آندي آهي.

(3310) وعن أبي بكر الصديق رضي الله عنه عن النبي صلى الله عليه وسلم قال : " لا يدخل الجنة سيئ الملكة " . رواه الترمذي وابن ماجه

ابو بڪر صديق رضي الله عنه کان روايت آهي تہ نبي صلي الله عليه وسلم جن فرمايو تہ: جيڪو پنهنجن غلامن سان بدسلوڪي ڪندو. اهو جنت ۾ داخل نہ ٿيندو. (ترمذي_ دارمي)

(3311) وعن رافع بن مكيث أن النبي صلى الله عليه وسلم قال : " حسن الملكة يمن وسوء الخلق شؤم " . رواه أبو داود ولم أر في غير المصابيح ما زاد عليه فيه من قوله : " والصدقة تمنع ميتة السوء والبر زيادة في العمر "

رافعہ بن مڪيث رضي الله عنه کان روايت آهي تہ نبي صلي الله عليه وسلم جن فرمايو تہ: غلامن سان سهڻو سلوڪ ڪرڻ ڀلائي ۽ انهن سان بدسلوڪي ڪرڻ بدبختيءَ جي ڳالهہ آهي. (ابو داؤد) مصابيح ۾ هن حديث هيٺ هي لفظ بہ آهين، جيڪي مون ڪي ٻئي ڪتاب ۾ نظر نٿا اچن تہ " ۽ صدقو بري موت کان بچائيندو آهي. ۽ نيڪي عمر کي وڌائيندي آهي

(3312) وعن أبي سعيد قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " إذا ضرب أحدكم خادمه فذكر الله فارفعوا أيديكم " . رواه الترمذي والبيهقي في شعب الإيمان لكن عنده " فليمسك " بدل " فارفعوا أيديكم "

ابو سعيد رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليه وسلم جن فرمايو تہ: جڏهن توهان مان ڪو پنهنجي ٻانهي کي ماري. پوءِ اهو توهان کي الله جو واسطو ڏي تہ توهان پنهنجي هٿ روڪي ڇڏيو. (ترمذي ۽ بيهقي شعب الايمان ، پر ان ۾ "پنهنجا هٿ روڪيو" جي بجائي آهي تہ "پوءِ رڪجي وڃڻ گهرجي."

(3313) وعن أبي أيوب قال : سمعت رسول الله صلى الله عليه وسلم يقول : " من فرق بين والدة وولدها فرق الله بينه وبين أحبته يوم القيامة " . رواه الترمذي والدارمي

ابو ايوب رضي الله عنه کان روايت آهي تہ مون رسول الله صلي الله عليه وسلم جن کي فرمائيندي ٻڌو آهي جيڪا ماءُ ۽ سندس پٽ جي وچ ۾ جدائي وجهندو. الله تعاليٰ قيامت جي ڏينهن ان جي ۽ سندس عزيزن جي وچ ۾ جدائي وجهندو. (ترمذي _ دارمي)

(3314) وعن علي رضي الله عنه قال : وهب لي رسول الله صلى الله عليه وسلم غلامين أخوين فبعث أحدهما فقال لي رسول صلى الله عليه وسلم : " يا علي ما فعل غلامك ؟ " فأخبرته . فقال : " رده رده " . رواه الترمذي وابن ماجه

**علي ﷜ کان روايت آهي تہ مون کي رسول الله ﷺ جن ٻہ ڀانها عنايت فرمايا، جيڪي پاڻ ۾ ڀائر هئا. مون انهن مان هڪ کي وڪڻي ڇڏيو پوءِ رسول الله ﷺ جن مون کان پڇيو تہ اي علي﷜ ! تنهنجو ٻيو ٻانهو ڪيڏانهن ويو" مون کيس حقيقت ٻڌائي. فرمايائون تہ انکي واپس وٺ. ان کي واپس وٺ(ترمذي_ ابن ماجہ)**

(3315) وعنه أنه فرق بين جارية وولدها فنهاه النبي صلى الله عليه وسلم عن ذلك فرد البيع . رواه أبو داود منقطعا

**علي ﷜ کان روايت آهي تہ انهيءَ هڪ ٻانهيءَ ۽ ان جي ٻار ۾ جدائي وڌي، پوءِ نبي ﷺ جن ان کان منع فرمائي ۽ انهيءَ بيع رد ڪري ڇڏي. (ابوداؤد، حديث منقطع آهي)**

(3316) وعن جابر عن النبي صلى الله عليه وسلم قال : " ثلاث من كن فيه يسر الله حتفه وأدخله جنته : رفق بالضعيف وشفقة على الوالدين وإحسان إلى المملوك " . رواه الترمذي وقال : هذا حديث غريب

**جابر ﷜ کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ: جنهن ۾ هي ٽي ڳالهيون هونديون، ان تي الله تعاليٰ موت کي آسان ڪندو .۽ کيس جنت ۾ داخل ڪندو: 1- ڪمزورن سان نرمي ڪرڻ، 2- ماءُ ۽ پيءُ سان مهرباني ڪرڻ ، 3_ غلامن سان احسان ڪرڻ (ترمذي، ۽ چوي ٿو تہ هيءَ حديث غريب آهي)**

(3317) أن رسول الله صلى الله عليه وسلم وهب لعلي غلاما فقال : " لا تضربه فإني نهيت عن ضرب أهل الصلاة وقد رأيته يصلي " . هذا لفظ المصابيح وفي " المجتبى " للدارقطني : أن عمر بن الخطاب رضي الله عنه قال : نهانا رسول الله صلى الله عليه وسلم عن ضرب المصلين

**ابو امامہ ﷜ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن علي ﷜ کي هڪ ٻانهو ڏنو ۽ حڪم فرمايائون تہ هن کي نہ مارجانءِ، ڇاڪاڻ تہ مون کي نمازين کي مارڻ کان منع ڪئي وئي آهي ۽ مون هن کي نماز پڙهندي ڏٺو آهي. اهي مصابيح جا الفاظ آهن ۽ دارقطني جي مجتبيٰ ۾ آهي تہ عمر بن خطاب ﷜ فرمائي ٿو تہ اسان کي رسول الله ﷺ جن نمازين کي مارڻ کان منع فرمائي آهي.**

(3318) وعن عبد الله بن عمر رضي الله عنهما قال : جاء رجل إلى النبي صلى الله عليه وسلم فقال : يا رسول الله كم نعفو عن الخادم ؟ فسكت ثم أعاد عليه الكلام فصمت فلما كانت الثالثة قال : " اعفوا عنه كل يوم سبعين مرة " . رواه أبو داود ورواه الترمذي عن عبد الله بن عمرو

**عبدالله بن عمر ﷠ کان روايت آهي تہ هڪ شخص نبي ﷺ جن وٽ اچي عرض ڪيو تہ يارسول الله ﷺ اسين پنهنجن غلامن کي ڪيترو معاف ڪريون؟ پاڻ خاموش رهيا. ان شخص وري ساڳي ڳالهہ پڇي تڏهن بہ جواب نہ ڏنائون. ٽئين ڀيري پڇڻ تي فرمايائون تہ ”روزانہ ستر دفعا معاف ڪندا ڪريو“ (ابوداؤد ترمذيءَ اها روايت عبدالله بہ عمرو﷠ کان آندي آهي.**

(3319) وعن أبي ذر قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " من لاءمكم من مملوكيكم فأطعموه مما تأكلون واكسوه مما تكسون ومن لا يلائمكم منهم فبيعوه ولا تعذبوا خلق الله " . رواه أحمد وأبو داود

**ابو ذر ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ : توهان جي غلامن مان جيڪو توهان جي طبيعت مطابق ڪم ڪري، ان کي اهوئي ڪاڌو ڪارايو جيڪو پاڻ ڪائيندا آهيون ۽ اهوئي پارايو جيڪو پاڻ پائيندا آهيو ۽ جيڪو توهان جي مرضيءَ مطابق ڪم نہ ڪري، ان کي وڪڻي ڇڏيو، ﷲ جي مخلوق کي تڪليف نہ ڏيو. (احمد_ ابو دائود)**

(3320) وعن سهل بن الحنظلية قال : مر رسول الله صلى الله عليه وسلم ببعير قد لحق ظهره ببطنه فقال : " اتقوا الله في هذه البهائم المعجمة فاركبوها صالحة واتركوها صالحة " . رواه أبو داود

**سهل بن حنظليہ ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن هڪ اٺ وٽان لنگهيا، جنهن جي پٺ پيٽ سان لڳل هئي. فرمايائون تہ هنن بي زبان جانورن جي باري ۾ ﷲ تعاليٰ کان ڊڄو! انهن تي ان وقت سواري ڪريو جڏهن اهي سواري جي قابل هجن ۽ انهن کي ڇڏيو، جڏهن ڇڏڻ جي قابل هجن. (ابوداؤد)**

## ٽيون فصل

(3321) عن ابن عباس قال : لما نزل قوله تعالى ( ولا تقربوا مال اليتيم إلا بالتي هي أحسن ) وقوله تعالى : ( إن الذين يأكلون أموال اليتامى ظلما ) الآية انطلق من كان عنده يتيم فعزل طعامه من طعامه وشرابه من شرابه فإذا فضل من طعام اليتيم وشرابه شيء حبس له حتى يأكله أو يفسد فاشتد ذلك عليهم فذكروا ذلك لرسول الله صلى الله عليه وسلم فأنزل الله تعالى : ( ويسألونك عن اليتامى قل إصلاح لهم خير وإن تخالطوهم فإخوانكم ) فخلطوا طعامهم بطعامهم وشرابهم بشرابهم . رواه أبو داود والنسائي

**ابن عباس﷠ کان روايت آهي تہ جڏهن ﷲ تعاليٰ جو هي فرمان نازل ٿيو: ”يتيم جي مال جي ويجها نہ وڃو مگر جيڪو سهڻو طريقو هجي. “(بني اسرائيل آيت: 34) ۽ هي فرمان تہ:**

**جيڪي ماڻهو يتيم جو مال ظلم سان کائين ٿا.“** (النساءِ آيت:10) **تہ جن جي نگراني هيٺ يتيم ٻار هئا. انهن پنهنجو کاڌو پيتو يتيمن جي کاڌي**

**پيتي کان جدا ڪري ڇڏيو ۽ يتيمن جي کاڌي پيتي مان جيڪي ڪجھ بچي پوندو هو، اهو رکي ڇڏيندا هئا، تانجو يتيم ان کي کائي يا خراب ٿي وڃي. اها ڳالھ کين ڏکي لڳي ۽ رسول الله ﷺ سان ان جو ذڪر ڪيائون. پوءِ** اللہ **تعاليٰ بقره:220جي هيءَ آيت نازل فرمائي توکان يتيمن جي باري ۾ پڇن ٿا، چئو تہ انهن جي اصلاح ڪرڻ چڱي آهي۽ جيڪڏهن انهن کي پاڻ سان ملايو تہ اهي توهان جا ڀائر آهن. پوءِ پنهنجا کاڌا پيتا انهن جي کاڌي پيتي ۾ شامل ڪري ڇڏيائون. (ابو دائود_ نسائي)**

(3322) وعن أبي موسى قال : لعن رسول الله صلى الله عليه وسلم من فرق بين الوالد وولده وبين الأخ وبين أخيه . رواه ابن ماجه والدارقطني

**ابو موسيٰ** ﷺ **کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن ان تي لعنت ڪئي آهي جيڪو پيءُ ۽ پٽ ۽ ڀن ڀائرن جي درميان جدائي وجهي ٿو (ابن ماجہ دارقطني)**

(3323) وعن عبد الله بن مسعود قال : كان النبي صلى الله عليه وسلم إذا أتي بالسبي أعطى أهل البيت جميعا كراهية أن يفرق بينهم . رواه ابن ماجه

**عبدالله بن مسعود** ﷺ **کان روايت آهي تہ جڏهن نبيﷺ جن وٽ قيدي ايندا هئا تہ سڀ هڪ ماڻهو جي حوالي ڪندا هئا، ڇاڪاڻ تہ انهن جي وچ ۾ جدائي وجهڻ کي برو سمجهندا هئا. (ابن ماجہ)**

(3324) وعن أبي هريرة أن رسول الله صلى الله عليه وسلم قال : " ألا أنبئكم بشراركم ؟ الذي يأكل وحده ويجلد عبده ويمنع رفده " . رواه رزين

**ابو هريره** ﷺ **کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: ڇا توهان کي توهان جا سڀ کان شرير ماڻهو ٻڌايان؟ جيڪي اڪيلا کائيندا آهن، پنهنجن غلامن کي ماريندا آهن ۽ ڪنهن کي خيرات نہ ڏيندا آهن. (رزين)**

(3325) وعن أبي بكر الصديق رضي الله عنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " لا يدخل الجنة سيئ الملكة " . قالوا : يا رسول الله أليس أخبرتنا أن هذه الأمة أكثر الأمم مملوكين ويتامى ؟ قال : " نعم فأكرموهم ككرامة أولادكم وأطعموهم مما تأكلون " . قالوا : فما تنفعنا الدنيا ؟ قال : " فرس ترتبطه تقاتل عليه في سبيل الله ومملوك يكفيك فإذا صلى فهو أخوك " . رواه ابن ماجه

ابوبڪر صديق ﷛ ڪان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: اهو ماڻهو جنت ۾ نہ ويندو جيڪو پنهنجن ٻانهن سان خراب سلوڪ ڪري ٿو. اصحابن عرض ڪيو تہ يا رسول اللهﷺ ڇا توهان اسان کي خبر نہ ڏني آهي تہ توهان جي هن امت ۾ سيني امتن کان وڌيڪ ٻانها ۽ يتيم هوندا؟ فرمايائون تہ هائو! پوءِ توهان انهن جي ائين عزت ڪريو جيئن پنهنجي اولاد جي عزت ڪندا آهيو ۽ انهن کي اهوئي کارايو جيڪو پاڻ کائيندا آهيو. اصحابن عرض ڪيو تہ اسان کي دنيا ۾ وڌيڪ فائدو پهچائيندڙ شيءِ ڪهڙي آهي؟ فرمايائون تہ جيڪو گهوڙو دشمن سان ﷻ جي واٽ ۾ وڙهڻ لاءِ ٻڌين ۽ هڪ ٻانهو تنهنجي لاءِ ڪافي آهي ۽ جڏهن اهو نماز پڙهي تہ تنهنجو ڀاءُ آهي. (ابن ماجہ)

# ٻار جي بالغ ٿيڻ ۽ ان کي ڪير پيارڻ جو بيان

## پهريون فصل

(3326) عن ابن عمر رضي الله عنهما قال : عرضت على رسول الله صلى الله عليه وسلم عام أحد وأنا ابن أربع عشرة سنة فردني ثم عرضت عليه عام الخندق وأنا ابن خمس عشرة سنة فأجازني فقال عمر بن عبد العزيز : هذا فرق ما بين المقاتلة والذرية

ابن عمر ﷛ ڪان روايت آهي تہ جنگ احد واري سال ، جڏهن منهنجي عمر چوڏهن سال هئي، مون کي رسول اللهﷺ جن وٽ پيش ڪيو ويو. پاڻ مون کي واپس ڪري ڇڏيائون پوءِ جنگ خندق واري سال، جڏهن، منهنجي عمر پندرهن سال هئي وري مون کي رسول اللهﷺ جن وٽ پيش ڪيو ويو، تڏهن پاڻ مون کي (جنگ جي) اجازت ڏنائون. عمر بن عبدالعزيز چوي ٿو تہ عمر جي ويڙهو جوانن ۽ ڇوڪرن جي وچ ۾ اهوئي فرق آهي (بخاري_مسلم)

(3327) وعن البراء بن عازب قال : صالح النبي صلى الله عليه وسلم يوم الحديبية على ثلاثة أشياء : على أن من أتاه من المشركين رده إليهم ومن أتاهم من المسلمين لم يردوه وعلى أن يدخلها من قابل ويقيم بها ثلاثة أيام فلما دخلها ومضى الأجل خرج فتبعته ابنة حمزة تنادي : يا عم يا عم فتناولها علي فأخذ بيدها فاختصم فيها علي وزيد وجعفر قال علي : أنا أخذتها وهي بنت عمي . وقال جعفر : بنت عمي وخالتها تحتي وقال زيد : بنت أخي فقضى بها النبي صلى الله عليه وسلم لخالتها وقال : " الخالة بمنزلة الأم " . وقال لعلي : " أنت مني وأنا منك " وقال لجعفر : " أشبهت خلقي وخلقي " . وقال لزيد : " أنت أخونا ومولانا "

براءُ بن عازب ﷛ ڪان روايت آهي تہ حديبيہ جي ڏينهن نبيﷺ جن ٽن ڳالهين تي صلح ڪيو: 1-مشرڪن مان جيڪو وٽن ايندو، پاڻ ان کي واپس ڪندا، 2-ملسمانن مان جيڪو مشرڪن وٽ ايندو، ان کي واپس نہ ڪندا. 3- پاڻ ايندڙ سال مڪي ايندا ۽ ٽي ڏينهن مڪي ۾ قيام ڪندا. پوءِ جڏهن مڪي ۾ داخل ٿيا ۽ مدت پوري ڪري ٻاهر نڪتا تہ حمزه﷛ جي نياڻي پڪاري چوڻ

لڳي تہ اي چا چا اي چاچا! عليﷺ کيس کنيو ۽ ان کي هٿ کان ورتائين. ان جي باري ۾ علي، جعفر ۽ زيدﷺ ۾ تڪرار ٿي پيو. عليﷺ چيو تہ ان کي آئون کڻندس اها منهنجي چاچي جي نياڻي آهي. جعفرﷺ چيو تہ اها منهنجي چاچي جي نياڻي آهي. ۽ ان جي ماسي منهنجي هيٺان آهي. زيد چيو تہ اها منهنجي ڀاءُ جي ڌيءُ آهي نبيﷺ جن سندس ماسيءَ جي حق ۾ فيصلو ڏيندي فرمايو تہ: ”ماسيءَ ماءُ جي مرتبي ۾ آهي.“ عليﷺ کي فرمايائون تہ ”تون مون مان آهين ۽ آئون تو مان آهيان.“ جعفر ﷺ کي فرمايائون تہ ”تون پيدائش ۽ اخلاق ۾ مون سان مشابهت رکين ٿو. “زيد کي فرمايائون تہ ”تون اسان جو ڀاءُ ۽ اسان جو آزاد ڪيل غلام آهين.“ (بخاري_مسلم)

## ٻيو فصل

(3328) وعن عمرو بن شعيب عن أبيه عن جده عبد الله بن عمرو : أن امرأة قالت : يا رسول الله إن ابني هذا كان بطني له وعاء وثديي له سقاء وحجري له حواء وإن أباه طلقني وأراد أن ينزعه مني فقال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " أنت أحق به ما لم تنكحي " . رواه أحمد وأبو داود

عمرو بن شعيب پنهنجي پيءُ کان اهو سندس ڏاڏي کان روايت ڪري ٿو تہ هڪ عورت عرض ڪيو تہ يا رسول اللهﷺ منهنجي هن پٽ لاءِ منهنجو پيٽ ٿانءُ، منهنجي ڇاتي سانداري ۽ منهنجي هنج هنڌ رهي آهي ۽ بيشڪ سندس پيءُ مون کي طلاق ڏني آهي ۽ کيس مون کان کسڻ گهري ٿو. رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ جيستائين (ٻيو) نڪاح نٿي ڪرين، تيستائين تون ئي ان جي وڌيڪ حقدار آهين. (احمد_ ابو دائود)

(3329) وعن أبي هريرة : أن رسول الله صلى الله عليه وسلم خير غلاما بين أبيه وأمه . رواه الترمذي

ابو هريره ﷺ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن هڪ ٻار کي اختيار ڏنو تہ چاهي تہ ماءُ وٽ رهي، چاهي تہ پيءُ وٽ رهي (ترمذي)

(3330) وعنه قال : جاءت امرأة إلى رسول الله صلى الله عليه وسلم فقالت : إن زوجي يريد أن يذهب بابني وقد سقاني ونفعني فقال النبي صلى الله عليه وسلم : " هذا أبوك وهذه أمك فخذ بيد أيهما شئت " . فأخذ بيد أمه فانطلقت به . رواه أبو داود والنسائي والدارمي

ابو هريره رضي الله کان روايت آهي تہ هڪ عورت رسول اللهﷺ جن وٽ آئي ۽ چيائين تہ تحقيق منهنجي مڙس جو ارادو آهي تہ مون کان منهنجي پٽ کي کسي، حالانڪ اهو مون کي پاڻي پياري ٿو ۽ مون کي فائدو پهچائي ٿو. نبي ﷺ جن (ٻار کي) فرمايو تہ: هيءُ تنهنجو پيءُ ۽ هيءُ تنهنجي ماءُ آهي، انهن مان جنهن کي پسند ڪرين ان کي هٿ کان وٺ، پوءِ ٻار ماءُ کي هٿ کان ورتو، پوءِ اها ان کي وٺي وئيءَ (ابو دائود، نسائي، دارمي)

### ٽيون فصل

(3331) عن هلال بن أسامة عن أبي ميمونة سليمان مولى لأهل المدينة قال : بينما أنا جالس مع أبي هريرة جاءته امرأة فارسية معها ابن لها وقد طلقها زوجها فادعياه فرطنت له تقول : يا أبا هريرة زوجي يريد أن يذهب بابني . فقال أبو هريرة : استهما رطن لها بذلك . فجاء زوجها وقال : من يحاقني في ابني ؟ فقال أبو هريرة : اللهم إني لا أقول هذا إلا إني كنت قاعدا مع رسول الله صلى الله عليه وسلم فأتته امرأة فقالت : يا رسول الله إن زوجي يريد أن يذهب بابني وقد نفعني وسقاني من بئر أبي عنبة وعند النسائي : من عذب الماء فقال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " استهما عليه " . فقال زوجها من يحاقني في ولدي ؟ فقال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " هذا أبوك وهذه أمك فخذ بيد أيهما شئت " فأخذ بيد أمه . رواه أبو داود . والنسائي لكنه ذكر المسند . ورواه الدارمي عن هلال بن أسامة

**هلال بن اسامه، ابو ميمونہ کان، جيڪو مديني وارن جو ٻانهو هو، روايت ڪري ٿو تہ آئون ابو هريره وٽ وينو هئس، هڪ فارسي عورت وٽس آئي، جنهن سان گڏ ان جو پٽ بہ هو. ان جي مڙس ان کي طلاق ڏني مڙس ۽ زال جي وچ ۾ پٽ تي تڪرار هو. عورت فارسي زبان ۾ چيو تہ اي ابو هريره! منهنجو مڙس منهنجي پُٽ کي کسڻ گهري ٿو. ابو هريره چيو تہ: ٻئي هن ڇوڪر جي باري ۾ پُڪو وجهو. ابو هريره بہ عورت کي فارسيءَ ۾ جواب ڏنو. پوءِ ان جو مڙس آيو ۽ چوڻ لڳو تہ ڪير آهي جيڪو منهنجي پٽ جي باري ۾ مون سان تڪرار ڪري ٿو؟ ابو هريره چيو تہ آئون اهو هن ڪري چئي رهيو آهيان جو هڪ ڏينهن رسول اللهﷺ جن وٽ هيس، پوءِ وٽن هڪ عورت آئي، چوڻ لڳي تہ يارسول اللهﷺ! بيشڪ منهنجو مڙس گهري ٿو تہ مون کان منهنجي پٽ کي کسي حالانڪ اهو مون کي فائدو پهچائي ٿو ۽ مون کي ابي عنبہ جي کوهہ مان پاڻي آڻي ڏي ٿو ۽ نسائي جي روايت ۾ آهي تہ: مون کي مٺو پاڻي پيارينده آهي.“ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ اوهين ٻئي هن جي باري ۾ پکو وجهو. مڙس چوڻ لڳو تہ ڪير آهي جيڪو منهنجي پٽ جي باري ۾ مون سان تڪرار ڪري ٿو؟ رسول اللهﷺ جن (ٻار کي) فرمايو تہ هي تنهنجو پيءُ ۽ هيءَ تنهنجي ماءُ آهي. انهن مان جنهن کي چاهين ٿو، ان جو هٿ پڪڙ، پوءِ ڇوڪر ماءُ جو هٿ ورتو (ابوداؤد، نسائيءَ، نسائيءَ ان حديث کي سند سميت بيان ڪيو آهي) ۽ دارميءَ ۾ اها روايت هلال بن اسامہ کان آهي.**

## ٻانهو آزاد ڪرڻ جو بيان

### پهريون فصل

(3332) عن أبي هريرة قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " من أعتق رقبة مسلمة أعتق الله بكل عضو منه عضوا من النار حتى فرجه بفرجه "

**ابو هريره ﷛ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ : جيڪو ڪنهن مسلمان ٻانهي کي آزاد ڪندو، ﷲ تعاليٰ ان جي هر عضوي جي بدلي ۾ سندس عضوي کي، ايستائين جو ان جي اگهڙ جي بدلي ۾ اگهڙ کي آزاد ڪندو. (بخاري_مسلم)**

(2333) وعن أبي ذر قال : سألت النبي صلى الله عليه وسلم : أي العمل أفضل ؟ قال : " إيمان بالله وجهاد في سبيله " قال : قلت : فأي الرقاب أفضل ؟ قال : " أغلاها ثمنا وأنفسها عند أهلها " . قلت : فإن لم أفعل ؟ قال : " تعين صانعا أو تصنع لأخرق " . قلت : فإن لم أفعل ؟ قال : " تدع الناس من الشر فإنها صدقة تصدق بها على نفسك "

**ابوذر ﷛ كان روايت آهي تہ مون نبي ﷺ جن كان پڇيو تہ ڪهڙو عمل وڌيڪ افضل آهي؟ فرمايائون تہ : اللہ تي ايمان آڻڻ ۽ سندس واٽ ۾ جهاد ڪرڻ. مون پڇيو تہ پلا ڪهڙو ٻانهو آزاد ڪرڻ وڌيڪ افضل آهي؟ فرمايائون تہ جيڪو مالڪ وٽ وڌيڪ قيمتي ۽ گهڻو پيارو هجي. مون عرض ڪيو تہ جيڪڏهن ائين ڪري نہ سگهان تہ؟ فرمايائون تہ ڪم ڪندڙ جي مدد ڪر يا جيڪو ڪا شيءِ ٺاهڻ نہ ڄاڻي. ان کي اها ٺاهي ڏي. مون عرض ڪيو تہ جيڪڏهن مون کان اهو بہ نہ ٿي سگهي تہ؟ پاڻ ﷺ فرمايائون تہ ماڻهن کي پنهنجي شر کان محفوظ رک، اهو صدقو آهي، جيڪو تون پنهنجي نفس تي ڪندين.(بخاري _مسلم)**

## ٻيو فصل

(3334) عن البراء بن عازب قال : جاء أعرابي إلى النبي صلى الله عليه وسلم فقال : علمني عملا يدخلني الجنة قال : " لئن كنت أقصرت الخطبة لقد أعرضت المسألة أعتق النسمة وفك الرقبة " . قال : أو ليسا واحدا ؟ قال : " لا عتق النسمة : أن تفرد بعتقها وفك الرقبة : أن تعين في ثمنها والمنحة : الوكوف والفيء على ذي الرحم الظالم فإن لم تطق ذلك فأطعم الجائع واسق الظمآن وأمر بالمعروف وانه عن المنكر فإن لم تطق فكف لسانك إلا من خير " . رواه البيهقي في شعب الإيمان

**براءَ بن عازب ﷛ كان روايت آهي تہ هڪ ڳوناٺو نبيﷺ جن وٽ آيو ۽ چيائين تہ مون کي اهڙو عمل ٻڌايو جنهن سان جنت ۾ داخل ٿيا. پاڻ ﷺ فرمايائون تہ: تو جيتوڻيڪ سوال مختصر ڪيو، پر اهم ڳالهہ پڇي آهي. جان آزاد ڪر ۽ ٻانهي کي آزاد ڪر. عرض ڪيائين تہ ڇا آهي ٻئي ڳالهيون هڪ ڳالهہ نہ آهي. پاڻﷺ فرمايائون تہ نہ! جان آزاد ڪرڻ هي آهي تہ اڪيلي سر ٻانهو آزاد ڪرين ۽ ٻانهي کي آزاد ڪرڻ هي آهي تہ سندس قيمت ڏيڻ ۾ مدد ڪرين ۽ جنت ۾ داخل ڪندڙ عمل هي آهي تہ ڪير ڏيندڙ جانور محتاج کي ڏين ۽ ظالم عزيز کان مهرباني ۽ احسان ڪر. جيڪڏهن تو کان اهو نٿو پڄي تہ بکايل کي کاڌو کاراءِ، اڃايل کي پاڻي پيار. ماڻهن کي ڀلائيءَ جو حڪم ڪر ۽ برائي کان روڪ. جيڪڏهن تو ۾ اها طاقت نہ آهي تہ پوءِ پنهنجي زبان بند رک، سواءِ ڀلي ڳالهہ چوڻ جي (بيهقي شعب الايمان)**

(3335) وعن عمرو بن عبسة أن النبي صلى الله عليه وسلم قال : " من بنى مسجدا ليذكر الله فيه بني له بيت في الجنة ومن أعتق نفسا مسلمة كانت فديته من جهنم . ومن شاب شيبة في سبيل الله كانت له نورا يوم القيامة " . رواه في شرح السنة

**عمرو بن عبسہ ﷛ کان روايت آهي تہ نبيﷺ جن فرمايو تہ: جيڪو مسجد بنائيندو. جيئن ان ۾ ﷲ جو ذڪر ڪيو وڃي، ان لاءِ جنت ۾ گهر بنايو وڃي ٿو ۽ جيڪو مسلمان ٻانهي کي آزاد ڪندو، ان لاءِ اهو ڪم دوزخ کان نجات جو سبب ٿيندو ۽ جيڪو ﷲ تعاليٰ جي واٽ يعني جهاد ۾ پوڙهو ٿي ويو، ان لاءِ (اهڙي حياتي قيامت جي ڏينهن نور (ثابت) ٿيندي. (شرح السنه)**

**ٽيون فصل**

(3336) عن الغريف بن عياش الديلمي قال : أتينا واثلة بن الأسقع فقلنا : حدثنا حديثا ليس فيه زيادة ولا نقصان فغضب وقال : إن أحدكم ليقرأ ومصحفه معلق في بيته فيزيد وينقص فقلنا : إنما أردنا حديثا سمعته من النبي صلى الله عليه وسلم فقال : أتينا رسول الله صلى الله عليه وسلم في صاحب لنا أوجب يعني النار بالقتل فقال : " أعتقوا عنه بعتق الله بكل عضو منه عضو أمنه من النار " . رواه أبو داود والنسائي

**غريف ديلمي کان روايت آهي تہ اسين واثلہ بن اسقع وٽ وياسين ۽ ان کي چيوسون تہ اسان کي ڪا حديث ٻڌاءِ، جنهن ۾ ڪا گهٽ وڌائي نہ هجي. واثلہ ڪاوڙجي پيو ۽ چيائين تہ توهان مان ڪو اهڙو آهي، جيڪو گهر ۾ ٽنگيل قرآن ڪٽي پڙهندو آهي، پوءِ بہ ان ۾ گهٽ وڌائي ڪندو آهي. چيوسون تہ اسان جو مطلب آهي تہ جيڪا حديث توهان نبيﷺ کان ٻڌي هجي اها اسان کي ٻڌايو. ان چيو تہ اسين رسول اللهﷺ جن وٽ پنهنجي هڪ دوست لاءِ آياسين. جنهن قتل ڪري پنهنجي لاءِ دوزخ واجب ڪئي هئي. فرمايائون تہ ان جي طرفان ٻانهو آزاد ڪريو. ﷲ تعاليٰ ان ٻانهي جي هر عضوي جي بدلي ۾ ان جي عضون کي دوزخ کان نجات ڏيندو. (ابوداؤد_ نسائي)**

(3337) وعن سمرة بن جندب قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " أفضل الصدقة الشفاعة بها تفك الرقبة " . رواه البيهقي في " شعب الإيمان "

**سمره بن جندب ﷛ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: افضل صدقو اها سفارش آهي جنهن سان ڪنهن جي جان آزاد ڪئي وڃي (بيهقي شعب الايمان)**

# مشترڪ ٻانهو آزاد ڪرڻ، قرابتدار کي خريد ڪرڻ ۽ بيماريءَ جي حالت ۾آزاد ڪرڻ جو بيان

**پهريون فصل**

(3338) عن ابن عمر رضي الله عنهما قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " من أعتق شركا له في عبد وكان له مال يبلغ ثمن العبد قوم العبد قيمة عدل فأعطي شركاؤه حصصهم وعتق عليه العبد وإلا فقد عتق منه ما عتق "

**ابن عمر ﷺ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: جيڪو گڏيل حصي مان پنهنجو حصو آزاد ڪري ٿو ۽ ان وٽ ٻانهي جي قيمت جيترو مال هجي تہ باقي شريڪن جا حصا خريد ڪري ان کي آزاد ڪري ۽ جيڪڏهن ان وٽ ايترو مال نہ آهي تہ صرف پنهنجو حصو آزاد ڪري. (بخاري_مسلم)**

(3339) وعن أبي هريرة أن رسول الله صلى الله عليه وسلم قال : " من أعتق شقصا في عبد أعتق كله إن كان له مال فإن لم يكن له مال استسعي البعد غير مشقوق عليه "

**ابو هريره ﷺ کان روايت آهي تہ نبيﷺ جن فرمايو تہ: جيڪو شخص گڏيل ٻانهي مان پنهنجو حصو آزاد ڪرڻ گهري ٿو، پوءِ جيڪڏهن ان وٽ ايترو مال هجي جو ٻين شريڪن کي سندن حصن جي قيمت ڏئي سگهي تہ پورو ٻانهو آزاد ڪري ۽ جيڪڏهن وٽس ايترو مال نہ هجي تہ ٻانهي کان محنت مزدوري وسيلي باقي حصن جي قيمت ادا ڪرائجي. پر ٻانهي کان طاقت کان وڌيڪ ڪم نہ ونجي. (بخاري _ مسلم)**

(3340) وعن عمران بن حصين : أن رجلا أعتق ستة مملوكين له عند موته لم يكن له مال غيرهم فدعا بهم رسول الله صلى الله عليه وسلم فجزأهم أثلاثا ثم أقرع بينهم فأعتق اثنين وأرق أربعة وقال له قولا شديدا . رواه مسلم ورواه النسائي عنه وذكر : " لقد هممت أن لا أصلي عليه " بدل : وقال له قولا شديدا وفي رواية أبي داود : قال : " لو شهدته قبل أن يدفن لم يدفن في مقابر المسلمين "

**عمران بن حصين ﷺ کان روايت آهي تہ هڪ شخص مرڻ وقت پنهنجا ڇهہ ٻانها آزاد ڪيا ۽ ان وٽ ٻانهن کان سواءِ ڪو مال نہ هو. رسول اللهﷺ جن انهن ٻانهن کي طلب فرمايو ۽ انهن جا ٽي حصا ڪيائون. پوءِ انهن ۾ پُڪا وڌائون ۽ (پُڪين ذريعي) ٻن کي آزاد ڪيائون ۽ چئن کي بدستور ٻانهو رکيائون ۽ آزاد ڪندڙ لاءِ سخت لفظ فرمايائون. (مسلم)**

(3341) **۽ نسائي ۾ عمران ﷺ جي روايت ۾ "سخت لفظن" جي بجاءِ آهي تہ: "بيشڪ مون ارادو ڪيو تہ ان جي جنازي جي نماز نہ پڙهان." ابودائود جي روايت ۾ آهي تہ "جيڪڏهن آئون ان جي دفن وقت هجان ها تہ ڪيس مسلمانن جي قبرستان ۾ دفن نہ ڪرايان ها."**

(3342) وعن أبي هريرة قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " لا يجزي ولد والده إلا أن يجده مملوكا فيشتر به فيعتقه " . رواه مسلم

**ابو هريره ﷛ ڪان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: ڪو پُٽ پنهنجي پيءُ جي احسانن جو بدلو نٿو لاهي سگهي، مگر هن صورت ۾ جو پيءُ کي ٻانهو لهي، پوءِ ان کي خريد ڪري آزاد ڪري. (مسلم)**

(3343) وعن جابر : أن رجلا من الأنصار دبر مملوكا ولم يكن له مال غيره فبلغ النبي صلى الله عليه وسلم فقال : " من يشتريه مني ؟ " فاشتراه نعيم بن النحام بثمانمائة درهم . متفق عليه . وفي رواية لمسلم : فاشتراه نعيم بن عبد الله العدوي بثمانمائة درهم فجاء بها إلى النبي صلى الله عليه وسلم فدفعها إليه ثم قال : " ابدأ بنفسك فتصدق عليها فإن فضل شيء فلأهلك فإن فضل عن أهلك شيء فلذي قرابتك فإن فضل عن ذي قرابتك شيء فهكذا وهكذا " يقول : فبين يديك وعن يمينك وعن شمالك

**جابر ﷛ ڪان روايت آهي تہ هڪ انصاري وصيت ڪئي تہ منهنجي موت ڪان پوءِ منهنجو ٻانهو آزاد ڪريو ۽ ان وٽ ان ڪان سواءِ ٻيو مال نہ هو. نبي ﷺ جن کي خبر پهتي تہ فرمايائون تہ: مون ڪان هي ٻانهو ڪير ٿو خريد ڪري؟ پوءِ نعيم بن نحام ان کي اٺ سو درهمن ۾ خريد ڪيو (مسلم_ بخاري) ۽ مسلم جي هڪ روايت ۾ آهي تہ پوءِ ان کي نعيم بن عبدالله عدوي اَٺ سو درهمن ۾ خريد ڪيو ۽ اها رقم نبي ﷺ جن کي آڻي ڏنائين. پاڻ رقم ان کي ڏنائون جنهن جو ٻانهو هو ۽ فرمايائون تہ اها رقم سڀ ڪان پهرئين پنهنجي ذات تي خرچ ڪر. پوءِ ان مان خيرات ڪر، جيڪا بچي گهر وارن تي خرچ ڪر، پوءِ بہ باقي بچي تہ قرابتدارن تي خرچ ڪر. پوءِ بہ باقي بچي تہ هٿ سان ساڄي کاٻي اشارو ڪندي فرمايائون تہ هن طرح ۽ هن طرح خرچ ڪر.**

## ٻيو فصل

(3344) عن الحسن عن سمرة عن رسول الله صلى الله عليه وسلم قال : " من ملك ذا رحم محرم فهو حر " . رواه الترمذي وأبو داود وابن ماجه

**حسن بصري سمره ﷛ ڪان روايت ڪري ٿو تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جنهن وٽ ڪو ويجهو محرم مائٽ ٻانهو هجي، اهو آزاد آهي. (ترمذي، ابودائود، ابن ماجہ)**

(3345) وعن ابن عباس عن النبي صلى الله عليه وسلم قال : " إذا ولدت أمة الرجل منه فهي معتقة عن دبر منه أو بعده " . رواه الدارمي

**ابن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ جيڪا ٻانهي پنهنجي مالڪ جي نطفي مان ٻار ڄڻي، اها ان (مالڪ) جي مرڻ کان پوءِ آزاد آهي. (دارمي)**

(3346) وعن جابر قال : بعنا أمهات الأولاد على عهد رسول الله صلى الله عليه وسلم وأبي بكر فلما كان عمر نهانا عنه فانتهينا . رواه أبو داود

**جابر رضي الله عنه کان روايت آهي تہ اسان رسول الله ﷺ ۽ ابوبڪر رضي الله عنه جي زماني ۾ اهي ٻانهيون وڪڻندا هئاسون، جن مان اولاد هوندو هو. جڏهن عمر رضي الله عنه جو زمانو آيو تہ اسان کي ان کان منع ڪيائين. پوءِ اسين باز اچي وياسين. (ابوداؤد)**

(3347) وعن ابن عمر قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " من أعتق عبدا وله مال فمال العبد له إلا أن يشترط السيد " . رواه أبو داود وابن ماجه

**ابن عمر رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جيڪو پنهنجي ٻانهي کي آزاد ڪري ۽ ان (ٻانهي) وٽ مال هجي تہ ٻانهي جو مالڪ جو آهي، سواءِ ان جي جو مالڪ اهڙو شرط ڪري (تہ مال ٻانهي جو آهي) (ابوداؤد_ ابن ماجہ)**

(3348) وعن المليح عن أبيه : أن رجلا أعتق شقصا من غلام فذكر ذلك للنبي صلى الله عليه وسلم فقال : " ليس لله شريك " فأجاز عتقه . رواه أبو داود

**ابو مليح پنهنجي پيءُ کان روايت ڪري ٿو تہ هڪ شخص ٻانهي مان پنهنجو حصو آزاد ڪيو. اهو ذڪر نبي ﷺ جن سان ڪيو ويو، فرمايائون تہ الله تعاليٰ جو ڪو شريڪ نہ آهي، پوءِ حڪم ڏنائون تہ پورو ٻانهو آزاد ڪيو وڃي. (ابوداؤد)**

(3349) وعن سفينة قال : كنت مملوكا لأم سلمة فقالت : أعتقك وأشترط عليك أن تخدم رسول الله صلى الله عليه وسلم ما عشت فقلت : إن لم تشترطي علي ما فارقت رسول الله صلى الله عليه وسلم ما عشت فأعتقتني واشترطت علي . رواه أبو داود وابن ماجه

**سفينہ رضي الله عنه کان روايت آهي تہ آئون ام سلمہ رضي الله عنها جي ملڪيت هيس. مون کي چيائين تہ آئون توکي هن شرط تي آزاد ڪريان ٿي تہ جيستائين زنده آهين، تيستائين رسول الله ﷺ جن جي خدمت ڪندو رهہ. مون عرض ڪيو تہ جيڪڏهن توهين اهو شرط لاڳو نہ بہ ڪريو تہ بہ آئون جيستائين زنده آهيان، رسول الله ﷺ جن کان جدا نہ ٿيندس. پوءِ مون کي آزاد ڪيائين ۽ (مٿيون) شرط مون تي لاڳو ڪيائين. (ابوداؤد_ ابن ماجہ)**

(3350) وعن عمرو بن شعيب عن أبيه عن جده عن النبي صلى الله عليه وسلم قال : " المكاتب عبد ما بقي عليه من مكاتبته درهم " . رواه أبو داود

**عمرو بن شعيب پنهنجي پيءُ کان. اهو سندس ڏاڏي کان روايت ڪري ٿو تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: مڪاتب تي جيستائين هڪ درهم بہ باقي آهي، تيستائين اهو ٻانهو ئي رهندو. (ابو داؤد)**

(3351) وعن أم سلمة قالت : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " إذا كان عند مكاتب إحداكن وفاء فلنحتجب منه " . رواه الترمذي وأبو داود وابن ماجه

**ام سلمہ رضي الله عنها کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن (ازواج مطهرات کي) فرمايو تہ: توهان مان جنهن وٽ اهڙو ٻانهو هجي جنهن وٽ آزاديءَ جي قيمت جيترو مال آهي تہ ان کان پردو ڪرڻ گهرجي (ترمذي، ابوداؤد، ابن ماجہ)**

(3352) وعن عمرو بن شعيب عن أبيه عن جده أن رسول الله صلى الله عليه وسلم قال : " من كاتب عبده على مائة أوقية فأداها إلا عشر أواق أو قال : عشرة دنانير ثم عجز فهو رقيق " . رواه الترمذي وأبو داود وابن ماجه

**عمرو بن شعيب پنهنجي پيءُ کان، اهو سندس ڏاڏي کان روايت ڪري ٿو تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: جيڪو پنهنجي ٻانهي کي سو اوقين جي ادائيگي تي آزادي ڏئي ٿو ۽ ٻانهي (اجا) فقط ڏهہ اوقيا يا ڏهہ دينار ادا نہ ڪيا آهن ۽ باقي ادائيگي نٿو ڪري سگهي تہ اهو ٻانهو ئي رهندو. (ترمذي، ابو دائود، ابن ماجہ)**

(3353) وعن ابن عباس عن النبي صلى الله عليه وسلم قال : " إذا أصاب المكاتب حدا أو ميراثا ورث بحساب ما عتق منه " . رواه أبو داود والترمذي وفي رواية له قال : " يودى المكاتب بحصة ما أدى دية حر وما بقي دية عبد " . وضعفه

**ابن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ نبيﷺ جن فرمايو تہ: جڏهن مڪاتب تي حد لڳي، يا ميراث مان مال حاصل ڪري تہ ان کي صرف ايترو ئي مال ملندو جيتري مان آزادي حاصل ڪري سگهي. (ابوداؤد_ ترمذي) ۽ ترمذي جي هڪ روايت ۾ آهي تہ مڪاتب کي ديت مان فقط ايترو حصو ڏنو ويندو، جيتري مان آزادي ماڻي سگهي ۽ ان حديث کي ضعيف چوي ٿو.**

## ٽيون فصل

(3354) عن عبد الرحمن بن أبي عمرة الأنصاري : أن أمه أرادت أن تعتق فأخرت ذلك إلى أن تصبح فماتت قال عبد الرحمن : فقلت للقاسم بن محمد : أينفعها أن أعتق عنها ؟ فقال القاسم : أتى سعد بن عبادة رسول الله صلى

الله عليه وسلم فقال : " إن أمي هلكت فهل ينفعها أن أعتق عنها ؟ فقال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " نعم " . رواه مالك

**عبدالرحمٰن بن ابي عمرة کان روايت آهي تہ سندس ماءُ ٻانهو آزاد ڪرڻ جو ارادو ڪيو، پر ان ۾ دير ڪيائين، تانجو صبح جو مري وئي. عبدالرحمٰن چوي ٿو تہ مون قاسم بن محمد کان پڇيو تہ جيڪڏهن آئون پنهنجي ماءُ جي طرفان ٻانهو آزاد ڪريان تہ ڇا ان کي نفعو پهچندو؟ قاسم چيو تہ سعد بن عباده ﷛ رسول اللهﷺ جن وٽ آيو ۽ چوڻ لڳو تہ منهنجي ماءُ گذاري وئي آهي جيڪڏهن آئون ان جي طرفان ٻانهو آزاد ڪريان تہ ڇا ان کي نفعو پهچندو؟ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ هائو!(موطا مالڪ)**

(3355) وعن يحيى بن سعيد قال : توفي عبد الرحمن بن أبي بكر في نوم نامه فأعتقت عنه عائشة أخته رقابا كثيرة . رواه مالك

**يحيٰ بن سعيد کان روايت آهي تہ عبدالرحمٰن بن ابو بڪر صديق﷠ اوچتو ننڊ جي حالت ۾ گذاري ويو. سندس مرڻ کان پوءِ سندس ڀيڻ عائشه ﷠ گهڻا ٻانها آزاد ڪيا. (موطا مالڪ)**

(3356) وعن عبد الله بن عمر رضي الله عنهما قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " من اشترى عبدا فلم يشترط ماله فلا شيء له " . رواه الدارمي

**عبدالله بن عمر ﷠ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: جيڪو شخص ڪنهن ٻانهي کي خريد ڪري ۽ ان جي مال جي باري ۾ شرط لاڳو نہ ڪري تہ ڪيس ان جي مال مان ڪجهہ نہ ملندو. (دارمي)**

# باب
# قسم ۽ باس باسڻ جو بيان
## پهريون فصل

(3357) عن ابن عمر رضي الله عنهما أكثر ما كان النبي صلى الله عليه وسلم يحلف : " لا ومقلب القلوب " . رواه البخاري

**سيدنا ابن عمر رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن اڪثر هن طرح قسم کڻندا هئا: قسم آهي دلين جي ڦيرائڻ واري جو. (بخاري)**

(3358) وعنه أن رسول الله صلى الله عليه وسلم قال : " إن الله ينهاكم أن تحلفوا بآبائكم من كان حالفا فليحلف بالله أو ليصمت "

**سيدنا ابن عمر رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: تحقيق الله توهان کي منع فرمائي آهي تہ پنهنجن ابن ڏاڏن جا قسم کڻو. جنهن کي قسم کڻڻو آهي تہ الله تعالیٰ جو قسم کڻي يا خاموش رهي. (بخاري، مسلم)**

3359) وعن عبد الرحمن بن سمرة قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " لا تحلفوا بالطواغي ولا بآبائكم " . رواه مسلم

**سيدنا عبدالرحمان بن سمرة ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: نہ بتن جا قسم کڻو ۽ نہ پهنجن ابن ڏاڏن جا. (مسلم)**

(3360) وعن أبي هريرة عن النبي صلى الله عليه وسلم قال : " من حلف فقال في حلفه : باللات والعزى فليقل : لا إله إلا الله . ومن قال لصاحبه : تعال أقامرك فليتصدق "

**سيدنا ابو هريرة ﷛ کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ: جيڪو شخص قسم کڻي ۽ پنهنجي قسم ۾ هن طرح چئي وجهي: ”لا اله الا الله“ ۽ جيڪو پنهنجي دوست کي چوي تہ ”اچ جوا کيڏون“ اهو صدقو ڪري. (بخاري، مسلم)**

(3361) وعن ثابت بن الضحاك قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " من حلف على ملة غير الإسلام كاذبا فهو كما قال وليس على ابن آدم فيما لا يملك ومن قتل نفسه بشيء في الدنيا عذب به يوم القيامة ومن لعن مؤمنا فهو كقتله ومن قذف مؤمنا بكفر فهو كقتله ومن ادعى دعوى كاذبة ليتكثر بها لم يزده الله إلا قلة "

**سيدنا ثابت بن ضحاڪ ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جنهن اسلام جي بجاءِ ٻي دين جو ڪوڙو قسم ڪنيو اهو ائين ئي آهي جيئن اهو چوندو ۽ جيڪو ڪنهن شيءِ جو**

**مالڪ نہ هجي، ان تي نذر نہ آهي ۽ جيڪو پاڻ کي دنيا ۾ ڪنهن شيءِ سان ماريندو، ان کي قيامت جي ڏينهن ساڳيءَ شيءِ سان عذاب ڪيو ويندو ۽ جيڪو ڪنهن مسلمان تي لعنت ڪندو، ڄڻ ان کي قتل ڪيائين ۽ جنهن ڪنهن مؤمن تي ڪفر جي ڪوڙي تهمت هنئي ان ڄڻ ان کي قتل ڪيو ۽ جنهن عزت حاصل ڪرڻ لاءِ ڪوڙي دعوىٰ ڪئي ان کي الله تعالىٰ فقط ذلت ۾ ئي وڌائيندو. (بخاري، مسلم)**

(3362) وعن أبي موسى قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " إني والله إن شاء الله لا أحلف على يمين فأرى غيرها خيرا منها إلا كفرت عن يميني وأتيت الذي هو خير "

**سيدنا ابو موسىٰ ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: الله جو قسم! جيڪڏهن آئون ڪنهن شيءِ جو قسم کڻان، پوءِ ان کان چڱي ڳالھ ڏسان تہ آئون پنهنجو قسم ٽوڙي قسم جو ڪفارو ڏيندس ۽ انهيءَ چڱيءَ ڳالھ تي عمل ڪندس. (بخاري، مسلم)**

(3363) وعن عبد الرحمن بن سمرة قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " يا عبد الرحمن بن سمرة لا تسأل الإمارة فإنك إن أوتيتها عن مسألة وكلت إليها وإن أوتيتها عن غير مسألة أعنت عليها وإذا حلفت على يمين فرأيت غيرها خيرا منها فكفر عن يمينك وأت الذي هو خير " . وفي رواية : " فأت الذي هو خير وكفر عن يمينك "

**سيدنا عبدالرحمٰن بن سمرة ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن مون کي فرمايو تہ: اي عبدالرحمٰن بن سمرة! امارت جو سوال (هرگز) نہ ڪجانءِ. جيڪڏهن گهرڻ سان توکي امارت ملي تہ توکي ان جي حوالي ڪيو ويندو ۽ جيڪڏهن اها توکي اها گهرڻ کان سواءِ ڏني وئي تہ تنهنجي ان ۾ مدد ڪئي ويندي ۽ جڏهن ڪنهن ڳالھ بابت قسم کڻين پوءِ ان کان سواءِ ٻي چڱي ڳالھ ڏسين تہ پنهنجي قسم جو ڪفارو ڏي ۽ چڱي ڳالھ تي عمل ڪر ۽ هڪ روايت ۾ آهي تہ ان چڱي ڪم تي عمل ڪر ۽ پنهنجي قسم جو ڪفارو ڏي. (بخاري، مسلم)**

(3364) وعن أبي هريرة أن رسول الله صلى الله عليه وسلم قال : " من حلف على يمين فرأى خيرا منها فليكفر عن يمينه وليفعل " . رواه مسلم

**سيدنا ابو هريرة ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جيڪو شخص ڪنهن ڳالھ تي قسم کڻي، پوءِ ان جي خلاف چڱي ڳالھ ڏسي تہ پنهنجي قسم جو ڪفارو ڏي ۽ ان تي عمل ڪري. (مسلم)**

(3365) وعنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " والله لأن يلج أحدكم بيمينه في أهله آثم له عند الله نم أن يعطي كفارته التي افترض الله عليه "

**سيدنا ابوهريرة ﷛ ڪان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: الله جو قسم! توهان مان ڪو پنهنجي گهر وارن جي باري ۾ قسم تي ضد ڪري، اهو الله وٽ وڌيڪ گناهہ آهي، هن ڪان جو (قسم ٽوڙي) ان جو ڪفارو ڏي، جيڪو الله فرض ڪيو آهي. (بخاري، مسلم)**

(3366) وعنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " يمينك على ما يصدقك عليه صاحبك " . رواه مسلم

**سيدنا ابو هريرة ﷛ ڪان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: تنهنجو قسم صحيح تڏهن ٿيندو، جڏهن قسم ڏيندڙ توکي سچو سمجهي. (مسلم)**

(3367) وعنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " اليمين على نية المستحلف " . رواه مسلم

**سيدنا ابو هريرة ﷛ ڪان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: قسم جو دارومدار قسم ڏيندڙ جي نيت تي آهي. (مسلم)**

(3368) عن عائشة رضي الله عنها قالت : أنزلت هذه الآية : ( لا يؤاخذكم الله باللغو في أيمانكم ) في قول الرجل : لا والله وبلى والله . رواه البخاري وفي شرح السنة لفظ المصابيح وقال : رفعه بعضهم عن عائشة رضي الله عنه

**بيبي عائشہ رضي الله عنها چوي ٿي تہ هي آيت "الله توهان کي لغو قسمن تي نٿو پڪڙي" انهن جي حق ۾ نازل ٿي آهي جيڪي ڳالهہ ڳالهہ تي چوندا تہ: نہ! الله جو قسم!، هائو! الله جو قسم!. (بخاري) شرح السنة ۾ آهي تہ مصابيح ۾ آهي تہ: ڪن اها حديث عائشہ رضي الله عنها ڪان مرفوع ڪري آندي آهي.**

## ٻيو فصل

(3369) عن أبي هريرة قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " لا تحلفوا بآبائكم ولا بأمهاتكم ولا بالأنداد ولا تحلفوا بالله إلا وأنتم صادقون " . رواه أبو داود والنسائي

**سيدنا ابو هريرة ﷛ ڪان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: نہ پنهنجن پيئرن جا قسم کڻو، نہ پنهنجين مائرن جا، نہ بتن جا ۽ نہ ئي الله جو قسم کڻو، مگر جڏهن توهان سچا هجو. (ابوداؤد، نسائي)**

(3370) وعن ابن عمر رضي الله عنهما قال : سمعت رسول الله صلى الله عليه وسلم يقول : " من حلف بغير الله فقد أشرك " . رواه الترمذي

**سيدنا ابن عمر رضي الله عنهما ڪان روايت آهي تہ رسول الله جن فرمايو تہ: جنهن غير الله جو قسم کنيو، تحقيق ان شرڪ ڪيو. (ترمذي)**

(3371) وعن بريدة قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " من حلف بالأمانة فليس منا " . رواه أبو داود

**سيدنا بريدة ﷺ كان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جنهن امانت جو قسم کنيو، اهو اسان مان نہ آهي. (ابوداؤد، نسائي)**

(3372) وعنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " من قال : إني بريء من الإسلام فإن كان كاذبا فهو كما قال وإن كان صادقا فلن يرجع إلى الإسلام سالما " . رواه أبو داود والنسائي وابن ماجه

**سيدنا بريدة ﷺ كان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جنهن چيو تہ آئون اسلام کان بيزار آهيان، جيڪڏهن ڪوڙو هوندو تہ ائين ئي هوندو جيئن چوندو ۽ جيڪڏهن سچو هوندو تہ هرگز سلامتيءَ سان اسلام ڏانهن موٽي نہ ايندو. (ابوداؤد، نسائي، ابن ماجه)**

(3373) وعن أبي سعيد الخدري قال : كان رسول الله صلى الله عليه وسلم إذا اجتهد في اليمين قال : " لا والذي نفس أبو القاسم بيده " . رواه أبو داود

**سيدنا ابو سعيد خدري ﷺ كان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن جڏهن قسم کڻندا هئا تہ چوندا هئا تہ: نہ! قسم آهي ان الله جو جنهن جي هٿ ۾ ابو القاسم ﷺ جن جي جان آهي. (ابوداؤد)**

(3374) وعن أبي هريرة قال : كانت يمين رسول الله صلى الله عليه وسلم إذا حلف : " لا وأستغفر الله " . رواه أبو داود وابن ماجه

**سيدنا ابو هريرة ﷺ كان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن هن طرح قسم کڻندا هئا: نہ ! آئون الله كان بخشش گهران ٿو. (ابوداؤد، ابن ماجه)**

(3375) مرفوع وعن ابن عمر أن رسول الله صلى الله ليه وسلم قال : " من حلف على يمين فقال : إن شاء الله فلا حنث عليه " . رواه الترمذي وأبو داود والنسائي وابن ماجه والدارمي وذكر الترمذي جماعة وقفوه على ابن عمر

**سيدنا ابن عمر رضي الله عنهما كان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جنهن قسم کنيو ۽ "ان شاءَ الله" بہ چيائين تہ اها قسم جي ڀڃڪڙي نہ آهي (ترمذي، ابوداؤد، نسائي، ابن ماجه) ترمذي چوي ٿو تہ راوين جي هڪ جماعت ان حديث کي ابن عمر تائين موقوف بيان ڪري ٿي.**

**ٽيون فصل**

(3376) عوف بن مالك عن أبيه قال : قلت : يا رسول الله أرأيت ابن عم لي آتيه فلا يعطيني ولا يصلني ثم يحتاج إلي فيأتيني فيسألني وقد حلفت أن لا أعطيه ولا أصله فأمرني أن آتي الذي هو خير وأكفر عن يميني . رواه

النسائي وابن ماجه وفي رواية قال : قلت : يا رسول الله يأتيني ابن عمي فأحلف أن لا أعطيه ولا أصله قال : " كفر عن يمينك "

**سيدنا ابو الاحوص بن مالڪ ﷛ پنهنجي پيءُ کان روايت ڪري ٿو تہ مون عرض ڪيو تہ اي الله جا رسول ﷺ مون کي ٻڌايو تہ ضرورت وقت آئون پنهنجي سؤٽ کان گهرندو آهيان، پر اهو مون کي ڪجھ نہ ڏيندو آهي ۽ مون سان صلہ رحمي ڪندو آهي ۽ جڏهن کيس ضرورت هوندي آهي تہ مون وٽ اچي مون کان گهرندو آهي ۽ مون بہ قسم کنيو آهي تہ آئون نہ کيس ڪجھ ڏيندس ۽ نہ ساڻس سهڻو سلوڪ ڪندس. رسول الله ﷺ جن مون کي حڪم ڏنو تہ اهو چڱو ڪم ڪر ۽ پنهنجي قسم جو ڪفارو ڏي. (نسائي، ابن ماجه) هڪ روايت ۾ آهي عوف بن مالڪ چوي ٿو تہ مون عرض ڪيو تہ اي الله جا رسول ﷺ! منهنجو سؤٽ مون کان گهرڻ ايندو آهي ۽ مون قسم کنيو آهي تہ نہ ان کي ڪجھ ڏيندس ۽ نہ ان سان صلہ رحمي ڪندس. رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ پنهنجي قسم جو ڪفارو ڏي.**

## نذر جو بيان
## پهريون فصل

(3377) عن أبي هريرة وابن عمر رضي الله عنهم قالا : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " لا تنذروا فإن النذر لا يغني من القدر شيئا وإنما يستخرج به من البخيل "

**سيدنا ابو هريرة ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: نذر نہ مڃيندا ڪريو، ڇاڪاڻ تہ نذر تقدير کي نٿي ٽاري، پر ان ذريعي سان بخيل مان مال ڪڍيو وڃي ٿو. (بخاري، مسلم)**

(3378) وعن عائشة أن رسول الله صلى الله عليه وسلم قال : " من نذر أن يطيع الله فليطعه ومن نذر أن يعصيه فلا يعصه " . رواه البخاري

**بيبي عائشہ رضي الله عنها کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جيڪو شخص الله جي اطاعت جي نذر ڪري ان کي گهرجي تہ ان جي اطاعت ڪري ۽ جيڪو سندس نافرمانيءَ جي نذر مڃي ٿو، اهو ان جي نافرماني نہ ڪري. (بخاري)**

(3379) وعن عمران بن حصين قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " لا وفاء لنذر في معصية ولا فيما لا يملك العبد " . رواه مسلم وفي رواية : " لا نذر في معصية الله "

**سيدنا عمران بن حصين ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله جن فرمايو تہ: گناھ جي نذر کي پورو ڪرڻ جائز نہ آهي ۽ نہ ان شيءِ جو نذر پورو ڪرڻ جائز آهي جنهن جو اهو مالڪ نہ هجي. (مسلم) ۽ هڪ روايت ۾ آهي تہ الله تعالیٰ جي نافرماني واري نذر کي پورو ڪرڻ جائز نہ آهي.**

(3380) وعن عقبة بن عامر عن رسول الله صلى الله عليه وسلم قال : " كفارة النذر كفارة اليمين " . رواه مسلم

**سيدنا عقبہ بن عامر ﷛ کان روایت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: نذر جو ڪفارو بہ قسم ڪٽڻ وارو ساڳيو ڪفارو آهي. (مسلم).**

(3081) وعن ابن عباس رضي الله عنهما قال : بينا النبي صلى الله عليه وسلم يخطب إذا هو برجل قائم فسأله عنه فقالوا : أبو إسرائيل نذر أن يقوم ولا يقعد ولا يستظل و لا يتكلم ويصوم فقال النبي صلى الله عليه وسلم : " مروه فليتكلم وليستظل وليقعد وليتم صومه " . رواه البخاري

**سيدنا ابن عباس ﷄ کان روایت آهي تہ نبي ﷺ جن خطبو ڏيئي رهيا هئا تہ رسول الله ﷺ هڪ شخص بيٺل ڏسي ان جو حال پڇيائون. ماڻهن عرض ڪيو هن جو نالو ابو اسرائيل آهي. هن نذر مڃيو آهي تہ بيٺو رهندو، ويهندو نہ ۽ نہ ڇانوَ ۾ ويهندو نہ ڪنهن سان ڳالهہ ڪندو ۽ روزي سان رهندو. پاڻ ﷺ فرمايائون هن کي چئو تہ ڳالهہ ٻولهہ ڪري، ڇانوَ ۾ ويهي ۽ روزو پورو ڪري. (بخاري)**

(3382) وعن أنس أن النبي صلى الله عليه وسلم رأى شيخا يهادى بين ابنيه فقال : " ما بال هذا ؟ " قالوا : نذر أن يمشي إلى بيت الله قال : " إن الله تعالى عن تعذيب هذا نفسه لغني " . وأمره أن يركب وفي رواية لمسلم عن أبي هريرة قال : " اركب أيها الشيخ فإن الله غني عنك وعن نذرك "

**سيدنا انس ﷛ کان روایت آهي تہ نبي ﷺ جن هڪ پير مرد کي ڏٺو جيڪو پنهنجن ٻن پٽن جي وچ ۾ انهن جي ڪلهن تي هٿ رکي واٽ وٺيو پئي ويو، رسول الله ﷺ جن پڇيو هن جو ڪهڙو حال آهي؟ ماڻهن عرض ڪيو هن نذر مڃي آهي تہ بيت الله ڏي پيرن پيادو وڃي. پاڻ فرمايائون پنهنجي جان کي اهڙي قسم جي تڪليف ۾ وجهڻ جي الله تعالىٰ کي ڪا بہ پرواهہ نہ آهي. پوءِ ان پير مرد کي حڪم ڏنائون تہ سواري تي سوار ٿي وڃي. (بخاري، مسلم)**

**مسلم جي روایت ۾ ابو هريرة ﷛ کان هي لفظ منقول آهن تہ رسول الله ﷺ ان پير مرد کي فرمايو تہ: اي پير مرد! سوار ٿي وڃ هن ڪري جو الله تعالىٰ توکان ۽ تنهنجي نذر کان بي پرواهہ آهي.**

(3383) وعن ابن عباس : أن سعد بن عبادة رضي الله عنهم استفتى النبي صلى الله عليه وسلم في نذر كان على أمه فتوفيت قبل أن تقضيه فأفتاه أن يقضيه عنها

**ابن عباس ﷄ کان روایت آهي تہ سعد بن عبادة ﷛ نبي ﷺ جن کان ان نذر جو مسئلو پڇيو جيڪو ان جي ماءُ مڃيو هو ۽ ان کي پورو ڪرڻ کان اڳ مري ويئي. رسول الله ﷺ جن جواب ڏنو تہ تون ان جي نذر کي ان جي پاران پورو ڪر. (بخاري، مسلم)**

(3384) وعن كعب بن مالك قال : قلت : يا رسول الله إن من توبتي أن أنخلع من مالي صدقة إلى الله وإلى رسوله فقال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " أمسك بعض مالك فهو خير لك " . قلت : فإني أمسك سهمي الذي بخيبر . وهذا طرف من حديث مطول

**سيدنا كعب بن مالڪ ﷛ كان روايت آهي تہ مون عرض ڪيو اي الله جا رسول ﷺ چا منهنجي توبہ جي تقاضا آهي تہ آئون پنهنجي سڀ مال تان هٿ کڻي، الله ۽ ان جي رسول ﷺ جي رضامندي لاءِ خيرات ڪري ڇڏيان؟ پاڻ ﷺ فرمايائون تہ: تولاءِ بهتر آهي تہ ڪجهہ مال پاڻ وٽ رک. مون عرض ڪيو تہ آئون پنهنجو خيبر وارو حصو پاڻ وٽ رکان ٿو. (بخاري، مسلم) هي هڪ حديث جو ٽڪرو آهي.**

## ٻيو فصل

(3385) عن عائشة قالت : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " لا نذر في معصية وكفارته كفارة اليمين " . رواه أبو داود والترمذي والنسائي

**بيبي عائشہ رضي الله عنها كان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: الله جي نافرمانيءَ ۾ نذر پورو ڪرڻ جائز نہ آهي ۽ نذر جو ڪفارو قسم جو ڪفارو آهي. (ابوداؤد، ترمذي، نسائي)**

(3386) وعن ابن عباس أن رسول الله صلى الله عليه وسلم قال : " من نذر نذرا لم يسمه فكفارته كفارة يمين . ومن نذر نذرا لا يطيقه فكفارته كفارة يمين . ومن نذر نذرا أطاقه فليف به " . رواه أبو داود وابن ماجه ووقفه بعضهم على ابن عباس

**سيدنا ابن عباس ﷠ كان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جيڪو شخص ڪنهن غير معين شيءِ جو نذر مڃي، ان جو ڪفارو قسم جو ڪفارو آهي ۽ جيڪو شخص ڪنهن اهڙي شيءِ جو نذر مڃي جنهن کي پورو نہ ڪري سگهي ان جو ڪفارو قسم جو ڪفارو آهي ۽ جيڪو شخص اهڙي شيءِ جو نذر مڃي جنهن کي پورو ڪري سگهي ٿو تہ ان کي کپي نذر پورو ڪري. (ابوداؤد، ابن ماجه) ۽ ڪن ان کي ابن عباس تائين موقوف بيان ڪيو آهي.**

(3387) وعن ثابت بن الضحاك قال : نذر رجل على عهد رسول الله صلى الله عليه وسلم أن ينحر إبلا ببوانة فأتى رسول الله صلى الله عليه وسلم فأخبره فقال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " هل كان فيها وثن من أوثان الجاهلية يعبد ؟ " قالوا : لا قال : " فهل كان فيه عيد من أعيادهم ؟ " قالوا : لا فقال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " أوف بنذرك فإنه لا وفاء لنذر في معصية الله ولا فيما لا يملك ابن آدم " . رواه أبو داود

سيدنا ثابت بن ضحاڪ ﷺ ڪان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن جي زماني ۾ هڪ شخص نذر مڃيو تہ (مڪي جي پر پاسي) بوانہ (نالي هنڌ) تي اٺ ڪهندس. انهيءَ رسول الله ﷺ جن وٽ اچي اها ڳالھ ٻڌائي. رسول الله ﷺ جن پڇيو تہ ڇا جاهليت ۾ اتي ڪنهن بت جي پوڄا پاٺ ڪئي ويندي هئي؟ چيائون تہ نہ! (فرمايائون تہ) ڀلا ڇا اتي سندن ڪو ميلو لڳندو هو؟ عرض ڪيائون تہ نہ! پوءِ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ پنهنجي نذر پورو ڪر. اهو نذر پورو نہ ڪبو آهي جنهن ۾ الله تعالىٰ جي نافرماني هجي يا جيڪا انسان جي اختيار ۾ نہ هجي. (ابوداؤد)

(3388) وعن عمرو بن شعيب عن أبيه عن جده رضي الله عنه أن امرأة قالت : يا رسول الله إني نذرت أن أضرب على رأسك بالدف قال : " أوفي بنذرك " . رواه أبو داود وزاد رزين : قالت : ونذرت أن أذبح بمكان كذا وكذا مكان يذبح فيه أهل الجاهلية فقال : " هل كان بذلك المكان وثن من أوثان الجاهلية يعبد ؟ " قالت : لا قال : " هل كان فيه عيد من أعيادهم ؟ " قالت : لا قال : " أوفي بنذرك "

سيدنا عمرو بن شعيب ﷺ پنهنجي پيءُ ڪان، اهو سندس ڏاڏي ڪان روايت ڪري ٿو تہ هڪ عورت عرض ڪيو تہ يا رسول الله ﷺ مون نذر مڃيو آهي تہ (جهاد تان توهان جي واپسيءَ جي خوشيءَ ۾) توهان وٽ آئون دف وڄايان! پاڻ فرمايائون تہ: پنهنجي نذر کي پورو ڪر. (ابوداؤد) رزين جي روايت ۾ وڌيڪ آهي تہ پڻ انهيءَ عرض ڪيو تہ مون نذر مڃيو آهي تہ فلاڻي ۽ فلاڻي هنڌ جتي جاهليت وارا قرباني ڪندا هئا، جانور ذبح ڪريان. رسول الله ﷺ پڇيو تہ ڇا اتي جاهليت ۾ ڪنهن بت جي پوڄا پاٺ ڪئي ويندي هئي؟ چيائين تہ نہ! (فرمايائون تہ) ڀلا ڇا اتي سندن ڪو ميلو لڳندو آهي؟ عرض ڪيائون تہ نہ! رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: پنهنجي نذر کي پورو ڪر.

(3389) وعن أبي لبابة : أنه قال للنبي صلى الله عليه وسلم : إن من توبتي أن أهجر دار قومي التي أصبت فيها الذنب وأن أنخلع من مالي كله صدقة قال : " يجزئ عنك الثلث " . رواه رزين

سيدنا ابو لبابہ ﷺ ڪان روايت آهي تہ ان نبي ﷺ جن کي عرض ڪيو تہ ڇا منهنجي توبہ جي تقاضا اها بہ آهي تہ آئون پنهنجي قوم جو اهو گهر ڇڏي ڏيان جتي مون کان گناھ ٿيو آهي ۽ پنهنجو سڀ مال خيرات ڪري ڇڏيان؟ فرمايائون تہ ٽهائي مال صدقو ڪرڻ تولاءِ ڪافي آهي. (رزين)

(3390) وعن جابر بن عبد الله : أن رجلا قام يوم الفتح فقال : يا رسول الله لله عز وجل إن فتح الله عليك مكة أن أصلي في بيت المقدس ركعتين قال : " صلى الله عليه وسلم ههنا " ثم عاد فقال : " صل ههنا " ثم أعاد عليه فقال : " شأنك إذا " . رواه أبو داود والدارمي

سيدنا جابر بن عبدالله ﷺ ڪان روايت آهي تہ مڪي جي فتح ٿيڻ واري ڏينهن هڪ شخص اٿي عرض ڪيو تہ اي الله جا رسول ﷺ! تحقيق مون الله عزوجل لاءِ نذر مڃيو هو تہ جيڪڏهن الله

تعالىٰ توهان کي مڪي جي فتح عطا ڪندو تہ بيت المقدس ۾ ٻہ رڪعتون نماز پڙهندس. فرمايائون تہ اتي نماز پڙهہ. وري ساڳي ڳالهہ عرض ڪيائين، پاڻ فرمايائون تہ: اتي نماز پڙهہ. وري ساڳي ڳالهہ عرض ڪيائين. پاڻ فرمايائون تہ پوءِ پَلا تنهنجي مرضي!. (ابوداؤد، دارمي)

(3391) وعن ابن عباس : أن أخت عقبة بن عامر رضي الله عنهم نذرت أن تحج ماشية وأنها لا تطيق ذلك فقال النبي صلى الله عليه وسلم : " إن الله لغني عن مشي أختك فلتركب ولتهد بدنة " . رواه أبو داود والدارمي وفي رواية لأبي داود : فأمرها النبي صلى الله عليه وسلم أن تركب وتهدي هديا وفي رواية له : فقال النبي صلى الله عليه وسلم : " إن الله لا يصنع بشقاء أختك شيئا فلتركب ولتحج وتكفر يمينها "

سيدنا ابن عباس ﷛ کان روايت آهي تہ عقبہ بن عامر جي ڀيڻ (﷞) نذر مڃيو تہ پيادل حج ڪندي پر منجهس ان جي طاقت نہ آهي، نبي ﷺ جن فرمايو تہ: تنهنجي ڀيڻ جي پيادل وڃڻ کان الله تعالىٰ بي نياز آهي ڪيس سواري تي چڙهڻ گهرجي ۽ قرباني ڪرڻ گهرجي. (ابوداؤد، دارمي) ابوداؤد جي هڪ روايت ۾ آهي تہ نبي ﷺ جن ڪيس حڪم ڏنو تہ سوار ٿئي ۽ قرباني ڪري ۽ سندس هڪ روايت ۾ آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ: الله تعالىٰ تنهنجي ڀيڻ جي مشقت جو ڪو ثواب نہ ڏيندو، ڪيس گهرجي تہ سوار ٿي حج ادا ڪري ۽ پنهنجي قسم جو ڪفارو ڏي.

(3392) وعن عبد الله بن مالك أن عقبة بن عامر سأل النبي صلى الله عليه وسلم عن أخت له نذرت أن تحج حافية غير مختمرة فقال : " مروها فلتختمر ولتركب ولتصم ثلاثة أيام " . رواه أبو داود والترمذي والنسائي وابن ماجه والدارمي

سيدنا عبدالله بن مالڪ ﷛ کان روايت آهي عقبہ بن عامر ﷛ نبي ﷺ جن کان مسئلو پڇيو تہ منهنجي ڀيڻ نذر مڃيو آهي تہ پير ۽ مٿو اگهاڙا ڪري حج ڪندي. پاڻ فرمايائون ڪيس چئو تہ مٿو ڍڪي، سوار ٿئي۽ نذر جي ڪفاري ۾ ٽي روازا رکي. (ابوداؤد، ترمذي، نسائي، ابن ماجه، دارمي)

(3393) وعن سعيد بن المسيب : أن أخوين من الأنصار كان بينهما ميراث فسأل أحدهما صاحبة القسمة فقال : إن عدت تسألني القسمة فكل مالي في رتاج الكعبة فقال له عمر : إن الكعبة غنية عن مالك كفر عن يمينك وكلم أخاك فإني سمعت رسول الله صلى الله عليه وسلم يقول : " لا يمين عليك ولا نذر في معصية الرب ولا في قطيعة الرحم ولا فيما لا يملك " . رواه أبو داود

سيدنا سعيد بن مسيب کان روايت آهي تہ ٻن انصاري ڀائرن وٽ ميراث جو مال هو. هڪڙي ٻئي کان پنهنجو حصو گهريو، ٻئي چيو تہ جيڪڏهن وري تو مال ورهائڻ جي تقاضا ڪئي تہ منهنجو سڀ مال ڪعبت الله لاءِ (نذر) آهي عمر ﷛ ان کي چيو تہ بيشڪ ڪعبت الله کي تنهنجي مال جي ضرورت نہ آهي پنهنجي نذر جو ڪفارو ڏي ۽ پنهنجي ڀاءُ سان ڳالهہ ٻولهہ (ذريعي معاملو

**طئي) ڪر ڇاڪاڻ تہ مون رسول الله ﷺ جن کان فرمائيندي ٻڌو آهي تہ الله تعالىٰ جي نافرماني، مٿي ڇنڻ ۽ جنهن شيءِ جو اختيار نہ هجي ان ۾ نہ قسم پورو ڪرڻ ضروري آهي ۽ نہ ئي ان جي نذر آهي. (ابوداؤد)**

## ٽيون فصل

(3394) عن عمران بن حصين قال : سمعت رسول الله صلى الله عليه وسلم يقول : " النذر نذران : فمن كان نذر في طاعة فذلك لله فيه الوفاء ومن كان نذر في معصية فذلك للشيطان ولا وفاء فيه ويكفره ما يكفر اليمين " . رواه النسائي

**سيدنا عمران بن حصين رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله جن فرمايو تہ: نذر ٻن جو قسمن آهي:**
**1- جيڪو نذر الله تعالىٰ جي اطاعت لاءِ هجي، اهو الله لاءِ آهي ۽ ان کي پورو ڪرڻ ضروري آهي**
**2- ۽ جيڪو نذر نافرمانيءَ لاءِ هجي اهو شيطان لاءِ آهي، ان کي پورو نہ ڪيو ويندو ۽ ان جو ڪفارو قسم جو ڪفارو ڏنو وڃي. (نسائي)**

(3395) وعن محمد بن المنتشر قال : إن رجلا نذر أن ينحر نفسه إن نجاه الله من عدوه فسأل ابن عباس فقال له : سل مسروقا فسأله فقال له : لا تنحر نفسك فإنك إن كنت مؤمنا قتلت نفسا مؤمنة وإن كنت كافرا تعجلت إلى النار واشتر كبشا فاذبحه للمساكين فإن إسحاق خير منك وفدي بكبش فأخبر ابن عباس فقال : هكذا كنت أردت أن أفتيك . رواه رزين

**محمد بن منتشر رضي الله عنه کان روايت آهي تہ هڪ شخص نذر مڃيو تہ جيڪڏهن الله تعالىٰ کيس دشمن کان نجات ڏياري تہ پاڻ ذبح ڪندو، جڏهن الله تعالىٰ ان کي دشمن کان بچايو تہ انهيءَ باري ابن عباس رضي الله عنهما کان پڇا ڪيائين. ان چيو تہ مسروق کان پڇ. ان چيو تہ پاڻ کي ذبح نہ ڪر ڇو تہ جيڪڏهن مؤمن آهين تہ هڪ مؤمن کي قتل ڪندين ۽ جيڪڏهن ڪافر آهين تہ پاڻ کي دوزخ ۾ جلدي ڏڪيندين. هڪ دنبو خريد ڪري مسڪينن لاءِ ذبح ڪر، ڇاڪاڻ تہ اسحاق عليہ السلام توکان وڌيڪ ڀلارو هو، جنهن فديہ ۾ دنبو ذبح ڪيو هو. انهيءَ ابن عباس رضي الله عنهما کي ان کان آگاهہ ڪيو، جنهن چيو تہ مون بہ توکي اهو ئي جواب ڏيڻ جو ارادو ڪيو هو. (رزين)**

## قتل جو بدلو وٺڻ جو بيان
## پهريون فصل

(3396) عن عبد الله بن مسعود قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " لا يحل دم امرئ مسلم يشهد أن لا إله إلا الله وأني رسول الله إلا بإحدى ثلاث : النفس بالنفس والثيب الزاني والمارق لدينه التارك للجماعة "

**سيدنا عبدالله بن مسعود ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جيڪو مسلمان شاهدي ڏي تہ الله کان سواءِ ڪو عبادت جي لائق نہ آهي ۽ آئون الله جو رسول آهيان، هيٺين ٽن ڳالهين کان سواءِ ان جو رت وهائڻ جائز نہ آهي: 1- جان جي بدلي جان وٺڻ 2- شادي شده (آزاد مڪلف) ماڻهو زنا ڪري (تہ ان کي پٿر چٽي مارجي) 3- جيڪو پنهنجو دين ڇڏي. (بخاري)**

(3397) وعن ابن عمر قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " لن يزال المؤمن في فسحة من دينه ما لم يصب دما حراما " . رواه البخاري

**سيدنا ابن عمر ﷠ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جيستائين ڪو مسلمان خون حرام (يعني قتل) نٿو ڪري، ان وقت تائين اهو دين جي ڪشادگيءَ ۾ رهندو. (بخاري، مسلم)**

(3398) وعن عبد الله بن مسعود قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " أول ما يقضى بين الناس يوم القيامة في الدماء "

**سيدنا عبدالله بن مسعود ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: قيامت جي ڏينهن سڀ کان پهريائين ماڻهن جي خون جي معاملن جو فيصلو ڪيو ويندو. (بخاري، مسلم)**

(3399) وعن المقداد بن الأسود أنه قال : يا رسول الله أرأيت إن لقيت رجلا من الكفار فاقتتلنا فضرب إحدى يدي بالسيف فقطعها ثم لاذ مني بشجرة فقال : أسلمت لله وفي رواية : فلما أهويت لأقتله قال : لا إله إلا الله أأقتله بعد أن قالها ؟ قال : " لا تقتله " فقال : يا رسول الله إنه قطع إحدى يدي فقال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " لا تقتله فإن قتلته فإنه بمنزلتك قبل أن تقتله وإنك بمنزلته قبل أن يقول كلمته التي قال "

**سيدنا مقداد بن اسود ﷛ کان روايت آهي تہ ان عرض ڪيو تہ اي الله جا رسول ﷺ! ارشاد فرمايو: جيڪڏهن منهنجو مقابلو ڪنهن ڪافر سان ٿئي ۽ اسان ٻئي پاڻ ۾ وڙهڻ لڳون ۽ ڪافر منهنجي هٿ کي تلوار جو ڌڪ هڻي ڪپي ڇڏي، پوءِ مون کان بچڻ لاءِ ڪنهن وڻ جي اوٽ ۾ اچي ۽ چوي تہ مون پاڻ کي الله جي حوالي ڪيو يعني مسلمان ٿيس. هڪ روايت ۾ آهي تہ پوءِ جڏهن آئون ان کي قتل ڪرڻ جو ارادو ڪريان تہ اهو لا اله الا الله پڙهڻ لڳي، تہ ڇا انهيءَ ڪلمي پڙهڻ جي باوجود ان کي قتل ڪريان؟ فرمايائون تہ ان کي قتل نہ ڪر! عرض ڪيائين تہ اي الله جا رسول ﷺ انهيءَ تہ منهنجو هٿ ڪپي وڌو آهي! (ڇا تڏهن بہ ڪيس ڇڏي ڏيان؟) رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: ان کي قتل نہ ڪر! جيڪڏهن ان کي قتل ڪندين تہ ان جو اهو ئي درجو هوندو جيڪو ان کي مارڻ کان اڳ تنهنجو آهي ۽ تنهنجو درجو اهو ٿيندو جيڪو هن جي ڪلمي پڙهڻ کان اڳ ان جو آهي (بخاري، مسلم)**

(3400) وعن أسامة بن زيد قال : بعثنا رسول الله صلى الله عليه وسلم إلى أناس من جهينة فأتيت على رجل منهم فذهبت أطعنه فقال : لا إله إلا الله فطعنته فقتلته فجئت إلى النبي صلى الله عليه وسلم فأخبرته فقال : " أقتلته وقد شهد أن لا إله إلا الله ؟ " قلت : يا رسول الله إنما فعل ذلك تعوذا قال : " فهلا شققت عن قلبه ؟ " وفي رواية جندب بن عبد الله البجلي أن رسول الله صلى الله عليه وسلم قال : " كيف تصنع بلا إله إلا الله إذا جاءت يوم القيامة ؟ " . قاله مرارا . رواه مسلم

**سيدنا اسامہ بن زيد ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن اسان کي جهينه (قبيلي) جي کن ماڻهن سان (وڙهڻ لاءِ) موڪليو. آئون انهن مان هڪ شخص جي مقابلي ۾ آيس ۽ ان تي نيزي سان حملو ڪرڻ وارو هئس تہ انهيءَ لا اله الا الله چيو، (پر) مون ان کي نيزو هڻي ماري وڌو. مون اها ڳالهہ نبي ﷺ جن کي ٻڌائي. رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: ڇا لا اله الا الله پڙهڻ جي باوجود تو ان کي قتل ڪيو؟ مون عرض ڪيو تہ اي الله جا رسول ﷺ! انهيءَ تہ پنهنجي جان بچائڻ لاءِ ڪلمو پڙهيو هو. فرمايائون تہ: ڇا تو ان جي دل کي چيري ڏٺو هو؟ (بخاري، مسلم) ۽ جندب بن عبدالله بجليءَ ﷛ جي روايت ۾ آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جڏهن قيامت جي ڏينهن اهو لا اله الا الله سان تو سان جهڳڙو ڪندو، تڏهن ڇا ڪندين؟ بار بار اهي الفاظ ورجائيندا رهيا. (مسلم)**

(3401) وعن عبد الله بن عمرو رضي الله عنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " من قتل معاهدا لم يرح رائحة الجنة وإن ريحها توجد من مسيرة أربعين خريفا " . رواه البخاري

**سيدنا عبدالله بن عمر ﷠ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جيڪو شخص ڪنهن معاهد (ذميءَ) کي قتل ڪندو، اهو جنت جي خوشبوءِ بہ نہ لهندو ۽ جنت جي خوشبوءِ چاليهہ سالن جي مفاصلي تي پهچندي آهي. (بخاري)**

(3402) عن أبي هريرة قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " من تردى من جبل فقتل نفسه فهو في نار جهنم يتردى فيها خالدا مخلدا فيها أبدا ومن تحسى سما فقتل نفسه فسمه في يده يتحساه في نار جهنم خالدا مخلدا فيها أبدا ومن قتل نفسه بحديدة فحديدته في يده يتوجأ بها في بطنه في نار جهنم خالدا مخلدا فيها أبدا "

**سيدنا ابو هريرة ﷛ کان راويت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جنهن پاڻ کي جبل تان ڪيرائي ماري وڌو، ان کي دوزخ ۾ جبل تان ڪيرايو ويندو، هميشہ هميشہ ان ۾ رهندو، ۽ جنهن زهر کائي پاڻ کي ماري وڌو، اهو دوزخ ۾ بہ پنهنجي هٿ سان پاڻ زهر کائيندو، هميش هميشہ ان ۾ رهندو ۽ جنهن لوهي شيءِ سان پاڻ کي ماري وڌو، دوزخ ۾ بہ سندس هٿ لوهہ (جو اهو هٿيار) هوندو جيڪو پنهنجي پيٽ ۾ پيو هڻندو رهندو، هميشہ هميشہ ان ۾ رهندو. (بخاري، مسلم)**

(3403) وعنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " الذي يخنق نفسه يخنقها في النار والذي يطعنها يطعنها في النار " . رواه البخاري

**سيدنا ابو هريرة ﷺ كان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جيڪو شخص پاڻ کي گھٽو ڏئي ماري وجھندو، اهو دوزخ ۾ بہ پاڻ کي گھٽو ڏيندو رهندو ۽ جيڪو پاڻ کي نيزو هڻي ماريندو اهو دوزخ ۾ بہ پاڻ کي نيزو هڻندو رهندو. (بخاري)**

(3404) وعن جندب بن عبد الله قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " كان فيمن كان قبلكم رجل به جرح فجزع فأخذ سكينا فحز بها يده فما رقأ الدم حتى مات قال الله تعالى : بادرني عبدي بنفسه فحرمت عليه الجنة "

**سيدنا جندب بن عبدالله ﷺ كان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: توهان كان اڳين ۾ هڪ شخص زخمي ٿي پيو، انهيءَ ڇري ڪٽي پنهنجو هٿ ڪپي وڌو (پوءِ) ان جو رت بند نہ ٿيو تانجو مري ويو، الله تعالىٰ فرمايو تہ: بانهي پاڻ کي هلاڪ ڪرڻ ۾ مون کان جلدي ڪئي. مون ان تي جنت حرام ڪري ڇڏي. (بخاري، مسلم)**

(3405) وعن جابر : أن الطفيل بن عمرو الدوسي لما هاجر النبي صلى الله عليه وسلم إلى المدينة هاجر إليه وهاجر معه رجل من قومه فمرض فجزع فأخذ مشاقص له فقطع بها براجمه فشخبت يداه حتى مات فرآه الطفيل بن عمرو في منامه وهيئته حسنة ورآه مغطيا يديه فقال له : ما صنع بك ربك ؟ فقال : غفر لي بهجرتي إلى نبيه صلى الله عليه وسلم فقال : ما لي أراك مغطيا يديك ؟ قال : قيل لي : لن تصلح منك ما أفسدت فقصها الطفيل على رسول الله صلى الله عليه وسلم فقال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " اللهم وليديه فاغفر " . رواه مسلم

**سيدنا جابر ﷺ كان روايت آهي تہ جڏهن نبي ﷺ جن مديني هجرت فرمائي تہ طفيل بن عمرو دوسي ۽ سندس قوم جي هڪ شخص بہ هجرت ڪئي، سندس ساٿي مديني ۾ بيمار ٿي پيو ۽ تڪليف برداشت نہ ڪري سگھيو، ان پنهنجي ڇري ڪنئي، جنهن سان پنهنجي آڱرين جا ڏوڏا ڪپي وڌائين. ان جي ٻنهي هٿن مان رت وهڻ لڳو، تانجو مري پوءِ ڪيس طفيل بن عمرو دوسي ﷺ (خواب ۾) ڏٺو سندس شڪل صورت سهڻي هئي، پر سندس هٿ ڍڪيل هئا، ان کان پڇيائين تہ توسان تنهنجي پروردگار ڪهڙو سلوڪ ڪيو؟ ان چيو تہ الله تعالىٰ مون کي بخشي ڇڏيو جو مون سندس نبي ﷺ ڏانهن هجرت ڪئي. پوءِ ان کان پڇيائين تہ تنهنجا هٿ ڇا جي ڪري ڍڪيل ڏسان ٿو؟ چيائين تہ مون کي الله تعالىٰ فرمايو تہ: جنهن شيءِ کي تو پاڻ خراب ڪيو آهي، اسان ان کي هرگز درست نہ ڪنداسين، پوءِ طفيل اهو خواب رسول الله ﷺ جن سان بيان ڪيو، پاڻ ﷺ (دعا) فرمايائون تہ: اي الله ان جي هٿن کي بہ بخشي ڇڏ!. (مسلم)**

(3406) وعن أبي شريح الكعبي عن رسول الله صلى الله عليه وسلم قال : " ثم أنتم يا خزاعة قد قتلتم هذا القتيل من هذيل وأنا والله عاقله من قتل بعده قتيلا فأهله بين خيرتين : عن أحبوا قتلوا وإن أحبوا أخذا العقل " . رواه

الترمذي والشافعي . وفي شرح السنة بإسناده وصرح : بأنه ليس في الصحيحين عن أبي شريح وقال : وأخرجاه من رواية أبي هريرة يعني بمعناه

**سيدنا ابو شريح ڪعبي ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: اي خزاعہ پوءِ وري توهان هذيل قبيلي جو اهو قتل ڪيو ۽ آئون الله جو قسم! ان جو خون بها ڏيندس ان کان پوءِ جيڪو بہ قتل ٿيندو، ان وارثن کي ٻن ڳالهين مان هڪ جو اختيار هوندو: 1- پسند ڪن تہ (بدلي ۾ قاتل کي) قتل ڪن. 2- پسند ڪن تہ خون بها وٺن. ترمذي، شافعي) ۽ شرح السنة ۾ ان جي سند بابت وضاحت آهي تہ بخاري ۽ مسلم ۾ ابو شريح جي ڪا حديث نہ آهي. (وڌيڪ) چاٽائي ٿو تہ بخاري ۽ مسلم ان جي هم معنىٰ حديث ابوهريرة ﷛ کان مروي آهي.**

(3407) وعن أنس : أن يهوديا رض رأس جارية بين حجرين فقيل لها : من فعل بك هذا ؟ أفلان ؟ حتى سمي اليهودي فأومأت برأسها فجيء باليهودي فاعترف فأمر به رسول الله صلى الله عليه وسلم فرض رأسه بالحجارة

**سيدنا انس ﷛ کان روايت آهي هڪ يهودي هڪ ڇوڪريءَ جو مٿو پٿرن سان ڇچري وڌو، ان کان پڇيو ويو تہ توکي ڪنهن ماريو آهي؟ فلاڻي ۽ فلاڻي شخص؟ تانجو ان يهوديءَ جو نالو ڪنيو ويو تہ انهيءَ مٿي جي اشاري سان هاڪار ڪئي، پوءِ يهوديءَ کي آندو، جنهن (ڏوهہ) مڃيو، پوءِ رسول الله ﷺ جن جي حڪم سان ان جو مٿو بہ پٿر سان ڇچريو ويو. (بخاري، مسلم)**

(3408) وعنه قال : كسرت الربيع وهي عمة أنس بن مالك ثنية جارية من الأنصار فأتوا النبي صلى الله عليه وسلم فأمر بالقصاص فقال أنس بن النضر عم أنس بن مالك لا والله لا تكسر ثنيتها يا رسول الله فقال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " يا أنس كتاب الله القصاص " فرضي القوم وقبلوا الأرش فقال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " إن من عباد الله من لو أقسم على الله لأبره "

**سيدنا انس ﷛ کان روايت آهي تہ انس بن مالڪ ﷛ جي ڦڦي ربيع هڪ انصاري ڇوڪريءَ جا ڏند ڀڃي وڌا، ان جا عزيز نبي ﷺ جن وٽ آيا، پاڻ ﷺ قصاص وٺڻ جو حڪم ڏنائون. انس بن مالڪ ﷛ جي چاچي انس بن نضر ﷛ عرض ڪيو تہ: اي الله جا رسول ﷺ! الله جو قسم! سندس ڏند نہ ڀڳا ويندا. رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: اي انس! قصاص الله جو حڪم آهي. آخر وارث ديت وٺڻ تي راضي ٿي ويا، پوءِ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: بيشڪ الله جا ڪي ٻانها اهڙا آهن جيڪڏهن اهي الله جو قسم! کڻن تہ الله انهن جي قسم کي پورو ڪندو آهي. (بخاري، مسلم)**

(3409) وعن أبي جحيفة قال : سألت عليا رضي الله عنه هل عندكم شيء ليس في القرآن ؟ فقال : والذي فلق الحبة وبرأ النسمة ما عندنا إلا ما في القرآن إلا فهما يعطى رجل في كتابه وما في الصحيفة قلت : وما في الصحيفة ؟ قال :

العقل وفكاك الأسير وأن لا يقتل مسلم بكافر . رواه البخاري وذكر حديث ابن مسعود : " لا تقتل نفس ظلما " في " كتاب العلم "

**سيدنا ابو جحيفہ کان روايت آهي تہ مون علي ﷛ کان پڇيو تہ ڇا توهان وٽ اهڙي شيءِ آهي جيڪا قرآن ۾ نہ هجي؟ چيائين تہ قسم آهي ان الله جو جيڪو داڻي کي ڦاڙي ٿو ۽ جان کي وجود بخشي ٿو، مون وٽ سواءِ قرآن جي، ٻي ڪا شيءِ نہ آهي، پر اها دانائي جيڪا الله تعالیٰ انسان کي پنهنجي ڪتاب وسيلي عطا ڪندو آهي، پڻ جيڪي ڪجهہ هن صحيفي ۾ آهي، مون پڇيو تہ: ان صحيفي ۾ ڇا آهي؟ فرمايائين تہ: 1- ديت (خون بها) 2- قيدي ڇڏائڻ 3- ۽ هي تہ ڪافر بدلي ۾ مسلمان کي قتل نہ ڪيو وڃي. (بخاري) ۽ ڪتاب العلم ۾ هيءَ حديث ذڪر ٿي چڪي تہ ڪنهن جان کي ظلم سان قتل نہ ڪجي.**

## ٻيو فصل

(3410) عن عبد الله بن عمرو أن النبي صلى الله عليه وسلم قال : " لزوال الدنيا أهون على الله من قتل رجل مسلم " . رواه الترمذي والنسائي ووقفه بعضهم وهو الأصح ورواه ابن ماجه عن البراء بن عازب

**سيدنا عبدالله بن عمر ﷠ کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ: الله وٽ هڪ مسلمان جي قتل جي ڀيٽ ۾ دنيا جو زوال وڌيڪ آسان آهي. (ترمذي، نسائي) ڪي چون ٿا تہ هيءَ حديث موقوف آهي ۽ اها ئي وڌيڪ صحيح ڳالهہ آهي هيءَ حديث ابن ماجه ۾ براءَ بن عازب ﷛ کان آهي.**

(3411) وعن أبي سعيد وأبي هريرة عن رسول صلى الله عليه وسلم قال : " لو أن أهل السماء والأرض اشتركوا في دم مؤمن لأكبهم الله في النار " . رواه الترمذي وقال : هذا حديث غريب

**سيدنا ابو سعيد ﷛ ۽ سيدنا ابو هريرة ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله جن فرمايو تہ: جيڪڏهن آسمان ۽ زمين وارا سڀ ملي هڪ مؤمن کي قتل ڪن تہ (هوندَ) الله تعالیٰ انهن سڀني کي منهن ڀر (اونڌو) دوزخ ۾ اڇلائيندو (ترمذي ۽ چوي ٿو تہ هيءَ حديث غريب آهي)**

(3412) وعن ابن عباس عن النبي صلى الله عليه وسلم قال : " يجيء المقتول بالقاتل يوم القيامة ناصيته ورأسه بيده وأوداجه تشخب دما يقول : يا رب قتلني حتى يدنيه من العرش " . رواه الترمذي والنسائي وابن ماجه

**سيدنا ابن عباس ﷠ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: قيامت جي ڏينهن مقتول قاتل کي پڪڙي آڻيندو، قاتل جي پيشاني ۽ مٿو سندس هٿ ۾ هوندا ۽ مقتول جي رڳن مان رت وهي رهيو هوندو ۽ الله تعالیٰ کي عرض ڪندو تہ اي منهنجا رب! هن مون کي قتل ڪيو هو، تانجو ڪيس عرش الٰهي جي ويجهو آڻي پيش ڪندو. (ترمذي، نسائي، ابن ماجه)**

(3413) وعن أبي أمامة بن سهل بن حنيف أن عثمان بن عفان رضي الله عنه أشرف يوم الدار فقال : أنشدكم بالله أتعلمون أن رسول الله صلى الله عليه وسلم قال : " لا يحل دم امرئ مسلم إلا بإحدى ثلاث : زنى بعد إحصان أو كفر بعد إسلام أو قتل نفس بغير حق فقتل به " ؟ فو الله ما زنيت في جاهلية ولا إسلام ولا ارتددت منذ بايعت رسول الله صلى الله عليه وسلم ولا قتلت النفس التي حرم الله فبم تقتلونني ؟ رواه الترمذي والنسائي وابن ماجه وللدارمي لفظ الحديث

**سيدنا ابو امامه بن سهل كان روايت آهي تہ عثمان بن عفان ﷛ گهيراءُ واري ڏينهن پنهنجي گهر جي ڇت تي چڙهي فسادين کي فرمايو تہ: توهان کي الله تعالىٰ جو قسم ڏيئي پڇان ٿو تہ ڇا توهان ڄاڻو ٿا تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو آهي تہ هينين ٽن ڳالهين کان سواءِ مسلمان جو رت وهائڻ جائز نہ آهي: 1- نڪاح ڪرڻ پوءِ بہ زنا ڪري 2- اسلام آڻي وري ڪافر ٿئي 3- ناحق قتل ڪري، جنهن جي ڪري ڪيس قتل ڪجي. الله جو قسم! مون نہ جاهليت ۾ زنا ڪيو ۽ نہ ئي اسلام ۾ ۽ جڏهن کان رسول الله ﷺ سان بيعت ڪئي اٿم، آئون ڪڏهن بہ مرتد نہ ٿيو آهيان ۽ نہ وري مون الله جي حرام ڪيل ڪنهن جان کي قتل ڪيو آهي، پوءِ آخر ڪهڙي ڏوهہ ۾ مون کي قتل ڪرڻ گهرو ٿا؟. (ترمذي، نسائي، ابن ماجه حديث جا لفظ دارمي جا آهن)**

(3414) وعن أبي الدرداء عن رسول الله صلى الله عليه وسلم قال : " لا يزال المؤمن معنقا صالحا ما لم يصب دما حراما فإذا أصاب دما حراما بلح " . رواه أبو داود

**ابو درداءَ ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: مؤمن هميشہ نيڪي جي واٽ تي تيزي سان هلندو رهندو آهي جيستائين حرام خون جو مرتڪب نہ ٿيندو آهي، جڏهن حرام خون وهائيندو تڏهن ٿڪجي پوندو آهي ۽ نيڪيءَ سان ان جو تعلق ختم ٿي ويندو آهي. (ابوداؤد)**

(3415) رسول الله صلى الله عليه وسلم قال : " كل ذنب عسى الله أن يغفره إلا من مات مشركا أو من يقتل مؤمنا متعمدا " . رواه أبو داود ورواه النسائي عن معاوية

**سيدنا ابو درداءَ ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: اميد آهي تہ الله هر گناهہ بخشي ڇڏيندو، مگر جيڪو شرڪ جي حالت ۾ مري يا ڄاڻي واڻي ڪنهن مؤمن کي قتل ڪري. (ابوداؤد) ۽ نسائي اها حديث معاويہ ﷛ کان آندي آهي.**

(3416) وعن ابن عباس قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " لا تقام الحدود في المساجد ولا يقاد بالولد الوالد " . رواه الترمذي والدارمي

**سيدنا ابن عباس ﷠ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: مسجدن ۾ شرعي حدون قائم نہ ڪجن ۽ اولاد جي بدلي ۾ پيءُ کان قصاص نہ ورتو وڃي. (ترمذي، دارمي)**

(3417) وعن أبي رمثة قال : أتيت رسول الله صلى الله عليه وسلم مع أبي فقال : " من هذا الذي معك ؟ " قال : ابني اشهد به قال : " أما إنه لا يجني عليك ولا تجني عليه " . رواه أبو داود والنسائي وزاد في " شرح السنة " في أوله قال : دخلت مع أبي على رسول الله صلى الله عليه وسلم فرأى أبي الذي بظهر رسول الله صلى الله عليه وسلم فقال : دعني أعالج الذي بظهرك فإني طبيب . فقال : " أنت رفيق والله الطبيب "

**سيدنا ابو رمثہ ﷛ کان روايت آهي تہ آئون پنهنجي پيءُ سان گڏ رسول الله ﷺ جن وٽ آيس فرمايائون تہ توسان گڏ هيءُ ڪير آهي؟ عرض ڪيائين تہ منهنجو پٽ آهي ان تي گواهہ رهو. فرمايائون تہ: تنهنجي گناهہ جو پڇاڙو هن ڪان نہ ٿيندو. هن جي گناہ جو پڇاڙو تو ڪان ڪو نہ ٿيندو(ابوداؤد، نسائي) شرح السنة ۾ ان جي شروع ۾ هي لفظ وڌيڪ آهن تہ ابو رمثہ چيو تہ آئون پنهنجي پيءُ سان گڏ رسول الله ﷺ جن وٽ حاضر ٿيس منهنجي پيءُ پاڻ سڳورن ﷺ جي پٺن تي مهر ڏسي، عرض ڪيو تہ مون کي اجازت ڏيو تہ آئون هن جو علاج ڪريان آئون طبيب آهيان، رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: تون رفيق آهين ۽ طبيب الله آهي.**

(3418) شعيب عن أبيه عن جده عن سراقة بن مالك قال : حضرت رسول الله صلى الله عليه وسلم يقيد الأب من ابنه ولا يقيد الابن من أبيه . رواه الترمذي ( لم تتم دراسته )

وضعفه

**سيدنا عمرو بن شعيب پنهنجي پيءُ ڪان اهو سندس ڏاڏي ڪان، اهو سراقہ بن مالڪ ڪان روايت ڪري ٿو تہ آئون رسول الله ﷺ جن وٽ آيس جن پٽ ڪان ان جي پيءُ جو قصاص وٺي رهيا هئا پر پاڻ پيءُ ڪان پٽ جو قصاص نہ وٺندا هئا. (ترمذي) ۽ ان کي ضعيف چوي ٿو.**

(3419) وعن الحسن عن سمرة قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " من قتل عبده قتلناه ومن جدع عبده جدعناه " . رواه الترمذي وأبو داود وابن ماجه والدارمي وزاد النسائي في رواية أخرى : " ومن خصى عبده خصيناه "

**سيدنا حسن، سيدنا سمرة ﷛ کان روايت بيان ڪري ٿو تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جيڪو پنهنجي ٻانهي کي قتل ڪندو، اسين (بدلي ۾) ان کي قتل ڪنداسين ۽ جيڪو پنهنجي ٻانهي جا عضوا ڪپيندو اسين ان جا عضوا ڪپينداسين. (ترمذي، ابوداؤد، ابن ماجه، دارمي) ۽ نسائيءَ ۾ هي لفظ وڌيڪ آهن تہ: جيڪو پنهنجي ٻانهي کي خصي ڪندو اسين ان کي خصي ڪنداسين.**

(3420) وعن عمرو بن شعيب عن أبيه عن جده أن رسول الله صلى الله عليه وسلم قال : " من قتل متعمدا دفع إلى أولياء المقتول فإن شاؤوا قتلوا وإن شاؤوا أخذوا الدية : وهي ثلاثون حقة وثلاثون جذعة وأربعون خلفة وما صالحوا عليه فهو لهم " . رواه الترمذي

**سيدنا عمرو بن شعيب ﷺ پنهنجي پيءُ کان، ۽ اهو سندس ڏاڏي کان روايت ڪري ٿو ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته: جيڪو شخص ڄاڻي واڻي ڪنهن کي قتل ڪري، ته قاتل کي مقتول جي وارثن جي حوالي ڪيو وڃي. جيڪڏهن اهي گهرن ته (بدلي ۾) ڪيس قتل ڪن ۽ گهرن ته ان کان ديت (خون بها) وٺن جيڪا هي آهي: 1- ڏاچيءَ جا ٽيهه ڦر، جيڪي چوٿين سال ۾ داخل ٿي چڪا هجن. 2- ڏاچيءَ جا ٽيهه ڦر، جيڪي پنجين سال ۾ داخل ٿي چڪا هجن. 3- ۽ چاليهه ڍڪيون ڏاچيون ۽ (ٻئي ڌريون) جيتري رقم تي صلح ڪن، اها (وارثن کي ڏيڻ) واجب آهي. (ترمذي)**

(3421) وعن علي رضي الله عنه عن النبي صلى الله عليه وسلم قال : " المسلمون تتكافأ دماؤهم ويسعى بذمتهم أدناهم ويرد عليهم أقصاهم وهم يد على من سواهم ألا لا يقتل مسلم بكافر ولا ذو عهد في عهده " . رواه أبو داود والنسائي ورواه ابن ماجه عن ابن عباس

**سيدنا علي ﷺ کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته: سڀئي مسلمان قصاص ۽ عهد ڪري ته ان جي پابندي ڪجي ۽ پري رهندڙ شخص نه جيڪڏهن عهد ڪري ته اهو نه ٽوڙجي ۽ سڀئي مسلمان غير مسلمانن جي مقابلي ۾ برابر آهن. خبردار! ڪافر جي بدلي ۾ مسلمان کي ۽ نه ضمانت ڏيندڙ شخص کي ضمانت پوري ٿيڻ تائين قتل ڪجي (ترمذي، ابو داؤد ۽ نسائي) ابن ماجه ۾ اها حديث ابن عباس ﷺ کان آهي.**

(3422) وعن أبي شريح الخزاعي قال : سمعت رسول الله صلى الله عليه وسلم يقول : " من أصيب بدم أو خبل والخبل : الجرح فهو بالخيار بين إحدى ثلاث : فإن أراد الرابعة فخذوا على يديه : بين أن يقتص أو يعفو أو يأخذ العقل فإن أخذ من ذلك شيئا ثم عدا بعد ذلك فله النار خالدا فيها مخلدا أبدا " . رواه الدارمي

**سيدنا ابو شريح خزاعي ﷺ کان روايت آهي ته مون رسول الله ﷺ کي فرمائيندي ٻڌو ته جيڪو قتل يا زخمي ٿئي، ان کي هيٺين ٽن ڳالهين مان هڪ جو اختيار آهي ، جيڪڏهن چوٿين ڳالهه گهري ته ان جو هٿ پڪڙيو: 1_ بدلو وٺي 2_ معاف ڪري 3_ خون بها وٺي. جيڪڏهن انهن ٽن ڳالهين مان ڪا اختيار ڪري، پوءِ زيادتي ڪري ته ان لاءِ دوزخ جي باهه آهي جن ۾ هميشه هميشه رهندو(دارمي)**

(3423) عن ابن عباس عن رسول الله صلى الله عليه وسلم قال : " من قتل في عمية في رمي يكون بينهم بالحجارة أو جلد بالسياط أو ضرب بعصا فهو خطأ عقله الخطأ ومن قتل عمدا فهو قود ومن حال دونه فعليه لعنة الله وغضبه لا يقبل منه صرف ولا عدل " . رواه أبو داود والنسائي

**سيدنا طائوس ابن عباس ﷺ کان روايت بيان ڪري ٿو ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته: جيڪو شخص هڪ ٻئي تي انڌاڌنڌ پٿر بازيءَ، يا لٺ بازي، يا مارڪٽ ۾ مارجي وڃي ته اهڙو قتل، قتل خطا جو آهي ۽ ان جو خون بها قتل خطا جو خون بها آهي. جيڪو ڄاڻي واڻي قتل ڪري، ان ۾**

**قصاص (بدلو) آهي ۽ جيڪو قصاص وٺڻ ۾ رڪاوٽ وجهي، تنهن تي ﷲ تعاليٰ جي لعنت ۽ سندس ڏمر آهي. نہ ان جا فرض قبول ڪيا ويندا نہ نفل (ابوداؤد _ نسائي)**

(3424) وعن جابر قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " لا أعفي من قتل بعد أخذ الدية " . رواه أبو داود

**سيدنا جابرؓ کان روايت اآهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: آئون ان شخص کي معاف نہ ڪندس، جيڪو خون بها وٺي، پوءِ قتل ڪري (ابودائود)**

(3425) وعن أبي الدرداء قال : سمعت رسول الله صلى الله عليه وسلم يقول : " ما من رجل يصاب بشيء في جسده فتصدق به إلا رفعه الله به درجة وحط عنه خطيئة " . رواه الترمذي وابن ماجه

**سيدنا ابو درداءِ ؓ کان روايت آهي تہ مون رسول اللهﷺ جن کان فرمائيندي ٻڌو تہ جنهن جي جسم ۾ زخم پهچي، پوءِ ان کي معاف ڪري ڏي تہ ﷲ تعاليٰ ان جو هڪ درجو بلند ڪندو ۽ ان جو هڪ گناهہ معاف ڪندو(ترمذي، ابن ماجه)**

## ٽيون فصل

(3426) عن سعيد بن المسيب : أن عمر بن الخطاب قتل نفرا خمسة أو سبعة برجل واحد قتلوه قتل غيلة وقال عمر : لو تمالأ عليه أهل صنعاء لقتلتهم جميعا . رواه مالك وروى البخاري عن ابن عمر نحوه

**سيدنا سعيد بن مسيب کان روايت آهي تہ عمر بن خطابؓ هڪ شخص جي بدلي ۾ پنجن يا ستن ڄڻن کي قتل ڪيو، جيڪي ان جي قتل ۾ شريڪ هئا (مالڪ) بخاري ۾ اهڙي حديث ابن عمر ؓ کان آهي.**

(3427) وعن جندب قال : حدثني فلان أن رسول الله صلى الله عليه وسلم قال : " يجيء المقتول بقاتله يوم القيامة فيقول : سل هذا فيم قتلني ؟ فيقول : قتلته على ملك فلان " . قال جندب : فاتقها . رواه النسائي

**١ سيدنا جندب کان روايت آهي تہ مون کي فلاڻي شخص ٻڌايو تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: قيامت جي ڏينهن مقتول پنهنجي قاتل کي پڪڙي آڻيندو ۽ ﷲ تعاليٰ کي عرض ڪندو تہ هن کان پڇ تہ هن مون کي ڇاجي ڪري قتل ڪيو هو؟ قاتل چوندو تہ مون هن کي فلاڻي جي مدد سان قتل ڪيو هو. جندب چوي ٿو تہ پوءِ تون ان کان (يعني قتل جي ڏوهہ) کان بچ (نسائي)**

(3428) وعن أبي هريرة قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " من أعان على قتل مؤمن شطر كلمة لقي الله مكتوب بين عينيه آيس من رحمة الله " . رواه ابن ماجه

**سيدنا ابو هريره ؓ کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته: جيڪو شخص مؤمن جي قتل ۾ هڪ اڌ لفظ يا جملي سان به مدد ڪندو، اهو الله تعاليٰ سان هن حلال ۾ ملاقات ڪندو جو سندس پيشاني تي لکيل هوندو ته هي الله تعاليٰ جي رحمت کان مايوس آهي.(ابن ماجه)**

(3429) وعن ابن عمر رضي الله عنهما عن النبي صلى الله عليه وسلم قال : " إذا أمسك الرجل الرجل وقتله الآخر يقتل الذي قتل ويحبس الذي أمسك " . رواه الدارقطني

**سيدنا ابن عمر ؓ کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته: جڏهن هڪ ماڻهو ڪنهن شخص کي پڪڙي ۽ ٻيو ڪيس قتل ڪري ته بدلي ۾ قاتل کي قتل ۽ مددگار کي قيد ڪيو وڃي (دارطني)**

# قتل جي مالي معاوضي جو بيان

## پهريون فصل

(3430) عن ابن عباس عن النبي صلى الله عليه وسلم قال : " هذه وهذه سواء " يعني الخنصر والإبهام . رواه البخاري

**سيدنا ابن عباس ؓ کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته: هيءَ ۽ هيءَ يعني چيچ ۽ آڱوٺو ٻئي برابر آهن.(بخاري)**

(3431) وعن أبي هريرة قال : قضى رسول الله صلى الله عليه وسلم في جنين امرأة من بني لحيان سقط ميتا بغرة : عبد أو أمة ثم إن المرأة التي قضى عليها بالغرة توفيت فقضى رسول الله صلى الله عليه وسلم بأن ميراثها لبنيها وزوجها العقل على عصبتها

**سيدنا ابو هريره ؓ کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن بني لحيان جي هڪ عورت جي ڪچي ٻار ڪيرائڻ تي جيڪو ڌڪ لڳڻ سبب ڪريو هو بدلي ۾ ٻانهو ۽ ٻانهي ڏيڻ جو فيصلو ڪيو. پوءِ اها (واسطيدار) عورت جنهن کي ٻانهي ڏيڻي هئي، گذاري وئي، پوءِ رسول الله ﷺ جن فيصلو فرمايو ته ان جي ميراث سندس پٽن ۽ مڙس لاءِ آهي. ۽ ديت ان جي وارثن تي آهي. (بخاري)**

(3432) وعنه قال : اقتتلت امرأتان من هذيل فرمت إحداهما الأخرى بحجر فقتلتها وما في بطنها فقضى رسول الله صلى الله عليه وسلم أن دية جنينها غرة : عبد أو وليدة وقضى بدية المرأة على عاقلتها وورثها ولدها ومن معهم

**سيدنا ابو هريره ؓ کان روايت آهي ته قبيلي هذيل جون ٻه عورتون پاڻ ۾ وڙهي پيون هڪ ٻيءَ کي پٿر هنيو جنهن جي ڪري اها سندس پيٽ وارو ٻار مري ويو. رسول الله ﷺ جن فيصلو**

**فرمايو تہ پيٽ جي ٻار جي بدلي ۾ ٻانهو ۽ ٻانهي آهي ۽ ان جي ميراث سندس پٽن ۽ مڙس لاءِ آهي ۽ ديت ان جي وارثن تي آهي. (بخاري، مسلم)**

(3433) وعن المغيرة بن شعبة : أن امرأتين كانتا ضرتين فرمت إحداهما الأخرى بحجر أو عمود فسطاط فألقت جنينها فقضى رسول الله صلى الله عليه وسلم في الجنين غرة : عبدا أو أمة وجعله على عصبة المرأة هذه رواية الترمذي وفي رواية مسلم : قال : ضربت امرأة ضرتها بعمود فسطاط وهي حبلى فقتلتها قال : وإحداهما لحيانية قال : فجعل رسول الله صلى الله عليه وسلم دية المقتول على عصبة القاتلة وغرة لما في بطنها

**سيدنا مغيره بن ضعبہ ﷺ كان روايت آهي تہ ٻہ عورتون پاڻ ۾ پهاج هيون. هڪ ٻيءَ كي پٿر هنيو يا تنبوءَ جي كاٺي هنئي، جنهن سان ان جو پيٽ وارو ٻار كري پيو. رسول اللهﷺ جن فيصلو فرمايو تہ ان جي ميراث سندس اولاد لاءِ آهي ۽ ديت ان جي وارثن تي آهي (ترمذي) مسلم ۾ آهي، مغيره ﷺ چوي ٿو تہ هڪ عورت پنهنجي پهاج كي، جيكا حمل سان هئي، تنبوءَ وارو باس هنيو، جنهن سان اها مري وئي، انهن مان هڪ بنولحيان مان هئي، پوءِ رسول اللهﷺ جن مقتولہ جي خون بها قتل كندڙ تي مقرر كئي ۽ حمل جي بدلي ۾ ٻاني يا ٻانهو مقرر كيو.**

## ٻيو فصل

(3434) عن عبد الله بن عمرو أن رسول الله صلى الله عليه وسلم قال : " ألا إن دية الخطأ شبه العمد ما كان بالسوط والعصا مائة من الإبل : منها أربعون في بطونها أولادها " . رواه النسائي وابن ماجه والدارمي ورواه أبو داود عنه وابن ماجه وعن ابن عمر . وفي " شرح السنة " لفظ " المصابيح " عن ابن عمر

**سيدنا عبدالله بن عمرو ﷺ كان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: قتل خطا جيكو قتل عمد جي مشابہ آهي، جيكڏهن اهو چهبڪ يا لٺ سان ٿيو هجي تہ ان جو معاوضو سو اٺ آهن جن مان چاليهہ ڍڪيون ڏاچيون هجن (نسائي، ابن ماجہ، دارمي) ابو دائؤد ۾ اها حديث عبدالله بن عمرو ۽ عبدالله بن عمر ﷺ بنهي كان آهي ۽ شرح السنة ۾ آهي تہ مصابيح ۾ لفظ عبدالله بن عمر جا آهن.**

(3435) وعن أبي بكر بن محمد بن عمرو بن حزم عن أبيه عن جده أن رسول الله صلى الله عليه وسلم كتب إلى أهل اليمن وكان في كتابه : " أن من اعتبط مؤمنا قتلا فإنه قود يده إلا أن يرضى أولياء المقتول " وفيه : " أن الرجل يقتل بالمرأة " وفيه : " في النفس الدية مائة من الإبل وعلى أهل الذهب ألف دينار وفي الأنف إذا أوعب جدعه الدية مائة من الإبل وفي الأسنان الدية وفي الشفتين الدية وفي البيضين الدية وفي الذكر الدية وفي الصلب الدية وفي العينين الدية وفي الرجل الواحدة نصف الدية وفي المأمومة ثلث الدية وفي الجائفة ثلث الدية وفي المنقلة خمس عشر

من الإبل وفي كل أصبع من أصابع اليد والرجل عشر من الإبل وفي السن خمس من الإبل " . رواه النسائي والدارمي وفي رواية مالك : " وفي العين خمسون وفي اليد خمسون وفي الرجل خمسون وفي الموضحة خمس "

**سيدنا ابو بڪر بن محمد بن حزم پنهنجي پيءُ کان، اهو سندس ڏاڏي کان روايت ڪري ٿو ته رسول الله ﷺ جن يمن وارن ڏانهن هي احڪام لکي موڪليا: جيڪو ڄاڻي واڻي ڪنهن مسلمان کي قتل ڪري، ان کان هٿن جو بدلو ونجي (يعني ان کي قتل ڪجي) سواءِ ان جي جو مقتول جا وارث راضي ٿين ۽ پڻ وڏيڪ هينيان احڪام هئا: 1- عورت جي بدلي ۾ مرد کي قتل ڪيو وڃي. 2- جان جو معاوضو سو اٺ آهي. 3- جنهن وٺ سون هجي، ان لاءِ (معاوضو) هڪ هزار دينار آهي. 4- نڪ پاڙ کان پٽي ڇڏي ته ان جو معاوضو سو اٺ آهي. 5- ڏندن جو معاوضو آهي. 6- چپن جو معاوضو آهي 7- خصين جو معاوضو آهي. 8- اوگهڙ جو معاوضو آهي 9- پني (جي هڏي) ٽوڙڻ جو معاوضو آهي، 10- اک ڪڍي ته ان جو معاوضو آهي، 11- هڪ پير ڪپي ته اڌ معاوضو آهي، 12- مٿي جي کل ۾ زخم ڪري ته ٽيون حصو معاوضو آهي، 13- پيٽ ۾ زخم ڪري ته ٽيون حصو معاوضو آهي، 14- هڏي پنهنجي جاءِ تان باهر ڪڍي ته معاوضو پندرهن اٺ آهي، 15- هٿن ۽ پيرن جي هر آڱر جو معاوضو ڏهه اٺ آهي، 16- هر ڏند جو معاوضو پنج اٺ آهي (نسائي، دارمي) امام مالڪ جي روايت ۾ (وڌيڪ) آهي ته. 17- اک جو معاوضو پنجاهه اٺ آهي، 17- هڪ هٿ جو معاوضو پنجاهه اٺ آهي، 19- هڪ پير جو معاوضو پنجاهه اٺ آهي 20- زخم جو معاوضو، جنهن ۾ هڏي نڪري وئي هجي يا زخم ظاهر ٿئي پنج اٺ آهن.**

(3436) وعن عمرو بن شعيب عن أبيه عن جده قال : قضى رسول الله صلى الله عليه وسلم في المواضح خمسا خمسا من الإبل وفي الأسنان خمسا خمسا من الإبل . رواه أبو داود والنسائي والدارمي وروى الترمذي وابن ماجه

**سيدنا عمرو بن شعيب پنهنجي پيءُ کان، اهو سندس ڏاڏي کان روايت ڪري ٿو ته رسول الله ﷺ جن فيصلو ڪرڻ فرمايو ته: جنهن ڏڪ ۾ هڏي نڪري پوي، ان جو معاوضو پنج اٺ آهي ۽ هڪ ڏند جو معاوضو پنج اٺ آهي (ابوداؤد، نسائي دارمي) ترمذي ۽ ابن ماجه هن حديث جو پهريون حصو بيان ڪيو آهي.**

(3437) وعن ابن عباس قال : جعل رسول الله صلى الله عليه وسلم أصابع اليدين والرجلين سواء . رواه أبو داود والترمذي

**سيدنا ابن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن هٿن ۽ پيرن جي آڱرين جو معاوضو برابر مقرر ڪيو آهي. (ابو داؤد، ترمذي)**

(3438) وعنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " الأصابع سواء والأسنان سواء الثنية والضرس سواء هذه وهذه سواء " . رواه أبو داود

سيدنا ابن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: سيني آڱرين ۽ سيني ڏندن جو بدلو برابر آهي يعني اڳين ڏندن ۽ ڏاڙهن جو بدلو برابر آهي ۽ ننڍي آڱر ۽ آڱوٺو برابر آهن. (ابوداؤد)

(3439) وعن عمرو بن شعيب عن أبيه عن جده قال : خطب رسول الله صلى الله عليه وسلم عام الفتح ثم قال : " أيها الناس إنه لا حلف في الإسلام وما كان من حلف في الجاهلية فإن الإسلام لا يزيده إلا شدة المؤمنون يد على من سواهم يجير عليهم أدناهم ويرد عليهم أقصاهم يرد سراياهم على قعيدتهم لا يقتل مؤمن بكافر دية الكافر نصف دية المسلم لا جلب ولا جنب ولا تؤخذ صدقاتهم إلا في دورهم " . وفي رواية قال : " دية المعاهد نصف دية الحر " . رواه أبو داود

سيدنا عمرو بن شعيب پنهنجي پيءُ کان، اهو سندس ڏاڏي کان روايت ڪري ٿو تہ فتح مڪي واري سال رسول الله ﷺ جن خطبو ڏيندي ارشاد فرمايو تہ اي انسانؤ! اسلام ۾ ڪو ڪنهن جو حليف نہ ٿو ٿي سگهي. جاهليت جي زماني ۾ جيڪي معاهدا هئا، اسلام ان کي مضبوطي سان قائم رکي ٿو. ڪافرن جي مقابلي ۾ سڀ مسلمان پاڻ ۾ يائر آهن. ادنیٰ مسلمان پناهہ ڏي تہ سيني جي طرفان اها قائم رهندي. انهن مان جيڪو پري هجي ان تي بہ اها پناه لاڳو ٿيندي. انهن جا لشڪر سندن وينلن (عوام) لاءِ آهن (يعني جيڪي جهاد نٿا ڪن انهن کي بہ سندن غنيمت مان حصو ملندو) مسلمان کي ڪنهن ڪافر جي بدلي ۾ قتل نہ ڪيو وڃي ۽ ڪافر جي قتل جو معاوضو مسلمان جي معاوضي جو اڌ آهي، زڪوٰة جو مال پاڻ وٽ گهرائڻ جائز نہ آهي ۽ جانور کي پري وٺي وڃڻ جائز نہ آهي، جتان زڪوٰة ورتي وڃي اتي ئي ورهائجي. هڪ روايت ۾ آهي تہ جنهن سان عهد هجي يعني ذمي، ان جو معاوضو آزاد شخص جي معاوضي جو اڌ جيترو آهي. (ابوداؤد)

(3440) وعن خشف بن مالك عن ابن مسعود قال : قضى رسول الله صلى الله عليه وسلم في دية الخطأ عشرين بنت مخاض وعشرين ابن مخاض ذكور وعشرين بنت لبون وعشرين جذعة وعشرين حقة " . رواه الترمذي وأبو داود والنسائي والصحيح أنه موقوف على ابن مسعود وخشف مجهول لا يعرف إلا بهذا الحديث وروى في شرح السنة أن النبي صلى الله عليه وسلم ودى قتيل خيبر بمائة من إبل الصدقة وليس في أسنان إبل الصدقة ابن مخاض إنما فيها ابن لبون

سيدنا خشف بن مالڪ، ابن مسعود رضي الله عنه کان روايت ڪري ٿو تہ رسول الله ﷺ جن قتل خطا جو بدلو سو اٺ مقرر ڪيو، جنهن ۾ 1- ڏاچيءَ جا ويهہ نر ڦر ٻن سالن جا، 2- ويهہ مادي ڦر ٻن سالن جا، 3- ويهہ ڦر ٽن سالن جا، 4- ويهہ ڦر چئن سالن جا، 5- ويهہ ڦر پنجن سالن جا هجن. (ترمذي، ابوداؤد، نسائي) صحيح هي آهي تہ اهو ابن مسعود رضي الله عنه جو قول آهي. خشف راوي مجهول آهي، هن حديث کان سواءِ ڪنهن حديث ۾ سندس نالو نٿو ملي، شرح السنة ۾ آهي تہ نبي ﷺ جن

خبير ۾ قتل ٿيل شخص جي بدلي ۾ زڪوٰة جي اٺن مان سؤ اٺ ڏنا، جن ۾ ڏاچيءَ جو هڪ ورهيه جو ڪو ڦر نه هو انهن ۾ ٻن سالن جا ڦر هئا.

(3441) وعن عمرو بن شعيب عن أبيه عن جده قال : كانت قيمة الدية على عهد رسول الله صلى الله عليه وسلم ثمانمائة دينار أو ثمانية آلاف درهم ودية أهل الكتاب يومئذ النصف من دية المسلمين قال : فكان كذلك حتى استخلف عمر رضي الله عنه على أهل الذهب ألف دينار وعلى أهل الورق اثني عشر ألفا وعلى أهل البقر مائتي بقرة وعلى أهل الشاء ألفي شاة وعلى أهل الحلل مائتي حلة قال : وترك دية أهل الذمة لم يرفعها فيما رفع من الدية . رواه أبو داود

سيدنا عمرو بن شعيب پنهنجي پيءُ کان، اهو سندس ڏاڏي کان روايت ڪري ٿو ته رسول الله ﷺ جن جي زماني ۾ ديت جي قيمت اٺ سؤ دينار، يا اٺ هزار درهم هئي. اهل ڪتاب جي ديت ان زماني ۾ مسلمان جي ديت جو اڌ هئي، تانجو عمر ﷛ خليفو ٿيو. (هڪ ڏينهن پاڻ) خطبي ۾ فرمايائين ته اٺن جي قيمت گهٽي وڌي وئي آهي، پوءِ جنهن وٽ سون هو ان تي هڪ هزار دينار جنهن وٽ چاندي هئي، ان تي ٻارهن هزار درهم، جنهن وٽ ڏڳيون هيون ان تي ٻه سؤ ڏڳيون، جنهن وٽ ٻڪريون هيون ان تي ٻه هزار ٻڪريون، ڪپڙي واري تي ٻه سؤ جوڙا مقرر ڪيائين. ذميءَ جي ديت ساڳي رکيائين، (جيڪا اڳ مقرر هئي) ان ۾ واڌارو نه آندائين. (ابوداؤد).

(3442) وعن ابن عباس عن النبي صلى الله عليه وسلم أنه جعل الدية اثني عشر ألفا . رواه الترمذي وأبو داود والنسائي والدارمي

سيدنا ابن عباس ﷠ کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن ديت جي رقم ٻارهن هزار درهم مقرر ڪئي. (ابوداؤد، نسائي، دارمي)

(3443) وعن عمرو بن شعيب عن أبيه عن جده قال : كان رسول الله صلى الله عليه وسلم يقوم دية الخطأ على أهل القرى أربعمائة دينار أو عدلها من الورق ويقومها على أثمان الإبل فإذا غلت رفع في قيمتها وإذا هاجت رخص نقص من قيمتها وبلغت على عهد رسول الله صلى الله عليه وسلم ما بين أربعمائة دينار إلى ثمانمائة دينار وعدلها من الورق ثمانية آلاف درهم قال : وقضى رسول الله صلى الله عليه وسلم على أهل البقر مائتي بقرة وعلى أهل الشاء ألفي شاة وقال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " إن العقل ميراث بين ورثة القتيل " وقضى رسول الله صلى الله عليه وسلم أن عقل المرأة بين عصبتها ولا يرث القاتل شيئا . رواه أبو داود والنسائي

سيدنا عمرو بن شعيب پنهنجي پيءُ کان، اهو سندس ڏاڏي کان روايت ڪري ٿو ته رسول الله ﷺ جن ڳوٺاڻن لاءِ قتل خطا جي ديت چار سؤ دينار، يا ان جي برابر چاندي مقرر فرمائي. ان (ديت) جي قيمت اٺن جي حساب سان مقرر ڪندا هئا. اٺن جي قيمت وڌندي هئي، ته ديت جي رقم

۾ به واڌارو ڪندا هئا ۽ انن جي قيمت گهٽ ٿيندي هئي ته ديت به گهٽ ٿيندي هئي. رسول الله ﷺ جن جي زماني ۾ ديت جي رقم چار سؤ دينارن کان اٺن سوَن دينارن، يا ان جي برابر اٺ هزار درهم چانديءَ تائين پهچندي هئي. رسول الله ﷺ جن ڍڳين وارن تي به سئو ڍڳيون ۽ ٻڪرين وارن تي ٻه هزار ٻڪريون ۽ فرمايائون ته خون جو بدلو وارثن لاءِ ورثو آهي. حڪم ڏنائون ته عورت جي ديت جي رقم ان جي عصبن ۾ ورهائجي ۽ قاتل ڪنهن شيءِ جو وارث نه آهي. (ابوداؤد)

(3444) وعنه عن أبيه عن جده أن النبي صلى الله عليه وسلم قال : " عقل شبه العمد مغلظ مثل عقل العمد ولا يقتل صاحبه " . رواه أبو داود

سيدنا عمرو بن شعيب پنهنجي پيءُ کان، اهو سندس ڏاڏي کان روايت ڪري ٿو ته نبي ﷺ جن فرمايو ته: جنهن قتل ۾ شبهو هجي، ته اهو ڄاڻي واڻي ٿيو آهي، ان جي ديت قتل عمد (يعني ڄاڻي واڻي ڪيل قتل) جي ديت وانگر سخت آهي (پر) اهڙو قاتل، قتل نه ڪيو وڃي. (ابوداؤد)

(3445) وعنه عن أبيه عن جده قال : قضى رسول الله صلى الله عليه وسلم في العين القائمة السادة لمكانها بثلث الدية . رواه أبو داود والنسائي

سيدنا عمرو بن شعيب پنهنجي پيءُ کان، اهو سندس ڏاڏي کان روايت ڪري ٿو ته جنهن جي اک جي نظر ڪنهن جي ڌڪ هڻڻ سان ضايع ٿئي ۽ اک پنهنجي جاءِ تي قائم هجي، ان جو معاوضو رسول الله ﷺ جن ٽهائي ديت مقرر فرمائي. (ابوداؤد)

(3446) وعن محمد بن عمرو عن أبي سلمة عن أبي هريرة قال : قضى رسول الله صلى الله عليه وسلم في الجنين بغرة : عبد أو أمة أو فرس أو بغل . رواه أبو داود وقال : روى هذا الحديث حماد بن سلمة وخالد الواسطي عن محمد بن عمرو ولم يذكر : أو فرس أو بغل

سيدنا محمد بن عمرو ابو سلمه کان، اهو ابو هريرة رضي الله عنه کان روايت ڪري ٿو ته رسول الله ﷺ جن حامله جي ٻار جو معاوضو ٻانهو يا ٻانهي آزاد ڪرڻ ۽ گهوڙو يا خچر خيرات ڪرڻ مقرر ڪيو(ابوداؤد) ۽ چوي ٿو ته هيءَ حديث حماد بن سلمه ۽ خالد واسطي، محمد بن عمرو کان بيان ڪري ٿو، جنهن ۾ گهوڙو يا خچر جا لفظ ذڪر نٿو ڪري.

(3447) وعن عمرو بن شعيب عن أبيه عن جده أن رسول الله صلى الله عليه وسلم قال : " من تطيب ولم يعلم منه طب فهو ضامن " . رواه أبو داود والنسائي

سيدنا عمرو بن شعيب پنهنجي پيءُ کان، اهو سندس ڏاڏي کان روايت ڪري ٿو رسول الله ﷺ جن فرمايو ته: جيڪو شخص پاڻ کي طبيب ٻڌائي، پر طبيب نه هجي (۽ ماڻهو ماري يا ڪاري وجهي) ته اهو ئي ضامن آهي. (ابوداؤد، نسائي)

(3448) وعن عمران بن حصين : أن غلاما لأناس فقراء قطع أذن غلام لأناس أغنياء فأتى أهله النبي صلى الله عليه وسلم فقالوا : إنا أناس فقراء فلم يجعل عليهم شيئا . رواه أبو داود والنسائي

**سيدنا عمران بن حصين ﷛ كان روايت آهي تہ مسڪين ماڻهن جي هڪ ڇوڪر مالدار ماڻهن جي ڇوڪر جو ڪن ڪپي وڌو، ان جا گهر وارا رسول الله ﷺ جن وٽ آيا ۽ چيائون تہ اسين مسڪين آهيون (معاوضو ادا نٿا ڪري سگهون) رسول الله ﷺ جن ڪين معاف ڪري ڇڏيو ۽ انهن تي ڪا شيءِ مقرر نہ ڪيائون. (ابوداؤد نسائي)**

## ٽيون فصل

(3449) عن علي رضي الله عنه أنه قال : دية شبه العمد أثلاثا ثلاث وثلاثون حقة وثلاث وثلاثون جذعة وأربع وثلاثون ثنية إلى بازل عامها كلها خلفات وفي رواية : قال : في الخطأ أرباعا : خمسة وعشرون حقة وخمس وعشرون جذعة وخمس وعشرون بنات لبون وخمس وعشرون بنات مخاض . رواه أبو داود

**سيدنا علي ﷛ كان روايت آهي تہ جنهن قتل ۾ شبهو هجي تہ جاٽي واٽي ٿيو آهي ان جي ديت هن طرح آهي 1- ڏاچي جا ٽيٽيهہ اهي ڦر جيڪي چوٿين سال ۾ داخل ٿين. 2- ٽيٽيهہ اهي ڦر جيڪي پنجين سال ۾ داخل ٿين. 3- چوٽيهہ جيڪي ڇهين سال ۾ داخل ٿين ۽ نون سالن تائين پهچن ۽ ڍڪيون هجن. هڪ روايت ۾ آهي تہ قتل خطا جي ديت ۾ چئن قسمن جا اٺ ڏجن: 1- پنجويهہ ٽن ٽن سالن جا ڦر. 2- پنجويهہ چئن چئن سالن جا. 3- پنجويهہ ٻن ٻن سالن جا ڦر 4- پنجويهہ هڪ هڪ سال جا ڦر. (ابوداؤد)**

(3450) وعن مجاهد قال : قضى عمر رضي الله عنه في شبه العمد ثلاثين حقة وثلاثين جذعة وأربعين خلفة ما بين ثنية إلى بازل عامها . رواه أبو داود

**سيدنا مجاهد كان روايت آهي تہ عمر ﷛ قتل شبه عمد (جنهن جي جاٽي واٽي قتل ۾ شبهو هجي) لاءِ هيءَ ديت مقرر ڪئي: 1- ٽن سالن جا ٽيهہ ڦر، 2- چئن سالن جا ٽيهہ ڦر، 3- پنجن ڪان ائن سالن تائين ڍڪيون چاليهہ ڏاچيون. (ابوداؤد)**

(3451) وعن سعيد بن المسيب : أن رسول الله صلى الله عليه وسلم قضى في الجنين يقتل في بطن أمه بغرة عبد أو وليدة . فقال الذي قضى عليه : كيف أغرم من لا شرب ولا أكل ولا نطق ولا استهل ومثل ذلك يطل . فقال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " إنما هذا من أخوان الكهان " . رواه مالك والنسائي مرسلا وورواه أبو داود عنه عن أبي هريرة متصلا

**سيدنا سعيد بن مسيب ﷛ كان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن حامل عورت جي ٻار جي قتل جي ديت ٻانهو يا ٻانهي مقرر فرمائي. جنهن تي اها چٽي مقرر ٿي، ان عرض ڪيو تہ آئون ان ٻار**

جو ڪئين ڏنڊ ڀريان جنهن نہ ڪا شيءِ پيتي، نہ ڪا شيءِ کاڌي، نہ ان ڳالهايو، نہ رڙ ڪيائين، ان قسم جو قتل معاف ٿيڻ گهرجي رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: هي تہ ڀوپن جي ڀائرن مان ڀائنجي ٿو. (ان کي مالڪ ۽ نسائي مرسل ۽ ابوداؤد ان کي ابو هريرة ؓ کان متصل ڪيو آهي.

# باب

# انهن شين جو بيان جن جو بدلو واجب نہ آهي

## پهريون فصل

(3452) عن أبي هريرة قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " العجماء جرحها جبار والمعدن جبار والبئر جبار "

**سيدنا ابوهريرة ﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جانورن جو زخم معاف آهي جيڪو ڪاڻ ڪوٺيندي مري اهو معاف آهي جيڪو کوھ ۾ ڪري يا کوھ کوٺيندي هلاڪ ٿئي، اهو معاف آهي. (بخاري، مسلم)**

(3453) وعن يعلى بن أمية قال : غزوت مع رسول الله صلى الله عليه وسلم جيش العسرة وكان لي أجير فقاتل إنسانا فعض أحدهما الآخر فانتزع المعضوض يده من في العاض فأندر ثنيته فسقطت فانطلق إلى النبي صلى الله عليه وسلم فأهدر ثنيته وقال : " أيدع يده في فيك تقضمها كالفحل "

**سيدنا يعلىٰ بن اميہ ﷺ کان روايت آهي تہ تبوڪ جي جنگ ۾ آئون رسول الله ﷺ جن سان گڏ وڙهڻ ويس، منهنجو هڪ نوڪر هو جيڪو ڪنهن سان وڙهي پيو. هڪڙي ٻئي جي هٿ ۾ چڪ پاتو، انهيءَ چڪ پائيندڙ جي منهن مان پنهنجو هٿ ڇڪي ڪييو، جنهن ڪري ان جا ڏند ٻاهر نڪري آيا، اهو نبي ﷺ جن وٽ دانهين ٿي آيو، پاڻ ان جو بدلو ڪالعدم قرار ڏنائون ۽ فرمايائون تہ ڇا اهو پنهنجو هٿ تنهنجي منهن ۾ ڇڏي ڏي؟ تان تہ تون ان جو هٿ اٺ وانگر رڙڪي وجين. (بخاري، مسلم)**

(3454) وعن عبد الله بن عمرو قال : سمعت رسول الله صلى الله عليه وسلم يقول : " من قتل دون ماله فهو شهيد "

**عبدالله بن عمر ﷺ کان روايت آهي تہ مون رسول الله ﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو تہ: جيڪو شخص پنهنجي مال جي حفاظت ڪندي قتل ڪيو ويو تہ اهو شهيد آهي. (بخاري، مسلم)**

(3455) وعن أبي هريرة قال : جاء رجل فقال : يا رسول الله أرأيت إن جاء رجل يريد أخذ مالي ؟ قال : " فلا تعطه مالك " قال : أرأيت إن قاتلني ؟ قال : " قاتله " قال : أرأيت إن قتلني ؟ قال : " فأنت شهيد " . قال : أرأيت إن قتلته ؟ قال : " هو في النار " . رواه مسلم

**سيدنا ابو هريرة ﷺ کان روايت آهي تہ هڪ شخص اچي عرض ڪيو تہ يا رسول الله ﷺ جيڪڏهن ڪو شخص منهنجو مال ڦرڻ جي لاءِ اچي (تہ آئون ڇا ڪريان؟) فرمايائون تہ: پنهنجو مال ان کي نہ ڏي عرض ڪيائين تہ جيڪڏهن مون سان وڙهي؟ فرمايائون تہ: تون بہ ان سان وڙھ.**

**عرض ڪيائين تہ جيڪڏهن مون کي ماري ڇڏي. فرمايائون تہ تون شهيد آهين. عرض ڪيائين تہ جيڪڏهن آئون ان کي ماري ڇڏيان؟ فرمايائون تہ: اهو دوزخي آهي. (مسلم)**

(3456) وعنه أنه سمع رسول الله صلى الله عليه وسلم يقول : " لو اطلع في بيتك أحد ولم تأذن له فخذفته بحصاة ففتأت عينه ما كان عليك من جناح "

**سيدنا ابو هريرة ﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جيڪڏهن ڪو شخص جنهن کي تو اجازت نہ ڏني آهي، تنهنجي گهر ۾ جهاتي پائي ۽ تون ان کي پٿري هڻي، ان جي اک ڪڍي وجهين تہ تو تي ڪو گناهہ نہ آهي. بخاري، مسلم)**

(3457) وعن سهل بن سعد : أن رجلا اطلع في جحر في باب رسول الله صلى الله عليه وسلم ومع رسول الله صلى الله عليه وسلم مدرى يحك به رأسه فقال : " لو أعلم أنك تنظرني لطعنت به في عينيك إنما جعل الاستئذان من أجل البصر "

**سيدنا سهل بن سعد ﷺ کان روايت آهي تہ هڪ شخص دروازي جو سوراخ مان رسول الله ﷺ جن جي گهر ۾ جهاتي پاتي، رسول الله ﷺ جن جي هٿ ۾ ان وقت ڪا لوهي شيءِ (ڦڻي) هئي جنهن سان مٿو کنهي رهيا هئا. فرمايائون تہ: جيڪڏهن مون کي معلوم هجي ها تہ تون مون کي ڏسي رهيو آهين تہ البتہ ان سان تنهنجي اک ڪڍي وجهان ها! اجازت گهرڻ جو حڪم هن لاءِ آهي تہ (غير محرم تي) نظر نہ وجهجي. (بخاري، مسلم)**

(3458) وعن عبد الله بن مغفل أنه رأى رجلا يخذف فقال : لا تخذف فإن رسول الله صلى الله عليه وسلم نهى عن الخذف وقال : " إنه لا يصاد به صيد ولا ينكأ به عدو ولكنها قد تكسر السن وتفقأ العين "

**عبدالله بن مغفل هڪ شخص کي ڏٺو تہ پٿريون ڇٽي رهيو آهي ان کي چيائين تہ پٿريون نہ ڇٽ! ڇاڪاڻ تہ رسول الله ﷺ ان کان منع ڪندي فرمايو آهي تہ ان سان نہ شڪار ٿي سگهي ٿو ۽ نہ ئي ان سان ڪو پنهنجي دشمن کي زخمي ڪري سگهي ٿو، پر ان سان ڪنهن جو ڏند ڀڄي وجهندو يا ڪنهن جي اک ڦوڙي ڇڏيندو. (بخاري، مسلم)**

(3459) وعن أبي موسى قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " إذا مر أحدكم في مسجدنا وفي سوقنا ومعه نبل فليمسك على نصالها أن يصيب أحدا من المسلمين منها بشيء "

**سيدنا ابو موسىٰ ﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جڏهن توهان مان ڪو شخص اسان جي مسجد يا اسان جي بازار مان اگهاڙي تلوار سان گذري تہ ان کي گهرجي تہ ان جي ڇهنب کي ڪنهن شيءِ سان ڍڪي ائين نہ ٿئي جو ان سان ڪنهن مسلمان کي زخمي ڪري وجهي. (بخاري، مسلم)**

(3460) وعن أبي هريرة قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " لا يشير أحدكم على أخيه بالسلاح فإنه لا يدري لعل الشيطان ينزع في يده فيقع في حفرة من النار "

**سيدنا ابو هريرة ﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: توهان مان ڪو شخص ڪنهن مسلمان ڀاءُ ڏانهن هٿيار سان اشارو نہ ڪري، ڇاڪاڻ تہ نٿو ڄاڻي تہ شايد شيطان هٿيار ڪي سندس هٿ مان ڪيرائي ۽ اهو ان ڪي وڃي لڳي، جنهن جي ڪري اهو دوزخ جي کڏ ۾ وڃي ڪري. (بخاري، مسلم)**

(3461) وعنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " من أشار إلى أخيه بحديدة فإن الملائكة تلعنه حتى يضعها وإن كان أخاه لأبيه وأمه " . رواه البخاري

**سيدنا ابو هريرة ﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جيڪو ڪنهن مسلمان ڀاءُ ڏانهن لوهي شيءِ سان اشارو ڪندو، فرشتا ان تي لعنت ڪندا رهندا، جيستائين ان ڪي نہ رکندو. جيتوڻيڪ اهو سندس سڳو ڀاءُ ئي هجي. (بخاري)**

(3462) وعن ابن عمر وأبي هريرة رضي الله عنهم عن النبي صلى الله عليه وسلم قال : " من حمل علينا السلاح فليس منا " . رواه البخاري وزاد مسلم : " ومن غشنا فليس منا "

**ابن عمر ﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جيڪو شخص اسان تي هٿيار کڻندو اهو اسان مان نہ آهي. (بخاري) مسلم جي روايت ۾ وڌيڪ آهي تہ جيڪو اسان ڪي ڌوڪو ڏئي ڪا شيءِ وڪڻدو، اهو اسان مان نہ آهي.**

(3463) وعن سلمة بن الأكوع قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " من سل علينا السيف فليس منا " . رواه مسلم

**سيدنا سلمہ بن اڪوع ﷺ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جيڪو شخص اسان تي تلوار اولاريندو اهو اسان مان نہ آهي. (مسلم)**

(3464) وعن هشام بن عروة عن أبيه أن هشام بن حكيم مر بالشام على أناس من الأنباط وقد أقيموا في الشمس وصب على رؤوسهم الزيت فقال : ما هذا ؟ قيل : يعذبون في الخراج فقال هشام : أشهد لسمعت رسول الله صلى الله عليه وسلم يقول : " إن الله يعذب الذين يعذبون الناس في الدنيا " . رواه مسلم

**سيدنا هشام بن عروه پنهنجي پيءُ کان روايت ڪري ٿو تہ هشام بن حڪيم ﷺ شام ۾ ڪن نبطين ڪي ڏٺو، جن ڪي اُس ۾ بيهاري، انهن جي مٿن تان تيل پئي هاريو ويو. پڇائين تہ: اهو ڇا آهي؟ چيو ويو تہ ڍل ادا نہ ڪرڻ سبب انهن ڪي عذاب ڪيو وڃي ٿو. هشام چيو تہ آئون گواهي**

**ٿو ڏيان مون رسول الله ﷺ جن کان فرمائيندي ٻڌو آهي ته الله تعالىٰ (آخرت ۾) انهن تي عذاب ڪندو جيڪي دنيا ۾ ماڻهن تي عذاب ڪن ٿا. (مسلم)**

(3465) وعن أبي هريرة قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " يوشك إن طالت بك مدة أن ترى أقواما في أيديهم مثل أذناب البقر يغدون في غضب الله ويروحون في سخط الله " . وفي رواية : " ويروحون في لعنة الله " . رواه مسلم

**سيدنا ابو هريرة ﷛ کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته: اي ابو هريرة! جيڪڏهن تنهنجي عمر وڏي ٿي ته سگهوئي اهڙا ماڻهو ڏسندين، جن جي هٿن ۾ ڍڳن جي پڇن وانگر (چهبڪ) هوندا، جن سان ماڻهن کي ماريندا، اهي صبح ۽ شام جي وقت الله جي غضب ۽ ڏمر هيٺ رهندا. ۽ هڪ روايت ۾ آهي ته شام جي وقت به الله جي لعنت هيٺ رهندا. (مسلم)**

(3466) وعنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " صنفان من أهل النار لم أرهما : قوم معهم سياط كأذناب البقر يضربون بها الناس ونساء كاسيات عاريات مميلات مائلات رؤوسهم كأسنمة البخت المائلة لا يدخلن الجنة ولا يجدن ريحها وإن ريحها لتوجد من مسيرة كذا وكذا " . رواه مسلم

**سيدنا ابو هريرة ﷛ کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته: ٻن قسمن جا دوزخي ماڻهو آهن، جن کي آئون نٿو ڏسان: 1- جن وٽ ڍڳين جي پڇن جهڙا چهبڪ هوندا، جن سان اهي ماڻهن کي ماريندا، 2- اهي عورتون جيڪي (بظاهر) ڪپڙا پائينديون، پر تڏهن به اگهاڙيون هونديون، ماڻهن کي پاڻ ڏانهن مائل ڪندڙ ۽ پاڻ به مردن ڏانهن مائل ٿيندڙ عورتون، سندن مٿا جڻ ته بختي اٺ جا ٿوها آهن، نه اهي جنت ۾ داخل ٿينديون ۽ نه ئي ان جي بوءِ لهنديون ۽ بيشڪ جنت جي بوءِ هيتري ۽ هيتري مفاصلي کان محسوس ٿيندي آهي. (مسلم)**

(3467) وعنه قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " إذا قاتل أحدكم فليجتنب الوجه فإن الله خلق آدم على صورته "

**سيدنا ابو هريرة ﷛ کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ فرمايو ته: جڏهن توهان سان ڪو وڙهي، ته ان جي منهن تي ڌڪ هڻڻ کان پاسو ڪري، ڇاڪاڻ ته الله تعالىٰ آدم کي صورت تي پيدا ڪيو آهي. (بخاري، مسلم)**

## ٻيو فصل

(3468) عن أبي ذر قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " من كشف سترا فأدخل بصره في البيت قبل أن يؤذن له فرأى عورة أهله فقد أتى حدا لا يحل له أن يأتيه ولو أنه حين أدخل بصره فاستقبله رجل ففقأ عينه ما

عيرت عليه وإن مر الرجل على باب لا ستر له غير مغلق فنظر فلا خطيئة عليه إنما الخطيئة على أهل البيت " . رواه الترمذي وقال : هذا حديث غريب

**ابو ذر ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جيڪو شخص اجازت ملڻ کان اڳ گهر جو پردو ڪٽي اندر نهاريندو ۽ ان جي پردي دار گهر واريءَ کي ڏسندو، ان پاڻ تي شرعي حد واجب ڪري ڇڏي. (اجازت کان سواءِ) اندر اچڻ ان لاءِ جائز نہ آهي ۽ جيڪڏهن گهر جو پاتي ان کي اندر جهاتي پائيندي ڏسي وٺي ۽ ان جي اک ڦوڙي وجهي ۽ تہ آئون ان کي سزا نہ ڏيندس، پر جيڪڏهن ڪو شخص اهڙي گهر جي دروازي وٽان لنگهندي اندر ڏسي، جنهن تي پردو نہ آهي تہ ان تي ڪو گناهہ نہ آهي. (ان صورت ۾) گناهہ گهر وارن تي آهي (ان کي ترمذي بيان ڪيو ۽ چيائين تہ هيءَ حديث غريب آهي)**

(3469) وعن جابر قال : نهى رسول الله صلى الله عليه وسلم أن يتعاطى السيف مسلولا . رواه الترمذي وأبو داود

**سيدنا جابر ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن تلوار اگهاڙي ڪٽي هلڻ کان منع فرمائي آهي. (ترمذي ۽ ابوداؤد)**

(3470) عن سمرة أن رسول الله صلى الله عليه وسلم نهى أن يقد السير بين أصبعين . رواه أبو داود

**حسن بصري ﷫ سمرة بن جندب کان روايت ڪري ٿو تہ رسول الله ﷺ جن ڪنهن شيءِ کي ٻن آڱرين ۾ جهلي وڍڻ کان منع فرمايو آهي. (ابوداؤد)**

(3471) وعن سعيد بن زيد أن رسول الله صلى الله عليه وسلم قال : " من قتل دون دينه فهو شهيد ومن قتل دون دمه فهو شهيد ومن قتل دون ماله فهو شهيد ومن قتل دون أهله فهو شهيد " . رواه الترمذي وأبو داود والنسائي

**سيدنا سعيد بن زيد ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جيڪو دين جي حفاظت ڪندي قتل ڪيو وڃي اهو شهيد آهي ۽ جيڪو پنهنجي جان حفاظت ڪندي قتل ڪيو وڃي اهو شهيد آهي ۽ جيڪو پنهنجي مال جي حفاظت ڪندي قتل ڪيو وڃي اهو شهيد آهي ۽ جيڪو پنهنجي اهل وعيال جي حفاظت ڪندي قتل ڪيو وڃي اهو شهيد آهي. (ترمذي، ابوداؤد، نسائي)**

(3472) وعن ابن عمر رضي الله عنهما عن النبي صلى الله عليه وسلم قال : " لجهنم سبعة أبواب : باب منها لمن سل السيف على أمتي أو قال : على أمة محمد " . رواه الترمذي وقال : هذا حديث غريب وحديث أبي هريرة : " الرجل جبار " ذكر في " باب الغضب "

هذا الباب خال من الفصل الثالث

سيدنا ابن عمر رضي الله عنهما کان روايت آهي ته نبي ﷺ جن فرمايو ته: دوزخ جا ست دروازا آهن، هڪ دروازي مان اهو شخص داخل ٿيندو جيڪو منهنجي امت تي تلوار کڻندو يا فرمايائون ته جيڪو امت محمديه ﷺ تي تلوار کڻندو. (ترمذي) ۽ چوي ٿو ته حديث غريب آهي ۽ ابو هريرة رضي الله عنه جي حديث جيڪو کوھ ۾ ڪري مري ان جو خون معاف آهي باب الغصب ۾ بيان ٿي ۽ هي ٽئين فصل کان خالي آهي.

# باب
# قسم وٺڻ جو بيان
## پهريون فصل

(3473) عن رافع بن خديج وسهل بن أبي حثمة أنهما حدثا أن عبد الله بن سهل ومحيصة بن مسعود أتيا خيبر فتفرقا في النخل فقتل عبد الله بن سهل فجاء عبد الرحمن بن سهل وحويصة ومحيصة ابنا مسعود إلى النبي صلى الله عليه وسلم فتكلموا في أمر صاحبهم فبدأ عبد الرحمن وكان أصغر القوم فقال له النبي صلى الله عليه وسلم : " كبر الكبر قال يحيى بن سعد : يعني ليلي الكلام الأكبر فتكلموا فقال النبي صلى الله عليه وسلم : " استحقوا قتيلكم أو قال صاحبكم بأيمان خمسين منكم " . قالوا : يا رسول الله أمر لم نره قال : فتبرئكم يهود في أيمان خمسين منهم ؟ قالوا : يا رسول الله قوم كفار ففداهم رسول الله صلى الله عليه وسلم من قبله . وفي رواية : " تحلفون خمسين يمينا وتستحقون قاتلكم أو صاحبكم " فوداه رسول الله صلى الله عليه وسلم من عنده بمائة ناقة

وهذا الباب خال من الفصل الثاني

**سيدنا رافع بن خديج ۽ سهل بن ابي حثمه كان روايت آهي تہ عبدالله بن سهل ۽ محيصہ بن مسعود رضي الله عنهم خيبر ۾ آيا ۽ ٻئي کجور جي وڻ وٽ هڪ ٻئي کان جدا ٿي ويا عبدالله بن سهل رضي الله عنه کي ماريو ويو. پوءِ سهل جو پٽ عبدالرحمٰن ۽ مسعود جا پٽ حويصہ ۽ محيصہ نبي ﷺ جن وٽ آيا ۽ پنهنجي ساٿي جي باري گفتگو ڪيائون. پهريائين عبدالرحمٰن ڳالهايو، جيڪو سڀ کان ننڍو هو. نبي ﷺ جن ڪيس فرمايو تہ: وڏي کي ڳالهائڻ ڏي. يحيٰ بن سعيد چوي ٿو تہ يعني توهان مان جيڪو وڏو آهي، اهو ڳالهائي سو انهن ڳالهہ ڪئي پوءِ نبي ﷺ جن فرمايو تہ : توهان پنهنجي مقتول يا پنهنجي ساٿي جو خون بها جا ان وقت مستحق ٿيندا، جڏهن توهان مان پنجاهہ ڄڻا قسم کڻن. انهن عرض ڪيو تہ يارسول الله ﷺ! واقعي جو اسان کي اکين ڏٺو علم تہ نہ آهي پوءِ پنجاهہ يهودي قسم کڻن تہ اهي (الزام کان) بري ٿي ويندا. انهن عرض ڪيو تہ يا رسول الله ﷺ اهي تہ ڪافر آهن پوءِ رسول الله ﷺ جن پنهنجي طرفان ڪين خون بها ڏنو. هڪ روايت آهي تہ فرمايائون تہ: توهان پنجاهہ قسم کڻو ۽ پنهنجي مقتول جو خون بها جا مستحق ٿيو، پوءِ رسول الله ﷺ جن پنهنجي طرفان هڪ سؤ اٺ خون بها جا ادا ڪيا. (بخاري، مسلم) هي باب ٻئين فصل کان خالي آهي.**

## ٽيون فصل

(3474) عن رافع بن خديج قال : أصبح رجل من الأنصار مقتولا بخيبر فانطلق أولياؤه إلى النبي صلى الله عليه وسلم فذكروا ذلك له فقال : " ألكم شاهدان يشهدان على قاتل صاحبكم ؟ " قالوا : يا رسول الله لم يكن ثم أحد

من المسلمين وإنما هو يهود وقد يجترئون على أعظم من هذا قال : " فاختاروا منهم خمسين فاستحلفوهم " . فأبوا فوداه رسول الله صلى الله عليه وسلم من عنده . رواه أبو داود

**سيدنا رافع بن خديج ﷺ كان روايت آهي تہ هڪ انصاري خيبر ۾ مارجي ويو، ان جا وارث نبي ﷺ جن وٽ آيا ۽ واقعو عرض ڪيائون. فرمايائون تہ: ڇا توهان وٽ پنهنجي قاتل جي خلاف ٻہ گواهہ آهن.؟ انهن عرض ڪيو تہ يا رسول الله ﷺ قتل جي جاءِ تي ڪو مسلمان موجود نہ هو. اهو يهودين جو علائقو آهي، جيڪي ان کان وڌي جرئت ڪندا رهيا آهن. رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: چڱو! يهودين مان پنجاهہ ڄڻن کان قسم وٺو، پوءِ انهن انڪار ڪيو، تنهن ڪري رسول الله ﷺ جن مقتول جي خون بها پنهنجي طرفان ڀري ڏني. (ابوداؤد)**

## باب
## مرتدن ۽ فسادين کي قتل ڪرڻ جو بيان
### پهريون فصل

(3475) عن عكرمة قال : أتي علي بزنادقة فأحرقهم فبلغ ذلك ابن عباس فقال : لو كنت أنا لم أحرقهم لنهي رسول الله صلى الله عليه وسلم : " لا تعذبوا بعذاب الله " ولقتلتهم لقول رسول الله صلى الله عليه وسلم : " من بدل دينه فاقتلوه " . رواه البخاري

**عڪرمہ کان روايت آهي تہ علي ﷺ وٽ ڪن زنديقن کي آندو ويو، جن کي باهہ ۾ ساڙي ڇڏيائين اها خبر ابن عباس ﷺ کي پهتي، انهيءَ چيو تہ جيڪڏهن آئون موقعي تي هجان ها تہ انهن کي نہ ساڙيان ها، ڇاڪاڻ تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو آهي تہ: ڪنهن کي (باهہ جو) عذاب نہ ڏيو، جيڪو الله لاءِ خاص آهي ۽ انهن کي قتل ڪريان ها جو رسول الله ﷺ جن جو فرمان آهي تہ جيڪو پنهنجي دين کي بدلائي ان کي قتل ڪريو. (بخاري)**

(3476) وعن عبد الله بن عباس قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " إن النار لا يعذب بها إلا الله " . رواه البخاري

**عبدالله بن عباس ﷺ کان روايت تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: باهہ جو عذاب صرف الله تعالىٰ ئي ڪري سگهي ٿو. (بخاري)**

(3477) وعن علي رضي الله عنه قال : سمعت رسول الله صلى الله عليه وسلم يقول : " سيخرج قوم في آخر الزمان حداث الأسنان سفهاء الأحلام يقولون من خير قول البرية لا يجاوز إيمانهم حناجرهم يمرقون من الدين كما يمرق السهم من الرمية فأينما لقيتموهم فاقتلوهم فإن في قتلهم أجرا لمن قتلهم يوم القيامة "

سيدنا علي ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: عنقريب آخري زماني ۾ نو عمر ۽ گهٽ عقل وارا ماڻهو پيدا ٿيندا، ڳالهيون چڱيون ڪندا، پر سندن ايمان انهن جي نڙين کان هيٺ نہ لهندو، دين کان ائين نڪري ويندا جيئن تير ڪمان مان نڪري ويندو آهي. توهان مان جيڪو بہ ڪين لهي، انهن کي قتل ڪري. جيڪو انهن کي قتل ڪندو، ان کي قيامت جي ڏينهن ثواب ملندو. (بخاري، مسلم)

(3478) وعن أبي سعيد الخدري قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " يكون أمتي فرقتين فيخرج من بينهما مارقة يلي قتلهم أولاهم بالحق " . رواه مسلم

سيدنا ابو سعيد ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: منهنجي امت ٻن فرقن ۾ ورهائجي ويندي، انهن مان (وري) هڪ فرقو نڪرندو، انهن (خارجين) کي اهوئي قتل ڪندو جيڪو حق کي وڌيڪ ويجهو هوندو. (مسلم)

(3479) وعن جرير قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم في حجة الوداع : " لا ترجعن بعدي كفارا يضرب بعضكم رقاب بعض "

سيدنا جرير ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن حجة الوداع جي خطبي ۾ فرمايو تہ مون کان پوءِ ڪافر نہ ٿجو، جو هڪ ٻئي جون سسيون لاهيو. (بخاري، مسلم)

(3480) وعن أبي بكرة عن النبي صلى الله عليه وسلم قال : " إذا التقى المسلمان حمل أحدهما على أخيه السلاح فهما في جرف جهنم فإذا قتل أحدهما صاحبه دخلاها جميعا " . وفي رواية عنه : قال : " إذا التقى المسلمان بسيفهما فالقاتل والمقتول في النار " قلت : هذا القاتل فما بال المقتول ؟ قال : " إنه كان حريصا على قتل صاحبه "

ابو بڪره ﷛ کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ: جڏهن بہ مسلمان پاڻ ۾ مقابلو ڪن ۽ هڪ ٻئي تي تلوار ڪڍن تہ ٻئي دوزخ جي ڪناري تي آهن. پوءِ جڏهن انهن مان هڪ ٻئي کي ماري وجهندو تہ ٻئي دوزخي آهن ٻي روايت مطابق فرمايائون تہ: جڏهن بہ مسلمان تلوارن سان هڪ ٻئي جو مقابلو ڪن تہ قاتل مقتول ٻئي دوزخي آهن. مون عرض ڪيو تہ: (سائين!) قاتل جو دوزخ ۾ وڃڻ تہ ظاهر آهي، پر مقتول دوزخ ۾ ڪهڙي سبب جي ڪري ويندو؟ فرمايائون تہ: اهو بہ تہ قاتل جي قتل ڪرڻ تي حريص هو. (بخاري، مسلم)

(3481) وعن أنس قال : قدم على النبي صلى الله عليه وسلم نفر من عكل فأسلموا فاجتووا المدينة فأمرهم أن يأتوا إبل الصدقة فيشربوا من أبوالها وألبانها ففعلوا فصحوا فارتدوا وقتلوا رعاتها واستاقوا الإبل فبعث في آثارهم فأتي بهم فقطع أيديهم وأرجلهم وسمل أعينهم ثم لم يحسمهم حتى ماتوا " . وفي رواية : فسمروا أعينهم وفي رواية : أمر بمسامير فأحميت فكحلهم بها وطرحهم بالحرة يستسقون فما يسقون حتى ماتوا

سيدنا انس ﷛ کان روايت آهي تہ قبيلي عُڪل جا ڪي ماڻھو نبي ﷺ جن وٽ آيا ۽ اسلام قبول ڪيائون، پر مديني جي آب وھوا انھن کي راس نہ آئي، رسول الله ﷺ جن انھن کي حڪم ڏنو تہ زڪوٰة جي اٺن جي جوءِ ۾ رهن ۽ ڏاچين جو پيشاب ۽ کير (ملائي) پين، ائين ڪيائون تہ چڱا ڀلا ٿي ويا. پوءِ دين اسلام کان ڦري ويا ۽ اٺن جي حفاظت ڪندڙ ڌنارن کي قتل ڪري اٺن کي ڪاهي ويا. رسول الله ﷺ جن انھن جي پٺيان سوارن کي موڪليو، جيڪي انھن کي پڪڙي آيا، پوءِ انھن جا هٿ پير ڪپيا ويا ۽ انھن جون اکيون انڌيون ڪيون ويون. پوءِ سندن رت بند نہ ڪيو ويو تانجو مري ويا، هڪ روايت مطابق سندن اکيون انڌيون ڪيون ويون. هڪ روايت ۾ آهي تہ پاڻ حڪم فرمايائون تہ: انھن جي اکين ۾ گرم شيخون ڦيرايون ويون ۽ ڪين پٿريلي ميدان ۾ اڇلايو ويو. انھن پاڻي گھريو، پر ڪين پاڻي نہ ڏنو ويو ايستائين جو مري ويا. (بخاري، مسلم)

## ٻيو فصل

(3482) عن عمران بن حصين قال : كان رسول الله صلى الله عليه وسلم يحثنا على الصدقة وينهانا عن المثلة . رواه أبو داود ورواه النسائي عن أنس

سيدنا عمران بن حصين ﷛ کان روايت آهي تہ اسان کي رسول الله ﷺ جن صدقو ڏيڻ جي رغبت ڏيندا هئا ۽ مثلہ ڪرڻ يعني ڪن، نڪ ۽ چپ ڪٽڻ کان منع فرمائيندا هئا. (ابوداؤد) ۽ نسائيءَ ۾ اها حديث انس ﷛ کان آهي.

(3483) وعن عبد الرحمن بن عبد الله عن أبيه قال : كنا مع رسول الله صلى الله عليه وسلم في سفر فانطلق لحاجته فرأينا حمرة معها فرخان فأخذنا فرخيها فجاءت الحمرة فجعلت تفرش فجاء النبي صلى الله عليه وسلم فقال : " من فجع هذه بولدها ؟ ردوا ولدها إليها " . ورأى قرية نمل قد حرقناها قال : " من حرق هذه ؟ " فقلنا : نحن قال : " إنه لا ينبغي أن يعذب بالنار إلا رب النار " . رواه أبو داود

سيدنا عبدالرحمٰن بن عبدالله پنھنجي پيءُ کان روايت ڪري ٿو تہ اسين هڪ سفر ۾ رسول الله ﷺ جن سان گڏ هئاسين، پاڻ قضا حاجت لاءِ ويا، اسان ڳاڙهي رنگ جو هڪ پکي ڏٺو جنھن جا ٻچا ٻہ هئا، اسان ان جا ٻچا کنيا اهو پکي آيو پنھنجا پر ڦهلائڻ لڳو، ايتري ۾ نبي ﷺ جن اچي ويا، فرمايائون تہ: ڪنھن هن جي ٻچن جي باري ۾ ان کي تڪليف ڏني آهي؟ ان جا ٻچا واپس ڪريو پڻ پاڻ ﷺ ماڪوڙين جو هڪ ٻر ڏٺو، جيڪو اسان ساڙيو هو، فرمايائون تہ: هن کي ڪنھن ساڙيو آهي؟ عرض ڪيوسين اسان ساڙيو آهي، فرمايائون تہ: (مخلوق کي ٺٽو سونهي تہ) ڪنھن کي باهہ جو عذاب ڏي، اهو صرف ڪري سگهي ٿو جنھن باهہ کي پيدا ڪيو آهي. (ابوداؤد)

(3484) وعن أبي سعيد الخدري وأنس بن مالك عن رسول الله صلى الله عليه وسلم قال : " سيكون في أمتي اختلاف وفرقة قوم يحسنون القيل ويسيئون الفعل يقرؤون القرآن لا يجاوز تراقيهم يمرقون من الدين مروق

السهم في الرمية لا يرجعون حتى يرتد السهم على فوقه هم شر الخلق والخليقة طوبى لمن قتلهم وقتلوه يدعون إلى كتاب الله وليسوا منا في شيء من قاتلهم كان أولى بالله منهم قالوا : يا رسول الله ما سيماهم ؟ قال : " التحليق " . رواه أبو داود

**سيدنا ابو سعيد خدري ﷜ ۽ انس بن مالڪ ﷜ ڪان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: منهنجي امت ۾ اختلاف پيدا ٿيندو، انهن ۾ هڪ فرقو اهڙو پيدا ٿيندو جيڪو ڳالهہ سٺي چوندو، عمل خراب ڪندو، اهي قرآن پڙهندا، جيڪو سندن نڙين کان هيٺ نہ لهندو، دين مان ائين نڪري ويندا جيئن تير ڪمان مان نڪري ويندو آهي، دين ڏانهن واپس نہ موٽندا تانجو تير پنهنجي نڪرڻ واري جاءِ ڏانهن واپس اچي، اهي مخلوق ۾ سڀ کان بڇڙا ۽ بدترين بعد ۾ اچڻ وارا آهن، خوشخبري آهي انهن لاءِ جيڪي انهن کي قتل ڪن، ۽ اهي انهن کي قتل ڪن اهي الله تعالىٰ جي ڪتاب ڏانهن سڏيندا، حالانڪ اهي ڪنهن بہ طرح اسان مان نہ آهن جيڪو انهن کي قتل ڪندو الله تعالىٰ وٽ ٻين کان افضل ۽ اولىٰ هوندو، اصحابن عرض ڪيو تہ يا رسول الله ﷺ! انهن سڃاڻپ ڪهڙي آهي؟ فرمايائون تہ: مٿو ڪوڙائڻ. (ابوداؤد)**

(3485) وعن عائشة قالت : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " لا يحل دم امرئ مسلم يشهد أن لا إله إلا الله وأن محمدا رسول الله إلا بإحدى ثلاث زنا بعد إحصان فإنه يرجم ورجل خرج محاربا لله ورسوله فإنه يقتل أو يصلب أو ينفى من الأرض أو يقتل نفسا فيقتل بها " . رواه أبو داود

**بيبي عائشہ ﵂ ڪان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جيڪو مسلمان شاهدي ڏي تہ الله کان سواءِ ڪو عبادت جو لائق نہ آهي ۽ محمد ﷺ الله جو رسول آهي، هيٺين ٽن ڳالهين کان سواءِ ان جو خون وهائڻ حلال نہ آهي: 1- نڪاح ڪري وري زنا ڪري ۽ ڪيس سنگسار ڪجي، 2- جيڪو شخص الله ۽ ان جي رسول ﷺ سان وڙهي تہ ان کي قتل ڪجي، يا ڦاهي تي چاڙهجي يا ملڪ بدر ڪجي، 3- جيڪو ڪنهن کي قتل ڪري تہ بدلي ۾ ڪيس قتل ڪيو وڃي. (ابوداؤد)**

(3486) وعن ابن أبي ليلى قال : حدثنا أصحاب محمد صلى الله عليه وسلم أنهم كانوا يسيرون مع رسول الله صلى الله عليه وسلم فنام رجل منهم فانطلق بعضهم إلى حبل معه فأخذه ففزع فقال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " لا يحل لمسلم أن يروع مسلما " . رواه أبو داود

**ابن ابي ليلىٰ ڪان روايت آهي تہ محمد ﷺ جي اصحابن اسان کي ٻڌايو تہ اهي رسول الله ﷺ سان گڏجي رات جو سفر ڪري رهيا هئا. انهن مان هڪ شخص کي ننڊ وٺي وئي. هڪ شخص اٿيو ۽ سٺل جي ويجهو جيڪا رسي پئي هئي، اها وٺي ڪنيائين جنهن جي ڪري اهو ڊڄي ويو رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: ڪنهن مسلمان لاءِ حلال نہ آهي تہ مسلمان کي ڊيڄاري. (ابوداؤد)**

(3487) وعن أبي الدرداء عن رسول الله صلى الله عليه وسلم قال : " من أخذ أرضا بجزيتها فقد استقال هجرته ومن نزع صغار كافر من عنقه فجعله في عنقه فقد ولى الإسلام ظهره " . رواه أبو داود

**سيدنا ابو درداءَ ﷛ کان روايت آهي تہ رسول اللہ ﷺ جن فرمايو تہ: جنھن (مهاجر) ذميءَ جي زمين خريد ڪئي ان پنھنجي هجرت کي ختم ڪري ڇڏيو ۽ جنھن ڪافر جي ذلت ان جي ڳچيءَ مان ڪڍي پنھنجي ڳچيءَ ۾ وڌي، انھيءَ اسلام کي پنھنجي پويان اڇلائي ڇڏيو. (ابوداؤد)**

(3488) وعن جرير بن عبد الله قال : بعث رسول الله صلى الله عليه وسلم سرية إلى خثعم فاعتصم ناس منهم بالسجود فأسرع فيهم القتل فبلغ ذلك النبي صلى الله عليه وسلم فأمر لهم بنصف العقل وقال : " أنا بريء من كل مسلم مقيم بين أظهر المشركين " قالوا : يا رسول الله لم ؟ قال : " لا تتراءى ناراهما " . رواه أبو داود

**سيدنا جرير بن عبداللہ ﷛ کان روايت آهي تہ رسول اللہ ﷺ جن هڪ لشڪر خثعم قبيلي ڏانھن موڪليو، انھن مان ڪي لشڪر کي ڏسي سجدي ۾ ڪري پيا، پر (مجاهدن) تڪڙ ڪري انھن کي قتل ڪيو. نبي ﷺ جن کي اها خبر پھتي تہ وارثن کي اڌ خون بها ڏيڻ جو حڪم ڏنائون ۽ فرمايائون تہ آئون هر ان مسلمان کان آجو آهيان، جيڪو مشرڪن ۾ رهي ٿو، اصحابن عرض ڪيو تہ يا رسول اللہ ﷺ اهو ڇو؟ فرمايائون تہ: اهي (مسلمان) هڪ ٻئي جي باھ کي نہ ڏسي سگھندا (يعني هڪ ٻئي مدد ڪري نہ سگھندا) (ابوداؤد)**

(3489) وعن أبي هريرة عن النبي صلى الله عليه وسلم قال : " الإيمان قيد الفتك لا يفتك مؤمن " . رواه أبو داود

**سيدنا ابوهريرة ﷛ کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ: ايمان اوچتو مارڻ کان منع ڪري ٿو. مؤمن ڪنھن کي اوچتو نہ ماري. (ابوداؤد)**

(3490) وعن جرير عن النبي صلى الله عليه وسلم قال : " إذا أبق العبد إلى الشرك فقد حل دمه " . رواه أبو داود

**سيدنا جرير ﷛ کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ: جڏهن ٻانهو شرڪ (دارالحرب) ڏانھن ڀڄي تہ ان جو خون حلال آهي. (ابوداؤد)**

(3491) وعن علي رضي الله عنه أن يهودية كانت تشتم النبي صلى الله عليه وسلم وتقع فيه فخنقها رجل حتى ماتت فأبطل النبي صلى الله عليه وسلم دمها . رواه أبو داود

**سيدنا علي ﷛ کان روايت آهي تہ هڪ يھوديائي نبي ﷺ جن کي گاريون ڏيندي ۽ گھٽ وڌ ڳالھائيندي هئي، هڪ شخص ان کي گھٽو ڏئي ماري ڇڏيو، نبي ﷺ جن ان جو خون بها باطل ڪري ڇڏيو. (ابوداؤد)**

(3492) وعن جندب قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " حد الساحر ضربة بالسيف " . رواه الترمذي

**سيدنا جندب ؓ کان روايت آهي تہ رسول الله جن فرمايو تہ: جادوگر جي حد تلوار سان قتل ڪرڻ آهي. (ابوداؤد)**

## ٽيون فصل

(3493) عن أسامة بن شريك قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " أيما رجل خرج يفرق بين أمتي فاضربوا عنقه " . رواه النسائي

**اسامہ بن شريڪ ؓ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جيڪو شخص منهنجي امت ۾ تفرقو پيدا ڪري، ان جي سسي لاهي ڇڏيو. (نسائي)**

(3494) وعن شريك بن شهاب قال : كنت أتمنى أن ألقى رجلا من أصحاب النبي صلى الله عليه وسلم أسأله عن الخوارج فلقيت أبا برزة في يوم عيد في نفر من أصحابه فقلت له : هل سمعت رسول الله صلى الله عليه وسلم يذكر الخوارج ؟ قال : نعم سمعت رسول الله صلى الله عليه وسلم بأذني ورأيته بعيني : أتي رسول الله صلى الله عليه وسلم بمال فقسمه فأعطى من عن يمينه ومن عن شماله ولم يعط من وراءه شيئا . فقام رجل من ورائه فقال : يا محمد ما عدلت في القسمة رجل أسود مطموم الشعر عليه ثوبان أبيضان فغضب رسول الله صلى الله عليه وسلم غضبا شديدا وقال : " والله لا تجدون بعدي رجلا هو أعدل مني " ثم قال : " يخرج في آخر الزمان قوم كأن هذا منهم يقرؤون القرآن لا يجاوز تراقيهم يمرقون من الإسلام كما يمرق السهم من الرمية سيماهم التحليق لا يزالون يخرجون حتى يخرج آخرهم مع المسيح الدجال فإذا لقيتموهم هم شر الخلق والخليقة " . رواه النسائي

**شريڪ بن شهاب کان روايت آهي تہ آئون تمنا ڪندو هئس تہ نبي ﷺ جن جو ڪو صحابي ملي، جنهن کان خارجين جي باري ۾ پڇان، پوءِ عيد جي ڏينهن مون کي ابو برزة ؓ پنهنجن دوستن سميت مليو، مون ان کان پڇيو تہ ڇا توهان رسول الله ﷺ جن کي خارجين جو ذڪر ڪندي ٻڌو آهي؟ چيائين تہ هائو! مون رسول الله ﷺ جن کان پنهنجن ڪنن سان ٻڌو ۽ پنهنجين اکين سان ڏٺو، هڪ دفعي رسول الله ﷺ جن وٽ مال آندو ويو، جيڪو تقسيم ڪندي، پنهنجي ساڄي ۽ کابي پاسي وارن کي ڏنائون ۽ پٺيان وينلن کي نہ ڏنائون. سندن پٺيان هڪ شخص اٿيو ۽ عرض ڪيائين تہ اي محمد ﷺ! توهان تقسيم انصاف سان نہ ڪئي! اهو شخص رنگ جو ڪارو هو، سندس مٿو ڪوڙيل هو ۽ بہ اڇا ڪپڙا پاتا هئائين، رسول الله ﷺ جن (اهو ٻڌي) سخت ڪاوڙجي پيا ۽ فرمايائون تہ: الله جو قسم! توهان مون کان پوءِ مون وڌيڪ انصاف ڪندڙ ڪنهن کي لهندا، پوءِ فرمايائون تہ: آخري زماني ۾ قوم پيدا ٿيندي، جڻ تہ هي شخص بہ انهن مان آهي، اهي قرآن پڙهندا، مگر قرآن سندن نڙين مان هيٺ نہ لهندو، اسلام مان ائين نڪري ويندا جيئن تير ڪمان مان نڪري ويندو آهي، سندن نشاني مٿو ڪوڙائڻ آهي. اهي هميشہ نڪرندا رهندا،**

ايستائين جو سندن آخري شخص مسيح دجال سان گڏ نڪرندو، پوءِ جڏهن انهن سان ملو تڏهن انهن کي ماري ڇڏيو. اهي پيدائش ۽ ڪردار ۾ سيني کان وڌيڪ بڇڙا آهن. (نسائي)

(3495) ابو غالب کان روايت آهي ته ابو امامه ﷛ دمشق جي رستي تي ماڻهن جون سسيون لڙڪيل ڏٺيون، چيائين ته: اهي دوزخ جا ڪتا آهن آسمان هيٺان بدترين مقتول آهن ۽ بهترين ماڻهو اهي آهن جن انهن کي قتل ڪيو، پوءِ هيءَ آيت پڙهيائين: ان ڏينهن گهڻن ماڻهن جا منهن روشن هوندا ۽ گهڻن جا منهن ڪارا هوندا. (المائدة 102) وعن أبي غالب رأى أبو أمامة رؤوسا منصوبة على درج دمشق فقال أبو أمامة : " كلاب النار شر قتلى تحت أديم السماء خير قتلى من قتلوه " ثم قرأ ( يوم تبيض وجوه وتسود وجوه ) الآية قيل لأبي أمامة : أنت سمعت من رسول الله صلى الله عليه وسلم ؟ قال : لو لم أسمعه إلا مرة أو مرتين أو ثلاثا حتى عد سبعا ما حدثتكموه . رواه الترمذي وابن ماجه وقال الترمذي : هذا حديث حسن

ابو غالب چوي ٿو ته مون ابو امامه ﷛ کان پڇيو ته توهان اها ڳالهه رسول الله ﷺ جن ٻڌي آهي؟ چيائين ته جيڪڏهن مون کانئن هڪ، ٻه، ٽي بلڪ ست ڀيرا به اها ڳالهه نه ٻڌي هجي ها ته آئون توهان سان بيان نه ڪريان ها. (ترمذي، ابن ماجه ۽ ترمذي چوي ٿو ته هيءَ حديث حسن آهي).

# باب
# شرعي سزائن جو بيان
## پهريون فصل

(3494) عن أبي هريرة وزيد بن خالد : أن رجلين اختصما إلى رسول الله صلى الله عليه وسلم فقال أحدهما : اقض بيننا بكتاب الله وقال الآخر : اجل يا رسول الله فاقض بيننا بكتاب الله وائذن لي أن أتكلم قال : " تكلم " قال : إن ابني كان عسيفا على هذا فزنى بامرأته فأخبروني أن على ابني الرجم فاقتديت منه بمائة شاة وبجارية لي ثم إني سألت أهل العلم فأخبروني أن على ابني جلد مائة وتغريب عام وإنما الرجم على امرأته فقال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " أما والذي نفسي بيده لأقضين بينكما بكتاب الله أما غنمك وجاريتك فرد عليك وأما ابنك فعليه جلد مائة وتغريب عام وأما أنت يا أنيس فاغد إلى امرأة هذا فإن اعترفت فارجمها " فاعترفت فرجمها

**سيدنا ابو هريرة ﷛ ۽ زيد بن خالد ﷛ کان روايت آهي تہ ٻہ ڄڻا رسول الله ﷺ جن وٽ وڙهندا آيا، انهن مان هڪ چيو تہ اسان جي وچ ۾ ڪتاب الله مطابق فيصلو ڪريو. ٻئي چيو تہ هائو! اي الله جا رسول ﷺ! اسان جي وچ ۾ ڪتاب الله مطابق فيصلو فرمايو ۽ مون کي ڳالهائڻ جي اجازت ڏيو. ارشاد فرمايائون تہ: چڱو! تون بيان ڪر. انهيءَ چيو تہ منهنجو پٽ هن شخص وٽ مزدوري ڪندو هو. ان هن جي زال سان زنا ڪيو، ماڻهن مون کي چيو تہ تنهنجي پٽ کي سنگسار ڪيو ويندو. مون ان جي بدلي ۾ سؤ ٻڪريون ۽ هڪ ٻانهي ڏني. پوءِ مون علم وارن کان مسئلو پڇيو. انهن چيو تہ تنهنجي پٽ کي سؤ ڦٽڪا لڳندا ۽ ڪيس هڪ سال لاءِ جلاوطن ڪيو ويندو ۽ سندس عورت کي سنگسار ڪيو ويندو. رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ هائو، ان الله جو قسم! جنهن جي هٿ ۾ منهنجي جان آهي، ضرور آئون توهان ٻنهي جي وچ ۾ ڪتاب الله موافق فيصلو ڪندس، تنهنجي ٻانهي ۽ ٻڪريون توکي واپس ملنديون ۽ تنهنجي پٽ کي سؤ درا لڳندا ۽ ڪيس هڪ سال لاءِ جلاوطن ڪيو ويندو ۽ اي اُنيس! تون ان عورت ڏانهن وڃ جيڪڏهن اها جرم جو اعتراف ڪري تہ ان کي سنگسار ڪري ڇڏ، ان عورت اعتراف ڪيو پوءِ ان کي سنگسار ڪيائين.**

(3497) وعن زيد بن خالد قال : سمعت النبي صلى الله عليه وسلم يأمر فيمن زنى ولم يحصن جلد مائة وتغريب عام . رواه البخاري

**سيدنا زيد بن خالد ﷛ کان روايت آهي تہ مون نبي ﷺ جن کان غير شادي شده زاني لاءِ هي حڪم ٻڌو تہ ان کي سؤ درا لڳايا وڃن ۽ هڪ سال لاءِ جلاوطن ڪيو وڃي. (بخاري)**

(3498) وعن عمر رضي الله عنه قال : إن الله بعث محمدا وأنزل عليه الكتاب فكان مما أنزل الله تعالى آية الرجم رجم رسول الله صلى الله عليه وسلم ورجمنا بعده والرجم في كتاب الله حق على من زنى إذا أحصن من الرجال والنساء إذا قامت البينة أو كان الحبل أو الاعتراف

**سيدنا عمر ﷺ کان روايت آهي تہ الله تعالىٰ محمد ﷺ کي حق سان موڪليو ۽ ان تي پنهنجو ڪتاب نازل ڪيو، الله تعالىٰ جيڪي احڪام نازل فرمايا، سنگساري جي آيت بہ انهن مان آهي. رسول الله ﷺ جن سنگسار ڪيو ۽ ڪانئن پوءِ اسان بہ رجم ڪيو ۽ رجم الله تعالىٰ جي ڪتاب مان ثابت آهي، يعني ان مرد ۽ عورت تي جيڪو زنا ڪري ۽ شادي شده هجي بشرطيڪہ شاهد هجن، يا حمل هجي، يا (ملزم) جرم جو اعتراف ڪري. (بخاري، مسلم)**

(3499) وعن عبادة بن الصامت أن النبي صلى الله عليه وسلم قال : " خذوا عني خذوا عني قد جعل الله لهن سبيلا : البكر بالبكر جلد مائة وتغريب عام والثيب بالثيب جلد مائة والرجم "

**عبادة بن صامت ﷺ کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ: مون کان حڪم حاصل ڪريو ۽ مون کان حڪم حاصل ڪريو. الله تعالىٰ انهن عورتن لاءِ هڪ طريقو ڪيو آهي، ڪنواري عورت، ڪنواري مرد سان زنا ڪري تہ ڪيس سؤ ڌڪا لڳائجن ۽ هڪ سال لاءِ ڪيس جلاوطن ڪجي ۽ شادي شده مرد شادي شده عورت سان زنا ڪري تہ ان کي سؤ ڌڪا لڳائجن ۽ ڪيس سنگسار ڪجي. (مسلم)**

(3500) وعن عبد الله بن عمر : أن اليهود جاؤوا إلى رسول الله صلى الله عليه وسلم فذكروا له أن رجلا منهم وامرأة زنيا فقال لهم رسول الله صلى الله عليه وسلم : " ما تجدون في التوراة في شأن الرجم ؟ " قالوا : نفضحهم ويجلدون قال عبد الله بن سلام : كذبتم إن فيها الرجم فأتوا بالتوراة فنشروها فوضع أحدهم يده على آية الرجم فقرأ ما قبلها وما بعدها فقال عبد الله بن سلام : ارفع يدك فرفع فإذا فيها آية الرجم . فقالوا : صدق يا محمد فيها آية الرجم . فأمر بهما النبي صلى الله عليه وسلم فرجما . وفي رواية : قال : ارفع يدك فرفع فإذا فيها آية الرجم تلوح فقال : يا محمد إن فيها آية الرجم ولكنا نتكاتمه بيننا فأمر بهما فرجما

**سيدنا عبدالله بن عمر ﷺ کان روايت آهي تہ يهودي رسول الله ﷺ جن وٽ آيا ۽ عرض ڪيائون تہ انهن مان هڪ مرد ۽ هڪ عورت زنا ڪيو آهي، رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ تورات ۾ رجم بابت ڇا لکيل آهي؟ عرض ڪيائون تہ اسين زنا ڪندڙ کي ذليل ڪندا آهيون، ۽ انهن کي درا لڳايا ويندا آهن عبدالله بن سلام ﷺ چيو تہ توهان ڪوڙ ٿا ڳالهايو ان ۾ تہ سنگسار ڪرڻ جو حڪم آهي اهي تورات ڪڍي آيا ۽ ان کي کوليائون انهن مان هڪ شخص رجم واري آيت تي هٿ رکيو ۽ اڳين ۽ پوئين آيت پڙهڻ لڳو، عبدالله بن سلام ﷺ چيو تہ پنهنجو هٿ هٽاءِ! هٿ پري ڪيائين تہ اتي رجم جي آيت هئي يهودين چيو تہ اي محمد! اهو سچ ٿو چوي ۽ توريت ۾ رجم جي آيت موجود آهي، پوءِ نبي ﷺ جن ٻنهي کي سنگسار ڪرڻ جو حڪم ڪيو**

پوءِ کين سنگسار ڪيو ويو. هڪ روايت ۾ آهي ته (عبدالله بن سلام) چيو ته پنهنجو هٿ هٽاءِ ان هٿ هٽايو ته اتي رجم جي آيت هئي، چوڻ لڳو ته اي محمد (ﷺ!) تورات ۾ رجم جي آيت موجود آهي مگر اسان هڪ ٻئي کان ان کي لڪايون ٿا، رسول الله ﷺ جن ٻنهي اهو حڪم ڏنو ۽ کين سنگسار ڪيو ويو. (بخاري، مسلم)

(3501) وعن أبي هريرة قال : أتى النبي صلى الله عليه وسلم رجل وهو في المسجد فناداه : يا رسول الله إني زنيت فأعرض عنه النبي صلى الله عليه وسلم فتنحى لشق وجهه الذي أعرض قبله فقال : إني زنيت فأعرض عنه النبي صلى الله عليه وسلم فلما شهد أربع شهادات دعاه النبي صلى الله عليه وسلم فقال : " أبك جنون ؟ " قال : لا فقال : " أحصنت ؟ " قال : نعم يا رسول الله قال : " اذهبوا به فارجموه " قال ابن شهاب : فأخبرني من سمع جابر بن عبد الله يقول : فرجمناه بالمدينة فلما أذلقته الحجارة هرب حتى أدركناه بالحرة فرجمناه حتى مات وفي رواية للبخاري : عن جابر بعد قوله : قال : نعم فأمر به فرجم بالمصلى فلما أذلقته الحجارة فر فأدرك فرجم حتى مات . فقال له النبي صلى الله عليه وسلم خيرا وصلى عليه

سيدنا ابو هريرة ﷛ کان روايت آهي ته نبي ﷺ جن مسجد ۾ هئا، اتي هڪ شخص اچي ڏاڍيان چيو ته يا رسول الله ﷺ! تحقيق مون زنا ڪيو آهي! نبي ﷺ جن ان کان منهن ڦيرايو. جڏهن انهيءَ چار ڀيرا اها شاهدي ڏني ته نبي ﷺ ان کي پاڻ وٽ سڏي فرمايو ته ڇا تون چريو آهين؟ عرض ڪيائين ته نه! فرمايائون ته: ڇا تو شادي ڪئي آهي؟ عرض ڪيائين ته هائو يا رسول الله ﷺ! ارشاد فرمايائون ته هن کي وٺي وڃو ۽ سنگسار ڪيو. ابن شهاب چوي ٿو ته جابر بن عبدالله کان ٻڌندڙ (راوي) مون کي خبر ڏني ته اسان ان کي مديني ۾ سنگسار ڪيو. جڏهن ان جي جسم تي پٿر وسڻ لڳا ته وٺي ڀڳو، ايستائين جو اسان ان کي مديني جي پٿريلي سر زمين وٽ پڪڙي سنگسار ڪيو. تانجو اهو مري ويو. (بخاري، مسلم)

بخاري ۾ جابر ﷛ جي روايت ۾ سندس هاڪار کان پوءِ (وڌيڪ) آهي ته نبي ﷺ جن کيس سنگسار ڪرڻ جو حڪم ڏنو، ۽ کيس عيد گاهه وٽ پٿر هنيا ويا، جڏهن کيس پٿر لڳا ته ڀڄڻ لڳو، پوءِ کيس پڪڙي وري سنگسار ڪيو ويو تانجو مري ويو. پوءِ نبي ﷺ جن ان جي تعريف ڪئي ۽ سندس جنازي جي نماز پڙهائي.

(3502) وعن ابن عباس قال : لما أتى ماعز بن مالك النبي صلى الله عليه وسلم فقال له : " لعلك قبلت أو غمزت أو نظرت ؟ " قال : لا يا رسول الله قال : " أنكتها ؟ " لا يكني قال : نعم فعند ذلك أمر رجمه . رواه البخاري

سيدنا ابن عباس ﷠ کان روايت آهي ته جڏهن ماعز بن مالڪ نبي ﷺ جن وٽ آيو، ان کي فرمايائون ته: شايد تو چمي ڏني هجي، يا هٿ لاتو هجي، يا نهاريو هجي (۽ ان کي زنا سمجهندو هجين!) عرض ڪيائين ته نه! اي الله جا رسول ﷺ! پاڻ فرمايائون ته: ڇا تو واقعي زنا ڪيو آهي؟ پاڻ اشارن کان ڪم نه ورتائون، عرض ڪيائون ته هائو! تڏهن ان کي سنگسار ڪرڻ جو حڪم ڏنائون. (بخاري)

(3503) وعن بريدة قال : جاء ماعز بن مالك إلى النبي صلى الله عليه وسلم فقال : يا رسول الله طهرني فقال : " ويحك ارجع فاستغفر الله وتب إليه " . فقال : فرجع غير بعيد ثم جاء فقال : يا رسول الله طهرني . فقال النبي صلى الله عليه وسلم مثل ذلك حتى إذا كانت الرابعة قاله له رسول الله صلى الله عليه وسلم : " فيم أطهرك ؟ " قال : من الزنا قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " أبه جنون ؟ " فأخبر أنه ليس بمجنون فقال : " أشرب خمرا ؟ " فقام رجل فاستنكهه فلم يجد منه ريح خمر فقال : " أزنيت ؟ " قال : نعم فأمر به فرجم فلبثوا يومين أو ثلاثة ثم جاء رسول الله صلى الله عليه وسلم فقال : " استغفروا لماعز بن مالك لقد تاب توبة لو قسمت بين أمة لوسعتهم " ثم جاءته امرأة من غامد من الأزد فقالت : يا رسول الله طهرني فقال : " ويحك ارجعي فاستغفري الله وتوبي إليه " فقالت : تريد أن ترددني كما رددت ماعز بن مالك : إنها حبلى من الزنا فقال : " أنت ؟ " قالت : نعم قال لها : " حتى تضعي ما في بطنك " قال : فكفلها رجل من الأنصار حتى وضعت فأتى النبي صلى الله عليه وسلم فقال : قد وضعت الغامدية فقال : " إذا لا نرجمها وندع ولدها صغيرا ليس له من يرضعه " فقام رجل من الأنصار فقال : إلي رضاعه يا نبي الله قال : فرجمها . وفي رواية : أنه قال لها : " اذهبي حتى تلدي " فلما ولدت قال : " اذهبي فأرضعيه حتى تفطميه " فلما فطمته أتته بالصبي في يده كسرة خبز فقالت : هذا يا نبي الله قد فطمته وقد أكل الطعام فدفع الصبي إلى رجل من المسلمين ثم أمر بها فحفر لها إلى صدرها وأمر الناس فرجموها فيقبل خالد بن الوليد بحجر فرمى رأسها فتنضح الدم على وجه خالد فسبها فقال النبي صلى الله عليه وسلم : " مهلا يا خالد فو الذي نفسي بيده لقد تابت توبة لو تابها صاحب مكس لغفر له " ثم أمر بها فصلى عليها ودفنت . رواه مسلم

**سيدنا بريدة ﵁ کان روایت آهي تہ ماعز بن مالک نبي ﷺ جن وٽ آيو ۽ چيائين تہ يا رسول الله ﷺ! مون کي پاڪ ڪريو، فرمايائون تہ: توتي افسوس! واپس وڃ، الله تعالیٰ کان بخشش گهر ۽ توبہ ڪر. ٿورو پري وڃي موٽي آيو ۽ عرض ڪيائين يا رسول الله ﷺ! مون کي پاڪ ڪريو. نبي ﷺ جن وري ساڳي ڳالهہ فرمائي. جڏهن چار ڀيرا اقرار ڪيائين تہ چوٿين ڀيري رسول الله ﷺ جن ان کان پڇيو تہ توکي ڪهڙي شيءِ کان پاڪ ڪريان؟ عرض ڪيائين تہ زنا کان. رسول الله ﷺ جن اصحابن کان پڇيو تہ ڇا هي چريو آهي؟ ڪين ٻڌايو ويو تہ چريو نہ آهي فرمايائون تہ: ڇا هن شراب پيتو آهي؟ هڪ شخص اٿي ان جو منهن سنگهيو مگر شراب جي بوءِ نہ لڌائين. وري فرمايائون تہ: ڇا تو زنا ڪيو آهي؟ عرض ڪيائين تہ هائو! پوءِ حڪم ڪيائون پوءِ ان کي سنگسار ڪيو ويو. ٻہ ٽي ڏينهن گذريا تہ رسول الله ﷺ جن آيا ۽ فرمايائون تہ: ماعز بن مالڪ لاءِ بخشش جي دعا ڪريو، ان اهڙي توبہ ڪئي آهي جو جيڪڏهن اها امت تي ورهائجي تہ سيني لاءِ ڪافي ٿئي. پوءِ ازد قبيبلي جي شاخ غامد جي هڪ عورت چوڻ لڳي تہ يا رسول الله ﷺ! مون کي پاڪ ڪريو. فرمايائون تہ: توتي افسوس! واپس وڃ ۽ الله تعالیٰ کان توبه ۽ استغفار ڪر. عرض ڪيائين تہ: توهان گهرو ٿا تہ جيئن ماعز بن مالڪ کي واپس ڪيو هو. ساڳي ريت مون کي واپس ڪري ڇڏيو، اها تہ زنا جي نطفي مان حمل سان آهي. رسول الله ﷺ جن**

فرمايو تہ: يعني تون؟ عرض كيائين تہ هائو (سائين!) فرمايائين تہ ٻار ڄڻڻ جو انتظار ڪر. پاڻ هڪ انصاريءَ کي ان جي سار سنڀال لهڻ جو ذمو سونپيائون. ايستائين جو ڪيس ٻار ڄائو، پوءِ نبي ﷺ جن وٽ حاضر ٿي ان شخص عرض ڪيو تہ ان غامديہ کي ٻار ڄائو آهي رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: هينئر ان کي سنگسار نہ ڪنداسين جو سندس ٻار کي هن حالت ۾ ڇڏي ڏيون جو ان کي کير پيارڻ وارو ڪونہ ليي، هڪ انصاري اٿي عرض ڪيو تہ اي الله جا رسول ﷺ! سندس کير پيارڻ جو آئون ذميوار آهيان پوءِ ڪيس سنگسار ڪرڻ جو حڪم ڏنائون.
هڪ روايت ۾ آهي تہ ڪيس فرمايائون تہ: واپس وڃ تانجو ٻار ڄڻين، پوءِ ٻار ڄڻيائين تہ پاڻ ﷺ فرمايو تہ ان کي وڃي کير پيار، تانجو ان جو کير ڇڏائين. پوءِ کير ڇڏائي ٻار کي مانيءَ جو ٽڪر هٿ ۾ ڏئي اچي عرض ڪيائين تہ اي الله جا نبي ﷺ مون هن ٻار جو کير ڇڏايو آهي ۽ اجهو هي ماني کائي ٿو، پاڻ ڪريمن ﷺ اهو ٻار هڪ مسلمان جي حوالي ڪيو ۽ حڪم ڏنائون تہ ان لاءِ سيني تائين هڪ کڏ کوٽجي ۽ ماڻهن کي حڪم ڪيائون جن ڪيس سنگسار ڪيو پوءِ خالد بن وليد هڪ پٿر ان جي مٿي ۾ هنيو ۽ ان جو رت خالد رضي الله عنه جي منهن تي اچي لڳو جنهن تي ان کي گهٽ وڌ ڳالهايائين. نبي ﷺ جن فرمايو تہ: اي خالد رضي الله عنه خاموش رهہ ان الله جو قسم! جنهن جي هٿ ۾ منهنجي جان آهي انهيءَ اهڙي توبہ ڪئي آهي جو جيڪڏهن اهڙي توبہ ناجائز محصول وٺندڙ ڪري ها تہ ان کي بہ بخشيو وڃي ها. پوءِ حڪم ڏنائون ۽ سندس جنازي نماز خود پڙهايائون وڃي ۽ ڪيس دفن ڪيو ويو. (مسلم)

(3504) وعن أبي هريرة قال : سمعت النبي صلى الله عليه وسلم يقول : " إذا زنت أمة أحدكم فتبين زناها فليجلدها الحد ولا يثرب عليها ثم إن زنت فليجلدها الحد ولا يثرب ثم إن زنت الثالثة فتبين زناها فليبعها ولو بحبل من شعر "

سيدنا ابو هريرة رضي الله عنه کان روايت آهي تہ مون نبي ﷺ جن کان فرمائيندي ٻڌو تہ جڏهن توهان مان ڪنهن جي ٻانهي زنا ڪري ۽ ان جو زنا ظاهر ٿئي تہ ان تي شرعي حد قائم ڪجي ۽ ان تي لعن وطعن نہ ڪجي، پوءِ جيڪڏهن وري زنا ڪري تہ ان کي وري سزا ڏجي ۽ ان تي لعن وطعن نہ ڪجي، وري جيڪڏهن زنا ڪري ۽ ان جو زنا ظاهر ٿئي تہ ان کي وڪڻي ڇڏجي. جيتوڻيڪ ان جي قيمت ۾ وارن جي رسي ملي. (بخاري، مسلم)

(3505) وعن علي رضي الله عنه قال : يا أيها الناس أقيموا على أرقائكم الحد من أحصن منهم ومن لم يحصن فإن أمة لرسول الله صلى الله عليه وسلم زنت فأمرني أن أجلدها فإذا هي حديث عهد بنفاس فخشيت إن أنا جلدتها أن أقتلها فذكرت ذلك للنبي صلى الله عليه وسلم فقال : " أحسنت " . رواه مسلم . وفي رواية أبي داود : قال : " دعها حتى ينقطع دمها ثم أقم عليها الحد وأقيموا الحدود على ما ملكت أيمانكم "

سيدنا علي رضي الله عنه کان روايت آهي تہ پاڻ ماڻهن کي مخاطب ٿي فرمايائين تہ اي انسانو! جيڪڏهن توهان جون ٻانهيون ۽ ٻانها زنا ڪن تہ انهن تي حد لاڳو ڪريو، شادي شده هجن يا غير شادي شده

**هجن، ڇاڪاڻ ته رسول الله ﷺ جن جي هڪ ٻانهي زنا ڪيو ته مون کي حڪم ڏنائون ته آئون ان کي درا هڻان، پر ڪيس انهي وقت ٻار ڄائو هو. مون کي ڊپ ورتو ته جيڪڏهن آئون ڪيس درا هڻندس ته مري ويندي، مون اها ڳالهه نبي ﷺ جن کي ٻڌائي، ته تو چڱو ڪيو. (مسلم) ابوداؤد جي روايت ۾ آهي ته فرمايائون ته ان کي ڇڏي ڏي تانجو سندس رت بند ٿئي. پوءِ ان تي حد قائم ڪر ۽ پنهنجن ٻانهن تي حدون قائم ڪريو.**

**ٻيو فصل**

(3506) عن أبي هريرة قال : جاء ماعز الأسلمي إلى رسول الله صلى الله عليه وسلم فقال : إنه قد زنى فأعرض عنه ثم جاء من شقه الآخر فقال : إنه قد زنى فأعرض عنه ثم جاء من شقه الآخر فقال : يا رسول الله إنه قد زنى فأمر به في الرابعة فأخرج إلى الحرة فرجم بالحجارة فلما وجد مس الحجارة فر يشتد حتى مر برجل معه لحي جمل فضربه به وضربه الناس حتى مات . فذكروا ذلك لرسول الله صلى الله عليه وسلم أنه فرحين وجد مس الحجارة ومس الموت فقال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " هلا تركتموه " . رواه الترمذي وابن ماجه وفي رواية : " هلا تركتموه لعله أن يتوب الله عليه "

**سيدنا ابو هريرة ﵁ کان روايت آهي ته ماعز اسلمي رسول الله ﷺ جن وٽ آيو ۽ چيائين ته تحقيق ان زنا ڪيو آهي پاڻ ان کان منهن ڦيرائي ڇڏيائون. پوءِ ٻئي پاسي ڏانهن آيو ۽ چيائين ته يا رسول الله ﷺ ! تحقيق ان زنا ڪيو آهي، جڏهن چوٿين ڀيري گناهه جو اعتراف ڪيائين تڏهن رسول الله ﷺ جن ان کي سنگسار ڪرڻ جو حڪم ڏنو. پوءِ ان مديني جي پٿريلي ميدان ۾ موڪليو ۽ سنگسار ڪيو ويو، جڏهن ان جي جسم تي پٿر وسڻ لڳا، تڏهن تيزيءَ سان ڀڳو، ايستائين جو هڪ شخص جي پر سان گذريو، جنهن جي هٿ ۾ اُٺ جي هڏي هئي، جنهن سان ڪيس ڌڪَ هنيائين ۽ ماڻهن به ڪيس مارڻ شروع ڪيو، ايستائين جو مري ويو، اها ڳالهه رسول الله ﷺ جن کي ٻڌائي وئي ته جڏهن هو پٿرن ۽ موت جو ذائقو چکڻ لڳو ته ڀڄڻ لڳو، رسول الله ﷺ جن فرمايو ته توهان ڪيس ڇڏي چو نه ڏنو؟ (ترمذي، ابن ماجه) هڪ روايت ۾ آهي ته جيڪڏهن ڪيس ڇڏي ڏيو ها ته شايد توبه تائب ٿئي ها ته الله ان جي توبه قبول ڪري ها.**

(3507) وعن ابن عباس أن النبي صلى الله عليه وسلم قال لماعز بن مالك : " أحق ما بلغني عنك ؟ " قال : وما بلغك عني ؟ قال : " بلغني أنك قد وقعت على جارية آل فلان " قال : نعم فشهد أربع شهادات فأمر به فرجم . رواه مسلم

**سيدنا ابن عباس ﵄ کان روايت آهي ته نبي ﷺ جن ماعز بن مالڪ ﵁ کي چيو ته ڇا اها ڳالهه سچي آهي جيڪا تنهنجي باري ۾ مون کي معلوم ٿي آهي؟ چيائين ته منهنجي باري ۾ توهان کي ڇا معلوم ٿيو آهي؟ فرمايائون ته: تو فلاڻي گهر وارن جي ٻانهيءَ سان زنا ڪيو آهي عرض**

**ڪيائين تہ هائو! پوءِ انهيءَ چار ڀيرا اقرار ڪيو، پاڻ ڪيس سنگسار ڪرڻ جو حڪم ڏنو، پوءِ پٿر ڇٽي ڪيس ماريو ويو. (مسلم)**

(3508) وعن يزيد بن نعيم عن أبيه أن ماعزا أتى النبي صلى الله عليه وسلم فأقر عنده أربع مرات فأمر برجمه وقال لهزال : " لو سترته بثوبك كان خيرا لك " قال ابن المنكدر : إن هزالا أمر ماعزا أن يأتي النبي صلى الله عليه وسلم فيخبره . رواه أبو داود

**يزيد بن نعيم پنهنجي پيءُ کان روايت ڪري ٿو تہ ماعز بن مالڪ ﷛ نبي ﷺ جن وٽ آيو ۽ چار ڀيرا اقرار ڪيائين پاڻ ڪيس سنگسار ڪرڻ جو حڪم ڏنائون ۽ هزال کي فرمايائون تہ: جيڪڏهن ان واقعي تي پردو وجهين ها تہ تنهنجي لاءِ وڌيڪ چڱو هو. (راوي) ابن منڪدر چوي ٿو بيشڪ هزال، ماعز کي تيار ڪيو تہ نبي ﷺ جن وٽ اچي ڪين ان واقعي کان آگاهہ ڪري. (ابوداؤد)**

(3509) وعن عمرو بن شعيب عن أبيه عن جده عبد الله بن عمرو بن العاص رضي الله عنهما أن رسول الله صلى الله عليه وسلم قال : " تعافوا الحدود فيما بينكم فما بلغني من حد فقد وجب " . رواه أبو داود والنسائي

**عمرو بن شعيب پنهنجي پيءُ کان، اهو سندس ڏاڏي عبدالله بن عمرو بن العاص ﷠ کان روايت ڪري ٿو تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: پاڻ ۾ شرعي سزائن کي معاف ڪندا ڪريو. جيڪڏهن مون کي خبر پهچي وئي تہ پوءِ حد واجب ٿي ويندي. (ابوداؤد، نسائي)**

(3510) وعن عائشة أن النبي صلى الله عليه وسلم قال : " أقيلوا ذوي الهيآت عثراتهم إلا الحدود " . رواه أبو داود

**بيبي عائشہ ﷞ کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ: شرعي حدن کان سواءِ باعزت ماڻهن جي خطائن کي معاف ڪندا ڪريو. (ابوداؤد)**

(3511) وعنها قالت : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " ادرؤا الحدود عن المسلمين ما استطعتم فإن كان له مخرج فخلوا سبيله فإن الإمام أن يخطئ في العفو خير من أن يخطئ في العقوبة " . رواه الترمذي وقال : قد روي عنها ولم يرفع وهو أصح

**بيبي عائشہ ﷞ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ : جيتري قدر ٿي سگهي مسلمانن کان حدون ٽارڻ جي ڪوشش ڪريو، جيڪڏهن بچاءُ جي ڪا صورت نڪري اچي تہ انهن کي ڇڏي ڏيندا ڪريو، ڇاڪاڻ تہ امام (حاڪم) جو معاف ڪرڻ ۾ غلطي ڪرڻ، سزا ڏيڻ ۾ غلطي کان چڱو آهي (ان کي ترمذيءَ روايت ڪيو آهي ۽ چوي ٿو تہ هيءَ حديث عائشہ ﷞ کان موقوف روايت ڪئي وئي آهي ۽ اهو ئي صحيح آهي تہ اها مرفوع نہ آهي).**

(3512) وعن وائل بن حجر قال : استكرهت امرأة على عهد النبي صلى الله عليه وسلم فدرأ عنها الحد وأقامه على الذي أصابها ولم يذكر أنه جعل لها مهرا . رواه الترمذي

**سيدنا وائل بن حجر ﷺ كان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن جي زماني ۾ هڪ عورت تي زبردستي ڪئي وئي. پاڻ ان عورت کي معاف ڪيائون، ۽ مرد تي حد قائم ڪيائون راوي اهو نٿو بيان ڪري تہ پاڻ ان کي مهر ڏياريائون يا نہ؟ (ترمذي)**

(3513) وعنه : أن امرأة خرجت على عهد النبي صلى الله عليه وسلم تريد الصلاة فتلقاها رجل فتجللها فقضى حاجته منها فصاحت وانطلق ومرت عصابة من المهاجرين فقالت : إن ذلك الرجل فعل بي كذا وكذا فأخذوا الرجل فأتوا به رسول الله صلى الله عليه وسلم فقال لها : " اذهبي فقد غفر الله لك " وقال للرجل الذي وقع عليها : " ارجموه " وقال : " لقد تاب توبة لو تابها أهل المدينة لقبل منهم " . رواه الترمذي وأبو داود

**سيدنا وائل بن حجر ﷺ كان روايت آهي تہ تحقيق نبي ﷺ جن جي زماني ۾ هڪ عورت نماز جي ارادي سان ٻاهر نڪتي. هڪ شخص ان کي پڪڙي ورتو ۽ ان تي ڪپڙو وجهي، ان سان پنهنجي حاجت پوري ڪيائين، ان عورت رڙيون ڪيون ۽ اهو شخص ڀڄي ويو، مهاجرن جي هڪ جماعت ان عورت وٽان گذري، انهن کي چيائين تہ فلاڻي شخص مون سان هيئن ۽ هيئن يعني غلط حرڪت ڪئي آهي، انهن وڃي ان شخص کي پڪڙيو ۽ ڪيس رسول الله ﷺ جن وٽ وٺي آيا، پاڻ عورت کي فرمايائون تہ تون وڃ! الله توکي بخشي ڇڏيو ۽ زنا ڪندڙ جي باري ۾ حڪم فرمايائون تہ ان کي سنگسار ڪريو ۽ فرمايائون تہ هن اهڙي توبه ڪئي آهي جو جيڪڏهن اهڙي توبه مديني وارا ڪن ها تہ جيڪر انهن جي توبه قبول ٿي وڃي ها. (ترمذي، ابوداؤد)**

(3514) وعن جابر : أن رجلا زنى بامرأة فأمر به النبي صلى الله عليه وسلم فجلد الحد ثم أخبر أنه محصن فأمر به فرجم . رواه أبو داود

**سيدنا جابر ﷺ كان روايت آهي تہ هڪ شخص هڪ عورت سان زنا ڪيو، نبي ﷺ جن ڪيس درا هڻڻ جو حڪم ڏنو، ان کي درا هنيا ويا، پوءِ ڪين ٻڌايو ويو تہ اهو شادي شده آهي، پوءِ ڪيس سنگسار ڪيو ويو. (ابوداؤد)**

(3515) وعن سعيد بن سعد بن عبادة أن سعد بن عبادة أتى النبي صلى الله عليه وسلم برجل كان في الحي مخدج سقيم فوجد على أمة من إمائهم يخبث بها فقال النبي صلى الله عليه وسلم : " خذوا له عثكالا فيه مائة شمراخ فاضربوه ضربة " . رواه في شرح السنة وفي رواية ابن ماجه نحوه

**سيدنا سعيد بن سعد بن عباده كان روايت آهي تہ سعد بن عباده ﷺ هڪ مرد وٺي نبي ﷺ جن وٽ آيو، جيڪو ڪمزور ۽ بيمار هو ۽ پاڙي جي هڪ ٻانهيءَ سان زنا ڪئي هئائين. نبي ﷺ جن حڪم ڏنو تہ ڪجور جي هڪ ڇڙي، جنهن ۾ سؤ ننڍڙيون ٽاريون هجن، سندس پنيءَ تي هڪ ڀيرو**

**اهڙيءَ طرح هٽو، جو سڀ ٽاريون سندس جسم تي لڳن. (شرح السنه، ابن ماجه، ۾ بہ اهڙي ئي روايت آهي)**

(3516) وعن عكرمة عن ابن عباس قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " من وجدتموه يعمل عمل قوم لوط فاقتلوا الفاعل والمفعول به " . رواه الترمذي وابن ماجه

**سيدنا عڪرمہ ابن عباس ﷠ ڪان روايت بيان ڪري ٿو تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جنهن کي عمل قوم لوط ڪندي ڏسو تہ فاعل ۽ مفعول ٻنهي کي ماري ڇڏيو. (ابن ماجه)**

(3517) وعن ابن عباس قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " من أتى بهيمة فاقتلوه واقتلوها معه " . قيل لابن عباس : ما شأن البهيمة ؟ قال : ما سمعت من رسول الله صلى الله عليه وسلم في ذلك شيئا ولكن أره كره أن يؤكل لحمها أو ينتفع بها وقد فعل بها ذلك . رواه الترمذي وأبو داود وابن ماجه

**ابن عباس ﷠ ڪان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن ڪان فرمائيندي ٻڌو تہ: جيڪو شخص جانور سان بدفعلي ڪري ان کي ۽ جانور ٻنهي کي ماري ڇڏيو. ابن عباس ﷠ ڪان پڇيو ويو تہ جانور جو ڪهڙو قصور آهي؟ چيائين تہ ان بابت مون رسول الله ﷺ جن ڪان ڪجھ نہ ٻڌو آهي، البتہ منهنجو خيال آهي تہ اهڙي جانور جو گوشت کائڻ يا ان مان نفعو وٺڻ مڪروه آهي ڇو تہ ان سان برائي ڪئي وئي آهي. (ترمذي، ابوداؤد، ابن ماجه)**

(3518) عن جابر قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " إن أخوف ما أخاف على أمتي عمل قوم لوط " . رواه الترمذي وابن ماجه

**سيدنا جابر ﷛ ڪان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: مون کي پنهنجي امت جي باري ۾ عمل قوم لوط جو (وڌيڪ) خوف آهي. () (ترمذي، ابن ماجہ)**

(3519) وعن ابن عباس : أن رجلا من بني بكر بن ليث أتى النبي صلى الله عليه وسلم فأقر أنه زنى بامرأة أربع مرات فجلده مائة وكان بكرا ثم سأله البينة على المرأة فقالت : كذب والله يا رسول الله فجلد حد الفرية . رواه أبو داود

**سيدنا ابن عباس ﷠ ڪان روايت آهي تہ قبيلي بني بڪر بن ليث جو هڪ شخص نبي ﷺ جو وٽ آيو، جنهن اقرار ڪيو تہ مون هڪ عورت سان چار ڀيرا زنا ڪيو آهي. رسول الله ﷺ جن ان کي درا لڳايا، جو ڪنوارو هو، پوءِ عورت خلاف شاهدي طلب ڪئي وئي، عورت چيو تہ الله جو قسم! يا رسول الله ﷺ! اهو ڪوڙو آهي، پاڻ ڪيس تهمت جي حد ۾ درا لڳارايائون. (ابوداؤد)**

(3520) وعن عائشة قالت : لما نزل عذري قام النبي صلى الله عليه وسلم على المنبر فذكر ذلك فلما نزل من المنبر أمر بالرجلين والمرأة فضربوا حدهم . رواه أبو داود

**عائشہ ﷞ کان روايت آهي تہ جڏهن منهنجي عذر (پاڪدامنيءَ) جي باري ۾ قرآن لٿو تہ نبي ﷺ جن منبر تي چڙهي، اها ڳالهہ بيان ڪئي پوءِ جڏهن منبر تان لٿا تہ ٻن مردن ۽ هڪ عورت جي باري ۾ حڪم ڏنائون، جن تي حد لاڳو ڪيائون. (ابوداؤد)**

**ٽيون فصل**

(3521) عن نافع : أن صفية بنت أبي عبيد أخبرته أن عبدا من رقيق الإمارة وقع على وليدة من الخمس فاستكرهها حتى افتضها فجلده عمر ولم يجلدها من أجل أنه استكرهها . رواه البخاري

**نافع کان روايت آهي تہ ابو عبيد جي ڌيءَ صفيہ کيس ٻڌايو تہ هڪ سرڪاري ٻانهي غنيمت ۾ آيل هڪ ٻانهيءَ سان زوري ڪئي، تانجو ان جي ڪنوارپ کي زائل ڪري ڇڏيائين. عمر ﷛ غلام کي درا لڳايا ۽ زبردستيءَ ڪرڻ سبب ٻانهيءَ کي سزا نہ ڏنائين. (بخاري، مسلم)**

(3522) وعن يزيد بن نعيم بن هزال عن أبيه قال : كان ماعز بن مالك يتيما في حجر أبي فأصاب جارية من الحي فقال له أبي : ائت رسول الله صلى الله عليه وسلم فأخبره بما صنعت لعله يستغفر لك وإنما يريد بذلك رجاء أن يكون له مخرجا فأتاه فقال : يا رسول الله إني زنيت فأقم علي كتاب الله حتى قالها أربع مرات قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : إنك قد قلتها أربع مرات فبمن ؟ " قال : بفلانة . قال : " هل ضاجعتها ؟ " قال : نعم قال : " هل باشرتها ؟ " قال : نعم قال : " هل جامعتها ؟ " قال : نعم قال : فأمر به أن يرجم فأخرج به إلى الحرة فلما رجم فوجد مس الحجارة فجزع فخرج يشتد فلقيه عبد الله بن أنيس وقد عجز أصحابه فنزع له بوظيف بعير فرماه به فقتله ثم أتى النبي صلى الله عليه وسلم فذكر ذلك له فقال : " هلا تركتموه لعله أن يتوب . فيتوب الله عليه " . رواه أبو داود

**يزيد بن نعيم بن هزال، پنهنجي پيءُ کان روايت ڪري ٿو تہ ماعز بن مالڪ يتيم هو ۽ منهنجي پيءُ جي سنڀال هيٺ هو ۽ انهيءَ قبيلي جي هڪ ٻانهيءَ سان زنا ڪئي، منهنجي پيءُ ان کي چيو تہ رسول الله ﷺ جن وٽ وڃ ۽ واقعو بيان ڪري ٻڌاءِ، شايد تنهنجي لاءِ بخشش جي دعا ڪن. سندس مقصد فقط هي هو تہ نجات جي ڪا صورت نڪري اچي. اهو آيو ۽ عرض ڪيائين تہ يا رسول الله ﷺ! مون زنا ڪيو آهي، مون تي ڪتاب الله جو حڪم جاري فرمايو، رسول الله ﷺ جن ان کان منهن ڦيرايو، ساڳي ڳالهہ دهرائيندي چيائين تہ يا رسول الله ﷺ! مون زنا ڪيو آهي مون تي ڪتاب الله جو حڪم جاري فرمايو، تانجو جڏهن اها ڳالهہ چار ڀيرا چيائين تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: تو چار دفعا اها ڳالهہ چئي آهي، پر ڪنهن سان؟ عرض ڪيائين تہ فلاڻي**

عورت سان، فرمايائون تہ ڇا تون ان سان همبستر ٿئين؟ عرض ڪيائين تہ هائو! فرمايائون تہ: ڇا تو ان جي بدن سان پنهنجو بدن لڳايو، عرض ڪيائين تہ هائو ؛ فرمايائين تہ ؛ ڇا تو ان سان جماع ڪيو؟ عرض ڪيائون تہ هائو! پوءِ رسول الله ﷺ ان کي سنگسار ڪرڻ جو حڪم ڏنو ڪيس پٿريلي ميدان ۾ آندو ويو. جڏهن ان کي پٿر ڇنڻ لڳا ۽ پٿرن جا ڏک نہ سنيائين تہ رڙيون ڪري وٺي ڀڳو. رستي ۾ ڪيس عبدالله بن انيس مليو، جڏهن تہ ان جا ساٿي (يعني سنگسار ڪندڙ) ٿڪجي پيا هئا عبدالله اٺ جي هڏي ڪٽي ماعز کي هنئي. تانجو ان کي ماري وڌائين پوءِ نبي ﷺ جن وٽ آيو ۽ اهو واقعو بيان ڪيائين، فرمايائون تہ: توهان ان کي ڇڏي ڇو نہ ڏنو؟ شايد توبه ڪري ها ۽ الله تعالىٰ ان جي توبه قبول ڪري ها. (ابوداؤد)

(3523) وعن عمرو بن العاص قال : سمعت رسول الله صلى الله عليه وسلم يقول : " ما من قوم يظهر فيهم الزنا إلا أخذوا بالسنة وما من قوم يظهر فيهم الرشا إلا أخذوا بالرعب " . رواه أحمد

سيدنا عمرو بن العاص رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ مون رسول الله ﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو آهي. تہ جنهن قوم ۾ زنا ظاهر ٿيندو ان کي ڏڪار وڪوڙي ويندو جنهن قوم ۾ رشوت عام ٿيندي، ان تي رعب غالب ٿي ويندو آهي. (مسند احمد)

(3524) وعن ابن عباس وأبي هريرة أن رسول الله صلى الله عليه وسلم قال : " ملعون من عمل عمل قوم لوط " . رواه رزين

سيدنا ابن عباس ۽ ابي هريرة رضي الله عنهم کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جيڪو شخص قوم لوط جو عمل ڪري اهو ملعون آهي. (زرين)

(3525) وفي رواية له عن ابن عباس : أن عليا رضي الله عنه أحرقهما وأبا بكر هدم عليهما حائطا

سيدنا ابن عباس رضي الله عنهما جي روايت ۾ آهي تہ علي رضي الله عنه فاعل ۽ مفعول ٻنهي کي ساڙايو ۽ ابو بڪر رضي الله عنه انهن جي مٿان ڀت ڪيرائي.

(3526) وعنه أن رسول الله صلى الله عليه وسلم قال : " لا ينظر الله عز وجل إلى رجل أتى رجلا أو امرأة في دبرها " . رواه الترمذي وقال : هذا حديث حسن غريب

سيدنا ابن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: الله تعالىٰ ان شخص ڏانهن نٿو نهاري جيڪو مرد يا عورت سان لواطت ڪري ٿو (ان کي ترمذي روايت ڪيو ۽ چوي ٿو هيءَ حديث حسن غريب آهي).

(3527) وعنه أنه قال : " من أتى بهيمة فلا حد عليه " . رواه الترمذي وأبو داود وقال الترمذي : عن سفيان الثوري أنه قال : وهذا أصح من الحديث الأول وهو : " من أتى بهيمة فاقتلوه " والعمل على هذا عند أهل العلم

سيدنا ابن عباس ﷠ کان روايت آهي تہ جيڪو شخص جانور سان بدفعلي ڪري ان تي شرعي حد نہ آهي (ترمذي ۽ ابوداؤد) ترمذي سفيان ثوري جو قول نقل ڪري ٿو ۽ هيءَ حديث پهرين حديث کان وڌيڪ صحيح آهي، جنهن ۾ آهي تہ "جيڪو جانور سان بدفعلي ڪري، ان کي قتل ڪريو" ۽ اهل علم جو ان تي عمل آهي.

(3528) وعن عبادة بن الصامت قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " أقيموا حدود الله في القريب والبعيد ولا تأخذكم في الله لومة لائم " . رواه ابن ماجه

سيدنا عباده بن صامت ﷜ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: ويجهن ۽ پري وارن (عزيزن، قريبن) سيني تي الله تعالیٰ جون حدون قائم ڪريو ۽ الله جي باري ۾ ملامت ڪرڻ واري جي پرواهہ نہ ڪريو. (ابن ماجه)

(3529) وعن ابن عمر أن رسول الله صلى الله عليه وسلم قال : " إقامة حد من حدود الله خير من مطر أربعين ليلة في بلاد الله " . رواه ابن ماجه ورواه النسائي عن أبي هريرة

سيدنا ابن عمر ﷠ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: الله جي حدن مان هڪ حد جاري ڪرڻ چاليهہ راتيون برابر الله جي زمين ۾ برسات وسڻ کان وڌيڪ چڱي آهي (ابن ماجه) نسائيءَ ۾ اها حديث ابو هريره ﷜ کان آهي.

## چور جو هٿ ڪپڻ جو بيان

### پهريون فصل

(3530) عن عائشة عن النبي صلى الله عليه وسلم قال : " لا تقطع يد السارق إلا بربع دينار فصاعدا "

بيبي عائشہ ﷞ کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ: چوٿائي دينار يا وڌيڪ چوري ڪرڻ تي چور جو هٿ ڪپيو وڃي. (بخاري، مسلم)

(3531) وعن ابن عمر قال : قطع النبي صلى الله عليه وسلم يد سارق في مجن ثمنه ثلاثة دراهم

سيدنا ابن عمر ﷠ کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن ڍال، بابت جنهن جي قيمت ٽي درهم هئي، چورائيندڙ جو هٿ ڪپيو. (بخاري، مسلم)

(3532) وعن أبي هريرة عن النبي صلى الله عليه وسلم قال : " لعن الله السارق يسرق البيضة فتقطع يده ويسرق الحبل فتقطع يده "

سيدنا ابو هريره ﷛ کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ: الله چور تي لعنت ڪري، جيڪڏهن بيضو چورائي تہ ان جو هٿ ڪپيو وڃي ۽ رسي چورائي تہ ان جو هٿ ڪپيو وڃي. (بخاري، مسلم)

## ٻيو فصل

(3533) عن رافع بن خديج عن النبي صلى الله عليه وسلم قال : " لا قطع في ثمر ولا كثر " رواه مالك والترمذي وأبو داود والنسائي والدارمي وابن ماجه

سيدنا رافع بن خديج ﷛ کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ: وڻ ۾ لڳل ميوي ۽ سفيد کجي چورائڻ تي هٿ نہ ڪپيو ويندو. (مالڪ، ترمذي، ابوداؤد، نسائي، دارمي، ابن ماجه)

(3534) وعن عمرو بن شعيب عن أبيه عن جده عبد الله بن عمرو بن العاص عن رسول الله صلى الله عليه وسلم : أنه سئل عن الثمر المعلق قال : " من سرق منه شيئا بعد أن يؤويه الجرين فبلغ ثمن المجن فعليه القطع " . رواه أبو داود والنسائي

عمرو بن شعيب پنهنجي پيءُ کان اهو سندس ڏاڏي کان روايت ڪري ٿو تہ رسول الله ﷺ جن کان وڻ ۾ لڳل ميوي بابت پڇيو ويو، فرمايائون تہ: جيڪو ان وقت ميوو چورائي، جڏهن توڙي گڏ ڪجي ۽ هڪ ڍال جي قيمت تي پهچي تہ سندس هٿ ڪپجي. (ابوداؤد، نسائي)

(3535) وعن عبد الله بن عبد الرحمن بن أبي حسين المكي أن رسول الله صلى الله عليه وسلم قال : " لا قطع في ثمر معلق ولا في حريسة جبل فإذا آواه المراح والجرين فالقطع فيما بلغ ثمن المجن " . رواه مالك

سيدنا عبدالله بن عبدالرحمٰن بن ابي حسين ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: وڻن ۾ لڳل ميوو چورائڻ ۽ جبل جوءِ ۾ جانور چاريندڙ جو هٿ نہ ڪپيو ويندو ميوو گڏ ٿئي ۽ جانور واڙي ۾ ٻڌجي ۽ چوري ڍال جي قيمت تائين پهچي تہ هٿ ڪپيو ويندو. (مؤطا مالڪ)

(3536) وعن جابر قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " ليس على المنتهب قطع ومن انتهب نهبة مشهورة فليس منا " . رواه أبو داود

جابر ﷛ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: جيڪو زبردستي ڦر ڪري ان جو هٿ نہ ڪپيو ويندو ۽ جيڪو ڪنهن مشهور شيءِ (مثلاً سرڪاري يا عوامي ملڪيت) تي غاصبانہ قبضو ڪندو، اهو اسان مان نہ آهي (ابوداؤد)

(3537) وعنه عن النبي صلى الله عليه وسلم قال : " ليس على خائن ولا منتهب ولا مختلس قطع " . رواه الترمذي والنسائي وابن ماجه والدارمي وروى في " شرح السنة " : أن صفوان بن أمية قدم المدينة فنام في المسجد وتوسد رداءه فجاء سارق وأخذ رداءه فأخذه صفوان فجاء به إلى رسول الله صلى الله عليه وسلم فأمر أن تقطع يده فقال صفوان : إني لم أرد هذا هو عليه صدقة . فقال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " فهلا قبل أن تأتيني به " وروى نحوه ابن ماجه عن عبد الله بن صفوان عن أبيه والدارمي عن ابن عباس

**جابر ﷺ كان روايت آهي ته نبيﷺ جن فرمايو ته: خيانت كندڙ، ڦرلٽ كندڙ ۽ ڏوكي سان مال ڦٻائڻ واري جو هٿ كپڻ واجب نه آهي (ترمذي، نسائي، ابن ماجه، دارمي) شرح السنه ۾ روايت آهي ته صفوان بن اميه مديني ۾ آيو ۽ مسجد ۾ چادر مٿي جي هيٺيان ڏئي سمهي پيو، چور آيو، جنهن چادر چورائي، صفوان پكڙي ان كي رسول اللهﷺ جن وٽ وٺي آيو، رسول اللهﷺ جن حكم ڏنو ته سندس هٿ كپيو وڃي. صفوان عرض كيو ته منهنجو اهو مقصد نه هو، اها چادر هن لاءِ خيرات آهي. فرمايائون ته هن كي هتي آڻڻ كان اڳ ائين چو نه كيئي؟ (يعني معافي تلافي امير وٽ اچڻ كان اڳ كبي آهي، نه بعد ۾!) ابن ماجه ۾ اها روايت عبدالله بن صفوان كان آهي، جيكو پنهنجي پيءُ كان روايت كري ٿو ۽ اها دارميءِ ابن عباس كان آهي.**

(3538) وعن بسر بن أرطاة قال : سمعت رسول الله صلى الله عليه وسلم يقول : " لا تقطع الأيدي في الغزو " . رواه الترمذي والدارمي وأبو داود والنسائي إلا أنهما قالا : " في السفر " بدل " الغزو "

**بسر بن ارطاة ﷺ كان روايت آهي ته مون رسول اللهﷺ جن كان فرمائيندي ٻڌو ته جهاد دوران (كو خيانت كري ته) ان جا هٿ نه كپيا وڃن (ترمذي، دارمي، ابوداؤد، نسائي) ابوداؤد ۽ نسائيءَ ۾ "جهاد" جي بجاءِ "سفر" جو ذكر آهي.**

(3539) وعن أبي سلمة عن أبي هريرة أن رسول الله صلى الله عليه وسلم قال في السارق : " إن سرق فاقطعوا يده ثم إن سرق فاقطعوا رجله ثم إن سرق فاقطعوا يده ثم إن سرق فاقطعوا رجله " . رواه في شرح السنة

**ابو سلمه، ابو هريره ﷺ كان روايت كري ٿو ته رسول اللهﷺ جن چور جي باري ۾ فرمايو ته: جڏهن اهو چوري كري ته سندس ساڄو هٿ كپيو، پوءِ وري چوري كري ته سندس كاٻو پير كپيو، پوءِ وري چوري كري ته سندس كاٻو هٿ كپيو، پوءِ وري چوري كري ته سندس ساڄو پير كپيو. (شرح السنه)**

(3540) وعن جابر قال : جيء بسارق إلى النبي صلى الله عليه وسلم قال : " اقطعوه " فقطع ثم جيء به الثانية فقال : " اقطعوه " فقطع ثم جيء به الثالثة فقال : " اقطعوه " فقطع ثم جيء به الرابعة فقال : " اقطعوه " فقطع

فأتي به الخامسة فقال : " اقتلوه " فانطلقنا به فقتلناه ثم اجترناه فألقيناه في بئر ورمينا عليه الحجارة . رواه أبو داود والنسائي وروي في شرح السنة في قطع السارق عن النبي صلى الله عليه وسلم : " اقطعوه ثم احسموه "

**جابرﷺ کان روايت آهي تہ نبيﷺ جن وٽ هڪ چور کي آندو ويو. پاڻ حڪم ڏنائون تہ (سندس ساڄو هٿ) ڪپيو، پوءِ (سندس ساڄو) هٿ ڪپيو ويو، ٻيو ڀيرو وري کيس آندو ويو. فرمايائون تہ (سندس کاٻو پير) ڪپيو، (سندس کاٻو پير) ڪپيو ويو. ٽيون ڀيرو وري کيس آندو ويو. فرمايائون تہ (سندس کاٻو هٿ) ڪپيو، (سندس کاٻو هٿ ) ڪپيو ويو. چوٿون ڀيرو وري کيس آندو ويو. فرمايائون تہ (سندس ساڄو پير) ڪپيو، (سندس ساڄو پير) ڪپيو ويو، پنجون ڀيرو وري کيس آندو ويو. فرمايائون تہ کيس قتل ڪري ڇڏيو، اسين ان کي وٺي وياسون ۽ قتل ڪري ڇڏيوسون. پوءِ سندس لاش گهلي، کوهہ ۾ اڇلائي ان جي مٿان پٿر وڌاسون (ابوداؤد، نسائي) شرح السنه ۾ چور جي هٿ ڪپڻ جي باري ۾ نبيﷺ جن جو فرمان آهي تہ ان جو هٿ ڪپيو، پوءِ ان کي گرم تيل سان داغ ڏيو.**

(3541) وعن فضالة بن عبيد قال : أتي رسول الله صلى الله عليه وسلم بسارق فقطعت يده ثم أمر بها فعلقت في عنقه . رواه الترمذي وأبو داود والنسائي وابن ماجه

**فضاله بن عبيد ﷺ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن وٽ چور کي آندو، پوءِ ان جو هٿ ڪپيو ويو، پوءِ حڪم فرمايائون تہ ان کي سندس ڪنڌ ۾ ٻڌو ويو. (ترمذي، ابوداؤد، نسائي، ابن ماجہ)**

(3542) وعن أبي هريرة قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " إذا سرق المملوك فبعه ولو بنش " . رواه أبو داود والنسائي وابن ماجه

**ابو هريره ﷺ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: جڏهن ٻانهو چوري ڪري تہ کيس وڪڻي ڇڏيو، جيتوڻيڪ معمولي قيمت تي ئي. (ابوداؤد، نسائي ابن ماجہ)**

**ٽيون فصل**

(3543) عن عائشة قالت : أتي رسول الله صلى الله عليه وسلم بسارق فقطعه فقالوا : ما كنا نراك تبلغ به هذا قال : " لو كانت فاطمة لقطعتها " . رواه النسائي

**عائشه ﷺ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن وٽ هڪ چور آندو ويو. پاڻﷺ سندس هٿ ڪپيائون. (ماڻهن) عرض ڪيو تہ اسان جو اهو خيال نہ هو تہ توهان کيس ايتري (سخت سزا) ڏيندا. فرمايائون تہ جيڪڏهن فاطمه (چور) هجي ها تہ آئون ان جو بہ هٿ ڪپرائي ڇڏيان ها (نسائي)**

(3544) وعن ابن عمر قال : جاء رجل إلى عمر بغلام له فقال : اقطع يده فإنه سرق مرآة لامرأتي فقال عمر رضي الله عنه : لا قطع عليه وهو خادمكم أخذ متاعكم . رواه مالك

**ابن عمر رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ عمر رضي الله عنه وٽ هڪ شخص پنهنجو ٻانهو وٺي آيو ۽ چيائين تہ هن منهنجي زال جو آئينو چورايو آهي. سندس هٿ ڪپيو. عمر رضي الله عنه چيو تہ هن جو هٿ نہ ڪپيندس، توهان جو خدمتگذار آهي، جنهن توهان جو سامان ڪنيو آهي. (مالڪ)**

(3545) وعن أبي ذر قال : قال لي رسول الله صلى الله عليه وسلم : " يا أبا ذر " قلت : لبيك يا رسول الله وسعديك قال : " كيف أنت إذا أصاب الناس موت يكون البيت فيه بالوصيف " يعني القبر قلت : الله ورسوله أعلم . قال : " عليك بالصبر " قال حماد بن أبي سليمان : تقطع يد النباش لأنه دخل على الميت بيته . رواه أبو داود

**ابوذر رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله صلى الله عليه وسلم جن مون کي فرمايو تہ اي ابوذر! مون چيو تہ حاضر آهيان سائين ۽ توهان جا پاڳ ڀلارا ٿين! فرمايائون تہ ان وقت ڇا ڪندين، جڏهن ماڻهن ۾ موت عام ۽ گهر يعني قبر جي قيمت ٻانهي جي قيمت برابر ٿي ويندي؟ مون عرض ڪيو تہ الله ۽ ان جو رسول صلى الله عليه وسلم وڌيڪ بهتر ڄاڻن ٿا. فرمايائون تہ صبر سان ڪم وٺجانءِ. حماد بن ابي سليمان چوي ٿو تہ ڪفن چورائيندڙ جو هٿ ڪپجي، ڇاڪاڻ تہ ميت جي گهر (قبر) ۾ داخل ٿي چوري ڪري ٿو. (ابوداؤد)**

# حدن ۾ سفارش جو بيان

## پهريون فصل

(3546) عن عائشة رضي الله عنها أن قريشا أهمهم شأن المرأة المخزومية التي سرقت فقالوا : من يكلم فيها رسول الله صلى الله عليه وسلم ؟ فقالوا : ومن يجترئ عليه إلا أسامة بن زيد حب رسول الله صلى الله عليه وسلم فكلمه أسامة . فقال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " أتشفع في حد من حدود الله ؟ " ثم قام فاختطب ثم قال : " إنما أهلك الذين قبلكم أنهم كانوا إذا سرق فيهم الشريف تركوه وإذا سرق فيهم الضعيف أقاموا عليه الحد وايم الله لو أن فاطمة بنت محمد سرقت لقطعت يدها " . متفق عليه . وفي رواية لمسلم : قالت : كانت امرأة مخزومية تستعير المتاع وتجحده فأمر النبي صلى الله عليه وسلم بقطع يدها فأتى أهلها أسامة فكلموه فكلم رسول الله صلى الله عليه وسلم بقطع يدها فأتى أهلها أسامة فكلموه فكلم رسول الله صلى الله عليه وسلم فيها ثم ذكر الحديث بنحو ما تقدم

**عائشه رضي الله عنها کان روايت آهي تہ قريش هڪ مخزومي عورت جي معاملي ۾ فڪر مند هئا، جنهن چوري ڪئي هئي. چوڻ لڳا تہ ان جي باري ۾ رسول الله صلى الله عليه وسلم جن سان ڪير ڳالهائيندو؟ چوڻ لڳا تہ رسول الله صلى الله عليه وسلم جن جو پيارو اسامہ بن زيد ئي اها جرئت ڪري سگهي ٿو . ان بابت پاڻ**

سڳورن ﷺ سان ڳالهه ڪيائين، رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ ڇا تون الله جي حدن ۾ سفارش ڪرين ٿو؟ پوءِ اٿي خطبو ڏيندي فرمايائون تہ توهان کان اڳيون امتون هن ڪري هلاڪ ٿيون جو انهن مان جڏهن ڪو شريف ماڻهو چوري ڪندو هو تہ ان کي ڇڏي ڏيندا هئا ۽ جڏهن ڪمزور ماڻهو چوري ڪندو هو تہ ان کي سزا ڏيندا هئا. الله جو قسم! جيڪڏهن محمد ﷺ جي ڌيءَ فاطمه رضي الله عنها بہ چوري ڪري ها تہ البتہ آئون ان جو بہ هٿ ڪپيان ها (بخاري_مسلم) مسلم جي هڪ روايت ۾ آهي، عائشه رضي الله عنها فرمائي ٿي تہ هڪ مخزومي عورت هئي جيڪا اڌاري شيءِ وٺي، انڪار ڪندي هئي. نبي ﷺ جن ان جو هٿ ڪپڻ جو حڪم ڏنو. انجا عزيز اسامه رضي الله عنه وٽ آيا ۽ ان سان ڳالهه ڪيائون، جنهن رسول الله ﷺ وٽ عرض رکيو، پوءِ اها ساڳي حديث ذڪر ڪيائين.

### ٻيو فصل

(3547) عن عبد الله بن عمر قال : سمعت رسول الله صلى الله عليه وسلم يقول : " من حالت شفاعته دون حد من حدود الله فقد ضاد الله ومن خاصم في باطل وهو يعلمه لم يزل في سخط اله تعالى حتى ينزع ومن قال في مؤمن ما ليس فيه أسكنه الله ردغة الخبال حتى يخرج مما قال " . رواه أحمد وأبو داود وفي رواية للبيهقي في شعب الإيمان " من أعان على خصومة لا يدري أحق أم باطل فهو في سخط الله حتى ينزع "

عبدالله بن عمر رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ مون رسول الله ﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو تہ: جيڪو شخص الله تعاليٰ جي حدن ۾ سفارش ڪري ٿو، اهو الله تعاليٰ سان مقابلو ڪري ٿو ۽ جيڪو ڄاڻي واڻي ناحق جهيڙو ڪري ٿو، اهو هميشہ الله جي غضب هيٺ رهندو جيستائين ان کان باز اچي ۽ جيڪو ڪنهن مسلمان جي باري ۾ اهڙي ڳالهه چوندو جيڪا ان نہ چئي آهي، اهو دوزخين جي پونءِ ۾ رهندو. تانجو توبہ ڪري (احمد، ابوداؤد) ۽ بيهقيءَ جي شعب الايمان جي روايت ۾ آهي تہ جيڪو شخص ڪنهن جهڳڙي ۾ مدد ڪندو، جنهن جي حق ۽ ناحق جو ان کي علم نہ آهي، تہ اهو الله تعاليٰ جي غضب هيٺ رهندو، تانجو ان کان باز نہ اچي.

(3548) وعن أبي أمية المخزومي : أن النبي صلى الله عليه وسلم أتي بلص قد اعترف اعترافا ولم يوجد معه متاع فقال له رسول الله صلى الله عليه وسلم : " ما إخالك سرقت " . قال : بلى فأعاد عليه مرتين أو ثلاثا كل ذلك يعترف فأمر به فقطع وجيء به فقال له رسول الله صلى الله عليه وسلم : " استغفر الله وتب إليه " فقال : أستغفر الله وأتوب إليه فقال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " اللهم تب عليه " ثلاثا . رواه أبو داود والنسائي وابن ماجه والدارمي هكذا وجدت في الأصول الأربعة وجامع الأصول وشعب الإيمان ومعالم السنن عن أبي أمية وفي نسخ المصابيح عن أبي رمثة بالراء والثاء المثلثة بدل الهمزة والياء

ابو اميہ مخزومي رضي الله عنه کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن وٽ هڪ چور آندو ويو جنهن چڱيءَ طرح چوريءَ جو اعتراف ڪيو، پر ان وٽان چورايل سامان نہ نڪتو، پاڻ ﷺ ارشاد فرمايائون تہ منهنجو خيال آهي تہ تو چوري ڪئي آهي، چيائين تہ هائو (سائين! مون چوري ڪئي آهي) پاڻ

**سڳورنﷺ بہ يا ٽي ڀيرا ساڳي ڳالهہ دهرائي، هر ڀيري انهيءَ چوريءَ جو اقرار ڪيو. پوءِ حڪم ڏنو ويو ۽ سندس هٿ ڪپيو ويو ۽ ڪيس آندو ويو. رسول اللهﷺ ان کي فرمايو تہ اللهﷻ تعاليٰ کان بخشش گهر ۽ ان وٽ توبه تائب ٿيءُ. انهيءَ چيو تہ آئون اللهﷻ کان بخشش چاهيان ٿو ۽ وٽس توبه ڪريان ٿو. رسول اللهﷺ! جن ٽي ڀيرا سندس حق ۾ دعا ڪئي تہ اي الله هن جو توبہ قبول فرماءِ. (ابوداؤد، نسائي، ابن ماجہ، دارمي) "اصول اربعہ"، "جامع الاصول"، "شعب الايمان، ۽ "معالم السنن" ۾ مون ائين ئي اها حديث ابواميہ کان ڏٺي آهي. "مصابيح" جي نسخي ۾ ابورمثہ کان همزه ۽ يا جي بجاءِ را ۽ ثا سان آهي.**

## شراب جي حد جو بيان

## پهريون فصل

(3549) عن أنس أن النبي صلى الله عليه وسلم ضرب في الخمر بالجريد والنعال وجلد أبو بكر رضي الله عنه أربعين وفي رواية عنه : أن النبي صلى الله عليه وسلم كان يضرب في الخمر بالنعال والجريد أربعين

**انسؓ کان روايت آهي تہ نبيﷺ جن شراب جي حد ۾ ڪجور جون ڇڙيون ۽ موچڙا هڻڻ جو حڪم ڏنو ۽ ابوبڪر صديق ؓ چاليهہ درا هڻايا (بخاري، مسلم) سندس هڪ روايت آهي تہ شراب جي حد چاليهہ جوتا ۽ ڇڙيون هڻائيندا هئا.**

(3550) وعن السائب بن يزيد قال : كان يؤتى بالشارب على عهد رسول الله صلى الله عليه وسلم وإمرة أبي بكر وصدرا من خلافة عمر فنقوم عليه بأيدينا ونعالنا وأرديتنا حتى كان آخر إمرة عمر فجلد أربعين حتى إذا عتوا وفسقوا جلد ثمانين . رواه البخاري

**سائب بن يزيد ؓ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن جي زماني ۾ ابوبڪرؓ جي خلافت ۽ عمرؓ جي شروعات زماني ۾ اسين شرابيءَ کي پنهنجن هٿن ۽ جوتن سان ۽ چادرن کي وٽي ماريندا هئاسين. عمر فاروق ؓ جي خلافت جو آخري دور آيو تہ چاليهہ ڇهبڪن جي سزا مقرر ٿي ۽ جڏهن شرابين جو تعداد وڌي ويو تہ اسي ڇهبڪ مقرر ٿي. (بخاري)**

### ٻيو فصل

(3551) عن جابر عن النبي صلى الله عليه وسلم قال : " من شرب الخمر فاجلدوه فإن عاد في الرابعة فاقتلوه " قال : ثم أتي النبي صلى الله عليه وسلم بعد ذلك برجل قد شرب في الرابعة فضربه ولم يقتله . رواه الترمذي ورواه أبو داود عن قبيصة بن دؤيب وفي أخرى لهما وللنسائي وابن ماجه والدارمي عن نفر من أصحاب رسول الله صلى الله عليه وسلم منهم ابن عمر ومعاوية وأبو هريرة والشريد إلى قوله : " فاقتلوه "

**جابر ؓ کان روايت آهي تہ نبيﷺ جن فرمايو تہ: جيڪو شخص شراب پيئي، ان کي درا لڳايو ۽ جيڪو چوٿين ڀيري بہ شراب پيئي، ان کي قتل ڪريو. چوي ٿو تہ ان کان پوءِ نبيﷺ جن وٽ**

**هڪ شخص کي آندو ويو، جنهن چوٿون ڀيرو شراب پيتو، پر پاڻﷺ ان کي مار ڏياريائون ۽ قتل نہ ڪرايائون. (ترمذي) ابوداؤد اها روايت قبيصه بن ذوئب کان آندي آهي. ترمذي، ابوداؤد، نسائي، ابن ماجہ ۽ دارميءَ ۾ معتدد اصحاب رسول ﷺ جهڙوڪ ابن عمر، معاويہ، ابو هريره ۽ شريدؓ کان اها روايت هيستائين آهي: ” پوءِ کيس قتل ڪريو.“**

(3552) وعن عبد الرحمن بن الأزهر قال : كأني أنظر إلى رسول الله صلى الله عليه وسلم إذ أتي برجل قد شرب الخمر فقال للناس : " اضربوه " فمنهم من ضربه بالنعال ومنهم من ضربه بالعصا ومنهم من ضربه بالميتخة . قال ابن وهب : يعني الجريدة الرطبة ثم أخذ رسول الله صلى الله عليه وسلم ترابا من الأرض فرمى به في وجهه . رواه أبو داود

**عبدالرحمٰن بن ازهر ؓ کان روايت آهي تہ ڄڻ آئون رسول اللهﷺ جن کي ڏسي رهيو آهيان، جڏهن هڪ شراب پيئندڙ کي آندو ويو، پاڻﷺ ماڻهن کي فرمايائون تہ هن کي مار ڏيو. پوءِ اسان مان ڪن جتين سان، ڪن لٺين سان، ڪن کجيءَ جي ڇڙين مان ان کي ماريو. ابن وهب چوي ٿو تہ ڇڙيءَ سان ان کي ماريو، ابن وهب چوي ٿو تہ ڇڙيءَ سان مراد آلي ڇڙي آهي. پوءِ رسول اللهﷺ جن زمين تان مٽي کڻي ان جي منهن ڏانهن اڇلائي (ابوداؤد)**

(3553) وعن أبي هريرة قال : إن رسول الله صلى الله عليه وسلم أتي برجل قد شرب الخمر فقال : " اضربوه " فمنا الضارب بيده والضارب بثوبه والضارب بنعله ثم قال : " بكتوه " فأقبلوا عليه يقولون : ما اتقيت الله ما خشيت الله وما استحييت من رسول الله صلى الله عليه وسلم فقال بعض القوم : أخزاك الله . قال : " لا تقولوا هكذا لا تعينوا عليه الشيطان ولكن قولوا : اللهم اغفر له اللهم ارحمه " . رواه أبو داود

**ابو هريرهؓ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن وٽ شراب پيئندڙ هڪ شخص کي آندو ويو. رسول اللهﷺ فرمايو تہ هن کي مار ڏيو. پوءِ اسان مان ڪن هٿن سان، ڪن ڪپڙن سان، ڪن جتين سان ان کي ماريو، پوءِ رسول اللهﷺ فرمايو تہ هن کي تنبيه ڪريو. ماڻهن ان کي چيو تہ تون الله جو خوف نٿو ڪرين. الله تعاليٰ جي عذاب کان نٿو ڊڄين ۽ رسول اللهﷺ جن جو بہ شرم نہ ڪيئي؟ ڪن چيس تہ الله تعاليٰ توکي ذليل ڪري. پاڻﷺ فرمايائون تہ ائين نہ چئوس ۽ ان جي خلاف شيطان جي مدد نہ ڪريو. پر چئو تہ اي الله! هن کي بخش ڪر. اي الله! هن تي رحم ڪر. (ابوداؤد)**

(3554) وعن ابن عباس قال : شرب رجل فسكر فلقي يميل في الفج فانطلق به إلى رسول الله صلى الله عليه وسلم فلما حاذى دار العباس انفلت فدخل على العباس فالتزمه فذكر ذلك للنبي صلى الله عليه وسلم فضحك وقال : " أفعلها ؟ " ولم يأمر فيه بشيء . رواه أبو داود

ابن عباسؓ کان روايت آهي تہ شراب پي هڪ شخص بيهوش ٿي ويو ۽ ماڻهن کي رستي ۾ ٿابڙندو نظر آيو. ان کي پڪڙي رسول اللهﷺ جن ڏانهن وٺي اچڻ لڳا، جڏهن عباس ؓ جي گهر وٽ پهتا تہ ماڻهن کان ڇڏائي، عباس ؓ جي گهر ۾ داخل ٿيو ۽ ان کي چنبڙي پيو. اها ڳالهہ نبيﷺ جن سان بيان ڪئي وئي، پاڻﷺ کلي پيا ۽ فرمايائون تہ ڇا ان ائين ڪيو؟ ۽ ان جي باري ۾ ڪو حڪم نہ ڏنائون. (ابوداؤد)

### ٽيون فصل

(3555) عن عمير بن سعيد النخفي قال : سمعت علي بن أبي طالب يقول : ما كنت لأقيم على أحد حدا فيموت فأجد في نفسي منه شيئا إلا صاحب الخمر فإنه لو مات وديته وذلك أن رسول الله صلى الله عليه وسلم لم يسنه

عمير بن سعيد نخفي کان روايت آهي تہ مون عليؓ کان ٻڌو تہ آئون ڪنهن تي ڪا شرعي حد قائم ڪرڻ نٿو گهران، جو پوءِ اهو مري وڃي، پوءِ ان کي دل ۾ محسوس ڪريان، البتہ شراب پيئندڙ جيڪڏهن مري ويو تہ آئون ان جو خون بها پري ڏيندس. ڇاڪاڻ تہ رسول اللهﷺ جن شراب پيئندڙ لاءِ ڪو طريقو مقرر نہ ڪيو آهي.[1] (بخاري_مسلم)

(3556) وعن ثور بن زيد الديلمي قال : إن عمر استشار في حد الخمر فقال له علي : أرى أن تجلده ثمانين جلدة فإنه إذا شرب سكر وإذا سكر هذى وإذا هذى افترى فجلد عمر رضي الله عنه في حد الخمر ثمانين . رواه مالك

ثور بن زيد ديلمي کان روايت آهي تہ عمر فاروق ؓ شراب پيئندڙ جي سزا مقرر ڪرڻ بابت اصحابن سان مشورو ڪيو. عليؓ چيو تہ منهنجي راءِ آهي تہ ان کي اسي درا هڻڻ گهرجن ڇاڪاڻ تہ جڏهن ڪو شراب پيئندو آهي تہ سست ٿي پوندو آهي ۽ جڏهن سست ٿيندو آهي تہ بڪ بڪ ڪندو آهي، جڏهن بڪ بڪ ڪندو آهي تہ بهتان هڻندو آهي. پوءِ عمر ؓ شراب جي سزا اسي درا مقرر ڪئي. (مؤطا مالڪ)

# جنهن تي حد لاڳو ٿئي، ان کي گهٽ وڌ نہ چئجي

## پهريون فصل

(3557) عن عمر بن الخطاب رضي الله عنه أن رجلا اسمه عبد الله يلقب حمارا كان يضحك النبي صلى الله عليه وسلم وكان النبي صلى الله عليه وسلم قد جلده في الشراب فأتي به يوما فأمر به فجلد فقال رجل من القوم : اللهم العنه ما أكثر ما يؤتى به فقال النبي صلى الله عليه وسلم : " لا تلعنوه فو الله ما علمت أنه يحب الله ورسوله " . رواه البخاري

عمر بن خطابؓ کان روايت آهي تہ هڪ شخص جنهن جو نالو عبدالله ۽ لقب حمار هو، نبيﷺ جن کي کلائيندو هو. نبيﷺ جن ان تي شراب پيئڻ جي حد قائم ڪئي. پوءِ هڪ ڏينهن

[1]_ ان جي سند ضعيف آهي (الباني)

وري (نشي جي حالت ) آندو ويو ۽ پاڻ سڳورن ﷺ ان کي درا هڻڻ جو حڪم ڏنو هڪ شخص چيو تہ اي اللہ! هن تي لعنت ڪر، بار بار شراب پيئڻ جي ڪري آندو وڃي ٿو. نبي ﷺ جن فرمايو تہ هن تي لعنت نہ ڪريو. اللہ جو قسم! آئون ڄاڻان ٿو تہ هي شخص اللہ ۽ ان جي رسول ﷺ سان محبت رکي ٿو. (بخاري)

(3558) وعن أبي هريرة قال : أتي النبي صلى الله عليه وسلم برجل قد شرب الخمر فقال : " اضربوه " فمنا الضارب بيده والضارب بنعله والضارب بثوبه فلما انصرف قال بعض القوم : أخزاك الله قال : " لا تقولوا هكذا لا تعينوا عليه الشيطان " . رواه البخاري

ابو هريره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن وٽ هڪ شخص کي آندو ويو جنهن شراب پيتو هو، فرمايائون تہ هن کي مار ڏيو. پوءِ اسان مان ڪن هٿن سان، ڪنهن جتين سان، ۽ ڪنهن ڪپڙن سان ان کي ماريو. جڏهن موٽڻ لڳو تہ ڪنهن چيس تہ اللہ تعاليٰ توکي ذليل ڪري. رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ ائين نہ چئو، هن جي خلاف شيطان جي مدد نہ ڪريو.(بخاري)

**ٻيو فصل**

(3559) عن أبي هريرة قال : جاء الأسلمي إلى نبي الله صلى الله عليه وسلم فشهد على نفسه أنه أصاب امرأة حراما أربع مرات كل ذلك يعرض عنه فأقبل في الخامسة فقال : " أنكتها ؟ " قال : نعم قال : " حتى غاب ذلك منك في ذلك منها " قال : نعم قال : " كما يغيب المرود في المكحلة والرشاء في البئر ؟ " قال : نعم قال : " هل تدري ما الزنا ؟ " قال : نعم أتيت منها حراما ما يأتي الرجل من أهله حلالا قال : " فما تريد بهذا القول ؟ " قال : أريد أن تطهرني فأمر به فرجم فسمع نبي الله صلى الله عليه وسلم رجلين من أصحابه يقول أحدهما لصاحبه : انظر إلى هذا الذي ستر الله عليه فلم تدعه نفسه حتى رجم رجم الكلب فسكت عنهما ثم سار ساعة حتى مر بجيفة حمار شائل برجله فقال : " أين فلان وفلان ؟ " فقالا : نحن ذان يا رسول الله فقال : " انزلا فكلا من جيفة هذا الحمار " فقالا : يا نبي الله من يأكل من هذا ؟ قال : " فما نلتما من عرض أخيكما آنفا أشد من أكل منه والذي نفسي بيده إنه الآن لفي أنهار الجنة ينغمس فيها " . رواه أبو داود

ابو هريره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ ماعز اسلمي نبي ﷺ جن وٽ آيو ۽ پنهنجي خلاف چار ڀيرا شاهدي ڏنائين تہ مون هڪ عورت سان زنا ڪيو آهي. هر ڀيري رسول الله ﷺ جن ان کان منهن ڦيرائيندا رهيا. جڏهن پنجين ڀيرو اقرار ڪيائين تہ پاڻ ﷺ پڇيائون تہ ڇا تو ان سان صحبت ڪئي آهي؟ ان چيو تہ هائو! فرمايائون تہ ڇا اهڙي طرح صحبت ڪيئي جو (تنهنجي اگهڙ) ان جي (اگهڙ ۾) غائب ٿي وئي؟ عرض ڪيائين تہ هائو! فرمايائون تہ جيئن سرميداڻيءَ ۾ سرائي ۽ رسي کوهہ اندر ويندي آهي؟ ان عرض ڪيو تہ هائو! پاڻ ﷺ فرمايائون تون ڄاڻين ٿو تہ زنا ڇا کي چوندا آهن؟ عرض ڪيائين تہ هائو! مون ان عورت سان حرام ڪم ڪيو، جيئن مڙس پنهنجي زال سان حلال طريقي سان صحبت ڪندو آهي. فرمايائون تہ هاڻي تنهنجو مقصد ڪهڙو آهي؟

عرض ڪيائين تہ آئون چاهيان ٿو تہ مون کي پاڪ ڪريو. پوءِ حڪم فرمايائون ۽ ان کي سنگسار ڪيو ويو. پوءِ نبيﷺ جن پنهنجن اصحابن مان ٻن ڄڻن کي (سندس باري ۾) ڳالهائيندي ٻڌو. انهن مان هڪ ٻئي کي چيو تہ هن شخص ڏي ڏس. الله تعالىٰ هن جي پرده پوشي ڪئي، پر ڪيس سندس نفس نہ ڇڏيو، تانجو ڪتي وانگر پٿر هڻي ماريو ويو. اهو ٻڌي نبيﷺ جن خاموش رهيا. ٿوري دير ۾ پاڻ هڪ مئل گڏهہ وٽان گذريا، جنهن جو پيٽ سڄي ۽ هڪ ڄنگهہ سيٽجي وئي هئي. فرمايائون تہ فلاڻو ۽ فلاڻو ڪٿي آهي؟ انهن عرض ڪيو تہ اسين حاضر آهيون يا رسول اللهﷺ، پاڻﷺ فرمايائون تہ اچو هن مئل گڏهہ جو ماس تہ کائو، انهن عرض ڪيو تہ اي الله جا نبيﷺ! هن جو گوشت ڪير کائيندو؟ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ توهان هينئر هينئر پنهنجي ڀاءُ جي جيڪا بي عزتي ڪئي. اها هن گڏهہ جي گوشت کائڻ کان وڌيڪ بڇڙي آهي. قسم آهي ان الله جو جنهن جي هٿ ۾ منهنجي جان آهي، هن وقت اهو جنت جي نهرن ۾ ٽٻيون هڻي رهيو آهي. (ابوداؤد)

(3560) وعن خزيمة بن ثابت قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " من أصاب ذنبا أقيم عليه حد ذلك الذنب فهو كفارته " رواه في شرح السنة

**خزيمہ بن ثابتؓ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ جنهن گناهہ ڪيو ۽ ان تي ان گناهہ جي حد قائم ڪئي وئي تہ اها سزا ان لاءِ ڪفارو آهي. (شرح السنه)**

(3561) وعن علي رضي الله عنه عن النبي صلى الله عليه وسلم قال : " من أصاب حدا فعجل عقوبته في الدنيا فالله أعدل من أن يثني على عبده العقوبة في الآخرة ومن أصاب حد فستره الله عليه وعفا عنه فالله أكرم من أن يعود في شيء قد عفا عنه " . رواه الترمذي وابن ماجه وقال الترمذي : هذا حديث غريب هذا الباب خال عن الفصل الثالث

**عليؓ کان روايت آهي تہ نبيﷺ جن فرمايو تہ: جيڪو شخص حد جوڳو گناهہ ڪري ۽ دنيا ۾ ان کي ان جي سزا جلدي ملي وئي تہ الله تعالىٰ زياده انصاف وارو آهي جو وري ٻيو ڀيرو پنهنجي ٻانهي کي آخرت ۾ سزا ڏي ۽ جنهن گناهہ ڪيو ۽ الله ان جو گناهہ لڪائي ۽ معاف ڪري ڇڏيو تہ الله وڌيڪ بخشڻهار آهي، جو جيڪو گناهہ معاف ڪري چڪو آهي، وري ان جي سزا ڏي (ترمذي، ابن ماجہ) ۽ ترمذي چوي ٿو تہ هيءَ حديث غريب آهي.**

**(هي ٻاٻتئين فصل کان خالي آهي)**

# تعزير جو بيان

**پهريون فصل**

(3562) عن أبي بردة بن ينار عن النبي صلى الله عليه وسلم قال : " لا يجلد فوق عشر جلدات إلا في حد من حدود الله "

**اب برده بن نيار رضي الله عنه کان روايت آهي تہ نبي صلي الله عليه وسلم جن فرمايو تہ: ڏهن درن کان وڌيڪ تعزير نہ لڳايو، سواءِ انهن حدن جي جيڪي الله تعاليٰ مقرر ڪيون آهن. (بخاري _ مسلم)**

**ٻيو فصل**

(3563) عن أبي هريرة عن النبي صلى الله عليه وسلم قال : " إذا ضرب أحدكم فليتق الوجه " . رواه أبو داود

**ابو هريره رضي الله عنه کان روايت آهي تہ نبي صلي الله عليه وسلم جن فرمايو تہ: توهان مان جيڪو شخص ڪنهن کي مار ڏي تہ منهن تي ڌڪ نہ هڻي. (ابوداؤد)**

(3564) وعن ابن عباس عن النبي صلى الله عليه وسلم قال : " إذا قال الرجل للرجل : يا يهودي فاضربوه عشرين وإذا قال : يا مخنث فاضربوه عشرين ومن وقع على ذات محرم فاقتلوه " . رواه الترمذي وقال : هذا حديث غريب

**ابن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ نبي صلي الله عليه وسلم جن فرمايو تہ: جڏهن ڪو (مسلمان) شخص ڪي چوي تہ "اي يهودي!" ان کي ويهہ درا لڳايو ۽ جڏهن چوي تہ: اڙي! ڪدڙا!" ان کي ويهہ درا لڳايو ۽ جيڪو محرم عورت سان زنا ڪري، ان کي ماري ڇڏيو (ان کي ترمذيءَ روايت ڪيو ۽ چوي ٿو تہ هيءَ حديث غريب آهي)**

(3565) وعن عمر رضي الله عنه أن رسول الله صلى الله عليه وسلم قال : " إذا وجدتم الرجل قد غل في سبيل الله فأحرقوا متاعه واضربوه " . رواه الترمذي وأبو داود وقال الترمذي : هذا حديث غريب هذا الباب خال من الفصل الثالث

**عمر رضي الله عنه کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليه وسلم جن فرمايو تہ: جڏهن توهان ڪنهن کي ڏسو تہ ان الله تعاليٰ جي واٽ (يعني مال غنيمت) مان خيانت ڪئي آهي، ان جو سامان ساڙائي ڇڏيو ۽ ان کي بہ مار ڏيو (ان کي ترمذي ۽ ابوداؤد روايت ڪيو ۽ ترمذي چوي ٿو تہ هيءَ حديث غريب آهي)**
**(هي باب ٽئين فصل کان خالي آهي)**

# شراب ۽ ان جي پيئڻ بابت وعيد جو بيان

**پهريون فصل**

(3566) عن أبي هريرة عن رسول الله صلى الله عليه وسلم قال : " الخمر من هاتين الشجرتين : النخلة والعنبة " . رواه مسلم

**ابو هريره ﷛ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: شراب هنن ٻن وڻن مان تيار ٿيندو آهي: کجور ۽ انگور مان (مسلم)**

(3567) وعن ابن عمر رضي الله عنهما قال : خطب عمر رضي الله عنه على منبر رسول الله صلى الله عليه وسلم فقال : " إنه قد نزل تحريم الخمر وهي من خمسة أشياء : العنب والتمر والحنطة والشعير والعسل والخمر ما خامر العقل " . رواه البخاري

**ابن عمرﷻ کان روايت آهي تہ امير عمر رسول اللهﷺ جن جي منبر تي چڙهي خطبو ڏنو ۽ فرمايائين تہ شراب جي حرام هجڻ جو حڪم نازل ٿي چڪو آهي ۽ شراب پنجن شين مان تيار ٿيندو آهي: انگور، کجور، ڪڻڪ، جَوَ ۽ ماکي ۽ جيڪا بہ شيءِ عقل تي پردو وجهي، اها شراب آهي. (بخاري)**

(3568) وعن أنس قال : لقد حرمت الخمر حين حرمت وما نجد خمر الأعناب إلا قليلا وعامة خمرنا البسر والتمر . رواه البخاري

**انس ﷛ کان روايت آهي تہ جڏهن شراب حرام ڪيو ويو تہ ان وقت انگور جو شراب گهٽ هوندو هو ۽ عام طرح اسان جو شراب سڪل ۽ سائي کجور جو هوندو هو. (بخاري)**

(3569) وعن عائشة قالت : سئل رسول الله صلى الله عليه وسلم عن البتع وهو نبيذ العسل فقال : " كل شراب أسكر فهو حرام "

**عائشہﷻ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن کان ماکي جي رس جو حڪم دريافت ڪيو ويو. فرمايائون تہ جيڪا بہ شيءِ نشو ڪري اها حرام آهي. (بخاري)**

(3570) وعن ابن عمر رضي الله عنهما قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " كل مسكر خمر وكل مسكر حرام ومن شرب الخمر في الدنيا فمات وهو يدمنها لم يتب لم يشربها في الآخرة " . رواه مسلم

**ابن عمر ﷻ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: جيڪا بہ شيءِ نشو ڪري اها شراب آهي ۽ نشي جي هر شيءِ حرام آهي ۽ جيڪو شخص دنيا ۾ شراب پيئندو ۽ هميشہ پيئندو رهندو، تانجو بغير توبہ جي مري وڃي تہ آخرت ۾ ان کي پيئڻ جي لاءِ پاڪ شراب نہ ملندو. (مسلم)**

(3571) وعن جابر أن رجلا قدم من اليمن فسأل النبي صلى الله عليه وسلم عن شراب يشربونه بأرضهم من الذرة يقال له المزر فقال النبي صلى الله عليه وسلم : " أو مسكر هو ؟ " قال : نعم قال : " كل مسكر حرام إن على الله

عهدا لمن يشرب المسكر أن يسقيه من طينة الخبال " . قالوا : يا رسول الله وما طينة الخبال ؟ قال : " عرق أهل النار أو عصارة أهل النار " . رواه مسلم

**جابر ﷺ كان روايت آهي تہ هڪ شخص يمن كان آيو ۽ يمن جي شراب جو حڪم دريافت ڪيائين، جيڪو جَوَن مان تيار ٿيندو ۽ جنهن کي "مزر" چئبو آهي. نبيﷺ جن پڇيو تہ ڇا اهو نشو ڪندو آهي؟ ان عرض ڪيو هائو! پاڻ فرمايائون تہ هر اها شيءِ جيڪا نشو ڪري ٿي، حرام آهي ۽ الله تعاليٰ جو واعدو آهي تہ جيڪو نشي جي شيءِ پيئندو، انکي طينة الخبال پياريندو. اصحابن پڇيو تہ يا رسول اللهﷺ! طينة الخبال ڇا آهي؟ فرمايائون تہ اهو دوزخين جي پونءِ ۽ نپوڙو آهي.**

(3572) وعن أبي قتادة : أن النبي صلى الله عليه وسلم نهى عن خليط التمر والبسر وعن خليط الزبيب والتمر وعن خليط الزهو والرطب . وقال : " انتبذوا كل واحد على حدة " . رواه مسلم

**ابو قتاده ﷺ كان روايت آهي تہ نبيﷺ جن ڪچي ۽ سڪل ڪجور ۽ سڪل انگور ۽ سڪل ڪجور کي گڏي ان مان نپوڙ ٺاهڻ كان منع فرمائي آهي ۽ فرمايائون تہ هر هڪ جو نپوڙ جدا جدا ٺاهيو. (مسلم)**

(3573) وعن أنس أن النبي صلى الله عليه وسلم سئل عن الخمر يتخذ خلا ؟ فقال : " لا " . رواه مسلم

**انس ﷺ كان روايت آهي تہ نبيﷺ جن كان پڇيو ويو تہ ڇا شراب مان سرڪو ٺاهجي؟ فرمايائون تہ نہ ! (مسلم)**

(3574) وعن وائل الحضرمي أن طارق بن سويد سأل النبي صلى الله عليه وسلم عن الخمر فنهاه . فقال : إنما أصنعها للدواء فقال : " إنه ليس بدواء ولكنه داء " . رواه مسلم

**وائل حضرمي كان روايت آهي تہ طارق بن سويد ﷺ، نبيﷺ جن كان شراب بابت پڇيو، پاڻﷺ ان كان منع فرمايائون. انهيءَ چيو تہ آئون ان کي دوا طور استعمال ڪريان ٿو. فرمايائون تہ اها دوا نہ بلڪ بيماري آهي. (مسلم)**

**ٻيو فصل**

(3575) عن عبد الله بن عمر قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " من شرب الخمر لم يقبل الله له صلاة أربعين صباحا فإن تاب تاب الله عليه . فإن عاد لم يقبل الله له صلاة أربعين صباحا فإن تاب تاب الله عليه فإن عاد لم يقبل الله له صلاة أربعين صباحا فإن تاب تاب الله عليه فإن عاد في الرابعة لم يقبل الله له صلاة أربعين صباحا فإن تاب لم يتب الله عليه وسقاه من نهر الخبال " . رواه الترمذي ورواه النسائي وابن ماجه والدارمي عن عبد الله بن عمرو

**عبدالله بن عمرؓ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: جيڪو هڪ ڀيرو شراب پيئندو، اللہ تعاليٰ چاليهہ ڏينهن تائين ان جي نماز قبول نہ ڪندو ۽ جيڪڏهن توبہ ڪندو تہ اللہ تعاليٰ ان جي توبہ قبول ڪندو. جيڪڏهن وري شراب پيئندو تہ اللہ تعاليٰ چاليهہ ڏينهن تائين ان جي نماز قبول نہ ڪندو ۽ جيڪڏهن توبہ ڪندو تہ اللہ تعاليٰ ان جي توبہ قبول ڪندو. جيڪڏهن وري شراب پيئندو تہ اللہ تعاليٰ چاليهہ ڏينهن تائين ان جي نماز قبول نہ ڪندو ۽ جيڪڏهن توبہ ڪندو تہ اللہ تعاليٰ ان جي توبہ قبول ڪندو. جيڪڏهن چوٿين ڀيري وري شراب پيئندو تہ اللہ تعاليٰ چاليهہ ڏينهن تائين ان جي نماز قبول نہ ڪندو ۽ جيڪڏهن توبہ ڪندو تہ اللہ تعاليٰ ان جي توبہ قبول نہ ڪندو ۽ کيس دوزخ جي نهر مان يعني دوزخين جي پونءِ پياريندو، (ترمذي، نسائي، ابن ماجہ ۽ دارمي ۾ اها حديث عبدالله بن عمروؓ کان آهي)**

(3576) وعن جابر أن رسول الله صلى الله عليه وسلم قال : " ما أسكر كثيره فقليله حرام " . رواه الترمذي وأبو داود وابن ماجه

**جابرؓ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: جنهن شيءِ جو گهڻو استعمال نشو ڪري، ان جو ٿورو استعمال بہ حرام آهي. (ترمذي، ابودائود، ابن ماجہ)**

(3577) وعن عائشة عن رسول الله صلى الله عليه وسلم قال : " ما أسكر منه الفرق فملء الكف منه حرام " . رواه أحمد والترمذي وأبو داود

**عائشہؓ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: جنهن شيءِ جا اَٽ ڪلو نشو ڪن، ان جو هڪ ٻُڪ پيئڻ بہ حرام آهي. (احمد ترمذي، ابوداؤد)**

(3578) وعن النعمان بن بشير قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " إن من الحنطة خمرا ومن الشعير خمرا ومن التمر خمرا ومن الزبيب خمرا ومن العسل خمرا " . رواه الترمذي وأبو داود وابن ماجه وقال الترمذي : هذا حديث غريب

**نعمان بن بشير ؓ کان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ: ڪڻڪ مان بہ شراب ٺهندو آهي. جَوَن مان بہ شراب ٺهندو آهي، ڪجور مان بہ شراب ٺهندو آهي. انگور مان بہ شراب ٺهندو آهي ۽ ماکي مان بہ شراب ٺهندو آهي (ان کي ترمذي، ابوداؤد، ابن ماجہ روايت ڪيو ۽ ترمذي چوي ٿو تہ هيءَ حديث غريب آهي)**

(3579) وعن أبي سعيد الخدري قال : كان عندنا خمر ليتيم فلما نزلت ( المائدة ) سألت رسول الله صلى الله عليه وسلم عنه وقلت : إنه ليتيم فقال : " أهريقوه " . رواه الترمذي

ابو سعيد خدري ﷛ كان روايت آهي تہ اسان وٽ يتيم جو شراب هو. سورت مائده لٿي تہ مون ان بابت رسول اللهﷺ جن كان پڇيو ۽ عرض كيم تہ اهو يتيم جو مال آهي. فرمايائون تہ هاري ڇڏيو. (ترمذي)

(3580) وعن أنس عن أبي طلحة : أنه قال : يا نبي الله إني اشتريت خمرا لأيتام في حجري قال : " أهرق الخمر واكسر الدنان " . رواه الترمذي وضعفه . وفي رواية أبي داود : أنه سأله النبي صلى الله عليه وسلم عن أيتام ورثوا خمرا قال : " أهرقها " . قال : أفلا أجعلها خلا ؟ قال : " لا "

انس كان روايت آهي تہ ابو طلحہ ﷛ عرض كيو تہ اي ﷲ جا رسول ﷺ! مون انهن يتيمن لاءِ جيكي منهنجي نگرانيءَ ۾ آهن، شراب ورتو آهي. فرمايائون تہ شراب هاري ڇڏ ۽ ٿانون كي ٽوڙي ڇڏ، (ان كي ترمذي روايت كيو ۽ ان كي ضعيف قرار ڏنائين) ۽ ابو داؤد جي هڪ روايت ۾ آهي تہ انهيءَ نبيﷺ جن كان يتيمن جي باري ۾ پڇيو، جن كي ورثي ۾ شراب مليو آهي. فرمايائون تہ ان كي هاري ڇڏ. عرض كيائين تہ ڇا ان مان سركو نہ ٺاهيان؟ رسول اللهﷺ جن فرمايو تہ نہ!

ٽيون فصل

(3581) عن أم سلمة قالت : نهى رسول الله صلى الله عليه وسلم عن كل مسكر ومفتر . رواه أبو داود

ام سلمہ ﷝ كان روايت آهي تہ رسول اللهﷺ جن هر ان شيءِ جي استعمال كان منع فرمائي، جيكا نشو كري ۽ دماغ ۾ خلل پيدا كري ٿي (ابو داؤد)

(3582) وعن ديلم الحميري قال : قلت لرسول الله صلى الله عليه وسلم : يا رسول الله إنا بأرض باردة ونعالج فيها عملا شديدا وإنا نتخذ شرابا من هذا القمح نتقوى به على أعمالنا وعلى برد بلادنا قال : " هل يسكر ؟ " قلت : نعم قال : " فاجتنبوه " قلت : إن الناس غير تاركيه قال : " إن لم يتركوه فقاتلوهم " . رواه أبو داود

ديلو حميري﷛ كان روايت آهي تہ مون عرض كيو تہ يارسول اللهﷺ اسين ٿڌي ملڪ جا آهيون ۽ كڻڪ مان شراب ٺاهيندا آهيون، جيكو اسان كي كمن ۾ مدد ڏيندو آهي ۽ سردي كان محفوظ ركندو آهي. فرمايائون تہ ڇا اهو نشو كندو آهي؟ مون عرض كيو تہ هائو! فرمايائون تہ پوءِ ان كان بچو. مون عرض كيو تہ ماڻهو ان كي ڇڏڻ وارا نہ آهن. فرمايائون تہ انهن سان جنگ كريو.(ابوداؤد)

(3583) وعن عبد الله بن عمرو : أن النبي صلى الله عليه وسلم نهى عن الخمر والميسر والكوبة والغبيراء وقال : " كل مسكر حرام " . رواه أبو داود

**عبدالله بن عمرو ﷠ کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن شراب، جوا، شطرنج ۽ غبيراءَ (شراب جو هڪ قسم) کان منع ڪندي فرمايو تہ هر نشو ڏيندڙ شيءَ حرام آهي. (ابوداؤد)**

(3584) وعنه عن النبي صلى الله عليه وسلم قال : " لا يدخل الجنة عاق ولا قمار ولا منان ولا مدمن خمر " . رواه الدارمي وفي رواية له : " ولا ولد زنية " بدل " قمار "

**عبدالله بن عمرو ﷠ کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ: ماءُ پيءُ جو نافرمان، جواري، احسان جتائيندڙ ۽ هميشہ شراب پيئيندڙ جنت ۾ داخل نہ ٿيندو. (ان کي دارميءَ روايت ڪيو ۽ سندس هڪ روايت ۾ "جواري" جي بجاءِ "حرام جي اولاد" آهي.**

(3585) وعن أبي أمامة قال : قال النبي صلى الله عليه وسلم : " إن الله تعالى بعثني رحمة للعالمين وهدى للعالمين وأمرني ربي عز وجل بمحق المعازف والمزامير والأوثان والصلب وأمر الجاهلية وحلف ربي عز وجل : بعزتي لا يشرب عبد من عبيدي جرعة خمر إلا سقيته من الصديد مثلها ولا يتركها من مخافتي إلا سقيته من حياض القدس " . رواه أحمد

**ابو امامہ ﷛ کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ ﷲ تعاليٰ مون کي جهانن وارن لاءِ رحمت ۽ هدايت ڪري موڪليو آهي ۽ مون کي حڪم ڪيو آهي تہ واڄن، سازن، بتن صليب ۽ جهالت جي ڪمن کي مٽايان ۽ منهنجي ﷲ قسم کنيو آهي تہ منهنجن ٻانهن، مان جيڪو شراب جو هڪ ڍڪ بہ پيئندو تہ ان کي اوتري ئي پونءِ پياريندس ۽ جيڪو منهنجي ڊپ وچان ان جو پيئڻ ڇڏي ڏيندو، ان کي پاڪ حوضن مان پاڻي پياريندس. (احمد)**

(3586) وعن ابن عمر أن رسول الله صلى الله عليه وسلم قال : " ثلاثة قد حرم الله عليهم الجنة : مدمن الخمر والعاق والديوث الذي يقر في أهله الخبث " . رواه أحمد والنسائي

**ابن عمر ﷠ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: ٽن ماڻهن تي ﷲ تعاليٰ جنت کي حرام ڪيو آهي: 1-جيڪو هميشہ شراب پيئندو 2-ماءُ پيءُ جو نافرمان 3- ديوث، جيڪو پنهنجي گهر وارن ۾ ناپاڪ ڪم کي جاري رکي ٿو. (احمد_نسائي)**

(3587) الأشعري أن النبي صلى الله عليه وسلم قال : " ثلاثة لا تدخل الجنة : مدمن الخمر وقاطع الرحم ومصدق السحر " رواه أحمد

**ابو موسيٰ اشعريٰ ﷛ کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ: ٽي ماڻهو جنت ۾ نہ ويندا: 1- هميشہ شراب پيئندڙ، 2-قرابتداريءَ کي ٽوڙيندڙ، 3-جادو تي يقين رکندڙ (احمد)**

(3588) وعن ابن عباس قال : قال رسول الله صلى الله عليه وسلم : " مدمن الخمر إن مات لقي الله كعابد وثن " . رواه أحمد وروى ابن ماجه عن أبي هريرة والبيهقي في " شعب الإيمان " عن محمد بن عبيد الله عن أبيه . قال : ذكر البخاري في التاريخ عن محمد بن عبد الله عن أبيه

**ابن عباس ﷻ كان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: هميشہ شراب پيئندڙ جڏهن مرندو تہ ﷲ تعاليٰ سان ائين ملاقات كندو جيئن بتن جو پجاري (احمد) اها حديث ابن ماجہ ۾ ابو هريره ﷺ كان ۽ بيهقي جي شعب الايمان ۾ محمد بن عبيدالله كان آهي، جيكو پنهنجي پيءُ كان روايت كري ٿو ۽ چوي ٿو تہ بخاري پنهنجي تاريخ ۾ محمد بن عبيدالله كان، انهيءَ پنهنجي پيءُ كان روايت آندي آهي.**

(3589) وعن أبي موسى أنه كان يقول : ما أبالي شربت الخمر أو عبدت هذه السارية دون الله . رواه النسائي

**ابو موسيٰ ﷺ كان روايت آهي تہ اهو چوندو هو تہ مون كي كڏهن خيال نہ آيو تہ شراب پيئان يا ﷲ تعاليٰ كان سواءِ هن ٿنڀ كي پوڄيان. (نسائي)**